# عوارف المعارف

تصنیف:

شیخ الشیوخ حضرت عمر بن محمد شہاب الدین سہروردی رضی اللہ عنہ



مترجم:

مخدوم عبد الجبار صدیقی

چھپائیندڙ:
ادارہ پاٹ ھاؤس اینڈ پبلشر
پوسٹ باکس نمبر ۷۸، حیدرآباد، سنڌ

# عوارف المعارف

مصنف:
شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي
مترجم:
مخدوم عبدالجبار صديقي

ڇپائيندڙ:

اداره پاٺ هائوس ۽ پبلشر
پوسٽ باڪس نمبر ٧٨ حيدرآباد

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | عوارف المعارف |
| مصنف: | شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي |
| مترجم: | مخدوم عبدالجبار صديقي |
| ڪمپوزنگ: | اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر<br>1186 لطيف آباد 4 |
| ڪمپوزر: | عبدالمقيت منصوري |
| قيمت: | |
| تعداد: | ١٠٠٠ |
| ڇاپو: | پهريون جولاءِ ١٩٩٨ع |
| ڇپائيندڙ: | اداره پاٽ هائوس ۽ پبلشر<br>پوسٽ باڪس نمبر ٧٨ حيدرآباد |

ملڻ جو هنڌ:

درگاهه مصطفائي گلشن

جهرڪ سائيڊ ضلعو ٺٽو

۱

# شيخ الشيوخ
# عمر شهاب الدين السهروردي

## ڳوٺ ۽ پيدائش

شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي ايران جي مشهور شهر سهرورد ۾ ٥٣٩هه رجب جي آخر يا شوال جي اوائل ۾ ڄائو. سهرورد جو ڳوٺ زنجان صوبي ۾ سلطانيه جي پرسان سجاس جي نواح ۾ واقع آهي. ڪارنامه بزرگان ايران ۾ پڻ ائين ئي ڄاڻايل آهي، ته: ”شيخ شهاب الدين ابو حفص عمر بن محمد بن عبدالله در رجب ( يا شعبان) سال ٥٣٩ هجري در سهرورد زنجان (جنوب غربي سلطانيه در دو فرسخي قيدار) متولد شده است“ مگر ايران ۾ موجود نقشن ۾ سهرورد جي بجاءِ قزاقش جو نالو پڻ استعمال ٿئي ٿو. جيڪو سهرورد جي آثارن تي قائم ڪيل نئي آباديءَ جو نالو آهي، سهرورد جي قديم ڳوٺ کي عالم پناهه ڏنل هوندي هئي. حالانڪ ان ڳوٺ اڳتي هلي عالم ۾ شهرت ورتي مگر تنهن دور ۾ ان جي حيثيت هڪ ڳوٺ کان وڌيڪ ڪجهه به نه هئي، جنهن کي به تاتارين ڦري لٽي تباهه و برباد ڪيو. سلطانيه کان اڌ مني ڪلاڪ جي ڊرائيو تي جڏهن ان ڳوٺ طرف پهچجي ٿو ته پري کان صوفن ۽ اخروٽن جا دل لڀائيندڙ آڪاش ڇيڙا ڇيندڙ وڻ نظر اچن ٿا. جيڪي ڳوٺ کي هڪ طرف کان گهيريو بيٺا آهن. اهائي ان ڳوٺ جي اهم پيداوار پڻ آهي. انهن گهاٽن وڻن جي هڪ طرف ننڍي ٽڪريءَ تي موجوده آباديءَ جا گهر آهن. جنهن ۾ ڪجهه قديم گهرن جا آثار پڻ موجود آهن. جيڪي صوبه سرحد ۾ موجود پٺرن جي ٺهيل جڳهين سان مشابهه آهن، انهن گهاٽن وڻن جي هئي پاسي هڪ اوچي پهاڙي تي

قديم قبرستان ۽ ان سان متصل تاتارين جي تباھہ ڪيل قديم سهرورد جي بازار جا آثار ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ان صديون پراڻي قبرستان ۾ اها ڪنڊ قبرن جي آثارن سميت موجود آهي جنهن ۾ شيخ شهاب الدين السهروردي جا آباءُ اجداد دفن ٿيندا هئا. قبرن جي طرز تعمير، پٿرن تي ڪٽائي ڪري اڀاريل نقش ۽ بيهڪ هوبهو مڪلي، ٺٽي ۽ چوڪنڊي جي قبرن سان ملندڙ آهي بلڪ ائين ٿو گمان ٿئي ته ساڳيو ئي فن آهي جنهن ايترو ڦهلاءُ ڪاڌو، باقي بچيل ڏهن پندرنهن قديم قبرن جا اهي ڳرا پٿر ڪٽي وچي شهر جي مسجد سان گڏ هڪ ڪمري ۾ رکيا ويا آهن. انهيءَ ڪري هاڻي ان قبرستان ۾ محض نشان نظر اچن ٿا. جن ڪي اتان جا ماڻهو روايتن جي آڌار تي چند مشهور قبرن جي نشاندهي ڪن ٿا. قبرستان ۾ موجودبعد جون قبرون سڌيون فرش وانگر آهن جن تي نشان رکي قبر جو تاثر ڏنو وڃي ٿو.

سيدنا الشيخ النضر بن سيدنا عبدالرحمان بن سيدنا القاسم بن سيدنا محمد بن ابوبڪر رضي الله عنه جي اولاد مان هڪ گهراڻو ان پهاڙي ڳوٺ ۾ اچي آباد ٿيو هو. ڪو وقت هيءُ ڳوٺ ايران عراق سرحد تي ڪردن جي علائقي ۾ واقع هو ۽ خلافت عباسيہ جي اهلڪارن جي پهچ کان ٻاهر هو. اصطخري لکي ٿو ته هيءُ ڳوٺ انهيءَ پهاڙي رستي تي واقع هو. جيڪو آذربائيجان وڃڻ لاءِ مختصر ٿيو ٿئي. چوٿين صدي هجريءَ ۾ جڏهن هيءُ خاندان هتي آباد هئو تنهن دور ۾ هتي ڪردن جو زور هو. هو مذهب ۽ اخلاق کان گهٽ پري هئا. ڦر لٽ - قتل و غارت ۽ رهزني سندن پيشہ هئا. هن خاندان جي اتي اچي آباد ٿيڻ سان ڪين دين و دنيا جي رهنمائي حاصل ٿي.

هن خاندان جو ان پهاڙي علائقي ۾ هڪ گمنام ڳوٺ ۾ اچي رهڻ جو سبب تاريخ جي اوراقن تي موجود واقعن مان عيان آهي. عباسي خليفي المنصور جي ايامن ۾ حسني امام محمد نفس ذڪيہ بن عبدالله

بن حسن مثنيٰ عليه السلام شهيد ٿيو. حضرت امام ابو حنيفہ کي قيد ڪيو ويو. حضرت امام مالڪ کي درا لڳا. حضرت امام جعفر صادق جيڪو سيدنا ابو بڪر صديق رضہ جي پوٽي سيدنا شيخ قاسم جو ڏهٽو ۽ ساڳئي رشتي سان سيدنا عبدالرحمان جو پاڻج ٿئي هميشه تڪليفن ۾ گهيريل زندگيءَ گذاري. جيئن تہ سيدنا محمد بن سيدنا ابوبڪر صديق رضہ حضرت علي ڪرم الله وجهه عنه جي ساٿ ۾ رهندي مصر ۾ شهيد ڪيو ويو. تنهن ڪري سندس پٽ سيدنا شيخ قاسم ۽ ان جي فرزند ۽ حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه جي مامي سيدنا شيخ عبدالرحمان لاءِ پڻ حالات سازگار نہ رهيا. اهي ئي حالات اڳتي هلي سندس اولاد جي حجاز مان هجرت ۽ ايران جي هن ڳوٺ سهرورد ۾ اچي مقيم ٿيڻ جو سبب بڻيا. هتي مقيم ٿيڻ بعد هن خاندان ۾ علم ۽ تصوف جي آبياري ڪجهہ اهڙي انداز ۾ ٿيندي رهي جو پنهنجي وقت جا ناليوارا بزرگ پيدا ٿيندا رهيا. تانجو ٥٣٩هہ ۾ شيخ الشيوخ سيدنا ابو حفض عمربن محمد شهاب الدين السهروردي رضي الله عنه پيدا ٿيو. جنهن ننڍپڻ ۾ ئي پنهنجي والد سان گڏجي بغداد جو رخ ڪيو ۽ پنهنجي چاچي سيدنا شيخ ابو نجيب عبدالقاهر السهروردي وٽ ا چي رهيو. هنن ئي بزرگن جي ڪري سهرورد جي ڳوٺ عالم ۾ شهرت ورتي.

## نسب:

هر عصر تاريخون هڪ اڌ نالي ۽ پيڙهيءَ جي ڦير گهير سان سيدنا شيخ عمر شهاب الدين السهرورديءَ جي ابوبڪري يعني حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي اولاد مان هجڻ تي متفق آهن. ان معمولي ڦير گهير جو سبب اهو محسوس ٿئي ٿو تہ ڪنهن اهل قلم هڪ پيڙهيءَ ۾ موجود شخصيت جو رکو نالو لکيو تہ ٻئي ان جو مشهور لقب

نالي بجاءِ استعمال ڪيو.

مولانا شيخ نور الدين جامي قدس الله سره پنهنجي ڪتاب نفحات لانس ۾ لکي ٿو، " قدوة العارفين عمدة السالكين العالم الرباني شهاب الدين ابو حفص عمر بن محمد البكري السهروردي قدس الله تعاليٰ سره از اولاد ابوبكر صديق (رضي الله عنه) است و انتساب ومي درتصوف بعمر ومي شيخ ابو نجيب سهرورد ديست"

هڪ شجرو جيڪو شيخ عمر شهاب الدين جي بغداد ۾ موجود مزار تي بعد جو هٿ سان لکيل فريم ۾ لڳل آهي اهو هن طرح آهي. :سيدنا شيخ عمر شهاب الدين بن سيدنا محمد بن سيدنا عبدالله بن سيدنا محمد بن سيدنا عبدالله المعروف عمويہ بن سيدنا سعد بن سيدنا الحسين بن سيدناالقاسم بن سيدنا علقمه بن سيدنا نضر بن سيدنا معاذ بن سيدناعبدالرحمان بن سيدنا قاسم بن سيدنامحمد بن سيدنا ابوبكر صديق رضي الله عنه.

ابن خلڪان جي ڪتاب "وفيات الاعيان" ۾ شيخ عمر شهاب الدين جي چاچي شيخ ابو نجيب ضياءُ الدين عبدالقاهر جو شجرو ڏيندي لکي ٿو:

. "ابو نجيب عبدالقاهربن عبدالله بن محمد بن عمويه واسمه عبدالله، بن سعد ابن الحسين بن القاسم بن علقمه بن النضر بن معاذ بن عبدالرحمان بن القاسم بن محمد بن ابي بكر الصديق رضي الله عنه! المقلب ضياءُ الدين السهروردي.

قال محب الدين بن النجاز في تاريخ بغداد: نقلت نسب الشيخ أبي النجيب من خطه وهو عبدالقاهر بن عبدالله بن محمد بن عمويه واسمه عبدالله بن سعد بن الحسين بن القاسم بن النضر بن القاسم بن النضر بن عبدالرحمان بن القاسم بن محمد بن ابي بكر صديق رضي الله عنه وإذا كان بخطه هكذا فهو أصح.

پويون ڏنل شجرو پاڻ سيوهڻ جي صديقين وٽ موجود قديم دستاويزن ۽ شجرن سان پڻ مطابقت رکندڙ آهي.

## بالڪپٽو

شيخ عمر شهاب الدين السهروردي بالڪپٽي ۾ ئي پنهنجي چاچي شيخ ابو نجيب عبدالقاهر ضياءُ الدين وٽ بغداد ۾ اچي رهيو تاريخ جون ڪجهه شاهديون ان ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي مددگار ٿيون آهن، ته شيخ عمر شهاب الدين السهروردي جڏهن سهرورد مان بغداد آيو ته ان وقت هو اڪيلو نه هو. ان سفر ۾ نه رڳو سندس والد سيدنا محمد گڏ آيو هو بلڪ گمان غالب آهي ته سندس سڄو گهر بغداد لڏي آيو هو. آئون سيدنا شيخ عمر شهاب الدين السهرورديءَ جي مزار ۽ مدرسي جي مهتمم الشيخ محمد سامي ابراهيم سان گڏجي بهرز جي ڳوٺ شيخ الشيوخ جي والد جي مزار ڏسڻ لاءِ ويو هئس. هيءُ قديم ڳوٺ بغداد کان ڇاهٺ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. بعقوبه جي ويجهو هيءُ ڳوٺ ڪجين جي وڻن ۾ وڪڙيل سنڌ جي ڪنهن به ڳوٺ جون سڪون لاهيندڙ گاري ۽ سرن سان ٺهيل گهرن تي مشتمل آهي، ڳوٺ جي قديم حسن تي نظر وجهندي اهو گمان پئي طاري ٿيو ڄڻ پنهنجي ڳوٺ پاٽ شريف ۾پهچي ويو هجان. ان ڳوٺ ۾ هاڻي جديد طرز تعمير پڻ پنهنجي جڳهه وٺندي پئي وڃي. اتي جن سان به ملاقات ٿي سي خوش اخلاق ۽ پنهنجائپ جو تاثر ڏيڻ وارا ماڻهو هئا. اتي جي هڪ جهوني نيڪ مرد محمد جاسم محمد علي حسون بالبهرزي سان ملاقات ٿي. هن کي جڏهن ٻڌايو ويو ته شيخ عمر شهاب الدين سهرورديءَ جي اولاد مان آئون اتي آيل آهيان ته ڪيس ان ڳالهه جي ڏاڍي خوشي ٿي. سندس خوشيءَ ۾ اجان به اضافو ٿيو جڏهن مون سندس مهماني

قبولي.سندس گهر ۾ چڱا ڪتاب هئا. هيءُ اهل ذوق انسان "تاريخ بلدة بهرز قديما وحديثا" لکي رهيو هو. جنهن ۾ هن مختلف حوالن سان ذڪر ڪيو آهي تہ شيخ شهاب الدين السهروردي جي والد سيدنا شيخ محمد جي مزار هن ئي ڳوٺ ۾ آهي. جيڪو پنهنجي وقت جو وڏو صوفي بزرگ پڻ هو. ان ڏس ۾ هو تاريخ " مراة الزمان" جو حوالو پڻ ڏيئي ٿو.

محمد جاسم محمد علي حسون بالبهرزيءَ جي مهماني ڪائڻ ۽ سندس تحرير تان نقل وٺندي اسين سيدنا شيخ محمد جي مزار جي انهن آثارن تائين پهتاسين جتي قديم قبرستان جي حدن ۾ جڳهيون ٺهي ويون آهن. جتان دعا گهرڻ بعد واپس بغداد موٽي آياسين. سيدنا شيخ عمر شهاب الدين سهرورديءَ جي والد جي احوال ڪانسواءِ سندس ڀائيچ ۽ ڪجهہ ٻين عزيزن جو ذڪر پڻ سندن موجودگي بغداد ۾ ڏيکاري ٿو جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ شيخ عمر شهاب الدين سهروردي جنهن سهرورد مان بغداد ڏي لڏيو تہ ان وقت يا ان کان پوءِ جلدي سندس پورو گهر اوڏانهن منتقل ٿي ويو هو. جتي هو پنهنجي چاچي حضرت شيخ ضياءُ الدين ابو نجيب عبدالقاهر جي زير تربيت رهيو جيڪو ظاهري ۽ باطني تعليم ۾ سندس سڀ کان وڏو رهنما ۽ استاد هو. ٻارهن سالن جي عمر ۾ علم حديث جي تعليم حاصل ڪرڻ شروع ڪيائين. سندس چاچي شيخ ابونجيب ڪانسواءِ ڪجهہ ٻين نالي وارن استادن کي پڻ سندن استادي جو شرف حاصل رهيو جيئن!-

(۱)ابوالفتوح الطائي محمدبن محمد الهمداني المتوفيٰ ۵۵۵هہ - ۱۱۶۰ع.

(۲) حافظ مظفر هبتہ الله بن احمد الشبلي المتوفيٰ ۵۵۷هہ هيءُ عراق جو وڏو محدث هو.

(۳)اصفهان ابو احمد معمر بن عبدالواحد بن نافر القريشي وفات ۵۶۴هہ هيءُ پڻ وڏو محدث ٿي گذريو آهي.

(۴) ابو الفتح محمد بن عبدالباقي وفات ۵٦۴ھ هيءُ پڻ انهن ڏينهن ۾ بغداد جو وڏو معروف محدث هو.

(۵) ابو ذرعہ طاهر بن محمد المقدسي وفات ۵٦٦ھ.

(٦) ابن فضلان شيخ ابوالقاسم يحييٰ بن علي البغدادي وفات ۵۵۵ھ .جيڪو علم فقهي جو مشهور عالم هو.هن کان پڻ شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي علم فقه جي تعليم ورتي. سندن بغداد اچڻ جو مقصد بہ اهو هئو تہ هو اتي رهي ظاهري ۽ باطني علم حاصل ڪن. علم ظاهريءَ ۾ مٿين ذڪر ڪيل استادن کان فيض وٺن کانپوءِ ڪين تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين علمن ۾ ايترو تہ مٽڪو حاصل ٿيو جو پاڻ پنهنجي زماني جا بلند پايہ فقيہ ۽ محدث پڻ سمجهيا ويندا هئا. علم حديث ۾ تہ محدث ابن نجار رح ، محدث شيخ الغنائم، شيخ ابوالعباس رح ابن علان رح ۽ ٻين مشهور محدثن کانئس حديثون روايت ڪيون آهن. امام سبڪي طبقات الشافيه ۾ اهڙن ڪيترن ئي محدثن جا نالا ڄاڻايا آهن.

## شجره بيعت:

شيخ الشيوخ سيدنا عمر شهاب الدين السهرورديءَ جو روحاني سلسلو ١٢ واسطن سان خليفة الرسول حضرت علي ڪرم الله وجهه عنه کان ٿيندو رسول الله ﷺ تائين هن طرح پهچي ٿو:

(١)حضرت علي ڪرم الله وجهه عنه وفات ۴٠ هہ رمضان المبارڪ ، مدفن نجف اشرف.

(٢) خير التابعين حضرت شيخ حسن بصري قدس الله سره وفات ۴۹ھ ربيع الاول مدفن جنت البقيع مدينہ شريف.

(٣) حضرت خواجہ حبيب عجمي قدس الله سره. وفات ١۵٦ھ

ربيع الثاني . مدفن بصره.

(۴) حضرت خواجہ داود طائي قدس الله سره. وفات ١٦٥ھ ربيع الثاني. مدفن بغداد شريف.

(٥) حضرت شيخ معروف ڪرخي قدس الله سره . وفات ٢٠٠ ھ محرم مدفن ، بغداد شريف سندن مزار علائقہ ڪرخ ۾ آهي.

(٦)حضرت شيخ الشيوخ سري سقطي قدس الله سره. وفات ٢٥٣ھ رمضان . مدفن بغداد شريف.

(٧)حضرت جنيد بغدادي قدس الله سره وفات ٢٩٧ھ . مدفن بغداد شريف حضرت سري سقطي ۽ حضرت جنيد بغدادي ٻنهي جون مزارون هڪ ئي ڪمري ۾ موجود آهن.

(٨) حضرت خواجہ ممشاد دينوري. وفات ٢٩٩ ھ محرم . مدفن بغداد شريف.

(٩) حضرت خواجہ شيخ احمد اسود دينوري قدس الله سره. وفات ٣۴٠ھ ذي الحج مدفن سمرقند.

(١٠) حضرت شيخ ابو محمد عمويه (عبدالله) . وفات ٣٧٣ھ رجب مدفن سهرورد هيءُ بزرگ شيخ الشيوخ جو جوامجد پڻ ٿئي. ان جو ذڪر پاڻ عوارف المعارف جي باب ٢٨ ۾ ڪيو اٿن.

(١١) حضرت شيخ قاضي وجيه الدين قدس الله سره. وفات ۴٦٢ھ مدفن بغداد شريف هيءُ بزرگ شيخ الشيوخ جي ڏاڏي شيخ عبدالله بن محمد بن عمويہ جو پاءُ ٿئي. هڪ روايت اها آهي تہ شيخ وجيه الدين پنهنجي والد شيخ محمد کان ۽ ان پنهنجي والد شيخ عبدالله عمويہ کان خرقو حاصل ڪيو.

(١٢) شيخ ضياءُ الدين ابونجيب عبدالقاهر السهروردي. وفات ٥٦٣ھ . مدفن بغداد شريف . هن بزرگ جي مزار پڻ بغداد ۾ آهي ڪيس حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه سان ڪمال محبت ۽

عقيدت هئي. مگر سندن روحاني مرشد حضرت احمد غزالي قدس الله سره برادر حجة الاسلام محمد غزالي قدس الله سره ۽ شيخ خرقہ حضرت شيخ قاضي وجيه الدين السهروردي آهن.

(١٣) حضرت شيخ الشيوخ قدوة العارفين سيدنا شيخ شهاب الدين السهروردي قدس الله سره. وفات ٦٣٢ هـ مدفن بغداد شريف.

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه کان فيض ورتل چئن بزرگن شيخ ابو بکر شبلي، شيخ احمد رديم، شيخ علي رود باري ۽ شيخ ممشاد هئا. انهن مان شيخ ممشاد کان شيخ احمد اسود رحمة الله عليه (وفات ٣٤٠) ۽ ان کان شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين جي جد امجد ابو محمد عبدالله المعروف عموي فيض ورتو. جڏهن تہ شيخ ابوبکر شبلي کان شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه ٽن واسطن سان فيض ورتو، شيخ عبدالواحد بن عبدالعزيز، شيخ ابوالحسن قريشي ۽ شيخ ابو سعيد مخزومي. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ سهروردي ۽ قادري سلسلن جي روحاني نسبت هڪ ئي آهي. ٻنهي سلسلن جا باني نہ رڳو همعصر آهن بلڪ ڪين هڪ ٻئي سان روحاني عقيدت پڻ رکن ٿا. حضرت شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي کي حضرت غوث اعظم رضي الله عنه کان فيض طريقت حاصل هو. مگر شرف بيعت ڪين پنهنجي چاچي حضرت ابو نجيب عبدالقاهر سهروردي کان مليو. اڪثر تذڪره نگار ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ حضرت شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين قدس الله سره کي "علم ڪلام" سان گهڻو لڳاءُ هئو. علم ڪلام جو جنم عالم اسلام ۾ انهيءَ وقت ٿيو جڏهن يوناني ۽ ايراني علمن جا ذخيرا عباسي دور ۾ عربي ٻولي ۾ ترجمو ٿيڻ لڳا. جن تي وري مسلم علمائن ٽيڪا ٽپڻي ۽ بحث مباحثا شروع ڪيا. ان سان اسلامي عقيدن تي پڻ نڪتہ چينيءَ جا در کليا. جنهن جي جواب ۾ مسلمان عالمن پڻ فلسفي جو مطالعو شروع ڪيو ۽ انهن تي ٿيندڙ حملن جا جواب ڏنا. قلم جي انهيءَ ڏي وٺ کي

"علم ڪلام" جو نالو ڏنو ويو. خود شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي قدس الله سره اوائلي ڏينهن ۾ انهيءَ قسم جي ڪتابن جو مطالعو شروع ڪيو، ڪيس انهيءَ علم تي جيڪو تبحر حاصل ٿيو ان جو اندازو سندس تصنيفن رشف النصائح ۽ اعلام الهديٰ مان ٿئي ٿو. جيڪي هن علم الڪلام جي حامين جي رد ۾ لکيون.

امام يافعي پنهنجي ڪتاب "خلاصة المفاخر تکلمه روض الرياحين" ، لکي ٿو ته "حضرت شيخ عبدالقاهر ڪي انهيءَ ڳالهه تي وڏي پريشاني رهندي هئي جو سندس ڀائٽي جوانيءَ ۾ پنهنجو سڄو ڌيان علم ڪلام تي مرڪوز ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ ڪري هو ڪين هڪ ڏينهن حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه وٽ وٺي ويو ته ڪيس ڪا نصيحت ڪري. حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه پهريائين ته حضرت شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين ڪان زير مطالعه ڪتابن جو پڇيو ان ڪان پوءِ سندس سيني تي هٿ مبارڪ رکيائين. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو پاڻ علم ڪلام وساريندا ويا ۽ دل جا در ڪين کلندا محسوس ٿيا. انهيءَ وقت حضرت غوث اعظم رحمة الله عليه فرمايو ته:-

يا عمر! انت اخر المشهورين بالعراق.

اي عمر! تون عراق جو آخري مشهور ترين انسان آهين.

حضرت شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي خليج فارس جي هڪ جزيره عباداني ۾ گوشه نشيني اختيار ڪئي. هتي پاڻ ڪافي عرصو اڪيلائي ۾ ذڪر و عبادت ۽ رياضت و مجاهده ۾ مشغول رهيا. روايت آهي ته انهيءَ مقام تي ڪين ابدال جي صحبت به نصيب ٿي. پاڻ ڪيترائي حج ادا ڪيائون ۽ ڪئي سال خانه ڪعبه ۾ پڻ رهيا. آخر ڪار روحاني مجاهدن ۽ سفر ڪان فارغ ٿي بغداد واپس موٽيا.

## عوام جي رهنمائي:

سيدنا غوث اعظم رضي الله عنه ٥٦٢هہ ۾ هن دار الفنا کي ڇڏي دار البقاڏي راهي ٿيا. ڪائن پوءِ بغداد ۾ ماڻهن حضرت شيخ ابونجيب السهرورديءَ ڏانهن رجوع ڪرڻ شروع ڪيو. مگر اڃان هڪ سال ئي مس گذريو تہ ٥٦٣هہ ۾ پاڻ بہ وصال فرمايائون. جنهن بعد روحاني مسند ۽ رشد وهدايت لاءِ ماڻهن حضرت شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين ڏانهن رجوع ڪرڻ فرمايو. پاڻ سلسلہ سهرورديءَ کي هڪ اهڙي انداز ۾ متعارف ڪيو جو ماڻهن جي ٽولن جا ٽولا ان ۾ شامل ٿيندا ويا ۽ هدايت وٺندا ويا. جيئن ارنيقي ڪتاب مدينة العلوم، ۾ لکي ٿو "كان فقيها فاضلا صوفيا ورعاً زاهداً عارفاً شيخ وقته في علم الحقيقة واليه المنتهي في تربية المريدين".

شيخ الشيوخ مريدن جي تربيت ڪانسواءِ "علم الحديث" جو درس پڻ ڏيندا هئا. سندن شاگردن ۾ جن جا نالا سامهون اچن ٿا اهي پنهنجي وقت جا وڏا محدث ٿي گذريا آهن. جيئن وقت جو مورخ عمر محمدبن محمود ابن نجار بغدادي المتوفي ٦٤٣هہ مورخ عراق، ابو عبدالله محمد بن سعيد بن يحييٰ الربيشي المتوفي ٦٣٧هہ، محدث عراق ابن نقط ابوبڪر محمد بن عبدالغني بغدادي المتوفي ٦٢٩هہ، وقت جو وڏو محدث قطب الدين محمد بن احمد بن علي قسطلاني المتوفي ٦٨٦هہ. بلڪ خليفي ابو جعفر منصور المستنصر بالله جي زماني تائين حڪمران خليفن ڪين مختلف موقعن تي اهم سفارتي ذميداريون پڻ ڏيندا رهيا.

هاڻي سندن نالو بغداد تائين محدود نہ هو بلڪ سندس شهرت حجاز، ايران، مصر، شام ۽ هند سند تائين وڃي پهتي. سندس ذات گرامي وقت جي مشائخن لاءِ رهنمائي بڻجي وئي.

قدرت کين هر طبقي جي ماڻهن جي رهنمائي تي مقرر فرمايو. پاڻ وقت جي خليفن جي نظر ۾ به ايترو ته قدر جي نظر سان ڏٺا ويندا هئا جو نه رڳو امير المسلمين ناصر الدين الله محمد عباسي جي طرفان بلڪ خليفي ابو جعفر منصور المستنصر باالله جي زماني تائين حڪمران خليفن کين مختلف موقعن تي اهم سفارتي ذميداريون ڏيندا رهيا. "ڪتاب مناقب العارفين" مولانا شمس الدين افلاڪي لکي ٿو ته جڏهن مولانا جلال الدين رومي جي والد گرامي بهاءُ الدين محمدبلخي روم ڏانهن سفر دوران ٦١٠ هه ۾ بغداد پهتو ته سندس استقبال لاءِ عباسي خليفي شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين سهروردي کي پنهنجي پاران مقرر ڪيو. ان کان سواءِ سن ٦١٤هه ۾ سلطان علاءُ الدين محمد تڪش خوارزم شاهه، خليفي ناصرالدين جي نه رڳو بالادستي کان انڪار ڪيو ۽ سندس نالي جو خطبو ۽ سڪو بند ڪيو بلڪ بغاوت ڪندي ٿيهه لک فوج وٺي حملہ آوار ٿيو، تڏهن عباسي خليفي شيخ الشيوخ کي مصالحت لاءِ موڪليو. جنهن همدان جي ويجهو خوارزم شاهه سان ملاقات ڪري کيس موٽي وڃڻ تي آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جيتوڻيڪ خوارزم شاهه شيخ الشيوخ جي سفارتي طور طريقن ۽ سندس فصاعت ۽ بلاغت کان متاثر ٿيو مگر پنهنجي ارادي تان نه هٽيو" ڪتاب "سيرة جلال الدين" مصنف نورالدين محمد، سلطان خوارزم شاهه جو حملي جي نيت سان حلوان وٽ پهچڻ ۽ بي مدائتي برسات ۽ ڳڙي پوڻ سان سندس لشڪر جي تباهه ٿيڻ جي واقعي کي شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي جي بددعا جو نتيجو قرار ڏنو آهي. جيڪا هن خوارزم شاهه کي سندس جنگ نه ڪرڻ جي ارادي تان نه هٽڻ جي صورت ۾ ڏني. جنهن جي نتيجي ۾ مسلمانن جي هڪ وڏي انگ جي قتلام ٿيڻ جو خدشو هو."

شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين جو هڪ اهم سفارتي موقعو

٦١٨هه جو بيان ڪيو ويو آهي. جڏهن امير المسلمين خليفي الناصر جي طرفان شاهه حلب جي ديوان "قاضي بهاءُ الدين ابن شداد"سان مذاڪرات ڪرڻ لاءِ پاڻ اربل جي شهر ۾ تشريف آندئون. اتي قيام دوران اهل اربل نه رڳو شيخ الشيوخ جي واعظ سان مستفيض ٿيا مگر روحاني حلقن ذريعي سندن اصلاح جو پهلو پڻ اجاگر ٿيو.

اهڙي طرح پاڻ ٽي دفعا روم جي سلجوقي سلطان علاءُ الدين ڪيقباد سان سفير جي حيثيت ۾ ملاقاتون ڪيائون. پهريون دفعو تخت نشيني جي موقعي تي عباسي خليفي طرفان منشور سلطنت حوالي ڪرڻ لاءِ قونيه جي شهر ۾ تشريف آندائون ٿي ته سلطان علاءُالدين ڪيقباد درٻار جي اميرن وزيرن ۽ وقت جي مشائخن ۽ علمائن ڪي سندس استقبال لاءِ شهرن کان ٻاهر موڪليو ۽ سندن پهچڻ تي ڪين نه رڳو شاهي محل ۾ ترسايو ويو ۽ سندن شاهي مهمان نوازي ڪئي وئي مگر سندن لاءِ درٻار خاص منعقد ڪئي وئي. جنهن ۾ شيخ الشيوخ، عباسي خليفي الناصر جي طرفان سلطان علاوالدين ڪيقباد ڪي خلعت خلافت پهرائڻ بعد مٿي تي عمامه ٻڌو ويو جنهن ڪانپوءِ خليفي جو فرمان پڙهي ٻڌايو ويو. موڪلائي مهل سلطان ڪيس هڪ لک زر (نقد) پنج هزار سلطاني دينار ۽ پنج سو پنجاهه مضروب طلائي منقال بطور نذرانه پيش ڪيا. ان بعد جڏهن خليفو ابو نصر محمد "الظاهر بامرالله" خليفو ٿيو ته هن جو فرمان پڻ شيخ الشيوخ جي ذريعي پهچايو ويو. ٽيون دفعو خليفي ابو جعفر منصور المستنصر باالله جي دور خلافت ۾ پاڻ نه رڳو قونيه بحيثيت سفير موڪليا ويا بلڪ ساڳئي خليفي جي طرفان امير الحج پڻ مقرر ڪيا ويا.

تواريخ ۾ ڪجهه حلقن پاران اهو چئي اعتراض ٿيندا رهيا ته سهروردي بزرگن وقت جي حڪمرانن سان بهتر تعلقات ۾ رهيا آهن.

حقيقت ۾ اها سهروردي سلسلي متعلق سطحي معلومات جو

نتيجو آهي. سهروردي صوفين جو اهو حلقو رهيا آهن. جن اهو ڪڏهن به نه پئي چاهيو ته سڄي زندگي رهبانيت ۾ گذاريندي دنياوي معاملات کان بلڪل الڳ ٿلڳ ٿي ويجهي بلڪ شريعت محمدي صلي الله عليه وسلم جي قائم ڪيل حدن کي اولين ترجيح ڏيندي اسان کي معاشري جي تقاضائن کي به بطريقه احسن پورو ڪبو رهجي. ڇا خداءِ واحد جا نبي صلي الله عليه وسلم جن مديني جا حڪمران ، امن جا داعي، عظيم سپہ سالار، بهترين قانون ڏيندڙ ۽ پنهنجي وقت جي سياست ۾ حصو وٺندڙ نه هئا. ڇا هنن صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي سڄي عمر غار حرا ۾ ئي گذاري ڇڏي هئي؟

امام تقي الدين سبڪي رحمۃ الله عليه رقم طراز آهي ته "شيخ الشيوخ ايڏي ظاهري عزت جي باوجود نهايت ئي فقر ۽ تنگدستي سان زندگي گذاريندو هو ۽ ڪنهن به طرح دنياوي مال ۽ متاع کي قبول نه ڪندا هئا. ايتري حد تائين جو وصال وقت تڪفين لاءِ ضروري رقم به موجود نه هئي".

شيخ علاءِ الدين ولد سمناني جي چواڻي ته شيخ سعد الدين کان ماڻهن پڇيو ته اوهان جي شيخ محي الدين ابن عربي بابت ڪهڙي راءِ آهي: هن جواب ڏنو ته "بحر مواج الانهايۃ له" يعني هو هڪ اٿاه موجزن سمونڊ آهي. جنهن جي ڪا پڇاڻي نه آهي وري پڇيائونس ته شيخ عمر شهاب الدين سهروردي متعلق اوهان جو ڪهڙو خيال آهي: وراڻيائين ته "نور متابعۃ النبي صلي الله عليه وسلم في جبين السهروردي شيءِ آخر" يعني شيخ عمر شهاب الدين جي پيشانيءَ تي رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي متابعت جو نور ڪا شيءِ ٻي آهي.

حضرت خواجه نظام الدين اوليا محبوب الاهي رحمۃ الله عليه جي ملفوظات " فوائد الفواد " ۾ هڪ واقعو لکيل آهي جنهن مان اندازو ئي ٿئي ٿو ته شيخ الشيوخ جو وقت جي حڪمرانن سان تعلق ڪنهن

دنياوي لالچ لاءِ نہ هو بلڪ سندن مقصد شريعت محمدي ﷺ جي پاسداري هو. هو لکن ٿا تہ " هڪ دفعي فلسفي وقت جي خليفي جي خدمت ۾ ڪجهہ ڪتاب کڻي آيو ۽ سندس من ۾ هئو تہ خليفي کي ڪنهن طرح راهہ حق تان هٽايان خليفي بہ سندس علمي قابليت ڏسندي منجهس دلچسپي ڏيکاري اها خبر جڏهن حضرت شيخ الشيوخ کي پهتي تہ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن خليفو انهن فلسفين ڏانهن مائل ٿي ويو تہ پوءِ ملڪ ۾ انڌير ٿي ويندو. اهو چوندي اٿي کڙا ٿيا ۽ خليفي جي محل ۾ هلي آيا. اتفاقن خليفو تخليي ۾ ان فلسفي سان بحث ۾ رڌل هو. خليفي کي شيخ الشيوخ جي اچڻ جي خبر پڌائڻ بعد اندر آندو ويو. شيخ الشيوخ اندر اچڻ سان سوال ڪيو تہ ڪهڙو بحث هلي رهيو آهي؟. خليفي بحث کي لڪائيندي ڳالهہ کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر شيخ الشيوخ جي اصرار تي فلسفي ٻڌايو تہ اسين هن وقت هي بحث ڪري رهيا هئاسين تہ آسمان جي حرڪت طبعي آهي. حرڪتن جا ٽي قسم آهن. طبعي ارادي ۽ قسري- حرڪت طبعي اها آهي تہ پنهنجي خاصيت سان گردش ٿئي. جيئن پٿر کي هٿ مان ڇڏيو وڃي ۽ اهو زمين تي ڪري. حرڪت ارادي اها آهي تہ اها شيءِ پنهنجي مرضيءَ سان حرڪت ڪري ۽ حرڪت قسري اها آهي تہ ان کي ڪو ٻيو حرڪت ۾ آڻي. جيئن ڪو فضا ۾ پٿر اڇلائي ان کي حرڪت قسري چئبو. هاڻي اسين ان بحث ۾ آهيون تہ آسمان جي حرڪت طبعي آهي. تنهن تي شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي قدس الله سره العزيز فرمايو تہ نہ آسمان جي حرڪت قسري آهي. تنهن تي هو چوڻ لڳا تہ ڪيئن!؟ شيخ وراڻيو تہ الله عز وجل پاران هڪ فرشتو آهي جيڪو ان کي گردش ۾ رکي ٿو. جيڪو حديث ۾ بہ آيل آهي. تنهن تي فلسفي ٺهڪ ڏيڻ لڳو. تنهن ڪانپوءِ شيخ، خليفي ۽ فلسفي کي ٻاهر پڌري ۾ وٺي آيو ۽ آسمان طرف رخ ڪري فرمايو تہ اي خداوند!جيڪو ڪجهہ تون پنهنجي خاص بندن کي

ڏيڪارين ٿو اهو هنن کي بہ ڏيکار. پوءِ خليفي ۽ فلسفي ڏي نهاري فرمائڻ لڳا تہ آسمان ۾ ڏسو. انهن آسمان ۾ ڏٺو تہ ڪين اهو فرشتو نظر اچڻ لڳو. تنهن تي خليفو تائب ٿيو. ولحمد لله رب العالمين".

شيخ الشيوخ دنياوي معاملن ۾ حصو وٺڻ جي باوجود پنهنجي خالق سان لنئہ لڳائڻ ۾ بہ پوئتي ڪونہ هئا. سيد محمد بن مبارڪ ڪرماني رحمۃ الله عليه ڪتاب "سير الاوليا" ۾ لکي ٿو تہ: شيخ نجم الدين ڪبريٰ جو قول آهي تہ هر سعادت جيڪا انسان لاءِ ممڪن الحصول آهي خدا وند تعاليٰ جل شانه اها شيخ عمر شهاب الدين سهروردي کي عطا ڪئي آهي. سواءِ ذوق سماع جي.فرمايائون تہ شيخ اوحد ڪرماني، شيخ شهاب الدين وٽ آيا تہ شيخ پنهنجو مصلو ويڙهي گوڏي هيٺيان رکي ڇڏيو ۽ مشائخن آڏو اها انتهائي تعظيم جي علامت آهي. غرضيڪ جڏهن رات ٿي تہ شيخ اوحد ڪرماني رحمت الله عليه سماع جي فرمائش ڪئي. شيخ شهاب الدين قوالن کي سڏرايو ۽ سماع جو حڪم ڏنو. پوءِ پاڻ هڪ ڪنڊ ۾ ذڪر و عبادت ۾ مشغول ٿي ويا. جڏهن صبح ٿيو تہ خادم خانقاهہ ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ رات جيئن تہ سماع ۾ گذري آهي هاڻي ان گروهہ کي ناشتو گهرجي تہ شيخ پڇيو تہ ڇا اڄ رات سماع هو؟ خادم وراڻيو ها تنهن تي شيخ چيو مونکي ڪا خبر نہ آهي".

ان واقعي مان ظاهر ٿئي ٿو تہ پاڻ استغراق جي ڪهڙي حد تي پهتل هئا جو حق ۾ ايترو تہ محو ٿي ويا هئا جو ڪين سماع جو علم ئي نہ رهيو.

## شيخ الشيوخ جو ذوق:

حضرت شيخ الشيوخ کي شعر و شاعري سان پڻ لڳاءُ هو. پاڻ عربي ۽

فارسي ۾ ڪجهہ شعر چيو اٿن ابن خلڪان پنهنجي ڪتاب "وفيات الاعيان" ۾ سندس انن شعرن جو انتخاب پيش ڪيو آهي. اهڙي طرح ڪتاب "هفت اقليم" ۾ امين احمد رازي سندس چار فارسي رباعيون آنديون آهن.

شيخ الشيوخ جي لاتعداد معتقدن ۾ بعض فارسيءَ جي جڳ مشهور شاعرن جا نالا پڻ اچن ٿا، جيئن خلاق المعاني ڪمال الدين اسماعيل اصفهاني ۽ شيخ سعدي رحمة الله عليه بيحد مشهور آهن.

## سهروردي سلسلي جي تاريخ:

اسلام جي اوائلي ڏينهن ۾ قرآن پاڪ کي هر مسئلي اڳيان رکيو ٿي ويو. خود چئن خليفن سڳورن جي زماني ۾ پڻ ائين ٿيندو ٿي رهيو. مگر اسلامي سلطنت جي وسعت نہ رڳو ڪيترن ڏاهن کي پنهنجي حدن ۾ آڻي ڇڏيو هو پر ان سان گڏ مختلف علمن جيئن طب، فلسفي علم نجوم ۽ منطق جو چرچو پڻ عام ٿيڻ لڳو. عربي زبان ۾ ترجمن سان مسلمانن ۾ شرڪ ۽ بدعت جا نظريا وڌڻ لڳا. بنواميہ جي دور ۾ حضرت امير معاويہ رضي الله عنه جي پوٽي خالد بن يزيد مختلف ٻولين جا ڪيترائي ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايا خلافت جي هن اميدوار جنهن کي، "حڪيم آل مروان" پڻ چوندا هئا ،مروان بن حڪيم جي مقابلي ۾ سندس خواب ڪڏهن پورو نہ ٿيو.

عباسي خليفن ۾ منصور ۽ سندس پوٽئر علم نجوم تي پاڙڻ لڳا، روم، هند ۽ فارس مان نالي وارا نجومي اچي اتي رهڻ لڳا. هندستان جو پنڊت سدا نند جو علم رياضيءَ جو ماهر هو. تنهن هندي زائچي کي سامهون رکي هڪ ڪتاب تيار ڪيو هو. جنهن جو خليفي عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايو. منصور جي ذاتي دلچسپيءَ ڪري نجوم

ڪانسواءِ طب ۽ علم طبعي جي ڪتابن جا پڻ عربي ترجما ٿيا هئا. مگر خليفي محمديءَ جي دور ۾ ماني ۽ ابن دميان جهڙن ڪتابن جي ترجمن شرڪ ۽ بدعت جون راهون کوليون جو ڪيترائي زنديق ٿي ويا بهرحال مسلمان عالمن سندن جواب قلم سان ڏيڻ شروع ڪيا. ان سان هڪ نئين علم "علم ڪلام" جنم ورتو.

مامون جڏهن سندس دور تائين ترجمو ٿيل فلسفي ۽ منطق جي ڪتابن جو مطالعو ڪيو ته هو معتزل فرقي جي ويجهو ٿي ويو جيڪي هرڳالهه کي عقل جي ڪسوٽي تي پرکيندا هئا. خليفي جي ان رويئي ڪري آزاد خيال ماڻهن جي همٿ ۾ ٻيڻ آئي. هو قران جي مخلوق هجڻ کانسواءِ ٻين ڪيترن ئي اهڙن نازڪ موضوعن تي بحث ڪرڻ لڳا. اهو اسلامي تصوف جنهن خواجه حسن بصري ابراهيم ادهم رح ۽ فضيل بن عياض جهڙن بزرگن کي پيدا ڪيو ۽ جنهن جو بنياد شريعت محمدي هو. هاڻي آزاد خياليءَ جو لباس اوڙهڻ لڳو هو. "فنا" ۽ "بقا" جي فلسفن انساني ذهن کي ڇو ۽ ڪيئن جي بحث ۾ منجهائي ڇڏيو ۽ فلسفه وحدت الوجود طرف اهڙي ته رغبت پيدا ٿي جو اصل اسلامي تصوف تان ماڻهو هٽندا ويا. جنهن ڪري هڪ اهڙي سلسله تصوف جي ضرورت جنم ورتو جيڪو ڪنهن به طرح شريعت جي حدن ۾ رهندي اسلامي تصوف جو علمي جامع نمونو هجي. جيئن خود ڪتاب "عوارف المعارف" جي باب نائين ۾ ان ڏانهن واضح اشارو آهي، "قلندريه جي لفظ مان اهڙي جماعت ڏانهن اشارو آهي جن تي خوشدليءَ جو نشوغالب آهي ۽ انهيءَ ڪري هنن پنهنجيون عادتون خراب ڪري ڇڏيون آهن. ايتري حد تائين جو هنن محفل ۽ هم نشيني جي طور طريقن جي پابندي به ترڪ ڪري ڇڏي آهي. اهڙي طرح خوشدليءَ جي ميدانن ۾ گهمڻ سبب هنن پنهنجي فرض ڪانسواءِ نماز روزي جي عملن ۾ به ڪمي ڪري ڇڏي آهي ۽ شريعت جنهن قسمن جي اجازت ڏني آهي انهن مان به لطف اندوز ٿيڻ

جي پرواھ نہ ٿا ڪن".

ساڳئيءَ باب ۾ ملامتي ۽ قلندر جو فرق ظاهر ڪندي شيخ الشيوخ مزيد لکي ٿو تہ " ملامتي ۽ قلندر ۾ هيءُ فرق آهي تہ ملامتي پنهنجي عبادت کي پوشيده رکي ٿو ۽ قلندر پنهنجي عادت کي خراب ڪري ٿو. ملامتي نيڪي ۽ بديءَ جي اصولن جو پائبند آهي ۽ انهن کي قابل ترجيح سمجهي ٿو. مگر پنهنجي عملن ۽ وجداني ڪيفيت کي پوشيده رکي ٿو ۽ پنهنجي وضع قطع ، حرڪتن ۽ لباس ۾ عام ماڻهن وانگر رهي ٿو، تہ جيئن سندس حال لوڪ کان لڪل رهي ۽ ساڳئيءَ وقت هو وڌيڪ روحانيت جو طالب بڻ رهي ٿو ۽ پنهنجي پوري ڪوشش خالق حقيقي جي حاصل ڪرڻ ۾ صرف ڪري ٿو. مگر مرد قلندر ڪنهن خاص وضع جو پابند نہ ٿو رهي. ڪيس انهيءَ ڳالھ جي ڪابہ پرواھ نہ ٿي رهي تہ ڪو سندس حال ڄاڻي ٿو يا نٿو ڄاڻي. هو پنهنجي خوش دليءَ ۾ مگن رهي ٿو. ۽ اهائي سندس ڪل ڪمائي آهي. انهن ٻنهي ملامتي ۽ قلندر جي برعڪس "صوفي" هر شيءِ کي صحيح طريقي سان استعمال ڪري ٿو. هو پنهنجي وقت ۽ حال جو مناسب موقعو ۽ محل خوب ڄاڻي ٿو. هو ماڻهن کي سندس مقام تي رکي ٿو ۽ حق جي ڪمن کي بہ سندن مناسب جاءِ ڏئي ٿو. جيڪي لڪائڻ گهرجي سو لڪائي ٿو ۽ جنهن کي ظاهر ڪرڻ جي ضرورت آهي انهيءَ کي ظاهر ڪري ٿو ۽ سڀ ڪم صحيح طريقي سان عقل ۽ معرفت ، صحيح توحيد ۽ صدق ۽ اخلاق سان سرانجام ڪري ٿو".

سهروردي سلسلو اهڙن صوفيت جي ڪوڙن دعويدارن جيڪي شريعت جي حدن جي ڪابہ پرواھ نہ ٿا ڪن اهو اصول تہ "شريعت ظاهر تي آهي" چئي پڙدو هٽايو ، حضرت شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي قدس الله سره العزيز، سهروردي سلسلي جي انهيءَ اصول جي تائيد ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ " حضرت عمر الفاروق رضي الله عنه کان

هيءَ روايت منقول آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ: رسول خدا صلي الله عليه وسلم جن جي وقت ۾ ماڻهن جو وحيءَ ذريعي مواخذه ٿيندو هو. هاڻي وحي جو سلسلو ختم ٿي ويو آهي تنهن ڪري اسين اوهانکي اوهانجي ظاهري عملن تي وٺ پڪڙ ڪنداسين. جيڪو اسان جي سامهون چڱائي ڪندو اسين ان کي امن ڏينداسين. سندس باطن سان اسانجو ڪو بہ تعلق نہ هوندو خدا جل شانه سندس باطن جو محاسبو ڪندو ۽ جيڪڏهن هن نيڪي جي خلاف ڪو ظاهري عمل ڪيو تہ اسان ان کي نہ ڇڏينداسين خواهہ هو چوندو رهي تہ اسانجو باطن سٺو آهي"

سهروردي سلسلي جي انهن بنيادي اصولن کي سامهون رکي اڄڪلهہ جي درگاهن ۽ انهن تي ٿيندڙ غير شرعي ڪمن کي ڏسبو تہ ڪوڙي ۽ سچي جي پرک ازخود سامهون اچي ويندي، تہ ڪيئن نہ رڳو نعرا هڻي ماڻهن جا ميڙ گڏ ڪري، غير شرعي ڳالهين کي ترويج ڏئي عاليشان درگاهن ذريعي ڪمائي جا رستا کولي صوفيءَ جي نالي ۽ اسلامي تصوف سان ناانصافي ڪئي وئي آهي.

جيئن شيخ الشيوخ ان ڏس ۾ لکي ٿو تہ " هڪ گمراهہ جماعت پاڻ تي " ملامتيہ" جونالو رکي ، صوفين جو ڪٽي لباس اوڙهيو آهي تہ جيئن ڪين بہ صوفي سڏجي حالانڪ انهن جو صوفين سان ڪوبہ تعلق نہ آهي. مگر هنن ذوڪي ۽ غلطي ۾ مبتلا ٿي انهن جو لباس اختيار ڪيو آهي. پوءِ انهيءَ جي ذريعي ڪڏهن پاڻ کي بچائن ٿا ۽ ڪڏهن وڏي واڪي دعويٰ ڪن ٿا تہ آزاد بندن ۽ رندن جي مسلڪ تي گامزن آهن. سندن خيال آهي تہ هنن جو ضمير خالق حقيقي وٽ پهچي پاڪ ۽ پوتر ٿي ويا آهن ۽ منزل مقصود ماڻي ورتي اٿن. تنهن ڪري شريعت جي پابندي ڪرڻ عوام ۽ انهن ماڻهن جو ڪم آهي. جيڪي ڪوتاهہ عقل آهن ۽ تقليد ۽ اقتداءِ جي سوڙهي لڪ ۾ قائل آهن. هي نسورو الحاد ۽ بي ديني آهي. ڇاڪاڻ جو اها حقيقت جيڪا شريعت جي خلاف هجي بي

ديني ۽ جهالت آهي".

انهن اصولن کي ڪٽي شيخ الشيوخ اسلامي تصوف ۾ آيل هاجيڪار وڳوڙ کي ختم ڪرڻ لاءِ سهروردیہ سلسلہ جو بنياد وڌو جيڪو حقيقت ۾ اسلامي تصوف جي هڪ منظم شڪل هو. دراصل اهو سلسلو شيخ وجيه الدين جي طريقہ تصوف سان تعلق رکندڙ هو. جيڪو بغداد ۾ منتقل ٿيڻ بعد شيخ عبدالقاهر ابونجيب السهروردي پنهنجي خانقاهہ ۾ يا بحيثيت صدر جامع نظاميہ جي فڪري بنيادن تي جوڙڻ شروع ڪيو هو. حالانڪ انهن اصولن جي غير منظم بنيادن تي آبياري پشت بہ پشت سهرورد جي ڳوٺ ۾ اچي مقيم ٿيڻ ڪانپوءِ ساڳئي خاندان ۾ ٿيندي رهي هئي. شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي ان فڪر کي منظم بنيادن تي استوار ڪيو ۽ پنهنجي حياتي ان سلسلي جي تبليغ ۾ گذاريائين. پاڻ گهڻو ڪري هر سال حج ادا ڪرڻ ويندا هئا، جتي روحاني محفلن ڪانسواءِ، حاجين جي ميڙن کي واعظ ۽ نصيحت جو سلسلو پڻ جاري رهيو. چون ٿا تہ سندس واعظ ۾ ايڏو تہ تاثير هوندو هو جو ماڻهو وجد ۾ اچي ويندا هئا ۽ ڪيترا تہ مجذوبيت جي حالت ۾اچي ڪپڙا ڦاڙهي ويهندا هئا، سندن ان منظم تبليغ جوئي نتيجو هئو جو سهروردي سلسلو حجاز، شام، مصر، ڪانسواءِ بنگال ۽ هند سنڌ ۾ ڦهلجي ويو.

## خلفا:

حضرت شيخ الشيوخ جا ڪيترائي خليفا ٿي گذريا آهن جن مان اڪثر وقت جا ولي هئاانهن مان چند جو ذڪر خير ڏجي ٿو:

### (۱) شيخ نجيب الدين علي برغش:

حقائق ۽ معارف جو سرچشمو شيخ الشيوخ جي وڏن خليفن مان

هو. هن حجاز ۾ سهروردي سلسلي جي اشاعت وڏي پيماني تي ڪئي. سندس والد شيراز ۾ واپاري هو. خواب ۾ ڪيس حضرت علي ڪرم الله وجهه عنه فرمايس ته توکي صالح فرزند ڄمندو نالو علي رکجانئس. هن ان خواب جي تعبير وقت جي مجذوب شيخ ابراهيم کان پڇي. شيخ فرمايس ته " توکي فرزند ڄمندو جنهن جو مرشد موجود آهي" جڏهن شيخ نجيب الدين بلوغت کي پهتو ته سندس والد کيس شيخ الشيوخ شهاب الدين قدس الله سره العزيز جي خدمت ۾ وٺي ويو. جتي مرشد کان خرقو حاصل ڪري شيراز موٽيو. ٦٧٨ھ ۾ وفات ڪيائين.

## (٢) شيخ نور الدين مبارڪ غزنوي:

لڳي ائين ٿو ته اهو سهروردي سلسلوئي هئو جنهن سڀ کان پهريائين باقاعده طور تي هندو پاڪ جي روحاني زمين جيڪا بنجر هئي تنهن ۾ هر ڪيڙيو. جنهن بعد ٻيا سلسلا مختلف ميون وانگر پنهنجي منفرد شڪل ۾ ذائقي سان ان ۾ ڦٽندا ۽ وڌندا ويجهندا رهيا.

مشهور آهي ته حضرت سيدنا شيخ عمر شهاب الدين هڪ دفعي فرمايو هو ته "خلفائي في الهند ڪثيره " هندستان ۾ منهنجا خليفا ڪثير تعداد ۾ آهن. شيخ نور الدين مبارڪ غزنوي شيخ الشيوخ جي چند وڏن خليفن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو هن جي ذريعي اتر هندستان ۾ سهروردي سلسلي کي وڏو فروغ حاصل ٿيو. هن مرشد کان خرقه خلافت حاصل ڪرڻ کان پوءِ سير و سفر جو ارادو ڪيو. جڏهن دهلي پهتو ته سلطان شمس الدين التمش کيس شيخ الاسلام مقرر ڪيو. سندس دعائن جي قبوليت جو هڪ واقعو ملفوظات سلطان المشائخ خواجه نظام الدين بدايوني قدس سره العزيز ۾ ڄاڻايل آهي ته هڪ ڀيري مينهن نه پيو هو. ڏڪر جو سخت انديشو هو. سلطان، شيخ نور الدين کي دعا گهرڻ لاءِ درخواست ڪئي، شيخ جي دعا سان مينهن وٺو ۽ ڏڪار جون حالتون

ختم ٿي ويون. هن بزرگ ٦٣٧ھ ۾ وفات ڪئي. سندس مقبره دهلي ۾ آهي.

## (٣) خواجہ عثمان هاروني:

قلمي ڪتاب سفينة النوح ۾ مير رحيم داد خان مولائي شيدائي لکي ٿو تہ " حضرت خواجہ عثمان هاروني قدس سره شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي رحمة الله عليہ جا مريد هئا. ڪائن حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجميري قدس سره العزيز خرقو حاصل ڪيو. خواجہ عثمان خراسان جي شهر نيشاپور جي ويجهو هڪڙي ڳوٺ ۾ رهندا هئا. هندستان ڏانهن رواني ٿيڻ وقت واٽ تي هڪڙي آتشخائي جي پر ۾ خواجہ صاحب قيام ڪيو. ۽ پنهنجي خادم کي افطار لاءِ ماني پچائڻ لاءِ اوڏانهن موڪليو پر آتش پرستن باھ نہ ڏني جنهن تي حضرت جن پاڻ اوڏانهن ويا. آتشخاني ۾ مختار نالي هڪڙو پير مرد ويٺو هو. جنهن جي ڪڇ ۾ ستن ورهين جو هڪڙو ڇوڪرو هو. حضرت جن مختار کي چيو تہ اوهين باھ جهڙي فاني شيءِ جي پرستش ڪيو ٿا. جا لپ پاڻي وجهڻ سان وساميو وڃي. خدا تعاليٰ جل شانہ جيڪو هن باھ جو خالق آهي تنهن جي ڇو نہ ٿا عبادت ڪريو. مختيار جواب ڏنو تہ باھ اسانجي مذهب ۾ وڏو مرتبو رکي ٿي. حضرت فرمايو تہ اوهين سڄي عمر هن جي عبادت ڪريو ٿا. ڇا توهين منجهس هٿ يا پير وجهي ڏسو تہ ساڙي ٿي يا نہ. جنهن تي هن وراڻيو تہ ساڙڻ باھ جي خاصيت آهي. خواجہ صاحب اهو جواب ٻڌي سندس ننڍڙي پٽ کي ڪڇي آيت" قلنا يانار ڪوني بردا وسلاما ابراهيم" پڙهندي آتشخاني اندر ٽپي پيا. اها روبڪار ڏسي مختيار ۽ سندس ساٿي باھ جي چوگرد واويلا ڪرڻ لڳا.مگر اندر وڃن جي ڪنهن ۾ بہ همت ڪانہ ٿي. ڪجھ دير بعد خواجہ صاحب ڇوڪري سميت باھ مان صحيح سلامت نڪري آيا. حضرت خواجہ جن جي

ڪرامت ڏسي چوڪري جي پيءُ اسلام قبول ڪيو حضرت جن پٽس جو نالو ابراهيم ۽ سندس نالو عبدالله رکيو. حضرت خواجہ معين الدين چشتي رحمۃ الله عليه شروع ۾ شيخ ابراهيم قندوزي رحمۃ الله عليه کان روحاني فيض ورتو. تنهن کان پوءِ شيخ الشيوخ جي جليل القدر مريد ۽ خليفي شيخ خواجہ عثمان هاروني رحمۃ الله عليه کان خرقو حاصل ڪيائين. شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين جي خدمت ۾ رهي فيض وٺڻ جو ذڪر پڻ تاريخ جي اوراقن ۾ محفوظ آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ چشتين جي سرخيل پهريون خلافت جو خرقو سهروردين کان حاصل ڪيو؟

## (۴) شيخ ضياءُ الدين رومي:

شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين قدس الله سره العزيز جو خليفو ۽ مريد خاص هو. دهليءَ ۾ سلطان علاءُ الدين خلجي سندس مريد ٿيو. علاءُ الدين خلجي جي وفات کانپوءِ سندس پٽ شهزاده قطب الدين سندس مريدي ۾ داخل ٿيو. شيخ ۱۳۵ ورهين جي عمر ۾ ۷۲۳ھ ۾ وفات ڪئي.

## (۵) ظهير الدين عبدالرحمان شيرازي:

ظهير الدين عبدالرحمان بن علي قدس سره حضرت شيخ الشيوخ جو خليفو ٿي گذريو آهي. وڏو محدث ۽ صاحب قلم هن ڪتاب عوارف المعارف جو فارسي ترجمو پڻ ڪيو هو.

## (٦) شيخ جلال الدين تبريزي:

اخبار لاخيار ۾ شيخ جلال الدين تبريزيءَ لاءِ لکيل آهي تہ " وڏو ڪامل شيخ هو. مشائخ چشت جي ڪتابن ۾ سندس مناقب لکيل آهن جيڪي مطالعو ڪري سگهجن ٿا. فوائد الفواد ۾ سلطان المشائخ جي

حوالي سان لکيل آهي تہ شيخ جلال الدين تبريزي جو مرشد شيخ ابو سعيد تبريزي هو. جنهن جي وفات کانپوءِ پاڻ شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ان جي ايتري تہ خدمت ڪيائين جو سندس ڪنهن بہ مريد يا ارادت مند کي نصيب نہ ٿي. چوندا آهن تہ شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين هر سال حج تي ويندا هئا. پوءِ جڏهن عمر رسيده ۽ ڪمزور ٿي ويا ۽ ڪاڏي خوراڪ جون جيڪي شيون ساڻ ويندي يون هين. اهي پاروٿيون ۽ ٿڌيون ٿي وڃڻ ڪري کين ياءِ نہ پونديون هيون. ان ڪري شيخ جلال الدين تبريزي اها ترڪيب ڪئي جو چلهو ۽ هنڊي پنهنجي مٿي تي کڻي هلندا هئا ۽ چلهي ۾ هلڪي چٽگ باريو هلندا هئا. جيئن مٿو نہ سڙي ۽ وقت ضرورت باهہ ٻاري ڪاڌو گرم ڪجي اهڙي طرح مرشد جڏهن بہ ڪاڌو گهرندو هو تہ هو گرم گرم ڪاڌو آڻي سندن اڳيان رکندو هو.

ساڳئي ڪتاب "فوائد الفواد" جي حوالي سان لکيل آهي تہ هڪ دفعي جڏهن شيخ الشيوخ حج تان وريو تہ بغداد جي ماڻهن جو اچي وٽس ميڙ گڏيو. انهن مان هر هڪ پنهنجي حيثيت پٽاندر زر، نقد ۽ شيون پيش ڪيون. انهن ۾ هڪ جهور پوڙهي بہ هئي جنهن پنهنجي چادر جي ڪنڊ کولي هڪ درهم ڪڍيو ۽ پيش ڪيو. شيخ الشيوخ اهو درهم سيني تحفن جي مٿان ڪري رکيو. پوءِ پاڻ سيني موجود ماڻهن کي فرمايائون تہ جنهن کي جيڪي وڻي سو کڻي. چناچہ سيني پنهنجي پنهنجي پسند مطابق ذر، نقد ۽ ٻيون شيون کنيون. ان موقعي تي شيخ جلال الدين تبريزي بہ موجود هو جنهن کي شيخ الشيوخ ڪجهہ کڻڻ لاءِ اشارو ڪيو. شيخ جلال الدين تبريزي اٿي اهو درهم کنيو جيڪو پوڙهي عورت اتي رکيو هو. تنهن تي شيخ الشيوخ فرمايو تہ اي! شيخ جلال الدين تبريزي (رحمة الله عليه ) تو تہ سڀ ڪجهہ کڻي ڇڏيو"

پاڻ عراق کان هندستان آيا هتي شيخ المشائخ بهاءُ الدين ذڪريا

ملتاني رحمة الله عليه خواجه قطب الدين بختيار اوشي رحمة الله عليه حضرت فريد الملت رحمة الله عليه سان سندن ملاقات ٿي. بعد ۾ هيءُ بزرگ دهلي ۽ بدايون مان ٿيندو بنگال پهتو ڪتاب مير العارفين ۾ لکيل آهي ته هن بنگال ۾ سهرورديه سلسلي جي خانقاهه قائم ڪئي ۽ هزارن هندن کي مشرف به اسلام ڪيو. هن بزرگ کي بنگال ۾ تصوف جو باني سمجهيو وڃي ٿو. مسجد سان گڏ مدرسه جو قيام هن بزرگ کان شروع ٿيو. جنهن جو قائم ڪيل ديوتالا عرف تبريز آباد جو مدرسو بينگال جو پهريون اسلامي مدرسو سمجهيو وڃي ٿو جيڪو مسجد سان گڏ تعمير ڪيو ويو هجي.

شيخ جلال الدين تبريزيءَ جو هندو پنڊتن سان مناظره ٿيو نتيجي ۾ انهن سيني اسلام قبول ڪيو . اهڙي طرح جڏهن "ڪانئس" جو پٽ "جادو" تخت نشين ٿيو ته هن پڻ اسلام قبول ڪيو ۽ پنهنجو نالو شيخ جلال الدين تبريزي جي نالي پٺيان برڪت ۽ عقيدت خاطر جلال الدين محمد رکايائين. بنگال تي غاصبانه قبضي خلاف مداخلت ڪرڻ لاءِ شيخ نور قطب جي دوست مير سيد اشرف جهانگير سمنائي، جونپور جي سلطان ابراهيم شرقيءَ کي خط لکيو ان خط مان پڻ سهروردين جي بنگال ۾ موجودگي ۽ ڦهلاءُ جو واضح ذڪر ملي ٿو: هو لکي ٿو ته " الله جي تعريف ڪرڻ جڳائي. بينگال جي زمين ڪيڏي نه چڱي آهي. جنهن ۾ ڳاٿيتي کان ٻاهر صوفين ان کي پنهنجو ديرو بڻايو. جيئن " ديوگائون" ۾ شيخ الشيوخ شهاب الدين جا ستر مريد ۽ وڏا خليفا مدفون آهن. "مهيسن" ۾ پڻ سهروردي صوفين جو وڏو انگ مدفون آهي. ۽ ديوتلا ۾ جلاليه صوفين جي پڻ ساڳي صورتحال آهي. مطلب ته بينگال ملڪ جي، هر شهر هر ڳوٺ ۾ صوفي آيا سهروردي سلسلي جي صوفين مان اڪثر وفات ڪري ويا آهن. باقي جيڪي حيات آهن سي پڻ ڪثير تعداد ۾ آهن."

هن بزرگ جو مقبرو بينگال جي قديم تخت گاهہ پانڊوئا ۾ ٻڌايو وڃي ٿو. جتان اتر ۾ ويهن ميلن جي مفاصلي تي ديوتلا جو شهر موجود آهي جنهن کي بعد ۾ شيخ جلال الدين تبريزيءَ جي نالي پٺيان تبريزآباد سڏيو وڃي ٿو.

## (۷)قاضي حميد الدين ناگوريءَ:

ڪتاب اخبار الاخيار ۾ لکيل آهي تہ: سندس نالو محمد بن عطا آهي. هندستان جي قديم مشائخين مان ظاهري ۽ باطني علم ۾ ڪامل انسان هو. اگرچہ خواجہ قطب الدين جي مصاحب مان هئو ۽ سلسلہ سهرورديہ سان ڪيس خاص نسبت هئي شيخ الشيوخ شهاب الدين جو مريد ۽ خليفو هو. بعض چيو آهي تہ شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي قدس الله سره پنهنجي خطن ۾ خود ذڪر ڪيو آهي تہ هندستان ۾ منهنجي اڪثر خليفن مان قاضي حميد الدين ناگوري بہ منهنجو هڪ خليفو آهي. باقي الله جل شانه ئي بهتر ڄاڻندڙ آهي. شموس سندس مشهور تصنيف آهي.

## (۸) مخدوم نوح بکري رحمت الله عليه:

حضرت شيخ نوح بکري رحمت الله عليه حضرت شيخ الشيوخ سيدنا عمر شهاب الدين السهروردي جو وڏو خليفو هو. هن وقت تائين معلوم شده خليفن ۾ هيءُ سهروردي سلسلي جو پهريون خليفو هو جيڪو سنڌ ۾ آيو. پنهنجي مرشد جي حڪم موجب تبليغ ۽ سهروردي سلسلي جي اشاعت لاءِ بکر ۾ اچي رهيو. مخدوم نوح بکري ڪانپوءِ حضرت شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني حج کان واپسي تي حضرت عمر شهاب الدين سهرورديءَ جو بغداد ۾ اچي مريد ٿيو، ڪجهہ ڏينهن رهي خرقہ خلافت حاصل ڪيائين. جڏهن ملتان وڃڻ جي اجازت گهريائين تہ مرشد حڪم

ڪيس تہ ” منهنجي مريدن مان هڪ هدايت ۽ رشد وارو مريد شيخ نوح آهي. جيڪو سنڌ جي شهر فرشتہ (بکر جو پراڻو نالو) ۾ رهي ٿو. ان سان ضرور ملاقات ڪجو. چوتہ هو ڏيئو وٽ ۽ تيل پاڻ مون وٽ ڪٺي آيو هو. جنهن کي فقط روشن ڪرڻ جي دير هئي. مگر حضرت بهاءُ الدين جڏهن اتي پهتو تہ شيخ نوح اڳ ئي وصال ڪري چڪو هو. سندس زيارت گاهہ سکر قلعي ۽ ريلوي بند جي پرسان آهي.

## (۹)حضرت شيخ بهاءُ الدين ذڪرياملتاني رحمۃ الله عليه :

جنهن بزرگ سلسلہ سهرورد کي سڀ کان وڌيڪ هنڌ سنڌ ۾ ڦهلايو اهو شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني رحمۃ الله عليه هو. ڪوٽ ڪروڙ ملتان ۾ پيدا ٿيو. حافظ قران هو ۽ سبعہ قرات جو ماهر هو. ظاهر علمن لاءِ هن خراسان، بخارا، مدينہ منوره ۽ فلسطين تائين پنڌ ڪيا. علم حديث شيخ ڪمال الدين يمني رحمۃ الله عليه ڪان حاصل ڪيائين. ۽ ڪيئي ورهيہ رسول خدا صلي الله عليه وسلم جن جي روضہ اقدس تي عبادت ۽ رياضتن ۾ مشغول رهيو. مختلف علائقن ۾ نبين سڳورن جي روضن جي زيارت ڪندي جڏهن بغداد پهتو تہ شيخ الشيوخ حضرت سيدنا عمر بن محمد شهاب الدين السهروردي قدس الله سره العزيز جو مريد ٿي ويو. محض سترهن ڏينهن ۾ روحاني تربيت بعد خرقہ خلافت ماڻيائين. هن سهرورديہ سلسلي جي عظيم الشان خانقاه ملتان ۾ قائم ڪئي ۽ نصف صدي کان وڌيڪ ان سلسلي جي خدمت ڪندو رهيو. سندس حلقہ ارادت ۾ هزارين ماڻهو شامل ٿي ويا. هن جو هڪ عظيم المرتبت خليفو حضرت سيد جلال الدين سرخ پوش بخاري هو جنهن اچ ۾ ان سلسلي جي وڏي خانقاهہ قائم ڪئي. سندس پوٽو حضرت سيد جلال الدين مخدوم جهانيان جي نالي سان مشهور ٿيو. جڏهن تہ شيخ

بهاءُ الدين جي فرزند صدرالدين عارف ۽ ان جي فرزند شيخ رڪن الدين پڻ ان سلسلي جي اشاعت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. سيد محمد اولاد علي گيلاني، "اوليائي ملتان" ۾ لکيو آهي ته شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جا خاص خليفا شيخ صدرالدين عارف، حضرت سيد جلال الدين بزرگ بخاري، حضرت حسن افغان، حضرت سيد عثمان معروف به لعل شهباز سنڌي ، شيخ امير حسيني حضرت شيخ فخر الدين عراقي، خواجه ڪمال الدين مسعود، سيد عبدالقدوس قلندر موصلي قدس الله اسرارهم آهن".

ساڳيو ذريعو ٻڌائي ٿو ته حضرت بهاءُ الدين ذڪريا کي سماع جو شوق نه هو مگر پاڻ مرشد جي تبيعت ۾ سماع ٻڌو. ان جو قصو ڪجھه ائين آهي ته هڪ دفعي عبدالله قوال جيڪو گاني ۾ وڏي شهرت رکندو هئو. سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته آئون حضرت شيخ الشيوخ جي خدمت ۾ به رهي چڪو آهيان ۽ حضرت منهنجو ڳائڻ شوق سان ٻڌو آهي اهو ٻڌي پاڻ فرمايائون ته جڏهن مرشد ٻڌو آهي ته ان جي تبعيت ۾ ذڪريا به ٻڌندو. الغرض بعد عشا ڪيس پنهنجي حجره ۾ گهرايو ۽ ڳائڻ لاءِ چيو، جڏهن عبدالله هن بيت جو تڪرار ڪرڻ شروع ڪيو:

مستان ڪه شراب ناب فوردند

از پهلوئي خود ڪباب خوردند

ته مٿس وجد جاري ٿي ويو پاڻ ڏيئي کي وسائي ڇڏيائون."

الله جل شانه سان دل لڳائڻ جو پنهنجي مرشدن جو مثال بهاءُ الدين ذڪريا رحمة الله عليه هڪ مريد کي خط ۾ لکيو آهي. جيڪو ڪتاب اخبار الاخيار ۾ شيخ عبدالحق محدث دهلوي هن طرح ڏنو آهي:-

"مون ٻڌو آهي ته شيخ شهاب الدين ابو عبدالله عمر بن محمد سهروردي رح پنهنجي مرشد ضياءُ الدين ابو نجيب عبدالقاهر رح سان گڏ خانه ڪعبه ۾ ويٺو هو. حضرت ابو نجيب تي وجد و حال طاري ٿي ويو.

هو اسرار جي دنيا ۾ هو تہ ائين ڪندي حضرت خضر عليه السلام وٽس آيو. مگر حضرت ابو نجيب ڏانهس ڌيان نہ ڏنو. حضرت خضر عليه السلام ٿوري دير وينو ۽ واپس هليو ويو. جڏهن حضرت ابونجيب پنهنجي حالت تي موٽيو. تہ حضت شيخ شهاب الدين رحمة الله عليه کانئس همٿ ڪري پڇيو تہ مرشد ڪي چا ٿي ويو آهي جو حضرت خضر نبي عليه السلام توهان سان ملڻ آيو ۽ اوهان انهن ڏانهن ڏنو ئي ڪونہ. اهو ٻڌندي ئي حضرت ابو نجيب رحمة الله عليه جو چهرو مبارڪ لعل ٿي ويو ۽ ڪاوڙ وچان چيائون! افسوس توکي چا معلوم حضرت خضر اچي هليو ويو تہ وري اچي ويندو ليڪن اهو اهڙو وقت هو جو آئون حق ۾ مشغول هئس. اگر اهو وقت هٿان نڪري وڃي ها تہ وري هٿ نہ اچي ها ۽ قيامت تائين پشيماني رهي ها اجان ائين چئي رهيا هئا تہ حضرت خضر عليه السلام وري موٽي آيا". پاڻ وڏيڪ خط ۾ لکيائون تہ "اسين بہ انهن وانگر فيض برڪتون حاصل ڪرڻ جا اميد وار آهيون".

## (١٠) مولانا مجد الدين حاجي رح:

هن بزرگ جا مفصل حالات معلوم ڪونهن. سواءِ ان جي جو سندس لاءِ مشهور آهي تہ پاڻ شيخ الشيوخ کان بيعت هئا. ۽ سلطان التمش جي ايامن ۾ صدرالصدور رهيا آهن.

## (١١) شيخ ترڪ بياباني رحمة الله عليه:

هيءُ بزرگ شاه ترڪمان جي نالي سان مشهور هو. جواني ۾ مصر، شام، عربستان ۽ وچ ايشيا جي سياحت ڪيائين. شيخ الشيوخ جي هٿ تي بيعت هو. بعد ۾ دهلي پهتو سلطان التمش سندس معتقد هئو. هن بزرگ سهروردي سلسلي جي اشاعت لاءِ دهلي ۾ وڏو ڪم ڪيو.

## (١٢) شيخ مصلح الدين المعروف شيخ سعدي رحمت الله عليه

هن بزرگ تصوف جي تعليم شيخ الشيوخ کان ورتي. جنهن لاءِ لکي ٿو تہ:

مراشيخ داناي مرشد شهاب
دو اندرز فرمود برروئي آب
يکي آنکہ برخويش خود بين مباش
دگر آنکہ برغير بدبين مباش

( منهنجي مرشد شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين درياھہ ڪناري هلندي مون کي ٻہ نصيحتون ڪيون. هڪ تہ پاڻ کي ڪجهہ نہ سمجهہ ٻيو تہ ٻين جي براين ڏانهن نہ ڏس.

## (١٣) حضرت محمد يماني:

هن بزرگ حجاز ۾ سهروردي سلسلي جي اشاعت لاءِ پاڻ پتوڙيو.

## (١٤) شيخ سالڪ بن محمد:

هيءُ بزرگ صديق اڪبر رضي الله عنه جي اولاد مان هو. حج جي ڏينهن ۾ شيخ الشيوخ سان ملاقات ٿيس پوءِ تہ سندس صحبت ۾ ڏيڍ سال رهيو ۽ خلافت جو خرقو حاصل ڪري سنڌ ۾ لنواري شريف ۾ سهروردي خانقاھہ قائم ڪيائين.

### اولاد

هڪ طرف تاتارين ملڪن جا ملڪ پئي فتح ڪيا ۽ قتل و غارتگري جا رڪارڊ پئي جوڙيا. جيڪو بہ سندن مقابلي تي آيو ٿي تنهن شڪست پئي کاڌي. عباسي خلافت جنهن جو آخري خليفہ مستعصم باالله

هو پوين پساهن ۾ هئي. جيتوڻيڪ ان جو ظاهري ڏيک ۽ وڏو نالو دشمنن تي دهمان ڪيو بيٺو هو. مگر سندس اندر اوڏهيءَ ڪاٺل ڪاٺ وانگر ڪرڻ ڪيو پئي. هوئڻ به باقي رهڻ واري ته الله عزو جل جي ذات آهي. ٦٥٦هه - ١٢٥٨ع ۾ هلاڪو خان تاتاري بغدادتي حملو ڪيو. خليفو مستعصم باالله قتل ٿي ويو. چاليهن ڏينهن تائين بغداد ۾ لٽ مار، قتل و غارتگري جاري رهي. چون ٿا ته ان وٽ وٺان ۾ سورنهن لک اجل جو شاڪر ٿيا. اهي قيمتي ڪتب خانا، جيڪي ڪثير رقم خرچ ڪرڻ ڪان علاوه وڏي ڪاوش ۽ جاکوڙ سان گڏ ڪيا ويا هئا. دجله درياءَ ۾ وڌاويا جو سندس پاڻي به ڪارو ٿي ويو. وقت جي خليفي مستعصم باالله جي لاش جو مسئلو، شيخ الشيوخ حضرت شهاب الدين السهروردي جي پيرانديءَ ڪان هڪ ڪنڊ ۾ دفن ڪري حل ڪيو ويو.

شيخ سعدي رح خليفي جي قتل تي هڪ مرثيو چيو جيڪو سندس ڪليات ۾ شامل آهي:-

آسمان راحق بودگر خون ببارد برزمين
برزوال ملڪ مستعصم امير المومنين
اي محمد گر قيامت مي برآري سرزخاڪ
سر بر آور وين قيامت دربيان حلق بين

(آڪاش کي حق ٿئي ٿو ته پلي ڌرتيءَ تي رت جو مينهن وسائي. ڇوته امير المومنين مستعصم باالله جي حڪومت ختم ٿي وئي. اي محمد صلي الله عليه وسلم جيڪڏهن قيامت ڏينهن اوهان کي پنهنجو سر مبارڪ ٻاهر آڻڻو آهي ته هينئر ئي سر مبارڪ ٻاهر آڻيو ڇوته قيامت ته اچي پهچي آهي. قيامت ته اچي ڏسو.

شيخ الشيوخ سيدنا عمر شهاب الدين السهروردي جي ڪيترن ئي خليفن مريدن سندس حياتيءَ ۾ ئي ڪائنن فيض وٺڻ ڪانپوءِ نه رڳو شام، عرب، عجم، بينگال ۾ ان سلسلي کي ڦهلايو بلڪ هند سنڌ ۾ به

سندس ڪيترائي خليفا موجود هئا. جن جي ڪثير هجڻ جو ذڪر شيخ الشيوخ پاڻ به ڪيو آهي. ڪين اتان جي ماڻهن وٽان مليل موٽ جون خبرون ۽ سلسلي سهروردي جي ڪامياب ڦهلاءَ جي قصن ڪان نه رڳو شيخ الشيوخ جي خانقاهه وارا واقف هئا بلڪ سندس اولاد ۽ عزيزن جو بي خبر رهڻ ڪيئن ممڪن ٿي سگهيو ٿي. بغداد ۾ آندل تاتارين جي تباهي ڪان پوءِ پيدا ٿيل مايوسي نه رڳو شيخ الشيوخ جي خليفن بلڪ عزيزن ۽ اولاد کي به لڏ پلاڻ لاءِ مجبور ڪيو.

لڏ پلاڻ جا ڪجهه مثال بغداد جي تباهي ڪان اڳ ۽ بعد ۾ بين خانقاهن سان واسطو رکندڙن جا پڻ ملن ٿا . جيئن سيد قطب الدين حسيني مدني جيڪو حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جو پاٽج ۽ حضرت شيخ ابو نجيب جو خليفو ۽ مريد هو. جهاد جي ارادي سان هندستان ۾ آيو. سلطان قطب الدين ايبڪ لک بخش سندس مريد ٿيو. سلطان ناصرالدين محمود جي ايامن ۾ ٦٧٧هه ۾ وفات ڪيائين چون ٿا ته سندس مزار قلعه سلطان پور جي ڳوٺ ڪڙا ۾ آهي جيڪو هن هندو راجا ڪان هٿ ڪيو. ساڳي طرح شيخ الشيوخ شهاب الدين جي پاٽج فخرالدين عراقيءَ جو ذڪر پڻ تاريخ جي ورقن تي تحرير آهي جنهن نه رڳو ملتان ۾ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني جي نياٽيءَ سان شادي ڪئي مگر ڪانئس خلافت پڻ حاصل ڪيائين.

شيخ الشيوخ شهاب الدين جي اولاد جو به ملتان جي هڪ ڳوٺ ڪوٽ ڪروڙ ۾ اچي مقيم ٿيڻ جو ذڪر مختلف قديم تذڪرن ۾ موجود آهي. شيخ الشيوخ جي هڪ فرزند شيخ احمد عمادالدين جو ذڪر تاريخ جي مختلف ڪتابن ۾ موجود آهي. باقي به نالا ڪنيت طور استعمال ٿيندا رهيا آهن جيئن ابو حفص ۽ ابو عبدالله جنهن مان سندس ٻين ٻن فرزند جو قياس ٿيندو رهي ٿو. انهن ٽائرن جي هڪ ڀيڻ معصومه جو خلف الصدق سلطان العارفين سيد محمد شجاع مشهد واري سان

نڪاح جو ذڪر پڻ تاريخ ۾ موجود آهي. سيد محمد شجاع حرمين شريفين جي زيارت ڪانپوءِ جڏهن بغداد ۾ آيو ته شيخ الشيوخ سيدنا شهاب الدين سهروردي جي صحبت ۾ مستفيد ٿيو. شيخ الشيوخ ڪيس پنهنجي نياڻي نڪاح ۾ ڏني. جنهن مان سيد محمد مڪي رحمة الله عليه تولد ٿيو. مشهد موٽڻ بعد سيد محمد شجاع وفات ڪئي ۽ حضرت امام موسيٰ علي رضا جي گنبذ ۾ دفن ٿيو سندس فرزند سيد محمد مڪي جيڪو شيخ الشيوخ جو ڏهٽو پڻ ٿئي تنهن جو سکر سنڌ ۾ اچي رهڻ جو ذڪر سنڌ جي مختلف تاريخن ۾ وضاحت سان موجود آهي. هي بزرگ بکر ۽ هندستان جي رضوي ساداتن جو جد اعليٰ آهي. سندس مزار بکر ۾ موجود آهي.

شيخ احمد عمادالدين بن شيخ الشيوخ شهاب الدين جي پشت به پشت پيڙهين جي تاريخ جيڪا ملتان ۾ ڪوٽ ڪروڙ ۽ ان جي آسپاس سان تعلق رکي ٿي مختلف قلمي ڪتابن ۽ تاريخي حوالن ۾ وضاحت سان محفوظ آهي. بلڪ اياز قادري مرحوم وٽ اهو قلمي نسخو تذڪره سيد محمد مڪي جي نالي سان موجود رهيو آهي جنهن ۾ ملتان ۾ رهندڙ شيخ شهاب الدين ثاني جي بغداد ۾ موجود خاندان متعلق ذڪر ڪيل آهي. ان قلمي نسخي جو ذڪر مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب پنهنجي علمي ڊائري ١٩٦٦ع سه ماهي الرحيم ۾ ڪيو آهي. شيخ عمادي ابن شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين ڪان شيخ ميان شهاب الدين ثانيءَ تائين پشت به پشت نالا هن طرح آهن.

(١) شيخ احمد عمادي ولادت وفات ٥٥٨هه.

(٢) شيخ قاسم ولادت ٥٨٩ وفات ٦٥٢هه.

(٣) شيخ رضي الدين ولادت ٦٣٢ وفات ٦٩٥ هه.

(۴) شيخ وجه الدين ٦٩٩ وفات ٧٨٠هه

(٥) شيخ سراج الدين ٧٣٢ وفات ٨١١هه.

(٦) شيخ نور الدين محمد ٧٨٦ وفات ٨٤٩هه.

(٧) شيخ ميان شهاب‌الدين ثاني رح ولادت ٨٠٢ وفات ٨٩٤هه

## شيخ ميان شهاب الدين ثاني رح (٨٠٢ - ٨٩٤هه)

پاٽ سيوهڻ ۽ برهانپور جي صديقي خاندان جو مؤسس اعلىٰ شيخ ميان شهاب الدين قدس الله سره العزيز ٿي گذريو آهي. المڪتوب الحبيب (قلمي) ۾ لکيل آهي تہ "حضرت سهروردي عمر صديقي قدس سره جي اولاد مان سنڌ ۾ شيخ شهاب الدين صديقي سهروردي ثاني عالم ۾ مشاهير العصر هو. جيئن عمر بن عبدالعزيز فاروقي کي فاروق ثاني چوندا ويا هوا. تيئن هن شيخ شهاب الدين صديقي کي بہ سهروردي ثاني چوندا اسهيا. ڪنهن ڪتاب خصوص تحفة الڪرام ۽ تاريخ طاهري ۽ نعمت الاهي وغيره اوراقن ۾ ڪٿس شهاب الدين صديقي سمجهي لکندا اچن ۽ ڪن شهابي سهروردي لکيو آهي. پر ثابت حقيقت هي تہ خود حضرت عين العرفا قطب الاقطاب مسيح الاولياء پنهنجي تصنيفات ڪتب ۾ جهڙو ڪتاب عين المعاني جي ديباچہ ۾ پنهنجو نسب شيخ شهاب الدين تائين متفق لکي ڪٿس شهابي سهروردي ڄاڻايو آهي. سن ٩٨٩هه ۾. اهو اهڃاڻ اهڙي ولي اڪمل عادل شاهد جو ڪافي آهي. سنڌ ڏيهہ ۾ بادشاهن جي ارادت سان ملتان ڪان نڪري وطن پنهنجو قبة الاسلام پاتر (پاٽ) ۾ اختيار ڪيائون. اڪثر ڪتابن مان سندس حوالا ملن ٿا پر گلزار ابرار ڪتاب جو قديم ڪتاب گجرات ۾ بادشاهہ جهانگير جي وقت تاليف ٿيل آهي ان ۾ آئين ٿا تہ مسيح الاولياء جو ڏاڏو ۽ شيخ ابو الفضل اڪبري ۽ شيخ فيضي جو ڏاڏو پاتر (پاٽ) شهر جي آباديءَ لاءِ متفق هئا. سو اهو شيخ شهاب الدين صديقي ثاني هو جنهن کي پاتر (پاٽ) پرڳڻو جاگير ۾ مليل هو".

شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني پنهنجي ظاهري ۽ باطني تعليم ۽ فيض سان سنڌ توڙي هند کي نوازي ڇڏيو. پاڻ بکر شهر ۾

وفات ڪيائون ۽ اتي ئي مدفون ٿيا. سندن مرقدمبارڪ ريل جي بند پرسان بکر شهر ۾ آهي. هن بزرگ پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي فرزند مخدوم معروف کي پاٽ شهر ۾ اسلام جي خدمت ۽ دين حق جي تبليغ لاءِ مقرر ڪيو. جنهن بعد هن جڏهن پاٽ ۾ علم جي بازار گرم ڪئي تہ پاڻ سان پنهنجي والد کان مليل ڪتابن جو ڪافي ذخيرو پڻ آندائين. مخدوم صاحب علم جي ايتري تہ خدمت ڪئي جو علم جا طالب ٻين ملڪن مان بہ وٽس فيض پرائڻ ايندا رهيا.

ڪانئس پوءِ سندس فرزند مخدوم شيخ رڪن الدين (٨٧٥ - ٩٥٢هه) پاٽ ۾ علمي شخصيت سمجهيو وڃي ٿو. هيءُ بزرگ مخدوم بلاول جو سندس تحريڪ ۾ ٻانهن ٻيلي هو. مخدوم بلاول پاڻ بہ سهروردیہ سلسلي جي ڪبرويہ شاخ سان تعلق رکندڙ هو.

شيخ الاسلام شيخ يوسف سنڌي بن مخدوم رڪن الدين کي ٽي فرزند شيخ طيب شيخ طاهر محدث ۽ شيخ قاسم ٿيا. هنن بزرگن جو ذڪر جهانگيري دور جي تاريخ گلزار ابرار ۾ موجود آهي. شيخ قاسم کي وقت جو ولي مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ جند الله پاٽائي ثم برهانپوري پيدا ٿيو. هيءُ بزرگ پاٽ ۾ ڄائو. ننڍي عمر ۾ ئي والد جي وفات بعد پنهنجي چاچي شيخ طاهر محدث وٽ ايلچپور ۾ علم پرايائين. هن بزرگ جو "تفسير انوار الاسرار" مشهور آهي. ڪين پهرئين گهرواري جيڪا پاٽ ۾ ٿي گذري تنهن مان شيخ شهرالله ، شيخ عبدالستار، شيخ عثمان ۽ بي بي امة الرحمان ٿي جڏهن تہ ٻي گهر واري جيڪا برهانپور ۾ ٿي تنهن مان شيخ عبداالرحمان المعروف بابا فتح محمد صاحب "مفتاح الصلواة" شيخ طه، شيخ هاشم ۽ فاطمہ بي بي ٿي گذريا. شيخ عبدالستار ۽ باب فتح محمد جو اولاد برهانپور ۾ وڌيو. جڏهن تہ شيخ شهر الله رمضان پاٽائي جيڪو پنهنجي والد جي حياتيءَ ۾ پنهنجو فرزند مخدوم حسن قاري ڇڏي گذاري ويو. مخدوم محمد حسن

ڪي شيخ عيسىٰ ثاني ٿيو جنهن جو فرزند مولانامحمود سهروردي هئو جنهن جو فرزند مخدوم عبدالرحمان جيڪو والد بزرگوار مفتي الاسلام عبدالواحد ڪبير پاٽائي هو. مخدوم عبدالواحد صاحب ڪشف الاسرار مان پاٽ شريف ۽ سيوهڻ جي صديقين جون ٻه شاخون هليون. جن جو مختصر احوال چند مشهور شخصيتن جي حوالي سان هن طرح آهي.

## پاٽائي شاخ:

مخدوم عبدالواحد ڪبير صاحب " ڪشف الاسرار" جي وڏي فرزند مخدوم محمود رحمۃ الله عليه جيڪو پاٽ ۽ ان جي پسگردائي جي هڪ خاص علائقي جو قاضي ۽ مفتي تسليم ڪيو ويو هو. پاٽ جي صديقين جي شاخ هلي. ان شاخ مان مخدوم مسعود، ميان احمدي ڪبير ( ٽالپرن جي صاحبي ۾ پاٽ جو قاضي) تنهن جا ٻه فرزند مخدوم علي گوهر ۽ مخدوم محمد شفيع ٿي گذريا (وفات ١٨٩٨ع) هن آخر الذڪر بزرگ جي اولاد مان پروفيسر شفيع محمد ولي الله ٿي گذريو جنهن جو ٽيون نمبر فرزند علامہ مخدوم عبدالوحيد صديقي هن وقت فيڊرل شريعت ڪورٽ اسلام آباد ۾ جج آهي. جڏهن تہ اولالذڪر مخدوم علي گوهر (اول)پنهنجي والد ميان احمدي ڪبيرجو وڏو فرزند ٿئي هن جو فرزند ميان احمدي ثاني ( انگريزن جي دور ۾ پاٽ جو قاضي ٿي گذريو. جنهن جو پوٽو مخدوم ميان علي گوهر صديقي پاٽائي وفات ١٩٧٢ع ٿي گذريو. هيءُ بزرگ افقه الفقہ في السند مخدوم حسن الله پاٽائي صديقي جو ڏهٽو پڻ ٿئي) مخدوم عبدالجبار صديقي سندس وڏو فرزند آهي. جنهن هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪيو آهي.

## سيوهاٹي شاخ:

هن خاندان جي سيوهاٹي شاخ مخدوم عبدالواحد ڪبير صاحب ”ڪشف الاسرار“جي ننڍي فرزند مخدوم دين محمد صديقي ڪان ٿئي ٿي. هيءُ بزرگ شاهہ پٺاڻي جو پڳ مٽيو يار ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ مذهبي امور جو وزير هو. ڪيس ٻہ فرزند ٿيا. مخدوم عبدالواحد (قاضي محمد احسان) هن بزرگ کي امام ابو حنيفہ ثاني جي نالي سان پڻ ياد ڪيو ويندو آهي. سندس ”بياض واحدي“ (حنفي فقيہ جو ڪتاب) مشهور آهي. سندس پاءُ مخدوم محمد حسن سيوهاٹي جي اولاد مان مخدوم محمد عارف ، مخدوم محمد مجذوب، مخدوم بصر الدين (هن بزرگ جو ذڪر جي ايم سيد جي تصنيفن ۾ ڏسي سگهجي ٿو). مخدوم احمد مخدوم حبيب الله سيوهاٹي مخدوم محمد صادق مخدوم نصير الدين نالي وارا بزرگ ٿي گذريا آهن. انهن بزرگن جو اولاد جيئن مخدوم حڪيم محمد مراد صديقي، وغيره حال حيات آهن.

## تصنيفات:

مشهور جرمن متشرق بروڪلمن پنهنجي تصنيف” دي لٽرري هسٽري آف دي عرئبس“ ۾ شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي جي ايڪيهن تصنيفن جو ذڪر ڪيو آهي جن مان مشهور ڪتاب هن ريت آهن.

١ : بغيہَ البيان في تفسير القرآن: هي قرآن ڪريم جو تفسير آهي، حضرت مخدوم محمد شفيع پاٹائي صديقي بن ميان احمدي ڪبير پنهنجي تفسيرآلم۾شيخ شهاب الدين جو نالو ڏيندي سندس تفسير جو حوالو ڏنو آهي جنهن مان گمان غالب ٿئي ٿو تہ اهو هن تفسير جو ئي ذڪر آهي.

٢ :اعلام الهدي وعقيدة ارباب التقي: هن ڪتاب ۾ علم

الڪلام تي بحث ڪيو ويو آهي.

٣: ڪتاب الوصايا: هن جو هڪ نسخو برلن جي ڪنهن لئبرري ۾ محفوظ آهي.

۴: جذب لقلوب الي مواصلة المحبوب: هيءَ هڪ رسالو آهي جنهن ۾ تصوف ۽ معرفت جون ڳالهيون آهن.

۵: الرحيق المختوم لذوي العقول والمفهوم: هن ڪتاب جو قلمي نسخو پڻ برلن جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

٦: صفوة الصوفيه في آداب المريدين المعروف ارشاد المريدين:هن ڪتاب ۾ تصوف جا مول متا، سلوڪ جون منزلون ۽ اصطلاحات بيان ڪيل آهن. هن جا قلمي نسخا رام پور ۽ بانڪي پور جي ڪتب خانن ۾ محفوظ آهن.

٧:مقامات العارفين: هن ڪتاب جو ٻه قلمي نسخو برلن جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي.

٨: رسالہ في اعتقاد الحڪماءُ: هن جو هڪ نسخو پيرس جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي.

٩: اسرار العارفين وسير الطالبين: هي هڪ مختصر رسالو آهي. جنهن جو اردو ترجمو شايع ٿي چڪو آهي.

١٠:ڪتاب الاوراد: هن ۾ اوراد ۽ دعائون جمع ڪري لکيون ويون آهن. شيخ علي بن احمد غوري ان جي شرح ڪنزالعبادي في شرح الاوراد" جي نالي سان لکي آهي.

١١: رشف النصائيح الايمانيہ وڪشف الفضائح اليونانيہ: هيءَ ڪتاب يوناني فلسفي جي رد ۾ لکيل آهي. روايت آهي تہ هن ڪتاب عباسي خليفي الناصر تي ايترو تہ اثر ڪيو جو يوناني فلسفي کان تائب ٿي ويو.

١٢: الرساله في الفقر: هن رسالي ۾ فقر تي بحث ڪيو ويو

آهي. هن جو قلمي نسخو بہ مانڪي پوره ۾ موجود آهي.

١٣: عوارف المعارف: شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي ءَ جي سڀ کان مشهور ۽ جامع تصنيف عوارف المعارف آهي. ڇهين صدي ءَ جي هن تحرير کي جيڪا شهرت نصيب ٿي شايد ئي ڪنهن ٻئي ڪتاب کي ملي هجي. عربي زبان ۾ لکيل هن ڪتاب کي علم تصوف جي ٽيڪسٽ بڪ جي حيثيت حاصل آهي. جنهن ۾ تصوف جي بنيادي ۽ اهم مسئلن جو تفصيل، عام فهم انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ائين ڪٿي چئجي تہ جيستائين دنيا ۾ روحانيت جا پوئلڳ پيدا ٿيندا رهندا تيستائين هيءُ ڪتاب انهن لاءِ رهنمائي ۽ بنيادي سڪيا جا اصول اهڙي طرح تہ بيان ڪندو رهندو جيئن ڪو ڪامل استاد پنهنجي شاگرد لاءِ سڀ ڪجهہ ڪندو آهي.

هي تاريخ جي انهن نازڪ لمحن ۾ لکيو ويو جڏهن تصوف جي دنيا ۾ گمراهي پيدا ڪندڙ فلسفن کان متاثر ٿي شريعت جي حدن کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. اهڙن ماڻهن کي خوش فهمي ءَ ۾ مبتلا قرار ڏيندڙ هن ڪتاب جي مصنف نہ رڳو قلم ذريعي مگر ڪردار ذريعي پڻ پيروي رسول جو اعليٰ نمونو قائم ڪيو. هن ڪتاب ۾ جيڪي بہ بحث آيل آهن سي قرآن ۽ حديث جي قائم ڪيل حدن کان ڪٿي بہ روگرداني ڪندا نظر نہ ٿا اچن. اهڙي طرح ڪيترائي فقهي مسئلا پڻ هن ڪتاب ۾ حل ڪيا ويا آهن. جيئن حجة الاسلام امام غزالي رحمة الله عليه پنهنجي بيان جي تائيد ۾ نص قرآني کي پڪڙيو آهي. اهڙيءَ طرح عوارف ۾ قرآني آيتن ۽ حديثن کي بنياد بنايو ويو آهي. جنهن سان اها ڳالهہ پڻ ثابت ٿئي ٿي تہ تصوف ڪا غير اسلامي شيءِ نہ آهي. بشرطيڪ هو شريعت محمدي صلي الله عليه وسلم جي قائم ڪيل حدن جي پاسداري ڪندڙ هجي.

روايت آهي تہ شيخ الشيوخ هيءُ ڪتاب عالم جواني ءَ ۾ لکڻ

شروع ڪيو جنهن مان بزرگ جي علم ۽ باطني ڪمالات جو اندازو ٿئي ٿو، يقينن اهو سڀ عشق خدا ۽ عشق رسول سان ئي ممڪن آهي. ڪتاب اخبار الاخيار ۾ ڄاڻايل آهن تہ، "هڪ دفعي سيد محمود گيسودراز رحمۃ الله عليه فرمايو تہ اسان جا صوفي مشائخ عاشق صفت هوندا هئا مگر شيخ شهاب الدين السهروردي قدس الله سره العزيز ۽ سندس پير مرشد بزرگ واصل باالله ۽ عارف هئا ۽ عشق هڪ ٻي ئي دنيا آهي".

هي نہ رڳو سلسلہ سهروردیہ جو بنيادي ڪتاب آهي بلڪ ٻين سلسلن جهڙوڪ چشتيہ ، نقشبنديہ وغيره جي بزرگن پڻ ان ڪتاب کي زير مطالعہ رکيو آهي. بلڪ بزرگان چشتيه ۽ سهرورديہ هند جي نظر ۾ سلوڪ ۽ معرفت جي پانڌيئڙن لاءِ هي ڪتاب پڙهڻ لازم هو. ڪتاب اخبار الاخيار ۾ ڄاڻايل آهي تہ" هڪ دفعي شيخ نظام الدين اوليا رحمۃ الله فرمايو تہ مون حضرت شيخ گنج شڪر رحمۃ الله عليه وٽ عوارف المعارف جو هڪ نسخو ڏٺو جيڪو اڪثر سندس زير مطالعہ رهندو هو. مگر اهو نسخو باريڪ خط ۾ هئو ۽ منجهس ڪجهہ ڪتابت جون غلطيون هيون. جنهن ڪري شيخ اڪثر ٿوري دير لاءِ سوچ ۾ پئجي ويندا هئا. مان جيئن تہ ان جو هڪ نسخو شيخ نجيب الدين متوڪل رحمۃ الله عليه وٽ ڏسي چڪو هئس ان ڪري هن کي ڏسڻ سان فورا اهو ياد اچي ويو ۽ شيخ کي عرض ڪيم تہ سائين شيخ نجيب الدين متوڪل رحمۃ الله عليه وٽ صحيح نسخو موجود آهي. مگر منهنجي اها ڳالهہ شيخ کي ناگوار گذري".

ساڳيو ڪتاب سيد جلال الدين بخاري رحمۃ الله عليه المعروف مخدوم جهانيان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ هن بزرگ پنهنجي استاد ۽ مرشد شيخ الاسلام سند المحدثين عفيف الدين عبدالله المطري سان ٻہ سال گڏ رهي نہ رڳو خرقہ مبارڪ حاصل ڪيو مگر عوارف جو درس پڻ

ورتو. ڪتاب "سيد العارفين" ۾ مخدوم بلاول رحمة الله عليه جو پڻ عوارف المعارف جي مطالعي ۾ مشغول رهڻ جو ذڪر ٿيل آهي.

٦٣ بابن تي مشتمل هن ڪتاب جا دنيا جي ڪيترن ئي زبانن ۾ ترجما ۽ شرحون لکيا ويا آهن. فارسيءَ ۾ ان جون ٻه شرحون هڪ ظهير الدين عبدالرحمان بن علي شيرازي ۽ ٻي لکيل آهي شيخ عزالدين محمود بن علي نطنزي ڪاشاني متوفي ٧٣٥هه. ترڪي زبان ۾ عارفي رح خالي ان جو ترجمو ڪيو. عربي زبان ۾ سيد محمد بنده نواز گيسودراز ان تي شرح لکي." زوارف" جي نالي سان ان جو هڪ ترجمو شيخ علي الهاشمي ڪيو. حضرت مجدد الف ثاني جي والد مخدوم عبدالاحد رحمة الله عليه جي تصنيف "تعليقات عوارف المعارف" سندس عوارف جي گهري مطالعي جو ڏس ڏئي ٿو. جڏهن ته اردو زبان ۾ نولڪشور ان جو ترجمو شايع ڪرايو جيڪو مولوي محمد احسن نانوتوي ڪيو هو. ڪي ٻيا اردو ترجما جن ۾ شمس بريلوي ۽ حافظ سيد رشيد احمد ارشد جا ترجما عام آهن. هيءُ ڪتاب هندوپاڪ وانگر ڪيترن اسلامي ملڪن مان پڻ ڇپجندو رهيو آهي. جيئن مصر ۽ بيروت مان ڪيترائي دفعا شايع ٿي چڪو آهي بلڪ مصر مان ته احياءُ العلوم جي حاشيي طور پڻ ان کي شايع ڪيو ويو آهي. ساڳي طرح حوالن ۽ حاشيي طور مڪتوبات امام رباني ۾ پڻ جا بجا نظر اچي ٿو.

سنڌي زبان ۾ پروفيسر عمر بن محمد صاحب ڪجهه بابن جو سهڻو ترجمو ڪيو آهي. ٻيو هيءُ ڪامل ترجمو مخدوم عبدالجبار صديقي خليفه ارشد حضرت سيد صبغت الله شاه المعروف پير ايراني رح صاحب جن ڪجهه سال اڳ ڪري رکيو هو ان جي شايع ڪرائڻ ۾ دير جو سبب ٻيو ڪجهه نه آهي سواءِ ان جي ته هر ڳالهه جو وقت متعين ٿئي ٿو.

مخدوم صاحب پنهنجي اباڻي ڳوٺ پاٽ شريف کان وڏيڪ

وقت جھرڪ سائيبرِ ۾ گذارن ٿا. سندن بين ترجمن ۾

١: تشبيهات رومي.

٢: قصيده برده شريف.

٣: ڪتاب الحڪم.

۴: مينائي مصطفيٰ ٢ جلد.

٥: گلزار ابرار ( غير مطبوعہ ).

٦: ڪتاب تراويح.

٧: ۽ هيءُ ڪتاب " عوارف المعارف آهن. هن ڪتاب متعلق تاريخ جي ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهن تہ جڏهن شيخ الشيوخ عوارف المعارف لکي رهيا هئا تہ ان جو ڪافي حصو هنن ڪعبة الله شريف وٽ ويهي لکيو هئو پوءِ جڏهن ڪنهن مسئلي تي اٽڪي پوندا هئا تہ اٿي طواف ڪرڻ لڳندا هئا ۽ سندن سينو کلي پوندو هو. عجب اتفاق آهي جو مون جڏهن عمري لاءِ تياري پئي ڪئي تہ هن ڪتاب جي ترجمي جا پروف پڙهڻ لاءِ محمد موسيٰ ڀٽو صاحب ڪٽي آيو. وقت جي ڪمي سبب مون ڪٽي بيگ ۾ رکيا. پوءِ طواف لاءِ جڏهن ويندو هئس تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ پنا پاڻ سان ڪٽي اتي ويهي ڏسندو هئس. ڪجهہ دير مطالعو ۽ ڪجهہ دير طواف جون پنهنجون ئي برڪتون آهن.

## وفات:

سندن وفات تاريخ پهرين محرم ٦٣٢ھ مطابق ٢٦ سيپٽمبر ١٢٣۴ع بروز اڱاري بغداد ۾ ٿي. کين ورديہ جي مشهور قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

مٿس ساڳئي سال ابوبڪر سلجوقي هڪ عاليشان مينار جي طرز تي قبو ٺهرايو. انهيءَ سلجوقي طرز جا ڪجهہ ٻيا قبا پڻ بغداد ۽ ان جي آسپاس نظر اچن ٿا. جيئن بي بي زبيده خاتون جو قبو جيڪو ڪرخ

جي قبرستان ۾ موجود آهي. هي معروف ڪرخيءَ جي ڪري مشهور آهي جيڪو بغداد جي المعروف ضلعي ۾ آهي. ساڳي طرز جو حضرت ذوالڪفل نبيءَ جو قبو بغداد کان ٻاهر موجود آهي اهڙي طرح دمشق ۾ شهيد نور الدين زنگي قبر مٿان پڻ ساڳي طرز تعمير نظر اچي ٿي. جڏهن تہ بغداد کان ٻاهر حلہ جي شهر ۾ مسجد شمس ان ئي طرز تي ٺهيل آهي.

شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي جي مزار سندس نالي پٺيان بغداد جي "شيخ عمر" پاڙي ۾ موجود آهي انهيءَ ڪري بغداد ۽ ان جي آسپاس ۾ شيخ الشيوخ کي شيخ عمر جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. جڏهن تہ سندس لقب شهاب الدين کان گهٽ ماڻهو واقف آهن. عجيب اتفاق آهي تہ هندو پاڪ ۾ ان جي ابتڙ آهي. شيخ الشيوخ جو اهو مقبرو سندس مزار تي جامع مسجد جي ڪنڊ ۾ ٺهيل آهي. جامع مسجد ۽ مزار جو نقشو ڪجهہ هينئن بيهي ٿو:-



اتي جي مهتمم ٻڌايو ته انهيءَ مسجد کي بعد ۾ وڏو ڪيو ويو هو جو انهيءَ جي حدن ۾ ئي سندن حجرو به هوندو هو. شيخ الشيوخ جي پيراندي کان هڪ ڪنڊ مان ننڍڙو دروازو ڪڍي آخري عباسي خليفي مستعصم باالله کي دفنايو ويو.

## سهروردي سلسلي جا ذڪر و اذڪار:

ملفوظات شاه عبدالعزيز رحمة الله ۾ ڄاڻايل آهي ته شيخ ابو نجيب السهروردي جيڪو شيخ الشيوخ شهاب الدين جو چاچو ۽ مرشد ٿئي. تنهن جو اهو معمول هوندو هو ته جڏهن به مريد باطن جي شغل لاءِ عرض ڪندو هو ته پاڻ ڪيس سامهون ويهاري رب سائين جي نوانوي نالن جي معنيٰ سان ڪيس تعليم ڏيندا هئا ۽ انهن جو مطلب چڱي ريت مريد کي ذهن نشين ڪرائيندا هئا. پوءِ اسماءِ حسنيٰ مان جنهن به نالي سان مريد جي وڌيڪ رغبت ڏسندا هئا ته ان جي پڙهڻ جي کين اجازت ڏيندا هئا. ۽ ڪيس رفته رفته خالق حقيقي الله جل شانه تائين پهچائي ڇڏيندا هئا نه ته گهڻو ڪري تلاوت ۽ تسبيح جي تلقين سان گڏ فقراءَ جي صحبت ۾ رهڻ لاءِ چوندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ته الله جي نالي ۾ مڙئي ٻيا نالا به موجود آهن جنهن جي ذڪر سان قلب کي سڪون ۽ اطمينان نصيب ٿئي ٿو.

هن سلسلي ۾ مرشد جي عزت ۽ احترام بدرجه حد ڪرڻ جي ته اجازت آهي مگر جيئن ڪجهه فرقا سجده وغيره ڪرڻ ۾ حرج نه ٿا سمجهن تنهن کان هن سلسلي ۾ پرهيزڪئي وئي آهي هن سلسلي ۾ سجده کي صرف خدا وند عظيم لاءِ ئي سمجهيو وڃي ٿو. مرشد ڪريم جي عزت ۽ تعظيم جيڪڏهن شريعت محمدي صلي الله عليه وسلم جي حدن اندر آهي ته پوءِ جائز نه ته صحيح نه سمجهيو ويو آهي. جيڏو ادب تيڏو نصيب جي چواڻيءَ مصداق مرشد استاد لاءِ احترام ۽ محبت جو

درس پڻ هن سلسلي ۾ ملي ٿو. جيئن شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين جي هڪ حڪايت ڪتاب فوائد الفواد ۾ ڇاڻائي وئي آهي تہ " ڪين پنهنجي مرشد کان منديل ( رومال) مليو. جنهن کي هو هميشه پاڻ وٽ رکڻ سان برڪت محسوس ڪندا هئا. هڪ دفعي ڪين ننڊ ڪٽي وئي ۽ اهو رومال سندن پيرن کان پيو رهيو ۽ اڻ ڄاڻائي ۾ سندن پيرن کي لڳي ويو. جڏهن جاڳيا تہ بي چين ٿي پيا ۽ فرمايائون تہ مون کي خدشو آهي تہ اهو ڏک مون کي قيامت تائين رهندو".

سهرورديہ سلسلي جي اذڪارن متعلق خود شيخ الشيوخ جي ڪتاب عوارف جي باب ٢٧ ۾ وضاحت ملي ٿي. اهڙي طرح باب ٢٨ ۾ چلہ نشيني متعلق پڻ وضاحت موجود آهي. جڏهن تہ سڄو ڪتاب اسلامي تصوف جي تصور سان صوفين لاءِ هڪ اهڙي ضابطہ حيات جو تعين ڪري ٿو جنهن جا بنياد هر ممڪن ڪوشش ڪري شريعت محمدي صلي الله عليه وسلم جي حدن ۾ ڪنيا ويا آهن.

هيءُ بنده جڏهن شيخ الشيوخ جي مرقد ۽ جامع مسجد جي مهتمم جو مهمان هئو تہ اتان جي ماڻهن جي آجيان ۽ مهمان نوازي کان متاثر ٿيڻ کانسواءِ رهي نہ سگهيو. اتي ئي سلسلي سهرورديہ جي هڪ بزرگ مجذوب الحال جيڪو ڪڏهن ڪڏهن مزار تي ايندڙ هو. مون کي پنهنجي قديم تعمير ٿيل گهر مهماني لاءِ وٺي ويو. جڏهن مون سندس واتان ڪجهہ ڳالهيون پنهنجي متعلق ٻڌيون تہ حيراني جي حد نہ رهي. هتي ان تفصيل جو ذڪر نہ رڳو بي محفل ٿيندو مگر واعدي خلافي پڻ، قصو ڪوتاهہ هن مونکي چند آمانتون ڏينديَ اهو چئي موڪليو تہ هاڻي آئون آجو ٿيس.

ڪجهہ ڏينهن اتي رهڻ دوران حضرت شيخ الشيوخ عبدالقادر جيلاني رح جي موجود اولاد وٽ دعوت کائڻ جو موقعو پڻ مليو ساڳي طرح الديوان البغداد جي آفيس ۾ سندس چانهہ جي دعوت تي وياسين انهن

”جامع شيخ عمر“ جي صفي مان نظر ايندڙ شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين جي مرقد مبارڪ

سهرورد (ايران) ۾ اوچي پهاڙي تي قديم قبرستان ، جتي شيخ الشيوخ جا آباء
اجداد دفن ٿيندا رهيا. صوفنءِ اخروٽن جي ڏگهن وڻن جون چوٽيون پڻ نظر اچي رهيون آهن.

جامع شيخ عمر (شهاب الدين سهروردي) بغداد عراق ۾ نظر ايندڙ منبر ۽
محراب. مسجد جي هڪ ڪنڊ ۾ مرقد ڏي ويندڙ داخلي در پڻ نظر اچي رهيو آهي.

جامع شيخ عمر شهاب الدين ۽ مزار جو بيروني عڪس- بغداد

# محضرنامہ

ابن سیدنا شیخ القاسم — ابن سیدنا شیخ نصر — ابن سیدنا شیخ عبدالرحمٰن ابن سیدنا شیخ القاسم — ابن سیدنا ابو حفص محمد مدفون مصر — ابن سیدنا ابو بکر صدیق رضی الله عنه

مخدوم عبدالجبار میان عبدالستار میان عبدالشکور شهید عبدالغنی حافظ علیم الله مخدوم سلیم الله — مخدوم قاضی میان علی غوهر ابتان (گوهر) عالم دین، مدفون پاتر — ابن مخدوم میاں نصرالله مدفون پاتر (پات) شریف سنه ۱۹۳۲ع — ابن میان احمدی قاضی پاتر مدفون قاسمان قاضی پاتر شریف ۱۹۲۳ع

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

نَحْنُ مَسْرُوْرُوْنَ جِدًّا بِسَبَبِ قُدُوْمِ فَضِيْلَةِ الشَّيْخِ سَعَادَةِ مَخْدُوم سليم الله صديقى السهروردى السندى بن سيدنا مخدوم وقاضى على غوهر صديقى الپاتائى بَعْدَ فَتْرَةٍ طَوِيْلَةٍ فِىْ بَلَدِنَا الْحَبِيْبِ وَفِىْ هٰذَا الْمَكَانِ الْمُبَارَكِ وَفِىْ اَوْلَادِ وَعِتْرَةِ السَّيِّد الشَّيْخ الولى الصالح عمر السهروردى رضى الله تعالىٰ عنه وَعَنْ جميع الصّٰلحين وَالْجَدِيْرُ بِالذِّكْرِ اَنَّ مِنْ اَسْلَافِ فَضِيْلَةِ مخدوم سليم الله صديقى ابوبكرى السهروردى السندى كَانَتْ شَخْصِيَّةٍ بَارِزَةٍ كَبِيْرَةٍ الشيخ مخدوم عبد الواحد شيخ الاسلام مفتى سيوستان سند الَّذِيْ قَدْ قَدْ تَشَرَّفَنَا فِىْ هٰذَا الْمَكَانِ الْمُبَارَكِ قَبْلَ زَمَانٍ طَوِيْلٍ ۵ نَحْنُ نَرْجُوْ مِنْ فَضِيْلَتِكُمْ الْاِتِّصَالُ بِالرَّسَائِلِ الْوَرِيَّةِ مَعَنَا كَمَا هِىَ سُنَّةٌ وَسِيْرَةُ اَسْلَافِكُمْ وَآبَائِكُمْ الْكَرِيْمَةِ وَاَيْضًا نَرْجُوْ مِنْ مَعَالِيْكُمْ اَنْ تَشَرَّفُوْنَا وَتَفَضَّلُوْنَا بِزِيَارَةِ سَعَادَتِكُمْ الْمَجِيْدَةِ دَائِمًا ۵

وفى الختام نشكركم وندعوا لكم الخير

امانة بغداد
الديوان

١٩٩٧/٩/١٩
٢٠ جمادالاول ١٤١٧

عبدالرحمٰن نمیرالدین عبدالله
الکیلانی

مقبرة
بغداد العراق
حضرت شیخ سلطان محی الدین ابو محمد عبدالقادر الحسنی والحسینی جیلانی

احمد محمود الکیلانی

سپني لمحن کي "محضر نامي" تي صحيحون ڪري يادگار بڻايو ويو. (ڏسو عڪس محضر نامہ) خواجگان سهرورديہ جي ذڪر و اذڪارن متعلق جيڪا ڄاڻ انهيءَ عرصي دوران ملي اها ڪجھ هن طرح آهي:

پهريون سبق: پهريون سبق جيڪو سالڪ کي ڏنو وڃي ٿو ذڪر لاالہ الا الله جو آهي.

ٻيو سبق: هن سلسلي ۾ مرشد طرفان ٻيو سبق اسم ذات " الله" جي ورد ڪرڻ جو ڏنو وڃي ٿو. جنهن تحت گهٽ ۾ گهٽ ٽي هزار دفعا ڏينهن ۾ هن جو درد ڪرڻ جي اجازت ڏني ويندي آهي.

ٽيون سبق: جڏهن شيخ ڪامل مناسب سمجهندو آهي تہ پوءِ سالڪ کي "ذڪر اڪبر" جي تلقين ڪندو آهي جنهن تحت هن کي هر نماز کانپوءِ ٽي هزار دفعا اسم ذات جي ورد جي اجازت ڏني ويندي آهي.

ان کان پوءِ شيخ سالڪ جي ڪيفيت ۽ حالت مان اندازو لڳائي ڪيس جسم جي ستن مختلف هنڌن کي تصور ۾ رکندي ذڪر کي جاري رکرايو ويندو آهي.

مگر انهن ذڪر اذڪارن دوران شريعت محمد صلي الله عليه جي پابندي کي هر حال ۾ اڳيان رکيو ويندو آهي.

مخدوم سليم الله صديقي السهروردي
اداره پاٽ هائوس ۽ پبلشر
پوسٽ باڪس نمبر ۷۸ حيدرآباد

# مضمونن جي فهرست


| نمبر شمار | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| | **باب پهريون** | |
| ١ | تصوف جي علم جي ارتقا | ٨ |
| ٢ | اهل باطل جو مثال | ٩ |
| ٣ | الله تعاليٰ جل شانه جي اسرارن جا محافظ | ١٠ |
| ٤ | عالمن جا ڪارناما | ١١ |
| ٥ | هڪ آيت جي تشريح | ١٢ |
| ٦ | فقهي جي تعريف | ١٣ |
| ٧ | هدايت جو سرچشمو | ١٤ |
| ٨ | مذهبي بصيرت جو درجو | ١٥ |
| ٩ | علم جي فضيلت | ١٧ |
| ١٠ | اصل ڪائنات | ١٨ |
| ١١ | پاڪ مٽي | ٢٠ |
| | **باب ٻيو** | |
| ١٢ | صوفين سڳورن ۾ پڙهڻ جي صلاحيت | ٢٣ |
| ١٣ | غور سان پڙهڻ جي اهميت | ٢٤ |
| ١٤ | قلب سليم | ٢٥ |
| ١٥ | قلب جا سهڻا ڏانو | ٢٧ |
| ١٦ | شيطاني اثرات | ٢٧ |
| ١٧ | حق جو مشاهدو | ٢٨ |
| ١٨ | پڙهڻ جي صلاحيت ۾ فرق | ٢٩ |
| ١٩ | حقيقي عشق جي چاشني | ٣٠ |
| ٢٠ | اهل دل جو طريقو | ٣٢ |
| ٢١ | قبول ڪرڻ جي تشريح | ٣٢ |
| ٢٢ | قرآن جو ظاهر ۽ باطن | ٣٤ |
| ٢٣ | تفسير ۽ تاويل جو فرق | ٣٥ |
| ٢٤ | علم ۽ عمل | ٣٦ |
| ٢٥ | تجلين ۽ برڪتن جو ظاهر ٿيڻ | ٣٧ |
| ٢٦ | الست بربڪم جو مقصد | ٣٨ |
| ٢٧ | پڙهڻ جا طور طريقا ۽ سهڻا ڏانو | ٣٩ |
| ٢٨ | مطالعي جا آداب | ٤٠ |
| | **باب ٽيون** | |
| ٢٩ | تصوف جي علم جي فضيلت | ٤٣ |
| ٣٠ | عالم بي عمل | == |
| ٣١ | ضروري علم | ٤٤ |
| ٣٢ | حضرت ابو طالب مڪي رحمة الله عليه جو قول | ٤٧ |
| ٣٣ | ضروري علم جي جامع تعريف | ٤٨ |
| ٣٤ | استقامت جو حڪم | = |
| ٣٥ | ڪرامت ۽ استقامت | ٥٠ |
| ٣٦ | صوفين جا علم | ٥٢ |
| ٣٧ | علم ۽ دنيا پرستي | ٥٤ |
| ٣٨ | دنيا دار عالمن جي ڪهاڻي | ٥٥ |
| ٣٩ | طنافسيءَ جو واقعو | ٥٧ |
| ٤٠ | تقويٰ ۽ علم | ٥٩ |
| ٤١ | علم جا ماهرين | ٦٠ |
| ٤٢ | اهل باطن جو علم | ٦١ |
| ٤٣ | علم جو مرڪز قلب آهي | ٦٢ |
| ٤٤ | علم و عمل | ٦٣ |

| | | |
|---|---|---|
| ٤٥ | اسلامي علم | ٦٤ |
| ٤٦ | سڪينه | = |
| ٤٧ | علم جي فضيلت | ٦٥ |
| ٤٨ | نصيحت ۽ حڪمت جو فرق | ٦٧ |
| ٤٩ | پڪي يقين جون برڪتون | ٧٠ |
| ٥٠ | عالم ۽ صوفي جو فرق | ٧١ |
| ٥١ | روحاني بيماري جو علاج | = |
| | **باب چوٿون** | |
| ٥٢ | صوفين جا احوال ۽ انهن جا مخلتف طريقا | ٧٣ |
| ٥٣ | سنت کي زنده ڪرڻ | = |
| ٥٤ | نفس جي پاڪيزگي | ٧٤ |
| ٥٥ | رسول الله صلي الله عليه وسلم جي پيروي جا انقلابي اثر | ٧٥ |
| ٥٦ | نياز مندي | ٧٦ |
| ٥٧ | صوفين جا قسم | ٧٨ |
| ٥٨ | برگزيده پانها | ٧٩ |
| ٥٩ | مريدن جو طريقو | ٨١ |
| ٦٠ | خاص هدايت | = |
| ٦١ | سنت جي پابندي | ٨٣ |
| | **باب پنجون** | |
| ٦٢ | تصوف جي اصل حقيقت | ٨٥ |
| ٦٣ | فقر جي تعريف | = |
| ٦٤ | فقر ۽ تصوف ۾ شڪ شبها | ٨٦ |
| ٦٥ | تصوف جي اصل حقيقت | ٨٧ |
| ٦٦ | فقر ۽ تصوف ۾ فرق | ٨٨ |
| ٦٧ | فنا في الله | ٩٠ |
| ٦٨ | مشائخن جا قول | ٩١ |

| | | |
|---|---|---|
| ٦٩ | اوليائن جون صفتون | ٩٢ |
| ٧٠ | تصوف جي جامع تعريف | ٩٣ |
| | **باب ڇهون** | |
| ٧١ | صوفي نالي جو سبب | ٩٥ |
| ٧٢ | نالي جا ترجيحي سبب | ٩٦ |
| ٧٣ | زهد جو مقصد | ٩٧ |
| ٧٤ | تواضع جو مقصد | ٩٨ |
| ٧٥ | صفه مان ورتل | ٩٩ |
| ٧٦ | اصحاب صفه | = |
| ٧٧ | اهل صفه جو فقر | ١٠٠ |
| ٧٨ | صوفيءَ جي نالي جي شروعات | ١٠١ |
| | **باب ستون** | |
| ٧٩ | تصوف جا صاحب ۽ ساڻن مشابهت رکندڙ | ١٠٥ |
| ٨٠ | مشابهت جو درجو | ١٠٦ |
| ٨١ | تصوف جا درجا | ١٠٧ |
| ٨٢ | صوفي ۽ تصوف تي هلندڙ | ١٠٨ |
| ٨٣ | قرآن ڪريم جا ٽي درجا | ١٠٩ |
| ٨٤ | مبتديءَ جي تلقين جو طريقو | ١١١ |
| ٨٥ | عملي نمونو | ١١٢ |
| ٨٦ | صحبت جون برڪتون | ١١٣ |
| | **باب اٺون** | |
| ٨٧ | ملامتي فرقو | ١١٥ |
| ٨٨ | صوفي ۽ ملامتيءَ ۾ فرق | ١١٦ |
| ٨٩ | اخلاق ۽ ڏيکاءُ | ١١٧ |
| ٩٠ | ملامتي فرقو | ١١٨ |
| ٩١ | حال کي لڪائڻ جو سبب | ١١٩ |
| ٩٢ | ملامتين جو ذڪر | ١٢٠ |

| | | |
|---|---|---|
| | باب نائون | |
| ۹۳ | صوفين جا نام نهاد مدعي | ۱۲۲ |
| ۹۴ | ملامتي ۽ قلندر ۾ فرق | ۱۲۳ |
| ۹۵ | ڪوڙا دعويدار | = |
| ۹۶ | ظاهر تي عمل ڪرڻ | ۱۲۴ |
| ۹۷ | شريعت جي پابندي | ۱۲۵ |
| ۹۸ | حلول جو مسئلو | = |
| ۹۹ | باطني الهام | ۱۲٦ |
| ۱۰۰ | جبر جو عقيدو | ۱۲۸ |
| | باب ڏهون | |
| ۱۰۱ | مشائخن جو مرتبو | ۱۳۰ |
| ۱۰۲ | خدا جل شانه جي محبت | ۱۳۱ |
| ۱۰۳ | مشائخن جي ضرورت | ۱۳۲ |
| ۱۰۴ | سلوڪ جي منزل | ۱۳۳ |
| ۱۰۵ | روحاني رشتو | ۱۳۴ |
| ۱۰٦ | انبياء ڪرام جي ميراث | ۱۳۵ |
| ۱۰۷ | ميثاق جو ڏينهن | ۱۳٦ |
| ۱۰۸ | علم جي فضيلت | ۱۳۷ |
| ۱۰۹ | روحاني پيءُ | ۱۳۹ |
| ۱۱۰ | مشائخن جا قسم | = |
| ۱۱۱ | سالڪ مجذوب | ۱۴۰ |
| ۱۱۲ | اعلي مقام | ۱۴۱ |
| ۱۱۳ | شيطاني اثر کان حفاظت | ۱۴۳ |
| ۱۱۴ | قلب ۽ نفس کان آزادي | ۱۴۴ |
| ۱۱۵ | مجسم بندگي | = |
| ۱۱٦ | مطلق شيخ | ۱۴۵ |
| | باب يارهون | |
| ۱۱۷ | صوفين جا خادم | ۱۴۷ |
| ۱۱۸ | شيخ ۽ خادم ۾ فرق | ۱۴۸ |
| ۱۱۹ | خدمت خلق جي فضيلت | ۱۴۹ |
| ۱۲۰ | خادم جي مشابهت ڪندڙ | ۱۵۰ |
| ۱۲۱ | نام نهاد خادم | ۱۵۱ |
| | باب ٻارهون | |
| ۱۲۲ | مشائخن جو خرقو | ۱۵۳ |
| ۱۲۳ | شيخ جي ضرورت | ۱۵۴ |
| ۱۲۴ | خرقي پوشيءَ جو ثبوت | ۱۵۵ |
| ۱۲۵ | خرقي پوشيءَ جي اهميت | ۱۵۷ |
| ۱۲٦ | صحبت جو دور | ۱۵۹ |
| ۱۲۷ | خرقه مبارڪ جا ٻه قسم | ۱٦۰ |
| ۱۲۸ | تربيت جو طريقو | = |
| ۱۲۹ | دعوت ڏيڻ جا طريقا | ۱٦۲ |
| ۱۳۰ | يوسف عليه السلام جو پهرياڻ | ۱٦۳ |
| ۱۳۱ | خرقه تبرڪ | ۱٦۴ |
| ۱۳۲ | نيري رنگ جي خرقه پوشي | = |
| | باب تيرهون | |
| ۱۳۳ | اهل خانقاه جي فضيلت | ۱٦٦ |
| ۱۳۴ | اهل ذڪر جي فضيلت | ۱٦۷ |
| ۱۳۵ | مصيبتن جي تارڻ جا وسيلا | ۱٦۸ |
| ۱۳٦ | نفس سان جهاد | ۱٦۹ |
| ۱۳۷ | خانقاه وارن جا فرض | ۱۷۰ |
| | باب چوڏهون | |
| ۱۳۸ | اهل صفه سان اهل خانقاه جي مشابهت | ۱۷۲ |
| ۱۳۹ | مقصدن ۾ هڪ جهڙائي | ۱۷۳ |
| ۱۴۰ | اڪيلائي | ۱۷۴ |
| ۱۴۱ | خانقاه جي زندگي | = |

| | | |
|---|---|---|
| ١٤٢ | خدمت خلق | ١٧٥ |
| ١٤٣ | نااهلن کان پرهيز | ١٧٦ |
| ١٤٤ | خدمت جو اجر عظيم | ١٧٧ |
| | باب پندرهون | |
| ١٤٥ | اهل خانقاه جون خصوصيتون | ١٧٨ |
| ١٤٦ | جمعيت قلب جا فائدا | ١٧٩ |
| ١٤٧ | محاسبو ڪرڻ | ١٨٠ |
| ١٤٨ | سهڻو سلوڪ | ١٨١ |
| ١٤٩ | مصالحت جو طريقو | ١٨٢ |
| ١٥٠ | هٿ چمڻ | = |
| ١٥١ | معافي گهرڻ | ١٨٣ |
| ١٥٢ | خطاڪار جو تاوان | ١٨٤ |
| ١٥٣ | خانقاهن جا خادم | = |
| | باب سورهون | |
| ١٥٤ | مشائخن جي سفر ۽ مقام جا مقصد | ١٨٨ |
| ١٥٥ | علم جي طلب | ١٨٩ |
| ١٥٦ | بزرگن جي زيارت | = |
| ١٥٧ | ڪيميائي نظر | ١٩٠ |
| ١٥٨ | نفس سان مجاهدو | ١٩١ |
| ١٥٩ | روحاني بيماريءَ جو علاج | = |
| ١٦٠ | حق جو مشاهدو | ١٩٢ |
| ١٦٢ | شهرت کان بيزاري | ١٩٣ |
| ١٦٢ | سفر کان پوءِ قيام | ١٩٤ |
| ١٦٣ | قيام جا فائدا | ١٩٥ |
| ١٦٤ | مخصوص حق جو جذبو | ١٩٦ |
| ١٦٥ | مختصر صحبت | = |
| ١٦٦ | خلوت ۾ جلوت | ١٩٧ |
| ١٦٧ | سفر جون مشڪلاتون | ١٩٨ |
| ١٦٨ | سفر جي فضليت | ١٩٩ |
| ١٦٩ | نفساني رجحان | ٢٠١ |
| ١٧٠ | استخاره جي دعا | ٢٠٣ |
| | باب سترهون | |
| ١٧١ | سفر جا فرض ۽ فضيلتون | ٢٠٥ |
| ١٧٢ | تيمم | = |
| ١٧٣ | تيمم جو طريقو | ٢٠٦ |
| ١٧٤ | جورابن تي مسح | ٢٠٧ |
| ١٧٥ | نماز جي قصر ۽ جمع | ٢٠٨ |
| ١٧٦ | سواريءَ تي نماز | = |
| ١٧٧ | دنيادار صوفي | ٢٠٩ |
| ١٧٨ | رفيق راهه جي ضرورت | ٢١٠ |
| ١٧٩ | سفر جا طور طريقا | ٢١١ |
| ١٨٠ | خدا جل جلاله جي سپرد ڪرڻ | = |
| ١٨١ | سفر جي دعا | ٢١٢ |
| ١٨٢ | منزل جي دعا | ٢١٣ |
| ١٨٣ | سفر جو ضروري سامان | ٢١٤ |
| ١٨٤ | سفر جون رسمون | ٢١٥ |
| | باب ارڙهون | |
| ١٨٥ | سفر کان واپسيءَ خانقاه نشيني | ٢١٨ |
| ١٨٦ | ملاقات جون فضيلتون | ٢١٩ |
| ١٨٧ | خانقاه جا طور طريقا | ٢٢١ |
| ١٨٨ | سلام نه ڪرڻ جا سبب | ٢٢٢ |
| ١٨٩ | روحاني طور طريقن جا ٻه قسم | ٢٢٤ |
| ١٩٠ | هٿ ملائڻ | ٢٢٥ |
| ١٩١ | آذر پاءُ ڪرڻ | ٢٢٦ |
| ١٩٢ | شـــــام جي واپـسـي جو | |

| | | |
|---|---|---|
| | مکروه هجڻ | ٢٢٦ |
| ١٩٣ | بداخلاقي کان پرهيز | ٢٢٨ |
| ١٩٤ | جسم کي زور ڏيڻ | ٢٢٩ |
| ١٩٥ | سفر کان پوءِ آرام | = |
| | **باب اٺويهون** | |
| ١٩٦ | اسباب رکندڙ صوفي جو حال | ٢٣٢ |
| ١٩٧ | سوال نہ ڪرڻ | = |
| ١٩٨ | خدا کان شرم | ٢٣٤ |
| ١٩٩ | خدا وند ڪريم جي حڪمت و قدرت | ٢٣٥ |
| ٢٠٠ | نفس کان قرض جو مطالبو | ٢٣٦ |
| ٢٠١ | سوال جي اجازت | ٢٣٧ |
| ٢٠٢ | عجيب واقعو | ٢٣٨ |
| ٢٠٣ | حضرت موسيٰ جو قول | ٢٣٩ |
| ٢٠٤ | ناز ۽ نياز | ٢٤٠ |
| | **باب ويهون** | |
| ٢٠٥ | فتوح خور صوفي | ٢٤٢ |
| ٢٠٦ | بي نيازي | = |
| ٢٠٧ | تجليون | ٢٤٣ |
| ٢٠٨ | فنا | ٢٤٤ |
| ٢٠٩ | نذرانو قبول ڪرڻ | ٢٤٥ |
| ٢١٠ | فتوح جون ڳالهيون | ٢٤٨ |
| ٢١١ | ٽيهہ دائرا | ٢٤٩ |
| ٢١٢ | حضرت شيخ عبدالقادر رحمة الله جو واقعو | ٢٥٠ |
| ٢١٣ | فقر ۽ فاقي جي زندگي | ٢٥٢ |
| ٢١٤ | دنيا کي ترڪ ڪرڻ جي منع | ٢٥٣ |
| ٢١٥ | نفسانيت کان پرهيز | ٢٥٤ |
| ٢١٦ | صحيح علم | ٢٥٥ |
| | **باب ايڪيهون** | |
| ٢١٧ | صوفيءَ جا ازدواجي معاملا | ٢٥٧ |
| ٢١٨ | ازدواجي زندگي جانقصان | ٢٥٩ |
| ٢١٩ | خطرناڪ فتنو | ٢٦٠ |
| ٢٢٠ | سبڪ دوش | ٢٦١ |
| ٢٢١ | روزي جا فائدا | ٢٦٢ |
| ٢٢٢ | عيالداريءَ جا نقصان | ٢٦٣ |
| ٢٢٣ | خدا وند ڪريم ڏي رجوع | ٢٦٤ |
| ٢٢٤ | ازدواج جي اجازت | ٢٦٦ |
| ٢٢٥ | نڪاح جي روحاني مصلحت | = |
| ٢٢٦ | نڪاح جا فائدا | ٢٦٨ |
| ٢٢٧ | نڪاح جي سنت | ٢٦٩ |
| ٢٢٨ | نڪاح جو فتنو | ٢٧٠ |
| ٢٢٩ | حسن ۽ جمال جا خطرا | ٢٧٢ |
| | **باب ٻاويهون** | |
| ٢٣٠ | سماع جي فضيلت | ٢٧٥ |
| ٢٣١ | سماع جا اثر | ٢٧٦ |
| ٢٣٢ | سماع جو حڪم | ٢٧٧ |
| ٢٣٣ | سماع جي حقيقت | ٢٧٩ |
| ٢٣٤ | حال ۽ وجد | ٢٨١ |
| ٢٣٥ | شعرخواني | ٢٨٣ |
| ٢٣٦ | تلاوت ۽ سماع | ٢٨٤ |
| ٢٣٧ | شيخ ذوالنون مصري رحمة الله عليہ جو واقعو | ٢٨٥ |
| ٢٣٨ | مصنوعي وجد | ٢٨٦ |
| ٢٣٩ | ناجائز حرڪتون | ٢٨٧ |
| ٢٤٠ | درويشن جو رقص | = |

| | | |
|---|---|---|
| ٢٤١ | مباح جي حيثيت | ٢٨٨ |
| ٢٤٢ | سماع جو منڪر | ٢٨٩ |
| ٢٤٣ | نيت جو قل | ٢٩٠ |
| ٢٤٤ | سماع جي حرمت | ٢٩٢ |
| ٢٤٥ | بي چين روح جو علاج | = |
| ٢٤٦ | ڪمال ۽ جمال جو مشاهدو | ٢٩٤ |
| ٢٤٧ | سماع جون ڪرامتون | = |
| ٢٤٨ | اهل سماع جا درجا | ٢٩٦ |
| ٢٤٩ | بدعت جي تعريف | ٢٩٧ |
| | **باب ٽيويهون** | |
| ٢٥٠ | سماع جي ترديد ۽ انڪار | ٢٩٨ |
| ٢٥١ | سماع جا طور طريقا | = |
| ٢٥٢ | ڳائڻ جو حرام هجڻ | ٢٩٩ |
| ٢٥٣ | ڳائڻ جي مذمت | ٣٠٠ |
| ٢٥٤ | سنت جي خلاف | ٣٠٢ |
| ٢٥٥ | تلاوت تي وجد | ٣٠٣ |
| ٢٥٦ | نظر جو فتنو | ٣٠٤ |
| | **باب چوويهون** | |
| ٢٥٧ | وجد ۽ سماع جي حقيقت | ٣٠٦ |
| ٢٥٨ | وجد جا اثر | = |
| ٢٥٩ | وجد جو روحاني تعلق | ٣٠٧ |
| ٢٦٠ | روح ۽ نغمو | ٣٠٨ |
| ٢٦١ | مرد ڪامل جو مقام | ٣٠٩ |
| ٢٦٢ | وجد کان بي نيازي | ٣١٠ |
| ٢٦٣ | روحاني زوال | = |
| ٢٦٤ | آه و زاري جا قسم | ٣١٢ |
| ٢٦٥ | گريہ وجدان | ٣١٣ |
| ٢٦٦ | اهل بقا جو سماع | = |
| ٢٦٧ | سماع جا مختلف اثر | ٣١٥ |
| | **باب پنجويهون** | |
| ٢٦٨ | سماع جي محفل جا طور طريقا | ٣١٧ |
| ٢٦٩ | وجد کان پرهيز | = |
| ٢٧٠ | سماع جي لغزش | ٣١٨ |
| ٢٧١ | حرڪتن تي ضبط ڪرڻ | ٣١٩ |
| ٢٧٢ | حضرت ڪعب رضي الله عنه بن زبير جو واقعو | ٣٢٠ |
| ٢٧٣ | صوفين جا طور طريقا | ٣٢١ |
| ٢٧٤ | خرقي جا قسم | = |
| ٢٧٥ | قائل خرقي جي تقسيم | ٣٢٣ |
| ٢٧٦ | حديث مان ثبوت | ٣٢٤ |
| ٢٧٧ | فضول خرچيءَ جو اعتراض | ٣٢٥ |
| ٢٧٨ | ضعيف حديث | ٣٢٦ |
| | **باب ڇويهون** | |
| ٢٧٩ | صوفين جا چلا ۽ چاليهہ ڏينهن | ٣٢٨ |
| ٢٨٠ | حضرت موسيٰ عليہ السلام جو چلو | = |
| ٢٨١ | چاليهن ڏينهن جي حڪمت | ٣٣٠ |
| ٢٨٢ | حجابن جو علاج | = |
| ٢٨٣ | اخلاص جي اهميت | ٣٣٢ |
| ٢٨٤ | خلوت نشيني | ٣٣٣ |
| ٢٨٥ | غار حرا ۾ اڪيلائي | ٣٣٤ |
| ٢٨٦ | وحي جي شروعات | = |
| | **باب ستاويهون** | |
| ٢٨٧ | چلہ ڪش جا ڪشف ۽ ڪرامتون | ٣٣٧ |
| ٢٨٨ | خلوت نشيني جون فضيلتون | ٣٣٧ |
| ٢٨٩ | نيڪ ۽ بد اثرات | ٣٣٨ |

| | | |
|---|---|---|
| ٢٩٠ | حق جو مشاهدو | ٣٤٠ |
| ٢٩١ | ڪلمي جو ذڪر | = |
| ٢٩٢ | ذڪر ذات | ٣٤١ |
| ٢٩٣ | تلاوت جو اثر | ٣٤٢ |
| ٢٩٤ | خواب جي تعبير | = |
| ٢٩٥ | پريشان خواب | ٣٤٣ |
| ٢٩٦ | واقعو | = |
| ٢٩٧ | ڪشف | ٣٤٤ |
| ٢٩٨ | ڪشف جا واقعا | = |
| ٢٩٩ | گمراه فقير | ٣٤٧ |
| | **باب اٺاويهون** | |
| ٣٠٠ | چله ڪشيءَ جا طور طريقا | ٣٤٩ |
| ٣٠١ | چله ڪشيءَ جي ابتدا | = |
| ٣٠٢ | باجماعت نماز | ٣٥٠ |
| ٣٠٣ | ذڪر ۽ عبادت | ٣٥١ |
| ٣٠٤ | چلي ۾ غذا | = |
| ٣٠٥ | لڳاتار روزا | ٣٥٢ |
| ٣٠٦ | نفس ڪشي | ٣٥٣ |
| ٣٠٧ | فاقہ ڪشي | ٣٥٤ |
| ٣٠٨ | نور سان بک جو ازالو | = |
| ٣٠٩ | فاقہ ڪش مشائخ | ٣٥٥ |
| ٣١٠ | رياڪاريءَ جا فاقا | = |
| ٣١١ | روح ۽ نفس جي ڪشش | ٣٥٦ |
| | **باب اڻٽيهون** | |
| ٣١٢ | صوفي سڳورن جا اخلاق | ٣٦١ |
| ٣١٣ | اخلاق نبوي صلي الله عليه وسلم | = |
| ٣١٤ | شق صدر | ٣٦٣ |
| ٣١٥ | قرآن ۽ اخلاق نبوي صلي الله عليه وسلم | ٣٦٤ |
| ٣١٦ | خلق عظيم جو مفهوم | ٣٦٧ |
| ٣١٧ | ٻن آيتن جو مقابلو | ٣٦٨ |
| ٣١٨ | خدائي اخلاق | ٣٦٩ |
| ٣١٩ | بنيادي اخلاق | ٣٧٠ |
| ٣٢٠ | حسن اخلاق | = |
| ٣٢١ | صوفين جو اخلاقي اصلاح | ٣٧١ |
| ٣٢٢ | نفس جو اصلاح | ٣٧٢ |
| ٣٢٣ | رسول الله صلي الله عليه وسلم جون اخلاق متعلق هدايتون | ٣٧٤ |
| ٣٢٤ | اخلاق رسول الله صلي الله عليه وسلم | ٣٧٥ |
| | **باب ٽيهون** | |
| ٣٢٥ | صوفين جي اخلاق جو تفصيل | ٣٧٧ |
| ٣٢٦ | فرنگي قيدين سان سلوڪ | ٣٧٩ |
| ٣٢٧ | سرڪشيءَ جو علاج | ٣٨٢ |
| ٣٢٨ | تڪبر جي مذمت | ٣٨٣ |
| ٣٢٩ | غرور ۽ خودداري | ٣٨٤ |
| ٣٣٠ | تواضع رسول الله صلي الله | ٣٨٦ |
| | عليه وسلم | ٣٨٧ |
| ٣٣١ | تحمل ۽ مدارات | ٣٨٨ |
| ٣٣٢ | قرباني ۽ همدردي | ٣٩٠ |
| ٣٣٣ | هڪ قربانيءَ جو واقعو | ٣٩١ |
| ٣٣٤ | قرباني جي حقيقت | ٣٩٤ |
| ٣٣٥ | اسلامي اخوت | ٣٩٦ |
| ٣٣٦ | جود ۽ سخا جو فرق | ٣٩٨ |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ۳۳۷ | عفو ۽ درگذر | ۴۰۰ | | باب پنٿيهون | |
| ۳۳۸ | ڪشادو منهن ۽ خنده پيشاني | ۴۰۲ | ۳۶۲ | بارگاه الاهي جل شانه ۾ | |
| ۳۳۹ | نرمي ۽ خوش اخلاقي | ۴۰۳ | | ادب اختيار ڪرڻ جو بيان | ۴۴۰ |
| ۳۴۰ | ظرافت نبوي صلي الله عليه | | ۳۶۳ | سرڪش نفس | ۴۴۱ |
| | وسلم | ۴۰۴ | ۳۶۴ | مازاغ البصر جي وضاحت | ۴۴۲ |
| ۳۴۱ | ظرافت ۾ اعتدال | ۴۰۸ | ۳۶۵ | انتهائي ادب | ۴۴۴ |
| ۳۴۲ | سادگي ۽ بي تڪلفي | ۴۰۹ | ۳۶۶ | نبين سڳورن جا سهڻا طريقا | ۴۴۶ |
| ۳۴۳ | عهد نبوي جي سادگي | ۴۱۰ | ۳۶۷ | خاصن جا طور طريقا | ۴۴۷ |
| ۳۴۴ | سخاوت | ۴۱۲ | | باب ٽيٽيهون | |
| ۳۴۵ | قناعت | ۴۱۴ | ۳۶۸ | طهارت جا طور طريقا | ۴۴۹ |
| ۳۴۶ | حلم ۽ بردباري | ۴۱۶ | ۳۶۹ | استنجا جو طريقو | ۴۵۰ |
| ۳۴۷ | اهل حق جي صاف دلي | ۴۱۷ | | باب چوٽيهون | |
| ۳۴۸ | ضبط نفس | ۴۱۸ | ۳۷۰ | وضو جا طور طريقا | ۴۵۶ |
| ۳۴۹ | غيض ۽ غضب جي حقيقت | ۴۲۰ | ۳۷۱ | وضوءَ جون دعائون | ۴۵۶ |
| ۳۵۰ | وچون رستو | ۴۲۲ | ۳۷۲ | وضوءَ جا فرض | ۴۵۹ |
| ۳۵۱ | برادرانه اتحاد | ۴۲۳ | ۳۷۳ | وضوءَ جون سنتون | ۴۶۰ |
| ۳۵۲ | محبت جا اثر | ۴۲۴ | | باب پنجٽيهون | |
| ۳۵۳ | مذهبي فرضن ۾ اتحاد | ۴۲۵ | ۳۷۴ | صوفين جي وضوءَ ڪرڻ جو | |
| ۳۵۴ | صحبت جا اثر | = | | ڍانءُ | ۴۶۲ |
| ۳۵۵ | شڪر گذاري | ۴۲۷ | ۳۷۵ | باوضوءِ رهڻ | = |
| ۳۵۶ | خدا جل شانه جي حمد جي | = | ۳۷۶ | ظاهري ۽ باطني طهارت | ۴۶۶ |
| | فضيلت | ۴۲۸ | ۳۷۷ | طهارت جي پابندي | ۴۶۷ |
| ۳۵۷ | حاجت روائي | ۴۲۹ | | باب ڇٽيهون | |
| ۳۵۸ | امارت جو مستحق | ۴۳۱ | ۳۷۸ | نماز جي فضيلت | ۴۶۸ |
| | باب ايڪٽيهون | | ۳۷۹ | خشوع جي اهميت | ۴۶۹ |
| ۳۵۹ | تصوف جا طور طريقا | ۴۳۲ | ۳۸۰ | دعا جي تعليم | ۴۷۱ |
| ۳۶۰ | ادب جي فضيلت | ۴۳۴ | ۳۸۱ | سورة فاتحه | ۴۷۲ |
| ۳۶۱ | ادب جي اهميت | ۴۳۷ | ۳۸۲ | نماز ۾ جهومڻ | ۴۷۳ |

| | | |
|---|---|---|
| ۲۸۳ | نماز جي اهميت | ۴۷۴ |
| ۳۸۴ | ڏگهو رڪوع | ۴۷۵ |
| | **باب ستٽيهون** | |
| ۳۸۵ | بارگاه جي مقربين جي نماز | ۴۷۷ |
| ۳۸۶ | نماز جي شروعات | ۴۷۸ |
| ۳۸۷ | نماز جي نيت | ۴۷۹ |
| ۳۸۸ | هٿن ٻڌڻ جو نڪتو | ۴۸۱ |
| ۳۸۹ | قيام جو ڏانءُ | ۴۸۳ |
| ۳۹۰ | حضور قلب | ۴۸۴ |
| ۳۹۱ | رڪوع جا طور طريقا | ۴۸۷ |
| ۳۹۲ | قومه | = |
| ۳۹۳ | سجدي ڪرڻ جو ڏانءُ | ۴۸۸ |
| ۳۹۴ | شيطان سان جنگ | ۴۹۲ |
| ۳۹۵ | جماعت سان نماز جي فضيلت | ۴۹۴ |
| | **باب انٽيهون** | |
| ۳۹۶ | نماز جا طور طريقا ۽ اسرار | ۴۹۵ |
| ۳۹۷ | خشوع جي اهميت | ۴۹۶ |
| ۳۹۸ | آخرت جو ذڪر | ۴۹۷ |
| ۳۹۹ | حضور قلب جي اهميت | ۴۹۹ |
| ۴۰۰ | نماز جي چوري | ″ |
| ۴۰۱ | نماز جا سهڻا طريقا ۽ ان | ۵۰۰ |
| | جو اثر | ۵۰۰ |
| ۴۰۲ | فرض ۽ نفل نمازون | ۵۰۱ |
| ۴۰۳ | خشوع و خضوع | ۵۰۲ |
| ۴۰۴ | مشائخن جي نماز | ۵۰۳ |
| ۴۰۵ | غافل جي نماز | ۵۰۵ |
| | آسماني قلب | ۵۰۶ |

| | | |
|---|---|---|
| | **باب اٺيتاليهون** | |
| ۴۰۶ | روزي جي فضليت ۽ ان جا نيڪ اثر | ۵۰۸ |
| ۴۰۷ | بزرگن جو فقر و فاقو | ۵۱۰ |
| | **باب چاليهون** | |
| ۴۰۸ | روزي ۽ افطار جا مختلف طور طريقا | ۵۱۳ |
| ۴۰۹ | روزي ۾ تسليم و رضا | ۵۱۴ |
| ۴۱۰ | رياڪاريءَ جو تصور | ۵۱۵ |
| ۴۱۱ | اجتماعي روزا | ۵۱۶ |
| ۴۱۲ | ايام ابياض | ۵۱۸ |
| | **باب ايڪيتاليهون** | |
| ۴۱۳ | روزي جا طورطريقا | ۵۱۹ |
| ۴۱۴ | غيبت ۽ ڪوڙ | ۵۲۱ |
| ۴۱۵ | روزي ۾ توڪل | ۵۲۲ |
| ۴۱۶ | جماعت جي موافقت | ۵۲۳ |
| ۴۱۷ | مخالف ۽ موافق دليل | ۵۲۴ |
| | **باب ٻائيتاليهون** | |
| ۴۱۸ | ڪاڌي جا فائدا ۽ نقصان | ۵۲۶ |
| ۴۱۹ | صحت جا اصول | ۵۲۷ |
| ۴۲۰ | حلال روزي | ۵۲۹ |
| ۴۲۱ | هٿ ڌوئڻ | ۵۲۹ |
| ۴۲۲ | قلب جو انحراف | ۵۳۰ |
| ۴۲۳ | خدا وند ڪريم جي قدرت | ۵۳۲ |
| | **باب ٽيتاليهون** | |
| ۴۲۴ | ڪائڻ جا طورطريقا | ۵۳۴ |
| ۴۲۵ | ڪائڻ لاءِ هدايتون | ۵۳۵ |
| ۴۲۶ | سرڪي جي برڪت | ۵۳۶ |

| | | |
|---|---|---|
| 427 | جماعت سان کائڻ | 537 |
| 428 | ماني جو احترام | 537 |
| 429 | خادم جو حق | 538 |
| 430 | کائڻ کان پوءِ جي دعا | = |
| 431 | کائڻ کان پوءِ هٿ ڌوئڻ | 538 |
| 432 | تصنع کان پرهيز | 539 |
| 433 | کائڻ جون دعائون | 540 |
| 434 | افطار کان پوءِ دعا | 540 |
| 435 | نالي نمود جو کاڌو | 541 |
| 436 | دعوت قبول ڪرڻ | 542 |
| | **باب چوئيتاليهون** | |
| 437 | لباس جا صوفيانه طورطريقا | 543 |
| 438 | زندگي ۾ تناسب | 544 |
| 439 | لباس ۽ طعام ۾ مناسبت | 545 |
| 440 | درويشن جو لباس | 545 |
| 441 | لباس جي ڪمي | 547 |
| 442 | نرم ۽ سخت لباس | 548 |
| 443 | لباس ۾ تسليم رضا | 549 |
| 444 | حضرت عمر بن عبدالعزيز | 552 |
| | رحمة الله عليه جو لباس | 552 |
| 445 | سادي زندگي | 552 |
| | سهوليت ۽ همٿ | 553 |
| | **باب پنجيتاليهون** | |
| 446 | اوجاڳي جي فضيلت | 556 |
| 447 | ننڊ جي اهميت | 557 |
| 448 | بيداريءَ جي لذت | 559 |
| 449 | رات جو جاڳڻ وارن جي | |
| | فضيلت | // |
| 450 | تجلين جي رات | 560 |
| 451 | قلب جي نرمي | 561 |
| 452 | فيض ۽ برڪت | 562 |
| | **باب ڇائيتاليهون** | |
| 453 | ننڊ ۽ رات جي جاڳڻ جا | . |
| 454 | طورطريقا | 563 |
| 455 | عادت جي تبديلي | 566 |
| 456 | باوضو سمهڻ | 566 |
| 457 | سمهڻ جي دعا | 568 |
| | **باب ستيتاليهون** | 571 |
| 458 | صوفين جي رات | 571 |
| 459 | صلواة الاوابين | 571 |
| 460 | سومهڻي نماز | 573 |
| 461 | مقصد جو مقرر ڪرڻ | 574 |
| 462 | طهارت جي اهميت | 575 |
| 463 | طهارت جا اثر | 576 |
| 464 | تهجد | 578 |
| | **باب اٺيتاليهون** | |
| 465 | رات جي اوجاڳي جي | |
| | فضيلت | 580 |
| 466 | اذرات جي عبادت | 581 |
| 467 | تسبيح ۽ استغفار | 582 |
| 468 | رات جي اوجاڳي کان محرومي | 583 |
| | **باب اڻونجاهون** | |
| 469 | فجر نماز ۽ ان جون دعائون | 588 |
| 470 | آيت جو شان نزول | 588 |
| 471 | فجر نماز | 589 |
| 472 | فجر کان اڳ جي دعا | 590 |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ٤٧٣ | گھر ڪان نڪرڻ ۽ رستي | ٥٩١ | ٤٩٦ | ادب جي اهميت | ٦٢٤ |
| | جي دعا | ٥٩١ | ٤٩٧ | شيخ جو ادب | ٦٢٦ |
| ٤٧٤ | مسجد ۾ داخل ٿيڻ جي | ٥٩٣ | ٤٩٨ | ثابت بن قيس رضي الله عنه | |
| | دعا | ٥٩٢ | | جو واقعو | ٦٢٧ |
| ٤٧٥ | فجر جون دعائون | ٥٩٣ | ٤٩٩ | حضرت ثابت رضي الله عنه | ٦٣٠ |
| | باب پنجاهون | | | جي ڪرامت | ٦٢٩ |
| ٤٧٦ | صوفين جي روز جا معمول | ٦٠٠ | ٥٠٠ | تقويٰ جو امتحان | ٦٣٠ |
| ٤٧٧ | مسبعات عشره | ٦٠١ | ٥٠١ | حضرت عبدالقادر رحمة الله | |
| ٤٧٨ | اشراق نماز | ٦٠٣ | ٥٠٢ | عليه جو طرز عمل | ٦٣١ |
| ٤٧٩ | چاشت جي نماز | ٦٠٤ | ٥٠٣ | مريد ۽ شيخ جا تعلقات | ٦٣٢ |
| ٤٨٠ | چاشت جو وقت | ٦٠٥ | ٥٠٤ | شيخ تي ڪامل اعتماد | ٦٣٥ |
| | | | ٥٠٥ | شيخ جي طرف رجوع | ٦٣٦ |
| ٤٨١ | ڏينهن جي وقت سمهڻ | ٦٠٧ | ٥٠٦ | مناسب موقعي جي ڳولا | ٦٣٧ |
| ٤٨٢ | ڏينهن جا ٻه حصا | ٦٠٧ | ٥٠٧ | سوالن جي ڪثرت | ٦٣٧ |
| ٤٨٣ | زوال جي نماز | ٦٠٨ | | باب ٻاونجاهون | |
| ٤٨٤ | دل جي ڪدورت جو علاج | ٦٠٩ | ٥٠٨ | مريدن سان شيخ جا معاملا | ٦٤٠ |
| ٤٨٥ | ٻپهريءَ جا معمول | ″ | ٥٠٩ | شيخ جي مزاج شناسي | ٦٤١ |
| ٤٨٦ | مسواڪ (ڏندڻ) | ٦١١ | ٥١٠ | خاص اڪيلائي | ٦٤٢ |
| ٤٨٧ | نماز ۾ دعا واريون شيون | ٦١٢ | ٥١١ | خلوت ۽ جلوت | ٦٤٣ |
| ٤٨٨ | نفسياني خواهشن جو اثر | ٦١٣ | ٥١٢ | حسن اخلاق ۽ تواضع | ٦٤٥ |
| ٤٨٩ | وچين نماز | ٦١٤ | ٥١٣ | بي لوث خدمت | ٦٤٧ |
| ٤٩٠ | وچين جي وقت جا معمول | ٦١٦ | ٥١٤ | سڀ مال خرچ ڪرڻ | ٦٤٨ |
| | باب ايڪونجاهون | | ٥١٥ | حڪمت عملي | ٦٤٩ |
| ٤٩١ | مريدن جا طورطريقا ۽ سهڻا | | ٥١٦ | درگذر | ٦٤٩ |
| | ڏانو | ٦٢٠ | ٥١٧ | رازداري | // |
| ٤٩٢ | مجلس شيخ جا طورطريقا | ٦٢١ | | باب ٽيونجاهون | ٦٥١ |
| ٤٩٣ | شيخ جو درجو | ٦٢٣ | ٥١٨ | صحبت جي حقيقت ۽ ان | = |
| ٤٩٤ | نفسياني خواهش جا سبب | ٦٢٣ | | جي برائي ۽ ان جي فضيلت | ٦٥١ |
| ٤٩٥ | موتيءَ جي ڳولا | ٦″ | ٥١٩ | همجنس | ٦٥١ |

| | | |
|---|---|---|
| ٥٢٠ | اکيلائي | ٦٥٢ |
| ٥٢١ | صحبت جا خطرا | ٦٥٤ |
| ٥٢٢ | صحبت جي فضيلت | ٦٥٥ |
| ٥٢٣ | باهمي محبت | ٦٥٧ |
| ٥٢٤ | محبت ۽ عزلت | 〃 |
| ٥٢٥ | همدرد دوست | ٦٦٠ |
| ٥٢٦ | هڪ ٻئي سان محبت جي | ٦٦٢ |
| | فضيلت | ٦٦٠ |
| ٥٢٧ | نيڪ ٻندن جي صحبت | ٦٦٣ |
| | **باب چوونجاهون** | |
| ٥٢٨ | صحبت ۽ اخوت جا حق | ٦٦٤ |
| ٥٢٩ | بري صحبت | ٦٦٥ |
| ٥٣٠ | صحبت ۾ احتياط | ٦٦٥ |
| ٥٣١ | روحاني محبت | ٦٦٦ |
| ٥٣٢ | خير جو ذڪر | ٦٦٧ |
| ٥٣٣ | قطع تعلق ۽ بغض | ٦٦٨ |
| ٥٣٤ | لغزش جي معافي | ٦٦٩ |
| ٥٣٥ | اخوت جا حق ۽ شرط | ٦٧٠ |
| | **باب پنجونجاهون** | |
| ٥٣٦ | صحبت ۽ اخوت جا طور | |
| ٥٣٧ | طريقا ۽ حق | ٦٧٣ |
| ٥٣٨ | خدمت خلق | ٦٧٤ |
| ٥٣٩ | عام ملڪيت | ٦٧٤ |
| ٥٤٠ | بار خاطر جو علاج | ٦٧٥ |
| ٥٤١ | اهل فضل جي قدرداني | ٦٧٦ |
| ٥٤٢ | انصاف | ٦٧٧ |
| ٥٤٣ | وفاداري | ٦٧٧ |
| ٥٤٤ | شفقت | ٦٧٨ |

| | | |
|---|---|---|
| ٥٤٥ | بي تڪلفي | ٦٧٩ |
| ٥٤٦ | مدارات | ٦٧٩ |
| ٥٤٧ | اعتدال | ٦٨٠ |
| ٥٤٨ | عيب پوشي | ٦٨٠ |
| ٥٤٩ | همدردي | ٦٨٠ |
| ٥٥٠ | موليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ | ٦٨٢ |
| | **باب ڇاونجاهون** | |
| ٥٥١ | روح ۽ نفس جي معرفت | ٦٨٣ |
| ٥٥٢ | روح جي حقيقت | ٦٨٤ |
| ٥٥٣ | راء جو اختلاف | ٦٨٥ |
| ٥٥٤ | گمراهن کان پرهيز | ٦٨٥ |
| ٥٥٥ | روح جون تاويلون | ٦٨٦ |
| ٥٥٦ | روح جي قدامت | ٦٨٧ |
| ٥٥٧ | روح جا ٻيا مفهوم | ٦٨٨ |
| ٥٥٨ | زبردست مخلوق | ٦٨٩ |
| ٥٥٩ | روح جي اهميت | ٦٩٠ |
| ٥٦٠ | مخلوق جو جوهر | ٦٩٠ |
| ٥٦١ | روح جا قسم | = |
| ٥٦٢ | مڙدن سان ملاقات | ٦٩١ |
| ٥٦٣ | عملن جو پيش ٿيڻ | ٦٩١ |
| ٥٦٤ | نوراني علم ۽ روح | ٦٩٢ |
| ٥٦٥ | متڪلمين جي راء | ٦٩٣ |
| ٥٦٦ | فلاسفرن جي راء | ٦٩٤ |
| ٥٦٧ | مصنف جا خيال | ٦٩٥ |
| ٥٦٩ | علوي ۽ حيواني روح | ٦٩٥ |
| ٥٧٠ | نفس جي پيدائش | ٦٩٦ |
| ٥٧١ | قلب جو لطيفو | ٦٩٦ |
| ٥٧٢ | عقل جو تعلق | ٦٩٧ |
| ٥٧٣ | عقل جو مقام | ٦٩٨ |

| | | |
|---|---|---|
| ٥٧٤ | متاهين عالم سان تعلق | ٦٩٨ |
| ٥٧٥ | عالم ارضي سان تعلق | ٦٩٩ |
| ٥٧٦ | روح جا قسم | ٧٠٠ |
| ٥٧٧ | روح ۽ نفس | ٧٠٠ |
| ٥٧٨ | فطري صفتون | ٧٠١ |
| ٥٧٩ | نفس جون ٽي حالتون | ٧٠٢ |
| ٥٨٠ | سر باطن | ٧٠٣ |
| ٥٨١ | سر جا ٻه قسم | ٧٠٤ |
| ٥٨٢ | عقل جي فضيلت | ٧٠٥ |
| ٥٨٣ | عقل جي اهميت | = |
| ٥٨٤ | عقل جي حقيقت | ٧٠٦ |
| ٥٨٥ | فطري استعداد | ٧٠٧ |
| ٥٨٦ | سڌو ۽ ابتو عقل | ٧٠٨ |
| ٥٨٧ | عقل جا قسم | = |
| ٥٨٨ | عقل ۽ شريعت | ٧٠٩ |
| ٥٨٩ | بصيرت | ٧٠٩ |
| ٥٩٠ | ملڪ و ملڪوت | ٧١٠ |
| | **باب ستونجاهون** | |
| ٥٩١ | دلي تصورن جي سڃاڻپ | ٧١٢ |
| ٥٩٢ | قلب جي صفائي | ٧١٣ |
| ٥٩٣ | ذڪر جي اهميت | ٧١٣ |
| ٥٩٤ | تقويٰ ۽ ذڪر | ٧١٤ |
| ٥٩٥ | حق ۽ نفس جي لذت | ٧١٦ |
| ٥٩٦ | نفس جي تنگي ۽ وسعت | ٧١٦ |
| ٥٩٧ | متاهين عالم جي طرف | ٧١٧ |
| ٥٩٨ | ٻرن اٿرن کان محفوظ | ٧١٨ |
| ٥٩٩ | واردات جا قسم | = |
| ٦٠٠ | دل جي ڪارڻ | ٧١٩ |

| | | |
|---|---|---|
| ٦٠١ | هڪ بزرگ جو ڪشف | ٧١٩ |
| ٦٠٢ | اشتباه جاسيب | ٧٢٠ |
| ٦٠٣ | نفساني ۽ شيطاني وسوسن | = |
| | ۾ فرق | ٧٢٢ |
| ٦٠٤ | ٻه حق جا جذبا | ٧٢٢ |
| ٦٠٥ | واردات ۽ خواطر | ٧٢٢ |
| ٦٠٦ | نفس جي مخالفت | ٧٢٣ |
| ٦٠٧ | شڪ ۽ شبهي جو سبب | ٧٢٤ |
| ٦٠٨ | نفس جي تحريڪ | ٧٢٤ |
| ٦٠٩ | روح جي جنبش | ٧٢٥ |
| ٦١٠ | مصنف جي راءِ | = |
| ٦١١ | عقل جا تصور | ٧٢٦ |
| ٦١٢ | ڇهون قسم | ٧٢٦ |
| ٦١٣ | بنيادي قسم | ٧٢٧ |
| | **باب اٺونجاهون** | |
| ٦١٤ | حال ۽ مقام جي تشريح ۽ | |
| ٦١٥ | ان جو فرق | ٧٢٨ |
| ٦١٦ | مراقبو | ٧٢٩ |
| ٦١٧ | مشاهدي جو مقام | ٧٢٩ |
| ٦١٨ | قلب جا ٻه حصا | ٧٣٠ |
| ٦١٩ | حق اليقين | ٧٣٠ |
| ٦٢٠ | خداد عطيو | ٧٣٠ |
| ٦٢١ | مقام جي تبديلي | ٧٣٢ |
| ٦٢٢ | زجر ۽ توبه | ٧٣٣ |
| ٦٢٣ | زهد جو مقام | ٧٣٤ |
| ٦٢٤ | رضا ۽ توڪل | ٧٣٤ |
| ٦٢٥ | باريڪ نڪتو | ٧٣٥ |
| ٦٢٦ | الله تعاليٰ جل شانه جو | |
| | لامحدود فيض | ٧٣٥ |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| | باب اٺهٺ | ٧٣٨ | | باب ست | |
| ٦٢٧ | روحاني درجن جا بنيادي اصول | ٧٣٨ | ٦٥٤ | روحاني مقام ۽ مشائخن جا | ٧٥٧ |
| ٦٢٨ | توبہ جي اهميت | ٧٣٨ | | قول | ٧٥٧ |
| ٦٢٩ | چار اصول | ٧٣٩ | ٦٥٥ | توبہ | ٧٥٧ |
| ٦٣٠ | زجر و ملامت | ٧٤٠ | ٦٥٦ | توبہ جا قسم | ٧٥٧ |
| ٦٣١ | تنبيهہ جو حال | ٧٤٠ | ٦٥٧ | برائي جا قسم | ٧٥٨ |
| ٦٣٢ | بيداري | ٧٤١ | ٦٥٨ | توبہ جي مڪمل تعريف | ٧٥٩ |
| ٦٣٣ | نفس جو محاسبو | ٧٤٢ | ٦٥٩ | ورع | ٧٥٩ |
| ٦٣٤ | نماز سان محاسبو | ٧٤٢ | ٦٦٠ | زهد | ٧٦٠ |
| ٦٣٥ | مراقبي جي اهميت | ٧٤٣ | ٦٦١ | زاهد عالم | ٧٦١ |
| ٦٣٦ | انابت | ٧٤٤ | ٦٦٢ | دنيا دار عالم | ٧٦٢ |
| ٦٣٧ | نفس جو مجاهدو | ٧٤٤ | ٦٦٣ | زهد در زهد | ٧٦٣ |
| ٦٣٨ | صبر جا قسم | ٧٤٦ | ٦٦٤ | زهد جو ٽيون مقام | ٧٦٣ |
| ٦٣٩ | صبر ۽ توبہ | ٧٤٦ | ٦٦٥ | صبر | ٧٦٤ |
| ٦٤٠ | توبہ جا اثر | ٧٤٧ | ٦٦٦ | صبر جي اهميت | ٧٦٥ |
| ٦٤١ | راضي بہ رضا | ٧٤٨ | ٦٦٧ | الصبر عن الله | ٧٦٦ |
| ٦٤٢ | اميد ۽ بيم | 〃 | ٦٦٨ | الصبر عن الله جي تشريح | ٧٦٦ |
| ٦٤٣ | نعمت جو شڪر | ٧٤٩ | ٦٦٩ | صبر ڪندڙ جا درجا | ٧٦٧ |
| ٦٤٤ | مقام زهد | ٧٥٠ | ٦٧٠ | عملي نمونو | ٧٦٨ |
| ٦٤٥ | زيب ۽ زينت کان پرهيز | ٧٥٠ | ٦٧١ | صبر تي شعر | ٧٦٨ |
| ٦٤٦ | دنيا جي حقيقت | ٧٥١ | ٦٧٢ | شعرن جو ترجمو | ٧٦٩ |
| ٦٤٧ | توڪل | ٧٥٢ | ٦٧٣ | فقر ۽ فقر جي فضيلت | ٧٧٠ |
| ٦٤٨ | توبہ جي استقامت | ٧٥٢ | ٦٧٤ | توحيد جي پهرين منزل | ٧٧١ |
| ٦٤٩ | فقر ۽ زهد | ٧٥٣ | ٦٧٥ | فقر ۽ صبر | ٧٧٢ |
| ٦٥٠ | مسلسل عمل | ٧٥٣ | ٦٧٦ | شڪر | ٧٧٣ |
| ٦٥١ | بندگي جو مقام | ٧٥٤ | ٦٧٧ | شڪر جو مفهوم | = |
| ٦٥٢ | اختيار جو معاملو | ٧٥٥ | ٦٧٨ | شڪر جا شعر | ٧٧٤ |
| ٦٥٣ | مقام فنا ۽ بقا | 〃 | ٦٧٩ | شڪر جي فضيلت | ٧٧٤ |

| | | |
|---|---|---|
| ٦٨٠ | شڪر جي حقيقت | ٧٧٥ |
| ٦٨١ | خوف | ٧٧٥ |
| ٦٨٢ | تقويٰ جي فضيلت | ٧٧٦ |
| ٦٨٣ | رجا | ٧٧٧ |
| ٦٨٤ | اميد ۽ خوف جو توازن | ٧٧٧ |
| ٦٨٥ | حضرت لقمان جي هدايت | ٧٧٨ |
| ٦٨٦ | توڪل | ٧٧٨ |
| ٦٨٧ | توڪل ۽ نفسانيت | ٧٨٠ |
| ٦٨٨ | رضا | ٧٨١ |
| ٦٨٩ | رضا جي فضيلت | ٧٨٢ |
| ٦٩٠ | پنج اخلاق | ٧٨٢ |
| ٦٩١ | رضا جا قسم | ٧٨٣ |
| ٦٩٢ | رضا جو مفهوم | ٧٨٣ |
| ٦٩٣ | چار اصول | ٧٨٤ |
| ٦٩٤ | رضا جو بنياد | // |
| | **باب اٺون** | |
| ٦٩٥ | روحاني احوال ۽ ان جي تشريح | = |
| ٦٩٦ | خالص محبت | ٧٨٦ |
| ٦٩٧ | ذات جي محبت | ٧٨٧ |
| ٦٩٨ | عام محبت | ٧٨٨ |
| ٦٩٩ | خاص محبت | ٧٨٨ |
| ٧٠٠ | روحاني احوال جو بنياد | ٧٨٩ |
| ٧٠١ | محبوبن جو طريقو | // |
| ٧٠٢ | خاص محبت جا نتيجا | ٧٩٠ |
| ٧٠٣ | درجن کان بي نيازي | ٧٩٠ |
| ٧٠٤ | مختلف درجا ۽ ان جا طريقا | ٧٩١ |
| ٧٠٥ | محبت جي حقيقت | ٧٩٢ |
| ٧٠٦ | روحانيت جا بنيادي معيار | ٧٩٣ |

| | | |
|---|---|---|
| ٧٠٧ | محبت جي ڪشش | ٧٩٤ |
| ٧٠٨ | وصول جو مرتبو | ٧٩٥ |
| ٧٠٩ | عشق جي سوزش | ٧٩٦ |
| ٧١٠ | محبت جو ظاهر و باطن | ٧٩٦ |
| ٧١١ | اهل محبت کي خدائي پيغام | ٧٩٧ |
| ٧١٢ | محبت جو شوق | ٧٩٨ |
| ٧١٣ | شوق جي بي معنيٰ | ٧٩٩ |
| ٧١٤ | شوق جي مقام کان انڪار | ٨٠٠ |
| ٧١٥ | شوق جو پيو سبب | ٨٠٠ |
| ٧١٦ | شوق جي اهميت | ٨٠١ |
| ٧١٧ | شوق ۽ اشتياق | ٨٠١ |
| ٧١٨ | انس | ٨٠٢ |
| ٧١٩ | خدا جل شانه سان انس | = |
| ٧٢٠ | حقاني شعر | ٨٠٤ |
| ٧٢١ | انس جو ظهور | ٨٠٥ |
| ٧٢٢ | ذات جو انس | ٨٠٥ |
| ٧٢٣ | محويت | ٨٠٦ |
| ٧٢٤ | هوشمندي | ٨٠٧ |
| ٧٢٥ | قرب جو معيار | = |
| ٧٢٦ | حيا | ٨٠٨ |
| ٧٢٧ | خاص حيا | ٨٠٩ |
| ٧٠٢٨ | حيا ۽ انس جي تعريف | ٨٠٩ |
| ٧٢٩ | اتصال | ٨١١ |
| ٧٣٠ | واصل بالله | ٨١٢ |
| ٧٣١ | وصل جا مرتبا | ٨١٢ |
| ٧٣٢ | صفات جي تجلي | ٨١٣ |
| ٧٣٣ | ذات جي تجلي | ٨١٣ |
| ٧٣٤ | حق اليقين | ٨١٣ |

| | | |
|---|---|---|
| ٧٣٥ | قبض و بسط | ٨١٣ |
| ٧٣٦ | قبض ۽ بسط جو وقت | ٨١٣ |
| ٧٣٧ | رنج ۽ نشاط | = |
| ٧٣٨ | قبض ۽ بسط جو ظاهر ٿيڻ | ٨١٥ |
| ٧٣٩ | قبض ۽ بسط جا سبب | ٨١٥ |
| ٧٤٠ | قبض ۽ بسط جو ازالو | ٨١٦ |
| ٧٤١ | بسط ۾ بي اعتدالي | ٨١٦ |
| ٧٤٢ | قبض جو علاج | ٨١٧ |
| ٧٤٣ | اميد ۽ خوف | // |
| ٧٤٤ | سبب کان ناواقف | ٨١٨ |
| ٧٤٥ | نفس مطمئنه | // |
| ٧٤٦ | نفس ۾ قبض ۽ بسط | // |
| ٧٤٧ | فنا ۽ بقا | // |
| ٧٤٨ | صحيح مفهوم | ٨١٩ |
| ٧٤٩ | مشائخن جا قول | ٨٢٠ |
| ٧٥٠ | فنا جا قسم | // |
| ٧٥١ | ظاهري فنا | ٨٢١ ٨٢٢ |
| ٧٥٢ | باطني فنا | // |
| ٧٥٣ | استغراق | // |
| ٧٥٤ | فاني | ٨٢٣ |
| ٧٥٥ | باقي | = |
| | باب ٻاهٺ | ٨٢٥ |
| ٧٥٦ | صوفين جي اصطلاحن جي تشريح | ٨٢٣ |
| ٧٥٧ | عمل جا فائدا | ٨٢٤ |
| ٧٥٨ | باطني علم | ٨٢٥ = |
| ٧٥٩ | لکل خزانو | ٨٢٥ |
| ٧٦٠ | علم لدني | ٨٢٦ |
| ٧٦١ | جمع ۽ تفرقو | ٨٢٦ |

| | | |
|---|---|---|
| ٧٦٢ | جمع ۽ تفرقي جو اصلي مفهوم | ٨٢٧ |
| ٧٦٣ | روح ۽ مادي جي ترڪيب | ٨٢٨ |
| ٧٦٤ | قولن جو خلاصو | // |
| ٧٦٥ | حضرت موسيٰ جو ڪلام | ٨٢٩ |
| ٧٦٦ | تجلي ۽ استتار | ٨٢٩ |
| ٧٦٧ | استتار جو فائدو | ٨٣٠ |
| ٧٦٨ | خاص تجلي | ٨٣١ |
| ٧٦٩ | تجريد و تفريد | // |
| ٧٧٠ | وجود، وجد ۽ تواجد | ٨٣١ |
| ٧٧١ | غلبو | ٨٣٢ |
| ٧٧٢ | مسامره | ٨٣٢ |
| ٧٧٣ | سکر و صحو | ٨٣٢ |
| ٧٧٤ | محو ۽ اثبات | ٨٣٣ |
| ٧٧٥ | علم اليقين ۽ عين اليقين | ٨٣٣ |
| ٧٧٦ | وقت | ٨٣٤ |
| ٧٧٧ | غيبت و شهود | ٨٣٤ |
| ٧٧٨ | ذوق و شرب | ٨٣٥ |
| ٧٧٩ | محاضرو ۽ مڪاشفو | ٨٣٥ |
| ٧٨٠ | طوارق و بوادي | ٨٣٥ |
| ٧٨١ | تلوين و تمڪين | ٨٣٥ |
| ٧٨٢ | ارباب تمڪين | ٨٣٦ |
| ٧٨٣ | نفس | ٨٣٧ |
| | باب ٽيهٺ | |
| ٧٨٤ | سالڪ جو صحيح آغاز ۽ انجام | = ٨٣٨ |
| ٧٨٥ | خلوص نيت | ٨٣٩ |
| ٧٨٦ | طريقت جون منزلون | ٨٣٩ |
| ٧٨٧ | قطع تعلق | ٨٤٠ |
| ٧٨٨ | صداقت | ٨٤٠ |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ٧٨٩ | خودشناسي | ٨٤١ | ٨١٧ | عام مؤمنن جي زندگي | ٨٥٣ |
| ٧٩٠ | الله جي كليل تلوار | = | ٨١٨ | نفس جي اصلاح | = |
| ٧٩١ | الله رب العزت جي لاءِ نيت | ٨٤٢ | ٨١٩ | خودمختياري | ٨٥٤ |
| ٧٩٢ | نيت جو اثر | = | ٨٢٠ | وچون رستو | = |
| ٧٩٣ | دل سان نيت | ٨٤٣ | ٨٢١ | اتباع سنت | ٨٥٥ |
| ٧٩٤ | گوشہ نشيني | = | ٨٢٢ | رخصت ۽ عزيمت | = |
| ٧٩٥ | فضول كمن كان پرهيز | ٨٤٤ | ٨٢٣ | عمل جو فيض | ٨٥٦ |
| ٧٩٦ | ضرورت جي حد | = | ٨٢٤ | عجيب راز | = |
| ٧٩٧ | دنيادارن كان پرهيز | ٨٤٥ | ٨٢٥ | امت جي لاءِ فيض | ٨٥٧ |
| ٧٩٨ | نفلن جي پابندي | = | ٨٢٦ | خلوت ۽ جلوت | = |
| ٧٩٩ | جمع جو پروگرام | ٨٤٦ | ٨٢٧ | كمال معرفت | ٨٥٨ |
| ٨٠٠ | جمع جو معياري ڏينهن | = | ٨٢٨ | استقامت | = |
| ٨٠١ | لباس ۾ اعتدال | ٨٤٧ | ٨٢٩ | تصوف جا مرحلا | = |
| ٨٠٢ | التي قميص | = | ٨٣٠ | آغاز طرف موٽڻ | ٨٥٩ |
| ٨٠٣ | تلاوت قرآن مجيد | = | ٨٣١ | حيراني | = |
| ٨٠٤ | ذكر | ٨٤٨ | ٨٣٢ | سجده ريزي | = |
| ٨٠٥ | قرآن جي معنيٰ | = | ٨٣٣ | محبوب خلق | ٨٦٠ |
| ٨٠٦ | مراقبو | = | | | |
| ٨٠٧ | نيازمندي | ٨٤٩ | | | |
| ٨٠٨ | بيهوده ڳالهه جو كفارو | = | | | |
| ٨٠٩ | صداقت جو اثر | = | | | |
| ٨١٠ | صادق | ٨٥٠ | | | |
| ٨١١ | صديق | = | | | |
| ٨١٢ | ارباب نهايت | = | | | |
| ٨١٣ | خدا جا سپاهي | ٨٥١ | | | |
| ٨١٤ | عارف جي علامت | ٨٥٢ | | | |
| ٨١٥ | عروس دنيا | = | | | |
| ٨١٦ | غلط فهميءَ جو ازالو | ٨٥٣ | | | |

# بسم الله الرحمن الرحيم

حضرت شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين صديقي سهروردي قدس الله سره سهروردي سلسلي جا باني هئا ۽ سندن تصنيف ڪيل ڪتاب"عوارف المعارف" تصوف جو اهو بنيادي ڪتاب آهي جنهن ۾ تصوف جا اهم بحث نهايت عام فهم زبان ۽ دل نشين انداز ۾ بيان ٿيل آهن، هي ڪتاب نہ صرف انهيءَ زماني جي مشائخن خود مصنف وٽ ويهي پڙهيو بلڪ بر صغير پاڪستان ۽ هندستان جي مشهور بزرگ حضرت بابا فريد شڪر گنج رحمة الله عليه ۽ حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني رحمة الله عليه جن بغداد وڃي حضرت شيخ الشيوخ رحمة الله عليه کان عوارف المعارف جو درس حاصل ڪيو ۽ جڏهن حضرت فريدالدين شڪر گنج رحمة الله عليه جن هي مبارڪ ڪتاب کڻي واپس آيا تہ پاڻ بہ طريقت جي سالڪن کي هن ڪتاب جو درس ڏنائون، جيئن تہ اولياءِ ڪرام جي تذڪرن ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ حضرت نظام الدين اولياء جن پاڻ بہ حضرت شڪر گنج رح جن کان هن ڪتاب جا پنج باب پڙهيا هئا ۽ حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت بہ هن ڪتاب جو درس ڏيندا هئا، ۽ ڪيترن مشائخن هن ڪتاب جون شرحون پڻ لکيون آهن. هي مشهور ڪتاب اصل عربي زبان ۾ آهي ۽ ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي پر سنڌي زبان ۾ هن جي ترجمي کي شايع ڪرڻ لاءِ برادر سيلم الله صديقيءَ کي ڪافي وقت کان شوق هو ۽ سندس بار بار اسرار تي اڄ ١٥ شعبان المعظم ١۴١٦هہ مطابق ٧ جنوري ١٩٩٦ع تي آچر جي ڏينهن رب پاڪ جل شانه جي نالي سان شروع ڪيم. وذيڪ توفيق بہ مالڪ الملڪ جي هٿ ۾ آهي.

**مترجم عبدالجبار صديقي**

# حضرت شيخ الشيوخ سهروردي رح جو ”مقدمو“

سڀني تعريفن ۽ ثنا جو مستحق اهو الله آهي، جنهن جو شان بلند آهي ۽ سندس اختيار زبردست آهن، هن جا شوق احسان ظاهر ۽ هن جا دليل ۽ برهان روشن آهن، هو پنهنجي جاهه ۽ جلال جي حجابن ۾ لڪل ۽ پنهنجي ڪمال ۾ اڪيلو آهي. شروع کان آخر تائين عظمت جي لباس ۾ آهي نه ته وهم ۽ گمان ۾ سندس تصور ڪري ٿو سگهجي ۽ نه وري سندس شان وٽان تعريف ڪري سگهجي ٿي. هو دائمي عزت جو مالڪ آهي سندس سلطنت هميشه کان قائم آهي ان ڪري سندس قدرت جي اصل حقيقت معلوم ٿي سگهي اهو ناممڪن آهي ۽ سندس جاهه ۽ جلال جي پوري ڪيفيت پڻ بيان نٿي ڪري سگهجي. سڄي ڪائنات چئي رهي آهي ته اهوئي حقيقي خالق آهي ۽ ڪائنات جي ذري ذري جي تخليق مان پڻ ظاهر آهي ته اهوئي خالق ڪل آهي. انساني عقل (سندس ذات جي باري ۾) بلڪل عاجز آهي. ۽ زبان داني جا ماهر سندس تعريف ڪرڻ کان قاصر آهن سندس ذات ڪريم جي جلالي نور فهم جي پکيءَ جا وار ۽ پر نه رڳو اهو پر جاهه ۽ جلال جي ذريعي وهم جا رستا پڻ بند ڪري ڇڏيا آهن بلڪ بلند نظرن سندن رعب ۽ دٻدٻي جي ڪري سر جهڪائي ڇڏيا آهن ۽ جڏهن نگاهه کي جبروت جي فضا ۾ هيبت جي ڪري ڪا جاءِ نه ملي ته هوءَ موٽي. اهڙي طرح جڏهن عقل کي سندس ڪبريائيءَ جي اصل حقيقت جو رستو نه مليو ته اهو پڻ ناڪام ٿي واپس موٽي آيو.

پاڪ آهي اها ذات جو جيڪڏهن سندس تعريف نه ڪئي وڃي ها ته ان جي معرفت ڏکي ٿي پوي ها ۽ عقل جي لاءِ ان جي وصفن جو

علمر گهٽو مشڪل ٿي پوي ها انهيءَ ذات پنهنجي خاص ٻانهن جي صاف دلين کي معرفت جو لباس پهرايو ۽ پنهنجي سيني ٻانهن ۾ صرف انهن کي احسان ۽ تصوف جي خاصيت سان نوازيو انڪري انهن جون دليون محبت جي نعمتن سان پرجي ويون ۽ انهن جي دلين جا آئينا قدسي نور سان منور ٿي روحاني فيض جي حاصل ڪرڻ جا قائل ٿيا بلڪ انوارالاهيءَ جي حاصلات جو مرڪز بنجي ويا انهن ذڪر اذڪار ۽ وردن جي ذريعي خوشبودار نفسن جي صحبت اختيار ڪئي ۽ پنهنجي ظاهر ۽ باطن تي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جا نگهبان مقرر ڪيا. انهن عالم انسانيت جي اونداهي دور ۾ يقين ۽ ايمان جا ڏيئا روشن ڪيا ۽ دنيا جي عيش ۽ فائدن کي حقير سمجهيو بلڪل خواهشن جي شڪارگاهن ۽ مادي ضرورتن کي ناپسند ڪيو، هو روحاني رغبت جي سوارين تي ويٺا ۽ ملڪوت جي ڪشادگيءَ کي پنهنجي بلند همت سان فرش بنائي بلند مرتبن تائين پهتا ۽ مٿاهيون منزلون ماڻيون. انهن نه صرف اهو بلڪ اعليٰ ۽ پاڪيزه نور کي پنهنجي زيارت گاهه ۽ مرڪز بنايو.

هو جسماني لحاظ کان زمين جي مخلوق آهن پر سندن دليون آسماني آهن سندن صورتون ته خاڪي آهن پر ارواح عرشي آهن سندن نفس خدمتن جي منزلن جو سير ڪري رهيا آهن۽ ارواح قرب جي فضا ۾ پرواز ڪري رهيا آهن سندن بندگيءَ جي طريقي جي شهرت عام آهي ۽ انهن (جي روحانيت) جا جهنڊا روءِ زمين تي لڳل آهن. ناواقف ماڻهن جو چوڻ آهي ته هو پنهنجون صلاحيتون ۽ وقت ضايع ڪري رهيا آهن پر ائين ناهي،بلڪ سندن حالتون نهايت پاڪيزه آهن ان ڪري ڪين ماڻهو سڃاڻي نه ٿا سگهن، بلڪ سندن مقام بلند آهن. تنهن ڪري هو قابوءَ ۾ نه ٿا اچن.

## اولياءَ الله جو مقام

هو يعني اهل الله پنهنجي جسم سان دنيا ۾ موجود آهن پر

سندن دليون هن فاني جهان کان مٿي ۽ پري آهن سندن روح عرش جي چئني طرفن جو طواف ڪري رهيا آهن ۽ سندن قلب نيڪيءَ جي خزانن سان مالامال آهن هو الله جل شانه جي ذات ۾ مصروفيت سبب اونداهين ۾ بہ آرام سان آهن، هو پنهنجي طلب جي گرمائش سان سخت گرميءَ جي اڃ ۾ بہ لذت محسوس ڪن ٿا اهي پنهنجيون دليون دنيا جي خواهشن جي بجاءِ نمازن ۾ لڳائين ٿا ۽ تلاوت قرآن مجيد جي مناڻ جي لذت سان لطف حاصل ڪن ٿا. سندن منهن تي خدائي معرفت جا آثار ظاهر آهن ۽ عرفان الاهيءَ جي تروتازگي سندن باطني رازن جي نشاندهي ڪندڙ آهي.

هر زماني ۾ اهڙا عالم مخلوق کي حق جي دعوت ڏيندا رهيا آهن ۽ نيڪ ٻانهن جي پيروي سان کين انهيءَ حق جو مرتبو مليو آهي. اهي پرهيزگارن جا پيشوا آهن انڪري عوام ۾ سندن ڪمال جا آثار ظاهر آهن ۽ انهن جا روحاني نور مشرق ۽مغرب ۾ روشن آهن جنهن انڪار ڪيو اهو صحيح رستي کان هٽي گمراهہ ٿي ويو.

سڀني تعريفن جو مستحق الله ئي آهي جنهن محبت ڪندڙ خاص بندن جون برڪتون پنهنجي عام ٻانهن لاءِ خاص ڪيون درود ۽ رحمتون سندس پيغمبر بزرگ ۽ آل واصحاب تي نازل ٿين.

## ڪتاب لکڻ جو سبب

واضح هجي تہ مان بہ انهيءَ جماعت جو مسلڪ پسند ڪريان ٿو۽ ساڻن محبت اٿم جنهن جا عمدا نمونا ۽ صحيح مسلڪ يعني ڪتاب ۽ سنت آهي، انهن تي خدا جو فضل ۽احسان آهي ان ڪري مون کي سندن انهيءَ محبت آماده ڪيو آهي تہ مان انهيءَ جماعت جي باري ۾ هي مختصر ڪتاب لکان ۽ ڪجهہ باب انهن جي حقيقتن ۽ حالتن جي باري ۾ لکان جن مان سڌو رستو معلوم ٿئي جنهن تي انهن ماڻهن جو اعتماد هجي ۽ اها اهڙي تہ معتبر معلومات هجي جنهن مان انهن جا عقيدا معلوم ٿي

سگهن ٿو ته انهن جي مشابهت ڪندڙ گهڻا ماڻهو پيدا ٿي پيا آهن ۽ انهن جي حالتن ۾ گهڻو اختلاف آهي گهڻا پڙدي وارا انهن جي لباس ۾ لڪا پيا آهن پر انهن جا عمل خراب آهن. لهاذا جيڪو شخص انهن اڳين بزرگن جي اصولن کان ناواقف آهي ان جي دل ۾ بدگماني پيدا ٿي سگهي ٿي ۽ ممڪن آهي ته اهو هن جماعت جي برخلاف لعن طعن ڪري ۽ اهو سمجهي ته هي به رسمن جو مجموعو آهي ۽ نالي ماتر انهن جي تحقيق ڪئي وئي آهي

منهنجو ارادو آهي ته مان اهل تصوف جي طريقي ۾ ماڻهن جي جماعت ڪي وڏايان ۽ انهن جي حالتن جي طرف اشارو ڪيان ٿو ته چيو ويو آهي ته" جنهن به جماعت جو تعداد وڌايو ته اهو به انهيءَ جماعت ۾ شامل ٿي ويو" ان ڪري مان خداوند تعاليٰ جل شانه کان اهوئي گهران ٿو ته منهنجي نيت درست رکي ۽ ان کي نفساني آلودگين کان پاڪ ۽ صاف رکي- انهيءَ سلسلي ۾ الله تعاليٰ جل جلاله منهنجي دل ۾ جنهن معلومات جو انڪشاف ڪيو آهي اهو خدا جو فضل ۽ احسان آهي ۽ سڀ کان وڏو احسان هي ڪتاب"عوارف المعارف " آهي ۽ هي ڪتاب هيٺين ٦٣ بابن تي مشتمل آهي.

## ڪتاب جا باب

باب پهريون تصوف جي علمن جي واڌ ويجهه (ارتقا) باب ٻيو صوفين لاءِ حسن سماعت جي خاصيت باب ٽيون تصوف جي علم جي فضيلت ۽ ان جو نمونو، باب چوٿون صوفي بزرگن جو حال ۽ ان جا مختلف طريقا- پنجون باب تصوف جي اصل حقيقت ڇهون باب صوفيءَ جو مطلب، ستون باب صاحب تصوف ۽ ان سان مشابهت رکندڙ اٺون باب ملامتي فرقو نائون باب صوفيت جا نام نهاد مدعي ڏهون باب شيخ جو مرتبو يارهون باب خادم ۽ ان جي مشابهت رکندڙ فردن جو حال باب١٢ مشائخن جي خرقي جو حال باب١٣ اهل خانقاه جي فضيلت،

باب۱۴ اهل خانقاه ۽ اهل صفہ، باب۱۵ اهل خانقاه جا پاڻ ۾ تعلقات،
باب١٦ سفر ۽ قيام ۾ مشائخن جا مختلف احوال، باب۱۷ مسافر جا
فرض ۽ نفل باب ۱۸ سفر کان پوءِ خانقاه ۾ داخلا جاطور طريقا، باب ۱۹-
اسباب رکندڙ صوفي جو حال،باب۲۰ فتوح خور صوفي باب۲۱ مجرد ۽
شادي شده صوفي باب۲۲ سماع جي مسئلي جي تائيد باب۲۳ سماع جي
ترديد ۽ انکار باب۲۴ خوداريءَ سان سماع باب۲۵ سماع جا طور طريقا
باب٢٦ صوفين جي چلن جي خاصيت باب۲۷ چلن جون فتوحات باب۲۸
چلو شروع ڪرڻ جو طريقو باب۲۹ صوفين جا اخلاق باب۳۰ صوفين جي
اخلاق جا تفصيل باب ۳۱ ادب ۽ تصوف باب۳۲ مقربين بارگاهہ
جاطور طريقا باب۳۳ پاڪائي جا طور طريقا باب۳۴ وضوءَ جا ادب ۽اسرار باب۳۵
صوفيہ ڪرام جي وضوءَ جا طور طريقا باب٣٦ نماز جي فضيلت باب۳۷
مقربين بارگاهہ جي نماز باب۳۸ نماز جا طور طريقا ۽ اسرار باب۳۹ روزي
جي فضيلت ۽ ان جا اثر، باب۴۰ روزي ۽ افطار ۾ صوفين جا احوال،
باب۴۱ روزي جو ادب واحترام ۽ فرض باب۴۲ طعام ۽ ان جا فائدا ۽
نقصان، باب۴۳ طعام جا طور طريقا باب۴۴ صوفين جي لباس جا طور طريقا
باب۴۵ رات جي جاڳڻ جي فضيلت باب٤٦ رات جي جاڳڻ جا مددگار
اسبابباب ۴۷ رات جي جاڳڻ جا طور طريقا ۽ عمل باب ۴۸ رات جي
جاڳڻ جي ڪمن جي ورهاست باب ۴۹ نماز فجر ۽ ان جون دعائون باب۵۰
صوفين جا روز جا معمول باب۵۱ مرشد سان مريدن جو ادب واحترام باب۵۲
مريدن سان مرشد جو سلوڪ باب ۵۳ صحبت جي حقيقت ۽ ان جا فائدا
۽ نقصان باب۵۴صحبت جا حق ۽ اخوت باب۵۵ صحبت ۽ اخوت
جاطور طريقا باب٥٦ پاڻ سڃاڻڻ جي ذريعي صوفين جا مڪاشفات
باب۵۷ خطرن ۽ وسوسن جي سڃاڻپ ۽ تميز باب ۵۸ حال ۽ مقام ۾
فرق باب ۵۹ درجن جي طرف اشارا باب ٦٠ مختلف مقامن ۽ درجن جي باري

۾ مشائخن جا ارشاد باب ٦١ احوال جي تشريح باب٦٢ احوال جي باري ۾ صوفين جي اصطلاحن جي تشريح باب٦٣ آغاز ۽ انجام جي باري ۾ هدايتون.

هي سڀ باب مون خداوند ڪريم جي مدد سان تحرير ڪيا آهن جيڪي صوفين سڳورن جي علمن انهن جي احوال ۽ ادب جي مقامن، اخلاق، روحاني ڪيفيتن معرفت جي حقيقتن ،۽ توحيد جي دقيق ۽ لطيف اشارن تي ٻڌل آهن ۽ صوفين ڪرام جي سڀني علمن انهن جي صحيح روحاني جذبي، معرفت خداوندي ۽ صحيح ڪيفيت ۽ حال جي ذوق ۽ شوق جا مظهر آهن انهن جي صحيح حقيقت صاف صاف گفتگوءَ ۾ بيان نہ ٿي ٿي سگهي، ڇو تہ هي خداداد عطيو آهي جيڪو صاف باطن ۽ پرخلوص ضمير تي نازل ڪيو ويو آهي ان ڪري صرف اشاري سان انهن جي اصل حقيقت جو اظهار مشڪل آهي، اهوئي سبب آهي جو ان کي عبارت ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي ۽ هي اهي حقيقتون آهن جن ڪان روح مانوس ٿي هڪ ٻئي کي هديہ جي طور پيش ڪندا آهن ۽ الطاف خداونديءَ جي سمنڊ مان فيضياب ٿا ٿين.

حقيقت هيءَ آهي تہ صوفين جي انهن مشڪل علمن جو وڏو حصو فنا ٿي ويو آهي جيئن انهن جا گهڻا اهڃاڻ ۽ حقيقتون محو ٿي ويون آهن ۽ جيئن حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه فرمائن ٿا تہ "اسان جي هن علم جو باب گهڻن سالن ڪان بند ٿي ويو آهي لهاذا اسين هاڻي صرف ان جي حاشيہ جي باري ۾ گفتگو ڪري رهيا آهيون" هي قول پاڻ پنهنجي زماني ۾ چيو هئائين حالانڪ سندن زمانو علماءِ سلف ۽ صلحاءِ تابعين جي گهڻو ويجهو هو. پوءِ اسان جو ڇا حال ٿيندو جڏهن جو اسين ان زماني ڪان گهڻو پري ٿي ويا آهيون.

بهرحال خداوند ڪريم ڪان اهائي اميد آهي تہ هو هن بي بضاعت انسان جي ڪوشش کي احسن طريقي سان قبول فرمائيندو.

سڀني تعريفن ۽ عبادتن جو مستحق خداوند ڪريم ئي آهي جيڪو پروردگار عالم آهي.

باب ١

# تصوف جي علم جي ارتقا

اسانجي شيخ شيخ الاسلام ابوالنجيب عبدالقاهر بن عبدالله بن محمد السهروردي جن هيءَ حديث سنہ٥٦٠ھ ۾ لکائي هئي، جنهن ۾ پاڻ پنهنجي استادن جي سند ۽ امام بخاري رحمه الله جي واسطي سان حضرت ابو موسيٰ الاشعري رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث روايت ڪئي آهي تہ جناب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ "منهنجي ۽ منهنجي وحي جو مثال جيڪا خداوند تعاليٰ جل شانه مون تي نازل ڪئي آهي هڪ اهڙي شخص وانگر آهي جيڪو پنهنجي قوم ڏي آيو ۽ چيائين "اي منهنجي قوم مون پنهنجي اکين سان هڪ لشڪر ڏٺو آهي ان ڪري مان توهان کي خبردار ڪرڻ آيو آهيان. ڀڄو ۽ جلدي ڀڄو" اهو ٻڌي هڪ جماعت تہ سندس ڳالهہ مڃي ۽ اتان هلڻ لڳي ۽ اهي آهستي آهستي هلندا رهيا ۽ بچي ويا پر ٻي جماعت ڳالهہ نہ مڃي ۽ اهي جتي هئا اتي ئي صبح تائين رهيا ۽ صبح ٿيندي ئي لشڪر انهن وٽ پهچي ويو ۽ کين هلاڪ ڪري ڇڏيائين ساڳيو مثال انهن ماڻهن جو آهي جن منهنجي اطاعت ڪئي ۽ منهنجي تعليم تي عمل ڪيو (اهي بچي ويا) ۽ جن منهنجي نافرماني ڪئي ۽ منهنجي تعليم کي نہ مڃيو (اهي تباهہ ۽ برباد ٿيندا)

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ٻي حديث ۾ فرمايو" خداتعاليٰ جل شانه مون تي جيڪو علم ۽ هدايت نازل فرمائي آهي ان جو مثال ائين آهي جيئن ڪنهن زمين تي بارش وسي ۽ زمين جو اهو حصو زراعت جي قابل هئو ۽ پاڻي پي ويو ۽ ان ۾ گاهہ ۽ ساوڪ ڦٽي

هڪ ٻئي حصي پاڻيءَ کي روڪي جمع ڪيو. ان مان به الله تعاليٰ جل شانه ماڻهن کي فائدو پهچايو. ماڻهن پاڻ به پاڻي پيتو ۽ ٻين کي به پياريو ۽ زراعت به ڪيائون. ان کان سواءِ انهيءَ زمين جو هڪ حصو اهڙو به هو جيڪو ڪلراٺو هو جنهن ۾ نه ته پاڻي بيٺو ۽ نه ساوڪ ڄائي. پهريون مثال انهن ماڻهن لاءِ آهي، جن الله جل شانه جي دين کي چڱيءَ طرح سمجهو ۽ خدا وندڪريم جيڪا وحي مون تي نازل ڪئي ان مان انهن کي فائدو پهتو- لهذا انهن پاڻ هي علم سکيو ۽ ٻين کي سيکاريو ۽ آخري مثال انهيءَ شخص جو آهي جيڪو ان طرف متوجه نه ٿيو ۽ ان خدا وندڪريم جي نازل ڪيل هدايت کي تسليم نه ڪيو.

## اهل باطل جو مثال:

شيخ رحمه الله عليه جن فرمايو" الله تعاليٰ جل شانه صاف ۽پاڪيزه طبع ماڻهن کي رسالت ماب صلي الله عليه وسلم جن جي تعليم کي قبول ڪرڻ جي قابل بنايو آهي ۽ اهوئي سبب آهي جو صفائي ۽ پاڪيزگي فائدي ۽ نفعي جي صورت ۾ ظاهر ٿيءَ ڪيترا قلب انهيءَ پاڪيزه زمين وانگر آهن جن ۾ گاهه ۽ ساوڪ گهڻي پيدا ٿي،هي اهڙي شخص جو مثال آهي جنهن نه صرف پاڻ علم مان فائدو حاصل ڪيو ۽ انهن کي هدايت نصيب ٿي بلڪ رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي تابيداري عيوض علم به ان کي فائدو پهچايو ۽ سڌي رستي ڏانهن رهنمائي ڪئي.

ڪي قلب تلائن ۽ ڍنڍن وانگر آهن، تنهنڪري صوفين سڳورن ۽ مشائخن ۾ ڪي زاهد عالم جن جا قلب صاف ۽ پاڪيزه آهن اهي تلائن وا نگر آهن ڇاڪاڻ ته اهي وڏيڪ نفعو پهچائڻ لاءِ خاص آهن. حضرت مسروق رضي الله عنه جن فرمائين ٿا ته مان رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي اصحابين جي صحبت ۾ رهيس اهي تلائن وانگر هئا، ڇاڪاڻ ته انهن جون دليون محافظ هيون ۽ انهن کي صاف فهم ۽ بصيرت عطا ٿي هئي.

ان ڪري انهن جا قلب علم ۽ فن جا ٿانو بنجي چڪا هئا.

حضرت شيخ الامام رضي الدين ابو الخير احمد بن اسماعيل القزويني رحمه الله عليه اسان کي اجازت ڏئي پنهنجي شيخن جي سند سان حضرت عبدالله بن الحسن جي هيءَ حديث روايت ڪئي آهي تہ انهن فرمايو تہ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي.

وتعيها اذن واعيه (پ٢٩- الحاقه١٣) ان کي ياد رکڻ وارا کن ياد رکن ٿا تہ ان مهل رسول الله صلي الله عليه وسلم جن حضرت علي رضي الله عنه کي فرمايو تہ مون خداوند تعاليٰ جل شانه کي هيءَ درخواست ڪئي آهي تہ تنهنجا ڪن اهڙا بنائي، حضرت علي رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ ان کانپوءِ مان ڪا شيءِ نہ وساري ۽ نہ مون کي ڀلجي وڃڻ جي عادت ٿي.

حضرت ابوبڪر واسطي جن فرمايو آهي تہ هن آيت ۾ اهڙا ڪن مراد آهن" جن الله تعاليٰ جل شانه جي اسرارن کي ٻڌي ياد رکيو" پاڻ وڌيڪ فرمايائون تہ هي ڪن صرف اصل مقصد کي ياد رکن ٿا يعني الله تعاليٰ جل شانه جي رازن کان علاوه انهن ۾ ٻي ڪنهن شيءِ جو گذر نہ ٿو ٿئي. هو ٻين شين کان خالي رهن ٿا، انهيءَ صورت ۾ طبيعتن جو اضطراب صرف هڪ قسم جي جهالت آهي.

## الله تعاليٰ جل شانه جي اسرارن جا محافظ

صوفيا ڪرام جا قلب الله تعاليٰ جل شانه جي اسرارن جا محافظ آهن، ڇاڪاڻ تہ هنن تقويٰ تي مضبوطيءَ سان قائم رهڻ کانپوءِ دنيا کان ڪناره ڪشي اختيار ڪئي آهي. تقويٰ جي ذريعي انهن جا نفس پاڪ ٿيا آهن ۽ زهد جي ذريعي دليون صاف ٿيون اٿن. جڏهن زهد اختيار ڪرڻ کانپوءِ انهن دنياوي ڪمن کي ترڪ ڪيو تہ انهن جي باطن جا پڙدا کلي پيا ۽ انهن جي قلب جا ڪن ٻڌڻ لڳا انهيءَ ڪم ۾ کين زهد کان گهڻي مدد ملي.

تفسير، حديث ۽ فقه جي عالمن، ڪتاب ۽ سنت جي ذريعي

مذهبي علمن جي ڄاڻ حاصل ڪئي ان ڪري مذهبي احڪامن جو سلسلو جاري رهيو ۽ نون نون معاملن ۾ شرعي اصولن جي تشريح ٿي. اهڙي طرح خداوند تعاليٰ جل شانه انهن جي ذريعي دين جي حفاظت ڪئي، مفسرن تفسير ۽ تشريح جي اصول ۽ لغت، صرف ونحو، ۽ قرات جا مختلف طريقا معلوم ڪيا ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هنن ڪيترا ڪتاب تصنيف ڪيا ۽ مسلمانن ۾ قرآن جي علمن جي توسيع ٿي.

## عالمن جا ڪارناما

محدثن صحيح حديثن کي سچاتو،۽ حديث جي راوين ۽ اسماءِالرجال جي ڪري زماني جا نشان بنجي ويا. انهن راوين جي باري ۾ جرح ۽ تعديل جا احڪام نافذ ڪيا ته جيئن صحيح ۽ ڪمزور حديث جي خبر پئجي سگهي،۽ ان سان ڳڏڪوڙ سچ جي بہ تميز ٿي سگهي. انهن جي انهيءَ طريقي سان روايت ۽ سند جو سلسلو محفوظ ٿي ويو ۽ انهيءَ ذريعي سان سنت جي حفاظت ٿي.

فقيهن بہ شرعي حڪمن ۾ وسعت آڻڻ مسئلن مان فروعات ڪڍڻ انهن جو سبب معلوم ڪرڻ ۽ فروع کي اصولن ڏي موٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن ۾ مشترڪ سبب معلوم ڪيا. انهن شريعت جي صاف بنيادي اصولن جي ذريعي نوان نوان مسئلا ڪڍيا. فقه جي انهيءَ علم ۽ ان جي احڪامن مان اصول فقه ۽ خلاف جو علم مرتب ٿيو،علم خلاف مان علم الجدل پيدا ٿيو. ان کان علاوه اصول فقہ جو علم دين جي علم جو محتاج هو ۽ ان ۾فرضن جو علم بہ شامل آهي. ان ڪري ان کي سمجهڻ جي ڪري حساب ۽جبر ۽ مقابلو وغيره ڄاڻڻ جي ضرورت محسوس ٿي. مطلب تہ اهڙي طريقي سان اسلامي شريعت جي توسيع ٿي دين حنيف جون پاڙون مضبوط ٿيون ۽ هدايت مصطفويءَ کي فروغ حاصل ٿيو.

## هڪ آيت جي تشريح

جيئن تہ علماءِ ڪرام جي قلبن جي سرزمين علم ۽ هدايت جو آب حيات خوب پيتو هو ان ڪري ان ۾ ساوڪ ۽ گاهہ پيدا ٿيو جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| هن آسمان مان پاڻي نازل فرمايو ۽ ان مطابق واديون وهڻ لڳيون. | انزل مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَسَالَتْ اَوْدِيَۃٌ بِقَدَرِهَا (پ ١٣ ١٧) |
|---|---|

حضرت ابن عباس رضي الله عنہجن فرمايو آهي تہ پاڻيءَ مان مراد علم آهي ۽ واديون قلب آهن، حضرت ابوبڪر واسطي رحمہ الله علہ جن فرمايو آهي تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ هڪ صاف ذرو پيدا ڪيو جڏهن ان تي جلال جي نگاهہ سان ڏٺو تہ اهو شرم ڪان پگهرجي وهڻ لڳو، ان تي الله تعاليٰ جل شانہ فرمايو تہ:

"الله آسمان مان پاڻي وهايو تہ ان مطابق نديون نالا وهڻ لڳا"
ابن عطا هن آيت جي باري ۾ فرمايو تہ الله تعاليٰ جل شانہ پانهي جي لاءِ هي مثال بيان فرمايو آهي ان جي صورت هيءَ آهي تہ جڏهن وادين ۾ بوڏ ايندي آهي تہ ناپاڪي صاف ٿي ويندي آهي.اهڙي طرح جڏهن اهو نور جيڪو الله تعاليٰ جل شانہ بندي جي دل ۾ داخل فرمائيندو آهي، اهو جاري ٿيڻ لڳندو آهي تہ ان سان هر قسم جي غفلت ۽ اونداهي ختم ٿي ويندي آهي انهيءَ صورت ۾ هن آيت جو مطلب هي ٿيندو تہ خداتعاليٰ جل شانہ آسمان مان نور جي تقسيم ڪئي تہ خدا وند ڪريم جي ازلي تقسيم مطابق دلين ۾نور ۽ تجليون ظاهر ٿيڻ لڳا. جهڳ فنا ٿي ويندي (باطل مٽجي ويندو) ۽ قلب ايترا تہ روشن ٿي ويندا جو انهن ۾ ڪا بہ ميراڻ يا ڪچرو باقي نہ رهندو.

اڳتي ارشاد آهي تہ:

| ۽ جيڪا شيءِ ماڻهن لاءِ مفيد آهي اها زمين ۾ باقي رهندي | وَاَمَّا مَا يَنْفَعُ النَّاسُ فَيَمْكُثُ فِي الْاَرْضِ |
|---|---|

يعني باطل شيون فنا ٿي وينديون ۽ حقيقت باقي رهندي.

ڪي اهل دل هن آيت جي تفسير ۾ چون ٿا تہ پاڻي وسائڻ مان مراد ڪرامت جا قسم آهن تنهنڪري هر قلب کي ڪرامت مان ڪجهہ نہ ڪجهہ حصو ضرور مليو آهي، يعني مفسرين محدثين ۽ فقيهن جي قلبن جون واديون پنهنجي حساب موجب وهڻ لڳيون ۽ زاهد عالمن ۾ صوفياءِ ڪرام جيڪي صاحب تقويٰ آهن، انهن جي قلبن جون واديون پنهنجي حساب مطابق وهڻ لڳيون، انڪري جنهن ۾ دنيا پرستيءَ جي گندگي آهي ۽ زرپرستي، مال وجاهہ ۽ منصب جي طلب آهي، ان جي دل جي وادي سندن لاڙن مطابق وهندي، ان کي علم جو ڪجهہ حصو ملندو پر هو علم جي اصل حقيقتن کان محروم رهندو ۽ جنهن دنيا کان بي رغبتي اختيار ڪئي ان جي قلب جي وادي وسيع ٿي ويندي ۽ ان ۾ مختلف علمن جو پاڻي جمع ٿي هڪ وڏو تلاءُ بنجي ويندو.

## فقهي جي تعريف

حضرت امام حسن بصري رضي الله عنہ کي چيو ويو تہ "فقيهن هيئن چيو آهي" پاڻ فرمايائون" ڇا تو ڪڏهن کو فقيہ ڏٺو آهي، درحقيت فقيہ تہ اهو زاهد آهي جيڪو دنيا سان رغبت نہ رکي" ان ڪري صوفي سڀورا جڏهن ظاهري علم حاصل ڪن ٿا تہ هي علم انهن کي عمل جي تلقين ڪري ٿو ۽ جڏهن هو پنهنجي علم مطابق عمل ڪندا آهن تہ ڪين علم وراثت حاصل ٿيندو آهي تنهن ڪري اهي ٻين عالمن جي علمن ۾ برابريءَ جو درجو رکندا آهن، پر ڪي وڌيڪ علم جي گهٽائي ڪري انهن کان وڌيڪ ممتاز هوندا آهن. اهو وڌيڪ علم دراصل علم وراثت آهي، علم الوراثت علي بصيرت (تفقہ في الدين) جو ٻيو نالو آهي جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| فَلَوْلَا نَفَرَ مِنْ كُلِّ فِرْقَةٍ مِّنْهُمْ طَائِفَةٌ لِّيَتَفَقَّهُوا فِي الدِّينِ | هر گروهہ مان هڪ جماعت ڇو نہ نڪتي تہ جيئن اهي مذهبي |

وَلِيُنْذِرُوْا قَوْمَهُمْ اِذَا رَجَعُوْآ اِلَيْهِمْ (پ١١- رڪوع۴)

بصيرت حاصل ڪن ۽ جڏهن پنهنجي قوم ڏي وڃن ته انهن کي ڊيڄارين.

انذر (ڊيڄارڻ) فقه جي ذريعي ٿي سگهي ٿو، ۽ انذار جو مفهوم هي آهي ته ماڻهن کي علم جي ذريعي ڊيڄاري زنده ڪيو وڃي. هيءُ علمي مرتبو هڪ مذهبي فقيه ئي حاصل ڪري سگهي ٿو ان ڪري مذهبي بصيرت حاصل ڪرڻ ڪامل ۽ اعليٰ مرتبو آهي، جنهن تي هڪ زاهد ۽متقي عالم ئي فائز ٿي سگهي ٿو،ڇو ته اهوئي پنهنجي علم ۽ عمل جي اندر ڊيڄارڻ جو حقدار آهي.

## هدايت جو سرچشمو

علم ۽ هدايت جو ڦهريون مرڪز رسول الله ﷺ جن جي ذات گرامي آهي، پاڻ علم ۽ هدايت جو فيض الله تعاليٰ جل شانه جي سرچشمي مان حاصل ڪيائون ۽ ظاهري ۽ باطني طور تي پوري طرح سيراب ٿي ويا سندن ظاهري سيرابيءَ مان دين ظاهر ٿيو. دين، اطاعت ۽ تواضع جو نالو آهي. هي لفظ "دون" مان نڪتل آهي ۽ جيڪا شيءِ جهڪيل هجي ان کي دون چئجي ٿو انڪري دين جو مفهوم هي آهي ته پنهنجو پاڻ کي پنهنجي رب جل شانه جي سامهون جهڪائجي جيئن ارشاد باري تعاليٰ جل شانه آهي ته:

شَرَعَ لَكُمْ مِّنَ الدِّيْنِ مَا وَصّٰى بِهٖ نُوْحًا وَّالَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ وَمَا وَصَّيْنَا بِهٖٓ اِبْرٰهِيْمَ وَمُوْسٰى وَعِيْسٰٓى اَنْ اَقِيْمُوا الدِّيْنَ وَلَا تَتَفَرَّقُوْا فِيْهِ ۝

هن توهان لاءِ دين جو اهوئي رستو ڪيو آهي، جنهن ڏانهن هن نوح جي رهنمائي ڪئي هئي ۽ اهوئي رستو وحي جي ذريعي توکي ٻڌايو آهي ۽ انهيءَ جي اسان ابراهيم، موسيٰ ۽ عيسيٰ کي هدايت ڪئي هئي ته دين کي قائم رکو ۽ ان ۾ تفرقي بازي نه ڪيو.

دين ۾ تفرقي بازيءَ جي ڪري دين جي سيني شعبن (۽ پڻ جسماني عضون ۾) ڪمزوري اچي وڃي ٿي ۽ علم جي تروتازگي نڪري ٿي وڃي. ظاهري تروتازگي عضون کي اهڙي طرح حاصل ٿيندي آهي جو نفس ۽ دل مطيع هجن. دل جي آسودگي علم سان ٿيندي آهي جيڪو هڪ سمنڊ وانگر آهي، انڪري رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو قلب مبارڪ ڇوليون هڻندڙ سمنڊ آهي ان کان پوءِ هي علم سندن قلب جي سمنڊ کان نفس تائين پهتو ۽ سندن نفس شريف تي علم جي تروتازگي ۽ سيرابي ظاهر ٿي ، جنهن ڪري نفس جي سيني صفتن ۽ اخلاق ۾ انقلاب برپا ٿي ويو پوءِ عضون تائين هڪ نهر وڃي ملي ۽ اهي به تروتازه ۽ شاداب ٿي پيا ،جڏهن تروتازگي مڪمل ٿي وئي ۽ سيرابي انتها تائين پهتي ته ان وقت الله تعاليٰ جل جلاله کين مخلوق ڏانهن موڪليو، هاڻي پاڻ ﷺ پنهنجي امت جي سامهون انهيءَ صورت ۾ آيا جو سندن قلب علم جو ڇولين هڻندڙ سمنڊ هو جنهن جي قريب عقل ۽ فهم جون نهرون آيون ۽ هر هڪ نهر ۾ ان سمنڊ جي پاڻيءَ جو ڪجهه حصو وهڻ لڳو ۽ هي حصو جيڪو هر ڪنهن کي مليو مذهبي بصيرت جو حصو هو.

## مذهبي بصيرت جو درجو

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته آنحضرت ﷺ جن فرمايو ته"مذهبي بصيرت کان بهتر ڪا به عبادت نه آهي ۽ شيطان جي لاءِ هڪ فقيه (بصيرت جو صاحب) هڪ هزار عابدن کان وڌيڪ سخت آهي، هر شيءِ جو هڪ ٿنڀو هوندو آهي ۽ دين جو ٿنڀو مذهبي بصيرت آهي.

اسانجي شيخ ابو النجيب سهرورديءَ رحمه الله عليه جن پنهنجي شيخن ۽ امام بخاري رحمه الله عليه جي واسطي سان حميد بن عبدالرحمن رضي الله عنه جي هيءَ حديث لکائي آهي ته انهن بيان ڪيو ته امير معاويه رضي الله عنه خطبو ڏيندي فرمايو ته مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي هي ارشاد

فرمائيندي ٻڌو: "الله جنهن سان ڀلائي ڪرڻ جو ارادو فرمائيندو آهي ته ان کي مذهبي بصيرت عطا فرمائيندو آهي. مان ته صرف تقسيم ڪرڻ وارو آهيان، دراصل عطا ڪرڻ وارو صرف الله آهي"

شيخ موصوف ارشاد فرمائين ٿا ته:

"جڏهن علم قلب تائين پهچندو آهي ته دل جون اکيون کليل پونديون آهن ۽ اها حق ۽ باطل کي ڏسڻ لڳندي آهي ۽ هدايت ۽ گمراهيءَ جو فرق معلوم ڪري وٺندي آهي، جيئن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ اعرابي جي سامهون هيءَ آيت پڙهي:

| | |
|---|---|
| فَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ خَيْرًا يَّرَهٗ وَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَّرَهٗ | جيڪو ذري برابر نيڪي ڪندو ته اهو ان جو بدلو ڏسندو ۽ جيڪو شخص ذري برابر برائي ڪندو ته اهو به ان جو بدلو ڏسندو |

هيءَ آيت سڄوري ٻڌي ان اعرابيءَ چيو" بس بس! هي منهنجي لاءِ ڪافي آهي" ان تي پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته"هي ماڻهو سمجهي ويو آهي"

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه جن فرمايو ته" بهترين عبادت مذهبي بصيرت ۽ فقه آهي" اهوئي سبب آهي جو خداوند تعالیٰ جل شانه فقه (سمجهه) کي دل جي صفت قرار ڏنو آهي ۽ فرمايو اٿس ته

| | |
|---|---|
| لَهُمْ قُلُوْبٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ ۝ | انهن وٽ اهڙيون دليون آهن جن جي ذريعي هو سمجهي نه ٿا سگهن |

جڏهن ماڻهو سمجهڻ لڳندا آهن ته انهن کي حقيقت معلوم ٿي ويندي آهي ۽ اهي پنهنجي علم مطابق عمل ڪندا آهن. جڏهن عمل ڪرڻ لڳي ويندا آهن ته انهن کي معرفت حاصل ٿيندي آهي ۽ معرفت کان پوءِ کين هدايت نصيب ٿيندي آهي ان ڪري جيڪو گهڻو سمجهندو آهي اهو ديني اصولن کي جلد قبول ۽ تسليم ڪندو بلڪ کيس ايمان

جي نور جو هڪ وڏو حصو ملندو. تنهنڪري علم قلبن لاءِ خداداد نعمت آهي جنهن کي معرفت امتياز ٿي بخشي ۽ هدايت دل جي وجدان جو ٻيو نالو آهي.

## علم جي فضيلت

جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته خدا جل شانه مون کي علم ۽ هدايت سان موڪليو آهي ته ان مان مراد هي آهي ته رسالت ماب ﷺ جن جي قلب الله تعاليٰ جل شانه جي علم کي حاصل ڪري ورتو هو ۽ پاڻ ﷺ نه صرف هدايت حاصل ڪيل هئا بلڪ هادي (هدايت ڪندڙ) به هئا ۽ هي علم ڪين حضرت آدم عليه السلام کان ورثي ۾ مليو هو، ڇو ته خدا تعاليٰ جل شانه آدم کي سيني شين جا نالا سيکاري ڇڏيا هئا. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جل شانه علم جي ڪري انهن کي افضل قرار ڏنو هو، جيئن ارشاد آهي ته: علم الانسان مالم يعلم يعني هن انسان کي اهو سيکاريو جيڪو هو نه ڄاڻندو هو. تنهن ڪري جڏهن حضرت آدم عليه السلام جي مزاج کي علم ۽ حڪمت سان تيار ڪيو ويو ته ان ۾ هي خصلتون پيدا ٿي ويون. فهم وذڪا، معرفت، رحم، لطف،محبت،نفرت، شادي غمي، رضا، غضب ۽ دانائي. ان کان پوءِ انهن سيني شين جي مناسب استعمال جي خواهش پيدا ٿي ته انهن جي قلب کي بصيرت ڏني ويئي ۽ خداداد نور جي ذريعي الله تعاليٰ جل شانه ڪين هدايت عطا فرمائي.

تنهنڪري رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جڏهن هن امت لاءِ مبعوث ٿيا ته ڪين هڪ موروثي ۽ هڪ مخصوص نور عطا ڪيو ويو. ڇيو وڃي ٿو ته جڏهن الله تعاليٰ جل شانه آسمانن ۽ زمين کي خطاب ڪري حڪم ڏنو:

| | |
|---|---|
| اَتِيَا طَوْعًا اَوْ كَرْهًا قَالَتَا اَتَيْنَا طَائِعِيْنَ | توهان ٻئي خوشيءَ سان اچو يا مجبور ٿي انهن ٻنهين چيو اسين فرمانبردار ٿي ايندا سين |

تہ ان وقت هي آواز زمين جي طرفان خانہ ڪعبي جي مقام ڪان آيو آهي ۽ آسمان بہ ان جي سامهون واري حصي مان ڳالهايو هو.

## اصل ڪائنات

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه جن فرمايو آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي پيدائش مبارڪ جي مٽيءَ جو خمير زمين جي دن يعني مڪي معظمه مان ورتو ويو هو. انهيءَ ڪري گهڻن عالمن اهو چيو آهي تہ ائين معلوم ٿو ٿئي تہ زمين جي طرف ڪان محمد مصطفيٰ ﷺ جي ذري مبارڪ جواب ڏنو هو ۽ ڪعبي جي سر زمين ڪان ئي زمين جي توسيع ڪئي ويئي هئي، تنهنڪري سرور ڪائنات ﷺ ڪائنات جي وجود جو سرچشمو هئا. يعني سڄي ڪائنات جو چشمو سندن ئي ذات مبارڪ مان نڪتو انهيءَ ڪري پاڻ ﷺ جن هن حديث شريف ۾ اشارو فرمايو آهي.

| | |
|---|---|
| كنت نبيا وآدم بين الماءِ والطين | مان ان وقت ڪان نبي هئس جڏهن حضرت آدم پاڻيءَ ۽مٽيءَ جي وچ ۾ هو. |

هڪ ٻي روايت ۾ هي الفاظ آهن.

| | |
|---|---|
| بين الروح والجسد | (يعني) هو روح ۽ جسم جي وچ ۾هو. |

هڪ سبب هي بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ ڪين ﷺ امي انهيءَ ڪري چيو ويو جو مڪي معظمه جو نالو ام القريٰ (سيني بستين جي ماءُ) هو ۽ سندن ﷺ ذرو ڪائنات جو سبب آهي.

عام طرح ڪنهن جي مٽيءَ جو خمير انهيءَ جاءِ جو هوندو آهي جتي سندس دفن جي جاءِ هجي، انهيءَ لحاظ ڪان سندن ﷺ تدفين مڪي معظمه ۾ هئڻ گهرجي ها، ڇو تہ سندن ﷺ مٽي مبارڪ اتان جي هئي، پر چيو ٿو وڃي تہ جڏهن پاڻي موجون هڻڻ لڳو تہ انهيءَ جي جهاڳ پري پري تائين هلي ويئي. انوقت رسالت ماب ﷺ جن جو جوهر مبارڪ

انهيءَ جاءِ تي اچي پهتو جتي سندن مزار مبارڪ آهي تنهنڪري آنحضرت ﷺ مڪي ۽مدني آهن. ڪين ﷺ محبت پنهنجي وطن مڪي معظمہ سان آهي مگر سندن ﷺ مزار مبارڪ مدينہ منوره ۾ آهي. رسول الله ﷺ جن جي ذري مبارڪ جو جيڪو اسان ذڪر ڪيو آهي ان طرف الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ بہ هن آيت ڪريمہ ۾ بہ اشارو ڪيو آهي:

وَاِذْ اَخَذَ رَبُّکَ مِنْ بَنِيْٓ اٰدَمَ مِنْ ظُهُوْرِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ وَاَشْهَدَهُمْ عَلٰٓي اَنْفُسِهِمْ اَلَسْتُ بِرَبِّکُمْ قَالُوْا بَلٰي (پ٩ رڪوع١٢-١١)

(ياد ڪيو) جڏهن توهان جي پروردگار آدم جي اولاد جي پٺيءَ مان ان جي اولاد کان وعدو ورتو هو ۽ انهن کان اهو اقرار ڪرايو هو تہ ڇا مان توهان جو رب نہ آهيان؟ انهن اقرار ڪيو تہ هائو (تون ئي اسان جو رب آهين)

انهيءَ سلسلي ۾ حديث شريف ۾ تشريح آئي آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ حضرت آدم عليه السلام جي پٺيءَ تي هٿ ڦيرايو ۽ اتان ذرن جي شڪل ۾ حضرت آدم عليه السلام جي وارن مان ذرن کي ڪڍيو تہ اهي ذرا اهڙي طرح نڪتا جيئن پگهر نڪرندو آهي، هي بہ چيو ٿو وڃي تہ اها مسح ڪجهہ فرشتن جي طرفان هئي. تنهنڪري فعل جي اضافت سبب جي طرفان ٿي. ڪي وري انهيءَ حديث جو مطلب اهو بيان ڪندا آهن تہ مسح مان مطلب هي آهي تہ جيئن زمين جي پيمائش ڪري ان جو اندازو لڳايو ويندو آهي. تيئن انهن کي شمار ڪيو ويو. هي واقعو بطن نعمان جو آهي جيڪو مڪي ۽ طائف جي وچ ۾ عرفہ جي ويجهو آهي. جڏهن ذرن کي مخاطب ڪيو ويو ۽ انهن اقرار ڪيو تہ هي اقرار نامون سفيد ۽ روشن ڪاغذ تي لکيو ويو- فرشتن ان تي گواهي ڏني ۽ انهيءَ اقرار نامي کي حجر اسود ۾ رکيو ويو. انهيءَ وقت رسول الله ﷺ جي ذري مبارڪ ئي زمين جي طرفان جواب ڏنو، علم ۽ هدايت سندن مزاج ۾

هئي انڪري ڪين ﷺ علم ۽ هدايت نہ صرف موروثي عطا ٿي بلڪ هي خداداد نعمت بہ هئي.

## پاڪ مٽي

هي بہ چيو ٿو وڃي تہ جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ حضرت جبريل ۽ حضرت ميڪائيل عليہ السلام کي موڪليو تہ هو زمين مان مٽيءَ جي مٺ ڀري اچن تہ زمين عذر ڪيو. ايستائين جو الله تعاليٰ جل شانہ عزرائيل عہ کي موڪليو ۽ اهو زمين تان مٽيءَ جي مٺ ڀري آيو ان وقت ابليس پنهنجي ٻنهي پيرن سان زمين کي رهڙي چڪو هو تہ ڪجهہ زمين ان جي ٻنهي قدمن جي وچ ۾ رهجي ويئي ۽ زمين جو ڪجهہ حصو سندس قدم جي جاءِ جي وچ ۾ رهجي ويو. اهڙي طرح اها مخلوق جيڪا انهيءَ مٽي مان پيدا ٿي جنهن کي ابليس جي قدمن رهڙيو شرارتن جومرڪز بنجي ويئي ۽ اها مٽي جنهن تي ابليس جا قدم نہ لڳا نبين سڳورن ۽ اولياءِ ڪرام جي پيدائش جو سبب بني. رسول الله ﷺ جن جو ذرو مبارڪ الله تعاليٰ جل شانہ جي نگاهہ جو مرڪز بنجڻ سبب حضرت عزرائيل عليہ السلام جي دسترس کان ٻاهر هو ۽ ان کي ابليس جا قدم ڇهي نہ سگهيا، ان ڪري اهو جهل کان پاڪ ۽ صاف رهيو، بلڪ جهل اتان قطعي طور سان ڪڍيو ويو هو ۽ اهو علم سان مالا مال ٿي ويو هو. ان ڪري الله تعاليٰ جل شانہ ڪين علم ۽ هدايت سان موڪليو ۽ هي ٻئي شيون سندن ﷺ قلب مبارڪ کان ٻين قلبن تائين منتقل ٿيون ۽ سندن نفس مبارڪ کان ٻين جي نفسن تائين پهتيون.

تنهنڪري علم ۽ هدايت جو دارومدار مٽيءَ جي پاڪيزگيءَ تي آهي ماڻهو جيتري قدر پاڪ مٽيءَ جو هوندو اوتري قدر اهو علم ۽ هدايت قبول ڪرڻ جي زياده صلاحيت رکندو، جيئن تہ صوفياءِ ڪرام جا قلب زياده پاڪ آهن ان ڪري انهن کي علم ۽ هدايت جو تمام وڏو حصو مليو ۽ انهن جا باطن علم ۽ هدايت جا تلاءَ بنجي ويا. انهن پاڻ

علم سکيو ۽ ٻين کي بہ سيکاريو. جيئن تلائن ۽ نهرن جي ذريعي آبپاشي ۽ زراعت ٿيندي آهي تيئن هنن ۾ بہ تقويٰ جي گهٽائي ۽ ظاهري ۽ باطني علم جمع ٿي ويا آهن.

جڏهن انهن جا نفس پاڪيزه ٿي ويا تہ تقويٰ جي ديوار تي انهن جي دلين جا آئينا چمڪي پيا جن ۾ سيني شين جو عڪس اصل صورت ۾ نظر اچڻ لڳو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو دنيا جون سڀ برائيون الهي قلب جي آئيني ۾ ظاهر ٿي پيون ان ڪري انهن کي ترڪ ڪري ڇڏيو. ان جي برعڪس جڏهن آخرت جو حسن ۽ جمال ان تي ظاهر ٿيو تہ اهي انهيءَ جا طلبگار ٿي پيا. تنهنڪري جڏهن انهن دنيا کان بي رغبتي ظاهر ڪئي تہ انهن جي دلين تي مختلف قسم جا علم منڪشف ٿيڻ لڳا. ظاهري علم سان گڏ انهن کي مذهبي ۽روحاني بصيرت بہ عطا ٿي.

هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ رهي تہ صوفين جون ستيون ڳالهيونجيڪي اسين هن ڪتاب ۾ بيان ڪنداسين اهي مقربين جا احوال هوندا- صوفيءَ جي معنيٰ مقرب بارگاهہ آهي، ڇو تہ قرآن پاڪ ۾ صوفي لفظ جي بجاءِ مقرب لفظ استعمال ٿيل آهي جيئن اسين ان باب ۾ ذڪر ڪنداسين. مشرقي ۽ مغربي ملڪن جي حصن ۾ هي نالو مقربين جي لاءِ استعمال ٿيل نہ آهي، ترڪستان ۽ ماوراءِ النهر جي ملڪن ۾ گهڻا اولياءِ الله اهڙا آهن جيڪي صوفيءَ جي نالي سان نہ پڪاريا ويندا آهن، ڇو تہ هو صوفين جي لباس ۾ نہ آهن.

بهرحال لفظن سان ڪو فرق ڪو نہ ٿو پوي، ڇو تہ صوفين مان اسان جي مراد مقربين آهي تنهن ڪري اهي صوفي مشائخ ڪرام جن جا نالا طبقات ۽ ٻين ڪتابن ۾ نظر اچن ٿا اهي سڀ جا سڀ مقربين الاهيءَ جي مسلڪ تي هئا ۽ انهن جا علم انهن ئي مقربين الاهيءَ جي احوال جي علمن سان تعلق رکندڙ هئا. تنهنڪري خدا جل شانہ جي نيڪ بندن مان جيڪو مقربين الاهيءَ جي مقام تي پهچڻ گهري اهو ان وقت

تائين اهل تصوف (متصوف) سڏبو، جيسين تائين هو صاحب حال نہ ٿو ٿئي. جڏهن هن جي صاحب حال هجڻ جي تصديق ٿي وڃي تہ پوءِ هو صوفي سڏبو، انهن ٻنهي قسم جي فردن کان سواءِ جيڪو صوفين جي لباس ۾ هجي يا انهن ڏي منسوب هجي، اهو مشڪوڪ رهندو. بهرحال علم واري کان مٿي هڪ ٻيو اهل علم ضرور هوندو آهي.

باب ٢

# صوفين سڳورن ۾ ٻڌڻ جي صلاحيت

اسان جي شيخ ابو النجيب سهروردي پنهنجي مشائخ ۽امام ابو داؤد السجستاني رحمه الله عليه جن جي حوالي سان حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث اسان کي ٻڌائي تہ اهي فرمائين ٿا تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ارشاد فرمائيندي ٻڌو تہ

”خدا انهيءَ شخص کي خوش و خرم رکي جنهن اسا کان کا حديث ٻڌي ۽ ان کي ياد رکيو ايستائين جو انهن کي ٻين تائين پهچايو، ڇو تہ کيترا راوي پاڻ کان وڌيڪ سمجهدار فقيهن تائين روايت پهچائن ٿا ۽ گهڻا راوي اهڙا آهن، جيکي سمجهدار فقيہ آهن“

بهرحال هر نيڪيءَ جو بنياد سهڻي ٻڌڻ تي آهي جيئن الله تعالیٰ جل شانه فرمائي ٿو:

| | |
|---|---|
| وَلَوْ عَلِمَ اللّٰهُ فِيهِمْ خَيْرًا لَّاَسْمَعَهُمْ (پاره ٩: رکوع ١٧-١٣) | ۽ جيڪڏهن الله تعالیٰ انهن ۾ ڀلائي معلوم ڪري ها تہ اهو ضروري ٻڌارائي ها |

گهڻا چون ٿا تہ ٻڌڻ ۾ ڀلائيءَ جي علامت هيءَ آهي تہ بندو ڪنهن شيءِ کي ان جي پورين وصفن سان ٻڌيءَ حق کان حق ڳالهہ ٻڌي.

ان ڪري جڏهن صوفيه ڪرام ۽مقربين بارگاهہ الاهيءَ کي اهو معلوم ٿي ويو تہ خدا جل شانه جو ڪلام ۽ پنهنجي ٻانهن جي طرف ان جو پيغام انهن لاءِ ئي مخصوص آهي تہ انهن اهو مشاهدو ڪيو تہ ان

جي ڪلام جي هر آيت علم جو هڪ وڏو سمنڊ آهي ۽ ان ۾ ظاهري ۽ باطني ڪليل ۽ لڪل گهڻا علم شامل آهن ۽ هر آيت جنت جو هڪ دروازو آهي، ڇو ته اها ندي کي ان جي رستي کان آگاهه ڪري ٿي يا عمل جي ذريعي ان ڏي دعوت ڏئي ٿي.

## غور سان ٻڌڻ جي اهميت

هو اهو به ڄاڻن ٿا ته رسول الله ﷺ جن جو پنهنجو ڪلام به الله جل شانه جو ئي ڪلام آهي ڇو ته پاڻ ﷺنفساني خواهشن جي بنياد تي گفتگو نه فرمائيندا هئا. بلڪ سندن هر ڳالهه االله تعاليٰ جل شانه جي وحي هوندي هئي. ان ڪري ان کي به غور سان ٻڌڻ جي ضرورت آهي. ان ڪري غور سان ٻڌڻ جي قابليت سندن نظر ۾ گهڻي اهم آهي. سندن چوڻ آهي ته غور سان ٻڌڻ سان ملڪوت جو دروازو کلي ٿو ۽ خدائي خوف ۽ رغبت جون برڪتون نازل ٿين ٿيون. سندن نظر ۾ وسوسا نفس اماره جي باهه مان نڪرندڙ دونهين وانگر آهن ۽ اهڙي خاڪ مثل آهن جيڪا شيطان جي ڦوڪ هڻن سان جمع ٿي ويندي آهي. ان ڪري اهي فاني لذتون ۽ دنيا جا ڪم جيڪي هواءِ هوس خاطر هجن سي تباهه ڪندڙ آهن اهي اهڙي ٻارڻ وانگر آهن جنهن مان باهه پڙڪي اٿي ٿي ۽ انسان تنگ دل ٿي پوي ٿو تنهنڪري انهن دنيا کي ڇڏي ڏنو ۽ ان کان منهن ڦيرائي ڇڏيو جڏهن نفس جي باهه کان سندن ٻارڻ يعني خواهشن کي هٽايو ويو ته ان جا شعلا پڻ وسامڻ لڳا ۽ دونهون گهٽ ٿيو ته انهن جا قلب ۽ باطني حصا علمن جي چشمن تائين پهچي ويا ۽ صاف وشفاف عقل ۽ فهم سان تيار ٿي ويا جڏهن هنن ڌيان ڏنو ته ڏاڍي غور سان ٻڌندا رهيا جيئن ارشاد باري تعاليٰ جل شانه آهي.

ان في ذالک لذکرىٰ لمن کان له قلب اَوْ اَلْقَي السَّمْعَ وَهُوَ شَهِيْدٌ (س ٥ : ٣٧)

درحقيقت هن ۾ هنن لاءِ نصيحت آهي جنهن وٽ دل هجي يا هو ڪن لڳائي ٻڌي ۽ متوجه ٿئي.

## قلب سليم

حضرت شبلي رحمه الله عليه جن فرمايو ته قرآن ڪريم جي نصيحت ان شخص لاءِ آهي جنهن جي دل الله جل شانه جي حضور ۾ هجي ۽ هڪ لمحي لاءِ به ان کان غافل نه ٿئي. حضرت يحيٰ بن معاذ الرازي رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا ته قلب ٻن قسمن جا آهن. هڪڙو قسراهو آهي جيڪو دنيا جي ڪمن ۾ گهڻو مشغول هجي ايستائين جو جڏهن خدا جل شانه جي اطاعت جو ڪو ڪم اچي پوي ته ڪيس اها خبر ئي نه پوي ته هن کي ڇا ڪرڻ گهرجي ڇا ڪاڻ ته اها دل دنيا جي ڪمن ۾مشغول آهي، ٻئي قسم جي دل اها آهي جيڪا آخرت جي احوال ۾ مشغول آهي، ايستائين جو جڏهن دنيا جو ڪو ڪم سامهون اچي ته انهيءَ دل کي اهو معلوم ئي نه ٿئي ته هو ڇا ڪري ڇو ته دل آخرت سان مصروف آهي، اهڙي طرح قائم ٿيل هوش ۽ حواس جون برڪتون ۽ دنيا جي انهن ناپائيدار ڪمن جي نحوست بيان ڪئي ويئي آهي جيڪي انسان کي اطاعت سان پري ڪن ٿيون. ڪن جو چوڻ آهي ته قلب سليم مان مراد اهو قلب آهي جيڪو نفساني غرضن ۽ روحاني مرضن کان خالي هجي. حسين بن منصور رحمه الله عليه جو قول آهي ته جيڪو صاحب دل آهي ان ۾ صرف الله جل جلاله جو جلوو ئي سمائجي سگهي ٿو. ان کان پوءِ پاڻ هڪڙو شعر پڙهيائون جنهن جو ترجمو هي آهي ته مان توکي انهن قلبن جي مري وڃڻ جي خبر ٻڌايان ٿو جن تي گهڻي عرصي تائين وحي جا اهڙا بادل وسايا ويا جن ۾ حڪمت جا سمنڊ پريل هئا، حضرت ابن عطا رحمه الله عليه جو قول آهي ته قلب سليم مان اهو قلب مراد آهي جنهن عظمت جي نگاهه سان حق جو مشاهدو ڪيو ته ان کي ڏسي هو پاڻي ٿي پيو ۽ ان کان پوءِ سندس حالت اها ٿي وئي جو هو سيني کان پاسيرو ٿي حق تعاليٰ جل شانه جو ٿي ويو. حضرت واسطي رحمه الله عليه جو فرمان آهي ته مٿين آيت ۾ ذڪريٰ (نصيحت) جو جيڪو لفظ آيو آهي ان مان سڀ ماڻهو مراد ناهن، بلڪ مخصوص فرد مراد آهن،جيڪي ازل

ڪان ئي قلب سليم وارا آهن،هي اهي ماڻهو آهن جن جي باري ۾
خداوند تعاليٰ جل شانه فرمايو آهي ته:

| | |
|---|---|
| اَوْ مَنْ كَانَ مَيْتًا فَاَحْيَيْنٰهُ | ڇا هي اهو شخص آهي جيڪو مڙدو هو ۽ اسان ان کي زنده ڪيو. |

شيخ واسطي جو اهو به چوڻ آهي ته مشاهدو پيون شيون وساري ڇڏي ٿو ۽ فهم ۽ ادراڪ عطا ڪري ٿو، ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ جل شانه جڏهن ڪنهن شيءِ جي سامهون ظاهر ٿيندو آهي ته اها شيءِ سندس اڳيان جهڪي ويندي آهي حضرت واسطيءَ جو ارشاد ڪن ماڻهن جي حق ۾ ته صحيح آهي پر ڪن ماڻهن جي برخلاف آهي، جيئن هيءَ آيت فيصلو ٿي ڪري. اهڙي قسم جا ماڻهو صحو ۽ هوش ۽ حواس جا صاحب آهن جن وٽ مشاهدو ۽ فهم ٻئي شيون جمع رهن ٿيون، فهم جو مقام ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو مقام "دل جون اکيون" آهن. بهرحال ٻڌڻ ۾ هڪ خاص فائدو لڪل آهي ۽ ڏسڻ ۾ به هڪ خاص حڪمت ۽ فائدا آهن. ان ڪري جيڪو حال جي بيهوشي (سڪر) ۾ هوندو ان جي ٻڌڻ جي طاقت سندس ڏسڻ جي طاقت ۾ غائب ٿي وڃي ٿي پر جيڪو هوش ۽ تمڪين جي حالت ۾ هوندو ان جي ٻڌڻ جي قوت ڏسڻ ۾ غائب نه ٿيندي، ڇو ته هو حال کي قابوءَ ۾ رکيو ٿوا ڇي ۽ نظرون وجود جي ذريعي جيڪو ڪلام کي سمجهڻ جي قابل هوندو آهي، فهم ۽ ادراڪ ڪندو آهي،ڇو ته فهم ۽ ادراڪ ٻڌڻ ۽ الهام جي منزل آهي ۽ ٻڌڻ ۽ الهام جي لاءِ وجود جو ظرف درڪار آهي، هي وجود خداداد ٿيندو آهي ۽ ارباب هوش ۽ تمڪين جي لاءِ جيڪو هوش جي مقام ۾ ٿيو، پيو پيدا ٿيندو آهي. هي هن وجود کان الڳ آهي جيڪو مشاهدي جي نور جو جلوه گر هجڻ ڪري ان شخص لاءِ معدوم ٿي ٿو وڃي، جيڪو فنا جي راهه کان گذري منزل تائين پهچي ويو هجي.

## قلب جا سهڻا ڏانو ۽ طور طريقا (آداب)

ابن سمعون رحمه الله عليه فرمايو نصيحت ان لاءِ آهي جنهن جي دل کي خدمت ۽ قلب جي سهڻن ڏانون ۽ طور طريقن جي ڄاڻ هجي. ان جون ٽي صورتون آهن.

(١) جڏهن دل عبادت جو مزو چکي ٿي ته اها شهوت (نفساني خواهشن) جي غلاميءَ کان آزاد ٿي وڃي ٿي ۽ جنهن شهوت ڇڏي ڏني انهيءَ ادب جو ٽيون حصو حاصل ڪري ورتو.

(٢) ڪجهه حاصل ٿيڻ کان پوءِ جيڪڏهن اهو شخص انهيءَ شيءِ جو طالب هجي، جيڪا ادب سان حاصل نه ٿي هجي ته سمجهو ته ڇڻ هن ادب جا ٻه حصا حاصل ڪري ورتا.

(٣) جيڪڏهن قلب جي تسلي هن شيءِ مان ٿي وئي هجي جنهن سان هن پورو ڪرڻ وقت بخشش جو آغاز ڪيو هو ته انهيءَ مڪمل (خلوص) ادب حاصل ڪري ورتا.

امام محمد باقر محمد بن علي رضي الله عنه فرمائين ٿا ته مڙده دلي نفساني خواهشن سان پيدا ٿيندي آهي، ان ڪري جيڪو خواهشن کي ڇڏي ڏئي،ان کي زندگيءَ جو هڪ حصو ملي ويندو ۽ زنده انسان ٿي غور سان ٻڌندا آهن جيئن خداوند تعالي جل شانه فرمائي ٿو .

| | |
|---|---|
| اِنَّکَ لَا تُسۡمِعُ الۡمَوۡتیٰ | درحقيقت توهان مڙده انسانن کي ٻڌڻ جي قابل نه ٿا بنائي سگهو. |

## شيطاني اثرات

حضرت سهل بن عبدالله التستري رحمه الله عليه جن فرمايو قلب هڪ نرم شيءِ آهي ان تي برن خيالن ۽ وسوسن جو اثر ٿيندو آهي، معمولي اثر به ان لاءِ گهڻو ٿيندو آهي جيئن ارشاد خداوندي آهي ته:

| | |
|---|---|
| وَمَنۡ يَّعۡشُ عَنۡ ذِکۡرِ الرَّحۡمٰنِ نُقَيِّضۡ لَهٗ شَيۡطَانًا فَهُوَ لَهٗ قَرِيۡنٌ (پ٢٥: رکوع ١٠-١) | جيڪو مهربان خدا جي ذڪر کان انڌو (غافل) هجي ته اسين ان تي هڪ شيطان مسلط ڪري ڇڏيندا آهيون جيڪو هن سان گڏ رهندو آهي. |

قلب هڪ نہ ٽڪجندڙ ڪارڪن آهي ۽ نفس بہ هميشہ سجاڳ رهندڙ قوت- ان ڪري انسان يا تہ خدا جل شانہ جي ڳالهين ڏي متوجہ رهندو يا شيطان ۽ نفس جي طرف ڌيان ڏيندو، اهڙي حالت ۾ يعني ٻي صورت هر طرح ٻڌڻ جو دروازو بند ٿيندو. نفس جي حرڪتن سان شيطان جو رستو کلندو آهي، جيئن ارشاد آهي.

"جيڪڏهن شيطان آدم جي اولاد جي قلبن جي چئني طرف گهمندا نہ وتن ها تہ کين آسمان ۾ فرشتن جا مقام (ملڪوت) ضرور نظر اچن ٿا.

حسين بن منصور جو قول آهي تہ:

"جيڪو صاحب دل ۽ صاحب سماعت آهي، ان کي اهل بصيرت جي بصيرت، عارفن جي معرفت، اهل باطن عالمن جو نور ۽ گذريل نيڪ انسانن جا سڌا رستا شروع ۽ آخر ۽ ان جي وچ ۾ ساري ڪائنات حاصل ٿي سگهي ٿي."

## حق جو مشاهدو

ابن عطاءؒ رحمة الله عليه فرمايو تہ صحيح قلب اهو آهي جيڪو حق جو مشاهدو ڪندڙ هجي ۽ ڪنهن بہ طرح ان کان غائب نہ ٿئي. اهو نہ صرف ان سان ٻڌي ٿو بلڪ ان جي آواز تي ڪن بہ ڏئي ٿو. ان سان گڏ نہ صرف حاضر ٿيندو آهي بلڪ ان جي شهادت بہ ڏيندو آهي، جڏهن قلب حق جو جلال جي نگاهہ سان مشاهدو ڪندو آهي تہ ڏڄي ويندو آهي ۽ جڏهن جمال جي نظر سان ڏسندو آهي تہ ڪيس سڪون ۽قرار حاصل ٿيندو آهي.

ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ جنهن جي دل بصيرت جي صاحب آهي تہ اها دل خدا جل شانہ جي لاءِ وقف ٿي ويندي آهي، اهڙو شخص دنيا،مخلوقات ۽ خود پنهنجي نفس کي بہ ڇڏي ڏيندو آهي ۽ خدا جل شانہ کان سواءِ ڪنهن ڏانهن بہ مائل نہ ٿيندو آهي، هڪ صوفيءَ

جي دل سڄي دنيا کان ڌار رهندي آهي، هو صرف خداوند ڪريم جي ڳالهين کي ٻڌندو ۽ ان جي جلون جو نظارو ڪندو آهي، هو ٻڌڻ جي قابل شين کي ٻڌندو آهي ۽ ڏسڻ جي قابل شين جو ان ڪري مشاهدو ڪندو آهي ته هو خدا جل شانه جي لاءِ ئي پنهنجو پاڻ کي وقف ڪندو آهي ۽ ان جي حضوريءَ جو شرف حاصل ڪندو آهي. جيئن ته سڀئي شيون خدا جل شانه وٽ آهن ۽ هو خدا جل شانه جي حضور ۾ رهندو آهي ان ڪري مجموعي طور هو سڀني شين کي ڏسندو ۽ ٻڌندو آهي، توڙي جو تفصيل سان ڪيس مشاهدو نه هجي ۽نه ٻڌو هجي، ڇو ته اجمال يعني مختصر مشاهدي سان به وسعت مشاهدي جي صلاحيت حاصل ٿي ويندي آهي.

## ٻڌڻ جي صلاحيت ۾ فرق

ڪن دانائن مختلف ماڻهن ۾ ٻڌڻ جي فرق کي مثال سان سمجهايو آهي، جيئن ڪو شخص ٻج ڪٽي هليو مگر ان ٻج جوڪجهه حصو رستي ۾ ڪري پيو ، جنهن کي ڪنهن پکي چڳي ڪائي ڇڏيو، انهيءَ ٻج جو ڪجهه حصو هڪ اهڙي جبل تي به ڪريو جتي نرم مٽي به پيل هئي ۽ ان نرم مٽيءَ جي ڪري ڪجهه عرصي کان پوءِ ان جبل تي ٻج ڦٽا پر جڏهن پاڙون پٿرن تي پهتيون ته انهن کي هيٺ وڃڻ جي ڪا جاءِ نه ملي ان ڪري ٻوٽو خشڪ ٿي ويو. انهيءَ ٻج جو ڪجهه حصو هڪ عمدي زراعت جي قابل زمين تي ڪريو پر اتي ڪندا ڄاول هئا، انڪري جيئن ٻوٽو ڄائو ته ڪنڊن انهيءَ کي وڪوڙي وڌڻ نه ڏنو ۽ خراب ٿي ويو.

مٿئين مثال ۾ ٻج وارو هڪ مرشد حڪيم جي مثال آهي ۽ دانائي ۽ واعظ جي حيثيت رکي ٿو. اهو ٻج جيڪو رستي ۾ ڪريو، انهيءَ مان مراد اهڙو شخص آهي جنهن بنا ڪنهن ارادي جي ڪجهه دانائيءَ جون ڳالهيون ٻڌيون، جن کي شيطان چڳي ڪائي ويو ۽ هن انهن کي وساري ڇڏيو ۽ جبل تي جيڪي ٻج ڪريو انهن مان مراد اهڙو شخص آهي، جيڪو حڪمت جون ڳالهيون ٻڌي انهن کي پسند ڪري ٿو پر جيئن ته ان

جي دل ۾ عمل جو پڪو ارادو ۽ حوصلو ڪونهي ان ڪري هي ڳالهيون سندس دل تان وسري ويون ۽ جيڪي ٻج ڪنڊن واري زمين تي ڪريو ان مان مراد اهڙو شخص آهي جيڪو عمدو ڪلام ٻڌي ان تي عمل ڪرڻ جو ارادو بہ ڪري ٿو، مگر رستي ۾ خواهشون اچي وينديون آهن، جيڪي ڪيس نيڪ عمل ڪرڻ کان روڪي ڇڏين ٿيون ۽ هو پنهنجي ارادي تي عمل ڪرڻ کان رهجي ويندو آهي، ڇو تہ مٿس نفساني خواهشون غالب هونديون آهن، جيئن مٿي بيان ڪيل مثال ۾ ٻوٽو ڪنڊن ۾ ڦاسجي، وڌڻ کان رهجي ويندو آهي ۽ جيڪي ٻج بلڪل پاڪيزه ۽ عمدي زمين ۾ ڪريو ان مان مراد اهو ٻڌڻ آهي جيڪو عمل جو ارادو بہ رکي ٿو. ڳالهہ کي ٻڌي ان تي عمل بہ ڪري ٿو ۽ پنهنجي نفساني خواهشن کي ڇڏي هدايت جي رستي تي هلي ٿو ۽ اهڙوئي شخص صحيح معنيٰ ۾ صوفي آهي، ان جو سبب هي آهي تہ نفساني خواهشن ۾ اهڙو تہ مناڻ ٿيندو آهي جو جيڪڏهن انساني نفس انهن جو ذائقو چکي وٺي تہ پوءِ اهو انهن جوئي ٿي وڃي ٿو ۽ انهن ئي لذتن ۾ گم ٿي وڃي ٿو ۽ اهائي خواهش پرستيءَ ڪنڊن وانگر دل جي ٻوٽي کي سڪائي ڇڏي ٿي.

## حقيقي عشق جي چاشني

هڪ صوفيءَ جي دل حقيقي عشق جي چاشنيءَ جو مزو وٺي ٿي ۽ سندس اهائي پاڪيزه محبت الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ جي دربار سان سندس تعلق پيدا ڪري ٿي ۽ سندس قلب ۽ نفس ٻئي انهيءَ عشق جي جذبي جا تابع هوندا آهن. تنهنڪري هن جي حقيقي عشق جي چاشني، حرص ۽ خواهشن جي مناڻ تي غالب اچي وڃي ٿي، ڇو تہ نفساني خواهشون اهڙي تہ خبيث وڻ وانگر آهن، جنهن جي زمين جي مٿان ئي پاڙ ڪٽجي ويئي هجي ۽ اهو برقرار نہ رهي سگهي، جيئن تہ اهو نفساني خواهشن کان مٿي نہ ٿي وڃي سگهيو، مگر عشق الاهيءَ

جو مناڻ هڪ اهڙي پاڪيزه وڻ وانگر آهي، جنهن جي پاڙ برقرار آهي ۽ ان جون شاخون آسمان سان ڳالهائي رهيون آهن، جيئن تہ ان جون پاڙون روحانيت تي قائم آهن ۽ شاخون الله تعاليٰ جل شانہ تائين پهتل آهن. ان جون رڳون نفس جي زمين ۾ آهن، ان ڪري جڏهن هو قرآن پاڪ يا حديث نبوي ﷺ جو ڪو بہ حڪم ٻڌي ٿو تہ دل ۽ جان سان پوري خلوص سان ڌيان ڏئي ٿو ۽ ان تي سراپا قربان ٿي چوڻ ٿو لڳي تہ "مان تو مان هڪ اهڙي نسيم جي خوشبو سنگهان ٿو جنهن ڪي آئون سڃاڻان ٿو، منهنجو خيال آهي تہ هڪ مٺي محبوب سان ان جو تعلق آهي" پوءِ ان ۾ ڪلمو سمائجي ٿو وڃي ۽ ان جو هر هڪ وار ٻڌڻ وارو ڪن ۽ هر ذرو ڏسڻ واري اک ۾ تبديل ٿي ٿو وڃي ۽ هو سراپا ٻڌڻ ۽ ڏسڻ وارو بنجي سڄي عالم جو نظارو ٿو ڪري.

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| فَبَشِّرْ عِبَادِ الَّذِيْنَ يَسْتَمِعُوْنَ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُوْنَ اَحْسَنَهٗ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ هَدَاهُمُ اللّٰهُ وَاُولٰٓئِكَ هُمْ اُولُوا الْاَلْبَابِ (پاره ٢٣: رڪوع ١٦- ٩) | منهنجي انهن ٻانهن کي خوشخبري ڏيو جيڪي ڪلام کي ٻڌن ٿا ۽ ان جي بهترين ڳالهين کي مڃن ٿا،اهي ئي اهي آهن جن کي الله هدايت ڏني آهي ۽ اهي ئي ماڻهو هوش وارا آهن. |

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ عقل ۽ حڪمت جا هڪ سؤ ١٠٠ حصا آهن جن مان ٩٩ حصا، نبي اڪرم ﷺ جن کي مليا ۽ باقي هڪ حصو سيني مسلمانن کي عطا ٿيو. سيني مسلمانن کي جيڪو حصو مليو ان کي ٢١ حصہ ڪيو ويو جنهن مان هڪ حصي ۾ سڀ مسلمان برابر آهن ۽ اهو ڪلمو طيب (لااله الاالله محمد رسول الله ﷺ) آهي ۽ باقي ويهن حصن ۾ مسلمان پنهنجي ايماني حقيقت جي مقدار جي لحاظ کان هڪ ٻئي تي فضيلت رکن ٿا،چيو وڃي ٿو تہ مٿين آيت سڳوريءَ ۾

رسول الله ﷺ جن جي فضيلت جو اظهار آهي يعني بهترين شيءِ اها آهي جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ جن آندي، ڇو تہ ڪين ﷺ جن ڪائنات جي پيدا ٿيڻ کان اڳ صحبت ۽ قرب حاصل ٿيو تہ سندن هر حالت ۾ تجلين جو ظهور ٿيو ۽ ساڻن تمام سٺي طرح خطاب ڪيو ويو ۽ سڀني درجن ۾ ڪين سبقت حاصل ٿي، ڇا توهان نہ ٿا ڏسو تہ رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا تہ" اسين وجود ۾ سڀني کان آخر آهيون پر بارگاهہ قدسيءَ جي فضل ۽ ڪرم جي خطاب اول ۾ سڀني کان اڳتي وڌيل آهيون"

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| يٰٓاَيُّهَاالَّذِيْنَ آمَنُوا اسْتَجِيْبُوْا لِلّٰهِ وَلِلرَّسُوْلِ اِذَا دَعَاكُمْ لِمَا يُحْيِيْكُمْ (پ٩: رڪوع ١٧-١۴) | اي ايمان وارؤ الله ۽ رسول ﷺ جڏهن توهان کي سڏن تہ انهن کي لبيڪ چئو، ڇو تہ هو توهان جي زندگيءَ جو سبب آهن. |

# اهل دل جو طريقو

حضرت جنيد بغدادي رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ"انهن پنهنجي دل ۾ انهيءَ تعليم کي وهاري ڇڏيو، جنهن جي طرف خدا جل شانہ هنن کي دعوت ڏني هئي. ان ڪانپوءِ هنن دنياوي مشغلن کان تعلقات ٽوڙڻ ۾ جلدي ڪئي ۽پرهيز ۽ احتياط سان پنهنجي نفسن تي ٽٽي پيا (نفسن جو اصلاح ڪيو) تڪليفن جا ڪوڙا ڍڪ پريندا رهيا ۽ معاملي ۾ الله جل شانہ سان سچا رهيا، اهي جن ڪمن ڏي متوجه ٿيا انهن ۾ ادب جو خيال رکيائون. مصيبتون انهن تي آسان ٿي ويون، ڇو تہ هنن پنهنجي مقصدن جو قدر سڃاتو ۽ انهن کي دل جي نعمت کان سواءِ ٻئي ڪنهن طرف توجه نہ ڏنو، ان ڪري انهن انهيءَ غير فاني زنده خدا جل شانہ سان هميشہ رهڻ واري زندگي حاصل ڪئي جيڪو هميشہ رهندو.

# قبول ڪرڻ جي تشريح

ڪنهن دل واري صاحب جو اشارو آهي (مٿين آيت ۾) تہ قبول

ڪرڻ مان هيءَ معنيٰ آهي تہ الله جل شانہ جي دعوت کي پنهنجي باطني اسرارن سان قبول ڪيو ۽ رسول الله ﷺ جنجي دعوت کي ظاهري جسم سان قبول ڪيو. ڇو تہ نفس جي زندگي رسول الله ﷺجي پيروي سان آهي ۽ دل وجان جي زندگي غيبي تجلين جي مشاهدي تي ٻڌل آهي، بهرحال اهو در اصل پنهنجي ڪوتاهيءَ کي ڏسي خدا جل شانہ کان شرم ۽ حيا ڪرڻ آهي.

حضرت ابن عطا رحمہ الله عليہ جن مذڪوره آيت جي تشريح ڪندي فرمايو آهي تہ قبول ڪرڻ جون چار صورتون آهن (١) توحيد جو قبول ڪرڻ (٢) تحقيق جو قبول ڪرڻ (٣) سپردگي (تسليم) جو قبول ڪرڻ (۴) تقريب جو قبول ڪرڻ. استجابت ۽ قبول ڪرڻ ٻڌڻ جي ذوق مطابق آهي ۽ ٻڌڻ جي ذوق جو دارو مدار فهم ۽ ادراڪ تي آهي. فهم ۽ ادراڪ گفتگوءَ جي سڃاڻڻ سان حاصل ٿيندو آهي ڪلام جا درجا ڳالهائڻ واري کي سڃاڻڻ سان معلوم ٿيندا آهن. جيئن تہ ڪلام جا طريقا غيرمحدود آهن ان ڪري فهم ۽ ادراڪ جي طريقن کي بہ محدود ڪري نٿو سگهجي، جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

قُلْ لَّوْ كَانَ الْبَحْرُ مِدَادًا لِّكَلِمَاتِ رَبِّيْ لَنَفِدَ الْبَحْرُ قَبْلَ اَنْ تَنْفَدَ كَلِمَاتُ (پاره ١٦: رڪوع٣- ٨)

(اي پيغمبر صہ) فرمائي ڇڏيو تہ جيڪڏهن منهنجي پروردگار جي ڪلمات کي لکڻ لاءِ سڀ سمنڊ مس بنجي پون تہ بہ منهنجي رب جي ڪلمات ختم ٿيڻ کان اڳ سمنڊ خشڪ ٿي ويندا.

يعني قرآن ڪريم جي هر ڪلمي ( جي تشريح) ۾ خدا جل شانہ وٽ اهڙا ڪلما موجود آهن جن جي ختم ٿيڻ کان اڳ سمنڊ خشڪ ٿي وڃن تنهنڪري جيڪڏهن ان جي ذات توحيد جو لحاظ رکيو وڃي تہ سمورو ڪلام هڪ ڪلمو سمجهيو ويندو پر جيڪڏهن ان جي ازلي علم

جي وسعت جولحاظ ڪيو وڃي تہ ان جو هڪ ڪلمو بہ گهڻن ڪلمن جو مجموعو ٿيندو.

اسان جي شيخ ابو النجيب سهروردي رحمہ الله عليہ جن هيءَ حديث بيان فرمائين ٿا تہ جنهن جي روايت هو رسول الله ﷺ جن ڏي منسوب ٿا ڪن تہ پاڻ فرمايائون تہ:

”قرآن ڪريم جي ڪا آيت نازل نہ ٿي پر ان جا ظاهري ۽ باطني حصا هوندا آهن، هر حرف جي هڪ حد ۽ هر حد جو هڪ مطلع هوندو آهي“ پاڻ پڇيائون تہ اي ابو سعيد! مطلع ڇا آهي؟ پاڻ جواب ڏنائون تہ”مطلع اهو آهي جنهن جي بنياد تي ڪا جماعت عمل اختيار ڪندي آهي“

امامرحسن بصري رضي الله عنہ جي هيءَ وضاحت حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جنجي قول مان حاصل ڪئي آهي، ڇو تہ مون ڪي پنهنجي مشائخن جي سند سان حضرت ابن مسعود جي هيءَ حديث ملي آهي تہ انهن فرمايو تہ“ ڪوئي حرف يا آيت اهڙي نہ آهي جنهن تي قوم عمل نہ ڪيو هجي يا اڳتي هلي ڪا ٻي جماعت ان تي عمل نہ ڪري، تنهنڪري مطلع هڪ اهڙو منارو آهي جنهن تي ماڻهو پنهنجي معرفت سان چڙهندا آهن ۽ اهو در اصل فهم ۽ ادراڪ آهي جنهن جي ذريعي الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ هر انهيءَ انسان جي دل کوليندو آهي جنهن کي پنهنجو نور عطا ڪرڻ گهرندو آهي.

## قرآن جو ظاهر ۽ باطن

ظاهري ۽ باطني حصن جي سلسلي ۾ ماڻهن جو اختلاف آهي، هڪ جماعت چوي ٿي تہ ظاهر مان مراد قرآن ڪريم جا لفظ آهن ۽ باطن مان مراد ان جي تشريح ۽ تاويل آهي، هي بہ چيو ويو آهي تہ ظاهر مان مراد اهي قصا آهن جن ۾ خداتعاليٰ جل شانہ ڪنهن قوم تي

پنهنجو غيض ۽ غضب ۽ سزا جو حال بيان ڪيو آهي ۽ ان ڪري ان جو ظاهري حصو اهي خبرون آهن ۽ ان جو باطني ۽ اندروني مقصد انهن ماڻهن لاءِ واعظ ۽ نصيحت آهي جيڪو امت مان انهن کي پڙهي ۽ ٻڌي؟ ڪجھ ماڻهن هي خيال ظاهر ڪيو آهي تہ ظاهر مان مراد اهو قرآن ڪريم آهي جيڪو نازل ٿيو ۽ باطن مان مراد ان جا عملي فرض آهن. هڪ وضاحت هيءَ بہ آهي تہ ظاهر مان مراد قرآن ڪريم جي اهڙي طرح تلاوت ڪرڻ آهي جيئن اهو نازل ٿيو جيئن خدا تبارڪ وتعاليٰ فرمائي ٿو تہ

| | |
|---|---|
| وَرَتِّلِ الْقُرْآنَ تَرْتِيلًا (پاره ٢٩، سوره مزمل) | هڪ ڪرو ۽ سٺي آواز سان قرآن جي تلاوت ڪندا ڪيو. |

۽ ان جي باطن مان مراد ان ۾ غور ۽ فڪر آهي جيئن ارشاد باري تعاليٰ جل شانہ آهي تہ:

| | |
|---|---|
| كِتَابٌ أَنزَلْنَاهُ إِلَيْكَ مُبَارَكٌ لِّيَدَّبَّرُوا آيَاتِهِ وَلِيَتَذَكَّرَ أُولُوا الْأَلْبَابِ | هي اهو مبارڪ ڪتاب آهي جيڪو اسان توهان ڏانهن نازل ڪيو تہ جيئن هو ان جي آيتن تي غور ۽ فڪر ڪن ۽ عقلمند نصيحت حاصل ڪن. |

## تفسير ۽ تاويل جو فرق

"هر حرف جي هڪ حد آهي" ان جي تشريح ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ ان مان تلاوت جي حد مراد آهي جنهن ۾ تجاوز نہ ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي تفسير ۾ ٻڌل ۽ نقل ڪيل روايتن کي بيان ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ تفسير ۽ تاويل ۾ تمام وڏو فرق آهي، تفسير مان مراد اهو علم آهي جنهن مان آيتن جو نزول، شان نزول، اصل قصا ۽ ان جا اهي سبب جن جي بنياد تي ان جو نزول ٿيو معلوم ڪيا ويندا آهن. هن قسم جو تفسير عام ماڻهو ٻڌل ۽ منقول روايتن جي وسيلي کان سواءِ بيان نہ ٿا ڪري سگهن، مگر تاويل مان مراد آهي تہ ڪنهن آيت جي معنيٰ جي

اهڙي تشريح بيان ڪئي وڃي جيڪا ڪتاب ۽سنت جي موافق هجي، تاويل ان جي بيان ڪرڻ واري جي انهن حالتن جي اختلاف سان گڏ بدلجندي رهندي آهي جن ڪي بيان ڪيو ويو آهي جيئن فهم ۽ ادراڪ جي صفائي معرفت جا درجا ۽ قرب الاهيءَ جا مرتبا وغيره.

حضرت ابوالدرداءِ جو قول آهي تہ" ڪو بہ شخص تيستائين ڪامل فقيه نہ ٿو بنجي سگهي، جيستائين ڪيس قرآن ڪريم جي مختلف معنائن تي عبور حاصل نہ هجي" حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جو هي قول بہ ڪهڙو عجيب وغريب آهي جو ڪا بہ آيت اهڙي نہ آهي پر هي تہ اڳتي هلي ماڻهو ان تي عمل ڪندا" سندن هي قول هر همٿ واري طالب العلم کي انهيءَ ڳالهہ تي آماده ٿو ڪري تہ هو ڪلام پاڪ جي مقامن کي واضح ڪري ۽ ان جي دقيق معنيٰ ۽ پوشيده رازن ۽ رمزن کي دل سان سمجهي.

## علم ۽ عمل

صوفي پنهنجي زهد ۽تقويٰ ۽ دنيا کان ڪناره ڪش هئڻ سبب هر آيت کان واقف هوندو آهي ۽ هر دفعي تلاوت ڪرڻ وقت ان تي نوان نوان نڪتا ۽ راز ظاهر ٿيندا آهن، هر دفعي جي فهم ۽ ادراڪ تي مٿس نئين عمل جي شروعات ٿيندي آهي،ڇو تہ هو سمجهڻ کان پوءِ عمل بہ ڪندا آهن انهن جو عمل سندن فهم ۽ ادراڪ کي روشني عطا ڪري ٿو فهم مان علم آهي ۽ علم سان عمل وجود ۾ ايندو آهي، اهڙي طرح علم ۽ عمل واري سان ايندا آهن- هي عمل قلبن جو عمل آهي جيڪو قالب جي عمل کان بلڪل مختلف هوندو آهي، قلبن جا عمل پنهنجي لطافت ۽ صداقت جي ڪري علم جا هم شڪل ٿيندا آهن هي اعمال سنت، ضمير، روحاني تعلقات قلبي واردات ۽ پوشيده مناجات ۽مڪالمن جو نتيجو هوندا آهن ۽ جڏهن اهي ان مان ڪنهن تي عمل ڪندا آهن تہ انهن جي معلومات ۾ نئون

اضافو ٿيندو آهي. هو آيتن ڪريمہ جي فهم ۽ ادراڪ جي نئين معنيٰ ڪان آگاهہ ٿيندا آهن.

## تجلين ۽ برڪتن جو ظاهر ٿيڻ

منهنجي دل ۾ هيءَ ڳالهہ ڪنڪي ٿي تہ هن فضا ۽مطلع مان مراد صرف اهائي نہ آهي تہ فهم ۽ ادراڪ جي صفائيءَ جي بنياد تي آيتن جي دقيق معنيٰ ۽ اسرار معلوم ٿين، بلڪ مطلع مان مراد هي آهي تہ آيت جي موقعي تي خدا جل شانہ جي شهادت ۽ تجلي حاصل ٿئي،ڇو تہ ٻين سيني وصفن جي هيءَ وصف بہ انهيءَ ۾ رکيل آهي. ان ڪري آيتن سڳورين جي تلاوت ۽ ٻڌڻ سان نيون نيون الاهي تجليون ظاهر ٿينديون آهن. ۽ اهي آيتون انهن لاءِ اهڙو آئينو بنجي وينديون، جنهن سان الله جل جلالہ جي عظمت ۽ جلال کي ڏسن ٿا.

حضرت امام جعفر صادق رضہ جن فرمايو تہ" الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي ڪلام ۾ پنهنجي تجلين کي ظاهر تہ ڪري مگر ماڻهو انهن کي نہ ٿا ڏسن " ان ڪري هن قول مطابق هر آيت "مطلع نور تجليات الاهي" آهي ۽"حد" مان مراد ڪلام جي حد آهي، ۽ "مطلع" جي معنيٰ آهي ڪلام جي حد کان ترقي ڪري شهود الاهيءَ تائين پهچڻ.

حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنہ جن کان اهو بہ نقل ٿيل آهي تہ هو هڪ دفعي نماز جي دوران غشيءَ جي حالت ۾ ڪري پيا جڏهن انهن کان انهيءَ باري ۾پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ" مان هڪ آيت کي بار بار دهرائيندو رهيس ايتريقدر جو مون ان کي خود ان جي متڪلم کان ٻڌو"

ان ڪري جڏهن صوفيءَ تي توحيد جو نور چمڪڻ لڳندو آهي ۽ هو خدا پاڪ جل شانہ جي واعدن ڏي پوري توجہ سان متوجہ ٿي ويندو آهي تہ هن جو باطن (قلب) ما سويٰ الله کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو آهي ۽هو خدا جل شانہ جي سامهون حاضر رهندو آهي، ان وقت ان جي يا ڪنهن ٻئي جي زبان تلاوت ڪرڻ ۾ حضرت موسيٰعليہ السلام جي انهيءَ

مبارڪ وڻ وانگر ٿي پوندي آهي، جتان الله تعاليٰ جل شانه حضرت موسيٰ عليه السلام سان مخاطب ٿيندي فرمايو هو ته مان خدا جل شانه آهيان، ان ڪري جڏهن هو خدا جل شانه جون ڳالهيون ٻڌي ٿو ۽ ان ڪي پنهنجون ڳالهيون ٻڌائي ٿو ته ان صورت ۾ هن جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت هڪ ٿي وڃي ٿي ۽ ان جي علم ۽ عمل ۾ ڪو به فرق نه هوندو آهي اهڙي طرح ان جو آخر اول ۽ اول آخر ٿي ويندو آهي.

## الست بربكم جو مقصد

ان جي تشريح هيءَ آهي ته خداوند تعاليٰ جل شانه (عالم روحانيت ۾) ذرن کي هي چئي خطاب فرمايو هو ته:

اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ چا مان توهان جو پروردگار نه آهيان؟

ان وقت ذرن خدا جي هن ندا کي صاف ٻڌو هو ان کان پوءِ هي ذرڙا مختلف مرحلن ۾ تبديل ٿيندا رهيا.خدا تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

| | |
|---|---|
| اَلَّذِيْ يَرَاکَ حِيْنَ تَقُوْمُ وَتَقَلُّبَکَ فِي السَّاجِدِيْنَ (پاره ١٩ رکوع ١٥- ١٧) | خدا توهان کي ڏسي ٿو جڏهن توهان بيهو ٿا ۽ جڏهن توهان سجدي ڪرڻ وارن ۾ تبديل ٿا ٿيو. |

هن آيت ۾ تبديل ٿيڻ (تقلب) مان مراد هي آهي ته توهان جا ابا ڏاڏا يعني نبي سڳورا سجدو ڪندڙ هئا. سندن ﷺ جو ذرو مبارڪ به سندن پٺين ۾ منتقل ٿيندو رهندو هو. حقيقت ۾ ڏنو وڃي ته اهي ذرا ڪنهن خاص حڪمت جي ڪري قدرت ۽ ظاهري دنيا کان لڪل رهيا ۽ مختلف مرحلن ۾ تبديل ٿيڻ مهل انهن تي تاريڪي ڇانيل رهي.

جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه ڪنهن بندي کي ٻڌڻ جو حسن عطا ڪندو آهي، ۽ صوفي صافي بنائڻ چاهيندو آهي ته ان کي تصفيه ۽ تزڪيہ نفس (يعني نفس جي صفائي ۽ پاڪيزگي) جي مرتبي تي ترقي

ڏيندو آهي، ايتري قدر جو هو عالم حڪمت جي تنگ دائري مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري قدرت جي وسيع فضا ۾ پهچي ويندو آهي. ان وقت هو (ڇا مان تنهنجو رب نہ آهيان؟) جو آواز ڪشف جي طور تي اعلانيہ ٻڌندو آهي ۽ ان جي توحيد ۽معرفت سراپا بيان ۽ مجسم حجت ۽ دليل بنجي ويندي آهي،ان جي لاءِ زماني جون مسافتون ۽ تاريڪيون آهستي آهستي نور ۾ تبديل ٿي ونديون آهن.

ڪنهن اهل باطن جو قول آهي تہ اهڙي قسم جون وصفون پيدا ٿي وجن تہ هن جي حيثيت غير فاني بنجي وجي ٿي، ان تي هر وقت الاهي تجلين جو ظهورۦ شهود ٿيندو رهندو آهي ۽ هو لڳاتار ڪلام الاهيءَ جون نيون نيون ڳالهيون ٻڌندو آهي، يعني الله جل شانہ ۽ ان جي رسول ﷺ جي ڪلام کي چڱيءَ طرح ٻڌندو آهي جهڙي طرح ان جي ٻڌڻ جو حق آهي.

حضرتسفيان بن عينيہ رحمہ الله عليہ جن جو قول آهي تہ علم جي شروعات ٻڌڻ سان ٿيندي آهي، ان کان پوءِ ان جو فهم ۽ ادراڪ آهي ان کان پوءِ ان کي ياد رکڻ آهي ۽ آخر ۾ ان تي عمل ڪرڻ ۽ ان جي نشر واشاعت ڪرڻ آهي"

## ٻڌڻ جا طور طريقا ۽ سهڻا ڏانو

ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ" ڏيان سان چڱي طرح ٻڌڻ جو طريقو بہ سکو جيئن توهان چڱي طرح گفتگو ڪرڻ سکندا آهيو ۽ اهو بہ چيو ويو آهي تہ چڱي طرح ٻڌڻ ۾ اهو بہ داخل آهي تہ ڪلام ڪندڙ کي مهلت ڏني وجي تہ هو پنهنجي ڳالهہ پوري ڪري ۽ ٻڌڻ وقت هيڏي هوڏي نہ نهارڻ گهرجي بلڪ متڪلم جي منهن ۽ نظرن جي طرف توجهہ ڪرڻ گهرجي جيئن خداوند تعاليٰ جل شانہ پنهنجي نبي ﷺ جن کي هدايت ڏني آهي تہ:

| | |
|---|---|
| وَلَا تَجْعَلْ بِالْقُرْآنِ مِنْ قَبْلِ اَنْ يُّقْضيٰ اِلَيْکَ وحيه (پاره ١٦: رڪوع ١٥: ١) | وحي ختم ٿيڻ کان اڳ قرآن پڙهڻ ۾ جلدي نہ ڪريو |
| لَا تُحَرِّکْ بِهٖ لِسَانَکَ لِتَعْجَلَ بِهٖ (پاره٢٩: سورة قيامت١٦) | پنهنجي زبان کي قرآن پڙهڻ ۾ حرڪت نہ ڏيو. |

سنئي پڙهڻ جي سلسلي ۾ خود خداوند تعاليٰ جل شانه پنهنجي رسول ﷺ کي هي هدايتون ڏنيون آهن.مٿين آيت جي تشريح هيءَ ڪئي ٿي وڃي تہ جيسين تائين حضور اڪرم ﷺ جن پاڻ قرآن ڪريم جي آيتن جي معنيٰ تي چڱي طرح غور ۽ فڪر نہ ڪن ان وقت تائين اها صحابہ رضي الله عنه جن کي نہ لکايون وڃن بيان ڪيو ٿو وڃي تہ جبرئيل عليه السلام جڏهن قرآن ڪريم کڻي ايندا هئا ۽ سندن ﷺ مٿان وحي نازل ٿيندي هئي. تہ پاڻ ﷺفورا قرآن ڪريم پڙهڻ لڳندا هئا تہ جيئن وسري نہ وڃي. ان ڪري الله تعاليٰ جل شانه کين ان کان منع فرمائي ۽ هدايت ڪئي تہ جيسين تائين جبريل عليه السلام توهان کي مڪمل طور نہ پهچائن ان وقت تائين توهان ان کي پڙهڻ ۾ جلدي نہ ڪيو.

## مطالعي جا آداب

ڪڏهن ڪڏهن علم، فن ۽ حديثن جي مطالعي کي بہ پڙهڻ جي مفهوم ۾ داخل ڪيو ويندو آهي، ڇو تہ انهن علمن ۽ حديثن، حڪمت، مثال ۽ اولياءِ ڪرام جي حڪمن کي مطالعي ڪرڻ جي ضرورت ان لاءِ پيش ايندي آهي تہ ان جي ذريعي آخرت جي عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪجي اهڙي صورت ۾ مطالعو ڪرڻ وقت بہ پڙهڻ جي طور طريقي کي خيال ۾ رکڻ گهرجي، ڇو تہ اهڙي موقعي تي مطالعو بہ پڙهڻ جو هڪ قسم هوندو ۽ جهڙي طرح قلب زهد ۽ تقويٰ جي ذريعي پڙهڻ جي خوبصورتيءَ جي قابل ٿو ٿئي ءان وقت پڙهي بهترين شيءِ اخذ ڪري ٿو

سگهي بلڪل ساڳي طرح مطالعي ڪرڻ وارو بہ انهن ئي شرطن ۽ ادب سان بهترين فائدا حاصل ڪري.

مطالعي جاطور طريقا هي آهن تہ جڏهن ڪو شخص حديث نبويءِ يئي علم جو مطالعو ڪرڻ گهري تہ ان ڪي سوچڻ گهرجي تہ ڪڏهن ڪتابن جو مطالعو نفساني خواهش جي بنياد تي يا ذڪر الاهي، تلاوت ۽ صالح عمل کان بي صبريءَ جي بنياد تي بہ ڪيو ويندو آهي، جيئن ماڻهن سان ملاقات ۽ ڳالهائڻ سان دل خوش ڪبي آهي، اهڙي حالت ۾ هڪڙي سمجهدار انسان کي سوچڻ گهرجي ۽ مطالعي مان ايترو لطف اندوز نہ ٿئي جو ان ۾ پنهنجو سڄو وقت گذاري ڇڏي ۽ زيادتيءَ جي حد تائين پهچي وڃي. ان ڪري جڏهن بہ ڪنهن نئين ڪتاب يا علم جي مطالعي جو ارادو ڪري تہ مطالعي کان اڳ مستقل مزاجيءَ سان خدا جل شانہ طرف رجوع ڪري ۽ ان جي رحمت جو طلبگار ٿئي، ڇو تہ ڪنهن وقت مطالعي جي ذريعي بہ ان کي درجن جي ترقي ۽ حال نصيب ٿيندو آهي، جيڪڏهن مطالعي کان اڳ رحمت جي طلب ڪجي تہ وڌيڪ بهتر آهي،ڇو تہ ان طرح الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي عنايت سان ان تي فهم ۽ تفهيم جو دروازو کولي ڇڏيندو ۽ ظاهري علم کانسواءِ وڌيڪ علم بہ عطا فرمائيندو، ڇو تہ علم جو ظاهري مفهوم بہ ٿيندو آهي ۽ باطني اسرار بہ هوندا آهن ۽ اهو حقيقي فهم آهي انهيءَ فهم ۽ فراست جي فضيلت جي طرف قرآن ڪريم هن آيت ۾ اشارو ڪيو آهي.

| | |
|---|---|
| فَفَهَّمْنَاهَا سُلَيْمَانَ وَكُلًّا آتَيْنَا حُكْمًا وَّعِلْمًا (پاره ۱۷: رڪوع ۶-۴) | اسان ان جي باري ۾ (حضرت) سليمان ع کي سمجهائي ڇڏيو ۽ اسان هر هڪ کي حڪمت ۽ علم ڏنو. |

هن آيت ۾ انهيءَ طرف اشارو آهي تہ فهم ۽ فراست کي حڪمت ۽ علم تي فضيلت ۽نمايان خصوصيت حاصل آهي، خدا تعاليٰ

جل شانه فرمائي ٿو ته:

| | |
|---|---|
| اِنَّ اللّٰهَ يُسْمِعُ مَنْ يَّشَآءُ | الله جنهن کي چاهي ٻڌرائيندو آهي. |

جڏهن ٻڌائڻ وارو صرف الله تعاليٰ جل شانه آهي ته اهو ڪڏهن زبان جي ذريعي ٻڌارائيندو آهي ۽ ڪڏهن ڪتابن جي مطالعي جي ذريعي پنهنجي ڳالهين جي وضاحت ڪندو آهي، تنهن ڪري الله تعاليٰ جل شانه مطالعي جي ذريعي جيڪي علم جا دروازا ڪوليندو آهي اهي به انهن بخششن جي برابر آهن، جيڪي سنئي سهنٽي ٻڌڻ جي ذريعي بندن کي حاصل ٿينديون آهن، ٻانها پنهنجي حال کي ڏسن ۽ علم و ادب سکن ڇو ته هي خير ۽ برڪت جو وڏو دروازو آهي ۽ الله جل شانه جي رحمت جو دروازو کولڻ لاءِ مشائخ ڪلام، صوفياءِ عظام ۽ علما رباني جي صالح عملن جو هڪ حصو آهي ۽ هن شيءِ کي حاصل ڪرڻ آخرت جي رستي جي لاءِ گهڻو مفيد آهي.

باب۳

# تصوف جي علم جي فضيلت

اسان جي شيخ ابو النجيب سهروردي رحمة الله عليه جن عبدالرحمن الدارمي ۽ پنهنجي مشائخن جي سند سان احوص بن حڪيم ۽ ان جي والد جي روايت سان هيءَ حديث بيان ڪئي آهي ته هڪ ماڻهو رسول الله ﷺ جن کان برائيءَ جي باري ۾ پڇيو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته مون کان برائيءَ جي باري ۾ نه پڇو، بلڪ مون کان ڀلائيءَ جي باري ۾ پڇو" ۽ پاڻ ﷺ جن هي الفاظ ٽي دفعا ارشاد فرمايا. ان کان بعد پاڻ ﷺ فرمايائون ته "سڀ کان بري شيءِ برا عالم آهن ۽ سڀ کان سٺي شيءِ سٺا عالم آهن".

علماءَ قوم جا رهنما دين جا ٿنيا فطري جهالت جي اونداهين جا ڏيا ،اسلام جي پيروڪارن جا پيشرو، ڪتاب ۽ سنت جي حڪمتن جا خزانا، مخلوق جا خدائي امين، ٻانهن جا طبيب، دين حنيف جي امانت جي وڏي بار کي کڻڻ وارا آهن ان ڪري اهي مخلوق ۾ تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي حقيقتن جا وڌيڪ حقدار آهن ۽ ٻين جي بنسبت انهن کي دنيا کان بي رغبتي اختيار ڪرڻ جي وڌيڪ ضرورت آهي.

## عالم بي عمل

حضرت سفيان بن عينيه رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته سڀني کان وڏو جاهل اهو آهي جنهن پنهنجي علم تي عمل ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ سڀني کان وڏو عالم اهو آهي جنهن پنهنجي علم تي عمل ڪيو ۽ بهترين انسان اهو آهي جيڪو خدا جل شانه جي سامهون خشوع ۽ خضوع اختيار ڪري"

هي صحيح قول آهي ۽ انهيءَ ڳالهه جو فيصلو تو ڪري ته جيڪڏهن عالم پنهنجي علم تي عمل نه ڪري ته اهو عالم نه آهي انڪري ان جي چرب زباني، طويل بياني، فن جي مهارت ۽ مناظري جي فريب ۾ نه اچڻ گهرجي، ڇو ته اهو جاهل آهي عالم ناهي سواءِ انهيءَ جي جو الله تعاليٰ جل شانه علم جي برڪت سان ان جي توبهه قبول ڪري،ڇو ته علم جي برڪتن جي ڪري عالم جو عمل ڏي واپس اچڻ جو امڪان آهي.

علم فرض به آهي ۽ فضيلت به، فرض اهو علم آهي جنهن جو ڄاڻڻ انسان جي لاءِ ضروري هوندو آهي ته جيئن دين جا حق ادا ڪري سگهي.

فضيلت اهو علم آهي جيڪو ضرورت کان وڌيڪ هجي ۽ ان سان انسان کي فضيلت حاصل ٿئي بشرطيڪ اهو ڪتاب ۽ سنت جي مطابق هجي پر اهو علم جيڪو ڪتاب ۽ سنت جي مطابق نه هجيءَ ان مان فائدو حاصل ڪري نه سگهجي يا اهو ڪتاب ۽ سنت کي سمجهڻ ۾ مددگار ثابت نه ٿئي، يا انهن ڏي منسوب نه هجي ته پوءِ ڀلي اهو علم کهڙو ئي ڇو نهجي ذلت ۽ برائيءَ جو مجموعو آهي، فضيلت جو باعث نه آهي، بلڪ ان مان انسان دنيا ۽آخرت ۾ ذليل ۽ خوار ٿيندو.

## ضروري علم

اهو علم جيڪو فرض آهي، ۽ جنهن جو سکڻ انسان لاءِ ضروري آهي، ان جي باري ۾ اسان جي مشائخن حضرت انس رضي الله عنه جي هيءَ حديث سند سان بيان ڪئي آهي:

| | |
|---|---|
| اطلبو العلم ولو كان بالصين فان العلم فريضه علي كل مسلم | علم جي تلاش ڪيو چاهي اهو چين ۾ ئي ڇو نه هجي ڇو ته علم جي طلب هر مسلمان تي فرض آهي. |

اخلاص جو علم ۽ اهو علم جنهن جي ذريعي انسان آفتن ۽ خراب عملن کان محفوظ رهي، بيحد ضروري آهي، ڇو تہ اخلاص ۽ عمل جو حڪم الله تعاليٰ جل شانہ جي طرفان ڏنو ويو آهي.

| | |
|---|---|
| وَمَـا اُمِـرُو اِلاَّ لِيَعْبُـدُوالله مُخْلِصِيْنَ (پاره ٣٠: سورة بينہ) | انهن کي صرف انهيءَ ڳالهہ جو حڪم ڏنو ويو آهي تہ هو دل جي خلوص سان الله جي عبادت ڪن. |

هتي اخلاص جو حڪم ڏنو ويو آهي جيئن تہ نفس جا ڌوڪا ان جون فريب ڪاريون ۽لڪل خواهشون اخلاص جي عمارت کي خراب ٿيون ڪن، انڪري اخلاص جو علم فرض ثابت ٿيو، ڇو تہ هن علم جي ذريعي انسان اخلاص جي فرض کي پورو ڪري ٿو سگهي.

گهٽڻ جو خيال آهي تہ نفس جي وسوسن ۽ خطرن جو علم ڄاڻڻ ضروري آهي، ڇو تہ عمل جو بنياد ۽نشونما انهن ئي نفسياتي رجحانن ۽ خطرن تي ٻڌل آهي ۽ انهن ئي جي علم جي ذريعي شيطاني ۽ ملڪوتي وسوسن ۾ تميز ڪري ٿي سگهجي. جڏهن خيال درست هوندا تہ عمل بہ درست هوندو ان ڪري هي علم فرض آهي.

حضرت سهيل ابن عبدالله رحمہ الله عليه جن جو قول آهي تہ" ضروري علم اهو آهي جنهن جي ذريعي الله جل شانہ ۽ ان جي بندي جي وچ ۾ دنيا ۽ آخرت جو حال ۽ تعلقات جو علم ٿي سگهي" گهٽڻ چيو آهي تہ حلال جو علم حاصل ڪرڻ ضروري آهي، ڇو تہ حلال مال ڪائڻ فرض آهي ان ڪري جو مذهبي فرضن کان پوءِ حلال روزي حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي. حلال جي ضروري هئڻ جي ڪري ان جو علم بہ ضروري آهي.

هي بہ چيو ويو آهي تہ باطن جو علم حاصل ڪرڻ ضروري آهي، ڇو تہ انهيءَ علم جي ذريعي ٻانهي کي يقين ۽ ايمان حاصل ٿيندو آهي. هي علم انهن زاهد ۽ مقرب علماءِ رباني ۽ نيڪ ٻانهن وٽ ويهڻ سان حاصل ٿيندو آهي جن کي الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي لشڪر ۾ شامل

ڪيو آهي، اهي طالبن کي پاڻ وٽ سڏي انهن کي پنهنجي طريقي جي مطابق تقويت ڏئي انهن جي رهنمائي ڪندا آهن انهيءَ ڪري هو علم نبويءَ جا وارث آهن ۽ انهن جي ذريعي علم يقين حاصل ڪري تو سگهجي.

گهڻن ماڻهن جو خيال آهي تہ خريد وفروخت، نڪاح ۽ طلاق جو علم بہ ضروري آهي جڏهن انهن معاملن سان ڪنهن جو تعلق هجي تہ ان جو شرعي علم حاصل ڪرڻ ان جي لاءِ ضروري ٿي پوندو آهي تنهن ڪري جڏهن ڪير ڪنهن ڪم جو ارادو ڪري ۽ اهو انهيءَ ڪم جي خدائي حقن کان ناواقف هجي تہ ان کي پنهنجي مرضيءَ سان ڪم نہ ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ هو انهيءَ جي نفعي ۽ نقصان کان ناواقف آهي بلڪ ڪنهن عالم ڏي رجوع ڪري ان کان مسئلو پڇڻ گهرجي تہ جيئن هو پنهنجي بصيرت جي مطابق جواب ڏئي سگهي ان ڪري اهڙي وقتي ضرورتن جو علم ضرورت جي وقت واجب ٿي پوندو آهي.

توحيد جو علم حاصل ڪرڻ بہ ضروري بيان ڪيو ٿو وڃي، اهڙي قسم جي علم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪي غور ۽ استدلال جي طريقي جا قائل آهن ۽ڪي نقل ۽ روايت جامعتقد آهن.

ڪنهن بزرگ فرمايو تہ جڏهن ڪنهن ٻانهي جو باطن درست ٿيو ۽هن اسلامي اصولن کي چڱي طرح تسليم ڪيو هجي ۽انهن جي متعلق هن جي سيني ۾ ڪا خلش نہ هجي تہ اهو صحيح مسلمان آهي، پر جيڪڏهن ان جي سيني ۾ ڪا خلش آهي يا ڪو اهڙو وسوسو پيدا ٿي پيو آهي جنهن جي ڪري عقيدي ۾ خلل پيدا ٿيڻ جو انديشو هجي يا هو ڪنهن اهڙي شڪ ۽ شبهي ۾ مبتلا هجي جنهن جا خطرا هن کي ڪنهن بدعت ۽ گمراهيءَ ۾ گهلي ٿا سگهن تہ اهڙي صورت ۾ ان لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجو شڪ دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري ۽ اهڙي اهل علم ڏي رجوع ڪري جيڪو هن کي ڳالهہ سمجهائي سگهي.

# حضرت ابو طالب مڪي رحمة الله عليه جو قول

حضرت شيخ ابو طالب مڪي رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته ضروري علم پنج وقت فرض نمازن جو علم آهي جن تي اسلام جو بنياد آهي، ۽ سڀني مسلمانن کي ان تي عمل ڪرڻ فرض ڪيو ويو آهي، تنهن ڪري جڏهن انهن تي عمل فرض آهي ته پوءِ انهن جو علم به فرض آهي- پاڻ اهو به بيان ڪيائون ته توحيد جو علم ان ۾ شامل آهي، ڇو ته پنجن فرضن جو پهريون فرض شهادت جو ڪلمو آهي ۽ ان ۾ اخلاص جو علم به شامل آهي، ڇو ته هي به هڪ اسلامي فرض آهي ۽ صحيح اسلام جو ان تي ئي دارومدار آهي، بهرحال جنهن حديث شريف ۾ رسول الله ﷺ جن هي ارشاد فرمايو ته علم هر مسلمان تي فرض آهي ان مان مراد اهڙو علم آهي جنهن کي حاصل ڪرڻ کان سواءِ ڪو رستو نه هجي، پر مٿي علم جي ضروري قسمن جي باري ۾ جيڪي قول بيان ڪيا ويا آهن مثلا نفس جي رجحانن ۽ وسوسن جو علم- باطن جو علم، حلال جو علم يقين جو علم جيڪي عالمن جي ذريعي حاصل ڪيا تا وڃن انهن مان گهڻن کان عام مسلمان ناواقف آهن، تنهن ڪري جيڪڏهن اهي انهن تي فرض هجن ها ته اڪثر مسلمان انهن تي عمل ڪرڻ کان عاجز هجن ها، سواءِ انهن صاحبن جي جن کي خدا وند ڪريم توفيق ڏئي.

مٿئين سڀني قولن مان منهنجو رجحان شيخ ابو طالب مڪي رحمه الله عليه جي قول ڏي غالب آهي ۽ مان انهيءَ بزرگ جي قول کي به ترجيح ڏيان ٿو جن هي چيو آهي ته جيڪو شخص خريد وفروخت- نڪاح ۽ طلاق جي معاملن سان تعلق رکندو هجي ان لاءِ انهن معاملن جو علم حاصل ڪرڻ به تمام ضروري آهي بلڪ هر مسلمان تي فرض آهي ته هو انهيءَ باري ۾ ديني معلومات حاصل ڪري

۽ انهن پنجن فرضن کان بہ واقف هجي جن جو ذڪر شيخ ابو طالب مڪي رحمہ الله عليه ڪيو آهي. ضروري علم جي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ مون هڪ جامع ۽مڪمل تعريف سوچي آهي جنهن کي بہ بيان ٿو ڪيان:

## ضروري علم جي جامع تعريف

جنهن علم جو حاصل ڪرڻ ضروري آهي اهو اهو آهي، جنهن جي ذريعي شرعي ۽ ديني عملن جي ڄاڻ ٿئي ۽ هي بہ معلوم ٿي سگهي تہ ڪهڙن عملن تي ثواب ملندو آهي ۽ ڪهڙن تي عذاب، انهن شرعي حڪمن ۾ گهڻا اهڙا آهن جن تي هميشہ عمل ڪرڻ هرمسلمان جو فرض آهي، ڪي اهڙا آهن جن جو عمل خاص واقعن تي پيش ايندوآهي تنهنڪري جيڪي مستقل عمل آهن انهن جو علم هر مسلمان جي لاءِ هر وقت ضروري آهي، مگر اهي عمل جيڪي ڪنهن ڪنهن وقت پيش ايندا آهن، انهن جو علم انهن خاص واقعن جي پيش اچڻ تي ضرور ٿي پوندو آهي ۽ مسلمان انهن کان ناواقف نہ ٿو رهي سگهي، هيءَ تعريف مٿين تعريفن کان عام آهي.

## استقامت جو حڪم

صوفين جي مشائخ ڪرام ۽ عابد وزاهد عالمن علم جي فرض کي نهايت محنت سان ادا ڪيو ۽ علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ انهن پنهنجي تبليغي فرضن کي الله تعاليٰ جل شانہ جي توفيق سان چڱي طرح سرانجام ڏنو. رسول الله ﷺ جن جي اتباع ڪندي دين جي معاملي ۾ ثابت قدم رهيا، جيئن الله تعاليٰ جل شانہ کين ثابت قدم رهڻ جو حڪم ڏنو هو،ارشاد خدا وندي آهي تہ:

فَاسْتَقِمْ كَمَا أُمِرْتَ وَمَنْ تَابَ مَعَكَ (پاره ۱۲: رڪوع ۱۰-۳)

(اي پيغمبر ﷺ) توهان بہ ثابت قدم رهو جيئن توهان کي حڪم ڏنو ويو آهي ۽ اهي بہ جن توهان سان گڏ توبهہ ڪئي.

ان استقامت جي ڪري الله تعاليٰ جل شانه هنن تي علمن ۽ فنن جا دروازا کولي ڇڏيا، جيئن انهن جو ذڪر اڳ اچي چڪو آهي. ڪجھ صاحبن جو چوڻ آهي تہ اهوئي شخص استقامت جي خطاب جو لائق بنجي ٿو سگهي، جيڪو زبردست تجلين ۽ نور الاهي ۽ آثار صادقہ جو مشاهدو ڪري چڪو هجي، ۽ انهن دليلن جي ڪري ثابت قدم رهيو هجي جيئن الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| وَلَوْلَآ اَنْ ثَبَّتْنٰكَ (پاره ۱۵ رکوع ۸) | جيڪڏهن اسين توکي ثابت قدم نہ رکون ها. |

ان کان پوءِ سندن حفاظت مشاهدي ۽ روبرو گفتگوءِ وقت ڪئي ويئي. قرب الاهيءَ جي مقام تي کين آراستہ ڪيو ويو ۽ گهٽي محبت تي بہ محمد ﷺ جن کي مخاطب ڪيو ويو ان کان پوءِ فرمايو ويو:

| | |
|---|---|
| فَاسْتَقِمْ كَمَا اُمِرْتَ | الله کان ڊڄو الله اوهان کي علم عطا ڪندو |

جيڪڏهن انهن بلند مقامن تي سرفراز نہ ڪيو وڃي ها تہ استقامت ٿي نہ ٿي سگهي.

حضرت ابو حفص رحمه الله عليه جن کان پڇيو ويو تہ ڪهڙو عمل بهترين آهي فرمايائون تہ: "استقامت" ڇو تہ نبي ڪريم ﷺ جن پاڻ فرمائين ٿا تہ" ثابت قدم رهو، حالانڪ توهان ان جي حفاظت نہ ڪري سگهندا."

حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه جن مٿين آيت جي تشريح ۾ فرمايو تہ" سچي ارادي سان خدا وند ڪريم ڏي رجوع ڪيو" ڪنهن نيڪ ٻانهي رسول الله ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو تنهن چيو تہ"ان وقت مون عرض ڪيو يا رسول الله ﷺ توهان جي باري ۾ هيءَ روايت بيان ڪئي ٿي وڃي تہ سوره هود ۽ان جهڙين ٻين سورتن مون کي پوڙهو ڪري ڇڏيو،پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ"هائو" ان تي ٻيهر مون عرض ڪيو تہ ڇا انهن ۾ نبين سڳورن جي قصن ۽ انهن قومن جي هلاڪت جي بيانن جي ڪري پوڙها ٿيا هئا؟

پاڻ ﷺ جن فرمايو ته نه بلڪ هنن الفاظن مون کي پوڙهو ڪيو.

## فاستقم كما امرت

تنهن ڪري جهڙي طرح رسول الله ﷺ جن کان ابتدائي مشاهدن جا مرحلا طي ڪرڻ کان پوءِ هي خطاب ڪيو ويو آهي ۽ ڪائنن استقامت جي اصولن جو مطالبو ڪيو ويو آهي بلڪل ساڳي طرح اهل باطن علما ۽مشائخ صوفيا ڪرام کي به الله تعاليٰ جل شانه انهن مشاهدن جو هڪ وڏو حصو عطا فرمايو آهي ان کان پوءِ انهن کان استقامت ۽ ثابت قدمي جي فريضي جو مطالبو ڪيو ويو. انهيءَ ڪري هو استقامت کي هڪ اعليٰ مقصد ۽وڏو حڪم سمجهن ٿا. حضرت ابوعلي الچوزجاني رحمه الله عليه جن ارشاد فرمائن ٿا ته استقامت جا طلبگار بنجو ڪرامت جا نه ڇو ته توهان جو نفس ڪرامت حاصل ڪرڻ ۾مشغول آهي، ۽ توهان جو پروردگار جل شانه توهان کان استقامت جو طالب آهي.

## ڪرامت ۽استقامت

هي قول هن باب جو بنيادي اصول۽ اهڙو راز آهي جنهن جي حقيقت کان گهڻا اهل تصوف غافل آهن ان ڪري جو ڪجهه حقيقت جي طلبگارن گذريل بزرگن جا حالات ٻڌي ورتا آهن ۽انهن کي هي به معلوم ٿيو آهي ته انهن بزرگن کي ڪي ڪرامتون ۽ خلاف عادت عجيب ڳالهين جي طاقت عطا فرمائي ويئي هئي، ان ڪري هنن جا نفس به هميشه انهن شين جي توقع ڪن ٿا ۽ هو چاهن ٿا ته هنن کي به ڪجهه ڪرامتون حاصل ٿين ۽ جيڪڏهن ڪنهن تي ڪرامتن جو انڪشاف نه ٿئي ته اهو همٿ هاري هي سمجهندو آهي ته هن جا عمل درست نه آهن، جيڪڏهن اهو اصل حقيقت کان واقف هجي ها ته معاملي کي سمجهڻ ان لاءِ تمام آسان ٿي پوي ها، انکي معلوم هجڻ گهرجي ته ڪڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه حقيقت جي طالب تي صرف انهيءَ لاءِ ڪرامت

جو دروازو کوليندو آهي تہ ان جي ڪرشمن سان هن جي ارادي کي تقويت پهچي ۽ هو نفساني خواهشون ڇڏي ڏئي.

پر ڪجھ ماڻهو صرف پختي يقين جي ڪري ڪشف حاصل ڪندا آهن ۽ انهن جي دل تان پڙدا هٽايا ويندا آهن تنهن ڪري جيئن صرف يقين جي ڪري ڪشف حاصل ٿي وڃي تہ ان کي خلاف عادت ڪرامتن جي مشاهدي ڪرڻ جي ضرورت نہ رهندي آهي، ڇو تہ انهن ڪرامتن جو مقصد بہ يقين حاصل ڪرڻ آهي ۽ جڏهن ان جي بغير ئي يقين حاصل ٿي ويو هجي تہ پوءِ انهن جي ضرورت ناهي،ڇو تہ اهڙي انسان جي سامهون جيڪڏهن اهڙي قسم جي ڪرامت ۽ڪشف ظاهر بہ ٿي وڃي تہ بہ ان جي يقين ۾ ڪو اضافو نہ ٿو ٿئي، بلڪ مصلحت خداونديءَ جي تقاضا اها آهي تہ ان جي لاءِ خلاف عادت ڳالهين جو اظهار نہ ٿئي، بلڪ صرف ضرورتمند جي سامهون ان جو اظهار ٿئي.

حقيقت جو طالب جيڪو ڪشف ۽ ڪرامتن کان بي نياز آهي پهرين جماعت جي فردن کان روحاني قابليت ۽ استعداد ۾ ڪامل تر سمجهيو ويندو،ڇو تہ هن کي ڪنهن ڪرامت يا قدرت ڪرشمي جي مشاهدي ڪرڻ کان سواءِ ڪامل يقين حاصل ٿي ويو، ان کان سواءِ اهل ڪرامت ۾ خودپسندي ۽ غرور جو جذبو پيدا ٿيڻ جو انديشو بہ آهي ان ڪري هڪ سچي حقيقت جي طالب جو طريقو هي آهي تہ هو پنهنجي نفس کان استقامت جو مطالبو ڪري ڇو تہ هن جي سڀ کان وڏي ڪرامت اها آهي ان کان پوءِ رستي ۾ ڪا ڪرامت ظاهر ٿي پئي تہ بهتر نہ تہ ان جي پرواھ نہ ڪري ۽ ان جي ظاهر نہ ٿيڻ ۾ ڪو نقصان نہ سمجهي، اصل نقصان اهو آهي جڏهن استقامت جي فرضن ۾ خلل اچي، هي تصوف جو اهڙو بنيادي اصول آهي جنهن کي چڱي طرح سمجهڻ گهرجي.

# صوفين جا علم

مشائخن ۽ صوفين سڳورن استقامت جي فرضن کي سرانجام ڏيڻ جي گهڻي تعريف ڪئي آهي، پر ان سان گڏوگڏ انهن اهي علم به حاصل ڪيا جن جو گذريل بزرگن مشورو ڏنو آهي ۽ جن کي اسين ضروري علمن جي سلسلي ۾ بيان ڪري آيا آهيون، انهن ۾ (١) علم الحال (٢) علم القيام (٣) علم الخواطر آهي ۽ هن علم الخواطر جي تشريح اسين هڪ مستقل باب ۾ انشاءالله تعاليٰ بيان ڪنداسين ان کان علاوه (۴) علم اليقين (٥) علم الاخلاص (٦) علم النفس يعني نفس شناسي ۽ نفس جي اخلاق جوعلم به اهم آهي. علم النفس ۽ علم نفس شناسي اهل تصوف جي ويجهو تمام اهم آهي جيڪو ان کان گهڻو واقف هوندو اهو سڌو رستو ڏسي سگهندو، ان کان علاوه (٦) دنيا جي نمونن ۽ قسمن جو علم (٧) نفسياتي خواهشون ۽ انهن جون باريڪيون يا لڪل نفساني شهوتن جو علم (٨) توبه جي حقيقتن جو علم (٩) لڪل گناهن جو علم (١٠) انهن برائين جو علم جيڪي نيڪ بندن جي چڱاين ۾ شامل ڪيون وينديون آهن (١١) ضرورتن جو علم يعني لباس پائڻ، لاهڻ، ڪائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ وغيره جا طور طريقا (١٢) فضرل ڪمن کي ترڪ ڪرڻ ۽ دل مان بيڪار ۽ گناه جي خيالن کي ڪڍڻ (١٣) مراقبي جو علم ۽ مراقبي کي ڪهڙين شين مان نقصان پهچندو آهي (١۴) علم نفس جو محاسبو (١٥) توڪل جي حقيقتن جو علم، توڪل جي صورت ۾ متوڪل کان ڪهڙيون لغزشون سرزد ٿينديون آهن، ڪهڙيون شيرن ان جي راه ۾ رڪاوٽ آهن ۽ ڪهڙيون رڪاوٽون نه آهن،انهيءَ توڪل ۾ فرق جيڪو ايمان جي لحاظ کان واجب آهي ۽ اها توڪل جيڪا اهل باطن سان مخصوص آهي (١٦) علم رضا ۽ رضا جي مقامن جا گناه (١٧) علم زهد ضرورتن جي لحاظ کان ان جي حد بندي ۽ انهن شين

جو بيان جيڪي ان جي حقيقت ۾ حائل نہ ٿيون ٿين. زهد ۾ ٽئي زهد جي سڃاڻپ ۽ زهد في الزهدڪان پوءِ زهد ثالث جو ذڪر (١٨) عاجزيءَ سان گڙگڙائي دعا ڪرڻ، دعا جا وقت کهڙا آهن ۽ دعا جي سڪوت جا وقت کهڙا آهن (١٩) علم محبت، عام ۽ خاص محبت ۾ فرق عام محبت جي تشريح "حڪم جي تعميل" ۾ بيان ڪئي ويئي آهي، ظاهري عالمن باطني عالمن جي خاص محبت جي دعويٰ کان انڪار ڪيو آهي اهڙي طرح انهن رضا کان بہ انڪار ڪيو آهي ۽ چيو آهي تہ سواءِ صبر جي ٻيو ڪجھ ڪونهي.

بهرحال اهل تصوف خاص محبت جا وڏيڪ قسم بيان ڪيا آهن، انهن ڪي محبت الذات ۽ محبت الصفات ۾ تقسيم ڪيو آهي قلبي محبت، روحاني محبت، ۽ عقلي محبت ۽ نفسي محبت ۾ فرق ڪيو آهي ۽ مقام محب ومحبوب،مريد ومرشد ۾ بہ فرق بيان ڪيو آهي. (٢٠) انهن سڀني کان پوءِ مشاهدن جا علم آهن، جيئن علم هيبت ۽ انس قبض ۽ بسط، قبض همر، بسط ۽نشاط جي وچ ۾ فرق علم فنا ۽ بقا، فنا جي احوال جو فرق، استستار، تجلي، جمع، فرق،لوامع، طوالع، بوادي، صحو، سڪر وغيره.

هي علم ايتريقدر گهڻا آهن جو جيڪڏهن وقت جي گنجائش هجي ها تہ اسين انهن جا تفصيل ڪيترن ئي جلدن ۾ بيان ڪيون ها مگر عمر بلڪل ٿوري آهي ۽ وقت گهڻو عزيز آهي، جيڪڏهن غفلت هن ۾ شريڪ نہ هجي ها تہ هن مقدار کان بہ وڏيڪ وقت تنگ هجي ها، بهرحال هيءَ مختصر تاليف صوفيا ڪرام جي هڪ عمدي حصي تي ٻڌل آهي ۽ اسين خدا پاڪ جل شانہ کان توقع ٿا ڪيون تہ هو هن مان ماڻهن کي فائدو پهچائيندو ۽ اسان جي فائدي لاءِ هن کي حجت بنائيندو. هي ڪتاب اسان جي نقصان جو سبب نہ ٿيندو. هنن سڀني علمن جي پنيان ٻيا علم بہ آهن جن تي عمل ڪري آخرت جي عالمن ڪاميابي حاصل ڪئي

مگر دنيادار عالم ان کان محروم رهيا ان جو سبب هي آهي تہ هي سڀ علم سليم ذوق تي ٻڌل آهن ۽ ذوق سليم ۽ صحيح وجدان قلبيءَ جي بغير انهن کي حاصل نہ ٿو ڪري سگهجي، ڇو تہ کنڊ جي مٺاڻ کي بيان نہ ٿو ڪري سگهجي،بلڪ جيڪو انهن کي چکندو آهي اهوئي ان جي مٺاڻ جي مزي کي ڄاڻندو آهي.

## علمُ ۽ دنيا پرستي

تصوف جي علمن جي فضيلت جو اندازو هن ڳالھ مان لڳائي ٿو سگهجي جو ٻين سيني علمن کي دنيا جي محبت ۽ زهد ۽ تقويٰ جي خلل سان گڏوگڏ حاصل ڪري ٿو سگهجي بلڪ دنيا جي محبت انهن علمن جي سکڻ ۾ معاون ۽ مددگار هوندي آهي، ڇو تہ شروعات ۾ انهن علمن جو سکڻ نفس تي ڏاڍو ڏکيو لڳندو آهي پر جيئن تہ ماڻهن ۾ جاھ وجلال پرستي گهڻي آهي ان ڪري جڏهن انهن کي هي معلوم ٿو ٿئي تہ علم جي حاصل ڪرڻ سان جاھ وجلال ۽ درجن جي ترقي بہ حاصل ٿي ٿئي تہ پوءِ هو علم جي حاصل ڪرڻ لاءِ تڪليفون، راتين جا اوجاڳا، سفر جون مصيبتون وغيره برداشت ڪندا آهن، پر صوفياءِ ڪرام جا علم دنيا جي محبت سان گڏ حاصل نہ ٿا ڪري سگهجن، بلڪ انهن جو انڪشاف انهيءَ وقت ٿيندو آهي جڏهن نفساني خواهشن کي بلڪل ختم ڪيو وڃي، اهڙي طرح هنن جي تعليم زهد ۽ تقويٰ جي مدرسي ۾ ٿيندي آهي جيئن خداوند تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ

| | |
|---|---|
| وَاتَّقُوااللّٰهَ وَيُعَلِّمُكُمُ اللّٰهُ | الله کان ڊڄو الله اوهان کي علم عطا ڪندو |

اهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانہ علم کي تقويٰ جي ميراث قرار ڏنو. پر ٻيا علم تقويٰ کان سواءِ بہ حاصل ڪري ٿا سگهجن، ان ڪري هن علم جي فضيلت هيءَ آهي تہ هن جي نقاب ڪشائي صرف اهل حقيقت ئي ڪري ٿا سگهن ۽ اهل حقيقت (اولوالالباب) صرف زاهدن جو

گروهہ آهي جيڪو ڪڏهن بہ دنيا ڏي مائل نہ ٿو ٿئي.

ڪنهن فقهيءَ جو قول آهي تہ جيڪڏهن ڪيراها وصيت ڪري تہ هن جو مال سڀ کان وڌيڪ عقلمند انسان کي ڏنو وڃي تہ اهو مال زاهدن کي ڏنو ويندو، ڇو تہ اهي ئي سڀني ماڻهن ۾ وڌيڪ عقلمند آهن.

سهل بن عبدالله التستري رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ"عقل جا هڪ هزار نالا آهن ۽ هر نالي جا بہ هزار نالا آهن مگر هر هڪ نالي جو اصل حصو ترڪ دنيا آهي.

## دنيادار عالمن جي ڪهاڻي

اسان کي شيخ ابو الفتح محمد بن عبدالباقي رحمة الله عليه جن پنهنجي مشائخ جي سند سان حضرت عبدالله خواص رحمة الله عليه کان هيءَ روايت بيان ڪئي آهي حاتم اصم رحمه الله عليه جو ساٿي هئو ان بيان ڪيو آهي تہ مان ابو عبدالرحمٰن حاتم اصم سان شهر ري ۾ پهتس ان سان گڏ ٽي سؤ ويهہ مرد هئا، جيڪي حج جا مسافر هئا ڪمبل ويڙهيل ۽ جبا پاتل هئڻ هنن وٽ نہ ڪاڏو هو، نہ پيئڻ لاءِ ڪو ٿانو بهرحال اسين شهر ري ۾ هڪڙي زاهد سوداگر وٽ وياسين جيڪو درويشن سان محبت ڪندو هو، انهيءَ رات اسان جي دعوت ڪئي، جڏهن صبح ٿيو تہ هن حاتم کي چيو تہ" اي ابو عبدالرحمٰن توکي ڪنهن شيءِ جي ضرورت آهي؟ ڇو تہ مون کي هن وقت هتي هڪ بيمار فقهيءَ وٽ عيادت لاءِ وڃڻو آهي.

حاتم رحمة الله عليه جن چيو " جيڪڏهن تنهنجو فقهي عالم بيمار آهي تہ مان بہ توسان گڏ ان جي عيادت لاءِ هلندس، ڇو تہ فقهي عالم جي عيادت ڪرڻ جي وڏي فضيلت آهي ۽ فقهي عالم ڏي ڏسڻ بہ عبادت آهي"

اهو بيمار عالم محمد بن مقاتل شهر ري جو قاضي هو، تنهن ڪري انهيءَ تاجر چيو تہ "اچ ابو عبدالرحمن صاحب مون سان گڏجي هل" جڏهن هو هن جي دروازي جي ويجهو پهتا تہ هنن وڏو ۽ خوبصورت دورازو ڏٺو. حاتم رحمة الله عليه سوچيندو رهيو تہ ڇا هڪ عالم جو اهڙو عاليشان

دروازو تي تو سگهي؟ ان ڪانپوءِ جڏهن ڪين اندر وڃڻ جي اجازت ملي تہ هو داخل ٿيا ۽ ڏٺائون تہ گهر نهايت عمدو نهيل هو، ان ۾ شاندار فرش وڇايل آهن پڙدا لٽڪي رهيا آهن ۽ماڻهو جمع آهن، حاتم رحمة الله عليه هي ڏسي سوچ ۾ پئجي ويو، ان ڪانپوءِ هو انهيءَ ڪمري ۾ ويا جتي قاضي صاحب تشريف فرما هئو، اتي عمدو فرش وڇانيل هو ۽ قاضي صاحب ان تي آرام فرمائي رهيو هو ۽ ان جي سيرانديءَ ڪان هڪ ڇوڪرو وڏو پکو هڻي رهيو هو، هو سوداگر تہ ويهي رهيو ۽ مزاج پرسي ڪرڻ لڳو مگر حاتم رحمة الله عليه بيٺو رهيو، قاضي محمد بن مقاتل ڪين وهڻ لاءِ اشارو ڪيو مگر هن وهڻ ڪان انڪار ڪيو، ان تي ابن مقاتل پڇو ڇا توکي ڪو ڪم آهي؟ هن چيو "ها"! مان اوهان ڪان هڪ مسئلو پڇڻ ٿو گهران، قاضيءَ چيو تہ فرمايو، ان تي حاتم رحمة الله عليه جن چيو تہ توهان اٿي ويهو تہ جيئن مان اوهان ڪان مسئلو پڇي سگهان، انهيءَ تي هو غلامن جي مدد سان ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو. حاتم رحمة الله عليه پڇيو توهان ڪنهن ڪان علم حاصل ڪيو، هن چيو تہ ثقہ ۽معتبر عالمن مون کي حديثون ٻڌايون تہ هن وري پڇيو "انهن ڪنهن ڪان حديثون ٻڌيون" قاضيءَ چيو تہ رسول الله ﷺ جن ڪان "هن پڇيو تہ رسول الله ﷺ جن ڪٿان علم سکيو؟ قاضيءَ جواب ڏنو" جبرائيل عليه السلام ڪان"

حاتم رح چيو تہ" ڇا تو جبرئيل عليه السلام، رسول الله ﷺ، سندن اصحابن ۽معتبر مشائخن جي حوالي سان ڪا اهڙي حديث ٻڌي تہ جيڪو شخص گهر ۾ امير هجي، هن جو شان ۽ شوڪت گهٽو هجي تہ خدا جل جلالہ جي ويجهو ان جو مرتبو گهٽو هوندو" هن چيو تہ نہ ان تي حاتم رحمه الله عليه وري پڇيو تہ پوءِ تو ڪهڙي قسم جي حديث ٻڌي"؟ هن چيو تہ مون هيءَ حديث ٻڌي آهي تہ جنهن شخص دنيا ڏي رغبت نہ ڪئي بلڪ آخرت ڏي متوجہ رهيو ۽ غريبن سان محبت ڪندو رهيو ۽ آخرت لاءِ ذخيرو جمع ڪيائين تہ ان جو مرتبو خدا جل شانہ جي ويجهو وڌيڪ هوندو"

حاتم اصم رحمه الله عليه چيو ته " پوءِ تو ڪنهن جي پيروي ڪئي آهي؟ ڇا نبي ڪريم ﷺ جن جي، سندن اصحابين جي ۽ نيڪ ٻانهن جي پيروي ڪئي آهي يا فرعون ۽ نمرود جي، جن سڀني ڪان پهريائين چوني ۽ سرن سان عمارتون ٺهرايون. اي بدبخت عالمو! توهان جهڙن ماڻهن کي ڏسي هڪ دنيا پرست جاهل انسان هي چوندو ته" جڏهن عالمن جو هي حال آهي ته پوءِ ته مان انهن کان برو نه آهيان" هي چئي حضرت حاتم اصم رح جن اتان نڪري هليا ويا، هنن جي وڃڻ کان پوءِ ابن مقاتل جو مرض وڌندو رهيو.

## طنا فسيءَ جو واقعو

جڏهن ري جي رهاڪن کي حاتم اصم رحمه الله عليه ۽ قاضي ابن مقاتل جي گفتگوءَ جو علم ٿيو ته انهن چيو ته اي ابو عبدالرحمن شهر قزوين ۾ ان کان به وڏي شان ۽ شوڪت وارو عالم آهي انهن جو اشارو طنافسيءَ جي طرف هو، ان ڪري حاتم رحمه الله عليه هن وٽ پهتو ۽ چوڻ لڳو ته خدا جل شانه توهان تي رحم ڪري، مان هڪ عجمي شخص آهيان ۽ چاهيان ٿو ته توهان مون کي سڀ کان پهريائين دين اسلام جي پهرين شيءِ ۽ منهنجي نماز جي ڪنجي سيکاريو ته مان نماز لاءِ ڪيئن وضو ڪيان؟ هن چيو ته هائو، ۽ غلام کي چيائون ته ٿانو ۾ پاڻي کڻي اچ "پوءِ طنافسيءَ ويهي وضو ڪيو ۽ ٽي ٽي دفعا عضون کي ڌوتو ان کان پوءِ چيائون ته " هيئن وضو ڪر" پوءِ حاتم وضو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ وضوءَ ۾ ٽي ٽي دفعا عمل ڪيو مگر جڏهن ٻانهن کي ڌئڻ لڳا ته هن چار دفعا ڌوتو ان تي طنافسيءَ کين ٽوڪيو ۽ چيو ته تو اسراف ڪيو آهي. حاتم چيو ڪيئن؟ هن چيو ته تو پنهنجي ٻانهن کي چار دفعا ڌوتو آهي" ان تي حاتم چيو سبحان الله! مون هڪ ڍڪ پاڻيءَ ۾ اسراف ڪيو مگر توهان هنن سڀني معاملن ۾ اسراف نه ڪيو آهي؟ طنافسي سندن اشاري کي سمجهي ويو ته سائل جو مطلب کين ٽوڪڻ هو هن کان ڪجهه سگهڻ نه هو، هي ٻڌي هو گهر هليو ويو ۽ چاليهن ڏينهن تائين (شرم کان)

ماڻهن جي سامهون نہ آيو، هنن واقعن کي شهر ري ۽ شهر قزوين جي تاجرن هڪ ٻئي کي خط وڪتابت ذريعي اطلاع ڏنو.

جڏهن حاتم اصم رح بغداد پهتو تہ اهل بغداد ان وٽ آيا ۽ چيائون تہ اي ابو عبدالرحمن! تون عجمي ۽ هلڪو انسان آهين جڏهن ڪير توسان گفتگو ڪندو تہ تون هن جي ڳالهہ کانئي چڏيندين" حاتم رحمة الله عليه چيو تہ مون ۾ ٽي خصلتون اهڙيون آهن جن جي ڪري مان پنهنجي حريف تي غالب اچي ويندو آهيان" هنن چيو تہ اهي ڪهڙيون آهن؟ هن جي جواب ۾ پاڻ چيائون تہ:

(١) جڏهن منهنجو حريف صحيح ڳالهہ چئي تہ مان خاموش ٿي ويندو آهيان

(٢) ۽ جڏهن غلطي ڪري تہ مان ڏکارو ٿيندو آهيان.

(٣) ۽ مان پنهنجي نفس کي انهيءَ ڳالهہ کان بچايان ٿو تہ مان ان جي برخلاف ڪنهن جهالت جو مظاهرو ڪيان"

امام احمد بن حنبل رحمہ الله عليه تائين بہ هن جون هي ڳالهيون پهچي ويون تہ اهو بہ هنن وٽ هلي آيو ۽ چوڻ لڳو تہ سبحان الله! "هي شخص ڪيترو نہ عقلمند آهي" بهرحال جڏهن ماڻهو حاتم رحمہ الله عليه وٽ ويا تہ چوڻ لڳا. اي ابو عبدالرحمن دنيا کان سلامتيءَ جو ڪهڙو طريقو آهي؟ حاتم رحمہ الله عليه جن امام احمد بن حنبل رحمہ الله عليہ کي مخاطب ٿيندي جواب ڏنو تہ اي ابو عبدالله! تون دنيا کان ان وقت تائين امن ۽ سلامتي حاصل ڪري نہ سگهندين جيسين تو ۾ هي چار خصلتون نہ هجن" هنن پڇيو تہ اهي ڪهڙيون آهن. حاتم رحمہ الله عليه جن فرمايو تہ:

(١) تون ماڻهن جي جهالت کي معاف ڪر (٢) پنهنجي جهالت کان انهن کي پري رک (٣) پنهنجون شيون ماڻهن تي خرچ ڪر (٤) انهن جي هر شيءِ کان (احسان کان) مايوس رهہ- جيڪڏهن هي چار خصلتون تو ۾ پيدا ٿيون تہ پوءِ تون دنيا ۾ سلامتيءَ سان رهندين،ان کان پوءِ حاتم

رحمه الله عليه جن مدينہ منوره ڏي هليا ويا .

## تقويٰ ۽ علم

خدا تعاليٰ جل جلالہ ارشاد ٿو فرمائي تہ انما يخشي الله من عباده العلما (پاره٢٢: رڪوع١٦: ٢) يعني الله تعاليٰ تبارڪ جل شانہ کان علماءَ ئي ڊڄندا آهن. هن آيت ۾ انما جو لفظ ان ڪري ذڪر ٿيل آهي تہ هي ٻڌايو وڃي تہ جيڪو خدا جل شانہ کان نہ ٿو ڊڄي انهن ۾ حقيقي علم نہ آهي. جهڙي طرح اسين اهو چئون تہ انما يدخل الدار بغدادي يعني (گهر ۾ بغدادي ئي داخل ٿيندو آهي) تہ هن جملي جو مطلب هي آهي تہ غير بغدادي گهر ۾ داخل نہ ٿيندا آهن. ان ڪري اهل باطن آخرت جي عالمن تي هيءَ ڳالهہ واضح ٿي ويئي آهي تہ علم ۽ معارف ۽ قرب الاهيءَ جي بلند مقامن‌جا رستا سيني ماڻهن تي بند آهن. اهي رستا صرف انهن لاءِ کليل آهن جيڪي زهد ۽ تقويٰ اختيار ڪندا آهن.

حضرت ابو يزيد رحمہ الله عليه هڪ دفعي پنهنجي ساٿين کي چيو تہ " مان ڪالهہ سڄي رات صبح تائين هيءَ ڪوشش ڪندو رهيس تہ لا الہ الاالله جو ڪلمو زبان سان ادا ڪيان مگر ايتري ساري ڪوشش جي باوجود منهنجي زبان سان اهو ڪلمون ادا ٿي نہ سگهيو، جڏهن ڪانئن سبب پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ مون کي انهيءَ وقت ننڍڙائپ ۾ چيل هڪ جملو ياد ايندو رهيو ان ڪري مون تي ان ڳالهہ جي وحشت ايتري قدر غالب رهي جو انهيءَ مون کي توحيد جي ڪلمي جي ذڪر کان باز رکيو. مون کي ان شخص تي تعجب آهي جيڪو الله تعاليٰ جل شانہ جو ذڪر ڪري ٿو ۽ اهو اهڙي قسم جي ڪنهن صفت سان متصف آهي"

لهاذا تقويٰ جي صفائي ۽ ڪمال زهد سان ٻانهو علم ۾ راسخ ٿي ويندو آهي.

# علم جا ماهرين

شيخ واسطي رحمةالله عليه جو قول آهي تہ" علم ۾ راسخ اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي ارواحن سان غيب الغيب ۽ سرالسراءِ ۾ راسخ ٿي ويا. لهاذا جيڪو انهن کي سچائي سڳهيو انهيءَ انهن کي سچاڻي ورتو.اهي علم جي سمنڊ ۾ فهم ۽ ادراڪ سان غوطہ هڻندڙ ٿيا، تانجو ترقي حاصل ڪن ان وقت ڪلام جي هر حرف جي هيٺان فهم ۽ ادراڪ ۽ عجيب وغريب خطاب جي ذريعي انهن جي لاءِ سڀ جمع ڪيل خزانا کلي ٿاپون ۽ اهي حتمي گفتگو ڪرڻ لڳندا آهن.

ڪن جو قول آهي تہ "علم ۾ راسخ اهو آهي جيڪو گفتگوءَ جي موقعي ۽ مهل کان واقف هجي، خزار رحمہ الله عليہ جو قول آهي تہ علم ۾ راسخ اهو آهي جنهن سيني علمن ۾ ڪمال معرفت حاصل ڪيو هجي ۽ سيني مخلوقن جي همتن کان واقف هجي.

ابوسعيد رحمہ الله عليہ جي هن قول جو هي مطلب نہ آهي تہ علم ۾ راسخ عالم، علمن ۽ فنن جي سيني جزن مان هئا، پر هنن آيت جي معنيٰ ۾ توقف ڪيو" وفاڪهہ وابا (ميوو ۽ گاهہ) ۽ پڇڻ لڳا تہ اب ڇا آهي؟ پوءِ چوڻ لڳا تہ هي تڪليف کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي ڪي ماڻهو بيان ٿا ڪن تہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ اب جي معنيٰ ۾ توقف ڪيو هو.

بهرحال شيخ ابو سعيد رحمہ الله عليہ جي ڪلام جو آخري حصو ان جي ابتدائي حصي جي تشريح ڪري ٿو ۽ اهو هي آهي تہ "علم ۾ راسخ علماءَ سڀي مخلوق جي ارادن کان واقف هوندا آهن" هن مان مراد اها آهي تہ صحيح معنيٰ ۾ متقي ۽ پرهيزگار ۽ زاهد مرد جو باطن صاف ٿي ويندو آهي، بلڪ ان جي دل جو آئينو ايترو تہ صاف ٿي ويندو آهي جو اهو هڪ حد تائين" لوح محفوظ" جي سامهون پهچي ٿو وڃي. ان ڪري پنهنجي باطني صفائيءَ جي ڪري هو سيني بنيادي علمن ۽ انهن

جي اصولن کان واقف ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح علمائن جي انتهائي معلومات کان باخبر ٿي هر علم جي فائدي کان واقف ٿي ويندو آهي، پر جزئيه جا علم تعليم ۽ مشق سان ئي دلين ۾ راسخ ٿيندا آهن. ان ڪري علم ڪلي علم جي الڳ الڳ شاخن ( جزئيه جي علمن) جي حاصل ڪرڻ کان انهن ماڻهن کي بي نياز نه ٿو ڪري، جيڪي ان جا ضرورتمند آهن انهن ماڻهن جا نفس جزئيه جي علمن سان ايتري قدر پريل آهن ۽ اهي انهن ۾ ايتريقدر مشغول ٿا رهن جو علم ڪليءَ سان انهن جو تعلق باقي نه ٿو رهي.

## اهل باطن جو علم

اهل باطن زاهد علما دين جي ضروري اصولن ۽ شريعت جي بنيادي فرضن کي حاصل ڪرڻ کانپوءِ خدا جل شانه ڏي متوجه ٿي ويندا آهن ۽ انهيءَ جا ئي ٿي ويندا آهن انهن جا روح مقام قرب الاهيءَ تائين پهچڻ لاءِ وقف ٿي ويندا آهن جنهن جو نتيجو هي ٿيندو آهي ته انهن تي الاهي تجلين جو نزول ٿيندو آهي ۽ انهن جا قلب مختلف علمن ۽ معارف کي سمجهڻ جي قابل بنجي ويندا آهن. هي ارواح عالم ازليءَ ڏي اهڙي طرح مائل آهن جو ترقي ڪري عالمن جي ادراڪ جي حد کان به مٿي پهچي ويا آهن ۽ اهڙي وجود کان مجرد ۽ آزاد ٿي ويا آهن، جيڪو علمن جو ظرف بنجڻ جي صلاحيت رکندو هو. انهن جا قلب نفسن سان تعلق ۾ هجڻ جي ڪري اهڙي طرح" ظروف وجوديه" بنجي ويا آهن جهڙي طرح علم جو وجود "نسبت وجوديه" سان رابطو رکندو آهي ۽ اهي علمن سان بلڪل ملي جلي ويا آهن، ڇو ته مختلف علمانهن سان لوح محفوظ جي اتصال سان منفصل ٿي ويا آهن انهن جي انفصال مان مطلب صرف هي آهي ته لوح محفوظ ۾ ئي منقوش ۽ ثابت ڪيا ويا آهن.

قلب روحن جي مقام کان ان ڪري جدا آهن جو قلبن جي ڪشش نفسن جي طرف آهي اهڙي طرح ٻه منفصل ۽ الڳ الڳ شيون (يعني مختلف علم ۽ قلبن ۾) هڪ مشترڪ تعلق پيدا ٿي ويو آهي جيڪو

هڪ ٻئي سان رابطو قائم ٿو رکي. اهڙي طرح انهن کي علم حاصل ٿو ٿئي ۽ حق پرست علماء ۽ علم ۾ راسخ ٿي ان جا ماهر بنجي ٿا وڃن.

## علم جو مرڪز قلب آهي

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه ٻين الهامي ڪتابن ۾ هي ارشاد فرمايو آهي ته: اي فرزندان اسرائيل! نه چئو ته علم آسمان ۾ آهي ان کي ڪير نازل ڪندو ۽ نه هي چئو ته هو سمنڊ جي پريان آهي، ڪير سمنڊ کي عبور ڪري ان کي آڻيندو؟ بلڪ حقيقت هيءَ آهي ته علم جا مرڪز توهان جا قلب آهن، توهان منهنجي سامهون روحاني فرشتن وارو ادب اختيار ڪيو ۽ صديقين جي اخلاق سان پيش اچو، اهڙي طرح توهان جي دلين مان علم ڦٽي نڪرندو ايتريقدر جو توهان تي ڇانئجي ويندو".

مٿين عبارت ۾ روحاني فرشتن جا طور طريقا اختيار ڪرڻ جو مفهوم هي آهي ته نفس کي ان جي طبعي خواهشن کان باز رکجي ۽ هر قول ۽ فعل ۾ علم جي واضح اصولن جي مطابق انهن نفسياني خواهشن جو خاتمون ڪجي، هي ڪم اهو ڪري ٿو سگهي جنهن کي علم ۽ قرب الاهي حاصل هجي ۽ هن خدا جل شانه جي دربار ۾ حاضر ٿيڻ جو رستو معلوم ڪري ورتو هجي، اهڙي طرح هو حق جي خاطر حق سان محفوظ رهندو.

اسان جي شيخ ابو النجيب عبدالقاهر سهرورديءَ اسان کي پنهنجي مشائخن جي سند ۽ واسطي سان حسان بن عطيه رحمه الله عليه جن جي هن روايت جي اجازت ڏني ته انهن فرمايو ته: مون کي اطلاع پهتو ته شداد رضي الله عنه جن هڪ منزل تي لٿا ۽ فرمائڻ لڳا:-

" دستر خوان اسان جي سامهون آڻيو ته جيئن اسين ان سان ڇيڙ ڇاڙ ڪيون، سندن هيءَ ڳالهه ناپسند ڪئي وئي ته ان وقت پاڻ فرمايائون " مان جڏهن کان مسلمان ٿيو آهيان، ان وقت کان ڪا به گفتگو ان وقت تائين نه ڪندو آهيان جيستائين مان ان کي مهار لڳائي ان کي لغام نه

ڏيان، پر هيءَ ڳالهہ ان کان مستثنيٰ آهي تہ بہ توکي ان تي رنجيده نہ هئڻ گهرجي" هي روحاني فرشتن جي آداب جو هڪ مثال آهي.

## علم وعمل

انجيل ۾ لکيل آهي تہ" جيڪا ڳالهہ توهان کي معلوم نہ آهي ان کان ان وقت تائين واقف ٿيڻ جي ڪوشش نہ ڪيو جيسين توهان پنهنجي موجوده علم تي عمل ڪري نہ ڏيکاريو"

رسول الله ﷺ جن جي هڪ حديث آهي تہ:"شيطان توهان کي علم جي ذريعي ٺاريندو رهندو آهي" اسان عرض ڪيو تہ " يا رسول الله ﷺ اهو ڪيئن اسان کي علم جي ذريعي ٺاريندو آهي" پاڻ ﷺ جن فرمايو" هو چوندو آهي تہ علم حاصل ڪيو ۽ عمل نہ ڪيو، جيسين علم مڪمل نہ ڪيو" اهڙي طرح ٻانهو علم حاصل ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويندو آهي ۽ عمل کي ملتوي ڪندو رهندو آهي، ايستائين جو هو مري ويندو آهي، پر ڪو (نيڪ) عمل نہ ڪندو آهي".

حضرت ابن مسعودرضي الله عنه جو ارشاد آهي تہ"علم گهڻين روايتن بيان ڪرڻ جو نالو نہ آهي، بلڪ اهو تہ خدا جل شانه جو خوف پيدا ڪندو آهي"

حضرت حسن عليه السلام جن فرمايو " اللهتعاليٰ جل شانه جي ويجهو علم ۽ روايت واري صاحب جي ڪا بہ اهميت ڪانهي، بلڪ ان جي ويجهو صرف فهم ۽ بصيرت جي صاحب جو قدر ۽ قيمت آهي"

تنهنڪري علم وراثت (باطني علمن) تعليمي يا ظاهري علمن سان ڳنديل آهي، هي تعليمي ۽ ظاهري علم خالص کير وانگر آهي جيڪي پيئڻ وارن جي نڙيءَ مان آسانيءَ سان لهي ٿا وڃن، پر علم وراثت (باطني علم) هڪ اهڙي مکڻ وانگر آهن جيڪي کير مان ڪڍيا وينڊا آهن، جيڪڏهن کير نہ هجي تہ مکڻ بہ نہ نڪرندو. ان ڪري اصل مقصد مکڻ جو سٺي آهي جيڪو کير مان نڪرندو آهي، اهڙي طرح کير

جو پاڻي هڪ جسم وانگر آهي، جنهن جي ڪري سڄي جو روح برقرار ٿو رهي ۽ پاڻي ان کي قائم ٿو رکي، جيئن خداوند تعاليٰ جل شانه فرمايو آهي ته:

| | |
|---|---|
| وَجَعَلْنَا مِنَ الْمَآءِ كُلَّ شَيْءٍ حَيٍّ | اسان پاڻيءَ جي ذريعي هر شيءِ کي زنده رکيو |

ٻي جاءِ تي ارشاد آهي:

| | |
|---|---|
| اَوْ مَنْ كَانَ مَيْتًا فَاَحْيَيْنَاهُ | ڇا ائين نه آهي ته هو مئل هو ۽ اسان هن کي زنده ڪيو |

يعني هو ڪفر جي ذريعي زنده هو، اسان اسلام جي ذريعي ان کي زنده ڪيو.

## اسلامي علم

تنهنڪري اسلام جي ذريعي چئجي ٿو ته زنده ڪرڻ علم جو پهريون حصو ۽ پهريون بنياد آهي. اسلام جا گهڻا علم آهن جيڪي ان جي بنيادي اصولن سان تعلق ٿا رکن، جيڪڏهن صرف تصديق جي نگاه سان ڏٺو وڃي ته اسلام جو وجود ايمان کان پوءِ آهي، مگر اسلام جي ثبوت کان پوءِ ايمان جون گهڻيون ئي شاخون ۽ مرتبا قائم ٿين ٿا، جيئن علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين جا مرتبا آهن، جن کي ٻين لفظن ۾ توحيد،معرفت ۽ مشاهدي سان تشبيهه ڏئي سمجهيو وڃي ٿو اهڙي ايمان جي شاخ مان ڪيترا علم نڪرن ٿا پر فرق هي آهي ته اسلام جي قلبي علمن جا ٻه قسم آهن، هڪ قسم خاص ٻانهن لاءِ آهي ۽ ٻيو عام لاءِ عام لاءِ علم اليقين آهي جيڪو غور ۽ فکر ۽ استدلال جي ذريعي حاصل ٿيندو آهي. هن ۾ دنيادار عالم ۽ آخرت جا عالم ٻئي برابر جا حصيدار آهن.

## سڪينه

ان کان سواءِ هڪ مخصوص علم ٻه آهي جيڪو صرف علماءِ

آخرت جي لاءِ آهي، هي اهو علم آهي جنهن کي قرآن حڪيم ۾ سڪينه جي لفظ سان تعبير ڪيو ويو آهي، جيڪو مؤمنن جي قلبن تي نازل ٿي انهن کي سڪون ٿو پهچائي ته جيئن هنن جي موجوده ايمان ۾ اضافو ٿئي، تنهنڪري ايمان پنهنجي خاص وصفن جي مطابق ايمان جي سيني درجن تي حاوي آهي مگر عام وصف جي مطابق اهو سيني درجن تي حاوي نه آهي، خاص وصف جي لحاظ کان يقين ۽ ان جا مرتبا ايمان ۾ داخل آهن. مگر عام وصف جي مطابق ايمان کان وڌيڪ شيءِ آهي جيئن مشاهدي جو هڪ خاص درجو آهي جنهن کي عين اليقين به چيو ٿو وڃي، ۽ عين اليقين به هڪ مٿاهون درجو آهي، جنهن کي حق اليقين جي نالي سان تعبير ڪيو ويندو آهي، اهڙي طرح حق اليقين مشاهدي کان وڌيڪ آهي ۽ ان جو اصل وطن ۽ مقام آخرت ۾ آهي، ڇو ته دنيا ۾ ته هڪ معمولي جهلڪ اهل يقين کي نظر ايندي آهي، هي الاهي علم جو نادر ترين قسم آهي، ڇو ته ان جو دارومدار وجدان تي آهي، ان ڪري هن دنيا دار عالمن جي مقابلي ۾ جن يقين ۽ ايمان کي فڪر ۽ استدلال سان حاصل ڪيو آهي، صوفين ۽ درويشن جي علمن سان اهوئي تعلق آهي جيڪو اسان ظاهري ۽ باطني علمن جي سلسلي ۾ مثال ڏئي سمجهايو آهي ته هنن جو علم ڪير وانگر آهي،ڇو ته ان جي ذريعي اهو يقين ۽ ايمان حاصل ٿيندوآهي جيڪو اسلام جو اصل بنياد آهي. پر صوفين سڳورن جي علم جو تعلق مشاهدي جي مقام ۾ عين اليقين ۽ حق اليقين سان آهي، جيڪو ڪير مان نڪتل مکڻ وانگر آهي.

## علم جي فضيلت

انسان جي فضيلت علم سان آهي ۽ هن جي عملن جو قدر ۽ قيمت ان جي علمي حيثيت مان لڳايو ويندو آهي، جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي ته:

” هڪ عالم کي عابد تي اهڙي طرح ترجيح حاصل آهي، جيئن

منهنجي فضيلت امت تي آهي"

هن حديث مان ظاهري علم مراد نہ آهي بلڪ علم الاهي آهي جنهن جي ذريعي يقين ڪامل حاصل ٿي وڃي، ڪڏهن اهڙو اتفاق ٿيندو آهي جو هڪ شخص کي علم الاهي ميسر آهي ان کي يقين ڪامل بہ آهي پر ان کي فرض ڪفايہ جو علم نہ هوندو آهي جيئن رسول الله ﷺ جن جا اصحابي، تابعي عالمن کان وڌيڪ يقين ۽ معرفت جي حقيقت ۽ نڪتن جو علم رکندا هئا، پر تابعين جي عالمن ۾ گهڻا عالم فتوىٰ ۽ حڪمن ۾ گهڻن اصحابن کان وڌيڪ معلومات رکندا هئا. روايت آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن کان جڏهن ڪو مسئلو معلوم ڪيو ويندو هو تہ هو فرمائيندا هئا تہ "سعيد بن الحسين کان معلوم ڪيو" حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه جن فرمائيندا هئا تہ حضرت جابر بن عبدالله کان معلوم ڪيو" جيڪڏهن بصري وارا ان جي فتوىٰ تي عمل ڪن تہ انهن لاءِ گهڻي گنجائش آهي."

حضرتانس بن مالڪ رضي الله عنه جن فرمائيندا هئا تہ مولانا حسن (بصري رضي الله عنه) کان پڇيو ڇو تہ انهن مسئلا ياد رکيا آهن ۽ اسان کان وسري ويا آهن"

اهڙي طرح صحابہ ڪرام فتوىٰ ۽ شرعي حڪمن جي لاءِ عوام کي متين عالمن ڏي موڪليندا هئا، پاڻ انهن ماڻهن کي يقين ۽ معرفت جون حقيقتون ۽ نڪتا سمجهائيندا هئا اهي تابعين کان وڌيڪ انهيءَ جا اهل هئا، ڇو تہ انهن کي وحي الاهي جي لذت پهتي هئي ۽ علم مجمل ۽ مفصل جون لڳاتار بارشون انهن تي وسي چڪيون هيون. ان ڪري هڪ جماعت انهن کان مجمل ۽ مفصل ٻئي علم حاصل ڪيا ۽ هڪ جماعت انهن کان صرف مفصل علم سکيا، مجمل نہ سکيا حالانڪ مجمل علم جو اصل بنياد آهي، مفصل علم تہ قلبن جي پاڪيزگي فطري قوت ۽ ڪامل استعداد سان حاصل ٿي ويندو آهي پر هي شان خواص جي

امتيازي خصوصيت آهي.

## نصيحت ۽ حڪمت جو فرق

خداوند تعاليٰ جل شانه پنهنجي نبي ڪريم ﷺ جن کي ارشاد تا فرمائين ٿا:

اُدۡعُ اِلٰى سَبِيۡلِ رَبِّكَ بِالۡحِكۡمَةِ وَالۡمَوۡعِظَةِ الۡحَسَنَةِ وَجَادِلۡهُمۡ بِالَّتِىۡ هِىَ اَحۡسَنُ (پاره١٤: رڪوع ٦٢- ٦)

توهان پنهنجي پروردگار جي راهه ڏي (ماڻهن کي) حڪمت ۽ عمدي نصحيت سان سڏيو ۽ انهن سان اهڙي طرح بحث ڪيو جيڪو بهتر هجي

قُلۡ هٰذِهٖ اسبيلي اَدۡعُوۡ اِلَى اللّٰهِ عَلٰى بَصِيۡرَةٍ (پاره ١٣- رڪوع ٦: ٥)

توهان چئو تہ هي منهنجو طريقو آهي مان خدا جي طرفان بصيرت سان دعوت ٿو ڏيان.

انهيءَ رستي تي هلڻ وارا ۽ هن دعوت کي قبول ڪرڻ وارا قلب ڪيترن قسمن جا آهن، ڪجهہ طبيعتون سرڪش ۽ سخت آهن جيڪي پنهنجي طبيعت ۽ مزاج جي بگاڙ تي قائم رهنديون آهن ان ڪري انهن کي عمدي نصيحت ۽ خوف جي باهہ سان ملائم ڪيو ويندو آهي، ڪي طبيعتون پاڪيزه ۽ پاڪ مٽي جون هونديون آهن اهي پنهنجي قلب جي موافق رهنديون آهن، ان ڪري جنهن جو نفس ان جي قلب تي غالب رهندو آهي. ان کي نصيحت جي ذريعي دعوت ڏني ويندي آهي ۽ جنهن جو قلب ان جي نفس تي غالب هوندو آهي ان کي حڪمت جي ذريعي سڏيو ويندو آهي.

نصيحت جي ذريعي نيڪ ٻانهن دعوت قبول ڪئي آهي. هيءَ اها اسلام جي دعوت آهي جنهن ۾ جنت دوزخ جو ذڪر آهي پر بارگاهہ خداونديءَ جي مقربين حڪمت جي ذريعي دعوت قبول ڪئي آهي،هيءَ اها دعوت آهي جنهن ۾ قربت الاهيءَ جي بخشش، معرفت ۽

توحيد جا اشارا ڪيا ويا آهن. انهن صاحبن جڏهن حقاني اشارن ۽ رباني تعريفن کي ڏٺو ته انهن نه صرف پنهنجي نفس سان بلڪ پنهنجي دل وجان سان انهيءَ دعوت کي قبول ڪيو. اهو هن طرح ته زباني طور اتباع ڪري انهن جي نفسن هن دعوت کي تسليم ڪيو، ان کان پوءِ انهن جي دلين عملن جي ذريعي ان جي تائيد ڪئي ۽ آخر ۾ صاحب حال بنجي انهن جي ارواحن قبوليت جو ثبوت ڏنو، اهڙي طرح صوفياءِ ڪرام اسلام جي دعوت کي مڪمل طريقي سان قبول ڪيو جڏهن جو ٻين ان دعوت کي مجبورن تسليم ڪيو آهي.

حضرت عمر رضي الله عنه جن ارشاد فرمايو هو ته" الله تعاليٰ صهيب تي رحم ڪري، جيڪڏهن ان کي خدا جل شانه جو خوف به نه هجي ها ته ان صورت ۾ به هو خدا جل شانه جي نافرماني نه ٿي ڪري سگهيو.

هن جو مطلب هي آهي ته ان کي جيڪڏهن تحريري صورت ۾ به دوزخ جي عذاب کان محفوظ رهڻ جي سند ڏني وڃي ها ته اهڙي حالت ۾ به هو خدا جل شانه جي عظمت جي ڪامل عرفان جي ڪري بندگيءَ جا حق ضرور بجا آڻي ها، ڇو ته کين عظمت الاهيءَ جي حقن جي معرفت حاصل هئي.

تنهن ڪري صوفياءِ ڪرام دعوت حق کي اهڙي طرح قبول ڪيو جيئن هڪ عاشق پنهنجي محبوب جي ڳالهه مڃڻ ۾ لذت ۽ سڪون محسوس ڪندو آهي. پر ٻين ماڻهن لاءِ هيءَ دعوت زحمت ۽ مجاهدو آهي، بهرحال ان تي استقامت اختيار ڪرڻ ۽ بندگيءَ جي حق کي مڪمل طرح بجا آڻڻ جا اثر هڪ عرصي کان پوءِ ظاهر ٿيندا آهن جيئن ارشاد فرمايو ويو آهي ته:

| | |
|---|---|
| فَاَمَّا مَنْ اَعْطيٰ وَاتَّقيٰ وَصَدَّقَ بِالْحُسْنيٰ فَسَنُيَسِّرُهٗ لِلْيُسْريٰ (پاره ٣٠- سورة الليل) | جنهن بخشش ڪئي، تقويٰ اختيار ڪئي ۽ سٺي ڳالهه جي تصديق ڪئي ته اسين هن لاءِ آساني مهيا ڪنداسين. |

گهڻن صوفين سڳورن ان جي اها تشريح ڪئي آهي تہ هو اهو آهي جنهن پنهنجي جهان بخشش ۾ ڏنا ۽ دنيا جي ڪنهن شيءِ ڏي توجہ نہ ڏنو ۽ برائين ۽ لغو ڳالهين کان پرهيز ڪندو رهيو ۽ نيڪ ڳالهين جي تصديق ڪندي قرب الاهيءَ جي مطالبي تي قائم رهيو.

چيو وڃي ٿو تہ هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي شان ۾ نازل ٿي هئي، هن آيت جي هڪ ٻي وضاحت هيٺ ڏجي ٿي.

جنهن هميشہ سٺا عمل ڪيا، وسوسن ۽ نفساني خيالن کان پرهيز ڪئي ۽نيڪ ڳالهہ جي اهڙي طرح تصديق ڪئي جو وجود جي آلائشن جي مزاحمت کان مقام شهود کي پاڪ ۽ صاف رکيو ۽ هميشہ باطني قوت جو ساٿ ڏنو تہ اهڙي حالت ۾ ان جو رستو آسان ڪنداسين يعني عملي زندگي گذارڻ ۽ انس ۽ محبت ۾ رهڻ جي لاءِ اسين هن تي سهوليت جو دروازو کولي ڇڏينداسين.

وَاَمَّا مَنْ بَخِلَ وَاسْتَغْنٰى وَكَذَّبَ بِالْحُسْنٰى فَسَنُيَسِّرُهٗ لِلْعُسْرٰى

مگر جنهن عمل ۾ بخل ڪيو ۽ بي پرواهہ ٿي ويو (ڇو تہ هو احوال سان پرجي ويو هو) ۽ سٺي ڳالهہ جو انڪار ڪيائين (يعني هو ملڪوت ۾ نہ هو ڇو تہ بصيرت نہ هئڻ ڪري هيڏي هوڏي ڦري رهيو هو)

تہ اسين آسانيءَ سان گڏ ان لاءِ مشڪلات پيدا ڪنداسين ۽ ڪمن ۾ سهوليت جا دروازا ان تي بند ڪري ڇڏينداسين.

ڪن بزرگن جو قول آهي تہ" جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ ڪنهن بندي سان برائيءَ جو ارادو ڪندو آهي تہ ان تي عمل جو دروازو بند ڪري ڇڏيندو آهي ۽ سستيءَ جو دروازو کولي ڇڏيندو آهي."

بهرحال جڏهن صوفيا ڪرام جي نفسن، قلبن ۽ ارواحن، حق جي دعوت کي ظاهري ۽ باطني ٻنهين حيثيتن سان قبول ڪيو تہ انهن جي

حصي ۾ علم ۽ معرفت جو حصو زياده آيو اهڙي طرح انهن جو علم
ڪامل ٿي ويو ۽ ان جي ڪري انهن جاعمل بہ وڌيڪ پاڪيزه ۽ افضل
ٿي ويا.

## پڪي يقين جون برڪتون

حضرت معاذ رحمہ الله عليه جن وٽ هڪ ماڻهو آيو ۽ هن چيو تہ توهان مون
کي ٻن مختلف ماڻهن جي باري ۾ پنهنجو فيصلو ٻڌايو پهريون شخص
عبادت ۾ گهڻي محنت ٿو ڪري ان جا نيڪ عمل تمام گهڻا آهن ۽
گناهہ تمام گهٽ آهن مگر ان جي يقين ۽ ايمان ۾ ڪمزوري آهي
ڪڏهن ڪڏهن هن کي شڪ شبها ٿي پوندا آهن.

حضرت معاذ رحمہ الله عليه جواب ڏنو تہ "ان جو شڪ ان جي عمل کي
ضائع ڪري ڇڏيندو" ان کان پوءِ هن چيو تہ توهان مون کي هڪ ٻئي
ماڻهوءَ جي متعلق جواب ڏيو جنهن جا عمل گهٽ آهن، پر هن جو ايمان ۽
يقين گهڻو مضبوط آهي ۽ ان جي باوجود گهڻن گناهن ۾ بہ ڦاسجي ٿو
وڃي.

حضرت معاذرحمہ الله عليه هي ٻڌي خاموش رهيو، پر سوال ڪرڻ واري چيو تہ
" جيڪڏهن پهرئين ماڻهوءَ جو شڪ ان جي نيڪ عمل کي ضايع ڪري ٿو
سگهي تہ پوءِ هن ٻئي شخص جو يقين ان جي گناهن کي بيڪار بنائي ٿو
سگهي" روايت آهي تہ حضرت معاذ رحمہ الله عليه ان جو هٿ پڪڙي فرمايو تہ
"مون اهڙو شخص نہ ڏٺو جيڪو هن کان وڌيڪ سمجهدار هجي"
حضرت لقمان رحمہ الله عليه پنهنجي پٽ کي هيءَ هدايت ڪئي هئي تہ اي منهنجا
پٽ عمل يقين کان پوءِ ئي ممڪن آهي، بلڪ انسان پنهنجي يقين جي
مطابق ئي عمل ڪندو آهي ۽ ڪو بہ ڪم ڪرڻ وارو ان وقت تائين
ڪم ۾ ڪوتاهي نہ ڪندو آهي جيسين تائين هن جي يقين ۾ فتور نہ
اچي وڃي. تنهن ڪري يقين علم کان افضل آهي، ڇو تہ هي عمل جو
سڀ کان وڏو محرڪ آهي ۽ جيڪو عمل جو ذريعو هوندو آهي اهو خدا

جل شانه جي بندگيءَ جو ذريعو بہ بنجندو ۽ جيڪو عبوديت جو سبب هوندو اهو ربوبيت جي حقن کي پوري ڪرڻ جو سبب بنبو، جيئن تہ هي سڀ ڳالهيون ۽ مڪمل يقين ۽ معرفت صرف صوفيا ڪرام ۽ زاهد علمائن کي ئي حاصل آهن. ان ڪري ان مان نہ صرف انهن جي فضيلت بلڪ انهن جي علم جي فضيلت بہ ثابت ٿي ٿئي.

## عالم ۽ صوفيءَ جو فرق

هڪ درويش عالم جي ٻين عالمن تي فضيلت ثابت ڪرڻ لاءِ مان هڪ مثال پيش ٿو ڪيان" هڪ عالم هڪ محفل ۾ شريڪ ٿيو اتي هو امتيازي مسند تي ويهي رهيو، جتي هو پنهنجي خيال ۽ عقيدي جي مطابق پنهنجي علمي مرتبي جو خيال رکندي ويهندو هو. انهيءَ جي هم جنسين مان هڪ ٻيو عالم بہ داخل ٿيو ۽ اهو ان کان بہ مٿاهين درجي تي ويهي رهيو. هي ڏسي پهريون عالم گهٻرائجي ويو ۽ دنيا هن تي اونداهہ ٿي ويئي ۽ وس هليس ها تہ هن تي حملو ڪري ها . اهڙي طرح هن جي لاءِ هي اهڙو حادثو پيش آيو جيڪو هڪ قسم جو روحاني مرض بہ آهي، مگر هو هن کي ڪا لڪل بيماري يا مرض نہ ٿو سمجهي، جنهن جي علاج جي ضرورت محسوس ڪئي وڃي. بلڪ هن ڪڏهن هن قسم جي مرض جي پيدا ٿيڻ جي سبب تي غور بہ نہ ڪيو. ڪاش هن کي معلوم ٿي وڃي ها تہ هن جي نفسيات جوش ۾ اچي ويئي آهي ۽ هو پنهنجي جهالت جو ثبوت ڏئي رهيو آهي، هيءَ جهالت وڏائي ۽ غرور جي ڪري پيدا ٿي ۽ هن تي هي غرور ان ڪري ظاهر ٿيو جو هو پنهنجو پاڻ کي ٻين کان وڏو سمجهندو آهي، تنهن ڪري جڏهن انسان هي سمجهڻ لڳي تہ هو ٻين کان وڏو آهي تہ ان کي غرور ۽ وڏائي چئبو آهي ۽ ان جو عملي مظاهرو ڪرڻ تڪبر آهي.

## روحاني بيماريءَ جو علاج

مگر هڪ درويش عالم جو مثال ٻيو آهي هو ٻين مسلمانن جي

مقابلي ۾ پنهنجو ڪو امتيازي شان قائم نہ ٿو ڪري ۽ نہ پنهنجو پاڻ کي ڪنهن محفل ۾ مٿاهين مسند تي ويهڻ جي قابل ٿو سمجهي. ان ڪري صوفي عالم ان کان افضل آهي. جيڪڏهن خدانخواستہ تہ هو اهڙي واقعي ۾ مبتلا ٿي وڃي ۽ ٻئي جي مٿاهين ٿيڻ ۾ هو رنجيده ٿئي تہ اها نفس جي غلبي جي نشاني هوندي آهي ۽ ان کي روحاني بيماري سمجهيو ويندو آهي، پوءِ جيڪڏهن اهو سلسلو جاري رهيو تہ اهو هن جي "حال" جو گناهہ هوندو آهي ۽ فورا ان جي بيماريءَ جي شڪايت خدا جل شانہ تائين پهچائي ويندي. قلب نفس جي غلبي جو فرياد ڪٺي خدا جل شانہ وٽ ويندو. ان وقت توفيق خداوندي شامل حال ٿيڻ ڪري ان جي توبہ قبول ڪئي ويندي ۽ نفس جي غلبي جو علاج ڪيو ويندو تہ جيئن آئنده ان کي پاڻ کان مٿي وهڻ واري جي خلاف ڪو جذبو پيدا ئي نہ ٿئي. بلڪ هو موجوده گناهہ جو ڪفارو ادا ڪري، انهيءَ روحاني بيماريءَ جي وڏيڪ علاج لاءِ هي عمل ڪيو ويندو تہ اهڙي شخص سان جيڪو مٿي ويهي رهيو هو، عاجزي ۽ انڪساريءَ سان پيش اچي. مٿئين مثال مان ٻنهين قسم جي عالمن ۾ فرق ظاهر ٿي ويو جيڪڏهن ڪير عبرت حاصل ڪرڻ گهري ۽ انهيءَ مقام تي پنهنجي نفس جو محاسبو ڪري تہ اهو پنهنجي نفس کي عام ماڻهن جي نفسن وانگر دنيا جي منصبن جو طلبگار ڏسندو اهڙي حالت ۾ هن ۾ ۽ جاهل ۾ ڪهڙو فرق باقي رهيو؟ جيڪڏهن اسين اهڙي قسم جي مسئلن جا گهڻا مثال پيش ڪيون تہ درويش عالمن جي فضيلت ۽ دنيادار عالمن جي برائي چڱي طرح ثابت ٿي سگهي ٿي، ڊيگهہ کان بچڻ لاءِ اسين هن هڪ ئي مثال تي اڪتفا ٿا ڪريون.

جڏهن تصوف جي علمن جي ابتدائي اصولن جو اهو حال آهي تہ پوءِ اوهين ان جي نفيس ترين علمن ۽ انهن جي عمدن احوالن جو اندازو لڳائي ٿا سگهون تہ اهي ڪيتري قدر بلند معيار تي هوندا.

باب ۴

# صوفين جا احوال ۽ انهن جا مختلف طريقا

اسان جي شيخ ضياءُ الدين ابو احمد عبدالوهاب بن علي رحمه الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي سند سان ترمذيءَ جي هيءَ حديث حضرت انس بن مالڪ رحمه الله عليه جي روايت سان بيان ڪئي آهي هو فرمائن ٿا تہ- رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو تہ: "اي منهنجا پٽ! جيڪڏهن تنهنجي لاءِ ممڪن هجي تہ تون صبوح ۽ شام اهڙي طرح زندگي گذار جو تنهنجي دل ۾ ڪنهن جي خلاف ڪو ڪوٽ نہ هجي تہ اهڙو ڪم ضرور ڪر" وري فرمايائون تہ" هيءَ منهنجي سنت آهي ۽ جنهن منهنجي سنت کي زنده ڪيو ان مون کي زنده ڪيو ۽ جنهن مون کي زنده ڪيو اهو مون سان گڏ جنت ۾ هوندو".

هيءَ سڀ کان وڏي فضيلت ۽ عزت آهي جيڪا رسول الله ﷺ جن انهيءَ شخص کي عطا فرمائي آهي جيڪو سندن سنت کي زنده ٿو ڪري،ا نهيءَ سلسلي ۾ صرف صوفيا ڪرام کي اهو شرف حاصل آهي جو انهن هن سنت کي زنده ڪيو،ڇو تہ ڪوٽ ۽ ڪيني کان انهن جا سينا پاڪ آهن ۽ انهن جي جوهر شناسي ۽ پرکڻ جو اهوئي سڀ کان وڏو معيار آهي.

## سنت کي زنده ڪرڻ

هو انهيءَ سنت کي انڪري زنده ڪري سگهيا آهن ۽ ان جا ضروري حق بجا آڻڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن جو هو دنيا جا طالب نہ آهن بلڪ هنن دنيا کي صرف دنيادارن جي لاءِ ڇڏي ڏنو آهي، ڇو تہ ڪينو ۽ نفاق دنيا جي محبت ۽ جاهہ پرستيءَ جو نتيجو آهي جنهن کي صوفيا

ڪرامن چڏي ڏنو آهي. جيئن ڪجهہ بزرگن چيو آهي تہ ”اسان جي طريقي تي اهي ئي هلي ٿا سگهن جن پنهنجي روح جي غلاظت کي چنڊي صاف ڪيو آهي“

” جڏهن هنن جي دلين مان دنيا جي محبت ۽ جاهہ پرستي پري ٿي ويئي تہ صبوح يا شام ڪنهن وقت بہ انهن جي دلين ۾ ڪنهن جي خلاف ڪينو باقي نہ رهيو. هي جو چيو ويو آهي تہ هنن روح جي گندگيءَ کي چنڊي صاف ڪيو آهي“ تہ انهن الفاظن ۾ هن طرف اشارو آهي تہ اهي ماڻهو پنهنجو پاڻ کي عاجز سمجهندا آهن، پنهنجو پاڻ کي عام مسلمانن وانگر مٿاهون نہ سمجهندا آهن، بلڪ پنهنجي ذات کي گهٽ سمجهندا آهن، اهڙي طرح انهن جي دلين مان ڪينو ۽ نفاق پري ٿي ويو.

## نفس جي پاڪيزگي

هڪ دفعي مٿين لفظن جو اسان جي محفل ۾ ذڪر ٿي رهيو هو تہ اسان جي ساٿين مان هڪ درويش چيو تہ مان انهن لفظن کي هن طرح سمجهان ٿو هن عبارت ۾ ڪچري گهر مان مراد نفس آهن، ڇو تہ اهي ئي هر گندگي ۽ نجاست جو گهر آهن جيئن ڪچري جا گهر مرادهوندا آهن. هن غلاظت کي انهيءَ روحاني نور جي ذريعي ٻهارو ڏئي صفا ڪيو ويندو آهي جيڪو انهن جي نفسن تائين پهچندو آهي، ڇو تہ صوفين جا روح قرب الاهيءَ جي مقام ۾ هوندا آهن ۽ انهن جو نور جڏهن نفس ڏي ايندو آهي تہ انهن جا نفس بلڪل پاڪ ۽صاف ٿي ويندا آهن. ان مان ڪينو فريب نفاق ۽ حسد جهڙيون برائيون نڪري وينديون آهن، ڇڻ تہ روح جي نور سان ان ۾ ٻهاري ڏني وئي آهي. هي تشريح صحيح معلوم ٿي ٿئي. جيئن الله تعالىٰ جل شانہ اهل جنت جي باري ۾ فرمائي ٿو.

| | |
|---|---|
| وَنَزَعْنَا مَا فِي صُدُوْرِهِمْ مِنْ غِلٍّ اِخْوَانًا عَلٰى سُرُرٍ مُتَقَابِلِيْنَ (پاره ١۴- رڪوع ۴- ٢) | اسان هنن جي دلين مان ڪينو ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ اهي ڀائر بنجي آمهون سامهون تخت تي ويٺا آهن. |

جناب ابو حفص رحمہ الله عليه جو قول آهي تہ" انهن دلين ۾ ڪيئن ڪينو باقي رهندو، جيڪي الله جل شانہ سان مانوس ۽ محبت تي متفق ۽ متحد ۽ ان جي ذڪر سان لذت حاصل ٿيون ڪن، اهڙا قلب نفساني خيالن ۽ طبيعتن جي اونداهين ڪان پاڪ آهن. بلڪ انهن جي اکين ۾ توفيق جي نور جو سرمو لڳل آهي ان ڪري هو سڀ پائر بنجي پيا آهن ان جي برعڪس عام ماڻهن جون نفساني صفتون سنت جي خلاف، حجاب بنيون بيٺيون آهن، ان ڪري اهي زباني- عملي ۽ روحاني طريقن سان رسول الله ﷺ جن جي سنت ڪي زنده نہ ٿا ڪري سگهن ان ڪري جڏهن نفس جون صفتون تبديل ٿي وينديون تہ ان وقت پڙدو هٽي ويندو. انهيءَ وقت هر ڪم ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي صحيح پيروي ٿي سگهندي ۽ خدا جل شانہ ارشاد ٿو فرمائي تہ:

قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ (پاره ٣: رڪوع ١٢- ١)

فرمائي ڇڏيو تہ جيڪڏهن توهين الله سان محبت ڪيو ٿا تہ پوءِ منهنجي پيروي ڪريو الله توهان سان محبت ڪندو.

## رسول ڪريم ﷺ جي پيروي جا انقلابي اثر

هن آيت ۾ رسول الله ﷺ جن جي پيرويءَ ڪي خدائي محبت جي نشاني قرار ڏنو ويو آهي تہ خدا جل شانہ انهن سان محبت ڪندو، جيڪي ماڻهو رسول الله ﷺ جن جي سڀ ڪان گهڻي پيروي ڪنداءِ اهي ئي خدا جل شانہ جي محبت سڀ ڪان وڌيڪ حاصل ڪندا. بهرحال صوفياءِ ڪرام مسلمانن جي اها جماعت آهي جيڪا اتباع رسول الله ﷺ ۾ سيني ڪان وڌيڪ ڪامياب وئي آهي. ڇو تہ انهن سندن ﷺقولن جي مڪمل پيروي ڪئي آهي،پاڻ ﷺ جنهن ڳالهہ جو حڪم ڏنائون هنن انهن جي تعميل ڪئي، ۽ جنهن ڳالهہ ڪان روڪيو ان ڪان باز رهيا، جيئن خداوند تعاليٰ

جل شانہ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| وَمَآ اٰتٰكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ وَمَا نَهٰكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا (پاره ٢٨: رکوع۴- ٩) | خدا جو رسول جيڪو توهان کي حڪم ڏئي ان کي اختيار ڪيو ۽ جنهن کان منع ڪري ان کان باز اچو. |

ان کان پوءِ انهن سندن ﷺجي پيروي، عبادت جي ڪثرت، تهجد، نفلي نماز، روزا وغيره ۾ ڪئي. قولن ۽ فعلن ۾ سندن ﷺ جي پيروي جي برڪت جي ڪري اهي اخلاق رسول ﷺ سان بہ ڀڪي اٿيا ٿيا ۽ ان سان گڏوگڏ حياءُ،حلم،عفو،محبت ۽ شفقت،نرمي، خيرخواهي ۽ تواضع جهڙيون خصلتون بہ پيدا ٿيون بلڪ هنن کي سندن ﷺ حال ۽ ڪيفيتن جو بہ هڪ وڏو حصو عطا ٿيو آهي، جيئن خوف الاهي، سڪون کلي (سڪينہ) رعب، هيبت، تعظيم، رضا، صبر، زهد ۽ توڪل، اهڙي طرح هنن پيروي رسول ﷺ جي سيني قسمن جي تڪميل ڪئي ۽ سندن ﷺ جي سنت کي زنده ڪري ان کي انتهائي درجي تائين پهچايو آهي.

حضرت‌عبدالواحد بن زيدرحمہ الله عليه جن کان پڇيو ويو تہ توهان جي ويجهو صوفي ڪير آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ صوفي اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي عقل جي ذريعي سنت نبوي ﷺ کي چڱي طرح سمجهندا هجن ۽ دل جي گهرائي سان ان تي عمل ڪرڻ جي طرف ڌيان ڏين، ۽ پنهنجي خدا جل شانہ کان پنهنجي نفس جي شرارتن کان بچڻ جا طلب گار هجن، هيءَ صوفي بزرگ جي مڪمل تعريف آهي،جو تہ رسول الله ﷺ جن بہ پنهنجي مؤلا جا نياز مند هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ:

”اي خدا جل شانہ تون مون کي هڪ لمحي جي لاءِ بہ نفس جي حوالي نہ ڪر بلڪ منهنجي اهڙي طرح حفاظت فرماءِ جيئن هڪ ننڍي ٻار جي حفاظت ڪئي ويندي آهي“

## نيازمندي

تنهن ڪري هڪ صوفيءَ کي پيروي رسول ﷺ ۾ جيڪا زبردست

ڪاميابي حاصل ٿي آهي اها اهائي آهي ته هو هميشه خدا جل شانه جو نيازمندو رهندو آهي، ۽ هميشه ان کان سوال ڪندڙ آهي، پر خدا جل شانه جي مخلص سوال ڪندڙ جي هيءَ صفت صرف انهيءَ ٻانهي ۾ ملي سگهندي جنهن جو باطن معرفت جي صفائيءَ سان ڪلي ويو هجي، ۽ هن جو سينو يقين جي نور سان روشن هجي، بلڪ ان جو قلب قرب الاهيءَ تائين وڃي پهتو هجي، ۽ هن جو باطن خدا جل شانه جي هم ڪلاميءَ جي لذت سان خلوت نشين ٿي ويو هجي،ان ڪري انهنجي نفس جي حيثيت هنن شين جي وچ ۾ هڪ محڪوم قيديءَ جهڙي رهجي ٿي وڃي، انهيءَ سڄي ربط ۽ ضبط جي باوجود هڪ صوفي نفس کي هر برائيءَ جو مرڪز سمجهندو آهي ۽ هن کان ٻاهر وانگر ڊڄندو آهي ڇو ته ان جي هڪ ڇٽڪ به باقي رهجي ويئي ته اها سڄي دنيا کي ساڙي ٿي سگهي. ان کان علاوه نفس تمام جلدي برائيءَ ڏي موٽي ٿو سگهي ۽ هن ۾ تمام جلد انقلابي تبديلي واقع هجڻ جو مادو موجود آهي.

بهرحال هي خداوند ڪريمجو عين لطف ۽ عنايت آهي جو هن هڪ صوفيءَ کي هنن ڳالهين جي معرفت عطا فرمائي ۽ وڏي حد تائين اهڙي طرح ان جو انڪشاف به ڪرايو، جهڙي طرح رسول الله ﷺ جن کي ڪرايو ويو هو. ان ڪري هو پنهنجي خداوند ڪريم وٽ هميشه پنهنجي نفس جي شرارتن جو فرياد ڪٽي ٿو وڃي. گويا نفس هڪ تازيانو آهي جنهن جي شرارت کان تنگ اچي هو بارگاهه الاهيءَ ۾ سچي دل سان التجا ۽ دعا ڪري معرفت جو درجو حاصل ٿو ڪري.

مطلب ته صوفي ان جي مطالعي کان هڪ لمحو به غافل نه ٿو رهي، بلڪ ان جي ڪري خدا جل شانه وٽ هر وقت موجود ٿو رهي اهڙي طرح هي ان کي معرفت خداونديءَ سان هميشه گڏ ٿو رکي. جيئن ارشاد فرمايو ويو.

| | |
|---|---|
| من عرف نفسه فقد عرف ربه | جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو انهيءَ پنهنجي رب کي سڃاتو |

هي ربط ۽ ضبط اهڙوئي آهي جيئن رات جي سڃاڻ کأن پوءِ ڏينهن جي سڃاڻپ ڪري ٿي سگهجي. ان ڪري رسول الله ﷺ جن جي انهيءَ سنت کي انهيءَ صوفي ۽ درويش عالم ڪانسواءِ ٻيو ڪير زنده ڪري سگهندو. جيڪو تقويٰ جي رستي تي مضبوطيءَ سان هلندڙ هجي،ان کان علاوه صوفيءَ کان سواءِ ڪير اهڙو آهي جو ان جي جذبي ۽ ان جي ڪيفيت کي معلوم ڪري سگهي، ڇو تہ ان جي دائمي نياز مندي هن کي هميشہ بارگاهہ الاهيءَ سان وابستہ رکي ٿي ۽ پناهہ ڏئي ٿي. هن جي پناهہ ۾ هن جي روح تي هڪ ڪيفيت طاري ٿئي ٿي ۽ قلب دعا جي مقام جو طلبگار ٿيندو آهي،اهڙي موقعي تي دل جي ڪشش دل جي زبان کان دعا جي مقام جي طرف هوندي آهي. انهيءَ صورت ۾ نفس پنهنجي فاني مرڪز کان هٽي ويندو آهي ۽ ان جو نزول علمي درجن ۾ ٿي ويندو آهي ان سان گڏ خدا جل شانه جي حفاظت ۽ پشت پناهي ان جي شامل حال هوندي آهي. ان ڪري هيءُ خدا جل شانه جي سهڻي تدبير جو نتيجو آهي جو ان طريقي سان انسان جو ضبط نفس ٿي ويندو آهي ۽ هو ڪيني، نفاق، حسد، عداوت ۽ ٻين سيني براين جي آفتن کان محفوظ رهندو آهي ۽ هر صوفيءَ جو اهوئي حال آهي.

## صوفين جا قسم

صوفين جي سيني احوالن تي ٻہ شيون حاوي آهن جنهن جي طرف هن آيت ۾ اشارو ڪيو ويو آهي.

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُ يَجْتَبِيْٓ اِلَيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْٓ اِلَيْهِ مَنْ يُّنِيْبُ (پاره ٢٥- رکوع ٣-٤) | الله جنهن کي چاهيندو آهي پنهنجو برگزيدو بنائيندو آهي ۽ جيڪوان ڏي رجوع ڪري ان کي هدايت ڏيندو آهي. |

هن آيت جي مطابق صوفين جا ٻه قسم ٿي ويا آهن. هڪ جماعت اها آهي جنهن کي الله تعاليٰ جل شانه محض برگزيدو بنايو آهي ۽ ٻي جماعت اها آهي جنهن کي انهيءَ شرط تي هدايت ڏيڻ جو واعدو ڪيو ويو آهي ته اهي هن ڏي رجوع ڪن. جن کي خدابرگزيده بنايو ان ۾ انهن جي پنهنجي ڪوشش جو ڪو دخل نه هوندو آهي اهي هن جا محبوب ۽ پيارا ٻانها آهن، جن کي خدا جل شانه جي محض بخشش ۽ عنايت سان انهن جي اڳيان محنت ۽مشقت کان سواءِ هدايت حاصل ٿيندي آهي، انهن کي علمي رياضت کان اڳ ئي ڪشف حاصل هوندو آهي، ان ڪري صوفين جي هڪ جماعت جو اهوئي حال ٿيو جو انهن جي دلين تان يڪدم حجاب کڄي ويا ۽ ايمان ۽ يقين جي نور جي چمڪ جلد نمودار ٿي جنهن هنن جي علمي قوت کي تيز ڪري ڇڏيو ۽ هو عملي زندگيءَ جي لذت کان واقف ٿيا. اهڙي طرح هن روحاني زندگيءَ مان انهن جي اکين کي ٿڌاڻ نصيب ٿي ويئي. جهڙي طرح فرعون جي جادوگرن کي هڪڙي واقعي جي ڪري هڪدم اهڙو عرفان الاهي نصيب ٿيو جو هو فرعون جي عذاب ۽ تڪليفن کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا:

| | |
|---|---|
| لَنْ نُّؤْثِرَکَ عَلٰي مَا جَآءَنَا مِنَ الْبَيِّنٰتِ (پاره١٦- رڪوع١٢- ٩) | انهن ڪليل دليلن تي جيڪي اسان کي مليا آهن اسين ڪڏهن به توکي ترجيح نه ڏينداسين. |

حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جن فرمائين ٿا ته ”انهن کي ازلي عنايت جون هوائون لڳيون ته اهي شڪراني جي سجدي ۾ ڪري پيا ۽ چوڻ لڳا ”اسين سڀني جهانن جي پالڻهار تي ايمان ٿا آڻيون“

## برگزيده ٻانها

اسان کي ابو زرعه ظاهر بن ابي الفضل رحمه الله عليه پنهنجي مشائخن جي سندن جي واسطي سان حضرت ابو موسيٰ الرقات رحمه الله عليه جن جي هن روايت

جي اجازت ڏني آهي،اهي فرمائيندا هئا تہ "مون شيخ ابو سعيدالخراز رحمۃ الله عليه جن کان ٻڌو آهي تہ اهل اخلاص مان مراد اهي ماڻهو آهن جن کي سندن مؤلا برگزيده ڪيو، انهن لاءِ نعمت مهيا ڪئي، انهن کي ڪرامت جي قابل بنايو انهيءَ ڪري انهن جي خدمت ۽ انهن جو ڪم صرف اهوئي رهجي ويو آهي تہ هو ذڪر ۽ عشق ۽ ان جي مناجات سان لطف اندوز ٿين ۽ ان جي قرب ۾ رهي خلوت نشين (اڪيلائيءَ ۾) ٿين.

متئين سند جي مطابق حضرت ابو سعيدرحمۃ الله عليه جي شاگرديائي فاطمہ جيڪا جويريہ جي نالي سان مشهور آهي هيءَ روايت بيان ڪئي آهي :-

مونشيخ ابو سعيد خراز رحمہ الله عليه کي هي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ " مرشد ڪامل زبردست صاحب حال ٿيندو آهي ان جي محنت ۽ خدمت ۾ الله تعاليٰ جل شانہ انهن جي مدد فرمائيندو آهي ۽ اهي هر طرح محفوظ رهندا آهن"

حضرت ابو سعيدرضي الله تعاليٰ عنه جن جيڪو ارشاد فرمايو ان جي حقيقت صوفياءِ ڪرام جي هڪ جماعت ۾ شڪ واري آهي، ان ڪري اهي نفلن جي ڪثرت جا قائل نہ ٿا ٿين، ڇو تہ انهن جڏهن مشائخ جي هڪ جماعت کي ڏٺو تہ نفل گهٽ ٿا پڙهن تہ پوءِ انهن جو بہ هي عام معمول بنجي ويو، مگر هو اهو معلوم ڪري نہ سگهيا تہ جن مشائخن نفلن کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ صرف فرضن تي اڪتفا ڪئي آهي انهن پنهنجي روحاني زندگيءَ جي شروعات مريدن وانگر ڪئي هئي پر جڏهن هو صاحب حال ٿي ويا ۽ رياضت ڪانپوءِ کين ڪشف نصيب ٿيو تہ اهي"حال" جي ڪيفيتن سان مالا مال ٿي پيا ان وقت انهن نفلن جي عملن کي ترڪ ڪري ڇڏيو مگر جيڪي مرشد ڪامل (مراد) آهن،انهن جا عمل ۽ نفل برقرار رهندا آهن ۽ انهن سان ئي انهن جي اکين کي

ٽڏاڻ ۽ دل کي سرور پهچندو آهي. هي پهرين کان وڌيڪ ڪامل هوندا آهن.

## مريدن جو طريقو

اسان جيڪي ڪجهه بيان ڪيو آهي اهو صوفياءِ ڪرام جي ٻن طريقن مان پهريون طريقو مرشدن جو آهي، ٻيو طريقو مريدن جو آهي جن جي لاءِ رجوع ٿيڻ جو شرط آهي ۽ هي ارشاد فرمايو ويو ته:

| | |
|---|---|
| وَيَهْدِيْ اِلَيْهِ مَنْ يُّنِيْبُ | ۽ خدا پاڪ ان کي هدايت ڏيندو آهي جيڪو ان ڏي رجوع ڪري |

اهڙن ماڻهن کان الله تعاليٰ جل شانه گوناگون رياضتن ۽ مجاهدن جي مشق ڪرائيندو آهي. اهيِ اونداهي راتين ۾ جاڳندا آهن ۽ منجهند جي گرميءَ ۾ اجارا رهندا آهن. طلب ۽ شوق جا شعلا انهن جي اندر ۾ ٻرندا رهندا آهن ۽ ڪاميابي ڪامرانيءَ ۽ جي رستي ۾ حجاب حائل ٿي پوندا آهن، جنهن ڪري هو عقيدتمنديءَ جي گرم واريءَ تي پاسابدلائيندا رهندا آهن ۽ هر عادت ۽ پياري شيءِ کان انهن کي منهن ڦيرائڻو پوندو آهي انهيءَ جو نالو انابت آهي جيڪا الله تعاليٰ جل شانه هنن لاءِ شرط قرار ڏني آهي هي اهو شرط آهي جنهن کي پوري ڪرڻ سان ئي انهن کي هدايت ملي سگهي ٿي. پر هيءَ اها هدايت آهي جنهن مان خاص ماڻهو ئي فائدو حاصل ڪندا آهن. هيءَ عام هدايت جيڪا امرونهيءَ تائين محدود آهي گهڻو مختلف آهي.

## خاص هدايت

هي عاشق صادق ۽ سالڪ طريقت مريد جو حال آهي ان ڪري ان جي انابت ۽ توجه عام هدايت کان الڳ ٿئي ٿي جنهن جو نتيجو خاص هدايت جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي. هن کي هيءَ هدايت زبردست رياضتن ۽ مجاهدن کان پوءِ عطا ٿيندي آهي، هو مشڪلات

جي تنگ واديءَ مان نڪري آسانيءَ جي وسيع فضا ۾ پهچندو آهي، ۽ رياضتن ۽ مجاهدن جي سختيءَ کان نجات حاصل ڪري" احوال" جي پرسڪون فضا ۾ آرام ڪندو آهي ان ڪري صاحب ڪشف ٿيڻ کان اڳ ان کي رياضتون ڪرڻيون پونديون آهن (هي طريقو مريدن جو آهي) پر اهي ماڻهو جيڪي (ان مان مراد) مرشد ڪامل آهن انهن کي رياضت ۽ مجاهدي کان پهريائين ڪشف حاصل ٿي ويندو آهي.

شيخ ابو الفتح محمد بن عبدالباقيءَ پنهنجي مشائخن جي سندن جي حوالي سان ابو محمد الجريري رحمه الله عليهجي روايت اسان کي ٻڌائي وئي تہ هو فرمائيندا هئا تہ مون حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه کي هي فرمائيندي ٻڌو تہ" اسان تصوف قيل ۽ قال جي ذريعي ڪو نہ حاصل ڪيو بلڪ دنياءِ ان جون لذتون ۽ سڀ سٺيون شيون ترڪ ڪري ۽ بکيو رهي تصوف جي تعليم حاصل ڪئي آهي"

شيخ محمد بن حنيف رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ "ڪنهن مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مريد ٿيڻ دلي توجہ جو نالو آهي ۽ انهيءَ ارادي جي اصل حقيت مسلسل جدوجهد ۽ راحتن کي ترڪ ڪرڻ ۾ لڪل آهي ۽ شيخ ابو عثمان رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ"مريد صادق اهو آهي جنهن جي دل مان خداوند ڪريم کان سواءِ هر شيءِ جي خواهش ختم ٿي وئي هجي ۽ هن جو سچو ڌيان صرف خدا واحد ڏي رهي ۽ هو صرف انهيءَ جي قرب جو طالب ۽ مشتاق رهيءَ پنهنجي پروردگار سان هن جي دل جو تعلق ايتريقدر وڌي ويو هجي جو هن جي دل مان دنيا جي هر خواهش فنا ٿي ويئي هجي" سندن ئي ٻيو قول آهي تہ مريدن جي قلب جو عذاب هي آهي تہ معاملن ۽ مقامن جي اصل حقيقت انهن کان لڪي وڃي ۽ ان جي برعڪس انهن کي نظر نہ اچي". هي ٻئي طريقا اهڙا آهن جيڪي صوفياءِ ڪرام جي اصل حقيقت تائين پهچن ٿا. ان کان سواءِ ٻہ طريقا ٻيا بہ آهن پر اهي اسان کي تصوف جي اصل حقيقت تائين نہ ٿا پهچائن انهن مان هڪڙو

طريقو مجذوب جو آهي جنهن کي صاحب ڪشف ٿيڻ کان پوءِ رياضت ۽ مجاهدي ڏي موٽايو ويو هجي پر هو پنهنجي جذب تي قائم رهيو ٻيو طريقو عابد ۽ مرتاض جو آهي جيڪو رياضت ۽ مجاهدو ڪرڻ کان پوءِ ڪشف جي درجي تائين نہ پهچي سگهيو.

## سنت جي پابندي

اسان جو شيخ ابو النجيب سهروردي رحمہ اللہ عليہ جن پنهنجي مشائخن جي حوالي سان حضرت ابو الخراز رحمہ اللہ عليہ جن جو هي قول بيان فرمايو آهي تہ"اهو باطن جيڪو ظاهر جي خلاف هجي مردود آهي" حضرت جنيد بغدادي رح فرمائيندا هئا تہ"اسان جو علم رسول اللہ ﷺ جن جي حديث سان مليل آهي" ڪنهن بزرگ جو قول آهي تہ" جنهن پنهنجي نفس تي قول ۽ فعل ۾ سنت نبوي ﷺ کيحاڪم بنايو اهو حڪمت جي ڳالهہ ٿو چئي ۽ جنهن پنهنجي نفس تي پنهنجي قول ۽ فعل ۾ نفساني.خواهشن کي مسلط ڪيو انهيءَ بدعت جو ڪم ڪيو" حضرت ابو يزيد رحمہ اللہ عليہ جن جي هڪ حڪايت بيان ڪئي وئي آهي تہ هڪ ڏينهن انهن پنهنجي ساٿين کي چيو تہ" اچو اسين سڀ گڏجي هلون تہ جيئن انهيءَ شخص کي ڏسون جنهن پنهنجو پاڻ کي ولي مشهور ڪري رکيو آهي" اهو شخص پنهنجي علائقي ۾ زهد ۽ عبادت ۾ مشهور ۽ معروف هو. ان ڪري اسين ان ڏي روانہ ٿي وياسين. جڏهن هو پنهنجي گهر کان نڪتو تہ ان قبلي جي طرف ٿڪيو،هي ڏسي حضرت ابو يزيد بسطامي رحمہ اللہ عليہ پنهنجي ساٿين کي چيو تہ "واپس هلو" هي چئي پاڻ واپس هليا ويا ۽ ان کي سلام بہ نہ ڪيائون، پاڻ فرمائڻ لڳا، جڏهن هن شخص تي رسول اللہ ﷺ جن جي ادب جو پابند هجڻ جو ڀروسو نہ ٿو ڪري سگهجي تہ ان جي انهيءَ دعويٰ جو ڪيئن اعتبار ڪجي تہ هو اولياءِ ۽ صديقين جي درجن تائين پهچي ويو آهي؟" حضرت شبلي رحمہ اللہ عليہ جن جي هڪ خادم پڇيو ويو تہ تو حضرت شبلي رحمہ اللہ عليہ جن جي وفات جي موقعي تي ڇا

ڏنو؟ هن چيو تہ جڏهن سندن زبان بند ٿي وئي ۽پيشانيءَ تي پگهر وهڻ لڳو تہ پاڻ مون کي اشارو ڪيائون تہ نماز جي لاءِ کين وضو ڪرايان. مون کين وضو ڪرايو پر سندن ڏاڙهيءَ ۾ خلال ڪرڻ وسري ويو پاڻ انهيءَ وقت منهنجو هٿ پڪڙي منهنجي آڱر پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ داخل ڪري خلال ڪرڻ لڳا. حضرت سهل بن عبدالله جن فرمايو " هر اهو جذبو ۽ وجداني ڪيفيت جنهن جي شهادت ڪتاب ۽ سنت مان نہ ملي باطن آهي"

ان ڪري صوفيا ڪرام جو طريقو ۽ انهن جو حال اهوئي آهي جيڪو اسان بيان ڪيو ۽ جيڪو ان جي خلاف ڪنهن ٻئي حال جي دعويٰ ڪري تہ اهو ڪوڙو ۽ گمراهہ آهي.

باب٥

# تصوف جي اصل حقيقت

شيخ ابو زرعہ طاهر بن ابي الفضل رحمہ الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي حوالي سان حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث اسان سان بيان ڪئي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" هر شيءِ جي هڪ ڪنجي هوندي آهي، لهذا ان ڪري جنت جي ڪنجي غريبن ۽ صابر فقيهن سان محبت ڪرڻ آهي، اهي قيامت جي ڏينهن الله جل شانه جي قريب هوندا"

اهڙي طرح فقر تصوف جي اصل حقيقت ۾ داخل آهي ۽ اهو هن جو بنياد ۽ لازمي حصو آهي، حضرت رديمر رحمہ الله عليه جن فرمايو تہ تصوف ٽن خصلتن تي ٻڌل آهي (١) فقر اختيار ڪرڻ (٢) سخاوت ۽ ايثار ڪرڻ (٣) اعتراض ۽ اختيار کي ترڪ ڪرڻ.

حضرت جنيد بغدادي رحمہ الله عليه جن کان جڏهن تصوف جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ" تصوف هي آهي تہ تون الله جل شانہ سا ڪنهن بہ قسم کانسواءِ گڏ رهہ" حضرت معروف ڪرخي رحمہ الله عليه جن فرمايو تہ تصوف حقيقتن کي اختيار ڪرڻ ۽ ماڻهن جي ملڪيت وارين شين کان مايوس ٿيڻ جو نالو آهي"

## فقر جي تعريف

حضرت شبلي رحمہ الله عليه جن کان فقر جي اصل حقيقت جي باري ۾ پڇيو ويو آهي تہ فرمايائون تہ" فقر هي آهي تہ حق کان سواءِ ٻي ڪنهن شيءِ جي پرواهہ نہ ڪئي وڃي"

حضرت ابو الحسن النوري جن ارشاد فرمايو تہ فقير جي تعريف اها آهي تہ مفلسيءَ جي وقت مطمئن رهي ۽ مال موجود هجڻ جي

موقعي تي سخاوت ۽ ايثار کان ڪم وٺي.

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي ته” مخلص فقير اهو آهي جيڪو دولت مند کان پرهيز ڪري ته جيئن ائين نه ٿئي جو دولت هن وٽ اچي هن جي فقر کي بگاڙي ڇڏي جيئن دولت مند شخص فقير کان ان ڪري ڪناره ڪش رهندو آهي ته جيئن فقير هن وٽ اچي هن جي دولت کي خراب نه ڪري“

حضرت مظفر القرمينيسي رحمه الله عليه جن جو هي قول نقل ڪيو ويو آهي ته هو فرمائيندا هئا ته”فقير اهو آهي جيڪو خدا جل شانه جي سامهون ڪا به حاجت پيش نه ڪري“ وڌيڪ فرمايائون ته مون حضرت ابوبڪرالمصري رحمه الله عليه جن کان فقير جي باري ۾ پڇيو ته انهن فرمايو ته ”فقير اهو آهي جيڪو نه ڪنهن جو مالڪ هجي ۽ نه ان جو ڪو مالڪ هجي“

” فقير خدا جل شانه جي سامهون ڪا حاجت پيش نه ڪري“ جو مطلب هي آهي ته فقير هميشه پنهنجي بندگيءَ جي فرضن ۾ مشغول رهندو آهي هن کي پنهنجي پروردگار تي پورو ڀروسو هوندو آهي ته هو هن کي چڱي طرح ڄاڻي ٿو ۽ هن جي چڱي طرح حفاظت ڪري ٿو، ان ڪري پنهنجي حاجت پيش ڪرڻ جي هن کي ڪا ضرورت ڪانهي، هن کي هي معلوم آهي ته خدا جل شانه هن جي حال کان چڱي طرح واقف آهي، ان ڪري هو سوال کي وچ ۾ آڻڻ فضول ٿو سمجهي.

## فقر ۽ تصوف ۾ شڪ شبها

بهرحال مشائخن جي قولن جي لفظن جون مختلف معنائون نڪري ٿيون سگهن، ڇو ته اهي مختلف وقتن، حالتن ۽ ڪيفيتن جي ماتحت مختلف اشارا ڪندا رهندا آهن ان ڪري مختلف قولن ۾ تميز ڪرڻ ۽ انهن جو فرق معلوم ڪرڻ لاءِ چند قاعدن ۽ ضابطن جي ضرورت آهي، ڇو ته ڪڏهن اهڙو اتفاق به ٿيو آهي ته تصوف جي تشريح ۾

ڪجھ ڳالھيون بيان ڪيون ويون ۽ اهڙيون ئي ڳالھيون فقر جي ذڪر ۾ بہ بيان ڪيون ويون. اهڙي طرح ان جي برعڪس معاملو بہ ٿيو آهي تہ فقر جي تشريح ۾ تصوف جون ڳالھيون بيان ڪيون ويون آهن. اهڙي طرح ان جي اصل حقيقت معلوم ڪرڻ ۾ ماڻھن کي شڪ ٿيا ان ڪري هڪ جامع تعريف جي ضرورت آهي ڇو تہ فقر ڪڏهن زهد جي مفهوم ۾ ۽ ڪڏهن تصوف جي مفهوم ۾ استعمال ٿيندو آهي. ان ڪري هڪ حقيقت جي طالب جي لاءِ هڪ ٻئي ۾ تميز ڪرڻ مشڪل ٿي پئي آهي، اسين انهن جو فرق ۽ تصوف جي جامع تعريف بيان ٿا ڪيون:

## تصوف جي اصل حقيقت

تصوف، زهد ۽ فقر ٽئي الڳ الڳ شيون آهن تصوف فقر ۽ زهد جي سڀني معنائن تي حاوي آهي ۽ هن ۾ هنن ٻنھين شين جا سڀ جزا موجود آهن. پر ان سان گڏوگڏ هن ۾ اهڙين وصفن جو بہ اضافو آهي جن کانسواءِ ڪو صوفي نہ ٿو بنجي سگھي، چاهي هو فقير ۽ زاهد ڇو نہ هجي.

حضرت ابو حفص رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" تصوف سراپا ادب جومجموعو آهي" هن ۾ هر وقت ۽ گھڙي جي لاءِ هڪ ادب ۽ سهڻو طريقو ڏسيل آهي ۽ هر حال ۽ مقام جي لاءِ ادب مقرر آهن. ان ڪري جنهن مختلف وقتن جي ادب جي پابندي ڪئي، اهو انسان جي درجي تي پهچي ويو ۽ جنهن ادب کي ضايع ڪيو، اهو قرب جي مقام کان پري ۽ قبوليت جي توقع ۾ ناڪام رهيو، وڌيڪ فرمايائون تہ ظاهر ادب باطني ادب جي نشاني آهن. ڇو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن جي دل ۾ خشوع ۽ خضوع آهي تہ ان جي عضون تي بہ ان جو اثر ٿيندو.

شيخ رضي الدين احمد بن اسماعيل رحمۃ الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان اسان سان روايت بيان ڪئي آهي تہ ابو القشيري رحمۃ الله عليه جن بيان ٿا فرمائن تہ مون عبدالله بن علي رحمۃ الله عليه جي روايت سان ٻڌو تہ

جڏهن ابو محمد الجريري رحمة الله عليه کان تصوف جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائون

تصوف اعليٰ اخلاق کي اختيار ڪرڻ ۽ ڪريل اخلاقن کان پرهيز ڪرڻ جو نالو آهي. جڏهن اسان کي تصوف جو هي مفهوم معلوم ٿي ويو تہ هن ۾ اخلاق تبديل ٿي اعليٰ معيار تي پهچي ٿا وجن تہ ان مان اهو نتيجو ڪڍي ٿو سگهجي تہ تصوف زهد ۽ فقر کان مٿاهون آهي. انهيءَ ڪري هي چيو ويو آهي تہ فقر جي انتها پنهنجي خوبين جي باوجود تصوف جي ابتداءَ جي برابر آهي انجي باوجود اصل شام تصوف ۽ فقر ۾ ڪو فرق محسوس نہ ٿا ڪن. انهن جو قول آهي تہ هيٺين آيت سڳوري صوفيا ڪرام جي باري ۾ آهي ۽ خدا جل شانہ سندن نالو فقراء رکيو آهي. اها آيت هيءَ آهي.

| | |
|---|---|
| لِلْفُقَرَاءِ الَّذِيْنَ اُحْصِرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللهِ (پاره ١٣- رڪوع ٥-٧) | هي انهن فقيرن لاءِ آهي جيڪي الله جي راهہ ۾ محصور ٿي ويا آهن |

## فقر ۽ تصوف ۾ فرق

هاڻي مان فقر ۽ تصوف ۾ فرق جي متعلق وضاحت ٿو ڪيان. ڳالهہ دراصل هيءَ آهي تہ فقير فقر کي اختيار ڪري ان کي تمام وڏي فضيلت سمجهندو ۽ دولت منديءَ تي ترجيح ڏيندو آهي ڇو تہ هو خدا جل شانہ کان ان جي معاوضي جي توقع ٿو رکي، جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" منهنجي امت جا فقراء دولت مندن کان اڌ ڏينهن اڳ جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ اتان جو اڌ ڏينهن موجوده دنيا جي پنج سو سالن جي برابر هوندو" ان ڪري هن غير فاني ثواب جي توقع ۾ فاني دنيا کي ڇڏي ڏنو آهي ۽ فقر ۽ مفلسيءَ کي اختيار ڪيو اٿس ۽ هن کي اهو بہ انديشو آهي تہ جيڪڏهن هن جو هي فقر ختم ٿي ويو تہ هن جي فضيلت ۽ ثواب بہ هليو ويندو.

پر ثواب ۽ معاوضي جي توقع ۽ ان جي ختم ٿيڻ جو انديشو صوفياءِ ڪرام جي طريقي ۾ ڪمزوري ۽ روحاني بيماريءَ جي نشاني آهي، ڇو تہ فقير معاوضي جي توقع رکندو آهي ۽ انهيءَ مقصد سان هن دنيا کي ڇڏيو آهي،پر صوفي ڪنهن بہ متوقع معاوضي جي بغير پنهنجي موجوده حال ۽ جذبي جي مطابق سڀ شيون ڇڏي ٿو ڏي.

وڌيڪ هيءَ ڳالهہ بہ آهي تہ فقير فاني دنيا کي ڇڏي پنهنجي خوشي ۽ ارادي جي ماتحت فقيري اختيار ٿو ڪري پر صوفيءَ جي مسلڪ ۾ ارادو ۽ اختيار هڪ بيماري آهي، ڇو تہ صوفي صرف الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه جي ارادي جي ماتحت ڪم ڪري ٿو هن جو پنهنجو ڪو مستقل ارادو ڪو نہ هوندو آهي، هو فضيلت کي صرف فقر يا دولتمنديءَ ۾ محدود نہ ٿو سمجهي بلڪ فضيلت ان شيءِ کي ٿو خيال ڪري جنهن جي الله تعاليٰ جل شانه توفيق ڏيندو آهي ۽ ان جو حڪم صادر فرمائيندو آهي، هو ڪنهن بہ ڪم کي ڪرڻ کان پهريائين ان جي حڪم جو منتظر رهندو آهي. ڪڏهن هو خدا جل شانه جي حڪم جي ماتحت فقر جي برخلاف آسودگيءَ جي زندگي بسر ڪندو آهي ۽انهيءَ جي اجازت ڏني ويئي آهي. مخلص ۽ سچن ٻانهن کي صرف انهيءَ وقت آسودگيءَ جي زندگي بسر ڪرڻ جي اجازت ڏني ويندي آهي جڏهن هو الله تعاليٰ جل شانه جي حڪم جي علم ۾ پختا ٿي ويندا آهن نہ تہ هن مقام تي گهٽ ماڻهن جا پير ترڪي ويندا آهن ۽ گهڻامدعي دعويٰ ڪرڻ لڳي ويندا آهن. ان جو سبب هي آهي تہ صاحب حال جڏهن ڪنهن حال ۾ مبتلا هوندو آهي تہ ان ۾ هن کي ڪيترين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي، جيئن قرآن ڪريم ۾ آهي تہ:

| | |
|---|---|
| لِيُهْلِكَ مَنْ هَلَكَ عَنْ بَيِّنَةٍ وَيَحْيَىٰ مَنْ حَيَّ عَنْ بَيِّنَةٍ (پاره ١٠ رڪوع ١-٢) | تانتہ جيڪو هلاڪ ٿئي اهو ڪليل نشانيءَ جي مطابق هلاڪ ٿئي ۽ جيڪو جيئرو رهي اهو بہ ڪليل نشانيءَ جي مطابق جيئرو رهي |

مٿين وضاحت کان پوءِ تصوف ۽ فقر جي وچ ۾ فرق ظاهر ٿي پيو آهي ۽ هي به معلوم ٿي ويو آهي ته فقر تصوف جو بنياد ۽ ان جو لازمي حصو آهي، يعني اسين فقر جي رستي کان تصوف جي درجن تائين پهچي ٿا سگهون، پر ان جو اهو مطلب نه آهي ته فقر جي ڪري مڪمل تصوف وجود ۾ اچي ويندو.

## فنا في الله

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جن فرمايو آهي ته" تصوف جي معنيٰ هيءَ آهي ته حق تعاليٰ جل شانه تنهنجي نفسانيت کي مڙدو ڪري پاڻ سان توکي زنده رکي"

انهيءَ جو به اهوئي مفهوم آهي جيڪومٿي بيان ڪيو ويو ته صوفيءَ جو وجود الله جل شانه سان قائم آهي، هو پنهنجو پاڻ کي وڃائي وينو آهي ۽ ان جي برعڪس فقير ۽ زاهد پنهنجي مستقل هستي ٿا رکن، پنهنجي ارادي کان واقف هوندا آهن ۽ پنهنجي علم جي مطابق ڪم ڪندا آهن پر صوفي پنهنجي معلومات جي طرف مائل نه ٿيندو آهي، پنهنجي ارادي سان ڪم نه ڪندو آهي بلڪ پنهنجي پروردگار جي مرضيءَ جي تابع هوندو آهي.

حضرت ذوالنون مصري رحمة الله عليه جن جو ارشاد آهي ته" صوفي اهو آهي جنهن کي ڪنهن به شيءِ جي طلب تنگ نه ٿي ڪري ۽ نه ڪنهن شيءِ جي ضرورت ۽ نه ان جو ملڻ ان کي پريشان ٿو ڪري" وڌيڪ فرمائي ٿو ته صوفين خدا جل شانه کي هر شيءِ تي ترجيح ڏني آهي، انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جل شانه به انهن کي سڀني تي ترجيح ڏني آهي.

هنن جي ايثار جو هڪڙو ثبوت هي آهي ته هنن پنهنجي ذاتي علم تي خدا جل شانه جي علم کي ۽ پنهنجي ارادي کي خدا جل شانه جي ارادي تي ترجيح ڏني آهي"

ڪنهن شخص هڪڙي بزرگ کان معلوم ڪيو ته" مان ڪهڙي

جماعت سان گڏ رهان؟ پاڻ جواب ڏنائون تہ ”صوفين سان گڏ رهو، ڇو تہ هو بري ڪم تي معذرت قبول ڪندا آهن ۽ ڪنهن بہ اهڙي وڏي ڪان وڏي ڪم جي سندن ويجهو ڪا اهميت ڪانهي جنهن جي ڪري هو توڪي ايترو وڏائن جو تون غرور ۽ خود پسنديءَ ۾ مبتلا ٿي وڃين“

پر اهڙي قسم جو علم تصوف، فقير ۽ زاهد وٽ موجود ڪونهي،ڇو تہ زاهد ۽ فقير دنيا کي ترڪ ڪرڻ کي گهٽي اهميت ٿا ڏين ۽ دنياداريءَ کي خراب ٿا سمجهن ان جو سبب اهو آهي جو هنن جو ظرف ننڍو ۽علم محدود آهي.

هڪڙي بزرگ فرمايو تہ” صوفي اهو آهي جو جڏهن ان جي سامهون ٻہ سٺيون شيون يا ٻہ سٺيون عادتون اچن تہ هو بهترين شيءِ کي اختيار ڪندو. ان جي برعڪس فقير ۽ زاهد ٻن سٺن اخلاقن ۾ پوري طرح تميز بہ نہ ڪري سگهندا، بلڪ اها شيءِ اختيار ڪندا جنهن جو ترڪ دنيا سان سڀ کان گهڻو تعلق هجي اهڙي صورت ۾ هو پنهنجي ذاتي علم جي مطابق فيصلو ڪندا. ان جي برخلاف هڪ صوفي خدا جل شانہ ڏي رجوع ٿي ان کان التجا ڪندو ۽ ان جو قرب حاصل ڪري ان جي علم کان واقف ٿيندو. مناجات کان پوءِ مٿين ٻنهين شين مان بهتر شيءِ جي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو .

## مشائخن جا قول

حضرت رومي رحمہ الله عليہ جن فرمائين ٿا تہ” تصوف هي آهي تہ نفس کي خدا جل شانہ جي مرضي ۽ ارادي تي ڇڏي ڏجي“ حضرت عمروبن عثمان المڪي رحمہ الله عليہ جن جو ارشاد آهي تہ ”تصوف هي آهي تہ بندو هميشه پنهنجي وقت جي مطابق افضل ڪم ۾ مشغول رهي“ ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ”تصوف جي شروعات علم آهي ان جو وچ عمل آهي ۽ ان جو آخري انجام الله تعاليٰ جل شانہ جي بخشش آهي“

هي بہ چيو ويو آهي تہ”تصوف هي آهي تہ ذڪر با جماعت

هجي، ۽ ٻڌڻ تي وجداني ڪيفيت طاري ٿئي۽ اتباع سان عمل ٿئي. هڪ هي قول بہ آهي تہ " تصوف حجابن کي ڇڏي ڏيڻ ۽ روحاني قرباني۽ جو ٻيو نالو آهي" حضرت سهل بن عبدالله رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ "صوفي اهو آهي جيڪو ڪدورت کان صاف ۽ فڪر شوق ۽ مستيء سان معمور هجي، انسانن کان الڳ ٿي صرف الله جل جلالہ سان دل لڳائي ويٺو هجي ۽ هن جي نظر ۾ سون۽ مٽي برابر هجن."

ڪنهن بزرگ کان تصوف جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ" تصوف هي آهي تہ مخلوق جي مخالفت کان دل صاف هجي، طبعي اخلاق کي ڇڏي ڏجي، بشري صفتون فنا ڪري ڇڏين،نفساني خواهشن کي ڇڏي روحاني صفتون پيدا ڪيون وڃن ۽ حقيقي علمن سان تعلق پيدا ڪري شريعت جي مسئلن ۾ رسول اللهﷺ جن جي پيروي ڪئي وڃي.

## اوليائن جون صفتون

حضرت ذوالنون مصريرحمہَ الله عليه فرمائن ٿا تہ "مون شام ملڪ جي ڪنهن ڪناري تي هڪ عورت کي ڏٺو ۽پڇيومانس تہ ڪٿان آئي آهين؟" هن جواب ڏنو تہ" مان انهن ماڻهن وٽان آئي آهيان جيڪي سمهڻ وارين جاين کان پاڻ کي پري رکندا آهن" مون وري پڇيو مانس تہ" ڪاڏي وڃي رهي آهين" هن چيو تہ اهڙن ماڻهن ڏي وڃي رهي آهيان جن کي الله جل شانہ جي ذڪر کان نہ واپار ۽ نہ خريد فروخت غافل ٿي ڪري" مون چيو تہ تون انهن جي صفت بيان ڪر" ان تي هن ڪجهہ شعر پڙهيا جن جو ترجمو هي آهي.

(١)اهي اهڙاماڻهو آهن جيڪي صرف خدا جل شانہ سان وابستہ آهن ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان انهن جو ڪو تعلق ڪونهي. (٢)انهن جو مقصد صرف انهن جي مولا ۽ سردار جي ذات آهي تنهن ڪري ان بي نياز اڪيلي خدا جل شانہ کي اصل مقصد بنائڻ

ڪيتري قدر عمدو ڪم آهي. (٣) انهن کي دنيا جي جهڳڙن، ان جي عزت، اولاد ڪائڻ، پيئڻ ۽ ٻين لذتن سان ڪو واسطو نہ آهي. (٤) نہ انهن کي عمدا لباس پائڻ جو شوق آهي نہ ڪنهن ٻئي شهر ۾ وڃي انهن جي روح کي خوشي محسوس ٿئي ٿي.(٥) ها البت هو روحاني منزلون طئي ڪرڻ ۾ جلدي ڪندا آهن، تانجو دائمي قربت الاهي جو مفاصلو گهٽ ٿئي (٦) هو تلاشن ۽ وادين جي پرسان رهندا آهن ۽ وڏن وڏن جبلن ۾ بہ توڪي انهن جو ڪافي تعداد ملندو"

حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ"صوفي زمين وانگر آهي جنهن تي هر خراب شيءِ اڇلائي ٿي وڃي مگر هن جي اندران اها عمدي شڪل ۾ تبديل ٿي نڪرندي آهي" پاڻ هي بہ فرمايائون تہ" صوفي زمين جي مثل آهي جنهن تي نيڪ ۽ بد ٻئي هلن ٿا، هو بادل وانگر آهي جيڪو هر شيءِ کي پاڇو ٿو عطا ڪري يا هو بارش جي مثل آهي جيڪا هر شيءِ کي سيراب ڪندي آهي."

## تصوف جي جامع تعريف

تصوف جي ضرورت ۽ حقيقت جي باري ۾ مشائخن ڪرام جا قول هڪ هزار کان بہ وڌيڪ آهن، سڀني کي نقل ڪرڻ جي بدران اسين هڪ اهڙو ضابطو ۽ اهڙي جامع تعريف بيان ٿا ڪيون جيڪا تصوف جي سڀني معنائن ۽ تشريحن تي حاوي هجي، ڇوتہ لفظ ڪٿي مختلف هجن پر انهن جو مفهوم تقريبًا هڪ جهڙو آهي، تنهن ڪري اسان جي تعريف هيءَ آهي تہ" صوفي اهو آهي جيڪو هميشہ نفس جي پاڪيزگي ڪندو رهي ۽ پنهنجي قلب کي نفساني آلائشن کان صاف ڪري هميشہ پنهنجي وقت کي ڪدورتن کان پاڪ ۽ صاف رکي، جيئن تہ هو هر وقت پنهنجي مولا جي سامهون سر جهڪائيندو رهي ٿو ان ڪري هن جي هيءَ نياز مندي هن جي دل کي صاف ڪري ڪدورتن کي دور ٿي ڪري، ان جي باوجود جڏهن بہ نفساني حرڪتون ۽ صفتون ظاهر ٿيون ٿين تہ

صوفي صافي پنهنجي بصيرت سان انهن کي سمجهي ٿو وٺي ان وقت هو خدا جل شانه جي طرف ڏوڙڻ جو رستو اختيار ٿو ڪري ان ڪري قلب جي صفائيءَ جي ذريعي هن جي دل خوش ٿي رهي ۽ نفساني حرڪتن سان هن جي دل کي پريشاني ۽ ڪدورت ٿيندي آهي ان ڪري هو خدا جل شانه سان پنهنجو قلبي تعلق قائم ڪندو آهي جيڪو هن جي قلب کي هن جي نفس تي حاوي رکندو آهي، جيئن الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو.

| | |
|---|---|
| ڪُوْنُوْا قَوَّامِيْنَ لِلّٰهِ شُهَدَآءَ بِالْقِسْطِ (پاره ٦: رڪوع٦-٣) | توهان الله جي لاءِ اٿي بيهو ۽ انصاف جا شاهد بڻجو |

هن آيت ۾ "قوامين" مان مراد نفس تي غالب اچڻ آهي ۽ اهوئي صوفين جو اخلاق آهي.

ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته" تصوف سراسر اضطراب يعني بي چيني آهي جيڪڏهن هن ۾ سڪون ۽ بيهي رهڻ اچي وڃي ته اهو تصوف نه رهندو".

هن قول ۾ راز اهو آهي ته روح جي ڪشش هميشه بارگاه الاهيءَ جي طرف هوندي آهي، يعني صوفيءَ جو روح هميشه بلند درجن ۽ قرب الاهي تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو آهي پر نفس پنهنجي اصليت جي مطابق هن عالم سفليءَ ۾ رهڻ ٿو چاهي ۽ پوئتي ٿو موٽي، ان ڪري صوفيءَ کي روح ۽ نفس جي مسلسل ڪشمڪش ۾ جدوجهد ڪرڻي پوندي آهي، هو هميشه خدا جل شانه جو محتاج ٿي ان جي پناهه ڳوليندو آهي ۽ پنهنجي نفس جي چڱي طرح نظرداري ڪندو رهندو آهي.

بهرحال جيڪو اسان جي تشريح تي غور ڪندو ته ان کي مشائخن جا ڌار ڌار اشارا هن ۾ يڪجا نظر ايندا.

باب ٦

# صوفي نالي جو سبب

شيخ ابو زرعہ طاهر بن محمد بن طاهر رحمہ الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث اسان سان بيان ڪئي تہ:

"رسول الله ﷺ جن غلام جي دعوت قبول فرمائيندا هئا، گڏهہ تي سواري ڪندا هئا ۽ ان جو لباس پائيندا هئا.

هن حديث شريف جي بنياد تي هڪ جماعت جي هيءَ راءِ آهي تہ ڪين صوفيءَ جو نالو سندن ظاهري لباس تي ڏنو ويو آهي، ڇو تہ انهن صوف (ان) جو لباس پائڻ پسند ڪيو،اهو زياده نرم ۽ملائم هوندو آهي۽نبين سڳورن عليهم السلام جو لباس بہ اهوئي هوندو هو، هن سلسلي ۾ رسول الله ﷺ جن جي حديث روايت ڪئي وئي تہ پاڻ ﷺ سڳورن فرمايو تہ:" روحاءَ جي جبل تان ستر پيغمبر اگهاڙي پيرين لنگهيا جيڪي عبا (اوني لباس) پاتل هئا، ۽ حرم شريف ڏي وڃي رهيا هئا."

ڇيو وڃي ٿو تہ حضرت عيسىٰ عليه السلام ان ۽ وارن جولباس پائيندا هئا ۽ وڻن جا ميوا کائيندا هئا سندن پوشاڪ ان جي هئي، حضرت ابو هريره رضي الله عنه۽ حضرت فضاله ابن عبيد رضي الله عنه جن سندن هيءَ صفت بيان ڪئي آهي تہ:

" جڏهن بک جي ڪري زمين تي ڪري پوندا هئا تہ عرب بدو ڪين ديوانو خيال ڪندا هئا سندن پوشاڪ ان جي هوندي هئي. گهڻن صحابين جا ڪپڙا جڏهن پگهر سان پرجي ويندا هئا تہ انهن مان رڍن

جهڙي بوءِ ايندي هئي ايتري قدر جو ڪي اصحابي تنگ اچي هي چوندا هئا.

”مون کي هنن جي بدبوءِ سٺي نہ ٿي لڳي ڇا توهان کي هيءَ بدبوءِ خراب نہ لڳندي آهي، جڏهن جو هو توهان سان اي رسول الله ﷺ جن سان ڳالهائيندا آهن“.

هو ان جو لباس ان ڪري پسند ڪندا هئا جو هنن دنيا جي زيب ۽ زينت جون شيون ڇڏي ڏنيون هيون ۽ صرف پنهنجي بک دور ڪرڻ ۽ اوگهڙ ڍڪڻ تي قناعت ڪندا هئا، هو آخرت جي ڪمن ۾ ايتري قدر محو هئا جو پنهنجي نفس کي لذت ۽ راحت پهچائڻ طرف هنن جو ڌيان نہ ويندو هو،بلڪ هر وقت پنهنجي مولىٰ عظيم جي خدمت ۾ مشغول رهندا هئا، سندن سڄو ڌيان آخرت جي ڪمن ۾ رڌل رهندو هو.

صوفي نالي جو سبب لفظن جي لحاظ کان گهڻو مناسب آهي، ڇو تہ محاوري ۾ تصوف جي معنىٰ اوني پوشاڪ پائڻ اچي ٿي،جيئن هي چيو ويندو آهي تہ تقمص (هن قميص پاتي)

## نالي جا ترجيحي سبب

صوفياڪرام مختلف حالتن ۾ تبديل ٿيندا رهندا آهن ۽ بلند کان بلند درجن ڏي ترقي ڪندا رهندا آهن، ڪا وصف ۽ تعريف هنن کي قيد يا محدود نہ ٿي ڪري سگهي، ڇو تہ وڏيڪ علم ۽ حال جا دروازا هر وقت هنن لاءِ ڪليل آهن. سندن باطن حقيقت جي کاڻ ۽ علم جو مجموعو آهي. ان ڪري ڪنهن بہ حال ۾ کين قيد ڪرڻ مشڪل آهي، ڇو تہ سندن وجداني ڪيفيتون گونا گون آهن تنهن ڪري ظاهري لباس سان کين منسوب ڪري صوفي چوڻ لڳا. هن لفظ سان سندن حالتءِ سندن وصفن جي گهڻي وضاحت ٿئي ٿي. ڇو تہ اوني لباس پائڻ قديم زماني کان سندن سلف جو طريقو رهيو آهي جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي هنن جو حال اهوئي آهي جيڪو مقربين بارگاهہ خداونديءَ جو

آهي،جيئن تہ قرب الاهيءَ ڏي منسوب ڪرڻ ۽ ان ڏي اشارو ڪرڻ هڪ مشڪل ڪم آهي،انڪري سندن حال کي لڪائڻ ۽ سندن باعزت مقام کي اشارن جي ڪثرت سان ۽ ان جي تذڪرن کي عوام الناس جي زبانن کان محفوظ رکڻ لاءِ لباس جي مناسبت سان سندن هي نالو رکيو ويو آهي ۽ اهائي ادب جي تقاضا هئي ۽ صوفياءِ ڪرام جو بنيادي اصول بہ اهوئي آهي تہ ظاهر ۽ باطن قول ۽ فعل ۾ ادب جو خيال رکجي.

## زهد جو مقصد

صوفيءَ جي لفظ مان هڪ ٻئي مقصد يا مفهوم جي خبر پئي ٿي، اها اها آهي تہ هن ۾ زهد ۽ دنيا کان بي رغبتي جو مفهوم لڪل آهي، هن ۾ نفساني خواهشن کان پرهيز ۽ نرم ونازڪ پوشاڪ نہ پائڻ ڏي اشارو آهي تہ جيئن هڪ مبتدي مريد جيڪو سندن طريقي کي پسند ڪندو هجي ۽ سندن گروهہ ۾ شامل ٿيڻ گهري تہ اهو زهد- دنيا کان بي رغبتي ۽ سادگيءَ جو عادي بنجي وڃي، ان کي اهو بہ معلوم ٿي وڃي تہ پوشاڪ وانگر هن جي کائڻ پيئڻ جو ڍنگ بہ سادو هئڻ گهرجي، انهيءَ صورت ۾ هو انهيءَ نالي تي غور ڪري صحيح بصيرت کان پوءِ ئي هن حلقي ۾ شامل ٿيندو اهڙي طرح هڪڙو مبتدي هن جي نالي مان ئي اصل حقيقت سمجهي ٿو سگهي.

پر جيڪڏهن ڪو ٻيو نالو رکجي ها تہ مبتدين کي اصل حقيقت سمجهڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ها، ان ڪري هي نالو بهتر آهي.

انهيءَ نالي کي ترجيح ڏيڻ جو هڪ ٻيو سبب هي آهي تہ جڏهن هنن ماڻهن کي صوفي چئجي ٿو تہ (روحاني حيثيت سان) هيءَ زبردست دعويٰ آهي، پر جڏهن ماڻهن کي ٻڌايو وڃي تہ هنن جو نالو صوفي ان ڪري آهي، جو هو اوني پوشاڪ پائيندا آهن تہ اهو (بزرگيءَ جي) دعويٰ کان پري ٿي ٿو وڃي ۽ هر اها شيءِ جيڪا (رياڪاريءَ جي) دعويٰ کان پري هجي، اها هنن جي حال جي وڌيڪ مناسب آهي.

## تواضع جو مقصد

ان کان سواءِ اوني پوشاڪ پائڻ هنن جي ظاهري حالتن کي ظاهر ڪري ٿو جڏهن جو هنن جو حال ۽ ٻين روحاني درجن جو هن جي باطن سان تعلق آهي، تنهن ڪري ظاهري حالت جي مطابق نالو رکڻ وڌيڪ مناسب آهي جو هي نالو تواضع جو اظهار به ڪري ٿو.

"صوفي" نالي هجڻ جو هڪ سبب هي به بيان ڪيو ٿو وڃي ته جيئن صوفين تواضع، انڪساري،گمنامي لڪ کي گهڻو پسند ڪيو آهي، انهيءَ ڪري زمين تي ڪريل ۽ پيل ٽڪرا ۽ ليڙون صوف (صوفه) وانگر آهن جن کي ڪير به پسند نه ٿو ڪري ۽ نه انهن ڏي توجه ٿو ڏئي، تنهنڪري صوفه جي نسبت سان هنن کي صوفي چيو ٿو وڃي، جيئن ڪوفه جي صفت نسبتي ڪوفي آهي، هي گهڻن اهل علم جو قول آهي ان جو مفهوم به ان جي لفظن جي لحاظ کان مناسب آهي.

بهرحال اوني پوشاڪ هميشه کان زاهد ۽ عابد ۽نيڪ ٻانهن جي پوشاڪ رهي آهي، جيئن اسان کي شيخ ابو زرعه طاهر رحمه الله عليه پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث بيان ڪئي آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته"جڏهن حضرت موسيٰ خدا جل شانه سان ڪلام ڪيو هو ان وقت ڪيس سڄو اوني لباس پاتل هو سندن جبو، پاجامو، چادر ۽ آستين سڀ ان جا هئا. سندن جوتي گڏهه جي بغير رنگيل چمڙي جي ٺهيل هئي.

هي بيان ڪيو ويو آهي ته هنن جو نالو صوفي ان ڪري آهي جو هو پنهنجي بلند همٿي، خدا عز وجل سان پنهنجي دلي تعلق ۽ هن جي سامهون باطني اسرار پيش ڪرڻ جي ڪري خدا جل شانه جي روبرو صف اول ۾ آهن (هن جي وڌيڪ وضاحت جي سلسلي ۾) هي بيان ڪيو ويو آهي ته هي نالو دراصل صفوي هو جيڪو ڪجهه ڏکيو هجڻ ڪري صوفي بنجي ويو.

## صفہ مان ورتل

هي بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ صوفيءَ جي نسبت صفہ سان آهي جيڪو رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ غريب مهاجرن جو هڪ چپوترو هو ۽ انهن جي باري ۾ ئي الله تعاليٰ جل شانہ جو ارشاد آهي تہ:

| | |
|---|---|
| لِلْفُقَرَاءِ الَّذِيْنَ اُحْصِرُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ ضَرْبًا فِي الْاَرْضِ (پاره٣: رڪوع٥- ١٧) | هي انهن غريبن جي لاءِ آهي جيڪي خدا جي راه ۾ قيد ٿيا ۽ اهي زمين تي سفر ڪرڻ جي طاقت نہ ٿا رکن. |

## اصحاب صفہ

حالانڪ لفظي لحاظ کان هن نالي جو سبب درست نہ آهي مگر مفهوم جي لحاظ کان صحيح آهي، ڇو تہ صوفيہ جو حال انهن جي مثل آهي، هو بہ اصحاب صفہ وانگر پاڻ ۾ الفت ۽ محبت سان گڏ رهندا آهن. هي اصحاب صفہ تقريبًا چار سؤ مرد هئا، مدينه منوره ۾ انهن جو ڪو ڪنبو نہ هو بلڪ هو سڀ مسجد نبويءَ ۾ گڏ رهندا هئا، جيئن صوفي خانقاهن ۾ رهندا هئا، هي اصحاب صفہ نہ زراعت ڪندا هئا نہ ڪير ڏيڻ وارا جانور پاليندا هئا ۽ نہ تجارت ڪندا هئا.

هو ڏينهن جي وقت ڪاٺيون ڪندا ۽ رات جو عبادت ڪندا ۽ قرآن مجيد سکندا هئا ۽ تلاوت ڪندا هئا، پاڻ ڪريم ﷺ جن سندن غمخوار هئا ۽ ماڻهن کي سندن مدد لاءِ آماده ڪندا هئا، پاڻ ﷺ جن هنن وٽ ويهي انهن سان گڏ ڪاڌو کائيندا هئا، هي آيتون انهن جي ئي شان ۾ نازل ٿيون آهن.

| | |
|---|---|
| وَلَا تَطْرُدِ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَدَاوَةِ وَالْعَشِيِّ يُرِيْدُوْنَ وَجْهَهٗ (پاره ٧- رڪوع ١٢ : ٢) | اي پيغمبر ﷺ هنن ماڻهن کي نہ ڪڍو جيڪي پنهنجي پروردگار کي صبح شام پڪارن ٿا ۽ ان جي رضامنديءَ جا خواهشمند آهن |

وَاصْبِرْ نَفْسَكَ مَعَ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَدَاوةِ وَالْعَشِيِّ ( پاره-١٥- رڪوع ١٦- ٥)

توهان پاڻ انهن ماڻهن سان صبر اختيار ڪيو جيڪي پنهنجي پروردگار کي صبح شام پڪارن ٿا.

هي آيت ڪريمہ ابن ام مڪتوم جي باري ۾ نازل ٿي.

عَبَسَ وَتَوَلّيٰ اَنْ جَآءَهُ الْاَعْميٰ ( پاره ٣٠ سورة عبس)

توهان ڪاوڙ اختيار ڪئي ۽ منهن ڦيرايو ان ڪري جو توهان وٽ هڪ انڌو آيو هو.

هي بہ اصحاب صفہ مان هو، ان جي ڪري آنحضرت ﷺ جن کي ڏوراپو مليو.

پاڻ ﷺ جڏهن انهن ماڻهن سان مصافحو فرمائيندا هئا تہ انهن جي هٿن مان پنهنجا هٿ جلد نہ ڇڪي وٺندا هئا. پاڻ ﷺ هنن کي خوشحال ماڻهن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو هئائون، ڪنهن جي حصي ۾ ٽي هئا ۽ ڪنهن جي حصي ۾ چار هئا ،پر حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنه انهن مان اسي ماڻهن کي وٺي وجي کاڌو کارائيندو هو.

## اهل صفہ جو فقر

حضرت ابو هريره رضي الله عنہ فرمائين ٿا تہ مون اهل صفہ جي ستر ماڻهن کي ڏٺو جيڪي هڪ ئي ڪپڙي ۾ نماز پڙهندا هئا، انهن مان ڪجهہ ماڻهن جا ڪپڙا گوڏن تائين نہ پهچندا هئا. جڏهن انهن مان ڪير رڪوع ڪندو هو تہ پنهنجي هٿ سان ڪپڙي کي پڪڙيندو هو تہ جيئن اوگهڙ ظاهر نہ ٿئي.

اهل صفہ مان هڪ ماڻهوءَ بيان ڪيو تہ"اسين گڏجي رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿياسين ۽ عرض ڪيوسين تہ "يا رسول الله ﷺ کارڪن اسان جي پيٽ ۾ سوزش پيدا ڪئي آهي" جڏهن پاڻ ﷺ جن هيءَ ڳالهہ ٻڌي تہ ممبر تي چڙهي فرمايائون تہ"ماڻهن جو اهو حال آهي جو اهي چون ٿا تہ کجورين (کارڪن) اسان جي پيٽن کي جلائي ڇڏيو آهي، ڇا توهان کي اها خبر نہ آهي تہ کجور مديني وارن جي خوراڪ آهي، انهن اسان

جي ۽ توهان جي انهيءَ خوراڪ جي ذريعي مدد ڪئي،انهيءَ ذات جو قسم جنهن جي قبضي ۾ محمد (ﷺ) جي جان آهي ٻه مهينا ٿيا آهن، رسول الله ﷺ جي گهر مان ماني پچائڻ لاءِ ڏونهو ڏسڻ ۾ نه آيو آهي ۽ اتي ٻه سواءِ پاڻي ۽ کجورن جي ٻيو ڪجهه نه آهي.

شيخ ابو الفتح محمد بن عبدالباقي رحمه الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان حضرت ابن عباس رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث اسان سان بيان ڪئي، هو فرمائين ٿا ته "رسول الله ﷺ جن هڪ ڏينهن اصحاب صفه وٽ بيٺا هئا پاڻ ﷺ جن فرمايو"اي اصحاب صفه توهان کي خوشبخري هجي، توهان مان جيڪو انهيءَ حالت تي قائم رهيو، جنهن حالت ۾ توهان اڄ آهيو ۽ پنهنجي حالت تي خوش وخورم رهيو ته قيامت جي ڏينهن اهو منهنجو ساٿي هوندو". چيو وڃي ٿو ته خراسان ۾ انهن مان ڪجهه ماڻهو غارن ۾ رهندا هئا ،اهي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد نه ٿيا، ان ڪري هو خراسان ۾ شگفتيه جي نالي سان مشهور ٿيا. شگفت انهيءَ غار جو نالو هو جتي هو رهندا هئا، شام جي رهڻ وارا انهن کي جوعيه چوندا هئا، (جو ته هو بکيا رهندا هئا).

قرآن ڪريم ۾ خداوند تعاليٰ جل شانه نيڪ ٻانهن جي جماعتن جو بار بار ذڪر ڪيو آهي، هڪ جماعت کي ابرار جي نالي سان ياد ڪيو ويو آهي، ۽ ٻي جماعت کي مقربين چيو ويو. انهن ئي ماڻهن کي صابر، صادق، ذاڪر ۽ محبن جي لفظن سان ٻه ياد ڪيو ويو آهي، بهرحال صوفيءَ جو لفظ انهن سڀني متفرق نالن تي حاوي آهي.

## صوفيءَ جي نالي جي شروعات

بهرحال هي حقيقت آهي ته هي نالو رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ نه رکيو ويو، چيو وڃي ٿو ته هي تابعين جي زماني ۾ رکيو ويو هو، حضرت حسن بصري رضي الله تعاليٰ عنه جن کان روايت آهي ته "مون ڪعبه الله شريف جو طواف ڪندي هڪ صوفيءَ کي ڏٺو هن کي مون

ڪجھ ڏينڻ چاهيو پر هن نہ ورتو ۽ چوڻ لڳو تہ مون وٽ چار دانگ آهن جيڪي منهنجي لاءِ ڪافي آهن" هن روايت جي تائيد حضرت سفيان رحمہ اللہ عليہ جن جي هن قول مان ٿئي ٿي تہ پاڻ فرمايائون "جيڪڏهن ابو هاشم الصوفي نہ هجي ها تہ مان رياڪاريءَ جي دقيق ڳالهين کان واقف نہ ٿيا ها" هن مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ هي نالو قديم زماني کان مشهور آهي.

ڪجھ ماڻهن چيو آهي تہ هي نالو ٻہ سؤ هجريءَ تائين مشهور ٿي نہ سگهيو، ڇو تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ سندن اصحاب پنهنجي ماڻهونءَ کي اصحابيءَ جي نالي سان پڪاريندا هئا. ڇو تہ کين سندن ﷺ صحبت ۾ رهڻ جو شرف حاصل هئو، تنهن ڪري انهيءَ صحبت جي طرف اشارو ڪرڻ هر اشاري کان بهتر هو.

سندن ﷺ عهد مبارڪ کان پوءِ جيڪي اهل علم ٿيا اهي تابعي سڏجڻ لڳا پر جڏهن عهد رسالت کان پوءِ ڪافي عرصو گذري ويو ۽ آسماني وحي ۽ نور مصطفوي ﷺ کي پوشيده ٿئي هڪ زمانو گذري ويو تہ ان وقت خيالن ۾ اختلاف ٿيڻ لڳا ۽ ماڻهن جا رستا جدا ٿي ويا ۽ هر اهل راءِ پنهنجي راءِ ۾ آزاد ٿي ويو، جنهن جو نتيجو هي ٿيو جو نفساني خواهشن علمي فضا کي نقصان پهچايو، ايتري قدر جو پرهيزگارن ۽ متقين جون جايون لڏڻ لڳيون ۽ نمائندن جا حوصلا ٻہ متزلزل ٿيڻ لڳا، جهالت جو غلبو ٿيڻ لڳو ۽ ان جا سخت پرڙدا دلين تي ڇانئجي ويا، ايتريقدر جو گهڻن ماڻهن کي دنياءِ ان جون ٿيون سهٽيون ڏسڻ ۾ اچڻ لڳيون، اهڙي زماني ۾ مٿيون حالتون ڏسي هڪ جماعت دنيا کان الڳ ٿي نيڪ ڪمن ۾ مشغول ٿي ويئي، انهن جي ارادن ۾ پختگي ۽ دين جي طاقت هئي، هنن دنيا ۽ ان جي محبت کان منهن موڙيو، اڪيلائي ۽ گوشہ نشينيءَ کي غنيمت سمجهو، پنهنجي جماعت لاءِ ڪجھ ڪنڊون مقرر ڪيائون جتي ڪڏهن ڪڏهن گڏ ٿي ويندا هئا، اهل صفہ جي تقليد ڪندي اڪثر اڪيلا رهندا هئا، دنيا جي اسبابن کي هنن ڇڏي ڏنو

هو ۽ رب العزت سان دل لڳائي هٽائون، سندن نيڪ عملن بلند احوال جي صورت ۾ سٺو ثمر ڏنو بلڪ انهن جا دماغ ۽ انهن جي ادراڪ جي قوت صاف ٿي الاهيءَ علمن کي قبول ڪرڻ جي قابل ٿي ويئي.

اهڙي طرح انهن کي ظاهري زبان کان پوءِ هڪ ٻي زبان ملي ۽ گذريل عرفان کان پوءِ هڪ نئون عرفان ڪامل حاصل ٿيو بلڪ سابق ايمان کان پوءِ هڪ تازو ايمان حاصل ٿيو، جيئن حضرت حارثہ رضي الله عنه جن فرمايو تہ جڏهن مون کي غير معمولي ايمان جي مرتبي جو ڪشف ٿيو تہ ان وقت مان صحيح معنيٰ ۾ مؤمن ٿيس" تنهن ڪري انهن مرتبن تائين پهچڻ کان پوءِ هو نون علمن کان واقف ٿيا جن جي لاءِ نوان اشارا ڪرڻا پيا ،ان ڪري هنن کي نيون نيون اصطلاحون ٺاهڻيون پيون جيڪي انهن جي ڇاتل سڃاتل خيالن جي ترجماني ڪري سگهن ۽ سندن حال ۽ وجداني ڪيفيتن کي ظاهر ڪري سگهن، (اهڙي طرح علم تصوف جو بنياد پيو) ۽ انهن بزرگن سلف کان سندن جانشينن هي علم حاصل ڪيو، ايتريقدر جو هر زماني ۾ انهيءَ باقاعده ۽ مستقل علم ۽ رسمن جي صورت اختيار ڪئي، اهڙي طرح صوفيءَ جو نالو بہ انهن ۾ رائج ٿي ويو ،هنن ماڻهن خود پنهنجو نالو بہ اهوئي رکيو ۽ پنهنجي حلقي جي ٻين ماڻهن کي بہ انهيءَ نالي سان منسوب ڪندا رهيا.

هي نالو انهن جي نشاني آهي، علم الاهي انهن جي صفت آهي عبادت انهن جو حليو آهي،تقويٰ ۽ پرهيزگاري انهن جو شعار آهي ۽ حقيقت جا حقائق انهن جا اسرار ۽ رمزون آهن هو پنهنجي قبيلن کان الڳ آهن مگر غيرت جي گنبذ ۾ رهڻ وارا فضيلت جا صاحب آهن، حيرت جي ملڪن جا باشندا آهن هر گهڙي فضل الاهي سندن شامل حال آهي، انهن جي شوق جي گرمي ۽ مستي جي باهہ هر وقت باهہ جي شعلن وانگر ڀڙڪا هڻندي رهندي آهي ۽"ڇا اجان ڪي آهي"،جي صدا هٽي رهي آهي.

يا الله جل شانہ پنهنجي پياري حبيب ﷺ جن جي صدقي اسان جو انهن جي ٽولي ۾ حشر ڪر ۽اسان کي بہ انهن جهڙا حالات عطا فرماءِ.

( آمين ثم آمين )

باب٧

# تصوف جا صاحبۂ ساڻن مشابهت رکندڙ

اسان جي شيخ الاسلام ابو النجيب سهروردي رحمه الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان حضرت انس بن مالک رضي الله عنه جنجي هيءَ حديث بيان ڪئي ته "هڪ ماڻهو" رسول الله اڪرم ﷺ جن جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول الله ﷺ! قيامت ڪڏهن ٿيندي؟ پاڻ سڳورا ﷺ انهيءَ وقت نماز لاءِ اٿي هليا ويا. جڏهن نماز کان فارغ ٿيا ته فرمايائون ته" اهو ماڻهو ڪاٿي آهي جيڪو قيامت جي متعلق سوال پڇي رهيو هو"؟ انهيءَ ماڻهوءَ عرض ڪيو ته"مان آهيان" پاڻ ﷺ جن فرمايو ته"تو قيامت جي ڪهڙي تياري ڪئي آهي؟" هن چيو ته " مون ان لاءِ گهڻين نمازن ۽ گهڻن روزن جي ذريعي ته تياري ڪا نه ڪئي آهي" يا هن چيو ته " مون ان جي تياريءَ لاءِ گهڻا عمل ته ڪو نه ڪيا آهن، مگر مان الله جل جلالهءِ ان جي رسول ﷺ سان محبت ڪيان ٿو"ان تي پاڻ ﷺ فرمايائون ته "انسان جنهن سان محبت ڪندو آهي، انهيءَ سان گڏ رهندو آهي" يا پاڻ ﷺ هي فرمايائن ته" تون ان سان گڏ رهندين جنهن سان تون محبت ٿو رکين" حضرت انس رضي الله عنه فرمائن ٿا ته مون هي ڪڏهن به نه ڏٺو ته مسلمان اسلام کان پوءِ ڪنهن شيءِ سان ايترو خوش ٿيا هجن جيترو هو ان ڏينهن هن ڳالهه تي خوش ٿيا"

تنهن ڪري اهو شخص جيڪو صوفياءِ ڪرام جي مشابهت اختيار ٿو ڪري، ته ان جو سبب محبت جو جذبو آهي ان ڪري ان جو شمار

۾ انهن ۾ ڏيندو، پوءِ ڪٿي چاهي هو هنن جهڙا ڪم ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ئي ڪندو هجي، ڇو ته هو انهن سان محبت ته رکي.

هن روايت کان علاوه هڪ ٻي روايت ۾ هن مفهوم کي وڌيڪ واضح ڪيو ويو آهي هيءَ روايت حضرت عباده بن صامت رضي الله عنه جي واسطي سان حضرت ابو ذر غفاري رضي الله عنه جن بيان فرمائي آهي هو فرمائن ٿا ته ” مون عرض ڪيو ته ”يا رسول الله ﷺ هڪ شخص ڪنهن جماعت سان محبت ڪري ٿو مگر هو هنن جهڙا عمل نه ٿو ڪري“ پاڻ فرمايائون ” اي ابو ذر! تون انهن سان گڏ رهندين جن سان تون محبت ٿو ڪرين“ مون عرض ڪيو ته ”مان الله جل شانه ۽ ان جي رسول ﷺ سان محبت ڪيان ٿو“ پاڻ ﷺ جن فرمايو ”تون انهن سان گڏ آهين جن سان تون محبت ٿو ڪرين“ حضرت ابو ذر رضي الله عنه جن انهن لفظن کي ٻيهر دهرايو ته پاڻ ﷺ سڀورن ٻه ساڳيا الفاظ دهرايا.

## مشابهت جو درجو

بهرحال اهل تصوف جي مشابهت ڪندڙ فردن جو انهن سان محبت ڪرڻ انهن جي انهيءَ روحاني بيداري جو نتيجو آهي جيڪا روحاني بيداري صوفياءِ ڪرام ۾ موجود آهي،جو ته الله جل شانه ۽ الله وارن جي ڪمن سان محبت ڪرڻ روحاني ڪشش سان ئي ڏيندو آهي، صرف ايترو فرق آهي ته مشابهت ڪرڻ وارن ماڻهن جي رستي ۾ نفساني اونداهيون حائل هونديون آهن، مگر صوفي انهن اونداهين مان نڪري چڪو آهي ۽ مشابهت ڪندڙ ٻه صوفين جي درجي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، البته هو مشابهت ڪندڙ ماڻهن سان هن ڳالهه ۾ شريڪ آهي ته هن ۾ ڪجهه نفساني خواهشون باقي رهجي ويون آهن.

صوفين جي طريقي جي شروعات ايمان سان ٿيندي آهي ان کان پوءِ علم جو درجو آهي ۽ آخر ۾ ذوق جو، مشابهت ڪندڙ ٻه صاحب ايمان آهي مگر ان مان مراد اهو ايمان آهي جيڪو صوفين جي طريقي

جي مطابق هجي،اهوئي تصوف جو سڀ کان وڏو بنياد آهي، جيئن حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته:

"اسان جي هن طريقي سان ايمان آڻڻ ولايت آهي" انجو سبب هي آهي ته صوفياءِ ڪرام پنهنجي نادر احوالن ۽ عجيب غريب آثارن سبب گهڻن ماڻهن ۾ ممتاز ٿي ويا آهن، ڇو ته هنن کي قضا ۽ قدر ۽ عجيب وغريب علمن جو ڪشف حاصل آهي، انهن الله جل جلاله جي وڏن وڏن ڪمن ۽ هن جي قرب ڏي اشارا ڪيا آهن، لهاذا انهن سيني ڳالهين تي ايمان آڻڻ قدرت تي ايمان آڻڻ جي برابر آهي.

ڪجهه ماڻهن اوليائن جي ڪرامتن جو انڪار ڪيو آهي،حالانڪ انهن تي ايمان آڻڻ قدرت تي ايمان آڻڻ آهي.۽ هيءَ حقيقت آهي ته انهن کي اهڙي قسم جا گهڻا علم عطا ٿيا آهن، ان ڪري انهن جي طريقي جو اهوئي معتقد هوندو جنهن تي خدا جو فضل هوندو.

## تصوف جا درجا

انهيءَ صورت ۾، مشابهت ڪندڙ صاحب ايمان ۽ تصوف جي رستي تي هلندڙ صاحب علم آهي، ڇو ته هن ايمان آڻڻ کان پوءِ صوفين جي طريقي جي مطابق وڌيڪ علم حاصل ڪيو آهي، جنهن جي ڪري هن جي صلاحيت وڌي وئي آهي، پر صوفي صاحب ذوق آهي تڏهن به هڪ مخلص تصوف تي هلندڙ به صوفيءَ جي حال سان هڪ حد تائين واقف آهي. اهڙي طرح هڪ مشابهت ڪندڙ فرد به تصوف تي هلندڙ جي فيض کان هڪ حد تائين ڪجهه حاصل ته ڪري، ڇو ته خدا جل شانه جو هي نظام جاري آهي ته هر صاحب حال جنهن کي ذوق سليم حاصل هجي، ان کي پنهنجي مرتبي کان اعليٰ درجي جو علم مڪاشفي جي ذريعي پهچي ٿو، اهڙي طرح پهرئين حال ۾ هو صاحب ذوق هوندو ۽ مڪاشفي جي حال ۾ پهچي صاحب علم چوڻ ۾ ايندو ان کان مٿي هلي

هو صاحب ايمان تي ويندو، اهڙي طرح هو طلب جي رستي تي هميشہ رهندو، تنهن ڪري ذوق جي حال ۾ هو صاحب "قدم" آهي ۽ علم جي حال ۾ هو صاحب"نظر" آهي ۽ جيڪو ان کان بلند حال آهي، ان ۾ هو صاحب ايمان آهي جيئن خداوند تعالىٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ.

| | |
|---|---|
| اِنَّ الْاَبْرَارَ لَفِيْ نَعِيْمٍ عَلَي الْاَرَائِكِ يَنْظُرُوْنَ (پ٣٠) | حقيقت ۾ نيڪ ٻانها آرام سان تختن تي ويٺا ڏسي رهيا هوندا. |

هن ۾ نيڪ بندن جي تعريف ڪئي وئي آهي ۽ انهن جي شراب جي وصف بيان ڪئي وئي آهي ان کان پوءِ ارشاد آهي تہ

| | |
|---|---|
| وَمِزَاجُهٗ مِنْ تَسْنِيْمٍ عَيْنًا يَّشْرَبُ بِهَا الْمُقَرَّبُوْنَ | هن شراب ۾ تسنيم جي چشمي مان ملايل آهي جنهن کي مقربين پيئندا |

## صوفي ۽ تصوف تي هلندڙ

ابرار جي شراب ۾ مقربن جي شراب جي ملاوٽ آهي جيڪو خاص مقربين لاءِ آهي ٻين لفظن ۾ ائين چوڻ گهرجي تہ صوفيءَ جو شراب معرفت خالص آهي ۽تصوف تي هلندڙ جي شراب ۾ ان جي ملاوٽ آهي ۽ مشابهت رکندڙ جي شراب ۾ تصوف تي هلندڙ جو شراب مليل آهي ان ڪري صوفي قرب جي ڪري روح جي مرڪز تائين سبقت ڪري ويو آهي ۽ هڪ تصوف تي هلندڙ صوفيءَ جي مقابلي ۾ ائين آهي جيئن زاهد جي مقابلي ۾ متزهد آهي. هن جي عمل ۾ تڪليف ۽ ڪوشش داخل آهي ۽ هي انهيءَ طرف اشارو آهي تہ هو تصوف ۽ روحانيت جي طريقي تي گامزن آهي ۽ هن رستي ۾ محنت ڪري رهيو آهي جيئن رسول الله ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ "هلندا رهو، مگر مقربين اڳتي وڌي ويا" جڏهن ڪائنن پڇيو ويو تہ يا رسول الله ! مقربين ڪير آهن" تہ پاڻ فرمايائون تہ:

هي اهي ماڻهو آهن جيڪي الله جل شانہ جي ذڪر ۾ شوق سان مشغول آهن ۽ انهيءَ ذڪر انهن جي مٿان تان انهن جو بوجهہ لاهي ڇڏيو

آهي. ان ڪري هو قيامت جي ڏينهن هلڪا رهندا."

هن حديث شريف جي مطابق صوفي مقربين جي مقام تي آهن ۽ تصوف تي هلندڙ سائرين ۽ سالڪن جي درجي تي آهن. اهي هن روحاني سير ۾ خدا جل شانه جي ذڪر ۽ قلبي مراقبي جي ذريعي قلب جي مرڪز تائين پهچي ويندا ۽ پنهنجي صحيح نظرن جي ذريعي خدا جل شانه جي نگاهن سان لذت ياب ٿيندا. اهڙي طرح هڪ صوفي روح جي مقام ۾ پهچي مشاهدي جو صاحب ٿي ويندو آهي- ۽ تصوف تي هلندڙ (متصوف) مقام قلب ۾ پهچي صاحب مراقبہ ۽ مشابهت ڪندڙ (متشبہ) نفس جو مقابلو ڪرڻ جي ڪري صاحب مجاهدو ۽ محاسبو بنجي ويندو آهي، ان ڪري هڪ صوفيءَ جي رنگ آميزي هن جي قلب جي وجود ڪان آهي ۽ تصوف تي هلندڙ جي رنگ آميزي هن جي نفس جي وجود ڪان آهي مگر مشابهت ڪندڙ ۾ ڪا رنگ آميزي ڪانهي ڇو تہ هي روحاني رنگ صاحب حال تي چڙهندو آهي ۽ مشابهت ڪندڙ ماڻهو سالڪ ۽ حقيقت جا طالب آهن ۽ اڃا تائين صاحب حال نہ ٿيا آهن.

## قرآن ڪريم جا ٽي درجا

بهرحال هي سڀ جماعتون اصطفاءِ (برگزيدگيءَ) جي دائري ۾ شامل آهن، جن جو ذڪر قرآن ڪريم جي هن آيت ڪريمہ ۾ ملي ٿو.

ثُمَّ اَوْرَثْنَا الْكِتٰبَ الَّذِيْنَ اصْطَفَيْنَا مِنْ عِبَادِنَا فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ وَمِنْهُمْ مُّقْتَصِدٌ وَمِنْهُمْ سَابِقٌۢ بِالْخَيْرَاتِ بِاِذْنِ اللّٰهِ (پاره٢٢: رڪوع ١٦- ٦)

پوءِ اسان ڪتاب جو وارث انهن ماڻهن کي بنايو جن کي اسان پنهنجي ٻانهن مان منتخب ڪيو هو، هنن مان ڪجهہ پنهنجي نفس تي ظلم ڪرڻ وارا هئا، ڪجهہ معتدل هئا، ۽ ڪجهہ خدا جي حڪم سان نيڪين ۾ سبقت ڪرڻ وارا هئا.

مٿين آيت جي تشريح ۾ هڪ بزرگ جو قول آهي تہ" ظالم مان

مراد زاهد ۽ معتدل مان مراد عارف آهي ۽ سبقت ڪرڻ وارن مان مراد رب جا عاشق آهن"

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي ته"ظالم اهو آهي جيڪو مصيبت ۽ آزمائش جي وقت گهبرائجي وڃي. مقتصد (معتدل) اهو آهي جيڪو مصيبت جي وقت صبر ڪري ۽ سابق (سبقت ڪرڻ وارو) آهي جيڪو مصيبت ڪي لذت سمجهي.

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي ته ظالم اهو آهي جيڪو غفلت سان ۽ عادت جي مطابق عبادت ڪري،مقتصد اهو آهي جيڪو رغبت ۽ خوف سان عبادت ۾ مصروف هجي ۽ سابق اهو آهي جيڪو هيبت ۽ احسان سان خدا جل شانه جي عبادت ڪري.

هڪ ٻئي بزرگ هيءَ وضاحت ڪئي آهي ته ظالم اهو آهي جيڪو خدا جل شانه جو ذڪر صرف زبان سان ڪري، مقتصد اهو آهي جيڪو خدا جل شانه جو ذڪر قلب سان ڪري ۽ سابق اهو آهي جيڪو پنهنجي پروردگار کي ڪڏهن به فراموش نه ڪري.

حضرت احمد بن عاصم انطاڪي عليه رحمه جن جو قول آهي ته ظالم اهو آهي جيڪو صاحب قول آهي، مقتصد صاحب اعمال آهي ۽ سابق صاحب حال آهي.

بهرحال هي سڀ اقوال صوفي ۽متصوف ۽ متشبهه جي حالتن سان گهڻو ويجهو تعلق رکن ٿا . سڀ اهل فلاح آهن ۽ اصطفاءِ جي دائري ۾ شامل آهن بلڪ خدا جل شانه جي خاص بخشش ۾ به شريڪ آهن. شيخ رضي الدين ابو الخير احمد بن اسماعيل القزويني رحمه الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان حضرت اسامه بن زيد رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث بيان ڪرڻ جي اسان کي اجازت ڏني آهي ته پاڻ ﷺ فرمايائون: (آيت ڪريمه ۾ بيان ڪيو ويو آهي) انهن ۾ هڪ پنهنجي نفس تي ظلم ڪرڻ وارو آهي ۽ هڪ معتدل آهي ۽ هڪ نيڪين ۾ سبقت ڪرڻ وارو

آهي، هي سڀ جنت ۾ داخل ٿيندا"

حضرت ابن عطاءِ رحمه الله عليه جن فرمايو آهي تہ" ظالم اهو آهي جيڪو دنيا جي ڪري خدا جل شانه سان محبت ڪري، مقتصد اهو آهي جيڪو آخرت جي ڪري خدا جل شانه سان محبت ڪري ۽ سابق اهو آهي جنهن پنهنجي مقصدن کي خدا جل شانه جي مقصدن ۾ فنا ڪري ڇڏيو هجي، هي آخري درجو صوفيءَ جو آهي. متشبه (مشابهت ڪندڙ) اهو شخص آهي جيڪو صوفياءِ ڪرام جي ڪا ڳالهہ ڏسي انهن جي قريب رهڻ پنهنجي لاءِ ضروري خيال ڪندو آهي ۽ اهوئي قرب ان جي لاءِ سيني پلائين جو سبب بنجي ويندو آهي.

## مبتديءَ جي تلقين جو طريقو

اسان جي شيخ رحمہ الله عليه ارشاد فرمايو تہ" هڪ دنيادار حضرت شيخ احمدالغزالي رحمه الله عليه جن وٽ آيو، ان وقت آءُ اصفهان ۾ هئس،هو هن کان خرقو حاصل ڪرڻ پيو گهري، حضرت شيخ ان کي فرمايو تہ "تون فلاڻي ماڻهوءَ وٽ وڃ هو توکي خرقي جو اصل مفهوم ٻڌائيندو. ان کان پوءِ جڏهن تون ايندي تہ مان توکي خرقو پارائيندس" هن گفتگوءَ ۾ سندن اشارو منهنجي طرف هو، تنهن ڪري آخر هو مون وٽ آيو ۽ مون هن کي خرقي جا حق سمجهايا ۽ ان جا ضروري ادب ۽ احترام بہ ٻڌايا، هي بہ سمجهايو تہ هن جي پائڻ جو حقدار ڪير آهي، هن ماڻهوءَ کي خرقي جا اهي حق ڏاڍا مشڪل لڳا ۽ هو هن کي پائڻ کان ڪيٻائڻ لڳو. حضرت شيخ رحمه الله عليه کي جڏهن اهو معلوم ٿيو تہ منهنجي ڳالهين سان هن جي خيالن ۾ تبديلي پيدا ٿي ويئي آهي تہ پاڻ مون کي سڏائي ملامت ڪيائون ۽ فرمائڻ لڳا تہ "مون هن کي تو ڏي ان لاءِ موڪليو هو تہ جيئن تون هن سان اهڙي طريقي سان گفتگو ڪر جنهن سان هن جي دل ۾ خرقي پائڻ جي رغبت وڌي وڃي، پر تو هن سان اهڙي طريقي جي گفتگو ڪئي جو انهيءَ سان هن جي همت پست ٿي ويئي، حالانڪ تو جيڪي

ڳالهيون ڪيون اهي سڀ صحيح هيون، خرقي پوشيءَ جا صحيح حق اهي ٺي آهن، پر جيڪڏهن اسين مبتديءَ جي لاءِ اهي سڀ شيون ضروري ڪيون تہ هو ٿاهہ ڪائيندو ۽ اهي سڀ فرض پورا ڪري نہ سگهندو، اسين تہ هن کي خرقو پارائينداسين تہ جيئن هو اسان جي جماعت جي مشابهہ ٿي وڃي اهڙي طرح هو جڏهن انهن جي ويس ۾ هوندو تہ انهن جي محفلن ۽ مجلسن ۾ شريڪ ٿي سگهندو ۽ انهن جي صحبت جي برڪت سان ۽ انهن جون عادتون ۽ طريقا ڏسي انهن جي مسلڪ تي هلڻ پسند ڪندو ۽ اهڙي طرح هن کي انهن بزرگن جو ڪجهہ فيض حاصل ٿيندو.

حضرت امام احمد غزاليءَ رحمہ الله عليہ جي انهيءَ قول جي تائيد ۾ حضرت جنيد بغدادي رحمہ الله عليہ جن جو قول آهي جيڪو اسان جي شيخ رحمہ الله عليہ پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان بيان ڪيو آهي.

حضرت جنيد رحمہ الله عليہ فرمائن ٿا تہ:

" جڏهن توهان ڪنهن درويش سان ملاقات ڪيو تہ علمي مسئلا نہ شروع ڪيو، بلڪ نرميءَ ملائمت سان گفتگو شروع ڪيو، ڇو تہ علم سان هن کي وحشت ٿيڻ لڳندي، پر نرمي ۽ ملائمت سان هو مانوس ٿيندو" تنهن ڪري صوفين جي مشابہ صاحبن سان نرم ڪلامي هڪ مبتدي ۽ حقيقت جي طالب کي فائدو ٿي پهچائي اهو شخص جيڏنو مرتبي ۾ ڪامل ۽ علم سان مالا مال هوندو اهو مبتدي طالب سان گهڻي ڪان گهڻو خوش اخلاقيءَ جو ثبوت ڏيندو آهي .

## عملي نمونو

هڪ بزرگ جي ڳالهہ بيان ڪئي ويئي آهي تہ ان سان گڏ هن جو هڪ مريد طالب العلم رهندو هو. ان جي ڪري هو تمام گهڻا مجاهدا ۽ رياضتون ڪندو هو تہ جيئن اهو طالب علم هن جي عملن ۽ ادب جو عملي نمونو ڏسي سبق حاصل ڪري، هيءَ ٺي ادا نرمي ۽ خوش اخلاقي آهي جيڪا ڪنهن ڪم ۾ شامل ٿي ان جي رونق

کي وڏائي ٿي.

تنهنڪري هڪ حقيقي طالب علم مريد، صوفين جي طريقي تي ايمان آڻي ٿو ۽ ان جي مطابق عمل ڪندو آهي، ۽ اهو ذڪر ڪيل طريقن تي سلوڪ، مجاهدي ۽ محاسبي ۾ مشغول رهندو آهي ان کان پوءِ هو صاحب مراقبہ متصوف ٿي ويندو آهي ۽ آخر ۾ هو مشاهدي جو صاحب صوفي بڻجندو آهي،مگر جيڪو متصوف ۽ صوفيءَ جي حال ۽ عملن جي تقليد نہ ٿو ڪري ۽ اهو انهن جي ابتدائي اصولن تي عمل ٿو ڪري بلڪ صرف ظاهري لباس ۽ شڪل وصورت ۾ انهن جي تقليد ٿو ڪري ۽ انهن جي سيرت ۽ عادت اختيار نہ ٿوڪري اهو صوفي جي مشابهہ نہ قرار ڏنو ويندو، ڇو تہ هن هنن جي ابتدائي ڳالهين جي تقليد نہ ڪئي بلڪ صرف ظاهري طور لباس ۾ انهن جي مشابهہ آهي تڏهن بہ جيڪو بہ هنن جي صحبت ۾ وهندو،اهو بدنصيب نہ ٿيندو، جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي تہ"جنهن ڪنهن بہ قوم جي مشابهت اختيار ڪئي تہ اهو انهن ۾ ئي شمار ڪيو ويندو"

## صحبت جون برڪتون

شيخ ابو الفتح محمد بن سليمان رحمہ الله عليه جن پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان حضرت ابو هريره رضي الله عنہ جن جي هيءَ حديث اسان سان بيان ڪئي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو"ماڻهن جا اعمال نامہ لکڻ وارن فرشتن کان سواءِ خدا جل شانہ جا ٻيا فرشتا رستن ۾ گهمندا وتندا آهن۽ اهي ذڪر اذڪار جي محفلن کي تلاش ڪندا آهن، جڏهن هو اهڙي جماعت کي ڏسي وٺي جيڪا خدا وند ڪريم جو ذڪرڪندڙ هجي تہ هو هڪ ٻئي کي سڏ ڪري چوندا آهن تہ" پنهنجي مقصد جي طرف اچو" هي چئي هو هنن کي پنهنجي ٻانهن ۾ لڪائي آسمان ڏي هليا ويندا آهن، ان وقت الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ جيڪو راز کي ڄاڻندڙ آهي،پڇندو آهي تہ" منهنجا ٻانها ڇا ٿا چون؟ هو چوندا آهن تہ "هو

تنهنجي حمد ءِثنا ۽ تسبيح ڪري رهيا آهن" خدا وند تعاليٰ جل شانه چوندو آهي" ڇا هنن مون کي ڏٺو آهي؟" هو چوندا آهن تہ "نہ" ان وقت خدا رب العزت پڇندو آهي تہ "جيڪڏهن هو مون کي ڏسي وٺن تہ ڇا ڪن؟" هو چوندا آهن تہ "جيڪڏهن هو توهان کي ڏسي وٺن‌ها تہ هو ان کان بہ وڌيڪ حمد ۽ ثنا ۽ تسبيح ۾ مشغول رهن ها" ان کانپوءِ خدا جل شانه فرمائيندو آهي تہ "هو مون کان ڇا ٿا گهرن"؟ هو چوندا آهن تہ" هو توهان کان جنت ٿا طلب ڪن" ان تي خدا جل شانه پڇندو آهي تہ"ڇا هنن جنت ڏٺي آهي؟" هو چوندا آهن تہ"نہ" خدا پاڪ وري پڇندو آهي تہ " جيڪڏهن هو جنت کي ڏسي وٺن ها تہ ڇاڪن ها؟" هو چوندا آهن تہ "جيڪڏهن جنت کي ڏسي وٺن ها تہ انهن جي طلب ۽ تمنا اجان وڌيڪ وڌي وڃي ها."

ان کان پوءِ هو هي بہ بيان ڪندا آهن تہ" هو دوزخ جي باهہ کان پناهہ ٿا گهرن" ان تي خداوند تعاليٰ جل شانه وري پڇندو آهي تہ "ڇا انهن دوزخ ڏٺو آهي" ان جو جواب هو نفيءَ ۾ ڏيندا آهن ان کان پوءِ خدا پاڪ چوندو آهي تہ" جيڪڏهن ان کي ڏسي وٺن ها تہ ڇا ڪن ها"؟ هو چوندا آهن" جيڪڏهن هو دوزخ کي ڏسي وٺن ٿا تہ هو ان کان اجان بہ وڌيڪ پناهہ گهرن ها ۽ ان کان ڀڄن ها" هن سڄي گفتگوءَ کان پوءِ الله تعاليٰ جل شانه هي اعلان فرمائيندو آهي تہ "مان توهان کي گواهہ بنائي ٿو چوان تہ مون انهن کي بخشي ڇڏيو" ان تي هڪڙو فرشتو هي چوندو آهي تہ"انهن ۾ هڪڙو فلاڻو ماڻهو آهي جنهن جو انهن سان ڪو تعلق ڪونهي بلڪ هو ڪنهن ڪم سان اتي آيو هو. ان تي الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ "هو سڀ هڪ جاءِ تي وهڻ وارا هم صحبت آهن ان ڪري انهن جو هم نشين ۽ هم صحبت بہ بدنصيب ۽ نامراد نہ رهندو"

ان ڪري صوفياءِ ڪرام جو هم نشين، انهن سان مشابهت ڪرڻ وارو ۽ هم صحبت ۽محبت رکڻ وارو نامراد ۽ بدنصيب نہ ٿو رهي سگهي.

باب ٨

# ملامتي فرقو

## اخلاص جي حقيقت

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ "ملامتي اهو شخص آهي جيڪو نہ ڪو نيڪيءَ جو اظهار ٿو ڪري ۽ نہ وري برائيءَ کي لڪائي ٿو" هن قول جي تشريح هيءَ آهي تہ ملامتيءَ جي رڳ رڳ ۾ اخلاص جو مزو سمائجي ويو آهي ۽ هو صداقت جو مجسمو بنجي ويو آهي، انڪري هو نہ ٿو چاهي تہ ڪو شخص هن جي عمل ۽ حال کان واقف ٿئي.

شيخ ابو زرعہ طاهر بن ابي الفضل المقدسي رحمۃ الله عليہ جن اسان کي پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان حضرت حذيفہ رضي الله عنہ جن جي هن روايت جي اجازت ڏني آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ " مون رسول اڪرم ﷺ جن کان اخلاص جي باري ۾ پڇيو تہ اهو ڇا آهي؟ تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" اخلاص منهنجو هڪ راز آهي جنهن کي مون پنهنجي محبوب ٻانهن جي قلبن ۾ امانت جي طور لڪل رکيو آهي"

فرقي ملامتيہ وارا اخلاص جي اصول تي خصوصيت سان ڪار بند آهن، هو پنهنجو حال ۽ عمل ماڻهن کان لڪائڻ ضروري خيال ڪندا آهن ۽ انهن کي لڪ ۾ رکڻ جي ڪري ايتري تہ لذت محسوس ڪندا آهن جو جيڪڏهن خدا جل شانہ نہ ڪري تہ انهن جو ڪو حال يا عمل ڪنهن تي ظاهر ٿي پوي تہ انهن کي انهيءَ ظاهر ٿيڻ مان ايتري تہ وحشت لڳندي آهي جيتري هڪ گنهگار کي پنهنجي گناه کان وحشت ٿيندي آهي اهڙي طرح هڪ ملامتي اخلاص ۾ ايتري قدر فنا ٿي ويو

آهي جو هن کي پنهنجي اخلاص جي ڪا خبر نہ رهي.

شيخ ابو يعقوب السوسي رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ" جڏهن هو پنهنجي اخلاص ۾ خلوص جو مشاهدو ڪن تہ انهن جو اخلاص ٻئي اخلاص جو محتاج بنجي ويندو آهي"

حضرت ذوالنون مصري رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ اخلاص جون ٽي نشانيون آهن (١) مخلص جي لاءِ ماڻهن جي تعريف ۽ برائي هڪ جهڙي هجي (٢) عمل ڪري ان کي وساري ڇڏي (٣) آخر ۾ عمل جي ثواب جي خواهش نہ رکجي.

حضرت ابو عثمان مغربي رحمة الله عليه جن کان سند سان روايت ڪئي ويئي آهي هو فرمائن ٿا تہ:" اخلاص هي آهي تہ نفس کي ڪنهن بہ حالت ۾ خوش ٿيڻ نہ ڏنو وڃي، هي عوام جو اخلاص آهي ۽ خاص بندن جو اخلاص هي آهي تہ چاهي حالتون انهن جي مخالف هجن مگر هو معاوضي ۽ ڏيکاءَ کان بغير اطاعت ۾ مشغول رهندا آهن.

## صوفي ۽ ملامتيءَ ۾ فرق

شيخ ابو عثمان المغربي رحمة الله عليه جي هن تشريح جي مطابق ملامتي ۽ صوفيءَ ۾ هي فرق آهي تہ ملامتي مخلوق کي پنهنجي عمل ۽ حال کان الڳ ٿو رکي مگر پنهنجي نفس ۽ ذات کي باقي ٿو رکي. انهيءَ لحاظ کان هو مخلص آهي صوفي بہ ٻين کي پنهنجي عمل ۽ حال کان ناواقف ٿو رکي پر ان سان گڏوگڏ هو پنهنجي نفس ۽ ذات کي بہ ان کان الڳ ٿو رکي، پر واضح رهي هڪڙي مخلص خالص ۽ محض مخلص ۾ تمام وڏو فرق آهي.

حضرت ابوبڪر الزقاق رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ هڪ مخلص جي اخلاص ۾ ان وقت خامي پيدا ٿي ويندي آهي جڏهن هو اخلاص کي ڏسڻ لڳندو آهي تنهن ڪري جڏهن خدا جل شانہ ڪنهن جي اخلاص کي خالص بنائڻ گهرندو آهي تہ ان جي اخلاص مان ڏيکاءُ کي ڪڍي ڇڏيندو

آهي. اهڙي طرح هو صرف مخلص نہ هوندو آهي بلڪ مخلص (رياڪاريءَ کان آزاد) بہ هوندو آهي".

شيخ ابو سعيدالخراز جو قول آهي تہ "عارفن جو ڏيکاءُ مريدن جي اخلاص کان بهتر آهي. مطلب هي آهي تہ مريدن جي اخلاص ۾ رياڪاريءَ جو شبهو هوندو آهي، مگر عارف انهيءَ ڏيکاءَ کان پاڪ آهي جيڪو عمل کي باطل ڪندو آهي، ان ڪري هو پنهنجا ڪجهہ عمل ۽ حال کي پنهنجي ڪامل علم جي مطابق ان لاءِ ظاهر ڪندو آهي تہ ڪنهن مريد کي ان طرف مائل ڪري يا پنهنجي ڪنهن خاص نفساني عادت جو علاج ڪري، انهيءَ سلسلي ۾ عارف اهڙي دقيق علم کان واقف آهن جنهن کي ڪو ٻيو نہ ٿو ڄاڻي ان ڪري ڪو ناقص العلم ان کي رياڪاري ٿو سمجهي تہ اها هن جي ڀل آهي حالانڪ اها رياڪاري نہ آهي، بلڪ ڪنهن نفسانيت ۽ ڏمر جيئن ريا ڪانسواءِ خدا جل شانہ جي علم جي مطابق ان کان هر فعل سرزد ٿيندو آهي.

حضرت رومي رحمہ الله عليہ جن جو ارشاد آهي تہ اخلاص هي آهي تہ صاحب اخلاص ٻنهين جهانن ۽ ٻنهي ملڪن مان ڪنهن بہ معاوضي يا حصي جو طلبگار نہ هجي"

## اخلاص ۾ ڏيکاءُ

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ" صحيح اخلاص هي آهي تہ صاحب اخلاص هميشہ حق جي طرف نگاهہ رکي ۽ مخلوق خدا جي نگاهہ کي وساري ڇڏي" مگر هڪ ملامتي مخلوق کي ڏسي ان کان پنهنجي عمل ۽ حال کي پوشيده ٿو رکي، بهرحال ان کان اڳ جيڪي ڪجهہ اسان بيان ڪيو آهي ان ۾ صوفيءَ جي اخلاص کي بيان ڪيو ويو هو اهوئي سبب آهي جو شيخ زقاق رحمہ الله عليہ فرمايو آهي تہ"هر مخلص کي ضرور پنهنجي اخلاص تي نگاهہ رکڻي پوندي آهي مگر هي ڪامل اخلاص ۾ خاميءَ جو نتيجو آهي، ڪامل اخلاص اهو آهي جنهن جي خدا جل شانہ پاڻ

حفاظت ڪري ايستائين جو ان کي مڪمل ڪري"

شيخ جعفر الخلدي رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ "مون ابو القاسم حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن کان پڇيو تہ ڇا اخلاص ۽ صدق ۾ ڪو فرق آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ هائو، صدق (سچائي) اصل بنياد آهي ۽ اخلاص ان جي فرع (شاخ) ۽ ان جي تابع آهي هنن ٻنهين ۾ اهو فرق آهي تہ "اخلاص ڪم شروع ڪرڻ کان پوءِ ظاهر ٿيندو آهي" وڌيڪ فرمايائون تہ" اهوئي اخلاص مخالصہ الاخلاص ۾ خلوص جو وجود آهي" هنن ارشادن جي مطابق اخلاص ملامتيءَ جو حال آهي ۽ مخالصہ الاخلاص صوفيءَ جي حال کي چئبو ۽ مخالصہ کان جو خالصہ (خلوص) وجود ۾ ايندو آهي اهو مخالصہ الاخلاص جو ثمر آهي جنهن جي تشريح هيءَ آهي تہ بندو سيني رسمن کي ڇڏي هميشہ قائم رهڻ واري خدا جل شانہ ۾ فنا ٿي وڃي ۽ دنيا جي آثارن کان الڳ ٿي عين ذات الاهيءَ ۾ اهڙو تہ مستغرق ٿي وڃي جو اخفاءَ جي شڪ کان بہ هن کي نجات ملي وڃي ڇو تہ ان مان صوفيءَ جو حال گم ٿي ٿو وڃي،مگر ملامتي پنهنجي اخلاص جي مقام تي برقرار ٿو رهي ۽ ان کان ڇوڻڪارو حاصل ڪرڻ جي حقيقت کان ناواقف هوندو آهي ۽ اهوئي ملامتي ۽ صوفيءَ ۾ واضح فرق آهي.

## ملامتي فرقو

خراسان ۾ ملامتي فرقي جي هڪ جماعت موجود آهي انهن جا مشائخ بہ آهن جن انهن جا بنيادي اصول تيار ڪيا آهن ۽ هو انهن شرطن کان ماڻهن کي واقف ڪرائيندا آهن، عراق ۾ بہ اسان ڪيترا ماڻهوءَ انهيءَ مسلڪ جي پيروي ڪندڙ ڏٺا مگر اهي انهيءَ نالي سان مشهور ڪو نہ ٿيا، ان ڪري عراق جي ماڻهن جي زبان تي هي نالو تمام گهٽ چڙهيو، چيو وڃي ٿو تہ هڪڙي سلامتي شخص کي ڪنهن سماع جي محفل ۾ شرڪت لاءِ چيو ويو تہ هن انڪار ڪري ڇڏيو، جڏهن هن کان سبب پڇيو ويو تہ هن چيو تہ ماز جيڪڏهن انهيءَ محفل ۾

شريڪ ٿيندس تہ مون تي وجد طاري ٿيندو ۽مان نٿو چاهيان تہ ڪير منهنجي حال کان واقف ٿئي، بيان ڪيو ٿو وڃي تہ احمد بن ابي الحواري رحمہ اللہ عليہ جن ابو سليمان الداراني رحمہ اللہ عليہ کي چيو تہ "جڏهن مان اڪيلائيءَ ۾ هوندو آهيان تہ پنهنجي معاملن ۾ اهڙي تہ لذت محسوس ڪندو آهيان جيڪا ماڻهن ۾ رهي محسوس نہ ٿي ٿئي،پاڻ فرمايائون تہ"ان جو مطلب اهو آهي تہ آئون اجان (روحاني طور تي) ڪمزور آهيان" بيشڪ ملامتي اخلاص جي دامن سان چنبڙيل آهي ۽ صدق ۽ صفا جي ڪشائش تي پهتل آهي، پر انهيءَ صدق ۽ اخلاص سان گڏگڏ هن ۾ مخلوق کي ڏيکاءَ جو شڪ بہ باقي آهي،پر صوفي عمل ۽ ترڪ عمل جي انهيءَ نالي ۽ نمود کان بلڪل پاڪ ۽صاف آهي، هن جو مخلوق سان ڪو تعلق ڪونهي بلڪ ان کي بلڪل نيست ۽نابود ٿو سمجهي هن جي سامهون هر وقت توحيد نمودار آهي ۽ خداوند تعاليٰ جل شانہ جي هن آيت ڪريمہ جا اسرار هر قوت هن جي سامهون آهن.

ڪُلُّ شَيءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ (پ٢٠)　　خدا جي ذات کان سواءِ هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي.

انهيءَ ڪري هڪ بزرگ پنهنجي روحاني غلبي ۾ هي چئي ويو آهي تہ:

"ٻنهين جهانن ۾ خدا جل شانہ کانسواءِ ٻي ڪا شيءِ موجود ڪانهي"

## حال کي لڪائڻ جو سبب

غالبًا هڪ ملامتي پنهنجو حال ٻن سببن جي ڪري لڪائي ٿو رکي، پهريون اهو تہ صدق ۽ اخلاص جي تڪميل ٿئي ۽ ٻيو سبب جيڪو بهتر سمجهہ ۾ ٿو اچي اهو هي آهي تہ انهن جو هي جذبو هڪ قسم جي غيرت تي ٻڌل آهي ڇو تہ جيڪو ماڻهو اڪيلائيءَ ۾

پنهنجي محبوب سان وينو هجي اهو هي پسند نہ ڪندو آهي تہ ٻئي ڪنهن ڪي محبوب سان هن جي محبت جو علم ٿي وڃي، حالانڪ هي محبت جو اعليٰ درجو آهي مگر صوفيءَ جي طريقي ۾ ان کي خامي ۽ ڪوتاهي سمجهيو ٿو وڃي.

بهرحال ملامتيءَ جو درجو متصوف کان مٿي آهي مگر هو صوفيءَ کان گهٽ آهي.

## ملامتين جو ذڪر

ملامتين جي فرقي جي اصولن مطابق ذڪر جا چار قسم بيان ڪيا ٿا وڃن.

(١) زبان سان ذڪر (٢) قلب سان ذڪر (٣) لڪل ذڪر (٤) روح جو ذڪر. جڏهن روح جو ذڪر صحيح ٿي ويندو آهي تہ سر(باطن) قلب ۽ زبان ذڪر کان خاموش ٿي ويندا آهن ان کي ذڪر مشاهدو چوندا آهن جڏهن سر (باطن) جو ذڪر صحيح ٿي وڃي تہ قلب ۽ زبان ٻئي ذڪر کان خاموش ٿي ويندا آهن ان کي ذڪر هيبت چوندا آهن، جڏهن قلب جو ذڪر صحيح ٿي وڃي تہ زبان ذڪر کان سست ٿي ويندي آهي ان کي"احسان۽ نعمت جو ذڪر" چوندا آهن انهن سڀني ذڪر واذڪار تي انهن ماڻهن جي خيال جي مطابق آفتون ۽ مشڪلاتون بہ نازل ٿينديون آهن.

روح جي ذڪر جي آفت هيءَ آهي، تہ سر (باطن) ان کان واقف ٿي وڃي ۽ باطن جي ذڪر جي آفت اها آهي تہ قلب ان جي ذڪر کان واقف ٿئي ۽ نفس جي ذڪر جي آفت ان جو نالو ۽ نمود آهي تہ ان کي وڏو سمجهي ۽ ان جو ثواب طلب ڪري يا نفس هي خيال ڪري تہ هو هن ذڪر جي ڪري بلند روحاني درجن تائين پهچي ويندو آهي.

هنن ماڻهن جي خيال ۾ ڪمترين انسان اهوآهي جيڪو هن ذڪر جو اظهار ڪري ۽ ان جي ڪري مخلوق کي پاڻ ڏي متوجهہ ڪري،

هن اصول جو بنياد انهن هن ڳالهہ تي رکيو آهي تہ ذڪر روح، ذات جو ذڪر آهي ۽ ذڪر سر (باطن) انهن جي خيال ۾ ذڪر صفات آهي ۽ قلب خدا جل شانہ جي احسانن ۽ نعمتن جو جيڪو ذڪرڪندو آهي اهو آثار صفات جو ذڪر آهي ۽ ذڪرنفس خامين کي ظاهر ٿو ڪري.

هو چون ٿا تہ سر (باطن) روح کان واقف ٿي ويندو آهي، هن مان انهن جو اشارو هن طرف آهي تہ ذڪر ذات جي موقعي تي فنا ثابت ٿي وئي ۽ جڏهن ذڪر هيبت هوندو آهي تہ ان وقت صفات جو ذڪر هوندو آهي، هن مان هي محسوس ٿو ٿئي تہ هيبت موجود آهي تنهن ڪري هيبت جو وجود هي ٿو چاهي تہ وجود ۽ بقايا ٻئي شيون موجود آهن جيڪو فنا جي حال جي منافي آهي، اهڙي طرح ذڪر السر ۾ هيبت جو وجود آهي جيڪو ذڪر صفات آهي ان مان قرب جي حصي جو احساس ٿو ٿئي، ذڪر قلب احسانن ۽ نعمتن جو ذڪر آهي هن مان دوري ۽ بعد جو احساس ٿو ٿئي،ڇو تہ نعمتن جي ذڪر سان منعم حقيقي فراموش ٿي ٿو وڃي ۽ عطا ۽ بخشش کي ڏسڻ بخشش ڪرڻ واري جي ڏسڻ جي راهہ ۾ حائل ٿو ٿئي ان جي ڪري هن جي منزل هڪ حد تائين پري ٿي وڃي ٿي ۽ جيڪڏهن نفس ثواب جي توقع رکي تہ عمل جو وجود شمار ۾ اچي ٿو وڃي ۽ اهوئي درحقيقت اعتدال آهي.

مطلب تہ انهيءَ گروهہ جا هي قسم آهن جن مان ڪجهہ هڪ ٻئي کان اعليٰ آهن. والله اعلم

باب٩

# صوفيت جا نام نهاد مدعي

اهڙا ماڻهو بہ صوفيت جي دعويٰ ڪندا آهن جن جو ان سان ڪو بہ تعلق نہ هوندو آهي، هي ماڻهو ڪڏهن پنهنجو پاڻ کي قلندر چوندا آهن ۽ ڪڏهن ملامتين جي جماعت سان پاڻ کي منسوب ڪندا آهن، ملامتي فرقي جو حال گذريل باب ۾ بيان ٿي چڪو آهي. هن جو حال شريفاڻو ۽ باعزت مقام آهي، هو سنت نبوي ﷺ جا پابند آهن ۽ هن ۾ صدق ۽ اخلاص ملي ٿو. ان ڪري اهڙن گمراهن جو هن سان ڪو تعلق ڪونهي.

قلندريہ جي لفظ سان اهڙي جماعت جي طرف اشارو آهي جن تي خوش دليءَ جو نشو غالب آهي ۽ انهيءَ ڪري هنن پنهنجون عادتون خراب ڪيون آهن.ايتري قدر جو هنن محفل ۽ هم نشينيءَ جي طور طريقن جي پابندي بہ ڇڏي ڏني آهي، ۽ خوش دليءَ جي ميدانن ۾ گهمڻ جي ڪري انهن پنهنجي فرض ڪان سواءِ نماز روزي جي عملن ۾ بہ گهٽتائي ڪري ڇڏي آهي ۽ شريعت جن دنيا جي لذتن کي جائز ڪيو آهي انهن مان بہ لطف اندوز ٿيڻ جي پرواهہ نہ ٿا ڪن، عام طرح هو شريعت جي اجازت تي اڪتفا ڪندا آهن ۽ عزم وهمت جي حقيقتن کي طلب نہ ٿا ڪن، پوءِ بہ هو ذخيره اندوزي ۽مال جمع نہ ٿا ڪن ۽ نہ گهڻي جي هنن کي هوس هوندي آهي پر ان جي باوجود هو عام طرح عابد ۽ زاهد جي روش تي نہ ٿا هلن بلڪ خدا جل شانہ سان پنهنجي خوش دلي ۽ خوش طبعيءَ تي ئي قناعت ٿاڪن ۽ وڌيڪ (روحانيت) حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ٿا ڪن.

## ملامتي ۽ قلندر ۾ فرق

ملامتي ۽ قلندريہ ۾ هي فرق آهي تہ ملامتي پنهنجي عبادت کي لڪائي ٿو ۽ قلندر پنهنجي عبادت کي خراب ٿو ڪري، ملامتي نيڪي ۽ ڀلائيءَ جي اصولن جو پابند آهيۓ انهن کي ترجيح جي قابل سمجهندو آهي، پر پنهنجي اعمال ۽ وجداني ڪيفيتن کي پوشيدو رکندو آهي ۽ پنهنجي وضع قطع اٿڻ ويهڻ ۽ لباس ۾ عوام وانگر رهندو آهي تہ جيئن هن جو حال لڪل رهي ان سان گڏوگڏ هو وڏيڪ روحانيت جو طلبگار بہ رهندو آهي، ۽ پنهنجي انتهائي ڪوشش قرب الاهيءَ جي حاصل ڪرڻ ۾ صرف ڪندوآ هي.

مگر مرد قلندر ڪنهن خاص وضع جو پابند نہ هوندو آهي. ڪيس ان ڳالهہجي پرواهہ نہ هوندي آهي تہ ڪو شخص هن جو حال ڄاڻي ٿو يا نہ ٿو ڄاڻي، هو تہ پنهنجي خوش دليءَ ۾ مگن رهندو آهي ۽ اهوئي هن جو ڪل سرمايو آهي، هنن ٻنهين جي برخلاف صوفي هر شيءِ کي صحيح طريقي سان استعمال ڪندو آهي ۽ پنهنجي وقت جو حال ۽ مناسب موقعو ۽ جاءِ خوب ڄاڻندو آهي، هو مخلوق کي پنهنجي مقام تي رکندو آهي ۽ حق جي ڪمن کي بہ انهن جو مناسب درجو ڏيندو آهي. جيڪي لڪائڻ گهرجي ان کي لڪائيندو آهي ۽ جنهن کي ظاهر ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي ان کي ظاهر ڪندو آهي ۽ سڀ ڪم صحيح طريقي سان عقل ۽ معرفت، صحيح توحيد ۽ صدق واخلاص سان سرانجام ڏيندو آهي.

## ڪوڙا دعويدار

مگر هڪ گمراهہ جماعت پنهنجو پاڻ تي ملامتيہ جو نالو رکي صوفين جهڙو لباس پاتو آهي تہ جيئن هو بہ صوفي سڏجن. حالانڪ انهن جو صوفيت سان ڪو بہ تعلق ڪونهي بلڪ هي ڌوکي ۽ غلطيءَ ۾ مبتلا ٿي ڪري انهن ـنو لباس اختيار ڪيو ويٺا آهن، ان جي ذريعي ڪڏهن

هو پنهنجو پاڻ کي بچائڻ ۽ ڪڏهن بلند دعوائون ڪرڻ ۽ آزاد ۽ رندن جي مسلڪ تي گامزن ٿيندا آهن، هو اهو خيال ڪندا آهن تہ هنن جا ضمير خدا جل شانہ وٽ پهچي خالص ٿي چڪا آهن ۽پنهنجي منزل مقصود تي پهچي ويا آهن، تنهن ڪري شرعي رسمن جي پابندي ڪرڻ عوام ۽انهن ماڻهن جو ڪم آهي،جيڪي گهٽ عقل وارا آهن ۽ تقليد ۽ اقتدا جي تنگيءَ ۾ قائل آهن، هي سراسر الحاد ۽ بي ديني آهي،ڇوتہ اها حقيقت جيڪا شريعت جي خلاف هجي بي ديني ۽ جهالت آهي، هي فريب ۾ قائل انهيءَ حقيقت کان واقف نہ آهن تہ شريعت بندگيءَ جو حق آهي ۽ بندگيءَ جي اصل حقيقت آهي ان ڪري جيڪو اهل حقيقت بنجڻ گهري، اهو ضرور بندگيءَ جي حقن ۾ جڪڙيل هوندو، ان کان علاوه ان کان زياده ڪمن جو بہ مطالبو ڪيو ويندو، هي انهن ماڻهن لاءِ ضروري نہ آهي جيڪي حقيقت جي درجي تي نہ پهتا آهن. مگر ان جو مطلب هي بہ نہ آهي تہ ان جي گردن تان شرعي ذميوارين جو بوجھہ لهي ويندو ۽ هن جو باطن تحريف ۽ گمراهيءَ سان پرجي ويندو آهي.

## ظاهر تي عمل ڪرڻ

حضرت عمر بن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت نقل ٿيل آهي،پاڻ فرمائيندا هئا تہ"رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ ماڻهن جي وحي جي ذريعي پڪڙ ٿيندي هئي، هاڻي وحي ختم ٿي وئي آهي تنهنڪري اسين توهان کي توهان جي ظاهري عملن تي پڪڙينداسين، جيڪو اسانجي سامهون نيڪيءَ جو اظهار ڪندو اسين ان کي امن ڏينداسين ۽ ان کي پنهنجي ويجهو رکنداسين ان جي باطن سان اسان جو ڪو تعلق نہ هوندو، خدا جل شانہ ان جي باطن جو محاسبو ڪندو ۽ جيڪڏهن هن نيڪيءَ جي خلاف ڪو ڪم ظاهر ۾ ڪيو تہ اسين ان کي نہ ڇڏينداسين پوءِ ڀلي هو چوندو رهي تہ"منهنجو باطن سٺو آهي"

پاڻ وڌيڪ فرمايائون تہ" جنهن تهمت ۽ الزام کان بچڻ جي

ڪوشش نہ ڪئي اهو ماڻهن جي بدگمانيءَ تي ڪنهن ڪي ملامت نہ ڪري، جيڪڏهن اسان ڏٺو تہ ڪو شرعي حدن ۾ سستي ڪري رهيو آهي ۽ فرض نمازن جي ادا ڪرڻ کان غافل آهي، تلاوت قرآن مجيد ۽ نماز روزي ۾ ان کي لذت محسوس نہ ٿي ٿئي ۽ ناپسنديده افعالن جي جاين ۾ داخل ٿو ٿئي تہ اسين ان کي رد ڪري ڇڏينداسين ۽ هن جي اها دعويٰ قبول نہ ڪنداسين تہ هن جو باطن ٺيڪ آهي"

## شريعت جي پابندي

حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن جو واقعو مشهور آهي تہ پاڻ ڪنهن ماڻهوءَ سان معرفت جو ذڪر ڪري رهيا هئا،اهو شخص چوڻ لڳو تہ" اهل معرفت نيڪي ۽ تقويٰ جي ڪمن کي ڇڏي سڌا سنوان خدا جل شانہ تائين پهتا آهن" پاڻ فرمايائون تہ هي انهيءَ جماعت جو قول آهي جيڪا اهو سمجهي ٿي تہ نيڪ عمل ڪرڻ جي پابنديءَ کان هو آزاد آهن. پر منهنجي ويجهو هيءَ تمام وڏي ڳالهہ آهي، جيڪو شخص چوري ۽ زنا ٿو ڪري منهنجي خيال ۾ اهو هن کان بهتر آهي جيڪو هن ڳالهہ جو قائل هجي، ڇو تہ اهل معرفت کي هي عمل خدا جل شانہ کان مليا آهن ۽ انهن کي ساڻ ڪٺي هو هن ڏي واپس ايندا. جيڪڏهن مان هڪ هزار سال بہ زنده رهان تہ مان نيڪ ڪم جو هڪ ذرو بہ گهٽ نہ ڪندس سواءِ انهيءَ جي جو ڪا رڪاوٽ پيدا ٿي پوي. حقيقت هيءَ آهي تہ هي عمل منهنجي معرفت ۽منهنجي روحاني حال ۽ڪيفيت کي وڏيڪ تقويت پهچائن ٿا"

## حلول جو مسئلو

انهن گمراهن مان هڪ جماعت اها آهي جيڪا حلول جي قائل آهي. هو اهو چوندا آهن تہ خداوند تعاليٰ جل شانہ انهن ۾ حلول ٿو ڪري ۽ جن جسمن کي هوپسند ٿو ڪري انهن ۾ حلول ڪيو ٿو وڃي، انهن اهو عقيدو عيسائين جي عقيدي لاهوت ۽ناسوت مان اخذ ڪيو

آهي ۽ انهن مان ڪي ماڻهو خوبصورت شين کي ڏسڻ مباح ٿا سمجهن انهن کي اهي اشارا ڪجهه انهن صوفين جي ڪلمن مان مليا آهن جيڪي هنن پنهنجي روحاني جذبي جي شدت ۾ چيا هئا. جيئن منصور الحلاج "اناالحق" چيو هو ۽ حضرت ابو يزيد رحمه الله عليه کان به نقل ٿيل آهي ته هن چيو هو "سبحاني" (مان پاڪ آهيان) اسين حضرت ابو يزيد رحمه الله عليه جي متعلق اهو تصور ڪري نه ٿا سگهون ته پاڻ هي ڪلما پنهنجي باري ۾ چيا هونداٺون سواءِ انهيءَ جي جو پاڻ خدا جل شانه جو قول نقل ڪيو هجين،اهڙي طرح منصورالحلاج جي قول جي باري ۾ به اهوئي چئي ٿو سگهجي، ان جي باوجود جيڪڏهن اسان کي هي يقين ٿي وڃي ته هن قسم جي قول جو ذڪر ڪرڻ مان اهوئي مطلب آهي ته خدا جل شانه هنن ۾ حلول ڪري ويو ته اسين اهڙي قول کي قطعي طور تي رد ڪنداسين، ڇوته رسول الله ﷺ جن اسان جي سامهون هڪ اهڙي واضح صاف ۽ڪليل شريعت آندي هئي جنهن جي ذريعي هر غلط رستي تي هلندڙ کي سڌو ڪري ٿو سگهجي ان کان سواءِ اسان جو عقل اسان کي هيءَ صحيح رهنمائي ڪري ٿو ته ڪهڙي طرح خدا جل شانه جي صفتن کي بيان ڪرڻ جائز آهي ۽ ڪهڙي طرح ناجائز آهي؟ بلڪ خدا جل شانه هن ڳالهه کان بلڪل پاڪ ۽ صاف آهي ته ڪا شيءِ ان ۾ حلول ڪري يا هو ڪنهن شيءِ ۾ حلول ڪري.

## باطني الهام

ممڪن آهي ته انهن فريب ۾ آيل ۽گمراهه شخصن مان ڪنهن شخص کي قدرتي ذهانت ۽ ذڪاوت حاصل هجي ۽ انهيءَ باطني طريقي سان چند لفظ ٻڌي ورتا هجن، پوءِ هو پنهنجي فڪر جي قوت سان انهن لفظن کي ترتيب ڏئي ان کي خدا جل شانه جي طرف منسوب ڪري ۽ انهن کي خدا جل شانه جي لفظن جو نالو ڏئي هي چئي ته خدا جل شانه مون کي هي چيو ۽ مون خدا جل شانه کي هيئن چيو. اهڙي

صورت ۾ هي شخص يا تہ پنهنجي نفس ۽ ان جي ڳالهين کان ناواقف هوندو ۽ پنهنجي پروردگار کان بہ ناواقف هوندو ۽ ڳالهائڻ جي حقيقت کان بہ ناواقف هوندو. يا هو انهيءَ کان تہ واقف هوندو تہ جيڪي ڪجهہ هو چئي رهيو آهي اهو غلط آهي پر هن جي نفساني خواهش هن کي هيءَ دعويٰ ڪرڻ تي مجبور ڪري رهي آهي تہ هو ڪامياب ٿي ويو آهي پر هي سڀ گمراهي آهي. هن کي هن دعويٰ جي همت ان ڪري ٿئي ٿي جو هن اهل حقيقت کان اهي لفظ ٻڌا آهن جيڪي انهن کي ظاهري ۽ باطني طويل واردات کان پوءِ حاصل ٿيا هئا، پر ان کان اڳ هو پنهنجي جماعت جي اصولن مطابق زهد ۽ تقويٰ جا پابند رهي چڪا هئا. ان ڪري جڏهن انهن جو باطن صاف ٿيو تہ انهن جي اندر ڪتاب ۽ سنت جي مطابق الهام باطني استغراق جي موقعي تي نازل ٿيندا هئا، هو اهڙو ڪلام نہ ٿا ڳالهائن جنهن کي ٻڌي سگهجي بلڪ ائين معلوم ٿيندو هو ڄڻ تہ دل ئي دل ۾ ڳالهيون ٿي رهيون آهن، هي الهام ڪتاب ۽ سنت جي علم جي موافق هوندا هئا، اهل علم بہ انهن کي سمجهي ٿا سگهن هيءَ دراصل انهن جي باطني مناجات آهي اهڙي طرح هو پنهنجي لاءِ مقام بندگي ۽ پنهنجي مؤلاجي لاءِ مقام ربوبيت کي برقرار رکندا آهن ۽ ان کان پوءِ هو ان ۾ اضافو ڪندا رهندا آهن ۽ ڄاڻندا آهن تہ الله جل شانہ جو ڪلام نہ آهي بلڪ هڪ فاني علم آهي جنهن کي الله تعاليٰ جل شانہ هنن جي باطن ۾ ظاهر ڪيو آهي.

ان ڪري هوشمند صوفين جو طرز عمل هي آهي تہ هو پنهنجي نفسن جي هر فعل ۾ خدا جل شانہ جي طرف پهچندا آهن ۽ جڏهن نفساني خواهشن کان انهن جو ميدان صاف ٿي ويندو آهي تہ انهن جي باطن ۾ ڪجهہ الهام ٿيڻ لڳندا آهن جن کي هو الله جل شانہ جي طرف هن حيثيت سان منسوب ڪندا آهن تہ هو انهن افعالن جو خالق آهي تہ هي تہ اهو متڪلم جو ڪلام آهي ان ڪري هو تحريف ۽

ڏنگائي کان محفوظ رهندا آهن .

## جبر جو عقيدو

انهن ئي (گمراهه جماعتن جي هڪ قسم) ۾ اهي ماڻهو آهن جيڪي هي دعويٰ ٿا ڪن ته هو توحيد جي سمنڊ ۾ غرق آهن،ان ڪري هو ڪو به ڪم يا حرڪت پنهنجي اختيار سان نه ٿا ڪري سگهن، ڇو ته هو محض مجبور آهن، ۽ خدا جل شانه جي فعل ۽اختيار جي مقابلي ۾ انهن کي ڪو اختيار حاصل ڪونهي،ان ڪري هو گناهن ۽ نفساني خواهشن ۾پنهنجو پاڻ کي ڍرو ڇڏي ٿا ڏين ۽ اهڙي طرح هو نڪما ۽ غافل ٿي ويندا آهن ۽ شرعي حڪم يا حلال ۽ حرام جي پابندي نه ڪندا آهن.

حضرت سهل رحمه الله عليه جن کان هڪ ماڻهوءَ جي متعلق پڇيو ويو جيڪو چوندو هو ته مان دروازي وانگر آهيان جيسين تائين مون کي لوڏيو نه ويجي ان وقت تائين مان حرڪت ڪري نه ٿو سگهان" پاڻ فرمايائون ته هيءَ ڳالهه يا ته هڪ صديق چئي ٿو سگهي يا هڪ زنديق (بي دين) چئي ٿو سگهي، هڪ صديق (گهڻو مخلص انسان) هيءَ ڳالهه ان وقت چوندو جڏهن هو شريعت جي اصولن جو پابند هجي ۽هن عبوديت جا سڀ حق ادا ڪري ڇڏيا هجن، ان وقت ان جو هي قول هن طرف اشارو ڪندو ته سڀني شين جو دارومدار خدا جل شانه تي آهي، پر هڪ زنديق هيءَ ڳالهه چئي سڀني ذميدارين کي خدا جل شانه جي حوالي ڪري ٿوڇڏي. ته جيئن هن کان سڀ عمل ختم ٿي وڃن ۽ هو دين جي دائري ۽ سڀني رسمن کان الڳ ٿي وڃي، پر جيڪو شخص حلال وحرام ۽ شرعي حدن ۽ حڪمن جومعتقد هجي ۽ جڏهن ان کان ڪو گناهه سرزد ٿي وڃي ته پنهنجي گناهه جو اعتراف ٿو ڪري ۽ ان کان توبه ڪرڻ جي ضرورت جو قائل آهي ته اهو صحيح مسلمان آهي چاهي هو سستي ۽ غفلت ڪندو هجي ۽ پنهنجي نفساني خواهشن جي مطابق ملڪن جو

سفر ڪندو هجي، دنياوي لذتن کان لطف اندوز ٿيندو هجي يا ڪنهن اهڙي روحاني شيخ جو مريد نہ هجي جيڪو هن کي تهذيب ۽ ادب سيکاري ۽ هن جي خامين ۽ عيبن کان مطلع ڪري تہ بہ خدا جل شانہ ضرور توفيق ڏيڻ وارو آهي.

باب ١٠

# مشائخن جو مرتبو

حديث شريف ۾ آيل آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "انهيءَ ذات جوقسم جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي جيڪڏهن توهان چاهيو تہ مان توهان جي سامهون قسم کائي ٿو سگهان تہ خدا جل شانہ کي اهي ئي فرد محبوب آهن جيڪي ان جي بندن ۾ خدا جل شانہ جي محبت پيدا ڪن ٿا ۽ انهن کي خداءِ عظيم جومحبوب بنائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ، بلڪ سڄي زمين تي هر شخص سان خيرخواهي سان پيش ٿا اچن"

ذڪر ڪيل حديث شريف ۾جيڪي بيان ڪيو ويو آهي،اهو مشائخن جو مرتبو آهي، اهي خدا جل شانہ جي طرف ماڻهن کي سڏن ٿا ۽ حقيقت ۾ خدا جل شانہ جي بندن ۾ خدا جل شانہ جي محبت جو رشتو جوڙن ٿا . ايتريقدر جو خدا جل شانہ بہ انهن سان محبت ڪرڻ ٿو لڳي، انهيءَ بنياد تي صوفين جي طريقي ۾ شيخ جو مرتبو هڪ اعليٰ مرتبو آهي، بلڪ خدائي دعوت جي سلسلي ۾ اهي پيغمبرن جي قائم مقامي ڪن ٿا. شيخ پنهنجي مريد ۾ خدائي محبت اهڙي طرح پيدا ٿو ڪري جو هو هن کي رسول الله ﷺ جن جي پيروي جي رستي تي لڳائي ٿو ڇڏي، حقيقت ۾ جيڪو صحيح طريقي سان سندن ﷺ پيروي ڪري ان سان خداءِ عظيم بہ محبت ڪندو جيئن هو پاڻ فرمائي ٿو.

| | |
|---|---|
| قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ (پ٣ رڪوع١٢- ١) | فرمائي ڇڏيو تہ جيڪڏهن توهان الله سان محبت ڪيو ٿا تہ منهنجي اتباع ڪيو الله توهان سان محبت ڪرڻ لڳندو |

# خدا جي محبت

شيخ ٻانهن کي خدا جل شانه جو پيارو هن طرح ٿو بنائي جو هو مريد کي تزکيہ نفس جي طريقي تي هلائي ٿو جڏهن هن جو نفس پاڪيزه ٿي ٿو وڃي تہ هن جي دل آئيني مثل بڻجي ٿي وڃي. ان تي عظمت الاهيءَ جو نور ۽ تجلين جو عڪس پوڻ لڳندو آهي، هن ۾ نہ صرف توحيد جو جمال نظر ايندو آهي بلڪ هن جي بصيرت جون نگاهون بہ هن جي قديم جلال جي تجلين ۽ ازلي ڪمال جي مشاهدي ۾ مصروف ٿي وينديون آهن،نتيجو هي ٿيندو آهي جو ٻانهو پنهنجي پروردگار سان محبت ڪرڻ لڳندو آهي، هيءَ محبت نفس جي پاڪيزگيءَ جي ميراث ۽ هن جو قدرتي نتيجو هوندي آهي، جيئن خداتعالىٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| قَدۡ اَفۡلَحَ مَنۡ زَكّٰهَا (پ ٣٠ الشمس) | جنهن نفس جي پاڪيزگي ڪئي ان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو |

هن جي ڇوٽڪاري جي صورت اهائي آهي تہ هو خدا تعالىٰ جل شانه جي معرفت ۾ ڪامياب ٿيو،ڇوٽڪاري جي هڪڙي ٻي صورت هن طرح بہ پيدا ٿي ٿئي،تہ جڏهن هن جي قلب جي آئيني کي صفائي نصيب ٿيندي آهي تہ ان جي اندر دنيا جي اصل حقيقت ۽ ان جون سڀ برائيون ان کي نظر اينديون آهن ۽ آخرت جي بہ اصل حقيقت ۽ ان جون سڀ عمده شيون نظر اينديون آهن تہ انهيءَ وقت هن جي بصيرت جي اکين کي ٻنهين جهانن جون حقيقتون ۽ انهن جا نتيجا منڪشف ٿي پوندا آهن تنهن ڪري خدا جل شانه جي بندي دائمي شين کي اختيار ڪري فاني شين کان منهن ڦيرائي ڇڏيو.اهڙي طرح تزکيہ نفس جو اهو ٻي فائدو آهي جيڪو مشائخن جو مرتبو ۽ انهن جي تربيت جي اثر کي واضح ڪري ٿو ڇو تہ مشائخ خدا جل شانه جي فوج آهن جن جي ذريعي خدا جل شانه مريدن جي رهنمائي ڪري ٿو ۽ حقيقت جي

طلبگارن کي هدايت ٿو ڏئي.

## مشائخن جي ضرورت

اسان کي پنهنجي مشائخن جي سند جي حوالي سان ٻڌايوويو آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي اصحابي حضرت عبدالله بن بشر رضي الله عنه جن فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن ڪنهن جاءِ تي ويهہ ماڻهو يا ان ڪان زياده موجود هجن ۽انهن ۾ هڪ ماڻهو بہ اهڙو نہ هجي جيڪو ماڻهن کي الله جل شانه کان ڊيڄاريندوهجي تہ انهن سڀني جومعاملو خطرناڪ ٿي ويندو. تنهنڪري مشائخ خداءِ عظيم جي وقار جو ذريعو آهن ۽ اهي ئي ماڻهن کي ظاهري ۽ باطني ادب سيکارن ٿا تہ جيئن خدا جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

أُولَٰئِكَ الَّذِينَ هَدَى اللَّهُ فَبِهُدَاهُمُ اقْتَدِهْ (پ٧- رڪوع ١٦- ١٨)

هي اهي ماڻهو آهن جن کي خدا هدايتڏني آهي لهذا انهن جي هدايت تيهلو.

مشائخن کي جڏهن هدايت حاصل ٿي تہ اهي انهيءَ ڳالهہ جا مستحق ٿيا تہ انهن جي پيروي ڪئي وڃي پوءِ انهن کي پرهيزگارن جو پيشوا بنايو ويو جيئن رسول الله ﷺ جن پنهنجي پروردگار جي زباني هي ارشاد فرمايو تہ جڏهن منهنجي بندي تي منهنجو مشغلو غالب ٿئي تہ مان ان جو سچو ڏيان ۽لذت پنهنجي ذڪر ڏي ڪندو آهيان ۽ جڏهن ان جي ڏيان ۽ لذتن جو مرڪز منهنجو ذڪر بنجي ويندو آهي تہ هو منهنجو عاشق ٿي ويندو آهي ۽ مان بہ هن سان عشق ڪندو آهيان، ان وقت ان جي ۽ پنهنجي وچ ۾ سڀ حجاب ڪڻي ڇڏيندو آهيان، تنهن ڪري جڏهن ٻيا ماڻهو غافل ٿين تہ هو غافل نہ ٿو ٿئي. اهي ئي اهي ماڻهو آهن جن جو ڪلام پيغمبرن جوڪلام آهي اهي دراصل وڏا خوش بخت آهن. هي اهي ماڻهو آهن جو جيڪڏهن مان سڄي زمين جي باشندن کي سزا ڏيڻ چاهيان يا انهن تي ڪو عذاب نازل ڪيا تہ انهن کي ياد ڪري دنيا وارن

جو عذاب واپس ڪري ٿو ڇڏيان.

## سلوڪ جي منزل

هڪ طريقت جي سالڪ کي شيخ جي مرتبي تائين پهچڻ ۾ هي راز آهي ته سالڪ ضبط نفس تي مامور آهي، پر نفساني صفتن ۾ به مبتلا ٿي ٿو وڃي. ان ڪري هو معاملي جي سچائي جي روش اختيار ٿو ڪري ايتريقدر جو جڏهن هن جي نفس کي سڪون ٿيندو آهي ته ان وقت ان جي نفس جي اها خشڪي دور ٿي ويندي آهي جيڪا اصل پيدائش کان هن سان گڏ هئي جنهن جي ڪري هو اطاعت ۽ بندگي ڪرڻ کان ڪيٻائيندو هو تنهن ڪري جڏهن نفس جي خشڪي دور ٿي وڃي ٿي ۽ روح جي حرارت سان هو نرم ٿي ويندو آهي ته پوءِ هو عبادت کان مانوس ٿي اطاعت جي طرف مائل ٿي پوندو آهي. اهائي طبعيت جي نرمي ۽ملائمت آهي جنهن ڏي خداوند تعاليٰ جل شانه هن آيت ۾ اشارو ڪيو آهي.

| | |
|---|---|
| ثُمَّ تَلِيْنُ جُلُوْدُهُمْ وَقُلُوْبُهُمْ اِلٰى ذِكْرِاللهِ (پ٢٣- رڪوع ١٧- ٢) | پوءِ انهن جون چمڙيون ۽ قلب الله جي ذڪر جي لاءِ نرم ٿي پوندا آهن. |

هن جوسبب هي آهي ته بندي خدا جو قلب روح ۽ نفس جي وچ ۾ آهي ان جا ٻه رخ آهن هڪ رخ نفس جي طرف آهي ۽ ٻيو روح جي طرف، روح واري رخ جي طرف کان هن کي روحاني اثر پهچندا آهن، ۽نفس جي رخ کان هن تي نفساني رجحان اثر انداز ٿيندا آهن (هن ڪشمڪش کان پوءِ) جڏهن نفس کي سڪون حاصل ٿيندو آهي ۽ طريقت جو سالڪ ضبط نفس کان فارغ ٿي ويندو آهي ته ان جي سلوڪ جي منزل پوري ٿي ويندي آهي،ڇو ته ان وقت نفس هن جي قابوءَ ۾ اچي ويندو آهي ۽ هو خدا وند ڪريمجي حڪم ڏي رجوع ٿي ويندو آهي.

## روحاني رشتو

قلب کي ربط ۽ ضبط جي طرف ان ڪري متوجہ ٿيڻو پوندو آهي جو ان جونفس جي طرف ميلان هوندو آهي، بهرحال شيخ پنهنجي مريدن ۽ حقيقت جي طالبن جي نفسن کي بہ پنهنجي نفس وانگر سمجهندو آهي ڇو تہ "نفسيت" ۾ هو هن جا هم جنس آهن ٻيو سبب اهو بہ آهي تہ شيخ ۽ مريد جي وچ ۾ هڪ روحاني رشتو قائم ٿي ويندو آهي، جيئن خدا پاڪ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| لَوْ اَنْفَقْتَ مَا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا مَّآ اَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ اَلَّفَ بَيْنَهُمْ (پ١٠ رڪوع۴- ۵) | جيڪڏهن توهان سڄي روءِ زمين جي دولت خرچ ڪري ڇڏيو ها تہ بہ توهان هنن جي دلين کي جوڙي نہ سگهو ها مگر هي خدا ئي آهي جيڪو انهن دلين کي جوڙيندو آهي. |

تنهن ڪري جيئن شيخ پنهنجو ضبط نفس ڪيو هو. اهڙي طرح هو پنهنجي مريدن جي نفسن تي بہ ضبط ۽ نظم قائم ٿو رکي،اهڙي صورت ۾ شيخ خدائي اخلاقن سان متصف ٿي ويندو آهي ان وقت الله تعاليٰ جل شانہ هي چوندو آهي تہ "ڏسو منهنجي بندن جي لاءِ منهنجي ديدار جو اشتياق وڌندو ٿو وڃي" ۽ اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ مون کي بہ انهن جي ملاقات ڪرڻ جو بي حد اشتياق آهي."

جيئن تہ الله تعاليٰ جل شانہ مريد ۽ شيخ ۾ هڪ روحاني رشتو چڱي طرح قائم ڪري ڇڏيو آهي ان ڪري مريد شيخ جو هڪ لازمي حصو بنجي ٿو وڃي، جهڙي طرح جسماني ولادت ۾ پٽ پيءُ جو هڪ حصو هوندو آهي، اهڙي طرح مريد جي بہ روحاني ولادت جي شروعات ٿيندي آهي، جيئن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جن کان نقل ٿيل آهي تہ "اهو آسماني بادشاهت ۾ داخل نہ ٿو ٿي سگهي جنهن جي بہ دفعا ولادت نہ ٿي هجي" تنهن ڪري پهرين جسماني ولادت سان انسان جو هن ظاهري دنيا سان تعلق قائم ٿيندو آهي ۽ هن روحاني ولادت جي ڪري روحاني

دنيا ۽ ملڪوت سان هن جو رشتو قائم ٿو ٿئي اهوئي ملڪوت جو لفظ قرآن ڪريم ۾ هن طرح استعمال ٿيو آهي.

| | |
|---|---|
| كَذَالِكَ نُرِيٓ اِبْرَاهِيْمَ مَلَكُوْتَ السَّمٰوٰاتِ وَالْاَرْضِ وَلِيَكُوْنَ مِنَ الْمُوْقِنِيْنَ (پ٧- رڪوع ١٥-٦) | اهڙي طرح اسين (حضرت) ابراهيم عہ کي آسمانن ۽ زمين جي ملڪوت ڏيکاريون ٿا تہ جيئن هو اهل يقين ٿي وڃي. |

# انبياءِ ڪرام جي ميراث

جيئن تہ ڪمال درجي جو يقين انهيءَ روحاني ولادت ۾ حاصل ٿيندو آهي ۽ انهيءَ ولادت جي بدلي ۾ ئي انسان پيغمبر جي ميراث جو مستحق بڻبو آهي، ڇو تہ ڪو شخص ڀلي ڪيتروئي هوشيار ۽ داناءُ هجي پر جيڪڏهن هن نبين سڳورن جي ميراث حاصل نہ ڪئي تہ سمجهو تہ اهو (روحاني طور) پيدا ئي نہ ٿيو. هن جو سبب هي آهي تہ فهم ۽ ذاهپ عقل جو نتيجو آهن، پر جيڪڏهن عقل شريعت جي نور کان خالي ٿي خشڪ ٿي ويو هجي تہ اهو عالم ملڪوت ۾ داخل ٿي نہ ٿو سگهي، هن جي پهچ صرف ظاهري دنيا تائين محدود رهندي ۽ اهو رياضيءَ جي علم ۽ دليلن کان واقف ٿي صرف دنياوي علمن ۾ پنهنجو تصرف ڪندو رهندو. عالم ملڪوت تائين اڳڀرو نہ ڪري سگهندو.

هيءُ مڙئي ملڪ ڪائنات جو ظاهري حصو آهن ۽ عالم ملڪوت ان جو باطن آهن، اهڙي طرح عقل روح جي زبان آهي ۽ اها بصيرت جنهن مان هدايت جا ڪرڻا ظاهر ٿيندا آهن،روح جي دل آهي زبان دل جي ترجماني ڪندي آهي، ترجمان جيڪي ڪجھ ڳالهائيندو آهي اهو ان شخص کي معلوم هوندو آهي جنهن جي هو ترجماني ڪري ٿو اهوئي سبب آهي جو اهي انسان جن وٽ صرف عقل آهي اهي انهيءَ هدايت جي نور کان محروم آهن جيڪو الله تعاليٰ جل شانہ جي عطيي جي طور

نبين سڳورن عليهم السلام ۽ سندن صحيح پيروي ڪندڙن کي عطا ڪيو ويو آهي، ۽ هو صحيح رستي کان ڀٽڪيل آهن ان تي پڙدا پيل آهن،ڇو تہ هنن جي حيثيت صرف هڪ ترجمان جي آهي ۽ هو اعلىٰ درجي جي بيان ڪرڻ واري قوت کان محروم ٿي ويا آهن.

## ميثاق جو ڏينهن

قدرتي ۽ جسماني ولادت ۾ اولاد جا ذرا ۽ جراثيم جيڪي پيءُ جي پٺيءَ ۾ رکيا ويا هئا، اولاد جي ذرن جي تعداد جي مطابق آئنده نسلن ۾ منتقل ٿيندا ٿا اچن. اهي ئي ذرا آهن جن کان خداوند تعالىٰ جل شانہ ميثاق جي ڏينهن جي موقعي تي الست بربڪم (ڇا مان توهان جو رب نہ آهيان) چئي مخاطب ٿيو هو ۽ انهن انهيءَ جي جواب ۾ چيو هو" قالو بلا" (ڇو نہ تون ئي اسان جو رب آهين) هي واقعو بطن نعمان ۾ ٿيو هو جيڪو مڪي معظم ۽ طائف جي وچ ۾ آهي، هتي حضرت آدم عليہ السلام ان جي پٺيءَ تي مسح ڪئي ويئي جنهن جي نتيجي ۾ سندس جسم مان پگهر وانگر اولاد آدم جا ذرا وهڻ لڳا ۽ هي ذرا سوال وجواب کان پوءِ حضرت آدم عليہ السلام جي پٺيءَ ۾ واپس ڪيا ويا.

انهن آباءِ (پيئن) ۾ ڪي اهڙا هئا جن جي پشت ۾هي ذرا داخل ٿي چڪا هئا، ڪي اهڙا هئا جن جي پٺيءَ ۾ ڪو ذرو نہ پهچي سگهيو. اهڙي طرح انهن جو نسل ،منقطع ٿي ويو. اهوئي حال مشائخن جو آهي ڪي مشائخ اهڙا آهن جن جا معنوي پٽ گهڻا پيدا ٿا ٿين ۽ اهي هنن کان علم ۽ روحاني درجا ،حاصل ٿا ڪن ۽ هي فيض بين تائين بہ اهڙي طرح پهچائن ٿا، جهڙي طرح هي انهن کي مشائخ جي صحبت سان رسول اڪرم ﷺ جن کان حاصل ٿيو هو، ڪن مشائخن جو روحاني اولاد گهٽ ٿيندو آهي ۽ ڪن جو نسل منقطع ٿي ويندو آهي. اهوئي نسل جي ڪٽجي وڃڻ جو طعنو آهي جيڪو مڪي جي ڪافرن حضور اڪرم ﷺ جن کي ڏنو هو تہ توهان جو (خدانخواستہ) نسل ڪٽجي ويو،ان تي الله

تبارڪ وتعاليٰ جل شانه هيءَ آيت نازل فرمائي.

| | |
|---|---|
| اِنَّ شَانِئَكَ هُوَ الْاَبْتَرُ (پ٣٠ ڪوثر) | درحقيقت توهان جي دشمن جو نسل ڪٽجي ويندو. |

حقيقت هيءَ آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن جو نسل قيامت تائين باقي رهندو. روحاني تعلق جي ڪري سندن علم جي ميراث اهل علم تائين پهچندي رهي آهي.

## علم جي فضيلت

حضرت ڪثير بن قيس رضي الله عنهڪان اسان جي مشائخن جي حوالي سان هيءَ روايت ٿيل آهي ته هو فرمائن ٿا ته "مان ابو الدرداءِ رضي الله عنه سان گڏ دمشق جي جامعه مسجد ۾ ويٺو هوس ته هڪ شخص آيو ۽ چوڻ لڳو" ابو الدرداءِ! مان توهان وٽ رسول الله ﷺ جن جي مديني ڪان هڪ حديث حاصل ڪرڻ لاءِ آيو آهيان، جنهن جي متعلق مون کي اهو معلوم ٿيو آهي ته توهان اها حديث ٿي رسول الله ﷺ جي واسطي سان بيان فرمائيندا آهيو" حضرت ابو درداءِ رضي الله عنه پڇيو ته ڇا تون هتي تجارت يا ٻئي ڪنهن ڪم سان آيو آهين؟ هن چيو نه. ان تي پاڻ فرمايائون ته مون رسول الله ﷺ جن ڪان ٻڌو آهي ته جيڪو صرف علم حاصل ڪرڻ لاءِ رستي تي هلي ٿو ته خدا جل شانه ان کي جنت جي رستي تي لڳائي ڇڏيندو. بلڪ حقيقت هيءَ آهي ته طالب العلم کي خوش ڪرڻ لاءِ فرشتا پنهنجون ٻانهون ڦيلائيندا آهن ۽ آسمان ۽زمين ۾ جيڪا به مخلوق آهي اهي سڀ طالب العلم جي بخشش لاءِ دعا گهرندا آهن ايتريقدر جو پاڻيءَ جون مڇيون به(هن ڪم ۾ شريڪ آهن) ۽ هيءَ حقيقت آهي ته علم کي هڪ عابد (محض) تي ايتري فضيلت حاصل آهي جيتري چنڊ کي سيني ستارن تي برتري حاصل آهي.

عالم پيغمبرن عليه السلام جن جا وارث آهن ڇو ته نبين سڳورن پنهنجي ميراث

۾ درهم ۽ دينار کو نہ ڇڏيو بلڪ انهن جي ميراث صرف علم آهي، تنهن ڪري جنهن علم حاصل ڪيو انهيءَ ان ميراث جو هڪ وڏو حصو حاصل ڪيو"

علم ۽ حڪمت جو ذخيرو سڀ کان پهريائين ابو البشر حضرت آدم عليه السلام جن کي حاصل ٿيو، ان کان پوءِ انهن کان منتقل ٿي ٻين وٽ پهتو، جهڙي طرح نسيان ۽ گناهه بہ حضرت انسان ان کان ورثي ۾ حاصل ڪيا، جيئن منقول آهي تہ الله تعالىٰ جل شانه حضرت جبرئيل عليه السلام جن کي حڪم ڏنو تہ اهو زمين جي سڀني جزن مان هڪ مٺ پري ڪٺي آيو تہ الله تعالىٰ جل شانه سڀ کان پهريائين هڪ جوهر کي پيدا ڪيو ۽ ان مان زمين جي سڀني جزن کي مرڪب ڪيو ۽ انهن تي هڪ نظر وڌي جيستائين خداءِ عظيم جي حڪم سان نظر وئي. انهن جاين ۾ خدا جل شانه جي ڪلمي ٻڌڻ ۽ جواب ڏيڻ جي خاصيت پيدا ٿي وئي ڇو تہ خدا تعالىٰ جل جلاله آسمانن ۽ زمينن کي هن طرح خطاب ڪيو هو.

| | |
|---|---|
| اِئْتِيَا طَوْعًا اَوْ كَرْهًا- قَالَتَا اَتَيْنَا طَائِعِيْنَ (س۴۱- ۱۱) | توهان ٻئي خوشيءَ سان اچو يا مجبور ٿي انهن ٻنهين (زمين ۽ آسمان) چيو اسين اطاعت سان آيا آهيون. |

انهيءَ خطاب جي ذريعي زمين جي جزن ۾ هيءَ خاصيت پيدا ٿي وئي، پوءِ انهن کان اها خاصيت ورتي ويئي، هن طرح جو انهن جزن جي ذريعي حضرت آدم عليه السلام جي صورت تيار ڪئي وئي، سندن جسم زمين جي هنن جزن سان مرڪب ڪيو ويو هو، جن ۾ هيءَ خاصيت موجود هئي، تڏهن بہ زمين ۾ جزن جي تناسب جي لحاظ کان هن ۾ نفساني خواهشون بہ شامل ڪيون ويون. ايتريقدر جو هنن فنا جي وڻ جي طرف هٿ وڌايو جيڪو گهڻين روايتن جي مطابق ڪڻڪ جو وڻ هو اهڙي طرح هن جي قالب ۾ فنا جو گذر ٿي ويو، خدا تبارڪ وتعالىٰ جل جلاله روح

ڦوڪي هن کي سرفراز ڪيو، جيئن ارشاد آهي تہ:

| | |
|---|---|
| فَإِذَا سَوَّيْتُهُ وَنَفَخْتُ فِيهِ مِنْ رُّوحِي | جڏهن مون هن کي برابر ڪيو ۽ هن ۾ پنهنجو روح ڦوڪيم |

اهڙي طرح هن علم ۽ حڪمت کي حاصل ڪيو، برابر ڪرڻ سان هو نفساني نفس وارو ٿي پيو ۽ روح ڦوڪڻ سان هن ۾ روحاني روح موجود ٿي پيو، جيڪڏهن هن جي تشريح ڪجي تہ اها گهڻو ڊگهي ٿي ويندي،مختصر هي آهي تہ هن طرح هن جو قلب علم ۽ حڪمت جو خزانو بنجي ويو ۽ هن جو قالب نفساني خواهشن جو مرڪز ٿي پيو.

## روحاني پيءُ

علم ۽نفساني رجحان هن کان منتقل ٿي سندس اولاد جي ميراث ۾ آيا ۽ پنهنجي انهن طبعي رجحانن جي ڪري جيڪي خواهشن جو مرڪز آهن،هو حقيقي پيءُ بنيو. پر علم جي واسطي سان روحاني ۽ معنوي ولادت سان هن روحاني پيءُ جو درجو حاصل ڪيو، جيتريقدر ظاهري ولادت جو تعلق آهي اها فنا ٿي ويندي،پر معنوي ولادت لافاني رهندي،ڇو تہ ان جو تعلق خلد برين جي انهيءَ وڻ سان آهي، جيڪو علم جو شجر سڏجي ٿو ۽ نہ ڪي ان جو ڪٽڪ جي ٻوٽي سان تعلق آهي. ابليس ان جو نالو"شجر الخلد" رکي ڇڏيو هو، ڇو تہ هو هر شيءِ کي متضاد نقطي سان ڏسندو آهي،ان مان معلوم ٿيو تہ شيخ روحاني ۽ معنوي پيءُ آهي، ان ڪري اسان جو شيخ الاسلام حضرت ابو النجيب السهروردي رحمہ الله عليہ فرمائيندا هئا تہ

"منهنجو پٽ اهو آهي جيڪو منهنجي رستي تي هلي ۽ منهنجي نموني سان هدايت حاصل ڪري"

## مشائخن جا قسم

اهو شيخ جنهن‌جي ذريعي روحاني فيض حاصل ڪيو ويندو آهي، شروعاتي طريقي ۾ ڪڏهن انهن کي محبين جي راهہ تي هلايو

ويندو آهي ۽ ڪڏهن محبوبين جي راه تي، ان جو سبب هي آهي تہ سالڪن ۽ نيڪ بندن جا چار قسم آهن (١) محض سالڪ (٢) محض مجذوب (٣) سالڪ جنهن کي بعد ۾ جذب جي حالت بہ حاصل ٿي وڃي (۴) مجذوب جيڪو بعد ۾ سلوڪ تي بہ رهي.

انهن ۾ محض سالڪ يا سالڪ مجرد شيخ بنجڻ جي لائق نہ آهي ۽ نہ هو انهيءَ مقام تائين پهچي ٿو سگهي، ڇو تہ هو هڪ ئي مقام تي اچي رڪجي ويو آهي. اهو مقام معاملن ۽ رياضت جو آهي، هو ان کان مٿي مقام تي نہ ٿو چڙهي سگهي، جتي هن کي مجاهدي ۽ رياضت جي سوزش ۽ گرميءَ کان آرام ملي ٿو سگهي.

اهڙي طرح مجذوب يامجذوب مجرد تي شروع کان ئي يقين جون حقاني نشانيون نظر اچڻ لڳنديون آهن ۽ هن جي قلب تان ڪجهہ پڙدا هٽي ويندا آهن،ان ڪري هن کي معاملن ۽ مجاهدن جون پوريون منزلون طي ڪرڻ جي ضرورت نہ هوندي آهي،اڳتي هلي اسين هن جي تشريح ڪنداسين، ان ڪري مجذوب مجرد بہ شيخ بنجڻ جي لائق نہ آهي، هو خدا جل شانہ جي عطا ڪيل درجي تي قائم رهندو آهي، ۽ پنهنجي حال ۾ مست رهندو آهي ۽ فرضن کان سواءِ ڪنهن عمل تي ماخوذ نہ هوندو آهي.

## سالڪ مجذوب

سالڪ مجذوب اهو آهي جنهن جي روحاني زندگيءَ جو آغاز مجاهدن ۽ رياضت سان هوندو آهي، هنجي سيني معاملن ۾ خلوص هوندو آهي ۽ هو روحانيت جا سڀ شرط پورا ڪندو آهي ان کان پوءِ هن کي مجاهدي جي گرمائش مان ڪڍي حال ۽ روحاني ڪيفيتن سان سرفراز ڪيو ويندو آهي هتي اچي هو ڪوڙاڻ کان پوءِ ماکيءَ جهڙي مٺاڻ سان لطف اندوز ٿيندو آهي ۽هن تي خدا جل جلالہ جو فضل ۽ ڪرم نازل ٿيندو آهي،ڇو تہ هومجاهدي جي تنگ واديءَ مان نڪري آرام ۽ سهولت

جي ميدان ۾ پهچي ويندو آهي ۽ قرب الاهيءَ جي خوشبو سان مانوس ٿيندو آهي ۽ اهڙي طرح هن تي حق جي مشاهدي جو دروازو کلي ويندو آهي ۽ هن کي پنهنجي ڏک ۽درد جي دوا ملي ويندي آهي، نه صرف هن جو ظرف فيضياب ٿيندو آهي بلڪ هن جي زبان سان به حڪمت جا ڪلمانڪرڻ لڳندا آهن، قلب هن ڏانهن مائل ٿيندا آهن ۽ هن تي غيبي فتح جي بارش ٿيڻ لڳندي آهي، ان طرح هن جو ظاهر بند ٿي باطن مشاهدي ۾ اچي ويندو آهي. ايتريقدر جو هو الاهيءَ جلوي جي قابل ٿي ويندو ۽ جلوت ۾ خلوت جا مزا وٺندو آهي، هو غالب رهندو آهي مغلوب نه ٿيندو آهي پاڻ تصرف ڪندو آهي پر ڪو ٻيو هن تي تصرف نه ڪري سگهندو آهي.

اهڙو شخص شيخ بنجڻ جو اهل آهي ڇو ته هن محبين جو رستو اختيار ڪيو، هو نيڪ بندن جهڙا عمل ڪري هن سلسلي ۾ داخل ٿيو ۽ هن کي مقربين بارگاهه جا احوال ۽ڪيفيتون عطا ٿيون. هن جا علم ۽ فن هن جي پوئلڳن ۾منتقل ٿيندا رهندا ۽ هن طريقي کي برڪت عطا ٿيندي، مگر اهڙو شخص پنهنجي حال ۾ قيد ٿي ويندو آهي ۽ ان جي پيڙين ۾جڪڙيل رهجي ويندو آهي. ۽ روحانيت جي اعليٰ مرتبي تائين نه ٿو پهچي سگهي بلڪ پنهنجي انهيءَ دائري ۾ محدود رهندو آهي،تڏهن به هي هڪ بلند مرتبو آهي جيئن اهل علم جا درجا هوندا آهن.

## اعليٰ مقام

مرشدي جو مڪمل ترين مقام چوٿون قسم آهي، يعني جيڪو شخص مجذوب ٿيڻ کانپوءِ سالڪ بنجي ان کي الله تعاليٰ جل شانه شروعات ۾ئي ڪشف ۽ يقين جي نور سان سرفراز ڪندو آهي انجي قلب تان حجاب دور ڪيا ويندا آهن ۽ حق جي مشاهدي جي تجلين سان هن جي دل روشن ٿيندي آهي، هو فريب جي دنياکان پري

تي غير فاني عالم ڏي رجوع ٿو ڪري ۽ روحاني سمنڊ جي سرمستين مان سيراب ٿيندو آهي ۽ براين جي هر طوق ڪان آزاد ٿي اعلان ڇوندو آهي ته مان نه ڏنل خدا جل شانهجي عبادت ڪو نه ٿوڪيان. ان ڪانپوءِ هن جي باطن جو فيض هن جي ظاهر تي حاوي ٿيندو آهي ان موقعي تي هن جي مجاهدن ۽ معاملن جو دور شروع ٿيندو آهي، پر هو هن سلسلي ۾ ڪنهن به قسم جي تڪليف ۽ مشقت محسوس نه ڪندو آهي، بلڪ هي تڪليفون هن ڪي عين لذت ۽ سرور بخشينديون آهن هن جو قالب به هن جي قلب وانگر خدا جل شانه جي محبت سان پرجي ويندو آهي. ۽ جهڙي طرح هن جو قلب نرم آهي اهڙي طرح هن جي ڪل نرم ٿي ويندي آهي. هن جي ڪل جي نرميءَ جو نشان هي آهي ته هن جو جسم به اهڙي طرح عمل لاءِ آماده ٿي ويندو آهي جهڙي طرح هن جي دل آهي اهڙي صورت ۾ الله تعالیٰ جل شانه هن جي خاص ارادن ڪي وڌائيندو آهي، ۽ بامراد محبوبن جهڙي خاص محبت عنايت فرمائيندو آهي، هو محبت ڪي ڇڏي وري محبت ڪرڻ لڳندو آهي، ڪڏهن منهن ڦيرائي ٿو وڃي ۽ وري خط ۽ پيغام ٿو موڪلي ايتريقدر جو نفس جون رڳون ان جي دل مان سڪي وينديون آهن جيئن الله تبارڪ وتعالي جل شانه جو ارشاد آهي ته:

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُ نَزَّلَ اَحْسَنَ الْحَدِيْثِ كِتَابًا مُّتَشَابِهًا مَّثَانِيَ تَقْشَعِرُّ مِنْهُ جُلُوْدُ الَّذِيْنَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ ثُمَّ تَلِيْنُ جُلُوْدُهُمْ وَقُلُوْبُهُمْ اِلٰى ذِكْرِ اللّٰهِ (پاره ٢٣- رکوع ١٧- ٢) | الله اهو آهي جنهن بهترين ڪلام جو ڪتاب نازل فرمايو، جنهن جا مضمون ملندا جلندا ۽ ورجايل آهن هن مان انهن ماڻهن جا وار ڪانڊارجي ويندا آهن، جيڪي الله کان ڊڄن ٿا پوءِ انهن جون کلون ۽ قلب الله جي ذڪر سان نرم ٿي ويندا آهن. |

هنن آيتن ۾ الله تبارڪ وتعاليٰ فرمائي ٿو تہ جهڙي طرح قلب نرم ٿيندا آهن، اهڙي طرح چمڙي بہ نرم ٿي ويندي آهي، اهڙو حال بامراد محبوب جو ٿي سگهي ٿو.

## شيطاني اثرکان حفاظت

حديث شريف ۾ آهي تہ جڏهن ابليس قلب ڏي وڃڻ وارو رستو معلوم ڪيو تہ ان کي ٻڌايو ويو تہ هي رستو تنهنجي لاءِ ممنوع آهي، پر توکي نفس جي رڳن جي نالين جي طرف رستو ملي ٿو سگهي جيڪي نفس سان گڏوگڏ قلب جي حد تائين مليل آهن جڏهن تون انهن رڳن ۾ داخل ٿيندين تہ ان جي تنگ رستن جي ڪري تون پگهر ۾ پسي ويندين ۽ تنهنجو پگهر انهيءَ رستي ۾ انهيءَ رحمت جي پاڻيءَ سان ملي ويندو جيڪو قلب جي طرف هڪ ناليءَ ۾ ٽپڪندو ٿو رهي اهڙي طرح تنهنجو قلب تي قبضو ٿي ويندو. مگر جنهن کي مان پيغمبر يا ولي بنائيندس، ان جي قلب جي باطن مان انهيءَ رڳن کي پٽي ڇڏيندس اهڙي طرح ان جو قلب محفوظ رهندو ان ڪري جڏهن انهن رڳن ۾ داخل ٿيندين تہ تون قلب سان مليل رڳن تائين نہ پهچي سگهندين ۽ انهن انسانن (پيغمبرن ۽ ولين) جي دلين تي تنهنجو قبضو نہ ٿي سگهندو.

تنهنڪري اهو بامراد محبوب جيڪو شيخ بنجڻ جو مستحق آهي ان جو قلب محفوظ رهندو آهي،بلڪ ان جو سينوڪلي پوندو آهي ۽ هن جي کل نرم ٿي ويندي آهي، اهڙي طرح هن جي دل روح جي هم مزاج ۽ ان جو نفس قلب جي موافق ٿي ويندو آهي، اهو نافرمان نفس جيڪو برائيءَ جوحڪم ڏيندو آهي نرم ٿي ٿو وڃي ۽ نفس جي نرميءَ سان گڏ هن جي کل بہ نرم ٿي وڃي ٿي. روحاني ڪيفيتون حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو عمل ڏي رجوع ڪندو آهي، بلڪ هميشہ ان جي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو علم ڏي رجوع ڪندو آهي بلڪ هميشہ ان جي روح جي ڪشش بارگاهي الهيءَ جي طرف هوندي آهي ۽ قلب کي پنهنجو تابع

بنائيندو آهي يعني نفس قلب جو تابع ۽ جسم نفس جو تابع بنجي ويندو آهي اهڙي طرح مادي ۽ روحاني عمل هڪ ٻئي ۾ ملي ويندا آهن. ۽ ظاهر ۽ باطن ۾ ڪو فرق باقي نہ رهندو آهي. قدرت حڪمت ۾ ۽ حڪمت قدرت ۾ دنيا آخرت ۾ ۽ آخرت دنيا ۾ ملي وينديون آهن. ان موقعي تي هو ھي چوڻ جو حقدار آهي تہ "جيڪڏهن سڀ پڙدا هٽايا وڃن تہ ان وقت منهنجي يقين ۽ ايمان ۾ ڪو بہ اضافو نہ ٿيندو" هاڻي هن ڪي حال ۽ روحاني ڪيفيتن جي ٻيڙين کان آزاد ڪري ڇڏيو،هو حال تي غالب اچي ويندو حال هن تي مسلط نہ ٿيندو، يعني هو هر طرح سان آزاد هوندو.

## قلب ۽ نفس کان آزادي

پهرئين قسم جو شيخ جنهن محبن جو رستو اختيار ڪيو هو اهو بہ نفس جي غلاميءَ کان آزاد هوندو آهي،مگر قلب جي غلاميءَ ۾ اجان رهندو آهي،پر محبوبين جي طريقي جو شيخ جهڙي طرح نفس جي غلاميءَ کان آزاد هوندو آهي، اهڙيطرح هو نفس جي غلاميءَ کان بہ آزاد هوندو آهي، ان جو سبب هي آهي تہ نفس زمين جي اونداهين جو پڙدو آهي ان ڪري پهرئين قسم جو شيخ ان کان آزاد هوندو آهي ۽ قلب آسماني ۽ نوراني حجاب آهي، جنهن کان ٻئي قسم جو شيخ بلڪل آزاد ٿي ويندو آهي، هو صرف پنهنجي پروردگار جو ٿي ويندو آهي، پنهنجي قلب سان ان جو ڪو بہ تعلق باقي نہ رهندو آهي ۽ نہ هن جو پنهنجي وقت ۽ زماني سان ڪو تعلق هوندو آهي، بلڪ هو خداوند قدوس سان تعلق جوڙيندو آهي.

## مجسم بندگي

اهو صحيح معنيٰ ۾ خداوند ڪريم جو بندو آهي ۽ سچني دل سان ان تي ايمان آڻي ٿو دل جي خلوص ۽ سچي ۽ پوري ڌيان سان الله جل شانہ جي سامهون سربسجود هوندو آهي،يعني دل سان ايمان آڻيندو

آهي ۽ زبان سان ان جو اقرار ڪندو آهي جيئن رسول اڪرم ﷺ پنهنجي سجدن ۾ ارشاد فرمائيندا هئا. هن جو وار وار بندگيءَ جو اقرار ٿو ڪري هن جي عبادت فرشتن جي عبادت جي برابر آهي، جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه فرمايو آهي ته "جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي اهي سڀ خوشيءَ يا نا خوشيءَ سان بهرحال الله عظيم جي سامهون سجدي ريز آهن ۽ ان جي سامهون صبح ۽ شام سجدو ڪندا آهن."

ا. ڪري جسم سجدا ڪندڙ پاڇا آهن، ظاهري دنيا جا مقرب روحن جا پاڇا آهن، هن دنيا ۾ اصل شيءِ ڪثيف (ڳري)هوندي آهي، ۽ ان جو پاڇو لطيف هوندو آهي، پر عالم غيب ۾ اصلي شيءِ لطيف آهي ۽ ان جو پاڇو ڪثيف هوندو آهي، ان ڪري نيڪ بندي جا لطيف ۽ ڪثيف ٻئي سجدو ڪندڙ هوندا آهن پر جيڪي مشائخ محبين جي راهه تي گامزن آهن انهن جو هي حال نه آهي، ڇو ته هو ظاهري عملن جي پيروي ڪندا آهن ۽ روحاني ڪيفيتن ڪان لبريز ٿيندا آهن هيءَ شيءِ علم جي گهٽتائي ۽ ڪم نصيبيءَ جو نتيجو آهي، جيڪڏهن هنن جو علم وڏيڪ هجي ها ته انهن کي معلوم ٿي وڃي ها ته عملن جو احوالن سان اهڙوئي رابطو آهي جهڙو روح جو جسم سان تعلق آهي ۽ اعمال ايترا ضروري آهن جيترا ظاهري دنيا ۾ جسم ضروري آهن، جيسين جسم باقي آهي ان وقت تائين عمل به جاري رهندو.

## مطلق شيخ

بهرحال جهڙي طرح اسان بيان ڪيوآهي جيڪڏهن ڪو ان جي مطابق آهي ته اهو مطلق شيخ عارف محقق ۽ محبوب آهي، هن جي هڪ نگاهه دوا جوڪم ڏئي ٿي ان جي ڪلام ۾ شفا آهي هن جي گفتگو خدا وند ڪريم جي لاءِ آهي ۽ خاموش به ان سان گڏ آهي جيئن حديث (قدسي) ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته:

" ٻانهو نفلن جي ذريعي منهنجي قريب اچڻ جي ڪوشش

ڪندو رهندو آهي، ايتريقدر جو مان هن سان محبت ڪرڻ لڳندو آهيان، جڏهن مان هن سان محبت ڪندو آهيان تہ مان ئي هن جو ڪن اک، هٿ ۽ مددگار بنجي ويندو آهيان"

اهوئي سبب آهي جو شيخ الله جل شانہ جي طرفان (ڪا شيءِ) عطا ڪندو آهي ۽ ان جي طرف ڪان منع ڪندو آهي، عطا ڪرڻ ۽ منع ڪرڻ ۾ هن جي پنهنجي رضا ۽ رغبت جو ڪو دخل ڪونهي بلڪ هو حق تعاليٰ جل شانہ جي مرضيءَ جي تابع آهي،اهوئي هن سان پنهنجي رضا ظاهر ڪندو آهي اهڙي طرح هن جو هر ڪم خدا جل شانہ جي مرضيءَ ۽ ان ٿيندو آهي هن ۾ هن جي پنهنجي ذاتي خواهش جو ڪو دخل ڪونهي، اگر هن کي معلوم ٿي وڃي تہ خداوند تعاليٰ جل شانہ چاهي ٿو تہ هو صاف سٿري صورت ۾ ظاهر ٿئي تہ هو خدا جل شانہ جي مرضيءَ کي پوري ڪرڻ لاءِ اها صورت اختيار ڪندو آهي،انهيءَ ڪري نہ تہ اها صورت تعريف جي قابل آهي، پر جيڪو خادم خداءِ عظيم جي نيڪ بندن جي خدمت ٿو ڪري ان جو معاملو ان جي برعڪس آهي.

باب١١

# صوفين جا خادم

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه حضرت داؤد عليه السلام کي وحي جي ذريعي فرمايو تہ: "اي داؤد! جڏهن تون ڪنهن منهنجي طلبگار کي ڏسين تہ انجو خادم بنجي وڃ"

اهڙي قسم جو خادم (بزرگن جي) خدمت انهيءَ ثواب جي خاطر ڪندو آهي جيڪو الله تعاليٰ جل شانه نيڪ ٻانهن لاءِ مقرر فرمايو آهي. هو هنن کي آرام پهچائڻ ۽ الله وارن کي ذريعي معاش کان بي نياز ڪرڻ لاءِ هي خدمتون سرانجام ڏئي ٿو، جيڪو ڪم ڪري ٿو اهو نيڪ نيتيءَ سان صرف خدا وندڪريم جي واسطي ڪندو آهي، جهڙي طرح خداوند جل شانه جي منشا ۽مراد کان شيخ واقف هوندو آهي، اهڙي طرح خادم بہ پنهنجي نيت کان واقف آهي ۽ جهڙي طرح شيخ صرف خدا وند ڪريم جي لاءِ هر ڪم ڪري ٿو اهڙي طرح خادم بہ صرف خداوند قدوس جي لاءِ ڪم ڪندو آهي البت شيخ مقربين بارگاهہ جي مقام تي فائز آهي ۽ خادم ابرار (نيڪ ٻندن) جي مقام تي فائز آهي.

## شيخ ۽ خادم ۾ فرق

ان ڪري خادم سخاوت، ايثار ۽ خدمت جي ڪم کي پسند ڪندو آهي، پنهنجو سڄو وقت خداوند قدوس جي ٻندن جي خدمت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيندو آهي ۽ انهيءَ کي ئي فضيلت سمجهندو آهي ايتري قدر جو هو هن کي پنهنجي نفلن ۽ ٻين نيڪ ڪمن تي بہ ترجيح ڏيندو آهي، ان ڪري ڪجهہ اهي ماڻهو جيڪي خادم ۽ شيخ جو فرق نہ ٿا

سمجهن، خادم کي شيخ جي مرتبي جي برابر سمجهڻ لڳندو آهي، ايتري قدر جو خادم به پنهنجي مرتبي کان ناواقف هجڻ ڪري پنهنجو پاڻ کي شيخ سمجهڻ لڳندو آهي ان جو سبب اهو آهي جو موجوده زماني ۾ علم جي گهٽتائي ٿي وئي آهي ۽ صوفين جي علم جو زوال ٿي ويو آهي ۽ گهٽن مشائخن علم ۽ روحاني ڪيفيتن کي ڇڏي گرهه ڪارائڻ کي ئي ڪافي ٿا سمجهن ان ڪري هنن جي خيال ۾ جيڪو گهڻو ڪاڏو ڪارائي ٿو اهوئي شيخ بنجڻ جو گهڻو حقدار آهي ۽ هو اهو نٿا سمجهن ته اهڙو شخص صوفي بزرگن جو خادم سڏبو آهي ۽ اهو حقيقت ۾ شيخ نه هوندو آهي. بهرحال خادم کي به خدا وند قدوس جي ويجهو بلند مقام حاصل آهي، ان ڪري خادم جي فضيلت ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي هيءَ روايت آهي ته:

رسول الله ﷺ جن مر الظهران ۾ تشريف فرما هئا، سندن ﷺ جي روبرو ڪاڏو آندو ويو، پاڻ ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه ۽ حضرت عمر رضي الله عنه کي فرمايائون ته "ڪائو" هنن عرض ڪيو ته "اسين روزي دار آهيون" پاڻ ﷺ جن فرمايو ته "وجو پنهنجي انهن بنهي سائين لاءِ ڪم ڪيو ۽ ويجها اچي ڪائو"يعني توهان روزا رکڻ جي ڪري خدمت ڪرڻ کان ڪمزور ٿي ويا آهيو، ان ڪري توهان کي خدمت گار جي ضرورت آهي ان ڪري توهان ڪائو ۽ پنهنجي نفس جي خدمت ڪيو" انهيءَ سبب جي ڪري خادم فضيلت حاصل ڪرڻ گهري ٿو، هن فضيلت کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ هو ڪڏهن حلال ڪمائي ڪري ٿو، ڪڏهن ٻين کان مدد حاصل ٿو ڪري ۽ ڪنهن وقت وقف مال جو پاڻ انتظام ڪندو آهي، ڇو ته هو ڄاڻي ٿو ته هن جي بهتر نگراني ڪري ٿو سگهي ۽ ان جو فائدو انهن ماڻهن کي پهچائيندو جن تي هي مال وقف ڪيو ويو آهي، هن مقصد لاءِ هو هر انهيءَ مقام تي پهچندو آهي جنهن جي شريعت منع نه ڪئي هجي ته جيئن خدمت خلق جو ثواب حاصل ڪري.

پر شيخ طريقت پنهنجي ڪامل بصيرت ۽ علمي قابليت سان هي ڄاڻندو آهي ته تصرف ڪرڻ لاءِ به مڪمل علم جي ضرورت آهي، ۽ هن سلسلي ۾ نفسانيت ۽ مخفي خواهشن کان نيت کي پاڪ ۽ صاف رکڻ گهرجي ۽ جڏهن نيت ۾ خلوص هجي ته پوءِ انسان ڪنهن به شيءِ ڏي رغبت نه ٿو ڪري ڇو ته رغبت انهيءَ شيءِ ڏي هوندي آهي، جنهن ۾ انسان جو ڪو ذاتي مقصد لڪل هجي، پر شيخ جو پنهنجو ڪو به ذاتي مقصد نه هوندو آهي هو ته خدا وند قدوس جي منشا کي پورو ڪندو آهي.

حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه کان نقل ٿيل آهي ته انهن حضرت سري سقطي رحمه الله عليه جن کي هي فرمائيندي ٻڌو آهي ته" مان جنت ۾ وڃڻ جو هڪ سڌو ۽ مختصر رستو ڄاڻان ٿو" مون عرض ڪيو ته "اهو ڪهڙو آهي" فرمايائون ته "ڪنهن کان به ڪا ڳالهه نه پڇو ۽ نه ڪنهن کان ڪا شيءِ وٺو ۽ نه توهان وٽ ڪا شيءِ هجڻ گهرجي جيڪا توهان ڪنهن کي ڏئي سگهو"

پر خادم خدمت خلق ۾ قرباني ۽ ايثار کي ئي جنت جو رستو سمجهي ٿو،هو نفلن جي ثواب تي يقين رکي ٿو مگر ان جي باوجود خدمت خلق کي انهن نفلن تي مقدم ٿو سمجهي جيڪي ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ ادا ڪيا ويندا آهن، هنن مان اهي نفل مراد نه آهن جن جي ذريعي روحاني حال ۽ ڪيفيتن کي درست ڪيو ويندو آهي، ڇو ته واعدي کان اڳ نقد جو هجڻ نهايت ضروري آهي.

## خدمت خلق جي فضيلت

نفلن تي خدمت خلق جي برتريءَ جي ثبوت ۾ حضرت انس رضي الله عنه جن جي هيءَ حديث پيش ڪئي ٿي وڃي" اسين رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسين، اسان مان ڪن کي روزو هو ۽ ڪي بغير روزي جي هئا، آخرڪار اسين سخت گرميءَ جي ڏينهن هڪ منزل تي پهتاسين،اسان مان

کن پنهنجي هٿن سان اس جي آڙ ڪئي هئي پر گهٽن اصحابن پنهنجن ڪمبلن جي ذريعي ڇانو ڪئي هئي، جيڪي روزي سان هئا، اهي سمهي پيا۽ بغير روزي وارن اٿي خيما لڳايا ۽ اٺن کي پاڻي پياريو.ان تي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ” بغير روزي وارا اڄ جو ثواب کڻي ويا“ هن حديث مان نفلي عملن تي خدمت خلق جي فضيلت ثابت ٿي ٿئي. تنهن ڪري خلق جي خادم جو بلند مرتبو آهي جنهن ڏي هو متوجہ ٿو رهي.

## خادم جي مشابهت ڪندڙ

اهو شخص جنهن جي نيت نفساني گندگين کان پاڪ ۽صاف نہ هوندي آهي پر خادم جي مشابهت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، درويشن جي خدمت ڪندو آهي ۽ صوفين جي خادمن جي تقليد ۾ سٺي عقيدي سان انهن جي مقام ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ان جي خدمت نيڪي ۽ بديء سان مليل جليل آهي، ان ڪري ڪڏهن هو پنهنجي ايمان ۽ سٺي عقيدي جي ڪري صوفي بزرگن جي صحيح خدمت ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي ۽ڪڏهن نفساني خواهشن جي ملاوت جي ڪري ناڪام ٿي پوندو آهي، ڇو تہ هن بيجا خدمت ڪئي ۽ پنهنجي نفساني خواهش جي مطابق انهن ماڻهن جي خدمت ڪئي جيڪي خدمت جا مستحق نہ هئا، هن جو هڪ سبب هي بہ آهي تہ ثواب ۽ رضائي الاهيء سان گڏ مخلوق خدا جل شانه کان تعريف جي توقع بہ رکي ٿو بلڪ گهڻو ڪري ان جي خدمت ڪرڻ جو مقصد هوندو ئي تعريف ڪرائڻ آهي،ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ڪنهن شخص جي ڪا ڳالهہ ذاتي سطح تي هن کي ناگوار گذرندي آهي تہ هو هن جي خدمت ڪرڻ کان رڪجي ويندو آهي ۽ خوشي ۽ ڪاوڙ ٻنهين حالتن ۾ خدمت خلق جا فرض پورا ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪندو آهي،ڇو تہ ذاتي رنجش جي ڪري هن جو مزاج بگڙي ويندو آهي، پر جيڪو سچو خادم هوندو آهي

اهو خوشي ۽ ڪاوڙ ٻنهين حالتن ۾ خدمت خلق جي سلسلي ۾ نفساني خواهشن جي پيروي نہ ڪندو آهي ۽ نہ خداوند جل شانہ جي راهہ ۾ هن ڪي ڪنهن جي ملامت جي ڪا پرواهہ هوندي آهي، بلڪ هر حالت ۽ هر مقام ۾ مناسب طريقو اختيار ڪندو آهي.

ان ڪري هي شخص جنهن جون وصفون مٿي بيان ڪيون ويون صحيح خادم نہ آهي بلڪ مصنوعي خادم آهي ۽ صحيح ۽ مصنوعي خادم جي وچ ۾ اهوئي فرق ڪري ٿو سگهي جنهن کي ماڻهن جي نيتن جي درستيءَ جو علم هجي ۽ هو هنن کي نفساني گندگين کان پاڪ ۽ صاف رکي سگهي.

هڪڙي مصنوعي خادم کي بہ ڪنهن ڪنهن وقت ڪن ڪمن ۽ خدمتن جو ثواب ملي ويندو آهي پر هو صحيح خادم جي مرتبي تائين نہ ٿو پهچي سگهي، ڇو تہ هن ۾ نفساني خواهشن جي ملاوٽ آهي.

## نام نهاد خادم

جيڪو شخص وقف جو مال وٺڻ يا ان جو فائدو وٺڻ لاءِ درويشن جي خدمت ٿو ڪري ۽ عزت حاصل ڪرڻ لاءِ يا جهٽ ۾ ذاتي مفاد حاصل ڪرڻ جي لاءِ خلق جي خدمت ۾ مصروف ٿي رهي اهو حقيقي خلق جي خدمت نہ ٿو ڪري بلڪ پنهنجي ذات جي خدمت ٿو ڪري ڇو تہ جيڪڏهن هن جو مفاد ختم ٿي وڃي تہ پوءِ هو بہ اها خدمت ڇڏي ٿو ڏئي. ڪنهن وقت ائين ٿيندو آهي تہ جن ماڻهن جي هو خدمت ڪري ٿو انهن کان پاڻ دم بہ وٺندو آهي، ان ڪري هن جي هيءَ خدمت محض ذاتي مفاد لاءِ هوندي آهي، هو محفلن ۾ هنن جي ڪثرت مان پنهنجو فائدو حاصل ٿو ڪري ۽ انهن جي ذريعي پنهنجي عزت ۽ منصب ۾ هي ظاهر ڪري اضافو ٿو ڪري تہ هن جا ساٿي ۽ مجڻ وارا گهڻا آهن درحقيقت هو پنهنجي نفساني خواهشن جو غلام ۽ دنيا جو طالب آهي، رات ڏينهن هن کي پنهنجو عهدو وذائڻ، پنهنجي نفس ۽ پنهنجي اهل

وعيال کي خوش ڪرڻ جو فڪر لڳو رهندو آهي، هن ۾ دنيا جي طلب جو حرص وڌندو ويندو آهي، انوقت هو خادمن ۽ درويشن جي لباس کان مختلف لباس پائيندو آهي ۽ هن جو نفس نفساني خواهشن کان لطف اندوز ٿيندو رهندو آهي، ايستائين جو امارت يا رياست جي محبت هن تي غالب اچي ويندي آهي، ايتري قدر ان جي حرص جو دائرو وسيع ٿيندو ويندو آهي، جو درويشن تي به دست درازي ڪرڻ لڳندو آهي. ۽ هو به هن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ، هن جي ظلم ۽ ستم کان بچڻ ۽ پنهنجي مقرر ٿيل وظيفي جي رقم کي برقرار رکڻ لاءِ هن جي ناجائز خوشامد ڪندا آهن، اهڙي طرح اهو خادم نه رهندو آهي،بلڪ مخدوم بنجي ويندو آهي، جيئن ته هن پين جي خدمت کي پنهنجي خدمت تي ترجيح ڏني آهي ۽پنهنجو پاڻ کي هنن ڏي منسوب ڪري ڇڏيو آهي ان ڪري هنن سڀني خرابين جي باوجود هي به ممڪن آهي ته هو انهن جي ئي برڪتن کي به حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي، جيئن اسين هيءَ حديث شريف بيان ڪري چڪا آهيون.

هي اهي ماڻهو آهن جن جو هم نشين (گڏ رهندڙ) بدنصيب نه رهندو، ڇو ته الله تعاليٰ جل شانه هنن جو مدد گار ۽ انهن کي توفيق ڏيڻ وارو آهي.

باب ١٢

# مشائخن جو خرقو

خرقي پوشي: خرقي پوشي، شيخ ۽ مريد جي وچ ۾ هڪ قسم جو رابطو آهي جنهن جي ذريعي مريد شيخ کي پنهنجو حاڪم ٿو تسليم ڪري، جڏهن دنياوي مساوات لاءِ شريعت ۾ حاڪم بنائڻ جائز آهي ته پوءِ هڪڙو منڪر هن خرقي مبارڪ جو ڪيئن ٿو انڪار ڪري سگهي، جيڪو حقيقت جي هڪڙي مخلص طالب کي پارائجي ٿو جيڪو سٺي گمان ۽ صحيح عقيدي سان شيخ وٽ اچي پنهنجي ديني مفاد ۾ هن کي پنهنجو رهبر ٿو بنائي ته جيئن هو هن کي هدايت جي رستي تي هلائي، هن کي چوڻڪاري جي رستي جي سڃاڻپ ڪرائي ۽ ٻڌائي ته نفس جون آفتون ڪهڙيون آهن ۽ عمل ڪهڙي طرح خراب ٿي ويندو آهي ۽ ڪهڙن رستن کان دشمن داخل ٿيندو آهي.

اهڙي طرح هو پنهنجو پاڻ کي شيخ جي حوالي ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هنجي راءِ ۽ مشوري تي پنهنجي سيني معاملن ۾ سر جهڪائي ڇڏيندو آهي، ان ڪري شيخ هن تي پنهنجا باطني تصرف ظاهر ڪرڻ لاءِ خرقو مبارڪ پارائي ٿو، ان ڪري خرقي پوشي سپردگي ۽ رضا جي نشاني آهي، ۽ انهيءَ ڳالهه جي علامت آهي ته هو پنهنجي شيخ جي حڪم جي ما تحت الله تعالىٰ جل شانه ۽ان جي رسول اڪرم ﷺ جن جي حڪم کي قبول ڪندو بلڪ خرقي جي ذريعي رسول الله ﷺ جن جي بيعت واري سنت کي زنده ڪيو ويو آهي.

حضرت عباده بن ضامت رضي الله عنه بيان فرمائين ٿا ته"اسان رسول الله ﷺ جن سان بيعت ڪئي ته اسين تنگ ۽ ڪشادگي، خوشي ۽ غم بلڪ هر حال ۾ اوهان جي حڪمن تي هلنداسين، حاڪمن جي حڪمن ۾

اختلاف نہ ڪنداسين، جتي بہ هونداسين سچي ڳالھ ڪنداسين ۽ خدا جل شانہ جي رستي ۾ ڪنهن بہ ملامت ڪرڻ واري جي ملامت ڪان نہ ڊڄنداسين.

ان ڪري خرقي پوشي عين بيعت جي برابر آهيءَ شيخ جي صحبت ۾ داخل ٿيڻ جي چائنٽ آهي، اصل مقصد شيخ جي صحبت آهيءَ انهيءَ ئي صحبت جي ذريعي مريد ڪان ڀلائيءَ جي اميد رکي ويندي آهي.

## شيخ جي ضرورت

حضرت ابو يزيد رحمه الله عليه جن اشارد فرمايو آهي تہ" جنهن جو ڪو استاد نہ هجي ان جو رهبر شيطان آهي" حضرت ابو القاسم قشيري رحمه الله عليه جن پنهنجي شيخ ابو علي الدقاق رحمه الله عليه جن جو هي قول نقل ڪيو آهي تہ انهن فرمايو" ڪو ٻوٽو بغير مالهيءَ جي وڏي وڏو ٿئي تہ ان ۾ پن تہ نڪري ايندا پر ميوو نہ ايندو، دراصل ائين ئي ٿيندو آهي، جيئن پاڻ فرمايائون، ان جي باوجود اهو بہ امڪان آهي تہ اهڙي ٻوٽي ۾ ميوو بہ اچي جيئن وادين ۽ جبلن جي وڻن ۾ ميوا نڪرندا آهن پر انهن جي ميوي ۾ باغن واري ميوي جهڙو مزو نہ هوندو آهي، بهرحال ٻوٽو جيڪڏهن هڪ جاءِ ڪان ٻي جاءِ تي منتقل ڪري ڇڏجي تہ ان جي حالت بهتر ٿي ويندي آهي ۽ اهو وڌيڪ ميوي دار بنجي ويندو آهي،ڇو تہ ان ۾ تصرف ڪيو ويندو آهي.

شريعت، سيکاريل ڪتي جي تعليم جي اهميت کي بہ تسليم ڪيو آهي، ۽انهيءَ جي ماريل شڪار کي حلال تسليم ڪيو آهي،مگر جيڪو ڪتو تربيت ڪيل نہ هجي ان جي شڪار کي تسليم نہ ڪيو ويو آهي.

مون گهڻن مشائخن ڪان ٻڌو آهي تہ"جنهن فلاح ڏيڻ واري کي نہ ڏٺو ان کي ڇوٽڪارو نہ ملندو" بهرحال اسان جي سامهون رسول اڪرم

ﷺ جن جي پاڪ سيرت موجود آهي، سندن اصحابن ڪانئن علم ۽ ادب جي تعليم حاصل ڪئي، جيئن گهڻن اصحابن سڳورن بيان ڪيو آهي تہ" اسان کي رسول الله ﷺ جن هر شيءِ جي تعليم ڏني ايتريقدر جو مڪروه شين کان بہ واقف ڪرايو"

ان ڪري جڏهن ڪو مخلص مريد شيخ جي حڪم جو تابع ٿي ان سان گڏ ٿو رهيءِ ان جو طريقو اختيار ٿو ڪري تہ شيخ جي باطن جي روحاني طاقت مريد جي باطن ۾ اهڙي طرح داخل ٿي وڃي ٿي جيئن هڪ ڏيو ٻئي ڏئي مان روشن ٿيندو آهي، شيخ جو ڪلام مريد جي باطن کي روحانيت سان پري ڇڏيندو آهي، اهڙي طرح شيخ جو ڪلام روحاني لطائف جو خزانو آهي ۽ هيءَ روحانيت شيخ کان مريد جي طرف صحبت ۽ ٻڌڻ جي ذريعي منتقل ٿيندي رهندي آهي ۽ هي انهيءَ صورت ۾ ٿي ٿو سگهي،جڏهن مريد پنهنجو پاڻ کي شيخ جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي ذاتي ارادي کي ڇڏي قطعي طور تي شيخ جي اندر فنا ٿي وڃي.

ان ڪري هن خدائي رشتي جي ڪري شيخ ۽ مريد جي پاڪيزه فطرت ۽ روحانيت جي مناسبت سان روحاني ربط ۽ ضبط وڌندو ويندو ۽ مريد شيخ جي صحبت ۾ پنهنجي ارادي ۽ اختيار کي فنا ڪري ترقي ڪندو خدا جل شانہ جي حضور ۾ پهچي ويندو، ان وقت هو خدا جل شانہ جو ڪلام اهڙي طرح سمجهڻ لڳندو جيئن شيخ جو ڪلام سمجهندو هو. هنن سڀني روحاني ترقين جو سرچشمو مشائخ جي صحبت آهي، جنهن جو نشان خرقي پوشي آهي.

## خرقي پوشيءَ جو ثبوت

حديثن مان خرقي پوشيءَ جو ثبوت حضرت ام خالد بنت خالده رضي الله عنه جي مستند روايت مان ملي ٿو جيڪا فرمائي ٿي تہ " رسول الله ﷺ جن کي ڪجھ ڪپڙا پيش ڪيا ويا جن ۾ هڪ ڪاري رنگ جي ننڍي لوئي

بہ هئي پاڻ ﷺ فرمايائون تہ" هيءَ لوئي ڪنهن کي پارايان"؟ ماڻهو خاموش رهيا، پاڻ ﷺ جن فرمايو "ام خالد رضي الله عنه کي مون وٽ وٺي اچو" چنانچہ فرمايو تہ پاڻ پنهنجي مبارڪ هٿن سان اها مون کي پارايائون" ۽ ٻہ دفعا فرمايائون تہ تون هن کي پائي پراڻو ڪر" انهيءَ لوئي جي ڳاڙهين ۽ پيلين ڌارين کي ڏسي پاڻ فرمائڻ لڳا تہ اي ام خالدهي "سناهہ" آهي."سناهہ" حبشي زبان ۾ "سٺيءَ عمدي" کي چوندا آهن.

تڏهن بہ هيءَ ڳالهہ لڪل نہ آهي تہ هن قسم جي خرقي پوشي جنهن تي موجوده زماني ۾ مشائخن جو عمل آهي، رسول الله ﷺ جن جي مبارڪ زماني ۾ ڪا نہ هئي، پر موجوده صورت ۽ ان جي لاءِ تيار ۽ گڏ ٿيڻ کي مشائخن پسند فرمايو ان جو اصل بنياد اها حديث آهي جنهن جو اسان ذڪر ڪيو آهي ۽ ان جو سڀ کان وڏو ثبوت مسئلو تحڪيم (حاڪم بنائڻ) آهي جنهن کي اسان هن باب جي شروع ۾ بيان ڪيو آهي.

بهرحال ان ڪان وڌيڪ رسول الله ﷺ جو اتباع ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو تہ خدا جل شانہ جي طرف مخلوق کي دعوت ڏني وڃي. الله تبارڪ وتعاليٰ جل جلالہ پنهنجي قديم ڪلام (قرآن مجيد) ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ سچي مسلمان قوم، رسول الله ﷺ جن کي پنهنجو حاڪم تسليم ڪري، ان ڪري جيڪڏهن ڪو مريد شيخ کي پنهنجو حاڪم تسليم ٿو ڪري تہ اهو تحڪيم نبوي ﷺ جي سنت کي زنده ٿو ڪري جيئن خداوند تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

"تنهنجي پروردگار جو قسم! اهي ان وقت تائين مؤمن نہ ٿا ٿي سگهن جيسين تائين توهان (رسول اڪرم ﷺ) کي پنهنجي جهڳڙن جي باري ۾ منصف حاڪم نہ مڃن ۽ جڏهن توهان فيصلو ڪيو تہ ان جي خلاف پنهنجي اندر تنگي نہ محسوس ڪن بلڪ ان کي قطعي

طور تي تسليم ڪن" هن آيت ڪريمه جو شان نزول هي آهي تہ حضرت زبير بن العوام رضي الله عنه ۽ هڪ ٻيو اصحابي رضي الله عنه رسول ﷺ جن جي مديني پاڪ کان ٻاهر پاڻيءَ جي هڪ نالي جي باري ۾ مقدمو کڻي آيا، انهيءَ پاڻيءَ جي ناليءَ سان هي ٻئي اصحابي رضي الله عنه جي ڪجور جي باغن کي پاڻي ڏيندا هئا، هن مقدمي ۾ پاڻ ﷺ هي فيصلو ڏنو تہ "اي زبير! پهريائين تون پنهنجي وڻن کي پاڻي ڏي پوءِ پاڻي پنهنجي پاڙي واري ڏي ڇڏي ڏي" هن فيصلي تي اهو ماڻهو ناراض ٿي چوڻ لڳو تہ "رسول الله ﷺ جن پنهنجي پڦاٽ جي حق ۾ فيصلو ڏنو آهي" ان تي الله تعالىٰ جل شانه مٿين آيت نازل فرمائي جنهن ۾ رسول اڪرم ﷺ جن سان ادب جو طريقو سيکاريو ويو آهي يعني ظاهري ۽ باطني اطاعت ۽ تسليم ورضا کي ايمان جو شرط قرار ڏنو ويو آهي.

## خرقي پوشيءَ جي اهميت

اهوئي شرط شيخ (مرشد) کي حاڪم بنائڻ کان پوءِ مريد جي لاءِ بہ ضروري آهي، خرقہ پوشي مشائخ تي تهمتون لڳائڻ ۽ اعتراض ڪرڻ کان روڪي ٿي،ڇو تہ هي مريدن لاءِ هلاڪ ڪندڙ زهر آهي ۽ اهو مريد جيڪو شيخ جي باطني تصرفن تي اعتراض ڪندو آهي، ڪامياب نہ ٿيندو آهي ان ڪري هڪ صادق مريد جڏهن شيخ جي باطني تصرفن کي نہ سمجهي سگهندو آهي تہ اهو حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت خضر عليهم السلام جي قصي کي ياد ڪندو آهي تہ ڪهڙي طرح حضرت موسيٰ عليه السلام حضرت خضر جي باطني تصرفن تي اعتراض ڪيا هئا، مگر جڏهن اصل حقيقت ظاهر ٿي تہ انوقت حضرت موسيٰ عليه السلام کي صحيح معاملن جو علم ٿيو، ان ڪري مريد کي يقين رکڻ گهرجي تہ هر اهو معاملو جنهن جي باري ۾ ڪيس صحيح حالتن جو علم ڪونهي ان جو صحيح ثبوت شيخ وٽ موجود آهي، خرقي پوشيءَ ۾ شيخ جو هٿ رسول اڪرم ﷺ جن جي هٿ مبارڪ جي قائم مقامي ٿو ڪري، ان

ڪري هو شيخ کي بزرگ مڃي رسول الله ﷺ جن جي قيادت کي تسليم ٿو ڪري، جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه بيعت رضوان جي موقعي تي ارشاد فرمايو هو ته

" (اي پيغمبر ﷺ) اهي ماڻهو جيڪي توهان سان بيعت ٿا ڪن، دراصل خدا جل شانه جي هٿ تي بيعت ڪري رهيا آهن، خدا جل شانه جو هٿ هنن جي هٿن جي مٿان آهي،ان ڪري جيڪو هن بيعت کي ٽوڙيندو اهو پنهنجي نقصان جي لاءِ ئي بيعت کي ٽوڙيندو.

شيخ مريد کان خرقي پوشيءَ جي شرط پورا ڪرڻ جو عهد ٿو ڪرائي، ۽ هن کي خرقي جي حقن کان واقف ٿو ڪرائي ان ڪري شيخ مريد جي لاءِ هڪ اهڙي تصوير وانگر آهي، جنهن جي پويان مريد کي الله تعاليٰ جل شانه جا مطالبا ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي مقصدن جو عڪس نظر ٿو اچي، ۽مريد تي هي اعتقاد راسخ ٿي ٿو وڃي ته شيخ هڪ اهڙو دروازو آهي جنهن کي الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي ڪرم جي آستاني جي طرف کوليندو آهي، جتان هو داخل ٿو ٿئي، اتان ئي واپس هليو ٿو وڃي، شيخ جي ذريعي ئي هن جون سڀ ارداتون ۽ سڀ ديني ۽ دنياوي ڪم پورا ٿا ٿين ۽ هن کي اهو يقين ٿي ويندو آهي ته هن تي جيڪو به خدا وند ڪريم جو فضل ۽ ڪرم نازل ٿو ٿئي اهو شيخ (مرشد) جي صدقي آهي ۽ اهوئي هن جي باري ۾ خدا وند ڪريم ڏي اهڙي طرح رجوع ٿو ڪري جهڙي طرح هو (مريد) شيخ جي طرف متوجه آهي.

ستل ۽ جاڳڻ جي حالتن ۾ شيخ جي ڪلام ۽ گفتگوءَ جو دروازو کليل آهي، شيخ پنهنجي مريد سان جيڪو سلوڪ ٿو ڪري اهو پنهنجي نفساني خواهشن جي مطابق نٿو ڪري بلڪ مريد هن وٽ خدا وند ڪريم جي هڪ امانت آهي ان ڪري هو مريد جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ جي لاءِ خداوند ڪريموٽ اهڙي طرح فرياد ڪئي ٿو وڃي

جهڙي طرح هو پنهنجون ديني ۽ دنياوي ضرورتون هن جي سامهون پيش ٿو ڪري، خداوند تبارڪ وتعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

" ڪنهن بشر ڪي هيءَ طاقت نه آهي ته هو الله جل شانه سان ڪلام ڪري سواءِ ان جي جو اهو ڪلام وحي يا پڙدي جي پويان هجي يا هو ڪو قاصد موڪلي"

ان ڪري قاصد موڪلڻ (فرشتا) ۽ وحي پيغمبرن ۽ رسولن سان مخصوص آهي، پڙدي جي پويان الهام جي ذريعي ۽ هاتف غيبي ۽ خواب وغيره ۾ گفتگو ٿي سگهي ٿي جنهن جا مستحق مشائخ ۽ جليل القدر اهل علم آهن.

## صحبت جو دور

مريدن جي صحبت جو دور آهي ٻن حصن ۾ورهائجي وڃي ٿو. هڪ کير پيئڻ جو دور ۽ ٻيو دور کير پيئڻ جي ڇڏائڻ جو دور آهي، هن ڪان اڳ اسين روحاني ۽ معنوي ولادت جي تشريح ڪري آيا آهيون، شير خواري (کير پيارڻ) جو دور اهو آهي جڏهن هو هر وقت شيخ جي صحبت ۾ رهندو آهي، شيخ کي انهيءَ دور جو علم هوندو آهي،ان ڪري مريد کي انهيءَ دور ۾ ڪاڏي به وڃڻ نه گهرجي جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه امت کي ادب سيکارڻ لاءِ هي ارشاد فرمايو هو ته"سچا مؤمن اهي آهن جيڪي الله ۽ ان جي رسولﷺ تي ايمان آڻن ٿا ۽ جڏهن هو هن سان ڪنهن ڪم ۾ شريڪ ٿا ٿين ته اتان ان وقت تائين نه ٿا وڃن جيسين ڪانئنﷺ اجازت نه وٺن، ان ڪري جڏهن هو اوهان کان ڪنهن ڪم لاءِ اجازت وٺن ته پوءِ اوهان ﷺ انهن مان جنهن کي چاهيو اجازت ڏيو"

بهرحال دين جي ڪمن کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو مشترڪ ڪم ٿي سگهي ٿو، ان ڪري شيخ مريد کي پاڻ کان جدا ٿيڻ جي ان وقت اجازت ڏيندو آهي جڏهن هو ڏسندو آهي ته هن جي کير پيارڻ جو زمانو ختم ٿي ويو آهي،۽ هو خود مختار ٿي ڪم ڪري ٿو سگهي، هن جي مستقل

مزاجي ۽ خودمختاريءَ جي صورت اهائي آهي تہ هن تي سڌو سنئون خداوند ڪريم جي ڳالهين ڪي سمجهڻ جو دروازو ڪلي وجي،ا ن ڪري جڏهن مريد انهيءَ مقام تي پهچي وجي جو پنهنجون ضرورتون ۽ اهم ڪم خدا وند ڪريم جي سامهون پيش ڪري سگهي ۽ خداوند ڪريم پنهنجي سائل ۽ محتاج بندي ڪي جيڪا تنبيهہ ۽ هدايت ڪندو آهي ان ڪي سمجهي سگهي تہ پوءِ سمجهو تہ هن جي ڪير پياڪيءَ جي ڇڏائڻ جو زمانو اچي پهتو آهي.

پر جيڪڏهن هو ڪير ڇڏائڻ واري زماني کان اڳ ئي شيخ کان جدا ٿي ويو تہ پوءِ هن کي رستي ۾ گهڻيون تڪليفون پيش اينديون، هو دنيا ڏي رغبت رکي نفساني خواهشن ۾ مبتلا ٿي ويندو، هن کي اهڙيون ئي تڪليفون پيش اينديون جيڪي انهيءَ ٻار کي پيش اينديون آهن جنهن جو وقت کان اڳ ڪير ڇڏايو وجي، بهرحال مشائخن جي صحبت ۾ اهو حقيقي مريد هميشہ رهندو آهي جيڪو ارادت جو خرقو پائيندو آهي.

## خرقہ مبارڪ جا ٻہ قسم

خرقي مبارڪ جا ٻہ قسم آهن. هڪ ارادت جو خرقو ۽ ٻيو تبرڪ وارو خرقو- مشائخ ڪرام جيڪو خرقو پنهنجي مريدن کي پارائيندا آهن اهو ارادت جو ئي خرقو هوندو آهي پر تبرڪ وارو خرقو انهن ماڻهن لاءِ هوندو آهي جيڪي حقيقي مريد نہ آهن، پر هنن جي مشابهہ بڻجڻ ٿا گهرن، بهرحال جيڪو بہ ڪنهن جماعت جي مشابهہ ٿي وڃي تہ ان جو شمار بہ انهن ۾ ئي هوندو آهي.

## تربيت جو طريقو

خرقي پوشيءَ جو لڪل راز هي آهي تہ طالب صادق (مريد) جڏهن شيخ (مرشد) جي صحبت اختيار ڪندو آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي ان جي سپرد ڪري ڇڏيندو آهي تہ هو هڪ اهڙي ننڍڙي ٻار وانگر بڻجي ويندو آهي، جيڪو پيءُ سان رهندو آهي، شيخ خداوند

تعاليٰ جل شانہ سان صحيح نياز مندي ۽ حسن استقامت کان پوءِ جيڪو باطني علم حاصل ٿو ڪري ان جي ذريعي هو هن جي تربيت ٿو ڪري ۽ پنهنجي زبردست بصيرت جي مطابق هن جي باطن جي نگراني ٿو ڪري اهوئي سبب آهي جو جيڪڏهن مريد زاهدن وانگر ٿلهو ۽ ڪٽر جو لباس پائي ٿو ۽ انهيءَ طريقي سان هو پاڻ کي زاهد ٿو سمجهي تہ شيخ هن کي نرم لباس ٿو پارائي ۽ جيڪڏهن هن جو نفس ننڊين يا وڏين پانهن وارو يا ڪو بيو خاص لباس يا نرم ۽ سخت يا ڪنهن ٻئي قسم جي لباس جي خواهش ٿو ڪري تہ شيخ هن جي عادت ۽ خواهش کي مٽائڻ لاءِ ڪو بيو لباس استعمال ڪرائيندو آهي، ۽ شيخ جهڙي طرح لباس ۾ اصلاح ڪندو آهي ساڳي طرح هن جي کائڻ پيئڻ - روزو رکڻ يا افطار ڪرڻ يا بين مذهبي ڪمن ۾ بہ اهڙو طريقو اختيار ڪندو آهي، جنهن ۾ مريد جي ڀلائي هجي،ان ڪري ڪڏهن هو هميشہ ذڪر ۾ مشغول ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن لڳاتار نفلي نمازون ۽ تلاوت ڪندو آهي ۽ ڪڏهن هن کان خدمت ڪرائي ويندي آهي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ هن کي روزگار سان لڳايو ويندو آهي يا ڪڏهن نذراني وغيره تي هن جو گذر اوقات هوندو آهي، ان جو سبب اهو آهي تہ شيخ هن جي باطني حالتن کي سمجهي وٺندو آهي ۽ هن کي ماڻهن جي گوناگون صلاحيتن جو پورو علم هوندو آهي. ان ڪري هو هر مريد کي ان جي معاش ۽ آخرت جي ڪمن جي سلسلي ۾ ان ڪم جو حڪم ڏيندو آهي جيڪو هن جي مناسب حال هوندو آهي، جيئن تہ صلاحيتون مختلف هونديون آهن ان ڪري هدايت جي دعوت جا مرتبا بہ مختلف ٿي ويا آهن جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

"اوهين الله جي رستي جي طرف (ماڻهن کي) حڪمت ۽ عمدي نصيحت سان سڏيو ۽ انهن سان بهتر طريقي سان بحث ڪريو"

## دعوت ڏيڻ جا طريقا

هن آيت ڪريمہ جي مطابق دعوت جا ٽي طريقا آهن. حڪمت وموعظتءِ مجادلہ يعني بهتر طريقي جو بحث،جنهن ڪي حڪمت جي ذريعي دعوت ڏني ويندي ان ڪي موعظت ءِ بحث جي ذريعي دعوت نہ ڏني ويندي. هر هڪ جو الڳ مرتبو آهي، اهڙيطرح شيخ ڪي خوب علم آهي تہ ڪير ابرار (نيڪ ٻانهن) جي مرتبي تي آهي ءِ ڪير مقربين جي رتبي تي آهي ءِ ڪنهن جي لاءِ هميشہ ذڪر ڪرڻ مناسب آهي ءِ ڪنهن جي لاءِ هميشہ نمازون پڙهڻ درست آهن ءِ ڪير تلهو يا نرم لباس پائڻ ٿو چاهي اهڙي طرح هو مريد جون عادتون ڇڏائي هن کي نفساني خواهشن جي تنگ دائري مان ڪڍي ٿو اچي. هو پنهنجي پسند جي مطابق هن کي ڪارائي ٿو ءِ پنهنجي پسند جي مطابق هن جو اهو لباس ءِ وضع ڪي مقرر ٿو ڪري جيڪو هن جي مناسب حال هجي،بلڪ مخصوص خرقہ ءِ مخصوص طريقن جي ذريعي هن جي نفساني بيمارين جو علاج ٿو ڪري ءِ هن کي هن جي مولا جي مرضيءَ جي قريب آڻي ٿو بيهاري.

اهومريد صادق جنهن جو باطن عقيدت جي آتش سان شعلا ڪڍندو رهندو آهي، پنهنجي ابتدائي مرحلن ۾ هن جي عقيدتمندي ايتريقدر شديد هوندي آهي جو هن جي ڪيفيت (نانگ جي ڏنگيل)انسان جهڙي هوندي آهي جيڪو اهڙي دوا دارون ءِ ڦيٽي ڦوڪ ذريعي علاج ڪرڻ واري جي لاءِ تڙپندو آهي جيڪو هن کي ڪامل شفا ڏئي سگهي. ان ڪري جڏهن هو ڪنهن ڪامل شيخ وٽ ايندو آهي تہ شيخ جي باطن مان ان جي لاءِ صادق توجهہ ظاهر ٿيندي آهي ءِ مريد جو باطن بہ هن جي سچي محبت سان معمور ٿي ويندو آهي. هنن جا قلب ءِ هنن جا روح اڳ کان ئي هڪ ٻئي سان مانوس هوندا آهن، بلڪ هنن جي ملاقات ءِ هنن جوڳڏ ٿيڻ صرف خداوند ڪريم جي لاءِ هوندو

آهي،ان ڪري اها قميص جيڪا صادق مريد خرقي جي صورت ۾ پائي ٿو اها شيخ جي سني عنايت جي خوشخبري ٿي ڏئي. ان ڪري هي پهراڻ مريد تي اهڙو اثر ٿو ڪري جهڙو يوسف عليه السلام جي پهراڻ حضرت يعقوب عليه السلام تي اثر ڪيو هو.

## يوسف عليه السلام جو پهراڻ

روايت بيان ڪئي ويئي آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام کي باهه ۾ وڌو ويو ته سندن ڪپڙا لهرائي اگهاڙو ڪيو ويو هو. مگر انهيءَ وقت حضرت جبريل عليه السلام بهشت جو هڪ ريشمي حله ڪڻي آيو ۽ کين پارائي چڏيائين، هي بهشتي حله حضرت ابراهيم عليه السلام وٽ رهيو سندن وصال ڪان پوءِ حضرت اسحاق عليه السلام ان جو وارث ٿيو، انهن جي وصال کان پوءِ حضرت يعقوب عليه السلام وٽ اها بهشتي قميص آئي ۽ پاڻ ان جو تعويذ بنائي حضرت يوسف عليه السلام جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو هو. هي تعويذ سندن ڳچيءَ ۾ ان وقت تائين رهيو جيسين کين کوهه ۾ اڇلايو ويو. ان وقت حضرت جبرئيل عليه السلام آيو ۽ سندن ڳلي مان تعويذ ڪڍي اها قميص کين پارائي.

حضرت مجاهد رحمه الله عليه کان روايت آهي ته ”حضرت يوسف عليه السلام تمام وڏا عالم هئا مگر کين اها خبر ڪا نه هئي ته سندن قميص حضرت يعقوب عليه السلام کي ڏسڻ جي قوت موٽائي ڏيندي اصل سبب اهو هو ته هيءَ حضرت ابراهيم عليه السلام جن جي قميص هئي، حضرت مجاهد رح جن هن کان پوءِ متئين روايت بيان ڪري وڌيڪ فرمايو ته حضرت جبريل عليه السلام کين حڪم ڏنو ته ”تون پنهنجي قميص موڪلي ڇڏ ڇو ته هن ۾ جنت جي خوشبو آهي جڏهن ڪنهن آفت زده يا بيمار تي وڌي ويجي ته هو تندرست ۽ شفاياب ٿي پوندو.

انڪري مريد صادق جي لاءِ خرقو مبارڪ جنت جي خوشبو وانگر آهي، ڇو ته ان جي ذريعي خداوند قدوس جي صحبت جي لاءِ تيار ڪئي ٿي وڃي،انڪري هو خرقه پوشيءَ کي خدا وند ڪريم جي عين عنايت ۽

لطف ٿو سمجهي.

## خرقہ تبرڪ

تبرڪ جي خرقي سان محض صوفي بزرگن جي جماعت جي لباس مان تبرڪ حاصل ڪرڻ مقصد هوندو آهي، هن ۾ سڀ صحيح شرط نہ رکيا ويندا آهن بلڪ هن قسم جي خرقي پوشيءَ تي صرف هيءَ هدايت ڪئي ويندي آهي تہ شرعي حدن جي پابندي ڪئي وڃي ۽ هن جماعت سان ميل ميلاپ رکجي تہ جيئن هن جون برڪتون حاصل ٿين ۽ سندن طور طريقا سکيا وڃن، تڏهن بہ هي تبرڪ وارو خرقو سچي طالب کي ارادت جي خرقي جي قابل بنائي ٿو سگهي، ان ڪري خرقہ تبرڪ هر حقيقت جي طالب کي پارائي ٿو سگهجي، پر ارادت جو خرقو مخلص طالب کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي پارائڻ منع آهي.

## نيري رنگ جي خرقي پوشي

نيري رنگ جي خرقي پوشي مشائخن جي پسنديده آهي پر جيڪڏهن شيخ پنهنجي مريد کي ڪنهن ٻئي رنگ جو خرقو پارائي تہ ڪنهن کي بہ ان تي اعتراض نہ ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ مشائخن جا رستا موقعي محل جي لحاظ کان مختلف هوندا آهن، اسان جو شيخ رحمہ الله عليه فرمائيندو هو تہ هڪ درويش ننڍين ٻانهن وارو لباس پائيندو هو تہ جيئن هن کي خدمت ڪرڻ ۾ ان لباس سان وڏيڪ مدد ملي سگهي.

شيخ جي لاءِ جائز آهي تہ هو مريد کي ڪيترا ڀيرا ۽ ڪيترا ئي خرقا پارائي پوءِ اهي ڪٿي ڪيترن ئي قسمن جا هجن. جيئن اسين اڳ بيان ڪري آيا آهيون تہ ان ۾ مصلحت آهي، تہ اهو مختلف قسمن جي سادن ۽ رنگين ڪپڙن جي ذريعي اسان جي نفساني خواهشن جو علاج ڪرڻ گهرندو آهي. نيرو رنگ صرف انهيءَ لاءِ پسند ڪيو ويندو آهي تہ ان ۾ ميراڻ لڪيو وڃي ۽ ان کي گهٽي ڌوئڻ جي بہ ضرورت ڪو نہ پوي ٿي. ڪن تصوف وارن هن رنگ جي باري ۾ جيڪي ٻيا سبب بيان ڪيا آهن سي سڀ جڙتو ۽ ٻين کي مڃائڻ خاطر آهن. دين ۽ اصل حقيقت سان ان

جو ڪو بہ واسطو ڪونهي.

مون شيخ سديدالدين ابو الفخر الهمداني رحمه الله عليه جن ڪان هيءَ روايت ٻڌي، پاڻ فرمايائون، " مان شيخ ابوبڪر الشروطي رحمه الله عليه جن وٽ بغداد ۾ هئس، تہ ايتري ۾ هڪ درويش پنهنجي اڪيلائي ڇڏي ٻاهر نڪتو، هن جا ڪپڙا تمام ميرا هئا. ڪنهن درويش هن کي چيو تہ تون پنهنجا ڪپڙا ڇو نہ ٿو ڌوئين" هن وراڻيو، تہ "مون کي ايتري واندڪائي ڪانهي".

شيخ ابو الفخرالهمداني رحمه الله عليه فرمائن ٿا تہ" مان انهيءَ وقت ڪان درويش جي انهيءَ قول جي لذت سان لطف اندوز ٿيندو رهندو آهيان، هن هي ڳالھ صحيح ڇئي هئي ان ڪري مان هن ڳالھ کي ياد ڪري هن مان هڪ خاص قسم جي لذت ۽ برڪت محسوس ڪندو آهيان"

اهل تصوف رنگ دار لباس کي انهيءَ ڪري پسند ڪندا آهن تہ هو مشغلہ (ذڪر الاهيءَ) ۾ ايتري قدر مشغول رهندا آهن جو هنن وٽ ٻين ڪمن جي فرصت نہ هوندي آهي نہ تہ شيخ پنهنجي مريد جي لاءِ سفيد يا ٻئي قسم جو لباس تجويز ڪري تہ ان کي هن ڳالھ جو حق حاصل آهي، ڇو تہ هن جو مقصد صحيح ۽ هن جو علم بي انتها آهي.

اسان گهڻن اهڙن مشائخن کي بہ ڏٺو آهي جيڪي خرقي پوش نہ آهن هو خرقي پوشيءَ ڪان بغير پنهنجي جماعت کي تعليم ۽ تلقين ڪندا رهندا آهن ۽ گهڻا ماڻهو ان ڪان بغير بہ علم ۽ طور طريقا حاصل ڪندا آهن. بزرگان سلف تہ خرقي جي مفهوم ڪان ئي ناآشنا هئا ۽ هو پنهنجي مريدن کي خرقو نہ پارائيندا هئا پر جيڪي خرقي پوش آهن انهن جو بہ مقصد نيڪ آهي، ڇو تہ ان جي اصليت سنت ۾ موجود آهي ۽ شريعت مان اهو ثابت ٿو ٿئي پر جيڪو خرقي پوش نہ آهي ان جي راءِ بہ صحيح آهي ۽ مقصد ان جو بہ درست آهي ان ڪري جو مشائخن جا تصرف صحيح ۽ هدايت تي مبنيھوندا آهن هر ڪر ۾ انهن جي نيت نيڪ هوندي آهي ان ڪري الله تعاليٰ جل جلالهفائدو ڏيندو آهي.

باب ١٣

# اهل خانقاهہ جي فضيلت

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

" هي اهي گهر آهن جن جي باري ۾ خدا وند ڪريم حڪم ڏنو آهي تہ اتي خدا وندڪريم جو ذڪر بلند ڪيو وڃي، اتي اهڙا ماڻهو صبح شام ان جي تسبيح ٿا ڪن ۽ ان جو نالو ٿا وٺن، جن کي خدا وند قدوس جي ذڪر، نماز قائم ڪرڻ ۽ زڪوات ڏيڻ کان تجارت ۽ خريد فروخت غافل نہ ٿيون ڪن، هو انهيءَ ڏينهن کان خوفزده آهن جنهن ڏينهن قلب ۽ نگاهون الٽ قُلٽ ٿي وينديون"

انهن آيتن جي تشريح ۾ اهو چيو ويو آهي تہ انهن گهرن مان مراد مسجدون آهن يا ڪي مديني منوره جا گهر يا نبي ڪريم ﷺ جو پاڪ گهر مراد آهي. ان ڪري چيو وڃي ٿو تہ جڏهن هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي تہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جن اٿي بيهي عرض ڪرڻ لڳا تہ" يا رسول الله ﷺ! هنن گهرن ۾ علي رضي الله عنہ ۽ فاطمہ رضي الله عنها جو گهر بہ شامل آهي؟ " پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ" ها اهو گهر هنن سڀني گهرن ۾ افضل آهي" حضرت حسن عليہ السلام جن جو ارشاد آهي تہ"سڄي روءِ زمين جا مقام رسول ڪريم ﷺ جن جي لاءِ سجده گاهہ قرار ڏنا ويا هئا" هن خيال جي مطابق هن آيت ۾ اصل اهميت اهل ذڪر کي حاصل آهي نہ زمين ۽ مقام کي، ڇو تہ جن مقامن ۾ اهڙا ماڻهو جمع ٿيندا اهي مقام ئي اهي گهر سمجها ويندا آهن، جن ۾ خدا وند ڪريم جي حڪم سان ان جو ذڪر بلند ٿو ٿئي.

# اهل ذڪر جي فضيلت

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن جو ارشاد آهي تہ "صبح وشام زمين جا حصا هڪ ٻئي کي سڏي پڇندا آهن تہ "ڇا؟ تنهنجي پرسان ڪو اهڙو شخص گذريو آهي جنهن تنهنجي جاءِ تي نماز پڙهي هجي يا اتي خدا جل شانہ جو ذڪر ڪيو هجي؟" ڪي مقام ها ۾ ۽ ڪي نہ ۾ جواب ڏيندا آهن، مگر جيڪي حصا"ها" چوندا آهن انهن کي ٻين حصن تي ترجيح حاصل هوندي آهي، بهرحال جيڪو بہ ٻانهو ڪنهن زمين جي حصي تي خداوندڪريم جو ذڪر ٿو ڪري يا اتي نماز ٿو پڙهي تہ اهو حصو خدا وند جل شانہ جي سامهون ان جي شاهدي ٿو ڏئي ۽ ان جي مرڻ کان پوءِ ان تي روئي ٿو"

هي بيان ڪيو ويو آهي تہ قرآن ڪريم ۾ (ڪافرن جي باري ۾) ذڪر ٿيل آهي تہ آسمان ۽ زمين انهن تي نہ رنا هن ۾ هيءَ تنبيهہ ڪئي وئي آهي تہ خداءِ عظيم جي فرمانبردار بندن کي هيءَ فضيلت حاصل آهي تہ زمين انهن جي مرڻ کان پوءِ انهن تي روئندي آهي، پر جيڪي دنيا ۾ صرف دنيا ڏي مائل رهن ٿا ۽ نفساني خواهشن جي پيروي ٿا ڪن انهن جي مرڻ تي زمين نہ ٿي روئي.

دراصل خانقاه جي اهميت اهل خانقاهہ سان آهي، ڇو تہ انهن پنهنجو پاڻ کي خداوندڪريم جي اطاعت تي وقف ڪري ڇڏيو آهي، ۽ خدا جل شانہ ڏي دل وجان سان مشغول آهن، ان ڪري الله تبارڪ وتعالیٰ جل شانہ دنيا کي انهن جو خدمتگار بنائي ڇڏيو آهي.

حضرت عمران بن معين رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو اللهجل شانہ جو ٿي ويو، خدا وند ڪريمان کي محنت ۽ مشقت کان بچائي ٿو ۽ ان کي اتان روزي پهچائي ٿو، جتان هن جو خيال ۽گمان بہ نہ هوندو آهي، پر جيڪو دنيا جي طرف راغب ٿو ٿئي تہ خداوند ڪريم بہ ان کي دنيا جي سپرد ڪري ٿو ڇڏي"

رباط (خانقاه) جي اصل معنيٰ اهو اصطبل آهي جتي گهوڙن کي ٻڌو ويندو آهي، ان ڪان پوءِ هن لفظ کي انهن سرحدن جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو جن جي قوم حفاظت ڪندي آهي (۽ فوج رکي ويندي آهي) سرحد جو محافظ، مجاهد سپاهي پنهنجي ملڪ جي حفاظت ڪندو آهي،اهڙي طرح اهو ماڻهو جيڪو خانقاه ۾ عبادت ۽ اطاعت ۾ مشغول ٿو رهي اهو به پنهنجي عبادت ۽ دعاگوئيءَ جي ذريعي ملڪ ۽ قوم جي آفتن کي پري ٿو ڪري.

## مصيبتن جي ٽارڻ جا وسيلا:-

حضرت ابن عمر رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته"الله تعاليٰ جل شانه نيڪ مسلمانن جي ذريعي ان جي گهر وارن ۽ پاڙيسرين جي هڪ سؤ ماڻهن جون مصيبتون دور ٿو ڪري" هي روايت ۾ آهي ته پاڻ ﷺ جن فرمايو"جيڪڏهن نماز پڙهڻ وارا خداوند ڪريم جا نيڪ ٻانها، کير پياڪ ٻار ۽ چرڻ وارا جانور نه هجن ها ته خدا جل جلاله توهان تي اهڙو ته عذاب نازل ڪري ها جيڪو توهان سيني کي پينهين ڇڏي ها.

حضرت جابر رضي الله عنه بن عبدالله جي روايت آهي ته پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته"الله تعاليٰ جل شانه هڪ ماڻهوءَ جي نيڪيءَ جي سبب ان جي اولاد، پوٽن، ان جي گهر وارن ۽ پاڙيسرين جا ڪم درست ڪري ٿو ڇڏي ۽ جيسين تائين اهو نيڪ ٻانهو انهن سان گڏ رهي ٿو هو سڀ جا سڀ خدا وند عظيم جي حفاظت ۽ امان ۾ رهندا آهن"

حضرت داؤد بن صالح رضي الله عنه جي روايت آهي ته پاڻ فرمائين ٿا ته مون کي ابو سلمه بن عبدالرحمن رضي الله عنهجن فرمايو ته"اي منهنجا ڀائٽيا! ڇا توکي خبر آهي ته هيءَ آيت ڪهڙي شيءِ جي حق ۾ نازل ٿي ؟"

| | |
|---|---|
| اُصْبِرُوْا وَصَابِرُوْا وَرَابِطُوْا | صبر ڪيو، مقابلي ۾ صبر ڪيو ۽ ثابت قدم رهو. |

مون چيو ته" نه" پوءِ پاڻ فرمايائون ته اي منهنجا ڀائٽيا! رسول الله

ﷺ جن جي زماني ۾ اهڙيون جايون نہ هيون جن ۾ گهوڙا ٻڌا وڃن، بلڪ هن مان مراد هڪڙي نماز کان پوءِ ٻي نماز جو انتظار ڪرڻ مراد آهي" ان ڪري هتي رباط مان مطلب نفس سان جهاد آهي، ان ڪري جيڪو خانقاه ۾ رهي ٿو اهو نفس جو مجاهد آهي، جيئن الله تعالىٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

"الله جي راهہ ۾ جهاد ڪيو، جيئن ان جي جهاد ڪرڻ جو حق آهي"

هن جي تفسير ۾ حضرت عبدالله بن المبارڪ رضي الله عنه جن فرمايو آهي تہ هي نفس ۽ خواهش جو جهاد آهي ان جي ذريعي جهاد جو حق ادا ٿو ٿئي، ڇو تہ هي جهاد اڪبر آهي جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪهن غزوه کان واپس تشريف فرمائيندا هئا تہ ارشاد ڪندا هئا تہ" اسين جهاد اصغر کان موٽي جهاد اڪبر جي لاءِ واپس اچي ويا آهيون"

## نفس سان جهاد

بيان ڪيو ٿو وڃي تہ هڪ نيڪ ٻانهي جي ڀاءُ هن کي جنگ جي ترغيب جي باري ۾ هڪ خط لکيو،ان جي جواب ۾ هن لکيو تہ"اي منهنجا ڀاءُ! سڀ سرحدون منهنجي هڪ گهر ۾ گڏ ٿي ويون آهن ۽ مون تي گهر جو دروازو بند ٿي ويو آهي" هن جي ڀاءُ هن کي لکيو تہ" جيڪڏهن سڀ ماڻهو اهوئي طريقو اختيار ڪن جيڪو تو اختيار ڪيو آهي تہ مسلمانن جي ڪمن ۾ رخنو پئجي وڃي ۽ ڪافر غالب اچي وڃن، ان ڪري جنگ ۽ جهاد تمام ضروري آهن" ان جي جواب ۾ هن لکيو تہ" اي منهنجا ڀاءُ! جيڪڏهن سڀ ماڻهو انهيءَ ڪم ۾ لڳي وڃن جنهن ۾ مان مصروف آهيان ۽ اهي پنهنجي گهرن ۾ پنهنجي ڪنڊن ۾ پنهنجي سجادن تي ويهي الله اڪبر چوڻ لڳي وڃن تہ قسطنطنيہ جون ڀتيون ٻہ ڪري پون" ڪنهن عقلمند جو قول آهي تہ" عبادت گاهن ۾

نيڪ نيتي ۽ خلوص قلب سان ذڪر الاهي جا آواز بلند ڪرڻ سان اهي ڳنڍيون ڪلي پونديون آهن، جن ڪي افلاڪ جي گردش مضبوطيءَ سان ٻڌي ٿي"

ان ڪري خانقاهن وارا صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي مقصدن تي عمل ڪن، سٺن ڪمن ۾ وقت گذارن ۽ برن ڪمن کان بچي صحيح روحاني ڪيفيتون پيدا ڪن ته اهي ملڪ ۽ قوم جي لاءِ خير ۽ برڪت جو سبب ٿي ٿا سگهن، حضرت سري سقطي رحمه الله عليه مٿين آيت جي تشريح ڪندي فرمايو ته:

"سلامتيءَ جي توقع رکندي دنيا جي تڪليفن تي صبر اختيار ڪيو ۽ جنگ جي وقت ثابت قدمي ۽ استقلال کي برقرار رکو، ضمير جي خواهشن جي بندش ڪيو ۽ جنهن ڳالهه کان توهان کي ندامت ۽ پشيماني حاصل ٿي، انهن کان بچو شايد جو توهان شرافت تي رهي ڪامياب ٿي سگهو"

ٻيو هي تفسير بيان ڪيو ويو آهي ته:

"توهان منهنجي مصيبتن تي صبر ڪيو، منهنجي نعمتن تي پنهنجو پاڻ کي قابو رکو، منهنجي دشمن جي گهر تي اچي جهاد ڪيو ۽ غيرن جي محبت کان پرهيز ڪيو، شايد جو سڀاڻي توهان منهنجي زيارت ۾ ڪامياب ٿي سگهو"

## خانقاهه وارن جا فرض

خانقاهن وارن جا فرض هي آهن ته هو مخلوق کان قطع تعلق ڪن ۽ حق تعاليٰ جل شانه سان پنهنجو رشتو ڳنڍين،مسبب الاسباب خدا وند ڪريم جي ڪفالت ۾ رهي معاش جو ڪم ترڪ ڪن ۽ ماڻهن سان ميل ميلاپ نه رکن، برن ڪمن کان پرهيز ڪن بلڪ پنهنجون پراڻيون عادتون ڇڏي ان جي جاءِ تي رات ڏينهن عبادت ۾ مشغول رهن، وقت جي پابندي ڪن هر وقت ورد وظائف ۾ لڳا رهن،غفلتن کان بچي هر

وقت نمازن جو انتظار ڪندا رهن، اهڙي طرح هو زبردست مجاهد بنجي ويندا.

حضرت علي رضي الله عنه ابن ابي طالب جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ"تڪليفن ۾ وضوءَ کي مڪمل ڪرڻ ۽ مسجد ڏي قدم وڌائڻ ۽ هڪ نماز کانپوءِ ٻي نماز جو انتظار ڪرڻ گناهن کي بلڪل ڌوئي ٿو ڇڏي"

هڪ ٻي روايت ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ پاڻ ﷺ جن فرمايو" ڇا مان توهان کي اها ڳالهہ نہ ٻڌايان جنهنجي ڪري خدا وند عظيم گناهن کي محو ڪري ٿو ڇڏي ۽ درجن کي بلند ٿو ڪري؟ صحابہ رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ ڇو نہ يا رسول الله ﷺ (توهان ضرور ٻڌايو) پاڻ ﷺ فرمايائون تہ تڪليفن جي زماني ۾ وضوءَ کي مڪمل ڪرڻ. مسجدن ڏي قدم وڌائڻ ۽ هڪ نماز کان پوءِ ٻي نماز جو انتظار ڪرڻ، هي رباط (جهاد ڪرڻ) آهي، پاڻ ﷺ جن هي لفظ ٽي دفعا ورجايا.

باب ١٤

# اهل صفہ سان اهل خانقاه جي مشابهت

الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ:

”حقيقت ۾ اها مسجد جنهن جي پهرئين ڏينهن کان تقويٰ تي بنياد رکيو ويو هن ڳالهہ جي زياده مستحق آهي تہ توهان ان ۾ قيام ڪيو،اتي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي خوب پاڪيزه بنجڻ چاهين ٿا ۽ الله رب العزت بہ طهارت وارن کي پسند ٿو فرمائي.“

هي رسول الله ﷺ جن جي اصحابن سڳورن رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جي تعريف آهي، جڏهن انهن کان پڇيو ويو تہ ”توهان ڪهڙو ڪم ڪندا هئا جنهن جي ڪري الله تعاليٰ جل شانه ايتري قدر تعريف فرمائي“ تہ انهن جواب ڏنو تہ ”اسين مٽيءَ جا ڍيلا استعمال ڪري پوءِ پاڻيءَ سان استنجا ڪندا آهيون“

هن قسم جا طور طريقا خانقاهہ جي صوفين جا روزانہ معمول آهن هو هر وقت پنهنجي خانقاهہ ۾ رهندا ۽ ان جي خبر رکندا آهن، ڇو تہ خانقاهہ انهن جو گهر ۽ خيمو آهي ۽ هر جماعت جو ڪو نہ ڪو گهر هوندو آهي ان ڪري صوفي بزرگن جو گهر انهن جي خانقاهہ آهي ان ڪري هو اهل صفہ جي مشابهہ آهن، هن مشابهت جو ثبوت اها حديث آهي جيڪا حضرت طلحہ رضي الله عنه جن کان نقل ٿيل آهي تہ ” جڏهن ڪو بہ مسلمان مدينه منوره ايندو هو ۽ ان جو مدينہ منوره ۾ ڪو ماڻهو هوندو هو تہ ان وٽ قيام ڪندو هو، ۽ جيڪڏهن ڪو واقف نہ هوندو هو تہ پوءِ هو اهل صفہ ۾ قيام ڪندو هو، مون بہ اهل صفہ ۾ قيام ڪيو“

## مقصدن ۾ هڪجهڙائي

اهل خانقاه ۾ ٻـ گهڻو ربط ۽ ضبط هوندو آهي، هو صرف هڪ مقصد، هڪ ارادي، ۽ گڏيل حالتن جي تحت گڏجي ڪم ڪندا آهن انهن جو پاڻ ۾ ربط اهڙو هوندو آهي جيئن قرآن ڪريم جي هن آيت ۾ (اهل جنت جي باري ۾) ارشاد فرمايو ويو آهي تہ "اسان هنن جي سينن مان رنجش ۽ ڪينو پري ڪري ڇڏيو آهي اهي پاڻ ۾ ڀائر بنجي آمهون سامهون تخت تي ويٺا آهن" هي مقابلو ان ڪري آهي جو انهن جو ظاهر ۽ باطن هڪجهڙو آهي ۽ جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي برخلاف ڪينو رکي تہ چاهي هن جو رخ هن جي سامهون هجي تہ بہ حقيقي معنيٰ ۾ ان کي مقابل (آمهون سامهون) نہ چئبو.

اهل صفہ انهيءَ آيت جا حقدار هئا، ڇو تہ هي ڪينو ۽ حسد دنياداريءَ مان ئي پيدا ٿئي، دنيا جي محبت هر گناه جي پاڙ آهي، پر اهل صفہ دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو هو، هو نہ ٻني ٻارو ڪندا هئا ۽ نہ مال چاريندا يا پاليندا هئا. ان ڪري هنن جي دلين مان حسد ۽ ڪينو نڪري چڪو هو. اهوئي حال اهل خانقاه جو آهي هنن جو ظاهر ۽ باطن هڪجهڙو آهي ان ڪري هو محبت ۽ پيار سان اجتماعي زندگي گذارن ٿا يعني گڏجي کائن پيئن ۽ ڳالهائن ٿا ۽ اتفاق ۽ اتحاد جي برڪت کان واقف آهن.

وحشي بن حرب پنهنجي والد کان ۽ انهيءَ پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي تہ اصحابن عرض ڪيو" يا رسول الله ﷺ اسين کائون ٿا مگر پيٽ نہ ٿو ڀرجي، پاڻ ﷺ جن فرمايو " شايد توهان الڳ الڳ کاڌو کائو ٿا، گڏجي الله جل شانه جو نالو وٺي کائو، خدا وند ڪريم توهان کي ان ۾ برڪت ڏيندو ".

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن کان نقل ٿيل آهي تہ" رسول الله ﷺ جن نہ ميز تي ۽ نہ منجيءَ تي ۽ نہ وڏي پيالي ۾ کاڌو کاڌائون" ۽ نہ

سندن لاءِ باريڪ ڏِڱر پچايا ويندا هئا" هنن کان پڇيو ويو "تہ پوءِ پاڻ ﷺ کھڙي شيءِ تي کاڌو کائيندا هئا، فرمايائون "دستر خوان تي"

## اڪيلائي

عابد ۽ زاهد ماڻهن اڪيلائي ان ڪري پسند ڪئي جو عام ماڻهن سان رهڻ ڪري هنن تي مصيبتون نازل ٿين ٿيون ۽ هنن جون طبيعتون نفساني خواهشن ۾ مبتلا ٿي بيڪار ڳالهين ۾ غور ۽ فڪر ٿيون ڪن، ان ڪري هنن اڪيلائي ۾ سلامتي ۽ عافيت ڏٺي، جڏهن صوفين پنهنجي عمل جي طاقت ۽ روحاني قوت سان هنن مان هي برايون پري ڪري ڇڏيون تہ پوءِ هنن جماعت خانن ۽ خانقاهن ۽ پنهنجي مصلن تي رهڻ بهتر سمجهيو، ان ڪري هر هڪ مصلو ان جو گوشہ بنجي ويو ۽ هر ڪو پنهنجي مقصد لاءِ سرگرم ٿي ويو، پر ڪنهن جو قدم پنهنجي مصلي کان ٻاهر نہ ويو، هنن جي انهيءَ "سجاده نشين" جو هڪ حديث مان بہ ثبوت ملي ٿو اهو هي آهي تہ حضرت ابو سلمہ ابن عبدالرحمن حضرت عائشہ صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت ٿا ڪن تہ پاڻ فرمايائون تہ مون رسول الله ﷺ جن جي لاءِ ڪجيءَ جي پتن جو هڪ مصلو ٺاهيو جنهن تي پاڻ ﷺ رات جي وقت نماز پڙهندا هئا، ۽ حضرت ميمونہ رضي الله عنها زوجہ رسول الله ﷺ جن بہ بيان فرمائين ٿيون تہ رسول الله ﷺ جن جي لاءِ مسجد ۾ هڪ تڏو وڇايو ويندو هو جنهن تي پاڻ نماز پڙهندا هئا.

## خانقاه جي زندگي

خانقاه ۾ جوان،پوڙها، خدمتگار ۽ خلوت نشين سڀ هوندا آهن، انهن ۾ پوڙها اڪيلائيءَ کي گهڻو پسند ڪندا آهن، ڇو تہ هنن جي طبيعت ننڊ ۽ آرام ۽ اٿڻ ويهڻ جي آزاديءَ جي زياده طالب هوندي آهي، ان ڪري هو اڪيلائيءَ ۽ آرام پسند ڪندا آهن، پر نوجوان جي طبيعت جماعت خاني ۾ وهڻ سان گهڻجندي آهي، ڇو تہ هو ڀين جي

نظرن جي سامهون هوندو آهي، هن تي گهڻن جون نگاهون پون ٿيون، اهڙي طرح هو مقيد ٿيڻ کري ادب وارو بنجي ويندو آهي، هيءَ تربيت ان وقت تائين مکمل نہ ٿي ٿي سگهي، جيستائين اهل خانقاهہ پنهنجي وقت جي حفاظت نہ ڪن ۽ تربيت ۽ ضبط نفس جو خاص اهتمام نہ ڪن، جيئن رسول الله ﷺ جن جا اصحابي ڪندا هئا. انهن مان هر هڪ جو هڪ نرالو شان هوندو هو، جيڪو انهن لاءِ ڪافي هوندو هو، يعني هنن کي آخرت جو فڪر ايترو تہ هوندو هو جو هڪ ٻئي جي خبر بہ نہ پوندي هئن.

اهل حق ۽ صوفين جي اجتماعي زندگيءَ کي انهن جي وقتن ۾ خلل انداز نہ هئڻ گهرجي، جيڪڏهن نوجوانن جي وقتن ۾ غلط ڪم ۽ شور غل خلل پيدا ڪري تہ پوءِ نوجوان حقيقت جي طالب کي اڪيلائي ۽ گوشي نشيني تمام ضروري ٿي پوندي آهي، انهيءَ صورت ۾ شيخ، نوجوان کي هڪ اڪيلائيءَ جي ڪنڊ عطا ٿو ڪري، تہ جيئن نوجوان هتي رهي نفساني خواهشن ۽ بيڪار ڳالهين کان محفوظ ٿي وڃي مگر شيخ جماعت خاني ۾ رهي ٿو سگهي، ڇو تہ هن جي روحانيت طاقتور هوندي آهي ۽ هو ماڻهو جي ڳالهين کي برداشت ڪري ٿو سگهي ۽ محفل ۾ رهي زندگيءَ جي برائين کان بچي پنهنجي وقار کي قائم رکي ٿو سگهي اهڙي صورت ۾ پيا هن کان ضبط نفس جو سبق سکي خراب نہ ٿيندا.

## خدمت خلق

جيڪو شخص شروع ۾ خانقاهہ ۾ داخل ٿيوهجيءَ هن علم جو ذائقو نہ چکيو هجي،ۡ ۽ نہ وري اعليٰ روحانيت تي بہ فائز هجي تہ ان کي اهو حڪم ڏنو ويندو آهي تہ هو (اهل خانقاهہ جي) خدمت ڪري، هيءَ خدمت هن جي عبادت سمجهي ويندي. اهڙي طرح هو پنهنجي سڻي خدمت ڪري الله (جل شانہ) وارن جي دلين کي پاڻ ڏي مائل ڪري سگهندو ۽ انهن جي برڪتن جو مستحق بنجندو ۽ عبادت گذار پائرن جي مدد ڪندو رهندو.

رسول الله ﷺ جن جو ارشاد آهي تہ:

مؤمن هڪ ٻئي جا ڀائر آهن، هر هڪ ٻئي کان پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ گهري ٿو، ان ڪري جيڪو ڪنهن جي ضرورت پوري ڪندو تہ خدا وند ڪريم بہ قيامت جي ڏينهن ان جون ضرورتون پوريون ڪندو. "

اهڙو شخص هنن خدمتن جي ڪري بيڪاريءَ کان بہ محفوظ رهندو جيڪا مرده دلي ٿي پيدا ڪري، بهرحال خدمت بہ نيڪ ڪمن ۾ شامل آهي ۽ روحانيت حاصل ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي، جنهن جي ڪري انسان ۾ سٺيون صفتون ۽ سٺيون خصلتون پيدا ٿيون ٿين، پر اهو شخص جيڪو هنن جو هم جنس نہ هجي ۽ هنن کان هدايت جو طالب نہ هجي، ان کان خدمت وٺڻ مناسب نہ آهي، جيئن وثيق الرومي کان روايت آهي تہ هو چوي ٿو تہ "مان حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جو غلام هئس، حضرت عمر رضي الله عنه جن مون کي فرمائيندا هئا تہ تون اسلام قبول ڪر ۽ جيڪڏهن مسلمان ٿي پوين تہ مان توکي مسلمانن جي ذميدارين تي مقرر ڪري ٿو سگهان،پر جيڪو مسلمان نہ ٿئي ان کي مان مسلمانن جي امانت سپرد ڪري نہ ٿو سگهان" جڏهن مون اسلام قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو تہ حضرت عمر رضي الله عنه جن فرمايو تہ "مذهب جي معاملي ۾ ڪا زبردستي نہ آهي" جڏهن سندن وفات جو وقت آيو تہ پاڻ رضي الله عنه مون کي آزاد ڪري فرمايائون تہ" هاڻي جاڏي چاهين هليو وڃ"

## نااهلن کان پرهيز

اهل تصوف نہ صرف نااهلن کان خدمت ڪرائڻ کي ناپسند ڪندا آهن بلڪ هو هنن سان ميل ميلاپ بہ پسند نہ ڪندا آهن، ڇو تہ جيڪو هنن جي طريقي کي پسند نہ ٿو ڪري اهو هنن کي ڏسي ڪنهن ڪنهن وقت فائدي جي بدران نقصان حاصل ڪندو آهي،ڇو تہ هي بہ آخر

انسان آهن بشريت جي تقاضا جي مطابق هنن کان ڪجھ افعال اهڙا سرزد ٿيندا آهن جن کي غير انهن جي مقصد کان ناواقف هجڻ جي ڪري ناپسند ڪندا آهن. اهڙي صورت ۾ نااهلن کان هنن جو انڪار ۽ پرهيز مخلوق خدا سان رحم ۽ شفقت جي سبب آهي ۽ هي نہ سمجهيو وڃي تہ هو ڪنهن مسلمان جي سامهون اهڙي طرح پنهنجي وڏائي ۽ سربلنديءَ جو اظهار ٿا ڪن.

## خدمت جو اجر عظيم

جڏهن نوجوان طالب حقيقي طرح هنن الله وارن جي خدمت ٿو ڪري جيڪي خدا وند ڪريم جي عبادت ۽ اطاعت ۾ مشغول آهن تہ هو بہ هنن جي ثواب ۾ شريڪ ٿي ٿو وڃي، جيئن تہ هو اجان بلند روحاني مرتبا حاصل ڪرڻ جو اهل ٿيو آهي ان ڪري هو هنن اهل مراتب جي خدمت ٿو ڪري، اهڙي طرح مقربين بارگاهہ الاهي جي خدمت ڪرڻ خداوندڪريم سان محبت جي نشاني آهي.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن بيان ٿا فرمائن تہ"جڏهن رسول الله ﷺ جن غزوه تبوڪ کان واپس آيا مديني منوره جي ويجهو پهچي فرمايائون تہ" مدينه ۾ ڪجھ ماڻهو اهڙا آهن جيڪي توهان جي سفر ۾ هر مقام تي توهان سان گڏ هئا. صَحابہ رضي الله عنه عرض ڪيو تہ"اهي تہ مديني ۾ رهجي ويا هئا" پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ ها هو ڪنهن عذر جي ڪري رڪجي ويا هئا"

ان ڪري اهو شخص جيڪو پنهنجي بزرگن جي خدمت ٿو ڪري پنهنجي ڪنهن خامي يا نااهليءَ جي ڪري انهن جي روحاني مرتبن تي نہ پهچي سگهيو تہ بہ هو هنن جي بارگاهہ جي چئني طرف چڪر لڳائي ٿو ۽ هن جي خدمت ڪري ٿو ان طرح الله تعاليٰ جل شانه هن کي بهترين بدلو عطا ٿو فرمائي ۽ هو بہ زبردست فضل جو مستحق ٿي ٿو وڃي. اهل صفہ بہ نيڪي ۽ تقويٰ جي بنيادن تي تعاون ڪندا هئا ۽ گڏجي مذهبي مفادن ۽ پنهنجي ڀائرن جي مدد لاءِ ڪم ڪندا هئا.

باب ١٥

# اهل خانقاهہ جون خصوصيتون

اهڙي قسمن جون خانقاهون هدايت يافتہ مسلم قوم جو زيب ۽ زينت آهن، اهل خانقاهہ جون اهڙيون ممتاز خصوصيتون آهن، جيڪي ٻين جماعتن ۾ نہ ٿيون ملن حقيقت ۾ خدا جل شانہ جي طرف کان اهي ئي ماڻهو هدايت يافتہ آهن،جيئن ارشاد فرمايو اٿس تہ:

" اهي ئي اهي ماڻهو آهن جن کي خدا هدايت ڏني آهي، ان ڪري توهان هنن جي هدايت جي پيروي ڪيو"

اسان جي زماني ۾ ماڻهو ڪوتاهي ڪرڻ لڳا آهن ۽ اهي گذريل بزرگن جي طريقي کان پوئتي رهجي ويا آهن، تڏهن بہ هن جي ڪري اصل معاملو ۽ انهن جي طريقي جي درستيءَ تي ڪو اعتراض نہ ٿو ٿئي، جيڪي ڪجهہ روحاني اثر باقي آهن ۽ خانقاهن ۾ اهل تصوف جي اجتماع جي جيڪا رونق نظر اچي ٿي اهو سڀ ڪجهہ روحاني بزرگن جي فيض جي برڪت آهي، ۽ خدا جل شانہ جو انهن تي فضل ۽ ڪرم جو اثر آهي، اڄڪلهہ خانقاهن ۾ اطاعت خداوندي ۽ ظاهري طور طريقن جي رسمن جي جيڪا اجتماعي حيثيت نظر اچي ٿي اهو سڀ گذريل بزرگن جي باطني فيض جو عڪس ۽ انهن جي مسلڪ جي اتباع جو نتيجو آهي.

سڀ اهل خانقاهہ هڪ جسم وانگر آهن،هنن جي قلبن ۾ هڪجهڙائي ۽ سندن ارادن ۾ اتحاد ۽ اتفاق آهي،ٻين جماعتن ۾ هيءَ ڳالهہ نظر نہ ٿي اچي. جيئن الله تعاليٰ جل شانہمؤمنن جي باري ۾ ارشاد فرمايو آهي تہ هو لوهہ جي ديوار وانگر آهن" ان جي برخلاف انهن جي دشمنن

جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ"توهان هنن کي متحد ٿا خيال ڪيو مگر هنن جا قلب بگڙيل آهن" حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ انهن رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ"سڀ مؤمن هڪ جسم وانگر آهن جنهن جو ڪو عضوو جيڪڏهن درد ۾ مبتلا ٿي پوي تہ سڄي جسم ۾ تڪليف محسوس ٿيندي آهي،اهڙي طرح جيڪڏهن ڪنهن هڪ مؤمن کي ڪا تڪليف محسوس ٿيندي آهي تہ سيئي مومن تڪليف محسوس ڪندا آهن"

## جميعت قلب جا فائدا

ان ڪري سڀني صوفين جو هي لازمي فرض آهي تہ هو دل جمعيءَ کي برقرار رکن ۽ دلين مان نفرتن کي دور ڪن ڇو تہ انهن ۾ روحاني اتحاد هوندو آهي ۽ اهي سڀ خدائي رشتي ۾ جڙيل هونديون آهن ۽ مشاهدو بہ قلبن سان وابستہ آهي، بلڪ هو نفس جي پاڪيزگي ۽ قلب جي صفائيءَ لاءِ ئي خانقاهن ۾ هڪ ٻئي سان ربط ۽ ضبط قائم ڪندا آهن ان ڪري هنن جي هڪٻئي لاءِ محبت ۽ خيرخواهي تمام ضروري آهي.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "مومن هڪ ٻئي سان محبت ۽پيار سان پيش ايندا آهن ۽ جن ۾ محبت ۽پيار نہ آهي انهن ۾ ڪا ڀلائي ڪانهي."

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي هڪڙي ٻي مستند روايت آهي تہ "روح هڪ لشڪر وانگر آهن جيڪي هڪ جاءِ تي گڏ ٿي ويا آهن، جن ۾ تعارف پيدا ٿي وڃي اهي هڪ ٻئي سان مانوس ٿي ويندا آهن ۽ جن ۾ ناموافقت هوندي آهي اهي هڪ ٻئي کان الڳ رهندا آهن.

ان ڪري هي ماڻهو جڏهن گڏ ٿي ويندا آهن تہ انهن جا قلب ۽ باطن بہ يڪسان ٿي ويندا آهن اهڙي طرح هنن جا نفس قيد ٿي ويندا آهن ۽ هو هڪ ٻئي جي نگراني ڪندا آهن، جيئن حديث شريف ۾ آهي

ته "مومن پين مؤمنن جو آئينو هوندو آهي" چنانچه جڏهن به هنن ۾ تفرقو ظاهر ٿيندو آهي ته هو ان کان نفرت ڪندا آهن،ڇو ته تفرقو انساني خواهشن جو نتيجو آهي ۽ نفس جي غلبي سان وقت ضايع ٿي ويندو آهي، جڏهن ڪنهن درويش جي طرفان نفسانيت ظاهر ٿيڻ لڳي ته هو سمجهي ويندا آهن ته هو جمعيت قلبيءَ جي دائري کان نڪري ويو آهي ان ڪري هو فيصلو ڪندا آهن ته هن وقت ضايع ڪيو ۽ ضبط نفس ۽ سهڻي اخلاق کي ڇڏي ڏنائين ان ڪري هن کي واپس جمعيت جي دائري ۾ ڇڪي آندو وڃي

## محاسبو ڪرڻ

شيخ محمد بن عبدالله بيان ٿا ڪن ته مون شيخ رويم رحمه الله عليه جن کي اهو فرمائيندي ٻڌو ته صوفي بزرگ ان وقت تائين ڪامياب آهن جيسين محاسبي کي برقرار رکن پر جڏهن هو مصالحت ڪندا ۽ محاسبي کي ڇڏي ڏيندا ته پوءِ انديشو آهي ته انهن جي باطن ۾ چشم پوشيءَ جو جذبو اچي وڃي ۽ اهڙي طرح هو دقيق ۽ لڪل آداب کان غافل رهجي ويندا ۽ انهن جو نفس انهن تي غالب اچي ويندو، حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه فرمائيندا هئا ته خداوند ڪريم انهيءَ انسان تي رحم ڪري جنهن مون کي منهنجي عيبن کان آگاهه ڪيو" محمد نعمان رحمه الله عليه جن جي روايت آهي ته حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جن هڪ دفعي هڪ محفل ۾ جنهن ۾ مهاجر ۽ انصار موجود هئا هي فرمايو ته" جيڪڏهن ڪن ڪمن ۾ مان توهان کي سهوليت ڏيان ته توهان ڇا ڪندو؟ ان تي حاضرين خاموش رهيا پاڻ رضي الله عنه هي الفاظ ٽي دفعا دهرايا ان تي بشر بن سعد رضي الله عنه چيو ته" جيڪڏهن توهان ائين ڪندو ته پوءِ اسين اوهان کي سڌو ڪري ڇڏينداسين" ان تي حضرت عمر رضي الله عنه جن فرمايو ته" هاڻي توهان نيڪ آهيو"

## سهڻو سلوڪ

جڏهن ڪنهن صوفيءَ جو نفس ڪاوڙ يا جهڳڙي جي ڪري ڪنهن ڀاءُ سان پيش اچي ته هن جي ڀاءُ لاءِ ضروري آهي ته هو هن جي نفس جو مقابلو قلب سان ڪري، ڇو ته جڏهن نفس جو قلب سان مقابلو ٿيندو آهي ته هن جي برائيءَ جو مادو ختم ٿي ويندو آهي، پر جڏهن نفس جو نفس سان مقابلو ٿيندو آهي ته فتنو پڙڪندو آهي، جيئن الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

" اوهين بهترين طريقي سان دشمني ڪان بچاءُ ڪيو جيئن اهو شخص جنهن سان توهان جي دشمني هجي اهڙو ٿي پوي ڄڻ اهو گهرو دوست هجي هي طريقو اهي ٿي اختيار ٿا ڪن جيڪي صبر ٿا ڪن"

جيڪڏهن شيخ يا خادم وٽ ڪو درويش پنهنجي ڀاءُ جي شڪايت ڪٽي وجي ته هن کي اختيار آهي ته هو جنهن سان چاهي عتاب جو اظهار ڪري، جنهن زيادتي ڪئي هجي ان کي هو چئي ته" تو زيادتي ڇو ڪئي؟" ۽ جنهن سان زيادتي ٿي هجي ان کي چئي ته" تو ڪهڙو گناهه ڪيو هو جو هن توسان زيادتي ڪئي ۽ هو توتي مسلط ٿيو، تو ڇو نه هن جي نفس جو قلب سان مقابلو ڪيو ۽ پنهنجي ڀاءُ سان نرمي اختيار ڪري جوانمرديءَ جو ثبوت ڇو نه ڏنو ۽ صحبت جو حق ڇو نه ادا ڪيو؟ اهڙي طرح ٻئي ڏوهاري آهيو ۽ جمعيت جي دائري ڪان خارج آهيو.ان ڪري ملامت ڪري انهن کي صلح ڪرائي،هو استغفار ڪندا ۽ پنهنجي فعل تي ضد نه ڪندا. حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها جن ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمائيندا هئا ته" اي خدا تون مون کي انهن ماڻهن ۾ شامل ڪر جيڪي سٺو ڪم ڪري خوش ٿيندا آهن ۽ جڏهن برو ڪم ڪندا آهن ته استغفار ڪندا آهن"

اهڙي طرح استغفار ظاهر طور پاڻ سان هوندو ۽ باطن ۾ ان جو الله تعاليٰ جل شانه سان تعلق هوندوآهي، استغفار ڪرڻ وقت هو خدا جل

شانه جو مشاهدو ڪندا آهن ان ڪري تواضع انڪساري ۽ مصالحت جي طريقي سان آخري مقام تي ويهندا آهن.

## مصالحت جو طريقو

اسان جي شيخ جي اها عادت هئي جو جڏهن ڪو درويش پنهنجي ڪنهن ڀاءُ سان ناراض ٿيندو هو ته پاڻ فرمائيندا هئا ته "اٿي ويهه ۽ استغفار پڙهه" جيڪڏهن هو درويش چوندو هو ته مان پنهنجو باطن ٺيڪ ۽ صاف ڪو نه ٿو ڏسان ان ڪري مان باطن جي صفائيءَ ڪان سواءِ استغفار لاءِ اٿي ويهڻ پسند نه ٿو ڪريان" ان تي پاڻ وري فرمائيندا هئا، ته تون اٿي ويهه تنهنجي ڪوشش ۽ ويهڻ جي برڪت سان توکي باطني صفائي عطا ٿي ويندي" ان طرح هن جو باطن صاف ٿي ويندو هو. هن جي دل نرم ٿي وحشت ۽ رنجش دور ٿي ويندي هئي.

هن جماعت جي اهائي خصوصيت آهي ته هي باطني ڪدورت سان رات نه گذاريندا آهن ۽ نه اهڙي حالت ۾ ڪاڏي لاءِ گڏ ٿيندا آهن ،بلڪ جيسين تائين تفرقي اندازي دور نه ٿئي ۽ سيني جي دل جمعي نه ٿي ان وقت تائين هو ڪنهن به ڪم لاءِ گڏ نه ٿيندا هئا، ان ڪري جڏهن ڪو درويش معافي گهرڻ لاءِ اٿي ويهي ته ان جي معافيءَ کي رد نه ڪيو وڃي.

حضرت عبدالله ابن عمر رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: "ماڻهن تي رحم ڪيو ته توهان تي رحم ڪيو وڃي، ماڻهن کي معاف ڪيو ته توهان کي به معاف ڪيو وڃي.

## هٿ چمڻ

استغفار ڪان پوءِ شيخ جي هٿ کي چمڻ جي سلسلي ۾ صوفياءِ ڪرام وٽ هڪ حديث نبوي ﷺ مان ثبوت ملي ٿو، حضرت عبدالله ابن عمر رضي الله عنه فرمائن ٿا ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي هڪ مهم ۾ شامل هئس،ڪجهه ماڻهو انهيءَ جنگ مان پٺي ويا مان به انهن

پڇڻ وارن مان هئس، آخر اسان خيال ڪيو تہ هاڻي اسين ڇا ڪيون. اسين جنگ مان ڀڄي خداءِ عظيم جي غضب جا مستحق ٿي ويا آهيون، پوءِ اسان ارادو ڪيو تہ مدينہ اچي توبہ ڪيون ۽ رسول الله ﷺ جن وٽ پاڻ کي پيش ڪيون، جيڪڏهن اسان جي توبہ قبول پئي تہ بهتر نہ تہ ٻيهر واپس هلنداسين، ان ڪري اسين فجر نماز کان اڳ سندن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿياسين، پاڻ نڪري پڇيائون" توهان ڪير آهيو" اسان چيو تہ اسين ڀاڄوڪڙ آهيون" پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ نہ بلڪ توهان واپس ٿي حملو ڪرڻ وارا آهيو، توهان مسلمانن جي جماعت مان آهيون، ان تي اسان سندن ويجهو اچي سندن هٿ چميا.

هيءَ بہ روايت آهي تہ جڏهن حضرت ابو عبيده ابن الجراح رضي الله عنه آيا تہ پاڻ حضرت عمر رضي الله عنه جن جا هٿ چميا.

حضرت ابو مرشد الغنوي رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ " رسول الله ﷺ جن وٽ آياسين تہ مون لهي سندن ﷺ جا هٿ چميا" هي حديثون هٿ چمڻ کي ثابت ڪن ٿيون.

مگر هڪ ڪامل صوفيءَ جي ادب جي تقاضا هيءَ آهي تہ جيڪڏهن هن طرح هن جو نفس پنهنجو پاڻ کي معزز سمجهي غالب ٿيندو وڃي تہ پوءِ هو هن طريقي کي روڪي ڇڏي، پر جيڪڏهن هن قسم جي نفسانيت کان محفوظ هجي تہ معافي گهرڻ کان پوءِ هٿ چمڻ ۾ ڪو حرج ڪونهي،اهڙي طرح رنجش کان پوءِ محبت پيدا ٿي ٿئي، هنن جي هيءَ نااتفاقي فراق جو سفر آهي، جتان واپس ٿي هو دل جمعيءَ جي وطن ۾ پهچندا آهن، هو نفس جي غلبي جي ڪري مسافر بنجي هڪ ٻئي کان پري ٿي ويا هئا ،مگر هاڻي نفس کي ملامت ڪري ۽ معافي گهري هو اصل مقام تي موٽي آيا.

## معافي گهرڻ

جيڪڏهن ڪو پنهنجي ڀاءُ کان معافي گهري مگر هو هن جي

معافي قبول نہ ڪري تہ اهو سخت غلطي ٿو ڪري ڇو تہ انهيءَ باري ۾ رسول اللهﷺ جن جي طرف ڪان سخت تنبيهہ آيل آهي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪنهن جو ڀاءُ ان جي سامهون معذرت ڪري تہ هو هن جي معذرت قبول نہ ڪري اهو اهڙي غلطي ٿو ڪري جيئن ڪو شخص چنگي، ٽيڪس يا بيع جي معاملي ۾ بدديانتي ڪري.

حضرت جابر رضي الله عنه جن ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ "جيڪڏهن ڪنهن معافي گهري ۽ هن قبول نہ ڪئي تہ اهو حوض ڪوثر تي نہ اچي سگهندو"

## خطا ڪار جو تاوان

هي بہ بهتر آهي تہ معافي گهرڻ ڪان پوءِ هو ڀائرن ۾ ڪجهہ پيش ڪري چنانچہ هيءَ روايت آهي تہ حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه (جيڪي هڪ غزوي ۾ پوئتي رهجي ويا هئا) رسول اڪرم ﷺ جن سان عرض ڪيائون تہ "منهنجي توبهہ هيءَ آهي تہ مان پنهنجي مال تان دستبردار ٿي وڃان ۽ پنهنجي قوم جي انهن گهرن کي ڇڏي ڏيان جتي ويهي مون اهوگناهہ ڪيو" ان تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ ٽيون حصو ڏيڻ تنهنجي لاءِ ڪافي آهي.

ان ڪري هاڻي صوفين ڪرامن ۾ هي طريقو رائج ٿي ويو آهي تہ استغفار ۽ محاسبي ڪان پوءِ تاوان جو مطالبو ڪندا آهن. هن مان انهن جو مقصد هي آهي تہ هڪ ٻئي سان محبت برقرار رهي ۽ جهڙي طرح هنن جو ظاهر عمل جو طريقو اتحاد ۽ اتفاق تي آهي. اهڙي طرح هنن جي باطن ۾ بہ ربط ۽ ضبط قائم رهي، هيءَ اها خصوصيت آهي جيڪا مسلمانن جي ڪنهن بہ ٻي جماعت ۾ نہ ٿي ملي.

## خانقاهن جا خادم

انهيءَ مخلص درويش جي لاءِ جيڪو خانقاهہ ۾ ۽ ان جي وقف مال مان ڪائڻ گهري تہ ان لاءِ اهو ضروري ٿي ٿو وڃي تہ هو خدا وند

ڪريم جي ذڪر ۾ اهڙي طرح مشغول ٿي وڃي جهڙي طرح روزي ڪمائڻ جي صورت ۾ ممڪن نہ هئو. نہ تہ جيڪڏهن هن کي بيڪار رهڻ ۽ اجاين ڳالهين ۾ مصروف رهڻ جو موقعو ملي ٿو ۽ هو اهل باطن وانگر محنت ۽ رياضت جا شرط نہ ٿو پورا ڪري تہ پوءِ هن کي خانقاهہ جي مال مان ڪائڻ جو ڪو حق حاصل ڪونهي بلڪ هن کي پاڻ روزي ڪمائي ڪائڻ گهرجي ڇو تہ خانقاهہ جو ڪاڌو صرف انهن ماڻهن لاءِ مخصوص آهي جيڪي مڪمل طرح الله جل شانہ جي ياد ۾ مشغول هجن، جيئن تہ هو پنهنجي مولا جي خدمت ۾ مصروف آهن ان ڪري دنيا وارا هنن جي خدمت ٿا ڪن .

پر جيڪڏهن ڪو شخص شيخ طريقت جي صحبت مان فيضياب ٿي رهيو آهي ۽ ان جي طريقي تي گامزن آهي تہ اهڙي صورت ۾ مصلحت طور شيخ کي اختيار آهي تہ هو هن کي خانقاهہ جي آمدنيءَ مان ڪاڌو ڪارائي مگر شيخ جو هي اختيار صحيح بصيرت تي منبي هئڻ گهرجي، انهيءَ صورت ۾ شيخ هن کي درويشن جي خدمت تي مقرر ڪري ڇڏي تہ جيئن جيڪي هو کائي اهو هن جي خدمت معاوضو سمجهيو وڃي.

شيخ ابو عمرالزجاجي رحمہ الله عليہ جن بيان فرمائن ٿا تہ "مان حضرت جنيد بغدادي رحمہ الله عليہ جن وٽ گهڻو عرصو رهيس، جڏهن بہ هنن مون کي ڏٺو تہ مان ڪنهن نہ ڪنهن عبادت ۾ مشغول هئس، انهيءَ عرصي ۾ پاڻ مون سان ڪجهہ بہ نہ ڳالهايائون، ايتري قدر جو هڪ ڏينهن سندن گهر جماعت جي ماڻهن کان خالي هو ۽ مون پنهنجا ڪپڙا لاهي انهيءَ گهر کي ٻهارو ڏئي صاف ڪيو، اتي ڇڙڪاءُ بہ ڪيم ۽ پاڪ جاءِ کي ڌوتم، ايتري ۾ شيخ جنيد واپس آيو پاڻ مون تي ڌوڙ لڳل ڏسي منهنجي لاءِ دعا فرمائي ۽ منهنجو آڌر ڀاءُ ڪيو فرمايائون تہ "تو ڏاڍو سٺو ڪم ڪيو" هي الفاظ پاڻ ٽي دفعا دهرايائون.

انهيءَ ڪري مشائخ ڪرام هميشہ نوجوانن کي مختلف خدمتن

تي مقرر فرمائيندا هئا تہ جيئن هو بيڪاريءَ ڪان بچن ۽ هر هڪ نہ صرف روحاني مرتبو ماڻي بلڪ خدمت بہ ڪري، حضرت ابو مخدوره ڪان نقل ٿيل آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان جي لاءِ ٻانگ ڏيڻ جو ڪم مقرر فرمايو. بنو هاشم جي لاءِ پاڻي پيارڻ جو ۽ بنو عبدالدار جي لاءِ دربانيءَ جا فرائض مقرر فرمايا.

اهڙي طرح مشائخ ڪرام درويشن جي خدمت لاءِ ڪم جي تقسيم ڪندا هئا ۽ صرف انهيءَ کي هر قسم جي خدمت ڪان معذور سمجهيو ويندو هو، جيڪو هر وقت ذڪر واذڪار ۾ مڪمل مشغول ٿي وڃي، مڪمل مشغول ٿيڻ مان مطلب هٿن پيرن سان مشغول نہ آهي، بلڪ انهيءَ مان مراد هي آهي تہ هو هميشہ محاسبي ۽ ياد خدا وند ڪريم ۾ مشغول هجي،ڪڏهن هو قلب ۽ جسم سان مشغول هجي ۽ ڪڏهن جسم ڪان سواءِ صرف قلبي طور تي مشغول رهي ۽ گهٽ وڌائيءَ ڪان بلڪل غافل ٿي وڃي ڇو تہ درويش جومڪمل مشغلو اهوئي آهي تہ هو وقت جا صحيح حق ادا ڪري ۽ اهڙي طرح هو فرصت ۽ صحت جي نعمت جو شڪر ادا ڪري پر بيڪاريءَ جي صورت ۾ فرصت ۽ صحت ٻنهين نعمتن جي ناشڪري ٿئي ٿي.

حضرت سري سقطي رحمہ الله عليہ جن فرمائين ٿا تہ:

” جيڪو نعمت جو قدر نہ ٿو ڄاڻي، ان ڪان اها نعمت نامعلوم طريقي سان کسي ٿي وڃي“.

بهرحال هڪ پوڙهو ماڻهو جيڪو روزي ڪمائي نہ ٿو سگهي، خانقاهہ جو ڪاڙو ڪائڻ ۾ معذور آهي، مگر هڪ نوجوان معذور نہ آهي،اهوئي عام طور تي اهل تصوف جو طريقو آهي پر شريعت جي فتويٰ هيءَ آهي تہ جيڪڏهن خانقاهہ جي وقت جو اهو شرط آهي تہ هر اهل تصوف ۽ هن قسم جو لباس پائڻ وارو ۽ خرقي پوش هن مان فائدو وٺي ٿو سگهي، تہ انهيءَ صورت ۾ هر هڪ (جوان ۽ پوڙهي) جي لاءِ

هتان جو ڪاڏو ڪائڻ فتويٰ جي لحاظ کان جائز آهي، مگر هي صرف جواز جي صورت آهي ۽ هي اهل باطن جي بلند همتيءَ جي شان جي خلاف آهي.

حضرت ابو سعيد الخدري رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مومن جو مثال اصطبل جي گھوڙي جھڙو آهي اهو اصطبل ۾ ئي گھمندو آهي ۽ اتي ئي موٽي واپس اچي ٿو وجي اهڙي طرح مومن بہ غلطي ڪندو آهي پر آخرڪار ايمان جي مرڪز جي طرف واپس اچي ويندو آهي،ان ڪري پنهنجو ڪاڏو پرهيزگارن ۽ مؤمنن کي کارايو."

باب ١٦

# مشائخن جي سفر ۽ مقام جا مقصد

## سفر جا مقصد

مشائخ ۽ صوفياءِ ڪرام جي سفر ۽ قيام جا مقصد مختلف آهن، ڪي شروع ۾ سفر ڪندا رهندا آهن ۽ آخر ڪنهن هڪ جاءِ تي قيام ڪندا آهن، ڪي شروع ۾ هڪ جاءِ تي مقيم رهندا آهن ۽ آخر ۾ سفرڪندا آهن، مشائخ هميشہ سفر ڪندا رهندا آهن ۽ ڪنهن جاءِ تي مقيم ٿيڻ پسند نہ ڪندا آهن، ان ڪري هر هڪ جو حال ۽مقصد بيان ڪيون ٿا.

اهي ماڻهو جيڪي شروع ۾ سفر ڪندا آهن ۽ آخر ۾ ڪنهن جاءِ تي قيام اختيار ڪندا آهن، انهن جو سفر ڪرڻ جو مقصد فيض حاصل ڪرڻ آهي يعني هو علم سکڻ گهرندا آهن، جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" علم حاصل ڪيو چاهي اهو چين ۾ ئي ڇو نہ هجي" ڪنهن بزرگ جو قول آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص هدايت جو هڪ ڪلمو سکڻ لاءِ شام ڪان يمن جي انتهائي مقام جو سفر ٿو ڪري تہ ان جو سفر بيڪار نہ آهي"

بيان ڪيو ٿو وڃي تہ حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ (اصحابي) مديني منوره ڪان هڪ مهيني جو سفر اختيار ڪري مصر پهتا تہ جيئن هو حضرت انس رضي الله عنہ جن ڪان رسول الله ﷺ جن جي هڪ حديث ياد ڪري ٻڌي سگهن" پاڻ وڌيڪ فرمايائون تہ" جيڪو شخص گهر ڪان علم جي تلاش ۾ نڪري ٿو تہ اهو واپس اچڻ تائين خدا جل شانہ جي راهہ تي آهي" خداوند تعاليٰ جل شانہ جي هن قول" السائحون" (سفر ڪرڻ

وارا) جي تفسير ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي ته ان مان مراد طالب العلم آهن.

## علم جي طلب

حضرت ابو هارون رضي الله عنه جن کان روايت آهي،اهي فرمائيندا هئا ته اسين ابو سعيد رضي الله عنه وٽ آياسين ته اهي فرمائڻ لڳا ته" رسول الله ﷺ جن جي وصيت به ڪهڙي نه خوب آهي پاڻ فرمايو اٿن ته "ماڻهو تنهنجا تابع آهن هي ماڻهو روءِ زمين جي چئني طرفن کان مذهبي بصيرت حاصل ڪرڻ لاءِ تو وٽ ايندا ته ان وقت تون انهن کي نيڪيءَ جي تعليم ڏي" پاڻ وڌيڪ فرمايائون "علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان تي فرض آهي" حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها جن جي روايت آهي ته "مون رسول اڪرم ﷺ جن کي اهو فرمائيندي ٻڌو ته"ا لله تعالىٰ جل شانه مون تي وحي نازل فرمائي آهي ته جيڪو شخص علم حاصل ،ڪرڻ لاءِ سفر اختيار ڪندو مان ان جي لاءِ جنت جو رستو آسان ڪري ڇڏيندس"

## بزرگن جي زيارت

مشائخن جي ابتدائي سفر جو هڪ اهم مقصد مشائخن ۽ مخلص ڀائرن جي زيارت آهي، ان ڪري هر اهل باطن مخلص ڀاءُ جي زيارت ڪري وڌيڪ فائدو حاصل ٿو ڪري ۽ جهڙي طرح ماڻهن جي گفتگو مفيد هوندي آهي، اهڙي طرح گهڻو ڪري بزرگن جو ديدار به فيض پهچائيندو آهي، ان ڪري هي چيو ويو آهي ته" جيڪڏهن تنهن جي لاءِ ڪنهن جو ديدار فائديمند نه آهي ته ان جو ڪم به مفيد نه ٿيندو" هن قول جا ٻه اهم پهلو آهن، پهرين ڳالهه اها آهي ته هڪ مخلص ۽ راست باز انسان پنهنجي قول کان وڌيڪ پنهنجي ڪردار جي ذريعي مخلص انسانن کي متاثر ڪندو آهي، جڏهن هڪ مخلص اٿندي ويهندي خلوت ۽ جلوت، ڪلام ۽ خاموشي ۽ هر معاملي ۾ ان کي

ڏسندو ۽ پرکيندو آهي تہ هن قسم جو مشاهدو ان لاءِ گهڻو مؤثر ٿيندو آهي پر جنهنجا احوال ۽ فعل هن قسم جا نہ آهن، ان جي گفتگو بہ ان کي ڪو فائدو نہ ٿي پهچائي سگهي، ڇو تہ ان جي گفتگو ان جي نفساني خواهشن مطابق هوندي ۽ هي قاعدو آهي تہ قلب جيتري قدر نوراني هوندو انهيءَ جي مطابق ڪلام بہ نوراني هوندو آهي، پر قلب ان وقت نوراني ٿي سگهندو آهي جڏهن هن ۾ استقامت هجي ۽ هو بندگيءَ جا حق چڱي طرح ادا ڪري سگهي.

## ڪيميائي نظر

قول جو ٻيو رخ هي آهي تہ اهل باطل ۽ اهل نظر زبردست ترياق جو ڪم ڏيندا آهن جڏهن هو ڪنهن مخلص انسان ڏي نگاهہ ڪندا آهن تہ پنهنجي صحيح بصيرت جي ڪري انهيءَ سچي انسان جي سهڻي صلاحيت ۽ خدادا خاص قابليت جو فورا انڪشاف ڪري وٺندا آهن، اهڙي طرح سچي عقيدتمندن جي محبت انهن جي قلبن ۾ ويهي ويندي آهي ۽ پنهنجي بصيرت جي بنياد تي هو هن کي محبت جي نگاهہ سان ڏسڻ لڳندا آهن، جيئن تہ هو خداوند ڪريم جي لشڪر ۾ شامل آهن ان ڪري انهن بزرگن جي نگاهہ جي ڪري بلند روحاني مرتبا حاصل ٿا ڪن ۽ انهن جي زندگي بدلجي ويندي آهي.

بهرحال منڪر خدا جل شانہ جي قدرت جو ڪيئن ٿو انڪار ڪري سگهي جو هن ڪيترن نانگن ۾ هيءَ خاصيت رکي آهي تہ جڏهن هو ڪنهن انسان کي ڏسندا آهن تہ هڪ ئي نظر سان ماري ڇڏيندا آهن،ساڳي طرح هن پنهنجي خاص بندن ۾ بہ هيءَ خاصيت پيدا ڪئي آهي تہ هو جڏهن ڪنهن سچي عقيدت مند ڏي نظر ڪڻي ڏسندا آهن تہ هڪ ئي نظر سان هن کي روحاني زندگي عطا ڪري ڇڏيندا آهن.

اسان جو شيخ محترم مڪي معظم ۽ منيٰ جي مسجد ۾ چڪر لڳائي ماڻهن جي منهن کي گهوري ڏسندو هو جڏهن ان کان انهيءَ

جو سبب پڇيو ويو تہ فرمايائون"خدا جا اهڙا ٻانها بہ هوندا آهن جيڪي ڪنهن جي طرف ڏسندا آهن تہ ان کي سعادت ۽ خوش نصيبي عطا ڪري ڇڏيندا آهن،مان اهڙي نظر کي ڳولي رهيو آهيان"

## نفس سان مجاهدو

سندن سفر جو هڪ مقصد اهو بہ هوندو آهي تہ مانوس ۽ آرام طلب زندگيءَ جو خاتمو ڪري نفس ڪشي ڪئي وڃي تہ جيئن نفس دوستن عزيزن ۽ وطن جي جدائيءَ جو ڪوڙو ڍڪ پيئڻ جو عادي ٿئي، ان ڪري جنهن انهن تڪليفن تي خدا جل شانه کان ثواب حاصل ڪرڻ جي نيت سان صبر اختيار ڪيو تہ سمجهو تہ ان تمام وڏي فضيلت حاصل ڪري ورتي.

حضرت عبدالله عمرو بن العاص رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ "هڪ شخص جيڪو مديني ۾ئي پيدا ٿيو هو، فوت ٿي ويو، رسول الله ﷺ جن ان جي جنازي نماز پڙهائي ان کان پوءِ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ"ڪاش هو پنهنجي پيدائش جي جاءِ کان علاوه ٻي جاءِ تي فوت ٿئي ها" اصحابن سڀني رضي الله عنهم عرض ڪيو تہ "يا رسول الله ﷺ! ان جو ڇا سبب آهي؟" پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ڪو شخص پنهنجي پيدائشي جاءِ کان پري مرندو آهي تہ هن جي ڄمڻ واري جاءِ کان وٺي انهيءَ جاءِ تائين جتي هن جا آثار ختم ٿا ٿين سڄو حصو جنت ۾ شمار ٿيندو آهي"

## روحاني بيماريءَ جو علاج

سفر جو هڪڙو مقصد نفس جي دقيق ۽ لڪل ڳالهين کي معلوم ڪرڻ ۽ هن جي وڏائي ۽ گهمنڊ کي ڪڍڻ بہ هوندو آهي، ڇو تہ انهن حقيقتن جو علم سفر کانسواءِ نہ ٿو ٿي سگهي، سفر کي سفر ان لاءِ چئبو آهي تہ اهو انسان جي اخلاقن کي اجاگر ڪندو آهي ۽ جڏهن هن جي روحاني بيماري ظاهر ٿيندي آهي تہ ان جو علاج سفر آهي

ان ڪري هڪ نئين شروع ڪندڙ تي سفر اهوئي اثر ٿو ڪري جيڪو نماز روزو ۽ تهجد جا نفل اثر ڪندا آهن،جهڙي طرح نفلي عمل ڪرڻ وارو غفلت جي مقامن کي ڇڏي الله تعاليٰ جل شانه سان گڏ قرب الاهيءَ جي مقام جي طرف روانو ٿيندو آهي. اهڙي طرح هڪ مسافر محض خداوند ڪريم جي لاءِ سٺي نيت سان جڏهن مسافتون طي ٿو ڪري ۽ جنگل ۽ بيابانن ۾ ڦري ٿو ته اهو پنهنجي نفساني خواهشن ۽ دنياوي لذتن کي ڇڏي صرف الله تعاليٰ جل شانه جي منزل جو قصد ٿو ڪري.

شيخ نوري رحمه الله عليه فرمائن ٿا ته" تصوف نفس جي لذتن کي ختم ڪرڻ جو نالو آهي،ان ڪري جڏهن نئين شروع ڪندڙ نفس جي لذتن کي ڇڏي سفر اختيار ٿو ڪري ته هن جو نفس مطمئن ٿي نرم ٿو ٿئي، جهڙي طرح هو دائمي نفلن جي عمل سان ملائم ٿيندو آهي،اهڙي طرح هو سفر جي ذريعي اهڙو ته صاف ۽ درست ٿي ويندو آهي، جهڙي طرح چمڙو ڌوپڻ ۽ رنگجڻ کان پوءِ صاف ۽ شفاف نڪري ايندو آهي، ان سان هن جي قدرتي کهراڻ خشڪي ۽ بدبو نڪري ويندي آهي، ۽ جهڙي طرح چمڙو ڪل جي صورت مان تبديل ٿي لباس جي صورت اختيار ڪندو آهي،اهڙي طرح هن مسافر جي نفساني سرڪشي دور ٿي ان ۾ ايمان جي حرارت پيدا ٿي ويندي آهي.

## حق جو مشاهدو

سفر جو هڪڙومقصد قديم آثارن جي هڪ زيارت ۽ عبرت حاصل ڪرڻ به آهي،جڏهن انسان جي نظر ۽ فڪر مختلف ميدانن جي طرف گردش ڪندي آهي ۽ انسان زمين جي مختلف حصن جبلن ۽بزرگن جي قدم گاهن جي زيارت ڪندو آهي، جمادات جي ذرن جي تسبيح ٻڌندو آهي ۽ ارد گرد جي مختلف خطن جون زبانون سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته نين نين عبرت گاهن ۽لدَل نشانين کي ڏسي هن جو روح سجاڳ ٿيندو آهي،جو ته مختلف منظرن ۽ جڳهين جي مشاهدي سان

هن کي قدرت جا گهڻا دليل ۽ آثار نظر ايندا آهن. جيئن خداوند تعالىٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ"عنقريب اسين هنن کي آفاق عالم ۽ خود انهن جي ذات ۾ پنهنجون نشانيون ڏيکاريندا سين تہ جيئن هنن تي حق ظاهر ٿي پوي"

حضرت سري سقطي رحمه الله عليه صوفياءِ ڪرام سان مخاطب ٿي فرمائيندا هئا تہ جڏهن سرديءَ جي موسم نڪري وڃي بهار جي موسم اچي وڃيءَ وڻن تي پن ظاهر ٿين تہ ڪهڙي نہ بهترين بهار هوندي آهي"

## شهرت کان بيزاري

سفر جو هڪڙو مقصد گمنامي اختيار ڪرڻ ۽ شهرت کان پري ڀڄڻ بہ آهي،ڇو تہ جڏهن ڪنهن سچي انسان جي صداقت پوري ظاهرٿيندي آهي تہ اهو مخلوق ۾ گهڻو مقبول ٿي ويندو آهيءَ هر اهو شخص جيڪو خلوص جي دامن کي پڪڙي ٿو ۽ هن جي دل بيدار هجي تہ اهو جلد مقبول عام ٿي ويندو آهي،مون هڪ بزرگ کي سندس شيخ جو هي قول نقل ڪندي ٻڌو آهي تہ" مان قبول عام کي نفساني خواهشن جي ڪري پسند نہ ٿو ڪيان،ڇو تہ مون کي انهيءَ ڳالهہ جي ڪا پرواهہ ڪانهي تہ ماڻهو مون وٽ اچن يا نہ اچن. بلڪ منهنجي پسند جو سبب هي آهي تہ عام مقبوليت روحاني صحت جي نشاني آهي، ان ڪري جڏهن ڪو حقيقت جو طالب ان ۾ مبتلا ٿيو تہ انديشو آهي تہ عام مقبوليت جي ڪري هو مخلوق ڏي مائل نہ ٿي پوي، اهڙي صورت ۾ نفس مداخلت ڪري هن ۾ نيڪي ۽ خدمت خلق جي جذبي کي اڀاري هن کي سبز باغ ڏيکاريندو، بلڪ نفس ۽ شيطان ٻئي گڏجي هن کي سڪون جي طرف گهلي آڻيندا ۽ عام مقبوليت ۽ شهرت کي سنو قرار ڏيندا،ڪيترا دفعا هي ٻئي اِترا تہ طاقتور ٿي ويندا جو هن کي ڏيکاءَ ۽ تڪلف تي مجبور ڪندا، اهڙي طرح حقيقت جي طالب جي روحانيت ۾ رخنو پوندو .

هڪ بزرگ پنهنجي مريد کي چيو تہ تون هاڻي اهڙي مقام تي

پهچي ويو آهين جتي شيطان برائيءَ جي رستي سان داخل نہ ٿي سگھندو، البت هو ڀلائيءَ جي رستي سان داخل ٿي ٿو سگھي" اهڙي نازڪ مقام تي قدم ڏکندا آهن، ان ڪري جڏهن ڪو سچو اهڙي قسم جي ڪنهن شيءِ ۾ مبتلا ٿي نہ پوندو آهي تہ خداوند تعاليٰ جل شانہ پنهنجي اڳئين لطف ۽ عنايت ۽ آئينده امداد غيبيءَ جي ذريعي ان کي سفر تي آماده فرمائيندو آهي. ان وقت هو پنهنجي دوست احباب ۽ انهيءَ جاءِ کي ڇڏي ٿو ڏئي جتي هن لاءِ عام شهرت جو دروازو کليو هو، هاڻي هو صرف خدا وند قدوس جو ٿي سفر جي لاءِ روانو ٿئي ٿو، اهڙي قسم جو سفر سچارن لاءِ بهترين مقصد جو اظهار ڪري ٿو.

حج جهاد ۽ بيت المقدس جي زيارت کان علاوه شروعاتي مرحلن ۾ مشائخ ڪرام جي سفر ڪرڻ جا هي چند مقصد آهن. جيڪي بيان ڪيا ويا آهن.

نقل آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن مديني منوره کان بيت المقدس جي زيارت جي لاءِ روانہ ٿيا تہ اتي پاڻ پنج نمازون پڙهڻ کان پوءِ وري جلدي ٻئي ڏينهن مديني منوره جي طرف روانا ٿي ويا.

## سفر کان پوءِ قيام

جڏهن راست باز ۽ سچي انسان جي قلب کي الله تعاليٰ جل شانہ سفر ۾ مستحڪم رکي ۽ هن جي قسمت هن کي عبرت انگيزي عطا ڪري تہ اهو ضرورت جي مطابق علم بہ حاصل ڪري بلڪ نيڪ ٻانهن جي صحبت مان بہ مستفيض ٿئي، تہ جيئن پرهيزگارن جي عملي زندگيءَ جي مشاهدي سان هن جي قلب تي گهرا نقش ويهي وڃن،ايتري قدر جو هن جو باطن مقرب بارگاهہ جي معرفت جي خوشبو سان مهڪي وڃي ۽ اهڙي طرح هو الله وارن جي ڪيميائي نظر ۽ سندن روحاني فيض جي حفاظت ۾ قلعہ نشين ٿي ويندو، سفر هن جي لڪل جوهر کي ظاهر ڪري ڇڏيندو، بلڪ هن جون لڪل تمنائون بہ ظاهر ٿي پونديون، پر هن جي

نظر ۾عام شهرت جي ڪا بہ وقعت نہ هوندي ۽ هر مقام تي مغلوب نہ ٿيندو،بلڪ هر شيءِ تي غالب ايندو ويندو، جيئن الله تعاليٰ جل شانه حضرت موسيٰ عليه السلام جي زبان سان هي ٻڌايو آهي تہ:

" جڏهن مون کي توهان مان خوف پيدا ٿيو تہ مان توهان وٽان ڀڄي ويس، ان تي خدا وند ڪريم مون کي حڪومت عطا ڪئي ۽ مون کي پيغمبر بنايو"

اهڙا سڀ مرحلا طي ڪرڻ کان پوءِ خدا وند ڪريم ان کي پنهنجي جاءِ تي واپس موڪلي ٿو ۽ هن کي گهڻا انعام ۽ اڪرام عطا ٿو فرمائي ۽ پرهيزگارن جو پيشوا ٿو مقرر ڪري، اهي هن جي پيروي ٿا ڪن ۽ مومن هن کان هدايت حاصل ٿا ڪن.

## قيام جا فائدا

جڏهن هن جو روحاني بنياد مضبوط ٿي وڃي ۽شيخ جي صحبت ۾ رهي ان جي هدايت تي عمل ڪري ۽ انهيءَ روحاني چشمي تان خوب سيراب ٿئي،ايستائين جو هو بہ اهڙو مرد ڪامل بنجي وڃي جو هن جي قلب مان آب حيات جا چشما ڦٽڻ لڳن هنجو نفس نيڪيءَ سعادت جو اهل بنجي وڃي ۽ هو روءِ زمين تي پري پري رهڻ وارن ياٽرن کان روحاني فيض حاصل ڪري سگهي ۽هو انهن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آفاق عالم ۾ گهمي سگهي، تہ پوءِ خداوندا تعاليٰ جل شانه بہ ان کي پنهنجي ٻانهن جي فيض جي لاءِ ملڪن جو سفر ڪرڻ لاءِ حڪم ڏيندو ان وقت هو پنهنجي مقناطيسي ڪشش جي ذريعي پنهنجي لڪل سچائيءَ کي ڪڍندو ڇو تہ هو بہ پنهنجي سچي خبر ڏيندڙ جو انتظار ڪري رهيا هئا، جيڪو هنن جي قلب ۾ خير ۽ ڇوٽڪاري جي پوڪ ڪري سگهي، اهڙي طرح هن جي صحبت جي فيض سان گهڻا نيڪ ٻانها تيار ٿيندا جيئن هدايت يافتہ مسلم قوم جي لاءِ انجيل ۾ هي مثال بيان ڪيل آهي.

"هو اهڙي وڻ وانگر آهن جنهن جو سلو ڦٽو ان کان پوءِ وڌيو ۽

ڏلهو ڏيندو ويو ايتري قدر جو پنهنجي ٽڙ تي بيهي رهيو"هنن جون برڪتون هڪ ڪان ٻئي طرف ڦيلبيون آهن ۽ هنن جو هي روحاني فيض سيني ۾ گهر ٿو ڪري اهڙي طرح علم تصوف برقرار رهي سيني کي فيض ٿو پهچائي.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن ماڻهن کي هدايت جي دعوت ڏني ان کي ايترو ئي ثواب ملندو، جيترو انهن ماڻهن کي ملندو جن هن جي پيروي ڪئي مگر هنن جي حصول مان ڪو حصو گهٽ نہ ٿيندو، ۽ جنهن گمراهيءَ جي دعوت ڏني اهو انهن جي گناهن ۾ شريڪ ٿيندو جن هن جي پيروي ڪئي، پر انهن ماڻهن جي گناهن مان هي گناهہ گهٽ نہ ڪيو ويندو".

## مخصوص حق جو جذبو

اهو شخص جيڪو ڪنهن هڪ جاءِ تي برقرار رهيو ۽ سفر نہ ڪري سگهيو،اها اهڙي شخصيت آهي جنهن کي خداوند تعالىٰ جل شانه خاص پنهنجي تربيت ۽ نگرانيءَ ۾ رکيو هجي ۽ هن تي خير ۽ چڱڪاري جا سڀ دروازا کولي ڇڏيا هجن. لطف ۽ عنايت سان هن کي پنهنجي طرف ڇڪي ورتو هجي،ڪڏهن حق جو اهڙو جذبو ظاهر ٿو ٿئي جيڪو ٻنهين جهانن جي عمل جي برابر هوندو آهي، بهرحال جڏهن هن جي سچائيءَ جو علم ٿي ويندو آهي تہ هن کي صديقين مان ڪنهن هڪ وٽ پهچايو ويندو آهي جيڪو پنهنجي لطف، عنايت ۽پنهنجي ڪلام سان هن جي تربيت ڪندو آهي ۽ پنهنجي نظر ۽ روحاني طاقت سان ان جو اصلاح ڪندو آهي ۽ جيئن تہ طالب ۽ مطلوب ٻنهين جي روحاني قابليت جي ڪمال تي هوندو آهي ان ڪري ٿوري صحبت بہ هن لاءِ ڪافي هوندي آهي ۽ اهڙي طرح خداوند تعالىٰ جل شانه جي عالم اسباب جي قانون جي منشا پوري ٿي ويندي آهي.

## مختصر صحبت:

ڪنهن اهڙي جاءِ تي رهڻ حڪمت جي نشاني آهي جتي مختصر

صحبت جي ضرورت هجي، هيءَ مختصر صحبت تمام گهڻي صحبت ۽ تمام گهڻي مشاهدي کان بي نياز ڪري ٿي ڇڏي ۽ سالڪ کي سفر جي ذريعي معلومات ۽ عبرت حاصل ڪرڻ جي ضرورت نه ٿي رهي، ڇو ته ڪڏهن انوار صحبت جا چند ڪرڻا ٻين شين جي مطالعي ۽ آثار قديمه جي مشاهدي جو نعم البدل ثابت ٿيندا آهن جيئن ڪنهن بزرگ فرمايو آهي ته:" پنهنجون اکيون ڪوليو ۽ ڏسو"مان چوان ٿو ته "پنهنجيون اکيون بند ڪيو ۽ ڏسو".

## خلوت ۾ جلوت

گهڻن نيڪ بندن جو ارشاد آهي ته" خدا وند ڪريم جا گهڻا ٻانها اهڙا آهن جيڪي پنهنجي گوڏن تي ئي طور سينا جو جاوو ڏسندا آهن يعني جڏهن هو پنهنجي گوڏن تي پنهنجو سر رکندا آهن ته قرب الاهي جي بارگاهه ۾ پهچي ويندا آهن، ان ڪري جڏهن اڪيلائي (خلوت) جي تاريڪيءَ ۾ ئي آب حيات جو چشمو ڦٽي نڪري ته پوءِ دنيا جي تاريڪين ۾ گهڙڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي ۽ جڏهن ڪنهن کي حق جي مشاهدي جي جهلڪ ۾ آسمانن جا چوڏهن طبق روشن نظر اچن ته ان کي آسمانن ڏي نظر ڊوڙائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ جڏهن ڪنهن جي بصيرت جي نگاهه ۾ سڄي منتشر ڪائنات ويڙهجي اچي ته ان کي جهنگل ٻرپٽ بيابانن جي خاڪ ڇاڻڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ ان ڪري جڏهن ڪو پنهنجي فطري خاصيت جي ڪري عالم ارواح ۾ پهچي وڃي ته ان کي هلندڙ ڦرندڙ پاڇن جي ڏسڻ جي ضرورت نه آهي.

ڇيو وڃي ٿو ته حضرت ذوالنون مصري رحمه الله عليه جن حضرت، ابو يزيد بسطامي رحمه الله عليه ڏي ڪنهن شخص جي ذريعي پيغام موڪليو ته" ان کي چئو ته ڪيستائين غفلت جي ننڊ ۾ آرام ڪندين، حالانڪ قافلو روانو ٿي ويو آهي."

هنن جواب ۾ چوائي موڪليو ته منهنجي پاءُ کي چئو ته "مرد

اهو آهي جيڪو سڄي رات سمهي ٿو مگر صبح جو سويل قافلي کان اڳ منزل تي پهچي ويندو آهي" حضرت ذوالنون رحمه الله عليه هي ڳالهه ڏي فرمايو" هن کي مبارڪ هجي، هي اهو ڪلام آهي جتي اسان جي روحانيت نه ٿي پهچي سگهي"

شيخ بشر رحمه الله عليه جن فرمائيندا هئا ته"اي قاريو! سياحت ڪيو ڇو ته پاڻي هڪ جاءِ تي جڏهن بيهندو آهي ته ان جو مزو بدلجي ويندو آهي" هي ڪلام ٻڌي ڪنهن بزرگ فرمايو " سمنڊ ٻنجو ته جيئن ڪا تبديلي نه ٿي سگهي"

## سفر جون مشڪلاتون

طالب پنهنجو باطني ۽ روحاني سفر جاري ٿو رکي، ته هو نفس اماره جا مفاصلا جلد طئي ڪري ٿو وٺي ايتريقدر جو هو آفاق نفس جون منزلون به طي ڪري ٿو وٺي ان کان پوءِ هن جا برا اخلاق پاڪيزه اخلاقن ۾ تبديل ٿي ٿا وڃن، جڏهن هو صدق ۽ اخلاص سان خداوند ڪريمجي طرف متوجه ٿو ٿئي ته هن کي انتشار جي بجاءِ يڪسوئي حاصل ٿي ٿئي، ۽ سفر کان وڌيڪ قيام مفيد ثابت ٿيندو آهي، ان جو سبب هي آهي ته سفر ۾ گهڻيون تڪليفون ۽ مصيبتون ۽ حادثا پيش ٿا اچن، جن کي علم ۽معرفت جي ذريعي قابو ڪرڻ ڪمزورن جي وس جي ڳالهه نه آهي ڇو ته علم جي ذريعي سفر جي نين نين مشڪلاتن کي قابو ڪرڻ تمام وڏي طاقتور انسان جو ڪم آهي.

حضرت عمر رضي الله عنه بن خطاب وٽ ڪنهن هڪڙي ماڻهوءَ جي تزڪيہ نفس (نفس جي پاڪيزگي) جي تعريف ڪئي ته پاڻ رضي الله عنه جن پڇيائون ته ڇا؟ ڪنهن سفر ۾ تون هن سان گڏ رهيو آهين، جنهن جي ذريعي شريفاڻن اخلاقن جي خبر پئي؟ هن چيو ته "نه" ان تي پاڻ رضي الله عنه جن فرمايو ته منهنجي خيال ۾ تون هن کي چڱي طرح ڪو نه ٿو سڃاڻين.

جيڪڏهن خداوند ڪريم ڪنهن بندي کي شروع ۾ پريشانين کان محفوظ رکي ۽ پنهنجي وطن ۾ ئي هن کي دلجمعي ۽ خوش نصيبي عطا ڪري ۽اهڙين شخصيتن جي صحبت ان کي عطا ڪري جن جي ذريعي هن جي روحاني زندگي سڌري سگهي ته پوءِ هي سمجهو ته ان تي خدا وند قدوس جو وڏو احسان آهي، خداوند تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

" جيڪو الله جل شانه کان ڊڄندو ته اهو هن جي لاءِ مخلصيءَ جو رستو ڪڍندو ۽ ان جي لاءِ انهيءَ جاءِ تان رزق فراهم ڪندو جتان هن کي ڪو وهم ۽ گمان به نه هوندو"

هن جي تفسير ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي ته هي اهڙي شخص جي باري ۾ آهي جيڪو الله تعاليٰ جل شانه جي طرف دل لڳائي ويٺو رهي، جڏهن هن کي ڪنهن مذهبي معاملي ۾ ڪا مشڪل پيدا ٿئي ته خدا جل شانه هن ڏي اهڙو ماڻهو موڪليندو جيڪو هن جي مشڪل مسئلي کي حل ڪري ڇڏيندو، تنهن ڪري جيڪڏهن هو ابتدائي شرطن تي ثابت قدم رهيو ته سفر ڪرڻ کان سواءِ وطن ۾ ئي هن کي انتهائي بلند مقصد حاصل ٿيندا، اهڙي طرح هو ابتدا کان انتها تائين هڪ ئي مقام تي رهي سگهندو، اهڙو مرتبو خداوند عظيم جي ڪجهه نيڪ بندن کي حاصل ٿيندو آهي.

## سفر جي فضيلت

هي مشائخ هميشه مسافر رهندا آهن هو پنهنجو تزڪيه نفس ۽ روحاني اصلاح سفر جي ذريعي ڪندا آهن،چنانچه انهن ئي بزرگن مان هڪ جو قول آهي ته "توهان ڪوشش ڪيو ته هر رات هڪ نئين مسجد ۾ مهمان رهو ۽ توهان جو موت ان وقت اچي جڏهن توهان ٻن منزلن جي وچ ۾ هجو"

شيخ ابراهيم الخواص رحمه الله عليه جن جو اهڙي ئي مسافر طبقي سان

تعلق هو، هو ڪنهن بہ شهر ۾ چاليهن ڏينهن کان وڌيڪ نہ رهندا هئا، هنن جو خيال هو تہ جيڪڏهن چاليهن ڏينهن کان وڌيڪ رهندا تہ سندن توڪل ۾ خلل اچي ويندو انهيءَ عرصي ۾ ماڻهو کين سڃاڻي وٺندا، اهڙي طرح هنن جي واقفيت هڪ دنياوي سبب(توڪل جي برخلاف) بڻجي ويندي.

هو فرمائن ٿا تہ "مون هڪڙي جهنگ ۾ قيام ڪيو ۽ ٻارهن ڏينهن تائين ڪجهہ بہ نہ کاڌو آخر منهنجي نفس گهريو تہ مان جهنگ جو گاهہ کائي ڇڏيان، ايتري ۾ مون ڏٺو تہ ساوڪ منهنجي طرف وڌندي ٿي اچي، تہ مان اتان ڀڄي ويس، پوءِ مون وري منهن ڦيرائي ڏٺو تہ ساوڪ بہ واپس پنهنجي جاءِ تي هلي وئي" کانئن پڇيو ويو تہ "توهان ان کان ڇو ڀڳا؟" فرمايائون تہ "منهنجي نفس ڪي انهن کان مدد وٺڻ جو خيال پيدا ٿيو هو" اهي ئي اهي ماڻهو آهن جيڪي دينداريءَ کي محفوظ رکڻ لاءِ هيڏي هوڏي ڀڄندا وتندا آهن.

حضرت عبدالله رضي الله عنہ جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" خدا جل شانہ جا سڀ کان وڌيڪ محبوب ٻانها مسافر آهن" کانئن پڇيو ويو تہ اهي مسافر (غريب) ڪير آهن؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ هي اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي دين کي بچائڻ لاءِ ڀڄندا وتندا آهن ۽ اهي سڀ قيامت جي ڏينهن حضرت عيسيٰ بن مريم عليہ السلام وٽ گڏ ٿيندا.

بهرحال (سفر ۽ قيام جي لحاظ کان) هي مختلف روحاني مرتبا آهن، پر سڀني جي نيت نيڪ هوندي آهي نيڪ نيتيءَ جي تقاضا هيءَ آهي تہ سچائي اختيار ڪئي وڃي، روحاني مرتبن ۾ ڪيتري بہ تبديلي ٿي وڃي، بهرحال صداقت جو جذبو تعريف جي قابل آهي. ان ڪري جيڪو بہ سفر اختيار ڪري تہ ان کي گهرجي تہ پنهنجي روحاني حالت جي نگراني ڪري ۽ پنهنجي نيت درست رکي، دراصل پنهنجي

نيت کي نفساني خواهشن کان اهوئي صاف رکي ٿو سگهي، جيکو تمام وڏو ڄاڻو ۽ پرهيزگار هجي ۽ دنيا جي طرف ان جو قطعي ميلان نہ هجي پر جنهن ۾ ڪا لڪل نفسانيت هجي ۽ هن کي ڪامل زهد حاصل نہ هجي تہ اهو پنهنجي نيت درست نٿو رکي سگهي، اهڙي صورت ۾ اهو ممڪن آهي تہ هو دلي رغبت ۽ نفساني جذبي کان سفر لاءِ آماده هجي ۽ سمجهي تہ هي حق لاءِ جذبو ۽ ممڪن آهي ۽ هو حق جي جذبي نفس جي جذبي ۾ تميز نہ ڪري سگهندو هجي ان جو سبب اهو آهي تہ نيت جي درستي انهيءَ وقت معلوم ٿي سگهي ٿي جڏهن نفس جي وسوسن جو علم هجي،پر اهو علم ايترو تہ وسيع آهي جو ان لاءِ هڪ الڳ باب جي ضرورت آهي بهرحال اسان هتي انهن ماڻهن لاءِ ڪجهہ اشارا ڪيون ٿا، جيڪي ان ۾ مبتلا آهن ڇو تہ گهڻن درويشن کي ان جي پوري واقفيت ڪانهي.

## نفساني رجحان

جيسين تائين طبعيت جي رجحانن جو تعلق آهي تہ هڪ درويش بہ ان ۾ مبتلا هوندو آهي، ڇو تہ هيءُ بہ گهري ٿو تہ جهنگلن ۽ باغن ۾ گهمڻ لاءِ نڪري انهيءَ وقت اها خواهش دل کي بظاهر سٺي لڳندي آهي، پر دراصل هيءَ هن لاءِ نقصانڪار آهي، ان جو سبب هي آهي تہ جڏهن ڪا نفساني خواهش پوري ٿيندي آهي تہ نفس وسيع ۽ ڪشادو ٿي ويندو آهي ۽ جهنگ جو سير ڪري هن جو مقصد پورو ٿي ويندو آهي، ۽ جڏهن نفس ڦيلجي وڃي تہ پوءِ هو قلب کان پري ٿي ويندو آهي ۽ هن کان پاسيرو ٿي پنهنجي خواهشن کي پوري ڪرڻ ۾ مصروف رهڻ لڳي ٿو، لهذا اهڙي صورت ۾ قلب کي جهنگ جي ذريعي سڪون حاصل نہ ٿيو، بلڪ هن جي سڪون جو سبب هي آهي تہ نفس هن کان پري ٿي ويو جهڙي طرح ڪنهن انسان کان ڪو اهڙو ساٿي جدا ٿي وڃي جيڪو هن لاءِ بار محسوس ٿيندو هجي تہ ( هو اطمينان جو ساهہ کڻندو آهي) ان کان پوءِ

جڏهن درويش جهنگ مان واپس اچي اڪيلائيءَ ۾ پنهنجي معاملن جودفتر کولڻ لڳي ته هو ڏسندو ته هن جو نفس هن جي قلب سان آهي پر هن جو بار گهڻو تي ويو آهي، ڇو ته قلب نفس کان بيزار آهي ۽ جيتري قدر هن جو بوجهه وڌندو ويندو، اوترو دل بيقرار ٿيندي ويندي. ان جو سبب هي آهي ته قلب هن جي نفساني خواهشن تي پابندي لڳائي رکي آهي، ان ڪري جهنگ ڏي وڃڻ هڪڙي روحاني بيماري آهي، جنهن کي هڪڙو درويش سڪون جو سبب ۽ دوا سمجهيو ويٺو آهي.

جيڪڏهن هو اڪيلائي ۽ گوشه نشيني اختيار ڪندو رهي ته (سرڪش) نفس مطيع ٿي سڌو ۽ نرم بڻجي قلب جو سٺو ساٿي بڻجي ويندو ۽ ڪو بار محسوس نه ڪندو، هن مثال مان سفر جي خواهشن جو قياس ڪري ٿو سگهجي، ڇو ته ڪيترائي اهڙا نفساني جذبا هوندا آهن، جن ۾ راحت ۽ آرام ملندو آهي،پر جيڪو هن نڪتي کي سمجهي سگهي اهو هن عارضي آرام ۽ سڪون جي ڌوکي ۾ نه اچي سگهندو، جنهن جو نتيجو سٺو نه هجي، ۽ هن جي خطرن کي به نظر انداز نه ٿو ڪري سگهجي. جڏهن سفرجو خيال دل ۾ پيدا ٿئي ته اهڙي صورت ۾ هن قسم جي وسوسن ۽ تصورن کي نظر انداز ڪري ڇڏڻ گهرجي بلڪ نفس ۾ ان جي تصورن کان بدگماني به رکڻ گهرجي.

غالبن رسول الله ﷺ جن جي هيءَ حديث به انهيءَ اصول تي بيان ڪئي ويئي آهي جنهن ۾ پاڻ ﷺ جن فرمايو آهي ته" سج شيطان جي ٻن سڱن جي وچ ۾ اڀرندو آهي" ڇو ته سج اڀرڻ مهل نفس جون خواهشون ۽ جذبا سجاڳ ٿيندا آهن، جنهن کي ماڻهون مزاج ۽ طبيعت چوندا آهن، هتي جيڪڏهن انهن جي تشريح ڪئي وڃي ته اها تمام ڊگهي ۽ گهري آهي، بهرحال ان جي نشاني هيءَ آهي ته بيمار جي بيماري صبح جي وقت هلڪي ٿي ويندي آهي، ۽ شام جي وقت معاملو ان جي برعڪس هوندو آهي، انهيءَ ڪري نفساني حرڪتن ۽ قلبي

حرڪتن ۾ تميز ڪرڻ ڏکي ٿي پوندي آهي جنهن جي ڪري هڪ درويش تي گهڻيون آفتون نازل ٿينديون آهن.

اهڙو درويش گهڻين نفساني حرڪتن ۾ مبتلا ٿي اهو سمجهڻ لڳندو آهي ته هي دل جون حرڪتون آهن ڪنهن وقت هو اهو به خيال ڪندو آهي هيءَ خدا جل شانه جي طرف کان هي سڀ حرڪتون ۽ ڪلام ڪري رهيو آهي،پر هن قسم جا شڪ ۽ شبها صاحب دل ۽ اهل باطن کي پيش ايندا آهن، ٻين ماڻهن جو هنن سان ڪو تعلق نه هوندو آهي، ان ڪري عوام جا نه بلڪ خواص جا قدم اهڙن مقامن تي ڏڪندا آهن ان ڪري هن نڪتي کي خوب چڱي طرح ذهن نشين ڪرڻ گهرجي،ڇو ته هي ناياب علم آهي.

درويشن کي گهرجي ته سفر لاءِ روانو ٿيڻ کان اڳ صحيح صورت حال معلوم ڪرڻ لاءِ استخاره جي نماز پڙهن، انهيءَ نماز کي ڪنهن به صورت ۾ نظر انداز نه ڪرڻ گهرجي، پوءِ پلي درويش کي پنهنجي صحيح صورت حال واضح طور معلوم ٿي وڃي،ڇو ته نيڪ نيتيءَ جي لحاظ کان ماڻهن جا مختلف درجا ٿي ويندا آهن ۽ ڪجهه ماڻهن تي حقيقت جلد کلي پوندي آهي، تنهن هوندي به سنت جي پابندي ڪرڻ جي لاءِ نماز استخاره ڇڏڻ نه گهرجي هن ۾ برڪت آهي ۽ رسول اڪرم ﷺ جن ان جي تعليم ڏني آهي.

## استخاره جي دعا

حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته” رسول الله ﷺ جن استخاره جي هن طرح تعليم ڏيندا هئا، جهڙي طرح پاڻ ﷺ اسان کي قرآن جي ڪا سورت سيکاريندا هئا، فرمائيندا هئا ته جڏهن توهان مان ڪوئي ڪنهن ڪم جو ارادو ڪري ته هو ٻه رڪعتون نفل پڙهي ۽ پوءِ هيءَ دعا پڙهي.

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْٓ اِسْتَخِيْرُکَ بِعِلْمِکَ
وَاَسْتَقْدِرُکَ بِقُدْرَتِکَ وَاَسْئَلُکَ مِنْ
فَضْلِکَ الْعَظِيْمِ فَاِنَّکَ تَقْدِرُ
وَلَا اَقْدِرُ وَتَعْلَمُ وَلَا اَعْلَمُ وَاَنْتَ
عَلَّامُ الْغُيُوْبِ ۝ اَللّٰهُمَّ اِنْ کُنْتَ
تَعْلَمُ اِنَّ هٰذَا الْاَمْرَ (وَيُسَمِّيْهِ
بِعَيْنِهٖ) خَيْرٌ لِّيْ فِيْ دِيْنِيْ
وَمَعَاشِيْ وَمَعَادِيْ وَعَاقِبَةَ
اَمْرِيْ (اَوْ قَالَ) عَاجِلُ اَمْرِيْ
وَآجِلِهٖ فَاقْدِرْهُ لِيْ ثُمَّ بَارِکْ لِيْ
فِيْهِ وَاِنْ کُنْتَ تَعْلَمُهٗ شَرًّا لِّيْ
مِثْلَ ذَالِکَ فَاصْرِفْهُ عَنِّيْ
وَاصْرِفْنِيْ عَنْهُ وَاقْدِرْ لِيَ الْخَيْرَ
حَيْثُ کَانَ

اي الله مان تنهنجي علم سان استخاره ٿو ڪيان ۽ تنهنجي قدرت کان توفيق جو طالب آهيان ۽ تنهنجي عظيم بخشش جو طلبگار آهيان، ڇو تہ تون قدرت وارو آهين ۽ مان لاچار آهيان تون علم وارو آهين ۽ مان ناواقف آهيان تون ئي لڪل ڳالهين کي خوب ڄاڻين ٿو. اي الله جيڪڏهن تون ڄاڻين ٿو تہ هي ڪم (هن موقعي تي انهيءَ ڪم جو نالو وٺي) منهنجي دين منهنجي روزي منهنجي آخرت ۽ منهنجي ڪم جي نتيجي ۾ مون لاءِ بهتر آهي يا منهنجي موجوده ۽ آئنده فائدي ۾ آهي، تہ مون کي هن کي ڪرڻ جي طاقت عطا فرماءِ پوءِ ان ۾ مون لاءِ برڪت عطا فرماءِ ۽ جيڪڏهن تو کي معلوم آهي تہ هي ڪم منهنجي لاءِ برو آهي تہ ان کي مون کان پري رک ۽ مون کي ان کان باز رک ۽ ڀلائيءَ ۾ توفيق عطا فرماءِ.

باب ١٧

# سفر جا فرض ۽ فضيلتون

صوفيءَ کي سفر ۾ جن فرضن ۽ چڱن ڪمن کي سرانجام ڏيڻ جي ضرورت ٿيندي آهي انهن مان ڪجهه مسئلا فقه جي ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل آهن، اگرچه هي ڪتاب فقه جي موضوع تي نه آهي ان جي باوجود تبرڪ جي طور تي شرعي حڪمن جو مختصر بيان ڪيو ٿو وڃي، ڇو ته تصوف جو بنياد شرعي حڪمن تي ٻڌل آهي.

## تيمم

هڪ صوفي مسافر جي لاءِ تيمم، جورابن تي مسح ڪرڻ نماز قصر ڪرڻ ۽ نماز جمع ڪرڻ جي مسئلن جو علم به ضروري آهي، تيمم ڪرڻ بيمار ۽ مسافرجي لاءِ پاڻي نه ملڻ جي صورت ۾ يا جڏهن پاڻيءَ جي استعمال سان جان کي خطرو هجي ته ان لاءِ جائز آهي خواهه هن تي غسل جنابت فرض هجي يا هو بغير وضوءَ جي هجي، فقها جي صحيح ترين قول جي مطابق هن صورت ۾ به تيمم جائز آهي جو مال جو ضايع ٿيڻ يا مرض جي وڌي وڃڻ جو خدشو هجي، يا پنهنجي ۽ پنهنجي اجايل ساٿي يا جانور جي پيئڻ لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت هجي (مگر طهارت لاءِ ان کان وڌيڪ پاڻي نه هجي) انهن صورتن ۾ تيمم سان نماز پڙهڻ جائز آهي ۽ اهڙي نماز ٻيهر نه پڙهبي، البت گهڻي سرديءَ جي انديشي کان به تيمم سان نماز پڙهي ٿي سگهجي، پر اها ٻيهر ادا ڪرڻي پوندي.

تيمم انهيءَ صورت ۾ جائز آهي جڏهن پاڻيءَ کي مناسب جاين تي تلاش ڪيو ويو هجي، پاڻيءَ جي تلاش ڪرڻ جون جايون اهي آهن جتي مسافر ڪنهن منزل تي پهچي ڪاٺيون ۽ گاهه وغيره ڳوليندو

آهي،پاڻيءَ جي ڳولا نماز جو وقت ٽي وڃڻ وقت ڪرڻ گهرجي هن معاملي ۾ مختصر ۽ طويل سفر ٻئي برابر آهن.

جيڪڏهن ڪنهن کي نماز جي آخري وقت ۾ پاڻي ملڻ جو يقين هجي پر ان جي باوجود هن نماز پڙهي ورتي ته فقهاءِ جي صحيح قول جي مطابق ان جي نماز جائز آهي، ۽ جيتري نماز هن تيمم سان پڙهي آهي اها ٻيهر ادا نه ڪبي،چاهي وقت اجان هجي، جيڪڏهن‌شروع کان ئي پاڻيءَ جي موجود هجڻ جي توقع هجي ته تيمم باطل ٿي ويندو، جيئن ڪو قافلو اچي وڃي ته انهن کان پاڻي ملڻ جي توقع ڪري ٿي سگهجي. ان لاءِ تيمم جائز نه ٿيندو. جيڪڏهن ڪو تيمم‌سان نماز پڙهڻ دوران پاڻي ڏسي وٺي ته ان جي نماز باطل نه ٿيندي،۽ ان تي اها ٻيهر پڙهڻ ضروري نه آهي ان جي باوجود مستحب هي آهي ته هو نماز کي پڇي ۽ پاڻيءَ سان وضو ڪري ۽ اهوئي قول زياده صحيح آهي.

فرض نماز جي لاءِ مقرر وقت کان اڳ تيمم نه ڪرڻ گهرجي، وقت شروع ٿيڻ کان پوءِ فرض نماز ۽ نفل هڪ ئي تيمم سان پڙهي ٿا سگهجن، پر نفلن پڙهڻ لاءِ جيڪو تيمم ڪيو ويو هجي ان سان فرض نمازون نه ٿيون پڙهي سگهجن، جيڪڏهن ڪنهن کي پاڻي ۽ مٽي نه ملي ته هو نماز پڙهي ٿو سگهي پوءِ انهن ٻنهين مان ڪا شيءِ ملي وڃي ته ٻيهر نماز ادا ڪري، پر بي وضو هجڻ جي حالت ۾ قرآن مجيد کي هٿ نه لائي،جيڪڏهن ناپاڪ آهي ته نماز ۾ قرآن مجيد جون آيتون به تلاوت نه ڪري بلڪ قرآن جي بجاءِ الله جل شانه جو ذڪر ڪري.

## تيمم جو طريقو

تيمم پاڪ مٽيءَ سان ڪرڻ گهرجي ان ۾ ريتي ۽ چونو مليل نه هجي، جيڪڏهن ڪنهن جانور جي پٺيءَ تي يا ڪپڙي تي ڌوڙ وغيره آهي ته ان سان تيمم ڪري ٿو سگهجي، تيمم جي وقت خدا جل شانه جو نالو وٺي نماز جي جائز هجڻ جي نيت ڪرڻ گهرجي. ان کان پوءِ مٽيءَ

تي هٿ هڻڻ گهرجي، منهن تي مسح ڪرڻ وقت هٿ جي آڱرين ڪي ملائي سڄي منهن تي مسح ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن ڪا فرض جاءِ مسح کان رهجي ويئي ته تيمم جائز نه ٿيندو، ٻنهين هٿن جي آڱرين کي کولي مٽيءَ تي ٻيهر هٽي سڀني ڏوئڻ وارين جاين تي مسح ڪئي وڃي، جيڪڏهن پوري مسح ڪرڻ لاءِ ٻيهر مٽيءَ تي هٿ هڻڻ جي ضرورت هجي ته ائين ڪري ٿو سگهجي، تانجو مٽيءَ سان سڀني ضروري جاين جي مسح ٿي وڃي، جيڪڏهن هڪڙي هٿ جي تري خالي ٿي وڃي ته ٻي هٿ جي تري سان مسح ڪجي تانجو ٻنهين هٿ جي ترين جي مسح مڪمل ٿي سگهي، مسح ڪرڻ وقت ڏاڙهيءَ تائين هٿ کي مسح لاءِ پهچائڻ گهرجي البت پاڙن تائين مٽي پهچائڻ ضروري نه آهي.

## جورابن تي مسح

مسافر جي لاءِ جورابن تي مسح ٽي ڏينهن ۽ ٽن راتين تائين ڪم ڏئي ٿي سگهي، پر مقيم لاءِ صرف هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات تائين مسح باقي رهندي، هن عرصيجي شروعات جوراب پائڻ کانپوءِ ان وقت کان ٿيندي جڏهن هو بي وضو ٿي پوي نه ڪيان وقت کان جڏهن هن جوراب پاتا آهن، جوراب پائڻ وقت نيت ڪرڻ جي ضرورت نه آهي، بلڪ مڪمل طهارت جي ضرورت آهي، لهاذا جيڪڏهن ڪنهن ٻيو پير ڌوئڻ کان اڳ جورابن تي مسح ڪئي ته هيءُ مسح درست نه آهي جورابن تي مسح ڪرڻ جي لاءِ شرط هي آهي ته انهن جورابن سان هلي چلي سگهي، ۽ فرض جاءِ لڪل هجي، جورابن جي مٿان ٿوري حصي تي مسح ڪرڻ ڪافي آهي. پر بهتر هي آهي ته هڪ دفعو جورابن جي مٿان ۽ هيٺين حصن جي پوري مسح ڪجي، جڏهن مسح جو حڪم ختم ٿي وڃي يعني هن جي مسح جو عرصو پورو ٿي وڃي يا هن جي فرض جاءِ جو ڪجهه حصو ظاهر ٿي پوي پوءِ پلي ان تي طهارت کان پوءِ جوراب پاتا وڃن ته صحيح قول هي آهي ته وضو ڪرڻ کانسواءِ ٻئي پير ڌوتا وڃن، جيڪڏهن مسح ڪرڻ وارو مسافر وطن ۾ مقيم ٿي پوي ته

اهو مقيم وانگر جورابن تي مسح ڪري، اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو مقيم سفر اختيار ڪري ته اهو مسافر وانگر مسح ڪري، جيڪڏهن جورابن تي سخت ڪپڙو چاڙهجي يا چمڙو چاڙهيو وڃي ته ان تي به مسح جائز آهي، بشرطيڪ ان جي ڍوئڻ جي فرض جي جاءِ لڪي وڃي،پر اٽيل جورابن تي جن سان پيرن جو ڪجهه حصو لڪل هجي ۽ باهيءَ تي غلاف چاڙهيو ويو هجي ته مسح جائز ناهي.

## نماز جي قصر ۽ جمع

جيسين تائين قصر ۽ جمع جو تعلق آهي ظهر ۽ عصر کي هڪ ئي وقت جمع ڪري ٿو سگهجي پر هر هڪ لاءِ هڪ تميم ڪرڻو پوندو ۽ انهن ٻنهين نمازن جي وچ ۾ گفتگو جي ذريعي يا ڪنهن ٻئي طريقي سان فاصلو نه ڪرڻ گهرجي، اهڙي طرح مغرب ۽ فجر جي نمازن کي مختصر ڪري (قصر جي صورت ۾) نٿو پڙهي سگهجي بلڪ انهن کي بغير قصر ۽ جمع جي اصلي صورت، ۾ پڙهڻ گهرجي.

مقرر سنتن ۾ ٻن قسمن جي سنتن کي جمع ڪري پڙهي ٿو سگهجي، يعني ظهر ۽عصر جي ٻن فرض رڪعتن کان پوءِ سنتون پڙهيون وڃن يا ان کان پوءِ سنتون پڙهيون وڃن يا ان کان پوءِ ٻه رڪعتون پڙهي ٿيون سگهجن، اهڙي طرح مغرب ۽ عشا جي فرض نمازن کانپوءِ انهن جون مقرر سنتون پڙهيون وڃن ۽ ان کان پوءِ وتر پڙهيو وڃي.

## سواريءَ تي نماز

سواريءَ تي فرض نماز ان وقت ادا ڪري ٿي سگهجي جڏهن غازي جنگ ۾ مصروف هجي، ان کان علاوه ٻي ڪنهن صورت ۾ سواريءَ تي نماز ادا ڪرڻ جائز نه آهي، پر مؤڪده سنتون ۽ نفل سواريءَ تي پڙهڻ جائز آهن، انهيءَ صورت ۾ رڪوع ۽ سجدي لاءِ اشارو ڪرڻ ڪافي آهي،سجدي جي لاءِ رڪوع کان وڌيڪ جهڪڻ گهرجي،پر جيڪڏهن قدرت رکي ٿو ته صحيح طريقي سان عمل ڪري ٿو سگهي.

اهڙي صورت ۾ رستي جي طرف سواريءَ جو رخ قبلي جي طرف هئڻ جي قائم مقام آهي لهاذا سواريءَ کي قبلي جي رخ کان علاوه ٻئي ڪنهن طرف موڙڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن هن حالت ۾ هن قبلي کان علاوه ٻئي ڪنهن طرف سواريءَ جو رخ ڪيو تہ هن جي نماز باطل ٿي ويندي.

پيادل هلڻ وارو بہ سفر ۾ نماز پڙهي ٿو سگهي ۽ احرام نہ ٻڌڻ جي صورت ۾ پنهنجي رخ جي طرف نماز پڙهي ٿو سگهي پر احرام جي حالت ۾ هن لاءِ قبلي ڏي منهن ڪري نماز پڙهڻ ضروري آهي.

جيڪڏهن ڪو مسافر مقيم هوءِ انهيءَ سفر اختيار ڪيو تہ پوءِ ان لاءِ ضروري آهي تہ هو ڏينهن روزي سان گذاري پورو ڪري، اهائي صورت ان وقت بہ هوندي جڏهن مسافر هجڻ کان پوءِ اقامت اختيار ڪري چو تہ سفر ۾ روزو رکڻ افطار ڪرڻ کان بهتر آهي، اهڙي طرح سفر ۾ مڪمل نماز جي بجاءِ مختصر نماز پڙهڻ (قصر ڪرڻ) افضل آهي.

اسان جي خيال ۾ سفر جا هي شرعي حڪم هڪ صوفيءَ لا ڪافي آهن.

## دنيادار صوفي

جيڪڏهن ڪير امير ٻنجي درويشن سان صرف اطاعت ڪرائڻ لاءِ رهي ۽ هو انڪري حڪومت ۽ عزت جو طلبگار ٿئي جو خانقاهہ جي خادمن تي مسلط ٿي وڃي ۽ انهن جي رضامندي حاصل ڪري تہ هي جاهل بوالهوس جو طريقو آهي، جيڪو صوفين ڪرامن جي طريقي جي بلڪل برخلاف آهي بلڪ هيءَ انهن ماڻهن جي روش آهي جيڪي دنيا دار ساٿي تلاش ڪندا آهن تہ جيئن هو سڀ گڏجي دنياوي مقصد حاصل ڪن ۽ هو تارڪ الدنيا وارن ۾ داخل ٿي پنهنجا ذاتي مفاد حاصل ڪرڻ ٿا گهرن، بهرحال هنن جو هي اجتماع غيبت ۽ ناپسنديده مقامن ۾ داخل ٿيڻ ۽ سير وتفريح کان خالي نہ هوندو ۽ جيستائين خانقاهہ ۾ هنن

جو مفاد هوندو ان وقت تائين ڊگهو قيام ڪندا خواهہ ديني مفاد اتي پورو نہ ٿئي ۽ جڏهن هنن جو مفاد گهٽجي ويندو تہ اتان هليا ويندا پوءِ پلي ديني فائدن جي اتي ڪثرت هجي، پر هي صوفين ڪرامن جو طريقو نہ آهي.

## رفيق راهہ جي ضرورت

سفر جي مستحبن مان هي بہ هڪ آهي تہ صوفي پنهنجي لاءِ رفيق راهہ تلاش ڪري جيڪو هن ڪي ديني معاملن ۾ مدد ڏئي سگهي، جيئن چيو ويو آهي تہ" پهريائين ساٿي تلاش ڪيو پوءِ سفر ڪيو" انهيءَ ڪري رسول الله ﷺ جن اڪيلي سفر ڪان منع ڪئي آهي، پر جيڪڏهن ڪو صوفي پنهنجي نفس جي آفتن ڪان باخبر آهي ۽ صحيح بصيرت ڪان پوءِ اڪيلائيءَ ڪي اختيار ٿو ڪري تہ ان جي اڪيلي سفر ڪرڻ ۾ ڪو حرج ناهي.

جيڪڏهن جماعت سان سفرڪجي تہ انهن مان ڪو بهتر ماڻهو امير بنجي وجي، جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ "جيڪڏهن سفر ۾ توهان ٽي ماڻهو آهيو تہ پاڻ مان هڪ کي امير بنايو" هي امير اهو آهي جنهن کي صوفي بشير جي نالي سان چوندا آهن. امير زاهد ترين ماڻهو هجي ۽ هو سڀني ۾ زياده پرهيزگار ۽ سڀني ڪان وڌيڪ بامروت، سخي ۽ شفيق انسان هجي، جيئن حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" خدا جل شانہ جي ويجهو بهترين ساٿي اهو آهي جيڪو پنهنجي ساٿين جي لاءِ بهترين هجي."

شيخ عبدالله المروزي رحمہ الله عليہ ڪان نقل ٿيل آهي تہ ابو علي الرباطي رحمہ الله عليہ هڪ دفعي سفر ۾ هن جا ساٿي ٿيا تہ شيخ عبدالله جن فرمايو تہ" مان امير ٿيان يا توهان؟" هنن فرمايو تہ "توهان امير بنجو" چنانچہ هو پنهنجو ۽ شيخ ابو عليءَ جو سامان پنهنجي پٺيءَ تي کڻي هلندا رهيا، هڪ رات بارش ٿي تہ شيخ عبدالله سڄي رات پنهنجي ساٿيءَ جي مٿانهينءَ بيٺا

رهيا ۽ بارش کان بچائڻ لاءِ کين ڪمبل سان ڍڪيندا رهيا، جڏهن هو منع پيا ڪن ته پاڻ چون پيا ته" ڇا مان امير نه آهيان ۽ توتي منهنجي اطاعت فرض نه آهي"؟

## سفر جا طور طريقا

مستحب هي آهي ته جڏهن درويش سفر جو ارادو ڪري ته پنهنجي پائرن کي الوداع چئي، ۽ رسول الله ﷺ جن جي دعا جي مطابق انهن لاءِ دعا ڪري ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته مان حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن سان مڪي معظم کان مديني منوره جي سفر ۾ گڏ رهيس، جڏهن مان هنن کان موڪلائڻ لڳس ته هنن مون کي اڳتي هلي الوداع چيو ۽ فرمايائون ته مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته" حضرت لقمان عليه السلام پنهنجي پٽ کي چيو ته "اي منهنجا پٽ! جڏهن الله تعاليٰ جل شانه جي سپرد ڪا شيءِ ڪئي ويندي آهي ته اهو هن جي حفاظت ڪندو آهي لهاذا مان تنهنجو دين تنهنجي امانت ۽ تنهنجو انجام ڪار الله جل شانه جي سپرد ٿو ڪريان"

حضرت زيد بن ارقم جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" جڏهن توهان مان ڪير سفر جو ارادو ڪري ته پنهنجي پائرن کي الوداع چئي، ڇو ته الله تعاليٰ جل شانه هن جي دعائن ۾ برڪت ٿو عطا فرمائي، هي روايت به ڪانئن منقول آهي ته پاڻ ڪنهن کي الوداع چوندا هئا ته فرمائيندا هئا ته خدا جل شانه توکي تقويٰ جو ثمر عنايت فرمائي تنهنجا گناهه معاف ڪري ۽ جاڏي به روانه ٿيو ته توهانکي ڀلائيءَ جي توفيق عطا فرمائي:

## خدا جل جلاله جي سپرد ڪرڻ

هن جي سائين کي به گهرجي ته جڏهن هو خدا حافظ چئي دعا ڪري ته هو اهو يقين رکي ته خدا جل شانه ان جي دعا قبول ڪندو، روايت آهي ته حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه چند ماڻهن کي

انهن جا وظيفا عطا فرمائي رهيو هو ته هڪ ماڻهو پنهنجي پٽ کي وٺي آيو، حضرت عمر رضي الله عنه جن هن کي فرمايو ته مون ڪنهن کي به هن کان وڌيڪ تنهنجو مشابهه نه ڏٺو" هن چيو" اي امير المؤمنين مان هن جي باري ۾ هڪ واقعو بيان ٿو ڪيان، هڪ دفعي مان سفر لاءِ روانو ٿيڻ جو ارادو ڪيو ان وقت هي ڇوڪرو ماءُ جي پيٽ ۾ هو ان ڪري هن چيو" توهان مون کي هن حالت ۾ ڇڏي ٿا وڃو"؟ مون چيو ته جيڪو تنهنجي پيٽ ۾ آهي ان کي خدا جل جلاله جي سپرد ڪري ٿو وڃان" اهو چئي مان روانو ٿي ويس جڏهن واپس آيس ته معلوم ٿيو ته هوءَ مري ويئي هئي،اسين ويهي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳاسين ته اوچتو هن جي قبر مان باهه ڏسڻ ۾ آئي مون پڇيو ته هيءَ باهه ڇاجي آهي؟ ماڻهن چيو ته هيءَ باهه فلاڻي عورت جي قبر مان ظاهر ٿيندي آهي ۽ هر رات اسين اها ڏسندا آهيون، مون چيو ته خدا جو قسم اها عورت گهڻا روزا رکندي هئي ۽راتين جو اٿي عبادت ڪندي هئي، ائين چئي مان ڪوڏر کڻي وڃي قبر کي کوٽيو ته اتان هڪ ڏيو نڪتو ۽ ڏٺم ته هي ڇوڪرو چري رهيو هو، ان تي اهو آواز آيو ته هيءَ تنهنجي امانت آهي جيڪڏهن تون هن جي ماءُ کي به خدا وند ڪريم جي سپرد ڪرين ها ته ان کي به موجود۽ زنده ڏسين ها" ان تي حضرت عمر رضي الله عنه جن فرمايو" واقعي هي اهڙو ئي تنهنجي مشابهه آهي جيئن هڪڙو ڪانءُ ٻئي ڪانءَ جي مشابهه هوندوآهي."

## سفر جي دعا

مناسب هي آهي ته جڏهن ڪو درويش ڪنهن منزل کان رخصت ٿئي ته ٻه رڪعتون نقل پڙهي هيءَ دعا پڙهي:

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُمَّ زِدْنِي التَّقْوٰى وَاغْفِرْلِيْ ذُنُوْبِيْ وَوَجِّهْنِيْ لِلْخَيْرِ اَيْنَمَا تَوَجَّهْتُ | اي الله! تون مون کي تقويٰ جو توشو عطا فرماءِ ۽ منهنجي گناهن کي معاف ڪر ۽ جاڏي به وڃان مون کي ڀلائيءَ ڏي متوجه ڪر. |

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪنهن منزل تي لهندا هئا تہ اتان ٻہ رڪعتون پڙهي پوءِ اتان اڳتي هلندا هئا، انڪري جيڪو بہ ڪنهن منزل يا خانقاهہ ڪان روانو ٿئي تہ ٻہ رڪعتون پڙهي ان کي الوداع چئي ۽ جڏهن ڪنهن جانور تي سوار ٿئي تہ هي پڙهي:

سُبْحٰنَ الَّذِيْ سَخَّرَلَنَاهٰذَا وَمَا كُنَّا لَهٗ مُقْرِنِيْنَ بِسْمِ اللهِ وَاللهُ اَكْبَرُ تَوَكَّلْتُ عَلَي اللهِ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّتَ اِلَّا بِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ اَللّٰهُمَّ اَنْتَ الْحَامِلُ عَلَي الظَّهْرِ وَاَنْتَ الْمُسْتَعَانُ عَلَي الْاُمُوْرِ

پاڪ آهي اها ذات جنهن هن کي اسان جو تابع بنايو نہ تہ اسين هن کي تابع نہ ٿي بنائي سگهياسين الله جي نالي سان (شروع ٿو ڪيان) ۽ الله تمام وڏو آهي، مون الله تي ڀرسو ڪيو طاقت ۽ قدرت صرف سربلند ۽ عظمت واري خدا جي ئي ذريعي (حاصل ٿي سگهي ٿي) آهي. اي الله تون ئي هنن (جانورن جي) پٺين تي سوار ڪرڻ وارو آهين ۽ سيني ڪمن ۾ توکان ئي مدد طلب ڪئي وڃي ٿي.

بهتر هي آهي تہ منزل ڪان صبح جو سويل ڪوچ ڪجي ۽ خميس جي ڏينهن ان جي شروعات هجي، حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه فرمائين ٿا تہ رسول الله ﷺ جن عام طور تي خميس جي ڏينهن سفر تي روانو ٿيندا هئا، ۽ جڏهن ڪين ﷺ کو لشڪر موڪلڻو هوندو هو تہ ان کي بہ ڏينهن جي شروع ۾ روانو فرمائيندا هئا.

## منزل جي دعا

اَللّٰهُمَّ رَبَّ السَّمٰوٰتِ وَمَا اَظْلَلْنَ وَرَبَّ الْاَرَضِيْنَ وَمَا اَقْلَلْنَ وَرَبَّ الشَّيَاطِيْنِ وَمَا اَظْلَلْنَ وَرَبَّ الرِّيَاحِ وَمَا ذَرِيْنَ وَرَبَّ الْبِحَارِ

اي منهنجا خدا! جيڪو سيني آسمانن ۽ ان جي ڇاپي وارين شين ۽ سيني زمينن ۽ انهن جي ڪنيل شين جو پروردگار آهي، هو سيني شيطانن ۽ انهن جي گمراهہ ڪيل

وَمَاجِرِيْنَ. اَسْئَلُکَ خَيْرَ هٰذَا الْمَنْزِلِ وَخَيْرَ اَهْلِهٖ وَاَعُوْذُ بِکَ مِنْ شَرِّ هٰذَا الْمَنْزِلِ وَشَرِّ اَهْلِهٖ

ماڻهن جو، هوائن جو ۽ انهن سان اڏامندڙ شين جو، سمنڊن جو ۽ انهن ۾ ترڻ وارين شين جو پروردگار آهي (اي خدا) مان توکان هن منزل ۽ هن جي رهڻ وارن جي ڀلائيءَ جو طالب آهيان ۽ هن منزل ۽ ان تي رهڻ وارن جي برائيءَ کان پناهه ٿو گهران.

۽ جڏهن منزل تي لهي ته ٻه رکعتون نماز پڙهي.

## سفر جو ضروري سامان

مسافر کي گهرجي ته هن وٽ طهارت جو سامان موجود هجي، جون ٿا ته شيخ ابراهيم الخواص رحمه الله عليه جن وٽ سفر ۽ حضر ۾ چار شيون ضرور هونديون هيون (١) لوٽو (٢) سئي ڌاڳو (٣) قينچي (۴) رسي.

حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها جن کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جڏهن سفرڪرڻ فرمائيندا هئا ته پاڻ سان پنج شيون کڻندا هئا (١) آئينو (٢) سرمي داڻي (٣) استرو (پاکي) (۴) مسواڪ (ڏنڊڻ) (۵) ڦڻي . ۽ هڪ روايت ۾ قينچيءَ جو ذڪر به آيو آهي. ان کان علاوه عصا (لٺ) به صوفيا ڪرام سان هميشه هوندي هئي ۽ اها به سنت آهي.

حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" جيڪڏهن مان منبر کي استعمال ٿو ڪريان ته حضرت ابراهيم عليه السلام به ان جو استعمال ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن مان لٺ ٿو کڻان (استعمال ڪيان) ته حضرت ابراهيم عليه السلام حضرت موسيٰ عليه السلام به استعمال ڪري چڪا آهن.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه جن کان روايت آهي ته پاڻ

فرمايائون تہ لٹ جو سھارو وٺڻ پيغمبر جي عادت آهي، خود رسول الله ﷺ جن جي بہ هڪ لٺ هوندي هئي جنهن تي پاڻ سھارو وٺندا هئا ۽ ٻين کي بہ سھارو وٺڻ جو حڪم فرمائيندا هئا .لوٽو ساڻ کڻڻ بہ مسنون آهي، چنانچہ حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ جن کان روايت آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ جيئن ئي رسول الله ﷺ لوٽي سان وضو ڪري فارغ ٿيندا هئا تہ ماڻھو سندن طرف ڊوڙندا ويندا هئا، پاڻ ﷺ جن پڇيو تہ توهان ائين ڇو ڪندا آهيو؟ هو چوڻ لڳا تہ يا رسول الله ﷺ اسان کي پيئڻ ۽ وضو ڪرڻ لاءِ صرف اهوئي پاڻي ملي ٿو جيڪو توهان وٽ هوندو آهي، ان تي پاڻ ﷺ پنهنجو هٿ مبارڪ لوٽي تي رکيائون، تہ مان ڇا پيو ڏسان تہ سندن مبارڪ آڱرين مان چشمن وانگر پاڻي نڪرڻ لڳو ۽ انهيءَ وقت انهيءَ پاڻيءَ سان ماڻھو وضو ڪرڻ لڳا، حضرت جابر رضي الله عنہ جن کان معلوم ڪيو ويو تہ توهان گھڻا ماڻھو هئا، پاڻ رضي الله عنہ فرمايائون تہ جيڪڏهن اسين هڪ لک هجون ها تہ بہ هي پاڻي پورو ٿي وڃي ها پر غزوه حديبيہ ۾ اسين صرف پندرهن سؤ ماڻھو هئاسين.

چيلھہ کي ٻڌڻ بہ صوفياءِ ڪرام جو طريقو آهي تہ رسول الله ﷺ ۽ سندن اصحابن سڳورن رضي الله عنہ مديني منوره کان مڪي معظمہ تائين حج لاءِ پيادل سفر فرمايو،ان وقت پاڻ فرمايائون تہ توهان پنهنجي ڪمر بندن سان چيلهين کي ڇڪي ٻڌو چنانچہ اسان چيلهيون ڇڪي ٻڌيون ۽ سندن پويان ڊوڙندا هلياسين.

## سفر جون رسمون

جڏهن ڪو درويش خانقاھ کان روانو ٿئي تہ صوفيہ ڪرام جا طور طريقا هي آهن تہ سفر واري ڏينهن صبح جو سويل ٻہ رڪعتون نماز پڙهجي جيئن هاڻي اسان ذڪر ڪيو تہ ٻہ رڪعتون پڙهي پوءِ انهيءَ مقام کي الوداع چئجي، پوءِ جتين کي ڇنڊي، ٻهريائين سڄي ٻانهن ۽ پوءِ قميس جي کٻي ٻانهن ڇنڊجي ان کان پوءِ اڳتي سان چيلھہ کي ڇڪي

ڀڄجي،ان کان پوءِ جتين جي ٽيلهيءَ کي ڇنڊي ۽ جتي جتيون پائڻيون هجن اتي اچي مصلي کي ٻيڻو ڪري وڇائي ۽ ھڪڙي جوتي کي ٻئي تي هٽي صاف ڪري،ڪٻي هٿ ۾ جوتو ۽ سڄي هٿ ۾ ٽيلهي هجي،ٽيلهيءَ ۾ جوتن جي ڪڙي هيٺ هجي ۽ ٽيلهيءَ جو منهن ٻڌي ڇڏجي،ڪٻي رخ کان جوتو اندر رکي ان کي ڇيلهه جي هيٺان رکي ڇڏجي ان کان پوءِ مصلي تي ويهي ڪٻي هٿ سان جورابن کي اڳيان رکي صاف ڪري ۽ ساڄي کان پائڻ شروع ڪري ان وقت جوتي يا ڪمر بند جي حصي جي ڪنهن شيءِ کي زمين تي نه ڪرڻ ڏئي،ان کان پوءِ هٿ ڌوئي ۽ انهيءَ جاءِ ڏي منهن ڪري جتان نڪري رهيو آهيءِ حاضرين کي الوداع چئي.

جيڪڏهن ڪو پاءُ پخال، لوٽو، يا لٺ ڪٺي خانقاهه جي ٻاهر تائين هلڻ گهري ته ان کي منع نه ڪري ۽ ڪٻي هٿ کي ساڄي بغل جي هيٺان ڪڍي ۽ ڪٻي پاسي پخال ٻڌي، سڄو ڪلهو خالي هئڻ گهرجي ۽ پخال جي ڳنڍ ساڄي پاسي هجي.

جيڪڏهن رستي ۾ ڪنهن سٺي جاءِ تي پهچي يا درويش پائرن جي جماعت يا انهن جي گروهه جو شيخ هن جو استقبال ڪن ته پخال کي کولي هڪ پاسي رکي پوءِ استقبال ڪرڻ وارن سان ملي ۽ ڪين سلام ڪري جڏهن هو هليا وڃن ته پوءِ پخال کي وري ٻڌي ۽ جڏهن ڪنهن منزل تي پهچي چاهي اتي خانقاهه هجي يا نه هجي مشڪيزه کي کولي ۽ ان کي پنهنجي کاٻي بغل جي هيٺان رکي اهڙي طرح لٺ ۽لوٽي کي به ڪٻي هٿ سان پڪڙڻ گهرجي.

سفر جي هنن رسمن کي خراسان ۽ ڪوهستاني ايران جي درويشن پسند ڪيو آهي، مگر عراق شام ۽ عرب جا اڪثر درويش انهن رسمن جا پابند نه آهن، هن جي پابنديءَ جي سلسلي ۾ درويشن ۾ اختلاف آهي ڪي هن جي پابندي نه ٿا ڪن ۽ چون ٿا ته رسمون ضروري نه آهن ۽ هنن جي پابنديءَ سان ظاهري رسمن جي پابندي ۽ اصل حقيقت

ڪان غفلت لازمي ايندي، پر جيڪي هنن جا پابند آهن اهي چون ٿا تہ اِهي اُهي طور طريقا آهن جن کي قديم بزرگن اختيار ڪيو هو، ان ڪري هي جڏهن ڪنهن کي هن باري ۾ ڪا خامي ٿا ڏسن تہ ان کي حقارت جي نگاهہ سان ٿا ڏسن ۽ چون ٿا تہ هي صوفي نہ آهي پر ٻئي گروهہ انهيءَ معاملي ۾ اعتدال جي حد کان ٻاهر آهن، اصل حقيقت هيءَ آهي تہ جيڪي انهن رسمن جا پابند آهن اهي مذمت جي قابل نہ آهن، ڇو تہ هي رسمون شريعت جي خلاف نہ آهن بلڪ ادب جو شان آهن ۽ جيڪي هنن جا پابند نہ آهن انهن جي لاءِ ڪو حرج ڪونهي، ڇو تہ هي رسمون شريعت ۾ نہ واجب آهن ۽ نہ مستحب، بهرحال خراسان ۽ ايران جا درويش انهن جي پابنديءَ ۾ افراط تائين پهچي ويا آهن ۽ ان جي خلاف عراق شام ۽ ايران جا درويش هن معاملي ۾ تفريط جي حد تائين هليا ويا آهن نہ تہ اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ جيڪا شيءِ شريعت ۾ ناپسنديده آهي اها خراب هوندي آهي ۽ جيڪا شريعت جي خلاف نہ هجي اها بري نہ آهي اهڙي صورت ۾ هنن درويش پائرن جي تصرفات کي معذرت جي قابل سمجهڻ گهرجي جيسين تائين اهي بري ڪم ۾ مبتلا نہ ٿين يا مستحب ڪم ۾ ڪوتاهي ڪن.

باب ١٨

# سفر کان واپسي ۽ خانقاھ نشيني

درويش کي گهرجي تہ جڏهن سفر کان واپس اچي تہ رهائش جي مشڪلات کان خدا جل شانہ جي پناھ گهري جيئن هو سفر جي تڪليفن کان پناھ جو طالب هو، انهيءَ سلسلي ۾ مسنون دعا هيءَ آهي:

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَعُوْذُ بِکَ مِنْ وَعْثَآءِ السَّفَرِ وَكَآبَةِ المتقلب وَسُوْءِ المنظر فِي الْاَهْلِ وَالْمَالِ وَالْوَلَدِ | اي الله! مان سفر جي تڪليفن، مسافر جي رنج ۽ اهل ومال ۽ اولاد جي بري منظر (کان بچي) تنهنجي پناھ ۾ ٿو اچان. |

جڏهن انهيءَ شهر جي ويجهو پهچي وڃي جتي قيام ڪرڻ جو ارادو هجي تہ اتان جي زنده ۽ مرده کي اشاري سان سلام ڪري ۽ جيترو ممڪن ٿي سگهي قرآن مجيد پڙهي زنده ۽مردن کي تحفي جي طور پيش ڪري ۽ تڪبير پڙهي ڇو تہ هيءَ روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جنگ يا حج کان واپس ايندا هئا تہ زمين جي مٿاهين حصي تي ٽي دفعا تڪبير چوندا هئا، ۽هي پڙهندا هئا.

| | |
|---|---|
| لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْکَ لَهٗ لَهُ الْمُلْکُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ - آئِبُوْنَ تَائِبُوْنَ عَابِدُوْنَ سَاجِدُوْنَ لِرَبِّنَا حَامِدُوْنَ صَدَقَ اللّٰهُ وَعْدَهٗ وَنَصَرَ عَبْدَهٗ | سواءِ هڪ الله جي ٻيو ڪير بہ عبادت جي لائق نہ آهي، هن جو ڪو شريڪ ڪونهي، هن جي ئي حڪومت آهي ۽ انهيءَ جي ئي تعريف ڪئي ويندي آهي ۽ هو هر شيءِ تي قادر آهي اسين واپس اچون ٿا، توبهہ ۽ عبادت ڪيون |

وَهَزَمَ الْاَحْزَابَ وَحْدَهٗ

تا،اسين پنهنجي پروردگار کي سجدو کيون ٿا ۽ ان جي ئي تعريف ٿا ڪيون،الله پنهنجو واعدو سچو ڪيو ۽ پنهنجي بندي جي مدد ڪئي ۽ اڪيلي سر لشڪرن کي شڪست ڏني.

۽ جڏهن پاڻ ﷺ شهر کي ڏسندا هئا ته هي فرمائيندا هئا.

اللهم اجعل لنا بها قرارا ورزقا حسنا

اي الله! اسان جو اتي ٺڪاڻو ٺاهه ۽ سٺو رزق عطا فرماءِ.

سفر کان واپس اچي غسل ڪرڻ بهتر آهي، اهڙي طرح رسول الله ﷺ جن جي فعل جو اتباع ٿو ٿئي ڇو ته پاڻ به مڪي معظمه ۾ داخل ٿيڻ وقت غسل فرمايو هئائون.

## ملاقات جون فضيلتون:

روايت آهي ته رسول الله صلی الله علیہ وسلم جڏهن غزوه احزاب کان واپس تشريف فرما ٿيا ۽ مدينه منوره ۾ قيام فرمايائون ته پاڻ زرهه کي لاهي غسل فرمايائون ۽ حمام ۾ تشريف وٺي ويا"

جيڪڏهن ڪير غسل نه ڪري سگهي ته پيهر وضو ڪري پاڪ صاف ٿئي ۽ خوشبوءِ لڳائي درويش ڀائرن سان ملاقات جي لاءِ تيار ٿئي. اتي زنده ۽ مرده ماڻهن جي برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ زيارت ڪري، حضرت ابو هريره رضي الله عنه فرمائن ٿا ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته هڪڙو ماڻهو پنهنجي ديني ڀاءُ جي ملاقات لاءِ روانو ٿيو ته خدا جل شانه ان جي رستي ۾ فرشتو وهاري ڇڏيو، انهيءَ فرشتي هن کان پڇيو" ڪاڏي ارادو آهي؟" جواب ۾ هن چيو ته" فلاڻي شخص سان ملاقات ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان" هن چيو "ڇا ان سان ڪا مائٽي ٿيئي؟" هن چيو ته "نه" وري پڇيائين ته هن جي احسان جو شڪريو ادا ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهين؟

چيائين تہ "نہ" وري پڇيائين تہ پوءِ ڪهڙي مقصد لاءِ ملاقات ٿو ڪرڻ ٿو وڃين؟" هن چيو تہ مان هن سان خدا جل شانہ ڪارڻ محبت ٿو ڪريان" ان تي فرشتي چيو تہ "مان خداپاڪ جي طرفان توڪي هي پيغام ٿو ڏيان تہ خدا وند ڪريم بہ توهان پنهين جي هڪ ٻئي سان محبت جي ڪري توهان سان محبت ٿو ڪري"

حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ " جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڀاءُ ڪي سڏي ٿو يا الله جل شانہ جي واسطي ان جي زيارت ٿو ڪري تہ خداوند تعاليٰ جل شانہ ان کي فرمائي ٿو تہ" تون گهڻو خوش رهہ ۽ تنهنجو سفر تمام سٺو آهي ۽ اهو اهڙي طرح جنت ۾ پنهنجو گهر ٺاهي ٿو"

روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون توهان کي قبرن جي زيارت کان منع ڪئي هئي پر هاڻي انهن جي زيارت ڪيو ڇو تہ هو توهان کي آخرت جي ياد ڏيارن ٿيون.

اهڙي طرح درويش کي زنده ۽مرڏو ٻنهين جو فيض حاصل ٿيندو جڏهن هو ڪنهن شهر ۾ داخل ٿئي تہ سڀ کان پهريائين ڪنهن مسجد ۾ وڃي ٻہ رڪعتون نماز پڙهي جيڪڏهن جامع مسجد جو ارادو ڪري تہ اهو وڌيڪ بهتر ٿيندو، ڇو تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن بہ تشريف فرما ٿيندا هئا تہ پهريائين مسجد ۾ وڃي ٻہ رڪعتون نماز پڙهندا هئا پوءِ گهر ۾ داخل ٿيندا هئا درويش لاءِ خانقاه گهر وانگر آهي، ان ڪري ان خانقاهہ جو قصد ڪرڻ مسنون آهي جيئن حضرت طلحہ رضي الله عنه جن کان روايت آهي، پاڻ فرمائن ٿا تہ " جڏهن ڪو ماڻهو مدينہ منوره ايندو هو تہ جيڪڏهن هن جو ڪو سڃاڻو هوندو هو تہ ان وٽ ترسندو هو ۽ جيڪڏهن هن جو ڪو واقف نہ هوندوهوس تہ اهو اصحابہ صفہ وٽ اچي ترسندو هو ۽ مان بہ اهل صفہ مان هئس"

## خانقاهه جا طور طريقا:

جڏهن درويش خانقاهه ۾ داخل ٿئي ته اهو انهيءَ جاءِ تي وڃي جتي بوٽ لاٿا ويندا هئا، اتي وڃي ٻيٺي ٻيٺي ڪمر بند کولي پوءِ پنهنجو ٿيلهو ڪبي ٻانهن کان ڪڍي ۽ سڄي هٿ سان ٿيلهي جو منهن کولي ۽ کبي هٿ سان جوتا لاهي زمين تي رکي ۽ ڪمر بند ٿيلهي ۾ رکي ان کان پوءِ کبو جوراب لاهي، جيڪڏهن باوضو هجي ته پنهنجا جوراب لاهي رستي جي مٽي ۽ پکهر وغيره دور ڪرڻ لاءِ پير ڌوئي ۽ جڏهن مصلي تي اچي ته مصلي جي ڪابي ڪنڊ کي الٽو ڪري ان سان پير اگهي پوءِ قبلي ڏي منهن ڪري ٻه رڪعتون نماز پڙهي سلام ورائي ۽ اهو خيال ڪري ته مصلي تي سجدي واري جاءِ تي پير نه لڳن. هي اهي ظاهري رسمون آهن جن کي گهڻن صوفين ڪرام پسند فرمايو آهي، جيڪو هنن جو پابند ٿئي ته ان تي ڪو اعتراض نه ٿو ٿي سگهي ڇو ته مشائخ ڪرامن ان کي پسند ڪيو آهي، انهيءَ پابندي مان هنن جو ظاهر مقصد اهو آهي ته مريد خاص قسم جي پابندي جو پابند ٿي وڃي ۽ هميشه پنهنجي عادتن جو خيال رکي، پنهنجي هر حرڪت ۾ ادب ۽ خاص مقصد ۽ عزيمت ان جي سامهون هجي،پر جيڪڏهن ڪو درويش هنن رسمن مان ڪنهن شيءِ جي گهٽتائي ڪري ته اهو ان وقت تائين اعتراض جوڳو نه ٿيندو، جيسين تائين هو ڪنهن واجب يا مستحب معاملي ۾ خلل انداز نه ٿئي ان جو سبب هي آهي ته رسول الله ﷺ جن جا اصحاب، صوفين جي گهڻن رسمن جا پابند نه هئا، ان ڪري خانقاهه جي نوجوانن کي ڪنهن نئين آيل کان هن جي نيڪ نيتيءَ جو لحاظ ڪرڻ کان سواءِ هنن رسمن جو مطالبو ڪرڻ درست نه آهي، ڇو ته هي ممڪن آهي ته درويشن پنهنجون ٻانهون مٿي ڪرڻ جي بنا خانقاهه ۾ داخل ٿئي جڏهن جو هن سڄي سفر ۾ ٻانهون نه چڙهايون هجن ته اهڙي موقعي تي هن کي ٻڌايو وڃي ته هو صرف ڏيکاءَ لاءِ هي ڪم نه ڪري،ڇو ته هن

ڪنهن مستحب ڪم جي خلاف ورزي نہ ڪئي آهي، آستينن (ٻانهن) چڙهائڻ وانگر پٽڪي ٻڌڻ جو بہ طريقو آهي.

پٽڪو ٻڌڻ مسنون آهي، جيئن اسان بيان ڪيو آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي اصحابن سڳورن مديني منوره کان مڪي معظمہ جي سفر ۾ چيلهين کي ٻڌو هئائون. ٻانهن چاڙهڻ جو فائدو اهو آهي تہ اهڙي طرح مسافر هلڪو ٿيندو آهي ۽ هلڻ ۾ بہ آساني ٿيندي آهي،ان ڪري جيڪو چيلهہ سان پٽڪو ٻڌي ۽ ٻانهون چاڙهي سفرڪندو تہ اهو انهيءَ حالت ۾ خانقاهہ ۾ داخل ٿيندو پر جنهن سفر ۾ چيلهہ کي نہ ٻڌو هجي يا سوار هجي ۽ انهيءَ پٽڪو نہ ٻڌو هجي تہ پوءِ صداقت جي تقاضا اها آهي تہ اهو انهيءَ حالت ۾ داخل ٿئي ۽ ڏيکاءَ لاءِ ٻانهون نہ چاڙهي ۽ نہ پٽڪو ٻڌي چو تہ اهو اجايو تڪلف ۽ رياڪاري ٿيندي، حالانڪ تصوف جو بنياد سچائي ۽ رياڪاريءَ جي مخالفت تي آهي.

## سلام نہ ڪرڻ جا سبب:

اهل تصوف جي هن عادت تي بہ نڪتہ چيني ڪئي ٿي وڃي تہ جڏهن هو خانقاهہ ۾ داخل ٿيندا آهن تہ سلام ڪرڻ ۾پيش قدمي نہ ڪندا آهن اهڙي موقعي تي هڪڙو نڪتہ چين چئي ٿو سگهي تہ هي طريقو غير مستحب آهي پوءِ بہ هن کي انهن مقصدن ۽ ارادن کي معلوم ڪرڻ کانسواءِ نڪتہ چينيءَ ۾ تڪڙ نہ ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ هنن جي سلام نہ ڪرڻ جو هي سبب ٿي سگهي ٿو (١) سلام الله تعاليٰ جل شانہ جو هڪ مبارڪ نالو آهي، جيئن حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ جن کان روايت آهي تہ"هڪڙو ماڻهو رسول الله ﷺ جن جي ڀرسان لنگهيو، ان وقت پاڻ ﷺ سڳورا پيشاب ڪري رهيا هئا، هن رسول الله ﷺ جن کي سلام ڪيو، پر پاڻ ﷺ سلام جو جواب نہ ڏنائون ايتري قدر جو هو ماڻهو نظرن کان پري ٿيڻ لڳو، ان وقت پاڻ ﷺ ڀت تي هٿ هڻي ٻانهن تي مسح ڪئي ۽ ان کان پوءِ هن ماڻهوءَ جي سلام جو جواب ڏنائون ۽ فرمايائون تہ

مان سلام جو جواب ان ڪري نہ ڏئي سگھيس جو آءٌ پاڪ نہ هئس.

ٻي روايت ۾ هي الفاظ آيا آهن تہ:

" پاڻ ﷺ ان وقت سلام جو جواب نہ ڏنائون جيسين پاڻ ﷺ جن وضو نہ ڪيو ، ان ڪان پوءِ پاڻ ﷺ معذرت ڪيائون ۽ فرمايائون تہ مان نہ ٿي چاهيو تہ ناپاڪيءَ جي حالت ۾ خدا جل شانہ ڪي ياد ڪيان."

اهڙي طرح هي عام اتفاق هوندو آهي تہ سفر ۾ درويشن جي جماعت مان ڪو بي وضو هجي،لهاذا جيڪڏهن ڪو باوضو شخص سلام ڪري ۽ بي وضو سلام نہ ڪري تہ ان جي حالت ظاهر ٿي پوندي،ان ڪري سلام ڪرڻ ان وقت تائين ملتوي هئڻ گھرجي، جيسين ڪو بي وضو وضو ڪري ۽ جيڪو پير ڌوئڻ چاهي اهو ڌوئي وٺي تانجو بي وضو جو حال لڪل رهي ۽ هو رسول اڪرم ﷺ جن جي پيروي ڪندي طهارت ڪان پوءِ سلام ڪن.

ڪڏهن مقامي صاحبن مان بہ ڪو پاڪ نہ هوندو آهي تہ اهو طهارت ڪان پوءِ ئي سلام جو جواب ڏيڻ جي قابل بڻجي سگھندو، ڇو تہ سلام الله تعالىٰ جل شانہ جو مبارڪ نالو آهي، انهيءَ سلسلي ۾ هي سنت بن دليل آهي جيڪو بيان ڪيو ويو آهي.

(٢) ٻيو سبب اهو بہ آهي تہ جڏهن درويش واپس ايندو آهي تہ هن جا درويش ڀائر هن سان ملندا آهن، ان وقت سفر جا آثار ۽ مٽي ۽ ڌوڙ جي ڪري هو ملڻ کي ناپسند ڪندو آهي لهاذا هو وضو ڪري ۽ پاڪ صاف ٿيڻ ڪان پوءِ سلام ڪندو ۽ ملندو آهي.

(٣) ھڪڙو سبب هي بہ آهي تہ اهل خانقاہ صاحب مراقبہ ۽ اهل حال هوندا آهن ان ڪري جيڪڏهن ڪو اوچتو اچي سلام ڪري تہ صاحب مراقبہ گھبرائجي ويندو ۽ هن ڪي پريشاني ٿيندي ان ڪري سلام ڪرڻ ڪان اڳ انهن ڪي مانوس ڪرڻ لاءِ درويش داخل ٿي پنهنجا پير ڌئي ۽ وضو ڪري ٻہ رڪعتون نفل پڙهي، ان وقت هيءَ جماعت خبردار

ٿي هن جي ملاقات لاءِ تيار ٿيندي،جيئن هو پاڻ بہ ان وقت هنن جي ملاقات جي قابل هوندو خداوند تعالىٰ جل شانہ بہ حڪم ڏنو آهي تہ "ايتري قدر جو توهان هڪ ٻئي سان مانوس ٿي وڃو" هر جماعت جو مانوس ٿيڻ بہ هنن جي حال جي مطابق هوندو آهي.

(۴) پهرين سلام نہ ڪرڻ جو هڪڙو سبب هي بہ هوندو آهي تہ جڏهن هو خانقاهہ ۾ داخل ٿيو تہ ڄڻ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيو. هيءَ جاءِ هن لاءِ ڌاري نہ آهي بلڪ هن جا پائر رهندا آهن ۽ روحاني محبت انهن کي هڪ ئي رشتي ۾ منسلڪ ڪيو آهي ۽ جيئن تہ هي هن جو پنهنجو گهر آهي ان ڪري هو هن گهر ۾ مخلوق سان تعلق پيدا ڪرڻ کان اڳ خدا وند ڪريم سان رشتو جوڙڻ ٿو چاهي.

## روحاني طور طريقن جا ٻہ قسم:

جهڙي طرح درويش سلام جي شروعات نہ ڪرڻ کان معذور آهن ان طرح درويشن کي بہ گهرجي تہ انهن ماڻهن تي اعتراض نہ ڪن جيڪي داخل ٿي سلام جي شروعات ڪن،ڇو تہ جيئن سلام نہ ڪرڻ جا ڪجهہ سبب آهن تيئن سلام ڪرڻ جو بہ هنن وٽ بنياد موجود آهي.

ڳالهہ دراصل اها آهي تہ صوفين ڪرامن جا طور طريقا ٻن قسمن جا آهن. هڪڙو قسم اهو آهي جيڪو شريعت مان ثابت آهي. ٻئي قسم جا اهي آداب آهن جن کي مشائخن ڪرامن پسند فرمايو آهي. ڪجهہ شرعي نمونا اهي آهن جن جو هيٺئر اسان ذڪر ڪيو يعني پٽڪو ٻڌڻ، لٽ ۽ لوٽي جو استعمال ۽ سڄي پاسي کان بوٽ پائجن ۽ کاٻي پاسي کان لاهجن. هن سلسلي ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنہ جن جي حديث آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جڏهن توهان جوتا پايو تہ ساڄي پاسي کان شروع ڪيو ۽ جڏهن جوتا لاهيو تہ کاٻي پاسي کان شروع ڪيو، يا ٻئي هڪ وقت پايو ۽هڪ وقت لاهيو"

حضرت جابر رضي الله عنہجن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ کاٻو

جوتو ساڄي کان پهريائين لاهيندا هئا ۽ کاٻي کان پهريائين ساڄو جوتو پائڻ فرمائيندا هئا.

جيئن اسين ٻڌائي آيا آهيون ته مصلو وڇائڻ به مسنون آهي، ۽ هي به شريعت ۽ سنت کان ثابت آهي ته ڪو شخص ٻئي جي مصلي تي نه ويهي، جيئن هڪ وڏي حديث ۾ مشهور آهي ته" ڪو شخص ڪنهن ٻئي جي اختيار جي جاءِ تي امامت نه ڪري ۽ان جي اجازت کان سواءِ هن جي عزت جي جاءِ (مسند) تي نه ويهي- جڏهن ڪو پنهنجي ڀائرن کي سلام ڪري ته انهن سان ڀاڪر پائي ملي ۽ هو به هن سان ڀاڪر پائي ملن. جيئن حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه جي روايت آهي ته جڏهن حضرت جعفر رضي الله عنه حبشه جي سرزمين کان واپس آيو ته رسول الله ﷺ جن سان ڀاڪر پائي مليو.

۽ جيڪڏهن چمي ڏئي ته به ڪو حرج نه آهي،ڇو ته ان لاءِ به حديث ۾ آيل آهي ته" جڏهن حضرت جعفر رضي الله عنه جن واپس آيا ته پاڻ سڳورن ﷺ هن جي اکين جي درميان چمي ڏني ۽ فرمايائون ته" مان خيبر جي فتح ٿيڻ سان ايترو خوش نه آهيان جيترو جعفر رضي الله عنه جي اچڻ تي مسرور آهيان"

## هٿ ملائڻ:

پنهنجي ڀائرن سان هٿ به ملائڻ گهرجن جيئن پاڻ ﷺ جن فرمايو ته "حضرت انس رضي الله عنه جن کان روايت آهي ته پاڻ ﷺ جن کان پڇيو ويو ته" يا رسول الله ﷺ! جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي ڪنهن دوست يا ڀاءُ سان ملاقات ڪري ته ڇا هو هن جي سامهون جهڪي وڃي؟" فرمايائون "نه" وري پڇيو ويو ته ڇا هن سان چمبڙي وڃي ۽ ان کي چمي ڏئي"؟ فرمايائون "نه" وري عرض ڪيو ويو ته ڇا هن سان هٿ ملائي؟ فرمايائون ته" ها"

## آڌر ڀاءُ ڪرڻ:

خانقاهہ نشين درويشن ڪي گهرجي تہ هو اچڻ وارن درويشن جو آڌر ڀاءُ ڪن، جيئن حضرت عڪرمہ رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ هو فرمائن ٿا تہ جڏهن مان سندن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ" مان مهاجر سوار جو خير مقدم ٿو ڪريا" پاڻ ﷺ هي الفاظ بہ دفعا ارشاد فرمايائون.

جيڪڏهن هو (هن جي خير مقدم لاءِ) اٿي بيهن تہ ڪو حرج نہ آهي، بلڪ مسنون آهي، جڏهن حضرت جعفر رضي الله عنه جن آيا هئا تہ پاڻ سڳورا ﷺ ان جي لاءِ اٿي بيٺا هئا.

خادم جي لاءِ اهو مستحب آهي تہ هومسافر کي ڪاڌو پيش ڪري حضرت لقيط بن صبره فرمائين ٿا تہ"اسان جو وفد رسول الله ﷺ جن وٽ آيو تہ پاڻ ﷺ ان وقت گهر ۾ موجود نہ هئا. پر حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنه گهر ۾ موجود هئي، انهيءَ حڪم ڏنو تہ اسان جي لاءِ حريره تيار ڪيو وڃي، جيڪو تيار ڪيو ويو ۽ اسان وٽ هڪڙو طباق بہ آندو ويو جنهن ۾ ڪجوررون هيون. اسان هي سڀ شيون ڪاڌيون ان ڪان پوءِ رسول الله ﷺ جن تشريف فرما ٿيا تہ پاڻ ﷺ پڇيو تہ" ڇا توهان کي ڪجهہ مليو ٿو؟ اسان عرض ڪيو تہ " جي ها يا رسول الله ﷺ "!

اچڻ واري جي لاءِ بہ هي مستحب آهي تہ هو درويشن ڪي ڪا شيءِ اچڻ وقت پيش ڪري جيئن ذڪر ٿيل آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن مديني منوره تشريف فرما ٿيا تہ پاڻ ﷺ هڪ اٺ ذبح ڪيائون.

## شام جي واپسي جو مڪروهہ هجڻ:

صوفياءِ ڪرام عصر ڪان پوءِ اچڻ کي ناپسند ڪندا آهن هن جو ثبوت بہ حديث شريف ۾ موجود آهي تہ پاڻ رات جي وقت اچڻ ڪان منع فرمايو اٿن. ان جو سبب هي آهي تہ عصر ڪان پوءِ صوفيہ ڪرام

پاڪ صاف ٿي رات جو استقبال ڪندا آهن ۽ انهيءَ وقت هو ذڪر اذڪار ۽ استغفار ۾ مشغول ٿي ويندا آهن. حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنه جن کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "جڏهن توهان مان ڪير سفر کان واپس اچي ته اهو رات جي وقت پنهنجي گهر وارن جو آرام نه ڦٽائي" حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته "رسول الله ﷺ جن سفر کان ڏينهن جو چاشت جي وقت واپس آيا هئا" اهوئي سبب آهي جو صوفيہ ڪرام ڏينهن جي شروعاتي حصي ۾ واپس اچڻ کي مستحب سمجهندا آهن، تڏهن بہ هي ممڪن آهي تہ ڪن صاحبن شروع کي پنهنجي ڪمزوري يا ٻئي ڪنهن سببن پيادل هلڻ ۾ دير ٿي وڃي ته اهڙي قسم جي درويشن کي عصر تائين معذور سمجهيو وڃي، پر جڏهن عصر جو وقت ٿي وڃي تہ هي سمجهو ويندو تہ هنن ڏينهن جي شوروع ۾ اچڻ ۽ سنت جي پابندي ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي، جو هي ماڻهو عصر کان پوءِ اچڻ کي ناپسند ڪندا آهن.

جڏهن عصر جو وقت ٿي وڃي تہ ٻئي ڏينهن تي واپسي ملتوي ڪئي وڃي، تانجو چاشت جي وقت اچڻ ۾ سنت جي پيروي ٿئي. هن طريقي ۾ اها مصلحت بہ آهي تہ عصر کان پوءِ نماز پڙهڻ مڪروه آهي، جيئن تہ آداب سفر جي تقاضا آهي تہ اچڻ شرط بہ رڪعتون نماز پڙهجي ان ڪري هو عصر کان پوءِ اچڻ کي مڪروھ سمجهندا آهن.

ڪڏهن اهڙو اتفاق بہ ٿيندو آهي تہ اچڻ وارا درويش خانقاھ ۾ داخل ٿيڻ جي طور طريقي کان ناواقف هوندا آهن، اهڙي موقعي تي هو گهبرائجي ويندا آهن انڪري مسنون طريقو هي آهي تہ انهن ماڻهن سان محبت ۽ خنده پيشاني سان ملجي تہ جيئن هنن جي وحشت ۽ گهبراهٽ دور ٿئي هن ۾ تمام وڏي فضيلت آهي. جيئن حضرت ابو رفاعہ رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ:" مان رسول الله ﷺ جن وٽ آيس تہ ان وقت پاڻ ﷺ

خطبو ڏئي رهيا هئا مون عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ هڪ پرديسي آيو آهي، هو پنهنجي مذهب جي باري ۾ سوال ٿو ڪري ته هن کي خبر نه آهي ته هن جو مذهب ڇا آهي؟ هي ٻڌي پاڻ ﷺ مون ڏي متوجه ٿيا ۽ خطبو ملتوي ڪيائون، ان کان پوءِ سندن لاءِ لوهه جي پيرن واري هڪ ڪرسي آندي وئي، پاڻ ان تي ويهي مون کي مذهبي تعليم ڏيڻ لڳا، ان کان پوءِ پاڻ خطبي جي سلسلي کي جاري رکيائون، ۽ ان کي مڪمل ڪيائون.

## بداخلاقيءَ کان پرهيز:

لهذا درويشن جا بهترين اخلاق هي آهن ته هو مسلمانن سان نرمي اختيار ڪن ۽ ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ ايندڙ ناپسنديده ڳالهين کي برداشت ڪن، ڪڏهن ڪو درويش خانقاهه ۾ اهڙو به اچي ويندو آهي جيڪو صوفيانه رسم ورواج جي خلاف ورزي ڪندو آهي انڪري ان کي ڌمڪائي ڪڍيو ويندو آهي، پر هيءَ سخت غلطي آهي، ڇو ته خدا وند ڪريم جي نيڪ بندن ۽ اولياءِ ڪرام جي هڪ جماعت اهڙي آهي جيڪا ظاهري رسمن کان ناواقف هوندي آهي، هو خانقاهه ۾ نيڪ نيتيءَ سان داخل ٿيندا آهن، پر جڏهن هنن سان برو سلوڪ ٿيندو آهي ته انهيءَ بدسلوڪيءَ جي ڪري انهن جي طبيعت تي بار ٿيندو آهي ۽ انهن سان بدسلوڪي دنيا ۽ دين جي تباهيءَ جو سبب بنجي ٿي سگهي، لهذا اهڙين ڳالهين کان پرهيز ڪئي وڃي، بلڪ نبي ڪريم ﷺ جن جي اخلاق ۽ اسوة حسنه تي غور ڪيو وڃي ته پاڻ ﷺ سڳورا ٻين سان ڪيتري قدر نرمي ۽ خوش اخلاقيءَ سان پيش ايندا هئا. هي صحيح روايت آهي ته هڪ اعرابيءَ مسجد ۾ داخل ٿي پيشاب ڪيو. سندن ﷺ حڪم سان هڪ وڏو ڏول پاڻيءَ جو آندو ويو ۽ ان جاءِ تي وهايو ويو. پاڻ ﷺ بدوءَ کي ڌمڪايائون ڪو نه بلڪ خوش اخلاقيءَ سان ان کي سمجهايو ويو. سختي، بدسلوڪي ۽ بدڪلامي پليت باطن جي نشاني آهي جيڪا

صوفيا ڪرام جي حالات جي قطعي خلاف آهي"

جيڪڏهن خانقاهہ ۾ اهڙو شخص داخل ٿئي جيڪو اتي رهڻ جي قابل نہ هجي تہ ان کي ڪاڏو ڪارائي خوش اسلوبيءَ سان رخصت ڪيو وڃي ۽ هن سان سٺي گفتگو ڪجي ڇو تہ خانقاهہ نشينن جو اهوئي طريقو آهي.

## جسم کي دٻائڻ يا زور ڏيڻ:

اچڻ واري مهمانن کي زور ڏيڻ (جسم کي دٻائڻ) بہ سٺو طريقو آهي ۽ سنت نبوي ﷺ مان ثابت آهي حضرت عمر رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ"مان رسول الله ﷺ جن وٽ ويس، ان وقت هڪ غلام سندن ﷺ چيلهہ مبارڪ کي زور ڏئي رهيو هو، مون عرض ڪيو" توهان ﷺ جو ڇاحال آهي؟" فرمايائون تہ" ڏاڍيءَ مون کي ڪيرايو هو"

هي طريقو ان وقت پسنديده آهي،جڏهن ٿڪاوٽ ۽ سفر کان واپس اچڻ وقت جسم کي دٻايو وڃي، پر اهي ماڻهو جيڪي هن کي هميشہ جي عادت بنائڻ ۽ زورن ڏيارڻ کي ان لاءِ پسند ڪن تہ ان جي ذريعي هنن کي ننڊ اچي وڃي، ۽ ان ڪانسواءِ هنن کي آرام نہ ايندو هجي تہ اهڙي عادت درويشن جي شان جي خلاف آهي، حالانڪ شريعت ۾ جائز آهي، بهرحال هيءَ حقيقت آهي تہ ڪي درويش جن کي زورن ڏيارڻ جي عادت هئي ۽ انهيءَ ۾ هنن کي لذت نصيب ٿيندي هئي، انهن کي اڪثر احتلام ٿيندو هو ان وقت هو ان کي پنهنجي عادت جي سزا تصور ڪندا هئا، ڇو تہ همٿ وارا انسان آسانين ڏي مائل نہ ٿيندا آهن.

## سفر کان پوءِ آرام:

درويشن جو هي بہ طريقو آهي تہ سفر کان واپس اچڻ کان پوءِ جڏهن اطمينان سان ويهن تہ ان وقت تائين گفتگوءَ جو آغاز نہ ڪن، جيسين ڪانئن ڪا ڳالهہ پڇي نہ وڃي، بلڪ مستحب طريقو هي

آهي تہ ٽن ڏينهن تائين آرام ڪن ۽ ڪنهن سان ملاقات ۽ زيارت يا ڪنهن ڪم جي لاءِ شهر نہ وڃن، جيسين سفر جي ٿڪاوٽ چڱي طرح دور نہ ٿئي ۽ هنن جي طبيعت اصلي حالت تي موٽي نہ اچي، ڇو تہ سفر جي تڪليف جي ڪري مزاج ايترو تہ بگڙي ويندو آهي، جو ٽن ڏينهن کان پوءِ وڃي هن جي باطني حالت درست ٿيندي آهي، ان وقت هو پنهنجي نوراني طبيعت سان مشائخن جي ملاقات ۽ زيارت جي قابل ٿيندو آهي، ڇو تہ هو هر شيخ يا هر درويش پاڻ کان ملاقات جي ذريعي فيض انهيءَ وقت ئي حاصل ڪري ٿو سگهي جڏهن هن جو باطن منور هجي.

اسان جو محترم شيخ پنهنجي ساٿين کي اهائي هدايت فرمائيندا هئا تہ هو صرف نهايت خوشگوار وقت ۾ ئي روحانيت جي باري ۾ پنهنجي ساٿين سان گفتگو ڪن، انهيءَ صورت ۾ ڪين زبردست فائدو حاصل ٿي سگهي ٿو، ان وقت هنن جي ڪلام جو نوراني فيض قلب جي نوراني فيض جي مطابق جاري ٿيندو ۽ انهيءَ اندازي جي مطابق نوراني ڪلام جي سماعت ٿيندي.

جڏهن ڪو پنهنجي شيخ يا پيرڀائي جي ملاقات ڪري تہ رخصت ٿيڻ کان اڳ ان جي اجازت حاصل ڪري جيئن حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان مان ڪو پنهنجي ڀاءُ جي زيارت ڪري ۽ هن وٽ ويهي تہ هن جي اجازت حاصل ڪرڻ کان سواءِ نہ اٿي بيهي چاهي هو ڪيترا ڏينهن رهڻ جو ارادو ڪري.

اگر ڪنهن وٽ ڪافي فرصت هجي ۽ انديشو هجي تہ هن جو نفس بيڪاري ۽ بي عمليءَ جو شڪار ٿيندو تہ هو خدمت جو ڪو ڪم پنهنجي ذمي ڪٽي. جيڪڏهن هو هميشہ پنهنجي پروردگار جي ڪم ۾ مشغول رهي تہ عبادت جو هي مشغلو هن لاءِ ڪافي آهي. تاهم عبادت ڪرڻ وارن جي خدمت ڪرڻ بہ عبادت جي قائم مقام آهي، خانقاهہ جي

منتظر جي اجات کانسواءِ نہ نکري ۽ هر ڪم ۾ هن جي راءِ معلوم ڪري، هي اهي عمل آهن جيڪي صوفياءِ ڪرام ۽ خانقاهہ نشين ضروري سمجهندا آهن. الله تعاليٰ جل شانه ادب ۽ هدايت جي توفيق عطا فرمائي.

باب ١٩

# اسباب رکندڙ صوفيءَ جو حال

صوفياءِ ڪرام جا حالات مختلف آهن ڪي معيشت جي ظاهري سببن جي مطابق زندگي بسر ڪندا آهن ۽ ڪي ان ڪان منهن ڦيرائيندا آهن. نذر نياز تي وقت گذاريندا آهن ۽ ڪنهن معلوم ذريعي تي ڀروسو نہ ڪندا آهن، هو نہ ڪمائيندا آهن ۽ نہ گهرندا آهن، ڪي ڪمائي ڪائيندا آهن ۽ ڪي انتهائي فاقہ ڪشيءَ جي حالت ۾ سوال ڪندا آهن پر ڪي هن حالت ۾ بہ پنهنجي مقرر ادب جي حدن کان نہ نڪرندا آهن.

## سوال نہ ڪرڻ:

جڏهن ڪو درويش پنهنجي نفس ڪي علم جي ذريعي قابو رکي تہ هر معاملي ۾ ان ڪي خداوند تعاليٰ جل شانہ جي طرف فهم ۽ بصيرت عطا ٿي ٿئي ظاهري سببن ڪي اختيار ڪري يا ڇڏي ڏئي، بهرحال جيسين تائين ممڪن ٿئي درويش ڪي سوال ڪرڻ ڪان پرهيز ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ رسول الله ﷺ جن ترغيب ۽ تنبيهہ جي ذريعي سوال ڪرڻ ڪان منع فرمايو آهي، ترغيب جي سلسلي ۾ اها روايت آهي جيڪا حضرت ثوبان رضي الله عنہ جن ڪان نقل ٿيل آهي تہ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ" ڪير آهي جيڪو هڪ شيءِ جي ذميداري ڪٽي مان ان لاءِ بهشت جو ذميدار ٿيان" حضرت ثوبان رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ" اهو مان آهيان" پاڻ ﷺ جن فرمايو" تہ اها شيءِ اها آهي تہ تون ماڻهن ڪان ڪجهہ بہ نہ گهر" ان جو نتيجو اهو نڪتو جو جيڪڏهن حضرت ثوبان رضي الله عنہ جي لڪڻ جي ڏور ڪري پوندي هئي تہ هو ڪنهن ڪي ڪٽي ڏيڻ لاءِ نہ چوندا هئا، بلڪ گهوڙي تان لهي پاڻ ڪٽندا هئا.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه فرمائن ٿا ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته” جيڪڏهن توهان مان ڪير ڪاٺين جي ڀري ٻڌي پنهنجي ڇيله تي کڻي ۽ ان جي ذريعي روزي ڪمائي ۽ ان مان صدقو ڏئي ته ان جي لاءِ انهيءَ ڪان بهتر آهي جو هو ڪنهن جي سامهون سوال جو هٿ ڊگهو ڪري ۽ ان وقت هو هن کي ڪجهه بخش ڪري يا نه ڪري هن کي اختيار آهي بهرحال مٿاهون هٿ (ڏيڻ وارو) هيٺاهين هٿ (وٺڻ واري) ڪان بهتر هوندو آهي“

حضرت هلال بن حصين رضي الله عنه فرمائن ٿا ته مان مديني ۾ اچي حضرت ابو سعيد جي گهر ترسيس، هڪ محفل ۾ جڏهن اسين ٻئي موجود هئاسون ته انهن هي واقعو بيان ڪيو ته ”هڪ ڏينهن مون وٽ کاڌو ڪو نه هو بک جي شدت ڪان مون پيٽ تي پٿر ٻڌي ڇڏيو هو. منهنجي زال مون کي چيو ته تون رسول الله ﷺ جن وٽ وڃ، ڇو ته فلاڻن فلاڻن صحابين سندن خدمت ۾ تحفا پيش ڪيا آهن“ چنانچه مان روانو ٿي ويس ۽ دل ۾ خيال ڪيم ته مان ڪائنن ڪجهه گهرندس، جڏهن مان اتي پهتس ته پاڻ ﷺ خطبو ڏئي رهيا هئا ته”جيڪو نه گهرندو الله تعاليٰ جل جلاله ان کي محفوظ رکندو ۽ جيڪو بي نياز رهندو الله تعاليٰ جل شانه ان کي خوش حال بنائي ڇڏيندو، ۽ جيڪو اسان ڪان ڪا شيءِ گهرندو ته جيڪي اسان وٽ هوندو ان کي ڏينداسين ۽ هن سان همدردي ڪنداسين،پر جيڪو گهرڻ ڪان پرهيز ڪندو ۽ بي نياز رهندو اهو اسان کي گهرڻ واري ڪان وڌيڪ محبوب آهي“

هو فرمائن ٿا ته مان اهو ٻڌي موٽي آيس ۽ ڪائنن ڪجهه به نه گهريم جنهن جو اهو نتيجو ٿيو جو خداوند تعاليٰ جل شانه مون کي ايترو رزق ڏنو آهي جو مون کي هلڻي ڪا خبر ناهي ته انصار جو ڪو گهراڻو اسان ڪان وڌيڪ مالدار آهي“

تنبيهه ۽ ڊيڄارڻ جي لاءِ پاڻ فرمايائون ته توهان مان جيڪو

سوال ڪرڻ لاءِ هٿ ڊگھو نه ڪري اهو خدا وند ڪريم جي سامهون اهڙي حالت ۾ ويندو جو هن جي منهن تي گوشت جو نشان نه هوندو.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته مسڪين (غريب) اهو نه آهي جنهن کي هڪ يا ٻه لقما يا هڪ کجور يا ٻه کجوررون نه ملن، بلڪ مسڪين اهو آهي جيڪو ماڻهن جي سامهون سوال جو هٿ ڦيلائي، ۽ ان کي اها جاءِ معلوم هجي جتان ان کي ڏنو وڃي.

## خدا کان شرم:

سچا درويش ۽ حقيقي صوفي اهي آهن جيڪي ماڻهن کان ته ڪجھه نه ٿا گھرن، بلڪ انهن مان ڪي اهڙا باادب آهن جيڪي الله تعاليٰ جل شانه کان به دنيا جي ڪا شيءِ گھرندي شرم ٿا ڪن ۽ جڏهن هنن جو نفس گھرڻ جو ارادو ڪندو آهي ته خدائي هيبت مانع ٿيندي آهي ۽ گھرڻ کي گستاخي خيال ڪندا آهن ان وقت الله تعاليٰ جل جلاله هنن کي بغير گھرڻ جي گھڻون ڪجھه ڏئي ڇڏيندو آهي جيئن حضرت ابراهيم خليل الله عليه السلام جن جي باري ۾ مشهور آهي ته:

حضت جبرئيل الله عليه السلام باھ ۾ وجهڻ کان اڳ هنن وٽ آيو ان وقت پاڻ هوا ۾ هئا ۽ ڪانئن پڇيائين ته" چا توهان کي ڪا ضرورت آهي؟ پاڻ فرمايائون ته "مون کي تنهنجي ڪا ضرورت ناهي" ان تي جبرئيل عليه السلام چيو ته" تون پنهنجي پروردگار کي ڪجھه چؤ" پاڻ عليه السلام فرمايائون" ان کي منهنجو حال معلوم آهي"

ڪڏهن ڪو درويش انهيءَ درجي کان ڪجھه ڪمزور هوندو آهي ۽ عام مخلوق جي بجاءِ مخلص بندگيءَ سان الله تعاليٰ جل شانه کان ئي ڪجھه گھرندو آهي ته الله تعاليٰ جل جلاله مخلوق کان بنا گھرڻ جي هن جو حصو هن کي ڏياريندو آهي.

ڪنهن هڪ نيڪ ٻانهي جو قول آهي ته" جڏهن درويش کي

ڪنهن شيءِ جي خواهش پيدا ٿيندي آهي تہ ان جو هي مطالبو يا رزق جي لاءِ هوندو جيڪو الله تعاليٰ جل شانہ هن کي مهيا ڪرڻ وارو آهي ۽ان کي ان جو علم ٿي ويو هجي. ڇو تہ درويش کي ڪنهن وقت مسقبل جي ڳالهين جو علم ٿي ويندو آهي. اهڙي صورت ۾ هو ڇڻ تہ مستقبل جي ڳالهين جو اطلاع ڏئي ٿو يا ٻي هيءَ صورت آهي تہ هن کي پنهنجي گناهہ جي سزا جي تشويش هجي، بهرحال درويش جي دل ۾ جڏهن خلش پيدا ٿئي ۽ نفس پنهنجي طلب تي اسرار ڪري تہ ان وقت هو مڪمل وضو ڪري نماز پڙهي ۽ هيءَ دعا گهري:

”اي پروردگار! جيڪڏهن هيءَ طلب گناهہ جي سزا جي سلسلي ۾ آهي تہ مان توکان معافي ٿو گهران ۽ توبہ ٿو ڪيان ۽ جيڪڏهن هيءَ طلب ڪنهن رزق جي لاءِ آهي تہ جيڪي ڪجهہ تو منهنجي قسمت ۾ لکيو آهي تون مون کي اهو رزق مهيا ڪر“

## خدا وند ڪريم جي حڪمت ۽ قدرت:

هن دعا کان پوءِ جيڪڏهن هن جي مقدر ۾ رزق هوندو تہ خدا وند ڪريم ان جو رزق مهيا ڪندو نہ تہ هن جي دل مان خلش نڪري ويندي، ڇو تہ درويش جو شان اهو آهي تہ هو پنهنجون ضرورتون خداوند ڪريم کان طلب ڪري ان وقت هو يا تہ هن کي اها شيءِ مهيا ڪندو يا صبر عطا ڪندو نہ تہ هن جي دل مان هن جي خواهش نڪري ويندي، خداوند ڪريم جي راهہ حڪمت ۽ قدرت جا گهڻا درڪشاده آهن ان ڪري هو يا تہ حڪمت جي راهہ جو دروازو کوليندو يا قدرت جي راهہ جو ڪشاده ٿيندو ۽ هو عادت جي خلاف ڪا شيءِ هن کي مهيا ڪندو، جيئن حضرت مريم عليهاالسلام جو واقعو آهي تہ جڏهن بہ ذڪريا عليه السلام هن وٽ ايندا هئا تہ اتي رزق موجود ڏسندا هئا. هڪ دفعي پڇيائون تہ اي مريم ع۔! هي رزق تو وٽ ڪٿان پهتو؟“ فرمايائين تہ” هي خدا جي طرف کان آهي“

هڪ درويش پنهنجو واقعو بيان ٿا فرمائن تہ "مان هڪ ڏينهن سخت بکيو هئس ۽ منهنجي حالت اها هئي تہ ڪنهن ڪان بہ ڪجهہ نہ گهران،لهاذا مان بغداد جي ڪن پاڙن مان انهيءَ خيال سان لنگهيس تہ شايد الله تعالىٰ جل شانہ پنهنجي ڪنهن ٻانهي جي ذريعي منهنجي دستگيري ڪري، مگر ڪاميابي نہ ٿي. ان ڪري مان بک جي حالت ۾ سمهي پيس، خواب ۾ ڪنهن مون کي چيو تہ "فلاڻي جاءِ تي وڃ. اها جاءِ بہ ٻڌايائين اتي هڪ نيري ٿجڙي هوندي جنهن ۾ ڪجهہ ٽڪر هوندا انهن کي پنهنجي ڪم ۾ آڻ"

لهاذا جيڪو مخلوق کان الڳ ٿي صرف خدا وند ڪريم جوڻي ويو تہ اهو اهڙي بي نيازي ۽قدرت جي صاحب ذات سان وابستہ ٿي ويو جنهن کي ڪا شيءِ هارائي نہ ٿي سگهي، هو جهڙي طرح گهري پنهنجي ٻانهي تي حڪمت ۽ قدرت جا دروازا ڪولي ٿو سگهي.، بهرحال جيڪو پنهنجي ذات کان ڪجهہ مطالبو ڪرڻ گهري تہ هو هن کان صبر جو مطالبو ڪري، ڇو تہ مخلص انسان جو نفس هن جي ڳالهہ مڃيندو آهي.

## نفس کان قرض جو مطالبو:

اسان جي شيخ هڪ ڳالهہ بيان ڪئي تہ هن جو پٽ هڪ ڏينهن هن وٽ آيو ۽ چيائين تہ" مون کي هڪڙي جبہ (سڪو) جي ضرورت آهي" شيخ مرحوم فرمائن ٿا تہ"مون هن کان پڇيو تہ انهيءَ جبہ کي چاڪندين؟" هن انهيءَ ضرورت جو ذڪر ڪيو جيڪا هو انهيءَ مان خريد ڪندو" ان ڪانپوءِ هن چيو تہ توهان جي اجازت هجي تہ مان هڪڙو جبہ قرض وٺان" مون چيو تہ "ها تون پنهنجي نفس کان قرض وٺ ڇو تہ اهوئي قرض ڏيڻ جو زياده حقدار آهي" ڪنهن انهيءَ گفتگوءَ کي هن طرح نظم ڪيو آهي.

جيڪڏهن توهان چاهيو ٿا تہ مال قرض وٺي تنگيءَ جي زماني ۾ ان کي نفس جي ضرورتن تي خرچ ڪيو تہ پنهنجي نفس کان مطالبو

ڪيو تہ هو پنهنجي صبر جي خزاني مان توهان کي ڏئي ۽ خوش حاليءَ جي زماني تائين نرمي اختيار ڪري، جيڪڏهن نفس ان تي عمل ڪيو تہ پوءِ توهان بي نياز ٿي ويا. ۽ جيڪڏهن هن انڪار ڪيو تہ مجبور ماڻهوءَ لاءِ معذرت ڪرڻ جي گهٽي گنجائش آهي"

## سوال جي اجازت:

جيڪڏهن ڪو درويش پنهنجي پوري ڪوشش ڪرڻ جي باوجود ڪمزور ٿيندو ويو ۽ هن جي ضرورت انتها تائين پهچي ويئي هجي ۽ پنهنجي مولا کان سوال ڪرڻ جي باوجود بہ هن کي ڪجهہ نہ ملي ۽ هو پنهنجي روحاني مشغلي ۾ ايترو مصروف هجي جو روزي ڪمائڻ جي فرصت نہ هجي تہ اهڙي موقعي تي عالم اسباب جا دروازا کڙڪائي ٿو سگهي ۽ان کي گهرڻ جي اجازت آهي.

شيخ ابو سعيد انتهائي فاقہ ڪشيءَ جي موقعي تي هٿ وڌائيندا هئا ۽ چوندا هئا تہ"الله جي واسطي ڪجهہ ڏيو" اهڙي طرح شيخ ابو جعفر الحداد رحمہ الله عليه جي باري ۾ جيڪو حضرت جنيد بغدادي رحمہ الله عليه جو استاد هو،هي منقول آهي تہ هو مغرب ۽ عشاءِ جي وچ ۾ نڪرندا هئا ۽ هڪ يا ٻن ڏينهن کان پوءِ پنهنجي ضرورت جي مطابق هڪ يا ٻن دروازن تان ڪجهہ حاصل ڪندا هئا.

حضرت ابراهيم بن ادهم جي باري ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي تہ هو بصري جي جامعہ مسجد ۾ وڏي عرصي تائين اعتڪاف ۾ رهيا. ٽن راتين کان پوءِ هڪ رات کائيندا هئا ان جي رات جي افطاري گهرن مان ايندي هئي حضرت سفيان ثوري رحمہ الله عليه جن جو معمول هو تہ هو حجاز کان يمن تائين سفر جي دوران سڄو رستو ماڻهن جي مهمانيءَ تي گذارو ڪندا هئا، پاڻ فرمائيندا هئا تہ مان ماڻهن کي مهمان نوازيءَ جي حديث ٻڌائيندو هئس تہ هو مون کي کاڌو پيش ڪندا هئا، مان پنهنجي ضرورت جي مطابق کائي باقي ڇڏي ڏيندو هئس."

هي قول بہ آهي تہ جيڪو بڪيو رهيو هجي ۽ هن ماڻهن کان نہ گهريو ۽ انهيءَ حال ۾ مري ويو تہ اهو دوزخ ۾ داخل ٿيندو" ۽ جنهن علم حاصل ڪيو ۽ هن جو خدا جل شانہ سان روحاني تعلق بہ هجي تہ هواهڙين حالتن ۾ نہ گهٻرائيندو بلڪ علم جي بدولت هن کي گهرڻ جي ضرورت پيش نہ ايندي.

# عجيب واقعو

اسان جي هڪڙي شيخ هي بيان ڪيو تہ" هڪ شخص گهڻو گنهگار هو جڏهن هن کي هوش آيو تہ هن سچي دل سان توبهہ ڪئي ايتري قدر جو الله تعاليٰ جل شانہ سان هن جو روحاني رشتو مضبوط ٿي ويو، اهو چئي ٿو تہ:" هڪ دفعي قافلي سان گڏجي حج ڪرڻ جو ارادو ڪيو ان وقت مون مضبوط ارادو ڪيو تہ ڪنهن کان بہ ڪجهہ نہ گهرندس ڇو تہ خداوند ڪريم منهنجو حال ڄاڻي ٿو ان ڪري ان جي علم کي ئي ڪافي سمجهندس، رستي ۾ چند ڏينهن اهوئي حال رهيو، الله تعاليٰ جل جلالہ ضرورت جي وقت زادراهہ ۽ پاڻي پهچائيندو رهيو، ان کان پوءِ ڪمرڪجي ويو ۽ خداوند ڪريم ڪجهہ بہ مهيا نہ ڪيو نتيجو اهو ٿيو جو مان بکيو ۽ اڃيو رهڻ لڳس، طاقت جواب ڏيڻ لڳي، ۽ هلڻ چلڻ کان عاجز ٿي آهستي آهستي قافلي کان بہ پوئتي رهجي ويس، ايتري قدر جو قافلو لنگهي ويو.

مون پنهنجي دل ۾ چيو هاڻي پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهڻو آهي، جنهن کان خداوند ڪريم منع ٿو ڪري ۽ جيئن تہ هاڻي مجبوري ۽ "بي اختياريءَ" جو معاملو اچي ويو آهي ان ڪري مون کي سوال ڪرڻ کپي، جڏهن مون گهرڻ جو ارادو ڪيو تہ منهنجي دل اندران ان کي ناپسند ڪيو ۽ مون خيال ڪيو تہ انهيءَ وعدي کي جيڪو خداوند ڪريم سان ڪيو ائم هرگز نہ ٽوڙيندس، بلڪ ان وقت وعده خلافيءَ جي مقابلي ۾ مون کي موت آسان معلوم ٿي، لهذا مان وڻ جي ڇانو ۾ ويهي رهيس ۽ مرڻ لاءِ پنهنجو سر

لڙڪائي ڇڏيم ، ان وقت قافلو گهٽو پري هليو ويو هو.

انهيءَ حالت ۾ اوچتو هڪڙو نوجوان ڳچيءَ ۾ تلوار لڙڪائي مون وٽ آيو هن جي لوڏڻ سان مان اٿي ويٺس هن جي هٿ ۾ پاڻيءَ جي پکال هئي، چوڻ لڳو" پاڻي پيءُ" مون پاڻي پيتو، ان کان پوءِ هن ڪاڏو پيش ڪيو، ۽ چيائين "کاءُ" جڏهن مان ڪائي چڪس تہ چوڻ لڳو تہ ڇا تون قافلي ۾ شامل ٿيڻ گهرين ٿو"مون چيو تہ قافلو تہ هليو ويو هاڻي مون کي ڪير قافلي تائين پهچائيندو. چوڻ لڳو "اٿي بيهہ" اهو چئي منهنجو هٿ پڪڙي چند قدم مون سان گڏ هلي چوڻ لڳو تہ "هاڻي ويهي رهہ قافلو تو وٽ ايندو" مان ٿوري دير ئي ويٺو هئس تہ ڇا ٿو ڏسان تہ قافلو مون کي ڳوليندو اچي ويو.

هي انهن جو حال آهي جن جو پنهنجي مولا سان سچو تعلق آهي، شيخ ابو طالب مڪي رحمہ الله عليہ بيان ٿا ڪن تہ رسول الله ﷺ جن جي هيءَ حديث آهي تہ"مومن جي لاءِ پنهنجي هٿ جي ڪمائي حلال آهي" هن جي تاويل ڪندي هڪڙي بزرگ فرمايو تہ" هن مان مراد فاقہ ڪشيءَ جي موقعي تي سوال ڪرڻ آهي" مگر شيخ ابو طالب هن تاويل کي پسند نہ ڪيو، سندن بيان آهي تہ شيخ جعفر الخلدي رحمہ الله عليہ هن تاويل کي هڪ وڏي شيخ جي طرف منسوب ٿو ڪري ۽ منهنجو خيال هي آهي تہ شيخ موصوف جو هٿ جي ڪمائيءَ مان مطلب اهو نہ آهي جنهن جو شيخ ابو طالب انڪار ڪيو آهي بلڪ هن مان مطلب ضرورت جي وقت خداوند ڪريم جي سامهون هٿ ڦيلائڻ آهي، جيڪڏهن خدا وند ڪريم هن جو سوال پورو ڪري ۽ هن کي رزق پهچائي تہ اهڙي قسم جو رزق ڪائڻ حلال آهي اهڙي قسم جو سوال حضرت موسيٰ عليہ السلام بہ خداوند ڪريم کان ڪيو هو ۽ چيو هو تہ اي منهنجا پروردگار مان انهيءَ رزق جو محتاج آهيان، جيڪو تون نازل فرمائين."

## حضرت موسيٰ جو قول:

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنہ فرمائن ٿا

موسي عليه السلام جن هي سوال ان وقت ڪيو هو جڏهن ڪمزوريءَ جي ڪري هن جي پيٽ جي اندر جون شيون نظر اچي رهيون هيون" حضرت امام محمد باقر رضي الله عنه جن جو قول آهي ته "حضرت موسىٰ عليه السلام هي الفاظ ان وقت چيا هئا جڏهن هو ڪجور جي ڪکڙي تائين محتاج ٿي ويا هئا" شيخ مطرف رحمه الله عليه جن بيان فرمائن ٿا ته" خدا جو قسم جيڪڏهن خداوند ڪريم جي نبي عـ وٽ ڪا شيءِ هجي ها تـ هو ان عـورت جي پـويان نـ وڃن ها مگـر انتهـائـي تنگدستيءَ ڪين انهيءَ ڳالهـ تي مجبور ڪيو"

شيخ ابو عبدالرحمن السلمي رحمه الله عليه جن شيخ نصر آباديءَ جو هي قول نقل ڪيو آهي تـ" حضرت موسىٰ عليه السلام مٿيان الفاظ چئي مخلوق کان سوال ڪو نـ ڪيو هو بلڪ خداوند ڪريم کان سوال ڪيو هو ۽ نفس جي غذا طلب ڪا نـ ڪئي هئي،بلڪ قلب جو سڪون گهريو هو"

## ناز ۽نياز:

شيخ ابو سعيد الخراز رحمه الله عليه فرمائن ٿا تـ "مخلوق جو ٻن شين سان تعلق آهي، پهرئين ان جون ذاتي شيون آهن، ٻي شيءِ اها آهي جو هنن جو اصل مقصد (خداوند ڪريم) آهي، لهذا جيڪو پنهنجي ذاتي شين جو خيال ڪندو تـ فقر جي زبان سان گفتگو ڪندو ۽ جڏهن پنهنجي اصل مقصد جو مشاهدو ڪندو تـ ناز ۽ انداز جي زبان استعمال ڪندو، ڇا توهان حضرت موسىٰ ڪليم الله عليه السلام جو حال نـ ڏٺو تـ جڏهن پاڻ عليه السلام خدائي ڪلام جون خاصيتون معلوم ڪيون تـ کهڙي انداز سان چوڻ لڳا تـ" اي منهنجا پروردگار تون مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار تـ جيئن مان تنهنجو ديدار ڪري سگهان"۽ جڏهن پاڻ تي نظر پين تـ فقر ۽ نياز منديءَ سان چوڻ لڳا تـ "اي خدا مان انهيءَ ڀلائيءَ جو محتاج آهيان جيڪا تون نازل فرمائين"

حضرت ابن عطا رحمه الله عليه جن جو قول آهي تـ حضرت موسىٰ عليه السلام جڏهن ٻانهي جي حيثيت سان خداوند ڪريم جي طرف ڏٺو تـ انهن ۾ خشوع ۽

خضوع پيدا ٿيو ۽ هو نياز مندانه زبان سان گفتگو ڪرڻ لڳا، ان وقت سندن مٿان الله تعاليٰ جل شانه جي نورن جي بارش هئي، ۽ انهو صرف سوال ڪرڻ جي موقعي تي ئي هن جو محتاج نه آهي بلڪ هر حال ۾ مؤلا جو نياز مند آهي"

شيخ حسين رحمه الله عليه جو قول آهي ته" حضرت موسيٰ عليه السلام جن فرمائن ٿا ته انهيءَ ڳالهه جو محتاج آهيان ته جڏهن تو مون کي علم اليقين جي مرتبي تائين پهچايو ته هاڻي مون کي عين اليقين حق اليقين جودرجو به عطا ڪر جو ته مٿئين قول ۾ "نازل ڪر" جو جيڪو لفظ آيو آهي ان مان معلوم ٿو ٿئي ته سندن مرتبو قرب الاهيءَ جي حقيقت کان پري هو، ان ڪري نازل ڪرڻ بلڪل فقر جي حالت آهي، ان جو سبب هي آهي ته پاڻ منزل تي قناعت نه ڪئي هئائون، بلڪ اصل منزل تي پهچڻ جو ارادو ڪيو هئائون" بهرحال جنهن جو فقر صحيح حالت ۾ هجي ته آخرت ۽ دنيا ٻنهين جهانن جي ڪمن ۾ صرف هن جي طرف ئي رجوع ڪندو ۽ ٻنهين منزلن جون ضرورتون صرف ان کان طلب ڪندو، هن جي نزديڪ ٻنهين قسمن جون ضرورتون هڪ جهڙيون آهن، جو ته ٻنهين جهانن ۾ خداوند ڪريم کانسواءِ هن جوڪو ٻيو مشغلو ڪونهي.

باب ۲۰

# فتوح خور صوفي

جڏهن صوفيءَ جو تعلق خدا تعاليٰ جل شانه سان پڪو ٿي وڃي ۽ هو پنهنجي انتهائي تقويٰ جي ڪري زاهد ڪامل بنجي وڃي ته پوءِ زمانو هن کي ذريعي معاش کي ترڪ ڪرڻ جو حڪم ڏئي ٿو. ان وقت هن تي اصل توحيد جو انڪشاف ٿيندو آهي، خدا وند ڪريم مڪمل طريقي سان هن جو ڪفيل ٿيندو آهي ۽ اهڙي طرح هن جي دل مان معاش جو فڪر دور ٿيو وڃي هن مرتبي جو مقصد اهو آهي ته خدا وند ڪريم جي لطف ۽ عنايت سان هن کي پنهنجي هر ڪم جي "سزا ۽ جزا" جو علم ٿيندو رهندو ايتري قدر جو هن ڪان جيڪڏهن ڪا معمولي غلطي ٿي ٿي وڃي جنهن جي شريعت ۾ منع هجي ته فورا انهيءَ وقت يا انهيءَ ئي ڏينهن هن کي هي محسوس ٿيندو چڻ ته ڪو چئي رهيو آهي:

"مون کي پنهنجي گناهه جو علم آهي، ڇو ته مون پنهنجي غلام سان بدسلوڪي ڪئي آهي" چيو وڃي ٿو ته ڪنهن صوفيءَ جي جوراب کي ڪئو ڪتري ويو. هن جڏهن ڏٺو ته ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ هي شعر پڙهڻ لڳو:

" جيڪڏهن مان قبيلي مازن مان هجان ها ته قبيلي ذيل بن شيبان جي شاخ بنو لقيطه جا ماڻهو منهنجو اٺ نه ڪاهي وڃن ها" هن شعر خوانيءَ ۾ هن طرف اشارو آهي ته جيڪي ڪجهه ٿيو اهو هن جي ڪرتوتن جي سزا آهي.

## بي نيازي:

اهڙي طرح هر ڪم جو بدلو حاصل ڪرڻ سان هن ۾ خدا

شناسيءَ جون ڪيفيتون پيدا ٿي وينديون، ايتريقدر جو هو صحيح محاسبي ۽ مراقبي جي قلعي ۾ بند ٿي بندگيءَ جا حق ضايع ڪرڻ کان محفوظ ٿي ويندو. ان وقت هن تي صرف خدا ئي افعالن جو حڪم جاري ٿيندو ۽ غير الله جا اثر مٽجندا ويندا ۽ هو هي مشاهدو ڪندو ته صرف الله تعاليٰ جل شانه ئي رزق عطا ٿو فرمائي ۽ اهوئي هن کي روڪي ٿو، هن کي هي مشاهدو پنهنجي روحاني جذبي ۽ذوق شوق سان حاصل ٿيندو، جنهنجي لاءِ هو علم ۽ ايمان تي اڪتفا نه ڪندو، ان کان پوءِ حق تعاليٰ جل شانه جي مدد هن جي شامل حال هوندي، خداوند ڪريم هن کي اصل توحيد کان واقف ڪرائيندو ۽ هن کي هر جاءِ تي صرف الله جل جلاله جوئي فعل نظر ايندو.

هڪ بزرگ جو واقعو بيان ڪيو ويو آهي ته ان کي هڪ دفعي پنهنجو رزق حاصل ڪرڻ جو فڪر اچي لڳو، چنانچه جهنگ ڏي هليو ويو اتي پاڻ هڪ ڪمزور انڌو ۽ منڊو پکي ڏٺائين ۽ تعجب لڳس ته اهڙو پکي جيڪو هلڻ اڏامڻ ۽ ڏسڻ کان عاجز آهي روزي ڪهڙي طرح حاصل ڪندو هوندو؟ هو اجان انهيءَ معاملي تي غور ڪري رهيو هو ته اوچتو زمين ڦاٽي ۽ ان جاءِ تان ٻه پيالبون نڪتيون هڪ پياليءَ ۾ صاف تر هئا ۽ ٻيءَ ۾ صاف پاڻي هو. جن مان هن پکيءَ تر کاڌا ۽ پاڻي پيتو ان کان پوءِ ٻئي پياليون غائب ٿي ويون هو بزرگ فرمائي ٿو ته جڏهن مون هي حال ڏٺو ته پوءِ منهنجي دل مان روزيءَ جو فڪر نڪري ويو"

## تجليون:

خداوند ڪريم جڏهن پنهنجي ٻانهي کي هن مقام تي سرفراز فرمائيندو آهي ته ان جي دل مان روزيءَ جو فڪر دور ٿي ويندو آهي، انڪري هو ظاهري سببن تي ڀروسو ڪرڻ ۽ گهرڻ ماني ڪائڻ کي عوام جو مشغلو سمجهندو آهي، هن جا پنهنجا اختيار ڪسجي ٿا وڃن ۽ هو غيرن جي سامهون نه ٿو جهڪي، بلڪ هن جي نظر الله پاڪ جي ڪمن تي هوندي آهي، هر وقتِ هن جي حڪم جو منتظر رهندوآهي، اهڙي صورت ۾ هن جي

قسمت هن جي طرف ڇڪجي ايندي آهي ۽ انعام ۽ اڪرامن جو در ڪشادو ٿي ويندو آهي، جيئن تہ هو هميشہ خداوندي فعل جو اثر ڏسندو آهي ۽ خدا پاڪ جي احڪامن جو منتظر رهندو آهي ان ڪري هن تي الله تعالىٰ جل شانه جي تجلين جو نزول ٿيندو آهي. افعالن جي ذريعي تجلين جو نزول قرب خداونديءَ جي نشاني آهي، ان ڪري هو هن مرتبي ڪان ترقي ڪري صفتن جي ذريعي تجلين جو مشاهدو ڪندو آهي اتان اڳتي وڌي هو ذاتي تجليءَ جي مرتبي تائين پهچي ويندو آهي، هنن سيني تجلين ۾ يقين جي مرتبن جي طرف اشارو ٿيندو آهي ۽ توحيد جي حقيقت جا مقام سيني شين ڪان صاف ۽ اعلىٰ مقام آهن، افعال جي ذريعي تجلين جو نزول رضا ۽ تسليم جو اعلىٰ جذبو ٿو پيدا ڪري ۽ صفاتي تجلين سانِ هيبت ۽ محبت وپيار ٿو پيدا ٿئي ۽ تجلي بالذات فنا ۽ بقا جي ڪيفيت ٿي پيدا ڪري.

## فنا :

ڪڏهن اختيار جي ترڪ ڪرڻ ۽ الله تعالي جل شانہ جي افعال جي علم کي فنا چيو ويندو آهي، ان مان انهن جومطلب هي آهي تہ پنهنجي ارادي ۽ خواهش کي فنا ڪري ڇڏجي. ارادو خواهش جي لطيف ترين قسم کي چئبو آهي، هيءَ فنا ظاهري فنا آهي،تہ جڏهن الاهي جلوي جو نور ظاهر ٿئي تہ وجود جا آثار بلڪل ختم ٿي وڃن، هيءَ حالت تجلي ۽ ذات جي صورت ۾ پيدا ٿيندي آهي جيستائين حڪم ذات جي تجليءَ جو تعلق آهي تہ ان جو ظهور آخرت ۾ ٿيندو، هي اهو مقام آهي جيڪو رسول الله ﷺ جن شب معراج ۾ حاصل ڪيو هو ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام کي ”لن تراني“ (يعني تون مون کي نہ ڏسي سگهندين) چئي منع ڪري ڇڏيو ويو هو. هي معلوم هجي تہ تجليءَ مان اسان جو اشارو يقين جي مرتبن ۽ بصيرت جي طرف مائل آهي، جڏهن ٻانهو تجليءَ جي شروعاتي قسمن تي پهچندو يعني ٻين جي افعالن کان نظر هٽائي صرف

الله تعاليٰ جل شانه جي فعل جو مطالعو ڪندو رهندو ته ان کي هر قسم جون فتوحاتَ حاصل ٿينديون. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته:

" جڏهن ڪنهن کي بنا گهرڻ ۽ توقع کان بغير ڪو رزق مهيا ٿئي ته ان کي گهرجي ته هو ان کي قبول ڪري ۽ ان سان پنهنجي رزق ۾ توسيع ڪري، جيڪڏهن هن کي ان جي ضرورت نه هجي ته اهڙي شخص کي ڏئي ڇڏي جيڪو هن کان وڌيڪ ضرورت مند هجي"

هن حديث ۾ هن ڳالهه جي صاف وضاحت آهي ته انسان پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ وٺي ٿو سگهي بشرطيڪ هن جي نيت ٻين کي ڏيڻ جي هجي، اهو هن رزق کي ڪيئن قبول نه ڪندو جڏهن هو ڏسي رهيو آهي ته هي خدا وند ڪريم جو فعل آهي،ڪا شيءِ وٺي پوءِ کي ان کي محتاجن تي خرچ ڪندا آهن ۽ ڪي ان کي خرچ ڪرڻ ۾ ان وقت تائين ترسندا آهن جيسين انهن کي خدا وند ڪريم جي طرفان خاص علم حاصل نه ٿئي، ته جيئن ان جو وٺڻ ۽ ڏيڻ ٻئي حق جي مطابق هجن.

## نذرانو قبول ڪرڻ:

حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته: مون کي رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪجهه ڏيندا هئا ته مان ڪين ﷺ عرض ڪندو هئس ته "يا رسول الله ﷺ اوهان هن کي مون کان وڌيڪ ضرورتمند انسان کي ڏيو. ان تي پاڻﷺ سڳورا فرمائيندا هئا ته "هي قبول ڪري هن کي پاڻ وٽ رک يا خيرات ڪري ڇڏ، تو وٽ جڏهن ڪو اهڙو مال اچي جنهن جي نه توکي طمع هجي نه اهو گهرو ته ان کي قبول ڪندا ڪيو جيڪو نه اچي ته ان جي طمع نه ڪيو"

حضرت سالم بن عبدالله فرمائن ٿا ته "هن حديث شريف جي ڪري حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن نڪا شيءِ گهرندا هئا ۽ نه ڪنهن عطا ڪيل شيءِ کي واپس ڪندا هئا" بهرحال رسول الله ﷺ جن پنهنجن احڪامن جي ذريعي اصحابن سڳورن رضي الله عنه کي ان جو عادي بنائي ڇڏيو هو ته هو الله تعاليٰ جل شانه جي ڪمن کي غور سان ڏسن ۽ پنهنجي تدبيرن

ڪي ڇڏي خداوند عظيم‌جي بهترين تدبير جو مشاهدو ڪن.

حضرت سهل بن عبدالله التستري رضي الله عنه جن ڪان روحانيت جي علم جي متعلق پڇيو ويو تہ اهو ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ اهو تدبير کي ڇڏڻ آهي،جيڪڏهن اها ڳالهہ ڪنهن هڪڙي ۾ بہ اچي وڃي تہ هو روءِ زمين جو قطب بنجي وڃي.

زيد بن خالد رضي الله عنہ جن ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪنهن تي ڪو پاءُ بغير گهرڻ ۽ بغير طمع جي احسان ڪري تہ اهو هن کي قبول ڪري ڇو تہ خداوند قدوس پنهنجي طرفان رزق هن ڏي پهچايو آهي.

جيڪو شخص خدا وند قدوس جو رزق قبول ڪري ان جو دوست بنجي وڃي تہ پوءِ اهو خطرن ڪان محفوظ آهي بلڪ خطرو ان لاءِ آهي جيڪو رزق کي رد ڪري، ڇو تہ جيڪو شخص آيل رزق کي واپس ٿو ڪري تہ ان جي باري ۾ اهو انديشو هوندو آهي تہ هو نفساني جذبي جي ماتحت ان کي واپس ٿو ڪري تہ ماڻهو هن کي سمجهڻ لڳن مگر قبول ڪرڻ ۾ تہ صرف رياڪاريءَ جو خطرو دور ٿيندو، بلڪ هن جو صدق ۽ اخلاص بہ ظاهر ٿيندو ۽ جڏهن هو وٺي ٻين کي ڏيندو تہ ان جي حقيقت بلڪل واضح ٿي ويندي، بهرحال ٻنهين حالتن ۾ هو زاهد آهي، ٻيا هن کي پسنديگيءَ جي نگاهہ سان ڏسندا ۽ انهن کي هن جي حالت جو علم نہ هوندو، اهڙي ئي مقام تي زاهد جو ثبوت ملندو آهي.

اصل فتوح مان کي اهڙا هوندا آهن جن کي انهن فتوحات جو علم هوندو آهي پر گهڻا انهن فتوحات کان ناوقف هوندا آهن، انهن مان بہ کي اهڙا آهن جيڪي پنهنجي نذرانن کي ان وقت تائين استعمال نہ ٿا ڪن، جيستائين انهن کي علم الله تعاليٰ جل شانہ‌جي طرف کان معلوم نہ ٿئي، مگر کي خدا جي علم جو انتظار ڪرڻ جي بغير ئي استعمال ڪندا آهن، ڇو تہ هنن جو هر فعل خداوند قدوس جي طرفان هوندو آهي

ان ڪري جيڪي علم حاصل ٿيڻ جو انتظار نہ ٿا ڪن انهن کي انهن تي فوقيت حاصل آهي جيڪي علم خداونديءَ جامنتظر رهندا آهن، ڇو تہ هو هر وقت خدا وند قدوس جي صحبت ۾ رهندا آهن انهن پنهنجي ذاتي ارادي ۽ علم کي فنا ڪري ۽ پنهنجي اختيار کي بلڪل ختم ڪري ڇڏيو آهي.

گهڻن بزرگن کي فتوحات، پيشگي علم ۽ خالص خداوندي فعل جو مشاهدو حاصل ڪرڻ کان سواءِ حاصل ٿينديون آهن، اهي محبت جي شراب سان ڍءُ ڪري صرف نعمت جي مشاهدي جي ذريعي رزق حاصل ڪندا آهن مگر ڪڏهن مخصوص نعمت جي تبديليءَ سان هي محبت جو شراب بي مزي بہ ٿي پوندو آهي، بهرحال هيءَ حالت مٿي ذڪر ڪيل ٻنهين حالتن کان ڪمزور تر آهي، ڇو تہ صديقين جي ويجهو هن ۾ محبت ۽ صداقت جي ڪمزوري آهي. ڪڏهن صاحب فتوح خرچ ڪرڻ ۾ بہ اهڙي طرح خداوندي علم جو انتظار ڪندو آهي جيئن هو قبول ڪرڻ ۾ منتظر هو، ڇو تہ خرچ ڪرڻ ۾ بہ ساڳي طرح نفسانيت جو انديشو آهي، جهڙي طرح قبول ڪرڻ ۾ آهي. بهرحال ڪامل تر صوفي اهو آهي جيڪو ڏيڻ وٺڻ ۾ خودمختار هجي. بشرطيڪ هو صحيح طريقي سان تصرف ڪرڻ جي قابل هجي ان جو سبب اهو آهي تہ علم جو انتظار ان ڪري ڪيو ويندو آهي جو نفسانيت جو انديشو هوندو آهي، يعني ان ۾نفساني خواهش اڃان باقي هوندي آهي لهذا جڏهن نفسانيت جو الزام دور ٿي وڃي ۽ صاف علم حاصل ٿئي تہ پوءِ بار بار نئين علم جي ضرورت نہ هوندي آهي، بلڪ ان وقت هن جي حالت اهڙي شخص وانگر ٿي ويندي آهي جنهن جي باري ۾ حديث قدسيءَ ۾ ارشاد آهي تہ خدا فرمائي ٿو تہ جڏهن مان هن سان محبت ٿو ڪيان تہ مان ئي هن جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت بنجي ويندو آهيان هو منهنجي ذريعي سان ڏسندو ۽ ٻڌندو ۽ ڳالهائيندو آهي.

جڏهن هن کي صحيح معرفت حاصل ٿي وڃي تہ اهو صحيح

تصرف بہ ڪري ٿو سگهي، اسان جو شيخ ضياءُ الدين ابو النجيب سهروردي رحمة الله عليه حماد الدباس رحمة الله عليه جن جو هي قول نقل ٿا ڪن تہ هو فرمائيندو هو تہ مان هميشہ خدائي رزق کائيندو هئس ان جي صورت اها هوندي هئي تہ خواب ۾ ڪنهن کي ٻڌايو ويندو هو تہ مون ڏي ڪا شيءِ موڪلي وڃي بلڪ انهيءَ خواب ۾ صاف طور سان اهو بہ ٻڌايو ويندو هو تہ حماد ڏي هيتري مقدار ۾ هي شيون موڪليون وڃن" چيو وڃي ٿو تہ وڏي عرصي تائين شيخ حماد رحمة الله عليه پنهنجي مڪاشفي يا خواب ۾ هي مشاهدو ڪندو رهيو تہ ان لاءِ فلاڻي شخص تي هي شيون نازل ڪيون ويون آهن، پاڻ فرمائيندا هئا تہ اهو جسم جيڪو خدائي رزق سان پرورش حاصل ڪري، بلائن ڪان محفوظ رهندو آهي، خدائي رزق مان مطلب اهي فتوحات آهن جيڪي اهل باطن کي حاصل ٿين، بهرحال جنهن جي اها حالت ٿئي اهو الله جل شانہ جي طرف ڪان دولت مند رهندو آهي.

شيخ واسطي رحمہ الله عليه جن جو هي ارشاد آهي تہ "خدا وند ڪريم جي نياز منديءِ مريدن جو اعليٰ مرتبو آهي ۽ الله جل شانہ جي لاءِ بي نياز ٿيڻ صديقين جو اعليٰ مرتبو آهي"

شيخ ابو سعيد الخراز جو قول آهي تہ "عارف جي تدبير خداخدا وند ڪريم جي تدبير ۾ فنا ٿي ويندي آهي، لهاذا فتوح حاصل ڪرڻ وارو الله جل شانہ ڪان واقف آهي ۽ اهو هر وقت ان کي ڏسي ٿو.

## فتوح جون ڳالهيون:

هن سلسلي ۾ ڪيتريون ئي ڳالهيون بيان ٿيل آهن، جن ۾ بهترين ڳالهہ هيءَ آهي تہ ڪنهن شيخ نوري رحمة الله عليه جن کي سوال جو هٿ وڌائيندي ڏٺو، ان کي سندن هيءَ ڳالهہ گهڻو خراب لڳي، ۽ جڏهن حضرت جنيد بغداديءَ وٽ آيو تہ ان سان سچو حال بيان ڪيائين انهن فرمايو تہ توکي اها ڳالهہ بري نہ لڳڻ کپي ها ڇو تہ شيخ نوري رحمة الله عليه ماڻهن ڪان ڪجهہ بہ نہ گهرندو آهي بلڪ هو تہ آخرت ۾ ماڻهن جي ضرورتن کي

پورو ڪري رهيو آهي، ڪين ڪو نقصان ڪو نہ ٿو پهچي البت ماٺهن کي ثواب ملي رهيو آهي.

شيخ جنيد رحمة الله عليه جن جو هي قول ائين آهي جيئن ڪنهن چيو آهي تہ" وڻڻ وارو هٽ مٿاهون هوندو آهي، ڇو تہ اهو قبول ڪري ماڻهن کي ثواب ڏياري ٿو".

ان ڪان پوءِ شيخ جنيدرحمة الله عليه جن فرمايو تہ تارازي کڻي اچو اهو چئي پاڻ هڪ سؤ درهم تو ريائون ان کان پوءِ هڪ مٺ درهمن جي پري انهن سؤ درهمن ۾ وڌائون، پوءِ فرمايائون تہ هي کڻي وڃو. راوي چئي ٿو تہ مون پنهنجي دل ۾ چيو تہ هنن هن جو مقدار معلوم ڪرڻ لاءِ توريا هئا تہ پوءِ توريل درهمن سان بغير توريل درهم ڇو ملايائون. حالانڪ هو وڏا عقلمد انسان آهن" ان جي باوجود مون کي اصل ڳالهہ معلوم ڪرڻ ۾ شرم محسوس ٿيو. لهاذا مان ٿيلي کڻي شيخ نوري رحمة الله عليه جن وٽ ويس، پاڻ بہ تارازي گهرائي ان مان هڪ سؤ درهم توري چوڻ لڳا تہ هي واپس کڻي وڃ ۽ چئين تہ مان تنهنجي ڪا شيءِ قبول نہ ٿو ڪيان" مگر سؤ ڪان وڌيڪ جيڪي درهم هئا اهي پاڻ وٽ رکيائون. هي ڏسي مون کي اجان بہ وڌيڪ تعجب ٿيو تہ مون اصل ڳالهہ معلوم ڪئي، فرمائڻ لڳا تہ شيخ جنيد رحمة الله عليه گهڻو عقلمند انسان آهي، هو چاهي ٿو تہ ٻنهين ظرفن ڪان رسي پڪڙي. هنن پنهنجو ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ سؤ درهمن کي توريو ان ڪان پوءِ صرف خدا واسطي هڪ مٺ پريل درهمن جي بنا تورڻ جي هن ۾ رکيا، لهذا جيڪي خدا واسطي جا درهم هئا اهي مون رکيا ۽ جيڪي پنهنجي ثواب لاءِ رکيا هئائين اهي مون واپس ڪري ڇڏيا" جڏهن مون اهي درهم واپس شيخ جنيد رحمة الله عليه جن وٽ پهچايا تہ هو رئڻ لڳا ۽ چيائون تہ هنن پنهنجو مال ورتو ۽ اسان جو مال واپس ڪري ڇڏيو"

## ٽيهہ دائرا:

اسان پنهنجي شيخ جي هڪ ساٿيءَ ڪان هي عجيب ۽ غريب

واقعو بہ ٻڌو آهي، هڪ ڏينهن محترم شيخ رحمة الله عليه پنهنجي سائين کي فرمايو تہ اسان هڪڙي شيءِ جا ضرورتمند آهيون، توهان پنهنجي خلوت گاهن ۾ وجوءِ الله جل شانہ کان سوال ڪيو، اهو توهان تي جنهن شيءِ جو انڪشاف ڪري اهو مون کي اچي ٻڌايو" انهن ائين ڪيو، ان کان پوءِ هڪڙو شخص جنهن جو نالو اسماعيل البطائحي هوهڪ ڪاغذ کڻي آيو جنهن تي ٽيهہ دائرا هئا، هن چيو تہ خداوند تعاليٰ جل شانہ مون تي هن شيءِ جو انڪشاف ڪيو آهي"

هن ڳالهہ کي هڪ ڪلاڪ بہ نہ گذريو هو تہ هڪڙو شخص سون کڻي اندر آيو ۽ ان کي شيخ رحمة الله عليه جي سامهون پيش ڪيائين جڏهن پاڻ ڪاغذ کوليائون تہ ان ۾ ٽيهہ اشرفيون هيون لهاذا شيخ صاحب رحمة الله عليہ هر هڪ اشرفيءَ کي هڪ هڪ دائري تي رکي انهيءَ مڪاشفي جو مفهوم سمجهايائون ۽ فرمايائون تہ هي شيخ اسماعيل جي فتوح آهي"

## حضرت شيخ عبدالقادر رحمة الله عليه جو واقعو:

مون ٻڌو آهي تہ حضرت شيخ عبدالقادر رحمہ الله عليه جن هڪ شخص کي پيغام موڪليو تہ تو وٽ فلاڻي ماڻهوءَ جو هيترو سون ۽ هيترو اناج رکيل آهي ان مان هيترو سون ۽ هيترو اناج ڪڍي مون ڏي موڪل. هن شخص چيو تہ مان ڪنهن جي امانت مان ڪيئن ٿو تصرف ڪري سگهان، جيڪڏهن توهان کان فتويٰ وٺان تہ توهان هن تصرف جي حق ۾ فتويٰ نہ ڏيندو" ان جي باوجود شيخ رحمہ الله عليه ائين ڪرڻ ضروري قرار ڏنو، تہ هن شيخ رحمہ الله عليه جن ڏي سنو گمان رکي مٿيون گهريل مقدار پيش ڪيو، ان کان پوءِ جنهن جي امانت هئي ان جو هڪ خط هن کي مليو هو عراق جي قريب ويل هو، هن خط ۾ لکيو هو تہ "شيخ عبدالقادر رحمة الله عليه جن ڏي هيترو مقدار موڪلي -ي هي ايتروئي مقدار لکيل هو جيترو شيخ عبدالقادر رحمة الله عليه جن گهرايو هو ان تي پاڻ دير ڪرڻ تي هن تي ملامت ڪيائو ۽ فرمايائون تہ ڇا تون درويشن جي باري ۾ اهو

خيال ٿو ڪرين تہ انهن جا اشارا غلط ۽ ناواقفيت تي ٻڌل هوندا آهن؟

جيڪڏهن الله تعاليٰ جل شانـه سان ٻانهي جا معاملا درست هجن ۽هو پنهنجي خواهش کي فنا ڪري هر وقت رضاءِ الاهيءَ جو طالب ٿئي تہ الله تعاليٰ جل شانـه هن جي دل تان دنيا جا فڪر دور ڪري ٿو ڇڏي، دل کي تونگري عطا ٿو ڪري۽سهوليت جا دروازا ان تي کولي ٿو ڇڏي، جيڪڏهن هن درويشن تي فڪر مسلط ٿيندا آهن تہ ان جو سبب هي آهي تہ انهن الله جل شانـه جي ياد ۾ مشغول رهڻ ۽ بندگيءَ جا حق ادا ڪرڻ جي تڪميل نـہ ڪئي آهي، لهاذا جيترو هنن جو الله جل شانـه سان تعلق گهٽ هوندو اوترو هو دنيا جي فڪر ۾ مبتلا ٿيندا. جيڪڏهن هو خدا جل جلالـه ڏي هر وقت متوجہ ٿي وڃن تہ دنيا جي تڪليفن ۾ مبتلا نہ ٿين بلڪ قناعت ڪري روحاني ترقي حاصل ڪن.

روايت آهي تہ عوف بن عبدالله المسعودي رحمة الله عليه جن جا ٽي سؤ سٺ دوست هئا ۽ هو سال ۾ هڪ دفعو هر دوست وٽ ترسندا هئا. هڪ ٻئي بزرگ جا ٽيهہ دوست هئا ۽ هو هر مهيني هڪ دفعو هر دوست وٽ ويندا هئا. اهڙي طرح سندن هي دوست يا يائر هنن جا ميزبان هئا۽ جڏهن ڪنهن کي حق تعاليٰ خدا جل جلالـه رسيده ۽مڪمل توحيد پرست جي خدمت تي مقرر ڪري ڇڏي تہ هيءَ هڪ خوشگوار نعمت آهي.

هڪ شخص شيخ ابوالمسعود وٽ آيو جيڪو اعليٰ روحانيت جو مالڪ ۽ خدا رسيده هو، بلڪ پنهنجي ارادي ۽ اختيار کي ترڪ ڪرڻ ۾ گهڻن اڳين مشائخن کان وڌيل هو. سندن روحانيت جو اعليٰ نمونو اسان پاڻ بہ مشاهدو ڪيو هو، انهيءَ ماڻهوءَ چيو تہ ”مان چاهيان ٿو تہ روزانو اوهان جي لاءِ مانين جو تعداد مقرر ڪيان جيڪي پاڻ ڪٺي اوهان وٽ ايندو ڪيان، مگر مون کي معلوم ٿيو آهي تہ صوفياءِ ڪرام چوندا آهن تہ معلوم شيءِ منحوس ٿيندي آهي“

شيخ صاحب رحمة الله عليه جن فرمايو تہ ” اسين معلوم شيءِ کي منحوس نہ

ٽا چئون، ڇو ته حق تعاليٰ جل شانه پاڻ اسان جي لاءِ حصو مقرر ڪيو فرمائي جنهن کي اسين مشاهدو ٿا ڪيون ۽ جيڪي اسان جي قسمت ۾ مقرر ڪري ان کي اسين مبارڪ سمجهندا آهيون منحوس خيال نه ڪندا آهيون"

## فقر ۽ فاقي جي زندگي:

ابوبڪر الڪتاني فرمائن ٿا ته "مان ۽ عمرو الملڪي ۽ عياش بن المهدي هڪ ٻئي سان گڏ ٽيهه سال رهياسين ۽ اسين ٽيهريءَ جي وضوءَ سان فجر جي نماز پڙهندا هئاسين ۽ دنيا کي ڇڏي مڪي معظمه ۾ ويهي رهياسين روءِ زمين تي اسان وٽ هڪ پيسو به نه هو ڪيترا ڏينهن فاقي سان گذاريندا هئاسين، مگر ڪنهن کان به ڪجهه نه گهرندا هئاسين جيڪڏهن بغير گهرڻ جي يا اشارو ڪرڻ سان ڪجهه ملي ويندو هو ته ان کي قبول ڪري کائيندا هئاسين نه ته بکيا رهندا هئاسين، جڏهن اسان جي حالت گهڻو خراب ٿي ويندي هئي ۽ اسان کي پنهنجي فرضن کي پوري ڪرڻ ۾ ڪوتاهيءَ جو انديشو ٿيندو هو ته شيخ ابو سعيد الخراز ڏي هليا ويندا هئاسين ته هو اسان جي لاءِ گهٽ قسمن جا کاڌا تيار ڪندو هو ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڏي نه ويندا هئاسين ڇو ته اسان کي سندن زهد ۽ تقويٰ تي ڀروسو هو.

حضرت ابو يزيد رحمة الله عليه جن کان پڇيو ويو ته "اسين توکي روزي ڪمائيندي نه ٿا ڏسون، تنهن جي معاش جو بندوبست ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته منهنجو مولا ڪتن ۽ مرن کي رزق پهچائي ٿو سگهي ته ڇا توهان جي خيال ۾ ابو يزيد کي رزق نه پهچائيندو؟

شيخ مظفر القرمسيني رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته" فقير اهو آهي جيڪو خداوند ڪريم جي سامهون ڪا به ضرورت پيش نه ڪري"

ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو فقر ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ته ضرورت جو خداوند ڪريم کان سواءِ ڪنهن جي سامهون اظهار نه ڪرڻ گهرجي ۽ ان کي دل ۾ لڪل رکجي" ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته درويش اصل

مالڪ کان ئي صدقو حاصل ٿو ڪري، وچ واري واسطي کان نه ٿو وٺي ۽ جنهن وچ واري واسطي سان قبول ڪيو اهو رڳو نالي جو درويش آهي، ڇوته ان جي همت پست آهي.

## دنياڪي ترڪ ڪرڻ جي منع:

روايت آهي ته هڪڙي عارف دنيا کان ايتري قدر ڪناره ڪشيءِ اختيار ڪئي جو هو ماڻهن کي ڇڏي شهرن کان ٻاهر نڪري ويو ۽ پاڻ عهد ڪيائين ته ڪنهن کان به ڪجهه نه گهرندا، بلڪ هنن جو رزق خود هنن وٽ ايندو ڪافي عرصو هو سياحت ڪندو رهيو ايتري قدر جو هڪ دفعي هو جبل جي هنج ۾ ست ڏينهن رهيو اتي ان کي ڪجهه به نه مليو ايتريقدر جو هو هلاڪت جي قريب پهچي ويو ان وقت هن هيءَ دعا گهري ته "اي الله جل شانه! جيڪڏهن تون مون کي زنده رکڻ گهرين ٿو ته منهنجي قسمت جو رزق عطا فرماءِ نه ته مون کي پاڻ ڏي گهراءِ" ان وقت الله تعالىٰ جل شانه جي طرفان ان کي الهام مليو ته "منهنجي عزت ۽ جلال جو قسم مان توکي ان وقت تائين رزق نه ڏيندس جيسين تون شهرن ڏي نه ويندين ۽ ماڻهن سان نه رهندين، لهاذا هو شهر ۾ آيو ۽ ماڻهن سان گڏ رهڻ لڳو ته ڪوڪيس ماني پيو کارائي ڪو پاڻي پيو پياري چنانچه کائڻ پيئڻ کان پوءِ هو ڊنو ته هن هڪ غيبي فرشتي جو هي آواز ٻڌو ته ڇا تون دنيا کي ترڪ ڪري اهو پيو گهرين ته الله جل شانه جي حڪمت کي دنيا ۾ باطل ڪرين، ڇا توکي معلوم نه آهي ته خدا وند ڪريم کي قدرت جي هٿن جي بجاءِ ٻانهن کي ٻانهن جي هٿان رزق ڏيڻ زياده پسند آهي"

بهرحال جيڪو فتوحات تي قائم رهي ته ان جي لاءِ ماڻهن جو هٿ ۽ فرشتن جو هٿ هڪ آهن، بلڪ هن جي لاءِ قدرت ۽ حڪمت هڪ جهڙيون آهن ان لاءِ جهنگن ۾ وڃڻ ۽ قطع تعلقات ڪرڻ يا دنيا جي سببن کي ڏسي انهن کي پسند ڪرڻ سڀ هڪجهڙا آهن جڏهن توحيد صحيح هجي ته انسان لاءِ دنياوي سبب ڪجهه به نه آهن.

شيخ يحييٰ بن معاذ الرازيءَ جو قول آهي تہ جيڪو قدرت جي چاهيءَ کان سواءِ معاش جو دروازو کولي تہ ان کي مخلوق جي سپرد ڪيو ويندو آهي.

هڪ ڙاهد بزرگ پنهنجو واقعو هن طرح بيان ڪيو تہ "مان هڪ وڏو صنعت ڪار هئس، مون کي پنهنجي صنعت کي ڇڏڻ جو حڪم مليو تہ منهنجي دل ۾ وسوسو پيدا ٿيو تہ پوءِ منهنجو ذريعہ معاش ڇا هوندو؟ جلدي هڪڙي غيبي فرشتي آواز ڏنو تہ تون دنيا کي ڇڏي مون ڏي متوجہ ٿيءُ مگر پنهنجي رزق جي باري ۾ مون کي ملزم قرار تو ڏين، حالانڪ منهنجو ذمو آهي تہ مان تنهنجو خادم ڪنهن وليءَ کي مقرر ڪيان يا پنهنجي دشمنن مان ڪنهن منافق کي تنهنجو تابع ڪيان.

## نفسانيت کان پرهيز:

جڏهن صوفيءَ جي روحاني حالت صحيح هجي ۽ هن ۾ دنياوي طمع باقي نہ رهي ۽سڀ خواهشون متجي وڃن تہ دنيا ان جي خدمت ڪندي ۽ اها هن جي خادم بنجڻ جي قابل ٿي ويندي، مگر هو هن کي مخدوم بنائڻ پسند نہ ڪندو، بلڪ فتوح جو صاحب نفس جي هر شوق جي جنبش کي گناهہ ۽ جرم قرار ڏيندو.

روايت آهي تہ حضرت امام احمد بن حنبل رحمۃ الله عليه هڪ ڏينهن شارع باب الشام جي طرف روانو ٿيا اتان پاڻ اٽو خريد ڪيائون ان وقت اتي ڪو مزدور ڪو نہ هو آخر ڪار ايوب احمال مليو اهو اٽو کڻي سندن گهر ويو، حضرت احمد بن حنبل رحمۃ الله عليه هن کي مزدوري ڏني جڏهن گهر ۾ ان کي رخصت ڪري آيو تہ ڏنائين تہ گهر وارن باقي اٽي جون مانيون پچائي ڇڏيون آهن ۽ تخت تي خشڪ ٿيڻ لاءِ رکيون آهن.ايوب انهن کي ڏسي ورتو هو ۽ ڏينهن جو روزو رکندو هو ان ڪري امام احمد پنهنجي پٽ صالح کي چيو تہ تون ايوب کي ماني ڏي، هن بہ مانيون کڻي هن کي ڏنيون مگر هن واپس ڪري ڇڏيون، امام احمد جن فرمايو تہ انهن کي

رکي ڇڏي، ٿوري دير کان پوءِ فرمايائون تہ هي بہ مانيون هن کي ڏي،چنانچہ هو بہ مانيون کڻي ويو ۽ هن اهي مانيون ورتيون. ان تي صالح کي تعجب لڳو،امام احمد فرمايو تہ ڇا تون هن جي واپس ڪرڻ ۽ ٻيهر وٺڻ تي حيران آهين؟ هن چيو تہ هائو، پاڻ فرمايائون تہ هي نيڪ ماڻهو آهي جڏهن هن مانيءَ ڏني تہ هن ۾ نفساني خواهشن پيدا ٿي ان ڪري جڏهن اسان هن جي نفساني خواهش جي مطابق ڏني تہ( نفس جي مخالفت ۾ ) هن اهي واپس ڪري ڇڏيون، ان کان پوءِ جڏهن هو مايوس ٿي ويو تہ اسان مايوسيءَ کان پوءِ ٻيهر موڪليون تہ هن انهن کي قبول ڪيو"

## صحيح علم:

هي سچن جو حال آهي تہ جيڪڏهن سوال ڪندا آهن تہ صحيح علم کان پوءِ سوال ڪندا آهن ۽ جيڪڏهن سوال کان باز رهندا آهن تہ ان ۾ بہ روحاني جذبو لڪل هوندو آهي ۽ جيڪڏهن هو ڪنهن شيءِ کي قبول ڪندا آهن تہ علم کان پوءِ قبول ڪندا آهن.

بهرحال جن کي فتوح جو مرتبو عطا نہ ٿيو اهي صحيح علم جي شرط مطابق سوال ۽ حلال ڪمائي ڪري ٿا سگهن مگر جيڪي ضرورت کان وڌيڪ گڏ ٿا ڪن انهن جو صوفيا ڪرام سان ڪو بہ تعلق ڪونهي، حضرت عمررضي الله عنه هڪ سائل کي گهرندي ڏٺو تہ پنهنجي ساٿيءَ کي فرمايائون تہ ڇا مون توکي نہ چيو هو تہ سائل کي کاڌو کاراءِ" هن چيو تہ مون سائل کي کاڌو کارائي ڇڏيو آهي، ان تي حضرت عمر رضي الله عنه غور سان ڏٺو تہ هن جي بغل جي هيٺان جهولي مانين سان ڀريل نظر آئي، حضرت عمر رضي الله عنه هن کان پڇيو تہ ڇا تنهنجا اهل وعيال بہ آهن؟ هن چيو تہ نہ، ان تي حضرت عمر رضي الله عنهفرمايو تہ تون سائل نہ پر تاجر آهين، اهو چئي هن جي جهولي خيرات وٺڻ وارن جي سامهون پکيڙي

جه ـ تين ۽ هن کي درا لڳايائين.

حضرت علي رضي الله عنه ابن ابي طالب جن فرمايو آهي تہ الله تعاليٰ جل شانه هن مخلوق جي لاءِ فقر ۾ ثواب بہ رکيو آهي ۽ سزا بہ رکي آهي. هڪ درويش کي ثواب ان وقت ملندو جڏهن هن جا اخلاق سٺا هجن، پنهنجي رب‌العزت جي اطاعت ڪندڙ هجي ۽ پنهنجي حالت جي شڪايت نہ ڪري بلڪ پنهنجي فڪر تي خدا جو شڪر ڪري، ۽درويش کي ان وقت سزا ملندي جڏهن هن جا اخلاق خراب هجن، پنهنجي رب‌العزت جي نافرماني ڪري، پنهنجي حالت جي تمام گهڻي شڪايت ڪري ۽ قضا ۽ قدرتي ناراض رهي، ان ڪري صوفياءِ ڪرام جو طريقو هي آهي تہ خواهہ سوال هجي يا فتوح حاصل هجي، هر موقعي تي سهڻي ادب جو خيال رکجي ۽ بدلجندڙ هر حالت ۾ خداوندڪريم سان سچائيءَ جو ثبوت ڏنو وڃي.

باب ٢١

# صوفيءَ جا ازدواجي معاملا

صوفي بزرگ درويش خواهہ مجرد هجي يا شادي شده هر حالت ۾ هو خداوند ڪريم جي رضا جو طالب رهندو آهي، هو محدود وقت تائين مجرد رهندو آهي ۽ ان وقت مخصوص مقصد هن جي سامهون هوندا آهن، اهڙي طرح هن جي ازدواجي زندگيءَ جو خاص وقت ۽خاص مقصد هوندو آهي هڪ حقيقت پسند صوفي مجرد رهڻ ۽شادي ڪرڻ جي مناسب وقت کي خوب ڄاڻندو آهي، ڇو تہ هن جي سرڪش طبعيت جلد شادي ڪرڻ جي تقاضا نہ ڪندي آهي بلڪ هي ان وقت شاديءَ جي لاءِ قدم کڻندو آهي جڏهن هن جي نفس ۾ صلاحيت پيدا ٿئي ۽ هو نرم ٿي هن جو مطيع ٿي وڃي هن کي جيڪي چيو وڃي ان کي قبول ڪري، نفس هڪڙي ڇوڪري وانگر آهي جيڪو سٺي ڪم کي شوق سان ٿو ڪري ۽ نقصان ڏيندڙ ڳالهہ کان پري ٿو رهي ان ڪري جڏهن نفس محڪوم ۽ فرمانبردار ٿي وڃي تہ هو خدا وند ڪريمجي حڪم جي طرف رجوع ڪندو آهي ۽ قلب سان جنگ ڪرڻ بند ڪري ڇڏيندو آهي ۽ جڏهن انصاف سان ٻنهين ۾ صلح ڪرايو وڃي تہ پوءِ ٻنهين جي معاملن کي بہ انصاف سان ڏسبو آهي.

صوفياءِ ڪرام هڪ مقرر وقت تائين مجرد زندگي برداشت ڪندا آهن ان کان پوءِ انهن لاءِ شريڪ زندگيءَ جو انتخاب ڪيو ويندو آهي،ان وقت خداوند ڪريم انهن لاءِ اهڙامددگار ظاهري اسباب مهيا ڪندو آهي جن جي ڪري هو رفيقہ زندگيءَ مان لطف اندوز ٿيندا آهن ۽ انهن جي لاءِ رزق بہ مهيا ٿي ويندو آهي، پر جيڪڏهن مريد جلد بازيءَ کان ڪم

ونئي ۽ طبيعت هن کي اهڙي طرح مجبور ڪري جو هن ۾ جهالت شامل ٿي وڃي ۽ شهوت جو دونهون علم جي شعاع کي وسائي ڇڏي تہ هو جنهن روحانيت جي اوج تي قائم آهي ڪري پوندو، هو صداقت ۽ عقيدت جا شرط پورا ڪري نہ سگهندو بلڪ انهيءَ سهوليت جي ڪڏ ۾ ڪري پوندو جيڪا الله تعاليٰ جل شانہ عام مخلوق لاءِ لطف خاطر عنايت طور مقرر ڪئي آهي مگر هي درويش جي روحاني زندگيءَ لاءِ زبردست نقصان ۽ خسارو آهي، اهڙي قسم جي جلد بازي پڻ نقصان جو باعث بڻجي ٿي

شيخ سهل بن عبدالله التستري رحمہ الله عليه جن جو قول آهي تہ "جڏهن مريد انهيءَ حالت ۾ هجي جتي ترقي ۽ زيادتيءَ جي اميد هجي انهيءَ حالت ۾ هو آزمائش جي دور ۾ داخل ٿي وڃي ۽ انهيءَ آزمائش ۾ پست حاليءَ ڏي موٽي وڃي تہ ان لاءِ زبردست نقصان ۽ عظيم حادثو آهي. هڪ درويش کي چيو ويو تہ تون شادي ڇو نہ ٿو ڪرين، هن جواب ڏنو تہ عورت صرف مردن جي قابل هوندي آهي پر اجان تائين مان مردن جي مقام تائين نہ پهتو آهيان ان ڪري شادي ڪيئن ڪيان؟"

هن جو مطلب هي آهي تہ سچي درويش جي بلوغ جو هڪ خاص وقت هوندو آهي، ان وقت هو نڪاح ڪندا آهن، بهرحال مجرد (اڪيلو) رهڻ ۽ نڪاح ڪرڻ جي فضيلت ۾ مختلف حديثون آهن ۽ مختلف حالتن جي مطابق رسول الله ﷺ جن جي ڪلام ۾ لچڪ آهي ان جو سبب هي آهي تہ ڪجهہ ماڻهو ازدواجي زندگيءَ ۾ فضيلت حاصل ڪري ٿا سگهن هي اختلاف صرف انهن ماڻهن لاءِ آهي جن پنهنجي انتهائي تقويٰ ۽ ضبط نفس سان شهوت جي باهہ کي ٿڌو ڪري ڇڏيو هجي، نہ تہ اهو مرد جنهن کي فتني جو انديشو هجي ۽ هن ۾ حد درجي شهوت غالب هجي ان جي لاءِ نڪاح ڪرڻ تمام ضروري آهي، البت جنهن تي شهوت غالب نہ هجي ان جي باري ۾ آئمہ ڪرام جو اختلاف آهي، جڏهن صوفيءَ جي شادي ٿي وڃي تہ هن جي روحاني پائرن

تي لازم آهي تہ جيڪڏهن هن جو حال هيٺو هجي ۽ هو ڪامل مردن جي مرتبي ڪان قاصر رهي تہ هو ايثار سان هن جي مدد ڪن ۽ هن جي زياده طلبيءَ تي چشم پوشي ڪن، جيئن اسان هن شخص جي صبر جو حال بيان ڪيو آهي جنهن صبر اختيار ڪري ان وقت ڪاميابي حاصل ڪئي جڏهن هن جو مقرر وقت اچي ويو.

حضرت عوف بن مالڪ رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن وٽ جڏهن مال غنيمت ايندو هو تہ انهيءَ ڏينهن ئي ورهائي ڇڏيندا هئا. شادي شده ڪي ٻہ حصا ۽ مجرد ڪي هڪ حصو ڏيڻ فرمائيندا هئا. هڪ دفعي مون ڪي عمار بن ياسر رضي الله عنه ڪان اڳ ۾ سڏايو ويو ۽ پاڻ ﷺ مون ڪي ٻہ حصا ڏنائون ۽ عمار بن ياسر رضي الله عنه ڪي هڪ حصو ڏنو ان تي هو سخت ناراض ٿيو،ان وقت هڪ سون جي زنجير باقي رهجي ويئي هئي جنهن ڪي پاڻ ﷺ لٺ جي ڇهنب سان ڪٽڻ ٻيا پر ڪري ٿي پئي، ان وقت پاڻ ﷺ فرمايائون تہ جڏهن توهان وٽ هي سون زياده ٿي ويندو ان وقت توهان جو ڇا حال ٿيندو؟ هن سوال جو ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو. حضرت عمار رضي الله عنه چيو تہ يا رسول الله ﷺ! اسين گهرون ٿا تہ اسان ڪي هن ڪان زياده مال حاصل ٿئي.

## ازدواجي زندگيءَ جا نقصان:

مجرد (اڪيلو) رهڻ درويش لاءِ مفيد ٿيندو آهي، ان سان هن جي خيالن ۾ هڪ ڪنائي رهندي آهي ۽ هن جي زندگي خوشگوار رهندي آهي. لهاذا شروعاتي زماني ۾ درويش جي لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ هو سيني تعلقات ڪي قطع ڪري ۽ سيني رڪاوٽن ڪي دور ڪري سفر اختيار ڪري ۽ خطرن ڪي برداشت ڪري، هن ڪي گهرجي تہ ظاهري سبب ڪان الڳ ٿلڳ رهي، سيني حجابن ڪي پنهنجي سامهون هٽائي. ان جي برخلاف ازدواجي زندگيءَ سان روحاني عزم ۽ ۽ ارادي جي بجاءِ پستي اچي ويندي آهي بلڪ انسان اهل وعيال

۾ قيد ٿي رهجي ويندو آهي. مشتبہ مقامن جي اردگرد گردش ڪندو رهندو آهي ترڪ دنيا ڪانپوءِ دنيا ڏي مائل ٿيندو آهي ۽ پنهنجي مزاج ۽ عادت جي مطابق نفساني خواهش جي طرف راغب ٿيندو آهي.

شيخ ابو سليمان الداراني رحمه الله عليه جن فرمايو آهي تہ جنهن ٽن شين کي طلب ڪيو اهو دنيا جي طرف مائل ٿي ويو (١) طلب معاش (٢) عورت سان نڪاح ڪرڻ (٣) حديثون لکڻ- وڌيڪ فرمايائون تہ مون پنهنجي ساٿين مان ڪنهن کي بہ نہ ڏٺو تہ هو شادي ڪرڻ ڪان پوءِ پنهنجي بلند مرتبي تي قائم رهيو هجي.

حضرت امام اسامہ بن زيد جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون ڪان پوءِ مردن جي لاءِ عورت ڪان وڌيڪ نقصان ڏيندڙ ڪو بہ فتنو نہ هوندو.

## خطرناڪ فتنو:

حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جن جو قول آهي تہ "اسين سختي ۽تنگدستيءَ ۾ مبتلا ٿياسين تہ صبر ڪيوسين پر جڏهن اسان کي خوشحاليءَ ۾ آزمايو ويو تہ صبر نہ ڪري سگھياسين، مون کي سڀ ڪان وڌيڪ خطرناڪ فتنو عورتن جو ٿو محسوس ٿئي. جڏهن هو سون جا ڪنگڻ شام جون ريشمي چادرون ۽ يمن جا ڳاڙها لباس پائي دولت مندن کي بہ عاجز ڪري ڇڏينديون ۽ فقيرن کي اهي شيون مهيا ڪرڻ لاءِ مجبور ڪنديون جيڪي هو حاصل نہ ڪري سگھندا.

ڪنهن حڪيم جو قول آهي تہ" مجرد رهڻ جو علاج عورتن سان نڪاح ڪرڻ جي علاج ڪان بهتر آهي"

شيخ سهل بن عبدالله رحمه الله عليه جن ڪان عورتن جي باري ۾ پڇيو ويو پاڻ فرمايائون تہ عورتن جي نہ هجڻ تي صبر ڪرڻ انهن جي ڳالهين تي صبر ڪرڻ ڪان بهتر آهي، ۽ انهن جي معاملن تي صبر ڪرڻ باهہ جي عذاب ڪان بهتر آهي."

الله تعاليٰ جل شانه جو ارشاد آهي

وخلق الانسان ضعيفا (پارہ٥)

انسان کي ڪمزور پيدا ڪيو ويو آهي.

هن جي تفسير ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ انسان انهيءَ ڪري ڪمزور آهي جو هو عورتن کانسواءِ نٿو رهي سگهي اهڙي طرح هيءَ بہ آيت آهي

ربنا ولا تحملنا مالا طاقه لنا به (آخر سورة البقره)

اي پروردگار اسان تي طاقت کان وڌيڪ بوج نہ وجھ

هن ۾ طاقت کان وڌيڪ بوج وجهڻ مان مراد شهوت جو غلبو آهي.

## سبڪ دوش:

جيڪڏهن درويش پنهنجي نفس جو مقابلو ڪري سگهي ۽ هن کي ايترو گهڻو علم حاصل هجي جو هو خوش اسلوبيءَ سان نفس جو علاج ڪري سگهي ۽ عورتن کانسواءِ رهي سگهي تہ پوءِ سمجهو تہ هن تمام وڏي فضيلت حاصل ڪئيءِ عقل جو صحيح استعمال ڪيو، بلڪ هن کي آسان رستو ملي ويو. جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:

"ٻہ سؤ سالن کان پوءِ توهان ۾ بهترين انسان اهو هوندو جيڪو سبڪدوش هجي" ماڻهن معلوم ڪيو تہ "شبڪدوش ڪير آهي؟" پاڻ ﷺ جن فرمايو" اهو اهو آهي جيڪو اهل وعيال وارو نہ هجي"

ڪنهن هڪ درويش کي چيو ويو تہ تون نڪاح ڪر تہ هن فرمايو تہ مون کي نڪاح کان وڌيڪ نفس ڪشيءَ جي ضرورت آهي شيخ بشر بن حارث رحمہ الله عليه جن کي چيو ويو تہ"ماڻهو توهان تي اعتراض ٿا ڪن" پاڻ رحمہ الله عليه فرمايائون " هو ڇا ٿا چون" تہ ماڻهن چيو هو چون ٿا تہ توهان نڪاح جي سنت کي ڇڏي ڏنو آهي، پاڻ رحمہ الله عليه فرمايائون " انهن کي چئو تہ مان

اجان فرض ادا ڪرڻ ۾ مشغول آهيان"

پاڻ فرمائيندا هئا ته " جيڪڏهن مان هڪ ڪڪڙ به پاليان ته مون کي انديشو ٿيندو آهي ته مان هڪ جلاد آهيان جيڪو پل تي بيٺو هجي"

حقيقت هيءَ آهي، ته صوفي نفس ۽ ان جي مطالبن ۾ مبتلا هوندو آهي ۽ هن کي نفس ڪشيءَ جو ڪم سرانجام ڏيڻو هوندو آهي. ان ڪري جيڪڏهن نفس جي مطالبن سان گڏوگڏ پنهنجي زال جي مطالبن جو به اضافو ڪري ته هن جي جدوجهد ڪمزور ٿي ويندي ۽ هن جي عزم ۽ ارادي ۾ فتور اچي ويندو ڇو ته نفس جو حال هي آهي ته جيڪڏهن ان کي طمع ۾ وجهجي ته ان جو خوگر بنجي ويندو ۽ جيڪڏهن قناعت جي رستي تي آندو وڃي ته قناعت ڪندڙ بنجي ويندو.

## روزي جا فائدا:

نوجوان حقيقت جو طالب نڪاح جي خواهش کي دٻائڻ لاءِ هميشه روزا رکندو آهي، ڇو ته روزا نفس کي مغلوب ڪرڻ ۽ هن جي خواهشن کي دٻائڻ لاءِ گهڻا ڪارآمد آهن. حديث شريف ۾ ذڪر آهي ته" رسول الله ﷺ جن نوجوانن جي هڪ جماعت وٽان لنگهيا جيڪي پٿر کڻي رهيا هئا. پاڻ ﷺ جن فرمايو ته اي نوجوانو! توهان مان جيڪو نڪاح ڪري ٿو سگهي ته اهو نڪاح ڪري ۽ جيڪو نڪاح نه ڪري سگهي ته اهو روزا رکي، ڇو ته روزا شهوت کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن. حديث ۾ وجاءَ جو لفظ آيو آهي جنهن جو مطلب آهي خصي ڪرڻ، عربن جو قاعدو هو ته هو ٻڪرڪي خصي ڪندا هئا، ته جيئن انجي نرينه طاقت ختم ٿي وڃي ۽ هو ٿلهو ٿي پوي، جيئن حديث شريف ۾ ذڪر ٿيل آهي ته رسول الله ﷺ جن ٻن خصي ڪيل دنبن جي قرباني ڪئي"

ڇيو ويو آهي ته نفس کي جيڪڏهن ڪنهن ڪم ۾ مشغول رکيو وڃي ته هو توهانکي مشغول رکندو، لهاذا جيڪڏهن نوجوان

همیشه وڏيڪ ڪم ۾ لڳو رهي ۽ عبادت ۾ رهي نفس ڪشي ڪري ته نه صرف نفس جا خطرا گهٽجي ويندا بلڪ عبادت جي ذريعي معاملن ۾ به منو ڦل حاصل ٿيندو، گهٽي ڪم جو شوق پيدا ٿيندو ۽ هن جي عملي زندگيءَ ۾ سهوليت جا دروازا کلي ويندا ،اهڙي طرح هو زال جي فڪر سان پنهنجا واقعا ۽ حالتون خراب ٿيڻ کان بچائيندو.

مجرد هجڻ جي حالت ۾ مريد جي لاءِ بهترين طريقو هي آهي ته هو پنهنجي دل کي شهوت ۽ عورتن جي تصور کان خالي رکي ۽ جڏهن عورتن جي باري ۾ شهواني خيال تنگ ڪن ته هو الله تعاليٰ جل شانه کان توبه ڪري، الله تعاليٰ جل شانه هن جي ارادي جي قوت کي مضبوط ڪري نفس کي قابوڪرڻ جي توفيق ڏيندو ۽ هن جي سچي توبه جي ڪري هن جي قلب جو نور نفس ڏي ايندو جنهن سان هن جي نفس کي سڪون ملندو ۽ هو پنهنجي مطالبي تان هٿ کڻي ويندو. ان کان پوءِ هو نفس جي سامهون نڪاح جا برا نتيجا ۽ ان جي ذلت ۽ خواريءَ جو نقشو پيش ڪري ته ڪهڙي طرح انسان انهيءَ جي ڪري ناجائز ڪمن ۾ ڦاسي پوندو آهي بلڪ مجبور ٿي پوندو آهي ۽ هن کي عورت جي حفاظت جي لاءِ ڪهڙين ڪهڙين شين سان تعلق ٽوڙڻا پوندا آهن ۽ بيشمار تڪليفون برداشت ڪيون ويندیون آهن.

## عيالداريءَ جا نقصان:

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن کان پڇيو ويو ته "سخت مصيبت ڪهڙي آهي" فرمايائون ته "اهل وعيال ۽ مال جي گهٽائي". ٻيو وجي ٿو ته عيالداريءَ جي ڪثرت ٻيٽي مفلسيءَ جو هڪ قسم آهي ۽ عيالداريءَ جي گهٽتائي ٻيٽي دولتمنديءَ جوهڪ قسم آهي"

حضرت ابراهيم بن اڌم رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا ته جيڪو عورتن جي صحبت جو عادي هوندو اهو ڇوٽڪارو حاصل نه ڪندو، هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته عورت آرام طلبي ۽ تن آسانيءَ جو سبب آهي ۽ گهٽو ذڪر،

رات جو جاڳڻ ۽ روزا رکڻ جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجندي آهي، هن جي ڪري طبيعت تي مفلسيءَ جو خوف ۽ سرمائيداريءَ جي محبت مسلط ٿيندي آهي، پر مجرد (اڪيلو) انسان انهن سڀني ڳالهين کان پري رهندو آهي، هيءَ روايت ذڪر ٿيل آهي ته" ٻن سؤ سالن کان پوءِ منهنجي امت لاءِ مجرد رهڻ مباح آهي"

## خداوند ڪريم ڏي رجوع:

جيڪڏهن درويش جي دل ۾ نڪاح جا خيال لڳاتار اچن ته هو اندرئي اندر ۾ انهن کي هٽائڻ جي ڪوشش ڪري. خاص ڪري نماز، ذڪر ۽ تلاوت جي وقت به جيڪڏهن وسوسا اچن ته سڀ کان پهريائين خدا وند ڪريم کان مدد طلب ڪري پوءِ پنهنجي روحاني پيشوا ۽ روحاني ڀائرن جو تعاون طلب ڪري انهن سان پنهنجو پورو حال بيان ڪري ان کان پوءِ هنن کان دعا جو طالب ٿئي، بلڪ زنده ۽ مردن جي به زيارت ڪري مسجد ۽ مزارن جي طرف وڃي، هن معاملي کي اهم ۽ نازڪ خيال ڪري ۽ هن کي معمولي ڳالهه نه سمجهي، ڇو ته هي هڪ فتني ۽ زبردست خطري جو دروازو آهي، جيئن خداوند تعاليٰ جل شانه فرمايو آهي ته" درحقيقت تنهنجي زالن ۽ اولاد مان ڪجهه تنهنجا دشمن به آهن، انهن کان پرهيز ڪريو" (القرآن)

اهڙي صورت ۾ هو خدا وند ڪريم کان نهايت عاجزيءَ ۽ ڪثرت سان دعا گهري ۽ اڪيلائي ۾ ڳوڙها ڳاڙي، بار بار استخاره ڪري، ان کان پوءِ جيڪڏهن هن کي طاقت ۽ صبر عطا ٿي وڃي ته ان کان اڳ جو خدا جل شانه جي فضل ۽ عنايت سان بهتر صورت ظاهر ٿئي ته تمام سٺو آهي ته به خدا جل شانه جي هڪ سچي طالب رب سائين کي خواب يا بيداريءَ ۾ يا ڪنهن بزرگ ۽ صاحب حال جي بيان سان اصل حقيقت جو انڪشاف ڪرائيندو آهي اهڙو شخص جڏهن ڪنهن شيءِ جي طرف اشارو ڪندو آهي ته ان جو اشارو بصيرت تي ٻڌل هوندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو فيصلو ڪندو آهي ته

اهو ان جي مطابق هوندو آهي، اهڙي صورت ۾ جيڪڏهن درويش نڪاح ڪيو ته اهو نڪاح هن جي روحاني زندگيءَ ۾ مددگارءِ معاون ثابت ٿيندو.

اسان ٻڌو آهي ته ڪنهن بزرگ حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمه الله عليه کان پڇيو ته" توهان شادي ڇو ڪئي؟ "فرمايائون ته مون ان وقت شادي ڪئي جڏهن رسول الله ﷺ جن فرمايو ته " تون شادي ڪر" ان تي هن بزرگ چيو ته" رسول الله ﷺ جن ته آسان ڪمن جو حڪم ڏيندا هئا، مگر مشائخ ڪرام عزم ۽ همٿ جي ڪمن کي ضروري سمجهندا آهن، مون کي خبر نه آهي ته حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه جن ان جو ڇا جواب ڏنو، ته ٻه مان پنهنجي طرفان ٿو چوان ته بيشڪ رسول الله ﷺ جن سهوليت ۽اجازت ڏني آهي ۽ شريعت جي ذريعي ان جو حڪم ٻه فرمايو آهي پر جيڪو الله تعاليٰ جل شانه ڏي متوجه ٿئي ۽ ان جو نياز مند بنجي ان جو استخارو ڪري ته خواب ۾ ڪشف جي ذريعي ان کي واقف ٿو ڪري ته ان وقت هن جو هي حڪم اجازت تي نه بلڪ اهڙو حڪم هوندو آهي جن کي همٿ وارا پورو ڪندا آهن، ڇو ته هي ظاهري حڪم نه بلڪ ان جو تعلق باطني حالت سان آهي.

منهنجي هنن خيالن جي تائيد حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه جن جي هن قول سان ٿئي ٿي ته پاڻ هڪ دفعي فرمايائون ته" مان گهڻي عرصي کان شادي جو خواهشمند هئس مگر وقت جي خراب هجڻ سبب شادي ڪرڻ جي جراءت نه هئي لهاذا مان صبر ڪندو رهيس، ايتري قدر جو جڏهن ان جو وقت آيو ته الله تعاليٰ جل شانه مون کي چار زالون عطا ڪيون جن مان هر هڪ منهنجي مرضيءَ ۽ منشا جي مطابق نڪتي،هي مڪمل صبر جميل جو نتيجو آهي"

جڏهن درويش صبر ڪري ۽ الله رب العزت کان ڪشادگيءَ جو طالب ٿئي ته ان کي ڪشادگي ۽ نجات حاصل ٿيندي، جيڪو الله جل جلاله کان ڊڄندو ته اهو

ان جي لاءِ نڪرڻ جو رستو ڪڍندو، ۽ اهڙي جاءِ تان رزق مهيا ڪندو جتان هن جو خيال ۽ گمان به نه هوندو.

## ازدواج جي اجازت:

جيڪڏهن درويش گهڻي ڪوشش گڙگڙاهٽ ۽ دعا گهرڻ کان پوءِ نڪاح ڪيو ۽ خدا وند عظيم جي طرفان ان کي اجازت ملي وئي ته ان جي مراد پوري ٿي وئي ۽ جيڪڏهن اجازت اچڻ تائين هن دعائن تي پوري توجه سان ڪوشش ڪئي ته ممڪن آهي ته هن جي نيڪ نيتي ۽ سچي مقصد ۽ توڪل جي ڪري خداوند ڪريم جي مدد هن سان شامل ٿي وڃي جيئن حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه جن کان نقل ٿيل آهي ته پاڻ فرمايائون " نوجوانن جي زهد ۽ عبادت جي ان وقت تڪميل ٿيندي آهي جڏهن هو شادي ڪري.

خراسان جي هڪ مشهور روحاني شيخ جي باري ۾ بيان ٿيل آهي ته هو تمام گهڻيون شاديون ڪندا هئا ايتري قدر جو هميشه ان وٽ ٻه يا ٽي زالون هونديون هيون ان تي ڪين گهٽ وڌ چيو ويو ته پاڻ فرمايائون " ڇا توهان مان ڪير چئي ٿو سگهي ته توهان مان ڪير خدا وند عظيم جي سامهون ويٺو هجي يا روحاني مراقبي ۾ مشغول هجي ۽ ان جي دل ۾ ڪڏهن به شهوت جو وسوسو نه پيدا ٿيو هجي؟" هنن چيو ته ڪڏهن ڪڏهن اسان جي دل ۾ اهڙو خيال ايندو آهي. فرمايائون ته" جيڪڏهن مان توهان جهڙي حالت تي مطمئن هجان ها ته مان ڪڏهن به نڪاح نه ڪيان ها، مگر منهنجي حالت اها هئي جو جڏهن به منهنجي دل ۾ ڪو به شهواني وسوسو پيدا ٿيو جنهن سان منهنجي روحاني حالت ۾ رڪاوٽ ٿيندي هئي ته مون ان کي پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ان کان پوءِ مان پنهنجي روحاني مشغلي ۾ مصروف ٿي ويس" هو بزرگ فرمائي ٿو ته چاليهن سالن کان منهنجي دل ۾ گناهه جو وسوسو به پيدا نه ٿيو آهي."

## نڪاح جي روحاني مصلحت:

حق جا پرستار صاحب فڪر ۽ بصيرت کان پوءِ

نڪاح ڪندا آهن تہ جيئن هو نفساني خواهشن کي بند ڪن، ان کان سواءِ زبردست اهل باطن ۽ اهل علم ڪن خاص‌صاحب حالتن جي بنياد تي بہ نڪاح ڪندا آهن جيڪي انهن سان مخصوص آهن، ان جي صورت اها آهي تہ وڏي عرصي تائين مجاهدا، مراقبا ۽ رياضت ڪرڻ کان پوءِ انهن جا نفس مطمئن ٿي ويندا آهن ۽ قلب متوجہ ٿيندا آهن، ڇو تہ قلب ڪڏهن متوجہ ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن بي رخي ڪندا آهن ڪي صوفي چون ٿا تہ جڏهن قلب بي رخي ڪندا آهن تہ اهي نرميءَ سان راحت حاصل ڪندا آهن ۽ جڏهن متوجہ ٿيندا آهن تہ انهن کي "ميثاق" جي طرف واپس ڪيو ويندو آهي، ان کان پوءِ قلب ٿوري عرصي کان سواءِ هميشہ متوجہ رهندا آهن ۽ انهن جو هي دائمي توجہ ان لاءِ رهندو آهي جو نفس مطمئن ٿي قلب سان جهيڙو نہ ڪندو آهي ۽ هن جي ڪمن ۾ هٿ چراند ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. لهذا جڏهن نفس مطمئن ٿي وڃي ۽ هن جي ڪاوڙ نفرت ۽ سرڪشي هلي وڃي تہ ان جا گهڻا حق قلب تي لازم ٿي ويندا آهن ۽ هن جي حقن جا گهڻا حصا جمع ٿي ويندا آهن ان ڪري ان جو حق ادا ڪرڻ سان هو قانع ٿي ويندو آهي ۽پنهنجو مزو وٺي ڪشادو ۽ وسيع ٿي ويندو آهي.

هي صوفين ڪرامن جو دقيق علم آهي، ڇو تہ انهن کي مباح نڪاح ڪرڻ جي ذريعي نفس کي ان جو حق ادا ڪرڻ جي گنجائش ملندي آهي، هن کان اڳ هو پنهنجي خواهشن جي مخالفت ڪندو آهي، ايتري قدر جو هن جي بيماري هاڻي پاڻ دوا بنجي ويئي آهي ۽ جائز خواهشون ۽ لذتون هن جي لاءِ نہ نقصانڪار آهن ۽ نہ وري هن جي ارادن ۽مقصدن جي رستي ۾ اٽڪن ٿيون، بلڪ هاڻي اها حالت ٿي وئي آهي جو پاڪيزه طبيعتون جڏهن نفساني لذت سان لطف اندوز ٿيون ٿين تہ هنن جي دل وسيع ۽ ڪشادي ٿي پوي ٿي ۽ قلب ۽نفس ۾ اهڙي طرح موافقت ٿي ويندي آهي جو هر هڪ ٻئي جو همدرد ٿي پوندو آهي ۽ هنن جي تعاون

جو جذبو قوي ٿي ويندو آهي. جڏهن قلب خداوند قدوس جي لطف ۽ عنايت سان فيضياب ٿئي ٿو ته هو نفس کي به سکون ۽ اطمينان جي خلعت پارائي ٿو ۽ هن کي به نفس جي وڏيڪ سکون ۽ اطمينان سان تسکين حاصل ٿي ٿئي.

جڏهن به نفس پنهنجو مزو حاصل ڪري ته قلب کي اهڙي طرح خوشي ٿيندي آهي جيئن هڪ شفيق پاڙيسري پنهنجي پاڙيسريءَ جي آرام سان خوش ٿيندو آهي مون ڪنهن درويش جو هي قول ٻڌو آهي ته نفس قلب کي چوندو آهي ته تون ڪائڻ ۾ منهنجو ساٿ ڏي ته مان نماز ۾ تنهنجو ساٿي ٿيندس" پر اهڙا روحاني تصور نادر الوجود آهن عالم ربانيءَ کان سواءِ ٻيو ڪير به انهن جي صلاحيت نه ٿو رکي، ان ڪري گهڻا حقيقت جا دعويدار هن قسم جون دعوائون ڪري تباهه ۽ برباد ٿي ويندا آهن.

# نڪاح جا فائدا:

بهرحال ڪامل خداوند ڪريم جي ٻانهن جي روحانيت نڪاح سان ترقي ڪندي آهي ۽ ان کي ڪو نقصان نه پهچندو آهي ڇو ته هو ڪامل علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مختلف شين جا فائدا حاصل ڪري وٺندا آهن پر انهن جي برائي هنن تي اثر انداز نه ٿيندي آهي، حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن فرمائين ٿا ته مون کي زال جي به ايتري ضرورت آهي جيتري کاڌي جي ضرورت آهي.

ڪنهن رباني عالم ڪنهن کي صوفين جي برائي ڪندي ٻڌو ته هن پڇيو ته تنهنجي ويجهو انهن ۾ ڪهڙي برائي آهي، هن چيو ته هي کائيندا تمام گهڻو آهن" هن فرمايو ته" جيڪڏهن تون به اهڙو ئي بکيو رهين جيترو هي بکيو ٿا رهن ته تون به ايترو کائيندين" ان کان پوءِ هن وڏيڪ اعتراض معلوم ڪيو ته هو چوڻ لڳو ته" هي ڳائڻ ٻڌندا آهن" ان جو جواب پاڻ ڏنائون ته" جيڪڏهن تنهنجي نظر به اهڙي هجي ها جهڙي

هنن جي نظر آهي تہ تون بہ هنن وانگر سماع مان لطف اندوز ٿين ها"

حضرت سفيان بن عينيہ فرمائيندا هئا تہ زالن جو تعداد دنياداري نہ آهي، ڇو تہ حضرت علي رضي الله عنه سيني اصحابن ۾ سيني کان وڏيڪ زاهد انسان هئا، مگر سندن چار زالون ۽ سترهن ٻانهيون هيون، حضرت ابن عباس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ هن امت جو بهترين انسان اهو آهي جنهن جون گهڻيون زالون هجن"

## نڪاح جي سنت:

انبياءِ ڪرام عليهم السلام جي قصن ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ هڪڙو عابد دنيا کي ڇڏي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو، ايتري قدر جو پنهنجي زماني جي ماڻهن ۾ فوقيت حاصل ڪيائين. انهيءَ زماني جي هڪ پيغمبر عليه السلام جي سامهون جڏهن ان جو ذڪر آيو تہ هن فرمايو تہ " ها اهو تمام سٺو انسان آهي پر هن هڪڙي مسنون شيءِ کي ڇڏي ڏنو آهي" جڏهن انهيءَ عابد کي اها خبر پئي تہ هن کي ڏاڍي پريشاني ٿي ۽ دل ۾ سوچيائين تہ شايد منهنجي عبادت بيڪار آهي، هو فورا نبي عليه السلام وٽ آيو ۽ هنن کان اصل حقيقت معلوم ڪيائين هنن فرمايو تہ تو نڪاح جي سنت کي ترڪ ڪيو آهي، هن عابد چيو تہ مون نڪاح کي حرام سمجهي ترڪ ڪو نہ ڪيو آهي بلڪ انهيءَ سنت تي ان ڪري عمل ڪري نہ سگهيو آهيان جو مان غريب آهيان، مون وٽ ڪا شيءِ ڪانهي بلڪ مان ماڻهن جو محتاج آهيان ڪڏهن ڪو هڪڙو مون کي کاڌو کارائيندو آهي ڪڏهن ڪو ٻيو کارائيندو آهي، ان ڪري مان نہ ٿو چاهيان تہ ڪنهن عورت سان نڪاح ڪري ان کي سختي ۽ مصيبت ۾ وجهان. نبي سڳوري فرمايو تہ ڇا؟ تنهنجي لاءِ صرف اهائي رڪاوٽ آهي هن چيو تہ "هائو" ان تي انهيءَ نبي عليه السلام هن جو پنهنجي نياڻيءَ سان نڪاح ڪري ڇڏيو.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنهفرمائن ٿا تہ " جيڪڏهن

منهنجي زندگيءَ جا ڏهه ڏينهن به باقي رهجي وڃن ته ان وقت به مان نڪاح ڪرڻ پسند ڪندس ۽ خداوند ڪريم وٽ مجرد (اڪيلو) وڃڻ پسند نه ڪندس.

قرآن ڪريم ۾ صرف انهن پيغمبرن جو ذڪر آهي جيڪي شادي شده هئا، چون ٿا ته حضرت يحيىٰ بن ذڪريا عليه السلام صرف نبين جي سنت جو اتباع ڪرڻ لاءِ نڪاح ڪيو، پر هو زال ڏي نه ويندو هو، اهو به بيان ڪيو ٿو وڃي ته حضرت عيسىٰ عليه السلام جڏهن زمين تي لهندو ته نڪاح ڪندو ۽ ان جو اولاد به ٿيندو، اهو به چيو ويو آهي ته شادي شده انسان جي هڪ رڪعت مجرد انسان جي ستر رڪعتن کان به بهتر آهي.

حضرت عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت آهي ته "رسول الله ﷺ جن فرمايو ته نڪاح منهنجي سنت آهي ۽ جنهن منهنجي سنت تي عمل نه ڪيو اهو منهنجي امت مان نه آهي، توهان نڪاح ڪيو، ڇو ته مان توهان جي ذريعي ٻين قومن جي مقابلي ۾ تعداد وڌائيندس، جيڪو حيثيت وارو هجي شادي ڪري ۽ جنهن وٽ ڪجهه به نه هجي اهو روزا رکي، ڇو ته روزا شهوت کي ڀري ٿا ڪن"

## نڪاح جو فتنو:

شادي شده مرد پنهنجي زال سان ايترو گهٽو ميل ميلاپ نه رکي جنهن سان هن جي عبادت ۽ ذڪر وظائف وغيره ۾ خلل پوي، ڇو ته ان جي گهٽائيءَ سان نفس ۽ ان جي لشڪر کي طاقت ٿي ملي ۽ هن جي بلند همٿ ۾ فتور ٿو اچي، سبب اهو آهي ته شادي شده پنهنجي زال جي ڪري ٻن فتنن ۾ مبتلا هوندو آهي. هڪڙو فتنو عام آهي جيڪو سيني لاءِ آهي يعني شاديءَ کان پوءِ ذريعو معاش حاصل ڪرڻ لاءِ ڊوڙ ڊڪ ۽ محنت ڪرڻي ٿي پوي ٻيو خاص فتنو اهو آهي ته هن جي روحاني مشغلن جي رستي ۾ رڪاوٽ ٿي ٿئي.

حضرت امام حسن بصري رضي الله عنه جن فرمائيندا هئا ته جنهن

پنهنجي زال جي ناجائز خواهشن ۽ فرمائشن جي اطاعت ڪئي تہ خداوند تعالىٰ جل شانہ ان کي ابتو ڪري دوزخ ۾ ڪيرائيندو.

حديث شريف ۾ آيل آهي تہ:

"ماڻهن تي هڪڙو زمانو اهڙو بہ ايندو جڏهن مرد جي تباهي هن جي زال، پيءُ ماءُ ۽ اولاد جي هٿان ٿيندي، هو هن کي غريبيءَ جو چئي هن تي ناقابل برداشت بوجهہ وجهندا ،انڪري هو اهڙا ڪم ڪندو ۽ اهڙين جاين ۾ داخل ٿيندو جتي هن جي دينداري ختم ٿي ويندي ۽ هو هلاڪ ٿي ويندو"

روايت آهي تہ هڪڙي جماعت حضرت يونس عليہ السلام وٽ آئي،پاڻ انهن جي مهمان نوازي ڪيائون مگر جڏهن بہ هو گهر ۾ داخل پيا ٿين يا ٻاهر پيا نڪرن تہ سندن زال کين ڏاڍي تڪليف پئي ڏئي ۽ ظلم ۽ زيادتي پئي ڪري هو ان حالت تي خاموش رهندا هئا. پاڻ عليہ السلام فرمايائون تہ انهيءَ ڳالهہ تي تعجب نہ ڪيو، ڇو تہ مون رب سائينءَ کان دعا گهري هئي تہ:" اي پروردگار آخرت ۾ جيڪو مون کي عذاب ڏيڻو اٿئي اهو دنيا ۾ ئي ڏئي ڇڏ" ان تي الله تعالىٰ جل شانہفرمايو تہ تنهنجي عذاب جو ذريعو فلاڻي شخص جي ڌيءُ آهي ان سان شادي ڪر" ان ڪري مون هن سان نڪاح ڪيو ۽ جيڪي تڪليفون توهان ڏسو ٿا انهن تي صبر ٿو ڪيان"

جيڪڏهن ڪير دنيوي معاملن ۾ خاطر تواضع ۾ زيادتيءَ کان ڪم وٺي تہ زال جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ هو ذريعي معاش جي حاصل ڪرڻ ۾ اعتدال جي حد کان نڪري ويندو. هي هن لاءِ عام فتنو آهي ۽ هن جي مخصوص حالتن جو فتنو هي آهي تہ هو زال سان ميلاپ ۾ زيادتيءَ کان ڪم وٺي ان وقت نفس اعتدال جي قيد کان نڪري آزاد ٿي گهٽي ڍر ڏيڻ سان غرض جو ٻانهو ٿي پوندو ۽ قلب تي غفلت اچي ويندي ۽ هو پنهنجي ڪمن ۾ سستي ۽ دير ڪرڻ جو عادي ٿي پوندو پوءِ ورد وذڪر جي گهٽتائيءَ سبب روحاني واردات بہ گهٽجي ويندين، بلڪ

عملن ۾ غفلت ٿيڻ سبب روحاني فضا بہ ڏنڌلي ٿي پوندي.

هنن ٻنهين فتنن ۾ گهٽ اهو فتنو آهي جيڪو صرف بارگاه الاهيءَ جي مقرب ٻانهن سان تعلق ٿو رکي جو انهن نفسن ۾ اهڙو باهمي تعلق پيدا ٿي ويندو آهي جو انهيءَ تعلق جي ڪري هنن جو نفس طاقتور ٿي ويندو آهي. هن جي منجهايل طبيعت تروتازه ءِهن جي مردانگي باهہ زور وٺندي آهي انهيءَ صورت ۾ انهيءَ فتني جو علاج هي آهي تہ شادي شده شخص جي هر نشينيءَ جي موقعي تي هن جي باطن جون بہ اکيون هئڻ گهرجن جن جي ذريعي هن جون نظرون پنهنجي مولا جي طرف رهن ءِپنهنجي ظاهري اکين کي بدستور پنهنجي خواهشن جي رستي ۾ استعمال ڪندو رهي، حضرت بي بي رابعہ بصري رحمہالله عليه هن مفهوم ۾ ڪهڙا نہ سنا شعر چيا آهن (ترجمو)

توکي مون دل ۾ ويهاريو آهي،
جسم ۾ رهي جيڪو دوست هجي
منهنجو جسم آهي دوست جو غمگسار
اهو دل ۾ئي آهي جنهن سان دلي پيار هجي.

## حسن ۽ جمال جا خطرا:

ان کان بہ وڌيڪ نازڪ تر فتنو جنهن جي خطري ۾ هڪ شادي شده شخص ڦاسندو آهي، هي آهي تہ روح حسن ۽ جمال ۾ محو ٿي ويندو آهي ۽ هي ذوق ۽ شوق روح تي ايترو تہ اثر انداز ٿي ويندو آهي جو انهيءَ خاص روح جي محبت ۾ بہ مداخلت ڪندو آهي جنهن جو خاص تعلق بارگاهہ الاهيءَ سان آهي اهڙي طرح هن جو باطني روح پريشان ٿي پوندو آهي ۽ وڌيڪ فتوحن جو دروازو بند ٿي ويندو آهي ۽ روح جي هن پريشاني، ۽ جمود کي محسوس ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي ان ڪري هي لڪل پرهيز جي قابل آهي. هن قسم جو فتنو انهن ماڻهن ۾ بہ پيدا ٿي ويو آهي جيڪي (مجازي عشق) سان حق

جي مشاهدي جا قائل آهن جڏهن حلال ذريعي سان حقيقي عشق ۾ مداخلت ٿي ويندي آهي ۽ ان سان روح ناڪاره ٿي بارگاهہ الاهيءَ جي محبت جا فرض ادا ڪرڻ جي قابل نہ رهي تہ توهان جي ان جي باري ۾ ڪهڙي راءِ آهي جيڪو غير شرعي ذريعي سان ان جي دعويٰ ڪري ۽ نفس جي سڪون جي فريب ۾ اچي ويو هجي،اهڙو شخص اهو خيال ٿو ڪري تہ جيڪڏهن هن جي محبت نفساني قسم جي هجي ها تہ نفس جو سڪون حاصل نہ ٿئي ها ، حقيقت هيءَ آهي تہ اهڙي موقعي تي نفس کي هميشہ سڪون حاصل نہ ٿيندو آهي بلڪ هو روح جي سڪون کي ڪسي ان تي پنهنجو قبضو ڪندو آهي.

مون "مشاهدي" جي فريب ۾ مبتلا ٿيڻ وارن جي باري ۾ گهڻي تحقيقات ڪئي تہ معلوم ٿيو تہ ان ۾ فسق ۽ فجور جي صورت جو اثر آهي ۽ هي شهوت جي شراب جي جهڳ آهي، جيڪڏهن انهيءَ شراب جو اثر دور ٿي وڃي ها تہ هيءَ جهڳ باقي نہ رهي ها ، لهاذا انهيءَ ڳالهہ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪو هن ڳالهہ ۾ صحيح روحانيت جي دعويٰ ڪري اهوڪوڙو مدعي آهي هن مفهوم ۾ طبيبن چيو آهي تہ "جماع عشق کي سڪون ٿو پهچائي،چاهي اهو محبوب کانسواءِ ٻئي ڪنهن سان هجي" لهاذا هي سمجهڻ گهرجي تہ هن قسم جي دعويٰ جو بنياد شهوت تي آهي ۽ جيڪو روحانيت جي دعويٰ ڪري اهو ڪوڙو آهي."

هي شادي شده جي فتنن ۽ ان جي مشڪلات جو بيان آهي، مجرد جو فتنو هي آهي تہ هر وقت ان جي دل ۽ دماغ تي عورتن جا تصور ايندا رهن، مگر جنهن جو باطن پاڪ ۽ صاف هجي اهو شهواني خيالن سان پنهنجي باطن کي خراب نہ ٿو ڪري ۽ جيڪڏهن ڪو وسوسو پيدا ٿي پوي تہ هو توبہ ۽ مشائخن جي فيض توجہ جي ذريعي ان کي متائي ٿو ڇڏي، جڏهن هن جي فڪر جي قوت اهڙي فتني کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي تہ هو قلب کان نڪري سيني ڏي هليو

ويندو آهي، ان وقت هن جي حساس عضون کي ان جو انديشو رهندو آهي ۽ هي لڪل عمل بنجي ويندو آهي،مگر اهڙو معمولي خطرو به هن مخلص ۽ حق جي پرستار انسان لاءِ خراب آهي جيڪو هر وقت بيدار رهي ۽بارگاهه خداونديءَ جي حضور ۾ پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هجي،بهرحال هن جي روحاني حال کي هيءَ شيءِ خراب ڪري ٿي ڇڏي، ڇو ته اهو ڇيو ويو آهي ته فحش خيال جو ڪامل ۽ عارف جي قلب ۾ اچڻ اهڙو آهي جهڙو عام ماڻهوءَ جو ان فحش ڪم کي ڪرڻ آهي.

باب ٢٢

# سماع جي فضيلت

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

فَبَشِّرْ عِبَادِهِ الَّذِيْنَ يَسْتَمِعُوْنَ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُوْنَ اَحْسَنَهٗ اُوْلٰٓئِکَ الَّذِيْنَ هَدٰاهُمُ اللّٰهُ وَاُوْلٰٓئِکَ هُمْ اُوْلُوالْاَلْبَابِ

(اي پيغمبر ﷺ) منهنجي هنن ٻانهن کي خوشخبري پهچايو جيڪي ڳالهه کي ٻڌي ان جي بهترين ڪلام جي پيروي ڪندا آهن، هي اهي ماڻهو آهن جن کي الله تعاليٰ هدايت ڏني آهي ۽ اهي ئي عقلمند آهن.

هن آيت ۾ بهترين ڪلام مان مراد اهو ڪلام آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ رشد ۽ هدايت پهچائڻ وارو هجي،خدا تبارڪ وتعاليٰ جل جلاله جو وڌيڪ ارشاد آهي ته:

وَاِذَا سَمِعُوْا مَآ اُنْزِلَ اِلَي الرَّسُوْلِ تَرٰٓي اَعْيُنُهُمْ تَفِيْضُ مِنَ الدَّمْعِ مِمَّا عَرَفُوْا مِنَ الْحَقِّ (پاره: ٧-١)

جڏهن هو ڪلام ٻڌن ٿا جيڪو رسول الله ﷺ جن تي نازل ڪيو ويو ته تون هنن جي اکين کي ڳوڙها ڳاڙيندو ڏسندين ڇو ته هنن کي حق ڳالهه معلوم ٿي آهي.

هي سماع حق جو سماع آهي جنهن جي باري ۾ اهل ايمان جو

کو اختلاف ڪونهي بلڪ هي فيصلو ڪيو ويو آهي تہ حق ڳالھہ ٻڌڻ وارو هدايت جو صاحب ۽ هوشمند هوندو آهي، هي اهو سماع آهي جنهن جي گرمي يقين سان ٽڪرائجي اکين مان ڳوڙهن ڳاڙڻ جو سبب بنجندي آهي، ڪڏهن هي غم جا ڳوڙها هوندا آهن تہ رنج ۽ ملال بہ گرم هوندو آهي ۽ ڪڏهن هي شوق ذوق ۽ ندامت يا پشيمانيءَ جا ڳوڙها هوندا آهن ۽ اهي شيون بہ گرم آهن. لهذا جڏهن ٽڪراءُ ٿيندو آهي تہ پاڻي ٽپڪڻ لڳندو آهي، بهرحال سماع جو اثر ڪڏهن هلڪو ٿيندو آهي تہ ڪڏهن وري ان جي اثر ڪان وار ڪاندارجي پوندا آهن.

## سماع جا اثر

ڪڏهن ڪڏهن سماع جو اثر زبردست ٿيندو آهي ۽ ان جا اثرات دماغ تائين پهچي ويندا آهن جيئن عقل سان ڪا ڳالھہ ٻڌائي وڃي تہ ان صورت ۾ نئين واقعي جو اثر گهٽو ٿيندو آهي جنهن جي نتيجي ۾ اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳندا آهن ڪڏهن ان جو اثر روح تائين بہ پهچي ويندو آهي. ان وقت روح ۾ اهڙي تہ هل چل برپا ٿي ويندي آهي جو جسماني قالب جو دائرو هن جي لاءِ تنگ ٿي پوندو آهي ان ڪري رڙيون ۽ دانهون نڪرنديون آهن،اضطراب ۽ بيچيني پيدا ٿيندي آهي هي سڀ اهي ڪيفيتون آهن جن کي صاحب حال ئي محسوس ڪندو آهي ۽ ڪوڙا دعويدار بہ ڪڏهن انهن جي نقالي ڪندا آهن.

روايت آهي تہ حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه گهٽو ڪري ڪنهن آيت جو ايترو تہ ورد ڪندا هئا جو ڳوڙهن جي ڪثرت سان سندن گلو مبارڪ گهٽجڻ لڳندوهئو ۽پاڻ ڪري پوندا هئا. اهو اثر سندن مٿان ايترو تہ ٿيندو هو جو هڪ بہ ڏينهن گهر ۾ ئي رهندا هئا ايتريقدر جو ماڻهو کين بيمار سمجهي عيادت لاءِ ايندا هئا. اهڙي صورت ۾ سماع الله تعالىٰ جل شانہ جي رحمت کي آڻڻ جو سبب بنجندو آهي.

حضرت زيد بن اسلمرضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ حضرت ابي بن

ڪعب رضي الله عنه جن رسول الله ﷺ جي روبرو قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي ته سيني تي رقت طاري ٿي ويئي ان وقت پاڻ ﷺ جن فرمايو ته هن رقت جي وقت دعا گهرڻ کي غنيمت سمجهو،ڇو ته خداجل شانه جي رحمت جو وقت هوندو آهي.

حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" جڏهن الله جل شانه جي خوف کان ٻانهي جا وار ڪانڊارجي وڃن ته ان وقت ان جا گناهه ائين ڇڻي ٿا وڃن جيئن سڪل وڻ جا پن ڇڻي ويندا آهن وڌيڪ فرمايائون ته" جڏهن جل شانه الله جي خوف کان وار ڪانڊارجي وڃن ته خدا پاڪ ان تي دوزخ جي باهه کي حرام ڪري ٿو ڇڏي".

# سماع جو حڪم

بهرحال هي سڀ ڳالهيون اهڙيون آهن، جيڪي غور جي قابل نه آهن ۽ انهن ۾ اختلاف آهي، اصل اختلاف هن معاملي ۾ آهي ته ڳائي شعر ٻڌائجن ته ان لاءِ ڇا حڪم آهي؟ هن باري ۾ مختلف رايا آهن،ڪي هن جا قطعي منڪر آهن ۽ هن کي فسق ۽ فجور ٿا سمجهن ۽ ڪي وري هن جا ايترا ته شيدائي آهن جو هن کي حقانيت ٿا قرار ڏين اهڙي طرح ٻئي گروهه افراط ۽ تفريط (زيادتي ۽ گهٽتائيءَ ۾) مبتلا آهن.

شيخ ابو الحسن بن سالم رحمة الله عليه جن کان پڇيو ويو ته تون سماع جو ڇو انڪار ٿو ڪرين جڏهن جو حضرت شيخ جنيد بغدادي رحمة الله عليه،سري سقطي رحمة الله عليه۽ حضرت ذوالنون مصري رحمة الله عليه جن سماع ٻڌندا هئا ته پاڻ فرمايائون ته " مان سماع جو ڪيئن ٿو انڪار ڪري سگهان جڏهن جو مون کان گهڻون بهتر صاحب نه رڳو ان کي ٻڌندا هئا ۽ ان جي اجازت به ڏني هجين بلڪ حضر جعفر الطيار به ٻڌندو هو. مان ته لهو ۽ لعب جو انڪار ٿو ڪيان"

حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله تعالىٰ عنها جن جي روايت آهي ته هڪ دفعي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه سندن گهر آيا،ان

وقت ۾ ڇوڪريون ڳائي رهيون هيون ۽ دف بہ وڄائي رهيون هيون، رسول الله ﷺ جن چادر مبارڪ سا منهن لڪايو وينا هئا، حضرت ابوبڪر رضي الله عنه انهن ڇوڪرين کي ڌمڪايو تہ پاڻ ﷺ سڳورن پنهنجو منهن مبارڪ چادر کان ٻاهر ڪري فرمايو تہ اي ابو بڪر رضي الله عنههن کي ڳائڻ ڏي ڇو تہ اڄ عيد جو ڏينهن آهي"

حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنهڪ بي روايت ٿيون فرمائن تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو جو پاڻ مون کي چادر ۾ لڪايو بيٺا هئا ۽ مان انهن حبشين کي ڏسندي رهيس جيڪي مسجد ۾ ڪيڏي رهيا هئا ايتريقدر جو مان تنگ ٿي پيس"

شيخ ابو طالب مڪي رحمۃ الله عليه جن سماعت جو ذڪر ڪندي اهڙيون ڳالهيون چيون آهن جن مان سماع جي جواز جي خبر ٿي پئي. پاڻ هن سلسلي ۾ گهڻن اصحابن ۽ تابعن بزرگن جا قول نقل ڪيا آهن، جيئن تہ شيخ ابو طالب مڪي رحمۃ الله عليه جن تمام وڏا عالم، اهل باطن، متقي، پرهيزگار ۽ بزرگان سلف جي حالات کان گهڻو واقف هئا ان ڪري سندن قول وڌيڪ معتبر آهي پاڻ فرمايو اٿن تہ:

"سماع حرام بہ آهي ۽ حلال بہ ۽ گهڻن حالتن ۾ هن جو معاملو مشتبہ بہ آهي. لهذا جنهن هن کي نفسيانيت ۽ شهوت پرستيءَ جي نگاهہ سان ٻڌو ان لاءِ حرام آهي. جنهن هن کي معقول ۽ جائز طريقي سان پنهنجي زال يا ٻانهيءَ کان ٻڌو تہ ان جو معاملو مشڪوڪ يا مشتبہ آهي ڇو تہ ان ۾ لهو ۽ لعب جو بہ دخل ٿي ويو آهي. ۽ جيڪو هن کي دل سان ٻڌي ۽ معنيٰ تي غور ڪري جيڪي هن کي اصلي يا حقيقي رهبر جي رستي ڏي پهچائن تہ ان لاءِ مباح آهي".

شيخ ابو طالب مڪيءَ جن جو قول صحيح آهي،لهاذا هاڻي نہ ان جي ٻڌڻ واري جي خلاف حرام، منع ۽ انڪار جو مطلق قول هلي ٿو سگهي، جيئن ڪجهہ اهل قرات ۽ سخت ترين منڪر زاهد عالمن جو قول

آهي ۽ نہ وري انهن ماڻهن جي حق ۾ ڪا گنجائش نڪري ٿي سگهي جيڪي سماع جي شرط ۽ طور طريقن کان غافل ٿي هر صورت ۾ سماع کي جائز قرار ڏيڻ تي اصرار ٿا ڪن، لهاذا اسين انهيءَ مسئلي تي تفصيل سان گفتگو ٿا ڪيون ۽ حلال وحرام ٻنهين حيثيتن سان هن جي اصل حقيقت جي وضاحت ٿا ڪيون.

## سماع جي حقيقت

جيستائين دف ۽ ساز جو تعلق آهي تہ شافعي مذهب ۾ ان جي ڪافي گنجائش آهي پر احتياط ۾ ان کان پرهيز ڪرڻ بهتر آهي، ايتري حد تائين جو اخلاقي مسئلن کان پاسو ڪري سگهجي. ان کان سواءِ جيڪڏهن جنت ودوزخ ۽ آخري آرام گاهہ جي شوق ۽ ذوق ۽ خداءِ جبار جي نعمتن جي باري ۾ نظم پڙهيا وڃن ۽ انهن ۾ عبادت ۽ نيڪ ڪمن جي ترغيب جو بيان هجي تہ اهڙي نظم خوانيءَ جو انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي. ان سلسلي ۾ اهي نظمون بہ شامل آهن جيڪي مجاهدن ۽ حاجين جهاد ۽ حج جي موقعي تي پڙهيون آهن يا پڙهندا رهندا آهن ۽ انهن جي ذريعي مجاهدن جا لڪل ارادا ۽ حاجين جو ذوق ۽ شوق اڀرندو آهي.

جن شعرن ۾ محبوب جو قد ۽ ڳلن جو ذڪر ۽ عورتن جي وصف نگاري هجي اهڙين محفلن ۾ ديانتدار حضرات جو گذر بہ نہ هئڻ گهرجي، مگر ڪن شعرن ۾ "جدائي وصال" جو اهڙي طرح ذڪر هوندو آهي جو انهن شعرن کي خداوند تعاليٰ جل جلالہ ڏي بہ اشارو ڪري ٿو سگهجي ۽ انهن سان حقيقت جي طالبان ۽ مريدن جي ڪيفيتن ۽ احوال ۽ مصيبتن جي طرف بہ اشارو ٿي سگهي ٿو تہ جيڪڏهن صوفي حضرات اهڙا شعر ٻڌن تہ پنهنجي گذريل غلطين تي پشيمان ٿيندا ۽ مستقبل جي عمل لاءِ ٻيهر پڪو ارادو پيدا ٿي سگهندو هجي تہ پوءِ اهڙي قسم جي سماع کان ڪيئن ٿو انڪار ڪري سگهجي. جڏهن جو هي بيان ڪيو

ويندو آهي تہ گهڻن اهل وجد ۽ حال جي روحاني شخصن جي غذا صرف سماع آهي، انهيءَ جي ذريعي هو نہ صرف روحاني منزلون طي ٿا ڪن بلڪ انهن ۾ اهڙو روحاني ذوق ۽ شوق پيدا ٿو ٿئي جو ان جي ڪري فقر ۽ فاقي جي گرمي ختم ٿي وڃي ٿي. اهڙن صاحبن جا قلب جيڪڏهن حاضر هجن تہ اهي اهڙن قسم جا عشقيہ شعر ٻڌي گهڻو محظوظ ٿا ٿين مثلا انهن ڪي عرب حدي خوان جا هي شعر گهڻون پسند ايندا آهن (اردو ترجمہ)

الاهي توبہ کرتا هون کہ مين نے — خطا کي اور هوئے افزون معاصي
مگر ليليٰ کا هون اب تک مين شيدا — اور اس کے ديکهنے سے توبہ کب کي!

اهڙا شعر ٻڌي هنن جي دل ڏاڍي خوش ٿيندي آهي اهڙي طرح آخر وقت تائين خدا جل شانہ جي حڪم تي ثابت قدميءَ لاءِ انهن جي ارادي جي قوت مضبوط ٿي ويندي آهي ۽ هن سماع جي اثر سان هو خداءِ عظيم جو ذڪر ڪندا آهن.

اسان جي هڪڙي ساٿيءَ جو قول آهي تہ" اسين پنهنجي ساٿين جي وجداني ڪيفيتن ڪي ٽن حالتن ۾ سچائي وٺندا آهيون. (١) مسئلن جي موقعي تي (٢) غصي ۽ غضب جي حالت ۾ (٣) سماع جي وقت.

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جن فرمائين ٿا تہ انهيءَ جماعت تي خدا جل شانہ جي رحمت ٽن مقامن تي نازل ٿيندي آهي.

(١) کائڻ وقت، ڇو تہ فاقي ڪشيءِ کان پوءِ کائيندا آهن.

(٢) مذاڪرات جي وقت، ڇو تہ هو صديقين جي مقام ۽ پيغمبرن جي احوال جي قريب رهندا آهن.

(٣) سماع جي وقت، ڇو تہ هو وجداني ڪيفيتن سان ٻڌن ٿا ۽ حق جي سامهون حاضر ٿيندا آهن.

# حال ۽ وجد

شيخ رويم رحمة الله عليه جن کان سماع جي وقت صوفين جي وجد جي باري ۾ پڇيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته" هي ماڻهون انهيءَ معنيٰ کان واقف هوندا آهن جيڪا ٻين کان لڪل هوندي آهي. هيءَ معنيٰ اشاري سان هنن کي پاڻ ڏي سڏيندي آهي جڏهن هو خوشيءِ سان ان کان لطف اندوز ٿيڻ لڳندا آهن ته هڪدم پڙدو ڪري پوندو آهي ۽ هيءَ خوشي آه ۽ زاريءَ ۾ بدلجي ويندي آهي پوءِ انهن مان ڪو ڪپڙا ڦاڙيندو آهي ۽ ڪو وري رئندو ۽ رڙندو آهي.

محمد بن سليمان رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته" سماع حجاب ۽ تجليءَ جي وچ ۾ هوندو آهي، حجاب سوز پيدا ڪندو آهي ۽ تجلي وڏيڪ نور بخشيندي آهي، حجاب جي ڪري مريدن جون خاص حرڪتون ظاهر ٿينديون آهن ۽ هي ضعف (ڪمزوري) ۽ عاجزيءَ جو مقام آهي، پر تجليءَ سان خدا رسيده ۽ مشائخن کي سڪون حاصل ٿيندو آهي ۽ هي استقامت تمڪين ۽ هوش جو مقام آهي، اهڙي طرح هي حضوريءَ جو مقام آهي جتي هيبت جي مقام ڪري لاغري ئي لاغري آهي.

شيخ ابو عبدالرحمن السلمي رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته مون پنهنجي پڙڏاڏي کي هي فرمائيندي ٻڌو ته" سامع کي گهرجي ته هو زنده دل ۽ مڙده نفس سان سماع ٻڌي پر جنهن جي دل مڙده ۽ نفس زنده هوندو ان جي لاءِ سماع جائز نه آهي"الله تعاليٰ جل شانه فرمايو آهي ته" هو مخلوق ۾ جيڪي چاهيندو آهي اضافو فرمائيندو آهي" ان جي تفسير ۾ هي چيو ويو آهي ته هن ۾ سنو آواز به شامل آهي.

حضرت نبي ڪريم عليه السلام جن فرمايو" الله تعاليٰ جل شانه سني آواز واري تلاوت قرآن پاڪ کي انهيءَ ماڻهوءَ کان وڌيڪ توجه سان ٻڌندو آهي جيڪو پنهنجي ڳائڻ واري ٻانهيءَ جي ڳاني کي

ڪن لڳائي ٻڌندو آهي"

حضرت جنيد بغدادي رحمۃ الله عليه جن کان منقول آهي ته پاڻ فرمايائون ته "مون خواب ۾ ابليس کي ڏٺو ۽ ان کي چيم ته ڇا تون اسان جي ساٿين تي غالب ٿيندو آهين يا انهن کان ڪجهه فائدو حاصل ڪندو آهين ته ابليس چيو ته منهن جي لاءِ انهن تي غالب اچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ۽ ٻن موقعن کان سواءِ منهن جي لاءِ انهن کان ڪجهه حاصل ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي"مون پڇو مانس ته "اهي ڪهڙا ٻه موقعا آهن" هن چيو ته هڪ سماع جي وقت ٻيو ڏسڻ جي وقت، اهڙن موقعن تي مان مٿاهون ٿي انهن ۾ داخل ٿي ويندو آهيان" مون پنهنجو هي خواب هڪ شيخ جي سامهون بيان ڪيو ته انهن فرمايو ته" جيڪڏهن مان اهو خواب ڏسان ها ته ان کي چوان ها" اي احمق! ڇا تون هنن جي حقيقي سماع ۽ حقيقي ڏسڻ مان ڪو فائدو حاصل ڪري ٿو سگهين؟ يا ڪجهه حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿو سگهين؟ ان تي مون چيو ته ها "توهان سچ ٿا فرمايو"

حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنه جن کان روايت آهي پاڻ فرمائي ٿي ته "مون وٽ هڪ ٻانهي هئي جيڪا مون کي ڪجهه ٻڌائي رهي هئي، ايتري ۾ رسول الله ﷺ جن تشريف فرما ٿيا ته هوءَ پنهنجي حالت تي قائم رهي، ان کان پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه داخل ٿيو ته هو ڀڄي وئي، ان تي پاڻ ﷺ سڳورا کلڻ لڳا، حضرت عمر رضي الله عنه عرض ڪيو ته يا رسول الله! توهان ڪهڙي ڳالهه تي کلي رهيا آهيو" پاڻ ﷺ انهيءَ ٻانهيءَ جو واقعو ٻڌايائون حضرت عمر رضہ چيو ته مان ان وقت تائين نه هٽندس جيستائين مان به اها شيءِ نه ٻڌان جيڪا رسول الله ﷺ! جن ٻڌي آهي" ان تي پاڻ ﷺ جن حڪم فرمايو جنهن کان پوءِ هن وري حضرت عمر رضي الله عنه کي به ٻڌايو".

شيخ ابو طالب مڪي رحمۃ الله عليه جن بيان ڪيو آهي ته شيخ عطار رحمۃ الله عليه وٽ ٻه ٻانهيون هيون جيڪي ڳائينديون هيون، ان جا يار ان وٽ جمع ٿيا هئا، پاڻ وڌيڪ بيان ڪيائون ته اسان قاضي ابو مردان رحمۃ الله عليه سان ملاقات

ڪئي ان وٽ ڪيتريون ئي ٻانهيون هيون جن کي صوفي بزرگن جي لاءِ تربيت لاءِ وقف ڪيو ويو هو ۽ هو انهن کي سماع سان خوش ڪنديون هيون.

هي قول اسان شيخ طالب مڪي رحمۃ الله عليه جن جي روايت تان نقل ڪيو آهي، هو چون ٿا تہ" منهنجي ويجهو ان کان پرهيز ڪرڻ بهتر آهي" انهيءَ صورت ۾ اهوئي خوش ٿي سگهي ٿو جنهن جي دل پاڪ هجي ۽ اکيون بند هجن ۽ خدا وند تعاليٰ جل شانہ جي هن شرط کي پورو ڪيو وڃي تہ" هو اکين جي خيانت ۽ سينن ۾ لڪل ڳالهين کان چڱي طرح واقف آهي".

بهرحال حضرت شيخ ابو طالب مڪي رحمۃ الله عليه جن جو هي قول عجيب ۽ غريب آهي ۽ اهڙين ڳالهين کان بچڻ ئي صحيح رستو آهي. حديث شريف ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ حضرت داؤد عليه السلام زبور جي تلاوت نهايت مٺي آواز سان ڪندا هئا ايتري قدر جو ڪيترا انسان، جن ۽ پکي پکڻ سندن آواز ٻڌڻ لاءِ جمع ٿي ويندا هئا، ان جو ايترو تہ اثر ٿيندو هو جو هزارين جنازا سندن مجلس مان کنيا ويندا هئا"

پاڻ ﷺ حضرت ابو موسيٰ اشعري رحمۃ الله عليه جي تعريف ۾ فرمايو آهي تہ ان کي حضرت داؤد عليه السلام جي سرن مان هڪ سر عطا ڪيو ويو آهي.

## شعر خواني

هڪ ٻي جاءِ تي پاڻ ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي تہ"در حقيقت شعر ۾ بہ حڪمت جون ڳالهيون ٿينديون آهن، سندن ﷺ خدمت ۾ هڪ ماڻهو آيو، ان وقت ڪجهہ ماڻهو قرآن پاڪ جي تلاوت ڪري رهيا هئا ۽ ڪي شعر پڙهي رهيا هئا، هن شخص عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ قرآن بہ ۽ شعر بہ؟ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ ڪڏهن هيءَ شيءِ هوندي آهي تہ ڪڏهن هوءَ" ان وقت نابغہ الجعدي رسول الله ﷺ جن جي روبرو هي شعر

پڙهيا :
ترجمو: (١) اهو عقل ڪنهن ڪم جو نہ آهي، جيسين ان وٽ اهڙا اصول نہ هجن. جيڪي عمده ۽ صاف ڳالهين کي خراب ڪرڻ کان بچائي سگهن.

(٢) اهو ماڻهون بہ ڪامياب ٿي نہ سگهندو، جيسين ان جو ڪو اهڙو عقلمند (رهبر) نہ هجي جيڪو (سنو) حڪم ڏئي ۽ ان کي نافذ بہ ڪري" هي شعر ٻڌي، رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" اي ابو ليليٰ تو خوب چيو

خدا تنهنجو وات بند نہ ڪري"

سندن ﷺ جي دعا جو هي اثر ٿيو تہ نابغہ جعدي جي سؤ سال کان وڌيڪ عمر ٿي پر سندس ڏند سيني کان وڌيڪ سنا رهيا.

رسول الله ﷺ جن حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنه جي لاءِ مسجد ۾ منبر رکايو ۽ هو انهيءَ منبر تي ويهي انهن ڪافرن جي خلاف شعر پڙهندو هو جن پاڻ ﷺ سڳورن جي خلاف شعر چيا هئا. پاڻ ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ" روح القدس حسان سان گڏ ان وقت تائين رهندو جيسين هو خدا جي رسول صلي الله عليه وسلم جي حمايت ڪندو رهندو"

ڪنهن ماڻهوءَ شيخ ابو العباس الخضر رحمۃ الله عليہجن سان ملاقات ڪئي ۽ ڪانئن پڇو تہ" سماع جي باري ۾ توهان جو ڇا رايو آهي؟ جنهن ۾ اسان جا ساٿي اختلاف ڪري رهيا آهن، جنهن تي پاڻ جواب ڏنائون تہ" هي صاف آب زلال آهي جنهن تي حقيقي علماءِ ئي ثابت قدم ٿا رهي سگهن"

## تلاوت ۽ سماع

حضرت ممشاد دينوري رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" مون رسول الله ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو ۽ پڇيم تہ يا رسول الله! ڇا توهان سماع کان انڪار ٿا ڪيو؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ:" مان ان جو انڪار ڪو نہ ٿو ڪيان مگر انهن کي چئي ڇڏ تہ هو سماع کان پهريائين قرآن

ڪريم جي تلاوت سان ان جو افتتاح ڪن ۽ ان کان بعد ٻہ قرآن ڪريم پڙهن" مون عرض ڪيو تہ "يا رسول اللهصلي الله عليه وسلم! هو مون کي تڪليف ڏئي خوش ٿا ٿين" پاڻ ﷺ فرمايائون " اي ابو علي! تون هنن ڳالهين کي برداشت ڪرچو تہ هو تنهنجا سائي آهن" ان کان پوءِ شيخ ممشاد رحمۃ الله عليه جن فخريہ چوندا هئا تہ پاڻ ﷺ مون کي ڪنيت عطا فرمائي آهي.

سماع مريد جي انهيءَ جماعت لاءِ ناپسند ڪيو ويندو آهي جيڪي باطني طريقي جا مبتدي هجن ۽ انهن پر خلوص مجاهدات جي چڱي طرح مشق نہ ڪئي هجي، جنهن سان انهن کي نفس جون صفتون ۽ قلب جا احوال چڱي طرح معلوم ٿي سگهن، جو تہ باطني علم جي قائدن جي ذريعي ئي انهن جي حرڪتن کي ضبط ۾ آڻي ٿو سگهجي، ۽ انهيءَ وقت ئي انهن کي پنهنجي مشغلن ۾ اهو معلوم ٿي ٿو سگهي تہ ڪهڙين ڳالهين ۾ انهن جو نفعو ۽ نقصان آهي.

## شيخ ذوالنون مصري رحمۃ الله عليه جو واقعو

ڳالهہ ٿا ڪن تہ جڏهن شيخ ذوالنون مصري رحمۃ الله عليه بغداد تشريف وٺي آيا تہ انهن وٽ هڪ جماعت آئي جن سان گڏ هڪ قوال بہ هو انهن اجازت گهري تہ اهو قوال ڪجهہ ٻڌائي پاڻ اجازت ڏنائون تہ هن هي شعر پڙهيا (ترجمو)

(١) تنهنجي ٿوري محبت منهنجي لاءِ عذاب آهي، جيڪڏهن اها وڌي وڃي تہ ڇا حاصل ٿيندو

(٢) تو منهنجي دل ۾ ڪنڌڙيل محبت کي گڏڪري ڇڏيو آهي.

(٣) تون هڪڙي غم جي ماريل انسان تي ترس نہ ٿو کائين جيڪو دوست جي کلڻ تي بہ رئندو هجي.

هي شعر ٻڌي شيخ ذوالنون مصريرحمۃ الله عليه ايترو تہ مسرور ٿيا جو اٿي بيهي وجد ڪرڻ لڳا ۽ پيشانيءَ مان رت نڪتو پر هيٺ نہ ڪريو،

ايتري ۾ انهيءَ جماعت جو هڪ ماڻهو به اٿي بيٺو ته شيخ ذوالنون رحمة الله عليه ان ڏي ڏسي چيو ته ان کان ڊڄ جيڪو توکي هن وقت ڏسي رهيو آهي جڏهن تون اٿي بيٺو آهين" هي ٻڌي هو ماڻهون ويهي رهيو، ڇو ته هن ۾ سچائي هئي ۽ هو ڄاڻي پيو ته هن جي روحانيت ڪامل نه آهي ان ڪري حال ۽ وجد جي لاءِ اٿي بيهڻ جي قابل نه آهي.

## مصنوعي وجد

ڪي ماڻهون جيڪي روحانيت جي ڪا سمجهه نه رکندا آهن اهي به اٿي بيهندا آهن. هن جي صورت اها هوندي آهي ته جڏهن ڪو شخص موزون راڳ ٻڌندو آهي ته ان جي طبيعت موزون ٿي ويندي آهي ۽ هو موزون راڳ ۽ نغمي جي هر آهنگ تي اٿي ٿو بيهي ۽ موزونيت سان رقص شروع ڪري ٿو ڏئي ان جي باوجود ان ۾ تصنع جي ملاوٽ هوندي آهي پر هي طريقو اهل حق جي ويجهو حرام آهي. حالانڪ هو شخص هن کي قلبي ڪشائش ٿو سمجهي پر هن جي هيءَ ڪشائش قلب الله رب العزت جي لاءِ نه بلڪ ان جو قلب نفس جي رنگ ۾ رنگيل آهي ۽ هو نه صرف نفساني خواهشن جي طرف مائل آهي بلڪ هلاڪت جي طرف وڃي رهيو آهي هن جي هنن حرڪتن ۾ نيڪ نيتي ناهي ۽ نه وري هو طريقت جي علم جي شرطن کان واقف آهي. اهڙي ئي رقص جي لاءِ اهو چيو ويو آهي ته هي ناچ نقصانڪار آهي،ڇو ته هي رقص نفسانيت تي ٻڌل آهي ۽ هن ۾ نيڪ نيتيءَ جو دخل ڪونهي خاص ڪري جڏهن هن جي حرڪتن ۾ حاضرين کي خوش ڪرڻ جي لاءِ نفاق جو شبهو به هجي، هو نيڪ نيتيءَ کان سواءِ صرف طبعي جذبي کان متاثر ٿي گلي ملڻ، هٿ چمڻ ۽ پير چمڻ جهڙيون حرڪتون اختيار ڪري ٿو جنهن کي اهل تصوف اعتبار جي قابل نه سمجهندا آهن، هن جو تصوف سان صرف لباس ۽ صورت کانسواءِ ڪو به تعلق نه آهي.

## ناجائز حرڪتون

جيڪڏهن قوال الڙ ۽ بغير ڏاڙهيءَ جي آهي تہ اهو نفس جي لاءِ جاذب نظر بنجي ٿو وڃي ۽ اهو هن جي ڏسڻ سان لذت ٿو محسوس ڪري جنهن جي ڪري برا تصورات پيدا ٿي ويندا آهن يا جيڪڏهن ميڙ جي طرف عورتن جو توجه هجي تہ اهڙي موقعي تي اهي ماڻهو جن جو باطن نفساني خواهشن سان پر آهي رقص جي حرڪتن جي ذريعي پيغام رساني ڪندا آهن ۽ هي قطعي طور تي فسق ۽ فجور آهي جنهن جي حرام هجڻ تي سيني ماڻهن جو اتفاق آهي، بلڪ قحبہ خاني وارا هنن ماڻهن ڪان زياده بهتر آهن جيڪي اهڙن قسمن جون حرڪتون ڪري پنهنجو ضمير گندو ڪن ٿا چو تہ هنن ماڻهن جو تہ فسق ۽ فجور سيني تي ظاهر آهي پر هي ماڻهو پنهنجي بدڪارين کي ناواقف ماڻهن جي سامهون عبادت جي شڪل ۾ نمايان ڪندا آهن.

هي حرڪتون اهڙيون آهن جن کي ڪو ايماندار انسان پسند نہ ڪندو آهي ۽ اهڙين ئي حرڪتن جي ڪري سماع جي منڪرن کي موقعو مليو جنهن ۾ هو بہ معذور آهن، ڇو تہ اهڙيون حرڪتون نفرت جي قابل بہ آهن، جيڪي وقت ضايع ڪنديون آهن، لهاذا جيڪڏهن ڪومنڪر ڪنهن نئين آيل سالڪ جي سامهون هنن حرڪتن جي برائي ڪري تہ هو هنن ڪان پري ٿي ويندو ۽ اهڙين مجلسن ۾ شرڪت ڪان پرهيز ڪندو، انهيءَ لحاظ ڪان هن جو منهن ڦيرائڻ صحيح آهي.

## درويشن جو رقص

ڪڏهن ڪي صاحب وجد ۽ حال جو اظهار ڪرڻ ڪانسواءِ موزون طريقي سان رقص ڪندا آهن هن سلسلي ۾ هنن جي نيت اها هوندي آهي تہ هو ڪن درويشن جي حرڪتن جي موافقت ڪن لهذا هو موزون حرڪتن جو اظهار ڪندا آهن، پر حال ۽ وجد جي دعويٰ نہ ڪندا آهن هنن جون هي حرڪتون ڪٿي شرعي نقطه نگاهہ ڪان حرام نٿيون چئي

سگهجن تہ بہ هي لغو حرڪتون آهن ۽ روحانيت جي لحاظ کان جائز نہ آهن، ڇو تہ انهن ۾ لهو ۽ لعب جو انداز آهي، انهن کي مبارڪ ڪمن ۾ شامل ڪري ٿو سگهجي جيئن اهل وعيال سان ڪلڻ وغيره هي هڪ قسم جي خوشطبعي آهي ۽ جيڪڏهن نيڪ نيت هجي تہ ان کي عبادت بہ چئي ٿو سگهجي بشرطيڪ ان مان نفساني ڪوفت پري ڪئي وڃي جيئن حضرت ابوالدرداءُ فرمائن ٿا تہ:

” مان پنهنجي نفس کي ڪنهن بيڪار شيءِ سان ڪيڏايان ٿو تانجو هو حق جي ڪم لاءِ منهنجو مددگار بڻجي سگهي"

انهيءَ آرام جي خاطر ڪن مخصوص وقتن ۾ نماز پڙهڻ مڪروه قرار ڏني ويئي آهي تانجو خدائي ڪارڪن آرام ڪري سگهن ۽ عمل جي ترڪ ٿيڻ سان نفس جون کي ضرورتون پوريون ٿين ۽ هو انهيءَ موڪل جي وقت ۾ خوش ٿئي، جيئن تہ انسان مختلف جزن جو مرڪب آهي ۽ هن جي پيدائش جي ترتيب گوناگون قسمن جي آهي. هن جون جسماني قوتون خالص حق جي ڳالهين تي اڪتفا نہ ٿيون ڪري سگهن لهاذا انهن کي اهڙن جائز ڪمن ۾ مشغول رکڻو پوندو آهي، جن جي طرف ان جو رجحان هوندو آهي تہ اهي ڪم حق کي بخوبي سرانجام ڏئي سگهن.

## مباح جي حيثيت

مباح ڪم شرعيءَ لحاظ کان ناجائز نہ آهي، ڇو تہ مباح جي شرعي حيثيت سان تعريف هيءَ آهي تہ جنهن جا ٻئي طرف برابر ۽ معتدل هجن (يعني نہ حرام هجي ۽ نہ ثواب هجي) مگر روحاني لحاظ کان ان کي باطل ڇيو ويندو آهي. ۽ مون حضرت سهل بن عبدالله رحمةَ الله عليه جن جو هي قول پڙهيو آهي تہ جيڪو پاڻ مرد صادق جي تعريف ۾ بيان ڪيو اٿن، پاڻ فرمايو اٿن تہ:

”مرد صادق اهو آهي جنهن جي جهالت ان جي علم ۾ اضافو

ڪري ۽ هن جو باطل ڪم حق جي ڪمن جي گھٽائيءَ جو سبب هجي ۽ هو دنيا ۽ آخرت جي لاءِ گھٽو ڪم ڪري سگھي"

انهيءَ اصول جي تحت رسول الله ﷺ جن ڪي عورتون مرغوب هيون، ڇو ته سندن ذات مبارڪ مقدس ۽ پاڪيزه هئي ان ڪري سندن ذاتي حق به گھٽا ٿي ويا هئا ۽ انهن ۾ نفس جو حق به شامل هو، ان ڪري مباح ڪم جيڪي ٻين تي شرعًا جائز هئا پر اهل باطن جي لاءِ انهن جي عزم ۽ همت جي معيار ڪان باطل هئا ۽ قياس جي لحاظ ڪان ان ۾ گھٽيون ديني ۽ دنياوي مصلحتون به آهن جن جا تفصيل اهل فقه نفلي عبادتن جي ڇڏڻ جي مسئلي ۾ بيان ڪيا آهن.

انهيءَ اصول جي تحت رقص ڪرڻ وارو درويش جيڪو روحاني وجد ۽ حال جي دعويٰ نه ڪري اهو منڪر جي انڪار ڪان محفوظ آهي. ان جي رقص ڪان نه ان کي فائدو ٿيندو ۽ نه نقصان ۽ جيڪڏهن انهيءَ تفريحي ڪم ۾ هن جي نيت نيڪ هجي ته هي عبادت ۾ شامل ٿي ويندو. خاص ڪري ان وقت جڏهن هو پنهنجي پروردگار ڪان خوش ٿي هن جي لطف جي عنايت تي نظر رکي.

## سماع جو منڪر

سماع جو بلڪل انڪار منع آهي، ڇو ته ڪنهن تفصيل ڪان بغير سماع جي منڪر ۾ ٽن ڳالهين مان ڪا ڳالهه ملندي.

(١) يا ته هو حديثن ۽ اصحابن جي آثار ڪان بلڪل ناواقف آهي.

(٢) يا هن کي پنهنجي نيڪ ڪمن جو غرور آهي.

(٣) يا هو ڪند ذهن ۽ بد ذوق آهي ۽ پنهنجي بدمزاجيءَ جي ڪري انڪار ٿو ڪري، هاڻي اسين انهن ٽنهين ڳالهين جو جواب ٿا ڏيون:

(١) جيڪڏهن هو احاديث ۽ اقوال صحابه رضي الله عنه کان ناواقف آهي ته ان جي تفصيل ۾ اسين حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنه جن جون حديثون ۽ ٻين اصحابن جا آثار ۽ قول بيان ڪري چڪا آهيون. انهن مان معلوم ٿو ٿئي ته ڪن ماڻهن کي پاڻ ﷺ اجازت ڏني هئي، جيئن حبشي (مسجد نبويءَ ۾ ) رقص ڪري رهيا هئا ۽ حضرت عائشه ساڻن صلي الله عليه وسلم گڏ انهن ڏي ڏسي رهي هئي هيءَ اجازت ان لاءِ هئي جو انهن جون هي حرڪتون انهن براين کان محفوظ هيون جن جو اسان هاڻي ذڪر ڪيو آهي.

روايت آهي ته پاڻ ﷺ حضرت علي عليه السلام کي فرمايائون ته" تون منهنجو آهين ۽ مان تنهنجو آهيان" ان تي حضرت علي عليه السلام ڏڪي ويو. پاڻ ﷺ حضرت جعفر رضي الله عنه کي فرمايائون" تون منهنجي صورت ۽ سيرت ۾ مشابهه آهين" اهي به اهو ٻڌي شرمائڻ لڳا. پاڻ ﷺ حضرت زيد رضي الله عنه کي فرمايائون ته" تون منهنجو ڀاءُ ۽ موليٰ (آزاد ڪيل غلام ) آهين" اهي به شرم کان بيچن ٿي ويا.

# نيت جو ڦل

(٢) اهو منڪر جيڪو پنهنجي نيڪ ڪمن تي مغرور هجي ان کي اهو چيو وڃي ته تون عبادت جي ذريعي مقرب بارگاهه آهين ته اهو درجو توکي ان ڪري حاصل ٿيو جو تنهنجا عضوا عبادت ۾ مشغول هئا، جيڪڏهن تنهنجي قلب جي نيت نيڪ نه هجي ها ته تنهنجي عضون جي ظاهري ڪم جو قدر ۽ قيمت نه هجي ها. ڇو ته عمل جو دارومدار نيت تي آهي ۽ هر انسان کي اهوئي ڦل ملندو آهي جهڙي ان جي نيت هوندي آهي، انهيءَ نيڪ نيتيءَ جي ڪري تون اميد ۽ خوف سان خدا وند ڪريم ڏي ڏسندو آهين، اهڙي طرح جيڪو درويش شعر ٻڌندو آهي ته اهو ان جي مفهوم

تي غور ڪري پنهنجي پروردگار ڪي خوشي يا غم، عاجزي يا نياز منديءَ سان ياد ڪندو آهي، انهيءَ وقت اهڙي قسم جي ڪيفيت ۾ ان جو قلب خداوند قدوس جي ذڪر سان بي چين ٿي پوندو آهي.

اهڙي طرح جيڪڏهن هو ڪنهن پکيءَ جو نغمو ٻڌندو آهي ته ان جو نغمو به هن ڪي دلڪش معلوم ٿيندو آهي ۽ هو خداوند قدوس جي قدرت تي اهڙي طرح غور ڪندو آهي ته هن پکيءَ جو گلو ڪيترو نه عمدو ٺاهيو آهي، ڪهڙي طرح نه هن جو سريلو آواز نڪري ٿو ۽ ڪنن تائين پهچي ٿو. انهيءَ فڪر ۽ نظر سان گڏوگڏ هو خدا واحد جي تسبيح ۽ عبادت ۾ مشغول رهندو آهي اهڙي طرح جيڪڏهن هو ڪنهن ماڻهوءَ جو آواز ٻڌي ۽ ان وقت ان جي دل ۾ اهڙا روحاني تصور پيدا ٿين ۽ هن جو قلب ذڪر ۽ فڪر سان معمور ٿي وڃي ته ان جي خوبين جو ڪيئن انڪار ٿي سگهندو؟

هڪ نيڪ بزرگ پنهنجو واقعو هن طرح بيان ڪيو ته مان"سمنڊ جي ڪناري جدي جي جامعه مسجد ۾ اعتڪاف ڪري رهيو هوس، هڪ ڏينهن مون مسجد جي هڪ ڪنڊ ۾ ماڻهن ڪي شعر پڙهندي ڏٺو. مون ڪي اها ڳالهه نه وڻي ۽ پنهنجي دل ۾ چيم ته "خدا واحد جي گهر ۾ هو شعر پڙهي رهيا آهن" ان کان پوءِ مون رسول الله ﷺ جن ڪي خواب ۾ ڏٺو ته پاڻ انهيءَ ئي ڪنڊ ۾ ويٺا آهن، سندن ﷺ پاسي ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه هو ۽ ڪجهه شعر پڙهي رهيو هو ۽ پاڻ ﷺ ان ڪي غور سان ٻڌي رهيا هئا ۽ پنهنجو سڄو هٿ مبارڪ اهڙي طرح پنهنجي سيني مبارڪ تي رکيو هئن جيئن ڪير وجد ۾ هجي، مون پنهنجي دل ۾ چيو ته مون ڪي مناسب نه هو جو مان انهن ماڻهن ڪي برو سمجهان جيڪي شعر ٻڌي رهيا هئا، جڏهن جو رسول الله ﷺ جن به شعر ٻڌي رهيا هجن ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله عنهسندن پرسان ويٺو پڙهندو هجي".

مون ڏنو تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمائي رهيا هئا تہ" هي حق بحق يا حق ازحق آهي" (ترجمہ)

## سماع جي حرمت

جيڪڏهن هي آواز ڪنهن بغير ڏاڙهيءَ واري ڇوڪري جو هجي جنهن ڏي نهارڻ مان فتني جو انديشو آهي يا هي نامحرم عورت جو آواز هجي ۽ ان مان انهيءَ ئي ذڪر ۽ فڪر جي ڪيفيت پيدا ٿئي جيڪا اسان بيان ڪئي آهي تہ انهيءَ صورت ۾ بہ فتني جي انديشي جي بنياد تي هي سماع حرام آهي، ان جي حرمت ۾ آواز جو دخل نہ آهي، پر آواز ٻڌڻ ڪي بہ فتني جي خوف ڪان حرام چيو ويندو، هر هڪ حرام شيءِ جي هڪ حد مقرر هوندي آهي جتان ماڻهن ڪي روڪيو ويندو آهي، جيئن نوجوان روزيدار ڪي چمي ڏيڻ ڪان منع ڪيو ويو آهي . ڇو تہ اها حرام ميلاپ جي چؤ ديواري آهي، اهڙي طرح ڌاري عورت سان اڪيلائيءَ ۾ ملڻ بہ منع آهي، ان ڪان سواءِ ڪن خاص مصلحتن جي بنياد تي سماع ڪان روڪيو ويو آهي جڏهن ٻڌڻ وار يجي باري ۾ اهو علم هجي تہ ان تي سماع جو برو اثر ٿيندو. اهڙي صورت ۾ هن ڪي سماع ڪان روڪي ڇڻ تہ حرام فعل ڪان منع ڪيو ٿو وڃي.

## بي چين روح جو علاج

(٣) جيڪڏهن ڪو مڙده دل ۽ بد ذوق سماع ڪان انڪار ڪري تہ ان ڪي چيو ويندو تہ "نامرد ميلاپ جي لذت ڪان ناواقف آهي ۽ نابينو حسن ۽ جمال ڪي ڇا ڄاڻي ۽ جيڪو رنج ۽ غم ڪان ناشنا هجي اهو رنج ۽غم جون ڳالهيون نہ ٿو ڪري سگهي پوءِ اهڙيءَ صورت ۾ هو انهيءَ عاشق صادق جي محبت جو ڇو منڪر آهي جنهن جو قلب شوق ۽ محبت سان لبريز هجي ۽ ان جو روح نفس اماري جي پڃري جي تنگ دائري ۾ ڦڙڪندي جڏهن وطن جي ٿڌي هوا ڪان لطف اندوز ٿيندو هجيءَ ان ڪي تي عرفان ۽ محبت الاهيءَ جي جهلڪ نظر ايندي هجي ۽ هن جو روح نفس جي پرديس ۽ جدائيءَ جا ڪوڙا ڍڪ پي ڪري مجاهدات ناقابل برداشت

بوجهہ هينان سسڪيون ڪائي رهي هجي، بلڪ ان کي مشاهدي ۽ حق جي جلوي جي ڪا جهلڪ نہ نظر اچي ۽ هڪ نفس جون بيشمار منزولن عملن جي ڪثرت سان طئي ڪري رهيو هجي، پر وصال جي منزل ويجهي نظر نہ اچي ۽ رجحان جا پڙدا پري نہ ٿيندا هجن تہ انهيءَ صورت ۾ هو هڪڙو ڏکو ساهہ ڪڍي ۽ هڪ جهلڪ جي ذريعي غم جي شدت کي گهٽ ڪري نفس ۽ شيطان کي چوي جيڪي هن جي راهہ ۾ رهزن آهن تہ: "تذي هوا کي اچڻ ڏيو اها تذي هوا عجيب آهي ۽ جڏهن اها هلي تہ منهنجي دل جا غم هليا ٿا وڃن، منهنجي عشق جو مرض قديم آهي. ليليٰ جي عشق جو، ۽گهڻو غل ڪندو بہ قديم مرض آهي.

غالبا منڪر چوندو بہ" محبت" حڪم جي تعميل ڪرڻ جو ٻيو نالو آهي ان ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي، محبت ۾ صرف خداوند ڪريم جو خوف هئڻ گهرجي، ۽ اهو چئي هو انهيءَ خاص محبت جو منڪر آهي، جيڪا اهل باطن جي محبت آهي،هن کي اها خبر نہ آهي تہ هي عاشق ايماني مرتبن ۾محسوس ڪرڻ جي عالم ڪان بہ مٿي پهچي ويا آهن ۽ ڪشف ۽ مجاهدي جي ڪثرت جي ڪري هنن پنهنجي روح ۽ نفس کي قربان ڪري ڇڏيو آهي.

حضرت ابو هريرہرضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن بني اسرائيل جي هڪ ڇوڪري جو ذڪر ڪيو جيڪو هڪ جبل تي رهندو هو، انهيءَ پنهنجي ماءُ ڪان پڇيو تہ آسمان ڪنهن پيدا ڪيو آهي؟ هن چيو" الله تعاليٰ" وري پڇيائين" زمين ڪنهن پيدا ڪئي؟" الله تعاليٰ، وري چيائين" جبلن کي ڪنهن پيدا ڪيو؟" هن چيو "الله تعاليٰ" بادلن کي ڪنهن پيدا ڪيو؟ هن جي ماءُ چيو "الله تعاليٰ" ان تي هن ڇوڪري چيو تہ مان انهيءَ الله جل شانہ جو گهڻو شان ۽ شوڪت ٻڌندو آهيان، هي چوندي ئي هن پنهنجو پاڻ کي جبل تان هيٺ ڪيرايو ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو.

خداوندعظيم جو حسن پاڪ روحن تي جلوه گر ٿيندو آهي، جيڪو عقل

سمجهہ ۽ تشريح کان مٿاهون آهي،ڇو تہ عقل جو تعلق ظاهري دنيا سان آهي ان کي صرف خدا جل شانہ جي وجود جي خبر آهي، هن جي "شهود جي حرم" تائين پهچ ناهي، هو صرف غيب جي عالم جي تجلين ۾ لڪل آهي،پر پاڪ روح ان جو انڪشاف ڪري وٺندا آهن.

## ڪمال ۽ جمال جو مشاهدو

جمال خداونديءَ جو مطالعو هڪ مخصوص ترين درجو آهي ۽ ان کان گهٽو عام پر مخصوص محبت جو درجو اهو آهي جڏهن جو ڪمال جلال وڪبريائي ۽ مستقل عطا وبخشش جي جمال جو مشاهدو ڪيو وڃي،ان ۾ اهي صفتون بہ شامل آهن جيڪي هميشہ رهڻ واري عالم ۾ ظاهر ٿيون ۽ اهي بہ آهن جيڪي ازل کان لوازم ذات رهيون. هنن ڪمالن جو جمال بہ ظاهري حواسن سان معلوم نہ ٿو ٿي سگهي ۽ نہ عقل ۽ قياس سان انهن جي خبر ٿي پوي لهاذا انهيءَ جمال جي مشاهدي جي سلسلي ۾ خداوند ڪريم جي عاشقن جي هڪ جماعت صفاتي تجلين جي لاءِ پاڻ کي مخصوص ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان جي مطابق انهن ۾ ذوق ۽ شوق،وجد ۽ سماع جو جذبو ملي ٿو،پهرين جماعت کي ذاتي تجلين جو هڪ حصو عطا ٿيو آهي ان ڪري انهن جو وجد بقدر وجود آهي ۽ انهن جو سماع بہ"بحد شهود" آهي.

## سماع جون ڪرامتون

هڪڙي طريقت جي شيخ بيان ڪيو تہ"اسان اهڙي جماعت ڏٺي آهي جيڪا پاڻيءَ ۽ هوا تي هلندي هئي ۽ انهيءَ حالت ۾ هوءَ سماع تي والهانہ وجد ڪندي هئي" ڪنهن بزرگ جو قول آهي تہ اسين ڪناري تي هئاسين تہ اسانجي ڪنهن روحاني ياءِ سماع ٻڌو تہ هو پاڻيءَ تي ليٽڙيون پائڻ لڳو ۽ پاڻيءَ تي اچڻ وڃڻ لڳو. آخرڪار هو پنهنجي مقام تہ واپس اچي ويو هي بہ بيان ٿيل آهي تہ هڪڙو درويش سماع جي وقت اهڙو تہ

محو ٿي ويو جو کيس باھ جو احساس بہ نہ ٿيو.

هي بہ بيان ڪيو ٿو وڃي تہ سماع جي وقت هڪ صوفي درويش تي وجد طاري ٿيو تہ هن ميڻ بتي ڪٽي پنهنجي اک ۾ رکي. راويءَ جو بيان آهي تہ مان ان جو اثر ڏسڻ لاءِ هن جي اک جي ويجهو آيس تہ ڏٺم تہ ڪا باھ يا نور هن جي اک مان نڪري ميڻ بتيءَ جي باھ کي روڪي پيو...

هڪ ٻئي درويش جي باري ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي تہ هو جڏهن سماع جي وقت وجد ۾ ايندو هو تہ هو زمين تان اڇلي گهڻو مٿي هوا ۾ اچڻ وڃڻ لڳندو هو.

شيخ ابو طالب مڪيءَ رحمة الله عليه پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ "جيڪڏهن اسين سماع جو ڪنهن تفصيل ۽ قيد کانسواءِ مطلق انڪار ڪريون تہ هي ستر صديقن جو انڪار ٿيندو. حالانڪ اسين ڄاڻون ٿا تہ سماع جو انڪار اسان کي قاري صاحبان ۽ عابد عالمن جي دلين جي گهڻو ويجهو ڪري ڇڏيندو پر اسين ائين نہ ڪنداسين، ڇو تہ اسين انهن کان وڌيڪ علم رکون ٿا ۽ اسان پنهنجي اسلاف يعني صحابہ ۽ تابعين کان جيڪي ڪجهہ ٻڌو آهي اهو بہ هنن کي معلوم نہ آهي"

مٿيون قول حضرت شيخ ابو طالب مڪي رحمة الله عليه جن جو آهي جن کي حديث ۽ اصحابن سڳورن جي آثارن جو گهڻو علم حاصل هو، ان جي باوجود پاڻ هن معاملي ۾ اجتهاد ڪري صحيح حقيقت معلوم ڪئي ان جي باوجود اسان منڪرن جي طرف کان بہ معذرت ڪندي پسنديده سماع جي وضاحت ڪئي آهي.

شيخ شبلي رحمه الله عليه جن ڪنهن کي هي شعر پڙهندي ٻڌو جنهن جو ترجمو هي آهي.

سلميٰ کي ڳوليان ٿو پيو. آهي ڪو خبر ڏيڻ وارو هتي جنهن کي اهو علم هجي تہ اها ڪاٿي رهندي آهي.

هي شعر ٻڌي شيخ شبلي رحمۃ الله عليه هڪ نعرو هنيو ۽ چيائين ته "نه خدا جو قسم! ٻنهين جهانن ۾ ان جي خبر ڏيڻ وارو ڪير ڪونهي"

چون ٿا ته وجد باطني صفتن جو راز آهي. جيئن اطاعت ظاهري صفتن جو راز آهي. ظاهري صفتن ۾ حرڪت ۽ سڪون آهي ۽ باطني صفتن ۾ احوال ۽ اخلاق آهن.

# اهل سماع جا درجا

شيخ ابو نصر السراج رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته اصل سماع جا ٽي درجا آهن.

(١) هڪڙي جماعت جا اهي افراد آهن جيڪي سماع جي وقت جيڪي ڪجهه هو ٻڌندا آهن ان جي باري ۾ حق ڏي مخاطب ٿيڻ سان رجوع ڪندا آهن.

(٢) هڪ جماعت جا اهي افراد آهن جيڪي سماع ۾ پنهنجي احوال، مقامن ۽ اوقات جي مخاطبن ڏي رجوع ڪندا آهن هي علم سان وابسته هوندا آهن ۽ پنهنجي خدائي اشارن ۾ صدق ۽ حقيقت جو مطالبو ڪندا آهن.

(٣) هڪ جماعت مجرد درويشن جي آهي جن دنيا کان قطع تعلق ڪري ڇڏيو ۽ انهن جون دليون دنيا ۽ مال جمع ڪرڻ ۽ بچائڻ جي محبت سان خراب نه ٿيون. هي ماڻهو دل خوش ڪرڻ لاءِ سماع ۾ شرڪت ڪندا آهن ۽ سماع انهن جي حال جومناسب به آهي،ڇو ته هو سيني ماڻهن جي فتنن کان محفوظ آهن پر جن ماڻهن جا قلب دنيا جي محبت سان لبريز آهن انهن جو سماع تڪلف ۽ بناوٽي آهي.

ڪنهن بزرگ کان سماع ۾ تڪلف ڪرڻ جي باري ۾ پڇيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته سماع ۾ تڪلف جا ٻه قسم آهن.

(١) ٻڌندڙ دنيا ۽ مرتبو حاصل ڪرڻ لاءِ تڪلف ڪري، هي فريب ۽ خيانت آهي.

(٢) حقيقت جي طلب لاءِ تڪلف ڪيو وڃي جيئن ڪو تڪلف سان وجد جي حالت پيدا ڪري تان جو هن تي وجد طاري ٿئي. ان جي صورت بلڪل ائين آهي جيئن ڪو صحيح حالت ۾ تڪلف سان روئڻ شروع ڪري.

## بدعت جي تعريف

ڪجهه ماڻهن جو چوڻ آهي ته ” سماع جي هن اجتماع جي صورت بدعت آهي “ ان جي جواب ۾ اهو چئي ٿو سگهجي ته اها بدعت ممنوع آهي جيڪا ڪنهن اهڙي سنت جي مخالفت هجي جنهن جو حڪم ڏنل هجي ۽ جيڪڏهن اهڙي صورت نه آهي ته پوءِ ان ۾ ڪو به حرج نه آهي. هن جي صورت هن طرح آهي جيئن ڪو اچڻ واري جي استقبال لاءِ اٿي بيهي. عربن ۾ اها رسم ڪا نه هئي ۽ بيان ڪيو ٿو وڃي ته رسول الله ﷺ جن به جيڪڏهن ڪاٿي داخل ٿيندا هئا ته پاڻ ﷺ سڳورن لاءِ به ماڻهو ڪو نه اٿي بيهندا هئا. پر ڪن ملڪن ۾ هيءَ رسم جاري آهي ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن جي استقبال ۽ خاطر ۽ تواضع لاءِ ڪو اٿي بيهي ته ڪو حرج ڪونهي ان لاءِ ته جيڪڏهن ڪير اٿي نه بيهي ته ماڻهن کي رنج ٿيندو ۽ انهن جي سينن ۾ ڏک پيدا ٿيندو. ان ڪري هيءَ رسم مجلس جي طور طريقن ۾ شامل ٿي ويئي آهي ۽ هڪڙي اهڙي بدعت آهي جيڪا جائز آهي ان ڪري جو هيءَ ڪنهن تسليم شده سنت جي خلاف ناهي.

باب ٢٣

# سماع جي ترديد ۽ انڪار

اسان سماع جي جواز جو سبب بيان ڪيو آهي ۽ اهل صدق جا طريقا به بيان ڪيا آهن پر جيئن ته ان جي ڪري گهڻا فتنا ڦيلجي ويا آهن ۽ ان جي معصوميت باقي نه رهي آهي بلڪ ماڻهن ۾ هن جو شوق انهيءَ حد تائين وڌي ويو آهي جو انهن نيڪ عمل گهٽ ڪري ڇڏيا آهن ۽ انهن جي حالت ايتري قدر بگڙجي ويئي آهي جو هو سماع جي لاءِ ڪثرت سان جمع ٿيڻ لڳا آهن ايتري قدر جو اهڙن اجتماعن جي موقعي تي ڪاڏو به تيار ڪيو ٿو وڃي. هاڻي مخلص درويشن وانگر صرف سماع سان دلي رغبت جي بنياد تي هي اجتماع منعقد ڪو نه ٿا ٿين بلڪ نفساني خواهشن ۽ سير تفريح ۽ تماشي جي لاءِ ماڻهو گڏ ٿا ٿين. نتيجو اهو ٿيو جو مريدن جي روحاني ترقي رڪجي وئي آهي اهڙي طرح نه صرف انهن جو وقت ضايع ٿو ٿئي بلڪ عبادت جو لطف به حاصل نه ٿو ٿئي.

موجوده زماني ۾ اهڙي قسم جي اجتماعن جو مقصد صرف نفساني خواهشن جي تڪميل ۽ عيش عشرت سان لطف اندوزي رهجي ويو آهي، اهڙو اجتماع اهل باطن جي ويجهو ناجائز آهي انهن جي ويجهو سماع صرف خدا رسيده درويش لاءِ جائز آهي، مبتدي مريد جي لاءِ جائز نه آهي.

## سماع جا طور طريقا

حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته "جڏهن توهان ڪنهن مريد کي ڏسو ته هو سماع جو شوقين آهي ته سمجهو ته هن

۾ نڪمائي جا آثار باقي آهن" چون ٿا ته حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن سماع ٻڌڻ ڇڏي ڏنو هو. ماڻهن چيو ته "توهان اڳي سماع ٻڌندا هئا" پاڻ فرمايائون " ڪنهن سان گڏ" هو چوڻ لڳا ته توهان پنهنجي لاءِ ٻڌندا هئا. پاڻ فرمايائون ته "ڪهڙن ماڻهن ڪان" (پاڻ هي سوالات ان لاءِ ڪيائون) ته مشائخ پنهنجي برابر جهڙن ماڻهن سان گڏ ويهي پاڻ جهڙن ماڻهن ڪان سماع ٻڌندا هئا.لهاذا جڏهن اهڙي روحاني صحبت ختم ٿي وجي ته سماع کي به ترڪ ڪري ڇڏبو آهي".

مشائخن سماع کي چند شرطن، قاعدن ۽ حدن سان اختيار ڪيو هو، انهيءَ مان انهن جو مقصد اهو هو ته الله جل شانه کي ياد ڪجي، غيرالله ڪان محفوظ ٿي الله جل شانه ڏي ئي راغب ٿجي ان ڪري انهن جي طلب جي شوق ۾ اضافو ۽ روحاني حالت جو اصلاح ٿي ويندو هو،ان جي باوجود سماع جون هي محفلون اتفاقا يعني ڪڏهن ڪڏهن ٿينديون هيون. انهن ان کي عادت يا معمول ڪو نه بنائي ڇڏيو هو جو ان جي ڪري ورد وظائف ڇڏي ڏين.

## ڳائڻ جو حرام هجڻ

حضرت امام شافعي رحمة الله عليه جن ڪتاب القضاءِ ۾ لکيو آهي ته" ڳائڻ مڪروه ۽ باطل شيءِ آهي ۽ جيڪو گهڻو ٻڌي اهو بيوقوف آهي ان جي شاهدي قبول نه ٿيندي امام شافعي جي سيني ساٿين جو اتفاق آهي ته نا محرم عورت جو سماع ٻڌڻ جائز نه آهي چاهي اها آزاد هجي يا ٻانهي، بغير پڙدي جي هجي يا پڙدي جي پويان هجي.

امام شافعي رحمة الله عليه جن ڪان نقل ٿيل آهي ته پاڻ بانسري وڄائڻ کي مڪروه سمجهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته" هي بي دينن ايجاد ڪيو آهي تانجو قرآن ڪريم ڪان ماڻهن جو ڌيان هٽائجي" پاڻ فرمايائون ته سٺي آواز سان قرآن ڪريم پڙهڻ ۾ ڪو به حرج ڪونهي. پوءِ پلي کهڙي به طريقي سان پڙهيو وڃي.

امام مالک رحمۃ اللہ علیہ جن جو مسلک آهي تہ" جيکڏهن کنهن کا ٻانهي خريد کئي ۽ معلوم ٿيس تہ اها ڳائڻ واري آهي تہ ان کي اختيار آهي تہ انهيءَ عيب جي بنياد تي واپس کري ڇڏي اهوئي سيني مديني جي عالمن ۽ امام ابو حنيفہ رحمہ اللہ عليہ جن جو مسلک آهي. ڳائڻ ۽ ان جو ٻڌڻ هک گناهہ آهي ان کي چند فقهي عالمن کان سواءِ کنهن بہ جائز قرار نہ ڏنو آهي. جن عالمن ان کي جائز چيو آهي اهي مسجدن ۽ متبرک جاين تي اعلانن ٻڌڻ کي جائز نہ ٿا چون.

قرآن کريم ۾ آهي.

| | |
|---|---|
| وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّشْتَرِيْ لَهْوَ الْحَدِيْثِ (سورة لقمان٥) | کي ماڻهو اهڙا آهن جيکي لهو ۽لعب جي ڳالهين کي خريد ٿا کن. |

حضرت عبداللہ بن مسعود رضي اللہ عنہ جن ان جي تفسير ۾ فرمايو آهي تہ هن مان مراد راڳ ۽ ان جو ٻڌڻ آهي، هن جي تفسير ۾ حضرت عکرمہ، حضرت عبداللہ بن عباس کان روايت ٿا کن تہ هن جي معنيٰ حميري زبان ۾ ڳائڻ جي آهي ٻي آيت ۾ آهي تہ

| | |
|---|---|
| وَاسْتَفْزِزْ مَنِ اسْتَطَعْتَ مِنْهُمْ بِصَوْتِکَ (پ١٥- رکوع٧ :٤) | (اي شيطان) تون انسانن مان جنهن کي گهرين پنهنجي آواز سان پريشان کر. |

حضرت مجاهد رحمہ اللہ عليہ جن جو قول آهي تہ هن ۾ (شيطان جي آواز مان) مطلب آهي راڳ ۽ ساز

حديث شريف ۾ آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون " سڀ کان پهريائين ابليس پٽکو کيو ۽ انهيءَ ئي سڀ کان پهريائي گانو ڳايو"

## ڳائڻ جي مذمت

حضرت عبداللہ بن عوف رضي اللہ عنہ جن کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ مون ٻن بدکار آوازن کان منع کيو آهي هکڙو آواز ڳائڻ جو آهي ۽ ٻيو آواز مصيبت جي وقت پٽڻ جو آهي."

حضرت عثمان رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ مون رسول الله ﷺ جن سان بيعت ڪئي ان وقت کان نہ مون راڳ ڳايو ۽ نہ ان جي تمنا ڪئي ۽ نہ مون خاص عضوي کي ساڄو هٿ لاتو"

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنهما جن فرمايو تہ ڳائڻ قلب ۾ نفاق پيدا ڪندو آهي روايت آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما احرام ماڻهن وٽان لنگهيو جن حج جو احرام ٻڌو هو، انهن مان هڪڙو شخص ڳائي رهيو هو. پاڻ فرمايائون، آگاهہ ٿي وڃ تہ خدا جل شانہ تنهنجي نہ ٻڌندو. (پاڻ هي لفظ ٻہ دفعا دهرايائون).

هڪ شخص قاسم بن محمد کان ڳائڻ جي متعلق پڇيو تہ پاڻ فرمايائون تہ " مان توکي انهيءَ کان منع ٿو ڪيان ۽ تنهنجي لاءِ ان کي مڪروهہ ٿو سمجهان، هن پڇيو تہ ڇا حرام آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ" جڏهن الله تعالي جل شانہ حق ۽ باطل کي الڳ الڳ ڪيو آهي تہ پوءِ سمجهي وڃ تہ ڳائڻ ڇا ۾ شامل آهي.

حضرت فضيل بن عياض رحمہ الله عليہ جن فرمايو تہ" راڳ زنا جو منتر آهي" حضرت خماڪ جو قول آهي تہ" راڳ قلب کي بگاڙڻ وارو ۽ پروردگار کي ناراض ڪرڻ وارو آهي".

ڪنهن بزرگ جو ارشاد آهي تہ"ڳائڻ کان بچو ڇو تہ اهو شهوت کي وڌائي ٿو ۽ مردت انسانيت کي تباهہ ڪندو آهي" شراب جو قائم مقام ۽ نشي وانگر اثر ڪندو آهي". هن بزرگ جو هي قول صحيح آهي ڇو تہ موزون طبع وارو راڳ ۽ شعرن سان هوش ۾ ايندو آهي پر نفساني طبيعت وارو انسان سماع جي وقت ڪجهہ ناپسنديده حرڪتون ڪندو آهي، جيئن ڇپٽيون وڄائڻ، تاڙيون وڄائڻ ۽ نچڻ، هن موقعي تي هن کان اهڙا ڪم ظاهر ٿيندا آهن جن مان هن جي بيوقوفيءَ جو اظهار ٿيندو آهي.

حضرت خواجه حسن بصري رحمة الله عليه جن کان منقول آهي تہ ”دف وڄائڻ مسلمانن جو شيوو ناهي“ رسول الله ﷺ جن کان منقول آهي تہ پاڻ شعر ٻڌئون ان مان ڳائڻ جو جواز ثابت نہ ٿو ٿئي. ڇو تہ شعر ڪلام جو هڪ حصو آهن جيڪو نظم ۾ بہ هوندو آهي ۽ نثر ۾ بہ،عمدو ڪلام سٺو آهي ۽ برو ڪلام برو آهي، پر راڳ سرن کي ملائڻ سان پيدا ٿيندو آهي.

## سنت جي خلاف

جيڪڏهن ڪو انصاف پسند شخص انصاف کان ڪم وٺي ۽ موجوده زماني جي اجتماعن تي گهري نظر وجهي تہ هتي هڪڙو گويو پنهنجو دف ڪٽي وينو هجي ۽ ٻين وٺ ساز هجن ان وقت اهڙي قسم جي نشست جو رسول الله ﷺ جن جي سامهون تصور ڪري ۽ سوچي تہ ڇا سندن ﷺ سامهون بہ ماڻهو ڪنهن قوال کي آڻي ان کي ٻڌڻ لاءِ جمع ٿيندا هئا.

ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هر شخص چوندو تہ سندن ﷺ صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم جي دور ۾ هيءَ ڳالهہ نہ هئي جيڪڏهن ان ۾ ڪا فضيلت هجي ها تہ پاڻ ﷺ ۽ سندن صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم ان ۾ غفلت نہ ڪن ها. لهاذا جيڪو شخص هي چوندو هجي تہ هي فضيلت جو ڪم آهي ۽ ان لاءِ اجتماع ضروري آهي تہ رسول الله ﷺ، صحابہ ڪرام رضوان الله ۽ تابعين رضوان الله عليهم جي روحاني معرفت ۽ سندن اعليٰ ذوق ۽ شوق کان واقف ناهي بلڪ هو ڪجهہ انهن کان بعد وارن جي تائيد کان مطمئن آهي، هن سلسلي ۾ بہ هي ماڻهون گهٽيون غلطيون ٿا ڪن، ڇو تہ جڏهن انهن جي خلاف گذريل اڳين جون روايتون ثابت ٿيون ڪجن تہ هو وري انهن کان بعد وارن جون روايتون پيش ٿا ڪن حالانڪ سلف صالحين رسول الله ﷺ جن جي عهد کان گهڻو قريب هئا. ۽ انهن جو طريقو سندن ﷺ مسنون طريقي سان گهڻون مشابهہ

هو.

## تلاوت تي وجد

گھڻان درويش قرآن ڪريم جي تلاوت جي وقت ۾ وجد ۽ جذبي جي غلبي ڪان سواءِ ڪي حرڪتون ڪندا آهن. حضرت عبدالله بن عروة بن زبير رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ" مون پنهنجي ڏاڏي اسماءِ بنت ابوبڪر رضي الله عنه کان پڇو تہ جڏهن قرآن ڪريم جي تلاوت ٿيندي هئي، ان وقت صحابه ڪرام رضوان الله عليهم ڇا ڪندا هئا" پاڻ فرمايائون تہ" جيئن قرآن ڪريم انهن جي وصف بيان ڪئي آهي، سندن اکين مان ڳوڙها وهندا هئا ۽ بدن جا وار ڪڙا ٿي ويندا هئن" مون چيو تہ "اڄڪلهہ جڏهن قرآن ڪريم جي تلاوت ٿيندي آهي تہ ماڻهو غش ڪائي ڪري پوندا آهن" ان تي حضرت بي بي اسماءِ رضي الله عنها جن فرمايو تہ "مان شيطان مردود کان خدا جي پناهہ ۾ آئي آهيان".

روايت آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه عراق جي هڪ ماڻهوءَ جي سامهون گذريو جيڪو تڪلف سان وجد ۾ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. پاڻ پڇيائون تہ هو هيءَ حرڪت ڇو ٿو ڪري؟ ماڻهن چيو تہ ان جي سامهون جڏهن قرآن ڪريم جي تلاوت ٿيندي آهي ۽ هو الله جل جلالہ جي ذڪر کي ٻڌندو آهي تہ ڪري پوندو آهي حضرت ابن عمر رضي الله عنه فرمايو تہ اسين بہ الله جل شانہ کان ڊڄون ٿا ، پر اسين ڪرندا ڪو نہ هئاسين، هن ۾ شيطان گهڙي ويو آهي، ڇو تہ پاڻ ﷺ سڳورن جا صحابہ ائين ڪو نہ ڪندا هئا".

حضرت ابن سيرين رضي الله عنها جن جي سامهون انهن ماڻهو جو ذڪر آيو جيڪي قران ڪريم جي ذڪر جي وقت ڪري پوندا هئا تہ پاڻ فرمايائون تہ اسان جي ۽ ان جي وچ ۾ فيصلو هن طرح ٿي سگهي ٿو جو انهن جو ڪو ماڻهو گهر جي ڇت تي پير هيٺ لڙڪائي ويهي پوءِ اول کان آخر تائين قرآن مجيد جي تلاوت ڪئي وڃي جيڪڏهن ان تلاوت

جي اثر جي بنياد تي هو چت تان ڪري پوي ته سمجھو ته هو سچو آهي".

سندن هي قول مطلق انڪار نه آهي ڇو ته ڪي سچا درويش بي خوديءَ جي حالت ۾ اهڙيون حرڪتون ڪندا آهن البت پاڻ هيءَ ڳالھ انهن ماڻهن جي خلاف چئي اٿن جيڪي تصنع ۽ تڪلف سان اهڙيون حرڪتون ڪندا آهن ۽ اهڙن ئي ماڻهن جي اڪثريت آهي. ممڪن آهي ته ڪن ماڻهن جون اهڙيون حرڪتون تصنع ۽ رياڪاريءَ تي ٻڌل هجن ۽ ڪي ماڻهو علم جي گهٽتائي ۽ جهالت جي ڪري اهڙي حرڪت ڪندا هجن جنهن ۾ نفساني خواهشن جي ملاوٽ به هجي ۽ ممڪن آهي ته هنن جو هي فعل وجد تي ٻڌل هجي. پر پنهنجي لا علميءَ جي ڪري ان ۾ اضافو ڪرڻ لڳندا هجن ۽ انهن کي اها خبر به نه هجي ته اهڙيون حرڪتون مذهبي لحاظ کان نقصان ڪار آهن. ۽ اهو به ممڪن آهي ته هو ڄاڻندا هجن ته هي نفساني حرڪتون آهن. پر نفس جي هيءَ عادت آهي ته هو لڪي چوريءَ سان ڪجھ ڳالهيون ٻڌي وٺندو آهي ۽ انهيءَ ڪري وجد جي مقرر حدن کان خارج ٿي ويندو آهي بهرحال هيءَ ڳالھ صداقت ۽ حقيقت پسنديءَ جي خلاف آهي.

روايت آهي ته حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي قوم کي واعظ ڪري رهيا هئا ته ايتري ۾ هڪ شخص متاثر ٿي قميص ڦاڙي ان وقت حضرت موسيٰ کي هدايت ڪئي ويئي ته هو قميص ڦاڙڻ واري کي چئي ته پنهنجي قميص نه ڦاڙي ۽ پنهنجي دل کي مطمئن رکي.

## نظر جو فتنو

جيڪڏهن سماع ڪنهن بغير ڏاڙهيءَ واري نوجوان کان ٻڌجي ته فتني جو قوي امڪان آهي ان ڪري اهل حق ان کي ناپسند ڪيو آهي. بقيه بن وليد رحمة الله عليه جو قول آهي ته اهل حق هڪ خوبصورت بغير ڏاڙهيءَ واري ڏي نهارڻ مڪروھ سمجھندا آهن.

شيخ عطا فرمائن ٿا ته هر اها نظر جيڪا دل ۾ خواهش پيدا ڪري فلاح ۽ خير کان خالي آهي، هڪ تابعي بزرگ جو قول آهي ته مان

هڪ پرهيزگار نوجوان لاءِ هڪ وحشي جانور کي ايترو خطرناڪ نہ ٿو سمجهان جيترو هڪ بغير ڏاڙهيءَ واري ڇوڪري کي ٿو سمجهان جيڪو هن وٽ ويهي ٿو.

هڪ ٻئي تابعي بزرگ جو قول آهي" لواطت پسند (ڇوڪري بازي ڪندڙ) شخص جا ٽي قسم آهن.

(١) اهي جيڪي صرف ڏسندا آهن.

(٢) اهي جيڪي هٿ ملائيندا آهن

(٣) اهي جيڪي هن سخت خراب ڪم کي ڪندا آهن.

بهرحال صوفيا ڪرام کي انهن ڳالهين کان پرهيز ڪرڻ گهرجي اهي مشتبهہ مقامن کان بہ بچن ڇو تہ تصوف سراپا صدق ۽ حقيقت ۽ سراپا ڪوشش ۽ عمل آهي.

بهرحال هي اهي روايتون آهن جن سان ثابت ٿو ٿئي تہ سماع کان پرهيز ڪرڻ گهرجي، هن کان اڳئين باب ۾ مشروط طريقي سان سماع جواز کي ثابت ڪيو ويو هو ۽ انهن ئي مٿي بيان ڪيل براين کان پاڪ ۽صاف رکڻ جون هدايتون بيان ڪيون ويون هيون. اسان هر ڳالهہ جي پوري تفصيل بيان ڪري ڇڏي آهي ان کان سواءِ اسان شعرن، نظمن ۽گانن وغيره جو فرق بہ واضح ڪري ڇڏيو آهي بهرحال هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ نيڪ بندن جي هڪ جماعت سماع نہ ٻڌندي هئي، پر هي انهن ماڻهن کي جيڪي نيڪ نيتي، ادب ۽ تميز سان سماع ٻڌندا هئا ناپسند بہ نہ ڪندي هئي.

باب ٢۴

# وجد ۽ سماع جي حقيقت

هي ذهن ۾ رهي تہ وجد جي ذريعي ڪنهن گم ٿيل شيءِ جو احساس ٿيندو آهي. ان ڪري جيڪڏهن گمشدگيءَ جي ڪيفيت نہ هجي تہ پوءِ وجد جي ڪيفيت بہ پيدا نہ ٿيندي، جڏهن خدا وند ڪريم جي ٻانهي جو وجود پنهنجي صفتن ۽ ان جي باقي شين سان ٽڪرائجي، پر جيڪو خالص بندگي اختيار ڪري اهو هر شيءِ کان آزاد ٿي وجد ۽ حال جي چار مان نڪري ويندو آهي، ڇو تہ وجد ۽ حال جو چار هن جي باقي صفتن جو شڪار ڪندو آهي، جيڪي ازلي عنايتن جي پويان رهڻ ڪري موجود هونديون آهن.

## وجد جا اثر

شيخ حصري رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ" انهيءَ شخص جي حالت ڪيتري نہ پست آهي جيڪو محرڪات جو محتاج هجي" انهيءَ لحاظ کان سماع جو وجد هڪ حق پرست تي بہ اهڙوئي اثر ڪندو آهي جهڙو باطل پرست تي ٻنهين قسمن جا انسان باطني طور سان وجد کان متاثر ٿيندا آهن. بلڪ انهن جي ظاهري حالت تي بہ ان جو اثر نمايان هوندو آهي. جنهن سان انهن جا جذبا ۽ ڪيفيتون بہ تبديل ٿينديون آهن. البت حق پرست ۽ اهل باطل جي ڪيفيتن ۾ فرق هي آهي تہ اهل باطل نفساني خواهشن جي بنياد تي وجد ۾ ايندو آهي ۽ حق پرست قلبي اِرادي کان متاثر ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي تہ سماع خاص

قلب تي ڪو اثر ڪو نہ ڪندو آهي. هي تہ صرف ان شيءِ ڪي جنبش ڏيندو آهي جيڪا دل ۾ هجي.لهاذا جن جو باطن غيرالله سان وابستہ هجي سماع ان کي بہ متاثر ڪندو آهي ۽ اهو نفساني خواهشن جي بنياد تي وجد ۾ ايندو آهي. ۽ جنهن جو باطن خداوند عظيم سان ڳنڍيل هجي اهو بہ قلب جي ارادي سان وجد ڪندو آهي.

باطل پرست نفس جي حجابن ۾ محدود هوندو آهي ۽ حق پرست قلب جي حجابن ۾ قيد هوندو آهي. نفس جو حجاب ارضي ۽ اونداهو آهي ۽ قلب جو حجاب نوراني ۽آسماني آهي، پر جيڪو شخص حق جي مشاهدي جي دائمي تجلين جي ڪري گم ٿيڻ کان محفوظ رهي ۽ وجود جي دامن کان لغزش نہ کائي اهو نہ سماع ٻڌندو آهي ۽ نہ وجد ۾ ايندو آهي.

## وجد جو روحاني تعلق

حضرت ممشاد دينوري رحمۃ الله عليه هڪ اهڙي جماعت وٽان گذريا جن وٽ قوال هو جڏهن انهن کين ڏٺو تہ هو خاموش ٿي ويا ان تي پاڻ فرمايائون تہ"جيڪي ڪجهہ ڪري رهيا هئا ،اهو ڪندا رهو، خدا جو قسم! جيڪڏهن دنيا جا سڀ تماشا منهنجي ڪن ۾ پري ڇڏيا وڃن تہ بہ اهي منهنجي ڪم ۾ رخنو پيدا نہ ڪندا ۽ نہ منهنجي بيماريءَ کي دور ڪري ٿا سگهن" وجد روح جي رڙ ۽ سڏ آهي، جيڪڏهن هو باطل پرست آهي تہ نفس جو گرفتار آهي ۽ جيڪڏهن حق پرست آهي تہ قلب جو گرفتار آهي بهرحال ٻنهين جي وجد ۽ حال جو سرچشمو روحاني روح آهي.

وجد ڪڏهن معنيٰ کي سمجهڻ سان ظاهر ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن صرف نغمن جي سرن سان پيدا ٿيندو آهي. جيڪڏهن معنيٰ سان پيدا ٿئي تہ باطل پرست جو نفس روح سان گڏ سماع ۾ شريڪ ٿيندو آهي ۽ حق پرست جي دل روح سان گڏ شريڪ هوندي، پر اهو سماع جيڪو

صرف نغمن تي ٻڌل هجي ان ۾ صرف روح سماع ۾ شريڪ ٿيندو آهي البت باطل پرست جو نفس ۽ حق پرست جي دل چوريءَ سان ان کي ٻڌندا آهن.

## روح ۽ نغمو

روح نغمن سان ان ڪري لطف اندوز ٿيندو آهي جو روحاني عالم حسن ۽ جمال جو مجموعو آهي ۽ ڪائنات ۾ تناسب جي وجود کي زباني ۽ عملي طرح پسنديده سمجهيو ويو آهي شڪل ۽ صورت جو تناسب بہ روحانيت جي ميراث آهي ان ڪري روح جڏهن عمدا نغما ۽ متناسب آواز ٻڌندو آهي تہ هم جنس ۽ متوازن هئڻ جي ڪري ان جو اثر قبول ڪندو آهي ان ڪان پوءِ هن حڪمت جي عالم جي مصلحتن جي ڪري ان کي شرعي پابندين ۾ قيد ڪيو ويندو آهي ۽ انهن پابندين تي عمل ڪرڻ سان انسان جي موجوده ۽ آئنده ڀلائي آهي.

نغمن مان لطف اندوزيءَ جو سبب هي بہ آهي تہ نغمن جي ذريعي رمز ۽ اشارن ۾ نفس روح سان آهستي آهستي ڳالهيون ٿو ڪري ۽ جهڙي طرح ٻن عاشقن جي وچ ۾ رمز ۽ اشارا ٿيندا آهن اهڙي طرح نفس ۽ روح جي وچ ۾ حقيقي عشق ۽ محبت جا تعلقات آهن، اهوئي سبب آهي جو نفس کي مؤنث ۽ روح کي مذڪر چيو ويندو آهي ۽ مذڪر ۽ مؤنث جي وچ ۾ عشق ۽ محبت جو هجڻ قدرتي امر آهي جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمايو آهي تہ" اسان انهن جا جوڙا ٺاهيا آهن، تانجو هو آرام ۽ سڪون حاصل ڪن" خدا وند ڪريم جي هن قول ۾ انهيءَ باهمي تعلق جو اظهار ڪيو ويو آهي، جيڪي عشق ۽ محبت جو سبب آهن ان ڪري روح نغمن کي ان لاءِ ٿو پسند ڪري تہ هي ٻن عاشقن جي وچ ۾ راز ونياز جو ذريعو آهي.

جهڙي طرح هن ظاهري عالم ۾ حضرت حوا عليه السلام حضرت آدم عليه السلام مان پيدا ڪئي ويئي هئي، اهڙيءَ طرح عالم قدرت ۾

نفس کي روحاني روح مان پيدا ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ ڪري هي هنن ۾ باهمي تعلق آهي تہ نفس روحاني روح جي قرب جي ڪري هن جو هم جنس ٿي ويو آهي ۽ سيني حيواني ارواحن ۾ صرف هن کي اهو شرف حاصل آهي تہ هو روحاني روح جي وڏيڪ ويجهو آهي ان ڪري ظاهري عالم جي آدم ۽ حوا وانگر نفس جي روحاني روح مان پيدا ٿيڻ جي ڪري هنن جا بہ پاڻ ۾ عشق ۽ محبت جا تعلقات آهن ۽ انهيءَ ڪري هڪڙو مذڪر آهي ۽ ٻيو مؤنث- ان ڪري روح کي نغما ان ڪري پسند آهن جو هو عاشق ۽ محبوب جي وچ ۾ پيغام رسانيءَ جو ڪم ٿا ڏين، جيئن ڪنهن چيو آهي تہ: اکيون ٻڌائي رهيون آهن جيڪو حال آ منهنجو

## خاموشيءَ جي مهر چپن تي محبت آهي ظاهر

جڏهن روح نغمن سان لطف اندوز ٿيندو آهي تہ پوءِ عشق جي بيمار نفس تي وجد طاري ٿيندو آهي، ۽ ان جي هر شيءِ جهومڻ لڳندي آهي، اهڙي طرح قلب جيڪو ارادي جي انتظار ۾ هو اهو بہ پنهنجي اندروني ڪشمڪش جي بنياد تي جهومڻ لڳندو آهي.

## مرد ڪامل جو مقام

اهو شخص جيڪو ڪامل مردن جي اعليٰ مقام تي فائز آهي ۽ مختلف عارضي ڪيفيتن کان آزاد هڪ ڪامل جوهر آهي اهو حضرت موسيٰ عليه السلام وانگر پنهنجي نفس ۽ پنهنجي قلب جي جتين کي پاڪ واديءَ ۾ ڇڏي سلطان يا جبروت جي مقام حقيقت ۾ داخل ٿي ٿو وڃي ۽ الاهي تجلين ۽نور جي ذريعي هن آوازن جي ڪيفيت کي جلائي ڇڏيو آهي. هن جو روح پنهنجي عاشق جي راز ۽ نياز جي طرف متوجہ نہ آهي، ڇو تہ هو محبوب جي آثارن جي مشاهدي ۾ مشغول آهي ۽ اهو عاشق جيڪو خود پنهنجي عشق ۽ محبت ۾ ڦٽڪي رهيو هجي، اهو ٻين عاشقن جي فرياد رسي نہ ٿو ڪري سگهي، ان ڪري اهڙي شخص تي جيڪو اهڙي مقام تي فائز هجي، سماع جو ڪو بہ اثر نہ ٿو ٿي سگهي ۽ جڏهن نغما

پنهنجي لطافت ۽ روحاني دلڪشيءَ جي باوجود هن جي روح تي اثر انداز نہ آهن تہ پوءِ لفظ ۽ معنيٰ جيڪي ان کان وڌيڪ ڪثيف آهن هن تي ڪيئن اثر ڪري ٿا سگهن؟ اهو جيڪو لطيف اشارن ڪي برداشت نہ ٿو ڪري . عبارتن جي بار کي ڪيئن ٿو کڻي سگهي؟.

## وجد کان بي نيازي

وجد هڪ وارداتي ڪيفيت آهي جيڪو خداتعاليٰ جل شانہ جي طرف کان وارد ٿيندو آهي پر جنهن ڀانهي جو مقصد خود ذات خداوندي هجي اهو صرف الله تعاليٰ جل شانہ جي ڏنل واردات تي قناعت نہ ٿو ڪري سگهي، ۽ جيڪو قرب الاهيءَ جي مقام تي موجود هجي ان کي خداوند قدوس جي طرف جون وارداتون پاڻ ڏي مائل نہ ٿيون ڪري سگهن ڇو تہ هي وارداتون خدا جل شانہ کان دوريءَ کي ظاهر ٿيون ڪن ۽ جيڪو خداءِ عظيم جي ويجهو هجي ان کي سڀ ڪجهہ حاصل ٿي ويو آهي ان ڪري هو هنن "وارداتن" کي وٺي ڇا ڪندو؟ ان کان سواءِ وجد هڪ قسم جي باهہ آهي ۽ خدا رسيده انسان جو قلب سراپا نور آهي ۽ جيئن تہ نور نار (باهہ) کان وڌيڪ لطيف تر آهي. ان ڪري ڪثيف شيءِ لطيف شيءِ تي حاوي نہ ٿي ٿي سگهي.

جيستائين هڪ مرد ڪامل استقامت تي قائم رهي ۽ پنهنجي ذاتي رجحانن جي سبب پنهنجي مقرر رستي کان منحرف نہ هجي ان وقت تائين سماع جي ذريعي ان تي وجد طاري نہ ٿيندو.

## روحاني زوال

جيڪڏهن مهربان خداءِ عظيم جي طرف کان هو ڪنهن آزمائش ۾ مبتلا ٿي پوي ۽ هن ۾ ڪا ڪمزوري يا ڪوتاهي اچي وڃي تہ پوءِ آزمائش جي دور جي مختلف صورتن ۾ هو انهن تڪليفن کي برداشت ڪندو. ان وقت هو پنهنجي وجود ۾ هوندو ۽ وري قلب جو حجاب واپس اچي ٿو سگهي، ان ڪري انهيءَ وقت ڪنهن خداءِ عظيم جي پهتل

ٻانهي جا قدم ٽڙڻ لڳن تہ هو مقام قلب جي طرف ڪري پوندو ۽ جيڪو شخص مقام قلب تي هوندو اهو مقام نفس جي طرف واپس اچي ويندو.

هڪ ڪامل جي باري ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي تہ ان تي سماع ۾ وجد طاري ٿي ويو ان تي ڪائنس پڇيو ويو تہ "توهان جو اهڙو حال ڇو ٿيو؟" هن فرمايو تہ منهنجي اندر ڪا شيءِ گهٽجي ويئي آهي جنهن مون کي هن مقام تي پهچايو آهي"

شيخ سهل جي هڪ ساٿيءَ بيان ڪيو تہ "مون شيخ سهل سان سٺ سال گڏ گذاريا، پر مون ڪڏهن بہ نہ ڏٺو تہ ذڪر تلاوت قرآن پاڪ يا ڪنهن ٻي سماعت سان سندن مزاج ۾ تبديلي ايندي هجي جڏهن سندن عمر جو آخري حصو هو تہ هڪ مرتبي سندن سامهون قرآن ڪريم جي هيءَ آيت پڙهي ويئي: ترجمو" اڄ توهان کان ڪو فديو نہ ورتو ويندو" هي ٻڌي پاڻ ڏڪڻ لڳا ۽ امڪان هو تہ ڪري پوندا. جڏهن مون ان جو سبب پڇيو تہ پاڻ فرمايائون تہ" ها مون تي ڪمزوري اچي ويئي آهي"

هڪ دفعي پاڻ هيءَ آيت ٻڌائون تہ"انهيءَ ڏينهن حڪومت ۽ بادشاهت مهربان خداوند عظيم جي هوندي" هي ٻڌندي ئي پاڻ ٻي چين ٿي ويا جڏهن سندن ساٿي ابن سلم رحمۃ الله عليہ ڪائنس پڇيو تہ فرمايائون تہ" مان ڪمزور ٿي ويو آهيان" ان تي ماڻهن چيو تہ جيڪڏهن اهائي ڪمزوري آهي تہ پوءِ طاقت ڪهڙي آهي؟ فرمايائون تہ روحاني طاقت اها آهي تہ شيخ ڪامل تي ڪو جذبو طاري ٿئي تہ هو ان کي روحاني طاقت سان برداشت ڪري ۽ هن جو عارضي جذبو هن ۾ ڪا تبديلي نہ پيدا ڪري"

حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن جو قول بہ اهڙي قسم جو آهي تہ" اسين اهڙا هئاسين ايتري قدر جو هاڻي تلاوت قرآن پاڪ جي موقعي تي ڪنهن کي رئندو ڏسي بہ اسان جي دل سخت ۽ مضبوط ٿي ويون" سندن هن قول جو مطلب هي آهي تہ قرآن ڪريم جي سماعت سان دل مانوس ٿي ويئي

هئي ۽ان جي نور ۽ تجلين سان ايتري قدر آشنا ٿي وياسين جو ڪا نئين يا عجيب شيءِ معلوم نہ ٿي ٿئي جنهن جي ڪري طبيعت ۾ تبديلي اچي. انهيءَ ڪري هڪ بزرگ هي فرمايو هو تہ منهنجي روحاني ڪيفيت نماز ڪان اڳ بہ اهڙي ئي هوندي آهي جهڙي نماز ڪان پوءِ هوندي آهي."
هن قول ۾ هن طرف اشارو آهي تہ حق جي مشاهدي جي ڪيفيت هميشه باقي رهندي آهي ان ڪري سماع هجي يا نہ هجي ٻنهين صورتن ۾ (انهن بزرگن جي) هڪجهڙي حالت هوندي آهي.

حضرت جنيد رحمہ الله عليه جن جو قول آهي تہ علم جي اضافي سان گڏ وجد ۽ حال جي گهٽتائي نقصانڪار نہ آهي بلڪ علم جو اضافو وجد ۽ حال جي اضافي ڪان بهتر آهي."

شيخ حماد رحمۃ الله عليه جن فرمائيندا هئا تہ" توبهہ زاري وجود جو باقي بچيل حصو آهي"

بهرحال اشارن کي سمجهڻ وارن جي لاءِ هي سڀ قولءِ مفهوم هڪ ٻئي جي ويجهو آهن. پر اهڙا ماڻهو تمام گهٽ آهن.

## آه وزاري جا قسم

سماع جي وقت روئڻ واري تي مختلف ڪيفيتون طاري ٿينديون آهن ڪي خوف کان رئندا آهن ۽ ڪي شوق ۽ محبت ۾ ڳوڙها وهائيندا آهن ۽ ڪي خوشيءَ ۾ لڙڪ وهائيندا آهن.

شيخ ابوبڪر الڪتاني رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ"عوام جو سماع قدرتي جذبي جو نتيجو آهي، مريدن جو سماع شوق ۽ خوف تي ٻڌل آهي ۽ اولياءالله جي سماع جو بنياد خدا وند ڪريم جي نعمتن ۽ احسانن تي آهي، عارف ڪامل جو سماع حق جي مشاهدي تي ٻڌل آهي ۽ اهل حقيقت جو سماع ڪشف ۽ مشاهدو آهي، انهن مان هر هڪ جو خاص مقام آهي" وذيڪ فرمايائون " جڏهن هي واردات رونما ٿين ٿيون تہ اهي ڪنهن شڪل ۽ صورت يا ڪنهن همنوا وانگر ٿينديون آهن ۽

جيڪڏهن ڪو موافق يا همنوا ملندو آهي ته ان سان گڏ ٿي ويندئون آهن".

هي اهل سماع جا روحاني تصور ۽ ڪيفيتون آهن پر جيڪي اسان بيان ڪيو آهي اهو انهن ماڻهن جو حال آهي جيڪي سماع کان بالاتر آهن آه زاريءَ جو اختلاف مختلف قسمن تي ٻڌل آهي جن جو اسان هاڻي ذڪر ڪيو آهي، يعني خوف ۽ شوق ۽ سرور، ۽ انهن کان اعليٰ درجو گريه سرور آهي، ان جو مثال اهڙو آهي جيئن ڪو شخص طويل سفر کان پوءِ پنهنجي اهل وعيال وٽ اچي ته هو انتهائي خوشيءَ ۾ پنهنجي اهل وعيال کي ڏسي ڳوڙها وهائڻ لڳي.

## گريه وجدان

توبه ۽ زاريءَ جو هڪڙو ٻيو درجو به آهي جيڪو بيان کان ٻاهر آهي ڇو ته اهو آسانيءَ سان نه ٿو سمجهائي سگهجي، عام طرح ان جو ذڪر انڪار جي مقابلي ۾ ٿيندو آهي ۽ غرور وتڪبر سان ان کي پوشيده رکيو ويندو آهي، ان کي اهوئي معلوم ڪري ٿو سگهي جيڪو ان مقام تائين پهچي وڃي يا ان تي گهڻو غور ۽ فڪر ڪري هي" گريه وجدان" آهي جيڪو سرور واري گريئي کان مختلف آهي ۽ حق اليقين جي ڪن درجن تي ظاهر ٿيندو آهي، دنيا ۾ حق اليقين جون چند منزلون اهڙيون آهن جتي هي گريه وجدان ملي ٿو، ڇو ته حادث ۽ قديم جي اختلاف ۽ ٽڪراءَ جي ڪري حادث جي طرف کان خدائي رحمان جي عظمت، رعب ۽ جلال کان ڳوڙها وهڻ شروع ڪندا آهن هن جو مثال ائين آهي جيئن مختلف اجرام جي ٽڪراءَ سان بادلن مان قطرا وهڻ شروع ٿيندا آهن.

## اهل بقا جو سماع

هي قسم اگرچه نادرالوجود آهي ته به هي فنا جو احساس ڏياري ٿو. ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو ٻانهو پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري هستيءَ جي آثارن کان آزاد ٿي تجلين جي نور ۾ مستغرق ٿي ويندو

آهي، وري ترقي ڪري مقام بقا تائين پهچندو آهي. جيڪڏهن هن جي هستي واپس ٿئي تہ ان سان گڏوگڏ گريئي ۽ زاريءَ جا قسم بہ واپس ايندا آهن. يعني جهڙي صورت حال هجي ان جي مطابق خوف، شوق، سرور ۽ وجدان ٿيندو آهي، هنن جون صورتون پاڻ ۾ ملندڙ هونديون آهن، پر اصل حقيقت جي لحاظ کان ان ۾ اختلاف ۽ لطيف فرق آهي، جنهن کي حقيقت جا صاحب ئي معلوم ڪري ٿا سگهن، بهرحال سماع جو ڪو نہ ڪو قسم ظاهر ٿيندو آهي، پر هي سماع هن جي تابع ۽ مغلوب ٿيندو آهي يعني جڏهن هو چاهي ان کي اختيار ڪري ۽ جڏهن چاهي ان کي ڇڏي ڏئي.

هن وقت سماع جي حالت ۾ هن جو نفس مطمئن ۽ روشن پر پنهنجي طبيعت کان مختلف هوندو، ڇو تہ هن سڪون ۽ اطمينان حاصل ڪري ورتو آهي ۽ هن کي روحاني فيض پهچي چڪو آهي، اهڙي صورت ۾ هي نفس سماع سان اهڙي طرح لطف اندوز ٿيندو جهڙي طرح هو جائز ۽ مباح لذتن سان لطف اندوز ٿيندو هو. ان کي اختيار آهي تہ هو پلي سماع ٻڌي يا ان ۾ اضافو ڪري يا ان کان اثر قبول ڪري يا نہ ڪري، هن وقت هي نفس اهڙي ٻار وانگر هوندو جيڪو پنهنجي پيءُ جي هنج ۾ هجي ۽ هو ان جون ڪجهہ خواهشون پوريون ڪري ان کي خوش ڪري. ڇون ٿا تہ ابو محمد الراشي رحمہ الله عليہ جن جو اهو حال هو جو هو پنهنجي ساٿين کي سماع ۾ مشغول ڪري پاڻ هڪ ڪنڊ ۾ وڃي نماز پڙهندا هئا ۽ سماع جا هي نغما نمازيءَ جي نماز وانگر باطن ۾ داخل ٿي ٿا وڃن، ۽ جڏهن نفس انهن کان لطف اندوز ٿو ٿئي تہ ان وقت مقام روح انس ۽ محبت جي ڪري گهڻو صاف ٿي ويندو آهي، نفس روح کان پري رهندو آهي، چاهي نفس کي انهيءَ صورت ۾ اطمينان حاصل ٿئي مگر هو پنهنجي خلقت ۽ جبلت جي لحاظ کان ڏاريو رهندو ۽ هن جي پري هجڻ جي ڪري روح جي قسمن جي لاءِ فتوح جي زيادتي ٿي

ويندي آهي، لهاذا جيڪڏهن نماز جي وقت هي نغما ڪنن ۾ پهچن ته هي نمازيءَ جي حقيقي مناجات ۽ ان جي ڪلمن ڪي سمجهڻ ۾ حائل نه ٿيندا، بلڪ هي ڪم بغير ڪنهن خلل يا مزاحمت جي تڪميل تائين پهچي ويندو ان جو سبب هي آهي ته ايمان جي ڪري سينو ڪولي ان ڪي گهڻو وسيع ڪيو ويو آهي ۽ هي خداپاڪ جو ٻانهن تي وڏو احسان آهي.

## سماع جا مختلف اثر

ان ڪري هي چيو ويو آهي ته سماع هڪ جماعت لاءِ دوا آهي ۽ هڪ ٻي جماعت لاءِ روحاني غذا آهي. پر ڪجهه ماڻهن لاءِ هي صرف وجڻي جو ڪم ٿو ڏئي، بهرحال آهه ۽ زاريءَ جي متعلق رسول الله ﷺ صلي الله عليه وسلم جن جي هڪ حديث پاڪ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جن کي فرمايائون ته"قرآن ڪريم جي تلاوت ڪري" هن عرض ڪيو ته مان اوهان جي سامهون قرآن جي تلاوت ڪيان حالانڪ توهان تي ته قرآن ڪريم نازل ٿيو آهي؟ "پاڻ فرمايائون ته مان چاهيان ٿو ته ڪنهن ٻئي کان قرآن ڪريم ٻڌان چنانچه هن سورة النساءِ جي تلاوت شروع ڪئي ۽ جڏهن هو هن آيت تي پهتا.

| | |
|---|---|
| فَكَيْفَ اِذَا جِئْنَا مِنْ كُلِّ اُمَّةٍۢ بِشَهِيْدٍ وَّجِئْنَا بِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيْدًا (پ٥) | ڇا حال ٿيندو، جڏهن اسين هر قوم مان هڪ گواهه کي سڏينداسين ۽ توکي انهن ماڻهن تي گواهه مقرر ڪنداسين. |

ته هيءَ آيت سڳوري ٻڌي سندن ﷺ ٻئي مبارڪ اکيون ڳوڙها وهائڻ لڳيون روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن هڪ دفعي حجر اسود جي سامهون تشريف فرما ٿيا، ان کي چميائون ۽ گهڻي دير تائين پنهنجا چپ مبارڪ ان تي رکي رئندا رهيا ۽ فرمايائون ته" اي عمر رضي الله عنه! هي اهو مقام آهي جتي ڳوڙها ڳاڙيا ويندا آهن"

هڪ هوشمند انسان به مختلف قسمن جا ڳوڙها وهائيندو آهي

۽ ان ۾ هن جي فضيلت آهي، ڇو تہ خود رسول اڪرم ﷺ جن اهي طلب فرمايا آهن، سندن ﷺ دعا هئي تہ:

”اي الله جل شانہ! مون کي خوب رئڻ واريون اکيون عطا فرماءِ“

هي ڳوڙها وهائڻ خداوندڪريم جي راھ ۾ آهن ۽ انهيءَ جي لاءِ آهن ان ڪري هي مڪمل آهي تہ اسين هن جي شان ڪريميءَ جي عطا ڪيل وجود سان مقام بقا ڏي واپس ٿا ٿيون.

باب ٢٥

# سماع جي محفل جا طور طريقا

هن باب ۾ سماع جا طور طريقا ۽ محفل ۾ خرقي ڦاڙڻ جا احڪام ۽ انهيءَ باري ۾ مشائخن جون هدايتون ۽ انهن جو ذڪر ڪيو ويندو ۽ ٻڌايو ويندو تہ ڪهڙيون ڳالهيون تسليم ڪرڻ جي قابل آهن ۽ ڪهڙين ڳالهين ڪان پرهيز ڪرڻ گهرجي.

تصوف جو بنياد سيني حالتن ۾ صداقت تي رکيو ويو آهي ۽ هي سراسر معقوليت تي ٻڌل آهي، ان ڪري هڪڙي سچي طالب کي نيت جي خلوص سان سماع جي محفل ۾ حاضر ٿيڻ گهرجي ۽ هن محفل ۾ نفساني خواهشن ڪان پرهيز ڪري بلڪ هتي وڏيڪ روحانيت حاصل ڪرڻ جي توقع رکي ۽ جڏهن هن محفل مان برڪت حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪري تہ حاضر ٿيڻ ڪان اڳ استخاره ڪري، خدا وند ڪريم ڪان خير ۽ فلاح طلب ڪري ۽ جڏهن محفل ۾ شريڪ ٿئي تہ سچائي وقار ۽ سنجيدگيءَ جو دامن هٿ مان نہ ڇڏي.

## وجد ڪان پرهيز

شيخ ابوبڪر الڪتاني رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ "ٻڌندڙ لاءِ ضروري آهي تہ سماع ۾ اهڙي لطف اندوزيءَ جي توقع نہ رکي جنهن سان هو وجد ۽ شوق ۾ اچي مست ٿي وڃي ۽ هن تي جذبات ۽ ڪيفيتن جو ايترو غلبو ٿئي جو حرڪت ۽ سڪون کي وڃائي ويهي" لهاذا هڪ طالب صادق کي وجد ۾ آڻڻ وارين حرڪتن ڪان جيترو ٿي سگهي بچڻ گهرجي، خاص ڪري هو مشائخ ڪرام جي سامهون اهڙيون حرڪتون نہ ڪري.

هڪڙو نوجوان حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جن سان گڏ رهندو هو ۽ جڏهن بہ سماع ٻڌندو هو تہ رڙيون ڪندو هو ۽ سندس حالت غير ٿي ويندي هئي، هڪ ڏينهن حضرت جنيد رحمة الله عليه هن کي چيو تہ جيڪڏهن هاڻي توکان ڪا بہ اهڙي حرڪت ٿي تہ پوءِ مون سان نہ رهجانءِ" هن هدايت کان پوءِ هو پنهنجو پاڻ کي ضبط ڪرڻ لڳو. انهيءَ ضبط جي نتيجي ۾ هن جي هر وار مان پگهر جا قطرا تمندا هئا، آخرڪار هن هڪڙي ڏينهن اهڙي رڙ ڪئي جو هن جو روح پرواز ڪري ويو. بهرحال هيءَ سچائي نہ آهي تہ وجد جي ڪيفيت کان سواءِ وجد جو اظهار ڪيو وڃي يا روحاني ڪيفيت کان بغير وجد ۽ حال جي دعويٰ ڪئي وڃي هيءَ سنئين سڌي منافقت آهي.

## سماع جي لغزش

چون ٿا تہ نصرآبادي رحمة الله عليه جن سماع جا گهڻا شوقين هئا، جڏهن سندن مٿان ماڻهن اعتراض ڪيا تہ پاڻ فرمايائون تہ" هي انهيءَ کان تہ بهتر آهي جو اسين ويهي هڪ ٻئي جون گلائون ڪيون" سندن روحاني ياءِ شيخ ابو عمرو بن بجيد وغيره چوڻ لڳا تہ" اي ابو القاسم! سماع جي لغزش تہ ڪيترا سال گلا ڪرڻ کان بہ وڌيڪ بري آهي" هن ۾ سماع جي لغزش مان اشارو هن طرف آهي تہ هن سلسلي ۾ ڪيترائي گناهہ سرزده ٿا ٿين.

(١) هڪ گناهہ هي آهي تہ هن جي ذريعي خداجل شانہ پاڪ تي ڪوڙ ڳالهايو ٿو وڃي تہ هن روحانيت بخشي آهي، حالانڪ هن ڪجهہ بہ عطا نہ فرمايو هجي.

(٢) هن جي ذريعي حاضرين کي ڌوڪو ڏنو ٿو وڃي ۽ ماڻهو نيڪ گمان ٿا ڪن، حالانڪ فريب ڏيڻ خيانت آهي جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جيڪو اسان کي فريب ڏئي اهو اسان مان نہ آهي"

(٣) جيڪڏهن هو باطل پرست آهي پر ماڻهو هن کي سٺي نظر

سان ٿا ڏسن ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ هن کان اهڙا ڪم سرزد ٿيندا جنهن سان عقيدت مندن جي عقيدت ۾ فرق ايندو ۽ هو اهڙي قسم جي بزرگن کان بدعقيدت ٿي ويندا ۽ انهن ماڻهن کي نقصان پهچندو جيڪي بزرگن سان سٺو گمان ٿا رکن ۽اهي بدعقيدگيءَ جي ڪري نيڪ بندن جي مدد کان محروم ٿي ويندا ان کان سواءِ به گهڻين خرابين پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي.

(۴) هڪ خرابي هيءَ به آهي ته اهڙو ڪوڙو مدعي حاضرين کي مجبور ڪندو ته هو اٿندي ويهندي ۾ هن جي موافقت ڪن اهڙي طرح هو خود به تڪلف ٿو ڪري ۽ ماڻهن کي به باطل پرستيءَ تي مجبور ٿو ڪري، بهرحال مجمع ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو به هوندا آهن جيڪي پنهنجي فراست جي نور سان معلوم ڪري وٺندا آهن ته هو باطل پرست آهي پر اهي محفل جي طور طريقن جي پابنديءَ جي ڪري اهڙين پائبندين تي مجبور ٿي پوندا آهن.

## حرڪتن تي ضبط ڪرڻ

هن قسم جي گناهن جا تفصيل گهڻا طويل آهن. اهڙن معاملن ۾ خداوند ڪريم کان ڊڄڻ گهرجي ۽ وجد وسماع جون حرڪتون نه ڪرڻ گهرجن جيستائين اهي حرڪتون ضبط ڪرڻ جي باوجود سرزد ٿيڻ تي مجبور ڪن يا انهن جي حالت ڇڪ ڏيڻ وانگر مجبوري تي پوي يا ان جي حرڪت ساهه وانگر قدرتي تقاضي جي بنياد تي حرڪت ڪرڻ تي مجبور نه ڪري.

شيخ سري سقطي رحمةَ الله عليه جن فرمائين ٿا ته” وجد ڪرڻ وارو ان وقت نعرو هڻي ٿو سگهي جو ان جي حالت انهيءَ حد تائين پهچي وڃي جو جيڪڏهن هن جي منهن تي تلوار هنئين وڃي ته ان کي درد ۽ تڪليف جو احساس به نه ٿئي مگر اهل وجد ۾ هيءَ حالت شاذو نادر ئي هوندي آهي.

ڪيترا دفعا اهل وجد انهيءَ مدهوشي ۽ بي هوشيءَ جي حالت

تائين نہ پهچندو آهي، پر ان جي اندر مان اهڙو آواز نڪرندو آهي جيئن ساهہ ڪٽڻ جو آواز ٿيندو آهي ۽ هو نيم اضطراري حالت ۾ هوندو آهي.

جڏهن تہ حرڪتن ۽ نعرن جو ضبط ڪرڻ گهٽڻ ضروري آهي تہ ڪپڙن ڦاڙڻ کان پرهيز ڪرڻ بہ تمام وڌيڪ لازمي آهي، ڇو تہ ان سان مال ضايع ٿو ٿئي ۽ فضول خرچي ٿيندي آهي، اهڙي ڳائڻ وارن ڏي خرقو اڇلائڻ بہ غير مناسب آهي جيڪڏهن رياڪاري ۽ تڪلف جو شڪ نہ هجي ۽ نيڪ نيت هجي تہ ڳائڻ واري ڏي خرقو اڇلائڻ ۾ حرج نہ آهي.

## حضرت ڪعب رضي الله عنه بن زبيرؓ جو واقعو

حضرت ڪعب رضي الله عنه بن زبير جي باري ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ هو جڏهن رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ سندن ﷺ روبرو هي شعر پڙهيائون جن جو پهريون مصرعہ هي آهي تہ" منهنجي محبوبہ سعاد جدا ٿي ويئي ان ڪري اڄ منهنجي دل هوش ۾ نہ آهي" ان کان پوءِ جڏهن هن هي شعر پڙهيو تہ" رسول الله ﷺ خدا جي ڪليل تلوار آهي جنهن ڪان روشني حاصل ٿي ٿئي" تہ پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ"تون ڪير آهين؟" هن ڪلمو شهادت پڙهي چيو تہ مان ڪعب بن زبير آهيان ان وقت پاڻ سڳورن ﷺ اها چادر جيڪا ويڙهيل هئن، هن جي طرف اڇلائي.

جڏهن حضرت معاويہ رضي الله عنه جن جو زمانو آيو تہ انهن ڪعب رضي الله عنه بن زبير کي پيغام موڪليو تہ"رسول الله ﷺ جن واري چادر اسان کي هڪ هزار درهمن ۾ ڏي." ان جي جواب ۾ هن چيو تہ" مان رسول الله ﷺ جن جي پوشاڪ تي ڪنهن بہ شيءِ کي ترجيح نہ ٿو ڏئي سگهان." پوءِ جڏهن حضرت ڪعب رضي الله عنه جن جو انتقال ٿي ويو تہ حضرت معاويہ رضي الله عنه سندن اولاد ڏي ويهہ هزار درهم موڪلي اها چادر مبارڪ حاصل ڪري ورتي. اهائي اها چادر مبارڪ آهي جيڪا

خليفي عباسي الناصرالدين وٽ موجود هئي، (جيڪو حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي رحمه الله عليه جن جي زماني ۾ بغداد جو خليفو هو) ۽ ان جي برڪتن سان اهو دور پوري طرح فيض حاصل ڪري رهيو ٿي.

## صوفين جا طور طريقا

صوفين ڪرام جا خاص، طريقا ۽ رسمون آهن، جن جي هو پنهنجي صحبتن ۾ پابندي ڪرڻ ضروري سمجهندا آهن، حالانڪ قديم بزرگن ان جي پابندي نہ ڪئي تہ بہ مشائخ ڪرام انهن شين کي پسند ڪيو آهي ۽ ان تي متفقه طور سان عمل ڪندا ٿا اچن ۽ شريعت بہ انهن شين جو انڪار نہ ٿي ڪري ان ڪري انهن کي ناپسند ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونهي.

انهن صوفين جي طريقن ۾ هڪ معاملو هي بہ آهي تہ جيڪڏهن انهن بزرگن مان ڪو جهومڻ لڳي ۽ هن جو خرقو ڪري پئي يا ان تي وجد طاري ٿي وڃي ۽ هو ڳائڻ واري ڏي پڳڙي اڇلائي تہ پوءِ صوفين جي طريقن جي تقاضا هيءَ آهي تہ سڀ مٿي اگهاڙا ٿي وڃن بشرطيڪ هي فعل مير محفل يا شيخ صحبت جي طرفان سرزد ٿئي. جيڪڏهن هن قسم جو فعل شيخن جي موجودگيءَ ۾ نوجوانن جي طرف کان سرزد ٿئي تہ پوءِ شيخن جي لاءِ نوجوانن جي موافقت ڪرڻ ضروري ناهي ان ڪري ٻين حاضرين محفل کي بہ شيخن جو اتباع ڪرڻ گهرجي، نوجوانن جي موافقت نہ ڪندا.

## خرقي جي تقسيم

جنهن سماع کانپوءِ هو خاموش ٿي وڃن تہ صاحب وجد ۽ حال پنهنجو خرقو واپس وٺندو ان وقت حاضرين محفل ان جي اتباع ۾ پنهنجون پڳڙيون ڪڍندا ۽ فورا شيخ جي موافقت ۾ مٿي تي رکندا، جڏهن خرقو قوال ڏي اڇلايو وڃي تہ اهو قوال جو ٿي ٿو وڃي، بشرطيڪ

ان کي عطا ڪرڻ جو ارادو هجي، جيڪڏهن ان کي ڏيڻ جو ارادو نہ آهي تہ پوءِ ان صورت ۾ بہ رستا آهن، ڪي چون ٿا تہ قوال کي ئي ملندو ڇو تہ اهوئي حال ۽ وجد جو اصل محرڪ آهي ۽ ان جي ذريعي خرقو اڇلائڻ جي ڪيفيت طاري ٿي پر ڪن صاحبن جي هيءَ راءِ آهي تہ ان ۾ سيني اهل محفل جو حصو آهي جن ۾ قوال بہ شامل آهي، اگرچ اصل محرڪ قوال جو قول آهي. پر ان ۾ سيني اهل محفل جون برڪتون بہ شامل هيون، انهن سيني جي اجتماع سان وجد رونما ٿيو آهي. صرف قوال جي قول سان وجد ڪو نہ پيدا ٿيو البتہ پر کي بہ انهن ۾ شامل ڪري ٿو سگهجي.

هن سلسلي ۾ هيءَ حديث نقل ڪئي ويئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن جنگ بدر جي موقعي تي فرمايو تہ جيڪو شخص هن مقام تي ترسي ان جو هيترو درجو آهي ۽ جيڪو شهيد ٿئي ان جو ايترو اجر آهي ۽ جيڪو قيد ٿئي ان جو هيترو ثواب آهي. اهو ٻڌي نوجوان جلدي جلدي اڳتي وڌيا، ڪراڙا ۽ سردار جهنڊن جي ويجهو رهيا، جڏهن خداوند ڪريم مسلمانن کي فتح ڏني تہ نوجوانن مطالبو ڪيو تہ فتح انهن جي نالي ٿئي، ان تي ڪراڙن چيو تہ اسين بہ توهان جا پشت پناهہ هئاسين، لهاذا مال غنيمت کي اسان کان الڳ نہ رکو، ان تي هيءَ آيت سڳوري لٿي.

يَسْئَلُوْنَکَ عَنِ الْاِنْفَالِ قُلِ الْاَنْفَالُ لِلّٰهِ وَالرَّسُوْلِ (پاره ٩ سوره انفال ١) | هو مال غنيمت جي متعلق سوال ٿا ڪن، چئي ڇڏيو تہ مال غنيمت الله ۽ ان جي رسول جو آهي.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ مال غنيمت برابر حصا ڪري سيني ۾ تقسيم ڪيو.

ڪجهہ ماڻهن جي راءِ آهي تہ جيڪڏهن قوال انهن صوفين جي جماعت ۾ شامل هجي تہ ان جي حيثيت انهن جي هڪ فرد جي هوندي ۽ جيڪڏهن هو هنن جي جماعت مان نہ آهي تہ ان حصي ۾ ان جي ڪا بہ

قدر قيمت نہ هوندي بلڪ ان خرقي کي درويشن ۾ تقسيم ڪيو ويندو.

ڪجھ ماڻهن اهو چيو آهي تہ جيڪڏهن قوال اجرت تي آيل آهي تہ ان کي انهن تبرڪات خرقہ مان ڪو بہ حصو نہ ملندو ۽ جيڪڏهن هو بغير اجرت خوشيءَ سان مفت ۾ ڪم سرانجام ڏئي رهيو آهي تہ پوءِ ان کي حصو ملندو.

تقسيم جا هي سڀ حڪم ان صورت ۾ هوندا جڏهن اتي ڪو فيصلو ڪرڻ وارو شيخ موجود نہ هجي، جيڪڏهن اتي ڪو شيخ هجي جنهن جو سيني تي رعب هجي ۽ ان جو حڪم مڃيو وڃي تہ پوءِ شيخ محترم پنهنجي راءِ جي مطابق فيصلو ڏيندو، ڇو تہ ان معاملي ۾ حالتون مختلف هونديون آهن، ان ڪري شيخ صحبت پنهنجي حڪمت عمليءَ جي مطابق ڪم ڪندو، ۽ ڪير بہ ان تي اعتراض نہ ڪري سگهندو.

جيڪڏهن ڪنهن دوست يا اهل محفل ان جو فديو يا معاوضو اد اڪري ڇڏيو ۽ قوالءِ حاضرين محفل ان تي رضامند ٿي ويا ۽ هر ڪنهن پنهنجو خرقو واپس ورتو تہ ان ۾ بہ ڪو حرج نہ آهي،پر جيڪڏهن ڪنهن نہ ڏيڻ جي نيت سان نہ وٺڻ تي اصرار ڪيو تہ ان جو خرقو قوال کي ئي ڏنو ويندو.

## ڦاٽل خرقي جي تقسيم

ڪيترا دفعا ڪو مخلص صاحب وجد درويش روحاني جذبي جي غلبي ۾ بي اختيار ٿي خرقي کي ڦاڙي ڇڏيندو آهي، اهڙي ڦاٽل خرقي کي جيڪڏهن ڪو وٺڻ گهري تہ صوفي سڳورا ان کي ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري تبرڪ جي صورت ۾ ورهائيندا آهن، ڇو تہ وجد خدا وند عظيم جي فضل ۽ عنايت جي نشاني آهيءِ خرقي کي ڦاڙڻ وجد جي نشاني آهي ان ڪري اهڙو خرقو رباني اثر کان متاثر آهي لهذا هي سيني حاضرين جو حق آهي ۽ انهيءَ ڳالھ جو مستحق آهي تہ ان کي اعزاز ۽ اڪرام سان مٿن تي رکيو وڃي، جيئن ڪنهن چيو آهي تہ

هوا سان گڏ خوشبو اچي رهي آ
خبر اچڻ جي انهن جي آئي رهي آ

رسول الله ﷺ جن بادلن جو استقبال ڪرڻ فرمائيندا هئا، ۽ انهن کان تبرڪ حاصل ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ هي پنهنجي رب رحيم جي طرف کان ملاقات ڪري اچي رهيا آهن، اهڙي طرح قائل خرقو بہ قرب الاهيءَ جو درجو رکي ٿو. ۽ ان جي باري ۾ اهوئي فيصلو آهي تہ اهو حاضرين ۾ تقسيم ڪيو وڃي ۽ ان جي تابع ثابت خرقي جي باري ۾ شيخ صحبت فيصلو ڪري، جيڪڏهن گهري تہ ان مان ڪجهہ درويشن لاءِ مخصوص ڪري ٿو سگهي ۽ گهري تہ ان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي ان تي اهو اعتراض نہ ٿو ٿي سگهي تہ هي اسراف ۽ فضول خرچي آهي، ڇو تہ ننڍو خرقو بہ ڪنهن وقت ضرورت جي مطابق وڏي خرقي وانگر ڪم ڏئي ٿو سگهي.

## حديث مان ثبوت

حضرت علي رضي الله عنه بن ابي طالب فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن کي ريشم جي پوشاڪ تحفي ۾ موڪلي وئي تہ پاڻ ڪريم ﷺ ان کي مون ڏي موڪليائون، جڏهن مان ان کي پائي ٻاهر نڪتس تہ پاڻ ﷺ مون کي فرمايائون تہ جا شيءِ مان پنهنجي لاءِ پسند نہ ٿو ڪيان اها تنهن جي لاءِ بہ پسند نہ ٿو ڪري سگهان، ان کان پوءِ پاڻ ﷺ ان کي ڦاڙي عورتن لاءِ روا ٺاهيائون، ٻي روايت ۾ آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ مان سندن ﷺ خدمت ۾ آيس، ۽ عرض ڪيو تہ هن مان ڇا ٺاهيان؟ ڇا هن کي پايان؟ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ نہ بلڪ فاطمہ نالي وارين عورتن لاءِ روا ٺاهيو" هن مان سندن ﷺ جي مراد فاطمہ بنت اسد، فاطمہَ الزهرا بنت رسول الله ﷺ ۽ فاطمہَ بنت حمزه رضي الله عنها هيون، هن روايت ۾ هي مذڪور آهي تہ هي هديو ريشم جي ٻيٽي سبيل پوشاڪ هئي، بهرحال هن سنت نبويءَ مان ڪپڙي کي ڦاڙي تقسيم ڪرڻ

جو ثبوت ملي ٿو.

## فضول خرچيءَ جو اعتراض

چون ٿا ته نيشاپور ۾ فقهي ۽ صوفي بزرگ هڪ دعوت ۾ جمع ٿيا فقيهن جي جماعت جو سردار شيخ ابو محمد الجويني ۽ شيخ الصوفيه شيخ ابو القاسم القشيري هئا،اتي ڪو خرقو ڪري پيو لهاذا انهن صوفين جي رسم جي مطابق ان کي تقسيم ڪيو ويو ان وقت جناب ابو محمد ڪجهه فقيهن ڏي متوجه ٿي آهستي چيو ته" هي اسراف آهي ۽ اهڙي طرح مال ضايع ڪيو ويو." شيخ ابو القاسم القشيري رحمة الله عليه جن اها ڳالهه ٻڌي ورتي، پر ان وقت ڪجهه به نه چيائون، جڏهن تقسيم ٿي ويئي ته پاڻ خادم کي سڏائي فرمايائون محفل ۾ ڏس جنهن وٽ به ڦاٽل پراڻي جاءِ نماز(مصلو) هجي ان کي مون وٽ ڪٺي اچ، جڏهن مصلو ڪٺي آيو ته ان کانپوءِ هڪ واقف ڪار کي سڏايائون ۽ پڇائون ته هي مصلو گهٽي کان گهٽو ڪيتري ۾ خريد ڪندين، هن چيو ته هڪ دينار ۾ وري فرمايائون ته جيڪڏهن هڪ ٽڪرو هجي ته ان جي گهٽي قيمت هوندي؟ هن چيو اڌ دينار، ان کان پوءِ پاڻ شيخ ابو محمد ڏي متوجه ٿيا ۽ فرمايائون ته هن تقسيم کي مال ضايع ڪرڻ نه چيو ويندو ڇو ته خرقو سڀني حاضرين ۾ تقسيم ڪيو ويندو، پوءِ ڀلي اهو هم جنس هجي يا غير جنس جا هجن، بشرطيڪ هو صوفين سان نيڪ گمان رکن ۽ خرقي جي ذريعي تبرڪ حاصل ڪرڻ جا معتقد هجن."

جناب طارق بن شهاب روايت ٿا ڪن ته بصره وارن نهاوند ۾ جنگ ڪئي، ۽ ڪوفي وارن به انهن جي مدد ڪئي، ڪوفي جي لشڪر جو سردار حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنه جن هئا، هن جنگ ۾ هو غالب آيا ان وقت بصره وارن سوچيو ته ڪوفي وارن کي مال غنيمت مان ڪجهه نه ڏيون ۽ قبيلي بنو تميم جي هڪ ماڻهوءَ حضرت عمار رضي الله عنه جن کي چيو ته"ڇا اسان جي مال غنيمت ۾ هر ماڻهوءَ جو حصو آهي؟ پاڻ حضرت عمر رضي الله عنه کي لکي موڪليائون حضرت عمر

رضي الله عنه جن لکي موکليو تہ مال غنيمت ۾ هر ان ماڻهوءَ جو حصو آهي جيکو جنگ ۾ شريڪ هجي"

کن مشائخن جي راءِ آهي تہ قاتل خرقو حاضرين ۾ تقسيم کيو ويندو. پر جيکو صحيح سالم هوندو اهو قوالن کي ڏنو ويندو. انهن پنهنجي ان خيال کي حضرت ابو قتاده رضي الله عنه جي حديث مان ثابت کيو آهي، اهي فرمائين ٿا تہ جنگ حنين ۾ جڏهن جنگ ختم ٿي ۽ اسين ان کان فارغ ٿياسين تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جنهن کنهن ماڻهوءَ کي قتل کيو ان جو سازو سامان ان کي ملندو" هي فيصلو صحيح سالم خرقي لاءِ مناسب آهي. پر شهيد ٿيل (قاتل) خرقي جي حصن کي حاضرين ۾ تقسيم کيو ويندو، ان کري ورهاست جي وقت کو ماڻهو اچي ويو تہ ان کي بہ حصو ملندو.

حضرت ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ" جڏهن اسين رسول الله ﷺ جن وٽ فتح خيبر کان ٿي ڏينهن بعد ۾ آياسين تہ پاڻ اسان کي ان جو حصو ڏنائون ۽ اسان کان علاوه جيکو بہ فتح جي وقت حاضر نہ هو، ان کي کو حصو کو نہ ڏنائون".

محفل سماع ۾ مختلف ذوق جي ماڻهن جي شرکت مکروه آهي جيئن کو اهڙو زاهد خشک هجي جنهن کي سماع جو ذوق ئي نہ هجي ۽ هو سنين ڳالهين جو انکار کري يا کو اهڙو دنيادار هجي جيکو خدمت ۽ تکلف جو طلبگار هجي يا کو اهڙو ماڻهو اچي وڃي جيکو تکلف سان وجد کري حاضرين جو وقت خراب کري.

## ضعيف حديث

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ "اسين رسول الله ﷺ جن وٽ وينا هئاسين تہ حضرت جبرئيل عليه السلام نازل ٿيو ۽ چيائين تہ" يا رسول الله ﷺ! اوهان جي امت جا غريب ماڻهو دولت مندن کان اڌ ڏينهن اڳ جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ اتان جو اڌ ڏينهن هتان جي پنج سؤ سالن جي برابر هوندو" پاڻ ﷺ هن تي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ فرمايائون تہ

ڇا توهان مان ڪو اهڙو آهي جيڪو اسان کي شعر پڙهي ٻڌائي هڪ بدوءَ چيو ته مان آهيان، پاڻ ﷺ فرمايو ته پڙهه، لهاذا هن چند شعر پڙهيا: (ترجمو)

عشق جي نانگ ڏنگيو جنهن جي ڏنگ جو ڪو علاج ڪونهي
آهي شفا ان جي منهنجي يار وٽ ان جو ترياق به آهي منهنجي يار وٽ

هنن شعرن تي رسول الله ﷺ جن کي وجد ۽ حال اچي ويو ۽ سندن اصحابن تي به وجد طاري ٿي ويو، ايتري قدر جو سندن ﷺ ڪلهن مبارڪ تان چادر مبارڪ ڪري پئي، جڏهن سڀ ماڻهو انهيءَ وجد کان فارغ ٿيا ته هر هڪ پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيو، ان تي حضرت معاويه بن سفيان عرض ڪيو ته" يا رسول الله ﷺ! توهان جي راند ڪيتري نه سٺي آهي؟ پاڻ ﷺ فرمايائون ته" اي معاويه خاموش رهه ڇو ته اهو شريف انسان نه آهي، جيڪو حبيب جي ذڪر کي ٻڌي جهومڻ نه لڳي" ان کان پوءِ پاڻ ﷺ سڀورن پنهنجي چادر کي چار سؤ ٽڪرا ڪري ان کي حاضرين ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو.

هن حديث کي اسان جيئن ٻڌو نقل ڪري ڇڏيو آهي، پر محدثن هن جي صحت تي اعتراض ڪيو آهي ۽ اسان به هن حديث کان علاوه ٻي ڪا به اهڙي نه ٻڌي آهي جنهن ۾ رسول الله ﷺ جن کي وجد ۽ سندن سماع جي محفل موجوده زماني جي سماع جي محفل سان مشابهت رکندي هجي، بهرحال هيءَ حديث ان زماني جي صوفين جي سماع ۽ خرقو ڦاڙي تقسيم ڪرڻ جي باري ۾ بهترين ثبوت آهي، بشرطيڪ هيءَ حديث صحيح ثابت ٿي وڃي.

منهنجي دل ۾ هيءَ ڳالهه اچي ٿي ته هيءَ حديث صحيح نه آهي،ڇو ته اجتماعات نبوي ۽ سندن مذاق ۽ مزاج جي مطابق نه آهي، جيتري قدر اسان جي معلومات جو تعلق آهي ته پاڻ ﷺ پنهنجي اصحابن سڀورن سان هن قسم جون ڳالهيون نه ڪندا هئا. انهيءَ ڪري اسان جي دل ۽ ضمير ان کي مڃڻ لاءِ تيار نه آهي.

باب٢٦

# صوفين جا چلا (چاليهہ ڏينهن)

صوفياءِ ڪرام چاليهن ڏينهن جو جيڪو پروگرام مقرر ڪندا آهن اهو ڪو اهڙو مخصوص پروگرام نہ آهي جيڪو بعد ۾ نہ ڪيو وڃي بلڪ ان جي خصوصيت جو سبب اهو آهي تہ ماڻهو جيئن تہ وقت جي پابندي نہ ٿا ڪن ان ڪري اهي چاليهن ڏينهن تائين ان جي پابندي ڪرائيندا آهن تانجو هو هميشہ انهن شين جا عادي ٿي وڃن، ۽ جهڙي طرح چاليهہ ڏينهن پنهنجو وقت گذاريندا آهن، اهڙي طرح هميشہ پنهنجو وقت گذارن، چاليهن ڏينهن جي خصوصيت ان لاءِ ڪئي وئي آهي جو رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ" جيڪو چاليهہ صبوح الله ڏي خلوص دل سان متوجه رهي تہ حڪمت جا چشما ان جي دل ۾ ڦٽي ان جي زبان تي ايندا آهن"

ان ڪان علاوه الله تبارڪ وتعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام جي قصي ۾ بہ چاليهن راتين تائين عبادت جو خصوصيت سان ذڪر ڪيو آهي. جيئن باري تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ:

" اسان موسيٰ عليه السلام سان ٽيهن راتين جو واعدو ڪيو، ۽ اسان ڏهہ راتيون ٻيون پوريون ڪيون، اهڙيءَ طرح هو پنهنجي پروردگار وٽ چاليهہ راتيون رهيو"

## حضرت موسيٰ عليه السلام جو چلو

هن واقعي جي تشريح هيءَ آهي تہ حضرت موسيٰ عليه السلام بني اسرائيل سان مصر ۾ واعدو ڪيو هو تہ جڏهن خداوند ڪريم هن جي دشمنن کي هلاڪ ڪري ڇڏيندو ۽ انهن کي هنن جي چنگل مان

نجات ڏيندو تہ هو خداوند ڪريم جي طرف ڪان هنن وٽ هڪ ڪتاب آڻيندو جنهن ۾ حلال حرام جا قانون ۽ حڪمن جو ذڪر هوندو، پوءِ جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ فرعون کي هلاڪ ڪيو تہ موسيٰ عليہ السلام پنهنجي پروردگار ڪان ڪتاب نازل ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. الله تعالي جل شانہ کين حڪم ڏنو تہ ٽيهہ ڏينهن روزا رکو، هي ذوالقعد جو مهينو هو، جڏهن ٽيهہ راتيون پوريون ٿيون تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام کي منهن جي وات جي بوءِ نہ وڻي ان ڪري پاڻ ڏندڻ ڏنائون، فرشتن چيو تہ "اسين تنهنجي وات مان مشڪ جي خوشبوءِ سنگهندا هئاسين پر تو ڏندڻ ڏئي خراب ڪري ڇڏيو". ان تي خداوند تعاليٰ جل جلالہ کين حڪم ڪيو تہ هو ذوالحج جي مهيني جا ڏهہ ڏينهن وڌيڪ روزا رکي ۽ فرمايائين تہ ڇا توکي خبر نہ آهي تہ روزيدار جي وات جي بدبو منهنجي ويجهو مشڪ جي خوشبوءِ ڪان بہ وڌيڪ عمدي آهي"

حضرت موسيٰ عليہ السلام جا روزا هن طرح ڪو نہ هئا جو ڏينهن جو ڪائڻ ڇڏي ڏئي ۽ رات جو ڪاڌو ڪائجي بلڪ انهن بغير ڪائڻ جي چاليهہ ڏينهن لڳاتار روزو رکيو.

هن مان معلوم ٿو ٿئي تہ ڪاڌي ڪان معدو خالي رهڻ اصل بنياد آهي، ايتري قدر جو حضرت موسيٰ عليہ السلام بہ خدا وند ڪريم سان ڳالهائڻ جي قابل اهڙي طرح ٿيو ۽ روحاني علوم جيڪي خدا رسيده ماڻهن کي خداوند ڪريم جي طرف ڪان حاصل ٿيندا آهن اهي بہ ڳالهائڻ جو هڪ قسم آهن، ان ڪري جيڪو خدا وند ڪريم ڏانهن خالي معدي سان چاليهہ ڏينهن رهي متوجہ رهندو تہ خداوند ڪريم ان تي پنهنجي طرفان روحاني علمن جا دروازا کولي ڇڏيندو آهي، جيئن رسول الله ﷺ جن ان جي خبر ڏني آهي، پاڻ هن ڪم لاءِ چاليهن ڏينهن جي مدت مقرر ڪئي آهي ۽ خداوند ڪريم بہ موسيٰ عليہ السلام کي انهيءَ ڳالهہ جو حڪم ڏنو هو هن سلسلي ۾ خاص حڪمت جي بنياد تي چاليهن ڏينهن جو قيد لڳايو ويو، هن حڪمت ڪان يا تہ خداتعاليٰ جل شانہ انبياءِ ڪرام کي واقف

ڪرايو هو يا پيغمبرن کان سواءِ ٻيا بہ مخصوص ٻانها آهن جن کي خداوند عظيم انهيءَ ڀيد کان واقف ڪرايو هو.

## چاليهن ڏينهن جي حڪمت

منهنجي خيال ۾ هن جو راز هي آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ حضرت آدم عليہ السلام کي مٽيءَ مان ناهڻ چاهيو تہ انهيءَ مٽيءَ جو خمير ڪرڻ جو ايتري تعداد ۾ اندازو لڳايو ويو هو، جيئن روايت ۾ آيل آهي تہ خداوند ڪريم آدم عليہ السلام جي مٽيءَ جو چاليهن ڏينهن تائين خمير ڪيو، جيئن تہ حضرت آدم عليہ السلام ٻنهين جهانن جي تعمير جا معمار هئا ۽ ان وقت الله تعاليٰ جل جلالہ چاهيو پئي تہ هو دنيا جي تعمير ۽ آبادڪاريءَ جو سبب بڻجي ۽ ان سان جنت کي بہ آباد ڪيو وڃي. ان ڪري ڪين مٽيءَ مان اهڙي طرح مرڪب ڪيو ويو تہ جيئن هو هن ظاهري دنيا جا بہ معمار بڻجي سگهن ۽ هو دنيا کي ان وقت تائين آباد نہ ٿي ڪري سگهيا، جيستائين قانون حڪمت جي مطابق ڪين زمين جي سفلي جزن مان نہ پيدا ڪيو وڃي.

ان ڪري حضرت آدم عليہ السلام کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو ۽ چاليهن ڏينهن تائين سندن مٽيءَ جو خمير ٿيندو رهيو. تانجو هو چاليهن ڏينهن جي خمير سان بارگاهہ الاهيءَ ۾ چاليهن پڙدن جي دوريءَ تائين پهچي وڃن. هي سڀ حجاب ان لاءِ رکيا ويا هئا تہ جيئن هو تعمير عالم ڪري سگهي ۽ بارگاهہ الاهي ۽ مقامات قرب کان ڪين روڪيو وڃي، ڇو تہ جيڪڏهن انهن حجابن جي ذريعي ڪين روڪيو نہ وڃي ها تہ تعمير عالم نہ ٿي ٿي سگهي لهاذا هن عالم رنگ وبو جي تعمير ۽ هن سرزمين ۾ خلافت الاهيءَ کي سنڀالڻ لاءِ ڪين مقام قرب کان پري ڪيو ويو.

## حجابن جو علاج

انسان الله تعاليٰ جل شانہ جي اطاعت جي لاءِ هڪ طرفو ٿي ۽

ذريعي معاش کان منهن ڦيرائي هر روز هڪ حجاب کي دور ٿو ڪري ۽ جيتري قدر هن جا حجاب هٽندا ويندا اوتري قدر هو بارگاهہ الاهيءَ جي قريب پنهنجي جاءِ ٺاهيندو ويندو جيڪا سيني علمن جو سرچشمو ۽ مرڪز آهي،جڏهن چاليهہ ڏينهن پورا ٿي ويندا تہ سڀ حجاب پري ٿي ويندا ، بلڪ علمن ۽ معارف جو چشمو وهي هلندو. ۽ هي علم ۽ معارف عظمت الاهيءَ جي نوراني اڪسير جي اثر سان نورءِ تجلين ۾ تبديل ٿي ويندا . ۽ نفس جون ڳالهيون الاهي علم بنجي عظمت الاهيءَ جي نور تجلين کي قبول ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿي ويندا ، جيڪڏهن نفس جو وجود ۽ ان جا ڪلما نہ هجن تہ رباني علمن جو ظهور ئي نہ ٿئي ڇو تہ نفس جا ڪلما انوارالاهيءَ کي قبول ڪرڻ جو"ظرف وجودي" آهي ۽ قلب جو بذات خود علم جي حاصل ڪرڻ سان ڪو بہ تعلق ڪونهي.

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ حڪمت جا چشما انهن جي قلبن کان انهن جي زبانن تي وهي ايندا. هن ۾ هن طرف اشارو آهي تہ قلب جا ٻہ رخ آهن، هن جو هڪ رخ نفس جي طرف آهي جنهن جي ڪري هن جو ڌيان ظاهري عالم جي طرف آهي لهاذا اهي علم جيڪي نفس ۾ پيدا ٿيندا آهن قلب انهن کي حاصل ڪري زبان جي حوالي ڪندو آهي جيڪا هن جي ترجمان آهي اهڙي طرح علمن جو ظهور قلب کان ٿيندو آهي، ڇو تہ انهن جو بنياد اتي ئي آهي.

قلب ۽ روح مالڪ حقيقيءَ جي ويجهو ٿي الهامي درجن کان ٻہ ٽاهان مرتبا حاصل ڪندا آهن، خدا وند قدوس جو بندو ان سان دل لڳائي ۽ دنيا کان ڪناره ڪشي ڪري پنهنجي هستيءَ جا وڏا مفاصلا جلد طي ڪري وٺندو آهي ۽ پنهنجي نفس مان جواهرات ڪڍي ايندو آهي، جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي تہ

"انسان جو سون ۽ چانديءَ جي کاڻن وانگر مختلف معاونن سان تعلق آهي. لهذا جيڪو جاهليت جي وقت بهترين هو اهو اسلام جي عهد

۾ بہ افضل آهي، بشرطيڪ هو سمجهدار هجي "لهاذا روزانو اخلاص سان ڪم ڪرڻ سان خاڪي ۽ دنياوي طبقات مان هڪ اهڙو طبقو متجندو ٿو وڃي جيڪو الله جل جلالہ ڪان پري ٿو رکي، ايتري قدر جو چاليهن ڏينهن ۾ چاليهہ طبق هٽي ٿا وڃن، يعني هر روز حجابن جي طبقن مان هڪ طبقو پري ٿي ٿو وڃي. هن چلي جو صحيح اثر صحيح بندگي ۽ اخلاص جي شرطن جي پابندي ان وقت ظاهر ٿئي ٿي جڏهن انهيءَ چلي ڪان پوءِ حق جي طالب جي دلچسپي دنيا ڪان گهٽجي وڃي ۽ هو هن فريب جي دنيا ڪان ڪناره ڪش ٿي غير فاني عالم ڏي متوجہ ٿي وڃي ڇو تہ زهد ۽ تقويٰ، حڪمت جي ظاهر ٿيڻ لاءِ ضروري آهي ۽ جنهن دنيا ڪان پاسو نہ ڪيو اهو حڪمت (دانائي) حاصل نہ ڪري سگهندو.

## اخلاص جي اهميت

جيڪڏهن ڪو شخص چلي ڪان پوءِ بہ حڪمت جي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهي تہ پوءِ سمجهي وٺو تہ هن فرضن کي صحيح ادا ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي، ۽ اخلاص سان خداوند قدوس ڏي متوجہ نہ رهيو، جنهن ۾ اخلاص نہ هجي اهو خدا تعاليٰ جل شانہ جي صحيح عبادت نہ ڪري سگهندو، ڇو تہ الله تعاليٰ جل جلالہ جيئن اسان کي عمل جو حڪم ڏنو آهي ساڳي طرح هن اسان کي اخلاص جو حڪم پڻ ڏنو آهي، الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ" انهن کي اهوئي حڪم ڏنو ويو آهي تہ هو الله جل شانہ جي خلوص سان عبادت ڪن"

حضرت صفوان بن عسال رضي الله عنہ جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" قيامت جي ڏينهن اخلاص ۽ شرڪ گوڏا پيجي خداءِ عزو وجل جي روبرو حاضر ٿيندا ان وقت پروردگار اخلاص کي حڪم ڏيندو تہ تون ۽ اهل اخلاص جنت ۾ وڃو ۽ شرڪ کي چوندو تہ تون ۽ اهل شرڪ دوزخ ۾ وڃو.

مٿئين حوالن سان حضرت حذيفہ رضي الله عنہ جن جي روايت

آهي تہ هو فرمائن ٿا تہ "مون رسول الله ﷺ جن کان دريافت ڪيو تہ "اخلاص ڇا شيءِ آهي؟ پاڻ ﷺ جبرئيل عليه السلام جن کان دريافت ڪيائون ۽ انهيءَ رب العزت کان اخلاص جي باري ۾ سوال ڪيو تہ خداتعاليٰ جل جلاله فرمايو تہ" اخلاص منهنجو هڪ راز آهي جيڪو مون پنهنجي محبوب ٻانهن جي دلين ۾ رکيو آهي."

ڪي ماڻهو نفس جي مخالفت ڪري خلوت نشين ٿي ويندا آهن، ڇو تہ نفس قدرتي طور تي اڪيلائيءَ کي ناپسند ڪندو آهي ۽ ماڻهن سان ميل جول رکڻ ڏي مائل هوندو آهي لهاذا جڏهن هن کي سندس پسنديده جاءِ تان ڪڍيو وڃيءِ خدا وند ڪريم جي اطاعت جو عادي بنايو وڃي تہ پوءِ هر ڏکيائيءَ کان پوءِ قلب کي مٺاڻ محسوس ٿيندو آهي.

## خلوت نشيني

حضرت ذوالنون مصري رضي الله عنه جن جو قول آهي تہ "مون اڪيلائي (خلوت نشيني) کان وڌيڪ اخلاص پيدا ڪرڻ واري ڪا شيءِ نہ ڏٺي آهي، لهاذا جنهن اڪيلائي اختيار ڪئي انهيءَ اخلاص جي ٿنڀ کي پڪڙي ورتو ۽ صدق ۽ حقيقت جي هڪ وڏي رکن کي حاصل ڪري ورتو.

حضرت شبلي رحمه الله عليه جن هڪ ماڻهوءَ کي جيڪو هدايت جو طلبگار هو هن طرح نصيحت فرمائي تہ خلوت نشينيءَ کي لازمي سمجهہ، جماعت کان پنهنجو نالو ڪڍي ڇڏ، هر وقت ڇوديواريءَ ۾ رهہ ايتري قدر جو تنهنجو آخري وقت اچي وڃي"

شيخ يحييٰ بن معاذ رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ اڪيلائي صديقين جو دلي مقصد آهي، ڪجهہ ماڻهو اهڙا آهن جن جو باطن خلوت نشينيءَ کي پسند ڪندو آهي، ۽ انهن جي نفس جي ڪشش انهيءَ طرف هوندي آهي هي انهن جي روحانيت جو مڪمل ترين ثبوت آهي"

## غار حرا ۾ اڪيلائي

خود رسول الله ﷺ جن جي خلوت نشينيءَ جو اهوئي حال هو،حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها جن فرمايو ته رسول الله ﷺ جن تي وحي جي شروعات هن طرح ٿي جو پاڻ ننڊ ۾ سچا خواب ڏسندا هئا ، جيڪو به خواب پاڻ صلي الله عليه وسلم ڏسندا هئا اهو صبح جي روشنيءَ وانگر صحيح هوندو هو، پوءِ ڪين اڪيلائي پسند آئي ان ڪري پاڻ ﷺ غار حرا ۾ مسلسل ڪيترا ڏينهن ۽ ڪيتريون راتيون عبادت ۾ مشغول رهندا هئا ، پاڻ پنهنجو ڪاڌو پاڻ سان کڻي ويندا هئا ، جڏهن اهو ختم ٿي ويندو هو ته حضرت بي بي خديجه الڪبرا رضي الله تعاليٰ عنها جن وٽ واپس اچي ٻيهر ڪاڌو کڻي ويندا هئا ايتري قدر جو غار ۾ حق سندن مٿان نازل ٿيو، يعني هڪ فرشتو آيو ۽ چوڻ لڳو" پڙهو" پاڻ ﷺ فرمايائون "مان پڙهيل نه آهيان" سندن ﷺ ئي بيان آهي ته فرشتي مون کي زور سان ڀاڪر ۾ ورتو، ايتري قدر جو مان هلڪو ٿي ويس، پوءِ ڇڏي چوڻ لڳو" پڙهو" مون جواب ڏنو ته" مان پڙهڻ نه ٿو ڄاڻان" ان تي هن ٻي دفعا زور سان ڀاڪر ۾ ورتو، پوءِ ڇڏي چوڻ لڳو. اقرا باسم ربک الذي خلق، خلق الانسان من علق اقرا وربک الاڪرم

( پنهنجي انهيءَ پروردگار جي نالي سان پڙهه، جنهن پيدا ڪيو، جنهن انسان کي ڄميل رت مان پيدا ڪيو، تون پڙهه تنهنجو پروردگار وڏي ڪرم وارو آهي)

## وحي جي شروعات

پاڻ ﷺ انهيءَ واقعي کان پوءِ ڌڙڪندڙ دل سان حضرت بي بي خديجه رضي الله عنها جن وٽ آيا ۽فرمايائون ته "مون کي ڪمبل ويڙهايو" ڪين ڪمبل ويڙهايو ويو، جڏهن سندن دهشت دور ٿي ته پاڻ ﷺ سڄو واقعو حضرت خديجه رضي الله عنها جن کي ٻڌايو ۽ فرمايو ته مون کي پنهنجي عقل جي باري ۾ خوف پيدا ٿيو آهي،پر حضرت بي بي

خديجه رضي الله عنها جن فرمايو تہ" هرگز نہ" خدا وند كريم توهان كي كڏهن بہ رسوا نہ كندو، ڇو تہ توهان رحم دل آهيو، سچ ڳالهايو ٿا، بي سهارن جو بار کڻون ٿا، كمزورن جي مدد كيو ٿا، مهمان نواز آهيو، ۽ ماڻهن جي مصيبت جي وقت كم ايندا آهيو."

ان کان پوءِ حضرت خديجہ رضي الله عنہ کين ﷺ ورقہ بن نوفل بن اسد بن عبدالعزي وٽ وٺي ويئي، جيكو حضرت خديجه رضي الله عنه جن جو سوٽ هو، هو جاهليت ۾ عيسائي ٿي ويو هو ۽ انجيل کي بہ عبراني زبان ۾ لکندو هو. ان وقت اهو بلكل پوڙهو ۽ نابينو ٿي ويو هو. حضرت خديجه رضي الله عنها جن ان کي چيو تہ" اي منهنجا سوٽ! پنهنجي ڀائٽيءَ جو قصو ٻڌ" ورقہ کين ﷺ چيو تہ اي منهنجا ڀائٽيا ٻڌاءِ ڇا ڳالهہ آهي؟ رسول الله ﷺ جن جيكي كجهہ ڏٺو هو اهو ٻڌايائون، ورقہ چيو تہ" هي اهوئي ناموس (وحي جو فرشتو حضرت جبرئيل عليه السلام) آهي، جنهن کي الله تعالىٰ جل جلاله حضرت موسىٰ ڏي موكليندو هو. كاش مان ان وقت تائين زنده رهان ها، جڏهن تنهنجي قوم توكي كڍي ڇڏيندي." رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا هي مون کي كڍي ڇڏيندا؟ هن چيو تہ هائو جيكو بہ اهڙو پيغام کڻي آيو جيئن تون کڻي آيو آهين تہ ان سان دشمني كئي ويئي. جيكڏهن مان تنهنجي زماني تائين زنده رهيس تہ تنهنجي پوري پوري مدد كندس."

حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنه فرمايو" وحي جي سلسلي جي بند ٿي وڃڻ جو واقعو بيان كندي نبي كريم ﷺ جن فرمايو تہ" هک دفعي مان وڃي پيو تہ هكدم آسمان مان هک آواز ٻڌڻ ۾ آيو مون اک کڻي ڏٺو تہ اهوئي فرشتو جيكو غار حرا ۾ مون وٽ آيو هو آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ كرسيءَ تي ويٺو هو، مان وري ان کان ڊڄي ويس، گهر واپس اچي مون چيو تہ مون کي كمبل ويڙهايو، ان وقت خدا وند كريم هي وحي نازل فرمائي.

يَااَيُّهَاالْمُدَثِّرُ قُمْ فَاَنْذِرْ وَرَبَّكَ فَكَبِّرْ (پ٢٩- مدثر)

اي ڪمبل ويڙهڻ وارا! اٿي (ماڻهن کي) ڊيڄار ۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر.

اهو بہ نقل ٿيل آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪيترا دفعا ارادو فرمايو تہ جبلن جي بلنديءَ تان پنهنجو پاڻ کي ڪيرائي هلاڪ ڪن، ۽ جڏهن بہ پاڻ ﷺ ائين ڪرڻ لاءِ جبلن جي چوٽيءَ تي پهچندا هئا تہ حضرت جبرئيل عليہ السلام ظاهر ٿي چوندو هو تہ

" اي محمد صلي الله عليه وسلم توهان درحقيقت الله جا رسول آهيو. " هي ٻڌي سندن دل کي سڪون پهچندو هو ۽ جڏهن وحي نہ اچڻ جي مدت ڊگهي ٿي ويئي تہ وري هن قسم جو خيال آيو، ان وقت بہ حضرت جبرئيل عليہ السلام ظاهر ٿي ساڳيا الفاظ چيا.

بهرحال رسول الله ﷺ جن جي ابتدائي روحاني زندگيءَ جا هي حالات خلوت نشيني (اڪيلائيءَ) جو اهو بنياد آهي جن جي باري ۾ مشائخ ڪرام پنهنجي مريدن کي ۽ حقيقت جي طالبن کي تلقين ڪندا رهندا آهن، ڇو تہ جڏهن بہ هو خلوت نشيني اختيار ڪري خلوص سان خدا جل شانہ جي عبادت ڪندا تہ خدا پاڪ کين دنيا کي ڇڏڻ جي ڪري روحاني فيض عطا ڪندو، جنهن ڪان هو پنهنجي خلوت نشينيءَ ۾ خوش ٿيندا، ان ڪان سواءِ هيءَ خلوت نشينيءَ ۾ خوش ٿيندا، ان ڪان سواءِ هيءَ خلوت نشيني هميشہ جو عمل آهي، ڇلو پورو ڪرڻ سان تہ روحاني فيض ۽ برڪتن جا شروعاتي اثر ظاهر ٿيندا آهن.

باب ٢٧

# چلہ ڪش جا ڪشف ۽ ڪرامتون

صوفين جي هڪ جماعت خلوت نشيني ۽ چلہ ڪشيءَ ۾ غلط روش اختيار ڪري ورتي آهي انهن لفظن جو غلط مفهوم سمجهو آهي بلڪ شيطان گهڙي انهن تي فريب جو دروازو ڪوليو آهي ۽ اهي غلط رستي سان خلوت نشين ٿيا آهن، خلوص ۽ صداقت سان خلوت نشينيءَ جو حق ادا نہ ٿا ڪن، انهن ٻڌي ورتو آهي تہ مشائخ ڪرامن ڪان خلوت نشينيءَ جي موقعي تي خلاف عادت ڪرامتون يا عجيب وغريب واقعا ظاهر ٿيندا آهن لهاذا هو انهيءَ شيءِ ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ خلوت نشين ٿيندا آهن، پر هيءَ روحاني بيماري ۽ سراسر گمراهي آهي.

## خلوت نشينيءَ جون فضيلتون

صوفيا ڪرام خلوت نشيني (اڪيلائيءَ) ڪي محض پنهنجي دين جي حفاظت، نفس جا حالات معلوم ڪرڻ ۽ خلوص سان عبادت ڪرڻ جي لاءِ اختيار ڪيو آهي.

شيخ ابو عمرو الانماطي رحمہ الله عليه فرمائن ٿا تہ” عقلمند ڪي آخري ڳالهين ڪي سمجهڻ آسان نہ ٿو معلوم ٿي سگهي، جيستائين هو پنهنجي ابتدائي حالات جو اصلاح نہ ڪري، ۽ اهڙيون منزلون نہ طي ڪري جن مان هيءَ خبر پئي تہ هو ترقي ڪري رهيو آهي يا تنزل تي آهي“ لهاذا روحانيت جي طالب لاءِ ضروري آهي تہ هو اڪيلائي جي جاءِ ڪي ڳولي تہ جيئن ٻيا مشغلا رستي جي رڪاوٽ بنجي هن جي مقصد ڪي خراب نہ ڪري ڇڏن.

شيخ ابو تميم المغربيءَ جو قول آهي تہ جنهن صحبت ڪي خلوت

نشينيءَ تي ترجيح ڏني هجي، ان جي لاءِ ضروري آهي تہ خداوند ڪريم جي ذڪر ڪانسواءِ هن جا خيال ٻي ڪنهن شيءِ ڏي مائل نہ ٿين ۽ خداوند ڪريم ڪانسواءِ ڪا شيءِ هن جي مطلوب ۽ مقصود نہ هجي، هو ظاهري سببن سان ڪو تعلق نہ رکي، جيڪڏهن هن جي هيءَ حالت نہ آهي تہ پوءِ هن جي خلوت نشيني هن کي ڪنهن فتني يا مصيبت ۾ ڦاسائي ڇڏيندي"

محمد بن حامد چئي ٿو تہ هڪ ماڻهو شيخ ابوبڪر الوزاق رحمه الله عليه جن جي زيارت لاءِ ويو ۽ کين چيائون تہ" مون کي نصيحت ڪريو" پاڻ فرمايائون تہ" مون دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي اڪيلائي ۽ قلت ۾ ڏٺي آهي ۽ ٻنهين جهانن جي برائي ڪثرت ۽ ميل جول ۾ ڏٺي آهي"

لهاذا جيڪڏهن ڪير ڪنهن مقصد سان خلوت نشين آهي تہ شيطان ان ۾ گهڙي هن جي سامهون خرابين کي سهڻو ڪري پيش ٿو ڪري ۽ هو انهيءَ ڌوکي ۽ فريب ۾ مبتلا ٿي هي گمان ڪرڻ لڳندو تہ هو سٺي روحاني حالت ۾ آهي ڇو تہ جيڪي ماڻهو مناسب طريقن ۽ شرطن جي پابنديءَ ڪان سواءِ خلوت نشيني اختيار ڪري انهيءَ حالت ۾ ذڪر وافڪار ۾ مشغول ٿيا تہ اهي هڪ وڏي فتني ۾ مبتلا ٿيا اهي اڪيلائيءَ ۾ الڳ ٿلڳ رهي عيسائي راهبن ۽ برهمڻن وانگر زندگي گذارن ٿا.

## نيڪ ۽ بد اثرات

بهرحال اڪيلائي ۽ خيالن ۾ يڪسوئيءَ جي، سبب باطن صاف ٿي ويندو آهي جيڪڏهن باطن جي صفائي مذهبي رهنمائي ۽ رسول الله ﷺ جن جي سچي پيرويءَ جو نتيجو آهي تہ ان مان روشن ضميري، دنيا کان بي تعلقي ذڪر الاهيءَ جي لذت ۽ مخلصانہ عبادت جو ظهور ٿيندو پر جيڪڏهن هي مذهبي هدايت ۽ رسول اڪرم ﷺ جي اتباع جو نتيجو نہ آهي تہ پوءِ ان مان صرف نفس جي صفائي ٿيندي ۽ ان جي ذريعي

رياضيءَ جا علم حاصل ڪري ٿا سگهجن جن سان فلسفين ۽ دهرين کي دلچسپي آهي لهاذا انهن کي جيترو هنن شين ڏي لاڙو هوندو اوتروئي اهي خداوند ڪريم کان پري ٿيندا ويندا، ۽ جيڪي انهن ڳالهين تي توجهه ڪندا انهن کي شيطان پلائيندو رهندو چاهي اهي خانقاهي علم حاصل ڪن بلڪ انهن کي اهو گمان هوندو تہ هو پنهنجي خيالن ۽ تصور ۾ سچا آهن ۽ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن حالانڪ هو اهو نہ ٿا سمجهن تہ انهيءَ خلوت نشينيءَ مان عيسائي ۽ برهمڻ بہ فائدو حاصل ٿا ڪن پر اهو خلوت نشيءِ جو اصل مقصد نہ آهي، ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ توهان کان استقامت جو طلبگار آهي پر توهان ان کان ڪرامتون ٿا گهرو".

ڪڏهن مخلص ٻانهن کي خلاف عادت ڪشف ۽ڪرامتون ۽ سچي فراست عطا ٿيندي آهي ۽ اهي مستقبل جون ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيندا آهن پر ڪڏهن ائين نہ بہ ٿيندو آهي تہ بہ ڪشف ۽ ڪرامتن جو نہ ٿيڻ انهن جي شان جي خلاف ناهي بلڪ جيڪا شيءِ اعتراض جي قابل آهي اها اها آهي تہ هو استقامت کان منحرف ٿي وڃن، بهرحال جيڪڏهن انهن کي ڪشف عطا ٿئي تہ ان سان انهن جو ايمان ۽ يقين وڌيڪ مضبوط ٿي ويندو آهي. ۽ هو دل جي خلوص سان مجاهدن رياضتن، زهد، تقويٰ ۽ سٺن ڪمن ۾ مصروف ٿي ويندا آهن.

جيڪڏهن ڪشف انهن ماڻهن کي حاصل ٿئي جيڪي شريعت جي نگرانيءَ ۾ نہ آهن تہ اهي سڌي رستي کان پري ٿي گمراهي ۽ حماقت ۾ مبتلا ٿي ويندا آهن،ايتري قدر جو هو اسلام جي حلقي کان نڪري شرعي قانون ۽ حلال حرام جا بہ منڪر ٿي پوندا آهن انهن ماڻهن جو اهو خيال آهي تہ عبادت جو مقصد صرف ذڪر الٰهي آهي، اهڙي طرح هو رسول الله ﷺ جن جي اتباع کي ترڪ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ آهستي آهستي الحاد ۽ بي دينيءَ جي طرف مائل ٿيندا آهن، خدا وند ڪريم

شال اهڙي گمراهيءَ کان پناهه ڏئي.

## حق جو مشاهدو

ڪنهن وقت ڪن ماڻهن جي دلين ۾ اهڙا خيال پيدا ٿيندا آهن جن کي هو روحاني واقعا سمجهندا آهن، ۽ اصل حقيقت کان واقف ٿيڻ کان سواءِ انهن کي مشائخ ڪرام جي واقعن جي مشابهه سمجهندا آهن، هن معاملي ۾ جيڪڏهن ڪو تحقيق ڪرڻ گهري ته اصل حقيقت هيءَ آهي ته جيڪڏهن ڪو خدا وند ڪريم جو مخلص ٻانهو هجي ان جي نيت به نيڪ هجي ۽ چاليهن ڏينهن تائين خلوت نشين ٿئي ته انهيءَ صورت ۾ مختلف ماڻهن ۾ مختلف ڪيفيتون پيدا ٿينديون آهن ڪن ماڻهن جو باطن ڪامل يقين سان بلڪل صاف ٿي ويندو آهي ۽ انهن جي دلين تان حجاب هٽي ويندو آهي بلڪ انهن جي اهڙي حالت ٿي ويندي آهي جيئن هڪ بزرگ چيو ته "منهنجي قلب پروردگار جو مشاهدو ڪيو."

ڪي صاحب نيڪ ڪم ڪري ۽ پنهنجي عضون ۽ خيالن کي برن ڪمن کان روڪي نماز ۽ تلاوت ۽ مقرر وقت تي ذڪر ۽ ورد وغيره جي ذريعي انهيءَ مقام تي پهچندا آهن ۽ ڪن ماڻهن کي حق جو مشاهدو هڪ ئي ذڪر جي ڪري حاصل ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن ڪو هن جو ذڪر بار بار ڪندو رهندو آهي ۽ پنج وقت نماز ۽ مؤڪده سنتون پڙهڻ کان پوءِ باقي سڄو وقت ذڪر ۾ مشغول رهندو آهي هن ۾ ڪنهن به قسم جي سستي يا ڪوتاهي نه ڪندو آهي. ايتري قدر جو وضو ۽ کائڻ وقت به ان جي ذڪر کي جاري رکندو آهي.

## ڪلمي جو ذڪر

گهڻن مشائخن ذڪر جي لاءِ لا اله الاالله کي پسند ڪيو آهي هي ڪلمون باطن کي منور ڪرڻ ۽ خيالن ۾ يڪسوئي پيدا ڪرڻ جي زبردست خاصيت رکي ٿو. بشرطيڪ هڪ مخلص ۽ حق پرست هن جو

ذڪر هميشہ ڪندو رهي، هي ان لاءِ الله تعاليٰ جل شانہ جو عطيو آهي.
جيئن حضرت عبدالرحمن بن زيد رضي الله عنه پنهنجي والد جي روايت سان بيان ڪيو آهي تہ" حضرت عيسيٰ عليه السلام هڪ دفعي عرض ڪيو تہ اي پروردگار! مون کي ان امت مرحومہ (مسلم قوم) جو حال ٻڌاءِ. ا الله تعاليٰ جل شانہ فرمايو تہ" محمد ﷺ جي امت ۾ اهڙا لکل پرهيزگار حليم طبع، برگزيده عالم موجود آهن جيڪي پيغمبرن وانگر آهن هو منهنجي ٿوري بخشش تي خوش ٿي ويندا آهن ۽ مان بہ انهن جي ٿوري عمل تي خوش آهيان ڇو تہ مان لاالہ الاالله چوڻ تي انهن کي جنت ۾ داخل ڪندس، اي عيسيٰ عہ! جنت ۾ انهن ئي ماڻهن جي اڪثريت هوندي، ڇو تہ ڪنهن قوم جي زبانن تي لاالہ الاالله جو ورد ايترو جاري نہ ٿيو جيترو هنن جي زبانن تي جاري آهي ۽ ڪنهن بہ قوم جا گردن مسجدن ۾ ايترا نہ جهڪيا جيترا هنن جا گردن جهڪيل آهن".
حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص فرمائن ٿا تہ هيءَ آيت تورات ۾ لکيل آهي.
اي پيغمبرﷺ! اسان توکي گواهہ ۽ پنهنجو خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄارڻ وارو رسول بنائي موڪليو آهي جيڪو مؤمنن تي پناهہ گاهہ ۽ امي عرب لاءِ خزانو آهي،اهو منهنجو ٻانهو ۽ رسول آهي مون هن جو نالو متوڪل رکيو آهي هو نہ بداخلاق آهي نہ سنگدل ۽ نہ بازارن ۾ شور وغل ڪرڻ وارو آهي ۽ نہ برائيءَ جو بدلو برائيءَ سان ڏئي ٿو. بلڪ صاف ۽ درگذرڪرڻ وارو آهي. مان ان وقت تائين ان کي پاڻ وٽ نہ ڪٽندس جيسين تائين هيءَ ٽيڙي امت سڌي نہ ٿئي يعني هي چوڻ لڳي وڃي تہ لاالہ الاالله ان وقت انهن جون نابينا اکيون، ٻوڙا ڪن، غلاف ۾ لپٽيل دل کلي ويندا".
## ذڪر ذات
جيڪڏهن بندو اڪيلائيءَ ۾ پنهنجي دل جي هم آهنگيءَ سان

هن ڪلمي جو ورد ڪندو رهي تہ هي قلب ۾ راسخ ٿي نفساني ڳالهين جو ازالو ڪري ڇڏيندو ۽ قلب ۾ ان جو مفهوم ڪلمہ نفس جي قائم مقام ٿي پوندو. جڏهن هي ڪلمو دل تي ڇانئجي وڃيءِ زبان ان جي عادي ٿي پوي تہ قلب ان کي پنهنجي اندر اهڙو تہ جذب ڪري ٿو وٺي جو جيڪڏهن ڪلمي جي صورت زبان ۽ قلب کان پري بہ ٿي وڃي تہ ان صورت ۾ بہ ان جو نور قائم رهندو. ۽ اهوئي ذڪر جو جوهر بنجي وڃڻ کان پوءِ مڪاشفو مشاهدو ۽ معائنو ڇئبو آهي جيڪو خلوت نشينيءَ جو انتهائي مقصد آهي.

## تلاوت جو اثر

ڪنهن کي هي مقام ڪلمي جي ذڪر سان نہ بلڪ تلاوت قرآن ڪريم سان حاصل ٿيندو آهي. بشرطيڪ هوڪثرت سان تلاوت قرآن ڪريم ڪندو رهي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ قلب جي هم آهنگي سان زبان سان جدوجهد ڪئي وڃي تانجو تلاوت زبان تي جاري ٿي وڃي ۽ ڪلام جو مفهوم نفساني ڳالهين جو قائم مقام ٿي وڃي. اهڙي طرح ٻانهي کي تلاوت ۽ نماز ۾ سهوليت حاصل ٿي ويندي آهي ۽انهي سهوليت جي بدولت باطن منور ۽ ڪلام جو نور قلب ۾ جوهر بنجي ويندو آهي ۽انهيءَ سان ذڪر ذات بہ ٿيندو آهي بلڪ هي نور ڪلام عظمت الاهيءَ جي مشاهدي سان گڏ جمع ٿي ويندو آهي.

## خواب جو تعبير

بهرحال ذڪر ۽تلاوت جي هن حقيقت تائين پهچڻ کان اڳ بنده حق تي ڪمال انس ۽ محبت ۽ ذڪر جي لذت سان خود فراموشيءَ جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي آهي. ۽ هن عالم ۾ هن کي ننڊ واري انسان وانگر خيالن جي جهمڪڻي ۾ حقيقتن جون تجليون نظر ايندون آهن، جيئن ڪير خواب ۾ ڏسي تہ هن نانگ کي ماريو آهي تہ خواب جي تعبير ۾ چيو ويندو تہ هو دشمن تي غالب ايندو، تہ اهو دشمن تي غالب اچڻ

هڪ قسم جو مڪاشفو آهي، جنهن جو انڪشاف الله تعالىٰ جل شانه ڪرايو آهي ۽ غلبو هڪ روح مجرد آهي جنهن ڪي خواب جي فرشتي نانگ جي خيال ۾ مجسم ڪري ڇڏيو آهي لهاذا روح جيڪو غلبي جي صورت ۾ منڪشف آهي،حق جي خبر آهي ۽ خيال جو مجموعو جيڪو بدن وانگر آهي هڪ مثال آهي جيڪو ڏسڻ واري جي نفس ڪان ظاهر ٿيو، جيئن ته بيداريءَ ۾ قوت واهمہ ۽ خيالي قوت پاڻ ۾ مليل آهن ان ڪري روح غلبي جو انڪشاف مثالي نانگ جي جسم سان مرڪب آهي ۽ انهيءَ ڪري ان جو تفسير بيان ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي، ڇو ته جيڪڏهن مثال ڪانسواءِ حقيقت منڪشف ٿئي ها ته تعبير جي ضرورت نه ٿئي ها ۽ جيڪو ڏسجي ها اهوئي حقيقت ۾ ظاهر ٿئي ها.

## پريشان خواب

ڪڏهن اهڙي صورت ٿيندي آهي جو حقيقت جي بغير بيداريءَ ۾ وهم ۽ خيال جي ملڻ سان محض خيالي تصوير نظر ايندي آهي ان ڪي پريشان خواب چئبو آهي ان جو تعبير بيان نٿو ڪري سگهجي، ڪڏهن ڪنهن خلوت نشين ڪي تصور ۾ پنهنجي ذات ڪان خيال ئي خيال نظر ايندو آهي جيڪو ڪنهن به حقيقت جو ظرف نه ٿو بڻجي سگهي، انڪري ان تي ڪنهن به واقعي جو بنياد قائم نه ٿو ٿي سگهي،ان ڪي واقعو نه ٿو چئي سگهجي بلڪ اهو محض خيال آهي.

## واقعو

جيڪڏهن ڪو حق پرست خداوند قدوس جي ذڪر ۾ محو ٿي وڃي جو هن ڪي محسوس ڪرڻ جي عالم جي ڪاخبر نه پئي ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪير ويجهو اچي ته ذڪر جي ڪري ان جي به خبر نه پئي ته پوءِ اهڙي صورت ۾ شروع ۾ هن جي نفس ڪان هڪ مثال ۽خيال ظاهر ٿيندو آهي جنهن ۾ ڪشف جو روح ڦوڪجي ويندو آهي. لهاذا جڏهن هو مدهوشيءَ جي عالم مان هوش ۾ اچي ته الله تعالىٰ جل شانه جي فيض سان ان

جو باطن ان جي تشريح ڪندو آهي يا جهڙي طرح تعبير بيان ڪرڻ وارو
خواب جو تعبير ڪندو آهي بلڪ اهڙي طرح هن جو روحاني مرشد ان جي
تشريح ڪندو آهي هن صورت ۾ هي واقعو ڇئبو آهي. ڇو ته هي تمثيل
جي لباس ۾ حقيقت جو ڪشف آهي، واقعي جي صحيح هجڻ جو پهريون
شرط هي آهي ته ذڪر ۾ اخلاص هجي،ٻيو شرط هي آهي ته ذڪر ۾
استغراق هجي، ان جي نشاني زهد ۽ تقويٰ آهي،ڇو ته واقعي جي
ڪشف جو سبب حڪمت آهي ۽ حڪمت زهد ۽ تقويٰ سان مضبوط ٿيندي
آهي.

## ڪشف

ڪڏهن ذڪر ڪرڻ واري کي حقيقتون، مثالي لباس کان سواءِ
ئي معلوم ٿي وينديون آهن،ان کي ڪشف ۽ خبر الاهي چوندا آهن. هي
ڪڏهن مشاهدي جي صورت ۾ ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن سماع جي صورت
۾ ڪڏهن ان جي باطن کان آواز ايندو آهي، ۽ ڪڏهن هوا ۾ حرڪت
محسوس ٿيندي آهي جيئن کو هاتف (غيبي فرشتو) هجي انهن سڀني
صورتن ۾ هو پنهنجي يا ڪنهن ٻئي جي اهڙي ڳالهه معلوم ڪندو آهي.
جنهن کي خداوند ڪريم ٻڌائڻ چاهيندو هجي، تانجو هن جي ايمان ۽يقين ۾
اضافو ٿئي، ڪشف جي هڪ صورت اها بہ آهي جو خواب ۾ ڪنهن
شيءِ جي حقيقت جو مشاهدو ڪري.

## ڪشف جا واقعا

ڪنهن بزرگ جي باري ۾ نقل ٿيل آهي ته ڪين هڪ پيالي ۾
شربت پيش ڪيو ويو ته هن پنهنجي هٿ سان رکي ڇڏيو ۽ فرمايائون ته
”دنيا ۾ هڪ وڏو حادثو ظاهر ٿي پيو آهي لهاذا ان کي معلوم ڪرڻ
کانسواءِ نہ پيئندس.“ آخرڪار کين ڪشف ٿيو ته هڪ جماعت مڪي
معظم ۾ داخل ٿي هئي ۽ اتي ئي مارجي ويئي.
ضرت ابو سليمان الخواص رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا ته” مان پنهنجي

گڏھ تي سوار ھئس ان کي مکيون تنگ ڪري رھيون ھيون.ان ڪري ھن پنھنجو ڪنڌ جھڪائي ڇڏيو ھو. مون ھن جي مٿي تي لڪڻ ھنيو تہ گڏھ پنھنجو ڪنڌ ڪڍي مون کي چوڻ لڳو تہ" تون مارينديں تہ سمجھ تہ پنھنجي مٿي تي لڪڻ ھڻي رھيو آھين" ماڻھن چيو تہ"ڇا حقيقت ۾ ائين ئي واقعو ھو جيئن توھان ٻڌو" فرمائڻ لڳا تہ"ھا بلڪل اھڙيءَ طرح مون گڏھ کان اھي لفظ ٻڌا جيئن توھان کي ٻڌايم"

شيخ احمد بن عطا اودباري رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ" طھارت جي باري ۾ مان احتياط ڪندو ھئس،ھڪ رات مان استنجا ڪري رھيو ھئس ايتري قدر جو رات جو ٽيون حصو گذري ويو، پر منھنجو قلب مطمئن نہ ٿيو پريشان ٿي رئڻ لڳس تہ اي پروردگار! معاف ڪر" ان وقت مون ھڪ آواز ٻڌو پر ڪنھن کي بہ ڪو نہ ڏٺم، اھو آواز چئي رھيو ھو تہ"اي ابو عبدالله! علم ۾ معنيٰ آھي"

ڪڏھن الله تعاليٰ جل شانہ پنھنجي ٻانھي کي تربيت ڏيڻ ۽ ان جي ايمان ۽ يقين کي تقويت پھچائڻ لاءِ ڪجھ نشانيون ۽ ڪرامتن جو انڪشاف ڪرائيندو آھي جيئن جعفر الخلديءَ سان واقعو پيش آيو، چون ٿا تہ ھنن وٽ ھڪ قيمتي نگ ھئو، ھڪ ڏينھن ھو دجلہ درياھ کي ھڪ ٻيڙيءَ ۾ ويھي پارڪري رھيا ھئا جڏھن پاڻ ملاح کي ڪجھ ڏيڻ چاھيائون تہ سندن خرقو مبارڪ کلي پيو ۽ اھا نگينہ دجلہ درياھ ۾ ڪري پئي ڪين گمشدھ شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ھڪ مجرب دعا ياد ھئي ان ڪري پاڻ اھا دعا پڙھيائون تہ نگينہ انھن ڪاغذن ۾ جن کي الٽ پلٽ ڪري رھيا ھئا ملي ويئي،اھا دعا گم ٿيل شين لاءِ ھيءَ آھي.

| | |
|---|---|
| يَا جَامِعَ النَّاسِ لِيَوْمٍ لَّارَيْبَ فِيْهِ اجْمَعْ عَلَيَّ ضَالَّتِيْ | اي ماڻھن کي انھيءَ ڏينھن گڏ ڪرڻ وارا جنھن ۾ ڪو شڪ ناھي،منھنجي گم ٿيل شيءِ مون کي واپس ڪر. |

اسان جو هڪ شيخ جيڪو همدان ۾ هو، ڪنهن شخص ٻڌايو تہ هڪ دفعي خلوت نشيءَ جي موقعي تي پنهنجي پٽ جي باري ۾ ڪشف ٿين تہ هو ٻيڙيءَ مان جيحون درياهہ ۾ ڪرڻ وارو آهي. هي معلوم ٿيڻ تي پاڻ ان ڪي جهڙڪيائون اهڙي طرح هو ڪرڻ کان بچي ويو. هي شخص همدان جي ويجهو هو ۽ سندن ڇوڪرو جيحون درياهہ تي هو. بهرحال جڏهن ڇوڪرو آيو تہ ان ٻڌايو تہ هو پاڻيءَ ۾ ڪرڻ وارو هو جو هن پنهنجي والد جو آواز ٻڌو ۽ انهيءَ آواز جي ڪري هو ڪرڻ کان بچي ويو.

حضرت عمر رضي الله عنه جن جو (اهڙي قسم جو) واقعو آهي تہ پاڻ مدينه منوره ۾ ممبر تي ويٺي فرمايو" اي ساريا! جبل جي طرف هل" ان وقت حضرت ساريا نهاوند ۾ هئا، بهرحال انهن هي آواز ٻڌي جبل جي طرف رخ ڪيو ۽ دشمن تي غالب اچي ويا. ان کان پڇيو ويو تہ توهان کي هيءَ ڳالهہ ڪيئن پهتي فرمايائون تہ مون حضرت عمر رضي الله عنه جو آواز ٻڌو تہ پاڻ فرمائي رهيا آهن تہ اي ساريا! جبل جي طرف هلو"

شيخ ابن سالم رحمة الله عليه جن فرمايو تہ"ايمان جا چار ارڪان آهن ان جو هڪ رڪن قدرت تي ايمان آهي ٽيون رڪن هي آهي تہ پنهنجي طاقت ۽اختيار کان الڳ ٿيڻ جو اظهار ڪيو وڃي، چوٿون رڪن هي آهي تہ صرف خداءِ عز وجل کان مدد گهري وڃي، جڏهن پڇيو ويو تہ قدرت تي ايمان آڻڻ جو ڇا مطلب آهي تہ فرمايائون تہ ايمان آڻيو ۽ انڪار نہ ڪيو تہ خدا جو هڪ ٻانهو مشرق ۾ ساڄي پاسي ويٺو آهي، پر الله تعاليٰ جل جلاله ان کي پنهنجي عنايت سان ايتري قوت ڏني آهي جو ساڄي کان کاٻي پلٽو کائي مغرب جي طرف اچي وڃي، ڇو تہ اسين ان جي امڪان وجود تي يقين ٿا رکون".

مون کي هڪ درويش ٻڌايو تہ هو مکي معظمه ۾ هو ۽ بغداد جي هڪ شخص جي باري ۾ هيءَ پيشنگوئي ڪئي ويئي تہ هو مري ويو آهي تہ الله تعاليٰ جل شانه هن کي ڪشف جي ذريعي ٻڌايو تہ اهوماٺهو

بغداد جي بازار ۾ گهمي رهيو آهي لهذا هن پنهنجي روحاني پائرن کي خبر ڏني ته اهو شخص مئو ڪونهي ۽ حقيقتا هئو به ائين اهو درويش ٻڌائي پيو ته مون هه ڪي بازار ۾ ڏٺو آهي ۽ مون پنهنجي ڪنن سان بغداد جي بازار ۾ لوهار جي هٿوڙي جو آواز به ٻڌو هو"

بهرحال هي سڀ خداداد ڳالهيون آهن، ڪڏهن الله تعاليٰ جل شانه هڪ جماعت کي ڪشف عطا فرمائيندو آهي پر جن جا روحاني مرتبا بلند هوندا آهن انهن کي انهيءَ ڪشف جو ڪو حصو نه ملندو آهي ان جو سبب هي آهي ته هي سڀ شيون ايمان جي تقويت ۽ يقين جي لاءِ آهن پر جنهن کي الله تعاليٰ جل جلاله يقين ڪامل عطا ڪري ڇڏي ان کي ڪنهن به شيءِ جي ضرورت نه هوندي آهي،هي سڀ ڪرامتون قلب ۾ ذڪر جي جاري ٿيڻ ۽ ذڪر ذات ٿي وڃڻ کان گهٽ درجي جون آهن، هن حڪمت ۾ مريدن لاءِ تقويت ۽ سائلن لاءِ تربيت آهي ته جيئن انهن جي يقين ۾ اضافو ٿئي ۽ هو نفس ڪشيءَ ڏي مائل ٿي دنيا جي لذتن کي ڇڏي ڏين انهن جي پرسڪون عزم ۽ محبت ۾ هل چل مچي وڃي هو پنهنجو وقت انهن ڪمن ۾ گذارن جن سان خدا وند ڪريم جو قرب حاصل ٿئي ۽ انهن ماڻهن جي طريقي کي پسند ڪن جن کي يقين ڪامل سان ڪشف حاصل ٿيو هجي، ڇو ته انهن ۾ ڪامل استعداد موجود آهي، انهن لاءِ پيچيده مقام نرم ۽ آسان ڪيا ويا آهن ۽ لڪل ڳالهيون ظاهر ڪيون ويون آهن.

## گمراه فقير

عيسائي راهب ۽ هندو برهمڻ به (خلوت نشيني) اهائي صورت اختيار ڪندا آهن پر اهي هدايت جي رستي تي نه آهن، بلڪ هلاڪت جي رستي تي هلي رهيا آهن، ان ڪري انهن جا هي ڪم مڪر ۽ استدراج جي حيثيت رکن ٿا ۽ هو پنهنجي انهيءَ ئي حالت کي بهتري سمجهن ٿا. اهڙي طرح بارگاه الاهيءَ کان پري رهي درگاه کان تڙيل ٿي

پوندا آهن، ڇو ته اها ايزدي مشيئت آهي ته هو گمراهي ۽ هلاڪت ۾ ڀٽڪندا رهن تانجو سالڪ راهه طريقت انهن جي ٿوري ڪشف مان ڌوڪو نه کائي ۽ ان کي اهو معلوم ٿي وڃي ته پاڻي ۽ هوا تي هلڻ مان ان وقت تائين ڪو به فائدو نه آهي جيستائين هو زهد ۽ تقويٰ جو پورو پورو حق نه ادا ڪن اهو درويش جيڪو "محض خيال" ۾ الجهي ويو هجي ۽ هن محال ڳالهين تي قناعت ڪئي هجي ۽پنهنجي خلوت نشينيءَ جي بنياد کي اخلاص جي ذريعي مضبوط نه ڪيو هجي اهو باطل جي بنياد تي خلوت نشين آهي ۽ جڏهن ڌوڪي ۽ فريب جي ذريعي اتان نڪرندو آهي ته ان وقت هو عبادت کي حقير سمجهي ترڪ ڪري ڇڏيندوآهي. اهڙي طرح الله جل جلاله هن کان روحاني لذت کسي وٺندو ۽ هن جي دل مان شريعت جي هيبت هلي ويندي ۽ هو دنيا ۽ آخرت ۾ خوار ٿيندو.

لهاذا هڪ سچي طالب کي چڱي طرح ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته خلوت نشينيءَ جو مقصد سٺن ڪمن ۾ وقت گذاري خدا وند ڪريم جو قرب حاصل ڪرڻ آهي ۽عضون ۽ خيالن کي برين ڳالهين کان بچائڻ آهي، ڪن خلوت نشينن کي ورد ۽ ذڪر جو دوامي درد مناسب هوندو آهي. ۽ ڪن صاحبن لاءِ صرف هڪ ذڪر جو ئي ورد مناسب هوندو آهي. ڪن ماڻهن جي حالت جي مطابق هر وقت مراقبو ڪرڻ آهي ۽ ڪي ماڻهو ذڪر کان وردن جي طرف منتقل ٿيندا آهن ۽ ڪي صاحب وردن کان پوءِ ذڪر کي اختيار ڪندا آهن. هي سڀ حالتون هڪ ڪامل شيخ کي معلوم هونديون آهن. هو هر هڪ جي مختلف حالتن ۽ طريقن کان خوب واقف هوندو آهي ۽ عام طرح هو سڄي امت جي لاءِ خير خواهي ۽ همدرديءَ جو جذبو رکندو آهي. هو ماڻهن کي پنهنجو نه بلڪ خدا وند ڪريم جو مريد بنائڻ گهرندو آهي، هو نفساني خواهش ۾ مبتلا نه ٿيندو آهي بلڪ اتباع کي پسند ڪندو آهي ۽ جيڪو شخص اتباع کي پسند ڪري اهو بگڙندو نه آهي، بلڪ اصلاح پذير هوندو آهي.

باب ٢٨

# چلہ ڪشيءَ جا طور طريقا

روايت آهي تہ حضرت داؤد عليه السلام هڪ غلطيءَ ۾ مبتلا ٿيو تہ چاليهہ ڏينهن ۽ چاليهہ راتيون سجدي ۾ پيو، ان ڪان پوءِ ڪيس خدا وند ڪريم جي طرفان معافي ملي.

بهرحال هيءَ حقيقت آهي تہ اڪيلائيءَ ۾ گوشہ نشيني حق وارن جو اصل طريقو آهي ۽ جيڪو هميشہ اهو طريقو اختيار ڪري ان جي ساري عمر خلوت نشينيءَ ۾ گذرندي آهي، اهوئي دينداري جو محفوظ رستو آهي پر جيڪڏهن ڪير هن راهہ تي نہ رهي سگهي ۽ هو پنهنجي نفس ۽ اهل وعيال ۾ قائل هجي تہ ان کي بہ هڪ حد تائين خلوص دل سان هن طريقي تي هلڻ گهرجي.

حضرت سفيان ثوري رحمۃ اللّٰہعليه جن فرمايو تہ "چيو ويندو آهي تہ حق جو ٻانهو چاليهن ڏينهن تائين خلوص دل سان خدا وند ڪريم جي عبادت ڪري، خداوند ڪريم ان جي قلب مان نہ صرف حڪمت ظاهر فرمائيندو آهي بلڪ دنيا ڪان بي رغبتي ۽ آخرت جو شوق بہ پيدا ڪندو آهي ۽ دنيا جا مرض ۽ انهن جي علاج ڪان بہ آگاهہ فرمائيندو آهي، اهڙي طرح اهو خداوند ڪريم جو بندو سال ۾ هڪ دفعو پنهنجو پاڻ تي قابو حاصل ڪندو آهي"

## چلي ڪشيءَ جي ابتدا

جيڪو حقيقت جو طالب خلوت نشينيءَ جو ارادو ڪري ان جي لاءِ سڀ ڪان مڪمل اصول هي آهي تہ هو دنيا ڪان بي تعلق ٿي وڃي ۽ پنهنجي هر ملڪيت کي ڇڏي ڏئي ان ڪان پوءِ هو لباس ۽ مصلي جي

پاڪيزگي ۽ طهارت ۾ پورو احتياط ڪرڻ کان پوءِ مڪمل غسل ڪري ٻه رڪعتون نماز پڙهي ۽ آهه وزاري ۽ خشوع خضوع سان الله رب العزت کان پنهنجي گناهن جي توبه ڪري پنهنجي ظاهر ۽ باطن کي يڪسان رکي يعني پنهنجي دل مان دغا، فريب، ڪينو، حسد ۽ خيانت جهڙين براين کي ڪڍي ڇڏي، ان کان پوءِ هو پنهنجي خلوت گاهه ۾ ويهي رهي.

## باجماعت نماز

اتان صرف جمعي جي نماز ۽ با جماعت نماز جي لاءِ ٻاهر نڪري، ڇو ته جماعت سان نماز کي ڇڏڻ درست نه آهي، جيڪڏهن جماعت سان نماز پڙهڻ لاءِ نڪرڻ ۾ ڪا خرابي محسوس ڪري ته پوءِ پاڻ سان اهڙو ماڻهو رکي جنهن سان هو خلوت گاهه ۾ با جماعت نماز پڙهي سگهي، بهرحال اهو بلڪل نامناسب آهي ته هو اڪيلو نماز پڙهي،ڇو ته جماعت سان نماز نه پڙهڻ ڪري گهڻين خرابين جو انديشو آهي. جيئن اسان ڏنو آهي ته خلوت نشينيءَ ۾ ڪن ماڻهن جي عقل ۾ فتور اچي ويندو آهي. گهڻو ڪري اها جماعت سان نماز نه پڙهڻ جي نحوست آهي. ان ڪري نماز باجماعت پڙهڻ لاءِ پنهنجي خلوت گاهه کان ٻاهر اچڻ گهرجي، هي به اهڙو الله جل شانه جو ذڪر آهي جنهن سان معمولات واري ذڪر ۾ فتور نه ٿو ٿئي.

جيڪڏهن رستي ۾ ڪا شيءِ ڏسي ته گهڻو نه نهاري ۽ جيڪي ٻڌي ان ڏي گهڻو ڌيان نه ڏئي، ڇو ته انهيءَ صورت ۾ وسوسا ۽ نفساني تصور ۽ خيال گهڻا پيدا ٿيندا. ڪوشش ڪري ته جماعت ۾ وقت تي شريڪ ٿي وڃي ته جيئن امام سان گڏ سندس تڪبير فوت نه ٿئي. جڏهن امام سلام ورائي هليو وڃي ته هي به خلوت گاهه ڏي هليو وڃي ۽ انهيءَ ڳالهه جو خيال رکي ته مخلوق جون نگاهون هن تي نه پون ۽ انهن کي هن جي خلوت نشينيءَ جو علم نه ٿئي، ڇو ته اهو ڇيو ويو آهي ته "جيڪڏهن توهان ماڻهن کان عزت ڪرائڻ چاهيو ٿا ته پوءِ الله جل شانه

کان قدر منزلت جي اميد نہ رکو " خرابيءَ جي اهائي پاڙ آهي جنهن جي ڪري گهڻا نيڪ عمل ضايع ٿي ٿا وڃن.

## ذڪر ۽ عبادت

خلوت نشينيءَ ۾ سالڪ طريقت پنهنجو سڄو وقت صرف هڪ ڪم جي لاءِ وقف ڪري يعني هر وقت خداوند ڪريم جي هن طرح رضا مندي طلب ڪري جو يا تہ قرآن ڪريم جي تلاوت ڪري، يا ذڪر، نماز يا مراقبي ۾ مشغول رهي جڏهن انهن ڪمن مان ٿڪجي پوي تہ سمهي پوي. جيڪڏهن هن جو ارادو هجي تہ نماز جون رڪعتون ۽ تلاوت وذڪر جو مقرر تعداد پورو ڪري تہ ان کي اختيار آهي. ۽ مٿين طريقن مان جيڪو آسان لڳي اختيار ڪري ۽ جڏهن ٿڪجي پوي تہ سمهي پوي.

جيڪڏهن هڪ يا ٻہ ڪلاڪ سجدي يا رڪوع ۾ رهڻ چاهي تہ ٻہ اختيار اٿس ۽ هميشہ باوضو رهڻ گهرجي ان وقت تائين سمهڻ نہ گهرجي جيسين ننڊ غالب نہ اچي بلڪ ان کان پهريائين ڪجهہ دفعا ننڊ کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي مطلب تہ رات ڏينهن هن جو اهوئي مشغلو هئڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن هو ڪلمي لا الہ الاالله جو ذڪر ڪندڙ هجي ۽ هن جي طبيعت زبان سان ذڪر ڪندي ٿڪجي پوي تہ زبان کي حرڪت ڏيڻ کانسواءِ قلب ۾ ئي اهو ذڪر ڪري.

شيخ سهل بن عبدالله رحمہ الله عليہ جن فرمايو تہ جڏهن توهان لا الہ الاالله چئو تہ ڪلمي کي زور سان ڇڪيو ۽ حق جي طرف نگاهہ رکي ان کي قائم ڪيو ۽ ان جي ماسوا کي باطل ڪري ڇڏيو ۽ هي ٻہ معلوم رهي تہ هي ڪم زنجير وانگر مختلف ڪڙين سان مليل ٿهندو آهي ان ڪري رضا الاهيءَ جي فعل کي هر وقت ضروري سمجهڻ گهرجي.

## چلي ۾ غذا

چلي ۾ خلوت نشينيءَ جي بهترين غذا هيءَ آهي تہ لوڻ ۽ مانيءَ

تي قناعت ڪئي وڃي جيڪا هر رات هڪ بغدادي رطل ( پائونڊ) جي حساب سان عشا کان پوءِ کائڻ گهرجي، جيڪڏهن مانيءَ جا ٻه حصا ڪيا وڃن يعني اڌ پائونڊ شروع رات ۾ کائجي ۽ اڌ پائونڊ رات جي آخر حصي ۾ کائجي ته هي طريقو معدي جي لاءِ هلڪو رهندوءِ ان سان رات جو جاڳي ذڪر ۽ نماز پڙهڻ ۾ گهڻي مدد ملندي ۽ جيڪڏهن سحر جي وقت سحري کائي ته به ان کي اختيار آهي، جيڪڏهن خلوت نشين ٻوڙ کان سواءِ نه ٿو رهي سگهي ته ٻوڙ به استعمال ڪري ٿو سگهي پر جيڪڏهن اهو ٻوڙ مانيءَ جي جاءِ تي آهي ته پوءِ اوتري مقدار ۾ ماني گهٽ کائي. ذڪر ڪيل مقدار چلي جي آخري ڏهن ڏينهن ۾ اڌ پائونڊ رهجي وڃيءِ جيڪڏهن طاقتور هجي ته چلي ڪشيءَ جي پهرين رات کان مانيءَ جو مقدار اڌ پائونڊ رکي ۽ هر رات آهستي آهستي گهٽائيندو وڃي ايتريقدر جو آخري ڏهن ڏينهن ۾ ان جو مقدار پائونڊ جو چوٿون حصو رهجي وڃي.

## لڳاتار روزا

مشائخ ڪرام جو انهيءَ ڳالهه تي اتفاق آهي ته هنن جي روحانيت جو بنياد هنن چئن ڳالهين تي آهي (١) گهٽ کائڻ (٢) گهٽ سمهڻ (٣) گهٽ ڳالهائڻ (۴) ماڻهن کان الڳ ٿلڳ رهڻ- انتهائي بک جا اهي ٻه وقت قرار ڏنا ويا آهن،پهريون وقت چوويهن ڪلاڪن جي آخر ۾ هوندو آهي،۽ اهڙي طرح هر ٻن ڪلاڪن جي خوراڪ جو اوسط ذڪر ڪيل رطل (پائونڊ) جي لحاظ کان ٻه اوقيه آهي ان وقت غذا عشا کانپوءِ هڪ دفعو کائجي يا مٿئين طريقي جي مطابق ٻن حصن ۾ به تقسيم ڪري ٿي سگهجي، بک جو ٻيو ۽ انتهائي وقت ٧٢ ڪلاڪن جي شروعات ۾ آهي،انهيءَ صورت ۾ ٻه ڏينهن ۽ ٻه راتيون لڳاتار روزا رکيا ويندا ۽ ٽين رات ۾ افطار ٿيندو.

ان جي مطابق پوري ڏينهن ۽ رات جي مقدار هڪ رطل (پائونڊ)

جو ٽيون حصو- هنن ٻن وقتن کان سواءِ هڪ وچون درجو بہ آهي اهو هي آهي تہ ٻن ڏينهن ۽ ٻن راتين کان پوءِ ٽين رات افطار ڪيو وڃي اهڙي طرح روزانو جي خوراڪ جو اوسط اڌ رطل (پائونڊ) ٿيندو.

هي طريقو (لڳاتار روزا رکڻ) ان وقت مناسب آهن جڏهن ڪنهن قسم جو انقباض، ٿڪاوٽ ۽ ذڪر وغيره ۾ ڪنهن بہ قسم جي پريشاني يا فتور نہ اچي، جيڪڏهن ذري جيترو بہ خلل پيدا ٿئي تہ هر رات روزو افطار ڪيو وڃي ۽ هڪ وقت يا ٻن وقتن ۾ هڪ رطل (پائونڊ) جي خوراڪ کائڻ گهرجي.

## نفس ڪشي

شروع ۾ نفس کي هر ٻن راتين مان هڪ رات افطار ڪرڻ جو عادي بنايو وڃي ان کان پوءِ هر رات افطار ڪجي تہ هو قناعت پسند بنجي ٿو سگهي، پر جيڪڏهن هن کي شروع کان هر رات افطار ڪرڻ جو عادي بنايو ويو يا رعايت ڏني ويئي تہ پوءِ هڪ رتيءَ جيتري خوراڪ جي بہ قناعت نہ ڪندو بلڪ ٻوڙ۽ ٻيون خواهشون ۽ تقاضائون ڪندو انهيءَ مان ٻين ڳالهين جو اندازو لڳائي ٿو سگهجي، نفس جو طريقو هي آهي تہ جيڪڏهن هن کي طمع جو عادي بنايو ويندو تہ هو لالچي بنجي ويندو ۽ جيڪڏهن قناعت جو عادي بنايو وڃي تہ قناعت ڪندڙ بنجي ويندو.

ڪجھ بزرگن جو اهو طريقو رهيو آهي تہ هو هر رات غذا گهٽ ڪندا ويندا آهن، ايتريقدر جو نفس کي تمام گهٽ خوراڪ جو عادي بنائي ڇڏيندا آهن. ڪي نيڪ ٻانها خوراڪ جو ڇوهارن جي ڪکڙين سان اندازو ڪندا آهن ۽ هر رات خوراڪ مان هڪ ڪکڙيءَ جيتري گهٽائيندا ويندا هئا، ۽ ڪي ڪاٺيءَ جي تازگيءَ سان اندازو لڳائيندا هئا ۽ هر رات ڪاٺيءَ جي خشڪ ٿيڻ جيتري مقدار جي مطابق خوراڪ گهٽ ڪندا هئا.

## فاقہ ڪشي

ڪي درويش مانيءَ جو اناويهون حصو گهٽ ڪندا هئا، ايتري قدر جو هڪ مهيني ۾ هڪ ماني گهٽجي ويندي هئي، ڪي خوراڪ ۾ تہ گهٽتائي نہ ڪنداهئا پر ڪائڻ جي عرصي ۾ دير ڪندا رهندا هئا. ايستائين جو ڪيتريون ڪيتريون راتيون ڪائيندا نہ هئا. بلڪ هڪ جماعت جو اهو طرز عمل رهيو آهي تہ هو ست ست ڏينهن، ڏهہ ڏهہ ڏينهن، پندرہ پندرہ ڏينهن ايستائين جو چاليهہ چاليهہ ڏينهن ڪاڌو نہ ڪائيندا هئا.

## نور سان بک جو ازالو

شيخ سهل بن عبدالله رحمه الله عليه جن کي چيو ويو تہ هي شخص چاليهہ بلڪ ان کان بہ وڌيڪ ڏينهن بکيو رهڻ کان پوءِ صرف هڪ دفعو ڪائيندو آهي. هن جي بک جو شعلو ڪاڏي هليو ٿو وڃي؟ فرمايائون تہ "خدا وند ڪريم جو نور ان کي وسائي ٿو ڇڏي" جڏهن مون هڪ بزرگ کان انهيءَ باري ۾ پڇيو تہ انهيءَ بہ ان جو اهڙيءَ طرح ئي جواب ڏنو. جنهن مان هي ظاهر ٿيندو هو تہ هو حق جي جلوي مان اهڙي فرحت ٿا محسوس ڪن، جنهن سان هنن جي بک جو شعلو وسامي ٿو وڃي اهڙا واقعا مخلوق ۾ بہ رونما ٿيندا آهن جو جيڪڏهن ڪير بکيو هجي ۽ اوچتو ڪا خوشخبري ٻڌي تہ ان جي بک ختم ٿي ويندي آهي ۽ اهڙي ئي حالت خوف ۾ بہ ٿيندي آهي. بهرحال جيڪو بہ مٿي ذڪر ڪيل قسمن مان ڪنهن بہ طريقي تي صدق ۽ اخلاص سان عمل ڪري تہ ان سان نہ تہ هن جي عقل ۾ ڪو فتور ٿو اچي ۽ نہ وري جسماني اضطراب ٿو پيدا ٿئي. اهڙين ڳالهين جو انديشو صرف انهن کي ٿيندو آهي جيڪي خلوص قلب سان الله تعالىٰ جل شانہ جي عبادت نہ ڪن.

چون ٿا تہ بک جي حد هيءَ آهي تہ ماني ۽ ڪائڻ جي بين شين ۾ تميز نہ ٿي سگهي، ۽ جڏهن ڪير مانيءَ کي معين ڪري تہ سمجهڻ

گهرجي تہ هو بکيو نہ آهي بک جي اهڙي ڪيفيت ٽن ڏينهن ڪان پوءِ تي ويندي آهي،. هيءَ صديقن جي بک آهي ان وقت غذا حاصل ڪرڻ ضروري آهي تانجو جسم باقي رهي ۽ بندگيءَ جا فرائض ادا ڪري سگهجن. هيءَ ضرورت بہ انهن ماڻهن لاءِ آهي جيڪي آهستي آهستي غذا ڪي گهٽ ڪندا آهن. ٽن ڏينهن ڪان وڌيڪ چاليهن ڏينهن تائين صبر ڪري سگهندا آهن. جيئن اسان بيان ڪيو، ڪن صاحبن جو چوڻ آهي تہ بک جي حد اها آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جي ٽڪ تي مکيون نہ وهن تہ هي سٽيپ ڪان معدي جي خالي هئڻ جو دليل آهي، صاف ٽڪ پاڻيءَ وانگر هوندي آهي جنهن تي مکيون نہ وهنديون آهن.

## فاقہ ڪش مشائخ

روايت آهي تہ حضرت سفيان ثوري رحمۃ اللہعليه ۽ حضرت ابراهيم ادهم رحمۃ اللہعليه ٽي ٽي ڏينهن بکيا رهندا هئا. حضرت ابو بکر صديق رضي الله عنه ڇهہ ڏينهن بکيو رهندو هو ۽ حضرت عبدالله بن الزبير رضي الله عنه ست ڏينهن بکيو رهندا هئا. خود اسان جا جد امجد شيخ محمد بن عبدالله جيڪي عمويہ جي نالي سان مشهور هئا ۽ شيخ احمد الاسود الدنيوري رحمۃ اللہعليه جا ساٿي هئا چاليهن ڏينهن تائين بکيا رهندا هئا، بکئي رهڻ جو انتهائي درجو اسان جي زماني جي هڪ شيخ حاصل ڪيو آهي،حالانڪ اسان ان کي ڏٺو نہ آهي، هو اوپر جو باشندو آهي ۽ هن کي زاهد خليفو چوندا آهن. هو هر مهيني هڪ بادام کائيندو آهي. اسان ڪنهن جي باري ۾ نہ ٻڌو تہ هو فاقي ڪشيءَ ۾ آهستي آهستي انهيءَ حد تائين پهتو هجي، چون ٿا تہ شروعءَ ۾ هو ڪانيءَ جي خشڪ ٽيڻ جي اندازي جي مطابق خوراڪ گهٽائيندو هو ۽ پوءِ بکيو رهڻ لڳو. ايتري قدر جو هڪ چلي ۾ هو هڪ بادام جي حد تائين پهچي ويو.

## رياڪاريءَ جا فاقا

هي اهو طريقو آهي جنهن تي حق پرستن جي جماعت گامزن

آهي پر ڪڏهن ڪڏهن غير مخلص شخص بہ اهڙو طريقو اختيار ٿا
ڪن. هنن ۾ هڪ مخصوص جذبو ڪم ڪندو آهي جنهن جي ڪري
ڪائڻ پيئڻ ڇڏي ڏيڻ انهن کي آسان معلوم ٿيندو آهي. انهن جي ويجهو
صرف ماڻهن کي پاڻ ڏي متوجه ڪرڻ هوندو آهي، هيءَ منافقت آهي،
خداوند ڪريم ان کان اسان کي پناهہ ۾ رکي پر جيڪي ظاهر ظهور
صحيح معنيٰ ۾ مخلص انسان آهن اهي فاقي ڪشيءَ کي هن صورت ۾
برداشت ٿا ڪن جو ڪو بہ ماڻهو انهن جي حالت کان واقف نہ هجي پر
جيڪڏهن هن جي بک ۽ فاقي ڪشيءَ جي حالت جي ماڻهن کي خبر
پئجي وڃي تہ ان وقت هن جي ارادي ۽ همٿ ۾ گهٽتائي اچي ٿي وڃي،
ڇو تہ هن کي فاقہ ڪشيءَ جي تڪليف ان ڪري آسان ٿي معلوم ٿئي
جو ان ۾ خلوص هوندو آهي ۽ هنن جون نگاهون انهيءَ ذات ڏي لڳل
هونديون آهن جنهن جي لاءِ هو فاقہ ڪشي ڪري رهيو آهي پر جڏهن
ڪير هن جي حالت معلوم ڪري وٺندو آهي تہ هن جا ارادا متزلزل ٿي
ويندا آهن ۽ اهائي هڪ مخلص انسان جي نشاني آهي لهذا جڏهن ڪير
پنهنجي اندر اهو محسوس ڪري تہ هو انهيءَ ڳالهہ کي پسند ٿو ڪري تہ
هن کي گهٽتائيءَ جي نگاهن سان ڏٺو وڃي تہ پنهنجو پاڻ کي ملزم
سمجهي ڇو تہ ان ۾ نفاق جو شبهو آهي.

## روح ۽ نفس جي ڪشش

جيڪو شخص صرف خداوند ڪريم جي لاءِ بکيو رهندو
آهي.الله تعاليٰ جل شانہ ان جي بدلي ۾ هن کي اهڙي تہ باطني مسرت
عطا ڪندو آهي جو هو ڪائڻ کي ڀلجي ويندو آهي، جيڪڏهن نہ ڀلجي
تہ بہ بهرحال هن جو قلب نور ۽ تجلين سان لبريز ٿي ويندو آهي ۽ ان جو
روحاني جذبو طاقت ور ٿي هن کي روحاني عالم جي مرڪزي مقام جي
طرف ڇڪي وٺي ويندو آهي ۽ هو نفساني شهوت جي سرزمين کان
نفرت ڪندو آهي.

جيڪڏهن نفس بلڪل مطمئن هجي ۽ روشن قلب جي ذريعي هن تي روح جي تجلين جو عڪس پوڻ لڳي ۽ روحاني جذبي کان نفساني جذبو الڳ ٿي وڃي تہ هيءَ روحاني ڪشش لوهہ سان مقناطيسي ڪشش کان بہ وڌيڪ آهي، ڇو تہ مقناطيس لوه کي انڪري جذب ڪندو آهي جو لوهہ ۾ اهڙو مادو آهي جيڪو مقناطيس جي هم جنس آهي،چنانچہ انهيءَ مخصوص تعلق جي ڪري هو هن کي پنهنجي طرف جذب ڪندو آهي اهڙي طرح جيڪڏهن قلب جي ذريعي روح جو نوراني عڪس نفس تي پوي تہ نفس بہ هن جو هم جنس ٿي پوندو آهي ۽ هن ۾ قلب جي واسطي سان اهڙو روح پيدا ٿي ويندو آهي جيڪو اصلي روح جي هم جنس ٿي ڪري نفس بہ هن جو هم جنس ٿي پوندو آهي ۽ ان جي ڪشش کي قبول ٿو ڪري، جنهن جو نتيجو هي ٿيندو آهي تہ نفس دنيا جي ڪاڏن ۽ حيواني خواهشن کي حقير سمجهندو آهي ۽ رسول الله ﷺ جن جو هي فرمان ان لاءِ حقيقت بنجي ويندو آهي.

| | |
|---|---|
| ابيت عند ربي يطعمني ويسقيني | ”مان پنهنجي پروردگار وٽ رات گذاريندو آهيان ۽ اهوئي مون کي کارائيندو پياريندو آهي“ |

اسان جي بيان جي مطابق اهوئي پورو اچي ٿو سگهي. جنهن جا اعمال ۽ اقوال ۽ هن جي سچي زندگي ضروري ۽ اهم بنجي وڃي ان ڪري هن جو کائڻ بہ ضرورت تي ٻڌل آهي مثال جي طور تي هو جيڪڏهن ٿورڙو بہ ضرورت کان سواءِ ڳالهائي تہ هڪدم هن جي ٻڪ جي باهہ اهڙي طرح ڀڙڪي ايندي جيئن ڪاٺيون باهہ ۾ ٻرنديون آهن، ڇو تہ ستل نفس هر انهيءَ شيءِ سان جاڳي ٿو پوي جيڪا هن کي جاڳائي ۽ جڏهن نفس بيدار ٿي پوندو آهي تہ پوءِ پنهنجي خواهشن ڏي هن جي ڪشش ٿيندي آهي، بهرحال اهو خدا وند ڪريم جو بندو جيڪو ضبط نفس کان واقف هجي ۽ علم بہ حاصل ڪري چڪو هجي ان لاءِ فاقہ

ڪشيءَ جي راهه آسان ٿي پوندي آهي، ۽ الله جل شانه جي مدد ان جي شامل حال هوندي آهي جڏهن ته خدا وند ڪريم جي فضل ۽ عنايت سان ان کي ڪشف به حاصل هجي.

هڪ درويش مون کي پنهنجو واقعو ٻڌايو ته هن کي سخت بک لڳي ان وقت نه ته هو ڪنهن کان ڪجهه گهرندو هو ۽ نه ڪو ڪم ڪندو هو. هن درويش بيان ڪيو ته ڪيترائي ڏينهن بکيو رهڻ کان پوءِ جڏهن منهنجي بک انتها کي پهتي ته خدا تعاليٰ جل شانه مون کي هڪ صوف عنايت فرمايو، جڏهن مون ان صوف کي کائڻ جو ارادو ڪيو ۽ ان کي ٽوڙيم ته ان مان هڪ حور نڪتي، جڏهن مون هن کي ڏٺو ته مون کي ايترو ته سرور حاصل ٿيو جو پوءِ ڪيترن ڏينهن تائين مون کي کائڻ جي حاجت نه ٿي" هو بيان ٿو ڪري ته اها حور صوف مان اندران نڪتي هئي، جيئن ته خداوند ڪريم جي قدرت تي ايمان آڻڻ، ايمان جو هڪ حصو آهي، ان ڪري هن واقعي کي تسليم ڪيو ويو ۽ انڪار نه ٿي سگهيو.

شيخ سهل بن عبدالله رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته" جنهن چاليهن ڏينهن تائين فاقه ڪشي ڪئي ان لاءِ عالم ملڪوت جي قدرت ظاهر ٿيندي" هي به چيو ويو آهي ته ڪو به خداوند ڪريم جو بندو ان وقت تائين اهڙو حقيقي زهد جنهن ۾ ڪنهن قسم جو شبهو نه هجي، اختيار نه ٿو ڪري سگهي جيسين تائين عالم ملڪوت جي قدرت جو مشاهدو نه ڪري.

شيخ ابو طالب مڪي رحمة اللهعليه جن فرمائن ٿا ته "مان اهڙي شخص کي سڃاڻان ٿو جنهن غذا کي ملتوي ڪري پنهنجي نفس کي چاليهن ڏينهن تائين بکيو رهڻ جو عادي بنايو. هو هر رات افطار کي ان جي آخري حصي تائين هٽائي ڇڏيندو هو. ايستائين جو هو هر اڌ مهيني ۾ هڪ رات بکيو رهندو هو اهڙي طرح هو هڪ سال ۾ ڇئن مهينن ۾ چاليهه ڏينهن فاقه ڪشي ڪندو هو ان ڪانپوءِ آهستي ڏينهن رات

اهوئي عمل ڪندو هو ايستائين جو چاليهہ ڏينهن هن لاءِ هڪ ڏينهن جي برابر ٿي پيا ،مون کي ٻڌايو ويو تہ جيڪو شخص ائين ڪندو ان تي عالم ملڪوت جون نشايون ظاهر ٿينديون آهن ۽ عالم جبروت جي قدرت جو مفهوم بہ منڪشف ٿيندو آهي، ڇو تہ الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي تجلين کي جهڙي طرح چاهي ظاهر ڪندو آهي.

هي ذهن نشين رهي تہ جيڪڏهن فاقہ ڪشي ۽ گهٽ ڪائڻ ئي مڪمل فضيلت هجي ها تہ سڀ پيغمبر عليهم السلام هن ڪم کي ضرور ڪن ها ۽ رسول الله ﷺ جن تہ هن فعل کي انتهائي درجي تائين پهچائن ها ،حالانڪ ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هيءُ ڪم بہ فضيلت ۾ داخل آهي، پر خدا وند ڪريم جي فضل ۽ عنايتن جو هي واحد طريقو نہ آهي، ڇو تہ اهو ممڪن آهي تہ جيڪو روزانو ڪاڏو ڪائيندو هجي ان ڪان افضل هجي جيڪو چاليهن ڏينهن تائين فاقہ ڪشي ڪندو هجي ۽ اهو بہ ممڪن آهي جو جنهن کي قدرت جي ڪنهن بہ مفهوم جو ڪشف نہ هجي اهو انهيءَ ڪان افضل هجي جنهن کي قدرت جو ڪشف حاصل هجي، ڇو تہ قدرت خداءِ قادر جو هڪ اثر آهي.لهاذا جيڪو خداءِ قادر جي قربت جو مستحق بنجي ويو هجي. اهو هن جي قدرت تي نہ تہ تعجب ٿو ڪري ۽ نہ انڪار ٿو ڪري بلڪ هو اهو مشاهدو ٿو ڪري تہ هن جي قدرت ۽علم حڪمت جي جزن جي پڙدن مان ظاهر ٿي رهي آهي.

بهرحال جيڪو خدا وند ڪريم جو ٻانهو چاليهن ڏينهن تائين قلب جي خلوص سان خدا وند ڪريم جي عبادت ڪندو رهي ۽ مٿين ذڪر ڪيل مختلف قسمن جي مطابق ذڪر عمل ۽ خوراڪ ۾ گهٽتائيءَ جي ذريعي پنهنجي روحانيت کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪندو رهي تہ ان چلي جون برڪتون هن جي سيني وقتن تي نازل ٿينديون رهنديون. هي هڪ عمدو طريقو آهي جنهن تي سلف صالحين اعتماد ڪيو آهي، بزرگن جي هڪ جماعت چلي ڪشيءَ لاءِ ذوالقعد ۽ ذوالحج جا ڏهہ ڏينهن منتخب ڪندي

هئي ۽ اهوئي حضرت موسيٰ عليه السلام جو چوڻ آهي، حضرت مڪحول رضي الله تعاليٰ عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته” جنهن چاليهن ڏينهن تائين قلب جي خلوص سان الله عز وجل جي عبادت ڪئي ان جي قلب مان حڪمت جا چشما ان جي زبان تي ظاهر ٿيندا آهن“

باب ٢٩

# صوفي سڳورن جا اخلاق

صوفين ڪرامن ڪي رسول الله ﷺ جن جي پيروي ۽ سندن ﷺ سنت کي زنده ڪرڻ جو گهڻو موقعو مليو آهي ۽ اهي ئي نهايت عمدي طريقي سان اخلاق نبوي ﷺ سان متصف آهن. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته پاڻ ﷺ سڳورن مون کي فرمايو ته" اي منهنجا پٽ! جيڪڏهن توکان ٿي سگهي ته صبح ۽ شام اهڙي زندگي بسر ڪر جو تنهنجي دل ۾ ڪنهن جي به خلاف ميراڻ نه هجي". ان کان پوءِ پاڻ ﷺ سڳورن فرمايو ته"اهائي منهنجي سنت آهي ۽ جنهن منهنجي سنت کي زنده ڪيو. درحقيقت ان مون کي زنده ڪيو ۽ اهو مون سان گڏ جنت ۾ هوندو"

اهي صوفيا ڪرام آهن جن رسول اڪرم ﷺ جن جي سنت کي زنده ڪيو،جو ته هنن پنهنجي شروعاتي زماني ۾ سندن قولن تي عمل ڪيو ۽ پنهنجي روحاني زندگيءَ جي وچ واري زماني ۾سندن ﷺ عملن جي اقتداءَ ڪيائون جنهن جو نتيجو هي نڪتو جو آخرڪار انهن ۾ اخلاق نبوي ﷺ راسخ ٿي ويا، لهاذا اخلاقن جو اصلاح ان وقت ٿي ٿو سگهي. جڏهن تزڪيہ نفس (نفس جي پاڪيزگي) هجي ۽ نفس جو تزڪيہ ان وقت ٿيندو آهي جڏهن شريعت جي قيادت تسليم ڪئي وڃي.

## اخلاق نبوي ﷺ

رسول اڪرم ﷺ جن جي باري ۾ قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي ته

جيئن تہ پاڻ ﷺ سڀني خداوند ڪريم جي مخلوق ۾ افضل ۽ پاڪيزه ترين انسان هئا. ان ڪري سندن ﷺ اخلاق بہ اعليٰ هئا. حضرت مجاهد رحمہ الله عليہ جن خلق جي تفسير ۾ فرمايو آهي تہ پاڻ ﷺ اعليٰ قسم جا ديندار هئا. ۽ دين سڀني ڪمن ۽ سڀني اخلاقن جو مجموعو آهي.

حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها جن کان سندن ﷺ اخلاق جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ" سندن ﷺ اخلاق قرآن ڪريم آهي. " حضرت قتاده رضي الله عنہ جن فرمايو (ان جو مطلب اهو آهي) تہ پاڻ ﷺ قرآن ڪريم جي حڪمن تي عمل ڪندا هئا، جنهن ڪم کان خدا روڪيندو هو، ان کي نہ ڪندا هئا، بهرحال حضرت بي بي عائشہ رضي الله عنهاجن جي هن قول ۾ تمام وڏو راز لڪل آهي ۽ هيءَ هڪ تمام اونهي علم جي ڳالهہ آهي، جو تہ آسماني وحي جي برڪت ۽ رسول اڪرم ﷺ جن جي صحبت جي ڪري الله تعاليٰ کين هڪ مخصوص علم عطا فرمايو هو، جيئن پاڻ ﷺ سڀني کي بہ فرمايو تہ" هن گوري عورت (حضرت عائشہ رضي الله عنها) کان توهان دين جو هڪ حصو سکو."

هن قول جي تشريح هيءَ آهي تہ نفسن جي سرشت ۾ مختلف قسم جا مزاج ۽ طبيعتون رکيون ويون آهن جيڪي انهن جا ضروري حصا آهن، ڪي نفس مٽيءَ مان ناهيل آهن ۽ اها انهن جي طبيعت آهي، ڪي پاڻيءَ سان پيدا ٿيندا آهن، انهن جي بہ مخصوص طبيعت آهي. اهڙي طرح ڪي ڪاري گاري ۽ ڪي چيڪي مٽيءَ مان پيدا ٿيا آهن، ان ڪري انهن ۾ انهيءَ جي مطابق سندن پيدائش جي شروعاتي حصے ۾ حيوانيت، درنگي، شيطانيت وغيره جهڙيون وصفون پيدا ٿيندون آهن،

انسان ۾ انهيءَ شيطان صفت جي طرف اشارو ڪندي قرآن ڪريم ۾ هي فرمايو ويو ته.

خَلَقَ الْإِنْسَانَ مِنْ صَلْصَالٍ كَالْفَخَّارِ وَخَلَقَ الْجَانَّ مِنْ مَّارِجٍ مِّنْ نَّارٍ (پ٢٧ الرحمن)

انسان کي هن انهيءَ مٽيءَ مان جيڪا ٺڪرن وانگر وڄندي آهي پيدا ڪيو ۽ جن کي باهه صاف شعلي مان پيدا ڪيو

جيئن ته ٺڪر ۾ باهه جو به دخل آهي (ان ڪري شيطان جي باهه جو اثر هن ۾ به موجود آهي)

## شق صدر

پر الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه پنهنجي مخفي لطف ۽ عنايت سان رسول الله ﷺ جن مان شيطاني اثر ختم ڪري ڇڏيو هو جيئن حضرت بي بي حليمه رضي الله عنها بنت حارث جن جي روايت ۾ بيان ڪيو ويو آهي جيڪا پنهنجي ڊگهي حديث ۾ فرمائي ٿي ته:

اسين گهرن جي پنيان هئاسين ۽ رسول الله ﷺ جن پنهنجي رضاعي ڀاءُ سان گڏ رڍن ۽ ٻڪرين سان گڏ هئا ته اوچتو سندن ﷺ ڀاءُ ڊوڙندو آيو ۽ چوڻ لڳو ته "اسان جي قريشي ڀاءُ وٽ ٻه مرد سفيد لباس پاتل آيا انهن ڪين ﷺ کي ليٽائي سندن سينو مبارڪ چاڪ ڪيو، جڏهن مان ۽ منهنجو پيءُ ڊوڙندا وياسين ته اسان ڪين ﷺ بيٺل ڏٺو. پر سندن ﷺ جو رنگ مبارڪ ڦريل هو. منهنجي والد ڪين ﷺ سيني سان لڳائي چيو ته" اي منهنجا پٽ! توکي ڇا ٿيو؟ ان وقت پاڻ فرمايائون ته مون وٽ ٻه ماڻهو آيا جيڪي سفيد لباس ۾ هئا انهن مون کي ليٽائي منهنجي سيني کي چيريو ۽ ان مان ڪا شيءِ ڪڍي اڇلائي ڇڏي ۽ پوءِ وري مون کي ساڳي طرح ڪري ڇڏيائون جيئن هئس" ان کان پوءِ اسين ڪين ﷺ کي گڏ وٺي آياسين ۽ هن جي پيءُ چيو ته" اي حليمه! مون کي انديشو آهي ته منهنجي هن پٽ کي ڪو آسيب نه ٿي پوي ان ڪري منهنجو خيال

آهي تہ جلدي هن کي سندس گهر وارن وٽ واپس ڇڏي اچون" حضرت حليمہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ" اسين کين ﷺ وٺي جڏهن سندن والده وٽ آياسين تہ هوءَ گهبرائجي چوڻ لڳي تہ توهان ڇو هن کي واپس وٺي آيا آهيو، توهان کي تہ هن کي پاڻ وٽ رکڻ جو ڏاڍو شوق هو، اسان چيو تہ اسان کي تہ ڪا بہ تڪليف ڪانهي، پر خداتعالىٰ جل شانہ اسان کان هن جو حق ادا ڪرائي ڇڏيو، اسان پنهنجي ذميواريءَ کي پورو ڪيو پر جيئن تہ اسان کي هن جي هلاڪت جو انديشو هو ان ڪري اسان سوچيو تہ هن کي پنهنجي گهر وارن وٽ واپس ڇڏي اچون. سندن ﷺ جي والده فرمايو" اصل ڳالهہ ڇا آهي مون کي توهان صحيح ڳالهہ ٻڌايو، چنانچہ سندن گهڻي اصرار تي اسان کين اصل واقعو بيان ڪري ٻڌايو.

سندن ﷺوالده فرمائڻ لڳي تہ توهان کي انهيءَ باري ۾ شيطاني انديشو آهي، خدا جو قسم شيطان هن جي ڀرسان لنگهي بہ نٿو سگهي، اصل ڳالهہ اها آهي تہ پٽ جو شان جلد ظاهر ٿيڻ وارو آهي، ڇا توهان کي هن جو حال ٻڌايان؟ اسان چيو تہ" ضرور" فرمائڻ لڳي تہ "جڏهن مان پيٽ سان هئس تہ هي حمل انتهائي هلڪو هو ۽ جڏهن پيٽ سان ٿيس تہ مون خواب ۾ ڏٺو تہ ڄڻ منهنجي اندران هڪ نور ظاهر ٿيو آهي جنهن سان ملڪ شام جا محلات روشن ٿي ويا. ان کان پوءِ جڏهن پيدا ٿيا تہ پنهنجي هٿن سان پنهنجو مٿو آسمان ڏي کنيو بيٺا هئا. بهرحال توهان هن کي هتي ڇڏي وڃو".

## قرآن ۽ اخلاق نبوي صلى الله عليه وسلم

جڏهن خداتعالىٰ جل شانہ پنهنجي رسول ﷺ کي شيطان جي اثر کان پاڪ ڪري ڇڏيو تہ، سندن ﷺ پاڪيزه نفس، بشري نفسن کان جن جي صفتن جو بنياد ظلمت ۽ تاريڪي تي هو، پاڪ ٿي ويو، ان ڪري سندن ﷺ حال ۽ امت جي حال ۾ تمام وڏو فرق ٿي ويو. اهي صفتون جيڪي سندن ﷺ ذات ۾ باقي هيون، جڏهن انهن جو ظهور ٿيو تہ انهن

کي وحي ۽ قرآني آيتن کان امداد ملي ته جيئن تاريڪ صفتن جو خاتمو ٿئي،هي سندن ﷺ لاءِ خاص رحمت ۽ سڄي امت لاءِ عام رحمت الاهي هئي، جو مختلف صفتن جي ظهور تي مختلف وقتن ۾ آيتون نازل ٿيون. جيئن خداوند تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته" هو چون ٿا ته" قرآن ڪريم مڪمل طرح هڪدم نازل ڇو نه ٿيو؟" اسان هن کي ان ڪري نازل ڪيو ته اسين تنهنجي دل کي مضبوط رکون ۽ ان کي آهستي آهستي سني آواز سان پڙهايون" .

جيئن ته قلب ۽ نفس جي باهمي تعلق جي ڪري بشري صفتن جي ظاهر ٿيڻ تي نفس جي حرڪت سان بي چيني پيدا ٿيندي آهي، ان ڪري انهيءَ بي چينيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ دل کي مضبوط ڪيو ويندو آهي،چنانچه هر بي چينيءَ جي موقعي تي اعليٰ اخلاق جو سبق ڏيڻ لاءِ هڪ آيت نازل ٿيندي آهي جنهن ۾ ان جو ذڪر سڌو يا اشاري سان موجود هوندو هو. (جنگ احد ۾) جڏهن سندن ﷺ ڏند مبارڪ شهيد ٿيا ۽ سندن منهن مبارڪ تي رت وهڻ لڳو ته سندن نفس مبارڪ ۾ حرڪت پيدا ٿي ۽ پاڻ رت اگهندي فرمايائون ته اها قوم ڪيئن ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهندي، جنهن پنهنجي پيغمبر ﷺ جي منهن کي رت ۾ ڳاڙهو ڪري ڇڏيو، حالانڪ هو هنن کي سندن پروردگار ڏي سڏي رهيو آهي. ان تي هيءَ آيت نازل ٿي.

| لَيْسَ لَكَ مِنَ الْاَمْرِ شَيْءٌ (پ۴) | تنهنجو انهيءَ معاملي سان ڪو تعلق ڪونهي. |
| --- | --- |

هن کان پوءِ قلب نبوي ﷺ صبر جو لباس پاتو ۽ بي چينيءَ کانپوءِ ان کي قرار آيو. جيئن ته قرآني آيتون انهن صفتن جي ظاهر ٿيڻ تي مختلف وقتن ۾ نازل ٿيون ، ان ڪري اخلاق نبويه جو تعلق قرآن ڪريم سان قائم ڪيو ويو. تان ته جيئن سندن اخلاق نبويه ﷺ جو قرآن ڪريم ماڙ پتو ملي سگهي. هي صفتون سندن وجود ۾ ان لاءِ باقي رکيون

ويون تہ جيئن سندن ﷺ هن قول مبارڪ جي تشريح ٿي سگهي" مان ان ڪري پلجي ٿو وجان تہ جيئن پنهنجي سنت ڪي قائم ڪريان" لهذا قرآني آيتن جي نزول جي وقت سندن نفس جي صفتن جو ظهور ان لاءِ ٿيندو هو تہ جيئن امت جي اصلاح ٿي سگهي. انهن جو بہ تزڪيۂ نفس ٿي وڃي ۽ انهن جا اخلاق اعليٰ ٿين. جيئن پاڻ فرمايو اٿن تہ "خدا وٽ اخلاص جو خزانو جمع آهي، جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ ڪنهن ٻانهي سان ڀلائي ڪرڻ ارادو چاهيندو آهي تہ ان کي عنايت فرمائيندو آهي.

| | |
|---|---|
| اِنَّمَا بُعِثْتُ لِاُتَمِّمَ مَكَارِمَ الْاَخْلَاقِ ه | مان ان لاءِ موڪليو ويو آهيان تہ جيئن شريفاڻن اخلاقن جي تڪميل ڪيان. |

پاڻ ﷺ جن اهو بہ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جل شانہ جا هڪ سؤ ڪان وڌيڪ اخلاق آهن جيڪڏهن هو انهن مان هڪڙو بہ ڪنهن کي عطا فرمائي تہ اهو جنت ۾ داخل ٿيندو" هن جو شمار ۽ اندازو آسماني وحي جي ذريعي ئي ٿي سگهي ٿو.

خداوند ڪريم پنهنجا صفاتي نالا پنهنجي مخلوق تي انڪري ظاهر ڪيا آهن تہ هو انهن کي انهيءَ طرف دعوت ٿو ڏئي ۽ جيڪڏهن هو انساني قوتن ۾ اخلاق خداونديءَ سان متصف ٿيڻ جي صلاحيت نہ رکي ها تہ انهن کي هن طرف دعوت بہ نہ ڏئي ها، ڇو تہ هيءَ دعوت خداوندي آهي، جيڪا هو پنهنجي خاص بندن کي عنايت ڪندو آهي.

بهرحال هن وضاحت ڪان پوءِ اهو معلوم ٿي وڃي ٿو تہ حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جن جيڪو فرمايو تہ" سندن ﷺ اخلاقن جو آئينو قرآن ڪريم آهي" هن ۾ گهڻا راز لڪل آهن ۽ اخلاق ربانيہ جي طرف مخفي اشارو آهي،ڪين بارگاهہ الاهيءَ ڪان شرم محسوس ٿيو جو اهو چون تہ پاڻ ﷺ خدا وند ڪريم جي اخلاق سان متصف هئا، لهاذا پاڻ اهو فرمايائون تہ سندن ﷺ اخلاق جو آئينو قرآن ڪريم آهي" ڪين انوار

۽ جلال کان شرم محسوس ٿيو. ان ڪري پاڻ لطافت بيانيءَ سان حقيقت حال کي لڪل رکيو، هيءَ سندن علم جي وسعت ۽ ادب جو ثبوت آهي، بهرحال حضرت عائشہ رضي الله عنها جن جي مٿئين قول ۽ ان جي تشريح جي روشنيءَ ۾ قرآن پاڪ جي هيٺين ٻنهين آيتن جو پاڻ ۾ ربط واضح ٿي ٿو وڃي.

| | |
|---|---|
| وَلَقَدۡ آتَيۡنٰکَ سَبۡعًا مِّنَ الۡمَثَانِيۡ وَالۡقُرۡآنِ الۡعَظِيۡمِ (پ١۴) | بيشڪ اسان توکي ڌهرايل ست آيتون (سورة فاتحه) ۽ قرآن عظيم عطا ڪيو |

## خلق عظيم جو مفهوم

حضرت جنيد بغدادي رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ " سندن ﷺ اخلاق انتهائي اعليٰ هئا، ڇوتہ پاڻ ﷺ هر وقت الله ڏي متوجہ رهيا." شيخ واسطي رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" پاڻ ﷺ سڳورن ٻنهين جهانن کي خداءِ عظيم جي بدلي ۾ قربان ڪري ڇڏيو هو. هي بہ چيو ويو آهي تہ"پاڻ ﷺ سڳورن جو مخلوق سان خوش اخلاقيءَ جو رويو هو ۽ انهن جي خالق سان قلبي تعلق هو" ڪن تہ تصوف جو بہ اهوئي مفهوم ٻڌايو آهي تہ"ماڻهن سان سٺن اخلاقن جو رويو هجي ۽ حق تعاليٰ جل شانه سان صداقت جو تعلق هجي. سندن ﷺ اخلاق ايترو تہ اعليٰ هئا جو سڄي ڪائنات خالق ڪائنات جي مشاهدي جي مقابلي ۾ هيچ نظر اچڻ لڳي. ۽ سندن اخلاق کي عظيم ان لاءِ فرمايو ويو جو سڀ شريفاڻا اخلاق ان ۾ جمع ٿي ويا هئا"

پاڻ ﷺ سڳورن پنهنجي امت کي بہ خوش اخلاقيءَ جي تعليم ڏني هئي. جيئن حضرت جابر رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ" توهان مان اهوئي شخص محبوب آهي ۽ قيامت جي ڏينهن اهوئي منهنجي مجلس جي ويجهو هوندو جنهن جا اخلاق بهترين

هوندا ۽ توهان مان اهي شخص مون کي ناپسند آهن ۽ قيامت جي ڏينهن اهي منهنجي محفل کان پري هوندا جيڪي گهڻيون ڳالهيون ناهن تا ۽ گلي کي ڦاڙي ڊگهي گفتگو ڪندا آهن ۽ ان سان گڏ متڪبر بہ آهن."

شيخ واسطي رحمۃ الله عليه فرمائن ٿا تہ خلق عظيم جو هي مفهوم آهي تہ نہ ڪنهن سان جهڳڙو ڪيو وڃي ۽ نہ ان سان ڪو جهڳڙو ڪري، پاڻ ﷺ سڳورن لاءِ جيڪو خلق عظيم جو لفظ قرآن پاڪ ۾ آيو آهي ان جو سبب اهو آهي تہ پاڻ ﷺ پنهنجي باطن ۾ حق جي مشاهدي جي حلاوت محسوس ڪندا هئا ۽ پاڻ ٻين پيغمبرن کان خدا وند ڪريم جون نعمتون قبول ڪري انهن مان فائدو ورتائون".

شيخ حسين رحمۃالله عليه جن جو قول آهي تہ" پاڻ ﷺ سڳورن جا اخلاق ان ڪري عظيم هئا جو حق جي مشاهدي جي ڪري مخلوق جي بدسلوڪيءَ انهن ﷺ تي ڪو اثر نہ ڪيو"

ڪجهہ بزرگن بيان ڪيو آهي تہ خلق عظيم تقويٰ جو لباس پائڻ ۽ خدا وند ڪريم جي اخلاق کي اختيار ڪرڻ آهي، ان ڪري جو ڪين ﷺ ڪنهن بدلي جو خطرو نہ رهيو هو.

## ٻن آيتن جو مقابلو

هڪ بزرگ جو چوڻ آهي تہ قرآن ڪريم جي هيءَ آيت زياده مڪمل آهي.

| | |
|---|---|
| وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ الْاَقَاوِيْلَ لَاَخَذْنَا مِنْهُ بِالْيَمِيْنِ (پ٢٧) | جيڪڏهن هو (رسول اڪرم ﷺ) اسان تي ڳالهيون ناهي ها تہ اسين هن جو سڄو هٿ پڪڙي وٺون ها. |

ان جو سبب هي آهي تہ (خلق عظيم واري آيت ۾) ڪين ﷺ حاضر ذڪر ڪري ڪين ﷺ غافل ڪري ڇڏيو ۽ وجود جو حجاب وجهي ڇڏيو ويو آهي. ۽ مٿين آيت ان ڪري مڪمل آهي جو هن ۾ فنا آهي"

پر هي قول غور طلب آهي انهن کي اهو چوڻ گهربو هو تہ جيڪڏهن مٿين آيت ۾ فنا آهي تہ خلق عظيم واري آيت ۾ بقا آهي ۽ فنا کان پوءِ بقا فنا کان زياده مڪمل ۽ رسالت جي منصب جي زياده شايان شان آهي،ڇو تہ فنا کي مذموم وجود جي مزاحمت جي ڪري اعزاز حاصل آهي، جڏهن وجود مان مذموم شيون ڪڍي ڇڏجن ۽ صفتن ۾ انقلاب اچي تہ فنا ۾ ڪا فضيلت باقي نہ ٿي رهي، ان وقت صرف الله تعاليٰ جل شانه سان حضوري هوندي آهي، پنهنجي ذات سان نہ هوندي آهي ، ان ڪري اهڙي موقعي تي ڪو حجاب باقي نہ رهندو آهي.

بزرگن جو چوڻ آهي تہ جنهن کي خلق عظيم عطا ٿئي ان کي اعليٰ مقام ملندا آهن، ڇو تہ مقام جو تعلق عام آهي ۽ اخلاق جو صفتن ۽ عادتن سان تعلق هوندو آهي.

حضرت جنيد بغدادي رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" خلق عظيم ۾ چار وصفون جمع ٿينديون آهن (١) سخاوت (٢) الفت (٣) نصيحت (۴) شفقت.

شيخ ابن عطا رحمه الله عليه جن فرمايو آهي تہ" خلق عظيم جو مطلب هي آهي تہ پاڻ ﷺ سڳورن کي ڪو اختيار حاصل نہ هو يعني پاڻ ﷺ پنهنجي نفس ۽ خواهشن کي فنا ڪري ڇڏيو هئائون ۽ اهڙي طرح پاڻ ﷺ صرف خدا پاڪ جي حڪم جي ماتحت هئا".

## خدائي اخلاق

شيخ ابو سعيد القرشي رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ "عظيم خدا جي ذات ۽ ان جي اخلاق ۾ سخاوت، ڪرم، درگذر، معافي ۽ احسان جون وصفون شامل آهن، جيئن پاڻ ﷺ سڳورن فرمايو آهي تہ" خداءِ عظيم جا هڪ سؤ کان زياده اخلاق آهن جنهن ان جي ڪنهن هڪ اخلاق تي عمل ڪيو اهو جنت ۾ داخل ٿيندو. لهذا جڏهن پاڻ ﷺ سڳورا خدائي اخلاق سان متصف ٿي ويا تہ خداوند ڪريم سندن ﷺ عظيم

اخلاق جي قرآن ڪريم ۾ تعريف ڪئي." هي بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ پاڻ ﷺ صرف اخلاق ۽ اخلاقي صفتن کي ڪافي نہ سمجهائون، بلڪ پاڻ ﷺ روحاني منزلون طي ڪندا رهيا، ايستائين جو حق جي ذات تائين پهچي ويا."

جڏهن ڪين ﷺ حجاز ۾ مبعوث ڪيو ويو تہ پاڻ ﷺ دنياوي لذت ۽ خواهشن کان روڪيا ويا. بلڪ ڪين ﷺ غربت ۽ تڪليفن ۾ مبتلا ڪيو ويو ۽ جڏهن پاڻ ﷺدنيا جي آلائشن کان پاڪ ۽ صاف ٿي ويا تہ ان وقت سندن خلق عظيم جو اعتراف ڪيو ويو.

## بنيادي اخلاق

حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنها جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ"شريفاڻا اخلاق ڏهہ آهن، ممڪن آهي تہ اهي اخلاق پيءُ ۾ موجود هجن ۽ پٽ ۾ نہ هجن، يا پٽ ۾ هجن ۽ پيءُ ۾ نہ هجن، غلام ۾ هجن آقا ۾ نہ هجن، ڇو تہ جنهن کي خداءِ عظيم پسند ڪندو آهي ان کي اها سعادت عطا فرمائيندو آهي، اهي ڏهہ اخلاق هي آهن (١) سچ ڳالهائڻ (٢) دنيا کان قطعي نااميد (٣) جيڪڏهن ڪنهن جو پاڙيسري ۽ هن جو دوست بکيو هجي تہ هو پيٽ ڀري نہ کائي (۴) سواليءَ تي بخشش ڪرڻ (٥) احسانن جو بدلو ڏيڻ (٦) امانت داري (٧) رحم دلي (٨) دوست جا حق ادا ڪرڻ (٩) مهمان نوازي (١٠) انهن سيني اخلاقن جو بنياد حياءُ آهي.

## حسن اخلاق

رسول الله ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ "اهي ڪهڙيون وصفون آهن جن جي ڪري گهڻا ماڻهو جنت ۾ داخل ٿيندا؟ تہ پاڻ فرمايائون تہ" تقويٰ ۽ حسن اخلاق" وري پڇيو ويو تہ ڪهڙين شين جي عيوض گهڻا ماڻهو دوزخ ۾ ويندا؟ فرمايائون "خوشي ۽ غم" هن مان مطلب سٺن موقعن جي ضايع ٿي وڃڻ تي غم جنهن جي ڪري انسان پريشان ۽ ناراض

ٿيندو آهي. الله تعاليٰ جل شانه تي اعتراض ڪندو آهي ۽ قسمت تي شڪر گذار نہ رهندو آهي ۽ خوشيءَ مان مراد دنيا جي ڪاميابين جي خوشي آهي جنهن جي قرآن ڪريم هن طرح منع فرمائي آهي.

”توهان ڪنهن شيءِ جي ضايع ٿيڻ جو غم نہ ڪيو ۽ جيڪو توهان کي حاصل ٿئي ان تي خوش نہ ٿيو“

هيءَ انهيءَ قسم جي خوشي آهي (جيئن قارون جي خوشي هئي) جنهن جي باري ۾ قرآن ڪريم ۾ هن طرح ذڪر ٿيل آهي” جڏهن هن جي قوم هن کي چيو تہ تون خوش نہ ٿيءُ (وڏائي نہ ڪر) ڇو تہ الله تعاليٰ جل شانه وڏائي ڪرڻ وارن کي پسند نہ فرمائيندو آهي،“ هيءَ ڳالهہ انهيءَ موقعي تي چئي ويئي هئي جڏهن هن ڏنو تہ هن جي خزاني جون ڪنجون هڪ طاقتور گروهہ بہ مشڪل سان ٿو کڻي سگهي.

پر آخرت جي ڳالهين تي خوش ٿيڻ پسنديده فعل آهي،ان جي لاءِ ڪوشش ڪري ٿي سگهجي جيئن الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ (اي پيغمبر ﷺ) چئي ڇڏيو تہ هي خداءِ عظيم جو فضل ۽ ان جي مهرباني آهي ان تي انهن کي خوش ٿيڻ گهرجي“

حضرت عبدالله بن المبارڪ رضي الله عنه جن حسن خلق جي تشريح ۾ هي فرمايو آهي تہ” حسن خلق جو مفهوم هي آهي تہ خوشيءَ سان نيڪ ڪم ڪيو وڃي ۽ ماڻهن کي تڪليف نہ پهچائي وڃي“.

## صوفين جو اخلاقي اصلاح

صوفياءِ ڪرام مجاهدات ۽ رياضتن جي ذريعي پنهنجي نفس جي هن طرح اصلاح ڪندا آهن جو هنن جا اخلاق بهتر ٿي ويندا آهن، پر ڪي انسان اهڙا آهن جيڪي عمل ڪندا آهن پر اخلاق نہ سڌاريندا آهن ۽ ڪي زاهد انسان ڪن اخلاقن جا پابند آهن پر ڪن اخلاقن کي ترڪ ڪري ڇڏيندا آهن پر صوفين جي جماعت سيني شريفاڻن اخلاقن جي پابندي ڪندي آهي.

شيخ ابوبڪر الڪتاني رحمہ الله عليہ جن جو قول آهي تہ " تصوف سراپا اخلاق آهي. جنهن "ڪنهن بہ اخلاق جو اضافو ڪيو ان تصوف ۾ اضافو ڪيو"بهرحال عام مسلمان نيڪ ڪم ڪندا آهن، جو تہ اهي اسلام جي روشنيءَ ۾ هلندا آهن. زاهدن جي جماعت ڪي اخلاق اختيار ڪندي آهي،جو تہ اها ايمان جي روشنيءَ ۾ هلي ٿي، پر صوفي مقربين بارگاهہ آهن اهي احسان جي نور جي مطابق عمل ڪندا آهن، چنانچہ جڏهن اهل قرب ۽ صوفين جي باطن ۾ يقين جو نور داخل ٿي ٿو وڃي ۽ اهو انهن جي قلب جي اندر چڱي طرح راسخ ٿي ٿو وڃي تہ پوءِ قلب جي ڪنڊ ڪڙڇ چمڪي اٿندي آهي. اهڙي طرح قلب جو ڪو بہ گوشو اسلام جي نور سان ۽ ڪا ڪنڊ ايمان جي نور سان منور ٿي ويندي آهي. پر احسان ۽ يقين جي نور سان قلب جا سڀ پاسا روشن ٿي ويندا آهن.

## نفس جو اصلاح

جڏهن قلب سڄو نور بنجي ويندو آهي تہ ان جي نور جو عڪس نفس تي پوندو آهي هن جي صورت هيءَ آهي تہ قلب جو هڪ رخ نفس جي طرف ۽ ٻيو رخ روح جي طرف هوندو آهي. اهڙي طرح نفس جا بہ ٻہ رخ ٿيندا آهن، هن جو هڪ رخ قلب جي طرف آهي ۽ ٻيو رخ طبيعت ۽ جبلت جي طرفِ آهي جيستائين قلب پوري طرح روشن نہ ٿيندو آهي ان وقت تائين هو مڪمل طرح روح جي طرف ڌيان نہ ڏيندو آهي، بلڪ هن جي ٻہ منهين پاليسي هوندي آهي، هڪ رخ روح جي طرف ۽ ٻيو رخ نفس جي طرف هوندو آهي، پر جڏهن هو سراپا نور بنجي ويندو آهي تہ ان وقت ان جو پورو ڌيان روح جي طرف ٿي ويندو آهي ۽ روحاني امداد سان هن جي نور ۾ اضافو ٿي ويندو آهي جنهن جو نتيجو هي ٿيندو آهي تہ جيتري قدر قلب جي ڪشش روح جي طرف ٿيندي آهي اوتري قدر نفس جي ڪشش بہ قلب جي طرف وڌندي ويندي آهي ۽ ان جي ڪشش

جي ڪري قلب جو اهو رخ نوراني بنجي ويندو آهي جيڪو قلب جي قريب هوندو آهي هن جي نوراني هجڻ جي نشاني اها آهي تہ ان وقت نفس کي سڪون ۽ اطمينان هوندو آهي جيئن قرآن ڪريم ۾ آهي تہ

| | |
|---|---|
| يٰاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْٓ اِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً (پ٣٠ سورة فجر) | اي مطمئن نفس تون خوش ٿي پنهنجي پروردگار ڏي واپس ٿيءُ هو بہ توسان خوش آهي. |

قلب جي ويجهي رخ جي نوراني ٿيڻ جو مثال اهڙو آهي جيئن صدف (سپ) جو هڪ رخ موتيءَ جي چمڪ سان روشن ٿي وڃي پر هن رخ جي ڪري جيڪو طبيعت ۽ جبلت جي قريب ويجهو آهي، نفس تي ڪجهہ نہ ڪجهہ تاريڪي ڇانيل رهندي آهي.

جڏهن نفس جو ڪو بہ رخ نوراني ٿيندو آهي تہ اهو اخلاق کي بهتر بنائڻ ۽ صفتن کي تبديل ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪندو آهي.

انهيءَ سبب جي ڪري ابدال کي ابدال چوندا آهن هن ۾ اهو راز لڪل آهي تہ صوفي هميشہ هر وقت الله جل شانہ جي طرف ڌيان ڏيندو آهي ۽ هميشہ قلب ۽ زبان سان ذڪر ڪري ذات جي طرف ترقي ڪندو آهي ان وقت هو عرش وانگر ٿي پوندو آهي، جهڙي طرح عرش هن تخليقي ۽ حڪمت جي عالم جو قلب آهي اهڙي طرح قلب عالم امر ۽ قدرت جو عرش آهي ، جيئن سهل بن عبدالله التستري رحمہ الله عليہ جن فرمايو آهي تہ قلب عرش وانگر آهي ۽ سينو ڪرسيءَ وانگر آهي.

حديث قدسيءَ ۾ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ" زمين ۽ آسمان ۾ مان نہ ٿو سمائجي سگهان پر مومن بندي جي دل ۾ منهنجي گنجائش آهي.

جڏهن قلب ذڪر ذات جي نور سان منور ٿي ويندو آهي ۽ قرب الاهي جي ٿڌي هوا ۽ فرحت بخش هوا سان ڇوليون هڻندڙ سمنڊ وانگر

بنجي ويندو آهي تہ سنيون صفتون اخلاق نفس جي نهرن ۾ وهڻ لڳنديون آهن ۽ خدائي اخلاق انهن ۾ راسخ ٿي ويندا آهن.

شيخ ابو القاسم گورگاني رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ"خداءِ عظيم جا نوانوي ٩٩ اسماءِ الحسنيٰ (نالا) سالڪ طريقت جون وصفون ان وقت بنجي ٿيون وڃن جڏهن هو سلوڪ ۽ تصوف جون منزلون طئي ڪري رهيو هجي ۽اجان واصل بالله نہ ٿيو هجي، شيخ رحمہ الله عليہ جن جي هن قول جو مطلب هي آهي تہ حق جو بندو الله تعاليٰ جل شانہ جي هر نالي جي هڪ صفت اختيار ٿو ڪري جيڪا بشري ڪمزورين ۽ ڪوتاهين جي مناسب حال هوندي آهي، مثلا هو خداءِ عظيم جي صفاتي نالي رحيم مان رحم جي وصف ايتري قدر اختيار ٿو ڪري جيتري بشري ڪوتاهيءَ لاءِ مناسب هجي. مشائخ ڪرامن اسماءِ ۽ صفات جي سلسلي ۾ جيڪي اشارا ڪيا آهن اهي انهن جي ئي نادر علمن جو حصو آهن ۽ انهن جي وضاحت ۽ تشريح اهائي آهي جيڪا اسان بيان ڪئي، هاڻي جيڪو ان ڪي حلول خداونديءَ جي مفهوم ۾ اخذ ڪري اهو زنديق يا ملحد آهي.

## رسول الله ﷺ جون اخلاق متعلق هدايتون

رسول الله ﷺ جن حضرت معاذ رضي الله عنہ جن ڪي نهايت مڪمل اخلاقي هدايتون ڏنيون آهن، پاڻ ﷺ سڳورن فرمايو تہ"اي معاذ! مان توکي هدايت ٿو ڪيان تہ:

الله کان ڊڄ،واعدي کي پورو ڪر، امانت ادا ڪر، رحم ڪر، نرم ڳالهاءِ، اسلام کي ڦهلاءِ، سنا ڪم ڪر، اميدون گهٽ رک، ايمان کي ضروري سمجهہ، قرآن ڪريم کي چڱي طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪر، آخرت سان محبت ڪر ۽ حساب کان ڊڄ،تواضع ڪر، ڪنهن شريف ۽ بردبار ماڻهوءَ کي گار ڏيڻ يا سچي انسان جي انڪار ڪرڻ کان پرهيز ڪر، ڪنهن گنهگار کان ڪا توقع نہ رک، انصاف پسند حاڪم

جي نافرماني نہ ڪر، زمين ۾ فتنو ۽ فساد نہ ڦهلاءِ.

مان توکي وصيت ٿو ڪيان تہ هر پٿر، وڻ يا مٽيءَ وٽان لنگهندي الله جل شانہ کان ڊڄ، هر گناهہ تي توبهہ ڪر، جيڪڏهن اهو لڪل هجي تہ لڪل ۽ اعلانيہ هجي تہ اعلانيہ توبہ ڪر"

اهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي بندن کي ادب سيکاريو آهي ۽ انهن کي شريفاڻا اخلاق ۽ ادب جي دعوت ڏني آهي. انهيءَ ئي حضرت معاذ رضي الله عنہ جن جي روايت آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ:

"اسلام شريفاڻن اخلاقن ۽ عمده قسم جي طريقن سان گهيريو پيوآهي."

حضرت ابو الدرداءِ رضي الله عنہ فرمائين ٿا تہ"مون رسول الله ﷺ جن کي هي فرمائيندي ٻڌو تہ ڪا بہ شيءِ جيڪا حساب جي تارازيءَ ۾ رکي ويندي حسن اخلاق کان وڌيڪ وزني ناهي،۽ هڪ خوش اخلاق انسان خوش اخلاقيءَ جي ڪري روزي نماز واري انسان جي درجي تائين پهچي ٿو وڃي."

## اخلاق رسول الله ﷺ

سندن ﷺ جن جي اخلاق مبارڪ جو هي حال هو جو پاڻ ﷺ سڀئورا سيني کان وڌيڪ سخي هئا، سندن ﷺ جن وٽ ڪو درهم ۽ دينار باقي نہ رهندو هو، جيڪڏهن ڪا رقم بچي پوندي هئي ۽ ڪين ڪو اهڙو ماڻهو نہ ملندو هو جنهن کي اها رقم ڏين ۽ رات ٿي ويندي هئي تہ پاڻ ﷺ ان وقت تائين گهر وڃي آرام نہ فرمائيندا هئا، جيسين ان کي خرچ نہ ڪن. پاڻ ﷺ جن دنيا کي حاصل نہ ڪندا هئا، بلڪ سندن ﷺ عام غذا اها هئي جيڪا آسانيءَ سان ميسر ٿئي يعني جَوَ ۽ کجور سندن عام غذا هئي، ان کان سواءِ جو ڪجهہ هوندو هو خداءِ عظيم جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏيندا هئا، ڪائنن ڪو سوال ڪندو هو تہ فوراً ان جو سوال پورو ڪندا هئا ان کان پوءِ پنهنجي عام غذا تي قناعت ڪندا هئا.

وٺن ڪجور ۽ جَوَ جو ايترو ئي ذخيرو هوندو هئو جيڪو سال ختم ٿيڻ کان اڳ ئي ختم ٿي ويندو هو. پاڻ جتي مبارڪ کي پاڻ ئي ڳنڍيندا هئا، ڪپڙن کي چتيون هڻندا هئا، گهر وارن جي ڪم ۾ انهن جو هٿ ونڊائيندا هئا ۽ انهن سان گڏجي گوشت ڪاٽيندا هئا سيني کان وڌيڪ حيادار ۽ سيني کان وڌيڪ متواضع هئا.

باب ٣٠

# صوفين جي اخلاق جو تفصيل

صوفين جو بهترين اخلاق تواضع آهي. تواضع کان افضل بندگيءَ جو ڪوئي لباس ڪونهي، جيڪو تواضع جو خزانو حاصل ڪندو آهي اهو هر شخص جي سامهون پنهنجي اصل حيثيت کي قائم رکندو آهي ۽ پاڻ به هر هڪ کي ان جي صحيح رتبي تي برقرار رکندو آهي.

جنهن کي اها شيءِ حاصل ٿي اهو پاڻ به آرام سان رهندو آهي ۽ ٻين کي به آرام پهچائيندو آهي. انهيءَ نڪتي کي اهل علم ئي سمجهي ٿا سگهن.

حضرت انس رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" الله تعاليٰ جل شانه مون تي وحي نازل فرمايو ته تون تواضع ڪر ۽ ڪير به هڪ ٻئي تي زيادتي نه ڪري"

جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته" چئي ڇڏيو ته جيڪڏهن توهان الله جل شانه سان محبت ڪيو ٿا ته منهنجي پيروي ڪريو، ان وقت پاڻ ﷺ هي فرمايائون ته هي پيروي، نيڪي، تقويٰ،خوف ۽ تواضع سان هجي".

سندن ﷺ تواضع اهو هو ته آزاد ۽ غلام جي دعوت ۽ انهن جو تحفو قبول ڪندا هئا، چاهي اهو ڪير جو ڍڪ يا خرگوش جي ران ئي ڇو نه هجي، پاڻ ان جو بدلو به ڏيندا هئا. ۽ خود به کائيندا هئا. پاڻ ڪنهن ٻانهي يا غريب کي جواب ڏيڻ ۾ غرور نه ڪندا هئا.

حضرت شعيب رضي اللهعنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" تواضع جو بنياد هي آهي ته جنهن سان ملو ان کي پهريائين سلام ڪيو ۽ جيڪو توهان کي سلام ڪري ان جو جواب ڏيو.

محفل ۾ گهٽ درجي جي نشست کي پسند ڪريو ۽ هي نہ سوچيو تہ ڪو توهان جي تعريف ڪري يا توهان تي احسان‌ڪري"

"اهو شخص ڪيترو سنو آهي جيڪو پنهنجي ڪوتاهي يا برائيءَ کان سواءِ تواضع اختيار ڪري ۽ محتاجيءَ کانسواءِ پنهنجو پاڻ کي عاجز سمجهي".

حضرت جنيد رحمه الله عليه جن کان تواضع جي متعلق پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ" تواضع عاجزي ۽ نرم رويو آهي" حضرت فضيل رحمه الله عليه جن کان تواضع جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ" توهان حق جي سامهون سر نوايو ۽ جيڪا بہ حق ڳالهہ ٻڌو تہ ان کي قبول ڪيو، جنهن پنهنجي قدر ۽ قيمت کي محسوس ڪيو تہ ان جو تواضع سان ڪو تعلق نہ آهي"

حضرت وهب بن منبه رحمه الله عليه جن فرمايو تہ" الله جل شانه جي ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ "مون حضرت آدم جي پٺيءَ مان ذرن کي ڪڍيو تہ ان وقت مون موسيٰ عليه السلام جي قلب کان وڌيڪ ڪنهن کي متواضع نہ ڏٺو، ان ڪري مون ان جو انتخاب ڪري ان سان گفتگو ڪئي"

چون ٿا تہ" جيڪو پنهنجي نفس جي لڪل ڳالهين کي سڃاڻي وٺي اهو غرور نہ ڪندو بلڪ تواضع جي رستي تي هلندو آهي ۽ جيڪو هن جي مذمت ڪري تہ ان سان جهڳڙو نہ ڪندو آهي، پر جڏهن هن جي تعريف ڪري تہ هو خداوند ڪريم جو شڪر ادا ڪندو آهي.

شيخ ابو حفض رحمه الله عليه جو قول آهي " جيڪو هي چاهي تہ هن جي دل تواضع ڪري اهو نيڪ ٻانهن جي صحبت اختيار ڪري ۽ انهن جي عزت ڪري اهڙي طرح بي حد تواضع ڪرڻ سان انهن جو اتباع ڪري ۽ تڪبر نہ ڪري"

حضرت لقمان عليه السلام جو قول آهي تہ هر شيءِ جي سواري

هوندي آهي ۽ عمل جي سواري تواضع آهي."

شيخ نوري رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ دنيا ۾ معزز ترين انسانن جا پنج قسم آهن (١) زاهد عالم (٢) فقهي صوفي (٣) متواضع دولت مند (۴) شکر گذار درويش (۵) روشن ضمير شريف

شيخ جلاءُ رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ" جيڪڏهن تواضع جو قدر نہ هجي ها تہ اسين آڪڙجي هلون ها" شيخ يوسف بن اسباط رحمه الله عليه جن کان پڇيو ويو تہ"تواضع جي حد ڇا آهي؟ "فرمايائون تہ جڏهن پنهنجي گهر کان نڪرو ۽ ڪنهن سان ملاقات ڪيو تہ ان کي پاڻ کان بهتر سمجهو".

# فرنگي قيدين سان سلوڪ

هڪ دفعي مان پنهنجي شيخ ابو النجيب ضياءُ الدين سهرورديءَ رحمه الله جن سان گڏ شام جي سفر ۾ هئس، ڪجهہ دنيادارن فرنگي قيدين کي (جيڪي صليبي جنگ ۾ قيد ٿي ويا هئا) لوهہ جي بيڙين ۾ ٻڌي ۽ انهن جي مٿن تي ڪاڏو رکي اسان ڏي موڪليو. جڏهن دستر خوان وڇايو ويو تہ قيدي ٿانو جي خالي ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا، ان وقت محترم شيخ خادم کي حڪم ڏنو تہ قيدين کي آندو وڃي. جيئن هي بہ درويشن سان گڏ دستر خوان تي ويهن پوءِ جڏهن انهن کي آڻي هڪ ئي صف ۾ دسترخوان تي وهاريو ويو تہ اسان جو محترم شيخ پنهنجي سجاده تان اٿي انهن جي هڪ فرد وانگر هنن جي وچ ۾ ويهي رهيو ۽ انهن سان گڏ ڪاڏو ڪاڌائين، ان وقت اسان کي سندن منهن مبارڪ تي سندن باطني پر خلوص تواضع، عاجزي ۽ انڪساريءَ جي جهلڪ نظر آئي، جنهن مان سندن ايمان ۽ وسيع علم ۽ عمل جي خبر پئي.

شيخ جريري رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ"اهل معرفت جو هي صحيح خيال آهي تہ دين اسلام جا پنج ظاهر رڪن ۽ پنج باطني رڪن آهن. ظاهري پنج اصول هي آهن (١) سچ ڳالهائڻ (٢) سخاوت

(٣) جسماني طور تواضع ڪرڻ (٤) ٻين کي تڪليفن ۽ ڏکن کان بچائڻ (٥) ڪنهن انڪار کانسواءِ پاڻ تڪليف برداشت ڪرڻ ۽ باطني اصول هي آهن (١) پنهنجي آقا جي وجود سان محبت ڪرڻ (٢) ان کان جدائي جو خوف (٣) پنهنجي آقا جي وصال جي توقع (٤) پنهنجي فعل تي ندامت ڪرڻ (٥) پنهنجي پروردگار کان حياءُ ڪرڻ

حضرت يحييٰ بن معاذ رضي الله عنه جن جو قول آهي تہ "تواضع هر هڪ جي لاءِ سنو آهي، پر دولت مندن لاءِ تمام گهڻو سنو آهي ۽ تڪبر ڪرڻ هر هڪ جي لاءِ برو آهي، پر درويش جي لاءِ تڪبر ڪرڻ بدترين آهي.

حضرت ذوالنون رحمہ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ تواضع جون ٽي نشانيون آهن (١) عيب کي معلوم ڪرڻ لاءِ نفس کي گهٽ ڪرڻ (٢) توحيد جي حرمت لاءِ ماڻهن جي تعظيم ڪرڻ (٣) حق ڳالهہ ۽ نصيحت کي هر هڪ کان قبول ڪرڻ

شيخ ابو يزيد رحمہ الله عليه جن کان پڇيو ويو تہ "انسان متواضع ڪڏهن ٿيندو آهي؟ فرمايائون تہ" جڏهن پنهنجي نفس جو ڪو بہ حق نہ سمجهي، چو تہ هو ان جي شرارت ۽ عيب کان واقف آهي ۽ هو اهو خيال نہ ڪري تہ مخلوق ۾ هن کان ڪير بہ بدتر آهي"

هڪ عقلمند جو قول آهي تہ"اسين جهالت ۽ بخل سان گڏ تواضع کي ادب ۽ سخاوت سان گڏ تڪبر ڪرڻ کان بهتر سمجهندا آهيون" ڪنهن دانشور کان پڇيو ويو تہ ڇا تون ڪنهن اهڙي نعمت کان واقف آهين جنهن تي حسد نہ ڪيو وڃي ۽ ڪو اهڙو مصيبت زده هجي، جنهن تي رحم نہ ڪيو وڃي؟ هن چيو "ها اها نعمت تواضع آهي ۽ اها مصيبت تڪبر آهي"

تواضع جي اصل حقيقت اها آهي تہ تواضع تڪبر۽ ذلت ۽ اعتدال کي قائم ٿو ڪري ۽ تڪبر هي آهي تہ انسان پنهنجو پاڻ کي

پنهنجي مرتبي کان بلند سمجهي، ۽ ذلت هيءَ آهي جو انسان پنهنجو پاڻ کي ايترو ڪيرائي ڇڏي جو هن ڪي حقير سمجهو وڃي، ۽ هن جي حق تلفي ڪئي وڃي، پر مشائخ ڪرامن تواضع جي تشريح ۾ اهڙا گهڻا اشارا ڪيا آهن جن مان اها خبر ٿي پوي ته هنن تواضع کي ذلت جي قائم مقام قرار ڏنو آهي. ۽ نفساني خواهش گهٽائيءَ جي اوج کان گهٽتائيءَ جي پستيءَ ۾ معلوم ٿي ٿئي، جنهن مان هي گمان ٿو ٿئي ته اعتدال جي حد کان منهن موڙيو ويو آهي. هن ۾ هنن جي منشا اها ٿي معلوم ٿئي ته جيئن ته انهن کي پنهنجي مريدن مان غرور ۽ تڪبر جو انديشو آهي ان ڪري هو انهن جي نفسانيت جي خاتمي جي لاءِ مبالغي کان ٿا ڪم وٺن، ڇو ته روحاني حالت جي غلبي جي ظاهر ٿيڻ جي شروعاتي دور ۾ ڪو ڪو مريد خود پسنديءَ کان خالي هوندو آهي، ايتري قدر جو اڪابر صوفين جي طرف کان خود پسنديءَ جا گهڻا ئي قول نقل ڪيا ويا آهن. جيڪي گهڻو ڪري حالت سڪر ۽ جذبي جا باقي بچيل آثار آهن،ان وقت اها حالت سڪر (مستيءَ) جي تنگ دائري ۾ هئا ۽ پنهنجي ابتدائي زماني ۾ صحو (هوش) جي وسيع فضا ۾ نه نڪتا هئا.

جيڪڏهن ڪو بصيرت جو صاحب گهري نظر سان ڏسي ته ان کي معلوم ٿي ويندو ته هي روحاني واردات جي نزول جي وقت نفس جون چوريءَ سان ٻڌل ڳالهيون آهن، ڇو ته جڏهن نفس قلبي واردات جي ظاهر ٿيڻ وقت چوريءَ سان ڪجهه ٻڌندو آهي ته ان وقت اهو وقت روحاني سربلنديءَ جي بنياد تي ڏڪيو نه لڳندو آهي. ان وقت هن کان اهڙا ڪلما نڪرندا آهن جيڪي خود پسنديءَ جو اظهار ڪندا آهن جيئن هڪ بزرگ چيو آهي ته ”هن نيري آسمان جي هيٺان منهنجي برابر ڪير آهي؟“ ۽ ٻئي بزرگ چيو آهي ته ” منهنجو قدم سڀني اولياءَ جي گردنن تي آهي“ هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي ته مون زمين ٻڌي لغام ڇڪي

سڄي روءِ زمين جي چئني پاسي ڦريس ۽ دعويٰ ڪيم تہ آهي ڪو جو منهنجي مقابلي ۾ اچي؟" مگر منهنجي مقابلي ۾ ڪير ڪو نہ آيو" هن قول ۾ هي اشارو آهي تہ هو پنهنجي زماني جو يڪتا هو.

جيڪڏهن ڪنهن کي بہ ڪو شڪ پيدا ٿئي ۽ هن کي اهو معلوم نہ ٿئي تہ نفس اهو چوريءَ سان ڀڌو آهي تہ اهو اهڙي قسم جي ڳالهين کي رسول الله ﷺ ۽ سندن اصحابن سڳورن جي تارازيءَ ۾ توري ۽ انهن جي تواضع جو خيال ڪري تہ هو اهڙي قسم جي لفظن کان پرهيز ڪندا هئا ۽ ڪنهن بہ سچار ٻانهيءَ جي لاءِ اهو لفظ مناسب نہ سمجهندا هئا تہ هو اهڙا الفاظ ڪيي، انهيءَ جي باوجود اهڙن مخلص صاحبن جي ڪلام کي عذر جي قابل سمجهڻ جو هڪڙو پهلو هي آهي تہ اهو چئي ٿو سگهجي تہ انهن جي ڪلام جو جوش مستيءَ جي حالت ۾ آهي ۽ متوالن جو ڪلام برداشت ڪري ٿو سگهجي.

## سرڪشيءَ جو علاج

جيئن تہ هوشمند مشائخ کي علم آهي تہ هيءُ لڪل بيماري انساني نفسن ۾ موجود آهي، ان ڪري انهن تواضع جي تشريح ۾ ايترو تہ مبالغو ڪيو جو، ان کي ذلت جي حد تائين پهچائي ڇڏيائون تہ جيئن هو مريدن جو اهڙي طرح اصلاح ڪري سگهن، جو هو تواضع جي اعتدال واري حد اندر آڻي سگهن ۽ هو پنهنجي انهيءَ اصلي مقام کان ٿورو هيٺاهين درجي تي رهن جنهن جا هو مستحق آهن. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو نفس سرڪشيءَ کان محفوظ رهي تہ هو گهٽ وڌائي کان سواءِ پنهنجي اصل مقام تي قائم رهي ٿو سگهي، پر جيئن تہ نفس ۾ باهہ جو اثر آهي ۽ هو نڪرن وانگر وڇندڙ مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي ان ڪري انجي اندر سرڪشي آهي ۽ هو باهہ وانگر مٿاهينءَ ڏي مائل آهي، لهذا تواضع جي ذريعي ان جو علاج ڪيو ويندو آهي، ۽ ان کي اصل مقام کان گهٽ درجي ڏي ڪيرايو ويندو آهي تہ جيئن ان تي وڌائي ۽ غرور

اثر نہ ڪري، وڏائي ۽ غرور جو مفهوم هي آهي تہ انسان پنهنجو پاڻ کي ٻئي کان وڏو سمجهي ۽ انهيءَ وڏائيءَ کي ظاهر ڪرڻ جو نالو تڪبر آهي، هيءَ اهڙي صفت آهي جنهن جو حقدار صرف الله تعاليٰ جل شانہ آهي. جيڪڏهن مخلوق جو ڪو بہ فرد ان جي دعويٰ ڪري تہ اهو ڪوڙو آهي.

## تڪبر جي مذمت

وڏائي ۽ غرور خود پسنديءَ مان پيدا ٿيندو آهي ۽ خود پسندي چڱاين کان ناواقفيت جو ٻيو نالو آهي،اهڙي قسم جي جهالت انسانيت جي مخالف آهي،انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جل شانہ تڪبر ڪندڙن جي گهڻي برائي ڪئي آهي ۽ فرمايو آهي تہ"الله رب العزت متڪبرن کي پسند نہ ٿو ڪري، ڇا جهنم متڪبرن جي جاءِ نہ آهي" ۽ حديث قدسي ۾ آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ" وڏائي منهنجي چادر آهي ۽ عظمت منهنجو لباس آهي جنهن بہ انهن ٻنهين مان ڪا بہ شيءِ مون کان ونڻ جي ڪوشش ڪئي تہ مان ان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندس."

هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ"مان ان کي جهنم ۾ اڇلائي ڇڏيندس."

الله تعاليٰ جل شانہ اسان جي سرڪشيءِ جي ترديد ۾ هي حڪم فرمايو آهي تہ "زمين تي آڪڙجي نہ هلو، ڇو تہ توهان نہ تہ زمين کي ڦاڙي ٿا سگهو ۽ نہ وري جبلن وانگر مٿي ٿي ٿا سگهو" هاڻي انسان غور ڪري تہ هو ڪهڙي شيءِ مان پيدا ڪيو ويو آهي هو هڪ قطري مان پيدا ڪيو ويو آهي. هي حڪم بہ ڪنهن حد تائين اثرائتو آهي" انسان غرق ٿئي! هو ڪيتري قدر نہ ناشڪرو آهي! خدا هن کي ڇا مان پيدا ڪيو؟ هن کي هڪ نطفي مان پيدا ڪيو آهي ۽ان کان پوءِ هن جو اندازو لڳايو ويو آهي."

هڪڙي بزرگ ڪنهن متڪبر کي چيو تہ تنهنجي شروعات هڪ ناپاڪ نطفي مان آهي ۽ تنهنجي پڇاڙي هڪ گندي لاش جي صورت ۾

آهي ۽ تون انهن ٻنهين حالتن جي وچ ۾ گندگيءَ کي ڪنيو ٿو وتين، انهيءَ ئي مفهوم کي هڪ شاعر هن طرح ادا ڪيو آهي.

چو وڏائي هن کي گندگيءَ تي آ-
اهڙي حالت ۾ سمهي ٿو ڏينهن رات

جڏهن تواضع قلب مان موڪلائي وڃي ۽ وڏائي ۽ غرور ان ۾ قائم ٿي وڃي تہ پوءِ سڀ عضوا بہ ان کان متاثر ٿا ٿين، ۽ جيڪي ڪجهہ دل ۾ هوندو آهي اهوئي ظاهر ٿيندو آهي. ڪڏهن ان جي اثر سان ٻچي ايپي ٿي ويندي آهي ۽ ڪڏهن منهن بگڙجي ويندو آهي. جيئن الله تعالىٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ” توهان ماڻهن جي سامهون پنهنجو منهن نہ بگاڙيو“ ڪڏهن نفس جي نافرمانيءَ جي موقعي تي مٿي تي ان جو اثر ٿيندو آهي، جيئن الله تعالىٰ جل شانہ جو فرمان آهي تہ” هو پنهنجي مٿن کي موڙن يا چڪن ٿا ۽ تون انهن کي غرور ۽ تڪبر سان منهن موڙيندو ڏسندين.“

## غرور ۽ خود داري

عضون وغيره تي تڪبر جا اثر مختلف قسمن سان پيدا ٿيندا آهن، جن مان ڪي هڪ ٻئي کان وڌيڪ خراب هوندا آهن جيئن اجائي شيخي ۽ گهمنڊ، عزت ۽ خود داري،هيءَ عزت ۽ خودداري صورت جي لحاظ کان وڏائي ۽ غرور سان مشابهت ٿي رکي، پر حقيقت ۾ مختلف آهي،جهڙيءَطرح تواضع ذلت سان ٿو مشابهت رکي حالانڪ تواضع پسنديده فعل اَهي ۽ ذلت برو فعل آهي. ساڳي طرح وڏائي ۽ غرور تمام برو آهي ۽ عزت سٺي صفت آهي جيئن الله تبارڪ وتعالىٰ جل جلالہ فرمائي ٿو تہ عزت الله، ان جي رسول ۽ مؤمنن کي حاصل آهي“ لهذا عزت وڏائي ۽ غرور کان بلڪل مختلف آهي ان ڪري ڪنهن بہ مؤمن لاءِ هي جائز نہ آهي تہ پنهنجو پاڻ کي ذليل سمجهي. عزت جي تعريف هيءَ آهي تہ نفس پنهنجي خوديءَ کي سڃاڻي ۽ ان جو احترام هي آهي تہ ان کي

دنيا جي عارضي مفاد جي لاءِ استعمال نہ ڪري، وڏائي ۽ غرور جي تعريف هيءَ آهي تہ انسان پنهنجي نفس کان ناواقف آهي ۽ ان کي هن جي مرتبي کان مٿاهون تصور ڪري.

حضرت حسن عليه السلام جن کي چيو ويو تہ ”توهان جو نفس ڪيترو نہ عظيم آهي“ پاڻ جواب ڏنائون تہ ”مان عظيم نہ آهيان“ جيئن تہ عزت بري نہ آهي ۽ ان جي وڏائيءَ سان مشابهت بہ آهي،ان ڪري الله تعاليٰ جل شانه فرمايو تہ” توهان زمين ۾ ناحق تڪبر ٿا ڪيو“ هن ۾ لڪل اشارو هي آهي تہ عزت حق جي اصولن تي ٻڌل آهي.

جيڪو شخص ذلت کان منهن ڦيرائڻ کان سواءِ تواضع جي حد تي ٿو رهي اهو عزت جي رستي تي آهي جيڪا وڏائيءَ جي باهہ واري پنيءَ تي قائم آهي.لهاذا اهڙي موقعي تي صرف راسخ علما ۽ بارگاهہ جا مقرب ۽ ابدال ۽ صديق ئي ثابت قدم رهندا آهن، چون ٿا تہ جيڪو تڪبر ٿو ڪري اهو پنهنجي نفس جي ڪميڻائپ جو ثبوت ڏئي، ۽ جيڪو تواضع ٿو ڪري اهو پنهنجي شريفاڻي طبيعت ٿو ظاهر ڪري.

حضرت ترمذي رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ تواضع جا ٻہ قسم آهن (١) انسان الله جل شانه جي حڪمن ۽ منع ڪيل ڪمن ۾ تواضع ڪري، ڇو تہ نفس آرام طلب هئڻ سبب ان جي حڪم کان غافل ٿيندو آهي ۽ منع ڪيل شين يا ڪمن جي خواهش ڪندو آهي لهذا جيڪڏهن هو هن جي حڪم ۽ منع جي مطابق عمل ٿو ڪري تہ اهو بہ تواضع آهي.

(٢) پنهنجي نفس کي الله جل شانه جي عظمت جي تابع ڪري ڇڏي، چنانچہ جيڪڏهن هن جو نفس ڪنهن جائز شيءِ جي خواهش ڪري تہ هو ان کي روڪي يعني هو پنهنجي ارادي کي الله تعاليٰ جل شانه جي مشيئت جي تابع ڪري.

هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ رهي تہ حق جو بندو تواضع جي حقيقت ان وقت معلوم ڪري ٿو سگهي جڏهن حق جي مشاهدي جو نور هن جي دل ۾ نظر اچي. انهيءَ موقعي تي هن جو نفس ڳري وڃائي ۽ خود پسنديءَ جي ڪوٽ ڪان صاف ٿيندو آهي ۽ نرم ٿي حق ۽ مخلوق جي اطاعت ڪندو آهي، ڇو تہ ان وقت هن جا آثار محو ٿي ويندا آهن، ۽ هن جي سوزش ۽ غبار ختم ٿي ويندا آهن

## تواضع رسول ﷺ

اسان جي پيغمبر ﷺ جن کي تواضع جو سڀ کان وڏو حصو مليو هو. پاڻ ﷺ ان کي قرب جي مقامات ۾ بہ اختيار ڪندا هئا، جيئن حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها هڪ ڊگهي حديث ۾ هن طرح بيان فرمايو آهي تہ " هڪ رات مون رسول الله ﷺ جن کي نہ ڏٺو تہ مون کي زالن واري احساس جي تحت خيال آيو تہ پاڻ ﷺ ڪنهن ٻي محترمہ گهر واريءَ وٽ آهن، ان ڪري مون سيني ازواج مطهرات رضوان الله عليهم اجمعين جن جي ڪمرن ۾ ڪين ڳوليو، پر پاڻ ﷺ اتي نہ مليا، ان ڪان پوءِ مون ڪين مسجد ۾ ڏٺو تہ پاڻ ﷺ پراڻي ڪپڙي وانگر سجدي ۾ هئا ۽ سجدي جي حالت ۾ هي الفاظ فرمائي رهيا هئا" (اي الله) منهنجي دل ۽ خيال بہ تنهنجي آڏو سجدي ۾ آهي، منهنجي دل توتي ايمان آندو آهي منهنجي زبان ان جو اقرار ٿي ڪري. اي عظمت وارا الله! اي وڏن وڏن گناهن کي معاف ڪرڻ وارا! مان تنهنجي سامهون آهيان"

پاڻ ﷺ جن جو هي فرمائڻ تہ" منهنجي دل ۽ خيال تنهنجي آڏو سجدي ۾ آهي" تہ هي قول تواضع جي انتها آهي. هي چئي وجود جا آثار اهڙي طرح محو ڪيا ويا آهن جو ظاهر ۽ باطن ۾ هڪ ذرو بہ سجدي ڪان الڳ ناهي.

جڏهن ڪنهن صوفيءَ کي قرب جي ڪشائش تي خاص تواضع جو موقعو نہ ملي تہ ان کي مخلوق سان بہ تواضع ڪرڻ جو موقعو نٿو ملي سگهي، هيءَ اها سعادت آهي جيڪا ڪنهن کي ملي تہ پوري طريقي سان حاصل ٿيندي آهي، مطلب تہ تواضع صوفين جي اخلاق جو اهم حصو آهي.

## تحمل ۽ مدارات

صوفين جو ٻيو اهم اخلاقي فعل تحمل ۽ برداشت آهي، هو مخلوق جي تڪليفن کي خوشيءَ سان برداشت ڪندا آهن، رسول الله ﷺ جن جي نرمي ۽ برداشت جو اهم مثال هي آهي تہ پاڻ يهودين جي وچ ۾ ڪنهن اصحابيءَ کي شهيد ٿيل ڏٺائون تہ انهن تي زيادتي ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجي طرفان هڪ سؤ ڏاچين جو ديت ادا ڪيائون حالانڪ سندن اصحابن سڀورن رضوان الله عليهم کي پنهنجي طاقت وڌائڻ لاءِ ان وقت هڪ هڪ ڏاچيءَ جي ضرورت هئي. سندن ﷺ نرمي ۽ برداشت جو هي حال هو جو پاڻ ڪنهن بہ ڪاڏي مان ڪا برائي نہ ڪيندا هئا. ۽ نہ وري ڪنهن خادم کي چڙپ ڏيندا هئا.

حضرت انس رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ مون رسول الله ﷺ جن جي ڏهہ سال خدمت ڪئي، انهيءَ عرصي ۾ پاڻ ﷺ مون کي اف بہ نہ چئي ۽ جيڪڏهن مون ڪو ڪم ڪيو تہ پاڻ ﷺ اهو ڪو نہ پڇيائون تہ هي ڪم ڇو ڪيئي، ۽ جيڪڏهن مون ڪنهن ڪم کي ڇڏي ڏنو تہ پاڻ ﷺ اهو بہ نہ پڇيائون تہ تو هي ڪم ڇو ڇڏي ڏنو" . پاڻ ﷺ سيني کان وڌيڪ خوش اخلاق هئا ،مون سندن هٿيليءَ مبارڪ کان وڌيڪ ريشم يا ڪا ٻي شيءِ کي نرم نہ ڏٺو ۽ سندن پگهر مبارڪ کان وڌيڪ ڪو مشڪ يا عطر خوشبودار نہ هو.

لهاذا، اهل عيال، اولاد، پاڙيسري، دوست ۽ عام ماڻهن سان نرمي ۽ برداشت ڪرڻ صوفين جي اخلاقي خصوصيت آهي،تڪليفن کي

برداشت ڪرڻ سان نفس جو جوهر ظاهر ٿو ٿئي،چون ٿا تہ هر شيءِ جو هڪ جوهر آهي، لهاذا انسان جو جوهر عقل آهي ۽ عقل جو جوهر صبر آهي.

حضرت ابن عمر رضي الله عنہ جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهو مومن جيڪو ماڻهن سان گڏ رهندو هجي ۽ انهن جي تڪليفن تي صبر ڪندو هجي، انهن ماڻهن کان بهتر آهي جيڪي ماڻهن سان ملڻ ڪرڻ نہ رکندا هجن، ڇو تہ هو هنن جي تڪليفن پهچائڻ تي صبر ٿو ڪري، حديث شريف ۾ اهو بہ آيل آهي تہ" ڇا توهان مان ڪو ابو الضمضم جهڙو نہ ٿو ٿي سگهي؟ ماڻهن پڇيو تہ ابو ضمضم ڇا ڪندو هو؟ فرمايائون تہ هو هر روز صبح جي وقت هي چوندو هو تہ اي الله جل شانہ! مون اڄ پنهنجي عزت ان تي قربان ڪري ڇڏي آهي، جيڪو مون تي ظلم ڪري،جيڪڏهن ڪير مونکي ماري تہ مان ان کي نہ ماريندس،۽ جيڪو مون کي گاريون ڏيندو تہ مان ان کي گار نہ ڏيندس، ۽ جيڪو مون تي ظلم ڪندو تہ مان ان تي ظلم نہ ڪندس.

حضرت عائشہ رضي الله عنها جن جي حديث آهي تہ" هڪ ماڻهوءَ رسول الله ﷺ جن کان اجازت گهري، ان وقت مان سائن گڏ هئس، تہ پاڻ ﷺ پهريائين هي فرمايائون تہ "اهو قبيلي جو خراب پٽ يا ڀاءُ آهي" ان کان پوءِ پاڻ ﷺ کيس اجازت ڏني ۽ ان سان نرم گفتگو ڪئي جڏهن هو هليو ويو تہ مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! توهان هيءَ ڳالھ چوڻ کان پوءِ هن سان نرميءَ سان ڳالهيو، پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ اي عائشہ! بدترين انسان اهو آهي جنهن کي ماڻهو سندن فحش ڪلاميءَ جي خوف کان ڇڏي ڏين.

حضرت ابو ذر رضي الله عنہ جن کي پاڻ ﷺ فرمايائون تہ" جتي بہ اوهان رهو الله کان ڊڄو،۽برائيءَ جو بدلو نيڪيءَ سان ڏيو. اها نيڪي انهيءَ برائيءَ جو خاتمو ڪري ڇڏيندي بلڪ ماڻهن سان سٺي اخلاق سان

پيش اچو".

سٺي سلوڪ سان انسان جي انتهائي عقلمندي وسعت علم ۽ بردباريءَ جو ثبوت ٿو ملي، ڇو ته نفس جي هيءَ عادت آهي ته هو ان کي ناپسند ٿو ڪري، جيڪو هن جي مرضيءَ جي خلاف ڪم ڪري.ان وقت هن ۾ غصي ۽ غضب جي باهه ڀڙڪي ٿي، لهاذا سهڻي برتاءَ ۽ نرميءَ سان نفس جي غصي ۽ نفرت جو سد باب ٿي ٿو وڃي.

روايت آهي ته" جيڪو ڪاوڙ کي اهڙي حالت ۾ ضبط ڪري جڏهن جو هو هن کي نافذ ڪري سگهندو هجي ته الله تعاليٰ جل شانه قيامت جي ڏينهن ان کي سڀني ماڻهن جي روبرو گهرائيندو ۽ کيس اختيار ڏيندو ته هو جنهن به حور کي گهري تنهن کي پسند ڪري." حضرت جابر رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته آنحضرت ﷺ جن فرمايو ته" ڇا مان توهان کي نه ٻڌايان ته دوزخ جي باهه ڪنهن تي حرام آهي؟ (باهه) نرم ۽خوش اخلاق ۽ ويجهي ماڻهوءَ تي حرام آهي.

حضرت ابو مسعود انصاري رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته" نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ هڪ ماڻهو آيو، جڏهن پاڻ ﷺ جن انهيءَ سان گفتگو ڪئي ته هو ڪنبڻ لڳو، پاڻ ﷺ فرمايو ته گهبراءِ نه مان ڪو بادشاهه نه آهيان، مان ته قريش جي هڪ عورت جو پٽ آهيان، جيڪا سڪل گوشت کائيندي هئي.

حضرت ابو درداءَ رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" جنهن کي نرميءَ جو برتاءُ عطا ڪيو ويو سمجهو ته ان کي ڀلائي ملي ويئي ۽ جنهن کي نرم مزاجيءَ جو ڪو حصو نه ملي ته اهو ڀلائيءَ کان محروم ٿي ويو" حضرت عبدالله بن ابي بڪر رضي الله عنه جن سان هڪ عرب هن طرح بيان ڪيو ته"مون کان رسول الله ﷺ جن کي جنگ حنين ۾ هن طرح تڪليف پهتي جو منهنجي پيرن ۾ وزني جتيون هيون جن سان سندن ﷺ جو پير مبارڪ ڏڀجي ويو، سندن ﷺ هٿ ۾ هڪ

لکڻ هو جيڪو مون کي وهائي ڪڍيائون، ۽ فرمايائون تہ ” تو مون کي سخت تڪليف ڏني آهي“ ان جو نتيجو اهو ٿيو جو مان سڄي رات پنهنجي نفس کي ملامت ڪندو رهيس تہ مون رسول الله ﷺ جن کي تڪليف پهچائي ۽ مون اها رات جهڙي طرح گذاري، بس خداوند ڪريم کي ئي خبر آهي“ صبح ٿيڻ شرط هڪڙو ماڻهو آيو ۽ پڇيائين تہ فلاڻو ماڻهو ڪٿي آهي؟ مون چيو تہ اهو مان آهيان،۽ مون ڪان ڪالهہ هيءَ غلطي ٿي ويئي هئي،اهڙيءَ طرح مان ڊڄندو سندن ﷺ خدمت ۾ پهتس تہ پاڻ ﷺ سڳورن فرمايو تہ ڇا تون ئي اهو ماڻهو آهين جنهن پنهنجي جتيءَ سان منهنجو پير دٻايو هو ۽ انهيءَ وقت مون توکي لکڻ هنيو هو، انهيءَ جي بدلي ۾ هي اسي رڍون ڪاهي وڃ“.

## قرباني ۽ همدردي

صوفي بزرگن جو هڪ اخلاق قرباني ۽ همدردي آهي، هن ڪم تي انهن کي قدرتي رحم ۽ شفقت ۽ ايماني قوت آماده ٿي ڪري، هو موجوده شيءِ کي قربان ڪري ڇڏيندا آهن ۽ گم ٿي ويل شيءِ تي صبر ڪندا آهن.

شيخ ابو يزيد بسطامي رحمہ الله عليه جن فرمائين ٿا تہ هڪ نوجوان ڪانسواءِ ٻيو ڪير بہ مون کي هارائي نہ سگهيو، هن پڇيو تہ زهد جي تعريف ڇا آهي؟ مون چيو تہ اسان کي جيڪو ملندو آهي ڪائي ڇڏيندا آهيون پر جيڪڏهن نہ ملي تہ صبر ڪندا آهيون“ هن چيو تہ اسان وٽ بلخ ۾ ڪتا بہ ائين ڪندا آهن. ان تي وري مون پڇيو مانس تہ تنهنجي نظر ۾ زهد جي تعريف ڇا آهي؟ هن چيو تہ” جڏهن اسان کي نہ ملندو آهي تہ شڪر ڪندا آهيون ۽ ملندو آهي تہ ايثار ڪندا آهيون“.

شيخ ذوالنون مصري رحمہ الله عليه جن جو ارشاد آهي تہ” فراخدل زاهد جون ٽي نشانيون آهن (١) جمع ڪيل شيءِ کي گهٽ خرچ ڪرڻ (٢) گم ٿي ويل شيءِ کي نہ ڳولڻ (٣) پنهنجو ڪاڌو ٻين کي ڏيڻ.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جنگ تصير ۾ انصارن کي چيو تہ "توهان جيڪڏهن چاهيو تہ پنهنجي مال ۽ گهرن ۾ مهاجرن کي بہ شريڪ ڪيو ۽ هن غنيمت جي مال ۾ بہ انهن سان شريڪ ٿي وڃو، ۽ جيڪڏهن توهان چاهيو تہ توهان جا مال ۽ گهر توهان وٽ رهن، پر پوءِ اسين هن غنيمت جي مال مان توهان کي ڪجهہ بہ نہ ڏينداسين."

انصارن عرض ڪيو تہ اسين پنهنجي مال ۽ گهرن ۾ هنن کي شريڪ ڪنداسين ۽ ان کان سواءِ غنيمت جو مال بہ هنن جي حق ۾ قربان ٿا ڪيون يعني هن ۾ اسين هنن جا شريڪ نہ ٿينداسيون ان تي هيءَ آيت مبارڪ نازل ٿي.

| | |
|---|---|
| وَيُؤْثِرُوْنَ عَلٰٓي اَنْفُسِهِمْ وَلَوْ كَانَ بِهِمْ خَصَاصَةٌ (پ٢٨ حشر) | اهي ايثار ٿا ڪن چاهي انهن کي ڪيتري بہ تنگي هجي. |

## هڪ قرباني جو واقعو

حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ هڪ ماڻهو رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿيو هو تمام خراب حالت کان مجبور ٿي چوڻ لڳو تہ" يا رسول الله ﷺ مان بکيو آهيان مون کي کاڌو کارايو. پاڻ سڳورن ازواج مطهرات (پنهنجي پاڪ گهر وارن) ڏي پيغام موڪلي پڇا ڪرايائون هنن سيني اهو چوائي موڪليو تہ انهيءَ ذات جو قسم! جنهن اوهان کي پيغمبر بنائي موڪليو آهي اسان وٽ پاڻيءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونهي". ان تي پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ اسان وٽ ڪا بہ اهڙي شيءِ ڪانهي جيڪا توکي اڄ رات کارايون" ان کان پوءِ پاڻ ﷺ صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين کي فرمايائون تہ ڪير آهي جيڪو هن کي اڄ رات پاڻ وٽ مهمان رکي؟ ان تي الله جل جلالہ رحم فرمائيندو. ان تي انصارن جو هڪڙو ماڻهو اٿي بيٺو ۽ چيائين تہ "اهو مان

آهيان" اهو چئي هو هن کي پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ پنهنجي زال کي چيائين ته هي رسول الله ﷺ جن جو مهمان آهي هن جو خوب اعزاز ۽ اڪرام ڪر ۽ هن کان ڪا شيءِ لڪائي نه رکو." هن جي زال چيو ته اسان وٽ صرف ٻارن جي خوراڪ آهي" هن چيو ته انهن کي آسرو ڏئي سمهاري ڇڏ ته جيئن هو ڪجهه به نه کائن، ان کان پوءِ مهمان جڏهن کائڻ لڳي ته تون اٿي چراغ کي درست ڪرڻ جي بهاني سان وسائي ڇڏ. پوءِ اسين ٻئي هن جي سامهون ويهي (بغير کائڻ جي) وات کي هلائيندا رهنداسين ته جيئن رسول الله ﷺ جن جي مهمان جو پيٽ ڀرجي وڃي." هن جي زال اهو ٻڌي اٿي ويئي ۽ ٻارن کي آسرا ڏيندي رهي ايستائين جو هو سمهي پيا ان کان پوءِ هن کاڌو تيار ڪيو ۽ ڏيو ٻاريو، جڏهن مهمان کائڻ شروع ڪيو ته هن ڏئي کي درست ڪرڻ جي بهاني سان ان کي وسائي ڇڏيو ۽ هو ٻئي زال مڙس رسول الله ﷺ جي مهمان لاءِ خالي وات هلائيندا رهيا. مهمان سمجهيو ته هو ٻئي هن سان گڏ کاڌو کائي رهيا آهن. آخر مهمان جو پيٽ ڀرجي ويو ۽ هنن ٻنهين بکيو رهي رات گذاري.

صبح جو رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿيا ته پاڻ ﷺ هنن کي ڏسي مسڪرايو ۽ پوءِ فرمايائون ته اڄ رات الله تعالىٰ جل شانه فلاڻي مرد ۽ فلاڻي عورت کي پسند فرمايو ۽ هيءَ آيت نازل فرمائي ته "اهي ايثار ٿا ڪن چاهي انهن کي ڪيتري ئي تنگي ۽ محتاجي هجي"

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمايو ته هڪ اصحابيءَ کي تحفي ۾ ٻڪريءَ جي ٻڳل سري موڪلي ويئي. هو تمام گهڻو تنگ حال هو ان جي باوجود پاڻ اهو تحفو پنهنجي پاڙيسريءَ کي پيش ڪيائون. اهڙي طرح اهو تحفو گردش ڪندو ستن ماڻهن کان ٿيندو وري ڦرئين ماڻهوءَ وٽ آيو، ان تي اها مذڪوره آيت نازل ٿي.

روايت آهي ته شيخ ابو الحسن انطاڪي رحمه الله عليه جن وٽ شهر ري جي هڪ ڳوٺ ۾ ٽيهن کان وڌيڪ ماڻهو جمع ٿيا ،ان وقت هنن

وٽ صرف چند مانيون هيون، جن سان پنجن ماڻهن جو پيٽ بہ نہ پرجي لهذا پاڻ مانين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڏيو وسائي ڇڏيائون ۽ ڪائڻ ويهي رهيا، آخر ۾ ڏٺائون تہ مانيون ساڳي طرح رکيون آهن ۽ ايثار جي ڪري ڪنهن بہ ماني نہ کاڌي.

حضرت حذيفه الصدوري رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مان جنگ يرموڪ ۾ پنهنجي سوٽ جي ڳولا ۾ نڪتس ان وقت مون وٽ ٿورڙو پاڻي هو مون سوچيو تہ جيڪڏهن هن ۾ زندگيءَ جو ڪو آثار هوندو تہ ان کي پاڻي پياريان ۽ هن جي منهن کي صاف ڪيان پر جڏهن مان هن وٽ پهتس تہ پڇيو مانس تہ ڇا توکي پاڻي پياريان؟ هن اشاري سان چيو تہ هائو ايتري ۾ ويجهو هڪ ماڻهوءَ جي آهہ ٻڌڻ ۾ آئي تہ منهنجي سوٽ چيو تہ هي پاڻي ان کي پيار اهو هشام بن العاص رضي الله عنه هو، جڏهن مان ان وٽ آيس تہ پڇيو مانس تہ توکي پاڻي پياريان؟ هي لفظ ٻڌي ٻئي هشام نالي شخص آهہ ڀري تہ هن چيو تہ هي پاڻي ان کي پيار، جڏهن مان پاڻي کڻي ان وٽ ويس تہ هو فوت ٿي ويو. هاڻي مان واپس هشام بن العاص وٽ آيس تہ اهو بہ فوت ٿي ويو هو ان کان پوءِ مان پنهنجي سوٽ وٽ آيس تہ اهو بہ هن فاني دنيا مان رحلت ڪري چڪو هو.

شيخ ابو الحسنين بوشيخي رحمة الله عليه جن کان جوانمرديءَ جي متعلق پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ جوانمردي اها آهي جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ جل شانه قرآن ڪريم ۾ هن طرح ڪيو آهي.

| | |
|---|---|
| وَالَّذِيْنَ تَبَوَّؤُالدَّارَ وَالْاِيْمَانَ (پ٢٨ حشر) | هي اهي ماڻهو آهن جيڪي (مديني منوره) گهر ۾ رهن ٿا ۽ ايمان آندو اٿن. |

شيخ ابن عطا فرمايو تہ” هي اهي ماڻهو آهن جيڪي سخاوت

۽ ڪرم جي ڪري ايثار ڪندا آهن، پوءِ ڀلي هو بک ۽ فقر فاقي ۾ مبتلا هجن.

## قرباني جي حقيقت

شيخ ابو حفص رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته ”ايثار اهو آهي ته پنهنجي روحاني ڀائرن جي حصن کي دنيا ۽ آخرت جي ڪمن ۾ پنهنجي حصن کان مٿاهون رکي“ ڪنهن ٻئي بزرگ فرمايو آهي ته ايثار ۾ ڪنهن کي ترجيح حاصل نه آهي بلڪ ان ۾ سڀني مخلوق جا حق، ذاتي حقن کان مٿاهان هوندا آهن. يعني انهيءَ سلسلي ۾ ڪنهن به ڀاءُ، دوست يا واقف جو فرق نه رکيو ويندو آهي.“

شيخ يوسف ابن الحسن رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته جيڪو شخص ڪنهن شيءِ کي پنهنجي ملڪيت سمجهي ڪنهن شيءِ جو پاڻ کي مالڪ سمجهي اهو صحيح طريقي سان ايثار نه ڪري سگهندو، ڇو ته هو پنهنجي ملڪيت کي ڏسي پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ حقدار سمجهندو، بلڪ اهوئي شخص ايثار ڪري سگهندو جيڪو اهو سمجهي ته سڀ ڪجهه الله رب العزت جي ملڪيت آهي ۽ جنهن جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو اهو ان جو حقدار آهي لهاذا جيڪڏهن ڪنهن کي ڪا شيءِ ملي وڃي ته اها ان جي هٿ ۾ امانت آهي جنهن کي هو ان جي ضرورتمند وٽ پهچائي.“

هڪ بزرگ جو ارشاد آهي ته”حقيقي قرباني اها آهي ته توهان پنهنجي آخرت جي حصي کي به پنهنجي ڀائرن تي قربان ڪري ڇڏيو، ڇو ته دنيا ته ايتري قدر معمولي شيءِ آهي جو نه ته اها ايثار جو مقام بنجي ٿي سگهي ۽ نه ايثار جي لفظ جو ذڪر ان سان مناسب آهي،انهيءَ خيال جي ڪري هڪ بزرگ پنهنجي روحاني ڀاءُ سان ملاقات ڪئي ته ان جي سامهون گهڻو ڪشاده ڇهري جو اظهار نه ڪيائين جڏهن هن جي ڀاءُ هن جي هن حرڪت کي ناپسند ڪيو ته چوڻ لڳو ته اي برادر! رسول الله ﷺ

جن فرمايو آهي ته "جڏهن به مسلمان ملاقات ڪن ته انهن تي رحمت جا ١٠٠ هڪ سؤ حصا نازل ٿيندا آهن جن مان نوي حصا ان جي لاءِ هوندا آهن، جيڪو وڌيڪ ڪشادي منهن سان ملندو آهي ۽ باقي ڏهه حصه ان لاءِ هوندا آهن جيڪو گهٽ ڪشاده چهري وارو هوندو آهي، لهاذا مون اهوئي پسند ڪيو ته گهٽ ڪشاده چهري وارو ٿيان ته جيئن توکي ثواب زياده ملي.

شيخ ابوبڪر سعدان رحمه الله عليه فرمائن ٿا ته جيڪو صوفين جي خدمت ۾ رهي ته اهو بي نفس، بي دل ۽ بغير ملڪيت جي انهن سان گڏ رهي چو ته جيڪڏهن دنياوي اسبابن ڏي نظر رکندو ته هو پنهنجي ڪم ۾ ڪامياب نه ٿيندو. سهل بن عبدالله رحمه الله عليه فرمائن ٿا ته:

"صوفي اهو آهي جيڪو پنهنجي خون کي حلال ۽ پنهنجي ملڪيت کي مباح تصور ڪري."

شيخ رويم رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا ته "تصوف جو بنياد ٽن خصلتن تي آهي (١) فقر اختيار ڪرڻ (٢) سخاوت ۽ ايثار (٣) پنهنجي ڪوشش ۽ پسند کي ترڪ ڪرڻ.

جڏهن (حڪومت وٽ) صوفين جي چغل خوري ڪئي ويئي ۽ حضرت جنيد رحمه الله عليه فقهي هجڻ جي ڪري بچي ويا، پر ٻين مشائخن مان شمام، رقام، ۽ نوريءَ کي گرفتار ڪيو ويو ۽ انهن جو گردن لاهڻ لاءِ چمڙا وڇايا ويا ته سيني کان پهريائين شيخ نوري اڳتي وڌيو، جڏهن پڇيو ويو ته تون ڇو ٿو سبقت ڪرڻ گهرين؟ ته فرمايائون ته مان پنهنجي يارن لاءِ هڪ گهڙي زندگيءَ جو ايثار ٿو ڪيان."

هڪ دفعي شيخ رود باري رحمه الله عليه جن پنهنجي ڪنهن ساٿيءَ جي گهر ۾ داخل ٿيا ته هو گهر ۾ موجود نه هو ۽ هن جي گهر جو دروازو بند هو. پاڻ فرمايائون ته "صوفي ٿي ڪري هن جو دروازو بند آهي؟ هن جو دروازو ٽوڙيو. چنانچه ان جو دروازو ٽوڙيو ويو ان کان پوءِ پاڻ حڪم ڪيائون ته گهر جون سڀ شيون وڪڻي ڇڏيو لهاذا ان جي گهر

جو سامان ڪٺي بازار ۾ وڪرو ڪيو ويو ۽ سڀ هن جي گهر ۾ ويهي رهيا جڏهن گهر جو مالڪ آيو ته هن کا ڳالهه نه ڪئي هن جي زال جيڪا هڪ چادر ويڙهيل هئي، جڏهن گهر ۾ داخل ٿي ته هن اها چادر به لاهي اڇلائي ۽ چيائين ته هيءَ چادر به هن ئي گهر جي سامان جو بچيل حصو آهي، هن کي به وڪڻي ڇڏيو هن جي مڙس چيو تو پنهنجي خوشيءَ سان هيءَ تڪليف ڇو ڪئي؟ چوڻ لڳي ته خاموش ٿي وڃ،جڏهن حضرت شيخ جهڙي بزرگ اهو حڪم ڏنو آهي ته پوءِ اهو مناسب نه آهي ته ڪا به شيءِ باقي بچي.

## اسلامي اخوت

هڪ دفعي قيس بن سعد بيمار ٿي پيو ته هن جي يائرن هن جي عيادت ڪرڻ ۾ دير ڪئي، جڏهن پاڻ انهيءَ باري ۾ ماڻهن کان پڇيائون ته انهن چيو ته جيئن ته توهان جو قرض هنن کي ادا ڪرڻو آهي ان ڪري اچڻ کان شرمائن ٿا. پاڻ فرمايائون ته خداوند ڪريم هن مال کي غارت ڪري جيڪو يائرن کي هڪ ٻئي جي ملاقات کان روڪي، ان کان پوءِ پاڻ اعلان فرمايائون ته جيڪو به قيص جو مقروض آهي ان جوقرض معاف ڪيو ٿو وڃي. هي اعلان ٻڌي شام جو ايترا ته ماڻهو عيادت لاءِ آيا جو گهر جي چائنٺ ڀڄي پئي.

هڪ ماڻهوءَ پنهنجي ڪنهن دوست وٽ اچي دروازو کڙڪايو، جڏهن هو نڪتو ته پڇيائين ته ڪيئن آيا آهيو؟ هن چيو ته مان چار سؤ درهمن جو مقروض آهيان، اهو ٻڌي هو ماڻهو گهر ۾ ويو ۽چار سؤ درهمن جو وزن ڪري هن کي ڏيئي ڇڏيائين ۽ روئندو گهر ۾ آيو ته سندس زال چيو ته جيڪڏهن ايتري رقم ڏيندي توتي بار پيو ٿئي ته سواليءَکي ٽاري ڇڏين ها ، هن چيو ته مان ان لاءِ ٿو رئان ته مون خود هن جو حال ڇو نه معلوم ڪيو جو هن کي اچي پنهنجو حال ٻڌائڻ جي ضرورت پئي.

حضرت ابو موسيٰ الاشعري رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته قبيلي اشعر جا ماڻهو جڏهن جنگ ۾ تنگ دست ٿي پوندا آهن ۽ سندن ٻارن ٻچن لاءِ کاڌو گهٽجي ويندو آهي ته هو پنهنجو سڀ سامان هڪ ڪپڙي ۾ جمع ڪري پوءِ هڪ ئي ٿانو سان کاڌو سيني ۾ برابر برابر تقسيم ڪري ڇڏيندا آهن، اهي ماڻهو مون سان وابسته آهن ۽ مان انهن سان وابسته آهيان.

حضرت جابر رضي اللهعنه جن فرمائن ٿا ته "رسول الله ﷺ جن جڏهن به جهاد جو ارادو فرمائيندا هئا ته فرمائيندا هئا ته "اي مهاجر وانصار توهان جا ڪجهه پائر اهڙا آهن جن وٽ نه مال آهي نه سامان آهي لهذا توهان مان هر هڪ پاڻ سان هڪ، ٻه يا ٽي ماڻهو شامل ڪري ته جيئن توهان کي به اٺ جي سواري واري سان اهڙي طرح ملي جهڙي طرح انهن کي پنهنجي واري ۾ سواري ملندي آهي، حضرت جابر رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته مون پاڻ سان ٻه ٽي ماڻهو شامل ڪيا ۽ اسان مساوي حيثيت سان واري واري سان سوار ٿيندا هئاسين"

حضرت انس رضي الله عنه بيان ٿا فرمائن ته" جڏهن حضرت عبدالرحمن رضي الله عنه بن عوف مديني منوره تشريف وٺي آيا ته پاڻ پنهنجي ۽ سعد بن الرسيع رضي الله عنه انصاريءَ جي وچ ۾ ڀائپي وارو رستو قائم ڪري ڇڏيو، سعد رضي الله عنه چيو ته مان پنهنجو اڌ مال توکي ٿو ڏيان ۽ منهنجون ٻه زالون آهن هڪڙي کي طلاق ٿو ڏيان ۽ ان جي عدت پوري ٿيڻ بعد تون ان سان نڪاح ڪر، ان تي حضرت عبدالرحمن رضي الله عنه جن هن کي چيو ته " الله تعاليٰ جل شانه تنهنجي اهل عيال ۽ مال ۾ برڪت عطا فرمائي".

صوفيءَ جي پاڪ مٽي ۽ ان جي شريف فطرت ان کي ايثار ڏي آماده ڪندي آهي،بلڪ خدا وندڪريم ان کي ان وقت صوفي بنائيندو آهي جڏهن ان جي فطرت انهيءَ جي قابل ٿي ويندي آهي، چنانچه جنهن

جي فطرت ۾ سخاوت هجي اهوصوفي بنجي ٿو سگهي،ڇو تہ سخاوت هڪ فطري صفت آهي ۽ بخل ان جي مخالف صفت آهي، جيڪا نفساني صفت آهي، الله تعالىٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ بخل ۽ خودغرضيءَ کان محفوظ ٿي وڃڻ وارا ڇوٽڪارو حاصل ڪندا، هتي ڇوٽڪاري جو حڪم ان جي باري ۾ ڏنو ويو جيڪو بخل کان محفوظ هجي اهڙي طرح صاحب فلاح ان کي چيو ويو جيڪو خرچ ڪري جيئن ارشاد آهي تہ:

| | |
|---|---|
| وَمِمَّا رَزَقْنَاهُمْ يُنْفِقُوْنَ أُوْلَٰئِكَ عَلٰى هُدًى مِّنْ رَّبِّهِمْ وَأُوْلَٰئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ (پ: بقره: ١) | اسان جيڪي ڪجهہ انهن کي عطا ڪيو ان مان هو خرچ ڪندا آهن اهي ئي ماڻهو آهن جيڪي الله جي هدايت تي آهن ۽ اهي ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ وارا آهن. |

فلاح ٻنهين جهانن جي سعادت جي لاءِ جامع ترين لفظ آهي، ۽ خود رسول الله ﷺ جن پنهنجي هڪ قول ۾ ٽن شين کي هلاڪت ۾ وجهندڙ ۽ ٽن شين کي فلاح (نجات ڏيندڙ) قرار ڏنو آهي، هلاڪت وارين ۾ هڪ بخل کي بہ شمار ڪيو ويو آهي جيڪو عادت ۾ شامل ٿي وڃي ۽ انهيءَ کان انڪار بہ نہ ٿو ڪري سگهجي تہ لوازم نفس ۾ خود غرضي ۽ بخل جو وجود آهي جنهن جو نفس تابع آهي، ڇو تہ نفس جي اصل تخليق مٽيءَ مان آهي. جنهن جي خاصيت قبض ۽ امساڪ (سڪڙڻ ۽ روڪڻ) آهي ان ڪري جيڪڏهن هيءَ خاصيت ماڻهوءَ ۾ نظر اچي تہ ڪا تعجب جي ڳالهہ نہ آهي، ڇو تہ اهو هن جي فطرت ۾ داخل آهي، پر ڪنهن جي فطرت ۾ سخاوت جو شامل ٿيڻ تعجب انگيز ضرور آهي.

## جود ۽ سخا جو فرق

صوفي بزرگن جي فطرت ۾ قرباني ۽ سخاوت جي اها مڪمل

صفت موجود آهي جيڪا جود کان بہ ڪامل ترين هوندي آهي،ڇو تہ جود جو مقابل بخل آهي، ۽ سخاوت جو مقابل شح (بخل خود غرضي) آهي،جود وبخل جون صفتون انساني افعالَ جي بَار بار سرزد ٿيڻ ۽ انهن جو عادي بنجڻ سان پيدا ٿينديون آهن،انَ جي برخلاف سخاوت ۽ شح (بخل خود غرضي) فطري آهن. لهاذا هر سخي جواد آهي مگر هر جواد سخي نہ آهي. انهيءَ ڪري سخاوت کي خداوند ڪريم جي صفت قرار نہ ٿوڏيئي سگهجي،ڇو تہ سخاوت فطري طبيعت ۽ سرشت جو نتيجو آهي ۽خدا پاڪ طبيعت ۽ سرشت کان پاڪ ۽صاف آهي جود ۾ رياڪاريءَ جو دخل بہ آهي ۽ ان جي ذريعي انسان مخلوق کان معاوضي يا ڪنهن حق جي توقع رکندو آهي يا مخلوق جي تعريف ۽ خدا وند ڪريم کان ثواب جو اميدوار هوندو آهي،پر سخاوت ۾ رياڪاريءَ جو دخل ناهي، ڇو تہ اها پاڪ مٽي ۽ بلند همت انسانن جي سرشت مان ازخود ظاهر ٿيندي آهي اهي ان جي لاءِ دنيا ۽ آخرت جو معاوضو طلب نہ ٿاڪن، ڇو تہ معاوضو طلب ڪرڻ بخل جو احساس ٿو ڏياري. جنهن جو بنياد معاوضي جي طلب تي آهي ۽جيڪو هن صفت کان پاڪ هجي اها سخاوت آهي، لهاذا سخاوت اهل صفا جي خصوصيت آهي ۽ ايثار اهل انوار جي خاصيت آهي، جيئن قرآن حڪيم ۾ آيو آهي تہ:

| | |
|---|---|
| اِنَّمَا نُطْعِمُكُمْ لِوَجْهِ اللّٰهِ لَانُرِيْدُ مِنْكُمْ جَزَاءً وَّلَا شُكُوْرًا (٢٩ دهر) | در حقيقت اسين توهان کي خدا جي واسطي کاڌو کارايون ٿا، اسين توهان کان بدلي يا شڪر ئي جا طلب گار نہ آهيون. |

هن آيت ۾ معاوضي طلبيءَ جي لاءِ کاڌو کارائڻ جي ترديد ڪئي وئي آهي، لهذا جيڪو ڪم خداوند ڪريم جي واسطي ٿئي ان ۾ بدلي جي خواهش نہ هوندي آهي بلڪ اهڙي فطرت پاڪ هجڻ ڪري حق جي طرف ڪشش ٿي رکي ۽ ان جو ڪو بہ

معاوضو طلب نہ ڪندي آهي. اها مڪمل ترين سخاوت آهي جيڪا پاڪ فطرت وارن ماڻهن جو شيوو آهي.

حضرت اسماءِ بنت ابي بڪر رضي الله عنها جن هڪ دفعي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ مون وٽ اهوئي هوندو آهي جيڪو حضرت زبير رضي الله عنه مون کي ڏيندا آهن، ان مان ئي گذارو ڪندي آهيان، پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ اهو درست آهي تون ڏيڻ بند نہ ڪر نہ تہ تنهنجو رزق بند ٿي ويندو".

## عفو ودرگذر

صوفين ڪرامن جي هڪ نمايان خصوصيت عفو ۽ درگذر آهي،اهي برائيءَ جو بدلو ڀلائيءَ سان ڏيندا آهن، حضرت سفيان رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ احسان هي آهي تہ جيڪو توسان برائي ڪري ان جو بدلو ڀلائيءَ سان ڏيو ڇو تہ ڀلائيءَ جو بدلو ڀلائيءَ سان ڏيڻ، تجارتي مقابلو ۽ بازار جي ڏي وٺ آهي، جيڪو هڪ هٿ ۾ ڏيو تہ ٻئي هٿ ۾ وٺو. ان کان سواءِ هي بہ ضروري آهي تہ احسان کي محدود نہ رکيو وڃي بلڪ سج هوا ۽ بارش وانگر هو سيني کي فائدو پهچائي.

حضرت انس رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو جڏهن مون جنت ۾ وڏا وڏا محل ڏٺا تہ پڇيم تہ اي جبرئيل عليه السلام هي ڪنهن جي لاءِ آهن، هن چيو تہ هي انهن جي لاءِ آهن جيڪي ڪاوڙ کي کائن ٿا ۽ ماڻهن کي درگذر ٿا ڪن.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن هڪ محفل ۾ ويٺا هئا تہ هڪ ماڻهو آيو ۽ حضرت ابو بڪر رضي الله عنه کي برو ڀلو چوڻ لڳو هو خاموش رهيا، ۽ پاڻ ﷺ بہ مسڪرائيندا رهيا، ان کان پوءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه هن جي ڪن ڳالهين جي ترديد ڪئي ان تي پاڻ ﷺ جن ناراض ٿي پيا ۽ اٿي هليا ويا. حضرت ابو بڪر رضي الله عنه سندن ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون

تہ يا رسول اللہ ﷺ! هن مون کي گاريون ڏنيون ۽ توهان مسڪرائيندا رهيا، ۽ ان کان پوءِ مون جڏهن هن جي ڪن ڳالهين جي ترديد ڪئي تہ توهان ناراض ٿي هليا آيا، پاڻ ﷺ فرمايو تہ جڏهن تون خاموش هئين تہ تنهنجو ساٿي فرشتو هن کي جواب ڏيندو رهيو پر جڏهن تون ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ شيطان اچي ويو، ۽ مان انهيءَ محفل ۾ نہ ٿو ويهي سگهان جتي شيطان موجود هجي، اي ابوبڪر رضي اللہ عنہ! ٽي شيون برحق آهن (١) جيڪڏهن ڪنهن ٻانهي تي ظلم ڪيو وڃي ۽ هو هن کي معاف ڪري تہ اللہ جل جلالہ ان جي مدد ٿو فرمائي (٢) جيڪڏهن ڪير مال جي گهٽائي حاصل ڪرڻ لاءِ سوال جو هٿ ڦيلائي تہ خداوند ڪريم ان جي قلت ۾ اضافو ڪندو آهي (٣) جيڪڏهن ڪير خداوند ڪريم جي خوشنوديءَ جي لاءِ بخشش ۽ انعام جو دروازو کولي ٿو تہ خداوند ڪريم ان ۾ اجان بہ وڌيڪ اضافو ٿو فرمائي.“

حضرت حذيفہ رضي اللہ عنہ جن جي روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ توهان هرجائي نہ ٿيو ۽ هي چوڻ لڳي وڃو تہ جيڪڏهن ماڻهو احسان ڪندا تہ اسين بہ احسان ڪنداسين ۽ جيڪڏهن هو ظلم ڪندا تہ اسين بہ ظلم ڪنداسين بلڪ توهان پنهنجو پاڻ کي هن ڳالهہ جو عادي بڻايو تہ جيڪڏهن ماڻهو احسان ڪن تہ توهان بہ احسان ڪيو ۽ جيڪڏهن هو برائي ڪن تہ اوهان ظلم نہ ڪريو.

ڪنهن اصحابي سڳوري رضي اللہ عنہ عرض ڪيو تہ يا رسول اللہ ﷺ مان هڪڙي ماڻهو وٽان گذرندو آهيان تہ هو نہ مون کي ڪاڏو ڪارائيندو آهي ۽ نہ مهمان رکندو آهي جيڪڏهن هو مون وٽ اچي تہ ڇا مان بہ هن سان اهڙو ئي سلوڪ ڪيان؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ نہ بلڪ تون هن کي ڪاڏو ڪاراءِ.

شيخ فضيل رحمہ اللہ عليہ جن جو قول آهي تہ ” جوانمردي اها آهي تہ يائرن جي لغزشن کي معاف ڪجي.“

رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ صلہ رحمي ڪرڻ وارو اهو نہ آهي جيڪو ڪنهن جو بدلو ڏئي بلڪ اهو آهي تہ جو جيڪڏهن توهان هن سان قطع تعلق ڪيو تہ بہ هو توهان سان صلہ رحميءَ سان پيش اچي. شريفاڻن اخلاقن جي نشاني هيءَ آهي تہ توهان ان کي معاف ڪيو جيڪو توهان تي ظلم ڪري ۽ جيڪو توهان سان قطع تعلقات ڪري ان سان ملڻ جلڻ رکو ۽ جيڪو توهان کي نہ ڏئي ان سان بخشش ڪرڻ جو برتاءُ ڪيو.

## ڪشادو منهن ۽ خنده پيشاني

صوفين ڪرام جي اخلاق جي هڪ نمايان خصوصيت ڪشادو منهن خنده پيشاني ۽مسڪرائيندڙ حالت آهي. صوفي اڪيلائيءَ ۾ رئندو آهي، پر ماڻهن جي سامهون شگفتہ رو ۽ خوش باش نظر ايندو آهي. هن جي دل جي تجلين جي ڪري هن جي منهن تي مسرت جي جهلڪ هوندي آهي، ڇو تہ هن جو باطن روحاني منزلون طئي ڪندو آهيءِ خداوند ڪريم جي طرف کان هن تي اهڙا انعام نازل ٿيندا آهن، جن سان هن جو قلب سيراب ٿي سرورءِ ڪشائش سان لبريز ٿي ويندو آهي جيئن خداوند تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ" هي الله جو فضل ۽ رحمت آهي ان تي انهن کي خوش ٿيڻ گهرجي" جڏهن دل تي سرور ڇانئجي وڃي تہ منهن تي ان جو اثر ضرور ٿيندو آهي جيئن الله تعاليٰ جل شانہ بہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ مُّسْفِرَةٌ ضَاحِكَةٌ مُّسْتَبْشِرَةٌ | انهيءَ ڏينهن منهن ڪلندڙ ۽ خوش هوندا |

چون ٿا تہ اهي منهن ان ڪري روشن هوندا جو اهي خداوند ڪريم جي راهہ ۾ گهڻي عرصي تائين مٽيءَ ۾ ميرا رهي چڪا هئا، دل جي نور جو منهن تي اهڙو عڪس ٿو پوي جيئن چراغ جو شيشي تي ۽ چراغ دان روشن ٿي ويندو آهي،انهيءَ مثال ۾ منهن چراغ دان آهي دل

شيشي وانگر آهي ۽ روح چراغ آهي لهذا جڏهن قلب روحاني مڪالمي جي لذت سان ڀرپور ٿيندو آهي تہ منهن تي شگفتگي اچي ويندي آهي جيئن الله تعالىٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| تَعْرِفُ فِيْ وُجُوْهِهِمْ نَضْرَةَ النَّعِيْمِ (پ۳۰- تطفيف) | اوهان انهن جي منهن تي نعمت جي تروتازگيءَ ڪي سڃاڻي وٺندؤ. |
| وُجُوْهٌ يَوْمَئِذٍ نَاضِرَةٌ اِلٰى رَبِّهَا نَاظِرَةٌ (پ۲۹: قيامت) | انهيءَ ڏينهن منهن ترو تازا ٿي پنهنجي پروردگار جي طرف ڏسي رهيا هوندا. |

يعني جڏهن نظرون خداوند ڪريم جي طرف اٿنديون تہ منهن ترو تازا ٿي پوندا، جيئن تہ صوفين جي ارباب مشاهدي جي بصيرت جون نگاهون نور مشاهدي سان منور ٿي چڪيون آهن ۽ انهن جي قلب جو آئينو صاف ٿي ازلي حسن سان منعڪس ٿي چڪو آهي ان ڪري جيڪڏهن ان صاف ۽ شفاف آئيني تي سج جو عڪس پوندو تہ سڀ ديوارون روشن ٿي وينديون جيئن الله تعالىٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ" هنن جي منهن تي سجدن جا آثار آهن" لهاذا جڏهن منهن پاڻ جي سجدي سان جيڪي جسماني قالب آهن، متاثر ٿي ٿو سگهي تہ اهو الله تبارڪ وتعالىٰ جل جلالہ جي مشاهدي يعني جمال الاهيءَ جي مشاهدي ڪان ڇو نہ متاثر ٿيندو؟

حضرت جابر رضي الله عنہ بن عبدالله جن جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ "هر نيڪي صدقو آهي ۽ هيءَ بہ نيڪي آهي تہ توهان پنهنجي ڏول مان پنهنجي ڀاءُ جي ٿانو ۾ پاڻي وجهو"

شيخ سعد بن عبدالرحمن رضي الله عنہ الزبيدي جن جو قول آهي تہ قرآن پڙهندڙن (قارين) مان مون ڪي هر شگفتہ ۽ کلڻو ملڻو پسند ٿو اچي ڪي اهڙا بہ آهن جو جيڪڏهن توهان هنن سان ڪشادي منهن سان ملندئو تہ هو اهڙو تہ ترش رو ٿي پيش ايندا ڄڻ هو توهان تي ڪو

احسان ڳڻائي رهيا آهن، خداوند ڪريم شال اهڙن قارين ۾ اضافو نہ ڪري.

## نرمي ۽ خوش اخلاقي

صوفين جي هڪڙي اخلاقي خصوصيت نرمي، سادگي،ملنساري ۽ بي تڪلفي بہ آهي، انهيءَ باري ۾ رسول الله ﷺ جن جا ڪيترائي واقعا بيان ڪيا ويا آهن ۽ صوفي سڳورن بہ پاڻ ﷺ جي اخلاق جي پيروي ڪندا آهن پاڻ ﷺ فرمايو تہ "مان مذاق ڪندو آهيان پر حق ڳالهہ چوندو آهيان."

روايت آهي تہ هڪڙو بدوي جنهن جو نالو زاهر بن حرام هو رسول الله ﷺ جن وٽ هميشہ ڪا نئين شيءِ تحفي ۾ کڻي ايندو هو. هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ انهيءَ کي بازار ۾ پنهنجو سامان وڪرو ڪندي ڏٺو پاڻ ﷺ هن جي پويان اچي بغلگير ٿيا هن پويان ڏٺو تہ معلوم ٿيس تہ پاڻ ﷺ جن آهن لهاذا هن سندن ﷺ جا هٿ چميا، ان وقت پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ" هن غلام کي ڪير خريد ڪندو؟" هن عرض ڪيو تہ انهيءَ صورت ۾ توهان مون کي کوٽو ڏسندا، پاڻ ﷺ فرمايائون " پر الله جي ويجهو تون گهڻو نفع بخش آهين" ان کان پوءِ فرمايائون تہ "هر شهريءَ جو هڪڙو باديہ نشين هوندو آهي، لهاذا اهل محمد ﷺ جو باديہ نشين زاهر رضي الله عنه بن حرام آهي"

## ظرافت نبوي صلی اللہ علیہ وسلم

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ هڪڙو ماڻهو پاڻ ﷺ جن جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ! مون کي اٺ تي سوار ڪرايو" پاڻ ﷺ فرمايائون تہ مان توکي ڏاچيءَ جي ڦر تي سوار ڪرائيندس. " هن چيو تہ "مان عرض ٿو ڪريان تہ مون کي اٺ تي سوار ڪرايو ۽ توهان فرمايو تہ ڏاچيءَ جي ڦر تي سوار ڪرائيندس." پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ"اٺ بہ تہ ڏاچيءَ جو ئي ڦر هوندو آهي"

حضرت صهيب رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته " اسين رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿياسين ته سندن سامهون کارڪون هيون جيڪي پاڻ تناول فرمائي رهيا هئا، پاڻ ﷺ جن فرمايو " هن مان کائو" لهذا مان به کائڻ لڳس ته پاڻ ﷺ جن فرمايو ته تون کائي رهيو آهين، حالانڪ تنهنجيون اکيون ڏکي رهيون آهن، مون عرض ڪيو ته مان ٻئي پاسي کان چٻاڙيندس" (اهو ٻڌي) پاڻ ﷺ جن کلي ڏنو، حضرت انس رضي الله عنه فرمائن ٿا ته "هڪ ڏينهن پاڻ ﷺ مون کي فرمايو ته "اي ٻن ڪنن وارا"

حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها جن کان معلوم ڪيو ويو ته پاڻ ﷺ جن جڏهن گهر ۾ اڪيلا هوندا هئا ته ڇا ڪندا هئا بي بي صاحبه رضي الله عنها فرمايو ته "پاڻ ﷺ سيني ماڻهن کان وڌيڪ نرم مزاج هوندا هئا هر وقت مسڪرائيندا ۽ کلندا رهندا هئا. حضرت عائشه رضي الله عنها ٻئي موقعي تي فرمايو ته "رسول الله ﷺ جن هڪ دفعي مون سان ڊوڙ لڳائي ته مان کائنئن اڳتي نڪري ويس، ٻئي دفعي ڊوڙڻ ۾ پاڻ ﷺ جن اڳتي نڪري ويا ته فرمائڻ لڳا ته هي پهرئين ڊوڙ جو بدلو آهي"

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته پاڻ سڳورا ﷺ اسان سان ڳالهيون ڪندا هئا ايتري قدر جو منهنجي ننڍي ڀاءُ کي فرمائيندا هئا ته "اي ابو عمير! ننڍڙي جهرڪيءَ ڇا ڪيو؟ روايت آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه جن حضرت زبير رضي الله عنه سان ڊوڙڻ جو مقابلو ڪيو ته حضرت زبير رضي الله عنه اڳتي وڌي ويو ۽ فرمايائين ته" ڪعبي جي رب جو قسم! مان توکان اڳتي وڌي ويس" ان کان پوءِ جڏهن ٻيهر مقابلو ٿيو ته حضرت عمر رضي الله عنه اڳتي ويو ۽ فرمايائون ته" ڪعبي جي رب جو قسم! مان توکان اڳتي وڌي ويس" حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه فرمائن ٿا ته حضرت عمر رضي الله عنه جن مون

کي هڪ دفعي فرمايو تہ" هاڻي اسين ٻئي پاڻيءَ ۾ مقابلو ڪيون تہ جيئن معلوم ٿئي تہ اسان مان ڪنهن جو ساه ڊگهو آهي، ان وقت اسين احرام جي حالت ۾ هئاسين"

حضرت بڪر بن عبدالله رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جا اصحابي پاڻ ۾ مذاق بہ ڪندا هئا ايتري قدر جو گدرا بہ هڪٻئي ڏي اڇلائيندا هئا ، پر جنهن وقت حقن جون ڳالهيون ٿينديون هيون تہ ميدان جا مرد بنجي ويندا هئا"

حضرت عائشہ رضي الله عنہ فرمائي ٿي تہ مان رسول الله ﷺ جن لاءِ حريره رڌي ڪٽي آيس تہ ان وقت منهنجي ۽ حضرت سوده رضي الله عنہ جي وچ ۾ پاڻ ﷺ وينا هئا. مون حضرت سوده رضي الله عنہ کي چيو تہ کائو،پر هن انڪار ڪيو ٻيهر چوڻ تي بہ انڪار ڪيائين ٽئين دفعي مون چيو تہ توکي کائڻو پوندو نہ تہ مان تنهنجي منهن تي حريره کي مليندس، اهو چئي مون حريره ۾ پنهنجو هٿ وڌو ۽ سندس منهن تي مليو، ان تي پاڻ ﷺ سڳورا کليا ۽ اشاري سان سوده رضي الله عنہ کي فرمايائون تہ تون بہ هن جي منهن کي مل ۽ هن منهنجي منهن کي بہ حريرو مليو، ايتري ۾ حضرت عمر رضي الله عنہ دروازي جي ڀرسان لنگهيو ۽ آواز ڏنائين تہ اي عبدالله! پاڻ ﷺ سڳورن خيال ڪيو تہ هو اندر ايندو ان ڪري اسان ٻنهين کي فرمايو تہ "توهان ٻئي پنهنجو منهن ڌوئو" حضرت عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ مان ان وقت کان حضرت عمر رضي الله عنہ کان ڊڄڻ لڳيس ڇوتہ پاڻ سڳورا ﷺ بہ ان جو لحاظ ڪندا هئا.

ڪنهن حضرت ابن طائوس رضي الله عنہ جي باري ۾ ٻڌايو تہ هو ٻارن سان ٻار ٿي ويندا هئا ۽ پوڙهن سان پوڙها، جناب معاويہ بن عبدالڪريم رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ اسين محمد بن سيرين رضي الله عنہ وٽ شاعريءَ جو چرچو ڪندا هئاسين۽ انهن سان مذاق بہ ڪندا

هئاسين ۽ هو بہ اسان سان مذاق ڪندا هئا ۽ اسين هن جي مجلس مان ڪلندا نڪرندا هئاسين، مگر جڏهن اسين حضرت حسن بصريءَ جي محفل ۾ ويندا هئاسين ته تقريبا روئندا نڪرندا هئاسين"

بهرحال هي خبرون ۽ حديثون صوفين جي نرم مزاجي ۽ خوش اخلاقيءَ کي ثابت ٿيون ڪن، هو خانقاهن ۾ ڪل ٻوگ بہ ڪندا هئا ۽ ماڻهن جي طبيعتن جي مطابق انهن سان برتاءُ ڪندا هئا،ڇو تہ هو سمجهندا هئا تہ خدا جل شانه جي رحمت گهڻو ڪشادي آهي پر جڏهن اڪيلائيءَ ۾ هوندا هئا تہ بهادر انسان جو موقف اختيار ڪندا هئا. ۽ اهم عملن ۽ ڪمن کي سر انجام ڏيندا هئا.

اهڙي طرح اعتدال جي حد اندر هڪ صوفي ٿي رهي ٿو سگهي جيڪو پنهنجي نفس تي قابو رکندو هجي ۽ هرجي اخلاق ۽ رجحانن کان چڱي طرح واقف آهي بلڪ پنهنجي علم جي وسعت سان هن جي نگهداشت بہ ڪندو آهي ايستائين جو هو زيادتي ۽ گهٽتائي (افراط وتفريط) کان بچندي اعتدال جو رستو ٿو اختيار ڪري.

ابتدائي مريدن لاءِ ڪثرت سان اهڙا معاملا ڪرڻ مناسب نہ آهن، ڇو تہ هنن ۾ علم جي گهٽتائي آهي ۽ هو پنهنجي نفس ڪان چڱي طرح واقف نہ آهن ان ڪري انديشو آهي تہ هو اعتدال جي حد ڪان تجاوز نہ ڪري وڃن، سبب اهو آهي تہ نفس اهڙن موقعن تي گهڻو ڪڏندو ۽ ٽپندو آهي جنهن جي ڪري هن ۾ خرابي ۽ سرڪشي پيدا ٿي ويندي آهي ان ڪري ماڻهن جي مزاج جي موافقت ڪرڻ صرف انهن ماڻهن لاءِ مناسب آهي جيڪي پنهنجي روحانيت جي بلند مقام تي پهچي ويا هجن، لهاذا اهڙي موقعي تي جڏهن هو عوام جي مزاج جي موافقت ڪرڻ لاءِ بلند مقام تان لهندا آهن تہ انهن جو لهڻ علم سان گڏ هوندو آهي پر جن جو روحاني حال صاف نہ هجي ۽ انهن ۾ سرڪش نفس ۽ ان جي

طبعي رجحانن جي باقي بچيل حصي جي ملاوٽ هجي جيڪا براين ڏي آماده ٿي ڪري اهي جيڪڏهن عوام جي انهن محفلن ۾ شريڪ ٿيندا ته نفس پنهنجو مزو وٺندو ۽ پنهنجي مقصد جي پڇاڻيءَ کي غنيمت سمجهندو ۽ جائز ڪمن جي سهوليت مان تسڪين حاصل ڪندو. حالانڪ اهڙي قسم جون سهوليتون اختيار ڪرڻ ان جي لاءِ زيبا آهن جنهن پنهنجي وقت جو وڏو حصو زبردست ڪمن کي سرانجام ڏيڻ ۾ صرف ڪيو هجي پر مبتديءَ جو اهو حال نه آهي.

اهل علم صوفيہ ڪرام متين اخلاقي صفتن جي ذريعي پنهنجي دل وندرائيندا آهن، ڇو ته هو دل جي ضرورتن کي چڱي طرح ڄاڻن ٿا، جڏهن ڪنهن شيءِ جو پنهنجي ضرورت کي دور ڪرڻ لاءِ استعمال ڪجي ته ان جي ضرورت جو صحيح اندازو لڳائڻ گهرجي ۽ انهيءَ اندازي جو صحيح معيار دقيق علم جي ذريعي ئي مقرر ڪري ٿو سگهجي جيڪو هر ڪنهن جو ڪرڻ آهي.

## ظرافت ۾ اعتدال

حضرت سعد بن العاص رضي الله تعالىٰ عنه پنهنجي پٽ کي فرمايو ته" ظرافت ۽ مزاح ۾ اعتدال رکو، ڇو ته ان جي گهٽائيءَ سان رعب هليو ٿو وڃي ۽ بي وقوف ماڻهو توهان تي دلير ٿي ويندا ۽ ان کي بلڪل ترڪ ڪرڻ سان دوست ناراض ٿي ويندا آهن ۽ ساٿين کي وحشت ٿيڻ لڳندي آهي" ڇوندا آهن ته مزاح سان رعب نه ٿو رهي ۽ پيائي چارو ختم ٿي ٿو وڃي ۽ جهڙي طرح مزاح جي اعتدال کي قائم رکڻ مشڪل آهي ساڳي طرح کلڻ جي اعتدال کي قائم رکڻ به دشوار آهي. کلڻ انساني خصوصيت آهي جيڪا هن کي حيوانن کان ممتاز ٿي ڪري، کلڻ ڪنهن عجيب شيءِ تي ايندو آهي، ۽ تعجب غور ۽ فڪر جو نتيجو آهي جيڪو انسان جي لاءِ شرافت جو سبب ۽ ان جي ممتاز خصوصيت آهي لهاذا ان جي اعتدال سان چڱي طرح واقف ٿيڻ انهن ماڻهن جو ڪم

آهي جيڪي علم ۾ ثابت قدم هجن. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي ته” گهٽي ڪلڻ کان بچو ڇو ته هي دل کي مڙدو ڪري ڇڏي، ۽ هي به چيو ويو آهي ته گهڻو ڪلڻ رعونت جو نشان آهي.

حضرت عيسيٰ عليه السلام جن فرمائن ٿا ته” الله تعاليٰ جل شانه خود پسنديءَ کان سواءِ ڪلڻ واري ۽ بغير سبب جي چغل خوري ڪرڻ واري کان نفرت ڪندو آهي.

ظرافت ۽ مزاح ۾ هي فرق بيان ڪيو ويو آهي ته ظرافت ۽ لطيفه گوئي جيڪڏهن سنجيدگيءَ سان اختيار ڪئي وڃي ته ان مان غصو نه ٿو اچي ۽ مزاح هي آهي ته جيڪڏهن ان کي سنجيدگيءَ جي لهجي ۾ بيان ڪيو وڃي ته ان مان ڪاوڙ اچي وڃي. ان ڪري امام ابو حنيفه رحمه الله عليه جن نماز ۾ ٺهڪ ڏيڻ کي گناهه قرار ڏنو آهي،ان سان وضو ٽٽي پوڻ جو حڪم ڏنو اٿس ۽ فرمايو اٿس ته گناهه ڪنهن به شيءِ جي خارج ٿيڻ جي قائم مقام آهي.

مزاح ۽ ڪلڻ ۾ اعتدال ان وقت قائم رهي ٿو سگهي جڏهن اهو خوف، تنگدلي ۽ هيبت جي تنگ مقام کان خارج ٿي نمودار ٿئي. اهڙي قسم جي تنگ مقامن تي ان جو توازن قائم رهندو آهي ۽ ان ۾ اعتدال اچي ويندو آهي ڇو ته خوشي ۽ اميد مزاح ۽ ڪلڻ پيدا ڪندا آهن ۽ خوف ۽ انقباض انهن کي معتدل رکندو آهي.

## سادگي ۽ بي تڪلفي

صوفين جي اخلاق جي هڪ نمايان خاصيت سادگي ۽ بي تڪلفي آهي ان جو سبب هي آهي جو تڪلف، ڏيکاءُ ۽ بناوٽ ماڻهن جي خاطر نفس تي بي جا دٻاءُ جو نتيجو آهي، جيڪو صوفين جي حالتن جي بلڪل منافي آهي بلڪ ڪيترين صورتن ۾ تقدير سان هڪ لڪل جهيڙو ۽ ازل سان ناراضگيءَ جو اظهار هوندو آهي حالانڪ تصوف جو اصل مفهوم اهو آهي ته تڪلف ڇڏي ڏجي ڇو ته تڪلف ئي تنزل آهي ۽ ان

جي ڪري انسان مخلص پاڻهن جي رستي کان پوئتي رهجي ٿو وڃي.

## عهد نبويءَ جي سادگي

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ "مان رسول الله ﷺ جن جي وليمي ۾ شريڪ ٿيس جنهن ۾ نہ ماني هئي نہ گوشت هو" حضرت جابر رضي الله عنه جن وٽ سندن ڪي دوست آيا تہ هو انهن لاءِ سرڪو ۽ ماني وٺي آيو، ۽ چوڻ لڳو تہ کائو، ڇو تہ مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو آهي تہ سرڪو تمام سٺو ڀوڄ آهي. حضرت سفيان بن سلمہ فرمائن ٿا تہ مان سلمان فارسي رضي الله جن وٽ آيس تہ انهن ماني ۽ لوڻ ڪڍي منهنجي سامهون پيش ڪيو ۽ فرمايو جيڪڏهن رسول الله ﷺ اسان کي انهيءَ ڳالھہ کان منع نہ ڪن ها تہ ڪير ڪنهن سان تڪلف ڪري تہ مان ضرور تنهنجي لاءِ تڪلف ڪريان ها.

تڪلف ڪرڻ هر شيءِ ۾ برو آهي. جيئن بغير قصد ۽ ارادي جي ماڻهن جي سامهون لباس ۾ تڪلف ڪرڻ گفتگوءَ ۾ تڪلف ڪرڻ ۽ گهڻي خوشامند ڪرڻ جيڪو موجوده زماني جي ماڻهن جو طريقو بنجي ويو آهي،چانچہ هاڻي چند ماڻهن کانسواءِ ڪو بہ خوشامند کان محفوظ نہ آهي، گهڻن خوشامندين کي اها خبر بہ نہ پوندي آهي تہ هو خوشامند ڪري رهيا آهن. حالانڪ ڪي ماڻهو ايتري تہ خوشامند ڪندا آهن جو اها سراسر منافقت بنجي ويندي آهي جيڪا صوفيءَ جي حال جي بلڪل برخلاف آهي.

حضرت ابو امامہ رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ حياءُ ۽ گهٽ ڳالهائڻ ايمان جي نشاني آهي ۽ فحش ڪلامُ ۽ گهڻو ڳالهائڻ نفاق جي نشاني آهي. هتي گهڻو ڳالهائڻ ۾ ماڻهن جي اجائي خوشامد اجائي تعريف ۽ اظها رِ ۽ فصاحت آهي جيڪو اهل حق جو شيوو ناهي.

حضرت وائل رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ مان پنهنجي دوست

سان گڏجي حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جي ملاقات لاءِ ويس ته انهن اسان کي جون جي ماني ۽ لوڻ پيش ڪيو، منهنجي دوست چيو ته جيڪڏهن لوڻ ۾ ڦودنو هجي ها ته هي وڏيڪ خوشبودار ٿي وڃي ها. اهو ٻڌي حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه گهر کان ٻاهر ويا ۽ پنهنجو لوٽو گروي رکي ڦودنو خريد ڪري آيا. جڏهن اسان کائي ورتو ته منهنجي دوست چيو ته خداوند ڪريم جو شڪر آهي جو هن اسان کي پنهنجي رزق تي قناعت عطا ڪئي" ان تي حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جن فرمايو ته جيڪڏهن تون پنهنجي رزق تي قناعت ڪندڙ هجين ها ته منهنجو لوٽو گروي نه رکيو وڃي ها.

هن واقعي ۾ حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جي طرف کان قول ۽ فعل ٻنهين ۾ بي تڪلفي ظاهر ٿي.

حضرت يونس عليه السلام جو هڪ واقعو بيان ڪيو ويو آهي ته هڪ دفعي سندن ياءُ ملاقات لاءِ آيو ته پاڻ هن جي سامهون جَوَن جي مانيءَ جو ٽڪرو پيش ڪيو ۽ اهو ساڳ جنهن جي پاڻ پوک ڪئي هئائون. ان کان پوءِ فرمايائون ته جيڪڏهن خداوندڪريم تڪلف ڪرڻ وارن تي لعنت نه ڪري ها ته مان تنهنجي لاءِ ضرور تڪلف ڪيان ها. هڪ بزرگ چيو ته جڏهن توهان وٽ ڪير ملاقات لاءِ اچي ته جيڪي ڪجهه موجود هجي پيش ڪيو ۽ جڏهن توهان ڪنهن جي ملاقات ڪيو ته ڪجهه باقي نه ڇڏيو.

حضرت زبير بن العوام فرمائن ٿا ته رسول الله ﷺ جن هڪ ڏينهن پڙهو ڏياريو ته يا خدا تون انهن ماڻهن جي مغفرت فرماءِ جيڪي منهنجي امت جي مردن جي لاءِ خير جي دعا ٿا ڪن ۽ تڪلف نه ٿا ڪن، ڇو ته مان ۽ منهنجي امت جا نيڪ ٻندا تڪلف کان بيزار آهيون.

روايت آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه جن هڪ دفعي هي آيتون تلاوت فرمايون.

| | |
|---|---|
| فَاَنْۢبَتْنَا فِيْهَا حَبًّا وَّعِنَبًا وَّقَضْبًا وَّزَيْتُوْنًا وَّنَخْلًا وَّحَدَآئِقَ غُلْبًا وَّفَاكِهَةً وَّاَبًّا (پ۳۰ عبس) | اسان هن ۾ ڪڻڪ، انگور، ڀاڄيون زيتون، کجيءَ جا وڻ، گهاٽا باغ ميوو ۽ گاهه پيدا ڪيو. |

هيءَ آيت پڙهي پاڻ فرمايائون ته اسان کي هن جا سڀ لفظ معلوم آهن پر "ابا" جي ڇا معنيٰ آهي؟ سندن هٿ ۾ لٺ هئي اها زمين تي هڻندي فرمايائون ته خدا جو قسم! هي تڪلف آهي لهاذا اي لوگو! جيڪي توهان جي سامهون بيان ڪيو وڃي ان کي قبول ڪيو جيڪي توهان کي معلوم ٿئي ان تي عمل ڪيو ۽ جيڪي توهان کي علم نه هجي ته ان جو علم خدا وند ڪريم جي حوالي ڪيو.

## سخاوت

صوفي بزرگن جي هڪ اخلاقي خصوصيت هيءَ به آهي ته ڪليل هٿن سان خرچ ڪجي ۽ ذخيرو نه ڪيو وڃي يعني مال کي جمع نه ڪجي، ان جو سبب هي آهي ته صوفي بزرگ خدا پاڪ جي بخشش جي خزانن جو مشاهدو ڪندو آهي ان جو مثال هينئن آهي ته جيئن ڪو سمنڊ ي ڪناري تي رهندو هجي ۽ ان ڪري پنهنجي پکال يا مشڪيزي ۾ پاڻي گڏ ڪري جمع نه ڪري.

حضرت ابو هريرة رضي الله تعاليٰ عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" ڪو به اهڙو ڏينهن نه ٿو گذري جو ٻه ملائڪ نه پڪاريندا هجن، انهن مان هڪڙو ملائڪ هي چوندو آهي ته"اي الله! تون سخاوت ڪرڻ واري کي بدلو عطا فرماءِ" ۽ ٻيو هي چوندو آهي ته"اي الله! تون بخيل کي تباهه ڪر."

حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنه جن کان روايت آهي ته "رسول الله ﷺ جن ٻئي ڏينهن (يعني سڀاڻي) لاءِ ذخيرو ڪري نه رکندا هئا" ٻي روايت ۾ آهي ته" رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ ٽي پکي تحفي ۾ موڪليا ويا ته ان مان پاڻ ﷺ هڪ پکي پنهنجي خادم کي ڏنائون"

جڏهن هيو ڏينهن ٿيو ته هو اهو پڪي واپس کڻي آيو ته ان تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته ڇا مون توکي منع نه ڪئي هئي ته سڀاڻي جي لاءِ ڪا به شيءِ بچائي نه رک، ڇو ته الله تعاليٰ جل شانه هر اچڻ واري ڏينهن جو رزق عطا ٿو فرمائي." حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته" رسول الله ﷺ جن حضرت بلال رضي الله عنه وٽ آيا ان وٽ ڪجورن جو هڪ ڍير هئو. پاڻ ﷺ پڇيائون ته ڇا آهي؟ هن چيو ته مان اهي گڏ ڪري رهيو آهيان، پاڻ ﷺ فرمايائون ته ڇا توکي خوف نه آهي" اي بلال! هنن کي خرچ ڪري ڇڏ ۽ عرش واري مولا کان قلت جو انديشو نه رک"!

چون ٿا ته حضرت عيسيٰ عليه السلام بن مريم عليه السلام جن وڻن جا پن ڪائيندا هئاءِ وارن جو لباس پائيندا هئا، جتي شام ٿي ويندي هئي اتي ئي رات گذاريندا هئا. نه ڪين ڪو اولاد هو جنهن جي موت جو انديشو هجي نه ڪو گهر هئن جيڪو ويران ٿي وڃي ۽ نه وري پاڻ ايندڙ وقت لاءِ ڪا شيءِ بچائي رکندا هئا، اهڙيءَ طرح صوفي بزرگن جو به سڄو سرمايو الله رب العزت جا خزانا آهن، ڇو ته هنن کي الله جل شانه تي پوري توڪل آهي ۽ پنهنجي پروردگار تي ڪين پورو پورو ڀروسو آهي. صوفين لاءِ دنيا هڪ مسافر خانو آهي جتي هو نه ته ڪو ذخيرو ٿا ڪن ۽ نه وري گهڻي جي طلب ٿا ڪن.

رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" جيڪڏهن توهان الله پاڪ تي اهڙو ڀروسو ڪيو جهڙو ان جي توڪل جو حق آهي ته هو به توهان کي ائين رزق ڏئي جيئن انهن پکن کي ٿو ملي، جيڪي صبوح جو بکيا گهر مان ٻاهر نڪرن ٿا ۽ شام جو پيٽ ڀري واپس ٿا اچن.

حضرت جابر رضي الله تعاليٰ عنه جن جي روايت آهي ته" جڏهن به رسول الله ﷺ جن کان ڪجهه طلب ڪيو ويندو هو ته پاڻ ﷺ سڳورن ڪڏهن به انڪار نه ڪيو." حضرت ابن عينيه رضي الله عنه جن فرمائن ٿا

تہ" جيڪڏهن پاڻ ﷺ سڳورن وٽ ڪجهہ بہ نہ هوندو هو تہ بہ سائل کي ڏيڻ جو واعدو فرمائيندا هئا" امام زهري رضي الله عنه جن جو پائٽيو تو روايت ڪري تہ حضرت جبرئيل عليه السلام فرمايو تہ" سڄي روءِ زمين تي ڪو بہ گهراڻو اهڙو نہ آهي جنهن جي گهر جي مون کي خبر نہ هجي، پر رسول الله ﷺ جن کان وڌيڪ مال جي بخشش ڪندڙ مون ڪو نہ ڏٺو".

## قناعت

صوفي بزرگن ۾ وڌيڪ هڪ اخلاقي خصوصيت هيءَ آهي تہ هو دنيا جي ٿوري شيءِ تي قناعت ڪندا آهن، حضرت ذوالنون مصري رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ جيڪو قناعت ٿو اختيار ڪري،اهو پنهنجي زماني وارن کان آرام ۾ ٿو رهي ۽ پنهنجي ساٿين تي غالب رهندو آهي." شيخ بشر بن حارث رضي الله عنه جو قول آهي تہ "جيڪڏهن قناعت سان صرف خود داري قائم رهي سگهي تہ اهائي شيءِ قناعت کي پسند ڪرڻ واري لاءِ ڪافي آهي. نبان الحمال جو قول آهي تہ"آزاد انسان جيڪڏهن طمع اختيار ڪري تہ غلام آهي ۽ غلام جيڪڏهن قناعت اختيار ڪري تہ آزاد آهي." ڪنهن بزرگ فرمايو تہ توهان قناعت جي ذريعي پنهنجي حرص کان بدلو وٺو جيئن قصاص جي ذريعي پنهنجي دشمن کان بدلو وٺندا آهيو.

حضرت ابوبڪر مراغي رحمہ الله عليه فرمائن ٿا تہ" هوشمند اهو آهي جيڪو دنيا جا ڪم قناعت ۽ وقفي سان ڪري ۽ آخرت جي ڪمن ۾ حرص ۽ عجلت سان پورا ڪري.

شيخ يحييٰ بن معاذ رحمہ الله عليه فرمائن ٿا تہ جيڪو رزق ۾ قناعت ٿو اختيار ڪري اهو آخرت کي حاصل ٿو ڪري ۽ ان جي زندگي خوشگوار ٿيندي آهي." حضرت علي ڪرم الله وجه جو قول آهي تہ" قناعت نہ چٻي ٿيڻ واري تلوار آهي، حضرت ابو سعيد رحمہ الله عليه جن

فرمائن ٿا تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ " ٿوري ۽ ڪافي شيءِ خدا ڪان غافل ڪرڻ واري گھڻي شيءِ ڪان بهتر آهي"

ٻي روايت ۾ پاڻ ﷺ جن فرمايائون تہ" جيڪو شخص اسلام قبول ڪري ۽ ان جو رزق ان لاءِ ڪافي هجي ۽ هو ان تي صبر ڪري تہ اهو ڪامياب انسان آهي".

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ هيءَ دعا گھريائون. "اي الله! آل محمد ﷺ جو رزق صرف گذاري جي لائق عطا ڪر، حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ" قناعت اهڙو مال آهي جيڪو ختم نہ ٿو ٿي سگھي. " حضرت عمر رضي الله عنه جن فرمايو ڪتاب الله جي ظرف ۽ حڪمت جا سرچشما بنجي وڃو ۽ پنهنجو پاڻ کي مڙدن ۾ شامل ڪيو، الله ڪان روز بروز رزق طلب ڪيو ۽ جيڪڏهن توهان کي رزق زياده نہ ملي تہ ان مان توهانکي ڪو بہ نقصان نہ پهچندو".

حضرت عبدالله رضي الله عنه بن محصن جن جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون جيڪو ماڻهو امن سان صبح گذاري، تندرست هجي ۽ هن وٽ انهيءَ ڏينهن جي روزي موجود هجي تہ سمجهي ونو تہ هن دنيا کي گھيري ورتو".

قرآن ڪريم ۾ هيءَ آيت آهي تہ

| | |
|---|---|
| فَلَنُحْيِيَنَّهٗ حَيٰوةً طَيِّبَةً | اسين ان کي ضرور عمدي زندگي عطا فرمائينداسين. |

هن جي تفسير ۾ چيو ويو آهي تہ هن مان مطلب قناعت جي زندگي آهي.

صوفي بزرگ انصاف جي ذريعي پنهنجي نفس کي قابو رکندو آهي، بلڪ هو نفس جي رجحانن ۽ قناعت جي فائدن ڪان چڱي طرح واقف آهي ۽ نفس کي قناعت ڪندڙ بنائڻ ۾ علم ٿو رکي چو تہ هن کي

هن جا مرض ۽ انهن جو علاج معلوم آهي، شيخ ابو سلمان الداراني رحمه الله عليه فرمائن ٿا تہ ”جهڙي طرح ورع ۽ پرهيزگاري زهد مان حاصل ٿينديون آهن، ساڳي طرح قناعت رضا مان حاصل ٿيندي آهي“.

## حلم ۽ بردباري

صوفي بزرگن جي هڪ ٻي نرالي اخلاقي خاصيت اها آهي تہ هو نہ جهڳڙو ڪندا آهن ۽ نہ اجايو غصو ڪندا آهن، بلڪ نرمي ۽ بردباري اختيار ڪندا آهن جهڳڙو ڪرڻ وارن جا نفس ٽپندا ۽ ڪڏندا آهن، ان ڪري صوفي جڏهن پنهنجي ساٿيءَ جي نفس ڪي غالب ڏسندو آهي تہ هو هن جو مقابلو قلب جي ذريعي ڪندو آهي ۽ اهڙي طرح نفس جي وحشت دور ٿي ويندي آهي هن جو فتنو سرد ٿي ويندو آهي جيئن رب العالمين فرمايو آهي تہ:

اِدۡفَعۡ بِالَّتِيۡ هِيَ اَحۡسَنُ فَاِذَاالَّذِيۡ بَيۡنَكَ وَبَيۡنَهٗ عَدَاوَةٌ كَاَنَّهٗ وَلِيٌّ حَمِيۡمٌ

توهان بهترين طريقي سان مدافعت ڪيو تہ جيئن اهو شخص جنهن سان تنهنجي دشمني هجي جلد ايئن ٿي وڃي، جڻ تہ هو گهاٽو دوست هجي.

صرف انهن پاڪيزه نفسن ۾ جهڳڙي ڪرڻ جو وجود نہ هوندو آهي. جن جي دلين ۾ ڪينو ناهي، جيڪڏهن نفس ۾ ڪيني جو وجود هجي تہ اهو باطني ڪشمڪش جي برابر آهيءِ جڏهن باطني ڪشمڪش دور ٿي وڃي تہ پوءِ ظاهري جهيڙو بہ ختم ٿي ويندو آهي، تڏهن بہ انساني طبيعت ۾ ڪڏهن رشڪ ۽ حسد جي ڪري پاڻ جهڙن ماڻهن جي خلاف بہ ڪينو هوندو آهي. پر جيڪڏهن زهد جي باهہ سان نفس کي سڌو ڪري ان کي انتهائي درجي تائين پهچايو وڃي تہ پوءِ دل مان ڪينو محو ٿي ويندو آهي ۽ دنيا جي مال ۽ جاهہ جو رشڪ ۽ حسد بہ دور ٿي ويندو آهي جيئن خداوند تعاليٰ جل شانہ اهل بهشت جي پرهيزگارن جي باري ۾ فرمايو آهي تہ ”اسان انهن جي دلين مان ڪينو

ڪدي ڇڏيو آهي"

## اهل حق جي صاف دلي

شيخ ابو حفص رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ"انهن ماڻهن جي دلين ۾ ڪينو ڪيئن ٿو باقي رهي سگهي جن جا قلب الله تعاليٰ جل شانه سان مليل هجن ۽ ان جي الفت ۽ محبت تي انهن سيني جو اتفاق ۽ اجتماع ٿي ويو هجي ۽ هو ان جي ذڪر ڪان مانوس ٿي ويا هجن. انهن جون دليون نفساني وسوسن ۽ طبيعتن جي تاريڪين ڪان پاڪ ۽ صاف آهن بلڪ يقين جي نور سان پريل آهن ان ڪري هو پاڻ ۾ ڀائر بنجي ويا آهن،اهل تصوف جا قلب اهڙي طرح آهن جو انهن جو هڪ ڪلمي تي اجتماع آهي، اهي طريقت جا شرط پورا ٿا ڪن ۽ تحقيق سان ڪامياب ٿا ٿين.

دنيا جا ماڻهو ٻن قسمن جا آهن (۱) اهي ماڻهو جيڪي خداوند ڪريم جا طلبگار آهن، پاڻ ڪي ۽ ٻين ڪي خداءِ عظيم جي طرف دعوت ٿا ڏين، اهڙن ماڻهن جي خلاف اهل حق صوفين جي دل ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪينوءِ رنجش ڪونهي، ڇو تہ هي هنن سان گڏ هڪ ئي رستي ۽ هڪ ئي رخ تي هلندڙ آهن، بلڪ هن جا ڀائر ۽ مددگار آهن، هي سڀ مؤمن آهن جيڪي ديوارن وانگر هڪ ٻئي ڪي تقويت ٿا پهچائن (۲) ٻيو قسم انهن ماڻهن جو آهي جيڪي جاهہ ۽ مال، امارت ۽ مخلوق جي نمائش تي فدا آهن، ان ڪري هڪ صوفيءَ جو انهن سان ڪو مقابلو ڪونهي، ڇو تہ هنن ماڻهن ڪي جيڪي شيون وڻن ٿيون انهن ڪان هن پاسو اختيار ڪيو آهي، بلڪ هو اهڙي قسم جي ماڻهن ڪي رحم ۽ شفقت جي نظر سان ٿو ڏسي، ڇو تہ هنن جي عقلن تي پردا پئجي ويا آهن ۽ هو فريب جي ڄار ۾ ڦاٿل آهن، ان ڪري هي نہ انهن سان ڪو ڪينو ٿو رکي ۽ نہ وري بظاهر انهن سان جهڳڙو ٿو ڪري، ڇو تہ هن ڪي معلوم آهي تہ وڙهڻ سان نفس امارو غالب اچي ويندو آهي.

حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه جن جي مستند روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته" توهان پنهنجي ڀاءُ سان نه وڙهو ۽ نه وري هن سان اهڙو ڪو واعدو ڪيو جيڪو پورو نه ڪري سگهو" هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته" جيڪو جهيڙي کي ترڪ ڪري ڇڏي اهڙيءَ حالت ۾ جو هو باطل تي هجي، ان جي لاءِ جنت جي ڪناري تي هڪ گهر ٺاهيو ويندو ۽ جيڪو حق تي هجڻ جي باوجود جهيڙو نه ڪري ان لاءِ جنت جي بلڪل وچ ۾ هڪ عاليشان گهر ٺاهيو ويندو. ۽ جيڪو خوش اخلاق هوندو ان جي لاءِ جنت جي مٿاهين جاءِ تي گهر ٺاهيو ويندو.

حضرت ابن عباس رضي الله عنه جن جي هڪ ٻي مستند روايت آهي ته" رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته" جيڪو ان لاءِ ٿو علم حاصل ڪري ته جيئن عالمن جي سامهون ان تي فخر ڪري سگهي يا ان جي ذريعي بيوقوفن سان جهيڙا ڪري يا ان جو هي مقصد هجي ته معزز ماڻهو هن ڏي متوجه رهن ته الله تعاليٰ جل شانه ان کي جهنم ۾ داخل ڪندو." هن حديث پاڪ مان اهو ٿو معلوم ٿئي ته رسول الله ﷺ جن بيوقوفن سان جهيڙو ڪرڻ کي به جهنم ۾ داخل ٿيڻ جو ذريعو قرار ڏنو آهي. ان جو سبب هي آهي ته هو قهر ۽ غلبي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ نفسانيت جو اظهار ڪندا آهن ۽ قهر ۽ غلبو انسان ۾ شيطاني صفتن جو هڪ حصو آهي، چوندا آهن ته جيڪو بحث ۽ جهيڙي ۾ مصروف هوندو آهي اهو ڪنهن به شيءِ کي نه مڃيندو آهي، ۽ نه وري ڪنهن شيءِ کان مطمئن ٿيندو آهي ان ڪري هو ڪڏهن به قناعت اختيار نه ڪري سگهندو.

## ضبط نفس

جيئن ته صوفيءَ جو نمونو ئي ٻيو ٿي ٿو وڃي، ان ڪري هن ۾ شيطانيت ۽ درندگيءَ جون صفتون باقي نه ٿيون رهن، بلڪ هن ۾ نرمي، بردباري ۽ قناعت پسندي پيدا ٿي ويندي آهي، رسول الله ﷺ جن فرمايو

تہ" انهيءَ ذات جو قسم جنهن جي قبضي قدرت ۾ منهنجي جان آهي ڪو به شخص ان وقت تائين مسلمان ٿي نہ ٿو سگهي جيسين هن جي دل ۽ هن جي زبان درست نہ ٿين ۽ اهو ان وقت تائين مومن نہ ٿو سمجهي سگهجي جيسين ان جو پاڙيسري هن جي خطرن کان محفوظ نہ هجي" هن حديث پاڪ ۾ پاڻ ﷺ اسلام جو اهو شرط رکيو تہ مسلمان جي دل ۽ زبان درست هجي.

روايت آهي تہ پاڻ ﷺ اهڙن ماڻهن وٽان لنگهيا جيڪي هڪ وڏي پٿر کي کڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پاڻ ﷺ پڇيائون تہ هي ڇا آهي؟ هنن چيو تہ" هي تمام وزني پٿر آهي" پاڻ ﷺ فرمايائون تہ مان انهيءَ کان بہ سخت شيءِ کان توهان کي آگاهہ ٿو ڪريان، هي اهو شخص آهي جيڪو پنهنجي ڀاءُ کان ناراض هجي، پر هو پنهنجي شيطان ۽ پنهنجي ڀاءُ جي شيطان تي غالب اچي هن سان ڳالهائڻ لڳي" (يعني ناراضگي دور ڪري).

حضرت ابو ذر رضي الله عنه جي غلام جنهن هڪڙي ٻڪريءَ جي ٽنگ ڀڳي، جڏهن حضرت ابو ذر رضي الله عنه پڇيو تہ" ڪنهن هن جي ٽنگ ڀڳي آهي، تہ غلام جواب ڏنو تہ مون ڄاڻي ٻجهي هن جي ٽنگ کي ڀڳو آهي" پاڻ پڇيائون تہ"ڇو"؟ هن چيو تہ ان لاءِ تہ جيئن توهان کاوڙ ۽غصي ۾ مبتلاٿي مون کي مار ڪيو ۽ گنهگار ٿيو. " حضرت ابو ذر رضي الله عنه فرمايو تہ مان تنهنجي ڀڙڪائڻ سان ناراض ڪو نہ ٿيندس" ان کان پوءِ پاڻ انهيءَ غلام کي آزاد ڪري ڇڏيائون.

هڪڙي اعرابيءَ اصمعي (اديب) کي هدايت ڪئي تہ "جيڪڏهن تنهنجي سامهون بہ مشڪل ڳالهيون اچن ۽توکي اهو معلوم نہ هجي هن مان ڪهڙي ڳالهہ درست آهي تہ پوءِ پنهنجي مرضيءَ جي خلاف ڳالهہ تي عمل ڪيو، ڇو تہ عام طرح سان خواهشن جي پيروي ڪرڻ سان غلطيون ٿينديون آهن"

حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ٽي شيون ڇوٽڪاري جو سبب آهن ۽ ٽي شيون هلاڪت جو باعث آهن، نجات جو ذيعو هي آهن (۱) لڪل ۽ ظاهري حالت ۾ الله تعاليٰ جل شانه کان ڊڄڻ (۲) ڪاوڙ ۽ رضامندي ٻنهين حالتن ۾ انصاف ڪرڻ (۳) مفلسي ۽ تونگري ٻنهين حالتن ۾ ڪفايت شعاري ڪرڻ.

۽ هلاڪت جو باعث هي آهن(۱)طبعي بخل جي پيروي ڪرڻ (۲) خواهش پرستي (۳) خود پسندي.

بهرحال ڪاوڙ ۽ رضامنديءَ جي حالت ۾ اهوئي انصاف ڪري سگهندو جيڪو رباني عالم هجي ۽هن کي پنهنجي نفس تي ايترو تہ ڪنٽرول هجي جو هو صحيح هوش ۽ عقل ۽ بيدار مغزيءَ سان ان کي استعمال ڪري سگهي ۽ خداوند ڪريم جي محاسبي جو خيال رکي.

چون ٿا تہ صوفياءِ ڪرام ڪنهن بہ مسلمان کي تڪليف نہ پهچائيندا هئا، هڪ بزرگ چيو تہ" جيڪڏهن مان هڪڙي بري ڳالهہ کان بچي وڃان تہ اهو انهيءَ کان بهتر آهي جو مان سئو ڪاڌو ڪاوان."

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ"حدث (بي وضو ٿيڻ) ٻن طريقن سان آهي هڪڙو حدث اهو آهي جو تنهنجي پوشيده جاءِ مان نڪري ۽ ٻيو حدث اهو آهي جيڪو تنهنجي وات مان نڪري".

## غيض ۽ غضب جي حقيقت

غيض ۽ غضب، حلم ۽ وقار کي خراب ڪندو آهي، انهيءَ صورت ۾ انسان انصاف جي حد کان نڪري ظلم ۽ ستم جي حد ۾ داخل ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن ڪاوڙ پاڻ کان مٿاهين انسان تي ڪئي وڃي جنهن جي سامهون هو دل جي ڀڙاس نہ ڪڍي سگهي تہ پوءِ غيض ۽ غضب جو رت جسم جي ظاهري چمڙيءَ کان الڳ ٿي دل ۾ جمع ٿي ويندو آهي ۽ ان مان رنج ۽ غم ۽ قبض پيدا ٿيندو آهي، پر صحيح قسم جو صوفي

هن طرح پيچ ۽ تاب نہ کائيندو آهي ڇو تہ هو سمجهي ٿو تہ سڀ حادثا ۽ واقعا الله تعاليٰ جل شانہ جي طرف کان ظاهر ٿين ٿا. ان ڪري هو غمزده يا ڏکارو نہ ٿيندو آهي، صوفي بنده تسليم ورضا آهي هن کي اطمينان ۽ يقين حاصل آهي ۽ رنج وغم جيئن حضور رسالت ماب ﷺ جن فرمايو تہ" شڪ ۽ ناراضگيءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيندا آهن.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه جن کان غم ۽ غضب جي باري ۾ معلوم ڪيو ويو تہ فرمايائون تہ ٻنهين جو سرچشمو هڪ ئي آهي. پر لفظ جو اختلاف آهي، جيڪڏهن طاقتور ڪمزور سان جهيڙو ڪري تہ غيض ۽ غضب جو اظهار ڪندو آهي ۽ جيڪڏهن اهو طاقتور سان جهيڙو ڪري تہ غم جي صورت ۾ ان کي لڪائيندو آهي"حرو" بہ غصي جو هڪ قسم آهي پر ان جو استعمال ان وقت ٿيندو آهي جڏهن عتاب ۾ آيل شخص ان جو ارادو ڪري.

جيڪڏهن پنهنجي برابريءَ واري شخص تي غصو اچي جنهن کان بدلو وٺڻ ۾ هچڪچاهٽ ٿئي تہ انهيءَ صورت ۾ ڪينو ۽ تردد پيدا ٿيندو آهي جنهن کان هڪڙي صوفيءَ جو قلب صاف رهندو آهي جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمايو آهي تہ" اسان هنن جي سينن مان ڪينو ڪڍي ڇڏيو آهي" (قرآن).

صوفيءَ جي دل ۽ هن جي روحانيت ڪيني ۽ حسد جي گج کي اهڙي طرح ٻاهر ڪڍي اڇلائي ٿي ڇڏي جيئن سمنڊ گج کي ٻاهر اڇلائيندو آهي ان جو سبب هي آهي جو هن جي دل ۾ هيبت ۽محبت جي لهرن جو سلسلو جاري ٿو رهي.

جيڪڏهن ڪنهن اهڙي گهٽ درجي جي انسان تي غيض ۽ غضب جو اظهار ٿئي جنهن کان بدلو وٺي سگهجي ان وقت دل جو رت جوش ۾ ٿو اچي ۽ جڏهن دل جو رت جوش ۾ اچي تہ اهو ڳاڙهو ۽ سخت ٿي پوندو آهي ۽ هن جي رقت ۽ سفيدي برقرار نہ رهندي آهي،بلڪ ان جي ڪري

ڳل بہ ڳاڙها ٿي پوندا آهن، ڇو تہ دل جو رت جوش ۾ اچي مٿي گردش ڪندو آهي ۽ ان سان نہ صرف رڳون ڦولجي پونديون آهن بلڪ ان جو اثر ڳلن تي بہ ظاهر ٿيندو آهي ۽ اهڙي حالت ۾ عام ماڻهو حد ڪان ٽپي مارڪٽ ۽ گاريون گند ڏيڻ تي آماده ٿي ويندو آهي ، پر صوفي اهي ڪم نہ ڪندو آهي هو صرف شرعي حدن کي ٽوڙڻ تي صرف خداوند ڪريم جي لاءِ غضب ناڪ ٿيندو آهي پر بين معاملن ۾ غيض ۽ غضب جي موقعي تي هن جون نگاهون الله تعاليٰ جل شانه ڏي ٿي وينديون آهن ۽ هو پنهنجي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي ڪري پنهنجي حرڪتن ۽ قولن ۾ شريعت ۽ انصاف جي معيار جي مطابق پنهنجي توازن کي برقرار رکندو آهي، بلڪ اهڙي صورت ۾ هو نفس کي پنهنجي قسمت تي شڪر گذار نہ رهڻ جو ملزم بنائيندو آهي.

ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو تہ" سڀ کان وڌيڪ نفس کي قابو ڪير ٿو ڪري سگهي؟" هن جواب ڏنو تہ"اهو شخص جيڪو سڀني کان وڌيڪ پنهنجي قسمت تي شڪر گذار هجي" هڪ بزرگ فرمايو تہ" منهنجي هاڻي اها حالت ٿي وئي آهي جو مون کي صرف قضا ۽ قدر جي موقعي تي خوشي حاصل ٿيندي آهي" بهرحال جڏهن غصي جي موقعي تي صوفي پنهنجي نفس کي ملزم بنائي تہ ان وقت علم هن جو تدارڪ ڪندو آهي چنانچہ علم جو جهنڊو ظاهر ٿيندي ئي قلب کي تقويت پهچندي آهي ۽ نفس کي سڪون حاصل ٿيندو آهي، بلڪ دل جي رت جي پنهنجي اصلي مقام تي پهچڻ سان حالت اعتدال تي اچي ويندي آهي ۽ ڳلن تان ڳاڙهاڻ لهي ويندي آهي ۽ اهڙيءَ طرح علم جي فضيلت ڪلي پوندي آهي.

## وچون رستو

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" سٺي روش بردباري آهي۽ وچون رستو نبوت جي چوويهہ حصن مان هڪ حصو آهي. " حارثہ بن قدام رضي الله عنه فرمائي

ٿو تہ” مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! مون کي مختصر هدايت فرمايو تہ جيئن مان ان کي ياد ڪري سگهان” پاڻ ﷺ فرمايائون تہ” ڪاوڙ باهہ جو اڱر آهي، ڇا تون نہ ٿو ڏسين تہ (ڪاوڙ جي وقت) اکيون ڳاڙهيون ٿي وينديون آهن، ۽ رڳون ڦولجي وينديون آهن، جيڪڏهن توهان مان ڪنهن کي ڪاوڙ اچي ۽ هو انهيءَ وقت بيٺل هجي تہ ويهي رهي ۽ ويٺل هجي تہ ليٽي پوي”.

حضرت ابن عباس رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن اشبح عبدالقيس کي فرمايو تہ تو ۾ هي ٻہ خصلتون اهڙيون آهن جن کي الله تعاليٰ جل شانہ پسند ٿو فرمائي (١) حلم ۽ (٢) صبر-

## برادرانہ اتحاد

صوفي بزرگن جي هڪ اخلاقي خصوصيت هڪ ٻئي سان الفت ۽محبت ۽ برادرانہ تعلقات آهن. الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ اصحابن سڳورن جي تعريف ۾ فرمايو تہ:

| | |
|---|---|
| اَشِدَّآءُ عَلَي الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ (پ٢٦- فتح ١۴) | هي ڪافرن تي سخت ۽ پاڻ ۾ رحم دل آهن. |

پاڻ ۾ الفت ۽ محبت روحن جي مانوس ٿيڻ سان حاصل ٿيندي آهي، جيئن هڪ اڳين حديث ۾ هي ذڪر آهي الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ” توهان ان جي مهربانيءَ سان پاڻ ۾ ڀائر بنجي ويا” وڌيڪ فرمايو ويو آهي تہ:

| | |
|---|---|
| لَوْ اَنْفَقْتَ مَا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا مَّآ اَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ اَلَّفَ بَيْنَهُمْ (پ-١) | جيڪڏهن توهان روءِ زمين جون سڀ شيون خرچ ڪري ڇڏيو ها تہ ان جي باوجود توهان هنن جي دلين کي نہ ملائي سگهو ها هي الله ئي آهي جنهن هنن ۾ محبت پيدا ڪئي. |

هي حديثون بہ انهيءَ سلسلي جون آهن، جيئن پاڻ ﷺ فرمايائون تہ "مؤمن ٻين سان محبت ڪندو آهي ۽ ٻيا بہ ان سان محبت ڪندا آهن،پر ان شخص ۾ ڪا خوبي ڪانهي جيڪو نہ پاڻ محبت ڪري ۽ نہ ماڻهو هن کي پسند ڪن".

"بہ مؤمن جڏهن پاڻ ۾ ملندا آهن تہ هو انهن ٻن هٿن وانگر هوندا آهن جيڪي هڪ ٻئي کي ڌوئي صاف ڪندا آهن. ۽ ٻہ مؤمن جڏهن هڪ ٻئي سان ملندا آهن تہ هڪ ٻئي کان ڀلائي حاصل ڪندا آهن"

حضرت ادريس الخولانيءَ رضي الله عنہ جن حضرت معاذ رضي الله عنہ جن کي فرمايو تہ مان توسان خداءِ عظيم جي واسطي محبت ٿو ڪيان" ان تي حضرت معاذ رضي الله عنہ جن فرمايو تہ" توکي خوشخبري حاصل هجي ۽ وڏيڪ بشارت هجي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ" قيامت جي ڏينهن انهيءَ جي چئني طرفن کان هڪ اهڙي جماعت لاءِ هڪ جهڙيون ڪرسيون وڇايون وينديون جن جا منهن چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر هوندا، ان وقت سڀ ماڻهو پريشان هوندا، پر هو نہ گهٻرائيندا. سڀ ماڻهو خوفزده هوندا، پر انهن کي بلڪل خوف نہ هوندو، هي اولياءَالله آهن جن کي نہ خوف هوندو ۽ نہ رنج هوندو "ماڻهو پڇندا تہ هي ڪير آهن"؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ" هي اهي ماڻهو آهن جيڪي محض خداءِ عظيم جي لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪندا هئا".

## محبت جا اثر

چون ٿا تہ جيڪڏهن ماڻهو هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ لڳن ۽ هڪ ٻئي سان محبت جي روش اختيار ڪن تہ انهن کي انصاف ۽ عدالت جي ضرورت نہ رهي، عدالت محبت جي قائم مقام آهي، ان جو استعمال اتي ٿيندو آهي، جتي محبت نہ هجي ۽ محبت جي اطاعت خوف جي اطاعت کان بهتر آهي،ڇو تہ محبت جي اطاعت اندروني آهي ۽خوف جي اطاعت جو تعلق ٻاهر سان آهي. اهوئي سبب آهي جو صوفيہ

ڪرام جي محبت جو هڪ ٻئي تي وڏو اثر آهي. ڇو تہ هو محض خداءِ عظيم جي لاءِ ئي هڪ ٻئي سان محبت ٿا ڪن ۽ هڪ ٻئي جي ڳالهين کي مڃين ٿا ۽ مريد کي شيخ کان ۽ هڪڙي روحاني ڀاءُ کان ٻئي روحاني ڀاءُ کي فيض پهچي ٿو".

## مذهبي فرضن ۾ اتحاد

هن قسم جو اتحاد ۽ اتفاق پيدا ڪرڻ جي لاءِ خدا تعالىٰ جل شانہ ماڻهن کي حڪم ڏنو آهي تہ هر محلي جا ماڻهو پنج ئي وقت مسجد ۾ گڏ ٿين ۽ هر شهر جا ماڻهو هفتي ۾ هڪ دفعو جامعہ مسجد ۾ گڏ ٿين. شهرن جي آس پاس جا ماڻهو سال ۾ ٻہ دفعا عيدن جي موقعي تي جمع ٿين ۽ مختلف شهرن جا ماڻهو زندگيءَ ۾ هڪ دفعو حج جي هڪ مقام تي گڏ ٿين. انهن سڀني ۾ اهائي مصلحت آهي تہ مسلمانن ۾ محبت ۽ الفت جا تعلقات قائم رهن، خود حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ" هڪ مؤمن ٻئي مؤمن لاءِ ديوار وانگر آهي، جو هڪ ٻئي کي تقويت ٿا پهچائن.

حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنہ جن فرمائن ٿا تہ" مون رسول الله ﷺ جن جو هي فرمان ٻڌو آهي تہ " ڏسو مؤمن الفت باهمي ۽ همدرديءَ ۾ جسم وانگر آهن جو جيڪڏهن هن جي ڪنهن عضوي کي ڪا تڪليف پهچي تہ باقي سڀ عضوا بخار ۾ مبتلا ٿي جاڳندا رهندا آهن.

## صحبت جا اثر

هڪ ٻئي سان ميل جول رکڻ سان محبت جي ذريعن اختيار ڪرڻ کي تقويت ٿي پهچي، چنانچہ نيڪ ماڻهن جي صحبت نهايت مفيد ثابت ٿي ٿئي، چوندا آهن تہ ياڻرن جي ملاقات بہ گهٽي وزن دار ٿيندي آهي ۽ ان ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ باطني فيض سان اندر بہ وزن دار ٿيندو آهي ۽ هڪڙي کي ٻئي سان تقويت ٿي پهچي بلڪ اهل حق ڏي هڪڙي نظر

سان ڏسڻ بہ مفيد آهي، ڇو تہ اهو قاعدو آهي تہ مختلف صورتن ڏي ڏسڻ سان انهن جي مناسبت سان اختلاف پيدا ٿيندا آهن، جيئن رنجيده شڪل کي هميشہ ڏسڻ سان انسان پاڻ بہ غمگين ٿي پوندو آهي، ۽ مسرور چهري کي ڏسندو رهڻ سان سرور حاصل ٿيندوآهي. ان ڪري هي چيو ويو آهي تہ” جڏهن ڪنهن جو مشاهدو توهان لاءِ مفيد نہ هجي تہ ان جو ڪلام بہ توهان لاءِ ڪارآمد نہ ٿيندو" هي بہ ڏٺو ويو آهي تہ جيڪڏهن مست اٺ کي مهري اٺ سان گڏ رکبو تہ هو بہ مهري ٿي پوندو، اهوئي سبب آهي جو صحبت جو حيوانن،نباتات ۽ جمادات تي گهڻو اثر ٿيندو آهي انهيءَ ڪري آب وهوا مردار شين جي فضا ۾ خراب ٿي پوندي آهي. ساڳي طرح ٻنيءَ جي پيداوار کي مختلف قسمن جي نباتات ۽ انهن جي پاڙن کان انهي ڪري الڳ رکيو ويندو آهي تہ ڪاٿي انهن جي صحبت ۾ هي خراب نہ ٿي پوي جڏهن انهن شين ۾ صحبت ايتريقدر مؤثر آهي تہ پوءِ انساني طبيعتن ۾ جيڪي اشرف المخلوقات آهن، سيني کان وڌيڪ صحبت جو اثر قبول ڪنديون آهن، بلڪ انسان کي انسان چئبو ئي انهيءَ لاءِ آهي تہ هو خير ۽ شر کي ڏسي ان مان جلد مانوس ٿي پوندو آهي ۽ وري الفت ۽ محبت مان ان ۾ وڌيڪ اضافو ايندو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ اڪيلائي ۽ گوشہ نشينيءَ جي جيڪا تعريف ڪئي ويندي آهي؛ اها صرف انهيءَ ڪري آهي جو ان جي ڪري انسان ڪميڻن ۽ بدڪردار ماڻهن جي صحبت کان محفوظ ٿو رهي.

جيڪي اهل علم ۽ وفا ۽ بااخلاق هستيون آهن انهن جي صحبت غنيمت سمجهڻ گهرجي انهن کان مانوس ٿيڻ ۽ انهن سان محبت ڪرڻ خدا وند ڪريم سان محبت ڪرڻ آهي، اهڙيءَ طرح انهن کان خدائي تعلق قائم ٿيندو آهي جڏهن جو ٻين سان صرف طبعي تعلقات هوندا آهن، دراصل صوفي بزرگن جا ناجنسن سان تعلقات عارضي آهن ۽ هم جنسن سان دائمي آهن، ان جو سبب اهو آهي تہ هڪ مؤمن ٻئي

مؤمن جو آئينو آهي، جڏهن هو پنهنجي ڀاءُ ڏي ڏسي ٿو تہ ان جي قولن عملن ۽ احوال جي پڙدن ۾ الاهي تجلين ۽ خداءِ عظيم جي اهڙن لڪل رمزن ۽ نڪتن جي خبر پوي ٿي جيڪي غيرن جي نظرن کان مخفي آهن، پر اهي جن تي تجليون ظاهر ٿيون هجن، ان کان واقف هوندا آهن.

## شڪر گذاري

صوفي بزرگن جي اخلاق جي هڪ نمايان خاصيت احسان ڪندڙ جي احسانن جي شڪر گذاري ۽ ان جي لاءِ دعا گهرڻ آهي، انهن ۾ پنهنجي پروردگار تي توڪل ڪرڻ جو جذبو ملي ٿو، اهڙي طرح انهن جي توحيد بہ واضح آهي جو انهن جون نظرون غيرن جي طرف نہ هونديون آهن. بلڪ هو سڀني نعمتن جو سرچشمو حقيقي نعمتون عطا ڪندڙ خداءِ جبار کي سمجهندا آهن، ۽ ان سان گڏ رسول الله ﷺ جن جي تابعداريءَ ۾ هو انسان جو شڪريو بہ ادا ڪندا آهن، ڇو تہ پاڻ ﷺ پنهنجي هڪ خطبي ۾ هي ارشاد فرمايائون تہ:

"(حضرت) ابوبڪر رضي الله عنه بن ابي قحافہ کان وڌيڪ ڪنهن بہ مون کي پنهنجي محبت ۽ احسانن سان ممنون نہ ڪيو آهي. جيڪڏهن مان ڪنهن کي دوست بڻاياهان تہ ابوبڪر رضي الله عنه کي ضرور دوست بڻايان ها" وڌيڪ فرمايائون تہ

(حضرت) ابوبڪر رضي الله عنه جي مال کان وڌيڪ بئي ڪنهن جي بہ مال مان مون کي نفعو نہ پهتو"

هڪ جماعت خداءِ عظيم جي مخلوق سان بخشش ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ جي بنياد تي لڪل رهندي آهي، پر صوفي شروعات ۾ مخلوق کان قطع تعلق ڪندو آهي، بلڪ هو هر شيءِ جو تعلق صرف خدا پاڪ سان وابستہ ڪري ڇڏيندو آهي، ڇو تہ هن جو مطلوب توحيد آهي، ان ڪري هو هن حجاب کي ٽوڙي ڇڏيندو آهي، جيڪو مخلوق کي خالص توحيد کان روڪيندو هجي. يعني نہ تہ مخلوق سان بخشش ٿو ڪري ۽ بخشش

کي روکي ٿو بلڪ خدا پاڪ بہ هن کي مخلوق کان لڪل ٿو رکي،پر جڏهن هو توحيد جي چوٽيءَ تي پهچي ٿو تہ هو حق تعالىٰ جل شانہ جو شڪر ڪرڻ کان پوءِ مخلوق جو شڪرّ بہ ادا ٿو ڪري، ان وقت هو ان جي وجود جي منع ۽ عطا جي حيثيت کي تسليم ٿو ڪري، ان کان اڳ هو صرف حقيقي سبب خدا پاڪ جو مشاهدو ڪندو هو، پر هاڻي پنهنجي وسيع علم ۽ قابليت جي زور سان ٻين ذريعن کي بہ تسليم ٿو ڪري تڏهن بہ اسان عام مسلمان وانگر مخلوق هن جي لاءِ خداپاڪ جي راهہ ۾ رڪاوٽ نہ آهي ۽ نہ وري خدا پاڪ هن کي ابتدائي اهل طريقت وانگر لڪل ٿو رکي، ان ڪري هو خدا جو شڪر بہ بجا ٿو آڻي، ڇو تہ اهوئي منعم حقيقي ۽ مسبب الاسباب آهي، مخلوق جو شڪر بہ ان لاءِ ٿو بجا آڻي جو اها ان جو ذريعو ۽ واسطو آهي.

## خدا جي حمد جي فضيلت

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "جنت ۾ اهي ماڻهو سڀ کان پهريائين سڏيا ويندا، جيڪي ثنا خوان آهن، لڪل طريقي سان ۽ مصيبت جي وقت بہ الله تعالىٰ جل شانہ جي ٿي تعريف ٿا ڪن" وڌيڪ فرمايائون تہ تہ"جيڪو ڇڪ ڏيڻ يا اوڳرائي ڏيڻ کان پوءِ "الحمد لله علىٰ کل حال" يعني (هر حال ۾ الله جي ئي تعريف آهي) چوي ٿو تہ الله تبارڪ وتعالىٰ جل شانہ ان کان ستر بيمارين پري ٿو ڪري جن ۾ سيني کان هلڪي يا آسان جذام (ڪوڙهہ) آهي.

حضرت جابر رضي الله عنہ جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جيڪڏهن ڪنهن بندي کي ڪا نعمت ڏني وڃي ۽ ان تي هو خداءِ عظيم جو حمد بيان ڪري تہ اهو حمد ان لاءِ افضل آهي.

هن حديث شريف ۾ حمد کي جيڪو افضل چيو ويو آهي تہ ان مان هي مطلب آهي تہ الله تبارڪ وتعالىٰ جل شانہ نعمت جي شڪر ڪرڻ سان گهڻو خوش ٿيندو ۽ هي مطلب بہ وٺي ٿو سگهجي تہ حمد

انهيءَ نعمت کان افضل آهي، جنهن جي حاصل ٿيڻ تي هن خداءِ پاڪ جي تعريف (حمد) ڪئي آهي، لهاذا جڏهن صوفي بزرگ منعم حقيقي جو شڪر ادا ٿا ڪن تہ هو انهيءَ محسن انسانيت (ﷺ) جو بہ شڪر ادا ٿا ڪن جيڪو ان جو واسطو آهي ۽ ان جي لاءِ بہ دعا ٿا ڪن"

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪنهن جماعت وٽ روزو افطار ڪرڻ فرمائيندا هئا تہ فرمائيندا هئا تہ" توهان وٽ روزيدار روزو افطار ڪيو ۽ نيڪ بندن توهان جو کاڌو کاڌو ۽ توهان تي سڪون ۽اطمينان نازل ٿيو"

حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو پنهنجي ڀاءُ کي هي لفظ چئي" جزاڪ الله خيرا" (خدا توکي سٺو بدلو ڏئي) تہ اهو ان جي بيحد تعريف ٿو ڪري.

## حاجت روائي

صوفي بزرگن جي اخلاقن مان هڪ هي بہ آهي تہ هو پنهنجي ڀائرن ۽ سيني مسلمانن جي ضرورت کي پورو ڪرڻ لاءِ پنهنجو سڄو اثر رسوخ استعمال ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪو وسيع علم رکندو هجي ۽ هو نفس جي عيبن، ان جي آفتن ۽ خواهشن کان واقف هجي تہ اهو پنهنجي اثر ورسوخ سان مسلمانن جي ضرورتن کي پورو ڪري ۽ انهن جي باهمي اصلاح ۾ مدد ڪري. هن معاملي ۾ تمام گهڻي گهري علم جي ضرورت آهي، ڇو تہ انهن ڪمن جو مخلوق ۽ انهن سان ميل ميلاپ سان تعلق آهي، لهاذا انهيءَ مقصد ۾ هڪ مٿاهين درجي جو صوفي، ڪامل ۽عالم رباني ئي ڪامياب ٿي ٿو سگهي.

حضرت زيد بن اسلم رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ"هڪ پيغمبر بادشاهہ جو رڪاب دار هو ۽ هو اهو ڪم صرف ماڻهن جي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ سرانجام ڏيندو هو".

حضرت عطا جو قول آهي تہ" جيڪڏهن ڪو ماڻهو سالن جا سال

رياڪاري ڪري اهڙو مرتبو ۽ اثر حاصل ڪري جنهن جي ذريعي هڪ مومن زندگي بسر ڪري سگهي ته اهو ان ڪان افضل آهي، جو پنهنجي ذات کي بچائڻ لاءِ مخلصانه عمل ڪجن." هي هڪ پيچيده مسئلو آهي، جنهن ۾ جاهل ۽ روحانيت جي نام نهاد دعويدارن جي ٽڙي پوڻ جو انديشو آهي. حقيقت ۾ هي ڪم اهوئي ڪري ٿو سگهي،جنهن کي خدا وند ڪريم هن جي باطن جو وسيع علم ڏئي ڇڏيو هجي ۽ ان جي صدقي هن کي چڱي طرح معلوم ٿي وڃي ته هن کي جاهه ۽مال سان ڪا به رغبت ڪانهي، چنانچه جيڪڏهن روءِ زمين جا بادشاهه به اهڙي شخص جي خدمت جي لاءِ بيٺا هجن ته انهيءَ صورت ۾ به نه ته هو سرڪشي ڪندو ۽ نه وري ڪنهن به قسم جي زيادتي ڪندو بلڪ ان کي جيڪڏهن ٻرندڙ تنور ۾ به وڌو وڃي ته به هو انڪار نه ڪندو.

اهڙيون صلاحيتون صرف چند مخلص هستين کي حاصل آهن، جيڪي پنهنجي ارادن ۽ اختيارن کي ختم ڪري چڪا آهن. ان وقت الله تعاليٰ جل شانه انهن کي سندن مقصد سمجهائيندو آهي ۽ هو صرف الله رب العزت جي مرضي ۽ منشا جي مطابق ڪم ڪندا آهن، جيڪڏهن انهن کي هي معلوم ٿي وڃي ته خداپاڪ هي ٿو چاهي ته ماڻهن سان ميل جول رکجي ۽ پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪجي ته پنهنجي نفساني صفتن کي فنا ڪري انهن ڪمن ۾ مصروف ٿا رهن، بهرحال هي انهن ماڻهن جو ڪم آهي، جن پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري ڇڏيو هجي ۽ پوءِ انهن جو اهو حشر ٿيو هجي جو مقام فنا ۾ مستحڪم ٿي پوءِ مقام بقا تي چڙهيا هجن، اهڙي طرح هو هر مقام ۾ مڪمل ثبوت سان خدا پاڪ جي حڪم سان داخل ٿا ٿين ۽ پوءِ وري اتان اهڙيءَ طرح ٻاهر ٿا نڪرن انهن کي خدا پاڪ جي طرفان مڪمل بصيرت حاصل آهي، انهيءَ باري ۾ ڪنهن اهڙي صاحب دل کي جنهن کي پوشيده گفتگوءَ جي ذريعي خدا پاڪ جو صريح مقصد ۽ منشا معلوم ٿي چڪو هجي ڪنهن کي

سرانجام ڏيڻ وقت ان تي حاوي رهندا آهن ڪم انهن جي وقت تي حاوي نہ ٿيندو آهي پر هر ملڪ ۾ انهي قسم جي بلند صفتن جو مالڪ انسان شاذ و نادر ئي هوندو آهي.

حضرت ابو عثمان الحميري فرمائن ٿا تہ" ڪو بہ ماڻهو ان وقت تائين ڪامل نہ ٿو ٿي سگهي جيسين تائين ان جوقلب هنن ڇئن ڳالهين ۾برابري اختيار نہ ڪري. اهي شيون هي آهن، منع ۽ عطا، عزت ۽ ذلت- صرف اهڙي شخص جي لاءِ جاهہ طلبي مٿين ڪمن ڪرڻ لاءِ سرانجام ڏيڻ مناسب آهي.

## امارت جو مستحق

شيخ سهل بن عبدالله فرمائن ٿا تہ" انسان ان وقت تائين امارت جو مستحق نہ ٿو ٿي سگهي جيسين ان ۾ ٽي ڳالهيون موجود نہ هجن (١) ماڻهن کي پنهنجي جهالت کان محفوظ رکي (٢) جيڪي ڪجهہ انهن وٽ هجي اهو انهن وٽ ئي رهڻ ڏئي (٣) ۽ جيڪي ڪجهہ هن وٽ هجي اهو سڀ انهن لاءِ خرچ ڪري".

پر هيءَ اها امارت ۽ رياست نہ آهي جنهن کان پرهيز ڪئي وڃي ۽ سچائي ۽ سلوڪ جي حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي ڇڏي ڏيڻ ضروري هجي بلڪ هيءَ اها رياست آهي جيڪا حق تعاليٰ سبحانہ پنهنجي مخلوق جي ڀلائيءَ لاءِ قائم ڪئي آهي،ان ڪري هو انهيءَ صورت ۾ بہ خدا پاڪ سان گڏ رهي ان جو ضروري حق ادا ٿو ڪري ۽ الله رب العزت جي نعمت جو شڪر ادا ٿو ڪري.

باب ٣١

# تصوف جا طور طريقا

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ” خدا پاڪ مون کي چڱي طرح ادب سيکاريو آهي ادب ظاهري ۽ باطني تهذيب جو نالو آهي“. جيڪڏهن انسان جو ظاهر ۽ باطن مهذب آهي تہ اهو با ادب صوفي آهي. مادبہ (دستر خوان)کي مادبہ ان ڪري چيو ويندو آهي،جو ان ۾ گهڻيون شيون گڏ ٿينديون آهن، ان ڪري ڪو بہ انسان ان وقت تائين مڪمل ادب حاصل نہ ٿو ڪري سگهي، جيستائين ان ۾ شريفاڻا اخلاق مڪمل طريقي سان موجود نہ هجن، شريفاڻا اخلاق مجموعي طرح ان وقت ملندا جڏهن سڀ اخلاق سٺا هجن. جيڪڏهن انسان جي شڪل ۽ صورت ان جي خلقت آهي تہ اخلاق ان جي معنوي صورت آهن، چوندا آهن تہ جهڙي طرح انسان جي خلقت تبديل نہ ٿي ٿئي اهڙي طرح ان جا اخلاق بہ نٿا بدلجي سگهن، جيئن منقول آهي تہ توهان جو رب توهان جي خلقت، اخلاق، رزق ۽ اجل کان فارغ ٿي چڪو آهي. ۽ قرآن ڪريم ۾ بہ آيو آهي تہ:

| | |
|---|---|
| لَا تَبۡدِيۡلَ لِخَلۡقِ اللهِ | الله جي پيدا ڪيل ۾ ڪا تبديلي نہ ٿي ٿي سگهي. |

زياده صحيح ڳالهہ اها آهي تہ انساني خلقت جي برخلاف اخلاق ۽ اطوار ۾ تبديلي ممڪن آهي، چنانچہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ”پنهنجا اخلاق درست ڪيو“ انهيءَ جو سبب اهو آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ انسان کي پيدا ڪري ۽ ان کي الهام سان مشرف ڪري اصلاح ۽ فساد جي قابل بنايو، هن ۾ اها صلاحيت ائين آهي جيئن چقمق ۾ باهہ

۽ ڪجيءَ جي ڪڪڙيءَ ۾ ڪجيءَ جو وڻ بنجڻ جي صلاحيت هوندي آهي، اهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي قدرت سان انسان کي اها صلاحيت ڏني آهي ته تربيت جي ذريعي پنهنجو اصلاح ڪري سگهي ته جيئن ڪڪڙي ڪجيءَ جو وڻ بنجي وڃي، ۽ چقمق مان باھ نڪري سگهي ۽ جهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانه انسان ۾ نيڪيءَ جي صلاحيت رکي آهي ساڳي طرح ان ۾ برائيءَ جي طاقت به رکي اٿس، يعني ان ۾ سڌارڻ ۽ بگاڙڻ جون ٻئي صلاحيتون رکيون اٿس. جيئن الله تعاليٰ جل شانه فرمايو ٿو ته

وَنَفْسٍ وَّمَا سَوَّاهَا فَأَلْهَمَهَا فُجُوْرَهَا وَتَقْوَاهَا قَدْ اَفْلَحَ مَنْ زَكّٰهَا وَقَدْ خَابَ مَنْ دَسّٰهَا (پ۳۰ شمس)

انهيءَ نفس جو قسم ۽ اهو جنهن کي هن هموار رکيو ۽ برائي ۽ پرهيزگاري ٻئي ان ۾ پيدا ڪيائين. چنانچه جنهن نفس کي پاڪيزه بنايو اهو ڪامياب آهي ۽ جنهن ان کي خراب ڪيو اهو ناڪام آهي.

مٿين آيت ۾ نفس کي هموار ۽ برابر رکڻ جو مطلب اهو آهي ته هن (نيڪي ۽ بدي) ٻنهين صلاحيتن کي برابر ۽ يڪسان رکيو آهي، جڏهن نفس پاڪيزه ٿيندو آهي ته اهو عقل جي رهنمائيءَ ۾ پنهنجي ظاهري ۽ باطني حالتن کي درست ڪري وٺندو آهي، هن جا اخلاق شائسته ٿي ويندا آهن ۽ هو تميز ۽ ادب سکي ويندو آهي، ادب نيڪيءَ جي لڪل طاقت کي عمل ۾ آڻڻ سان حاصل ٿيندو آهي،بشرطيڪ انسان ۾ نيڪيءَ جي صلاحيت اڳ کان موجود هجي، اهڙي قسم جي صلاحيت پيدا ڪرڻ حق تعاليٰ جل شانه جو ڪم آهي انسان جي ڪوشش ۽ طاقت اهڙيون صلاحيتون نه ٿي پيدا ڪري سگهي جهڙي طرح چقمق ۾ باھ کي موجود رکڻ محض خداءِ عظيم جو فضل آهي،پر ان ۾ انسان جي ڪوشش سان باھ نڪري ايندي آهي. اهڙيءَ

طرح ڏانو ۽ طور طريقي يا آداب جو سرچشمو صلاحيت پسند طبيعتون ۽ فضل خداوندي آهي.

## ادب جي فضيلت

جيئن تہ الله تعاليٰ جل شانہ صوفي بزرگن ۾ سٺين عادتن جي تڪميل ڪري انهن جي باطن ۾ هيءَ صلاحيت رکي آهي تہ هو سٺي تربيت ۽ رياضت سان نفس جو اصلاح ڪري سگهن ان ڪري هو باادب ۽ مهذب آهن، ڪڏهن تهذيب ۽ ادب ڪن صاحبن کي وڏيڪ تربيت ۽ رياضت کان سواءِ فطري طور سان حاصل ٿيندو آهي . جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" مون کي الله تعاليٰ جل شانہ ادب ڏنو ۽ چڱي طرح ادب سيکاريو" پر ڪن ماڻهن جي فطرت ۾ انهيءَ جي گهٽي گهٽتائي هوندي آهي، ۽ انهن کي گهٽي عرصي تائين تربيت ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي، جيئن مريد مشائخن جي صحبت جا محتاج هوندا آهن. اهڙي طرح صحبت ۽ تعليم لڪل طاقتن کي عملي صورت ۾ آڻڻ لاءِ وڏي مددگار ۽ معاون هوندي آهي، جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ

| | |
|---|---|
| قُوْا اَنْفُسَكُمْ وَاَهْلِيْكُمْ نَارًا (پ٢٨- تحريم) | توهين پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي گهر وارن کي باهہ کان بچايو. |

هن آيت جي تشريح ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنه جن فرمايو تہ "توهين انهن کي دين جي تعليم ڏيو ۽ ادب سيکاريو" هڪ ٻي روايت ۾ هي الفاظ آيل آهن تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" منهنجي پروردگار مون کي چڱيءَ طرح ادب سيکاريو پوءِ انهيءَ ئي مون کي شريفاڻا اخلاقن جو حڪم ڏنو ۽ فرمايو تہ" درگذر ڪندا ڪيو، نيڪ ڪم جو حڪم ڏيو ۽ جاهلن کان ڪناره ڪشي اختيارڪيو"

شيخ يوسف بن الحسين رحمہ الله عليه جن جو قول آهي تہ" ادب

سان علم سمجھہ ۾ ايندو آهي" علم جي ذريعي عملدرست ٿيندوآهي ۽ عمل جي ذريعي حكمت حاصل ٿيندي آهي، حكمت جي ذريعي زهد ۽ ترڪ دنيا حاصل ٿيندي آهي، جنهن سان آخرت جو شوق پيدا ٿيندو آهي ۽ آخرت جي شوق سان خدا پاڪ جي قرب جو رتبو ملندو آهي.

چون ٿا تہ جڏهن شيخ ابو حفص رحمہ الله عليه عراق آيو تہ حضرت جنيد رحمہ الله عليه انهن وٽ ملڻ لاءِ آيا، انهن ڏٺو تہ هن جا ساٿي هن وٽ ادب سان بيهي مشورو طلب ڪري رهيا آهن ۽ ڪير بہ غلط ڪم ڪو نہ ٿو ڪري ان تي هنن فرمايو تہ" اي شيخ ابو حفص رحمہ الله عليه! توهان پنهنجي ساٿين کي بادشاهن وارو ادب سيکاريو آهي" پاڻ فرمايائون تہ " اي ابو قاسم (جنيد رحمہ الله عليہ) ائين نہ آهي بلڪ ظاهري ادب باطني ادب جي نشاني آهي"

شيخ ابو الحسن النوري رحمہ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ بنده حق جي لاءِ ڪو بہ اهڙو مقام، روحاني حالت يا ڪوئي اهڙو علم ڪونهي جيڪو شريعت جي ڏانو کي ساقط ڪري ڇڏي بلڪ شرعي ڏانو ظاهري حالت جو زيور آهن، خداپاڪ ان جي اجازت نہ ٿو ڏئي تہ انساني عضوا چڱي ڏانو (ادب) جي خوبين کان خالي ٿي وڃن"

شيخ عبدالله بن المبارڪ جو قول آهي تہ خدمت جا ڏانو ۽ اصول انهيءَ خدمت کان بهتر آهن" شيخ ابو عبيده قاسم بن سلام رحمہ الله فرمائن ٿا تہ" جڏهن مان مڪي معظمہ ۾ داخل ٿيس تہ ڪڏهن خاني ڪعبي جي سامهون ٿي وينس ۽ ڪڏهن اتي سڌو ليٽي پنهنجا پير ڊگها ڪندو هئس،هڪ ڏينهن محترمہ عائشہ مڪي جيڪا گهڻي خدا رسيده هئي مون وٽ آئي ۽ چيائين تہ "چون ٿا تہ توهان اهل علم آهيو ان ڪري منهنجي هيءَ ڳالهہ مڃو تہ هتي ادب سان ويهونہ تہ توهانجو نالو بارگاهہ الاهيءَ جي دفتر تان مٽائي ڇڏيو ويندو" شيخ ابن عطا رحمہ الله عليه جو قول آهي تہ" نفس بي ادبيءَ جو عادي آهي پر بنده حق کي

ادب اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي لهاذا نفس پنهنجي روش جي مطابق مخالفت جي ميدان ۾ ڊوڙندو آهي ۽ بنده حق پنهنجي ڪوشش سان ان کي حسن ادب ڏي موٽائي ٿو، ۽ جيڪو جدوجهد نہ ٿو ڪري اهو نفس کي مطلق العنان ٿو بنائي ۽ ان جي نگرانيءَ کان غافل آهي، بهرحال جيڪو ان جي مدد ڪري اهو ان جو شريڪ آهي"

حضرت جنيد رحمه الله عليه جو ارشاد آهي تہ" جيڪو نفس کي ان جي خواهش تي مدد پهچائي اهو ان جي فعل ۾ شريڪ آهي، ڇو تہ بندگيءَ جي لاءِ ادب ضروري آهي ۽ سرڪشي بي ادبي آهي"

حضرت جابر بن ثمره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي پٽ کي ادب سيکاري تہ اهو انهيءَ کان بهتر آهي، جو هو هڪ صاع جي مقدار ۾ صدقو ڏئي" وڌيڪ فرمايائون تہ "هڪ پيءُ پنهنجي پٽ کي ادب کان بهتر تحفو نہ ٿو ڏئي سگهي" حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنها جن جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ پٽ جو والد تي حق آهي تہ هو هن جو سنو نالو رکي ۽ ان کي چڱي طرح ادب سيکاري ۽ تربيت ڪري"

شيخ ابو علي الدقاق رحمه الله جن جو قول آهي تہ" حق جو بندو پنهنجي اطاعت جي ذريعي جنت ۾ داخل ٿيندو آهي ۽ پنهنجي اطاعت ۾ ادب اختيار ڪري الله تعاليٰ جل شانه تائين پهچندو آهي.

شيخ ابو القاسم قشيريءَ رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ " استاد ابو علي ڪنهن بہ شيءِ جو سهارو نہ وٺندا هئا. هڪ ڏينهن مجمعي ۾ ويٺا هئا تہ مون گهريو تہ سندن پٺيءَ جي پويان وهاڻو رکان ڇو تہ مون کين بغير سهاري جي ويٺل ڏٺو هو، پر پاڻ وهاڻي کان پري ٿي ويا ان وقت مون کي خيال آيو تہ جيئن تہ ان تي ڪو خرقو يا سجاده وڇايل ڪونهي ان ڪري پاڻ ان کان پري ٿي ويا پر پاڻ فرمايائون تہ" مان

سهارو وٺڻ نہ ٿو چاهيان" پوءِ جڏهن مون چڱي طرح غور ڪيو تہ معلوم ٿيو تہ پاڻ ڪنهن بہ شيءِ جو سهارو نہ وٺندا هئا"

## ادب جي اهميت

شيخ جلال الدين بصري رحمہ الله عليہ جن جو قول آهي تہ توحيد ايمان لاءِ ضروري آهي، جنهن ۾ ايمان نہ آهي ان ۾ توحيد بہ نہ هوندي آهي، ايمان شريعت جي لاءِ ضروري آهي لهاذا جتي شريعت نہ آهي اتي نہ ايمان آهي ۽ نہ توحيد، شريعت جي لاءِ ادب ضروري آهي ان ڪري جتي ادب نہ آهي اتي نہ شريعت آهي نہ ايمان آهي ۽ نہ توحيد.

چوندا آهن تہ ظاهر ۽ باطن ٻنهين حالتن ۾ ادب اختيار ڪيو. جيڪڏهن ڪنهن ظاهري طور تي بي ادبي ڪئي تہ ان کي ظاهري طرح سزا ملندي ۽ جيڪڏهن ڪنهن باطني طور سان بي ادبي ڪئي تہ ان کي باطني سزا ڏني ويندي.

شيخ ابو علي الدقاق رحمہ الله عليہ جن جي غلام جو قول آهي تہ "مون هڪ بغير ڏاڙهيءَ واري ڇوڪري ڏي ڏٺو، جڏهن مان هن ڏي ڏسي رهيو هوس تہ شيخ دقاق رحمہ الله عليہ جن جي نظر مون تي پئجي وئي، پاڻ فرمايائون تہ تون ان جي سزا ضرور ڀوڳيندين چاهي اها سالن کان بعد ڇو نہ ملي". هو چئي ٿو تہ مون کي ڏهن سان کانپوءِ اها سزا ملي جو مان قرآن ڪريم وساري ويٺس.

شيخ سري سقطي رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ" مان هڪ رات ورد وظيفا پڙهي رهيو هوس ۽ پنهنجا پير محراب ڏي ڊگها ڪيو وينو هوس، ان وقت مون هڪ آواز ٻڌو تہ اي سري! ڇا هن طرح تون بادشاهن جي سامهون وهندو آهين؟" هي ٻڌي مون پنهنجا پير ڇڪي ورتا، ۽ چيم تہ اي الله! تنهنجي عزت جو قسم! مان هاڻي ڪڏهن بہ پير ڊگها نہ ڪندس، حضرت جنيد رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ ان کان پوءِ اٺن سالن تائين اها حالت رهي جو پاڻ ڏينهن يا رات ۾ ڪنهن بہ وقت پير

ڏکيا نہ ڪيائون.

حضرت عبدالله بن المبارڪ فرمائن ٿا تہ جيڪو ادب ۾ سستي ٿو ڪري ان کي اها سزا ملندي آهي تہ هو سنتن کان محروم ٿي ويندو آهي ۽ جيڪو سنتن ۾ غفلت ڪندو آهي اهو خدا پاڪ جي معرفت کان محروميءَ جي سزا ڀوڳيندو آهي"

حضرت سري سقطي رحمہ الله عليه جن کان صبر جي باري ۾ هڪ مسئلو پڇيو ويو تہ پاڻ ان کي بيان ڪرڻ لڳا ايتري ۾ هڪ وڇونءَ اچي سندن پير تي ڏنگ هڻڻ لڳو، ڪين عرض ڪيو ويو تہ هن کي هٽايو ڇو نہ ٿا؟ فرمايائون تہ مون کي الله تعالىٰ جل شانہ کان شرم ٿو اچي تہ مان هڪ روحاني حال جي باري ۾ گفتگو ڪندي پنهنجي معلومات جي خلاف ڪم ڪريان.

چون ٿا تہ رسول الله ﷺ جن جي ادب جو هڪ نمونو هي آهي تہ پاڻ ﷺ هڪ حديث ۾ فرمايائون تہ" مون کي زمين جا مشرق ۽ مغرب جا سڀ حصا ڏيکاريا ويا" پر پاڻ ﷺ ائين نہ فرمايائون تہ"مون ڏٺا."

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ جن جو قول آهي تہ ڪنهن عمل ۾ ادب کي اختيار ڪرڻ ان جي قبول هجڻ جي نشاني آهي" حضرت شيخ ابن عطا رحمہ الله عليه جن جو قول آهي تہ" ادب هي آهي تہ توهان پسند ڪيل ڳالهين جي حد تائين رهو" جڏهن ان جي تشريح پڇي وئي تہ فرمايائون تہ "توهان لڪل ۽ ظاهر ٻنهين حالتن ۾ خدا پاڪ سان ادب جو معاملو رکو، جيڪڏهن تنهنجو هي حال رهي تہ پوءِ توهان اديب آهيو، چاهي توهان عجمي ئي ڇو نہ هجو؟ ان کان پوءِ هي شعر پڙهيائون (ترجمو) جڏهن هوءَ ڳالهائي ٿي تہ عمدو نموني ٿي پيش ڪري ۽ جڏهن خاموش ٿي ٿئي تہ بہ سراپا پرڪشش هوندي آهي. شيخ جريري رحمہ الله عليه فرمائن ٿا تہ ويهن سالن کان مون اڪيلائيءَ ۾ بہ پير ڏکيا نہ ڪيا آهن ڇو تہ الله جل شانہ سان ادب اختيار ڪرڻ افضل آهي. شيخ بو

علي رحمہ جو قول آهي تہ بي ادبي نيڪاليءَ جو باعث ٿيندي آهي، جيڪومحفل جيفرش تي بي ادبي ڪندو آهي تہ ان کي دروازي ڏي واپس ڪيو ويندو آهي ۽ جيڪو دروازي تي بي ادبي ڪندو آهي ان کي جانورن وانگر سزا ملندي آهي.

باب ۳۲

# بارگاهہ الاهيءَ ۾ ادب اختيار ڪرڻ جو بيان

هر قسم جا سنا ڏانو رسول الله ﷺ جن ڪان ئي حاصل ٿيندا آهن، ڇو تہ پاڻ سيني ظاهري ۽ باطني ڏانون جا خزانا آهن، بارگاهہ الاهيءَ ۾ سندن ﷺ حسن ادب جي سلسلي ۾ ارشاد فرمايو ويو آهي تہ

ما زاغ البصر وما طغيٰ — نہ نگاهہ ٿڙي ۽ نہ حد کان اڳتي وڌي.

هي سندن لکل سهڻن ڏانون جو هڪ اونهو راز آهي جيڪو ساڻن مخصوص آهي،يعني الله تعاليٰ جل شانہ بي رخي ۽ توجہ ٻنهين حالتن ۾ سندن قلب مقدس جي اعتدال کي بيان فرمايو آهي تہ پاڻ ﷺ ما سوا الله کان ڪناره ڪشي اختيار ڪيائون ۽ الله تعاليٰ جل شانہ ڏي متوجہ رهيا، پاڻ زمينن ۽ هن دارالفنا جي عيش عشرت کي پوئتي ڇڏي ڏنو هو ۽ اهڙيءَ طرح آسمانن ۽ زمينن جي فائدن کي بہ ترڪ ڪري ڇڏيو هو ۽ انهن کان منهن ڦيرائڻ کان پوءِ وري ڪڏهن بہ انهن ڏي منهن نہ ڪيائون، انهن شين کان پاسو ڪرڻ وقت انهن جي ضايع ٿيڻ جو ڪين ﷺ افسوس تائين بہ نہ ٿيو. جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ" جيئن توکي ڪنهن شيءِ جي هليو وڃڻ سان افسوس نہ ٿئي"

هي خطاب عام آهي ما زاغ البصر ۾ سندن ﷺ حال جو خاص طور تي بيان ڪيو ويو آهي. گو هن جو خطاب عام آهي هنن لفظن ۾ سندن ﷺ حالت اعراض جو بيان آهي ۽ سندن توجہ جو بيان اها ڪيفيت

آهي جيڪا سندن ﷺ روح ۽ قلب کي مقام قاب قوسين ۾ حاصل ٿي ان کان پوءِ حياءَ ۽ هيبت ۽ جلال جي بنياد تي الله تعاليٰ جل جلاله کان فرار جي راهه اختيار ڪيائون ۽ جنهن مان سندن انڪساري ۽ نيازمندي ظاهر ٿي ٿئي ته جيئن نفس وڏي سرڪش نه ٿي پوي، ڇو ته سرڪشي بي نيازيءَ جي موقعي تي نفساني جذبو آهي، جيئن الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

ڪَلَّآ اِنَّ الْاِنْسَانَ لَيَطْغٰىٓ اَنْ رَّاٰهُ اسْتَغْنٰى (پ٣٠- علق)

هرگز نه انسان ضرور سرڪشي ڪندو آهي، جڏهن ته هو پنهنجو پاڻ کي بي‌نياز ڏسندو آهي.

## سرڪش نفس

جڏهن روح ۽ قلب تي فيض نازل ٿيندا آهن ته نفس به چوريءَ سان ٻڏي وٺندو آهي لهاذا فيض جو ڪجهه حصو حاصل ڪرڻ کان پوءِ بي نياز ٿي سرڪشي انهيءَ ڪري آهي جو فيض جي لاءِ ظرف تنگ آهي انهيءَ سلسلي ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي نگاهه بارگاهه الاهيءَ ۾ هڪ حد تائين درست هئي ۽ پاڻ ضايع شيءِ تي توجه نه ڪيائون، پنهنجي حسن ادب جي ڪري سرڪشي به نه ڪئي،پر پاڻ فيض خداونديءَ سان معمور هئا. ۽ نفس لڪل سماعت ڪري ان جو وڏو حصو حاصل ڪري ورتو. ان ڪري هو بي نياز ٿي ويو. ۽ جيڪي ڪجهه ڪيس حاصل ٿيو هو اهو مٿي وهڻ لڳو ۽ ان جو دائرو تنگ ٿي ويو، اهوئي سبب آهي جو حضرت موسيٰ عليه السلام ڪشائش جي زيادتيءَ سبب حد کان وڌي وياءِ چوڻ لڳا " مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار" لهاذا ڪين روڪيو ويو ۽ روحاني فضا ۾ اڳتي نه وڌي سگهيا. انهيءَ نڪتي مان حبيب خدا محمد مصطفيٰ ﷺ ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام ڪليم الله جي شخصيتن ۾ فرق ظاهر ٿيو.

بهرحال مقربين بارگاهه ۾ وڏن بزرگن لاءِ هي گهٽو گهرو نڪتو آهي، ڇو ته هر قبض لاءِ سزا ضروري آهي، اهو هن طرح ته قبض جي حالت ۾ فتوحات جو دروازو بند ٿي ويندو آهي. ۽ قبض يعني (روحاني تنگي) تي سزا جو نتيجو هي هوندو آهي ته لازمي طور تي بسط (روحاني ڪشادگي) ۾ زيادتي ٿي ويندي آهي، جيڪڏهن بسط ۾ اعتدال هجي ته قبض ۾ سزا واجب نه هجي، بسط ۾ اعتدال ان وقت ٿيندو آهي جڏهن روح ۽ قلب جي فيض کي روڪيو وڃي. هي موقف رسول الله ﷺ جن کي حاصل هو جو سندن ﷺ نفس انڪسار جي گهيري ۾ غائب ٿي ويو هو،اهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانه کان گريز اختيار ڪري اتان واپس ٿيا ۽ اهوئي ادب جو انتهائي مرتبو آهي جيڪو ڪين عطا ڪيو ويو، پاڻ ﷺ قاب قوسين يا ان جي قريب واري مقام تي رهيا.

## ما زاغ البصر جي وضاحت

اسان جي هن تشريح جي مطابق شيخ ابو العباس بن عطار رحمه الله عليه جن جو هي قول آهي، جيڪو پاڻ مٿين آيت مازاغ البصر وما طغيٰ جي تفسير ۾ فرمايو هو، فرمائن ٿا ته "پاڻ ﷺ سرڪشيءَ سان مشاهدونه فرمايو بلڪ قويٰ جي اعتدال جي شرطن سان ملاحضو فرمايو".

شيخ سهل عبدالله التستريءَ جو قول آهي ته رسول الله ﷺ جن پنهنجي نفس جي مشاهدي سان رجوع نه ڪيو بلڪ سراپا پنهنجي پروردگار جو مشاهدو فرمائيندا رهيا ۽ انهيءَ مقام تي ثبوت لاءِ جن صفتن جي ضرورت هئي، انهن جو مشاهدو فرمائيندا رهيا"

هي قول اسان جي تشريح جي تائيد ٿا ڪن، بلڪ شيخ سهل بن عبدالله رحمه جي قول ۾ اهڙي طرح رمز ۽اشارو آهي، اسان جي قول جي تائيد شيخ ابو محمد الجريري رحمه الله عليه جي هن قول سان به ٿئي ٿي جنهن جو اطلاع اسان کي پنهنجي شيخن جي مستند ذريعن سان پهتو

آهي. انهن فرمايو: تہ" علم انقطاع کي حاصل ڪرڻ لاءِ جلدي ڪرڻ هڪ وسيلو آهي ۽ درماندگيءَ جي حد تي توقف ڪرڻ نجات آهي ۽ قرب جي علم کان گريز ۾ پناهہ وٺڻ وصال آهي. ۽ خطاب جي سماعت جي محرڪات کي قبول ڪرڻ تي قائم رهڻ تڪلف آهي ۽ اهو علم جيڪو توجه جي مقام ۾ فهم جي فصاحت ۾ ويڙهيل هجي ان جي ضايع ٿيڻ جو خوف هڪ برائي آهي ۽ اها ڳالهہ جيڪا اصل مقام تان هٽي ويئي هجي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ غور سان ٻڌڻ بعد ۽ دوري آهي ۽ ملاقات جي وقت تسليم جي راه اختيار ڪرڻ جرات آهي ۽ انس ۽ محبت جي مقام تي انبساط ڏوڪو آهي" هي ڪلما بارگاهہ الاهيءَ جا طور طريقا ٿا ظاهر ڪن.

زير بحث آيت جي گذريل وضاحت کان بہ لطيف تر وضاحت هيءَ آهي تہ ما زاغ البصر مان مطلب هي آهي تہ هي مشاهدو بصيرت کان الڳ نہ رهيو۽ هن ۾ ڪوتاهي نہ ٿي ۽ وما طغيٰ مان مطلب هي آهي تہ بصيرت جي نگاهہ کان سبقت نہ ڪئي ويئي ۽ پنهنجي حد ۽ مقام کان اڳتي نہ وڌي بلڪ بصيرت جي نگاهہ سان ظاهر ۽ باطن سان قلب قالب سان گڏ ۽ نظر قدم سان گڏ قائم رهي،ڇو تہ قدم تي نظر جي مقدم هجڻ ۾ بہ سرڪشي آهي نظر مان معنيٰ علم ۽ قدم مان معنيٰ قالب (جسم) جو حال آهي، لهاذا نظر قدم کان اڳتي نہ وڌي ڇو تہ اها سرڪشي آهي ۽ قدم نظر کان ان لاءِ پوئتي نہ رهيو جو ان مان ڪوتاهي ثابت ٿيندي آهي، لهاذا سڀ حالات اعتدال تي هئا. سندن ﷺ قلب جسم وانگر هو ۽ جسم قلب وانگر هو بلڪ ظاهر ۽ باطن يڪسان هئا ۽ نگاهہ ۽ بصيرت بہ هڪ جهڙي هئي،چنانچہ جيسين تائين نظر ۽ علم پهتو ٿي اوستائين سندن ﷺ قدم ۽ حال بہ انهن سان گڏوگڏ رهيو پئي، انهيءَ ڪري معنويءِ نوراني ڪيفيت ظاهر تي منعڪس ٿي، جڏهن پاڻ ﷺ براق تي آيا تہ ان جا قدم بہ اوستائين پهتا پئي جيسين تائين ان

جي نظر پئي ويئي. براق جا قدم ان جي نظر جي مقام کان پوئتي نه ٿي رهيا. جيئن معراج شريف جي حديث ۾ ذڪر آهي،لهاذا براق پنهنجي قالب ۾ پنهنجي معنوي خصوصيات ۽ حالت جي موافق هو.

## انتهائي ادب

معراج شريف واري حديث ۾ پيغمبرن جي مقامات جو ذڪر به آهي ته پاڻ هر آسمان ۾ ڪجهه پيغمبر عليهم السلام ڪي ڏٺو هو. هن واقعي ۾ هن طرف اشارو آهي ته اهي پوئتي رهجي ويا ۽ سندن ﷺ درجي تي نه پهچي سگهيا. پاڻ ﷺ اهو به ڏٺو ته حضرت موسيٰ عليه السلام به هڪ آسمان ۾ هو لهذا اهڙي شخص جو آسمان ۾ هجڻ هن ڳالهه جو دليل آهي ته هنن خدا وند ڪريم جي جلوي ڏسڻ جي جيڪا درخواست ڪئي هئي انهيءَ ۾ سندن نظر قدم جي حد کان اڳتي وڌي ويئي ۽ قدم نظر کان پوئتي رهجي ويو هو اهڙيءَ طرح مٿين آيت جي ٻن اوصافن مان هڪ وصف ۾ خلل اچي ويو، پر رسول الله ﷺ جن جو قدم ۽ نظر ٻئي حيا ۽ تواضع سان گڏ متوازن رهيا. پاڻ ﷺ پنهنجي قدمن ڪي ڏسندا پنهنجي نظر جي مطابق گامزن رهيا، جيڪڏهن پاڻ ﷺ حيا ۽ تواضع جي دائري کان ٻاهر اچي وڃن ها ۽ قدم جي حد کان اڳتي نڪرندي نظر ڏگهي ڪن ها ته جيئن ٻيا پيغمبر عليه السلام آسمانن ۾ محدود رهجي ويا هئا. اهڙيءَ طرح پاڻ ﷺ به ڪنهن آسمان تي رڪجي وڃن ها. مگر پاڻ ﷺ ادب جي محفوظ دائري ۾ وڃنا رهيا ايستائين جو پاڻ ﷺ آسمانن جي حجابن کي ٽوڙي ڇڏيو لهاذا بارگاهه قرب جا سڀ قسم مهيا ٿيندا ويا ۽حجابن جا ڪڪر هڪ هڪ ٿي وڻڙندا ويا ايستائين جو پاڻ ﷺ مازاغ البصر وما طغيٰ جي راهه تي هلي پيا پاڻ ﷺ برق خاطف وانگر وصل ۽ لطائف جي حجري جي طرف روانه ٿي ويا. اهڙيءَ طرح پاڻ ﷺ انتهائي ادب ۽ هوشياريءَ جو ثبوت ڏنائون.

شيخ ابو محمد بن رويم رحمه الله عليه جن کان جڏهن مسافر

جي ادب جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ" هن جا قدم هن جي همت کان اڳتي نہ وڌڻ گهرجن يعني جتي هن جي دل رکجي اهوئي هن جو ٺڪاڻو آهي" حضرت ابن عباس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن هيءَ آيت تلاوت فرمائي:

| | |
|---|---|
| رَبِّ اَرِنِيۡ اَنۡظُرۡ اِلَيۡکَ | اي منهنجا پروردگار! تون مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار تانتہ مان تنهنجو مشاهدو ڪري سگهان. |

پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ هن تي الله فرمايو تہ"مون کي ڪو زنده شخص ڏسي مري ويندو، خشڪ شيءِ تباهہ ٿي ويندي ۽ تروتازه شيءِ منتشر ٿي ويندي، مون کي صرف اهل جنت ڏسي ٿا سگهن جن جون اکيون مرده نہ ٿيون ٿين ۽ نہ انهن جا جسم بوسيده ٿا ٿين"

بارگاهيءَ جي طور طريقن مان هي بہ آهي جيڪو حضرت شبلي رحمه الله عليه جن فرمايو تہ حق سان گفتگو ڪرڻ لاءِ انبساط جو هجڻ بي ادبي آهي، پر هي ڪجهہ حالتن ۽ ڪجهہ شين سان مخصوص آهي هر موقعي تي ان کي لاڳو نہ ٿو ڪري سگهجي،ڇو تہ الله تعاليٰ جل شانہ دعا جو حڪم بہ ڏنو آهي گفتگو نہ ڪرڻ جو طريقو اهوئي هئڻ گهرجي جيڪو حضرت موسيٰ عليه السلام اختيار ڪيو هو تہ هو ذاتي ۽ دنياوي ضرورتن لاءِ ڪشائش نہ فرمائي رهيا هئا، جيسين خود حق تعاليٰ جل شانہ کين ﷺ مقام قرب تي سرفراز فرمايو ۽ کين ڪشائش جي اجازت ڏني ۽ فرمايو تہ مون کان ڪجهہ گهرو پوءِ پلي اهو اٽي جي لاءِ لوڻ ئي ڇو نہ هجي" ان وقت پاڻ فرمايائون تہ اي منهنجا پروردگار! مان انهيءَ ڀلائيءَ جو جيڪا تون نازل فرمائين محتاج آهيان".

ان جو سبب هي آهي تہ حضرت موسيٰ عليه السلام هن کان اڳ آخرت جون ضرورتون طلب فرمائيندو هو ۽ دنيا جون حقير ضرورتون طلب ڪرڻ کان شرمائيندو هو کين حجاب ايندو هو تہ هو حقير شين جو سوال

ڪري، جيئن ڪنهن وڏي بادشاهه ڪان وڏيون شيون گهرجن ۽ ننڍيون حقير شيون گهرڻ ۾ تڪلف ڪيو ويندو آهي،پر جڏهن تڪلف جا حجاب هٽي وڃن ۽ انهن کي قرب جو مقام حاصل ٿي ويو ته هو وڏيون ننڍيون سڀ شيون طلب ڪرڻ لڳا.

حضرت ذي النون مصري رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته "عارف جو ادب هر ادب کان مٿاهون آهي،ڇو ته هن جي نيڪي خود هن جي قلب کي ادب تي سيکاري، هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي ته" حق سبحانه وتعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته" جنهن لاءِ مان پنهنجي نالن ۽ صفتن جي مطابق عمل ڪرڻ ضروري قرار ڏيندو آهيان ان جي لاءِ ادب به ضروري قرار ڏيندو آهيان. پر جنهن تي منهنجي ذات جي حقيقت منڪشف ٿي ويندي آهي ان کي لازمي طور تي هلاڪ ڪندو آهيان، لهاذا انهن ٻنهين شين مان جنهن کي پسند ڪيو اختيار ڪيو".

هن قول ۾ هن طرف اشارو آهي ته هي نالا ۽ صفتون لازمي طور تي ادب جا محتاج آهن، ڇو ته هن ۾ بشريت جون نشانيون باقي آهن،پر جڏهن ذات الاهيءَ جي عظمت جو نور چمڪندو آهي ته انوارالاهيءَ سان هي آثار فنا ٿي ويندا آهن، مٿئين قول ۾ هلاڪ مان مراد فنا في الله آهي، جيڪو هر عارف جو انتهائي مقصد آهي.

## نبين سڳورن جا سهڻا طريقا

شيخ ابو علي الدقاق رحمه الله عليه جن فرمايو ته "حضرت ايوب عليه السلام جيئن قرآن پاڪ ۾ آيو آهي هن طرح عرض ڪيو" (حضرت) ايوب عليه السلام پنهنجي رب العزت کي پڪاري چيو ته "حقيقت هيءَ آهي ته مون کي گهڻي تڪليف آهي ۽ تون رحم ڪرڻ وارن ۾ سڀني کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو آهين." هن موقعي تي پاڻ عليه السلام ائين ڪو نه چيائون ته" تون مون تي رحم ڪر"ڇو ته پاڻ ڪلام جي ڏانو ۽ طريقي جي پابندي ڪيائون.

اهڙيءَ طرح حضرت عيسيٰ عليه السلام فرمايو تہ (جڏهن خداوند ڪريم ڪائنئن سندس الوهيت جي باري ۾ استفسار ڪيو)" جيڪڏهن مون اها ڳالهہ چئي هجي ها تہ (اي خدا) توکي ان جو علم هجي ها" هن موقعي تي پاڻ بارگاهيطور طريقو جو لحاظ ڪندي هي ڪو نہ چيو تہ "مون هيءَ ڳالهہ ڪا نہ چئي"

# خاصن جا طور طريقا

شيخ ابو النصر السراج رحمہ الله عليه جن فرمايو تہ ديندارن ۾ خاصن جا طور طريقا هي آهن تہ انهن جون دليون پاڪ هونديون آهن. اهي رازدار عهد ۽ پيمان ۽ وقت جا پابند هوندا آهن، وسوسن ۽ عارضي تصورن ۽ خيالن جي پرواهہ نہ ڪندا آهن، لکل ۽ ظاهري هر حال ۾ هڪجهڙا رهندا آهن. طلب جي موقعن تي مقامات قرب ۽ اوقات حضور ۾ نهايت باادب هوندا آهن.

ادب جا ٻہ قسم آهن، يعني ادب قول ۽ فعل ٻنهين صورتن ۾ اختيار ڪيو ويندو آهي لهاذا جيڪو بہ پنهنجي افعالن ۾ ادب اختيار ڪري خدا وند ڪريم جو قرب حاصل ڪرڻ گهري تہ اهو انهن ڪي دلين جي محبت عطا ڪندو آهي.

شيخ ابن المبارڪ جو قول آهي تہ"اسان ڪي تمام گهڻي علم جي بجاءِ ٿوري ادب جي گهڻي ضرورت آهي"

ادب عارف لاءِ اهڙوئي ضروري آهي جيئن ان شخص جي لاءِ توبہ ضروري هوندي آهي جيڪو نئين سر نيڪ ڪم ڪري"

شيخ نوري فرمائي ٿو تہ" جنهن پنهنجو وقت ادب ۾ نہ گذاريو ان جو وقت ان جي لاءِ نفرت جي قابل آهي"

حضرت ذوالنون مصري رحمہ الله عليه فرمائن ٿا تہ" ماڻهو ادب جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چئي چڪا آهن، اسين چئون ٿا تہ ادب خود شناسيءَ جو نالو آهي، انهيءَ ئي قول ۾ هن طرف اشارو آهي تہ نفس

سيني جهالتن جو سرچشمو آهي ۽ بي ادبي جهالت جو هڪ قسم آهي لهاذا نفس کي سڃاڻڻ کان پوءِ نور عرفان حاصل ٿيندو آهي. جيئن چيو ويو آهي تہ:

من عرف نفسہ فقد عرف ربہ

"جيڪو پنهنجي نفس کي سڃاڻي
وٺي اهو پنهنجي رب کي بہ سڃاڻي
تو وٺي"

انهيءَ نور عرفان جو ڪرشمو آهي جو جڏهن نفس ڪنهن جهالت جو اظهار ٿو ڪري تہ علم جي ذريعي ان جو خاتمو ڪيو ويندو آهي ۽ هو باادب ٿي ويندو آهي، لهاذا جيڪو شخص بارگاهہ الاهيءَ جي طور طريقن جي پابندي ٿو ڪري اهو ٻين ماڻهن جي طور طريقن کي بہ بدرجہ اوليٰ ملحوظ ٿو رکي.

باب۳۳

# طهارت جا طور طريقا

الله تعاليٰ جل شانہ اصحاب صفہ جي تعريف ۾ فرمايو آهي تہ" هتي اهي ماڻهو آهن جيڪي پاڪيزگيءَ کي پسند ڪندا آهن، ۽ الله جل شانہ گهڻو پاڪيزه ماڻهن کي پسند ڪندو آهي" هن آيت جي تفسير ۾ چيو ويو آهي تہ هيءَ انهن ماڻهن جي حق ۾ آهي جيڪي بي وضو يا ناپاڪ هئڻ جي صورت ۾ پنهنجي نجاست ۽ گندگيءَ کي پاڻيءَ جي ذريعي صاف ڪندا آهن ڪلبيءَ جو قول آهي تہ هن مان مطلب پاڻيءَ سان پورو حصو ڌوئڻ آهي.

شيخ عطا جو ارشاد آهي تہ هي ماڻهو پاڻيءَ سان استنجا ڪندا هئا ۽ رات جو پليتيءَ جي حالت ۾ نہ سمهندا هئا.

جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي تہ رسول الله ﷺ جن اهل قبا کان پڇو تہ الله تعاليٰ جل شانہ هن آيت ۾ جو توهان جي تعريف ڪئي آهي اهو ڇا آهي؟ هنن عرض ڪيو تہ اسين پاڻيءَ سان استنجا ڪندا آهيون، انهيءَ کان اڳ پاڻ ﷺ انهن کي فرمايو هئائون تہ جڏهن بہ ڪير رفع حاجت لاءِ وڃي تہ ٽن پٿرن سان استنجا ڪري، شروع ۾ استنجا جو اهوئيءَ طريقو هو ايتري قدر جو اهل قبا جي باري ۾ هيءَ آيت نازل ٿي.

حضرت سلمان رضي الله عنه کي ماڻهن چيو تہ توهان جي پيغمبر ﷺ توهان کي هر شيءِ سيکاري ڇڏي آهي، ايتريقدر جو رفع حاجت بہ سيکاري ڇڏي آهي. حضرت سلمان رضي الله عنه جن فرمايو تہ هائو پاڻ سڳورن ﷺ اسان کي حڪم فرمايو آهي تہ اسين رفع حاجت يا پيشاب جي موقعي تي قبلي ڏي منهن ڪري نہ ويهون، وڏيڪ

اهو تہ ساڄي هٿ سان استنجا نہ ڪجي ۽ نہ ٽن پٿرن کان گهٽ استعمال ڪجي ۽ انهيءَ ڪر لاءِ اسان ڇيڻان ۽ هڏين کي استعمال نہ ڪيون.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مان توهان جي لاءِ پيءُ وانگر آهيان ۽ توهان کي اها تعليم ٿو ڏيان تہ جڏهن توهان مان ڪير رفع حاجت لاءِ وڃي تہ نہ قبلي ڏي منهن ڪري ويهي ۽ نہ قبلي ڏي پٺي ڏئي ويهي ۽نہ وري سڄي هٿ سان استنجا ڪري.

پاڻ ﷺ ٽي پٿر استعمال ڪرڻ جو حڪم فرمائيندا هئا. لڏ، ڇيڻان ۽ سڙيل هڏين وغيره کي استعمال ڪرڻ کان منع فرمائيندا هئا، استنجا ۾ ٻہ شيون فرض آهن (١) گندگيءَ جو خاتمو (٢) گندگيءَ کي ختم ڪرڻ واري شيءِ جو پاڪ هجڻ. ۽ اهو هن طرح آهي تہ اها گندگي صاف ڪرڻ واري شيءِ لڏ وغيره نہ هجي ۽ ٻيو دفعو استعمال ڪيل بہ نہ هجي ۽ نہ مردار جي هڏي وغيره هجي، استنجا ۾ پٿرن جو تعداد اڪي هجي يعني ٽي پٿر يا پنج يا ست هجن، پٿرن جي استعمال کان پوءِ پاڻي استعمال ڪرڻ سنت آهي.

جڏهن مٿين آيت نازل ٿي هئي تہ انهن ماڻهن کان انهيءَ سلسلي ۾ پڇيو ويو هو تہ هنن جواب ڏنو تہ هو پٿرن کان پوءِ پاڻي استعمال ڪندا هئا، کٻي هٿ سان استنجا ڪرڻ ۽ ان کان پوءِ مٽيءَ سان صاف ڪرڻ مسنون آهي، هي انهيءَ صورت ۾ آهي جڏهن ريگستان ۾ هجي ۽ زمين ۾ مٽي پاڪ هجي.

## استنجا جو طريقو

استنجا ڪرڻ جو طريقو هي آهي تہ کٻي هٿ سان پٿر کڻي نجاست جي ابتدائي مقام تي رکي ۽ مسح جي طريقي سان پٿر کي گذاري تہ جيئن نجاست هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ڏي منتقل نہ ٿئيءَ اهڙي طرح ڪندو رهي ايستائين جو هو مقام جي آخري حصي تائين پهچي

وجي ان ڪانپوءِ ٻيو پٿر ڪٽي ۽ ان کي بہ نجاست جي مقام جي آخري حصي تائين پهچائي وري ابتدائي حصي تائين آڻي نجاست واري جاءِ جي چوڌاري گهمائي، جيڪڏهن هو هڪ ٽڪندي پٿر سان استنجا ڪري تہ بہ جائز آهي، پيشاب ڪرڻ ڪان پوءِ استنجا هن طرح آهي تہ جڏهن فارغ ٿي وڃي تہ پوءِ پنهنجي شرمگاه جي پاڙ وٽ ٽي دفعا زور سان ڇڪي تہ جيئن پيشاب جو باقي حصو بہ ٻاهر نڪري اچي ان ڪانپوءِ ان کي ٽي دفعا صاف ڪري.

پيشاب ڪانپوءِ استنجا ۽ ان جي صفائيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ احتياط ڪان ڪم وٺي ان جي صورت هيءَ آهي تہ ٽي دفعا کنگهڪر ڪري ڇو تہ رڳون نڙيءَ کان هيٺ تائين ڇڪيل رهنديون آهن لهاذا کنگهارڻ سان پيشاب جي ناليءَ ۾ جو ڪجهہ هوندو آهي اهو نڪري ايندو آهي، جيڪڏهن هو چند قدم هلي ۽ ڪجهہ وڌيڪ کنگهڪر ڪري تہ ڪو حرج نہ آهي پر علم جي حد جو لحاظ رکي ۽ وسوسو ڪري شيطان کي رستو نہ ڏئي ان سان وقت ضايع ٿيندو، ان کان پوءِ ذڪر جو ٽي دفعہ يا ان کان وڌيڪ ان وقت تائين مسح ڪري جيسين تائين رطوبت نظر اچي گهٽ ۾ گهٽ ماٿهن ان کي ٿڻ سان تشبيح ڏني آهي ۽ ڇيو آهي تہ جيسين تائين ان کي ڇڪيو ويندو. ان وقت تائين رطوبت ظاهر ٿيندي رهندي، بهرحال ان جي لاءِ مناسب حد طاق (اکي) رکي وڃي،ان جي مسح پاڪ مٽي يا پاڪ پٿر سان ٿيندي آهي، جيڪڏهن ان جي ننڍي هجڻ جي ڪري پٿر کي پڪڙڻ جي ضرورت پئي تہ پٿر کي سڄي هٿ سان پڪڙي ۽ ان کي کٻي هٿ سان پڪڙي پٿر تي مسح ڪجي، حرڪت جو رخ کاٻي پاسي کان هجي ساڄي پاسي کان نہ هجي، ڇو تہ ساڄي هٿ سان استنجا درست نہ آهي، جيڪڏهن پاڻيءَ جو ارادو هجي تہ ٻئي مقام جي طرف منتقل ٿي وڃي ۽ جيڪڏهن پيشاب حشفہ جي طرف منتقل نہ ٿيو تہ پوءِ پٿر جو استعمال ڪافي آهي. بهرحال پيشاب ۾ طهارت جو خيال نہ رکڻ جي

سلسلي ۾ سخت عذاب جي وعيد آئي آهي. ابن عباس رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ٻن قبرن جي پرسان گذريا ۽ فرمايائون تہ" هنن ٻنهين تي عذاب ٿي رهيو آهي پر هي عذاب ڪنهن وڏي ڳالهہ جو نہ آهي، هڪڙو ماڻهو پيشاب ڪان پوءِ چڱي طرح استنجا نہ ڪندو هو ۽ ٻيو ماڻهو چغل خوري ڪندو هو" ان ڪان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ تروتازي شاخ گهرائي ان جا ٻہ حصا ڪيائون ۽ هڪ هڪ حصو ٻنهين قبرن تي لڳايائون ۽ فرمايائون تہ شايد هي جيستائين خشڪ نہ ٿين ان وقت تائين هو (هنن جي عذاب ۾) گهٽتائي ڪن".

جيڪڏهن ڪو ريگستان ۾ هجي تہ اکين ڪان پري ٿي وڃي حضرت جابر رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ" پيغمبر خدا ﷺ جڏهن رفع حاجت جي لاءِ ويندا هئا تہ ايترو پري هليا ويندا هئا جو ڪير بہ ڪين ڏسي نہ سگهندو هو" حضرت مغيره بن شعبہ رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ:

" مان سفر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هوندو هئس، پاڻ ﷺ رفع حاجت جي لاءِ گهڻو پري هليا ويندا هئا"

روايت آهي تہ پاڻ ﷺ رفع حاجت لاءِ اهڙي جاءِ ڳوليندا هئا جهڙي طرح ڪو گهر تلاش ڪندو آهي، ان وقت پاڻ ﷺ ديوار، ٽيلي يا پٿرن جي ڍير جي اوٽ ڪندا هئا".

جيڪڏهن ڪير پنهنجي سواري يا پنهنجي دامن جي آڙ ڪري تہ اهو بہ جائز آهي بشرطيڪ ڇنڊن ڪان ڪپڙا محفوظ رهن، نرم زمين يا نرم مٽيءَ تي پيشاب ڪرڻ مستحب آهي، حضرت ابو موسيٰ رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ"مان رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئس پاڻ ﷺ پيشاب ڪرڻ جي خيال سان هڪ ديوار جي پاڙ وٽ نرم زمين جي طرف ويا ۽ اتي پيشاب ڪيائون،ان ڪان پوءِ فرمايائون تہ "جڏهن توهان مان ڪير پيشاب ڪرڻ گهري تہ پنهنجي پيشاب جي لاءِ جاءِ ڳولي"

مناسب هي آهي تہ نہ قبلي ڏي منهن ڪري (استنجا جي وقت) وهڻ گهرجي ۽ نہ قبلي جي طرف ڏي پٺي ڪجي ۽ نہ وري چنڊ يا سج جي طرف رخ ڪجي، بهرحال قبلي رو ٿيڻ ديوارن جي اندران مڪروه ناهي (١) پر جيڪڏهن انهيءَ کان پرهيز ڪئي وجي تہ بهتر آهي، ڇو تہ ڪن فقيرن هن ڇو ديواريءَ جي اندران بہ قبلي ڏي منهن ڪرڻ کي مڪروه خيال ڪيو آهي جيسين زمين جي قريب نہ ويهي رهي ان وقت تائين پنهنجا ڪپڙا نہ کڻي، چنڊن کان بچڻ لاءِ هوا جي رخ تي ويهڻ کان پرهيز ڪئي وجي.

هڪ ماڻهو هڪڙي بدو صحابيءَ سان جهڳڙي جي موقعي تي چيو تہ "منهنجو خيال آهي تہ تون رفع حاجت ڪرڻ بہ نہ ٿو ڄاڻين" هن چيو تہ ڇو نہ؟ تنهنجي پيءُ جو قسم! مان انهيءَ ۾ ماهر آهيان" هن چيو تہ چڱو مون سان بيان ڪر" هن چيو تہ" مان جسم کي پري رڪندو آهيان ۽ پٿرن کي ڳٽيندو آهيان، ٻوٽن جي سامهون هوندو آهيان ۽ هوا کي پويان رکندو آهيان. هرڻ وانگر ڪرٻن تي وهندو آهيان ۽ شتر مرغ وانگر پٺي مٿي کڻندو آهيان" هن جو مطلب هي آهي تہ مختلف ٻوٽن جي آڙ ۾ وهندو آهيان ۽ چنڊن کان بچڻ لاءِ هوا جي رخ تي نہ ويهندو آهيان.

استنجا کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ هيءَ دعا پڙهجي".

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلیٰ مُحَمَّدٍ وَعَلیٰ آلِ مُحَمَّدٍ وَطَهِّرْ قَلْبِيْ مِنَ الرِّيَآءِ وَحَصِّنْ فَرْجِيْ مِنَ الْفَوَاحِشِ | اي الله تون حضرت محمد ﷺ ۽ ان جي آل تي درود نازل فرماءِ ۽ منهنجي دل کي رياڪاريءَ کان ۽ منهنجي شرمگاهہ کي فحش ڪمن کان محفوظ رک- |

(١) امام ابو حنيفي رحمہ الله عليہ جي ويجهو استنجا جي لاءِ بيت الخلا ۾ اندر قبلي رو ٿي وهڻ مڪروه آهي پر امام شافعي جي نزديڪ مڪروه ناهي، جيئن تہ "عوارف المعارف" جي مصنف جو شافعي مذهب آهي ان ڪري ان کي مڪروهہ نہ ٿا چون.

غسل خاني ۾ پيشاب ڪرڻ مڪروه آهي، حضرت عبدالله ابن مغفل فرمائن ٿا تہ ”رسول الله ﷺ جن هن ڳالهہ کان منع فرمايو آهي تہ ڪو ماڻهوءَ پنهنجي غسل خاني ۾ پيشاب ڪري“ پاڻ ﷺ فرمايو تہ ”عام وسوسا انهيءَ مان پيدا ٿيندا آهن، حضرت ابن المبارڪ جو قول آهي تہ جيڪڏهن غسل ۾ پاڻي وهندو رهندو هجي تہ اتي پيشاب ڪرڻ جي اجازت ڏئي ٿي سگهجي.

جيڪڏهن ڪير بيت الخلا ۾ وڃي تہ داخل ٿيڻ مهل پهريائين کابو پير ڪي ۽ داخل ٿيڻ کان اڳ هي پڙهي

| | |
|---|---|
| بِسْمِ اللهِ اَللّٰهُمَّ اَعُوْذُ بِکَ مِنَ الْخُبُثِ وَالْخَبَائِثِ | الله جي نالي سان شروع- اي الله مان ناپاڪي ۽ ناپاڪ شين کان بچي تنهنجي پناهہ ۾ آيو آهيان. |

اسان جي شيخ شيخ الاسلام ابو النجيب سهروردي رح فرمايو تہ، حضرت زيد بن ارقم جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ”بيت الخلا ۾ شيطان حاضر هوندا آهن، جيڪڏهن توهان مان ڪير بيت الخلا وڃي تہ هيءَ پڙهي:

اَعُوْذُ بِاللهِ مِنَ الْخُبُثِ وَالْخَبَائِثِ

رفع حاجت جي وقت وهڻ مهل کابي پير تي سهارو رکي ۽ هٿ سان نہ ڪيڏي وهڻ مهل زمين ۽ ديوار تي ليڪا نہ پائي ۽ پنهنجي شرمگاه ڏي سواءِ ضرورت جي گهڻي نظر نہ ڪري، ۽ ڳالهائي نہ ڇو تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ ” جيڪڏهن ٻہ ماڻهو زمين کي ماريندي ۽ پنهنجي شرمگاهہ کي کوليندي ڳالهائيندا نڪرن تہ الله تعالیٰ جل شانہ انهن کي ناپسند ٿو ڪري:

بيت الخلا کان ٻاهر نڪرڻ جي دعا هيءَ آهي

| | |
|---|---|
| غُفْرَانَکَ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ اَذْهَبَ عَنِّيْ مَا يُؤْذِيْنِيْ وَاَبْقيٰ عَلَيَّ مَا يَنْفَعُنِيْ | تنهنجي بخشش جو طلبگار آهي، سڀ تعريف الله جي لاءِ آهي جنهن مون کان اهو پري ڪيو جيڪو مون کي تڪليف پيو ڏئي ۽ جو ڪجهہ منهنجي لاءِ مفيد آهي ان کي باقي رکيائين. |

پاڻ سان گڏ ڪا بہ اهڙي شيءِ نہ کڻي وڃجي جنهن تي خدا وند قدوس جو نالو هجي پوءِ پلي سون هجي يا منڊي وغيره هجي، مٿي اگهاڙو بہ داخل نہ ٿيڻ گهرجي، حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنہ پنهنجي والد حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ کان روايت ٿي ڪري تہ انهن فرمايو تہ "الله تعاليٰ جل شانہ کان شرم ڪندا ڪيو، ڇو تہ الله رب العزت کان شرم جي ڪري جڏهن بيت الخلا ۾ داخل ٿيندو آهيان تہ پنهنجي چيلهہ کي ديوار سان لڳائي ڇڏيندو آهيان ۽ پنهنجو مٿو ڍڪي ڇڏيندو آهيان.

باب ٣٤

# وضوءَ جا طور طريقا

جڏهن وضوءَ جو ارادو ڪيو وڃي تہ ان جي شروعات مسواڪ سان ڪئي وڃي. اسان جي شيخ ابو النجيب سهروردي حضرت زيد بن خالد جهني رضي الله عنه جن جي حوالي سان روايت ڪن ٿا تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ" جيڪڏهن منهنجي امت تي تڪليف هجڻ جو خيال نہ هجي ها تہ مان سومهڻيءَ جي نماز ڪي رات جي ٽئين حصي تائين پوئتي ڪيان ها ۽ کين حڪم ڏيان ها تہ هر فرض نماز جي وقت ڏندڻ ڪيو".

حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ " ڏندڻ وات کي صاف ۽ خداوند ڪريم کي خوش ٿو ڪري" حضرت حذيفه رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ" رسول الله ﷺ جن جڏهن رات جو جاڳندا هئا تہ ڏندڻ سان وات کي صاف ڪرڻ فرمائيندا هئا.

## وضوءَ جون دعائون

هر نماز ۽ هر وضوءَ جي وقت ڏندڻ ڪرڻ مستحب آهي ۽ جڏهن وات بند رهڻ سان خراب ٿي وڃي تہ ان وقت بہ ڏندڻ ڪرڻ گهرجي، روزيدار لاءِ زوال جي وقت ڏندڻ ڪرڻ مڪروه آهي پر زوال کان اڳ مستحب آهي، جمع جي غسل جي وقت ۽ رات جو جاڳڻ وقت ڏندڻ ڪرڻ وڌيڪ مستحب آهي خشڪ ڏندڻ کي پاڻيءَ سان آلو ڪرڻ گهرجي مسواڪ پاسيرو ۽ ايو ٻنهين طريقن سان ڪرڻ گهرجي.

جيڪڏهن جلدي هجي تہ ڏندڻ پاسيرو ڪرڻ گهرجي، ڏندڻ کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ان کي ڌوئي وضوءَ لاءِ ويهجي، بهتر اهو آهي تہ قبلي

ڏي منهن ڪري ويهي ۽ بسم الله الرحمن الرحيم سان شروع ڪري ۽ هيءَ دعا پڙهي:

| | |
|---|---|
| رَبِّ اَعُوْذُ بِکَ مِنْ هَمَزَاتِ الشَّيٰطِيْنِ وَاَعُوْذُ بِکَ رَبِّ اَنْ يَّحْضُرُوْنَ | اي پروردگار! مان شيطان جي وسوسن ۽ ان جي حاضر هجڻ کان تنهنجي پناهه تو گهران. |

هٿن ڌوئڻ مهل هي چوي.

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُکَ الْيُمْنَ وَالْبَرْکَةَ وَاَعُوْذُ بِکَ مِنَ الشُّوْمِ وَالْهَلَکَةِ | اي الله! مان توکان برڪتن جو طلبگار آهيان ۽ نحوست ۽ هلاڪت کان تنهنجي پناهه جو طلبگار آهيان. |

گرڙي ڪرڻ مهل هي چوي

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَاَعِنِّيْ عَلٰي تِلَاوَةِ کِتَابِکَ وَکُثْرَةِ الذِّکْرِ لَکَ | اي الله حضرت محمد ﷺ ۽ سندن آل تي درود موڪل ۽ پنهنجي ڪتاب جي تلاوت ۽ ذڪر جي ڪثرت تي منهنجي مدد فرماءِ |

نڪ ۾ پاڻي وجهڻ مهل هي پڙهي

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَاَوْجِدْنِي رائحة الْجَنَّةِ وَاَنْتَ عَنِّيْ رَاضٍ | اي الله حضرت محمد ﷺ ۽ سندن آل تي درود نازل فرماءِ ۽ خوش ٿي مون کي جنت جي خوشبو عطا فرماءِ |

نڪ صاف ڪرڻ مهل هي چوي

| | |
|---|---|
| اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَعَلٰي آلِ محمد واعوذ بک من روائح النار وسوءِ الدار | اي الله! حضرت محمد ﷺ ۽ سندن آل تي درود (رحمت) نازل فرماءِ ۽ مان دوزخ جي بدبو ۽ بري گهر کان تنهنجي پناهه جو طلبگار آهيان. |

منهن ڌوئڻ مهل هي چوي.

اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد وبيض وجهي يوم تبيض وجوه اوليائک ولا تسود وجهي يوم تسود وجوه اعدائک

سڄو هٿ ڌوئڻ مهل هيءَ دعا پڙهي:

اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد وآتني كتابي بيميني وحاسبني حسابا يسيرا

کٻو هٿ (ٻانهن) ڌوئڻ مهل هيءَ دعا پڙهي

اللهم اني اعوذ بک ان توتني كتابي بشمالي او من وراءِ ظهري

مٿي جي مسح ڪرڻ مهل هيءَ دعا پڙهي

اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد وغشني برحمتک وانزل علي من برکاتک واظلني تحت ظل عرشک يوم الا ظل لا ظل عرشک

ڪنن جي مسح ڪرڻ مهل هي پڙهي:

اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد واجعلني ممن يسمع القول فيتبع احسنه اللهم اسمعني منادي الجنه مع الابرار

ڳچيءَ جي مسح ڪرڻ وقت هيءَ دعا پڙهي

اللهم فک رقبتي من النار واعوذ بک من السلاسل والاغلال

سڄو پير ڌوئڻ مهل هيءَ دعا پڙهي:

اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد وثبت علي الصراط مع اقدام المؤمنين

کٻو پير ڌوئڻ مهل هي پڙهي

اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد واعوذ بک ان تزل قدمي عن الصراط يوم تزل فيه اقدام المنافقين

جڏهن وضوءَ کان فارغ ٿئي ته آسمان ڏي پنهنجو مٿو بلند ڪري هي پڙهي:

اشهد ان لااله الاالله وحده لا شريک له واشهد ان محمد عبده ورسوله سبحانک اللهم وبحمدک لااله الا انت عملت سوءً او ظلمت نفسي استغفرک واتوب اليک فاغفرلي وتب علي انک انت التواب الرحيم اللهم صلي عليٰ محمد وعليٰ آل محمد واجعلني من التوابين وجعلني من المتطهرين واجعلني صبورا شکورا واجعلني اذ کرک کثيرا واسجد بکرة واصيلا

## وضوءَ جا فرض

وضوءَ جا فرض هي آهن (١) منهن ڌوئڻ مهل نيت ڪرڻ (٢) منهن ڌئڻ (چهرو) يا منهن جون حدون هي آهن تہ منهن جي ابتدائي سطح کان ڪاڏي تائين جنهن ۾ سڄي ظاهر ۽ لتکيل ڏاڙهي شامل آهي، جيڪا ٻنهين ڪنن ۽ ڏاڙهيءَ جي وچ ۾ آهي ۽ اهو مقام بہ شامل آهي، جتان وار ختم ٿي ويندا آهن، يعني مٿي جي ٻنهين بناوارن واري حصي کي بہ منهن سان ڌوئڻ مستحب آهي،منهن جا وار، ڏاڙهي، مڇون، ڀرون سڀ ڌوئڻ کپن، ان کان علاوه ٻين جاين تي پاڻي پهچائڻ واجب نہ آهي، جيڪڏهن ڏاڙهي هلڪي هجي تہ ان جي کل تائين پاڻي پهچائڻ ضروري آهي، هلڪي هجڻ مان مطلب هي آهي تہ ڄڏي جنهن مان ان جي هيٺان واري کل نظر اچي ۽ جيڪڏهن ڏاڙهي گهاٽي هجي تہ پهچائڻ ضروري نہ آهي، اک جي ڪنڊن ۾ جيڪو سرمو گڏ ٿي وڃي ان کي بہ صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

وضوءَ جو ٽيون فرض نونين تائين ٻئي ٻانهون ڌوئڻ آهي ٻئي نونيون بہ ڌئڻ ۾ لازمي طور تي شامل آهن ۽ جيڪڏهن هٿن کي ٻانهن جي اڌ حصي تائين ڌوتو وڃي تہ اهو مستحب آهي، جيڪڏهن نهن ايڏا وڏا ٿي ويا هجن جو اهي آڱرين جي منهن کان ٻاهر نڪري ويا هجن تہ صحيح ترين قول هي آهي تہ ان جي هيٺئين حصي کي بہ ڌوئڻ ضروري آهي. چوٿون فرض مٿي جو مسح ڪرڻ آهي مٿي جي ايتري مسح

ڪافي آهي، جنهن تي مسح جو اطلاق ٿيندو هجي ته به پوري مٿي جي مسح ڪرڻ سنت آهي مسح ڪرڻ جو طريقو هي آهي ته سڄي آڱرين جي سرن کي ڪٻي آڱرين جي سرن سان بلڪل ملائي مٿي جي اڳئين حصي کان شروع ڪري انهن کي ڳچيءَ جي پوبان مسح جي لاءِ وٺي وڃجي وري انهن کي واپس موٽائجي جتان مسح شروع ڪئي وئي هئي، اڳتي ويندي ۽ پوئتي جي طرف ويندي ٻنهين حصن جي ترن کي اڌ اڌ استعمال ڪيو وڃي.

پنجون فرض ٻنهين پيرن جو ڌوئڻ آهي ان ۾ ٻئي ٽخنا به شامل آهن ته به پنين جي اڌ حصي تائين ڌوئڻ مستحب آهي،ٻنهين پيرن کي ٽخني کان ڌوئڻ شروع ڪري آڱرين جو خلال ڪرڻ به ضروري آهي، لهاذا کٻي هٿ جي ننڍي آڱر (چيچ) سان پيرن جي اندرين حصن جو هن طرح خلال ڪجي جو سڄي پير جي ننڍي آڱر کان شروع ڪري کاٻي پير جي ننڍي آڱر تائين ختم ڪيو وڃي جيڪڏهن پير ڦٽل هجن ته انهن جي اندرئين حصي تائين پاڻي پهچائڻ ضروري آهي ۽ جيڪڏهن ان تي اٽو يا چربي لڳل هجي ته ان جو بندوبست ڪرڻ يعني هٽائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ به ضروري آهي.

ڇهون فرض هي آهي ته اهڙي ترتيب سان وضو ڪيو وڃي جنهن ترتيب سان قرآن ڪريم ۾ ذڪر آهي، ستون فرض هي آهي ته امام شافعي رحمه الله عليه جن جي قول قديم مطابق مٿين عضون کي لڳاتار ڌوتو وڃي، جنهن جي حد هيءَ آهي ته معتدل هوا ۾ هڪڙو عضوو خشڪ نه ٿئي ته ٻيو ڌوئجي.

## وضوءَ جون سنتون

وضوءَ جون سنتون تيرهن آهن (١) طهارت شروع ڪرڻ وقت بسم الله پڙهجي (٢) ٻنهين هٿن کي ڪرائيءَ تائين پهريائين ڌوئجي (٣) گرڙيون ڪرڻ (٤) نڪ ۾ پاڻي وجهڻ مهل پوري صفائي ڪرڻ يعني گرڙي جي صورت ۾ غرارا ڪرڻ ايتري تائين جو پاڻي نڙيءَ جي اندر

تائين پهچي وڃي. ۽ ساهه جي ذريعي پاڻي اهڙي طرح پهچائجي جو ناسن تائين پهچي وڃي پر روزيدار جي حيثيت ۾ ان ۾ نرمي ڪري (٥) گهاٽي ڏاڙهيءَ جو خلال ڪرڻ (٦) آڱرين ڪي ڪولي خلال ڪرڻ (٧) ساڄي طرف کان شروع ڪرڻ (٨) غره کي ڊگهو ڪرڻ يعني نونين ۽ پيڏين کان اڳتي تائين ڌوئڻ (٩) سڄي مٿي جي مسح ڪرڻ (١٠) ڪنن جي مسح ڪرڻ (١١) ٽي دفعا عضون کي ڌئڻ (١٢) جديد قول شافعي رحمه الله عليه جي مطابق لڳاتار ڌوئڻ (١٣) ٽن کان وڌيڪ دفعا ڌئڻ کان پرهيز ڪرڻ.

وضوءَ ۾ هٿن کي نه چنڊجي ۽ نه ڳالهائجي ۽ نه پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻجن، تازو وضو ڪرڻ مستحب آهي.

باب ۳۵

# صوفين جي وضوءَ ڪرڻ جو ڍنگ

وضوءَ جا احڪام معلوم ڪري انهن تي عمل ڪرڻ کان پوءِ صوفين جا بہ ڪجھ وضوءَ جا طور طريقا آهن انهن طريقن مان هڪڙو هي آهي تہ عضون کي ڌوئڻ وقت حضور قلب وضوءَ ۾ برقرار رکجي، مون هڪڙي بزرگ کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪڏهن وضوءَ ۾ قلب حاضر رهي تہ نماز ۾ بہ حاضر رهندو ۽ جيڪڏهن ان ۾ ڪو سهو ٿي ويو تہ نماز ۾ وسوسا اچڻ لڳندا.

## باوضو رهڻ

ان طريقي جو هڪ معمول هي آهي تہ هميشہ وضوءَ کي برقرار رکيو وڃي، وضو مؤمن جو هٿيار آهي لهاذا جڏهن عضوا وضوءَ جي حفاظت هيٺ رهندا جيڪو شرعي اصل آهي تہ اهو شيطان جي اثر کان محفوظ رهندو.

عدي بن حاتم رحمہ الله عليه فرمائن ٿا تہ" جڏهن کان مسلمان ٿيو آهيان تہ هر نماز جي وقت باوضو رهندو آهيان"

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ " جڏهن رسول اڪرم ﷺ جن مديني منوره ۾ تشريف فرما ٿيا تہ مان انن سالن جو هئس ان وقت پاڻ صلي الله عليه وسلم مون کي فرمايائون تہ" اي منهنجا فرزند! جيڪڏهن توکان ٿي سگهي تہ هميشہ طهارت سان رهہ،ڇو تہ جيڪڏهن ڪنهن کي موت انهيءَ حالت ۾ اچي جو اهو باوضو هجي تہ ان کي شهادت جو درجو حاصل ٿيندو" هڪ عقلمندجو شيوو اهو آهي تہ هو هميشہ موت جي لاءِ تيار رهندو آهي، ۽ موت جي تياريءَ جو هڪ حصو هي آهي تہ هو

طهارت کي ضروري سمجهي.

شيخ حصري رحمه الله عليه جن جو قول آهي - "جڏهن مان رات جو جاڳندو آهيان ته اٿي تازو وضو ڪندو آهيان ته جيئن جيڪڏهن ٻيهر ننڊ اچي ته مان ان وقت به طهارت سان هجان"

مون شيخ علي بن الهتيمي رحمه الله عليه جن جي هڪ ساٿيءَ کان هي واقعو ٻڌو آهي ته شيخ موصوف سڄي رات ، ٻيا رهندا هئا جڏهن ننڊ جو غلبو ٿيندو هو ته ان وقت به ائين ويٺا رهندا هئا جڏهن جاڳندا هئا ته فرمائيندا هئا ته مان بي ادبي نه ڪندس جو ڇئي اٿندا هئاءِ تازو وضو ڪري ٻه رڪعتون نماز پڙهندا هئا."

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فجر نماز جي موقعي تي حضرت بلال رضي الله عنه جن کي فرمايو ته اي بلال! مون کي ٻڌاءِ ته تو مسلمان ٿي سڀ کان سٺو ڪم ڪهڙو ڪيو آهي؟ ڇو ته مون جنت ۾ پنهنجي اڳيان تنهنجي جتين جو آواز ٻڌو هو پاڻ عرض ڪيائون ته مون عهد اسلام ۾ جيڪي ڪم ڪيا آهن انهن ۾ سڀني کان اطمينان جي قابل فعل هي آهي ته رات يا ڏينهن جي ڪنهن به حصي ۾ جڏهن به مون وضو ڪيو ته مون جيتري قدر ٿيو ان سان نماز پڙهي.

صوفين جي طهارت جو هڪ معمول هي آهي ته هو پاڻيءَ جي استعمال ۾ فضول خرچي نه ڪندا آهن ۽ پنهنجي علم جي حد تي قائم رهندا آهن.

حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جن جي روايت اهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "وضوءَ جو به هڪ شيطان ٿيندو آهي جنهن کي ولهاني (حيران) چيو ويندو آهي، لهاذا پاڻيءَ جي وسوسن کان پرهيز ڪيو. شيخ ابو عبدالله رودباري رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا ته شيطان ڪوشش ڪندو آهي ته آدم عليه السلام جي اولاد جي سڀني ڪمن ۾

شريڪ رهي پنهنجو حصو حاصل ڪري، ان ڪي انهيءَ ڳالهہ جي پرواهہ ناهي تہ ان ڪي حصو هن طرح ٿو ملي جو ماڻهو احڪام الاهيءَ ۾ زيادتي ڪن يا گهٽتائي ڪن.

شيخ ابن الڪر بني رحمہ الله عليہ جن ڪي هڪ رات غسل جنابت جي ضرورت ٿي ان وقت ڪين سخت ٿلهو چتين لڳل خرقو پاتل هو جڏهن درياءِ دجلہ تي آيا تہ ان وقت تمام گهڻي سردي هئي، ان ڪري سندن طبيعت پاڻيءَ ۾ داخل ٿيڻ کان هچڪچائي تہ پاڻ خرقي سميت پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏنائون وري جڏهن پاڻيءَ مان نڪتا تہ فرمايائون تہ مون پڪو ارادو ڪيو آهي تہ هن گودڙيءَ کي ان وقت تائين نہ لاهيندس جيسين تائين اها خشڪ نہ ٿي وڃي" جيئن تہ اها گهڻو ٿلهي هئي ان ڪري پاڻ ان کي انهيءَ حالت ۾ هڪ مهيني تائين نہ لاٿائون. اهڙي طرح پاڻ پنهنجي نفس کي ان جي سرڪشيءَ جي سزا ڏنائون.

جون ٿا تہ حضرت سهل بن عبدالله رحمہ الله عليہ پنهنجي ساٿين کي نصيحت فرمائيندا هئا تہ هو پاڻي گهڻو پيئڻ ۽ ان کي زمين تي نہ اڇلائن، سندن خيال هو تہ گهڻو پاڻي پيئڻ سان نفس ڪمزور ٿي ٿو وڃي ۽ نہ صرف ان جي خواهش مري ٿي وڃي بلڪ ان جي طاقت بہ گهٽ ٿي وڃي ٿي.

صوفي انهيءَ ڳالهہ جو گهڻو خيال ڪندا هئا تہ هميشہ وضوءَ جي لاءِ پاڻي باقي رکيو وڃي، جون ٿا تہ شيخ ابراهيم الخواص جهنگ جو سفر ڪرڻ وقت پاڻ سان پاڻيءَ جي پخال رکندا هئا. لهاذا جڏهن مڪي معظمہ کان ڪوفي جو سفر ڪندا هئا تہ ڪين تيمم جي ضرورت پيش نہ ايندي هئي، بلڪ وضوءَ جي لاءِ پاڻي محفوظ رکندا هئا ۽ پاڻي تمام گهٽ پيئندا هئا.

بزرگن جو قول آهي تہ جيڪڏهن توهان ڏسو تہ ڪنهن صوفيءَ وٽ پخال يا گهگهي ڪانهي تہ سمجهو تہ هن نماز ڇڏڻ جو ارادو ڪيو

آهي چاهي هو انڪار ڪري يا اقرار ڪري،هڪ بزرگ پنهنجو پاڻ کي طهارت جو ايتري قدر تہ پابند بنائي ڇڏيو هو جو هڪ ئي گهر ۾ هو گهٽي عرصي تائين درويشن سان گڏ وينا هوندا هئا. پر ڪير بہ هي نہ ڏسندو هو، تہ هو ڪڏهن بيت الخلاءِ ۾ ويو هجي، ان جو سبب اهو هو تہ جڏهن سڀ هليا ويندا هئا ان وقت هو رفع حاجت ڪندو هو ان مان انهن جو مقصد اهو هو تہ هو انهن طور طريقن جو سختيءَ سان پابند رهي، چون ٿا تہ شيخ ابراهيم الخواص جو ري جي جامع مسجد ۾ پاڻيءَ ۾ وصال ٿيڻ جو سبب هي ٿيو جو هن کي پيٽ جي بيماري هئي لهاذا جڏهن اٿندا هئا تہ غسل فرمائيندا هئا معمول جي مطابق هو هڪ دفعو غسل ڪرڻ لاءِ ويا تہ انهيءَ دوران سندن وصال ٿي ويو. اهڙيءَ طرح پاڻ وضوءِ طهارت جي پابندي آخر تائين برقرار رکيائون. چون ٿا تہ حضرت ابراهيم بن ادهم رحمه الله عليه جن کي هڪ رات ۾ ستر دفعہ ڪان بہ وڌيڪ اٿڻ جي ضرورت پئي ان جي باوجود پاڻ هر دفعي تازو وضو فرمائي هر دفعي بہ رڪعتون نماز پڙهيائون. هڪ بزرگ پنهنجو پاڻ کي طور طريقن جو ايتري قدر پابند بنائي ڇڏيو هو جو سندن ريح صرف رفع حاجت جي وقت ٿينديهئي، جو تہ پاڻ اڪيلائيءَ ۾ بہ طور طريقن جي پابندي فرمائيندا هئا.

وضوءَ ڪان پوءِ رومال يا ٽوال سان عضون کي اگهڻ ڪجهہ صاحبن جي ويجهو مڪروهہ آهي انهن جو قول آهي تہ وضوءَ جو بہ وزن ڪيو ويندو. پربين صاحبن ان کي جائز قرار ڏنوآهي انهن جو دليل حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها جن جي اها مستند حديث آهي جنهن ۾ پاڻ فرمايائون تہ" رسول الله ﷺ جن وٽ هڪ ڪپڙي جو ٽڪرو هوندو هو جنهن سان وضوءَ ڪان پوءِ عضون کي اگهندا هئا" حضرت سعد بن معاذ رضي الله عنہ جن بہ فرمائن ٿا تہ" مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ پاڻ وضوءَ کانپوءِ پنهنجي منهن مبارڪ کي پنهنجي ڪپڙي جي ڪناري سان اگهندا هئا.

# ظاهري ۽ باطني طهارت

صوفي سڳورا برين عادتن ۽ بداخلاقن کان پنهنجي باطن کي صاف ڪرڻ ۾ انتهائي ڪوشش ڪندا هئا، پر ظاهري طهارت ۾ ايتري قدر مبالغو نه ڪندا هئا جو شرعي حدن کان به اڳتي هليا وڃن. چنانچه حضرت عمر رضي الله عنه جن هڪ دفعي هڪ عيسائيءَ جي مٽڪي مان وضو ڪيو حالانڪ هي عيسائي شراب کان پرهيز نه ڪندو هو، پر پاڻ ظاهري حالت ۽ طهارت جي بنياد تي وضو ڪيائون. اصحابي سڳورا بغير مصلي جي زمين تي نماز پڙهندا هئا ۽ رستن تي اگهاڙي پيرين هلندا هئا. اهڙيءَ طرح سمهڻ مهل پنهنجي ۽ مٽيءَ جي وچ ۾ ڪا به شيءِ حائل نه ڪندا هئا. بلڪ ڪنهن ڪنهن وقت استنجا جي لاءِ صرف پٿرن تي اڪتفا ڪندا هئا. اهڙي طرح هو ظاهري طهارت ۾ نرمي اختيار ڪندا هئا، پر باطني طهارت ۾ انتهائي ڪوشش صرف ڪندا هئا.

صوفين ڪرام جو به اهوئي طريقو آهي تڏهن به ڪي طهارت ۾ بي حد تشدد ڪندا آهن. اهي نفس جي رعونت جي ڪري ائين ڪندا آهن، ڇو ته نفس جو هي حال آهي ته جيڪڏهن ڪپڙا ميرا ٿي وڃن ته اهي هن کي پريشان ٿا ڪن پر جيڪڏهن هن جي باطن ۾ ڪينو حسد، غرور، خودپسندي رياڪاري ۽نفاق پريل هجي ته ان جي ان کي پرواهه نه ٿيندي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪير زمين تي پيرن اگهاڙو گهمي ته ان تي اعتراض ڪندو آهي؟ حالانڪ شرعي طور تي ان جي اجازت آهي پر جيڪڏهن ڪو گلا ڪري پنهنجي دين کي خراب ڪري ته ان کي ڪير به نه ٿو روڪي،هي سڀ انهيءَ ڳالهه جو نتيجو آهي ته هنن مائهن وٽ دين جي گهٽتائي آهي ۽ هنن مخلص صاحبن ماهر عالمن وٽ ويهي ادب نه سکيو.

صوفين سڳورن استنجا جي وقت خاص عضوي کي گهڻو ملڻ

پسند نہ ڪيو آهي، ڇو تہ ان سان رڳون ڍريون ٿيون ٿينءِ پيشاب نہ ٿو رڪجي،بلڪ قطري اچڻ جي بيماري پيدا ٿي پوندي آهي.

# طهارت جي پابندي

* وضو ۽ طهارت جي سلسلي ۾ صوفين ڪرامن جي هڪ حڪايت آهي تہ شيخ ابوعمرو الذجاجي ٽيهن سالن تائين مڪي معظم ۾ مقيم رهيو پر حرم جي حدن ۾ رفع حاجت نہ ڪندا هئا بلڪ حرم کان ٻاهر ويندا هئا، جنهن جي ڪم از ڪم حد ٽي ميل آهي. هڪ بزرگ جو بيان ٿا ڪن تہ سندن منهن تي ٻارهن سالن تائين زخم رهيو اهو ان ڪري درست ٿي نہ سگهيو جو پاڻيءَ جو استعمال ان لاءِ نقصانڪار هو، ان جي باوجود پاڻ هر فرض نماز تي تازو وضو ڪرڻ نہ ڇڏيائون.

هڪ بزرگ جي اکين ۾ پاڻي لهي آيو تہ ماڻهو ڪثير رقم خرچ ڪري هڪ علاج ڪرڻ واري کي وٺي آيا تہ جيئن علاج ڪري، معالج چيو تہ هن کي ڪجهہ ڏينهن وضو ڪرڻ کي ڇڏڻو پوندو ۽ ڪين الٽو ليٽڻو پوندو پر پاڻ هن جي مشوري کي نہ مڃائون ۽ وضوءَ کي ڇڏڻ جي بدران نابينو ٿيڻ پسند ڪيائون.

باب ٣٦

# نماز جي فضيلت

حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ بهشت کي پيدا ڪيو ۽ ان ۾ اهڙيون شيون پيدا ڪيائين جن کي نہ اک ڏٺو هو ۽ نہ ڪنن ٻڌو هو ۽ نہ ڪنهن انسان جي دل تي ان جو گذر ٿيو هو تہ ان وقت الله تعاليٰ جل شانہ بهشت کي فرمايو تہ" ڳالهاءِ" ان موقعي تي هن چيو تہ

| | |
|---|---|
| قَدْ اَفْلَحَ الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ هُمْ فِيْ صَلَاتِهِمْ خٰشِعُوْنَ (پ١٨-١) | اهي مومن ڪامياب آهن جيڪي پنهنجي نماز ۾ خشوع ۽ خضوع ٿا ڪن. |

اهڙي طرح قرآن مجيد بہ نمازين جي فلاح ۽ بهبود جي شهادت ڏني خود رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "مون وٽ جبرئيل عليہ السلام سج جي زوال وقت آيو ۽ مون کي ٻيهرين جي نماز پڙهايائين"

چون ٿا تہ صلواة لفظ صليٰ مان آهي جنهن جي معنيٰ آهي باهہ- چنانچہ جڏهن اسين ڪنهن ٽيڏي ڪاٺيءَ کي سڌو ڪرڻ چاهيندا آهيون تہ ان کي باهہ جي سامهون رکي سڌو ڪرڻ چاهيندا آهيون اهڙيءَ طرح انسان ۾ بہ نفس اماره جي وجود جي ڪري ٽيڙائي آهي، ذات الاهيءَ جا نوري تجليون بہ انهيءَ قسم جون آهن تہ جيڪڏهن انهن جا حجاب پري ٿي وڃن ۽ پوءِ هو جيستائين بہ پهچن انهن کي جلائي ڇڏيندا آهن. لهاذا جڏهن نماز پڙهڻ واري کي عظمت الاهيءَ جا شعلا پهچن ٿا تہ ان جي ٽيڏائي پري

تي ويندي آهي بلڪ ان کي روحاني معراج حاصل ٿيندو آهي. نماز پڙهڻ وارو اهڙي شخص وانگر آهي جيڪو باهہ تي سيڪ وٺندو هجي، لهاذا جيڪو نماز جي گرميءَ سان گرمائجي ويو ۽ ان جي نيڏائي دور ٿي ويئي تہ اهو جهنم جي باهہ تي پيش نہ ٿيندو، پر ان کي پل صراط تان گذر پوندو.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ"الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ مون نماز کي پنهنجي ۽ پنهنجي ٻانهي جي وچ ۾ ٻن حصن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو آهي ۽ جڏهن بندو چئي ٿو تہ بسم الله الرحمن الرحيم تہ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ"منهنجي بندي منهنجي تعظيم ڪئي" ۽ جڏهن هو چئي ٿو تہ الحمد لله رب العالمين تہ الله تعاليٰ جل جلالہ فرمائي ٿو تہ "ٻانهي منهنجو حمد بيان ڪيو، جڏهن هو چئي ٿو تہ الرحمن الرحيم تہ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ ٻانهي منهنجي تعريف ڪئي ۽ جڏهن چئي ٿو تہ مالڪ يوم الدين تہ هو جل جلالہ فرمائي ٿو تہ بندي سڀ ڪم منهنجي سپرد ڪري ڇڏيا، جڏهن چئي ٿو اياک نعبد واياک نستيعن تہ هو جل جلالہ فرمائي ٿو تہ" هي منهنجي ۽ منهنجي بندي جي وچ ۾ آهي ۽ جڏهن چئي ٿو تہ اهدناالصراط المستقيم صراط الذين انعمت عليهم غير المغضوب عليهم ولاالضالين تہ خدا وند قدوس فرمائي ٿو تہ هي سڀ منهنجي بندي جي لاءِ آهي ۽ جيڪي ڪجهہ هن گهريو اهو پورو ٿيندو".

## خشوع جي اهيمت

نماز خداوند قدوس ۽ بندي جي وچ ۾ تعلقات پيدا ٿي ڪري ان ڪري بندي کي گهرجي تہ خشوع ۽ خضوع اختيار ڪري تہ جيئن عبوديت تي ربوبيت جو دٻدٻو قائم رهي،چون ٿا تہ جڏهن ڪنهن شيءِ تي الله تعاليٰ جل شانہ جي تجلين جو نزول ٿئي تہ اها خشوع ۽ خضوع

اختيار ڪندي آهي. ان ڪري جنهن جي نماز ۾ خداوند ڪريم سان تعلقات قائم ٿي وڃن ته ان تي نور ۽ تجليون روشن ۽ ظاهر ٿيون ٿين ۽ اهو خشوع ۽ خضوع کي اختيار ٿو ڪري لهاذا فلاح ۽ ڪامراني صرف انهن جي لاءِ آهي جيڪي پنهنجي نماز ۾ خشوع ۽ خضوع ٿا اختيار ڪن. جيڪڏهن خشوع ۽ خضوع نه هوندو ته پوءِ فلاح ۽ ڪامراني به نه هوندي، ڇو ته خداوند ڪريم فرمايو آهي ته" منهنجي ذڪر جي لاءِ نماز قائم ڪيو" جڏهن نماز خدا. عظيم جي ذڪر جي لاءِ ادا ڪئي وڃي ته پوءِ ان ۾ نسيان ۽ فراموشي ڪيئن ممڪن آهي؟

خداوند ڪريم فرمائي ٿو ته:

"نماز جي قريب به نه وڃو جڏهن توهان نشي جي حالت ۾ آهيو، ايستائين جو توهان کي معلوم ٿي وڃي ته توهان ڇا چئي رهيا آهيو؟ (هيءَ آيت سڳوري شراب جي حرام ٿيڻ کان اڳ نازل ٿي هئي شراب حرام ٿيڻ بعد نشي جو سوال ئي نه ٿو پيدا ٿئي).

جنهن کي اهو معلوم نه هجي ته هو ڇا چئي رهيو آهي ته اهو ڪيئن نماز پڙهي ٿو سگهي؟ انهيءَ ڪري خداوند ڪريم هن کي انهيءَ ڳالهه کان منع فرمائي آهي جهڙي طرح هڪ شرابي هوش ۽ حواس جي درستيءَ کان سواءِ ڳالهائي ٿو اهڙي طرح هڪ غافل انسان به شرابيءَ وانگر بي هوشيءَ ۾ نماز پڙهي ٿو جيئن خداوند تعاليٰ جل شانه حضرت موسيٰ عليه السلام جي باري ۾ فرمايو هو ته " پنهنجا جوتا لاهي ڇڏ ڇو ته تون مقدس وادي طور ۾ آهين" هن ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام جي نعلين (جوتي) جي وضاحت ۾ اهو چيو ويو آهي ته هن مان مطلب زال ۽ رڍون ٻڪريون چارڻ جي ڪم ۾ مشغول رهڻ آهي، ڇو ته نماز ۾ خداوند ڪريم کان سواءِ ٻيو ڪنهن ڏي ڌيان ڏيڻ سڪر (نشي) وانگر آهي.

چون ٿا ته رسول الله ﷺ جن جا اصحابي نماز ۾ آسمان جي طرف

يا ساڃي کاٻي ڏسندا هئا، جڏهن متين آيت نازل ٿي تہ"اهي ماڻهو ڪامياب آهن جيڪي پنهنجي نماز ۾ خشوع ۽ خضوع اختيار ٿا ڪن" تہ پوءِ هو پنهنجو رخ انهيءَ طرف ڪرڻ لڳا جاڏي هو سجدو ڪندا هئا، يعني ان ڪان پوءِ اهوئي ڏٺو ويو تہ هر ڪوئي زمين جي طرف ڏسندو هو.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" بنده حق جڏهن نماز جي لاءِ بيهندو آهي تہ اهو رحمن جي سامهون هوندو آهي،جڏهن هو منهن ڦيرائيندو آهي تہ پروردگار فرمائيندو آهي تہ" تون ڪنهن ڪي ٿو ڏسين، ڇا ان جي طرف متوجہ آهين جيڪو مون ڪان بهتر آهي؟ اي فرزندان آدم! مون ڏي توجهہ ڪيو، ڇو تہ مان تنهنجي لاءِ ان ڪان بهتر آهيان جنهن جي طرف توهان رخ ٿا ڪيو"

رسو ل الله ﷺ جن هڪ شخص کي ڏٺو تہ هو نماز ۾ ڏاڙهي سان کيڏي رهيو آهي، پاڻ فرمايائون جيڪڏهن هن شخص جو قلب خشوع اختيار ڪري ها تہ هن جا عضوا بہ خشوع اختيار ڪن ها"ٻي حديث ۾ آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ جڏهن توهان نماز پڙهڻ جو ارادو ڪيو تہ اهڙي طرح نماز پڙهو جهڙي طرح هڪ رخصت ٿيڻ وارو نماز پڙهندو آهي، ڇو تہ نمازي الله جل جلالہ جي طرف دل سان رخ رکندڙ آهي،يعني هو انهيءَ وقت پنهنجي خواهشن، پنهنجي دنيا ۽ ان جي سڀني شين کي خيرباد ٿو چوي.

## دعا جي تعليم

صلواة جي لغوي معنيٰ دعا آهي ان جي معنيٰ اها آهي تہ نمازي پنهنجي سڀني عضون سان الله‌تعاليٰ جل شانہ کي پڪاري ٿو ۽هن جا سڀ عضوا زبانون بنجي ان کي ظاهر ۽ باطن ۾ پڪاري رهيا آهن ۽ هن جي ظاهري حالت آهہ وزاري ۽ فريادڪرڻ ۾ مختلف طريقن سان نياز مند سائلن وانگر رڙڻ ۾ پنهنجي باطن جو شريڪ آهن لهذا جڏهن هو سراپا دعا بنجي

پڪاريندو تہ ان جو موليٰ ان جي دعائن کي ضرور ٻڌندو ڇو تہ هن واعدو ڪيو آهي تہ"تون مون کي پڪار مان تنهنجي دعا کي ضرور قبول ڪندس"

حضرت خالدالربعي رحمہ اللہ عليہ جن فرمايو" مونۡ کي مٿين آيت گهڻو پسند آهي،ڇو تہ ان ۾ ماڻهن کي دعا ڪرڻ جو حڪم ڏئي ان کي قبول ڪرڻ جو واعدو ڪيو ويوآهي ۽ انهن ٻنهين جي وچ ۾ ڪو شرط ڪو نہ رکيو ويو آهي، استجابت ۽ اجابت جو مفهوم هي آهي تہ بندي جي دعا اثر ڪري، ڇو تہ اهڙي مخلص دعا گوءِ جي دعا جيڪا پنهنجي يقين جي نور سان پڪارڻ واري ذات جل شانہ (خدا) کان واقف هجي، حجابن کي ڦاڙي خداوند ڪريم جي روبرو ان جي ضرورت جي تقاضا ٿي ڪري.

## سورة فاتحہ

اللہ تعاليٰ جل شانہ سورة فاتحہ نازل فرمائي امت تي مخصوص احسان فرمايو آهي، ڇو تہ هن ۾ دعا تي اللہ تعاليٰ جل شانہ کي مقدم رکيو ويو آهي تہ جيئن جلد دعا قبول ٿي وڃي. ان جيّ ذريعي اللہ تعاليٰ جل جلالہ پنهنجي ٻانهن کي دعا گهرڻ جو طريقو سيکاريو آهي، سورة فاتحہ کي سبع مثاني (ست دهرايل آيتون) بہ چئبو آهي ان جو سبب اهو آهي جو هيءَ سورة رسول اڪرم صلي اللہ عليہ وسلم جن جي دور ۾ بہ دفعا نازل ٿي. هڪ دفعو مڪي معظمہ ۾ ۽ ٻيو دفعو مديني منوره ۾ مختلف وقتن ۾ هر دفعي پاڻ ﷺ هن جي اسرارن ۽ رمزن کي سمجهايائون بلڪ پاڻ ﷺ هن سورة کي بار بار دهرائڻ سان هن جي نون نون مفهومن کان واقف ٿيندا ويا.

اهڙي طرح سندن ﷺ امت جا جيڪي حقيقت پسند امتي آهن انهن تي بہ هر دفعي هن سورة جا عجيب ۽ غريب راز ۽ اسرار واضح ٿيندا رهن ٿا ۽ هيءَ سورة هر دفعي پنهنجي وسيع سمنڊ مان گوناگون

موتي ڪيندي رهندي آهي. چون ٿا تہ هن ڪي سبع مثاني ان لاءِ چيو ويو
آهي جو ٻين رسولن کان هن کي مستثنيٰ ڪيو ويو آهي ۽ هي ست آيتون آهن.

## نماز ۾ جهومڻ

حضرت ام رومان رضي الله تعاليٰ عنه بيان فرمائي ٿي تہ" مون
کي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن نماز ۾ جهومندي ڏٺو تہ ايترو تہ
ڪاوڙيا جو قريب هو تہ مان نماز کي ڇڏيان" ان کان پوءِ فرمايائون
تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جڏهن توهان مان
ڪير بہ نماز لاءِ بيهي تہ ان جا سڀ عضوا پر سڪون رهن ۽ هو يهودين
وانگر جهومڻ نہ لڳي، ڇو تہ عضون جي پرسڪون هجڻ سان نماز جي
تڪميل ٿيندي آهي" ٻي حديث ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ
جل شانہ کان منافقت سان ڀريل خشوع ۽ خضوع کان پناھ گهرو ،ماڻهن پڇيو تہ
"منافقاڻو خشوع ۽ خضوع ڇا آهي؟" پاڻ ﷺ فرمايائون تہ اهو آهي تہ
جسم تہ خشوع اختيار ڪري پر قلب بدستور منافق رهي"

يهودين جي جهومڻ جو سبب هي هو تہ حضرت موسيٰ عليه
السلام بني اسرائيل تي انهن جي باطني ڪوتاهيءَ جي ڪري ظاهري
معاملات تي زور ڏيندا هئا. انهن وٽ ظاهري ڪمن کي وڏي اهميت
حاصل آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي الله تعاليٰ انهن تي وحي نازل فرمايو هو تہ
هو توريت کي سون سان سينگارين.انهيءَ سلسلي ۾ منهنجي سمجهہ ۾
اهوئي سبب آيو آهي تہ حضرت موسيٰ عليه السلام تي نماز ۽ دعا ۾
مناجات جي موقعي تي روحاني واردات نازل ٿيندا هئا. جن سان انهن
جو باطن اهڙو تہ جهومڻ لڳندو هو جهڙي طرح پرسڪون سمنڊ ۾ هوا لڳڻ
سان لهرن ۾ جوش ايندو آهي، لهاذا حضرت موسيٰ عليه السلام جو
جهومڻ اهڙي طرح هو جيئن قلب جي سمنڊ جي لهرن ۾ جوش اچي ڇو تہ
ان تي فضل خداونديءَ جي تڏي هوا هلي رهي هئي.

ڪڏهن روح بارگاھ الاهيءَ کي ڏسڻ لاءِ متي ٿيڻ جو ارادو

ٿو ڪري ان وقت جيئن تہ قلب جو ان سان گهرو تعلق هوندو آهي ان ڪري جسم بہ جنبش ۾ اچي جهومڻ لڳندو آهي، يهودين جڏهن سندن هيءَ ظاهري حالت ڏٺي تہ باطني اثر کانسواءِ هو بہ جهومڻ لڳا انهن جي انهيءَ حالت تي افسوس ڪندي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ"اهڙي طرح بني اسرائيل جي دل مان تہ خداوند ڪريم جي عظمت هلي ويئي ۽ انهن جا جسم ان جي گواهي ڏئي رهيا هئا، پر انهن جا قلب غائب هئا، خداوند ڪريم ان ماڻهوءَ جي نماز قبول نہ ٿو فرمائي جنهن جو قلب ان کي اهڙي طرح تسليم نہ ڪري جيئن ان جو بدن ان کي تسليم ڪري ٿو، جيڪڏهن ڪنهن جي دل غافل هجي ۽ هو هميشہ نماز پڙهندو هجي تہ ان جو ڏهون حصو بہ ان جي اعمال نامي ۾ نہ لکيو ويندو.

## نماز جي اهميت

الله تعاليٰ جل شانہ پنج نمازون فرض ڪيون آهن، ۽ خود رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ "نماز دين جو ٿنڀو آهي جنهن نماز کي ڇڏيو اهو ڪفر جي حد تائين پهچي ويو." نماز مان ئي بندگيءَ جو ثبوت ٿو ملي ۽ ربوبيت جا فرائض ادا ٿيندا آهن.لهاذا عبادت جا باقي سڀ قسم نماز جي اسرارن کي ثابت ڪرڻ جو ذريعو آهن، جيئن شيخ سهل بن عبدالله فرمائن ٿا حق جي بندي کي مؤڪده سنتن ۽ فرضن جي تڪميل جي لاءِ نوافلن جي گهڻي ضرورت آهي ۽ نفلن جي تڪميل لاءِ ڏانو ۽ طور طريقي جي ضرورت ٿيندي آهي جن جو هڪ حصو هو ترڪ ڪري ٿو ڇڏي".

شيخ سهل بن عبدالله رحمہ الله عليہ جن جيڪي فرمايو ان جي مفهوم کي منبر تي حضرت عمر رضي الله عنہ جن هن طرح ادا ڪيو هو تہ"هڪ شخص اهڙو بہ هوندو آهي جنهن جو منهن اسلام جي حالت ۾ پوڙهو ٿي ويو هجي پر هو اجا تائين خداوند ڪريم جي لاءِ هڪڙي نماز بہ پوري ڪري نہ سگهيو هجي، ماڻهن پڇيو "تہ اهو ڇو ٿو

ٿئي؟"فرمايائون تہ ان جو سبب هي آهي تہ ڪنهن نماز ۾ بہ هن خشوع ۽ خضوع اختيار نہ ڪيو ۽ نہ هن نماز ۾ خداوند ڪريم جي طرف ڌيان ڏنو."

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ" جڏهن بنده حق نماز جي لاءِ بيهندو آهي تہ الله تعالىٰ جل شانه پنهنجيءَ ۽ هن جي وچ ۾ حجاب هٽائي ڇڏيندو آهي ۽ هن جي ذات مبارڪ ان جي سامهون اچي ويندي آهي،فرشتا بہ هن جي ڪلهن تان هوا ۾ پهچي ويندا آهن ۽ هن جي نماز سان گڏ نماز پڙهندا آهن ۽ هن جي دعا تي آمين چوندا آهن، ان ڪان سواءِ آسمان جي سطح تي نمازيءَ جي مٿي تي خير ۽ برڪت ڇانئجي ويندي آهي ۽ پڪارڻ وارو پڪاري چوندو آهي تہ" جيڪڏهن نمازيءَ کي خبر پئجي وڃي تہ هو ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهي تہ هو ڪنهن بہ طرف توجهہ نہ ڪري ۽ نہ نماز کان هٽي. الله تعالىٰ جل شانه نمازيءَ لاءِ هر رڪعت ۾ اهي سڀ عبادتون جمع ڪري ڇڏيون آهن جيڪي آسمان وارن لاءِ الله تعالىٰ جل شانه الڳ الڳ مقرر ڪيون آهن. يعني خداوند جا ڪي فرشتا پيدائش کان ئي رڪوع ۾ آهن ۽ قيامت تائين رڪوع مان مٿو نہ ڪڍندا. اهڙي طرح ڪي سجدي ۾ رهن ٿا، ڪي قيام ڪن ٿا ۽ ڪي وينا رهن ٿا،پر بيدار بندو رڪوع جي حالت ۾ رڪوع ڪرڻ وارن فرشتن جي برابر ٿي ٿو وڃيءَ سجدي جي حالت ۾ سجدو ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿي ٿو وڃي اهڙي طرح هر حالت ۾ پهچي انهن جهڙو ٿي ٿو وڃي.

## ڊگهو رڪوع

نمازيءَ کي گهرجي تہ هو نفلي نمازن ۾ دير تائين رڪوع ڪري تہ جيئن رڪوع جي لذت کان لطف اندوز ٿي سگهي، هو رڪوعءَ مان مٿو ڪڻڻ جي ڪوشش نہ ڪري، جيڪڏهن طبعي تقاضا جي بنياد تي هو گهبراهٽ محسوس ڪري تہ استغفار پڙهي ۽ انهيءَ حالت ۾ هميشہ رهڻ جي ڪوشش ڪري تہ جيئن هو خشوع ۽ خضوع جو ذائقو چکي ۽ ان جو قلب انهيءَ حالت جي رنگ ۾ رنگجي وڃي بلڪ جيڪو حقيقي معنىٰ ۾

مخلصانہ رڪوع ڪري ٿو اهو اهو محسوس ٿو ڪري تہ هو رڪوع يا سجدي جي حالت ۾ متو ڪٽي ان جو پورو حق ادا نہ ٿو ڪري، لهاذا هن جو سچو ڌيان هن طرف رهي تہ هو رڪوعءَ جي حالت ۾ مستغرق رهي ۽ ٻي حالت جو جلد ارادو نہ ڪري، ڇو تہ آخر ۾ ان ڪي هر حالت جي ذريعي تمام گهڻي برڪت حاصل ٿيندي. جلد بازي جيڪا طبيعت جي تقاضا آهي، فتوحات جو دروازو بند ٿي ڪري اهڙو شخص روحاني هوائن جي جهوٽن جي سامهون ان وقت تائين بيٺو رهندو جيستائين جو هو مڪمل طرح فيض ياب نہ ٿئي، جڏهن هن جي وجود جا آثار محو ٿي ويندا تہ هو وصال جي مقام تي فائز ٿيندو . ڇون ٿا تہ نماز ۾ چار حالتون آهن ۽ ڇهہ اذڪار آهن. اهي چار حالتون قيام ۽ قعود، رڪوع ۽ سجود آهن ۽ڇهہ اذڪار (١) تلاوت قرآن (٢) تسبيح (٣) حمد (۴) استغفار (۵) دعا (٦) رسول اڪرم ﷺ جن تي درود موڪلڻ، اهڙي طرح هي پورين ڏهن عبادتن جو مجموعو بنجي ٿو وڃي، هي ڏهہ عبادتون فرشتن جي ڏهن قطارن ۾ تقسيم ڪيون ويون آهن ۽ هر قطار ڏهہ هزارن جي آهي اهڙي طرح ٻن رڪعتن ۾ اهي عبادتون جمع ٿيون ٿين، جيڪي هڪ لک فرشتن تي تقسيم آهن.

باب ۳۷

# بارگاهہ جي مقربين جي نماز

هن باب ۾ اسين مڪمل شرطن ۽ ان جي ظاهري ۽ باطني طريقن سان گڏ نماز جي ڪيفيت پنهنجي معلومات جي مطابق بيان ڪري رهيا آهيون، پر هر شيءِ جي تفصيل ۾ بزرگن جي قولن ڪي نقل ڪرڻ کان پاسو ڪنداسين، ڇو تہ اهڙي طرح اختصار باقي نہ رهندو، جيڪو اسان جو مقصد آهي بلڪ ڳالهہ ڊگهي ٿي ويندي.

بنده حق جي لاءِ مناسب آهي تہ نماز جو وقت شروع ٿيڻ کان اڳ وضو ڪري نماز جي تياري ڪري، عين نماز جي وقت ۾ وضو نہ ڪري تہ جيئن نماز جي طور طريقي جي پوري پابندي ٿي سگهي، نماز جو وقت معلوم ڪرڻ جي لاءِ زوال ۽ قدمن جو فرق ۽ تفاوت معلوم ڪرڻ جي ضرورت آهي، ڇو تہ ڏينهن وڏو ۽ ننڍو ٿيندو رهندو آهي. زوال جي باري ۾ هي سمجهڻ گهرجي تہ جيستائين پاڇو گهٽبو رهي اهو ڏينهن جو پهريون پهر يا حصو آهي. جيڪڏهن پاڇو وڌڻ لڳي تہ هن پهرن کان بعد جو حصو آهي، ان وقت زوال ٿي ويندو آهي، جڏهن زوال پذير ٿيندو آهي تہ ان جي ذريعي اول ۽ آخري ظهر ۽ عصر جو وقت بہ معلوم ٿيندو آهي ان کان علاوه مختلف منزلن کي سڃاڻڻ جي بہ ضرورت ٿيندي آهي، تانتہ طلوع فجر کي سڃاتو وڃي ۽ رات جي وقت جو علم ٿئي، ليڪن ان جو تفصيل تمام ڊگهو آهي.

جڏهن نماز جو وقت شروع ٿئي تہ سنت مؤڪده جون رڪعتون پهريائين پڙهيون وڃن ڇو تہ ان ۾ خاص راز ۽ مصلحت آهي اها اها آهي تہ انسان جي طبيعت شروع ۾ پراگنده هوندي آهي، يعني مٿهن سان

ملڻ جلڻ رکڻ، معاش جي کمن کي سرانجام ڏيڻ، قدرتي پل چڪ يا عادت جي مطابق کائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ جي طرف متوجهه ٿيڻ جي ڪري هن جي خيالن ۾ يڪسوئي نہ هوندي آهي،لهاذا جڏهن هو سنت کي مقدم رکندو تہ هن جي طبيعت نماز ڏي راغب ٿيندي ۽ خدائي مناجات جي لاءِ تيار ٿيندو،ان وقت سنت مؤڪده غفلت ۽ باطني ڪدورت جي اثرن کي دور ڪري ۽ باطن درست ٿي فرض نماز پڙهڻ جي قابل بنجي ويندو آهي. سنت هڪ سٺو عمل آهي جنهن سان برڪتون نازل ٿيون ٿين۽ فيض حاصل ٿو ٿئي.

ان کان پوءِ هر فرض نماز جي موقعي تي خداوند ڪريم جي سامهون هرگناهہ کان پوءِ پلي اهو عام هجي ياخاص، توبهہ جي تجديد ڪجي، عام گناهہ ۾ ننڍا وڏا هي سڀ گناهہ شامل آهن جن جي طرف شريعت ۾ اشارو ۽ ڪتاب ۽ سنت ۾ وضاحت ڪئي وئي آهي، خاص گناهہ اهي آهن جيڪي ڪنهن شخص جي خاص روحاني حالت جي متعلق هجن،جو تہ هر شخص جي صاف حالت جي مطابق ان جا گناهہ بہ هوندا آهن، جن کي صاحب حال ئي سڃاڻي ٿو سگهي چون ٿا تہ نيڪ ماڻهو (ابرار) جون گهڻيون نيڪيون مقربين بارگاهہ جي ويجهو برائين ۾ شامل ٿينديون آهن. هر شخص کي باجماعت نماز پڙهڻ گهرجي، جو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ" باجماعت نماز کي اڪيلي نماز کان ستاويهہ درجا فضيلت حاصل آهي.

## نماز جي شروعات

ان کان پوءِ بظاهر قبلي ڏي منهن ڪري ۽ باطن سان بارگاهہ الاهيءَ جي حضور ۾ رهي، قل اعوذ برب الناس پڙهي ۽ پنهنجي دل ۾ ڌيان (۱) جي آيت پڙهي، هي توجهہ جي آيت نماز کان اڳ پڙهي وڃي جڏهن جو نماز جو ظاهري رخ قبلي ڏي ڪيو وڃي، هيءَ آيت نماز کان

---

(۱) حنفي مسلڪ ۾ هيءَ آيت پڙهڻ نقل ٿيل نہ آهي. پر هتي ڌيان جي آيت مان مراد هيءَ آيت سڳوري آهي. اني وجهت وجهي للذي فطرت السموات والارض حنيفا وما انا من المشرڪين

سواءِ خاص دلي ڏيان جي لاءِ بہ مخصوص آهي.

ان کانپوءِ پنهنجي ڪلهن جي سڌ ۾ اهڙيءَ طرح ٻئي هٿ (١)، کڻي جو ان جا ٻئي آڱوٺا هن جي ڪنن جي ٻنهين پاپڙين وٽ هجن ۽ آڱرين جا سرا بہ ڪنن سان گڏ هجن هو آڱرين کي ملائي رکي ۽ جيڪڏهن ڪليل رکي تہ بہ جائز آهي،پرملائي رکڻ بهتر آهي، ڇو تہ اهو ڇيو ويو آهي تہ صرف هٿيليون کوليون وينديون آهن آڱريون نہ کوليون وجن. (٢)

ان کان پوءِ تکبير چئي پر اڪبر جي ب ۽ الف جي وچ ۾ الف کي ڇڪي نہ آڻي،اڪبر کي جزم سان پڙهيءِ الله (جل جلاله) کي ڇڪي پڙهي،مگر الله جي هہ جي پيش کي گهٽون نہ ڇڪي، تکبير صرف ان وقت شروع ڪري جڏهن ٻئي هٿ ڪلهن جي سامهون اچي وجن ۽ جهٽڪي ڏيڻ کانسواءِ تکبير چئي هٿن کي ڇڏي ڏيئي، ڇو تہ جڏهن دل ۾ وقار هجي تہ عضوا بہ ان کي اختيار ڪري بهتر ڪم سرانجام ڏيندا آهن نماز جي نيت ۽ تکبير تحريمہ ٻئي گڏوگڏ هجن يعني تکبير چوڻ وقت هي ذهن نشين رهي تہ هو ڪهڙي نماز پڙهي رهيو آهي.

## نماز جي نيت

حضرت جنيد رحمہ الله عليہ ارشاد ٿا فرمائن ٿا تہ هر شيءِ جو هڪ امتيازي شان ٿيندو آهي، ان ڪري نماز جو امتيازي شان تکبير تحريمہ آهي،ان کي اهو امتياز انهيءَ ڪري حاصل آهي جو ان جي ذريعي نيت ڪري نماز شروع ڪئي ويندي آهي، شيخ ابو نصير رحمہ الله عليہ فرمائن ٿا تہ"مون ابن سالم رحمہ الله عليہ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ" نيت الله جل جلالہ جي لاءِ الله جل شانہ سان ۽ الله جل جلالہ جي

(١) حنفي مسلڪ ۾ ڪنن تائين هٿ کنيا ويندا آهن.

(٢) فقہ حنفيءَ مطابق آڱرين کي ان جي معمولي حالت تي ڇڏي ڏجي ۽ ڦيلايون نہ وجن.

طرف هوندي آهي،چنانچہ نيت کان پوءِ جيڪي آفتون بندي جي نماز ۾ داخل ٿينديون آهن اهي دشمن ( شيطان) جي طرف کان آهن ۽ دشمن جو حصو پلي وڏيڪ ئي چو نہ هجي انهيءَ نيت جي برابر نہ ٿو ٿي سگهي، جيڪا الله جل شانہ جي لاءِ ۽الله تعاليٰ جل شانہ سان هجي پوءِ پلي اهو گهٽ ئي چو نہ هجي. شيخ ابو سعيد الخزاز رحمہ اللهعليه جن کان پڇيو ويو تہ نماز ڪيئن شروع ڪجي؟ فرمايائون تہ اها هن طرح هئڻ گهرجي جو تون الله جل شانہ جي طرف اهڙي طرح ڌيان ڏي جهڙي طرح قيامت جي ڏينهن ڌيان ڏئي بيهندا جڏهن جو توهان جي ۽ ان جي وچ ۾ ڪو ترجمان نہ هوندو. هو توڏي ڌيان ڏيندو ۽ تون ان کان مناجات ڪندو هوندين، (نماز پڙهڻ وقت) توکي معلوم هئڻ گهرجي تہ تون ڪنهن جي سامهون بيٺو آهين؟ (ان جي سامهون) جيڪو تمام وڏو بادشاهہ آهي"ڪنهن عارف کان پڇيو ويو تہ پهرين تڪبير ڪيئن چئي ويندي آهي؟ فرمايائين تہ جڏهن تون الله اڪبر چئين تہ انهيءَ تڪبير جي الف سان الله جل شانہ جي تعظيم لام سان ان جي هيبت ۽ هہ سان مراقبو ۽ قرب جو تصور هئڻ گهرجي"

ڪي صاحب تڪبير چوندي ئي ان جي عظمت ۽ ڪبريائيءَ جي مطالعي ۾ غائب ٿي ويندا آهن ۽ انهن جو باطن نور سان معمور ٿي ويندو آهي ۽ سڄي ڪائنات انهن جي وسيع سيني جي فضا ۾ اهڙي ٿي ويندي آهي جيئن هڪ ڪشادي ميدان ۾ هڪ واريءَ جو ذرو هجي ۽ ان کي اجلائي ڇڏجي لهاذا اهڙي باطن ۾ وسوسن ۽ نفساني خيالن جو ڪيئن گذر ٿي ٿو سگهي جنهن جي ويجهو سڄي ڪائنات واريءَ جي ذري جي برابر هجي ۽ ان کي بہ اجلايو ويو هجي ان ڪري وسوسا ۽ نفساني تصور انهيءَ بنده حق جي مزاحمت نہ ٿا ڪري سگهن.البت عظمت الاهيءَ جو مطالعو ۽ ان ۾ مدهوشيءَ جي ڪيفيت، نيت نماز سان ٽڪرائبي آهي تہ بہ روحاني لطافت جي ڪري روح مطالعہ عظمت الاهيءَ

۾ مصروف رهندو آهي ۽ قلب نيت ۾ مشغول هوندو آهي اهڙي طرح نيت پنهنجي لطيف ۽ بهترين صفت سان گڏ عظمت جي نور ۾ اهڙي طرح لڪل حالتِ ۾ موجود رهندي آهي، جيئن تارا سج جي روشنيءَ ۾ لڪي ويندا آهن. ان ڪان پوءِ ساڄو هٿ کابي هٿ تي رکي ۽ ٻئي هٿي دن ۽ سيني جي وچ تي (١) هجن سڄو هٿ پنهنجي فضيلت جي ڪري کبي جي مٿان هوندو آهي. اشهد ۽ وچين آڱر کي ڇڪي ڪرائيءَ تي رکيو ويندو آهي ۽ باقي ٽن آڱرين سان کبي هٿ کي ٻنهين طرفن کان پڪڙيو ويندو آهي.

امير المؤمنين حضرت عليؓ رضي الله عنه جن هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو آهي ته:

فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ (پ٣٠ ڪوثر) ‖ سڄي هٿ کي کبي هٿ تي سيني جي هيٺان رکيو وڃي.

هي هن طرح آهي ته سيني جي هيٺان هڪ رڳ آهي جنهن کي ناحر چيو ويندو آهي (يعني وانحر جي اها معنيٰ ٿي) ته پنهنجو هٿ ناحر جي مٿان رکو. ڪنهن بزرگ هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو آهي ته ”پنهنجي سيني کي قبلي جي رخ تي رکو“ هن ۾ به هڪ راز آهي جنهن جو غيب جي پڙدي مان ئي ڪشف تي ٿو سگهي.

## هٿن ٻڌڻ جو نڪتو

اهو نڪتو اهو آهي ته اللّٰهتعاليٰ جل جلاله پنهنجي لطيف حڪمت سان ماڻهوءَ کي پيدا ڪيو ان کي شرافت ۽ ڪرامت بخشي ۽ پنهنجي توجهه ۽ وحي جي قابل بنايو ۽ ان کي زمين ۽ آسمان ۾ اهڙي طرح برگزيده بنايو جو هو روحاني ۽ جسماني به آهي ۽ ارضي وسماوي به آهي، وڏي قدرت ۽ بلند هيئت وارو آهي.قلب جي حد ڪان مٿي تائين ان جو اڌ حصو آسماني اسرارن جو خزانو آهي ۽ ان جو اڌ هيٺيون حصو زمين

(١) فقه حنفيءَ جي مطابق ٻئي هٿ ڏن تي هجن.

جي اسرار ن جو مرڪز آهي،چنانچہ نفس جو مرڪزي مقام هيٺيون اڌ حصوآهي ۽ ان جي روحاني روح جو مقام ۽ قلب ان جو اعليٰ نصف حصو آهي،اهڙي طرح روحاني جذبن جو نفساني جذبات سان ٽڪراءُ ۽ جنگ جاري رهندي آهي. انهيءَ ئي ٽڪراءَ ۽ جنگ جي ڪري فرشتن ۽ شيطان جي اثر جي ڪشمڪش بہ برپا ٿيندي آهي، بلڪ نماز جي وقت اها ڪشمڪش گهٽي ٿي ويندي آهي، ڇو تہ ايمان ۽ طبيعت ۾ ڇڪ ڇڪان رهندي آهي انهيءَ وقت نمازيءَ جو قلب آسماني حصو بنجي فنا ۽ بقا جي وچ ۾ آمد رفت ڪندو آهي،ان تي اهو انڪشاف ٿيندو آهي تہ نفساني جذبات پنهنجي مرڪز ڪان مٿي چڙهي رهيا آهن،جيئن تہ عضون جي تصرفات ۽ حرڪتن جو باطني ڪيفيتن سان تعلق آهي،ان ڪري سڄي هٿ کي ڪبي هٿ تي رکي نفس کي قيد ڪيو ويندو آهي ۽ ان جي جذبات کي مٿي وڃڻ ڪان روڪي ڇڏبو آهي. ان جو اثر هن طرح ظاهر ٿيندو آهي جو ان ڪان پوءِ وسوسن ۽ نماز ۾ نفساني تصورن جو ازالو ٿي ويندو آهي.

جڏهن روحاني جذبات غالب ٿي وڃن ۽ ڪمال انس ۽ محبت جا موقعا مٿي ڪان پيرن تائين ڇانئجي وڃن اکين کي ٿڌاڻ حاصل ٿئي ۽ مشاهدي جو تسلط مڪمل ٿي وڃي تہ نفس مغلوب ۽ عاجز ٿي ويندو ۽ ان جو مرڪز روح جي نور سان روشن ٿيندو ان وقت نفساني جذبات منقطع ٿي ويندا. نفساني مرڪز جيترو روشن ٿيندو اوتري مقدار ۾ عبادت جي ٿڪاوٽ زائل ٿيندي ايتري قدر جو نفس جو مقابلو ڪرڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿيندي، تہ سڄي هٿ کي ان جي ڪبي هٿ تي رکي نفساني جذبن کي روڪيو وڃي بلڪ هٿ ڇڏي ڏنا ويندا.غالبا انهيءَ نڪتي جي مطابق رسول الله ﷺ جن ڪان نقل ٿيل آهي تہ پاڻ ﷺ هٿ ڇڏي بہ نماز پڙهيائون جيڪو امام مالڪ جو مسلڪ آهي.

ان ڪان پوءِ آيت اني وجهت وجهي (جنهن جو ذڪر اڳ ۾ اچي

چکو آهي) پڙهي وجي، انهيءَ موقعي تي هيءَ آيت دل جي ڌيان جو رخ صاف ڪرڻ لاءِ آهي ۽ جڏهن نماز کان اڳ پڙهي وڃي ته اها جسم جو رخ درست ڪرڻ لاءِ هوندي آهي ان کان پوءِ هي پڙهي:

سُبْحٰنَکَ اللّٰهُمَّ وَبِحَمْدِکَ وَتَبَارَکَ اسْمُکَ وَتَعَالٰی جَدُّکَ وَلَا اِلٰهَ غَيْرُکَ اَللّٰهُمَّ اَنْتَ الْمَلِکُ لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَکَ وَبِحَمْدِکَ اَنْتَ رَبِّيْ وَاَنَا عَبْدُکَ ظَلَمْتُ نَفْسِيْ وَاعْتَرَفْتُ بِذَنْبِيْ فَاغْفِرْلِيْ ذُنُوْبِيْ جَمِيْعًا اِنَّهٗ لَا يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ اِلَّا اَنْتَ وَاهْدِنِيْ لِاَحْسَنِ الْاَخْلَاقِ فَاِنَّهٗ لَا يَهْدِيْ لِاَحْسَنِهَا اِلَّا اَنْتَ وَاصْرِفْ عَنِّيْ سَيِّئَهَا فَاِنَّهٗ لَا يَصْرِفُ عَنِّيْ سَيِّئَهَا اِلَّا اَنْتَ لَبَّيْکَ وَسَعْدَيْکَ فَالْخَيْرُ کُلُّهٗ بِيَدِکَ تَبَارَکْتَ وَتَعَالَيْتَ اَسْتَغْفِرُکَ وَاَتُوْبُ اِلَيْکَ

## قيام جو ڌيان ۶

قيام جي موقعي تي سر جهڪيل رهي نظر سجدي جي مقام جي طرف ڄميل رهي، قيام جي تڪميل هيئن ڪجي جو بلڪل سڌو بيهي ۽ ٻنهين گوڏن ڍيلهه ۽ بدن جي جوڙن ۾ هلڪي لچڪ پيدا ڪري ۽ نماز ۾ اهڙي طرح بيهي جڻ ته هو پنهنجي سڄي بدن سان زمين کي ڏسي رهيو آهي،اهڙي طرح سڀ جزا خشوع ۽ خضوع اختيار ڪري ٿا سگهن، ڇو ته قلب جي خشوع سان گڏوگڏ جسم به خشوع اختيار ڪندو آهي، ٻنهين پيرن جي وچ ۾ چئن آڱرين جي مقدار جو مفاصلو هئڻ گهرجي ڇو ته ٻنهين پيرن کي ملائڻ کان منع ڪيو ويو آهي اهڙي طرح هڪ ٽنگ کي مٿي نه ڪٽي ڇو ته ان کان به رسول الله ﷺ جن منع فرمايو آهي ۽ هڪ پير تي وڌيڪ ۽ ٻئي پير تي گهٽ زور ڏيڻ به مناسب ناهي،بلڪ بهتر هي آهي ته ٻنهين پيرن تي زور ڏيڻ ۾ اعتدال رکيو وڃي سيني جي طرف کان هٿ ڪڍڻ به مڪروهه آهي ۽ ڪپڙن جي ڪنارن کي زمين تائين لڙڪائڻ کان به پرهيز ڪئي وڃي ان ۾ غرور ۽ تڪبر ٿو ظاهر ٿئي. هن حڪم ۾ اهو شخص به داخل آهي جيڪو پنهنجي ڪپڙي کي چئني پاسي ويڙهي ۽ هٿن سان ڪپڙي کي ڪٽي يانماز ۾ ڪک تي هڪ

يا ٻئي هٿ رکي يا ٻنهين ٻانهن کي (بغل کان) الڳ رکي هي سڀ ڳالهيون مکروه آهن.

جيکڏهن کير نماز ۾ هن طرح بيهي جيئن اسان ذکر کيو ۽مکروه شين کان پرهيز کري ته ان جو قيام مکمل ٿيندو ان کان پوءِ هو مٿين آيت توجه سان ۽ دعا پڙهي ۽ اعوذ بالله من الشيطن الرجيم پڙهي ۽ هر رکعت ۾ قرات کان اڳ ان کي پڙهي، ان کان پوءِ قرات پڙهي جيکا دل جي اطمينان، يکسوئي، زبان۽ قلب جي هم آهنگي، وصل ۽ قرب، هيبت، خشوع وخضوع، تقويٰ، وقار،مشاهدي ۽ مناجات سان هجي،جيکڏهن امام هجي ۽ اهو سورة فاتحه ۽ ٻي قرات جي وچ ۾ هيءَ دعا پڙهي ته بهتر ٿيندو.

اَللّٰهُمَّ بَاعِدْ بَيْنِيْ وَبَيْنَ خَطَايَايَ كَمَا بَاعَدْتَ بَيْنَ الْمَشْرِقِ وَالْمَغْرِبِ وَنَقِّنِيْ مِنَ الْخَطَايَا كَمَا يُنَقَّى الثَّوْبُ الْاَبْيَضُ مِنَ الدَّنَسِ اَللّٰهُمَّ اغْسِلْ خَطَايَايَ بِالْمَآءِ وَالثَّلْجِ وَالْبَرَدِ

جيکڏهن هن کي پهرئين وقفي ۾ پڙهي ته اهو به درست آهي، ڇو ته رسول الله ﷺ جن کان منقول آهي ته پاڻ ﷺ هيءَ دعا پڙهي هئائون. جيکڏهن اکيلو نمازي هجي ته اهو قراة کان پهريان دعا پڙهي.

## حضور قلب

بهرحال بنده حق کي هي معلوم هئڻ گهرجي ته هن جي تلاوت زبان سان ادا ٿئي ٿي ۽ ان جي مفهوم کي دل ادا کندي آهي ۽ جيکو شخص کنهن سان مخاطب ٿيندو آهي ته اهو هن سان پنهنجي زبان سان ڳالهائيندو آهي ۽پنهنجي دلي خيالن جو اظهار کندو آهي جتي زبان سان ڳالهائڻ کان سواءِ کنهن کي کجھ سمجهائي سگھبو آهي ته ائين به کبو آهي پر جڏهن گفتگو کان سواءِ سمجهائڻ ممکن نه هجي ته ان وقت زبان کي ترجمان بنائبو آهي پر جيکڏهن قلب جي موافقت کان سواءِ زبان سان ڳالهايو وڃي ته ان وقت زبان ان جي ترجمان نه هوندي آهي

۽ تلاوت ڪرڻ وارو صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي ضرورت جو خداوند ڪريم جي سامهون اظهار ڪندو آهي، ۽ نہ هو خداوند ڪريم ڏي ڌيان ڏئي ان جون ڳالهيون سمجهندو آهي بلڪ قلب انهيءَ ڳالهہ کان جيڪا هو چئي رهيو آهي ناواقف آهي ۽ هو صرف زبان کي حرڪت تو ڏئي پر ان جي مفهوم کان ان جي دل ناواقف آهي حالانڪ مناسب اهوئي هئو تہ هن جوڪلام دل کان نڪري يا هو ڌيان سان ٻڌي حالانڪ خداوند ڪريم جي خاص بندن جو گهٽ ۾ گهٽ درجو اهو آهي تہ نماز ۾ تلاوت ڪرڻ وقت انهن جي زبان انهن جي دل جو ساٿ ڏئي ان کان سواءِ خاصان حق جا ٻيا مقام ۽ احوال بہ آهن جن جو تفصيل گهڻو ڊگهو آهي.

هڪ بزرگ فرمائي ٿو تہ" جڏهن مان نماز پڙهندو آهيان تہ جيڪي ڪجهہ مان پڙهندو آهيان منهنجو ڌيان صرف ان جي طرف رهندو آهي"

شيخ عامر بن عبدالله رحمہ الله عليه جن کان پڇيو ويو تہ" ڇا نماز ۾ توکي دنيا جي ڪنهن ڪم جو ڌيان ايندو آهي" فرمايائون تہ"جيڪڏهن ڀالن جا لڳاتار مون تي وار ڪيا وڃن تہ اهي منهنجي لاءِ وڌيڪ قابل برداشت آهن انهيءَ جي بنسبت جو نماز ۾ مون کي انهن شين جا خيال اچن جن ڏي توهان ڌيان ٿا ڏيو."

هڪ بزرگ کان پڇيو ويو تہ" ڇا نماز ۾ دنيا جي ڪنهن ڪم جي باري ۾ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندو آهين؟" فرمايائين تہ نہ نماز ۾ ۽ نہ نماز کان سواءِ ڪنهن ٻئي وقت دنياوي ڪم جي باري ۾ سوچيندو آهيان" ڪي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي نماز ۾ خداوند ڪريم ڏي ڌيان ڏئي ان ڏي رجوع ڪندا آهن ڇو تہ الله تعاليٰ جل شانہ توبہ ڪرڻ ۽ رجوع ڪرڻ کي مقدم رکيو آهي ۽ فرمايو آهي تہ ان ڏي رجوع ڪيو، ان کان ڊڄو ۽ نماز قائم ڪيو"

لهاذا هڪ حق جو بندو صرف الله جل جلالہ جي طرف رجوع

ڪندو آهي ۽ ان ڪان سواءِ ٻين شين ڪان بيزاريءَ جو اظهار ڪري تقويٰ اختيار ڪندو آهي جيئن ته هن جو سينو اسلام جي ذريعي ڪشادو آهي ان ڪري هو ڪشاده دليءَ سان انعام الاهي جي روشنيءَ مان فيضياب ٿي نماز پڙهندو آهي، جڏهن قرآن جا ڪلما هن جي زبان مان نڪرن ٿا ته هو انهن کي دل جي ڌيان سان ٻڌي ٿو ۽ اهي ڪلما فضا جي قلب ۾ اهڙي طرح گونججن ٿا جو ان ڪان سواءِ ٻيو ڪو آواز ٻڌڻ ۾ نه ٿو اچي. انهيءَ ڪري هو حسن فهم ۽ ڌيان جي لذيذ نعمت جي عيوض دل تي ڇانئجي ٿا وڃن ۽دل سماعت جي مناڻ ۽ ان جي انتهائي ياداشت کي نه صرف خوب جذب ڪري ٿي وٺي، بلڪ هو هن جي لطيف معنيٰ ۽ عمده مضمونن کي چڱي طرح سمجهي به وٺي ٿو اهي معنائون اهڙيون آهن جن جي تفصيل جي ضرورت نه هوندي آهي،بلڪ اهي پوشيده غور ۽ فڪر جو نتيجو آهن،يعني قرآن ڪريم جي ظاهري معنيٰ نفس جي غذا آهي،انهن معنائن کي نفساني ڳالهين جي عيوض نفس مطمئن حاصل ڪندو آهي،ڇو ته قرآن جي انهن ظاهري معنائن جو تعلق ظاهري علم ۽ حڪمت سان آهي ان ڪري هو هن نفس جي گهٽو ويجهو آهي جيڪي حڪمت جي قائدن کي قائم ڪرڻ جي لاءِ پيدا ٿيو آهي پر جيڪي قرآن ڪريم جون باطني معنائون آهن ان جو انڪشاف عام ملڪوت جي طرف ڪان ٿيندو آهي ۽ اهي قلب جي غذا آهن جن جي ڪري روح، مقدس جبروت الاهيءَ جي پڙدن تائين ان جي عظمت جو مشاهدو ڪري پهچي ويندو آهي ۽ ان کي مشاهدي ۽مطالعي جي ذريعي شوق ۽ محبت جي پنور ۾ ڪامل استغراق نصيب ٿيندو آهي،جيئن مسلم بن يسار فرمائي ٿو ته پاڻ هڪ ڏينهن بصري جي مسجد ۾ نماز پڙهيائون. ان وقت هڪ ٿنيو ڪري پيو جنهن جي ڪرڻ جو آواز بازار وارن تائين پهچي ويو،پر هو نماز ۾ بيٺو رهيو ۽ مدهوشيءَ جي عالم ۾ ان کي ڪو علم نه ٿي سگهيو.

# رڪوع جا طور طريقا

جڏهن رڪوع جو ارادو ڪجي تہ قرات ۽ رڪوع ۾ فاصلو ڪري هن طرح رڪوع ڪري جو مٿيون حصو جهڪي وڃي پر هيٺيون حصو اهڙي طرح برقرار رهي جيئن قيام جي حالت ۾ هو. ٻئي گوڏا جهڪيل نہ هجن ۽ نہ نوڙيون پاسن کان جدا هجن ۽ چيلهہ سان گڏ ڪنڌ کي بہ جهڪائي ۽ گوڏن تي ٻئي هٿ هن طرح رکيا وڃن جو انهن جون آڱريون کليل هجن.

مصعب بن سعد رحمہ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مون سعد بن مالڪ جي پاسي ۾ نماز هن طرح پڙهي جو پنهنجا هٿ ٻنهين رانن ۽ گوڏن جي وچ ۾ رکيم ٻنهين کي ملائي ڇڏيم، پاڻ منهنجي هٿ تي هٿ هڻي فرمايائون تہ پنهنجون ٻئي تريون گوڏن تي رک" وڌيڪ فرمايائون تہ منهنجا فرزند! اسين بہ ائين ڪندا هئاسون پر اسان کي حڪم ڏنو ويو تہ اسين گوڏن تي تريون رکون.

رڪوع ۾ سبحان ربي العظيم گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا چئجي ان جو انتهائي درجو اهو آهي تہ يارهن دفعا چئجي ۽ هي تعداد چڱي طرح رڪوع ۾ جهڪڻ کانپوءِ شمارڪيو وڃي،ائين نہ ٿئي تہ آخري دفعي چوندي مٿو مٿي ڪڍجي رڪوع جي لاءِ ٻئي هٿ کنيا وڃن رفع يدين بہ رڪوع جو حصو آهي (حنفي مسلڪ وارن لاءِ هٿ کڻڻ يعني رفع يدين درست نہ آهي) رڪوع ڪرڻ وقت پيرن جي طرف نگاهہ هجي ان جي ذريعي سجدي گاهہ جي طرف نگاهہ ڪرڻ سان زياده خشوع پيدا ٿيندو. جڏهن ڪير قيام ڪري تہ ان وقت سجدي گاهہ جي طرف نگاهہ ڪرڻ گهرجي.

## قومہ

رڪوع جي وقت هن جي دل رڪوع جي حقيقي مفهوم جي مطابق هجي يعني تواضع ۽ عاجزي اختيار ڪري پوءِ هي چئي مٿو ڪڍي.

سمع الله لمن حمده هي لفظ دل ۾ چوي ۽ جڏهن چڱي طرح بيهي رهي تہ پوءِ ربنا لک الحمد چئي.

جيڪڏهن نماز ۾ رڪوع کان پوءِ قيام کي ڊگهو ڪرڻ گهري تہ ربنا لک الحمد (اي الله سڀ تعريفون تنهنجي لاءِ آهن) جيترا پيرا گهري دهرائيندو رهي،پر فرض نمازن ۾ حد کان وڌيڪ ڊگهو قيام نہ ڪري ۽ رڪوع کان پوءِ پنهنجي چيلهہ سڌي ڪري اعتدال سان بيهي رهي.

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" الله تعاليٰ جل شانہ ان جي طرف نہ ڏسندو جيڪو رڪوع ۽ سجدي جي وچ ۾ پنهنجي چيلهہ سڌي نہ رکندو.

## سجدي ڪرڻ جو ڏانءُ

ان کان پوءِ تڪبير چوندو سجدي ۾ وڃي ۽ انهيءَ حالت ۾ هن جو خشوع خضوع ۽ بيدار مغزي برقرار رهي ۽ ڪيس معلوم هجي تہ هو سجدو ڇو ۽ ڪنهن جي لاءِ ڪري رهيو آهي؟

ڪن سجدي ڪرڻ وارن کي ڪشف حاصل ٿيندو آهي تہ زمين جي آخري حدن تائين پهچي ويا آهيون ۽ ملڪ جي حصن ۾ غائب ٿي ويا آهيون،ڇو تہ انهن جون دليون حياءَ سان ڀريل آهن هنن جا روح خداوند قدوس جي عظمت ۽ ڪبريائي کي محسوس ڪندا آهن جيئن نقل ٿيل آهي تہ حضرت جبرئيل عليہ السلام جن الله تعاليٰ جل شانہ کان شرم جي ڪري پنهنجي اندرين ٻانهن ۾ پنهنجو پاڻ کي لڪائي ڇڏيو هو ڪڏهن ڪڏهن سجدي ڪرڻ وارن کي اهو ڪشف ٿيندو آهي تہ هو سجدي ۾ ڪون ومڪان جي ڪشائش کي ويڙهي رهيو آهي ۽ هن جو قلب ڪشف ۽ مشاهدي جي فضا ۾ سير ڪري رهيو آهي،ان ڪري جڏهن هو سجدي ۾ جهڪندو آهي تہ هن سان آسمانن جا طبق بہ جهڪي پوندا آهن ۽ هن جي شهود جي قوت جي سامهون ڪائنات جا نقش محو ٿي ويندا آهن ۽ هو عظمت الاهيءَ جي چادر جي ڪنڊ تي سجدو ڪندو آهي اهوئي انتهائي مقام آهي جيستائين انساني همت جي پکيءَ جي

پهچ ٿي سگهي ۽ انساني طاقتون مڪمل طور تي پهچي ٿيون سگهن، بهرحال عظمت جي مرتبن ۾ انبياءِ ۽ اولياءِ جو فرق درجن ڪان ۽ هن جي حقيقت جي احساس ۾ هر هڪ کي پنهنجي مرتبي جي مطابق حصو ملندو آهي هڪڙي اهل علم تي ٻئي صاحب علم جو درجو بلند هوندو آهي.

ڪي سجدي ڪرڻ وارا اهڙا به هوندا آهن جن جو ظرف وسيع هوندو آهي ۽ انهن جي روشني ڦيلجي مٿين ٻنهين قسمن کي حاصل ڪري ٿي وٺي. هو ٻئي ٻانهون کولي ٿا ڇڏن هڪ طرف هو خدا جل شانه جي تعظيم لاءِ دل سان تواضع ٿا ڪن ۽ ٻئي طرف انهن جا روح خداوند ڪريم جي فضل ۽ ڪرم جي بنياد تي بلنديءَ تائين پهچي ٿا وڃن. اهڙيءَ طرح انهن کي انس ۽ محبت ۽ هيبت،حضوري ۽ ان جو غائب ٿيڻ ۽ گريز ۽ قرار، پوشيدگي ۽ اعلانيه اظهار جا مرتبا حاصل ٿيندا آهن، پوءِ جڏهن هو سجدو ڪندا آهن ته هو شهود جي سمنڊ ۾ شناوري ڪندا آهن ۽ انهن جو هڪ وار به سجدي کان پوئتي نه رهندو آهي جيئن سرور ڪائنات ﷺ جن پنهنجي سجدي جي باري ۾ فرمائن ٿا ته"تنهنجي لاءِ منهنجو سڄو جسم ۽ خيال به سجدو ٿو ڪري"(قرآن ڪريم ۾ آهي ته)"جيڪي ڪجهه آسمانن ۽ زمينن ۾ آهي اهي مرضيءَ سان يا بغير مرضيءَ جي الله جل شانه کي سجدو ٿا ڪن." (هن آيت جي مطابق) روح ۽قلب اطاعت سان سجدو ٿا ڪن،ڇو ته انهن ٻنهين ۾ ان جي اهميت ملي ٿي پر نفس ۾ اجنبيت هوندي آهي ان ڪري اهو زبردستي سجدو ڪندو آهي"

سجدي ۾ سبحان ربي الاعلیٰ گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا ۽ گهٽي کان گهٽو ڏهه دفعا پڙهڻ گهرجي، سجدي جي وقت ٻئي اکيون کليل هجن،ڇو ته اهي به سجدو ٿيون ڪن، جڏهن سجدو ڪري ته پهريائين پنهنجا گوڏا زمين تي رکي پوءِ ٻئي هٿ ان کان پوءِ پيشاني ۽ نڪ رکڻ

گهرجي ۽ سجدو ڪرڻ وقت پنهنجي نڪ جي طرف نگاهه رکي اهڙيءَ طرح خشوع گهڻو قائم رهندو، نمازي پنهنجي هٿ جي ترين سان مصلي کي ڇوهي انهن کي ڪپڙي ۾ نه ويڙهي هن جو مٿو هن جي ٻنهين هٿن جي وچ ۾ هجي، هن جا ٻئي هٿ عين هن جي ڪلهن جي سامهون هجن، نه ساڄي طرف هجن ۽ نه کاٻي طرف، تسبيح کانپوءِ هيءَ دعا پڙهي، اللهم لک سجدت وبک آمنت ولک اسلمت فسجد وجهي للذي خلقه وصوره وشق سمعه وبصره فتبارک الله احسن الخالقين- حضرت علي عليه السلام جن فرمائن ٿا ته ”رسول الله ﷺ جن سجدي ۾ مٿين دعا پڙهندا هئا“ ۽ جيڪڏهن هي پڙهي سبوح قدوس ربنا ورب الملئکه والروح ته به سنو آهي، حضرت عائشه رضي الله عنها فرمائي ٿي ته رسول الله ﷺ جن سجدي ۾ اها دعا پڙهندا هئا. (حنفي مسلڪ ۾ هي سڀ دعائون پڙهڻ ضروري نه آهن بلڪ مستحب آهن).

سجدي ۾ ٺوڻين کي پنهنجي پاسن کان الڳ رکجي، ان وقت هن جي آڱرين جو رخ قبلي جي طرف هجي ۽ هٿ جون آڱريون آڱوٺي سميت مليل هجن ۽ هو زمين تي پنهنجون ٻانهون نه ڦيلائي ان کان پوءِ تڪبير چوندو مٿو کڻي ۽ پنهنجي کاٻي پير تي ويهي رهي ۽ ساڄي پير کي اهڙي طرح بيهاري جو ان جون آڱريون قبلي جي طرف هجن، هٿن ۽رانن تي اهڙي طرح رکي جو ان ۾ ان جي ملائڻ ۽ کولڻ جي لاءِ ڪو تڪلف نه ڪيو وڃي ان کانپوءِ هي پڙهي، رب اغفرلي وارحمني واهدني واجيرني وعافني واعف عني فرض نمازن ۾ هن استراحت جي جلسي کي ڊگهو نه ڪرڻ گهرجي، البت نفلي نمازن ۾ ان کي جهڙي طرح گهري ڊگهو ڪري ٿو سگهي ۽ ان ۾ رب اغفر وارحم وري وري پڙهي ٿو سگهي. ان کان پوءِ تڪبير چئي ٻيو سجدو ڪري، هن موقعي تي هن طرح وهڻ جو هن جا ٻئي وهڻ وارا پاسا ڪڙين تي رکيا رهن مڪروه آهي. ان کان پوءِ جيڪڏهن ٻي رڪعت لاءِ اٿڻ گهري ته هلڪو استراحت جو جلسو ڪري

(حنفين وٽ هلڪو استراحت جي جلسي جو معمول ڪونهي) ۽ ٻين رڪعتن ۾ بہ ذڪر ڪيل طريقي تي عمل ڪري ان کان پوءِ تشهد ۾ ويهي، جيڪڏهن نماز ۾ معراج جو راز لڪل آهي ۽ هو معراج القلوب آهي تہ تشهد آسماني طبقن جي درجہ بنديءَ وانگر نماز ۾ مختلف هيئتن جي مسافت طي ڪرڻ کان پوءِ ان جي منزل مقصود آهي ان ۾ اتحيات جا لفظ پروردگار عالم تي سلام آهن، ان ڪري نمازيءَ کي هيءَ ذهن نشين رکڻ گهرجي تہ هو ڇا چئي رهيو آهي،هو جنهن سان گفتگو ڪري رهيو آهي ان سان ادب اختيار ڪري ۽ گفتگو ڪرڻ جو طريقو معلوم ڪري ان کان پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن تي سلام موڪلي ۽ ڪين ﷺ پنهنجي قلب جي سامهون رکي ۽ ان کان پوءِ خداوند ڪريم جي سڀني بندن تي سلام موڪلي چنانچہ آسمان ۽ زمين ۾ الله رب العزت جي نيڪ بندن مان ڪو نيڪ بندو اهڙو باقي نہ رهي، پر ان جي طرف روحاني تعلق ۽ فطري خاصيت جي بنياد تي سلام ضرور پهچائي ان وقت هو پنهنجو سڄو هٿ پنهنجي سڄي ران تي رکي ۽ هن جون سڀ آڱريون شهادت جي آڱرين کان سواءِ مليل هجن ۽ جڏهن لا الہ جو لفظ چئي تہ ان موقعي تي شهادت جي آڱر کي کڻي، ڪلمہ نفيءَ جي وقت نہ کڻي هيءَ آڱر بلڪل سڌي نہ اٿي بلڪ ان جو مٿو جهڪيل هجي اهوئي طريقو هن جي خشوع جو آهي ۽ هي انهيءَ ڳالهہ جو دليل آهي تہ قلب جو خشوع هن ڏي سرايت ڪري ويو آهي.

نماز جي آخر ۾ پنهنجي ۽ سڀني مسلمانن جي لاءِ دعا گهري جيڪڏهن امام آهي تہ اڪيلو پنهنجي لاءِ دعا نہ گهري بلڪ پنهنجي ۽ سڀني مقتدين جي لاءِ بہ دعا گهري،چو تہ هي بيدار مغز امام دربان وانگر آهي جيڪو سلطان وٽ هجي ۽ ان جي پويان سڀ ضروتمند هجن هو انهن لاءِ سوال ڪندو ۽ انهن جون ضرورتون پيش ڪندو آهي ان کان

سواءِ سڀ مسلمان ديوار وانگر آهن، جن جو هڪ حصو ٻئي حصي کي مضبوط ٿو ڪري ۽ الله تعاليٰ به مسلمانن جي تعريف هن طرح فرمائي آهي.

| | |
|---|---|
| كَأَنَّهُمْ بُنْيَانٌ مَّرْصُوصٌ | ڄڻ ته هو شيهو پياريل ديوار آهن. |

گذريل ڪتابن ۾ هن امت محمديه ﷺ جي تعريف هن طرح بيان ڪئي ويئي آهي ته انهن جون قطارون نماز ۾ به ائين هونديون آهن جيئن جنگ جي ميدان ۾هونديون آهن.

اسان کي پنهنجي شيخن جي معتبر سند سان معلوم ٿيو آهي ته معن بن عيسيٰ ڪعب الاحبار کان پڇيو تو توهان توريت ۾ رسول ﷺ جن جي تعريف ڪيئن ٿا سمجهو" هن فرمايو ته "اسان انهيءَ ۾ اهو مطالعو ڪيو آهي ته حضرت محمد ﷺ بن عبدالله مڪي معظمه ۾ پيدا ٿيندو ۽ مديني طيبه جي طرف هجرت فرمائيندو ان جي سلطنت شام تائين هوندي هو نه ته فحش ڳالهيون ڪندوءِ نه بازارين ۾ شور ۽ غل مچائيندو ۽ نه وري برائيءَ جو بدلو برائيءَ سان ڏيندو بلڪ درگذر ۽معاف فرمائيندا. سندن ﷺ امت الله تعاليٰ جل شانه جي بي حد حمد ۽ ثنا ڪندي هر خوشيءَ جي حالت ۾ الله تعاليٰ جل جلاله جي تعريف ڪندي، ۽ بلند مقام تي تڪبير چوندي هو وضوءَ ۾ پنهنجا عضوا ڌوئندا ۽ پنهنجي چيلهه سان لونگيون ٻڌندا هو نمازن ۾ اهڙيون صفون قائم ڪندا جيئن ميدان ۾ جنگ لاءِ صفون ٻڌيون آهن مسجد ۾ انهن جي عبادت جا هلڪا آواز ائين ٻڌڻ ۾ ايندا جيئن ماکيءَ جي مکي جي ڀڻڀڻاهٽ ٿيندي آهي ۽ آسماني فضا ۾ انهن جي پڪارڻ واري (بانگي) جو آواز گونجندو.

## شيطان سان جنگ

امام شيطان سان جنگ ڪرڻ ۾ سيني صفن جي اڳيان هوندو

آهي ان ڪري هو ٻين نمازين کان وڌيڪ خشوع اختيار ڪندو آهي ۽ ضروري طور طريقن کي نماز جي ظاهري ۽ باطني ٻنهين حيثيتن ۾ پابندي ڪندو آهي بلڪ هوشيار نمازي ٻه جيتري قدر ظاهري معاملا سرانجام ڏيڻ ۾ پاڻ ۾ متفق هوندا آهن، اهڙي طرح باطني معاملن ۾ ٻه اتفاق ڪندا آهن. جڏهن هو هڪ ٻئي سان تعاون ۽ تائيد ڪندا آهن ته هڪڙي جون تجليون ۽ برڪتون ٻئي ۾ اينديون اهڙي طرح سڄي روءِ زمين جي سيني مسلمان نمازين ۾ اسلام جي روشنيءَ جي ڪري تعاون ۽ دلي اتحاد ملي ٿو. بلڪ هيئن چوڻ گهرجي ته الله تعالىٰ جل شانه پنهنجي فرشتن جي ذريعي انهن جي مدد ٿو فرمائي جيئن هن رسول الله ﷺ جن جي مدد "نشان زده" ملائڪن ذريعي ڪئي هئي. ان ڪري ڪافرن سان جنگ کان وڌيڪ شيطان جي مقابلي ۾ انهن جي مدد جي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري رسول الله ﷺ جن فرمائن ٿا ته" اسين جهاد اصغر کان فارغ ٿي جهاد اڪبر جي طرف واپس آيا آهيون" نه صرف فرشتا انهن سان گڏ آهن بلڪ انهن ئي پاڪ نفسن جي ڪري ڪائنات هلي رهي آهي.

جڏهن ڪير نماز کان فارغ ٿيڻ جو ارادو ڪري ته ساڄي پاسي سلام ورائي پر سلام سان گڏوگڏ نماز کان فارغ ٿيڻ جي ٻه نيت ڪري، فرشتن ۽ موجوده مومن انسانن ۽ جنات کي ٻه سلام موڪلي، سلام جي وقت پنهنجو ڪنڌ ايترو موڙي جو ساڄي پاسي جي ماڻهن کي ان جو منهن نظر اچي، پر ساڄي ۽ کاٻي سلام جي وچ ۾ ڪجهه مفاصلو ضرور رکي،ڇو ته انهن کي ملائڻ جي منع آهي. ملائڻ پنجن جاين تي منع آهي، انهن ۾ ٻن جو صرف امام سان تعلق آهي ۽ اهي هي آهن ته امام قراءت کي تڪبير سان نه ملائي ۽ نه رڪوع کي قرات سان ملائي، مقتدين لاءِ منع آهن، اهي هي آهن ته هو تڪبير تحريمه کي امام جي تڪبير سان نه ملائن ۽ نه پنهنجو سلام امام جي سلام سان ملائن ۽

هڪ شيءِ جو امام ۽ مقتدين ٻنهين سان تعلق آهي اها اها آهي ته فرض جي سلام کي نفل جي سلام سان نه ملايو وڃي.

سلام جي آخري حرف کي ساڪن پڙهيو وڃي ۽ رحمةالله ۾ هه جي حرڪت کي نه ظاهرڪيو وڃي ۽ سلام گهٽو ڇڪي نه پڙهي ان ڪان پوءِ ديني يا دنياوي ڪمن لاءِ جهڙي چاهي دعا گهري نماز جي اندر سلام کان پهريائين به دعا پڙهي ڇو ته هيءَ دعا مقبول ٿيندي آ هي.

## جماعت سان نماز جي فضيلت

بهرحال جنهن پنج وقت نماز جماعت سان پڙهي ته سمجهو ته انهيءَ جهنگلن ۽ سمنڊن کي عبادت سان ڀر ڪري ڇڏيو ڇو ته سيني روحاني مقامات ۽ احوال جو خلاصو پنج وقت جماعت سان نماز آهي اهوئي دين جو اصل روح ۽ مومن جو ڪفارو آهي ان جي ذريعي گناهه به ميٽجي ٿا وڃن جيئن اسان کي پنهنجي شيخن کان معتبر سند سان حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي هيءَ روايت حاصل ٿي آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته پنج ئي نمازون گناهن جو ڪفارو آهن ۽ جيڪڏهن توهان جي دل چاهي ته هيءَ آيت پڙهو" درحقيقت نيڪيون برائين کي پري ٿيون ڪن، هي نصيحت ڪرڻ وارن لاءِ نصيحت آهي. (سورة هود پارو۱۲)

باب ٣٨

# نماز جا طور طريقا ۽ اسرار

نمازيءَ جا بهترين طور طريقا هي آهن ته هن جي دل ۾ ڪنهن به شيءِ جو خيال نه هجي پوءِ پلي گهٽ هجي يا وڏيڪ ڇو ته دانائن دنيا کي ڇڏي نماز کي اختيار ڪيو آهي نه ته دنيا ۽ ان جا ڪم قلب کي پاڻ ڏي مائل ڪري وٺندا آهن ان ڪري انهن غيرت ۾ اچي انهن کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي ان مان انهن جو مقصد خدا وند ڪريم سان مناجات جي مقام جي حفاظت ۽ قربت خداونديءَ جي طرف رغبت آهي اهي پروردگار عالم جا باطني طور مطيع آهن ۽ نماز ۾ بظاهر حاضر هئڻ سان نه صرف ظاهري اطاعت جو اظهار ٿيندو آهي بلڪ اهڙيءَ طرح نماز ۾ همه تن صرف خداوند ڪريم ڏي متوجه ٿي باطني اطاعت جو ثبوت به ڏنو ويندو آهي اهوئي سبب آهي جو بندگان خدا اهو سٺو نه سمجهندا آهن ته ظاهر حاضر هجي ۽ باطن پوئتي رهجي وڃي، اهڙيءَ طرح انهن جي ايمان ۽ اطاعت ۾ خلل ايندو آهي ۽ انهن جي عبادت منقطع ٿي ويندي آهي لهاذا جڏهن نماز شروع ڪئي وڃي ته باطن کي ڪنهن ٻي شيءِ ۾ مشغول رکڻ کان پرهيز ڪئي وڃي.

چون ٿا ته مصلحت انهيءَ ۾ ئي آهي ته نماز کان اڳ انسان پنهنجون ضرورتون رفع ڪري، انهيءَ ڪري چيو ويو آهي ته جڏهن رات جي ماني تيار هجي ۽ عشاءِ جي نماز جو وقت به ٿي وڃي ته عشاءِ جي نماز پڙهڻ کان اڳ کاڌو کائجي . اهڙي طرح جيڪڏهن پيشاب وغيره جي ضرورت هجي ته رفع حاجت ڪرڻ کان سواءِ نماز نه پڙهي ۽

جيڪڏهن جوُاب سوڙهو هجي ته انهيءَ حالت ۾ به نماز نه پڙهي، ڇوته هن جي دل انهيءَ ۾ لڳل رهندي آهي. ان ڪري اهو ڇيو ويو آهي ته جيڪو تنگ ۽ پريشان هجي ان جي ڪا راءِ نه هوندي آهي.

مختصر اهو ته نماز جي سهڻي ڏانو جي تقاضا اها آهي ته انسان اهڙي حالت ۾ نماز نه پڙهي جڏهن جو هن جي باطن جو مزاج اعتدال تي نه هجي، جيئن اسان هاڻي ذڪر ڪيو يا جڏهن جو هو ڪاوڙ وغيره ۾ هجي، حديث شريف ۾ آيو آهي ته" توهان مان ڪير به غصي جي حالت ۾ نماز شروع نه ڪري" ان ڪري اهو مناسب نه آهي ته ڪو شخص مشتبه نماز پڙهي بلڪ مڪمل هيئت اختيار ڪري نماز پڙهڻ گهرجي، ۽ بهترين طريقو هي آهي ته نمازيءَ جا سڀ عضوا پرسڪون رهن ۽ هو هيڏي هوڏي نه ڏسي بلڪ سر جهڪائي نماز پڙهيءَ سڄو هٿ کبي هٿ تي رکي.

## خشوع جي اهميت

هيءَ هيئت ڪيتري عمدي آهي جو هڪ بندو حقير هڪ معزز بادشاه جي سامهون بيٺو هجي، شريعت ۾ نماز جي اندر لڳاتار ٽي دفعا حرڪت جي اجازت آهي، پر اهل همت حضرات بلڪل حرڪت نه ڪندا آهن. مون هڪ دفعي نما ز ۾ هٿ کي حرڪت ڏني هئي ان وقت هڪ نيڪ ماڻهو منهنجي پرسان هو ۽ جڏهن مان نماز مان فارغ ٿيس ته انهيءَ منهنجي ان هٿ جي حرڪت کي ناپسند ڪيو ۽ فرمايو ته "اسان جو طريقو هي آهي ته جڏهن ڪو حق جو بندو نماز ۾ بيهي ته اهو بلڪل ذري جيتري به حرڪت نه ڪري" حديث شريف ۾ آيو آهي ته نماز ۾ ست شيون شيطاني حرڪتون آهن (۱) نڪهري (۲) ننڊ اچڻ (۳) وسوسو (۴) اوٻاسي ڏيڻ (۵) ڪنهڻ (٦) هيڏي هوڏي نهارڻ (۷) ڪنهن شيءِ سان کيڏڻ. ڪن جي ويجهو سهو ۽ شڪ به انهن شين ۾ داخل آهن.

حضرت عبدالله بن عباس رضى الله عنه جن فرمائن ٿا ته "نماز

۾ خشوع هن طرح هوندو آهي تہ نمازيءَ کي پنهنجي ساڄي کاٻي جي خبر نہ هجي" حضرت سفيان رحمہ الله عليہ جن فرمايو آهي تہ " جيڪو خشوع اختيار نہ ٿو ڪري ان جي نماز فاسد ٿي ويندي آهي" ۽ حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنہ جن انهيءَ کان بہ سخت الفاظ فرمايا آهن" جيڪو نماز ۾ پنهنجي ساڄي ۽ کاٻي پاسي کي قصدا سڃاڻي ان جي نماز نہ آهي" هڪ عالم جو قول آهي تہ جيڪو نماز ۾ ڪنهن ديوار يا فرش تي ڪو ڪلمو پڙهي ان جي نماز باطل آهي" هن قول جو سبب اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ هي عمل نماز جي انڪار ۾ شامل آهي، هڪ آيت آهي تہ

| | |
|---|---|
| وَالَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَاتِهِمْ دَآئِمُوْنَ ٥ | هي اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي نماز ۾ "دوام" اختيار ڪندا آهن. |

هن جي تفسير ۾ چيو ويو آهي تہ هن مان مراد عضون جو مطمئن ۽ پرسڪون رهڻ آهي، چون ٿا تہ جڏهن توهان پهرين تڪبير چئو تہ سمجهو تہ الله تعالىٰ جل شانہ توهان جي طرف ڏسي رهيو آهي ۽ هو توهان جي صبر کان واقف آهي ۽ توهان پنهنجي نماز ۾ جنت کي ساڄي طرف ۽ دوزخ کي کاٻي طرف خيال ڪيو.

## آخرت جو ذڪر

هن قسم جي تصور جو اسان انهيءَ لاءِ ذڪر ڪيو جو جڏهن قلب آخرت جي ذڪر ۾ مشغول هوندو تہ ان جا وسوسا دور ٿي ويندا، انهيءَ صورت ۾ هن قسم جو تصور ۽ تخيل دل مان وسوسن کي وساري پري ڪرڻ جو علاج آهي، شيخ سهل رحمہ الله عليہ جن جو قول آهي تہ" جنهن جو قلب آخرت جي ذڪر کان خالي هجي اهو شيطاني وسوسن جو شڪار بڻجي ويندو. پر جنهن جو باطن ڪامل يقين ۽ معرفت جي نور سان معمور هجي تہ ان کي ڪنهن مشاهدي ۽ تصور جي ضرورت نہ آهي.

شيخ ابو سعيد الخراز جو قول آهي تہ "جڏهن ڪير رڪوع ڪري تہ ادب جي تقاضا اها آهي تہ هو رڪوع ۾ اهڙي طرح جهڪي جو هن جو هڪ هڪ جوڙ عرش عظيم جي طرف جهڪيل معلوم ٿئي، هو الله تعاليٰ جل شانہ جي ايتري تہ تعظيم ڪري جو هن جي دل ۾ الله رب العزت ڪان وڏيڪ ڪا بہ شيءِ عظمت واري نہ رهي، هو پنهنجو پاڻ ڪي ايترو تہ حقير سمجهي جو مٽي ۽ ذوڙ ڪان بہ گهٽ ٿي وڃي ۽ جڏهن رڪوع مان مٿو ڪڍي خداوندڪريم جي تعريف ڪري تہ اهو سمجهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ ان ڪي ٻڌي ٿو ۽ هن تي خداوند ڪريم جو خوف ايترو تہ طاري ٿي وڃي جو ان جي ڪري تقريبا ڳرڻ لڳي وڃي. شيخ سراج رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ" جڏهن حق جو بندو تلاوت شروع ڪري تہ ان جا طور طريقا هي آهن جو هو مشاهدو ڪري هن جو قلب اهڙي طرح ٻڌي جڻ تہ هو خداوند ڪريم جي ڪلام ڪي ٻڌي رهيو آهي يا هي تہ هو خداوند ڪريم جي سامهون پڙهي رهيو هجي، صوفين جا طور طريقا هي آهن تہ هو نماز ڪان اڳ مراقبو ڪري ۽ دل جي سيني وسوسن ۽ خيالن ڪان پاڪ ڪري الله ڪان سواءِ هر شيءِ ڪي دل مان فنا ڪري ڇڏيندا آهن، چنانچہ هو الله جل جلالہ جي اڳيان حضور قلب سان نماز لاءِ بيهندا آهن تہ ائين ،علوم ٿيندو آهي تہ جڻ تہ هو هڪ نمازڪان پوءِ ٻي نماز جي لاءِ بيٺا آهن پنهنجي نفس ۽ عقل سان گڏ جن ڪي وٺي هو نماز ۾ شامل ٿين ٿا. روئندا آهن ۽ جڏهن نماز ڪان فارغ ٿيندا آهن تہ حضور قلب جي انهيءَ ئي حالت جي طرف واپس ٿي ويندا آهن ۽ ائين معلوم ٿيندو آهي تہ جڻ هو هميشہ نماز جي حال ۾ رهندا هجن، اهي ئي نماز جا سهڻا ڏانو آهن.

چون ٿا تہ ڪي ماڻهو ايترو تہ استغراق جي حالت ۾ رهندا آهن جو انهن ڪي تعداد ياد نہ رهندو آهي انهيءَ صورت ۾ انهن جو هڪ ساٿي ڳڻيندو رهندو آهي تہ هن ڪيتريون رڪعتون پڙهيون.

نماز جا چار شعبا آهن (١) محراب ۾ جسم جو حاضر ٿيڻ (٢) خدا وند ڪريم جي سامهون هوش ۽ حواس صحيح رکڻ (٣) بلاشبه قلب جو خشوع (۴) خضوع ارڪان

## حضور قلب جي اهميت

چنانچہ حضور قلب جي موقعي تي حجاب ڪڇي ويندو آهي ۽ عقل وهوش جي حاضر ٿيڻ تي عتاب پري ٿي ويندو آهي. حضورنفس جي موقعي تي دروازا کلي ويندا آهن ۽ارڪانن ۾ خضوع جي موقعي تي ثواب ملندو آهي، پر جيڪو حضور قلب کان سواءِ نماز پڙهي ٿو اهو بي پرواه نمازي آهي ۽ جيڪو عقل جي حضور کانسواءِ نماز ادا ٿو ڪري اهو غافل نمازي آهي، ۽ جيڪو ارڪانن جي خشوع کانسواءِ نماز پڙهي اهو بدتميز نمازي آهي ۽ جيڪو مٿين وصفن جي ماتحت نماز پڙهي اهو ڪامل نمازي آهي.

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ” جڏهن بندو خداوند ڪريم جي طرف دل سان ڌيان ڏئي ۽ سراپا چشم وگوش بنجي فرض نماز ادا ٿو ڪري تہ اهو نماز کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ گناهن کان ائين پاڪ ۽ صاف ٿي ٿو وڃي جيئن پيدائش جي موقعي تي هو. درحقيقت الله تعاليٰ جل شانہ منهن هٿ ۽ پير ڌوئڻ (يعني وضو ڪرڻ) جي ڪري هن جا سڀ گناه معاف ڪري ٿو ڇڏي، ايتريقدر جو جڏهن هو نماز پڙهندو آهي تہ ان تي گناه جو ڪو بار باقي نہ رهندو آهي“

## نماز جي چوري

رسول الله ﷺ جن جي روبرو چوريءَ جو ذڪر ڪيو ويو تہ پاڻ ﷺ پڇيو تہ” ڪهڙي قسم جي چوري سڀ کان خراب آهي؟“ ماڻهن عرض ڪيو تہ” الله جل شانہ ۽ ان جو رسول ﷺ بهتر ڄاڻن ٿا“ فرمايائون تہ ”سڀ کان خراب چوري هيءَ آهي جو نماز جي چوري ڪئي وڃي“ انهن عرض ڪيو تہ” نماز جي چوري ڪيئن ٿيندي آهي؟“ پاڻ ﷺ جن فرمايو

تہ (اها چوري هيءَ آهي) تہ نمازي پنهنجي رڪوع، سجدن ۽ قرات جي تڪميل نہ ڪري ۽ نہ ان ۾ خشوع هجي"

حضرت ابو عمرو بن العلارحمه الله عليه کي هڪ دفعي امامت لاءِ چيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ "مان امامت جي لائق نہ آهيان" جڏهن ماڻهن گهڻو اصرار ڪيو تہ هن تڪبير چئي ان وقت کين بيهوشي طاري ٿي ويئي ان کان پوءِ انهن هڪ ٻئي امام کي اڳيان ڪيو، جڏهن هوش ۾ آيا تہ اصل حقيقت پڇي ويئي فرمايائون تہ"جڏهن مون چيو تہ سڌا ٿي وڃو" تہ هاتف آواز ڏنو تہ ڇا تون بہ الله تعاليٰ جل شانہ سان سڌو ٿيو آهين؟"

## نماز جا سهڻا طريقا ۽ ان جو اثر

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن حق جو بندو چڱي طرح وضو ڪري وقت تي نماز پڙهي ٿو ۽ رڪوع ۽ سجدن کي انهن جي وقتن تي چڱي طرح ادا ٿو ڪري تہ نماز چوندي آهي تہ "الله جل شانہ تنهنجي حفاظت ڪري جهڙي طرح تو منهنجي حفاظت ڪئي آهي" ان کان پوءِ هوءَ پنهنجي نور کي وٺي مٿي ويندي آهي ۽ آسمان تي پهچڻ کان پوءِ هوءَ الله رب العزت وٽ وڃي پنهنجي نمازيءَ جي سفارش ڪند ي آهي، پر جڏهن خراب نماز پڙهندو آهي تہ هوءَ چوندي آهي تہ" خدا جل شانہ تنهنجي ستيا ناس ڪري جيئن تو منهنجي ستيا ناس ڪئي آهي ان کان پوءِ هوءَ اونداهيءَ کي وٺي مٿي ويندي آهي ايتريقدر جو آسمانن جي دروازن وٽ وڃي بند ٿي ويندي آهي پوءِ ان کي پراڻي ڪپڙي وانگر ويڙهي نمازي جي منهن تي هنيو ويندو آهي.

شيخ ابو سليمان الداراني رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ " جڏهن حق جو ٻانهو نماز ۾ بيهندو آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ فرمائيندو آهي تہ" منهنجي ۽ منهنجي ٻانهي جي وچ مان حجاب ڪٽي ڇڏيو" ۽ جڏهن هو هيڏي هوڏي ڏسندو آهي تہ خداوند ڪريم فرمائيندو آهي تہ"

هن حجاب کي منهنجي ۽ هن جي وچ ۾ وري آڻيون، ۽ هن کي پنهنجي پسنديده شيءِ جي لاءِ آزاد ڇڏي ڏيو".

شيخ ابوبڪر الوراق فرمائن ٿا تہ" ڪنهن وقت مان ٻہ رڪعتون نماز پڙهندو آهيان ۽ جڏهن فارغ ٿيندو آهيان تہ مان خداوند ڪريم کان اهڙو تہ شرمائيندو آهيان جيئن اهوماڻهو شرمائي جيڪو زنا کان فارغ ٿيو هجي" هن جي هن قول مان سندن زبردست ادب جو پتو ٿو پوي ۽ حقيقت اها آهي تہ جيتري قدر انسان کي قرب الاهي حاصل ٿيندو اوتري قدر هو نماز ۽ ادب جو گهڻو خيال ڪندو.

حضرت موسيٰ ڪاظم بن جعفر رضي الله عنه جن کي چيو ويو تہ" ماڻهن نماز جي سامهون لنگهي توهان جي نماز خراب ڪري ڇڏي آهي" فرمايائون تہ اها ذات ڪريم جنهن جي لاءِ مان نماز پڙهي رهيو آهيان انهيءَ شخص کان وڌيڪ قريب آهي جيڪو منهنجي سامهون گذري ويو. " چون ٿا تہ امام زين العابدين علي بن الحسين رضي الله عنه جن جڏهن نماز جي لاءِ وڃڻ جو ارادو فرمائيندا هئا تہ ان وقت سندن منهن مبارڪ جو رنگ ايترو تہ بدلجي ويندو هو جو سڄاڻپ ۾ نہ ايندا هئا جڏهن ڪائڻ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ ڇا توهان کي خبر نہ آهي تہ ڪنهن جي سامهون بيهڻ جو ارادو ٿو ڪريان؟"

حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "ڪنهن حق جي بندي جي حساب ۾ اهائي نماز لکي ويندي آهي جيڪا هو سمجهي پڙهندو آهي." ٻي جاءِ تي پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ" توهان مان ڪي ماڻهو مڪمل نماز پرهندا آهن ۽ ڪي صرف نماز جو اڌ، ٽيون حصو، چوٿون ۽ پنجون حصو پڙهندا آهن ايتري قدر جو ڏهين حصي جي بہ نوبت اچي ويندي آهي."

## فرض ۽ نفل نمازون

شيخ خواص رحمه الله عليه جن جو قول آهي تہ "ماڻهو کي

گهرجي تہ پنهنجي فرضن جي گهٽتائيءَ کي پوري ڪرڻ لاءِ نفلن جي نيت ڪري جيڪڏهن هن نيت نہ ڪئي تہ ان مان ڪجهہ بہ حساب ۾ شامل نہ ٿيندو اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ نفلن کي ان وقت تائين قبول نہ ٿو فرمائي جيستائين فرض نمازون اداٰ نہ ڪيون وڃن (اهڙي موقعي تي) الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ” تنهنجو مثال انهيءَ خراب بندي وانگر آهي جيڪو فرض ادا ڪرڻ کان اڳ تحفا موڪلڻ شروع ڪري. ” ماٺهو الله تعاليٰ جل شانہ کان ٻن ڳالهين جي ڪري پري ٿي ويا آهن، پهرين اها تہ هو نفلن کي طلب ڪن ٿا پر فرض بري طرح ادا ٿا ڪن ٻيو اهو تہ ظاهري عضون سان نيڪ ڪم ڪندا آهن پر پنهنجي اندر سچائي ۽ خلوص پيدا نٿا ڪن حالانڪ الله جل جلالہ حق ۽ صداقت کانسواءِ ڪو بہ عمل قبول نہ ٿو ڪري.

## خشوع وخضوع

نماز ۾ اکين بند ڪرڻ کان اکيون کولڻ بهتر آهي پر جيڪڏهن نظر جي منتشر ٿيڻ سبب خيال بہ منتشر ٿيڻ لڳن تہ پوءِ خشوع پيدا ڪرڻ لاءِ اکين کي بند رکي ٿو سگهجي، جيڪڏهن نماز ۾ اوٻاسي اچي تہ جيتري قدر ٿي سگهي چپ بند ڪري ڇڏجن، ڪاڏيءَ کي سيني سان نہ لڳايو وڃي ۽ نماز ۾ ڪنهن ٻئي کي تڪليف نہ پهچائجي. چون ٿا تہ جڏهن ڪنهن کي تڪليف پهچائي وڃي تہ تڪليف پهچائڻ واري جي نماز ضايع ٿي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي تہ جيڪڏهن ڪير پهرين صف کي ان لاءِ ڇڏي ڏئي تہ ان جي ڪري ماڻهن کي تڪليف پهچندي ۽ ٻي صف ۾ بيهي رهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ پهرين صف وارن جي ثواب کي گهٽ ڪرڻ کانسواءِ انهيءَ کي پهرين صف جو ثواب عطا فرمائيندو.

چون ٿا تہ جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام نماز لاءِ بيهندا هئا تہ سندن دل جي ڌڙڪڻ جو آواز هڪ ميل جي فاصلي تي ٻڌڻ ۾ ايندو هو حضرت عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ رسول الله ﷺ جن

جي سيني مبارڪ مان اهڙو آواز نڪرندو هو جيئن ديڳڙيءَ ۾ اٻرڻ وقت هوندو آهي ايتري قدر جو اهو آواز مديني منوره جي ڪيترين گهٽين تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هو.

حضرت جنيد رحمه الله عليه جن کان پڇيو ويو ته نماز جا فرض ڪهڙا آهن؟" فرمايائون ته دنياوي تعلقات کي منقطع ڪرڻ، يڪسوئيءَ الله تعاليٰ جل شانه جي سامهون (دل ۽ جسم جو) حاضر رهڻ.

حضرت حسن عليه السلام جن جو قول آهي ته توهان کي پنهنجي مذهب جي ڪهڙي شيءِ عزيز آهي، جڏهن جو نماز جي توهان جي روبرو اها بي قدري آهي"چون ٿا ته الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي هڪ پيغمبر عليه السلام تي هي وحي نازل فرمايو ته جڏهن تون نماز پڙهين ته مون کي پنهنجي قلب جو خشوع پنهنجي بدن جي نيازمندي ۽ پنهنجي اکين جا ڳوڙها نذر ڪر ان وقت مان تنهنجي قريب ٿي ويندس."

حضرت ابو الخير الاقطع رحمه الله عليه جن فرمايو ته مون رسول الله ﷺ جن جي خواب ۾ زيارت ڪئي ۽ عرض ڪيم ته" يا رسول الله ﷺ توهان مون کي هدايت فرمايو. پاڻ ﷺ جن فرمايو ته نماز جي پابندي ڪيو، ڇو ته مون به جڏهن الله تعاليٰ جل شانه کان ڪنهن هدايت جي درخواست ڪئي هئي ته هن جل شانه مون کي نماز جي هدايت ڪئي هئيءَ فرمايو هو ته مان نماز جي حالت ۾ تنهنجي قريب تر آهيان."

## مشائخن جي نماز

هڪ دفعي محمد بن يوسف الفرغاني رحمه الله عليه جن ڏٺو ته شيخ حاتم الاصم ماڻهن کي واعظ فرمائي رهيو هو.پاڻ فرمايائون ته اي حاتم! مان ڏسان ٿو ته تون ماڻهن کي وعظ فرمائي رهيو آهين. پر ڇا تون چڱي طرح نماز به پڙهي ٿو سگهين؟ حاتم فرمايو، ها پاڻ پڇيائون تون ڪيئن نماز پڙهندوآهين؟ فرمايائين ته مان حڪم سان اٿندو آهيان. خوف سان هلندو آهيان. جلال ۽ هيبت سان داخل ٿيندو آهيان. عظمت

الاهيءَ سان منهنجي تڪبير ٻڌندي آهي سڻي آواز سان منهنجي قرات ٻڌندي آهي، ۽ خشوع سان رڪوع ڪندو آهيان ۽ تواضع سان سجدو ڪندو آهيان. تشهد جي وقت مڪمل طريقي سان وهندو آهيان، ۽ نيت جي مطابق سلام ورائيندو آهيان ۽ ان ڪان پوءِ نماز خداوند ڪريم جي سپرد ڪندو آهيان پر زندگيءَ ۾ ان جي حفاظت ڪندو آهيان ۽ پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪندو آهيان ته مون پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي ڪئي. مون کي انديشو هوندو آهي ته شايد منهنجي نماز قبول نه ٿئي ان جي باوجود مون کي اها به توقع هوندي آهي ته شايد نمازقبول ٿي وڃي، اهڙي طرح اميد ۽خوف جي وچ ۾ رهندو آهيان، جنهن مون کي نماز سيکاري ان جو شڪر گذار آهيان ۽ جيڪو مون ڪان پڇي ان کي مان سيکاريان ٿو ۽ منهنجو پروردگار عظيم جڏهن مون کي هدايت فرمائيندو آهي ته مان سندس جل شانه جو حمد ڪندو آهيان. محمد بن يوسف اهوبڌي فرمايو ته" تو جهڙو ماڻهو واعظ ڪرڻ جو لائق آهي"

الله تعاليٰ جل شانه فرمايو ته" جڏهن توهان نشي ۾ هجو ته نماز جي ويجهو نه وڃو" هن جي وضاحت ۾ ڪن حضرات فرمايو آهي ته هن (نشي) مان مطلب دنيا جي محبت آهي ۽ ڪن انهيءَ کي دنيا جوفڪر چيو آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" جنهن ٻه رڪعتون نماز چڱي طرح پڙهي جوپنهنجي اندرڪنهن به دنياوي ڳالهه جو تصور نه ڪري ته الله تعاليٰ جل شانه ان جا گذريل گناهه معاف فرمائي ٿو ڇڏي" نماز پوري مسڪيني، تواضع، گڙگڙائڻ، خداوند ڪريم جو قرب ۽هيئي هٽ ڪٽي الله الله ڪرڻ آهي. جيڪو شخص ائين نه ڪري ان جي نماز ناقص آهي"

هي به منقول آهي ته جڏهن مومن نماز جي لاءِ وضو ڪري ٿو ته شيطان ان جي خوف ڪان زمين جي پر پاسي ۾ پري هليو ٿو وڃي، ڇوته هو شهنشاهه عالم (الله) جل شانه ڏي وڃڻ جي تياري ٿو ڪري جڏهن هو تڪبير ٿو چوي ته ابليس ان ڪان لڪي ٿو وڃي، بلڪ ان جي ۽ مؤمن جي

وچ ۾ پڙدا وڌا ويندا آهن ۽ ان جي ڪري هو ان ڏي نه ٿو ڏسي سگهي، پر خداءِ جبار ان جي سامهون هوندو آهي،چنانچه جڏهن هو الله اڪبر چوندو آهي ته فرشتو هن جي دل ۾ نهاريندو آهي. جيڪڏهن هن جي دل ۾ الله تعاليٰ جل شانه کان وڌي ٻي ڪا شيءِ نه هوندي آهي، ته هو فرشتو چوندو آهي ته تون سچ ٿو چئين الله تعاليٰ جل شانه تنهنجي قول (الله اڪبر) جي مطابق تنهنجي دل ۾ موجود آهي." ان کان پوءِ ان جي قلب مان نوراني شعاع نڪري ملڪوت عرش تائين پهچي ويندا آهن ۽ انهيءَ نور جي ذريعي ان تي آسمانن ۽ زمينن جو عالم ملڪوت منڪشف ٿي ويندو آهي۽ انهيءَ نور جي اندر ان جي لاءِ نيڪيون لکيون وينديون آهن.

## غافل جي نماز

جڏهن جاهل ۽ غافل انسان نماز جي لاءِ اٿي بيهندو آهي ته شيطان ان تي اهڙي طرح لامارا ڏيندا آهن، جيئن مکيون ماکيءَ جي قطري تي گڏ ٿينديون آهن، جڏهن هو تڪبير چوندو آهي ته الله تعاليٰ جل شانه هن جي دل ۾ نهاريندو آهي جيڪڏهن ان جي دل ۾ الله رب العزت کان وڌيڪ ڪا شيءِ هوندي آهي ته هو هن کي چوندو آهي ته" تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين تنهنجي دل ۾ الله رب العزت سيني کان وڌو نه آهي، جيئن تون چئين ٿو" ان وقت ان جي دل مان هڪ وسوسو نڪرندو آهي جيڪو آسمان تائين پهچي هن جي قلب جي لاءِ عالم ملڪوت جي رستي ۾ حجاب بنجي ويندو آهي. هي حجاب سخت هوندو آهي بلڪ شيطان هن جي قلب کي گهيرو ڪري ان ۾ برابر ڦوڪيندو ۽ دم ڪندو رهندو آهي هن ۾ وسوسا وجهي انهن کي خوشنما ڏيکاريندو رهندو آهي ايتري قدر جو جڏهن هو نماز کان فارغ ٿيندو آهي ته ڪجهه نه سمجهندو آهي ته ان ۾ ڇا هو. حديث شريف ۾ آهي ته "جيڪڏهن شيطان آدم عليه السلام جي اولاد جي دلين تي لامارا نه ڏيندا هجن ها ته هو آسمان

جي عالم ملڪوت کي ضرور ڏسن ها"

## آسماني قلب

بهرحال اهي پاڪيزه قلب جن جو اصلاح جسم جي اصلاح جي ڪري تي چڪو آهي. آسمان ۾ داخل ٿي ويندا آهن، جهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانه آسمان کي شيطان جي تصرف کان پاڪ ڪري رکيو آهي ساڳي طرح آسماني قلب به شيطان جي هٿ چراند کان محفوظ رهندو آهي.پر نفساني وسوسا باقي رهندا آهن، جيڪي آسمان جي بند قلعي جي باوجود منقطع نہ ٿا ٿين ان وقت شيطاني تصرف منقطع ٿي ويندو آهي. پر مقربين بارگاهہ جا قلب درجي به درجي مقامات قرب جي طرف وڌندا رهندا آهن ته هر آسماني طبقي ۾ نفس جي ڪجهه نہ ڪجهه اونداهي پوئتي ڇڏيندا ويندا آهن، ۽ ان جي مطابق نفساني وسوسا بہ گهٽ ٿيندا ويندا آهن،ايتري قدر جو جڏهن هو سيني آسمانن مان لنگهي عرش جي سامهون پهچي ويندا آهن ته عرش جي تيز روشنيءَ جي سامهون سڀ نفساني وسوسا بلڪل فنا ٿي ويندا آهن يعني نفس جون تاريڪيون قلب جي نور ۾ اهڙي طرح غائب ٿي ونديون آهن، جهڙي طرح رات ڏينهن ۾ غائب ٿي ويندي آهي،هن مقام تي پهچڻ کان پوءِ نماز جي طور طريقن جا سڀ حق مڪمل ادا ٿيندا آهن. اسان هر نماز جا جيڪي طور طريقا ذڪر ڪيا آهن،اهي گهٽان گهٽ آهن نماز جو شان اسان جي بيان کان گهڻو وڌيڪ وڌو آهي ۽ مڪمل آهي. پر اهي ماڻهو غلطيءَ تي آهن جيڪي اهو خيال ٿا ڪن ته نماز جي ڪهڙي ضرورت آهي،اهڙي طرح اهي گمراهيءَ جي رستن تي هلي باطل خيالن جي طرف مائل آهن ۽ سيني رسمن ۽ حڪمن کي مٽائي حلال ۽ حرام کان انڪار ڪري رهيا آهن.

هڪ ٻي جماعت اهڙو مسلڪ اختيار ڪيو آهي جنهن سان انهن کي روحاني نقصان پهتو، ان جي باوجود هو گمراهيءَ کان محفوظ

آهن،اهي فرض نمازن جو تہ اقرار ڪن ٿا،پر نفلن جي فضيلت کان منڪر آهن انهن گهٽ درجي جي روحاني حال تي رهي عملن جي فضيلت کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي، انهن کي معلوم ناهي تہ الله جل شانه جي هر هيئت ۽ هر حرڪت ۾ اهي اسرار ۽ حڪمتون لڪل آهن جيڪي ذڪرن جي ڪنهن شيءِ ۾ موجود نہ آهن.

احوال ۽ اعمال روح ۽ جسم وانگر آهن. جيستائين انسان دنيا ۾ موجود هجي، ان وقت تائين ان جو عملن کان منهن ڦيرائڻ سراسر سرڪشي آهي، ڇو تہ عمل روحاني احوال سان پاڪيزه ٿي ويندا آهن تہ "احوال" بہ عملن جي ذريعي وڌن ويجهن ٿا.

باب ٣٩

# روزي جي فضيلت ۽ ان جا نيڪ اثر

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ” صبر ايمان جو نصف حصو آهي ۽ روزو صبر جو اڌ حصو آهي. انسان جو هر عمل ظلمن جي بدلي ۾ هليو ويندو آهي، پر روزو ڪنهن جي بہ بدلي ۾ ضايع نہ ٿيندو آهي خداوند تعاليٰ جل شانہ قيامت جي ڏينهن اهو فرمائيندو تہ:

”روزي جو مون سان تعلق آهي ان جي ذريعي ڪير بہ پنهنجو بدلو نہ وٺي سگهندو“

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ” روزو منهنجي لاءِ آهي ان ڪري مان ئي ان جو بدلو ڏيندس“ روزي کي خداوند ڪريم پنهنجي طرفان ڪري منسوب ڪيو آهي تہ ان ۾ خداوند ڪريم جو شان بي نيازي ۽ صمديت ملي ٿي ۽ هي هڪ اهڙو لڪل عمل آهي،جنهن سان الله جل شانہ کانسواءِ ٻيو ڪير بہ واقف نہ ٿي سگهندو، ان ڪري ڪن صاحبن قرآن ڪريم جي لفظ ”السائحون“ مان مطلب روزي دار ورتو آهي، ڇو تہ روزيدار پنهنجي بک ۽ اڃ جي ذريعي الله جل شانہ جي طرف سير سياحت ڪندا آهن، ٻئي مقام تي ارشاد خداوندي آهي تہ:

| | |
|---|---|
| اِنَّمَا يُوَفَّي الصَّابِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ (پ٢٣ زمر٢) | بي شڪ صبر ڪرڻ وارن کي بي حساب پورو پورو بدلو ڏنو ويندو. |

هن جي تفسير ۾ بزرگن هي چيو آهي تہ هن مان مراد روزيدار آهن،ڇو تہ صبر روزي جو ٻيو نالو آهي،لهاذا روزيدارن کي اندازي کانسواءِ گهڻو ثواب ملندو، ٻي آيت آهي تہ:

فَلَا تَعۡلَمُ نَفۡسٌ مَّآ اُخۡفِيَ لَهُمۡ مِّنۡ قُرَّةِ اَعۡيُنٍ جَزَآءً بِمَا كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ (پ٢١ سجده)

ڪو نفس نہ ٿو ڄاڻي تہ ان لاءِ اکين جي ٺڌڪ ڪهڙي ٿڌاڻ لڪل رکي وئي آهي، جيڪي ڪجهہ هو ڪندا هئا، هي ان جو بدلو آهي.

هن جي وضاحت ۾ ڪن بزرگن جو خيال آهي تہ انهن جو هي عمل روزو آهي، شيخ يحييٰ بن معاذ جو قول آهي تہ "جڏهن مريد گهٽي کائڻ ۾ مبتلا ٿي وڃي تہ فرشتا شفقت جيڪري ان تي ڳوڙها ڳاڙيندا آهن ۽ جيڪو کائڻ جي حرص ۾ مبتلا ٿي ويو تہ اهو شهرت جي باهہ ۾ سڙي ويو،ڇو تہ آدم عليه السلام جي اولاد جي نفس ۾هڪ هزار قسم جون برائيون آهن. ۽ اهي سڀ شيطان جي هٿ ۾ لٽڪيل آهن، لهاذا جڏهن انسان پيٽ کي بکيو ٿو رکيءِ پنهنجي نڙيءَ کي روڪي پنهنجي نفس جي رياضت ڪندو آهي تہ اهي سڀ جزا خشڪ ٿي ويندا آهن يا بک جي باهہ ۾ سڙي ويندا آهن، ان وقت شيطان هن جي پاڇي کان پڄي ويندو آهي. مگر جڏهن هو پيٽ پريندو آهي ۽ پنهنجي نڙيءَ کي لذتن جي شهوتن ۾ آزاد ڇڏي ڏيندو آهي تہ اهي جزا تر ٿي ويندا آهن.

پيٽ پرڻ نفس جي هڪ اهڙي نهر آهي جنهن تي شيطان جو گذر ٿيندو آهي ۽ بک روح جي اها نهر آهي جنهن تي فرشتن جو نزول ٿيندو آهي، ان ڪري ننڊ ۾ پيل بکئي انسان کان بہ شڪست کائي ويندو آهي، جيسين هو عبادت جي لاءِ اٿي، پر پيٽ پريل انسان سان هو بغل گير ٿيندو آهي چاهي هو عبادت ۾مصروف بيٺل ئي ڇو نہ هجي،پر جيڪڏهن ستل هجي تہ نہ معلوم ڇا حال ٿئي لهاذا هڪ سچو مريد نفس جي کائڻ پيئڻ جي طلب تي خداوند ڪريم جي سامهون فرياد ڪندو آهي.

# بزرگن جو فقر وفاقو

هڪڙو ماڻهو شيخ طيالسي رحمه الله عليه جن وٽ آيو پاڻ ان وقت سڪل مانيءَ کي پاڻيءَ ۾ پجائي لوڻ سان کائي رهيا هئا انهيءَ شخص چيو ته"توهان کي هن ڏي ڪيئن رغبت ٿيندي هوندي؟ فرمايائون ته "مان کائڻ کي ايتري عرصي تائين ڇڏي ڏيندو آهيان جو مون کي پوءِ ان جي رغبت ٿي ويندي آهي" جيڪو کائڻ پيئڻ ۽ فضول خرچ ٿو ڪري ان کي جلد ئي ذلت ۽ خواري آخرت کان اڳ ئي دنيا ۾ حاصل ٿيندي آهي، ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته" اهو وڏو دروازو جنهن جي ذريعي خداوند ڪريم جي بارگاهه ۾ داخلا ملندي آهي، غذا کي ترڪ ڪرڻ آهي.

شيخ بشر رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته" بک دل کي صاف ۽ خواهش کي مردو ڪندي آهي ۽ دقيق علم سيکاريندي آهي، شيخ ذوالنون مصري رحمه الله عليه جن فرمايو ته" جڏهن مون پيٽ پري ڪاڏو ڪاڏو ۽ ڍءُ ڪري پاڻي پيتم ته مون ضرور الله جل شانه جي نافرماني ڪئي، يا ان جو ارادو ڪيو" حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنها فرمائي ٿي ته" اسان تي انهيءَ حالت ۾ مهينو يا اڌ مهينو گذري ويندو هو جو اسان جي گهر ۾ ڏيو ٻارڻ يا ٻئي ڪم جي لاءِ باهه نه ٻرندي هئي" حضرت قاسم بن محمد رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته مون چيو" سبحان الله! پوءِ توهان ڪيئن گذر سفر ڪندا هئا؟ فرمايائون ته ڪجور ۽ پاڻيءَ تي ۽ ان کان سواءِ اسان جي انصار پاڙيسرين وٽ خدا وند ڪريم انهن جو پلوڪري کير ڏيڻ واريون ڏاچيون هونديون هيون ڪنهن ڪنهن وقت اهي به مدد ڪندا هئا."

هڪ دفعي حضرت حفصه بنت عمر رضي الله عنه پنهنجي والد کي چيو ته الله تعاليٰ جل شانه هاڻي رزق کي وسيع ڪري ڇڏيو آهي، لهاذا توهان کائڻ جي موجوده مقدار کي وڌايو ۽ پنهنجي

(معمولي) ڪپڙن کان وڌيڪ لباس پايو" ان تي پاڻ فرمايائون تہ مان انهيءَ جو جواب توکان ئي طلب ٿو ڪيان،ڇا رسول الله ﷺ جن جو اهو حال نہ هو پاڻ اهي الفاظ ڪيترا دفعا چيائون، ان تي هوءَ روئڻ لڳي، پوءِ حضرت عمر رضي الله عنہ جن فرمايو تہ مان توکي آگاھ ٿوڪيان تہ مان رسالت ماب ﷺ جن جي سخت زندگيءَ ۾ شريڪ رهندس شايد مون کي ان جي بدلي آخرت ۾ آسائش جي زندگي نصيب ٿئي" انهن جي ئي هڪ فرد جو قول آهي تہ" جڏهن مون اٿو ڇاٽيو تہ اهو انهن جي حڪم جي خلاف هو".

حضرت عائشہ رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ "رسول الله ﷺ جن ڪڏهن بہ لڳاتار ٽي ڏينهن ڪڻڪ جي مانيءَ سان ڍءُ ڪري نہ کاڌو، ايتري قدر جو پاڻ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو فرمائي ويا. جيڪڏهن توهان هميشہ ملڪوت جو دروازو کڙڪائيندا رهو تہ اهو توهان لاءِ کلي ويندو" ماڻهن عرض ڪيو تہ" اسين اهو ڪم ڪيئن ڪيون؟ پاڻ جواب ڏنائون تہ بک ۽ اڃ سان".

هڪ دفعي ابليس حضرت يحيىٰ بن ذڪريا جي سامهون ظاهر ٿيو، هن وٽ گهڻا ڦندا هئا، پاڻ پڇيائون تہ هي ڇا آهي؟ هن چيو تہ هي خواهشون آهن، جن ۾ آدم عليہ السلام جي اولاد کي ڦاسائيندو آهيان،حضرت يحيىٰ چيو تہ ڇا مون کي بہ ڪنهن خواهش ۾ مبتلا ڏسين ٿو؟ هن چيو تہ نہ سواءِ انهيءَ جي جو هڪ رات تو پيٽ ڀريو هو ان وقت مون توکي نماز ۽ ذڪر کان غافل ڪري ڇڏيو هو" پاڻ فرمايائون تہ پوءِ مان ڪڏهن بہ پيٽ ڀري نہ کائيندس" ان تي ابليس چيو " تہ پوءِ مان بہ ڪڏهن ڪنهن سان خيرخواهي جي ڳالهہ نہ ڪندس."

شيخ شفيق رحمہ الله عليہ جو قول آهي تہ عبادت بہ هڪ پيشو آهي ان جو دوڪان اڪيلائي ۽ ان جو سامان بک آهي. حضرت لقمان پنهنجي پٽ کي فرمايو تہ جڏهن پيٽ ڀريل هوندو آهي تہ فڪر جي قوت

نندڙ ۾ ۽ حڪمت گونگي ٿي پوندي آهي. ۽ عضوا عبادت ڪرڻ ڪان ويهي رهندا آهن."

شيخ حسن رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته"ٻه ٻوڙ گڏ نه ڪندا ڪيو،ڇو ته اهومنافقن جو ڪاڏو آهي" ٻئي هڪ بزرگ جو قول آهي ته "مان اهڙن زاهدن ڪان خداوند ڪريم جي پناهه ٿوگهران جن جي معدن کي رنگارنگ ڪاڌن خراب ڪري ڇڏيو هجي". لهاذا هڪ مريد جي لاءِ مڪروهه آهي ته هو لڳاتار چئن ڏينهن ڪان وڌيڪ روزي ڪان سواءِ رهي،ڇو ته ان وقت نفس پنهنجي عبادت جي طرف واپس ٿو ٿئي ۽ هن جي خواهش وسيع ٿي ٿئي، دنيا توهان جو پيٽ آهي جيترو توهان جو پنهنجي پيٽ جو زهد هوندو اوتري قدر توکي زاهد سمجهيو ويندو. رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته" ماڻهوءَ ڪو ٻه اهڙو ٿانو نه ڀريو جيڪو پيٽ ڪان وڌيڪ وڏو هجي،حالانڪ آدم عليه السلام جي اولاد لاءِ چند لقما ڪافي آهن جيڪي هن جي چيلهه کي سڌو رکي سگهن، جيڪڏهن تمام گهڻو ضروري هجي، ته ٽيون حصو کاڌي لاءِ رهي هڪ حصو پاڻيءَ لاءِ ۽ هڪ حصو ساهه کڻڻ لاءِ"

شيخ فتح موصلي رحمه الله عليه جن فرمائين ٿا ته"مون ٽيهن مشائخن جي صحبت اختيار ڪئي،جڏهن انهن ڪان فارغ ٿيس ته هر هڪ مون کي اها هدايت ڪئي ته ننڊي عمر وارن ڇوڪرن جي صحبت ترڪ ڪر ۽ گهٽ کاءُ".

باب ۴٠

# روزي ۽ افطار جا مختلف طريقا

ڪي مشائخ هميشہ سفر ۽ حضر ۾ روزو رکندا آهن. ايستائين جو هو خداوند ڪريم سان وڃي مليا، شيخ ابوعبدالله بن جبار رحمہ الله عليه پنجاهہ سال کان وڌيڪ عرصي تائين روزا رکيا، هو سفر ۽ حضر ۾ ڪڏهن بہ افطار نہ ڪندا هئا. هڪ ڏينهن سندن ساٿين گهڻو زور وڌو تہ پاڻ افطار ڪيائون پر ان ڪري ڪيترا ڏينهن بيمار رهيا.

جڏهن مريد ڪي نظر اچي تہ هن جي قلب جو اصلاح لڳاتار روزا رکڻ ۾ آهي تہ هو لڳاتار روزا رکي ۽ افطار جي لاءِ بہ گنجائش رکي انهيءَ سان هن جي مقصد ڪي چڱي طرح مدد ملندي.

حضرت ابو موسيٰ الاشعري جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو هميشہ روزو رکي جهنم ان تي تنگ ڪيو ويندو پاڻ ﷺ نوي (٩٠) جو عقد ڪري ٻڌايائون تہ ان جي لاءِ جهنم ۾ ذري جيتري بہ جڳهہ نہ هوندي" يعني جنهن ٩٠ ڏينهن مسلسل روزا رکيا ان لاءِ جهنم ۾ جڳهہ ڪا نہ هوندي مشائخن جي هڪ جماعت اهو طريقو مڪروهہ قرار ڏنو آهي.

انهيءَ سلسلي ۾ حضرت ابو قتاده جي روايت نقل آهي تہ هو فرمائن ٿا تہ پاڻ ﷺ جن کان معلوم ڪيو ويو تہ "انهيءَ شخص جي ڇا حالت آهي جيڪو مسلسل روزا رکي؟ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ "انهيءَ نہ روزا رکيا ۽ نہ افطار ڪيو". هن حديث جي تاويل هن طرح ڪئي ويئي آهي تہ مسلسل روزا رکڻ مان مراد هيءَ آهي تہ عيدين ۾ ايام تشريق ۾ بہ افطار نہ ڪيو وڃي" هن قسم جا روزا مڪروه (حرام) آهن، پر جيڪڏهن انهن ڏينهن ۾ روزو نہ رکجي تہ پوءِ اهي انهيءَ قسم جا روزا نہ رهندا جن ڪي

رسول الله ﷺ جن مڪروھہ فرمايو آھي.

ڪي صاحب ھڪ ڏينھن روزو رکندا آھن ۽ ھڪ ڏينھن نہ رکندا آھن، جيئن حديث شريف ۾ آيو آھي تہ" بھترين روزا منھنجي ڀاءُ داؤد عليہ السلام جا ھئا، جيڪو ھڪ ڏينھن روزو رکندو ھو ۽ھڪ ڏينھن افطار ڪندو ھو" ھن طريقي کي ھڪ وڏي جماعت سٺو سمجھيو آھي تہ جيئن انسان صبر ۽ شڪر ٻنھين حالتن ۾ رھي، ڪي ماڻھو وري ٻہ ڏينھن روزا رکي ھڪ ڏينھن افطار ڪندا آھن يا ھڪ ڏينھن روزو رکي ۽ ٻہ ڏينھن نہ رکندا آھن ۽ ڪي حضرات صرف سومر، خميس ۽ جمعي جو روزو رکندا ھئا.

چون ٿا تہ حضرت سھل بن عبدالله پندرھن ڏينھن ۾ صرف ھڪ دفعو کاڌو کائيندو ھو ۽ سڄي رمضان شريف ۾ صرف ھڪ دفعو کائيندا ھئا ،سنت جي مطابق صاف ۽ سادي پاڻيءَ سان افطار فرمائيندا ھئا. حضرت جنيد رحمہ الله عليہ لڳاتار روزا رکندا ھئا ،پر جڏھن ان جا روحاني ڀائر ان وٽ ايندا ھئا تہ انھن سان افطار ڪندا ھئا ۽ فرمائيندا ھئا تہ ڀائرن جو ساٿ ڏيڻ روزي جي فضيلت کان گھٽ نہ آھي. پر انھيءَ قسم جو افطار علم جو محتاج آھي،ڇو تہ ڪڏھن انھيءَ افطار جو سبب نفساني طمع ھوندي آھي، محض (ڀائرن جي) موافقت جي نيت نہ ھوندي آھي لھاذا نفسياتي حرص ۽ طمع جي ھجڻ سان نيت کي خالص رکڻ گھڻو دشوار آھي.

## روزي ۾ تسليم ورضا

اسان جا شيخ محترم ابو النجيب سھروردي فرمائيندا ھئا تہ "مون کي ڪيترا سال گذري ويا آھن مون ڪا بہ شيءِ ڀھريائين فرمائش ڪري نہ کاڌي آھي، بلڪ جڏھن ڪا شيءَ مون کي پيش ڪئي ويندي آھي تہ مان ان کي خداوند ڪريم جو فضل ۽ عنايت ۽ ان جو خاص فعل سمجھندي انھيءَ فعل جي موافقت ڪندو آھيان"

وڏيڪ فرمايائون تہ هڪ ڏينهن مون کي ڪاڏي جي خواهش ٿي ان وقت تائين اهوماڻهو نہ آيو هو جيڪو ڪاڏو پيش ڪندو هو لهاذا مون انهيءَ ڪوٺڙيءَ جو دروازو کوليو جنهن ۾ ڪاڏو رکيو هو ۽ اتان ڪائڻ لاءِ هڪ ڏاڙهون ڪڍيم. ايتري ۾ هڪ ٻلي آئي انهيءَ اتان هڪ ڪکڙ کي پڪڙيو، ان تي منهنجي دل ۾ آيو تہ اها ڏاڙهونءَ جي ڪٽڻ جي سزا آهي"

مون شيخ ابو مسعود رحمہ الله عليہ جن کي ڏٺو تہ پاڻ ڏينهن ۾ ڪيترا دفعا ڪاڏو ڪائيندا هئا ۽ جنهن مهل بہ ڪاڏو اچي ان مان ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪائيندا هئا. سندن راءِ هئي تہ هو حق تعاليٰ جل شانہ جي موافقت ۾ ڪاڏو ڪائن ٿا ۽ ان جي ئي راءِ تي هلن ٿا اهڙي طرح پاڻ ڪائڻ پيئڻ ۽ سيني معاملن ۾ پنهنجي مرضي ۽اختيار کي ترڪ ڪري ڇڏيو هو، پاڻ نہ تہ انهيءَ وزني مقصد لاءِ ڪو ڪم ڪيائون ۽ نہ ڪنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو ذريعو اختيار ڪيائون. بلڪ رزق پهچائڻ جي لاءِ حق تعاليٰ جل شانہ جي فعل جو انتظار ڪندا رهيا. ڪافي عرصي تائين ڪنهن کي بہ سندن انهيءَ حالت جي خبر نہ ٿي ان ڪان پوءِ الله تعاليٰ جل شانہ سندن حال ظاهر ڪيو ۽ انهيءَ ڪم لاءِ سندن ڪجهہ ساٿين ۽ شاگردن کي مقرر ڪيو ۽ هو ڪاڏو آڻيندا هئا جنهن کي هو خداوند ڪريم جو فضل سمجهي ڪائيندا هئا. مون کين هي فرمائيندي ٻڌو تہ" هر صبح روزو رکڻ مون کي محبوب آهي پر جڏهن حق تعاليٰ جل شانہ پنهنجي فضل سان روزي جي محبت کي ختم ڪري ٿو ڇڏي تہ ان حالت ۾ بہ ان جي اتباع ٿو ڪيان"

## ريا ڪاريءَ جو تصور

واسط جي هڪ مخلص بزرگ جي باري ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي تہ هن ڪيترن سالن تائين روزا رکيا پر رمضان جي مهيني ڪان سواءِ هميشہ سج لهڻ ڪان اڳ ئي افطار ڪري ڇڏيندا هئا. شيخ ابو نصر السراج

رحمہ اللہ عليہ فرمائي ٿو تہ" هڪ جماعت ان جي شرعي مخالفت کي ناپسند ڪيو آهي چاهي روزو نفلي ئي ڇو نہ هجي، پر ٻين ماڻهن هن ڪي ان لاءِ پسند ڪيو آهي، تہ بزرگ بڪيو رهي نفس جو اصلاح ڪرڻ پيو چاهي تہ جيئن هو هن کي روزو سمجهي لطف اندوز نہ ٿئي. پر منهنجي دل ۾ اهو خيال پيدا ٿو ٿئي تہ جيڪڏهن هن جو مقصد نفس کي روزي جي تصور سان لطف پهچائڻ نہ هو تہ هو روزي جي تصور کان لطف اندوز نہ هجڻ جي خيال سان بہ هن کي ضرور لذت حاصل ٿيندي هوندي اهڙي طرح هي معاملو مسلسل هلندو رهندو. لهاذا بهتر هي آهي تہ علم شريعت جي مطابق روزي کي مڪمل ڪيووڃي جئين خداوند ڪريم پاڻ فرمائي ٿو تہ" توهان پنهنجي عملن کي باطل نہ ڪيو" تہ بہ اهل حق جا ڪم نيڪ نيتيءَ تي ٻڌل هوندا آهن ان ڪري هو صداقت جي مخالفت نہ ڪندا آهن،ڇو تہ سچائي ڪهڙي بہ صورت ۾ هجي بهرحال پسنديده آهي ۽ هڪ حق پرست انسان هر حالت ۾ صرف صداقت جي چوڌيواريءَ اندر محفوظ رهندو آهي.

## اجتماعي روزا

هڪ بزرگ جو فرمان آهي تہ جيڪڏهن توهان ڪنهن صوفيءَ کي نفلي روزا رکندي ڏسو تہ ان کي ملزم سمجهو ڇو تہ انهيءَ ۾ هو دنياداريءَ جي ڪجهہ ڳالهين سان تر ٿيو آهي،ڇون ٿا تہ جيڪڏهن هڪ ئي روح جي جماعت ۾ ڪو (ابتدائي) مريد هجي تہ سڀ ماڻهو ان کي روزن رکڻ تي آماده ڪن. ۽ جيڪڏهن ان جي موافقت نہ ڪري سگهن تہ ان جي افطار جو اهتمام ڪن، لطف ۽ عنايت ڪندي ان لاءِ تڪليف ڪن. پر ان جي حالت جو پنهنجي حالت سان اندازو نہ لڳائن ۽ جيڪڏهن ڪا جماعت هڪ شيخ سان گڏ هجي تہ اها شيخ سان گڏ روزا رکيءِ ان سان افطار ڪري، سواءِ انهيءَ شخص جي جنهن کي شيخ محترم انهيءَ کان مختلف ڪو حڪم ڏين، انهيءَ ئي اصول جي بنياد تي هڪ بزرگ

پنهنجي نوجوان ساٿيءَ جي تربيت جي لاءِ ڪيترا سال روزا رکيا، ته جيئن هو هن کي ڏسي ان جو نمونو اختيار ڪري ۽ ان جي روزن سان گڏ خود به روزا رکي.

شيخ ابوالحسن مڪي رحمه الله عليه جي باري ۾ بيان ڪيو ٿو وڃي ته هو بصري ۾ مقيم رهي لڳاتار روزا رکندا هئا، صرف جمعي جي رات ماني کائيندا هئا اهڙيءَ طرح هر مهيني سندن خوراڪ جو خرچ چار دانق (هڪ دانق تقريبًا ٽن پئسن جي برابر آهي) هو، هو رسيون تيار ڪندا هئا ۽ ان کي وڪڻي اها رقم حاصل ڪندا هئا.

شيخ ابو الحسن بن سالم رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا ته "مان کين ان وقت بزرگ سمجهندس جڏهن هو افطار ڪري کائڻ لڳن" شيخ ابن سالم رحمه الله عليه کين هلڪي درجي جي نفساني خواهش جو ملزم سمجهندا هئا، ڇو ته هو ماڻهن ۾ صائم الدهر (هميشه روزيدار) مشهور هئا، انهيءَ ڪري هڪ بزرگ جوقول آهي ته جيڪو بندو حق جي لاءِ مخلص هوندو آهي هو اهوئي گهرندو آهي ته هڪ اهڙي ڪوهه ۾ رهي جتي ان کي ڪير به نه سڃاڻي ۽ جيڪو گهٽو کاڌو کائي ٿو اهو گهٽيون ڳالهيون ڳالهيون ناهيندو آهي.

شيخ ابو الحسن التينسي رحمه الله عليه پنهنجي ساٿين سان گڏ حرم شريف ۾ ست ڏينهن رهيا انهيءَ عرصي ۾ پاڻ ڪجهه به نه کاڌائون سندن هڪ ساٿي طهارت لاءِ نڪتو ته ان گدري جي ڪل ڏٺي ۽ ان کي کڻي کائي ڇڏيائين. ڪنهن ان کي ڏسي ورتو ۽ هن جي پويان آيو ۽ ڪجهه کاڌو امداد جي طور تي آڻي انهن جي سامهون پيش ڪيو شيخ صاحب دريافت ڪيو ته "توهان مان ڪنهن هي جرم ڪيو آهي؟" انهي ماڻهوءَ چيو ته مون گدري جي ڪل ڏٺي ۽ ان کي کاڌم پاڻ فرمايائون ته تون پنهنجي جرم ۽ امداد سان گڏ رهه" هن چيو ته مان پنهنجي جرم کان توبهه ٿو ڪيان" فرمايائون ته "خير توبه کان پوءِ ڪو حرج ناهي"

## ايام ابيض

اهل حق ايام ابيض جا روزارکڻ پسند فرمائيندا هئا،هي تيرهين، چوڏهين ۽ پندريهن تاريخ جا روزا آهن، روايت آهي تہ جڏهن حضرت آدم عليہ السلام کي زمين تي اڇلايو ويو تہ گناهہ جي اثر کان سندن جسم ڪارو ٿي ويو، جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ سندن توبہ قبول ڪئي تہ حڪم فرمايو تہ هو ايام ابيض جا روزا رکي، اهڙي طرح هڪ روزو رکڻ سان سندن ٽيون حصو جسم سفيد ٿيندو ويو ايستائين جو ايام ابيض جا ٽي روزا رکڻ سان سندن سڄو جسم صحيح ٿي ويو اهڙي طرح شعبان جي مهيني جا پهريان پندرهن ڏينهن روزا رکڻ ۽ آخري پندرهن ڏينهن افطار ڪرڻ پسند ڪيو ٿو وڃي ۽ جيڪڏهن شعبان ۽ رمضان ٻنهين مهينن ۾ لڳاتار روزا رکيائين تہ بہ ڪو حرج نہ آهي. پر جيڪڏهن ڪو ان مهيني ۾ روزا نہ رکي تہ اهو رمضان کان هڪ يا ٻہ ڏينهن اڳ روزا نہ رکي ڪي بزرگ رجب جي سڄي مهيني ۾ روزا رکڻ کي مڪروهہ سمجهندا آهن، ڇو تہ اهڙي طرح رمضان سان مشابهت ٿي ٿئي، ذوالحج ۽ محرم جا ڏهہ روزا رکڻ مستحب آهن ۽ عام مهيني ۾ خميس، جمع ۽ ڇنڇر جا روزا رکي تہ اهو دوزخ کان ست سؤ سال پري ٿي ويو.

باب ٤١

# روزي جا طور طريقا

روزي ۾ صوفيا ڪرام جي طور طريقن جو لب لباب هي آهي تہ ظاهر ۽ باطني حالت کي ضبط ۾ آندو وڃي،عضون ۽ جذبات کي گناهہ کان روڪيو وڃي يعني نفس کي ڪائڻ کان روڪيو وڃي ۽ڪائڻ لاءِ جدوجهد نہ ڪئي وڃي.

مون ٻڌو آهي تہ عراق جوهڪ بزرگ ۽ ان جي ڪجهہ سائين جو اهو طريقو هو تہ هو روزا رکندا هئا ۽ افطار کان اڳ الله تعاليٰ جل شانہ جي طرف کان جيڪي ڪجهہ انهن کي ميسر ايندو هو انهيءَ تي اڪتفا ڪري افطار ڪندا هئا،لهاذا هي ادب جي خلاف آهي تہ مريد مباح شين کي تہ ڇڏي ڏئي پر حرام ۽ گناهہ جي شين سان افطار ڪري، حضرت ابو الدردا فرمائيندا هئا تہ عقلمندن جو سمهڻ ۽ افطارڪيتري قدر نہ عمدو آهي ۽ ڪيترا دفعا بيوقوفن جو بيدار رهڻ ۽ روزارکڻ انهن جي نقصان جو سبب هوندو آهي، ڇو تہ اهل يقين ۽ پرهيزگارن جو ذري جيترو عمل فريب ۾ آيل ماڻهن جي جبلن جيڏن عملن کان افضل آهي"

روزي جي فضيلت ۽ ادب جو هڪ طريقو هي بہ آهي تہ انسان روز مره جي ڪائڻ کان گهٽ ڪائي نہ تہ جيڪڏهن ڪائڻ جي هڪ وقت تي ڪيترائي طعام گڏ ڪري رکجن تہ اهڙي طرح روزي جي ڪميءَ جو پورائو ڪري ٿو ونجي حالانڪ روزي جو مقصد هي آهي تہ نفس کي مغلوب ڪيو وڃي ۽ ان کي حد کان وڌڻ کان روڪيو وڃي ۽ صرف ضرورت جيترو کاڌو کائجي، اهل حق انهيءَ ڳالهہ کان چڱي طرح واقف آهن تہ ضرورت تي اڪتفا ڪرڻ سان نفس کي سيني عملن ۽ اقوالن ۾

ضرورت جي اندر ئي محدود ڪري ٿو سگهجي، ۽ نفس جو اهو طريقو آهي ته جيڪڏهن ان کي الله تعاليٰ جل شانه جي ڪمن جي سلسلي ۾ ڪنهن هڪ شيءِ ۾ محض ضرورت جو پابند بنايو وڃي ته هو هر حالت ۾ انهيءَ معيار جي پابندي ڪندو آهي، چنانچه کائڻ ۾ ضرورت جو پابند رهڻ سان هو سمهڻ ڳالهائڻ ۽ ڪم ڪرڻ ۾ ضرورت جو به پابند ٿي ويندو آهي.

اهل حق لاءِ هي خير ۽ برڪت جو تمام وڏو دروازو آهي جنهن جو لحاظ گهڻو ضروري آهي، ڇو ته ضرورت جي علم جو فائدو انهن بندن کي پهچندو آهي جن کي خداوند تعاليٰ جل شانه پاڻ تربيت ڪري پنهنجو برگزيدو ۽ مقرب بندو بنائيندو آهي.

روزي ۾ گهر وارن سان کلڻ ۽مذاق وغيره ڪرڻ ۽ انهن جي صحبت کان پرهيز ڪئي وڃي ته جيئن روزو گهڻو پاڪيزه رهي ۽سنت جي پيرويءَ ۾ روزو رکڻ وقت کائڻ گهرجي، ان سان روزي جي تڪميل ٻن طريقن سان ٿيندي آهي (١) سنت جي برڪت حاصل ٿيندي آهي (٢) کائڻ جي ذريعي روزي کي تقويت حاصل ٿي ٿئي.

حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" روزي رکڻ مهل کائو جو ان وقت کائڻ ۾ برڪت آهي" اهڙي طرح سنت جي پيرويءَ ۾ جلد افطار ڪيو وڃي، جيڪڏهن عشا کان پوءِ ڪاڏي کائڻ جو ارادو هجي ۽ ڪو شخص رات جي ٻنهي نمازن جي وچ ۾ عبادت ڪرڻ گهري ته اهو پاڻيءَ سان افطار ڪري يا ڪشمش ۾ کجور جا ڪجهه داڻا استعمال ڪري يا چند لقما کائي، بشرطيڪ نفس جي ڪشمڪش برپا هجي، ته جئين ٻنهين نماز جي پيرويءَ ۾ صرف پاڻيءَ تي اڪتفا ڪري.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن پنهنجي پروردگار جي طرف کان هي قول نقل ڪندي فرمايو ته" منهنجو اهو بندو محبوب ترين آهي جيڪو افطار ۾ سيني کان وڌيڪ

جلدي ڪري"

حضور ﷺ جن ٻي جاءِ تي فرمايو ته" ماڻهو جيستائين جلد افطار ڪندا رهندا ته اهي ان وقت تائين خيريت سان رهندا"

(سانجهيءَ جي) نماز پڙهڻ کان اڳ افطار ڪرڻ سنت آهي، سول الله ﷺ جن پاڻي يا کير جي هڪ ڍڪ يا چند کجورن سان افطار ڪندا هئا. حديث شريف ۾ آيو آهي ته گهڻا روزيدار اهڙا آهن جن جي روزي جو حصو صرف بک ۽ اڃ آهي، ان جي وضاحت ۾ اهو چيو ويو آهي ته ان مان مراد اهي آهن جيڪي سڄو ڏينهن بکيا رهندا آهن ۽ حرام شيءِ سان افطار ڪندا آهن، يا انهن مان اهي مراد آهن جيڪي حلال کائڻ سان روزو رکندا آهن ۽ گلائون (غيبت) ڪري ماڻهن جو گوشت کائي افطار ڪندا آهن.

## غيبت ۽ ڪوڙ

حضرت سفيان رضي الله عنه جن جو قول آهي ته" جنهن غيبت (گلا) ڪئي ان جو روزو فاسد آهي" حضرت مجاهد رحمه الله عليه جن جو قول آهي ته"ٻه عادتون غيبت ۽ ڪوڙ روزي کي خراب ڪري ڇڏين". شيخ ابو طالب مڪي رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا ته" الله تعالىٰ جل شانه ڪوڙي ڳالهه کي ٻڌڻ ۽ خراب ڳالهه چوڻ کي حرام کائڻ سان شامل ڪيو آهي ۽ فرمايو آهي ته:

| | |
|---|---|
| سَمّٰعُوْنَ لِلْكَذِبِ اَكّٰلُوْنَ لِلسُّحْتِ (پ٦) | هو ڪوڙين ڳالهين کي گهڻو ٻڌن ٿا ۽ حرام مال کي گهڻو کائن ٿا. |

حديث شريف ۾ ذڪر آهي ته"ٻن عورتن رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ روزو رکيو ڏينهن جي آخر ۾ هنن رسول الله ﷺ جن ڏي پيغام موڪلي افطار جي اجازت گهري، پاڻ ﷺ جن هڪ پيالو موڪليائون ۽ فرمايائون ته انهن کي چئو ته جيڪي ڪجهه انهن کاڌو آهي اهو هن ۾ الٽي ڪري ڪڍن، چنانچه انهن مان هڪڙيءَ جي اڌ الٽيءَ ۾ خالص رت

۽ اڌ ۾ خالص تازو گوشت نڪتو ۽ ٻيءَ ٻہ اهڙيءَ طرح التي ڪئيءِ پيالو ڀرجي ويو ماڻهن ان تي تعجب ڪيو تہ پاڻ ﷺ جن فرمايائون تہ"هنن ٻنهين روزو رکڻ کان پوءِ حرام شيءِ سان روزو افطار ڪيو هو."

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ" جڏهن توهان جي روزي جو ڏينهن هجي تہ روزيدار نہ بدڪلامي ڪري ۽ نہ جهالت جي ڪا ڳالهہ ڪري جيڪڏهن ڪير ان کي گار ڏئي تہ هو هي چئي تہ مان روزيدار آهيان" ٻي حديث ۾ مذڪور آهي تہ روزو هڪ امانت آهي لهاذا توهان کي پنهنجي امانت جي حفاظت ڪرڻ گهرجي."

## روزي ۾ توڪل

صوفي اهوئي آهي جنهن جو ڪو رزق مقرر معلوم نہ هجي ۽ نہ ان کي اهو معلوم هجي تہ هن وٽ ڪڏهن رزق پهچندو، لهاذا جڏهن خدا جل شانہ هن وٽ رزق پهچائي تہ هو ان کي ادب سان کائي،پر پنهنجي وقت جو هميشہ خيال رکي، بهرحال اهڙي شخص جو افطار انهيءَ شخص کان بهتر آهي جنهن جو رزق معلوم ۽موجود هجي ان جي باوجود جيڪڏهن هو زنده رکي تہ هو ڪامل فضيلت حاصل ٿو ڪري.

شيخ روئم رحمہ الله عليہ جن بيان ٿا فرمائن تہ" مان منجهند جي وقت بغداد جي هڪ گهٽيءَ مان گذريس،ان وقت جڏهن مون کي سخت اڃ لڳي مان هڪ گهر جي دروازي ڏي وڌيس ۽ اتان پاڻي گهريم ان وقت هڪ ٻانهي نئون پيالو ٿڌي پاڻيءَ جو ڀري آئي، جڏهن مون هن جي هٿ مان پاڻي وٺڻ چاهيو تہ هن چيو تہ صوفي ٿي ڏينهن جو پاڻي ٿو پئين اهو چئي هن پيالي کي اڇلائي ڀڃيو ۽ هلي وئي، شيخ روئم رحمہ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ مون کي انهيءَ واقعي تي ڏاڍي ندامت ٿي ۽مون واعدو ڪيو تہ وري ڪڏهن بہ افطار نہ ڪندس"

ڪن ماڻهن لڳاتار هميشہ روزا رکڻ کي انهيءَ ڪري ناپسند ڪيو آهي جو نفس جڏهن روزي کان مانوس ٿي ان جو عادي ٿي ويندو

آهي تہ ان تي روزو نہ رکڻ ڏکيو لڳندو آهي، جھڙي طرح اهو ماڻھو جيڪو کائڻ جو عادي هجي تہ اهو روزو رکڻ ناپسند ڪندو آهي لهاذا انهن جي خيال ۾ فضيلت انهيءَ ۾ آهي تہ نفس ڪنهن شيءِ جو عادي نہ ٿئي، انهن جي راءِ ۾ هڪ ڏينهن روزو رکڻ ۽ هڪ ڏينهن روزو نہ رکڻ نفس تي وڌيڪ ڏکيو لڳندو آهي.

## جماعت جي موافقت

درويشن جو هڪ طريقو اهو بہ آهي تہ جيڪڏهن ڪو جماعت سان رهندو هجي تہ ان جي اجازت کانسواءِ روزو نہ رکي، ان جو سبب اهو آهي تہ پوري جماعت جا قلب ان جي کائڻ سان وابستہ هوندا آهن ۽ انهن کي ڪو علم نہ هوندو آهي لهاذا جيڪڏهن هو جماعت جي اجازت سان روزو رکي ۽ ان وٽ ڪو نذرانو اچي تہ ان لاءِ ضروري نہ ٿيندو تہ هو ان کي روزيدار جي لاءِ محفوظ رکن،ڇو تہ هي سيني کي معلوم آهي تہ بي روزيدارن کي ان جي ضرورت آهي، روزيدار کي تہ خداتعالیٰ جل شانہ خود رزق مهيا ڪندو آهي سواءِ انهي صورت جي جڏهن روزيدار پنهنجي روحاني يا جسماني ڪمزورين ۽ ڪراڙپ وغيره جي ڪري رعايت جو مستحق آهي.

اهڙي طرح روزيدار ذخيرو جمع ڪرڻ لاءِ پنهنجو حصو نہ وٺي ڇو تہ اهو روحاني ڪمزوريءَ جو نتيجو آهي جيڪڏهن هو درحقيقت ڪمزور آهي تہ پنهنجي حالت ۽ ڪمزوريءَ جو اعتراف ڪري ذخيرو جمع ڪري ٿو سگهي. جيڪي ڪجھہ اسان ذڪر ڪيو اهو انهن ماڻهن جو حال آهي جن جو معاش معلوم ۽ متعين نہ آهي، پر هو صوفيہ ڪرام جي معلوم ۽مقرره طريقي سان خانقاه ۾ رهندا آهن، روزو رکڻ انهن جي مناسب حال آهي ۽ روزو نہ رکڻ ۾ جماعت جي موافقت انهن لاءِ ضروري ناهي، هي اصول انهيءَ جماعت جي لاءِ بلڪل واضح آهي جن جو معلوم ۽ مقرر معاش هجي،انهن کي اها ڏينهن جي وقت پيش ڪري ٿي سگهجي،مگر

جن جي معاش جو ذريعو معلوم نہ هجي تہ انهيءَ صورت ۾ هي پڌايو ويو آهي تہ روزيدار جي لاءِ بي روزيدار جي مدد ڪرڻ ان ڪان بهتر آهي جو بي روزيدارن ڪان استعدا ڪئي وڃي تہ هو روزيدارن سان موافقت ڪن.

## مخالف ۽ موافق دليل

اهل حق جي ان اصول جو بنياد صداقت تي آهي صداقت جو هي طريقو آهي تہ نيت ۽ نفس جي حالتن ڪي چڱي طرح معلوم ڪيو وڃي،لهذا روزو رکڻ ۽ نہ رکڻ ۽ موافقت ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ جي حالت ۾ جتي نيت صحيح هجي اهوئي افضل آهي جيستائين حديث ۽ سنت جو تعلق آهي تہ ان حيثيت سان بہ هر هڪ وٽ دليل موجود آهي،چنانچہ اهو روزيدار جيڪو پنهنجي جماعت جي موافقت ڪندي روزو نہ رکي تہ ان وٽ بہ دليل موجود آهي ۽ جيڪي موافقت نہ ڪندي روزا رکن ٿا انهن وٽ بہ ثبوت موجود آهن.

اسان ڪي پنهنجي مشائخن جي مستند ذريعن سان معلوم ٿيو آهي تہ حضرت ابو سعيد الخدري رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ"مون رسول الله ﷺ ۽ ان جي اصحابن جي لاءِ ڪاڌو تيار ڪيو، جڏهن انهن ڪي ڪاڌو پيش ڪيو ويو تہ هڪ ماڻهو چيو تہ مان روزيدار آهيان"ان تي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تنهنجي ڀاءُ توڪي سڏايو ۽ تنهنجي لاءِ تڪلف ڪيائين، پوءِ تون چئين ٿو تہ مان روزيدار آهيان ڪاڌو ڪاءُ ۽ ان جي بجاءِ ڪنهن ٻئي ڏينهن تي روزو رک" (هي انهن ماڻهن جو دليل آهي جيڪي جماعت جي موافقت جا قائل آهن ۽ اهي ماڻهو جيڪي جماعت جا قائل نہ آهن، اهي هيءَ حديث ثبوت ۾ آڻن ٿا تہ رسول الله ﷺ ۽ سندن اصحابن ڪاڌو ڪاڌو، پر حضرت بلال رضي الله عنه روزيدار هئو ان وقت پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ" اسين پنهنجو رزق ڪائون ٿا ۽بلال جو رزق جنت ۾ آهي"

لهاذا جيڪڏهن اهو معلوم ٿئي تہ جماعت جي موافقت سان

ڪنهن جي دل کي تڪليف نہ پهچي بلڪ ثواب جي اميد آهي تہ نيڪ نيتيءَ جي بنياد تي ڪاڏو ڪائي ڇڏجي، ان ۾ طبيعت جي خواهش ۽ ان جي تقاضا جو ڪو اثر نہ هئڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن هي مقصد حاصل نہ ٿئي تہ نفساني طمع کان پرهيز ڪندي روزي جي تڪميل ڪئي وڃي،ڇو تہ هي ممڪن آهي تہ هي نفساني بنياد تي ٿيوءِ پنهنجي پاءُ جي حق جي پاسداريءَ جو جذبو نہ هجي.

حق جي طالب درويش جو بهترين ادب هي آهي تہ افطار جي موقعي تي ڪاڏو ڪائڻ کان پوءِ جڏهن هو هي محسوس ڪري تہ ان جي باطن ۾ اصل حالت کان تغير برپا ٿي ويو آهي ۽ ان جو نفس بندگيءَ جا فرائض ادا ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ٿو ڪري تہ هو دل جي بدليل مزاج جو علاج ڪري ۽ ان جي تغير کي اهڙي طرح دور ڪري جو چند رڪعتون نماز پڙهي يا چند آيتون تلاوت ڪري يا توبہ واستغفار ڪري ۽ ذڪر اذڪار سان ڪاڏي کي هضم ڪري،ڇو تہ حديث شريف ۾ مذڪور آهي تہ خداوند ڪريم جي ذڪر سان پنهنجي ڪاڏي کي هضم ڪيو، رزي جي طور طريقن مان هڪ اهم طريقو ۽ اصول هي آهي تہ جيستائين ممڪن ٿئي روزي جي حالت کي لڪل رکجي پر جيڪڏهن ڪو سراپا اخلاص هجي تہ اهو ان جي ظاهر ڪرڻ يا لڪائڻ کان بي نياز آهي.

باب ۴٢

# ڪاڏي جا فائدا ۽ نقصان

صوفيءَ جي نيت نيڪ هوندي آهي،ان جو مقصد صحيح ۽ ان جو علم وسيع هوندو آهي، هو طور طريقن جي پابندي ڪندو آهي، اهڙي طرح هن جون سڀ عادتون، عبادتن ۾ شامل ٿي وينديون آهن،اهڙي طرح نہ صرف هن جو سڄو وقت خداوند ڪريم جي لاءِ هوندوآهي بلڪ هن پنهنجي زندگي بہ خداوند ڪريم جي راهہ ۾ قربان ڪري ڇڏي آهي، جيئن الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي پيغمبر کي حڪم ڏنو

قُلْ اِنَّ صَلاَتِيْ وَنُسُكِيْ وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِيْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ (پ٨)

(اي پيغمبر) فرمائي ڇڏيو تہ منهنجي نماز قرباني ۽ زندگي ۽ موت سڀني جهانن جي پروردگار الله لاءِ (وقف) آهي.

جيئن تہ هو بشري ضرورتن جو محتاج آهي ان ڪري عادتن جون شيون صوفيءَ جي ڪمن ۾ مداخلت ڪنديون آهن ان جي باوجود هن جي بيدار مغزي ۽ نيڪ نيتيءَ جو نور هن جي عادتن جو احاطو ڪري، ان ڪري هن جون عادتون نوراني ٿي عبادتن جون شڪليون اختيار ڪري وٺنديون آهن انهيءَ ڪري اهو نقل ڪيو ويو آهي تہ عالم جي ننڊ عبادت آهي ۽ ان جو ساهہ تسبيح (جي برابر) آهي، اگرچہ ننڊ سراپا غلفت آهي پر هر اها شيءِ جيڪا عبادت ڪرڻ ۾ مدد ڏئي سگهي عبادت ۾ شامل آهي،انهيءَ ڪري ڪاڏو کائڻ بہ هڪ اهم شيءِ آهي جنهن جي لاءِ گهڻي معلومات جون ضرورتون هونديون آهن. ڇو تہ هي ديني ۽ دنياوي فائدن

تي مشتمل آهي ۽ ان جوجسم ۽ قلب ٻنهين سان تعلق آهي، خاص ڪري جسم جي ,زندگي انهيءَ سان ئي ٻڌل آهي جيئن الله تعاليٰ جل شانه انهيءَ سلسلي ۾ پنهنجو قانون بنايو آهي ان ڪان سواءِ جسم قلب جي سواري آهي انهن ٻنهين شين سان دنيا ۽ آخرت جي تعمير ٿيندي آهي.

روايت آهي تہ جنت جي سر زمين ڪليل ميدان آهي، تسبيح ۽ تقديس جي ذريعي ان ۾ ٻوٽا ڄمندا آهن ۽ جسم اڪيلو حيوانن جي فطرت تي (پيداڪيو ويو) آهي. ان جي ذريعي دنيا جي تعمير ۾ مدد ملندي آهي روح ۽ قلب فرشتن جي فطرت تي پيدا ڪيا ويا آهن، ان لاءِ ھي ٻئي شيون آخرت جي تعمير ۾ مدد ڏينديون آهن،ٻنهين جي گڏجڻ سان دنيا ۽ آخرت جي ڀلائيءَ جي صورت پيدا ٿيندي آهي.

الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي ڪامل حڪمت سان ماڻهو کي مخصوص ترين جسماني ۽ روحاني جواهرن سان مرڪب ڪيو آهي ۽ هن کي زمينن ۽آسمانن جي خاص خاص شين جو خزانو بنايو آهي،انهيءَ هن ظاهري عالم ۽ ان جي سيني شين کي پوءِ پلي اهي نباتات هجن يا حيوانات، ماڻهو جي جسم کي برقرار رکڻ جو ذريعو قرار ڏنو آهي جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ هن زمين ۾ جيڪي ڪجهہ آهي سڀ تنهنجي لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي، هن بنيادي شين يعني حرارت، پاڻي، هوا ۽ خشڪي پيدا ڪئي ۽ انهن جي ذريعي نباتات کي پيدا فرمايو، انهيءَ نباتات کي حيوانن جي زندگيءَ لاءِ لازمي ڪيو ۽ حيوانن کي ماڻهوءَ جو تابع ڪيائين تہ جيئن هو پنهنجي جسم کي برقرار رکڻ لاءِ انهن کي پنهنجي معاش جو ذريعو بنائي.

## صحت جا اصول

ڪاڏو معدي ۾ پهچندو آهي جتي چار شيون هونديون آهن ۽ ڪاڏي ۾ بہ چارئي شيون هونديون آهن.لهاذا جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ

جسم جي مزاج کي معتدل رکڻ گھرندو آهي تہ معدي جي هر شيءِ کاڌي مان پنهنجي مخالف جنس کي اخذ کندي آهي يعني حرارت برودت کي اختيار کندي آهيءِ رطوبت خشکيءَ کي اختيار کندي آهي،اهڙيءَ طرح مزاج معتدل ٿي بيماري کان محفوظ ٿي ويندو آهي پر جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ جسم کي فنا ڪري ان جي عمارت کي ويران ڪرڻ گھرندو هجي ان وقت هر خلط پنهنجي هم جنس کاڌي کي اخذ کندي آهي ۽ اهڙي طرح طبيعت ناساز ٿي ويندي آهي ۽ مزاج درهم برهم ٿي جسم کي بيمار ڪري ڇڏيندو آهي دانا ۽ غالب خداوند ڪريم جو ان وقت اهوئي فيصلو هوندو آهي.ذالک تقديرالعزيز الحکيم

حضرت وهب بن منبہ رحمت الله عليه فرمائن ٿا تہ مون توريت ۾ حضرت آدم عليه السلام جو حال اهڙي طرح پڙهيو آهي (الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ) مون آدم کي پيدا ڪيو ۽ ان جي جسم کي چئن شين يعني پاڻي. خشکي هوا ۽ حرارت سان پيدا ڪيو،اهوئي سبب آهي تہ مون ان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو جيڪا خشڪ هوندي آهي ان جي رطوبت پاڻيءَ جي ذريعي حاصل ٿيندي آهي حرارت نفس جي ذريعي ملندي آهي ۽ هن جي هوا روح جي طرف کان هوندي آهي ۽ مون انهيءَ پهرين تخليق کان پوءِ چار قسم جون وڌيڪ شيون پيدا ڪيون آهن جن تي منهنجي اجازت سان جسم جي وجود جو دارو مدار آهي ۽ خود انهن مان بہ ڪا هڪ بئي کانسواءِ قائم نہ ٿي رهي سگهي،اهي هي آهن (١) صفرا (٢) سودا (بادي) (٣) رت (٤) بلغم- ان کان پوءِ مون پهرين شيءِ کي هڪ هڪ قسم جي بي شيءِ جي ۾ هڪ هڪ قسم جي اندر قائم ڪيو اهڙيطرح خشکيءَ جو مقام سودا کي ڪيم ۽ رطوبت جو مقام صفرا کي ۽ حرارت جو مقام رت کي ۽ برودت جو مقام بلغم کي مقرر ڪيو، لهاذا جيکڏهن هي چارئي شيون جن تي جسم جو بنياد قائم آهي، بدن ۾ اعتدال سان موجود هجن ۽گهٽ وڌ نہ هجن،بلڪ هر هڪ

پنهنجي چوٿين حصي جي مطابق موجود هجي ته صحت ڪامل رهندي ۽ انسان تندرست رهندو پر جيڪڏهن انهن مان ڪا هڪ به وڌيڪ هجي ته ٻين کي شڪست ڏئي انهن تي زيادتي ڪندي جنهن جو نتيجو هي ٿيندو ته جيتري قدر ان جو غلبو ٿيندو اوتري قدر بيماري زور وٺندي ۽ ٻيون طاقتون ڪمزور ٿي وينديون.

## حلال روزي

ڪاڏي جي سلسلي ۾ اهم ڳالهه اهيا آهي ته اها حلال هجي،حلال اها شيءِ آهي جنهن جي شريعت ۾ برائي نه ڪئي ويئي هجي،اهڙي طرح خداوند ڪريم جي طرف کان پنهنجي بندن کي گهڻي سهوليت ڏني ويئي آهي جيڪڏهن شريعت ۾ ايتري قدر سهولت نه هجي ها ته معاملو نازڪ ٿي وڃي ها ۽ حلال شيءِ جو حاصل ڪرڻ ڏکيو ٿي پوي ها .

## هٿ ڌوئڻ

صوفين ڪرام جو هڪ طريقو هي به آهي ته حقيقي نعمت عطا ڪندڙ جي نعمت جو شڪر ادا ڪرڻ جي لاءِ ڪائڻ کان اڳ هٿ ڌوئندا آهن

جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" ڪائڻ کان اڳ هٿ ڌوئڻ مفلسيءَ کي پري ٿو ڪري" هي مفسليءَ کي دور ڪرڻ جو سبب ان لاءِآهي ته ڪائڻ کان اڳ هٿ ڌوئڻ سان نعمت جو ادب سان استقبال ظاهر ٿو ٿئي جنهن مان نعمت جي شڪر جو اظهار ٿو ٿئي، جيئن ته شڪر سان نعمت ۾ اضافو ٿيندو آهي ان ڪري هٿن ڌوئڻ سان نعمت ۾ اضافو ۽ فقر وفاقي جو ازالو ٿيندو آهي. حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته"جيڪو چاهي ته ان جي گهر ۾ خير ۽ برڪت ۾ اضافو ٿئي ته اهو ڪاڌو تيار ٿيڻ کان اڳ هٿ ڌوئي ۽ الله تعاليٰ جل شانه جو نالو وٺي،قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي ته

| | |
|---|---|
| وَلَا تَاكُلُوۡا مِمَّا يُذۡكَرِ اسۡمُ اللّٰهِ عَلَيۡهِ (پ٨-١) | جنهن تي الله جو نالو نہ ورتو وڃي ان مان نہ کائو. |

هن جي تفسير ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ جانور کي ذبح ڪرڻ وقت بسم الله پڙهڻ گهرجي ان جي واجب هئڻ ۾ امام شافعي رحمه الله عليهء امام ابو حنيفه رحمہ الله عليه جو اختلاف آهي، ان جي باوجود صوفي ان جي ظاهر تفسير کان واقف هئڻ کان پوءِ اهوئي سمجهندو آهي تہ کاڌو کائڻ وقت الله جل شانہ جو ذڪر ضروري هئڻ گهرجي، ان وقت هو خداوند ڪريم جي ذڪر کي وقت جو فريضو ۽ادب ۾ شامل ڪندو آهي ۽ سمجهندو آهي تہ کائڻ پيئڻ سان نفس جو قيام ۽ ان جي خواهشن جي پيروي ٿيندي آهي، لهاذا هن جي راءِ ۾ الله رب العزت جو ذڪر ان جي دوا ۽ ترياق آهي.

حضرت بي بي عائشہ صديقه رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجن ڇهن اصحابن سان کاڌو کائي رهيا هئا تہ ايتري ۾ هڪ بدو آيو ۽ انهيءَ بہ گرهہ کاڌا .پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن هي الله جل شانہ جو نالو وٺي ها تہ توهان لاءِ هي کاڌو گهڻو ڪافي ٿئي ها، لهاذا جڏهن بہ توهان مان ڪير کاڌو کائي تہ پهريائين بسم الله پڙهي، جيڪڏهن ڪير شروع ۾ بسم الله چوڻ يلجي وڃي تہ کاڌو کائيندي چوي تہ بسم الله اولہ وآخره

مستحب اهو آهي تہ انسان پهرئين گرهہ تي بسم الله پڙهي،ٻئي تي بسم الله الرحمن ۽ ٽئين گرهہ تي مڪمل ڪري (بسم الله الرحمن الرحيم) چئي. پاڻي ٽن ڍڪن ۾ پيئڻ گهرجي پهرئين ڍڪ تي الحمد لله پڙهجي،ٻئي ڍڪ تي الحمد لله رب العالمين ۽ ٽئين ڍڪ تي الحمد لله رب العالمين الرحمن الرحيم چوڻ گهرجي.

## قلب جو انحراف

جهڙي طرح معدي ۾ چار شيون آهن ۽ اهي کاڌي جي مزاج سان

موافقت ڪنديون آهن، اهڙي طرح قلب جو بہ هڪ مزاج ۽ خاص طبيعت آهي،پر صرف بيدار مغز ۽ ارباب هوش ئي قلب جي طبع جي ناسازيءَ کي سڃاڻندا آهن، چنانچہ ڪڏهن ڪنهن گرهہ کي ڪائڻ سان ڪاوڙجي گرمي پيدا ٿيندي آهي، جنهن سان فضول ڪمن جي تحريڪ ظاهر ٿيندي آهي ۽ ڪڏهن قلب ۾ سستي جي برودت پيدا ٿي فرضن ۾ ڪوتاهيءَ جو جذبو پيدا ڪندي آهيءَڪڏهن سهو ۽ غفلت جي رطوبت ظاهر ٿيندي آهي ۽ ڪڏهن جلد بازيءَ جي قسمت جي بنياد تي فڪر ۽ غم جي خشڪي ظاهر ٿيندي آهي.

بهرحال هي اهڙيون بيماريون آهن جن کي هڪ هوشيار ۽ بيدار مغز انسان جلد سمجهي وٺندو آهي، هن جي خيال ۾ انهن بيمارين جي ذريعي جسم ۾ تبديلي پيدا ٿي قلب جو مزاج بہ اعتدال کان منحرف ٿي ويندو آهي. لهاذا جڏهن جسم لاءِ اعتدال ضروري آهي تہ قلب لاءِ بہ ان کان گهڻو وڌيڪ ضروري آهي بلڪ قلب ۾ جسم جي بنسبت گهڻو جلد اعتدال کان انحراف پيدا ٿي ويندوآ هي. ڪيترا دفعا اهڙي قسم جي انحراف کان قلب بيمار ٿي پوندو آهيءَ جسم جي مرڻ سان قلب بہ مري ويندو لهاذا الله جل شانہ جو نالو هڪ مفيد ۽مجرب دوا آهي جيڪو نہ صرف بيمارين کان بچائي ٿو بلڪ هن جي بيماريءَ کي دور ڪري مڪمل شفا عطا ڪري ٿو.

چون ٿا تہ امام غزالي رحمہ الله عليہ جڏهن طوس واپس آيا تہ کين ٻڌايو ويو تہ ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ بزرگ رهندو آهي پاڻ ان جي زيارت جو ارادو ڪيائون ۽ هڪڙي **جهنگ** ۾ ان سان ملاقات ڪيائون. جتي هو زمين ۾ ڪٽڪ جو ٻج ڇٽي رهيو هو، جڏهن انهيءَ بزرگ امام غزالي رحمہ الله عليہ جن کي ڏٺو تہ ان وٽ آيا ۽ انهن ڏي متوجہ ٿيا ايتري ۾ سندن هڪ ساٿيءَ اچي ڪائن ڪٽڪ جو ٻج گهريو تہ جيئن هو امام غزاليءَ رحمہ الله عليہ سان ملاقات جي دوران پنهنجي شيخ

جوڪم سرانجام ڏئي پر پاڻ ٻج ڏيڻ کان انڪار ڪيائون جڏهن امام غزالي رحمه الله عليه انڪار جو سبب پڇيو ته فرمائڻ لڳا ته مان حضور قلب ۽ زبان سان خداوند ڪريم جو ذڪر ڪندي ٻج ڇٽيندو آهيان،اهڙي طرح مون کي اميد هوندي آهي ته جيڪو به ان کي کائيندو ان کي برڪت حاصل ٿيندي، لهاذا مان اهو پسند نه ٿو ڪريان ته انهيءَ ڪم کي اهڙي شخص جي حوالي ڪيان جيڪو حضور قلب ۽ زبان سان الله رب العزت جو ذڪر ڪرڻ کانسواءِ ٻج ڇٽي"

هڪ درويش کائڻ جي وقت ڪنهن سورة جي تلاوت شروع ڪري ڇڏيندا هئا ۽ انهيءَ ۾ هو وقت گذاريندا هئا ته جيئن کاڌي جا جزا ذڪر جي نور ۽ تجلين سان معمور ٿي وڃن اهڙي طرح کاڌي کانپوءِ ڪا به برائي ظاهر نه ٿيندي هئيءَ نه قلب جي مزاج ۾ ڪا تبديلي پيدا ٿيندي هئي.

اسان جي شيخ محترم ابو النجيب سهروردي رحمه الله عليه جن فرمائيندا هئا ته مان کائڻ وقت به نماز پڙهندو آهيان، هن قول ۾ هن طرف اشارو آهي ته کائڻ جي وقت به حضور قلب باقي رهندو هو، جيڪو کاڌي جي وقت ٻين مشغلن کي روڪي ڇڏيندو هو ته جيئن پريشاني نه ٿئي،اهڙي طرح کائڻ جي موقعي تي هو ذڪر ۽ حضور قلب جي زبردست اثرن کي محسوس ڪندا هئا ۽ ان ۾ غفلت جي گنجائش نه رکندا هئا.

## خداوند ڪريم جي قدرت

کائڻ وقت به الله تعاليٰ جل شانه جي قدرت تي غور ڪرڻ به ذڪر ۾ شامل آهي،جيئن ڏندن جي باري ۾ غور ڪرڻ جيڪي کائڻ ۾ مدد ڏيندا آهن. ڪي ڏند غذا کي ٽوڙيندا آهن ڪي ڪاٽيندا آهن ڪي غذا کي پيهندا آهن، اهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانه وات ۾ مٺو پاڻي رکيو آهي ته جيئن ذائقو خراب نه ٿئي ان جي برخلاف اکين جي پاڻيءَ کي نمڪين رکيو آهي ته جيئن اهي خراب نه ٿين بلڪ وات ۽ زبان مان

رطوبت ان لاءِ برآمد ٿيندي آهي تہ جيئن ڳهڻ ۽ چٻاڙڻ ۾ آساني ٿئي ۽ هاضمي جي قوت کي ڪاڏي تي مسلط ان لاءِ رکيو ويو آهي تہ هو غذا کي جدا ڪري ان جو تجزيو ڪندي آهي ۽ جگر بہ ان جي مدد ڪندو آهي بلڪ جگر باهہ وانگر آهي ۽معدو هنديءَ وانگر آهي لهاذا جيترو جگر خراب هوندو اوترو هاضمو گهٽ ٿيندو ۽ ڪاڏي کي خراب ڪندو ۽ هر عضوي کي ان جو حصو نہ ملي سگهندو، ڇو تہ سيني عضون تي جگر، تري ۽ گردن جو اثر ضرور آهي جنهن جو جيڪڏهن تفصيل بيان ڪجي تہ ڳالهہ ڊگهي ٿي ويندي.

جيڪو عبرت حاصل ڪرڻ گهري اهو علم تشريح الاعضاءِ جو مطالعو ڪري ان وقت هو خداوند ڪريم جي ڪرشمن ڪان باخبر ٿيندو تہ ڪيئن عضوا هڪ ٻئي سان تعلق رکي تعاون ڪري، غذا جو اصلاح ٿا ڪن، ان مان قوت حاصل ٿا ڪن، ان ڪان پوءِ اها غذا رت، گندگي ۽ کير ۾ تقسيم ٿي وڃي ٿي، ايتري قدر جو ڇيڻن ۾ رت مان اهو کير نکرندو آهي، جيڪو پيئڻ وارن جي نڙيءَ مان: آسانيءَ سان لهي ويندو آهي. هي الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ جون برڪتون آهن جيڪو مخلوق جو بهترين خالق آهي، لهاذا ڪائڻ وقت انهن سيني ڳالهين تي غور ڪرڻ۾ خداوند ڪريم جي حڪمت ۽ قدرت جو پتو لڳائڻ بہ ذڪر ۾ شامل آهي.

ڪائڻ جي انهيءَ روحاني بيماريءَ جو علاج جنهن سان قلب جو مزاج تبديل ٿي وڃي هي آهي تہ ڪاڏو ڪائڻ ڪان اڳ الله تعاليٰ جل شانہ ڪان دعا گهري تہ هو ڪاڏي کي اطاعت جو مددگار بنائي اها دعا هيءَ آهي. اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد وما رزقتنا مما تحب اجعله عونا لنا عليٰ ما تحب وما رويت عنا مما تحب اجعله فراغا لنا في ما تحب۔

باب ٤٣

# کائڻ جا طور طريقا

ڪائڻ جي بهترين طريقن ۾ هي شامل آهي تہ ڪائڻ کي لوڻ سان شروع ڪيو وڃي ۽ لوڻ تي ئي ختم ڪيو وڃي. رسول الله ﷺ جن حضرت علي رضي الله عنه جن کي فرمايو تہ اي علي رضي الله عنه پنهنجي کاڌي جي لوڻ کان شروعات ڪر ۽لوڻ تي ئي ختم ڪر، ڇو تہ لوڻ ستر بيمارين جي شفا آهي جن ۾ جنون، جذام، برص،پيٽ جو سور ۽ ڏندن جو سور بہ شامل آهي.

حضرت عائشه صديقه رضي الله عنه فرمائي ٿي تہ” رسول الله ﷺ جن جي کابي پير جي آڱوٺي ۾ ڪنهن ڪيڙي ڪاٽيو تہ پاڻ فرمايائون تہ مون وٽ اهو سفيد لوڻ کڻي اچو جيڪو اٽي ۾ استعمال ٿيندو آهي. چنانچہ اسان لوڻ آندو ۽ پاڻ ﷺ ان کي هٿ تي رکي ٽي دفعا چٽيائون ۽ ان کان پوءِ باقي بچل لوڻ ڪٽيل حصي تي رکيائون جنهن سان درد کي سڪون حاصل ٿيو.

ڪائڻ تي گڏ ٿيڻ مستحب آهي ۽ خانقاه وغيره ۾ صوفيہ ڪرام جي هيءَ عام رسم آهي. حضرت جابر رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ” الله جل شانه جي ويجهو سڀني کان پسنديده کاڌو اهو آهي جنهن ڏي گهڻا هٿ ڊگها ٿين“ هڪ دفعي ماڻهن چيو تہ” يا رسول الله ﷺ اسين کاڌو کائون ٿا، پر پيٽ نہ ٿو ڀرجي فرمايائون تہ شايد توهان الڳ الڳ ڪائيندا آهيو، توهين گڏجي کاڌو کائو ۽ ان تي الله رب العزت جو نالو وٺي شروع ڪيو تہ توهان جي کاڌي ۾ برڪت ٿيندي“ صوفي بزرگن جي هڪ عادت اها بہ آهي تہ هو

دستر خوان تي ڪاڏو ڪائيندا آهن. هيءَ رسول الله ﷺ جن جي سنت آهي، چنانچہ حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ رسول الله ﷺ جن نہ تہ چوڪيءَ تي ڪاڏو ڪائيندا هئا ۽ نہ وڏي طشتريءَ تي. ان وقت پڇيو ويو تہ پوءِ ڪيئن ڪاڏو ڪائيندا هئا؟ انهن فرمايو تہ دستر خوان تي"

ڪائڻ مهل ننديا گرهہ ڪٽڻ گهرجن ۽ چڱي طرح چباڙي ڪاڏو ڪائڻ گهرجي،هن موقعي تي پنهنجي سامهون نظر رکي، ڪائڻ وارن جي منهن ڏي نہ تڪڻ گهرجي، وهڻ جو طريقو ڪابي پير جي سهاري تي هئڻ گهرجي ۽ ساڄي پير ڪي ايو رکڻ گهرجي ڪنهن شيءِ تي ٽيڪ لڳائڻ ڪانسواءِ ۽ تڪبر جو اظهار ڪرڻ ڪانسواءِ تواضع جي نشست ۾ وهڻ گهرجي،چو تہ رسول الله ﷺ جن منع فرمائي آهي تہ ماٿهو ٽيڪ لڳائي ڪائي، روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي تحفي ۾ هڪ ٻڪري پيش ڪئي وئي تہ پاڻ گوڏن تي پٽال هٽي ڪائڻ لڳا تہ هڪ بدوءَ چيو تہ يا رسول الله ﷺ هي ڪهڙو وهڻ جو طريقو آهي؟ فرمايائون تہ" الله تعالیٰ جل شانہ مون کي ٻانهو پيدا ڪيو آهي سرڪش ۽متڪبر نہ پيدا ڪيو آهي."

## ڪائڻ جون هدايتون

ڪائڻ ان وقت تائين نہ شروع ڪيو وڃي جيسين مير مجلس يا شيخ محترم ڪائڻ جي شروعات نہ ڪري.

حضرت حذيفه رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ" جڏهن اسين رسول الله ﷺ جن سان گڏ ڪاڌي تي موجود هوندا هئاسين تہ ان وقت تائين ڪائڻ لاءِ هٿ نہ وڌائيندا هئاسين جيستائين رسول الله ﷺ جن ڪائڻ شروع نہ ڪندا هئا.ڪاڌو ساڄي هٿ سان ڪائڻ گهرجي.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو تہ توهان مان هر هڪ ساڄي هٿ سان ڪائي پيئي ۽ ساڄي هٿ

سان ڪا شيءِ پڪڙي ۽ ساڄي هٿ سان ڪنهن کي ڪا شيءِ ڏئي، ڇو تہ شيطان کاٻي هٿ سان کائيندو پيئندو آهي ۽ کاٻي هٿ سان ڏيڻ وٺڻ جا عمل ڪندو آهي.

جيڪڏهن کائڻ جي شيءِ کجور يا ٻي ڪا ڪڪڙيءَ واري هجي تہ اڇلائڻ واري شيءِ کي کائڻ جي شين سان گڏ جمع نہ ڪجي، اهڙي شيءِ کي نہ طباق ۾ رکجي ۽ نہ هٿ جي ترِيءَ تي رکجي بلڪ وات مان ڪڍي هٿ جي پٺيءَ تي رکي اڇلائي ڇڏجي (يا ڪنهن الڳ رڪابيءَ ۾ گڏ ڪجي)

ثريد (مانيءَ جا گوشت ۾ پڪل ٽڪر) کي مٿان نہ کائڻ گهرجي، حضرت ابن عباس رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جڏهن کاڌو پيش ڪجي تہ ان کي ڪنارن کان کائو ۽ ان جي وچين حصي کي ڇڏي ڏيو، ڇو تہ برڪت وچ واري حصي تي نازل ٿيندي آهي"

حضرت جابر رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ"جڏهن توهان مان ڪير کاڌو کائي تہ پنهنجي آڱرين کي چٽي، ڇو تہ هن کي معلوم نہ آهي تہ هن جي ڪهڙي کاڌي ۾ برڪت هوندي آهي" پاڻ پيالو يا ٿانو کي بلڪل صاف ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، ان کان سواءِ کاڌي ۾ ڦوڪ بلڪل نہ هڻجي

حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها جن جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ "کائڻ ۾ ڦوڪ هڻڻ سان برڪت هلي ٿي وڃي" حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ "رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ کائڻ پيئڻ جي شين ۾ ڦوڪ نہ هڻئي ويندي هئي ۽ نہ ٿانو ۾ ساه کنيو ويندو هو، هي سڀ ڪم ادب جي خلاف آهن.

## سرڪي جي برڪت

دستر خوان تي سرڪي ۽ ڀاڄين جو موجود هجڻ مسنون آهي، چون ٿا تہ جيڪڏهن دسترخوان تي ڀاڄيون هجن تہ اتي فرشتا ٿا حاضر

ٿين،حضرت ام سعدالله رضي الله عنه فرمائي ٿي ته رسول الله ﷺ جن حضرت بي بي عائشه صديقه رضي الله عنه جن وٽ آيا ان وقت مان اتي هئس، پاڻ ﷺ جن فرمايو ته "ڇا ڏينهن جو ڪاڌو موجود آهي؟" حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها جن فرمايو ته اسان وٽ ماني، ڪجور، ۽ سرڪو آهي" پاڻ ﷺ فرمايائون ته واه واه! سرڪو ڪهڙو نه عمدو ٻوڙ آهي، اي الله جل شانه! تون سرڪي ۾ برڪت ڏي،ڇو ته مون کان اڳ به اهو پيغمبرن جي ٻاڇي هو ۽ جنهن گهر ۾ سرڪو هجي اهو گهر ويران نه ٿيندو آهي."

## جماعت سان کائڻ

کائڻ وقت خاموش رهڻ گهرجي، ڇريءَ سان گوشت ۽ مانيءَ کي ڪاٽڻ نه گهرجي. ان جي منع ٿيل آهي، جيسين سڀ فارغ نه ٿين ان وقت تائين ڪاڌي مان هٿ نه ڪڍڻ گهرجي، ڇو ته حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته آنحضرت ﷺ جن فرمايو ته" جڏهن دستر خوان وڇائجي وڃي ته ڪو به شخص ان وقت تائين اتان نه اٿي جيستائين دستر خوان نه کنيو وڃي، ڇاهي هن جوپيٽ ڀرجي ويو هجي ته به هٿ نه ڇڪي (کائڻ بلڪل بند نه ڪجي) جيستائين سڀي جماعت فارغ نه ٿي وڃي، انهيءَ وقت تائين هو پنهنجو پاڻ کي ڪاڌي ۾ ٿورو گهڻو مصورف رکي، ائين نه ٿئي ٻيا کائڻ وارا پنهنجي ساٿيءَ کي ڏسي شرمندا ٿين ۽ هٿ ڇڪي وٺن حالانڪ انهن جو انهيءَ وقت تائين پيٽ نه ڀريو هجي"

## مانيءَ جو احترام

جڏهن ماني رکي وڃي ته وڌيڪ انتظار نه ڪجي، حضرت ابو موسىٰ الاشعري رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" مانيءَ جو احترام ڪيو،ڇو ته الله تعاليٰ جل شانه توکي زمين ۽ آسمان جون برڪتون عطا فرمايون آهن ۽ لوهه، ڳئون ۽ فرزند آدم

ڪي تنهنجو تابع ڪيو اٿس (۽ انهن سيني شين جي ذريعي ماني حاصل ٿي ٿئي، طعام کائڻ جو بهترين ۽ اهم نڪتو هي آهي تہ چڱي طرح بک لڳڻ کان پوءِ کائجي ۽ پيٽ ڀرجڻ کان اڳ کائڻ بند ڪجي، ڇو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ"ماڻهو پنهنجي پيٽ کان بدتر ڪنهن بہ ٿانو کي نہ ٿو ڀري"

# خادم جو حق

صوفياءِ ڪرام جي اها عادت آهي تہ جيڪڏهن انهن جو خادم جماعت سان کاڌي تي نہ ويهي تہ هو ان کي چند لقما (گرهہ) کارائيندو آهي اهو طريقو مسنون آهي،چنانچہ حضرت ابو هريره رضي الله عنہ جن جي روايت آهي تہ ابو القاسم رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جڏهن توهان جو خادم کاڌو ڪٽي اچي تہ جيڪڏهن ان کي پاڻ سان نہ ويهاري سگهو تہ ڪم از ڪم هڪ يا ٻہ لقما ضرور ان کي کارايو، ڇو تہ هو پنهنجي پگهر جي محنت جو حقدار آهي".

# کائڻ کانپوءِ جي دعا

جڏهن کائڻ کان فراغت ٿي وڃي تہ الحمد لله چوڻ گهرجي، حضرت ابو سعيد رضي الله عنہ جن جي روايت آهي تہ " رسول الله ﷺ جن جڏهن کاڌي کان فارغ ٿيندا هئا تہ فرمائيندا هئا تہ الحمد لله الذي اطعمنا واسقانا وجعلنا من المسلمين " ٻي روايت ۾ آهي تہ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو کائڻ کان فارغ ٿي هي پڙهي" الحمدلله الذي اطعمني هذا ورزقنيہ من غير حول ولا قوة" تہ ان جا گذريل گناهہ معاف ٿي ويندا.

(کائڻ کانپوءِ) خلال ڪيو، رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" خلال ڪيو ڇو تہ اها صفائي آهي ۽ صفائي ايمان جي دعوت ڏئي ٿي ۽ ايمان ايماندار کي پاڻ سان جنت ڏي وٺي ويندو"

# کائڻ کان پوءِ هٿ ڌوئڻ

(کائڻ وارو) پنهنجي ٻنهين هٿن کي ڌوئي حضرت ابو هريره

رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ”جيڪو انهيءَ حالت ۾ رات گذاري جو هن جي هٿ ۾ سٽيپ لڳل هجي، ڇو تہ هن هٿ نہ ڌوتا هئاءِ پوءِ هن کي تڪليف پهچي تہ ان وقت ان کي صرف پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪرڻ گهرجي.

سنت اها آهي تہ هڪ ئي طشت ۾ سڀ هٿ ڌوئن، حضرت ابن عمر رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ”طشت کي لبريز ڪيو ۽مجوس جي مخالفت ڪيو“

هٿ جي تريءَ سان اک جي مسح ڪرڻ مستحب آهي، حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ” جڏهن توهان وضو ڪيو تہ پنهنجي اکين کي پاڻي پياريو ۽ پنهنجي هٿن کي نہ ڇنڊيو، ڇو تہ اهي شيطان جامورڇل آهن.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن کان دريافت ڪيو ويو تہ وضو ۽ غير وضو ٻنهين حالتن ۾ (اهو ڪم ڪيو وڃي)“؟ فرمايائون تہ ها وضو ۽غير وضو ٻنهين حالتن ۾ انهيءَ کي اختيار ڪيو وڃي، هٿن ڌوئڻ مهل ساڄي هٿ ۾ صابڻ رکي. خلال ڪرڻ مهل خلال جي ذريعي جيڪي ڪجهہ ڏندن مان نڪري ان کي نہ ڳهي پر جيڪي زبان سان لڳل هجي ان جو ڪو حرج نہ آهي“

## تصنع کان پرهيز

کائڻ وقت تصنع کان پرهيز ڪئي وڃي ۽ جهڙي طرح اڪيلو کائيندو هجي اهڙي طرح جماعت سان کائي، ڇو تہ انسان جي اندر رياڪاري هر شيءِ جي ذريعي گهڙي ايندي آهي، هڪ دفعي هڪ عالم جي سامهون ڪنهن بزرگ جو تذڪرو ڪيو ويو تہ انهيءَ هن جي تعريف نہ ڪئي، ان کان پڇيو ويو تہ ڇا توهان هن ۾ ڪا برائي ڏٺي آهي؟ هن فرمايو تہ هائو، مون هن کي کاڌي کائڻ وقت تصنع ڪندي ڏٺو آهي ۽ جيڪو کائڻ ۾ تصنع ڪري تہ ٻين ڪمن ۾ بہ ان جي تصنع جو انديشو آهي“

## ڪائڻ جون دعائون

جيڪڏهن ڪاڌو يقيني طور تي حلال جو هجي ته هيءَ دعا پڙهي.

الحمد لله الذي بنعمته تتم الصالحات وتنزل البركات اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد اللهم اطعمنا طيبا واستعملنا صالحا

جيڪڏهن ان ۾ ڪو شڪ هجي(حلال هجڻ ۾) ته هي پڙهي.

الحمد لله عليٰ كل حال اللهم صل عليٰ محمد ولا تجعله عونا علي معصيتك

(جيڪڏهن ڪنهن سان اهڙو اتفاق ٿئي ته گهٽي استغفار پڙهي ۽ رنج ۽ملال ظاهر ڪري ۽ مشتبه ڪاڌو ڪائڻ تي روئي. ڪلي نه ڇو ته اهڙي ڪاڌي تي روئڻ ڪلڻ جي برابر نه آهي. ڪائڻ ڪان پوءِ قل هو الله احد ۽ لا يلاف قريش جون سورتون پڙهڻ گهرجن جڏهن ماڻهوڪائي رهيا هجن ته انهن وٽ وڃڻ ڪان پرهيز ڪجي، ڇو ته ڇيو ويو آهي ته جيڪو بغير سڏڻ جي ڪاڌي جي طرف وڃي اهو فاسق ٿي هلندو آهي، ۽ حرام ڪائيندو آهي اسان هي الفاظ به ٻڌا آهن ته هو چور وانگر داخل ٿيندو ۽ لٽيري جي حيثيت ۾ نڪرندو آهي،پر جيڪڏهن هو ڪنهن اهڙي جماعت ڏي اچي جيڪا ان جي ڪائڻ سان خوش ٿئي ته ڪو حرج نه آهي.

## افطارڪان پوءِ دعا

مستحب هي آهي ته ماڻهو پنهنجي مهمان کي گهرجي دروازي تائين رخصت ڪري ۽مهمان به گهر جي مالڪ جي اجازت ڪانسواءِ نه نڪري، ميزبان تڪلف ڪان پرهيز ڪري پر جيڪڏهن گهٽو خرچ ڪرڻ جي نيت هجي ته ان وقت ڪو حرج نه آهي، هيءَ ڳالهه حيا ۽ تڪلف سان نه هجي، بهرحال جيڪڏهن ڪير جماعت سان گڏ ڪاڌو ڪائي ته (روزي جي حالت ۾) ڪائڻ ڪان فارغ ٿي نماز مغرب ڪان پوءِ هي دعا پڙهي

اَفۡطَرَ عِنۡدَكُمُ الصَّائِمُوۡنَ وَاَكَلَ طَعَامَكُمُ الۡاَبۡرَارُ وَصَلَّتۡ عَلَيۡكُمُ الۡمَلٰئِكَةُ

تو وٽ روزيدار افطارڪن نيڪ ماڻهو تنهنجو کاڌو کائن ۽ فرشتا توتي درود پڙهن توتي نيڪ ماڻهن جي دعا هجي جيڪي نه گنهگار آهن نه بدڪار آهن اهي رات جي وقت نماز پڙهن ٿا ۽ ڏينهن جو روزو رکن ٿا.

هڪ ٻي دعا به منقول آهي

عَلَيۡكُمۡ صَلَاةَ قَوۡمٍ اَبۡرَارٍ لَيۡسُوۡا بِاٰثِمِيۡنِ وَالۡاَفۡجَارِ يُصَلُّوۡنَ بِاللَّيۡلِ وَيَصُوۡمُوۡنَ بِالنَّهَارِ

بعض صحابي سڳورا اهائي دعا پڙهندا هئا. طعام جي طور طريقين ۽ سهڻن ڏانون جي ڪنهن جي سامهون سلسلي ۾ اها ڳالهه به اهم آهي ته جيڪو کاڌو پيش ڪيو وڃي ان کي هو حقير نه سمجهي.

رسول الله ﷺ جن جو هڪ اصحابي فرمائيندو هو ته اسان کي خبر نه آهي ته ڪير وڌيڪ گنهگار آهي؟ اهو شخص جيڪو پيش ٿيل کاڌي کي حقير سمجهي يا اهو شخص جيڪو پنهنجي کاڌي کي حقير سمجهي ان کي پيش ڪرڻ کان گريز ڪري.

## نالي نمود جو کاڌو

اهي کاڌا جيڪي نالي نمود يا شادي ۽ ماتم جي موقعي تي تيار ڪرايا وڃن، انهن جو کائڻ مڪروهه آهي،اهو کاڌو جيڪو پٽڪو ڪرڻ وارن لاءِ پچايو وڃي ان کي نه کائڻ گهرجي ۽ جيڪو افسوس ڪرڻ وارن لاءِ تيار ڪيو وڃي ان ۾ ڪو حرج نه آهي ان جي قائم مقام کاڌن جو به اهوئي حڪم آهي.

جيڪڏهن ڪنهن شخص کي پنهنجي ياءُ جي حال جو علم ٿي وڃي ته ان جو ياءُ ان جي کائڻ ۾ تصرف ڪرڻ سان خوش ٿيندو آهي. جيڪڏهن هو هن جي اجازت کان سواءِ کاڌو کائي ته حرج ناهي ڇو ته الله تعاليٰ جل شانه دوست جي گهر ۾ کاڌو کائڻ کي جائز قرار ڏنو آهي.

چون ٿا ته هڪ جماعت حضرت سفيان ثوريءَ جي گهر آئي ته پاڻ

گهر ۾ ڪو نہ هئا لهاذا پاڻ دروازو کولي دستر خوان ڪڍيائون ۽ کائڻ لڳا، ايتري ۾ حضرت سفيان بہ اچي ويو تہ هو گهڻو خوش ٿيا ۽ چيائون تہ تو گذريل بزرگن جا اخلاق ياد ڏياريا آهن اهي ائين ئي هوندا هئا"

## دعوت قبول ڪرڻ

جڏهن ڪنهن کي کاڌي جي لاءِ سڏجي تہ ان کي قبول ڪرڻ سنت آهي بلڪ وليمي جي دعوت۾ وڌيڪ تاڪيد آئي آهي،پر ڪي ماڻهو تڪبر ۽ غرور جي ڪري دعوت ۾ شريڪ نہ ٿيندا آهن، هيءَ انهن جي غلطي آهي جيڪڏهن هي عملي تصنع ۽ رياڪاريءَ جي طريقي سان ڪيو وڃي تہ تڪبر کان گهٽ آهي.

روايت آهي تہ حضرت امام حسن بن علي عليه السلام انهن غريب ماڻهن وٽان لنگهيا جيڪي رستن تي ماڻهن کان پنندا هئا انهن مانين جا ٽڪرا رستن تي ڦهلائي ڇڏيا هئا. حضرت امام حسن عليه السلام خچر تي سواري ڪري رهيا هئا. جڏهن پاڻ انهن وٽان لنگهيا تہ کين سلام ڪيائون. انهن سلام جو جواب ڏئي چيو تہ"اي فرزند رسول الله ﷺ کائڻ لاءِ اچو، پاڻ فرمايائون تہ هائو،الله تعالیٰ جل شانہ متڪبرن کي ناپسند ڪندو آهي"پوءِ پاڻ پنهي ڦيرائي سواريءَ تان لٿا ۽ انهن سان گڏ زمين تي ويهي کائڻ لڳا ان کان پوءِ سلام ڪري سوار ٿي ويا. بيان ڪيو ٿو وڃي تہ يائرن سان گڏجي کاڌو کائڻ اهل وعيال سان گڏجي ويهي کائڻ کان افضل آهي. روايت آهي تہ هارون الرشيد، نابيني ابو معاوئي کي گهرايو ۽ حڪم ڏنائون تہ هن کي کاڌو پيش ڪيو وڃي، جڏهن هو کائي چڪا تہ هارون الرشيد طشت ۾ پاڻيءَ وجهي هٿ ڌوتا، جڏهن هو فارغ ٿيا تہ هارون رشيد پڇيو تہ اي ابو معاويہ! ڇا توکي خبر آهي تہ ڪنهن تنهنجا هٿ ڌئاريا؟ هن چيو تہ مون کي معلوم ناهي، هارون الرشيد چيو تہ امير المؤمنين هٿ ڌئاريا، ابو معاويہ چيو تہ تو علم جي تعظيم ڪئي آهي لهاذا جهڙي طرح توعلم جو وقار وڌايو آهي ساڳي طرح الله جل شانہ تنهنجي عزت کي وڌائي.

باب ۴۴

# لباس جا صوفيانہ طور طريقا

لباس بہ نفس جي اهم ضرورت آهي ان جي ذريعي سردي ۽گرميءَ جي حفاظت ٿيندي آهي، ۽ جهڙي طرح ڪاڌي جي ذريعي بک کي دور ڪيو ويندو آهي ۽ جهڙي طرح نفس ضرورت جيتري ڪاڌي تي قناعت نہ ٿو ڪري بلڪ وڌيڪ جي خواهش ڪندو آهي اهڙي طرح لباس جا بہ نوان نوان طريقا ڪڍندو آهي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هن جي گوناگون خواهش ۽ مختلف ضرورتون هونديون آهن،پر صوفي نفس کي لباس جي معاملي ۾ بہ علم جي اتباع تي مجبور ڪندو آهي.

ڪنهن صوفيءَ کي چيو ويو تہ" تنهنجو لباس ڦاٽل آهي" هن فرمايو" پر هي حلال ڪمائيءَ مان ٺهيل آهي" وري چيو ويو تہ "هي ميرو بہ آهي " هن فرمايو تہ"پر هي پاڪ آهي" ان ڪري هڪ مخلص صادق جو لباس جي سلسلي ۾ هي نقطہ نگاهہ هوندو آهي تہ اهو حلال ڪمائيءَ جو هجي، رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ" جيڪڏهن ڪو شخص ڏهن درهمن ۾ ڪو ڪپڙو خريد ڪري ۽ان جي قيمت ۾ هڪ درهم بہ حرام جو هجي تہ الله تعاليٰ جل شانہ ان جي ڪا بہ فرضي ۽ نفلي عبادت قبول نہ ڪندو"

ان ڪان پوءِ صوفيءَ جي نظر هن طرف هوندي آهي تہ لباس پاڪ هجي ڇو تہ نماز جي درست هجڻ لاءِ لباس جي پاڪيزگي شرط آهي، هنن ٻنهي نقطہ نگاهہ ڪان پوءِ هو اهو ڏسندو آهي تہ لباس گرمي ۽ سرديءَ کي دور ڪري ڇو تہ ان ۾ نفس جي مصلحت ۽ ڀلائي آهي ان ڪان پوءِ جيڪڏهن نفس ڪنهن ٻي شيءِ جي خواهش ڪري تہ اهو فضول ۽

اجائي ڳالهہ آهي جنهن جو مقصد محض مخلوق ۾ نالو ۽ نمود آهي، اهل حق جي لباس پائڻ جو مقصد يا تہ خداوند ڪريم جل جلالہ جي رضامندي هوندي آهي يعني (خداوند ڪريم جي حڪم جي مطابق) اهو ستر عورت اختيار ڪري (پوشيده جڳهين کي لڪائي) يا ٻيو مقصد اهو هوندو آهي تہ سردي ۽ گرميءَ کي دور ڪري نفس جي حفاظت ڪئي وڃي.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ حضرت سفيان الثوري رحمہ الله عليہ جن هڪ ڏينهن ابتو لباس پاتل هئو ۽ کين ان جو علم نہ هو جڏهن کين ٻڌايو ويو تہ پاڻ گهريائون تہ لباس تبديل ڪن، پر وري اهو ارادو ملتوي ڪري ڇڏيائون ۽ فرمايائون تہ ”جڏهن مون ان کي پاتو هو تہ نيت ڪئي هئم تہ الله جل شانہ جي لاءِ پائي رهيو آهيان. لهاذا رڳو ماڻهن جي ڏسڻ جي خيال سان ان کي تبديل ڪري پهرين نيت کي ضايع نہ ڪندس“

## زندگيءَ ۾ تناسب

صوفيہ ڪرام اخلاق جي پاڪيزگيءَ سان مخصوص آهن،انهن کي پاڪيزه اخلاق صرف ان ڪري حاصل ٿيا آهن جو الله تعاليٰ جل شانہ انهن ۾ هن قسم جي صلاحيت، قابليت ۽ استعداد رکيو هو ۽انهن جي پاڪيزه اخلاق مان اها خبر پئي ٿي تہ انهن جي هيئت نفس ۾ تناسب ملي ٿو ۽ انهيءَ ئي تناسب جي طرف هن آيت ڪريمہ ۾ اشارو ڪيو ويو آهي.

| | |
|---|---|
| فَاِذَا سَوَّيْتُهٗ وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ | جڏهن مان ان کي هموار ڪيان ۽ ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيان |

انهيءَ همواريءَ مان مراد تناسب آهي، لهاذا اهوئي مناسب آهي تہ انهن جو لباس انهن جي ڪائڻ جي مطابق هجي،انهن جو ڪاڏو انهن جي ڪلام جي موافق هجي ۽ انهن جو ڪلام انهن جي ننڊ جي مطابق هجي،ڇو تہ نفس ۾ جيڪو تناسب ملي ٿو اهو علم جو پابند آهي ۽ علمئي مختلف حالتن جي مشابهت ۽ مماثلت جي باري ۾ صحيح فيصلو

ڪري ٿو سگهي. ان ڪري هر زماني جا صوفياءِ ڪرام خواهش جي آميزش جي باوجود ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين تناسب کي ضروري خيال ڪندا آهن ۽ جنهن حد تائين هو تناسب کي ملحوظ خاطر رکندا آهن اهو سڀ ڪجهہ انهن جي بزرگان سلف جي حال جو نتيجو آهي.

## لباس ۽ طعام ۾ مناسبت

شيخ ابو سليمان الدارفي رحمہ الله عليہ جن فرمايو تہ هڪ درويش ٽن درهمن ۾لباس خريد ڪري پائي ٿوءِ ان جي پيٽ جي خواهش پنجن درهمن جي هوندي آهي، پاڻ انهيءَ ڳالهہ کي ان لاءِ ناپسند ڪيو اٿن جو ان ۾ تناسب نہ ٿو ملي،لهاذا جنهن جا ڪپڙا ٿلها هجن تہ ان کي گهرجي تہ ان جو کاڌو بہ انهيءَ طرح جو هجي، جيڪڏهن ڪنهن جي لباس ۽ کائڻ جي شين ۾ اختلاف هجي تہ ان مان طبيعت جي بگاڙ جي خبر ٿي پئي يعني ان جي ٻنهين شين مان ڪنهن هڪ شيءِ جي طرف لڪل چاهت هوندي يا تہ هن جو مخلوق جي نالي ۽ نمود جي ڪري لباس ڏي ميلان هوندو يا انتهائي حرص ۽ طمع جي ڪري کائڻ ڏي طبيعت جو رجحان هوندو، هي ٻن قسمن جاميلان هڪ بيماري آهي،جنهن جي علاج جي ضرورت آهي تہ جيئن (روحاني بيمار) اعتدال جي حد تي اچي وڃي.

شيخ ابو سليمان الداراني رحمہ الله عليہ جن ڌوتل لباس پاتو تہ شيخ احمد کين چيو تہ ڪاش تون ان کان بهتر ۽ عمدولباس پائين ها" ان تي هو چوڻ لڳا تہ ڪاش منهنجو قلب ٻين جي قلبن جي مقابلي ۾ اهڙوئي هجي ها جيئن هيءَ قميس ٻين جي لباس جي مقابلي ۾ نظر ٿي اچي."

## درويشن جو لباس

(انهيءَ قسم جي تعليم جو نتيجو آهي جو) درويش چتيون لڳائي ڪپڙا پائيندا آهن، ڪيترا دفعا هو گند مان ٽڪرڙيون کڻي انهن جون چيتون پنهنجي لباس تي لڳائيندا هئا. چنانچہ اهل حق جي هڪ

جماعت ائين ئي ڪندي هئي، جيئن ته ان جي آمدنيءَ جو ذريعو مقرر نه هو ان ڪري جهڙي طرح هو گند مان ٽڪرا ٽڪريون ڪڻندا هئا، اهڙي طرح هو ماڻهن جي گهرن جي دروازن تان ڪاڌو تلاش ڪندا هئا. شيخ ابو عبدالله الرفاعي انهيءَ قسم جي فقر ۽ توڪل تي ٽيهن سالن تائين مستقل مزاجيءَ سان قائم رهيا، جڏهن درويشن لاءِ ڪاڌو ايندو هو ته هو انهن سان گڏجي ڪاڌو نه ڪائيندا هئا، جڏهن انهن ڪان پڇيو ويندو هو ته چوندا هئا ته توهان توڪل جي حق تي ڪائو ٿا ۽مان فقيري ۽ مسڪينيءَ جي حق جي مطابق ڪاوان ٿو. ان ڪان پوءِ هو مغرب ۽ عشا جي وچ ۾ مانيءَ جا ٽڪرا حاصل ڪرڻ لاءِ نڪري ويندا هئا،بهرحال هي انهن ماڻهن جي حالت آهي جن جو ڪو ذريعو معاش مقرر نه هجي ۽ هو ڪنهن جي به احسان هيٺ نه هجن.

چون ٿا ته چتيون لڳل لباس وارن درويشن جي هڪ جماعت شيخ بشر بن حارث جن وٽ آئي ته هو چوڻ لڳا ته اي لوڪو! الله جل شانه ڪان ڊڃو ۽ انهيءَ لباس ۾ نمودار نه ٿيندا ڪيو، ڇو ته توهان انهيءَ جي ذريعي سڃاتا ٿا وڃو ۽ توهان جي عزت ڪئي ٿي وڃي، خدا جو قسم هي لباس ظاهر ٿي رهندو، ايتري قدر جو هي دين سراسر الله رب العزت جي لاءِ ٿي وڃي، شيخ بشر فرمايو، اي ڇوڪرا! تو خوب ڇيو تو جهڙا ماڻهو گودڙي پائي ٿا سگهن." اهڙين حالتن جو نتيجو اهو ٿيندو هو جو هڪ درويش جو لباس ڪافي عرصي تائين نه لهندو هو، ۽ ان وٽ هڪ ئي پوشاڪ هوندي هئي جيڪا هو پائيندو هو.

روايت آهي ته حضرت امير المؤمنين علي رضي الله عنه جن هڪ قميص پاتي جنهن کي پاڻ ٽن درهمن ۾ خريد ڪيو هئائون پوءِ پاڻ پنهنجي آڱرين جي سرن سان پنهنجي آستين کي ڦاڙيو. هڪ دفعي پاڻ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جن کي فرمايائون ته جيڪڏهن تون چاهين ٿو ته پنهنجي دوست (رسول ڪريم ﷺ) سان ملين ته پنهنجي

قميص ۾ چتيون لڳاءِ ۽ پنهنجي جتي کي ڳنڍ پنهنجون اميدون گهٽ ڪر ۽پنهنجي پيٽ ۾ گهٽ کاءُ.

## لباس جي ڪمي (گهٽتائي)

حضرت جريري رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ بغداد جي جامع مسجد ۾ هڪ ماڻهو رهندو هو جيڪو سيءَ ۽ گرميءَ جي هر موسم ۾ هڪ ئي ڪپڙي ۾ رهندو هو، جڏهن ان کان انهيءَ باري ۾پڇيو ويو تہ چيائين تہ مون کي تمام گهڻين پوشاڪن پائڻ جو شوق هو، هڪ رات ستل حالت ۾ مون خواب ڏٺو تہ مان جنت ۾ داخل ٿيو آهيان اتي مون پنهنجي ساٿي دوريش جي هڪ جماعت کي دستر خوان تي ويٺل ڏٺو تہ مون سوچيو تہ مان بہ انهن سان گڏ ويهان تہ ايتري ۾ فرشتن جي هڪ جماعت منهنجو هٿ پڪڙي مون کي اٿاريو ۽ چوڻ لڳا تہ هي ماڻهو هڪ ڪپڙي وارا آهن ۽ تو وٽ بہ قيمصون آهن، تون هنن سان نہ ويهہ" ان کان پوءِ مان جاڳي پيس لهذا ان وقت کان مون عهد ڪيو آهي تہ مان هڪ ئي ڪپڙو پائيندس ايتري قدر جو الله رب العزت سان وڃي ملان".

چون ٿا تہ جڏهن شيخ ابو يزيد جو وصال ٿيو تہ سندن بدن تي صرف هڪ ڪرتو هوءِ اهو بہ ڪنهن کان گهري ورتل- چنانچہ (سندن وصال کانپوءِ) اهو ان جي مالڪ کي واپس ڪيو ويو، اسان جي محترم شيخ جي شيخ جناب حماد رحمه الله عليه جن جو اهو حال هو تہ هو گهڻي عرصي تائين اجرت جو لباس پائيندا هئا، پنهنجي ذاتي ملڪيت جو کولباس نہ پاتائون.

شيخ ابو حفص الحداد رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" جيڪڏهن توهان ڪنهن درويش کي پڙڪيدار لباس پاتل ڏسو تہ ان جي ڀلائيءَ جي اميد نہ رکو، چون ٿا تہ شيخ جنيد رحمه الله عليه جي استاد ابن االڪرينسي رحمه الله عليه جن جو جڏهن وصال ٿيو تہ سندن بدن تي

گودڙي هئي،ان جي هڪ آستين جو وزن تيرهن پائونڊ هو چنانچہ بزرگن جي هڪ جماعت انهيءَ قسم جو ٿلهو لباس پائيندي هئي،پر نيڪ بندن جي هڪ جماعت آهي جيڪادرويشن جهڙو لباس نہ ٿي پائي اهڙي طرح انهن جو مقصد اهو آهي تہ هو پنهنجي حالت کي لڪائڻ يا انهن کي انهيءَ جو انديشو هوندو آهي تہ درويشاڻي گودڙيءَ جو حق ادا نہ ڪري سگهنداسين.

## نرم ۽ سخت لباس

چون ٿا تہ شيخ ابو حفص الحداد نرم پوشاڪ پائيندو هو، سندن گهر ۾ واري بہ وڇانيل رهندي هئي، جنهن تي غالبا پاڻ ڪجهہ وڇائڻ کان سواءِ سمهندا هئا، پر اهل صفہ جي هڪ جماعت ان کي پسند نہ ٿي ڪري تہ سندن ۽ مٽي جي وچ ۾ ڪا شيءِ نہ هجي، پر شيخ ابو حفص صحيح علم ۽ نيڪ نيتيءَ سان نرم لباس پائيندا هئا۽ انهيءَ نيت جي درستيءَ سان سندن خداوند ڪريم سان هڪ تعلق هو،لهاذا جيڪڏهن ٻيا اهل حق حضرات ٿلهو ۽ سخت لباس نہ پائن ۽ ان ۾ هو نيڪ نيت هجن تہ ڪنهن کي بہ ان تي اعتراض ڪرڻ نہ گهرجي، پر بنيادي اصول اهوئي آهي تہ سيني درويشن جو شان اهوئي هجي تہ هو ٿلهو ۽گودڙيءَ جو لباس پائن تانجو دنيا ۽ ان جي شان وشوڪت سان سندن بي رغبتي ظاهر ٿئي.

هيءَ روايت نقل ٿيل آهي تہ" جيڪو قدرت رکڻ جي باوجود زيب ۽ زينت جو لباس ترڪ ڪري تہ الله تعاليٰ جل شانہ ان کي بهشتي جبو پارائيندو" بهرحال نرم لباس پائڻ صرف انهيءَ کي زيب ٿو ڏئي، جيڪو پنهنجي روحاني حالت کان واقف هجيءَ پنهنجي نفس جي حالت کي چڱي طرح ڄاڻندو هجي ۽ ان جي لڪل خواهشن تي قابو بہ رکندو هجي تہ جيئن هو الله تعاليٰ جل شانہ جي سامهون نيڪ نيتيءَ سان ظاهر ٿئي انهيءَ سلسلي ۾ نيڪ نيتيءَ جا گهڻا طريقا آهن جن جي تشريح گهٽي ڏکي آهي.

# لباس ۾ تسليم ۽ رضا

گهڻا ماڻهو قصدا نہ تہ ٿلهو لباس پائيندا آهن ۽نہ نرم لباس پائيندا آهن، بلڪ جيڪو حق تعاليٰ جل شانہ کين مهيا ڪري ڏئي اهوئي پائي ڇڏيندا آهن. هو وقت جا تابع هوندا آهن. هي طريقو بہ سٺو آهي پر ان کان بهتر طريقو هي آهي تہ سالڪ طريقت پنهنجي نفس کي ڏونڌاڙي جيڪڏهن ان ۾ طمع يا ڪا لڪل يا ظاهري مخصوص خواهش انهيءَ لباس جي باري ۾ ملي جيڪو الله تعاليٰ جل شانہ ان کي مهيا ڪيوهجي تہ انهيءَ خواهش کي هو دور ڪري پر جيڪڏهن هن پنهنجي مرضي ۽ اختيار کي ترڪ ڪري پنهنجو پاڻ کي خداوند ڪريم جي حوالي ڪري ڇڏيو تہ ان صورت ۾ ان لاءِ اهوئي رستو باقي رهجي ٿو وڃي تہ هو انهيءَ ئي لباس کي پائي جيڪو الله تعاليٰ جل شانہ هن کي مهيا ڪيو هجي.

اسان جا شيخ محترم حضرت ابو النجيب السهروردي ڪنهن بہ مخصوص لباس جا پابند نہ هئا، بلڪ بغير مقصد ۽ ارادي جي جيڪو بہ لباس ملندو هئن پائي ڇڏيندا هئا. البت حضرت شيخ عبدالقادر جو مخصوص لباس هوندو هو، شيخ علي بن اليشيءِ عراق جي ڀراڙيءَ جي درويشن جو لباس اختيار ڪيو هو ۽ زنجان جي شيخ ابو ابڪر الغراءِ عام ماڻهن وانگر ٿلهي پوستين پائيندا هئا. اهڙي طرح هر هڪ جي لباس ۽ وضع ۾ نيڪ نيتي هئي جن جي فرق مراتب جي تشريح گهڻو ڊگهي آهي.

شيخ ابو السعود رحمہ الله عليہ جن پنهنجو پاڻ کي بي اختيار ڪري الله جل جلالہ جي سپرد ڪري ڇڏيو هو، ان ڪري جڏهن بہ کين نرم لباس مهيا ٿيندو هو تہ هو ان کي بہ اختيار فرمائيندا هئا ان وقت ماڻهو کين عرض ڪندا هئا تہ جڏهن توهان لباس پايو ٿا تہ ڪي ماڻهو اندروني طور تي ان کي ناپسند ڪندا آهن، ان تي پاڻ فرمائيندا هئا تہ

اسين ہن قسمن جي ماڻهن سان ملندا آهيون پهرئين قسم جا اهي ماڻهو آهن جيڪي شريعت جي ظاهر حڪم جي مطابق اسان تي اعتراض ٿا ڪن، انهن کي اسين اهو ٿا چئون تہ اسان جي لباس کي شريعت مڪروھ يا حرام چوي ٿي هو چوندا آهن تہ نہ ۽ ٻئي قسم ۾ اهي شخص شامل آهن جيڪي اسان کان همٿ وارن يعني صوفيا ڪرام جي حقائق جو مطالبو ٿا ڪن اسين انهن کي چئون ٿا تہ ڇا تنهنجي خيال ۾ اسان هي لباس پنهنجي اختيار ۽مرضيءَ سان پاتو آهي يا ان جي پائڻ ۾ اسان جي ڪا ذاتي خواهش لڪل آهي؟ تہ اهي بہ ان جو جواب نفيءَ ۾ ٿا ڏين.

ڪو مرد بزرگ اهڙو بہ هوندو آهي جيڪو نرم ۽ سخت ٻنهين قسمن جو لباس پائي ٿو سگهي، پر هو اهو ٿو چاهي تہ صرف الله تعالىٰ جل شانہ هن لاءِ مخصوص وضع کي پسند ڪري ان ڪري هو نيازمنديءَ سان ان کي درخواست ٿو ڪري تہ ان کي بهترين وضع ۽ لباس کان مطلع ڪري جنهن ۾ هن جي دين ۽ دنيا جي لاءِ ڀلائي هجي، ڇو تہ اهو حرص ۽ هوا جو بندو ناهي، اهڙي صورت ۾ الله تعالىٰ جل شانہ ڪشف جي ذريعي ڪنهن مخصوص وضع جي طرف رهنمائي ڪري ٿو ۽ هو اهڙي وضع ۽ لباس کي لازمي طور تي اختيار ڪري ٿو، اهڙي طرح ان جو لباس الله رب العزت جي حڪم سان مقرر ٿي ويندو آهي. هي طريقو هن طريقي کان وڌيڪ مڪمل آهي جنهن ۾ صرف الله تعالىٰ جل شانہ جي لاءِ لباس کي اختيار ڪجي.

اهل حق مان ڪو شخص اهڙو بہ هوندو آهي جيڪو تمام وڏو عالم هوندو آهي ۽ خداوند ڪريم ان کي ڪشادگي بہ عطا فرمائيندو آهي. ان ڪري هو خوشحاليءَ سان زندگي بسر ڪندو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ هو پوري علم ۽ يقين سان ڪو لباس پائي ٿو پر هن کي انهيءَ جي قطعا پرواھ نہ هوندي آهي تہ اهو نرم لباس آهي يا سخت يا کهرو، بلڪ عام طور تي هو نرم لباس کي ئي ترجيح ڏيندو آهي،ء ان ۾ هن

جي نفس کي اختيار حاصل ٿي لذت ملندي آهي، هيءَ حظ نفس ان کي ٻيهر واپس ڪري عطا ڪيو ويندو آهي، پر هي ان جو تابع هوندو آهي ڇو تہ الله تعاليٰ جل شانہ بہ ان جي ارادي ۾ هن جي موافقت فرمائيندو آهي اهڙو شخص نہ صرف پاڪيزه نفس ۽ طهارت ۾ ڪامل آهي بلڪ محبوب خدا ۽ بامراد بہ آهي. خدا تعاليٰ جل شانہ هن جي مراد ۽ خواهش جلد پوري ڪندو آهي ۽ هن مقام تي گهڻا دعويدار لغزش بہ کائيندا آهن.

حضرت يحيٰ بن معاذ الرازي رحمہ الله عليہ جن شروعاتي حالت ۾ ان ۽ وارن جا ٺهيل ڪپڙا پائيندا هئا، پر آخر عمر ۾ نرم لباس پائڻ لڳا هئا، جڏهن انهن کان پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ ويچارو يحيٰ (يعني هو خود ) گهٽ درجي (جي لباس) تي صبر ڪري نہ سگهيو تہ اهو تحفي ( جي نرم ۽ نازڪ ڪپڙن) تي ڪيئن صبر ڪري سگهندو؟"

ڪن صاحبن کي ڦهريائين معلوم ٿي ويندو آهي تہ انهن کي کهڙي پوشاڪ ملندي، لهذا جڏهن اها پوشاڪ انهن وٽ ايندي آهي تہ هو ان کي پائي ڇڏيندا آهن. انهن جو اهو رويو تعريف جي قابل آهي حالانڪ حق پرستن جا حالات مختلف قسمن جا ٿيندا آهن تہ بہ هي سڀ طريقا مستحسن آهن (جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ)

قُلْ كُلٌّ يَّعْمَلُ عَلٰي شَاكِلَتِهٖ فَرَبُّكُمْ اَعْلَمُ بِمَنْ هُوَ اَهْدٰي سَبِيْلًا (پ١٥)

فرمائي ڇڏيو تہ هر شخص پنهنجي طريقي تي ڪم ڪندو آهي تنهنجو پروردگار چڱي طرح ڄاڻي ٿو تہ ڪير سيني کان وڌيڪ سڌي رستي تي آهي.

بهرڪيف ٿلهو لباس پائڻ بهتر ۽ افضل آهي ڇو تہ حق جو بندو ان جي ذريعي ڪيترين آفتن کان محفوظ رهندو آهي.

## حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمه الله عليه جو لباس

جناب مسلمہ بن عبدالملک بيان ٿو ڪري تہ "مان خليفي حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جي بيماريءَ ۾ سندن زوجہ جناب فاطمه رضي الله عنه کي چيو تہ" امير المؤمنين جا ڪپڙا ڌوئو" هن فرمايو تہ" اسين انشاءالله ائين ڪنداسين. جڏهن ٻيهر ويس تہ سندس قميص ساڳي طرح ميري هئي. ان تي مون چيو تہ اي فاطمه! ڇامون توهان کي نہ چيو هو تہ هن جي قميص ڌوئو؟ ان تي سندن زال فرمايو تہ "خدا جو قسم انهيءَ قميس ڪانسواءِ ٻي قميص هن وٽ ڪانهي، حضرت سالم فرمائي ٿو تہ" حضرت عمر بن عبدالعزيز خليفي ٿيڻ کان اڳ سييني کان وڌيڪ نرم لباس پائيندا هئا پر جڏهن خليفا ٿيا تہ گوڏن ۾ مٿو ڏئي رئڻ لڳا، پوءِ پنهنجا پراڻا ڪپڙا گهرائي انهن کي پاتائون، چون ٿا تہ جڏهن حضرت ابوالدرداءَ انتقال فرمايو تہ سندن لباس ۾ چاليهہ چتيون ڏسڻ ۾ آيون حالانڪ سندن وظيفو چاليهہ هزار درهم مقرر هئو.

## سادي زندگي

حضرت زيد بن مصعب رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ" حضرت علي رضي الله عنه ابن ابي طالب ري جو اٽيل ڪرتو پاتو. اهو ڪرتو اهڙو هئو جو جڏهن ان جون ٻانهون ڇڪيون وينديون هيون تہ ان وقت اهي آگرين جي سر تائين پهچنديون هيون، خارجين (ٻانهن ڊگهين نہ هئڻ سبب) ان تي اعتراض ڪيو تہ پاڻ فرمايائون تہ" توهان منهنجي انهيءَ لباس مان عيب ٿا ڪڍو جيڪو تڪبر کان گهٽو پري آهي ۽ انهي لائق آهي تہ مسلمان (هن ۾) منهنجي پيروي ڪن"

چون ٿا تہ جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه ڪنهن (ماٿهو جي بدن) تي ٻہ سنها ڪپڙا ڏسندا هئا تہ ڦٽڪو ڪٽي ان تي چڙهي ويندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ هي چمڪ ڏمڪ جي پوشاڪ عورتن لاءِ رهڻ ڏيو"

رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" پنهنجي قلبن کي سادي لباس سان روشن ڪيو، اگرچہ اهو دنيا ۾ ذلت جو باعث آهي، پر آخرت جو نور

آهي، لهاذا ماڻهن جي تعريف سان پنهنجي دين کي خراب نہ ڪيو".

روايت آهي تہ هڪ دفعي رسول الله ﷺ جن جوتا پاتا، جڏهن پاڻ ان جي طرف ڏٺائون تہ ان جي خوبصورتي کين ﷺ ڏاڍي پسند آئي، فورا پاڻ سجدو ادا ڪيائون جڏهن ان جو سبب پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ" مون کي اهو انديشو هو تہ ڪاٿي منهنجو پروردگار جل شانہ مون کان خفا نہ ٿي وڃي ان ڪري مون ان جي سامهون تواضع ڪيو، هاڻي هي جوتا منهنجي گهر ۾ رات نہ گذاري سگهندا، ڇو تہ انهن جي ڪري مون کي خداوند ڪريم جي ناراضگيءَ جو انديشو آهي، هي چئي پاڻ صلي الله عليه وسلم ان کي لاهي ڇڏيو، ۽ جيڪو غريب ماڻهو کين سيني کان پهريائين مليو ان کي ڏئي ڇڏيائون، ان کانپوءِ پاڻ حڪم فرمايائون تہ سندن ﷺ لاءِ پراڻو جوتو آندو وڃي، روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ان جو لباس ۽ گنل جوتو پائيندا هئا، غلامن سان گڏ کاڌو کائيندا هئا.

جيئن تہ نفس آفتن جو مقام آهي ان ڪري ان جي لڪل مڪر ۽ فريب ۽ ان جي مخفي خواهشن کي معلوم ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي، ان ڪري افضل طريقو اهوئي آهي تہ جنهن ڪم ۾ گهٽو احتياط هجي ان کي اختيار ڪيو وڃي ۽مشڪوڪ پهلوءَ کي ڇڏي اهو پاسو اختيار ڪجي جيڪو غير مشتبہ هجي.

## سهوليت ۽ همت

انسان جي لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ جيستائين ان جو نفس مڪمل پاڪيزه نہ ٿي وڃي ۽ ان کي سهوليت ۽ وسعت جو پختو علم نہ هجي ان وقت تائين هو سهوليت ۽ وسعت کي اختيار نہ ڪري، هي انهيءَ وقت ئي ٿي سگهي ٿو جڏهن نفس پنهنجي خواهشن جي پيروي ڪرڻ ڇڏي ڏئي ۽هن جي نيت ۾ اهو خلوص پيدا ٿي وڃي جنهن جي ڪري صريح ۽ واضع علم جي رهنمائيءَ ۾ هن جا تصرفات صحيح ٿيڻ لڳن، پر اهل همت، همت جي گهوڙن تي سوار رهندا آهن، ۽ (هر ڳالهہ

۾ ) رخصت ۽ سھوليت کي ان ڪري اختيار ڪرڻ پسند نہ ڪندا آھن تہ ائين نہ ٿئي تہ ھو زھد جي فضيلت کان محروم ٿي وڃن ڇو تہ نرم ۽ نازڪ لباس پائڻ دنياداري آھي ۽ انھيءَ ڪري ڇيو ويو آھي تہ جنھن جو لباس نرم ۽ نازڪ ھجي ان جو دين ۽ ايمان بہ نرم ۽ نازڪ ھوندو آھي، ھيءَ سھولت ان کي ڏني ويئي آھي جيڪي زھد اختيار نہ ڪندا آھن ۽ شريعت جي سھولتن تي اڪتفا ڪندا آھن.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جن جي روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جنھن جي دل ۾ ذري جيترو بہ تڪبر ھوندو اھو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو" ان تي ھڪ ماڻھو عرض ڪيو تہ "انسان چاھيندو آھي تہ ان جو لباس سنو ھجي ۽ ھن جا جوتا بہ سنا ھجن" پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ "الله جل شانہ صاحب جمال آھي ۽ حسن ۽ جمال کي پسند فرمائيندو آھي" ھن حديث شريف ۾ انھيءَ شخص کي اجازت ڏني ويئي آھي جيڪو نفساني خواھش ۽ غرور ۽ فخر کان بغير سنو لباس پائي پر جيڪو شخص فخر ۽ غرور جي لاءِ سنو لباس پائيندو ھجي ان جي حق ۾ وعيد آئي آھي، چنانچہ حضرت ابو ھريرہ رضي الله عنہ جن جي روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ"مؤمن جو لباس اڌ پنيءَ کان ٽخنن تائين آھي ۽ جيڪو لباس ٽخنن (مرن) کان ھيٺ ھجي اھو دوزخ ۾ آھي، جيڪو شخص ٽيڪر سان پنھنجو ھيٺيون لباس (سلوار، گوڏ وغيرہ) گھلي ٿو ھلي الله تعاليٰ جل شانہ قيامت جي ڏينھن ان جي طرف نہ ڏسندو . ھڪ دفعي توھان کان پھرين قوم جو ھڪ شخص پنھنجي چادر تي ٽيڪر سان ھلي رھيو ھو ۽ پنھنجي انھيءَ چادر تي فخر ڪري رھيو ھو تہ الله تعاليٰ جل شانہ اوچتو ان کي زمين ۾ دٻائي ڇڏيو ۽ اھو قيامت تائين ائين ئي اتي حرڪت ڪندو رھندو.

جيئن تہ ھر سالڪ جا حالات مختلف ھوندا آھن لھاذا جنھن جي روحاني حالت صحيح علم جي ڪري درست ھجي ان جي نيت ڪائڻ پيئڻ

۽ ٻين تصرفات ۾ درست هوندي آهي ۽ باطني استقامت سان ان جا سڀ حالات بہ ڊرست رهندا آهن يعني ان جي باطن ۾ جيتري استقامت هوندي آهي،اوتري قدر ايزدي توفيق سان حق جي ٻانهي جا سڀ تصرفات درست ٿيندا ويندا آهن.

باب ٤٥

# اوجاڳي جي فضيلت

الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته

إِذْ يُغَشِّيكُمُ النُّعَاسَ أَمَنَةً مِّنْهُ وَيُنَزِّلُ عَلَيْكُم مِّنَ السَّمَاءِ مَاءً لِّيُطَهِّرَكُم بِهِ وَيُذْهِبَ عَنكُمْ رِجْزَ الشَّيْطَانِ (پ٩ انفعال٢)

(انهيءَ وقت کي ياد ڪيو) جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي طرف کان سڪون جي لاءِ توهان تي غنودگي طاري ڪري رهيو هو ۽ توهان تي آسمان مان پاڻي وسائي رهيو هو تانته ان جي ذريعي توهان کي پاڪيزه بنائي ۽ توهان جي اندر مان شيطان جي نحوست کي دور ڪري.

هيءَ آيت سڳوري جنگ بدر ۾ مسلمانن جي حق ۾ نازل ٿي جڏهن واريءَ جي هڪ ڊير وٽ ترسيل هئا. جتي انسانن ۽ جانورن جا پير ڌِبندا پئي ويا. بدر جي مشرڪن اڳ ئي پاڻيءَ تي قبضو ڪري ڇڏيو هو ان وقت مسلمانن جي اها حالت ٿي ويئي هئي جو انهن مان ڪو بي وضو هو ۽ ڪنهن کي غسل جي حالت هئي ۽ هو اڃايل به هئا. اهڙي موقعي تي شيطان هنن جي دلين ۾ وسوسا وڌا ته ڇا توهان جو خيال آهي ته توهان حق تي آهيو ۽ توهان جي وچ ۾ خداوند ڪريم جو پيغمبر به موجود آهي، پر ان جي باوجود مشرڪن پاڻيءَ تي قبضو ڪري ورتو آهي ۽ توهان جي اها حالت ٿي ويئي آهي جو وضو ۽ غسل کانسواءِ نمازون پڙهي رهيا آهيو (اهڙيءَ حالت ۾) توهان هنن تي غالب اچڻ جي ڪهڙي

امید کري ٿا سگھو؟" ان تي الله تعاليٰ جل شانه آسمان مان مينهن وسايو ايترو جو سچي واديءَ ۾ پاڻي وهڻ لڳو، مسلمانن نه صرف پاڻي پيتو، وضو ۽ غسل ڪيو بلڪ مويشين کي به پاڻي پياريائون ۽ پکالون به ڀريون ويون، زمين به ايتري ته سخت ٿي ويئي جو ان تي قدم ڄمي ٿي سگھيا، جئين (اڳتي هلي مٿين آيت ڪان پوءِ) الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته

وَيُثَبِّتَ بِهِ الْاَقْدَامَ اِذْ يُوْحِيْ رَبُّكَ اِلَى الْمَلٰئِكَةِ اِنِّيْ مَعَكُمْ (پ٩- انفال٢)

تانته هو انهيءَ جي ذريعي ثابت قدم رکي، جڏهن جو تنهنجو رب فرشتن جي طرف پيغام ڏئي رهيو هو ته مان توهان سان گڏ آهيان.

اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ جل شانه انهن جي فرشتن جي ذريعي امداد فرمائي. ايتري قدر جو هو مشرڪن تي غالب اچي ويا.

## ننڊ جي اهميت

قرآن پاڪ جي هر آيت جون ظاهري ۽ باطني معنائون آهن ۽ هر معنيٰ جي ابتدا ۽ انتها به آهي چنانچه جهڙي طرح الله تعاليٰ جل شانه غنودگيءَ کي اصحابن لاءِ رحمت ۽ سڪون جو باعث بنايو جيڪو انهيءَ واقعي ۾ انهن لاءِ مخصوص آهي. بلڪل ساڳي طرح هن سيني مؤمنن لاءِ ان کي عام رحمت جو باعث بنايو آهي انهيءَ ڪري ننڊ مريدن لاءِ فوري طرح هڪ عمدو حصو آهي، هو هنن جي دلين کي نفساني ڪشمڪش کان سڪون ٿي بخشي ڇو ته نفس کي ننڊ سان آرام ملندو آهيءِ هو ٿڪاوٽ ۽ ڪوفت کي محسوس نه ڪندو آهي، ڇو ته جيڪڏهن هن کي ٿڪاوٽ جو احساس ٿئي ته ان سان قلب به مڪدر ٿي پوندو آهي ان ڪري صحيح علم جي مطابق اعتدال سان سمهڻ ڪري قلب کي به آرام پهچندو آهي. لهذا جڏهن نفس کي سڪون ملي ته مريدن جي قلب ۽نفس ۾ موافقت پيدا ٿي پوندي آهي. انهيءَ ئي ڪري

چيوويندو آهي تہ رات ۽ ڏينهن جو ٽيون حصو ننڊ ۾ گذارڻ گهرجي تہ جيئن جسم بي چين نہ رهي، ان ڪري ننڊ لاءِ اٺ ڪلاڪ مقرر آهن انهن کان بہ ڪلاڪ سالڪ طريقت کي ڏينهن جي وقت سمهڻ گهرجي، ۽ رات جي وقت ڇهہ ڪلاڪ سمهي، انهيءَ مقدار ۾ گرمي ۽ سرديءَ جي موسمن ۾ رات جي ڊگهي ۽ننڍي ٿيڻ جي لحاظ سان گهٽ وڌائي ڪري ٿي سگهجي جيڪڏهن ارادو نيڪ هجي ۽ طلب صادق هجي تہ ننڊ کي ٽئين حصي کان بہ گهٽ ڪري ٿو سگهجي ۽ اها گهٽتائي نقصانڪار نہ آهي بشرطيڪ آهستي آهستي اها عادت بنائي ڇڏجي.

جيڪڏهن ڪنهن ۾ اعلىٰ روحانيت ۽ محبت هجي تہ اهو بيداريءَ جي تڪليف ۽ ننڊ جي گهٽتائيءَ کي برداشت ڪري ٿو سگهي، ڇو تہ ننڊ جي خاصيت ٿڌي ۽ مرطوب آهي ان ڪري هيءَ جسم ۽ دماغ جي لاءِ مفيد آهي ۽ هيءَ حرارت ۽ مزاج جي خشڪيءَ کي بہ سڪون بخشي ٿي، جيڪڏهن هن جي ٽئين حصي ۾ ڪمي ڪئي وڃي تہ اها دماغ جي لاءِ نقصانڪار آهي ۽ انهيءَ سان جسم جي بيچينيءَ جو انديشو بہ آهي پر جيڪڏهن دل جي محبت ۽ روحانيت ان جي قائم مقام بنجي وڃي تہ هيءَ شيءِ ان جي تلافي ڪري ٿي سگهي، ڇو تہ روحانيت ۽محبت جي خاصيت بہ سرد مرطوب آهي، جيئن ننڊ جي خاصيت آهي چنانچہ انهيءَ روحانيت جي آڌار تي رات جون ڊگهيون گهڙيون مختصر ٿي وينديون آهن جيئن چوندا آهن تہ وصل جو هڪ سال هڪ گهڙي آهي ۽ جدائيءَ جي هڪ گهڙي بہ هڪ سال آهي لهاذا اهل حال جي لاءِ راتيون ننڍيون ٿي وينديون آهن.

شيخ علي بن بڪار رحمہ الله عليہ جن جو قول آهي تہ چاليهن سالن کان منهنجي اها حالت آهي جو مون کي صرف فجر جو جلدي ظاهر ٿيڻ غمگين بنائيندو آهي، ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو تہ "رات جي وقت تنهنجي ڇا ڪيفيت هوندي آهي؟ فرمايائين تہ" جڏهن اها رات

منهنجي طرف پنهنجو رخ ڪندي آهي تہ مان ان کي چڱي طرح ڏسي بہ نہ سگهندو آهيان تہ پوءِ هوءِ جلد واپس هلي ويندي آهي حالانڪ مان هن کي پوري طرح ڏسي بہ نہ سگهيو آهيان.

## بيداريءَ جي لذت

شيخ ابو سليمان الداراني فرمائي ٿو تہ”رات جو جاڳڻ وارا رات جي وقت انهن تماشائين سان وڌيڪ لطف حاصل ڪندا آهن جيڪي پنهنجي کيل تماشن سان دل وندرائن ٿا“ هڪ بزرگ جو قول آهي تہ دنيا جي ڪا بہ شيءِ بهشت وارن جي نعتمن برابر نہ آهي البت رات جي وقت نياز مندانہ عبادت ڪرڻ وارا صاحب پنهنجي مناجات ۾ جيڪا لذت ٿا محسوس ڪن اها جنت جي لذت جي مشابهہ آهي، اهڙي قسم جي مناجات جي لذت رات جو جاڳڻ وارن لاءِ اهڙو تہ انعام آهي جيڪو هنن کي دنيا ۾ ملي ٿو هڪ ٻئي بزرگ جو ارشاد آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ صبح جي وقت جڏهن رات جي جاڳڻ وارن جي دلين جو مشاهدو ڪندو آهي تہ هو انهن کي نور ۽ عرفان سان ڀري ڇڏيندو آهي ۽ انهيءَ فيض سان مستفيض ٿي انهن جون دليون نوراني ٿي پونديون آهن پوءِ انهن جي قلب جو فيض غافل انسانن جي دل تائين پهچندو آهي.

## رات جو جاڳڻ وارن جي فضيلت

هيءَ روايت منقول آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي ڪنهن پيغمبر تي وحي نازل فرمائي تہ ”منهنجا ڪجھ ٻانها اهڙا آهن جيڪي مون سان محبت ٿا ڪن ۽مان انهن سان محبت ٿو ڪيان انهن کي منهنجو شوق وذوق آهي ۽ مون کي بہ انهن جو شوق وذوق آهي هو مون کي ٿا ياد ڪن ۽مان بہ انهن کي ياد ڪندو آهيان انهن جون نظرون مون ڏي آهن ۽ منهنجون بہ نظرون انهن ڏي آهن لهاذا جيڪڏهن تون انهن جي طريقي تي هلندين تہ مان توسان محبت ڪندس ۽ تو جيڪڏهن انهيءَ رستي کان ڪناره ڪشي ڪئي تہ مان توکان نفرت ڪندس“انهيءَ پيغمبر الله جل

شانہ کان پڇيو تہ اي رب! انهن ماڻهن جي نشاني ڇا آهي؟ الله تعالىٰ جل شانه فرمايو تہ ڏينهن جي وقت پاڇن جو اهڙو خيال رکندا آهن جيئن کو ڌنار پنهنجي رڍن ٻکرين جو خيال رکندو آهي ۽انهن کي سج لهڻ جو اهڙو ئي انتظار هوندو اهي جيئن پکي پنهنجي آکيرن ڏي وڃڻ لاءِ ڏسندا رهندا آهن جڏهن رات ڇانئجي ويندي آهي ۽ اونداهي اچي ويندي آهي ۽ هر هڪ پنهنجي محبوب سان خلوت نشين ٿيندو آهي تہ ان وقت اهي منهنجي عبادت جي لاءِ پنهنجي پيرن تي بيهندا آهن ۽ پنهنجي منهن کي منهنجي لاءِ سجدن ۾ رکندا آهن منهنجي ڪلام جي ذريعي مناجات ڪندا ۽گڙگڙائيندا منهنجي انعام جا طلبگار هوندا آهن.

ڪو رئندو آهي، ڪو آهون ڀريندو آهي ۽ فرياد ڪندو آهي منهنجي نظرن جي سامهون آهن اهي تڪليفون جيڪي هو منهنجي لاءِ برداشت ڪندا آهن ۽منهنجي محبت ۾ جيڪي فرياد ڪندا آهن انهن کي مان ٻڌندو آهيان" انهن تي منهنجي پهرين لطف ۽ عنايت اها آهي تہ مان پنهنجي نور جو هڪ حصو انهن جي دلين ۾ وجهندو آهيان ان وقت هو منهنجا اسرار ٻڌائيندا آهن جيئن مان انهن جا اسرار ٻڌايان ٿو ۽ ٻي بخشش اها آهي تہ جيڪڏهن ست ئي آسمان ۽ زمينون ۽ جيڪي ڪجهہ انهن ۾ آهي انهن جي تارازيءَ ۾ رکجي تہ مان انهن سيني شين کي انهن لاءِ گهٽ ٿو سمجهان، ٽين بخشش هيءَ آهي تہ مان بذات خود انهن ڏي متوجهہ آهيان. ڇا توکي خبر آهي تہ جنهن جي طرف منهنجي خاص نظر هجي تہ مان انهيءَ کي ڇا ڏيندس؟"

## تجلين جي رات

جڏهن بہ ڪو مريد صادق رات جو اڪيلائيءَ ۾ پنهنجي رب غفور رحيمرجي مناجات ۾ مصروف هوندو آهي تہ رات جا سڀ نور ۽ تجليون هن جي ڏينهن جي حصن تي ڇانئجي وينديون آهن ۽ هن جو ڏينهن هن جي رات جي حفاظت هيٺ اچي ويندو آهي، ان جو سبب هي آهي تہ هن

جو قلب نور ۽ تجلين سان معمور هوندو آهي. ان ڪري ڏينهن جي وقت هن جون سڀ حرڪتون ۽ تصرفات رات جي گڏ ڪيل نور ۽ تجلين جي سرچشمي ڪان صادر ٿينديون آهن ۽ هن جو خاڪي قلب حق جي گنمبد ۾ محصور ٿي ويندو آهي جتي هن جي حرڪتن ۽ عادتن کي درست ڪيو ويندو آهي، جيئن منقول آهي تہ" جيڪو شخص رات جي وقت نماز پڙهندو آهي ان جو منهن ڏينهن جي وقت خوبصورت ٿي ويندو آهي" هن روايت جا بہ مفهوم آهن، پهريون مفهوم هي آهي تہ طاق چراغ جي ڪري روشن ٿيندو آهي لهاذا جڏهن ايمان ۽ يقين جو چراغ دل ۾ موجود هجي تہ رات جي وقت عمل جي تيل جي گهٽائيءَ جي سبب اهو روشن ٿي پوندو آهي. چراغ جي روشنيءَ ۾ اضافو ٿي ويندو آهي۽ خاڪي قالب جو چراغ بہ انهيءَ نور کي حاصل ڪندو آهي.

## قلب جي نرمي

شيخ سهل بن عبدالله فرمائن ٿا تہ "ايمان ۽ يقين باهہ وانگر آهي اقرار ان جي وٽ آهي ۽ عمل تيل آهي، الله تعالىٰ جل شانه بہ فرمايو آهي تہ"انهن جي پيشانين تي سجدن جا نشان آهن ۽ الله تعالىٰ جل شانه پنهنجي نور کي اهڙي طاقت سان تشبيهہ ڏني آهي جنهن ۾ ڏيو (چراغ) هجي لهاذا الله رب العزت جي نور جي ذريعي، ايمان ۽ يقين جو نور قلب جي شيشي ۾ پهچندو آهي۽ عمل جي تيل سان ان جي روشنيءَ ۾ اضافو ٿيندو آهي،دل جو شيشو چمڪندڙ ستاري وانگر ٿي پوندو آهي، انهيءَ شيشي جو عڪس خاڪي قالب جي فانوس تي پهچندو آهي ان کان سواءِ نور جي آتش سان قلب نرم ٿي ويندو آهي ۽ ان جي نرمي جسم تائين پهچي ويندي آهي ۽ اهو بہ دل جي نرمي جي اثر سان نرم ٿي پوندو آهي اهڙي طرح جسم ۽ قلب ٻئي گڏ نرم ٿي پوندا آهن جيئن الله تعالىٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ" هنن جي چمڙي ۽ هنن جا قلب خداوند ڪريم جي ذڪر سان نرم ٿي ويندا آهن" هن ۾

اهوئي بيان ڪيو ويو آهي تہ چمڙي يعني جسم ۽ قلب ٻئي نرم ٿي پوندا آهن.

## فيض ۽ برڪت

جڏهن قلب نور سان معمور ٿي پوي ۽ سرور ۽ محبت جي ڪري جسم بہ نرم ٿي پوي تہ زمان ۽ مڪان قلب جي نور ۾ داخل ٿي ويندا آهن انهن سان گڏ ڪلما آيتون ۽ سورتون بہ شامل هونديون آهن بلڪ خاڪي قالب جي سرزمين پنهنجي رب ڪريم جي نور سان جگمگائيندي آهي اهڙي طرح صورت ۾ قلب آسمان وانگر ۽ جسم زمين وانگر هوندو آهي، ڪلام الله جي تلاوت جي لذت ڪائنات کي ان کان لڪائي ڇڏيندي آهي ۽ قرآن مجيد صاف شهود جي مزاحمت ڪرڻ ۾سڄي ڪائنات جو قائم مقام بنجي ويندو آهي،ان وقت نہ تہ نفساني ڪلام جو وجود رهندو آهي ۽ نہ وري ڪنهن وسوسي جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي بلڪ شروع کان آخر تائين تلاوت قرآن ڪريم جو ڪنهن وسوسي ۽ نفساني ڪلام کان سواءِ تصور ڪري ٿو سگهجي جيڪو خداوند ڪريم جو وڏو فضل ۽ ڪرم آهي.

مٿين حديث (تہ جيڪو رات جي وقت نماز پڙهندو آهي تہ ان جي عملن جي حالت ڏينهن جي وقت سٺي ٿي ويندي آهي) جو هيو سبب هي آهي تہ ان جي انهن ڪمن جا طرف جن ڏي هو متوجہ آهي آسان ۽ عمدا ٿي پوندا آهن ۽ الله جل شانہ جي طرف کان ان جي سيني تصرفات ۾ ان کي مدد ملندي آهي يعني ڪمن جو شروع ۽ آخر ٻنهين حالتن ۾ هن کي غيبي مدد حاصل ٿيندي آهي. اهڙي طرح نہ صرف هن جي مقصدن ۽ اعمالن جا رستا صحيح ٿي ويندا آهن، بلڪ هن جا قول بہ درست رهندا آهن. ڇو تہ دل جي استقامت تي قول جي استقامت ٻڌل آهي.

باب ٤٦

# ننڊ ۽ رات جي جاڳڻ جا طور طريقا

انهن طور طريقن جي شروعات هن طرح آهي ته طريقت جو سالڪ سج لهڻ مهل تازو وضو ڪري رات جي اچڻ جو استقبال ڪري ۽ قبلي ڏي منهن ڪري ويهي رات جي اچڻ ۽مغرب نماز جو انتظار ڪري، انهيءَ موقعي تي بهترين ذڪر تسبيح ۽ استغفار آهي، جيئن الله تعالیٰ جل شانه پنهنجي پيغمبر کي فرمايو ته "تون پنهنجي گناهن جي معافي گهر ۽ پنهنجي رب العزت جي حمد جي رات ۽ صبوح جي وقت تسبيح پڙهه"

هن جو هڪ طريقو هي آهي ته سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ لڳاتار نماز يا تلاوت يا ذڪر ۾ مشغول رهي، ان ۾ بهترين صورت نماز جي آهي، ڇو ته جيڪڏهن هو ٻنهي نمازن جي وچ ۾ لڳاتار نماز پڙهي ٿو ته هن جي باطن مان انهيءَ ڪدورت جا آثار ميٽجي ويندا جيڪي مخلوق جي ملاقات، انهن سان ملڻ جلڻ ۽ انهن جي گفتگو ٻڌڻ سان پيدا ٿين ٿا. هي سڀ ڳالهيون دل تي اثر ۽ خراش پيدا ڪن ٿيون ايتري قدر جو ماڻهن ڏي نهارڻ سان به دل ۾ هڪ قسم جي ڪدورت پيدا ٿيندي آهي، جنهن کي اهوئي معلوم ڪري سگهندو جيڪو صاف دل هجي لهاذا مخلوق ڏي ڏسڻ جو بصيرت تي اهوئي اثر ٿيندو آهي، جيڪو اک ۾ ڪک پوڻ سان بصارت تي ٿيندو آهي ان ڪري سانجهي کان سومهڻي تائين نمازون پڙهڻ سان ان جو اثر زائل ٿي وڃڻ جي توقع آهي.

هيو اصول هي آهي ته عشا کان پوءِ دنيا جون ڳالهيون نه ڪيون وڃن، ڇو ته ان وقت ڳالهين ڪرڻ سان اها تازگي هلي ويندي آهي جيڪا رات جي ٻنهي نمازن جي وچ ۾ عبادت ڪرڻ سان پيدا ٿيندي آهي، جيڪڏهن سالڪ طريقت بيدار دل نه هجي ته هن جي رات جي اوجاڳي ۾ به رڪاوٽ پيدا ٿي ويندي آهي، جيڪڏهن عشا جي نماز کانپوءِ تازو وضو ڪيو وڃي ته ان سان رات جي جاڳڻ ۾ مدد ملندي آهي.

هڪ درويش خراسان جي هڪ بزرگ جو ذڪر ڪيو ته هو رات جي وقت ٽي دفعا غسل ڪندا هئا، پهريون دفعو عشا کانپوءِ ٻيو دفعو ننڊ مان جاڳڻ کان پوءِ ۽ ٽيون دفعو صبح کان اڳ غسل ڪندا هئا، لهاذ وضو ۽ غسل جي ذريعي رات جي اوجاڳي ۾ گهڻي سهولت پيدا ٿيندي آهي. اهڙي طرح نماز ۽ ذڪر جو عادي بڻجڻ سان به ننڊ تي حاوي ٿي ٿو سگهجي. هن عادت سان انسان جلد بيدار ٿي ويندو آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن کي پنهنجي نفس ۽ عادت تي اعتماد هجي ته اهو تڪلف ۽ ڪوشش سان مقرر وقت تي بيدار ٿي ٿو سگهي نه ته مريدن ۽ حق جي طالبن جي لاءِ اهوئي مناسب آهي ته جڏهن انهن کي از خود گهري ننڊ اچي ته هو ان وقت سمهن، انهيءَ بنياد تي الاهي عاشقن جي باري ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته انهن جي ننڊ مستغرق (استغراق جي حالت وارن) انسانن جهڙي ننڊ آهي ۽ بيمارن وانگر انهن جو کاڌو آهي، انهن جي گفتگو ضرورت جي مطابق ٿيندي آهي، لهاذا جيڪو رات جي اوجاڳي جي پڪي ارادي سان سمهي ته ان کي رات جي اوجاڳي لاءِ پيهر اٿڻ جي ضرور توفيق حاصل ٿيندي، نه ته نفس جي اها حالت آهي ته جيڪڏهن ان کي ننڊ جي طرف آماده ڪيو وڃي ۽ ان جو عادي بڻايو وڃي ته هو ان ۾ بلڪل آزاد ٿي ويندو آهي پر جڏهن ان کي سچي ارادي سان جنبش ڏني وڃي ته خوب گهري ننڊ ۾ سمهڻ وقت به ان کي آزادي حاصل نه هوندي سچي ارادي سان اهائي اها نفس جي جنبش آهي جنهن جي باري ۾

خداوند تعاليٰ جل شانه جو هي ارشاد آهي تہ انهن جا پاسا بسترن کان جدا هوندا آهن، ڇو تہ اهوئي سچو ارادو ۽ رات جو اٿڻ جو فڪر انهن جي پاسن ۽بسترن جي وچ ۾ دوري ۽ جدائي ٿو پيدا ڪري.

چون ٿا تہ نفس جون ٻن طرفن ڏي نظرون هونديون آهن. هڪ نظر جسماني ضرورتن کي پورو ڪرڻ جي لاءِ هيناهينءَ ڏي هوندي آهي ۽ ٻي نظر روحاني ضرورتن جي تڪميل جي لاءِ مٿاهين عالم جي طرف ويندي آهي. لهاذا همٿ وارن جا پاسا پنهنجي سمهڻ وارين جاين کان ان ڪري جدا هوندا آهن جو انهن جون نظرون روحاني درجن جي تڪميل ڪرڻ لاءِ مٿاهين عالم ڏي هر وقت لڳيون رهنديون آهن. ان ڪري هو ضروري ننڊ ڪري نفس جو حق ادا ڪندا آهن. پر هن کي ننڊ جي لذت کان محروم رکندا آهن، جيئن تہ نفس ۾ خاڪي ۽ جمادي عنصر غالب آهي ان ڪري هو چڱي طرح سمهي ۽ ليٽي ننڊ مان لطف اندوز ٿيڻ گهري ٿو، جيئن خدا تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ "هن توکي مٽيءَ مان پيدا ڪيو" جيئن تہ هيءَ شيءِ انسان جي تخليق ۾ شامل آهي ۽ آرام سان ويهي رهڻ مٽيءَ جي خاصيت آهي، انهيءَ ڪري سست ٿي ويهي رهڻ ۽ سمهي پوڻ انسان جي خاصيت بنجي ويو آهي.

اهل همٿ اهي اهل علم آهن جن جي علم جي باري ۾ الله جل شانه فيصلو فرمايو آهي تہ ڇا اهڙو شخص اهو آهي جيڪو رات جي وقت خدا وند ڪريم جو فرمانبردار ٿي مٿو سجدي ۾ رکي ۽ عبادت جي لاءِ اٿي بيهي اهو آخرت جي ڏينهن کان ڊڄندو هجي ۽ الله جل شانه جي رحمت جي اميد رکندو هجي؟ (اي پيغمبر ﷺ) چئي ڇڏيو تہ ڇا عالم ۽ جاهل برابر ٿي ٿا سگهن؟" (هن آيت ۾) الله تعاليٰ جل شانه انهن ماڻهن کي جيڪي رات جي وقت بيهي عبادت ڪندا آهن، علم وارو قرار ٿو ڏئي جيئن تہ اهي اهل علم آهن ان ڪري انهن پنهنجي نفس کي پنهنجي مقام تان جنبش ڏئي روحاني لذت حاصل ڪرڻ لاءِ حقيقت جي

اعليٰ مقام تائين پهچايو آهي انهيءَ ڪري انهن جا پاسا انهن جي آرام جي جاين کان جدا رهندا آهن ۽ هو ننڊ جي حالت ۾ به غافل نه رهندا آهن.

## عادت جي تبديلي

هڪ اصول هي به آهي ته پنهنجي عادت کي تبديل ڪري، جيڪڏهن وهاڻو رکڻ جي عادت هجي ته وهاڻو رکڻ ڇڏي ڏئي ۽ جيڪڏهن بستري جي عادت هجي ته اها عادت به ترڪ ڪري ڇڏي. هڪ بزرگ جو قول آهي ته "جيڪڏهن منهنجي گهر ۾ شيطان هجي ته اهو مون کي انهيءَ کان وڌيڪ پسند آهي جو منهنجي گهر ۾ ڪو وهاڻو هجي ڇو ته اهو مون کي ننڊ ڏي مائل ٿو ڪري، بهرحال وهاڻو، سوڙ ۽ بستري جي سلسلي ۾ عادت جي تبديليءَ جو سٺو اثر ٿو پوي ۽ جيڪڏهن انهن مان ڪير انهيءَ مان ڪا عاد ت ڇڏي ڏئي ته الله جل جلاله ان جي نيڪ نيتي ۽ سچي ارادي کي ڏسندي هن جي مقصدن ۾ سهوليت پيدا ڪري ٿو ڇڏي.

هڪ اصول هي به آهي ته معدي تي کائڻ جو بار نه هجي، جيڪڏهن ڪو صرف ايترو گهٽ کائي جنهن سان هو بيدار مغزيءَ سان الله جل شانه جو ذڪر ڪري سگهي ته ان سان رات جي عبادت ۾ مدد ملي ٿي سگهي، بلڪ ذڪر سان آساني ٿي ٿئي. جيڪڏهن هو محسوس ڪري ته کائڻ سان معدي تي بار پئجي ويو آهي ته ان کي معلوم هئڻ گهرجي ته قلب تي ان جو بار انهيءَ کان وڌيڪ ٿيندو آهي اهڙي صورت ۾ هو ان وقت تائين نه سمهي جيسين ذڪر، تلاوت ۽ استغفار سان کاڌو هضم نه ڪري.

## باوضو سمهڻ

هڪ بزرگ جو قول آهي ته مان رات جي اٿڻ کان انهيءَ ڳالهه کي ترجيح ٿو ڏيان ته پنهنجي رات جي کاڌي مان هڪ گرهه گهٽ

ڪيان. وڏيڪ احتياط انهيءَ ۾ ئي آهي تہ وتر سمهڻ کان پهريائين پڙهي ڇڏجي، ڇو تہ هن کي معلوم نہ آهي تہ اڳتي هلي ڇا ٿئي ۽ هو پنهنجي طهارت جون شيون ۽ ڏنڊڻ کي پاڻ وٽ رکي ۽ جڏهن سمهڻ لڳي تہ هو طهارت سان (باوضو) هجي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جڏهن ٻانهو طهارت جي حالت ۾ سمهي تہ ان جو روح عرش تائين پهچي ٿو وڃي. هن جا خواب سچا هوندا آهن، پر جيڪڏهن طهارت سان (باوضو) نہ هوندو آهي تہ ان جو روح اتي پهچڻ کان عاجز رهندو آهي ان ڪري ان جا خواب منتشر رهندا آهن ۽ سچا نہ هوندا آهن. جيڪڏهن شادي شده مريد زال سان سمهي تہ ڇهڻ سان ان جو وضو ٽٽي پوندو آهي، پر ان کي باوضو سمهڻ جو ثواب ان وقت تائين حاصل رهندو آهي جيستائين هن جي دل بيدار رهي ۽ هن جو نفس لذت حاصل ڪرڻ ۾ آزاد نہ ٿي وڃي پر جيڪڏهن هو لذت گيريءَ ۾ آزاد ٿي غافل ٿي وڃي تہ ان جي غفلت جي ڪري روح بہ لڪي ٿو وڃي.

اهڙي طهارت جنهن سان سچا خواب نظر اچن اها طهارت آهي جنهن جي ذريعي انسان جو باطن نفساني خواهشن جي خراش، دنيا جي محبت جي ڪدورت ۽ ڪيني ۽ حسد جي نجاستن کان پاڪ هجي، نقل آهي تہ" جيڪو شخص اهڙي حالت ۾ بستري تي ليٽي جو هو ڪنهن تي ظلم جي نيت نہ رکندو هجي ۽ ڪنهن سان حسد نہ ڪندو هجي تہ ان جا گناهہ معاف ٿي وڃن ٿا"

جڏهن نفس برائين کان پاڪ هجي تہ قلب جو آئينو روشن ٿي ٿو وڃي ۽ خواب ۾ لوح محفوظ جي سامهون اچي ان ۾ غيب جا عجائب منعڪس ٿي ٿا وڃن، جيڪي صديقين مان هوندا آهن انهن جو خواب الله تعالىٰ جل شانہ سان گفتگو هوندو آهي، انهيءَ موقعي تي هو انهن کي ڪجهہ احڪام ڏيندو آهي ۽ ڪن ڳالهين کان روڪيندو آهي. اهي ماٺهو هي سڀ ڳالهيون خواب ۾ چڱي طرح سمجهي وٺندا آهن. خواب

جا هي حڪم ۽ قانون بلڪل انهن ظاهري حڪمن ۽ قانونن وانگر هوندا آهن. جن ۾ خلل اندازيءَ سان الله رب العزت جي معصيت ظاهر ٿيندي آهي بلڪ اهي حڪم انهيءَ ڪان بہ سخت هوندا آهن، ڇوتہ ظاهري حڪمن جي مخالفت جو گناهہ توبہ سان معاف ٿي ويندو آهي ۽ توبہ ڪرڻ وارو اهڙو ٿي ويندوآ هي ڄڻ تہ هن ڪو گناهہ ڪيو ئي ڪو نہ- پر خواب جا هي حڪم مخصوص هوندا آهن جن جو صرف ان جي روحاني حالت ۽ الله تعاليٰ جل شانہ جي ذات سان تعلق هوندو آهي لهاذا جيڪڏهن هو هن ۾ ڪوتاهي ڪري تہ اهو انديشو هوندو آهي تہ ڪاٿي هن جي عقيدت جو روحاني سلسلو منقطع نہ ٿي وڃي ۽ هو الله جل شانہ جي طرف ڪان نفرت جي مقام تي نہ پهچي وڃي.

جيڪڏهن ڪنهن وقت سستي يا ارادي جي ڪمزوريءَ جي ڪري ڪير سمهڻ وقت تازو وضو نہ ڪري سگهي تہ گهٽ ۾ گهٽ پاڻيءَ سان پنهنجي عضون جي مسح ڪري تہ جيئن هو انهن غافلن جي زمري مان نڪري سگهي، جيڪي بيدار دل انسان جهڙو ڪم نہ ٿا ڪري سگهن اهڙي طرح اهي ماڻهو جيڪي بيدار ٿيڻ ڪان پوءِ اٿي نہ ٿا سگهن ڏندڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ۽ پنهنجي عضون جو پاڻيءَ سان مسح ڪن تہ جيئن پنهنجي بيداريءَ جي عملن جي ڪري غافلن جي زمري مان خارج ٿي وڃن. هي طريقو اهڙن ماڻهن لاءِ آهي جن کي گهٽي ننڊ ايندي هجي ۽ عبادت جي لاءِ گهٽ اٿندا هجن.

روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هر رات ڪيترا دفعا ڏندڻ ڪندا هئا، پهريائين پاڻ سمهڻ وقت ڏندڻ ڏيڻ فرمائيندا هئا ۽ جيڏي مهل بہ ننڊ مان اٿندا هئا تہ مسواڪ ڪرڻ فرمائيندا هئا.

## سمهڻ جي دعا

(١) سمهڻ وقت قبلي ڏي رخ ڪيو وڃي ان جون بہ صورتون آهن يا تہ قبر واري مڙدي وانگر ساڄي پاسي ليٽي پوي يا ڍڪيل مڙدي

وانگر سڌو ليٽي پوي ۽ قبلي ڏي رخ ڪري هيءَ دعا پڙهي وڃي.

باسمک اللهم وضعت جنبي وبک ارفعه اللهم ان امسکت نفسي فاغفر لها وارحمها وان ارسلتها فاحفظها بما تحفظ به عبادک الصالحين اللهم اني اسلمت سنتي اليک ووجهت وجهي اليک وفرضت امري اليک لاملجا ولا منجا الااليک آمنت بکتابک الذي انزلت وبنبيک الذي ارسلت اللهم قني عذابک يوم تبعث عبادک الحمد لله الذي بطن فخير الحمد لله الذي ملکفقدرالحمد لله الذي هو يحي الموتىٰ وهو علىٰ کل شيءٍ قدير، اللهم اني اعوذ بک من عقابک وسوءَ عقابک وشر عبادک وشر الشيطان وشرکه- ان کان پوءِ سورة بقره جون پنج آيتون تلاوت ڪري جن مان چار آيتون سورة جي شروع جون آهن ۽ پنجين آيت ان في خلق السموات والارض الخ" آهي. آمن الرسول جون آيتون ان ربکم الله قل ادعو الله- سورة حديد جون شروع ۽ سورة حشر جون آخري آيتون قل ياايهاالکافرون- قل هوالله احد- قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس هي سڀ پڙهي پنهنجي هٿن تي ڦوڪي ۽ انهن ٻنهين هٿن سان پنهنجي منهن ۽ جسم کي مسح ڪري جيڪڏهن مٿين آيتن کان علاوه سورة کهف جون پهريون ڏهه آيتون ۽ ڏهن آخري آيتن جو به اضافو ڪيو وڃي ته بهتر آهي، ان کان پوءِ هيءَ دعا پڙهي.

اللهم ايقظني في احب الساعات اليک واستملني باحب الاعمال اليک التي تقربني اليک زلفي وتبعدني من سخطک بعد اسئلک فتعطيني واستغفرک فتغفرلي وادعوک فتستجيب لي- اللهم لا تؤمني مکرک ولا تولني غيرک ولا ترفع عن شرک ولا تنسني ذکرک ولا تجعلني من الغافلين

بيان ڪيو ٿو وڃي ته جيڪو هي ڪلما پڙهي الله تعالىٰ جل شانه ان ڏي ٽي فرشتا موڪليندو آهي جيڪي هن کي نماز جي لاءِ جاڳائيندا رهندا آهن. جيڪڏهن هو نماز پڙهي دعا ڪندو آهي ته هو ان جي دعا

تي آمين چوندا آهن ۽ جيڪڏهن هو نہ ٿو ائي تہ فرشتا هوا ۾ عبادت ڪندا آهن ۽ انهن جي عبات جو ثواب هن جي نالي تي لکيو ويندو آهي ۽ سبحان الله والحمد لله ۽ الله اکبر مان هر هڪ ٣٣ دفعا پڙهي پوءِ هي ڪلما ١٠٠ دفعا پڙهجن: لا الـه الاالله والله اکبر ولا حول ولا قـوت الا بالله العلي العظيم

باب ٤٧

# "صوفين جي رات"

جڏهن بانگو سانجهيءَ جي بانگ ڏئي تہ بانگ ۽ اقامت جي وچ ۾ ٻہ هلڪيون رڪعتون پڙهي، اهل علم هي ٻہ رڪعتون جلديءَ سان نماز باجماعت پڙهڻ کان اڳ گهر ۾ پڙهي وٺندا هئا تہ جيئن ماڻهو اهو خيال نہ ڪن تہ هي سنت مؤڪده آهن ۽ سنت سمجهي ان جي پيروي ڪرڻ لڳن.

جڏهن مغرب جي نماز کان فارغ ٿئي تہ مغرب کانپوءِ جلدي ٻہ سنتون پڙهي چو تہ اهي ٻہ فرض سان گڏ شمار ڪيون وينديون آهن. هنن ٻن رڪعتن ۾ قل ياايهاالڪافرون ۽ قل هو الله پڙهي ان کان پوءِ رات جي فرشتن ۽ ڪراما ڪاتبين کي هن طرح سلام چئي.

مرحبا بملئکۃ الليل مرحبا بالملکين الکريمين الکاتبين اکتب الي سيحفتي اني اشهد ان لااله الاالله واشهد ان محمد الرسول الله واشهد ان الجنۃ حق والنار حق والحوض حق والشفاعۃ حق والصراط والميزان حق واشهد ان الساعۃ آتيه لاريب فيها وان الله يبعث من في القبور- اللهم اودعک هذه الشهادة ليوم حاجتي اليها اللهم احططه بها وزري اغفر بها ذنبي وثقل بها ميزاني واوجب لي بها اماني وتجاوزعني يا ارحم الراحمين

## صلواةالاوابين

جيڪڏهن هو پنهنجي جماعت واري مسجد ۾ مغرب ۽ عشا جي وچ ۾ لڳاتار عبادت ڪندو رهي تہ ان کي اعتڪاف ۽ ٻنهين نمازن جي وچ ۾ لڳاتار نماز پڙهڻ جو ثواب ملندو ۽ جيڪڏهن هن جي راءِ ۾

گھر وڃڻ ۽ گھر ۾ ﭘﻨﻬﻴﻦ نمازن جي وچ ۾ لڳاتار عبادت ڪرڻ سان نہ صرف هن جو دين محفوظ رهندو هجي بلڪ خلوص ۽ يڪسوئي جي لاءِ بہ هي طريقو بهتر آهي تہ هو اهو طريقو بہ اختيار ڪري ٿو سگهي، هڪ دفعي رسول الله ﷺجن ڪان خداوند ڪريم جي هن قول جو مفهوم پڇيو ويو تہ"انهن جا پاسا پنهنجي آرام جي جاين ڪان جدا ٿا رهن" تہ پاڻ فرمايائون تہ هي سانجهي ۽ سومهڻيءَ جي وچ ۾ نماز پڙهڻ آهي، وڌيڪ فرمايائون تہ سانجهي ۽ سومهڻيءَ جي وچ ۾ نماز پڙهندا ڪيو، ڇو تہ هي ڏينهن جي اجاين ڳالهين ڪي دورڪندي آهي ۽ ان جي آخرت ڪي سنواريندي آهي.

ﭘﻨﻬﻴﻦ نمازن جي وچ ۾ جيڪي بہ رڪعتون ﭘﻴﻮﻥ پڙهيون وڃن جن جي پهرين رڪعت ۾ سورة بقره جون پهريون ڏهہ آيتون والهكم الہ واحد ڪان پوءِ واريون بہ آيتون ۽ پندره دفعا قل هو الله احد پڙهجي ﭔﻲ رڪعت ۾ آيةَ الڪرسي- آمن الرسول ۽ پندره دفعا قل هوالله احد پڙهجي آخر جي ﭔﻦ رڪعتن ۾ سورة زمر ۽ سورة واقعہ مان پڙهجي، ان ڪان پوءِ جيڪي چاهي سو پڙهي. پوءِ پلي پنهنجي روز جا ورد وظائف نماز ۾ يا نماز ڪان سواءِ پڙهي ۽ جيڪڏهن چاهي تہ سورة اخلاص ۽ سورة فاتحہ سان گڏ هلڪيون ويهہ رڪعتون پڙهي ۽ جيڪڏهن چاهي تہ مغرب ۽ عشا جي وچ ۾ ﭔہ طويل رڪعتون بہ پڙهي ٿو سگهي هنن ﭘﻨﻬﻴﻦ رڪعتن ۾ اهو ڊگهو قيام ڪري جنهن ۾ پنهنجي روز مره ورد جي قرآن جي تلاوت ڪري يا بار بار اهڙي دعا پڙهي جنهن ۾ دعا ۽ تلاوت ﭘﻨﻬﻴﻦ جو فائدو هجي مثلا هو ورجائي پڙهي، ربنا عليڪ توڪلنا واليڪ انبئنا واليڪ المصير- يا اهڙي قسم جون ﭘﻴﻮﻥ آيتون بہ پڙهي ٿو سگهي، اهڙيءَ طرح تلاوت، دعا ۽ نماز ٽئي عبادتون گڏ ٿي ٿيون وڃن جن مان نہ صرف خيالن جي يڪسوئي بلڪ فضيلت بہ حاصل ٿئي ٿي.

## سومهڻي نماز

ان ڪان پوءِ سومهڻي نماز ڪان اڳ چار رڪعتون ۽ بعد ۾ ﭔہ

رڪعتون پڙهي جنهن ڪان بعد هو پنهنجي گهر يا خلوت گاهه ۾ هليو وڃي اتي وڌيڪ چار رڪعتون پڙهي. رسول الله ﷺ جن پنهنجي گهر ۾ داخل ٿي وڃڻ ڪان اڳ چار رڪعتون پڙهندا هئا. انهن چئن رڪعتن ۾ سورة لقمان، يسين، حم، الدخان ۽ تبارڪ الذي پڙهجي ۽ جيڪڏهن ڪو گهٽ ڪرڻ گهري ته ان ۾ آية الڪرسي، آمن الرسول، سورة حديد جون پهريون آيتون ۽ سورة حشر جون آخري آيتون پڙهي، چار رڪعتون پڙهڻ ڪان پوءِ يارهن رڪعتون پڙهي جن ۾ والسماءِ والطارق ڪان وٺي قرآن ڪريم جي آخر تائين ٽي سؤ آيتون پڙهي.

شيخ ابو طالب المڪي رحمة الله عليه هن طرح ذڪر ڪيو آهي، پر جيڪڏهن ڪير چاهي ته انهن ڪان گهٽ رڪعتن ۾ به ايتريون آيتون پڙهي ٿو سگهي، جيڪڏهن سورة ملڪ ڪان قرآن ڪريم جي آخر تائين قرآن ڪريم جون هڪ هزار آيتون تلاوت ڪري ته ان ۾ به گهڻي برڪت ۽ خير آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي قرآن ڪريم ياد نه هجي ته اهو هر رڪعت ۾ پنج يا ڏهه دفعا يا ان ڪان وڌيڪ قل هو الله پڙهي.

وتر

وتر کي تهجد جي آخر ۾ پڙهڻ لاءِ نه ڇڏيو وڃي، البته جيڪڏهن ڪنهن کي پاڻ تي پروسو هجي ۽ هو تهجد تي اٿڻ جو عادي هجي ته اهڙي صورت ۾ وتر کي تهجد ڪانپوءِ پڙهڻ افضل آهي. هڪ عالم جي عادت هئي ته جيڪڏهن هو سمهڻ ڪان پهريائين وتر پڙهندا هئا ۽ ان ڪان پوءِ تهجد لاءِ اٿندا هئا ته هڪ رڪعت پڙهي وتر سان ملائيندا هئا ان ڪان پوءِ جيترا پڙهي سگهندا هئا، نفل پڙهي پوءِ وري آخر ۾ وتر پڙهندا هئا. جيڪڏهن وتر ابتدائي رات ۾ ادا ڪيو وڃي ته ان وتر ڪان پوءِ ٻه رڪعتون ويهي پڙهجن جن ۾ اذا زلزلت ۽ الهڪم التڪاثر جون سورتون پڙهيون وڃن. چون ٿا ته هنن ٻن رڪعتن کي ويهي پڙهڻ ائين آهي جيئن هڪ رڪعت بيهي پڙهجي، وتر کي ان سان ملايو ويندو آهي ايتريقدر

جو جيڪڏهن ڪير تهجد جو ارادو ڪري ته ان کي به ادا ڪري ۽ تهجد جي آخر ۾ وتر پڙهي، هنن ٻنهين رڪعتن جي نيت بلڪل اها آهي جيڪا نفلن جي نيت هوندي آهي، مون گهڻن ماڻهن کي ڏٺو آهي ته هو انهن ٻنهين جي نيت ۾ بحث ڪندا رهندا آهن. بهرحال جيڪڏهن هر رڪعت ۾ رات جي وقت مسبحات (٢٧ ۽ ٢٨ سيپاري جون هي پنج سورتون (١) حديد (٢) حشر (٣) صف (۴) جمعه (٥) تغابن) پڙهيون وڃن ۽ انهن ۾ سورة اعليٰ جو اضافو ڪيو وڃي ته هي ڇهه سورتون ٿي ٿيون وڃن. اهل علم انهن سورتن کي پڙهندا هئا ۽ انهن جي برڪتن جي توقع رکندا هئا.

## مقصد جو مقرر ڪرڻ

جڏهن ڪير ننڊ مان جاڳي ته بهترين ادب هي آهي ته جاڳڻ شرط هن جو باطن الله رب العزت ڏي متوجه ٿي وڃي ۽ هو سڀ کان پهريائين الله جل شانه جي ڪمن ۾ غور ڪري ان کان پوءِ هو ڪنهن ٻئي پاسي توجه ڪري. هن جي زبان کي خدا وند ڪريم جي ذڪر ۾ مشغول رهڻ گهرجي، ڇو ته اهل حق هڪ ٻار وانگر آهن جيڪو پنهنجي دل ۾ خاص شيءِ جي محبت جو خيال ڪري سمهندو آهي ۽ جيئن جاڳندو آهي ته پنهنجي گهربل شيءِ جو مطالبو ڪندو آهي، محبت جو اهوئي جذبو ۽ اهوئي مشغلو مرڻ تائين ۽ ان کان پوءِ حشر تائين هن سان گڏ رهندو آهي. لهاذا هڪڙو اهل حق جڏهن ننڊ مان جاڳي ته غور ڪري ته ان جو مقصد ڇا آهي؟ ڇو ته انهيءَ ئي ڏن سان هو قبر مان نڪرندو، جيڪڏهن هن جو مقصد خداوند ڪريم جي ذات هجي ته اهوئي مقصد هن سان گڏ رهندو، نه ته هن جو مقصد خدا جل شانه کانسواءِ ڪا ٻي شيءِ سمجهيو ويندو.

جڏهن حق جو بندو ننڊ مان بيدار ٿئي ٿو ته هن جو باطن هن جي پاڪيزه فطرت جي مطابق هوندو آهي. ان ڪري هو پنهنجو باطن الله

جل جلاله جي ذڪر کان سواءِ ڪنهن ٻي شيءِ سان تبديل نه ڪري ته جيئن هن ڇو اهو نور برقرار رهي جيڪو بيداريءَ جي حالت ۾ باقي هئو. هو غيرن جي ذڪر کان باطن کي بچائي خداوند ڪريم جي طرف گريز جو رستو اختيار ڪري جيڪڏهن هن جي باطني حفاظت جو اهو معيار نه هجي ته پوءِ نور ۽ تجلين جو رستو بند ٿي ٿو وڃي،ان لاءِ اهوئي مناسب آهي ته هو رات جي وقت ان ڏي ئي متوجه رهي ۽ قرب الاهيءَ جو دروازو هن جو سڀ ڪجهه بنجي وڃي ۽ زبان سان هي پڙهي: الحمد لله الذي احيانا بعد ما اماتنا واليه النشور ۽ سورة آل عمران جون آخري ڏهه آيتون پڙهي پوءِ پاڪيزه پاڻيءَ جو قصد ڪري جيئن الله تعالىٰ جل شانه فرمايو آهي وينزل عليكم من السماءِ ماءً ليطهركم به (يعني هو آسمان مان توهان تي پاڻي ٿو نازل فرمائي ته جيئن ان جي ذريعي توهان کي پاڪ ۽ صاف ڪري) ٻيءَ جاءِ تي ارشاد خداوندي آهي ته

| | |
|---|---|
| اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَسَالَتْ اَوْدِيَةٌۢ بِقَدَرِهَا (پ١٣- رعد٣) | انهيءَ آسمان مان پاڻي نازل ڪيو ۽ ان جي ذريعي واديون وهڻ لڳيون. |

## طهارت جي اهميت

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه (هن آيت جي تفسير ۾) فرمائن ٿا ته پاڻيءَ مان مطلب قرآن آهي ۽ واديون قلب آهن. چنانچه اهي انهيءَ جي مطابق وهن ٿيون ۽ جيتري گنجائش هوندي آهي، اوتري قدر اهي ان کي پنهنجي اندر سمائينديون آهن، جهڙي طرح پاڻي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ جو ذريعو آهي، ساڳي طرح قرآن ڪريم به طهارت جو ذريعو آهي بلڪ اهو طهارت جو ان کان به وڌيڪ ذريعو آهي.ڇو ته ٻيون شيون پاڻيءَ جون قائم مقام بنجي ٿيون سگهن پر قرآن ڪريم ۽ ان جي علمن جو ڪير به قائم مقام يا جانشين نه ٿو ٿي سگهي پاڻي صرف ظاهري شين کي پاڪ ٿو ڪري پر علم ۽ قرآن ڪريم باطن کي پاڪ ۽ صاف ڪندا ۽ شيطاني نجاست کي پري ڪندا

آهن.

ننڊ هڪ قسم جي غفلت ۽ طبعي اثر آهي ان ڪري هيءَ به شيطاني نجاست آهي،ڇو ته هيءَ انسان کي الله جل شانه کان غافل ڪري ٿي ڇڏي. هن جي اصل حقيقت اها آهي ته الله تعالىٰ جل شانه (ڪائنات جي خلقڻ وقت) سڄي زمين تان هڪ مٺ مٽيءَ کڻڻ جو حڪم ڏنو، هيءَ مٺ مٽي جي زمين جو جلد هئي ان جو ظاهري حصو (بشره) ڪل هئي ۽ باطني حصو آدميت هئي. خداوند تعالىٰ جل شانه به فرمايو ته" مان بشر کي مٽيءَ مان پيدا اڪرڻ وارو آهيان" لهاذا بشر يا بشريت مان مطلب ظاهري صورت آهي ۽ اومتا مان مطلب ان جو باطن ۽ آدميت آهي ۽ اهائي آدميت ان جي سهڻي اخلاق جو مجموعو آهي.

مٽيءَ کي ابليس جي قدمن رڳڙي ڇڏيو ۽ انهيءَ ڪري ان ۾ اونداهي آهي ۽ انهيءَ اونداهيءَ کي آدميءَ جي مٽيءَ ۾ خمير ڪيو ويو هو جنهن جي ذريعي برا اخلاق ۽ صفتون پيدا ٿيون. بلڪ شهود ۽ غفلت به ان جو نتيجو آهي، لهاذا جڏهن پاڻيءَ جو استعمال ۽ قرآن ڪريم جي تلاوت ٿئي ٿي ته هئي پاڪ ڪرڻ واريون شيون جمع ٿي ٿيون وڃن انهن جي ذريعي شيطاني نجاست ۽ ان جي قدمن جي اثر جو نه صرف خاتمو ٿو ٿئي بلڪ اهڙي انسان کي عالم قرار ڏئي ان کي جهالت جي دائري مان به ڪڍيو ٿو وڃي.

## طهارت جا اثر

پاڪ پاڻيءَ جو استعمال هڪ شرعي حڪم آهي جيڪو ننڊ جي مقابلي ۾ قلب کي روشن ڪرڻ ۾ زبردست اثر رکي ٿو. جيئن ته ننڊ طبعي اثر جو نتيجو آهي ۽ اها قلب کي اونداهو ڪري ڇڏيندي آهي ان ڪري طهارت جو نور ان اونداهيءَ کي دور ڪندو آهي،اهوئي سبب آهي جو ڪجھ اهل علم جو خيال آهي ته جيڪڏهن باهه تي پڪل شين کي کائجي ته ان سان وضو ٽٽي پوندو آهي، حضرت امام ابو حنيفه رحمة

الله عليه جن جي راءِ جي مطابق نماز ۾ ٺهڪ ڏيڻ سان بہ وضو ٽٽي پوندو آهي،سندن خيال ۾ هي فعل (ٺهڪ ڏيڻ) گناهہ ڏي مائل ٿو ڪري، ۽ گناهہ اها شيطاني نجاست آهي جنهن جو ازالو پاڻيءَ سان ٿيندو آهي. ان ڪري ڪي صاحب غيبت (گلا) ڪوڙ ۽ ڪاوڙ جي موقعي تي بہ وضو ڪندا هئا. ڇو تہ اهڙي موقعي تي نفس غالب هوندو آهي ۽ شيطان جو تصرف بہ هوندو آهي.

جيڪڏهن ڪو پرهيزگار انسان جيڪو پنهنجي نفس جو محاسبو ڪرڻ جو عادي هجي، اهڙي موقعي تي تازو وضو ڪندو ڪري. جڏهن جو نفس مباح ڪمن ۾ مصروف هجي، يعني هو ماڻهن سان گفتگو ۽ ميل جول رکي يا ڪنهن اهڙي ڪم ۾ مشغول هجي جنهن سان هن جي همت جي ڳنڍ کلي پوڻ جو انديشو هجي يعني هو بيڪار ڪمن ۾ لڳي وڃي تہ اهڙي صورت ۾ (وضو ڪرڻ سان) قلب پنهنجي طهارت ۽ پاڪيزگيءَ تي قائم رهي ٿو سگهي بلڪ وضو ان وقت بصيرت کي صاف رکڻ ۾ انهن پلڪن جو ڪم ڏيندو آهي جيڪي پنهنجي جنبش سان بينائيءَ کي روشن رکن ٿيون، هن نڪتي کي اهل علم ئي سمجهي ٿا سگهن هن تي غور ڪجي تہ هن جي برڪت جو اثر ضرور ظاهر ٿيندو.

جيڪڏهن ڪير انهن موقعن تي ۽ جاڳڻ وقت غسل ڪري تہ ان سان هن جو قلب وڌيڪ روشن ٿي پوي. وڌيڪ مناسب اهو آهي تہ انسان هر فرض نماز جي وقت غسل ڪري تہ جيئن الله جل شانہ جي مناجات جي تياريءَ جي لاءِ پوري ڪوشش ڪري سگهي بلڪ هر موقعي تي توبہ ڪري باطن جي صفائي بہ ڪري جيئن ارشاد خداوندي آهي تہ:

| | |
|---|---|
| مُنِيْبِيْنَ اِلَيْهِ وَاتَّقُوْا وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ | ان جي طرف رجوع ڪندي ان کان ڊڄو ۽ نماز قائم ڪيو. |

مٿين آيت ۾رجوع ڪرڻ کي نماز تي مقدم ڪيو ويو آهي،پر هيءَ خداوند ڪريم جي مهرباني آهي ۽ اسلامي شريعت جي آسانين ۽

سهوليتن جو نتيجو آهي جو مشڪلات کي دور ڪري غسل جي بجاءِ وضوءَ جو حڪم ڏنو ويو آهي بلڪ سيني مسلمانن جي مشڪلات کي دور ڪرڻ لاءِ هڪ ئي وضوءَ سان سڀ فرض نمازون ادا ڪرڻ جائز آهي، پر خاص بندن جي باطني قوت اهو مطالبو ٿي ڪري تہ هو افضل حڪمن جا پابند بنجن ۽ اعليٰ طريقي تي گامزن رهن.

## تهجد

جڏهن ڪير نماز لاءِ بيهي ۽ تهجد پڙهڻ گهري تہ شروع ۾ هي پڙهي. اَللّٰهُ اَكْبَرُ كَبِيْرًا وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ كَثِيْرًا وَّسُبْحَانَ اللّٰهِ بُكْرَةً وَّاَصِيْلًا سُبْحَانَ اللّٰهِ ۽ اَلْحَمْدُلِلّٰهِ جا لفظ ڏهہ دفعا چئي ۽ هي چئي اَللّٰهُ اَكْبَرُ ذُوالْمُلْكِ وَالْمَلَكُوْتِ وَالْجَبَرُوْتِ وَالْكِبْرِيَآءِ وَالْعَظَمَةِ وَالْجَلَالِ وَالْقُدْرَةِ اَللّٰهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ اَنْتَ نُوْرُالسَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ وَلَكَ الْحَمْدُ اَنْتَ رَبُّ السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ وَلَكَ الْحَمْدُ اَنْتَ رَبّ السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ وَمَنْ بَيْنَهُنَّ وَمَنْ عَلَيْهِنَّ اَنْتَ الْحَقّ وَمِنْكَ الْحَقّ وَلِقَآءِكَ حَقٌّ وَالْجَنَّةُ حَقٌّ وَالنَّار حَقٌّ وَالنَّبِيُّوْنَ حَق وَمُحَمَّد عَلَيْهِ السَّلَامُ حَقّ اَللّٰهُمَّ لَكَ اَسْلَمْتُ وَبِكَ آمَنْتُ وَعَلَيْكَ تَوَكَّلْتُ وَبِكَ خَاصمت وَاِلَيْكَ حَاكَمْتُ فَاغْفِرْلِيْ مَا قَدَّمْتُ وَمَآ اَخَّرْتُ وَمَآ اَسْرَرْتُ وَمَآ اَعْلَنْتُ اَنْتَ الْمُقَدِّمِ وَاَنْتَ الْمُؤَخِّرِ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ اَللّٰهُمَّ اٰتِ نَفْسِيْ تَقْوَاهَا وَزَكِّهَا اَنْتَ خَيْر مِنْ ذَكَاهَا اَنْتَ وَلِيُّهَا وَمَوْلَاهَا اَللّٰهُمَّ اهْدِنِيْ لِاَحْسَنَ الْاِخْلَاقِ لَا يَهْدِيْ لِاَحْسَنِهَآ اِلَّآ اَنْتَ وَاَصْرِفْ عَنِّيْ مِنْهَا لَا يُصَرِّفُ عَنِّيْ مِنْهَآ اِلَّآ اَنْتَ اَسْئَلُكَ مَسْئَالَه الْبَاس الْمِسْكِيْن وَادْعُوْكَ دُعَآءَ الْفَقِيْرِ الذَّلِيْلِ فَلَا تَجْعَلْنِيْ بِدُعَآئِكَ رَبِّ شَقِيًّا وَكُنْ لِيْ رَءُوْفًا رَحِيْمًا يَا خَيْرَالْمَسْئُوْلِيْنَ يَا اَكْرَمَ الْمُعْظِمِيْنَ.

ان کان پوءِ وضو ڪرڻ تي ٻہ رڪعتون نفل پڙهي،پهرين رڪعت ۾ فاتحہ کان پوءِ ولو انهم اذ ظلموا انفسهم جاوک فاستغفروااللّٰه واستغفر لهم الرسول لوجدواللّٰه توابا رحيما (هيءَ آيت) پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ هيءَ آيت پڙهي ومن يعمل سوءَ او يظلم نفسه ثم يستغفراللّٰه

يجدالله غفورا رحيما هنن ٻن رڪعتن کان پوءِ ڪجهه دفعا استغفار پڙهي ان کان پوءِ ٻه هلڪيون رڪعتون پڙهي. جيڪڏهن گهري ته ان ۾ آيت الڪرسي ۽ آمن الرسول پڙهي يا جيڪڏهن ٻيون آيتون پڙهڻ چاهي ته به پڙهي ٿو سگهي ان کان پوءِ هو طويل رڪعتون پڙهي، رسول الله ﷺ جن کان منقول آهي ته پاڻ مٿئين طريقي سان تهجد نماز پڙهندا هئا. ان کان پوءِ به ڊگهيون رڪعتون پڙهي، پر اهي پهرين ٻن رڪعتن کان گهٽ ڊگهيون هجن، اهڙي طرح مختصر ڪري ٻارهن يا اٺ يا ان کان وڌيڪ رڪعتون به پڙهي ٿو سگهي، انهن جي تمام زبردست فضيلت آهي.

باب٤٨

# رات جي اوجاڳي جي فضيلت

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

وَالَّذِيْنَ يَبِيْتُوْنَ لِرَبِّهِمْ سُجَّدًا وَّقِيَامًا (پ١٩- فرقان)

هي ماڻهو آهن جيڪي سجدي ۽ قيام ۾ رات گذاريندا آهن.

ٻي آيت آهي

فَلَا تَعْلَمُ نَفْسٌ مَّآ اُخْفِيَ لَهُمْ مِّنْ قُرَّةِ اَعْيُنٍ جَزَآءً بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ

ڪو نفس نه ٿو ڄاڻي ته ان جي لاءِ اکين جي ٺڌاڻ جا پوشيده رکي ويئي آهي،هي انهن جي عملن جو بدلو آهي.

هن ۾ انهن جي عمل جي تفسير ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي ته ان مان انهن جي شب بيداريءَ جي عبادت مراد آهي، ٻي جاءِ تي ارشاد آهي ته ”صبر ۽ نماز جي ذريعي مدد گهرو“ هن جي تفسير ۾ چيو ويو آهي ته نفس جي مجاهدي ۽ دشمن جي مقابلي ڪرڻ ۾ رات جي نماز جي ذريعي امداد حاصل ڪيو.

هڪ حديث شريف ۾ آهي ته ”توهان رات جو اٿي عبادت ڪيو، ڇو ته ان ۾ تنهنجي رب العزت جي رضامندي آهي ۽ توهان کان اڳ نيڪ بندن جو اهوئي طريقو رهيو آ هي، هيءَ گناهن کان روڪي ٿي ۽ ان جي بوجهه کي دور ڪري ٿي، شيطان جي مڪر ۽ فريب جو به ازالو ڪري ٿي ۽ جسم مان بيماريءَ کي ڪڍي ٿي“ بزرگن جي هڪ جماعت سڄي رات عبادت ڪندي هئي، ايستائين جو چاليهه تابعي صاحبن جي باري ۾

منقول آهي تہ هو عشا (سومهڻيءَ) جي وضوءَ سان فجر جي نماز پڙهندا هئا. انهن ۾ حضرت سعيد بن المسيب، فضيل بن عياض، وهيب بن الورد، ابو سليمان الداراني، علي بن بكار، حبيب عجمي، كهمس بن المنهال ابو حازم، محمد بن المنكدر ۽ امام ابو حنيفہ رحمۃ الله عليهم اجمعين وغيره شامل هئا.

شيخ ابو طالب المكي رحمۃ الله عليه جن پنهنجي كتاب "قوة القلوب" ۾ انهن جي نسب نامن سان گڏ انهن جا محترم نالا تحرير كيا آهن، بهرحال جيكڏهن كير سڄي رات عبادت نہ كري سگهي تہ اڌ رات، چوٿون حصو رات جو يا گهٽ ۾ گهٽ رات جي آخري ڇهين حصي ۾ عبادت كرڻ مستحب آهي، ان جي صورت اها ٿي سگهي ٿي يا تہ رات جي پهرئين ٽئين حصي ۾ سمهي اڌ رات جو اٿي عبادت كري ۽ ان جي آخري ڇهين حصي ۾ سمهي پوي يا اڌ حصي ۾ سمهي ۽ ان جي ٽئين حصي ۾ عبادت كري ۽ ان جي آخري ڇهين حصي ۾ سمهي پوي يا اڌ حصي ۾ سمهي ۽ ان جي ٽئين حصي ۾ عبادت كري يا هو ڇهين حصي ۾ سمهي.

## اڌ رات جي عبادت

روايت آهي تہ حضرت داؤد عليه السلام هڪ دفعي عرض كيو تہ "اي پروردگار مان چاهيان ٿو تہ تنهنجي عبادت كيان تہ كهڙي وقت عبادت كرڻ لاءِ اٿان. ان تي الله تعاليٰ جل شانہ وحي نازل فرمايو تہ: اي داؤد! تون نہ تہ رات جي شروع ۾ ۽ نہ رات جي آخر ۾ اٿندو كر،ڇو تہ جيكو رات جي اول وقت ۾ اٿي عبادت ٿو كري تہ اهو آخر وقت ۾ سمهندو آهي ۽ جيكو آخر وقت ۾ اٿندو آهي اهو اول وقت ۾ سمهندو آهي بلك هميشہ اڌ رات جي وقت اٿندو كر تہ جيئن توكي بہ مون سان اكيلائي ميسر ٿئي ۽ مان بہ توسان رهان (انهيءَ وقت) پنهنجون ضرورتون منهنجي سامهون پيش كر"

هيءَ شب بيداري ننڊ جي ٻنهي حصن جي وچ ۾ هجي نه ته اول رات ۾ ئي نفس غالب اچي ويندو آهي، انهيءَ عرصي ۾ هو نفلي نمازون پڙهندو رهي ۽ جڏهن ننڊ جو غلبو ٿئي ته سمهي پوي ۽ جاڳڻ وقت وضو ڪري،اهڙيءَ طرح هو ٻه دفعا اٿندو ۽ ٻه دفعا سمهندو جيڪو بهترين فعل آهي.

ننڊ جي حالت ۾ هو ان وقت تائين نماز نه پڙهي ۽ نه تلاوت ڪري جيستائين ان کي هوش نه اچي ۽ پنهنجي چيل ڳالهه کي نه سمجهي ڇو ته هي منقول آهي ته ”رات جي وقت پنهنجي مٿان سختي برداشت نه ڪريو“

هڪ دفعي رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو ويو ته فلاڻي عورت رات جي وقت نماز پڙهندي آهي ۽ جڏهن ننڊ ايندي اٿس ته رسيءَ ۾ لٽڪي پوندي آهي. رسول الله ﷺ جن انهيءَ فعل کان هن کي منع فرمائي ۽ فرمايو ته” جيڪو رات جي وقت نماز پڙهڻ چاهي ته اهو ايتري پڙهي جيتري هو آسانيءَ سان پڙهي سگهي ۽ جڏهن ننڊ غالب اچي ته سمهي پوي“ فرمايائون ته هن دين اسلام کي سخت نه بنايو،ڇو ته هي خود مستحڪم آهي ان ڪري جيڪو هن کي سخت بنائي ٿو اهو مغلوب ٿي ويندو. مشڪلات پيدا ڪري، الله جل شانه جي عبادت کي پنهنجي نفس جي لاءِ نفرت جي قابل نه بنايو. اهڙيءَ طرح هڪ حقيقت جي طالب لاءِ شان وٽان نه آهي ته جڏهن فجر ٿئي ته هو سمهيو پيو رهي، البت جيڪڏهن هن رات جو جاڳي عبادت لاءِ ڊگهو قيام ڪيو آهي ته هو معذور آهي. پر جيڪڏهن هو رات جي وقت عبادت ڪري ۽ فجر کان ڪجهه اڳ جاڳي ته اهو طريقو انهيءَ کان بهتر آهي ته رات جو گهڻي عبادت ڪري ۽ وري فجر کانپوءِ سمهي پوي.

## تسبيح ۽ استغفار

جڏهن ڪير فجر کان اڳ بيدار ٿئي ته اهو تسبيح ۽ استغفار

گھٽو پڙھي ۽ انھيءَ وقت کي غنيمت سمجھي، رات جي وقت بہ جڏھن ھو نفلن کان فارغ ٿئي تہ ھو ڇئن رکعتن کان پوءِ ٿوري دير ويھي ۽ تسبيح ۽ استغفار پڙھي ۽ رسول الله ﷺ جن تي درود شريف موڪلي ھن طرح ھن کي سڪون حاصل ٿيندو آھي ۽ رات جو اٿڻ لاءِ قوت ايندي آھي، ڪنھن ھڪ بزرگ جو قول ھو تہ"ھيءَ پھرين ننڊ آھي، جيڪڏھن جاڳڻ کان پوءِ وري سمھي پوان تہ خداوند ڪريم منھنجي اکين کي نہ سمھاري"

ھڪ درويش مون کي پنھنجي شيخ جي باري ۾ ٻڌايو تہ ھو پنھنجي ساٿين کي رات جو صرف ھڪ دفعو سمھڻ ۽ ڏينھن رات ۾ ھڪ دفعو کائڻ جي ھدايت فرمائيندا ھئا. حديث شريف ۾ آيو آھي تہ "رات جي وقت اٿو، چاھي اھو ھڪ ٻڪريءَ جي کير ڏھڻ جيترو وقت ئي ڇو نہ ھجي" ڇون ٿا تہ ايترو وقت ٻن يا ڇئن رکعتن جي برابر ھوندو آھي. الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَاءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَاءُ (پ٣ آل عمران رڪوع٣) | تون جنھن کي چاھين ملڪ ڏين ۽ جنھن کان چاھين ملڪ کسي وٺين. |

ھن جي تفسير ۾ (صوفياءِ ڪرام) چيو آھي انھيءَ ۾ (ملڪ مان) مطلب رات جي عبادت آھي ۽ جيڪو سستي، ڪم ھمتي، ۽ ان جي تياريءَ ۾ غفلت يا پنھنجي روحانيت جي غرور جي بنياد تي رات جي عبادت کان محروم ٿئي ٿو اھو پنھنجي حالت تي ٻڳوڙھا ڳاڙي، ڇو تہ ڀلائيءَ جو ھڪ وڏو حصو ان تي بند ٿي ويو.

## رات جي اوجاڳي کان محرومي

ڪو اھل معرفت قرب خداونديءَ جي مقام تي سرفراز ٿيندو آھي ۽ انھيءَ قرب ۽ وصال جي ڪري ھن جي شوق ۽ محبت جا جذبا ھلڪا ٿي ويندا آھن لھذا ھو اھو خيال ڪندو آھي تہ رات جو اوجاڳو

شوق جي مقام ۾ ترسڻ جو نالو آهي، هي اهڙو ته مغالطو آهي جنهن جي ڪري گهڻا حقيقت جا مدعي هلاڪ ٿي ويا ۽ جيڪو انهيءَ جو قائل هجي ان کي معلوم هئڻ گهرجي ته اهڙي حالت جو هميشه برقرار رهڻ مشڪل آهي،ڇو ته عمومًا انسان ۾ ڪوتاهي ۽ شڪ جو گذر ٿيندو رهندو آهي، ان ڪان بسواءِ رسول الله ﷺ جن ڪان وڌيڪ ڪنهن کي به روحاني درجا حاصل نه ٿيا ان جي باوجود پاڻ ﷺ رات جي عبادت ڪان بي نياز نه ٿيا. پاڻ ﷺ ان وقت ايتري دير تائين بيٺا رهندا هئا جو سندن ﷺ پير مبارڪ سڄي پوندا هئا. هن سلسلي ۾ بحث ڪرڻ وارا ڪنهن وقت هيئن چوندا آهن ته پاڻ ﷺ ان جي شرعي حيثيت قائم ڪرڻ لاءِ ائين ڪيائون، اسين ان جي جواب ۾ چئون ٿا ته جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته پوءِ اسين ڇو نه سندن صلي الله عليه وسلم جي شريعت جي پيروي ڪيون؟ بلڪ ان ۾ هڪ نڪتو به پوشيده آهي، ان کي هن طرح سمجهڻ گهرجي ته رات جي عبادت کي ڇڏڻ ۽ بارگاهه قرب الاهيءَ ۾ رسائي حاصل ڪرڻ جي دعويٰ ۽ خواب ۽ بيداريءَ کي هڪجهڙو سمجهڻ هڪ روحاني آزمائش ۽ بيماري آهي ۽ حال کي قيد ڪري ان جو فيصلو مڃڻ آهي پر جيڪي روحاني طرح طاقتور هوندا آهن اهي صرف حال جا پابند نه رهندا آهن بلڪ ان ۾ تصرف ڪندا رهندا آهن انهن جو حال انهن جو تابع نه هوندو آهي هن نڪتي کي چڱي طرح سمجهڻ گهرجي، ڇو ته اسان به پنهنجي ڪجهه سائين کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو آهي ان ڪان پوءِ اسان کي خداوندي تائيد سان اهو انڪشاف ٿيو ته هي محض جمود ۽ سطحيت آهي.

## محروميءَ جو سبب

شيخ حسن رحمة الله عليه ڪان ڪنهن پڇيو ته "اي ابو سعيد! مان تندرستيءَ جي حالت ۾ رات بسر ڪندو آهيان (عبادت جي لاءِ) رات جو اٿڻ چاهيندو آهيان ۽ پنهنجي طهارت جو سامان به تيار رکندو آهيان

پوءِ ڇا ڳالھ آھي. جو مان اٿي نہ ٿو سگھان؟ پاڻ فرمايائون تہ "تنھنجي گناھن توکي قيد ڪري ورتو آھي" ان ڪري ڏينھن جي وقت گناھن کان بچڻ گھرجيءِ ائين نہ ٿئي تہ اھي رات جي وقت قيد ڪري ڇڏين.

شيخ نوري رحمۃ اللہ عليہ جن فرمائن ٿا تہ مان ڪنھن گناھ جي ڪري ستن مھينن تائين رات جي اوجاڳي کان محروم رھيس. ڪائنن پڇيو ويو تہ اھو گناھ ڪھڙو ھو؟ فرمايائون تہ مون ھڪ ماڻھوءَ کي رئندو ڏٺو ۽ پنھنجي دل ۾ خيال ڪيم تہ "ھي رياڪار آھي"

ڪو بزرگ فرمائي ٿو تہ ھڪ دفعي مان ڪرز بن وبرھ وٽ ويس، ھو روئي رھيو ھو، مون پڇيو" توھان کي ڇا ٿيو آھي؟ ڇا ڪنھن مائٽ جي وفات جي خبر ملي اٿو؟ پاڻ فرمايائون تہ ڳالھ انھيءَ کان بہ سخت آھي، مون وري پڇيو تہ ڇا توھان کي ڪنھن جاءِ تي درد آھي. فرمايائون تہ ان کان بہ سخت آھي. مون پڇيو تہ پوءِ اھو ڇا آھي؟ فرمايائون تہ منھنجو دروازو بند آھي ۽ منھنجو پڙدو لٽڪي رھيو آھي. ان ڪري مان ڪالھ پنھنجا مقرر ورد وظيفا نہ پڙھي سگھيس ۽ اھو غالبًا ڪنھن گناھ جو نتيجو آھي جيڪو مون کان ٿي ويو آھي.

ڪنھن بزرگ جو قول آھي تہ احتلام ھڪ قسم جي سزا آھي" ھي قول صحيح آھي، ڇو تہ احتياط ڪندڙ ۽ پرھيزگار صاحب پنھنجي احتياط ۽ پرھيزگاري ۽ علم جي ذريعي احتلام جو دروازو بند ڪري ٿا سگھن. احتلام ان کي ٿيندو آھي جيڪو پنھنجي حال کان ناواقف ھجي ۽ جنھن پنھنجي وقت جي حڪم ۽ پنھنجي روحاني طور طريقن کان غفلت اختيار ڪئي ھجي، پر جيڪو مڪمل حفاظت ۽ نگھداشت ڪري ۽ آداب جو بہ خيال ڪري تہ پوءِ احتلام جو سبب صرف اھو گناھ ٿي ٿو سگھي تہ ھن پنھنجو مٿو وھاڻي تي رکيو ھجي. ان ڪري کيس وھاڻي جي استعمال کي ڇڏڻ ۾ باھمت انسان بنجڻ گھرجي.

ڪڏھن اھو شخص جنھن جو گناھ نہ ھوندو آھي، سني نيت

سان ننڊ جي تياري ڪندو آهي ۽ وهاڻي تي پنهنجو مٿو رکي ٿو، هن جي نيت اها هوندي آهي ته ان جي ذريعي رات جو جاڳڻ ۾ مدد ملندي پر ڪجهه ماڻهن جيّ تعلق سان هي گناهه سمجهيو ويندو آهي. لهاذا جڏهن ايترو مقدار ۾ احتلام جو سبب بنجي گناهه ٿي ٿو سگهي ته روحاني حال جي انهن ٻين گناهن جو انهيءَ مان انداز لڳائي ٿو سگهجي جن جو تعلق معرفت جي صاحبن سان هجي ۽ اهي ئي ان کي سڃاڻي سگهندا هجن.

ڪي صاحب نرم بسترن، وهاڻي وغيره جي سڀني سهوليتن مان فائدو وٺندا آهن، پر انهن جي ڪنهن فعل تي ڪين احتلام وغيره سان سزا نه ڏني ويندي آهي، هي اهي ماڻهو هوندا آهن جيڪي پنهنجي ڪمن جي اندروني ۽ بيروني سڀني ڪيفيتن کان واقف هوندا آهن. چنانچه هو پنهنجي علم جي وسعت ۽ سٺي نيت جي ڪري ڪيترن ئي اوجاڳوڪان بازي کٽي ويندا آهن.

حديث ۾ آيو آهي ته" جڏهن ٻانهو سمهندو آهي ته شيطان ان جي مٿي تي ٽي ڳنڍيون لڳائيندو آهي. جيڪڏهن هو ويهي ذڪر خداوند ڪريم ڪري ته هڪڙي ڳنڍ کلي پوندي آهي، وضو ڪرڻ سان ٻي ڳنڍ به کلي پوندي آهي ۽ ٻه رڪعتون پڙهڻ سان سڀ ڳنڍيون کلي پونديون آهن، انهيءَ ڪري هو صبح جي وقت خوش طبع ٿي اٿندو آهي نه ته سست ۽ بدمزاج نظر ايندوآ هي.

ٻي حديث ۾ آهي ته جيڪو صبح تائين ستو پيو هوندو آهي ته شيطان ان جي ڪن ۾ پيشاب ڪندو آهي.

رات جي جاڳڻ ۾ هي ڳالهيون رڪاوٽ بنجنديون آهن دنيا جي گهڻن ڪمن ۾ مشغول رهڻ، عضون جو ٿڪجي پوڻ، پيٽ ڀرڻ، گهڻو ڳالهائڻ ۽ شور غل ڪرڻ، منجهند جو قيلولو ڇڏي ڏيڻ وغيره. بهرحال ڪامياب اهوئي آهي جيڪو پنهنجي وقت کي غنيمت سمجهي، پنهنجي

درد ۽ ان جي دوا کان واقف هجي ۽ ان ۾ غفلت اختيار نہ ڪري نہ تہ ان
کي نظر انداز ڪري ڇڏيو ويندو آهي.

باب ٤٩

# فجر نماز ۽ ان جون دعائون

الله تعاليٰ جل شانه رسول اڪرم ﷺ جن کي حڪم فرمايو ته:

وَاَقِمِ الصّلواةَ طَرَفِيَ النَّهَارِ وُزَلَفَا مِّنَ الَّيۡلِ اِنَّ الۡحَسَنَاتِ يُذۡهِبۡنَ السَّيِئَاتِ (پ١٢)

ڏينهن جي ٻنهين طرفن ۽ رات جي هڪ حصي ۾ نماز قائم ڪر، درحقيقت نيڪيون برايـن کي دور ٿيون ڪن.

مفسرن جي هن باري ۾ متفقہ راءِ آهي تہ مٿينءَ آيت ۾ هڪ طرف کان مراد فجر نماز آهي ۽ ٻئي ڪناري جي باري ۾ انهن جو اختلاف آهي ڪي عالم انهيءَ مان سانجهي نماز ٿا مطلب وٺن ۽ ڪي چون ٿا تہ سومهڻي نماز آهي. هڪ جماعت جو قول آهي تہ ڏينهن جي هڪ طرف مان مراد فجر ۽ ٻپهري نماز آهن، ۽ ٻئي طرف مان مراد ٽپهري ۽ سانجهي نماز آهي ۽ رات جي حصي مان مطلب سومهڻي نماز آهي. ان کان پوءِ الله تعاليٰ جل شانه نماز جون برڪتن ۽ فائدن جو نتيجو هي ٻڌايو تہ (هي) نيڪيون برايـن کي دور ٿيون ڪن يعني پنجن وقتن جون نمازون گناهن کي دور ٿيون ڪن.

## آيت جو شان نزول

روايت آهي تہ حضرت ابواليسر ڪعب بن عمرو انصاري رضي الله عنه ڪجورون وڪڻندو هو، هڪ دفعي انهن وٽ هڪ عورت ڪجورون خريد ڪرڻ آئي، ۽ پاڻ ان کي چيائون تہ هي ڪجورون سنيون نہ آهن هن کان وڌيڪ سنيون ڪجورون منهنجي گهر ۾ آهن. ڇا توکي انهن جي

ضرورت آهي؟ هن چيو تہ ” هائو “ اهو ڇئي هو هن کي پنهنجي گهر ۾ وٺي ويا ۽ اتي هن کي ڀاڪر پائي چميون ڏنائون. هن عورت چيو تہ ”خدائي عظيم کان ڊڄ“ ان تي پاڻ هن کي ڇڏي ڏنائون. ۽ بعد ۾ ايتري قدر تہ پشيمان ٿيا جو رسول الله ﷺ جن جي خدمت حاضر ٿي عرض ڪرڻ لڳا تہ” يا رسول الله ﷺ توهان جوان شخص جي باري ۾ ڇا فيصلو آهي جنهن هڪ ڌاري عورت ڪي بدنيتيءَ سان مجامعت ڪانسواءِ باقي سڀ ڪجهہ ان سان ڪيو“ حضرت عمر رضي الله عنہ بن الخطاب جن فرمايو تہ جيڪڏهن تون پنهنجي نفس تي پڙدو وجهين ها تہ خداوند بہ توتي پڙدو وجهي ها“ پر پاڻ ﷺ ان جي هن ڳالهہ جو ڪو بہ جواب نہ ڏنو بلڪ فرمايائون تہ” پنهنجي پروردگار جي حڪم جو انتظار ڪر“ ايتري ۾ ٻپهري نماز جو وقت ٿيو ۽ پاڻ ﷺ ٻپهري نماز پڙهيائون، جڏهن پاڻ ﷺ نماز کان فارغ ٿيا تہ حضرت جبرئيل عليہ السلام مٿين آيت کڻي آيو تہ پاڻ ﷺ فرمايو تہ ”ابو اليسر ڪاٿي آهي“ هن چيو تہ ”مان حاضر آهيان“ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ ”ڇا تون هن نماز ۾ اسان سان شريڪ هئين؟ هن چيو تہ هائو مان شريڪ هئس، پاڻ ﷺ وري ٻيهر فرمايائون تہ ڇا تون هن نماز ۾ اسان سان شريڪ هئين؟ هن چيو تہ ”هائو مان شريڪ هئس“ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ وڃ هيءَ نماز تنهنجي انهيءَ بري فعل جو ڪفارو آهي“

حضرت عمر رضي الله عنہ جن پڇيو تہ هي حڪم هن لاءِ خاص آهي يا سڀني لاءِ عام حڪم آهي؟ فرمايائون تہ ”هي سڀني لاءِ عام حڪم آهي“

## فجر نماز

مؤمن بندو فجر نماز جي لاءِ چڱيءَ طرح وضو ڪرڻ کان پوءِ فجر کان اڳ تيار ٿي وڃي ۽ شهادت جي ڪلمي جي تجديد سان فجر جو اهڙي طرح استقبال ڪري جهڙي طرح اسان رات جي پهرين حصي جي استقبال جي باب ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن مؤذن جي اذان جو

جواب نہ ڏنائين تہ اذان چئي ان کان پوءِ فجر جون ٻہ رڪعتون ادا ڪري پهرين رڪعت ۾ سورة فاتحہ کانپوءِ قل ياايهاالڪافرون ۽ ٻي رڪعت ۾ قل هوالله احد پڙهي يا جيڪڏهن چاهي تہ سورة بقره جي پهرئين سيپاري جون اهي آخري آيتون قولوا آمنا بالله وما انزل شروع ٿين ٿيون (۽ آخر سيپاري ۾ ختم ٿين ٿيون) پهرين رڪعت ۾ پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ ربنا امنا بما انزلت واتبعنا الرسول پڙهي پوءِ استغفار ۽ تسبيح پڙهي ۽ آسانيءَ سان جيترو زياده پڙهي سگهي پڙهي پر جيڪڏهن استغفرالله لذنبي سبحان الله بحمد ربي تي اڪتفا ڪري تہ ان سان بہ تسبيح ۽استغفار جو مقصد حاصل ٿي ٿو وڃي.

## فجر کان اڳ جي دعا

فجر کان اڳ جي هيءَ دعا آهي

اللهم صلي عليٰ محمد وعليٰ آل محمد اللهم اسئلک رحمةً من عندک تهدي بها قلبي وتجمع بها شملي وتسلم بها شعثي وتبيض بها وجهي وتلهمني بها رشدي وتعصمني بها من کل سوءِ اللهم اعطني ايمانًا صادقًا يقينًا ليس بعده کفرو رحمةً انال بها شرف کرامتک في الدنيا والاخرة اللهم اني اسئلک الفوز عندالقضاءِ ومنازل الشهداءِ وعيش السعداءَ والنصر علي الاعداءَ ومرافقةَ الانبياءِ اللهم اني انزل بک حاجتي وان قصر رائي وضعف عملي وافتقرت اليٰ رحمتک واسئالک يا قاضي الامور ويا شافي الصدور کما تجير بين البحور ان تجيرني من عذاب السعير ومن دعوته الثبور ومن فتنةَ القبور اللهم ما قصر عنه والي الضعف فيه عملي ولم تبلغه منيتي وامنيتي من خير وعدته احدا من عبادک او خير انت معطيه احدا من خلقک فانا راغب اليک فيه واسئالک عنه يا رب العالمين اللهم اجعلنا هادين مهتدين غير ضالين ومضلين حربا لاعدائک وسلما لاوليائک تحب محبک الناس والغادي بعد اوتک من خالفک من خلقک اللهم هذالدعاءِ مني ومنک الا جابةَ وهذا

الجهد وعليک النکلان انالله وانا اليه راجعون ولا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم ذي الحبل الشديد والامر الشديد اسئلک الا من يوم الوعيد والجنة يوم الخلود مع المقربين الشهود والرکع السجود والمعوفين بالعهود انک رحيم ودود وانک تفعل ما تريد سبحان من تعطف بالغدو وقال بسبحان من ليس المجدد تکرم به سبحان الذي لا ينبغي التسبيح الا له سبحان ذي الفضل والنعم سبحان ذي الجود والکرم سبحان الذي احصي کل شيءِ بعلمه اللهم اجعل لي نورا في قلبي ونورا في قبري ونور في سمعي ونور في بصري ونور في شعري ونور في بشري نورا في لحمي نورا في دمي ونورا في عظامي ونور من بين يدي ونورا من خلقي ونورا عن يميني ونورا عن شمالي ونورا من فوقي ونورا من تحتي اللهم زدني نورا واعطني نورا واجعل لي نورا

هن دعا جا زبردست اثر آهن. مون ڏٺو آهي تہ جنهن بہ انهيءَ جو ورد کيو ان کي گهڻي خير ۽ برکت حاصل ٿي اهل حق (پنهنجي ساٿين کي) هن جي پابندي ۽ ورد جو گهڻو تاکيد فرمايو آهي، منقول آهي تہ رسول اکرم ﷺ جن هن دعا کي فجر نماز جي فرض ۽ سنت جي وچ ۾ پڙهندا هئا. ان کان پوءِ باجماعت نماز لاءِ مسجد شريف ڏي وڃڻ جو قصد فرمائيندا هئا.

## گهرکان نکرڻ ۽ رستي جي دعا

گهر کان نکرڻ وقت پاڻ ﷺ هي پڙهندا هئا:

وقل رب ادخلني مدخل صدق واخرجني مخرج صدق وجعل لي من لدنک سلطانا نصيرا- ۽ رستي ۾ پاڻ ﷺ هيءَ دعا پڙهندا هئا.
اللهم اني اسئلک بحق السائلين عليک وبحق ممشائي هذا اليک لم اخجر اشرا ولا بطرا ولا رياءَ اولاسمعة، خرجت اتقاءَ سخطک وابتغاءَ مرضانک اسئلک ان تنقذني من النار وان تغفرلي ذنوبي انه لا يغفر

الذنوب الا انت۔

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جڏهن کو شخص هيءَ دعا نماز جي لاءِ نڪرڻ وقت پڙهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ ستر هزار فرشتا ان تي مقرر فرمائيندو آهي جيڪي ان لاءِ استغفار ڪندا آهن ۽ الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي ذات مبارڪ سان ان ڏي توجهہ فرمائي ٿو ايستائين جو هو نماز کان فارغ ٿي وڃي.

## مسجد ۾ داخل ٿيڻ جي دعا

جڏهن مسجد ۾ داخل ٿئي يا نماز لاءِ پنهنجي مصلي تي بيهي تہ هيءَ دعا پڙهي. بسم الله والحمد لله والصلواة والسلام عليٰ رسول الله اللهم اغفرلي ذنوبي وافتح لي ابواب رحمتک

مسجد ۾ داخل ٿيڻ وقت سڄو پير پهريائين رکي ۽ اتان يا مصلي تان نڪرڻ مهل کبو پير پهريائين ڪڍي، هن معاملي ۾ صوفيءَ جي سجاده گهر يا مسجد وانگر آهي جڏهن فجر جي نماز کان فارغ ٿي سلام ورائي تہ هي پڙهي.

لا الہ الاالله وحده لا شريک لہ الملک ولہ الحمد يحيي ويميت وهو حي لا يموت بيده الخير وهو عليٰ کل شيءٍ قدير لاالہ الاالله وحده صدق وعده ونصر عبده واعز جنده وهزم الاحزاب وحده لا الہ الاالله اهل النعمة والفضل والثناء الحسن لاالہ الاالله ولا نعبد الا اياه مخلصين لہ الدين ولو کره الکافرون

هيءَ دعا بہ پڙهي

هو الله الذي لا الہ الا هو الرحمن الرحيم (ان سان گڏ الله تعاليٰ ) جا نوانوي نالا (اسماءالحسنيٰ) بہ آخر تائين پڙهي ان کان فارغ ٿي هيءَ دعا پڙهي.

فجر جون دعائون

اللهم صل عليٰ محمد عبدک ونبيک ورسولک النبي الامي وعليٰ آل محمد صلواة تکون له رضاء ولحقه اداء واعطه الوسيلةَ والمقام المحمود الذي وعدته واجره عنا ما هو اهله واجزه عني افضل ما جازيت نبيا عن امته وصل عليٰ جميع اخوانه من النبيين والصديقين والشهداء والصالحين اللهم صل عليٰ محمد في الاولين وصل عليٰ محمد في الاخرين وصل عليٰ محمد الي يوم الدين اللهم صل عليٰ روح محمد في الارواح وصل عليٰ جسد محمد في الاجساد واجعل شرائف صلاتک ونواحي برکاتک رافتک ورحمتک وتحيتک وصلواتک عليٰ محمد عبدک ونبيک ورسولک اللهم انت السلام ومنک السلام اليک يعودالسلام فحينا ربنا بالسلام وادخلنا دارالسلام تبارکت يا ذوالجلال والاکرام اللهم اني اصبحت مرتهنا بعملي فقير افقرمني اللهم لاتشمت بي عدوي ولا تسولي صديقي ولا تجعل مصيبتي في ديني ولا تجعل الدنيا اکبر همي ولا تسلط علي من لا يرحمني اللهم هذا خلق جديد فافتحنا علي بطاعتک واضمنه لي بمغفرتک ورضوانک وارزقني فيه حسنةً تقبلها مني وترکيا وضعيفها وما فعلت فيه من سيئةً فاغفرلي انک غفور رحيم ودود رضيت بالله ربا وبالاسلام دينا وبمحمد ﷺ نبيا اللهم اسئلک خير هذااليوم وخير ما فيه واعوذ بک من شره وشر ماله واعوذ بک من شر طوارق الليل والنهار ومن بغتات الامور وفجاءة الاقدار ومن شر کل طارق يطرق الا طارق يطرق منک بخير يا رحمن الدنيا ولاخرة ورحيما واعوذ بک ان ازل او ازل او اضل او اضل او اظلم او اظلم او اجهل او يجهل علي عز جارک وجل ثناءک وتقدست اسماءک وعظمةَ نعماءک اعوذ بک من شر ما يلج في الارض وما يخرج منها وما ينزل من السماءِ وما يعرج فيها اعوذ بک من حرة الحرص وشدة الطمع وسورة الغضب

وسنـة الغفلـة وتعاطي الكلفـة اللهم اني اعوذ بک من مباهاة المكثرين
والازراءِ علي المقبلين وان اغفر ظالما او اخذل مظلوما وان اقول في العلم
بغير علم او اعمل في الدين بغير يقين اعوذ بک ان اشرک بک وانا
اعلم او استغفرک لما اعلم اعوذ بعفوک عن عقابک واعوذ برضاک من
سخطک واعوذ بک منک لا احصي ثناء عليک انت كما اثنيت عليٰ
نفسک اللهم انت ربي لااله الا انت خلقتني وانا عبدک وانا عليٰ عهدک
ووعدک ما استطعت اعوذ بک من شر ما صنعت ابوءلک بنعمتک وابوءَ
بذنبي فاغفرلي فانه لا يغفر الذنوب الا انت اللهم اجعل اول يومنا هذا
صلاحًا وآخر نجاحا واسطه فلاحا اللهم اجعل اوله رحمةً واوسطه
نعمةً وآخره مكرمةً اصبحنا اصبح الملام لله والعظمةً والكبرياءِ لله
والجبروت والسلطان لله واليل والنهار وما سكن فيها لله الواحد القهار
اصبحنا عليٰ فطرت لاسلام وكلمةً الاخلاص وعلي دين نبينا محمد
صلي الله عليه وسلم وملةً الانبيا كان ابراهيم حنيفا مسلمًا وما كان
من المشركين اللهم انا نسئلک بان لک الحمد لااله الاانت الحنان
المنان بديع السموات والارض ذولاجلال والاكرام انت الاحد الصمد الذي
لم يلد ولم يكن له كفوا احد يا حي يا قيوم يا حي حين لاحي في ديمومةً
ملكه وبقائه يا حي محي الموتيٰ يا حي مميت الاحياء ووارث الارض
والسماءِ اللهم اني اسئلک باسمک بسم الله الرحمن الرحيم باسائک
الله لااله الا هو الحي القيوم لا تاخذه سنةً ولا نوم اللهم اني اسئلک باسمک الاعظم
الاجل الاعزالاكرام الذي اذا ادعيت به اجبت واذا سئلت به اعطيت يا نور النور يا
مدبر الامور يا عالم مافي الصدور يا سميع يا قريب يا مجيب الدعاءِ يا
لطيفا لما يشاءُ يا رؤف يا رحيم يا كبير يا عظيم ياالله يا رحمن يا
ذوالجلال والاكرام الم الله لا اله الا هو الحي القيوم وعنت الجوه للحي
القيوم ويا الاهي واله كل شيءٍ الها واحدا لا اله الاانت اللهم اني
اسئلک باسمک يا الله الله الله الله الله الذي لا اله الا هو رب العرش

العظيم فتعاليٰ الله الملک الحق لا اله الا هو رب العرش الكريم انت الاول والاخر والظاهر والباطن وسعت كل شيءٍ رحمةً وعلما كهيعص حم عسق الرا الم ن يا واحد يا قهار يا عزيز يا جبار يا احد يا صمد يا ودود يا غفور هوالله الذي لااله الا هو عالم الغيب والشهادة هو الرحمن الرحيم لا اله الا انت سبحنک اني كنت من الظالمين اللهماني اعوذ بک باسمک المكنون المخزون المنزل السلام المطهر الطاهر القدوس المقدس يا دهر يا ديهور يا ديهار يا ابد يا ازل يا من لم يزل ولا يزول هو يا هو لااله الا هو يا من لا هو الا هو يا من لا يعلم ما هو الا هو يا كان يا كينان يا روح يا كان قبل كون يا كائن بعد كل كون يا مكونا لكل كون اهيا اشراهيا اوزاي اصوت يا بحلي حذاير الامور فان تولو فقل حسبي الله لا اله الا هو عليه توكلت وهو رب العرش العظيم ليس كمثله شيءٌ وهو السميع البصير اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد كما باركت عليٰ ابراهيم وعليٰ آل ابراهيم انک حميد مجيد اللهم اني اعوذ بک من علم لا يشفع وقلب لا يخشع ودعاءٍ لا يسمع اللهم اني اعوذ برءَ من فتنةَ الدجال وعذاب القبر ومن فتنةَ المحيا والممات اللهم اني اعوذ بک من شر سمعي وبصري ولساني وقلبي اللهم اني اعوذ بک من القسوة الغفلةَ والذل والمسكنةَ واعوذ بک من الفقر والكفر والفسوق والشقاق والنفاق وسوءِ الاخلاق وضيق الرزاق والسمعةَ والرياءَ واعوذ بک من الصمم واليكم والجنون والجزام والبرص وسائر الاسقام اللهم اني اعوذ بک من زوال نعمتک ومن تحول عافيتک فجاءَة نعمتک ومن جميع سخطک اللهم اني اسئلک الصلواة علي محمد وعليٰ آله وأسئلک من الخير كله عاجله وآجله ما علمت منه ومالم اعلم واسئلک الجنةَ وما قرب اليها من قول وعمل اعوذ بک من النار ما قرب اليها من قول وعمل اسئلک ما اسئلک به عبدک ونبيک محمد صلي الله عليه وسلم واستعيذک بما استعاذک منه عبدک ونبيک محمد صلي الله عليه وسلم واسئلک ما قضيت لي من امران تجعل عاقبةَ رشدا برحمتک يا ارحم الراحمين يا

حي يا قيوم برحمتک استغيث لا تکلني الي نفسي طرفته عين واصلح لي شاني کله يا نور السموات والارض يا ذوالجلال والاکرام يا صريخ المستصرخين يا غوث المستغيثين يا منتهي رغبةّ الراغبين والمفرج عن المکروبين والمروح عن المغمومين ومجيب دعوة المضطرين وکاشف السوءِ وارحم الراحمين واله العالمين وربک کل حاجةَ يا ارحم الراحمين اللهم استرعو راتي وآمن روعاتي يواقلني عثراتي اللهم احفظني من بين يدي ومن خلفي وعن يميني وعن شمالي ومن فوقي واعوذ بک ان اغتال من تحتي اللهم اني ضيعف فقوني اللهم اني ذليل فاعزني اللهم اني فقير فاغنني برحمتک يا ارحم الراحمين اللهم انک تعلم سري وعلانيتي فاقبل معذرتي وتعلم حاجتي فاعطني سؤلي وتعلم ما في نفسي فاغفرلي ذنوبي اللهم اني اسئلک ايمانا يباشر قلبي ويقينًا صادقًا حتي اعلم انه لن يصيبني الا ما کتبت لي والرضا بما قسمت يا ذوالجلال والاکرام يا هادي المضلين ويا راحم المذنبين ومقيل عثرة العاثرين ارحم عبدک والخطر العظيم والمسلمين کلهم اجمعين واجعلنا مع الاحيا المرزوقين الذين انعمت عليهم من النبيين والصديقين والشهداءِ والصالحين آمين يا رب العالمين اللهم عالم انجفيات رفيع الدرجات تلقي الروح من امرک عليٰ من تشاءُ من عبادک غافرالذنب وقابل التوب شديد العقاب ذوالطول لا اله الا انت الوکيل واليک المصير يا من را يشغله شان عن شان ولا يشغله سمع عن سمع ولا تشتبه عليه الاصوات ويا من لا تغلطه المسائل ولا تختلف عليه اللغات ويا من لا يتبرم بالحاج المسلمين اذقني برد عفوک وحلاوة رحمتک اللهم اني اسئلک قلبًا سليمًا ولسانًا صادقًا وعملاً متقبلا اسئلک من خير ما تعلم واعوذ بک من شر ما تعلم واستغفرک بما تعلم ولا اعلم وانت علام الغيوب اللهم اني اسئلک ايمانا لا يرتد فهما لا ينفد وقرة عين الابد ومرافقةّ نبيک محمد واسئلک حبک وحب من احبک وحب عمل

يقرب الي حبک اللهم بعلمک وقدرتک علي خلقک احيني ما کانت الحياه خيرا لي وتوفني ما کانت الوفاة خيرا لي اسئلک خشيتک في الغيب والشهادة وکلمةَ العدل في الرضاءِ والغضب والقصد في الغني والفقر ولذة النظرة اليٰ وجهک والشوق الي لقائک واعوذ بک من ضراءِ مضرة وفتنةَ مضلةَ اللهم اقسم لي من خشيتک ما تحول به بيني وبين معصيتک ومن طاعتک ما يدخلني جنتک ومن يقين ما تهون به علينا مصائب الدنيا اللهم ارزقنا حزن خوف الوعيد وسرور رجاءَ الموعود حتيٰ نجد لذة ما نطلب وخوف ما منه نهرب اللهم اللبس وجوهنا منک الحياءَ واملاءَ قلوبنا بک فرحا واسکن في نفوسنا من عظمتک مصائبةَ وذلل جوارحنا لخدمتک واجعلک احب الينا مما سواک واجعلنا نخشي لک ممن سواک نسئلک تمام النعمةَ بتمام التوبةَ ودوام العافيه بدوام العصمةَ واداءِ الشکر بحسن العبادة اللهم اني اسئلک برکةَ الحيواة وخير الحياة واعوذ بک من شر الحياة وشر الوفاة واسئلک خير ما بينهما احيني حيواة السعداءَ حيواة من تحب بقاءه وتوفني وفاة الشهدءَ وفاة من تحب لقاءه يا خيرالرازقين واحسن التوابين واحکم الحاکمين وارحم الراحمين ورب العالمين اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد وارحم ما خلقت واغفر ما قدرت طيب ما رزقت وتمم ما انعمت وتقبل ما استعملت واحفظ ما استحفظت ولا تهتک ما سررت فانه لا اله الا انت استغفرک من کل لذة بغير ذکرک ومن کل راحته بغير خدمتک ومن کل سرور بغير قربتک ومن کل فرح بغير بحالتک ومن کل مشغل بغير معاملتک اللهم اني استغفرک من کل ذنب تبت اليک منه ثم عدت فيه اللهم اني استغفرک من کل عقد عقدته ثم لم اوف به اللهم اني استغفرک من کل عمل عملته لک فخالطها ما ليس لک اللهم اني اسئلک ان تصلي عليٰ محمد وعليٰ آل محمد واسئلک جوامع الخير وفواتحهوخواتيم واعوذ بک من جوامع الشرر فواتحه وخواتمه اللهم

احفظ فيما امرتنا واحفظنا عما نهيتنا واحفظ لنا ما اعطتنا يا حافظ الحافظين ويا ذاكر الذاكرين ويا شاكر الشاكرين بذكرك وبفضلك شكر وا ويا غياث ويا مغيث يا مستغاث يا غياث المستغيثين لا تكلني اليٰ نفسي طرفته عين فاهلك ولا الي احد من خلقك فاضيع اكلا ني كلاءة الوليد ولا تخل مني وتولني بما تتوليٰ به عبادالصالحين انا عبدك وابن عبدك ناصيتي بيدك جار في حكمك عدلني قضاتك فافذني مشيتك ان تعذب فاهل ذ لك انا وان ترجم فاهل ذ لك انت فافعل اللهم يا مولاي،يا الله يا رب بما انت له اهل ولا تفعل اللهم يا رب يا الله ما انا اله اهل انك اهل التقويٰ واهل المغفرت يا من لا يضره الذنوب ولا تنفعه المغفرة هب لي مالا يضرك واعطني مالا ينقضك ربنا افرغ علينا صبرا وتوفنا مسلمين توفني مسلما والحقيني بالصالحين انت ولينا فاغفرلنا وارحمنا وانت خيرالغافرين ربنا عليك توكلنا واليك انبئنا واليك المصير ربنا اغفرلنا ذنوبنا واسرافنا في امرنا وثبت اقدامنا وانصرنا علي القوم الكافرين ربنا آتنا من لدنك رحمةً وهي لنا من امرنا رشدا ربنا آتنا في الدنيا حسنةً وفي الاخرة حسنةً وقنا عذاب النار- اللهم صلي عليٰ محمد وعليٰ آل محمد وارزقنا العون علي الطاعةً والعصمةً من المعصيةً وانواع الصبر في الخدمةً وايذاع الشكر في النعمةً واسئلك حسن الخاتمةً واسئلك اليقين وحسن المعرفةً بك واسئلك المحبةً وحسن التوكل عليك واسئلك الرضا وحسن الثقةً بك واسئلك حسن التقلب اليك اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد واصلح امةً محمد صلي الله عليه وسلم اللهم ارحم امته محمد اللهم فرج عن امه محمد فرجا عاجلا ربنا اغفرلنا ولا اخواننا الذين سبقونا بالايمان ولا تجعل في قلوبنا غلا للذين آمنوا ربنا انك رؤف رحيم اللهماغفرلي ولوالدي ولمن توالد وارحمهما كما ربياني صغيرا واغفر لاعمامنا وعماتنا واخوالنا وخالاتنا وازواجنا وذريتنا ولجميع المؤمنين والمؤمنات والمسلمين والمسلمات الاحياءِ منهم والاموات يا ارحم الراحمين ويا خير الغافرين.

جيئن تہ دعا عبادت جو مغز آهي ان ڪري اسان انهيءَ ڳالهہ کي پسند ڪيو تہ هنن دعائن کي مڪمل لکيو وڃي. اسان کي اميد آهي تہ اهي هن جي ذريعي خير ۽ برڪت حاصل ڪندا. هي اهي دعائون آهن جن کي شيخ ابو طالب مکي رحمة الله عليه جن چونڊي پنهنجي ڪتاب قوت القلوب ۾ لکيو آهي ان ڪري هي وڌيڪ مستند ۽ برڪت جو باعث آهن، هر مؤمن بندو انهن کي پڙهي ٿو سگهي،پوءِ ڀلي هو اڪيلو هجي يا جماعت سان گڏ- امام هجي يا مقتدي، جيڪڏهن ڪير گهري تہ انهن کي مختصر ڪري بہ پڙهي ٿو سگهي.

باب۵٠

# صوفين جي روز جا معمول

صوفيءَ کي گهرجي تہ پنهنجي عبادت جي لاءِ هڪ خاص جاءِ مقرر ڪري جتي قبلي ڏي منهن ڪري نماز پڙهندو ڪري پر جيڪڏهن انهيءَ جاءِ تي ماڻهن جي ڳالهائڻ وغيره سان ٻئي طرف ڌيان هئڻ جو خدشو هجي ۽ ڪو ٻيو مقام هن جي معمولات لاءِ وڌيڪ محفوظ ۽ مناسب هجي تہ ان طرف منتقل ٿي ٿو سگهي، ڇو تہ خاموشي ۽ نہ ڳالهائڻ اهڙن معاملن لاءِ ضروري آهي ۽ انهيءَ جي اثر کي صاحب حال چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا. رسول الله ﷺ جن بہ ماڻهن کي انهيءَ عمل ڏي سڏيندا هئا.

(هڪ جاءِ مقرر ڪرڻ کان پوءِ) هو سورة فاتحہ ۽ سورة بقره جون شروع واريون آيتون المفلحون تائين ۽ بہ آيتون وَاِلٰهُكُمۡ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ آيت الڪرسي ۽ ان کان پوءِ جون بہ آيتون آمَنَ الرَّسُوۡلُ ۽ ان کان اڳ واري هڪ آيت (جيڪا سورة بقره جي آخر ۾ آهي) شهدالله (جيڪا سورة آل عمران جي ٻئي رڪوع ۾ پ٣ آهي) قُلِ اللّٰهُمَّ مَالِكَ الۡمُلۡكِ (جيڪا پ٣ سورة آل عمران جي ٽئين رڪوع ۾ آهي) ۽ اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِيۡ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ جي آيت کي المحسنين تائين پڙهي ۽ لقد جاءکم رسول کي آخر تائين (جيڪا سور توبہ جي آخر پ١١ ۾ آهي قل ادعو الله جو پ١۵ سورة بني اسرائيل جي آخر ۾ آهي) ۽ سورة ڪهف جون آخري آيتون جيڪي اِنَّ الَّذِيۡنَ آمَنُوۡا کان (شروع ٿين ٿيون ۽ پاره ١٧ سورة انبياءِ جي اها آيت جيڪا وذوالنون اذ ذهب مغاضبًا کان شروع ٿي خيرالوارثين تي ختم ٿي ٿئي، پڙهڻ گهرجي ۽ اهي آيتون سُبۡحَانَ الله

حِيۡنَ تُمۡسُوۡنَ وَحِيۡنَ تُصۡبِحُوۡنَ، سُبۡحَانَ رَبِّكَ رَبِّ الۡعِزَّتِ کان آخر سورة والصافات پ٢٣ لَقَدۡ صَدَقَ اللّٰهُ کان آخر تائين ) (٢٦ الفتح) ۽ اول سورة الحديد پ٢٧ کان بذات الصدور ۽ آخر سورة الحشر لو انزلنا پ٢٨ کي پڙهي ان کان پوءِ ٣٣ دفعا سبحن الله ٣٣ دفعا الحمد لله ۽ ٣٣ دفعا الله اکبر پڙهي آخر ۾ لا اله الاالله وحده لا شريک له چئي هڪ سوءُ جو تعداد پورو ڪري.

جڏهن هن کان فارغ ٿئي ته قرآن ڪريم جي تلاوت زباني يا ڏسي ڪري يا ٻين وردن ۽ ذڪرن ۾ مشغول رهي، هنن ڪمن ۾ ڪنهن به قسم جي ڪوتاهي، سستي يا غنودگي نه هئڻ گهرجي، ڇو ته ان وقت سمهڻ قطعا مکروه آهي. جيڪڏهن ننڊ غالب هجي ته مصلي تي قبلي ڏي منهن ڪري ويهي رهي، جيڪڏهن ويهڻ سان به ننڊ جو خاتمو نه ٿئي ته قبلي ڏي منهن ڪري ڪجهه قدم هلي ۽ ساڳي طرح الٽي پير واپس اچي قبلي ڏي پٺي نه ڪري ڇو ته هميشه قبلي ڏي منهن ڪري ذڪر الاهيءَ ۾ مشغول رهڻ ۽ ماڻهن سان ڳالهائڻ ۽ ننڊ کي ترڪ ڪرڻ ۾ وڏي خير ۽ برڪت آهي. خاص ڪري الحمد لله جو ورد گهڻو مؤثر آهي، لهذا اسين حق جي طالبن کي ان جو ورد ڪرڻ جي هدايت ٿا ڪيون. انهن کي گهرجي ته هو پنهنجي وردن ۽ فڪرن ۾ دل ۽ زبان سان ان جو ذڪر ڪن، هي سڀ معمولات ڏينهن جي ابتدائي حصي يا سج نڪرڻ کان اڳ جا آهن. جيئن ته ڏينهن جو حصو آفتن جو مرڪز هوندو آهي، ان ڪري جيڪڏهن هن جي دل معمول سان مضبوط ٿي وڃي ته آئنده ان جو سڄو بنياد مضبوط رهندو.

## مسبعات عشره

جڏهن سج ايرڻ شروع ٿئي ته مسبعات عشره پڙهڻ شروع ڪري جيڪي حضرت خضر عليه السلام حضرت ابراهيم تيمي رضي الله عنه جن کي سيکاريا هئا، ۽ انهن هي مسبعات عشره جناب رسول

اڪرم ﷺ جن کان سڪيا هئا. لهاذا جڏهن به ڪير انهن جو ورد ڪري ته سيني ذڪرن ۽ متفرق دعائن کي جمع ڪندو ڪري. اهي مسبعات عشر ڏهه شيون آهن جيڪي ست ست ڀيرا پڙهيون ويندون آهن ۽ اهي هي آهن سورة فاتحه، ٽي معوذ، قل هو الله احد، قل ياايهاالڪافرون، آيت الڪرسي، سبحان الله الحمد لله ولااله الاالله والله اڪبر، پوءِ رسول اڪرم ﷺ ۽ سندن آل تي درود موڪلي ۽ پنهنجي والدين، سيني مرد مومنن ۽ عورتن ۽ پنهنجي ذات جي لاءِ استغفار ڪري ۽ ست دفعا هيءَ دعا پڙهي اللهم افعل بي وبهم عاجلا وآجلا في الدين والدنيا والاخرة ما انت له اهل ولا تفعل بنا يا مؤلانا ما نحن له اهل انک غفور حليم جواد ڪريم رؤف رحيم.

روايت آهي ته جڏهن حضرت ابراهيم تيمي رحمةَ الله عليه جن اهي حضرت خضر عليه السلام کان سکي پڙهيا ته پاڻ خواب ۾ پنهنجو پاڻ کي بهشت ۾ ڏٺائون. اتي فرشتا ۽ انبياءِ ڪرام عليهم السلام به موجود هئا. انهن بهشت جو کاڌو به کاڌو. چون ٿا ته ان واقعي کانپوءِ پاڻ چئن مهينن تائين‌کائڻ کانسواءِ گذاريائون،ڪن جي ويجهو ان جو سبب اهو هو ته پاڻ بهشت جو طعام کاڌو هئائون.

مسبعات کان فارغ ٿيڻ کانپوءِ هو تسبيح واستغفار ۽ تلاوت ۾ مشغول رهي، هي معمول ان وقت تائين جاري رهي جيستائين سج نيزي جي برابر مٿي ٿئي. رسول الله ﷺ جن فرمايو ته هڪ هنڌ ويهي نماز فجر کان پوءِ سج نڪرڻ تائين الله جل جلاله جي ذڪر ۾ مشغول رهان ته اهو ڪم مون کي ان کان وڌيڪ پسند آهي ته مان چار غلام آزاد ڪريان"

## اشراق نماز

( جڏهن سج چڱي طرح مٿي ٿئي) ته پنهنجي جاءِ تان اٿڻ کان اڳ ٻه ٻه رڪعتون نفل نماز ادا ڪري، جو ته رسول اڪرم ﷺ جن به ان وقت ٻه رڪعتون نماز ادا ڪندا هئا. جيڪڏهن هنن ٻن رڪعتن نماز کي

دل سان سمجهي پڙهجي تہ ان سان پڙهڻ واري جو باطن نوراني ۽ پرسڪون ٿي پوندو آهي، بشرطيڪ ان ۾ خلوص ۽ صداقت هجي، جيڪڏهن ڪير ان جو فوري ثواب ۽ برڪت حاصل ڪرڻ گهري تہ ان لاءِ ضروري آهي تہ هو پهرين رڪعت ۾ آيت الڪرسي ۽ ٻي رڪعت ۾ آمن الرسول ۽ الله نور السموات والارض (پ١٨) آخري آيت تائين پڙهي.

هيءَ نماز پڙهڻ وقت هن جي نيت اها هجي تہ ڏينهن رات ۾ خداوند ڪريم جي نعمتن جو شڪر ادا ڪري رهيو آهي ان ڪان پوءِ وڌيڪ ٻہ رڪعتون پڙهي جن ۾ پهرين رڪعت ۾ قل اعوذ برب الفلق ۽ ٻي رڪعت ۾ قل اعوذ برب الناس پڙهي، هي ٻہ رڪعتون نماز ان لاءِ آهي تہ هو رات ۽ ڏينهن جي شر ڪان محفوظ رهي. هنن ٻن رڪعتن ڪانپوءِ هو پناهہ گهرڻ لاءِ هينيان ڪلما پڙهي:

اعوذ باسمک وکلماتک التامۃ من شرالسامۃ والهامۃ واعوذ باسمک وکلمتک التامۃ من شر ما يجري بہ الليل والنهار ان ربي الله لا الہ الا هو عليہ توکلت وهو رب العرش العظيم

پهرين ٻن رڪعتن ڪان پوءِ هي پڙهي.

اللهم اني اصبحت لا استطيع دفع ما اکره ولا املک ما ارجوا واصبحت مرتهنا بعملي واصبح امري بيد غيري فلا فقر افقر مني اللهم لا تشمت بي عددي ولا تسيءَ بي صديقي ولا تجعل مصيبتي في ديني ولا تجعل الدنيا اکبرهمي ولا مبلغ علمي ولا تسلط علي من لا يرحمني اللهم اعوذ بک من الذنوب التي تزيل النعم واعوذ بک من الذنوب التي توجب النعم.

هنن ٻن رڪعتن ڪان پوءِ وڌيڪ ٻہ رڪعتون انهيءَ نيت سان پڙهي تہ اهي هن جي ڏينهن رات جي عملن جي لاءِ استخاره ثابت ٿين، هي استخاره صرف دعا جي مفهوم جي مطابق آهي نہ تہ استخاره جنهن جو حديثن ۾ ذڪر آهي اها آهي جيڪا ڪم ڪرڻ ڪان اڳ پڙهي وڃي.

هنن ٻن رڪعتن ۾ قل يايها الكافرون الخ ۽ قل هو الله احد جون سورتون ۽ اها دعا پڙهجي جنهن جو ذڪر ٿي چڪو آهي . آخر ۾ هي چئي تہ "منهنجي اڄ جي هر قول ۽فعل ۾ صبر عطا فرماءِ"

ان کان پوءِ وڌيڪ ٻہ رڪعتون پڙهي، پهرين رڪعت ۾ سورة الواقعہ ۽ ٻي رڪعت ۾ سورة الاعليٰ پڙهڻ گهرجي ان کان پوءِ هي دعا پڙهي.

اللهم صل عليٰ محمد وعليٰ آل محمد واجعل حبک احب الاشياءِ الي وخشيتک اخوف الاشياءِ عندي واقطع عني حاجات الدنيا بالشوق الي لقائک واذا اقررت اعين اهل الدنيا بدنياهم فاقرر عيني بعبادتک واجعل طاعتک في کل شيءِ مني يا ارحم الراحمين

وري وڌيڪ ٻہ رڪعتون ادا ڪري جن ۾ قرآن ڪريم جو مقرر ورد پڙهيو وڃي. ان کان پوءِ ڪو دنياوي ڪمن کان فارغ هجي تہ ان کي گهرجي تہ منجهند تائين نماز تلاوت ۽ ورد وافڪار ۾ مصروف رهي ۽ جيڪڏهن پنهنجي اهل وعيال جي لاءِ روزي ڪمائڻ ۾ مصروف هجي تہ اهو پنهنجي ڪم تي وڃي مگر وڃڻ کان اڳ گهر کان نڪرڻ جون ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪري بلڪ هن جو هميشہ اهو ورد هئڻ گهرجي تہ ٻہ رڪعتون نفل پڙهي گهر کان ٻاهر نڪري تہ جيئن الله تعاليٰ ان کي ٻاهر نڪرڻ جي براين کان محفوظ رکي اهڙي طرح گهر ۾ اچڻ کان اڳ بہ ٻہ رڪعتون نفل ادا ڪري تہ جيئن الله تعاليٰ هن کي گهر ۾ داخل ٿيڻ جي براين کان محفوظ رکي. ان کان پوءِ داخل ٿي پنهنجي زال ۽ ٻين گهر وارن کي سلام ڪري ۽ جيڪڏهن گهر ۾ ڪير بہ نہ هجي تہ بہ سلام ڪري ۽ چئي: السلام علي عبادالله الصالحين المؤمنين

## چاشت جي نماز

جيڪڏهن ڪير (روزيءَ جي فڪر کان) فارغ هجي تہ ان لاءِ مناسب آهي تہ ان وقت نماز چاشت پڙهي ۽ جيڪڏهن ان تي قضا هجي

تہ هڪ ٻہ ڏينهن يا ان کان وڌيڪ ڏينهن جي نماز ادا ڪري نہ تہ ڊگهيون ڊگهيون رڪعتون پڙهي ۽ انهن ۾ قرآن ڪريم پڙهي، ڪي بزرگ ڏينهن رات ۾ پورو قرآن ڪريم ختم ڪندا هئا. جيڪڏهن اهو ممڪن نہ هجي تہ چند هلڪيون رڪعتون سورة فاتحہ ۽ قل هو الله ۽ ٻيون قرآني آيتون پڙهي انهن ۾ اهڙيون دعائن واريون آيتون بہ هجن جيئن هيءَ آيت آهي.

رَبَّنَا عَلَيْکَ تَوَكَّلْنَا وَاِلَيْکَ اَنَبْنَا وَاِلَيْکَ الْمَصِيْرُ

اهڙيون دعائن واريون آيتون هر رڪعت ۾ پڙهجن، پوءِ پل اها هڪ دفعو پڙهي وجي يا دهرايون وڃن، حق جي طالب جي باري ۾ هي اندازو ڪيو ٿو وڃي تہ هو سج نڪرڻ کان پوءِ نماز اشراق ۽ چاشت جي نماز جي وچ ۾ هلڪي قسم جون هڪ سؤ رڪعتون پڙهندا هئا ،ڇو تہ اهي ماڻهو جن جو دنيا ۾ ڪو مشغلو ڪونهي ۽ هنن اهل دنيا جي لاءِ دنيا ڇڏي رکي آهي، بغير فائدي جي وقت نہ گذاريندا هئا. بلڪ الله جل شانہ جي ذڪر ۽ عبادت ۾ پنهنجو عيش ۽ آرام ترڪ ڪندا آهن. انهيءَ ڪري حضرت سهل بن عبدالله التستري رحمة الله عنہ فرمايو تہ جنهن کي دنيا جي ضرورت هوندي ان جي دل الله رب العزت جي ذڪر ۾ پوري طرح مشغول نہ ٿيندي.

## چاشت جو وقت

جڏهن سج گهٽو مٿي اچي ۽ فجر ۽ ٻپهري نماز جي وچ جو اڌ حصو گذري وڃي جهڙي طرح ٻپهريءَ جي وقت ٻپهري ۽ سانجهيءَ جي وچ جو اڌ حصو هوندو آهي تہ ان وقت چاشت جي نماز پڙهي وڃي،ڇو تہ اهوئي وقت چاشت جي نماز لاءِ افضل آهي، جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ چاشت جو اهو وقت آهي جڏهن اٺ جو ٻچو سج جي گرميءَ کان پنهنجي ماءُ جي پاڇي ۾ سمهي" ڪن انهيءَ جي نشاني اها ڏني آهي تہ اهو اهو وقت آهي جڏهن سج جي گرميءَ سان پيرن ۾ پگهر اچي وڃي.

چاشت جي نماز جون گهٽ ۾ گهٽ ٻہ رڪعتون آهن، ۽ وڌ ۾ وڌ ١٢ رڪعتون آهن. هر ٻن رڪعتن کان پوءِ پنهنجي لاءِ دعا ڪئي وڃي ۽

تسبيح واستغفار پڙهي وجي ان کان پوءِ جيڪڏهن (بندن جا) هن تي سخت حق هجن ته اهي پهريائين ادا ڪيا وڃن، جيئن ڪنهن سان ملڻ ضروري هجي ته ملاقات ڪري يا ڪنهن بيمار جي عيادت لاءِ وڃي نه ته لڳاتار الله رب العزت جي ذڪر ۾ ان وقت تائين مشغول رهي جيستائين هن جو قلب ۽ جسم نه ٿڪجي، (جيڪڏهن جسم ٿڪجي پوي ته) باطني توجه رکجي يعني هو ان وقت تائين نماز پڙهندو رهي جيستائين ان جي دل کي سڪون حاصل رهي ۽ هن جو نفس خوشيءَ سان ڪم ڪندو رهي. نماز کان ٿڪجي ته تلاوت ۾ مشغول ٿي وڃي، ڇو ته تلاوت نماز جي نسبت نفس لاءِ گهڻو آسان آهي ۽ تلاوت کان به ٿڪجي پوي ته دل ۽ زبان سان الله رب العزت جو ذڪر ڪري، ڇو ته اهو تلاوت کان وڌيڪ سولو آهي پر جيڪڏهن ذڪر کان به ٿڪجي پوي ته زباني ذڪر کي ڇڏي قلب جو مراقبو ڪري. قلب جو مراقبو الله جل شانه ڏي ڌيان ڏيڻ سان آهي. جيستائين هي ڌيان رهي ته اهو مراقبو آهي. مراقبو به ذڪر جي برابر يا ان کان به افضل هوندو آهي.

جيستائين مراقبي کان به عاجز هجي ۽ نفساني وسوسا هن جي باطن تي ڇانئجي وڃن ته پوءِ بهتر اهوئي آهي ته سمهي پوي، ڇو ته ننڊ ۾ عافيت ۽ سلامتي آهي نه ته نفساني خيالن ۽ تصور قلب کي سخت ڪري ڇڏيندا آهن جهڙي طرح گهڻو ڳالهائڻ دل کي سخت ڪندو آهي، ڇو ته نفساني تصور به زبان سان ڳالهائڻ کان بغير هڪ قسم جي گفتگو هوندا آهن لهاذا ان کان به پرهيز ڪرڻ گهرجي، شيخ سهل بن عبدالله رحمة الله عليه فرمايو ته (روحانيت) جو بدترين گناهه نفساني تصور آهن"

سالڪ طريقت کي پنهنجي باطن جو به اهڙوئي خيال رکڻ گهرجي جهڙو هو پنهنجي ظاهر جو خيال ٿو رکي،ڇو ته جڏهن هو گذريل ڏڻل ۽ ٻڌل واقعن جو تصور پنهنجي نفس ۽ ذهن ۾ آڻي ٿو ته باطني

طرح هو هڪ بيو شخص بنجي ٿو وڃي، ان ڪري هن کي مراقبي ۽ دلي توجه جي ذريعي پنهنجي باطن کي اهڙي طرح پابند بنائڻ گهرجي.

هڪ سرگرم طالب حقيقت کي چاشت جي نماز کان وٺي زوال جي وقت تائين هڪ سؤ رڪعتون پڙهي وٺڻ گهرجن، انهن جو گهٽ ۾ گهٽ تعداد ويهه رڪعتون خواهه اهي رڪعتون هلڪيون هجن يا هو هر ٻن رڪعتن ۾ قرآن ڪريم جو هڪ سيپارو يا ان کان گهٽ وڌ مقدار پڙهي، بهرحال چاشت جي نماز ۽ ان کان بعد جي مقرر تعداد جون رڪعتون ادا ڪرڻ کانپوءِ سمهڻ بهتر آهي.

## ڏينهن جي وقت سمهڻ

حضرت سفيان فرمائن ٿا ته” صوفي بزرگ جڏهن عبادت کان فارغ ٿيندا هئا ته عافيت ۽ سلامتيءَ جي لاءِ ٿوري ننڊ ڪرڻ کي وڏيڪ پسند ڪندا هئا، انهيءَ ننڊ جا گهڻائي فائدا آهن (١) ان جي ذريعي رات جو جاڳڻ ۾ مدد ملي ٿي (٢) ان سان نه صرف نفس کي آرام ٿو ملي بلڪ ڏينهن جي باقي حصي ۾ ڪم ڪرڻ جي لاءِ دل کي به سڪون حاصل ٿو ٿئي ۽ نفس آرام حاصل ڪرڻ کانپوءِ تازو توانو ٿي پوندو آهي، لهذا جڏهن هو ڏينهن جي وقت سمهڻ کانپوءِ بيدار ٿيندو آهي ته باطن کي ڪشادگي ۽ سرور حاصل ٿيندو آهي ۽ هن ۾ ڪم ڪرڻ جو شوق اهڙي طرح پيدا ٿيندو آهي جهڙي طرح هن کي ڏينهن جي شروع ۾ هوندو آهي. اهڙي طرح هڪ سچي طالب کي (ننڊ کانپوءِ) هڪ ڏينهن ۾ ٻه ڏينهن ميسر ٿيندا آهن ۽ هو انهيءَ وقت کي الله تعالىٰ جل شانه جي خدمت جي لاءِ غنيمت سمجهندو آهي ۽ ڪم ۾ لڳو رهندو آهي.

## ڏينهن جا ٻه حصا

مناسب اهو آهي ته زوال کان اڳ بيدار ٿئي ته جيئن پهريائين وضو وغيره ڪري زوال کان پوءِ قبلي ڏي منهن ڪري ذڪر ۽ تسبيح ۽ تلاوت ۾ مشغول ٿي وڃي، الله تعالىٰ جل شانه فرمايو آهي ته” ڏينهن

جي ٻنهين طرفن ۾ نماز قائم ڪيو" ۽ فرمايو آهي تہ" سج اڀرڻ ۽ لهڻ کان اڳ پنهنجي پروردگار جي حمد ۾ مشغول ٿي وڃو ۽ رات جي وقت بہ تسبيح پڙهو" (هنن آيتن جي تفسير ۾) بيان ڪيو ويو آهي تہ سج اڀرڻ کان اڳ فجر جي نماز جو حڪم آهي ۽ سج لهڻ کان اڳ ٽيپهري نماز جو حڪم آهي، رات جو سومهڻي نماز هوندي آهي، ڏينهن جي ٻنهين طرفن مان مراد ٻيپهري ۽ سانجهيءَ جي نماز آهي، ڇو تہ ٻيپهري ڏينهن جي هڪ حصي جو آخري ڪنارو آهي ۽مغرب ٻئي حصي جو آخري ڪنارو آهي لهاذا هو ٻئي حصو جو بہ بيداري ۽ ذڪر الاهيءَ جي ذريعي اهڙي طرح استقبال ڪري جهڙي طرح هن پهرئين حصي جو استقبال ڪيو هو ۽ جهڙي طرح هو رات جي وقت سمهڻ سان تازو توانو ٿي پوندو آهي ساڳي طرح هو ڏينهن جي وقت بہ سمهي تازو توانو ٿي پوندو آهي.

## زوال جي نماز

سالڪ زوال کانپوءِ سنت ۽ فرض کان اڳ هڪ سلام سان چار رڪعتون پڙهي. رسول الله ﷺ بہ انهيءَ طرح نماز پڙهندا هئا. هي ظهر کان اڳ ان جي اول وقت ۾ زوال جي نماز چئبي آهي. پر ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ بانگي جي بانگ کان اڳ هن جي اول وقت ڪي چڱي طرح معلوم ڪجي تہ جيئن زوال جو مڪروهہ وقت نڪري وڃي ان کان پوءِ زوال جي نماز شروع ڪئي وڃي تہ جيئن ان نماز جي وچ ۾ بانگي جي بانگ جو آواز ٻڌجي ان کان پوءِ هو نماز ظهر جي تياري ڪري ۽ جيڪڏهن ڪنهن سان ميل جول رکڻ يا وهڻ سان ان جي باطن ۾ ڪدورت اچي ويئي هجي تہ الله جل شانہ کان استغفار ڪري ۽ آه وزاري ڪري ۽ دعا گهري.

ٻيهر نماز ان وقت تائين نہ شروع ڪري جيستائين ان جو باطن اصل صاف حالت جي طرف نہ موٽي اچي،ڇو تہ مناجات الهيءَ جي منڻ

جو ذائقو چکڻ وارن لاءِ ضروري آهي تہ هو نماز ۾ چڱي طرح سرور ۽ لذت حاصل ڪن، پر ڪڏهن ڪنهن جائز ڳالهہ سان بہ خرابي پيدا ٿيندي آهي، ۽ انهيءَ جي ڪري انهن جي دلين ۾ ڪدورت ۽ ڳنڍيون ويهي وينديون آهن. هيءَ ڪدورت ڪڏهن اهل وعيال وٽ ويهڻ سان پيدا ٿيندي آهي حالانڪ اها بہ عبادت ۾ داخل آهي، پر نيڪ ٻانهن جون ڪي نيڪيون بہ بارگاهہ الاهيءَ جي مقربن لاءِ برائيون بنجي وينديون آهن. لهاذا سچي توبہ ۽ استغفار ڪرڻ کان پوءِ جڏهن انهن جي ڪدورت دور ٿي وڃي ٿي ۽ دل جون ڳنڍيون کلي ٿيون پون تہ ان وقت اهي نماز ٿا پڙهن.

## دل جي ڪدورت جو علاج

اهل وعيال وٽ وهڻ سان ڪدورت پيدا ٿيندي آهي علاج اهو آهي تہ انسان انهن جي صحبت ۾ ويهي انهن ڏي پوري طرح مائل نہ ٿئي بلڪ انهيءَ وقت بہ هن جون نظرون لڪل طريقي سان الله تعالىٰ جل شانہ ڏي لڳل هجن،اهڙيءَ صورت ۾ هي نگاهون انهيءَ صحبت جو ڪفارو بنجي سگهن ٿيون. پر جيڪڏهن ڪنهن جو روحاني حال قوي هجي تہ مخلوق حق تعالىٰ جل شانہ جي راهہ ۾ رڪاوٽ نہ ٿي بنجي سگهي، جنهن سان هن جي باطن تي ڳنڊ لڳي سگهي، ان ڪري جڏهن هو نماز پڙهي ٿو تہ هن جو قلب ۽ باطن بلڪل صاف هوندو آ هي ۽ هن جي نفس کي ڪنهن جي قريب وهڻ جي باوجود روحاني ڪشش حاصل ٿي ٿئي پر هن جي باطني نگاهہ بارگاهہ الاهيءَ جي مطالعي ۾ مصروف رهندي آهي ان ڪري هن جي باطن جي ڳنڍ کليل رهندي آهي.

## ٻپهريءَ جا معمول

زوال جي ذڪر ڪيل نماز ڳنڍين کي کولي ٿي ۽ ٻپهرين جي نماز لاءِ باطن کي تيار ٿي ڪري لهاذا وڏن ڏينهن ۾ زوال جي نماز ۾ سورة بقره جهڙيون صورتون پڙهڻ گهرجن ۽ ننڍن ڏينهن ۾ اهي پڙهجن

جن جي تلاوت آسانيءَ سان ٿي سگهي، قرآن ڪريم ۾ آيو آهي ته:

رات جي وقت (خدا جو حمد) ٿيندو آهي ۽ انهيءَ وقت به جڏهن توهان ٻيهري ڪندا آهيو" هن مان مطلب اهوئي آهي ته جيڪڏهن ڪير سنت ڪانپوءِ فرض نماز جي جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ جو انتظار ڪري ۽ اهي دعائون پڙهي جيڪي فرض ۽ سنت جي وچ ۾ فجر جي وقت پڙهيون ٿيون وڃن ته هي سون تي سهاڳو آهي، اهڙي طرح اهي دعائون به پڙهي ٿيون سگهجن، جيڪي رسول الله ﷺ جن فجر نماز جي وقت پڙهندا هئا. جڏهن ٻيهري نماز کان فارغ ٿئي ته سورة فاتحه ۽ آيت الڪرسي پڙهي ٣٣- ٣٣ دفعا سبحان الله، الحمد لله ۽ الله اڪبر چئي ۽ جيڪڏهن اهي سڀ دعائون ۽ آيتون پڙهي سگهي جن جو اسان صبح جي نماز ۾ ذڪر ڪيو آهي ته ان ۾ وڏيڪ خير برڪت ۽ فضيلت آهي، جنهن جي همت بلند ۽ سچو ارادو هجي، اهو الله تعاليٰ جلشانه جي ذڪر جي ڪنهن شيءِ کي ڏکيو يا وزني خيال نه ٿو ڪري.

هو ٻيهري ۽ وچين نماز جي وچ ۾ اهڙي طرح عبادت ۾ مشغول رهي جهڙي طرح سانجهي ۽ سومهڻيءَ جي وچ ۾ مصروف رهبو آهي: بلڪ عبادت جي ترتيب به ساڳي طرح آهي، جهڙي طرح اسان ان جو ذڪر ڪيو آهي يعني پهريائين نماز پوءِ تلاوت ۽ ان کان پوءِ ذڪر ۽ مراقبو ڪيو وڃي، جيڪو هميشه بيدار رهندو هجي اهو ڏگهن ڏينهن ۾ ٻيهري ۽ ٽپهريءَ جي وچ ۾ هلڪي ننڊ سمهي ٿو سگهي ۽ جيڪڏهن ڪير ٻيهري ۽ ٽپهريءَ جي وچ ۾ ٻن رڪعتن ۾ چوٿون حصو قرآن جو ختم ڪري يا چار رڪعتن ۾ ان کي ختم ڪري ته ان ۾ به گهڻي خير ۽ برڪت آهي ڏگهن ڏينهن ۾ انهن وقتن ۾ هو سؤ رڪعتون يا گهٽ ۾ گهٽ ويهه رڪعتون پڙهي ٿو سگهي انهن رڪعتن ۾ قل هو الله احد هڪ هزار دفعا پڙهي جنهن جو تعداد هر رڪعت ۾ پنجاهه دفعا ٿئي ٿو.

## مسواڪ (ڏندڻ)

جيڪڏهن روزيدار آهي تہ ڏندڻ زوال کان اڳ ڪري پر جيڪڏهن روزيدار نہ هجي تہ ان وقت مسواڪ ڪري جڏهن وات مان بدبو اچڻ لڳي. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ مسواڪ وات کي صاف ۽ پروردگار کي خوش ڪري ٿو. خاص ڪري فرضن کي بجا آڻڻ جي موقعي تي مسواڪ مستحب آهي،چون ٿا تہ مسواڪ ڪرڻ کان پوءِ نماز ادا ڪرڻ کي بغير مسواڪ واري نماز کان ستر دفعا وڌيڪ فضيلت آهي. ڪن جي ويجهو هي قول حديث نبوي آهي.

## نماز ۾ دعا واريون آيتون

جيڪڏهن ڪير ٻيهري ۽ ٽيهريءَ جي وچ ۾ ويهہ رڪعتون پڙهڻ گهري تہ هر رڪعت ۾ دعا واريون هڪ يا چند آيتون پڙهي مثلا پهرئين رڪعت ۾ هيءَ دعا واري آيت پڙهي:

(١) رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ

ٻي رڪعت ۾

(٢) رَبَّنَآ اَفْرِغْ عَلَيْنَا صَبْرًا وَّثَبِّتْ اَقْدَامَنَا وَانْصُرْنَا عَلَي الْقَوْمِ الْكَافِرِيْنَ

اهڙي طرح هر رڪعت ۾ هيٺين دعا وارين آيتن مان ڪا بہ آيت هر رڪعت ۾ نمبرن جي ترتيب سان پڙهندو وڃي.

(٣) رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَا آخر سورة بقره

(٤) رَبَّنَا لَا تُزِغْ قُلُوْبَنَا تا آخر آيت (سورة آل عمران پهريون رڪوع)

(٥) رَبَّنَآ اِنَّنَا سَمِعْنَا مُنَادِيًا يُّنَادِيْ لِلْاِيْمَانِ اَنْ اٰمِنُوْا بِرَبِّكُمْ فَاٰمَنَّا رَبَّنَا فَاغْفِرْلَنَا ذُنُوْبَنَا وَكَفِّرْعَنَّا سَيِّاٰتِنَا وَتَوَفَّنَا مَعَ الْاَبْرَارِ (پ٤ آل عمران جو آخري رڪوع)

(٦) رَبَّنَآ اٰمَنَّا وَاتَّبَعْنَا الرَّسُوْلَ فَاكْتُبْنَا مَعَ الشّٰهِدِيْنَ (پ٣ آل عمران)

(٧) اَنْتَ وَلِيُّنَا فَاغْفِرْلَنَا وَارْحَمْنَا وَاَنْتَ خَيْرُ الْغَافِرِيْنَ (٩ اعراف)

(٨) فَاطِرَ السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ اَنْتَ وَلِيّ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ تَوَفَّنِيْ مُسْلِمًا وَّاَلْحِقْنِيْ بِالصَّالِحِيْنَ (١٣ يوسف)

(٩) رَبَّنَآ اِنَّكَ تَعْلَمُ مَا نُخْفِيْ وَمَا نُعْلِنُ وَمَا يُخْفٰي عَلَي اللهِ مِنْ شَيْءٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَآءِ (پ١٣ ابراهيم)

(١٠) وَقُلْ رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا (پ١٦، طه)

(١١) لَآاِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ سُبْحٰنَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ (١٧، انبياء)

(١٢) رَبِّ لَا تَذَرْنِي فَرْدًا وَّاَنْتَ خَيْرُ الْوَارِثِيْنَ (١٧،ا نبياء

(١٣) وَقُلْ رَّبِّ اغْفِرْ وَارْحَمْ وَاَنْتَ خَيْرُالرَّاحِمِيْنَ (پ١٨ مومنون جي آخري آيت)

(١٤) رَبَّنَا هَبْ لَنَا مِنْ اَزْوَاجِنَا وَذُرِّيَّاتِنَا قُرَّةَاَعْيُنٍ وَّاجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِيْنَ اِمَامًا (پ١٩- فرقان جو آخر)

(١٥) رَبِّ اَوْزِعْنِيْٓ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتِيَ الَّتِيْٓ اَنْعَمْتُ عَلَيَّ وَعَلٰي وَالِدَيَّ وَاَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰهُ وَاَدْخِلْنِي بِرَحْمَتِكَ فِيْ عِبَادِكَ الصَّالِحِيْنَ (پ١٩ نمل ركوع٢)

(١٦) يَعْلَمُ خَآئِنَةَ الْاَعْيُنِ وَمَا تُخْفِي الصُّدُوْرِ (پ٢٤ مومن)

(١٧) رَبِّ اَوْزِعْنِيْٓ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِيْٓ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَعَلٰي وَالِدَيَّ وَاَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰهُ وَاَصْلِحْ لِيْ فِيْ ذُرِّيَّتِيْ اِنِّي تُبْتُ اِلَيْكَ وَاِنِّيْ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ

(١٨) رَبَّنَا اغْفِرْلَنَا وَلِاِخْوَانِنَا الَّذِيْنَ سَبَقُوْنَا بِالْاِيْمَانِ وَلَا تَجْعَلْ فِيْ قُلُوْبِنَا غِلًّا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا رَبَّنَآ اِنَّكَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ (پ٢٨ حشر اول ركوع جي آخري آيت)

(١٩) رَبَّنَا عَلَيْكَ تَوَكَّلْنَا وَاِلَيْكَ اَنَبْنَا وَاِلَيْكَ الْمَصِيْرُ (٢٨ پ)

(٢٠) رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَلِوَالِدَيَّ وَلِمَنْ دَخَلَ بَيْتِيَ مُؤْمِنًا وَّلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَلَا تَزِدِ الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا تَبَارًا (پ ٢٩ سوره نوح جي آخري آيت)

سالڪ طريقت پلي ڪيترين ئي نمازون پڙهڻ چاهي، جيڪڏهن دل ۽ زبان جي يڪسانيت سان انهن جو ورد ڪري ته ممڪن آهي ته مقام احسان تي سرفراز ٿي وڃي، جو ته هو ٻيهري ٽيهري جي ٻن رڪعتن ۾ هنن آيتن کي تلاوت ڪري هر وقت پنهنجي مولا جي مناجات "دعا" "تلاوت" ۽ نماز ۾ مشغول رهندو آهي. بهرحال عبادت جي ڪم ۾ لڳاتار مصروف رهڻ ۽ سچو ڏينهن نه ٿڪجندڙ عمل سان عبادت جي لذت ۽ حلاوت حاصل ڪرڻ انهيءَ ئي بنده حق جو حصو آهي جنهن انتهائي تقويٰ، زهد ۽ پرهيزگاريءَ سان پنهنجو تزڪيهٔ نفس ڪيو هجي ۽ هن جي دل مان نفساني خواهش جي پيرويءَ جو جذبو نڪري ويو هجي.

## نفساني خواهش جو اثر

جيڪڏهن ڪنهن ۾ تقويٰ ۽ زهد سان گڏ نفساني خواهش جو ذري جيترو به حصو باقي رهجي ويو هجي ته ان جو روح مسلسل عمل ۾ مصروف نه ٿو رهي سگهي، بلڪ ڪڏهن اهو چست ۽ ڪشائش وارو هوندو آهي ۽ ڪڏهن غمگين ۽ پريشان نظر ايندو. اهڙي طرح چستي ۽ سستيءَ جا جذبا هن ۾ واري واري سان پيدا ٿين ٿا، جو ته تقويٰ جي گهٽتائي يا دنيا جي محبت جي ڪري هن ۾ خواهش جي پيرويءَ جو شڪ باقي رهجي ويو آهي.

پر جيڪو زهد ۽ تقويٰ ۾ ڪامل هجي اهو ڪنهن وقت عضون جي ذريعي ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏئي ته قلب جي ذريعي ان وقت به هن جو عمل جاري رهندو آهي، لهاذا جيڪو عمل جي روح کي هميشه ۽ باقي رکڻ گهري ۽ عمل ۾ استقلال جو خواهشمند هجي ان کي گهرجي ته نفساني خواهش جي مواد جو خاتمو ڪري ( اهو صحيح آهي ته) خواهش نفس جو روح آهي ۽ اها ختم نه ٿي ٿي سگهي پر نفساني خواهش جي پيرويءَ جو جذبو ختم ٿي ٿو سگهي.

## خواهش جي پيرويءَ کان پناهه

رسول الله ﷺ جن به خواهش جي وجود کان پناهه ڪا نه گهري هئي، بلڪ نفساني خواهش جي پيرويءَ کان پناهه گهري هئي پاڻ ﷺ فرمايو: ته "مان نفساني خواهش جي پيرويءَ کان اي الله! تنهنجي پناهه ۾ اچان ٿو ۽ طبعي بخل جي پيرويءَ کان به پناهه ٿو گهران" مٿينءَ حديث ۾ طبعي بخل جي وجود کان پناهه ڪا نه گهري وئي،ڇو ته اهو قدرتي طور تي موجود آهي بلڪ ان جي پيرويءَ کان پناهه گهري وئي آهي.

جيتري قدر قلب صاف هوندو ۽ روحاني حالت بلند هوندي انهيءَ حد تائين نفساني خواهش جي پيروي جا دقيق نڪتا ظاهر ٿيندا ويندا، ڇو ته ڪڏهن مخلوق وٽ وڃڻ ۽ انهن سان ڳالهيون ڪرڻ جي رجحان کي نفساني خواهشن جي پيروي قرار ڏنو ويندو آهي ۽ ڪڏهن ڪائڻ سمهڻ ۽ ٻين خواهشن ۾ اعتدال جي حد کان وڌي وڃڻ کي خواهش جي پيروي سمجهيو ويندو آهي، ڇو ته اهو دنياداريءَ جو مشغلو آهي.

## وچين نماز

حق جو بندو وچين نماز کان اڳ چار رڪعتون پڙهي، جيڪڏهن هر نماز لاءِ تازو وضو ڪري سگهي ته ان ۾ وڏي فضيلت آهي ۽ جيڪڏهن غسل به ڪري ته اهو ان کان افضل آهي،ڇو ته باطن کي روشن ڪرڻ ۽ نماز کي مڪمل ڪرڻ ۾ انهن شين جا اثر واضح ۽ نمايان آهن، وچين نماز کان اڳ چار رڪعتن ۾ اذا زلزلت، والعاديات، القارعةَ ۽ الهکم التکاثر جون سورتون پڙهي. ان کان پوءِ هو وچين نماز ادا ڪري ۽ ڪنهن ڏينهن وچين نماز ۾ والسماءِ ذات البروج جي سورة به پڙهي. مون ٻڌو آهي ته وچين نماز ۾ والسماءِ ذات البروج جي سورت پڙهڻ سان ڦرڙين جي مرض کان نجات ٿي ملي. وچينءَ کان پوءِ اهي دعائون ۽ آيتون پڙهي جن جو اسين ذڪر ڪري چڪا آهيون يا انهن مان جيڪي

ممڪن هجي اهو پڙهي چو تہ وچين نماز ڪانپوءِ نفلي نماز جو وقت هليو ٿو وڃي، صرف ذڪر، ورد، ۽ قرآن ڪريم جي تلاوت جو وقت باقي ٿو رهي.

بهتر طريقو اهو آهي تہ انهن عالمن ۽ بزرگن وٽ ويهجي جن جي ذريعي مريدن جا ارادا مضبوط ٿا ٿين. دنيا کان بي رغبتي پيدا ٿئي ۽ انهن جي گفتگوءَ سان تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي تڪميل ٿئي،جيڪڏهن اهڙين مجلسن ۾ چوڻ وارن ۽ ٻڌڻ وارن جون نيتون درست هجن تہ اهي اڪيلائي ۽ ذڪر اذڪار کان بهتر هونديون آهن. پر جيڪڏهن اهڙيون محفلون موجود نہ هجن يا انهن تائين پهچڻ مشڪل هجي تہ هو مختلف قسم جي ورد ۽ افڪار ۾ مشغول رهي.

جيڪڏهن پنهنجي ڪمن ۽ ذريعہ معاش جي ڪري گهر کان ٻاهر وڃڻ ضروري هجي تہ ان وقت ان جو نڪرڻ ڏينهن جي ابتدائي حصي ۾ نڪرڻ کان بهتر آهي،پر جڏهن هو گهر کان نڪري تہ هن کي باوضو هئڻ گهرجي، ڪن عالمن وچينءَ کان پوءِ طهارت جي نماز کي مڪروهہ چيو آهي (تحيـة الوضو) مگر ڪن مشائخن ۽ بزرگن ان جي اجازت ڏني آهي. گهر کان نڪرڻ وقت هي پڙهي: بِسْمِ اللهِ مَا شَاءَ اللهُ حَسْبِيَ اللهُ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ اَللّٰهُمَّ اِلَيْکَ خَرَجْتُ وَاَنْتَ اَخْرَجْتَنِيْ.

هن کي گهرجي تہ سورة فاتحہ ۽ قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهي، ۽ جيترو ٿي سگهي روزانو ڪجهہ نہ ڪجهہ صدقو ڏيندو رهي،چاهي اهو هڪ کجور يا هڪ لقمو ئي چو نہ هجي، ڇو تہ نيڪ نيتيءَ سان ٿوري شيءِ بہ گهڻي هوندي آهي. حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنہ جن جو هڪ دفعي هڪ سائل کي صرف هڪ انگور جو داڻو پيش ڪيو هو ۽ فرمايو هو تہ هن ۾ گهڻن ذرن جو وزن آهي حديث شريف ۾ ذڪر آهي تہ: " هر ماڻهو قيامت جي ڏينهن پنهنجي صدقي جي ڇانو ۾ هوندو"

## وچين جي وقت جا معمول

ٽپهريءَ کان سانجهيءَ تائين سؤ دفعه هي ورد ڪري لَآاِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْکَ لَهٗ لَهُ الْمُلْکُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰي کُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ

رسول الله ﷺ جن فرمايو ته” جيڪو هن کي روزانو سؤ دفعه پڙهي ان کي ڏهن غلامن آزاد ڪرڻ جو ثواب ملندو ۽ هن جي نالي تي سؤ نيڪيون لکجن ٿيون ۽ سؤ برايون متائجن ٿيون ۽ هو شام تائين انهيءَ ڏينهن جي لاءِ شيطان کان محفوظ رهندو آهي ۽ ان کان بهتر ڪو به عمل ڪونهي سواءِ انهيءَ جي ته هي عمل سؤ دفعن کان وڌيڪ پڙهيو وڃي ۽ لَآاِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ الْمَلِکَ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ پڙهيو وڃي. ان جي باري ۾ به اهوئي ذڪر آهي ته جيڪو ان کي سؤ دفعه پڙهي ته ان کان بهتر ڪو عمل ڪونهي.

اهڙي طرح هيٺين ذڪرن جو به سؤ دفعه ورد ڪيو وڃي:

(١) سُبْحٰنَ اللّٰهِ وَالْحَمْدُلِلّٰهِ (٢) سُبْحٰنَ اللّٰهِ وَبِحَمْدِهٖ سُبْحٰنَ اللّٰهِ الْعَظِيْمِ وَبِحَمْدِهٖ اَسْتَغْفِرُاللّٰهَ (٣) لَآاِلٰهَ اِلَّااللّٰهُ الْمَلَکُ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ (۴) اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ (٥) اَسْتَغْفِرُاللّٰهَ الْعَظِيْمِ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْحَيّ الْقَيُّوْمِ وَاَسْئَالُهُ التَّوبه ٦) ماشاءالله لا قوة الا بالله.

مون مغرب جي هڪ درويش کي مڪي معظمه ۾ ڏٺو هن جي ٿيلهيءَ ۾ هڪ هزار دائن جي هڪ تسبيح هوندي هئي هو چئي پيو ته مختلف قسمن جا ذڪر هن تسبيح تي روزانو ٻارهن دفعا ڪندو آهيان. هڪ اصحابيءَ جي باري ۾ به ذڪر آهي ته هو ڏينهن ۽ رات جي وچ ۾ ايترو تعداد ورد ڪندو هو. هڪ تابعي ڏينهن رات ۾ ٽيهه هزار تسبيح جو ورد ڪندو هو.

مٿين عملن کان سواءِ هيءَ تسبيح به سؤ دفعا پڙهي!

سُبْحٰن الله الْعَلِيّ الدَّيَّان سبحان الله لَشَدِيْد الارکان سُبْحٰنَ مَنْ يذهب بِاللّيل وياتي النّهار- سبحٰن من لَا لِشغله شان عن شان سبحن الله

الحنات المنعن سُبْحَانَ اللهُ الْمُسَبّح في كلِّ مَكانٍ

روايت آهي تہ هڪ ابدال سمنڊ جي ڪناري تي رات گذاري انهيءَ اڌ رات جي وقت هيءَ تسبيح ٻڌي تہ چوڻ لڳو تہ اهو ڪير آهي جنهن جو آواز مان ٻڌان ٿو ۽ هن جي شخصيت ڪي نہ ٿو ڏسان"؟ آواز آيو تہ مان هڪ فرشتو آهيان ۽ هن سمنڊ تي مقرر آهيان. جڏهن ڪان مان پيدا ٿيو آهيان اها تسبيح پڙهندو رهندو آهيان، مون پڇيو مانس تہ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ هن چيو "مٿيسهائيل" مون چيو تہ هن تسبيح جو ثواب ڇا آهي؟ هن چيو تہ جيڪو هن کي سؤ دفعا پڙهي اهو ان وقت تائين نہ مرندو جيستائين هو پنهنجو گهر جنت ۾ نہ ڏسي يا اهو هن کي نہ ڏيکاريو وڃي.

روايت آهي تہ حضرت عثمان غني رضي الله عنه جن رسول الله ﷺ جن کان خداتعاليٰ جل شانه جي هن قول جي تفسير جي باري ۾ پڇيو:

| | |
|---|---|
| لَهٗ مَقَالِيْدُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (پ٢٥- شوري) | هن وٽ آسمانن ۽ زمين جون چابيون آهن. |

پاڻ ﷺ فرمايو تو مون کان هڪ وڏي ڳالهہ پڇي آهي جيڪا توکان سواءِ ٻيو ڪنهن نہ پڇي ۽ اها اها آهي تہ:

لَآ اِلٰـهَ اِلَّااللّٰهُ وَاللّٰهُ اَكْبَرُ سُبْحٰنَ اللّٰهِ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ عَزَّ وَجَلَّ وَاسْتَغْفِرُواللّٰهَ الاَوَّل الاٰخِر والظَّاهر والبَاطِنِ لہُ المُلک ولہٗ الحمْد بِيَده الخيرِ وهُوَ عليٰ كلِّ شيءٍ قدِير

جيڪو هنن ڪلمن کي ڏهہ دفعا صبح وشام چئي ان کي ڇهہ فضيلتون حاصل ٿينديون آهن. پهرين فضيلت هيءَ آهي تہ ان کي ابليس ۽ ان جي لشڪر کان محفوظ رکيو ويندو آهي ٻي رعايت اها آهي تہ هن کي ثواب جو هڪ وڏو خزانو ملندو آهي ٽين رعايت اها آهي تہ جنت ۾

ان جو درجو بلند ٿيندو آهي چوٿين ڳالهہ اها آهي تہ الله جل شانه هن جي ڪارين اکين وارين حورن سان شادي ڪرائيندو پنجين فضيلت اها آهي تہ ٻارهن فرشتا ان لاءِ استغفار ڪن ٿا، ڇهين فضيلت اها آهي تہ ان ڪي حج ۽ عمري جو ثواب ملندو.

انهيءَ وقت ۽ ڏينهن جي ابتدائي حصي ۾ هيءَ دعا پڙهي وڃي:
اَللّٰهُمَّ اَنْتَ خَلَقْتَنِيْ وَاَنْتَ هَدَيْتَنِيْ وانت تطعمني وَاَنْتَ تسقيني وانت تميتيني وانت تحييني وانت رَبِّيْ لارَبَّ لي سِوَاکَ وَلَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ وَحْدکَ لا شريک لَکَ

هي بہ پڙهيو وڃي.
مَاشَآءَالله لا قُوَّت اِلَّا بالله مَا شَآءَاللهُ كُلَّ نِعْمَـةَ مِنَ اللهِ مـاشاءَاللهُ الخيرُ كُلّه بِيَدِالله مَا شاءَالله لايَصْرِفُ السوءَ اِلَّا الله حَسْبِيَ اللهُ لَآاِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ (هنن عملن ڪانپوءِ) رات جي استقبال لاءِ وضو ڪري ۽ سج لهڻ ڪان اڳ مسبعات پڙهي ۽ تسبيح واستغفار ۾ اهڙي طرح مشغول ٿي وڃي جو جڏهن سج لهي تہ هو تسبيح ۽ استغفار ڪندو هجي. سج لهڻ مهل سورة والشمس والليل سورة فلق ۽ سورة والناس پڙهي ان ڪان پوءِ رات جو ائين استقبال ڪري جئين هن ڏينهن جو ڪيو هو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| وَهُوَ الَّذِي جَعَلَ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ خِلْفَةً لِّمَنْ اَرَادَ ان يَّذَّكَّر اَوْ اَرَادَ شُكُوْرًا (پ ٩- فرقان | اهوئي آهي جنهن رات ۽ڏينهن کي هڪ ٻئي جو جانشين ان لاءِ بنايو جيڪو ذکر ڪرڻ گهري يا شڪر گذار بنجي |

جهڙي طرح ڏينهن ڪانپوءِ رات ايندي آهي ۽ رات ڪانپوءِ ڏينهن ايندو آهي، اهڙي طرح هڪ بنده حق جو سلسلو بہ ذکر ۽ شڪر جي وچ ۾ ڦدل رهي يعني هڪ ڪان پوءِ ٻيوڪر ڪيو وڃي، انهن جي وچ تي ڪا ٻي شيءِ نہ اچڻ گهرجي، جهڙي طرح رات ۽ ڏينهن جي وچ ۾ ڪا شيءِ

رڪاوٽ نہ ٿي ٿئي. ذڪر سراسر قلب ۽ عملن جو مجموعو آهي ۽ شڪر جو تعلق عضون سان آهي.

الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ

اِعۡمَلُوۡٓا اٰلَ دَاوٗدَ شُكۡرًا (٢٦پ) ‖ اي آل داؤد! شڪر ڪيو.

باب ٥١

# مريدن جا طور طريقا ۽ سھڻا ڏانو

صوفين جي ويجهو مشائخن سان مريدن جي آداب جي وڏي اهميت آهي، انهيءَ معاملي ۾ اهي بہ رسول اڪرم ﷺ ۽ سندن ﷺ اصحابن سڳورن جي عمل جي پيروي ڪندا آهن. الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ

يَاۤاَيُّهَاالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاتَّقُواللّٰهَ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ (پ٢٦، سورة حجرات)

اي ايمان وارو! الله ۽ ان جي رسول ﷺ ڪان اڳتي نہ وڌو ۽ الله ڪان ڊڄو،ڇو تہ الله ٻڌڻ وارو ۽ ڄاڻڻ وارو آهي.

حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ:” قبيلي بنو تميم جو هڪ وفد رسول الله ﷺ جن وٽ آيو تہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو تہ” قعصاع بن معيد کي امير بنايو“ ليڪن حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو تہ نہ بلڪ ”اقراع بن جاليس“ امير ٿئي. هن معاملي ۾ هو ايترو تہ جهڳڙڻ لڳا جو هنن جا آواز بلند ٿي ويا. ان تي الله تعالىٰ جل شانه مٿين آيت نازل فرمائي. حضرت ابن عباس رضي الله عنه (هن آيت جي تفسير ۾) فرمائن ٿا تہ هن مان مراد اها آهي تہ ”سندن ﷺ گفتگوءَ ڪان اڳ نہ ڳالهائيندا ڪريو“ حضرت جابر رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ ماڻهو پاڻ ﷺ سڳورن ڪان اڳ قرباني ڪندا هئا ان ڪري انهن کي منع ڪئي ويئي تہ هو ڪانئن ﷺ اڳ قرباني نہ ڪن (هن سلسلي ۾) اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ ڪي صاحب هي چوندا هئا تہ ڪاش اهڙين ٻين

ڳالهين ۾ به وحي نازل ٿئي ها. " حضرت بي بي عائشه رضي الله عنه (هن آيت جي تفسير ۾) فرمائي ٿي ته" پنهنجي پيغمبر جي روزي رکڻ کان اڳ روزو نه رکو"

ڪلبيءَ جو قول آهي ته (هن مان مراد اها آهي ته) قول ۽ عمل ۾ ڪنهن به شيءِ ۾ رسول الله ﷺ جن تي سبقت نه ڪيو ته جيئن صرف پاڻ ﷺ ئي اسان کي ڪنهن ڪم جو حڪم ڏين"

اهوئي طرز عمل مريد جو هئڻ گهرجي ته هن جو ڪو به پنهنجو ارادو ۽ اختيار باقي نه رهي بلڪ هو پنهنجي ذات ۽ مال ۾ به شيخ جي مشوري ۽ حڪم کان سواءِ تصرف نه ڪري اسان مشخيت جي باب ۾ هن جو تفصيل بيان ڪيو آهي. (مٿين آيت جي تشريح ۾) اهو به بيان ڪيو ويو آهي ته اڳتي وڌڻ مان مطلب هي آهي ته رسول الله ﷺ جن جي اڳيان نه هلو. حضرت ابو درداءِ رضي الله عنه فرمائن ٿا ته (هڪ دفعي) مان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جن جي اڳيان هلي رهيو هئس ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته تون انهيءَ جي اڳيان هلي رهيو آهين جيڪو دنياءِ آخرت ۾ توکان بهتر آهي.

هڪ بيو شان نزول به هن طرح بيان ڪيو ويو آهي ته هڪ دفعي هڪ جماعت رسول الله ﷺ جن جي محفل ۾ حاضرهئي جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کان ڪا ڳالهه پڇي ويندي هئي ته اهي ماڻهو ڪائنن ﷺ اڳ ئي ان جو جواب ڏيندا هئا.لهاذا انهن کي انهيءَ ڳالهه کان منع ڪئي وئي.

## مجلس شيخ جا طور طريقا

شيخ جي مجلس ۾ مريدن لاءِ به اهڙي قسم جا آداب مقرر آهن. مريد شيخ جي سامهون بلڪل خاموش وينو رهيءَ سندن روبرو ڪا سني ڳالهه به نه ڪري جيستائين هو شيخ کان اجازت طلب نه ڪري ۽ هن طرف کان اجازت نه ملي، شيخ جي بارگاهه ۾ مريد جو مثال ائين آهي جيئن ڪو سمنڊ جي ڪناري وينو خدا وند ڪريم جي طرف کان رزق جو

انتظار ڪري، هو بہ ڪَنَ آواز ڏي ڪري شيخ جي ڪلام مان سماع جي ذريعي روحاني رزق جو انتظار ڪندو آهي،اهڙي طرح هن جي عقيدت مندي ۽ طلب حق جو مقام مضبوط ڪندو آهي پر جڏهن هو پاڻ ڳالهائڻ جو ارادو ڪري تہ اهو جذبو هن کي طلب جي مقام کان واپس ڪري ڇڏيندو آهي انهيءَ مان اهو ٿو معلوم ٿئي تہ هو پنهنجو پاڻ کي ڪجهہ سمجهي ٿو، هيءُ مريد جي وڏي زيادتي ۽ غلطي آهي.

مريد کي پنهنجي لڪل روحاني حالت کي واضح ڪرڻ لاءِ شيخ کان سوال ڪرڻ گهرجي پر سچي طالب کي شيخ جي روبرو سوال ڪرڻ جي ضرورت ناهي بلڪ هو جيڪي ڪجهہ گهرندو آهي ظاهر ڪندو آهيءَ شيخ پاڻ هن کان صحيح ڳالهہ معلوم ڪرائي وٺندو آهي، بلڪ شيخ مخلص انسان جي روبرو پنهنجي قلب کي خداوند ڪريم ڏي متوجہ ڪندو آهيءَ انهن لاءِ باران رحمت ۾ بهتريءَ جي دعا ڪندوآهي ان وقت هن جي دل ۽ زبان انهن حق جي طالبن جي اهم احوال جي گفتگوءَ ۾ مشغول ٿيندي آهي. جيڪي هن جي فيض جا محتاج هوندا آهن. شيخ طالب حق جي قول سان ان جي حالت جو صحيح اندازو لڳائيندو آهي، ڇو تہ شيخ جو قول هڪ ٻج وانگر آهي جنهن کي زمين ۾ وڌو ويندو آهي، جيڪڏهن ٻج خراب هجي تہ ڪجهہ بہ نہ ڄمندو. اهڙي طرح نفساني خواهش جي ملاوٽ سان ڳالهہ بگڙندي آهي.

شيخ جو ڪم هي آهي تہ هو ڪلام جي تخم کي نفساني خواهش جي ملاوٽ کان پاڪ ڪري ۽ ان کي الله جل شانہ جي سپرد ڪري ان کان مدد ۽ هدايت جو طلبگار هجي ان کان پوءِ ڪا ڳالهہ چئي اهڙي طرح هن جي گفتگو حق تعالىٰ جل شانہ جي مدد سان مڪمل صداقت جو نمونو بنجي وڃي ٿي.

## شيخ جو درجو

شيخ مريدن لاءِ الهام جو محافظ آهي جهڙي طرح حضرت جبرائيل عليه السلام وحي جو محافظ هئو جو هو وحي ۾ خيانت نہ ڪندو هو، ساڳي طرح شيخ بہ الهام ۾ خيانت نہ ڪندو آهي ۽ جهڙي طرح رسول الله ﷺ جن نفساني خواهش جي مطابق گفتگو نہ فرمائيندا هئا. ساڳي طرح شيخ بہ ظاهري باطن ۾ سندن ﷺ پيروي ٿو ڪري ۽ نفساني خواهشن جي مطابق ڪلام نہ ٿو ڪري.

## نفساني خواهش جا سبب

ڪلام ۾ نفساني خواهشن جا ٻہ سبب هوندا آهن پهريون ماڻهن جي دلين کي فتح ڪرڻ ۽ انهن کي پاڻ ڏي متوجہ ڪرڻ، هيءَ شيءِ شيخ جي شان جي خلاف آهي، ٻيو ڪلام جي مناڻ ۽ لذت جي ڪري نفس جو غالب اچي، خود پسند ٿي وڃڻ، محققن جي ويجهو اها بہ خيانت آهي لهاذا جڏهن شيخ زبان سان ڪجهہ ڳالهائي ٿو تہ ان وقت ان جو نفس ستل هوندو آهي ۽ حق تعالىٰ جل شانہ جي نعمتن جي مطالعي ۾ مشغول رهي نفساني غلبي جي فائدن يعني خود بيني ۽ خود پسنديءَ کان محروم رهندوآهي بلڪ خود شيخ جي زبان تي حق سبحانہ وتعالىٰ جل شانہ جي طرف کان جيڪي ڪلما ظاهر ٿيندا آهن انهن کي بہ هو ٻڌندڙن وانگر غور سان ٻڌندو آهي.

## موتيءَ جي ڳولا

شيخ ابو السعود رحمة الله عليه جن پنهنجي الهام جي مطابق پنهنجي ساٿين سان گفتگو فرمائيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ” مان بہ توهان وانگر هيءَ گفتگو ٻڌان ٿو“ هڪڙو صاحب جيڪو اتي موجود هئو، اها ڳالهہ نہ سمجهي سگهيو ۽ چوڻ لڳو تہ”ڳالهہ چوڻ وارو پنهنجي ڳالهہ کي چڱي طرح ڄاڻي ٿو هو اهڙي ٻڌندڙ وانگر ڪيئن ٿو ٿي سگهي، جيڪو ان کان ناواقف هجي، انهيءَ ڪري هو انهيءَ ڳالهہ کي ٻڌي ٿو.

اهو چئي هو پنهنجي گهر واپس آيو. رات جو خواب ۾ ڏنائين تہ ڪو ماڻهو کين اهو چئي رهيو آهي تہ:

”ڇا غوطو لڳائڻ وارو موتيءَ جي تلاش ۾ سمنڊ ۾ غوطا نہ هڻندو آهي؟ بلڪ هو پنهنجي ٿيلهيءَ ۾ سپن کي گڏ ڪندو آهي جن ۾ موتي موجود هوندا آهن، مگر هو انهن موتين کي ان وقت ڏسندو آهي جڏهن هو سمنڊ مان نڪري ايندو آهي، ان وقت جيڪي ڪناري تي هوندا آهن اهي بہ موتين کي ڏسڻ ۾ برابر شريڪ هوندا آهن“. هو سمجهي ويو تہ خواب ۾ موصوف شيخ جي ڳالهين جي طرف اشارو آهي. لهذا مريد جي لاءِ بهترين ادب اهو آهي تہ شيخ جي سامهون مڪمل خاموشي اختيار ڪري جيستائين شيخ هن جي قول ۽ فعل جي بهتريءَ لاءِ پاڻ شروعات نہ ڪري.

مٿين آيتن جي سبب ۾ مفهوم بہ سمجهايو ويو آهي تہ ڪير پنهنجي مرتبي کان وڏي مرتبو طلب نہ ڪري، هي بہ آداب مريد جو اهم حصو آهي تہ مريد لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ هو پنهنجو پاڻ کي شيخ کان اعليٰ رتبو طلب ڪرڻ لاءِ آماده نہ ڪري بلڪ پنهنجي شيخ محترم جي لاءِ سيني اعليٰ درجن جو خواهشمند رهي ۽ انهن لاءِ ئي سيني اعليٰ فيض ۽ برڪتن جو طلبگار رهي. اهڙي ئي موقعي تي مريد جي حسن عقيدت جا جوهر ظاهر ٿيندا آهن، حالانڪ مريدن ۾ اها ڳالهہ اڻلڀ آهي، تہ بہ شيخ سان حسن عقيدت جي ڪري هن کي پنهنجي تمنائن کان وڌيڪ فيض حاصل ٿيندو آهي،ڇو تہ عقيدت ۽ ارادت جون حدون آداب سان قائم ٿينديون آهن.

## ادب جي اهميت

شيخ سري سقطي رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ ”حسن ادب عقل جو ترجمان آهي“ شيخ ابو عبدالله بن خفيف فرمائن ٿا تہ” مون کي شيخ رويم رحمة الله عليه جن چيو تہ اي منهنجا پٽ! پنهنجي عمل کي لوڻ ۽

پنهنجي ادب کي اٿو بنايو"

چون ٿا تہ تصوف سراپا ادب آهي، چنانچہ هر وقت ۽ هر مقام جي لاءِ مخصوص ادب آهي، جيڪو ادب کي اختيار ٿو ڪري اهو ڪامل مرد جي درجي تائين پهچي ٿو وڃي ۽ جيڪو ادب کان محروم رهي اهو مقام قرب کان پري ۽ مقام قبول کان مردود ٿيندو آهي"

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ رسول ڪريم ﷺ جن جي اصحابن کي ادب سيکارڻ لاءِ هيءُ بہ ارشاد فرمايو تہ" نبي ﷺ جي آواز کان پنهنجو آواز بلند نہ ڪيو (ان جي شان نزول ۾ چيو ويو آهي تہ) حضرت ثابت رضي الله عنہ بن قيس بن شماس جي ڪن ۾ ڳوراڻ هئي ۽ هو بلند آواز هئا ڪنهن سان ڳالهائيندا هئا تہ گهڻون وڏي آواز سان ڳالهائيندا هئا تہ ڪين ﷺ هن جي آواز کان تڪليف پهچندي هئي، ان ڪري الله تعاليٰ جل شانہ مٿين آيت نازل فرمائي انهن کي ۽ ٻين کي ادب سيکاريو.

اسان کي پنهنجي شيخن جي سند سان هيءَ حديث معلوم ٿي آهي تہ عبدالله بن الزبير رضي الله عنہ جن فرمايو تہ" اقرع بن حابس نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيو تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ جن عرض ڪيو تہ " هن کي سندس قوم جو حاڪم بنايو" ۽ حضرت عمر رضي الله عنہ جن عرض ڪيو تہ" يا رسول الله ﷺ هن کي حاڪم نہ بنايو" اهڙي طرح هو ٻئي سندن ﷺ سامهون ڳالهائيندا رهيا، ايتريقدر جو سندن آواز بلند ٿي ويا. حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ منهنجو مقصد توهان جي مخالفت ڪرڻ نہ آهي، ان تي الله تعاليٰ جل شانہ مٿين آيت نازل فرمائي، ان کان پوءِ جڏهن حضرت عمر رضي الله عنہ سندن ﷺ روبرو ڳالهائيندو هو تہ سندن ڳالهہ ان وقت تائين نہ ٻڌڻ ۾ ايندي هئي، جيستائين ڪائن ٻيهر نہ پڇجي، چون ٿا تہ هن آيت نازل ٿيڻ کانپوءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جن قسم کڻي چڏيو تہ هو

رسول الله ﷺ جن جي روبروسرگوشيءَ ۾ ڳالهائڻ واري وانگر گفتگو ڪندا.

اهڙيءَ طرح شيخ جي سامهون مريد جو اهوئي طرز عمل هجي ته هو نه ته وڏي آواز سان ڳالهائي ۽ نه گهڻو کلي ۽ نه وري گهڻو ڳالهائي سواءِ انهيءَ جي جو شيخ هن کي اجازت ڏئي، ڇو ته آواز جو بلند ڪرڻ وقار جي پردي کي ڪٽي ڇڏي ٿو ۽ جڏهن وقار دل ۾ داخل ٿي وڃي ته زبان تي خاموشيءَ جي مهر لڳي ويندي آهي.

## شيخ جو ادب

ڪن مريدن تي پنهنجي شيخ جو ايترو ته ادب ۽ رعب طاري رهندو آهي جو هو شيخ جي طرف نگاهه ڪڻي نه ڏسي سگهندا آهن، خود منهنجي اها حالت هئي جو هڪ دفعي مون کي بخار آيو ان موقعي تي جڏهن منهنجو چاچو ۽ شيخ محترم ابو النجيب سهروردي رحمة الله عليه گهر ۾ داخل ٿيا ته منهنجو سڄو جسم پگهر سان شل ٿي ويو. ان وقت مون به چاهيو پئي ته پگهر اچي ته جيئن بخار هلڪو ٿئي ۽ شيخ محترم جي داخل ٿيڻ کان پوءِ اها ڳالهه حاصل ٿي ۽ سندن آمد جي برڪت سان مون کي شفا ٿي.

هڪ ڏينهن مان گهر ۾ اڪيلو هئس اتي اهو رومال به رکيو هو جيڪو محترم شيخ مون کي عنايت فرمايو هو ان کي پاڻ مٿي تي ٻڌندا هئا، اتفاق سان منهنجو پير رومال تي پئجي ويو انهيءَ فعل سان منهنجي دل کي سخت تڪليف پهتي ۽ شيخ جي رومال کي پير سان لتاڙڻ سبب مون تي جيڪا هيبت ۽ وحشت طاري ٿي، ان وقت منهنجي قلب جي اندر جيڪو سندن عزت ۽ احترام جو جذبو پيدا ٿيو اهو مبارڪ جذبو هو. شيخ ابن عطا رحمة الله عليه مٿين آيت جي سلسلي ۾) فرمايو آهي ته آواز بلند ڪرڻ جي منع معمولي غلطيءَ تي هڪ قسم جي ڌمڪي آهي جيئن ڪير پنهنجي حد کان اڳتي وڌي عزت ۽ احترام کي ترڪ نه ڪري، شيخ سهل رحمة الله عليه جن فرمايو ته پاڻ ﷺ سڳورن سان صرف ان

وقت خطاب ڪيو جڏهن ڪا ڳالهه پڇڻي هجي" شيخ ابوبڪر بن طاهر رحمة الله عليه جن (مٿين آيت جي وضاحت ۾) هي فرمايو ته پاڻ ﷺ سڳورن سان مخاطب ٿيڻ ۾ اڳرائي نه ڪيو ۽ عزت ۽ احترام جي حدن ۾ رهندي سندن ﷺ جي ڳالهه جو جواب ڏيو. جهڙي طرح اوهين پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان زور زور سان ڳالهائيندا آهيو اهڙي طرح سندن ﷺ سامهون گفتگو نه ڪيو ۽ نه ساڻن ﷺ سخت آواز ۾ ڳالهايو، ۽ نه ڪين ﷺ نالو وٺي پڪاريو يعني يا محمد يا احمد نه چئو جيئن توهان پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي نالو وٺي پڪاريندا آهيو، بلڪ سندن عزت ۽ احترام ڪيو (جيڪڏهن پڪارڻ چاهيو ته) هن طرح پڪاريو يا نبي الله ﷺ يا رسول الله ﷺ"

لهذا مريد شيخ سان مٿئين طريقي سان مخاطب ٿئي،ڇو ته جڏهن وقار ۽ سنجيدگي قلب ۾ داخل هجي ته اها زبان کي صحيح خطاب ڪرڻ جو طريقو سيکاريندي آهي، جيئن ته قدرتي طور تي طبيعتن ۾ اولاد ۽ زالن جي محبت هوندي آهي ۽ نفساني خواهش وقت ۽ موقعي جي لحاظ سان گهڙي وٺندي آهي پر جيڪڏهن قلب حرڪت ۽ وقار سان معمور هجي ته اهو زبان کي صحيح عبارت آرائي سيکاري ڇڏيندو آهي.

## ثابت بن قيس رضي الله عنه جو واقعو

روايت آهي ته جڏهن مٿين آيت نازل ٿي ته حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنه رستي ۾ ويهي روئڻ لڳا حضرت عاصم رضي الله عنه بن عدي انهن جي پرسان لنگهيا ته پڇائون ته ثابت! ڇو روئي رهيو آهين؟ چيائين: مون کي انديشو آهي ته مٿين آيت منهنجي باري ۾ نازل ٿي آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي ته:"توهان پيغمبر ﷺ جي آواز تي پنهنجو آواز بلند نه ڪيو ائين نه ٿئي ته توهان جي بي خبريءَ ۾ توهان جا اعمال ضايع ٿي وڃن، مان رسول الله ﷺ جن جي روبرو زور زور سان ڳالهائيندو

آهيان، مون کي انديشو آهي تہ منهنجا عمل ڇڻ ٿي نہ وڃن ۽ مان دوزخي نہ بنجي وڃان. هي ٻڌي حضرت عاصم رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ هليا ويا پر حضرت ثابت رضي الله عنه تي بدستور ڳوڙهن جو غلبو جاري رهيو، هو پنهنجي زال جميلہ بنت عبدالله بن ابي وٽ ويا ۽ ان کي چيائون تہ جڏهن مان گهوڙن جي اصطبل ۾ اندر وڃان تہ دروازو بند ڪري قفل لڳائي ڇڏ، هن ائين ڪري قفل لڳائي ڇڏيو، جڏهن هوءَ اتان نڪتي تہ ان کي بہ هن جي حالت تي ترس آيو.

حضرت ثابت رضي الله عنه چيو تہ مان نہ نڪرندس يا تہ الله نہ مون کي موت ڏي يا مون سان رسول الله ﷺ جن خوش ٿي وڃن. جڏهن حضرت عاصم رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿيا تہ پاڻ حضرت ثابت رضي الله عنه جو پورو حال ٻڌايائون، پاڻ فرمايائون وڃو ۽ ان کي سڏي اچو هي ٻڌي حضرت عاصم رضي الله عنه اتي پهتا جتي ان کي ڏٺو هئائون پر هو اتي موجود نہ هئا، ان ڪانپوءِ سندن گهري آيا ۽ کين گهوڙن جي اصطبل ۾ ڏسي چوڻ لڳا تہ رسول الله ﷺ جن توکي سڏي رهيا آهن هن چيو تہ دروازو ٽوڙي ڇڏ. آخر اهي ٻئي رسول الله ﷺ جن وٽ پهتا پاڻ ﷺ جن پڇيو تہ اي ثابت! تون ڇو روئي رهيو آهين؟ هن عرض ڪيو تہ مان وڏي آواز ڳالهائيندو آهيان مون کي اهو انديشو آهي تہ هيءَ آيت منهنجي باري ۾ نازل ٿي آهي پاڻ ﷺ فرمايائون تہ ڇا تون انهيءَ ڳالهہ کان خوش نہ آهين تہ سعادتمنديءَ سان زندگي گذارين ۽ شهادت جو درجو حاصل ڪري جنت ۾ داخل ٿي وڃين. هن عرض ڪيو تہ مان الله تعالیٰ جل جلالہ ۽ ان جي رسول ﷺ جن جي خوشخبري کان مطمئن آهيان ۽ آئنده رسول الله ﷺ جن جي سامهون زور سان نہ ڳالهائيندس، ان تي هيءَ آيت نازل ٿي:" جيڪي رسول الله ﷺ جن جي سامهون پنهنجا آواز هيٺانهان ٿا ڪن، هي اهي ماڻهو آهن جن جي تقویٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو خداتعالیٰ جل جلالہ امتحان ورتو آهي.

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ اسين ڏسندا هئاسين تہ هڪ ڏاريو ماڻهو اسان جي سامهون وجي رهيو آهي" جڏهن مسيلمہ الڪذاب (هي اهو شخص آهي جيڪو رسول الله ﷺ جن جي روبرو حاضر ٿي مسلمان ٿيو هو پر بعد ۾ پاڻ پيغمبر هجڻ جي دعوئ ڪيائين، هن جي جماعت گهڻو مضبوط هئي، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي زماني ۾ هن سان جنگ ٿي ۽ مارجي ويو) جي خلاف جنگ يمامہ ٿي تہ حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنه مسلمانن ۾ ڪمزوري ڏٺي انهن جي هڪ جماعت کي شڪست ٿي تہ هو چوڻ لڳا تہ" هنن ماڻهن تي افسوس آهي هي ڇا ڪري رهيا آهن؟" ان کان پوءِ حضرت ثابت رضي الله عنه جن حضرت سالم رضي الله بن حذيفه کي چيو تہ اسين الله جي دشمنن سان رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ هن طرح (ڪمزوريءَ سان) جنگ نہ ڪندا هئاسين هي چئي هو ٻئي زور سان وڙهڻ لڳا. ايستائين جو حضرت حذيفه رضي الله عنه جن شهيد ٿي ويا ۽ حضرت ثابت رضي الله عنه جن کي بہ رسول الله ﷺ جن جي واعدي جي مطابق شهادت جو درجو حاصل ٿيو، ان وقت پاڻ زره پاتل هئا.

## حضرت ثابت رضي الله عنه جن جي ڪرامت

سندن شهادت کانپوءِ هڪ اصحابي سڀوري کين خواب ۾ ڏٺو تہ حضرت ثابت رضي الله عنه کين چيو تہ"توکي معلوم هئڻ گهرجي تہ فلاڻو مسلمان منهنجي زره لاهي کڻي ويو، اهو فوج جي فلاڻي حصي ۾ آهي ان جو هڪ گهوڙو بہ آهي جيڪو اڳتي پوئتي خوب ڊوڙندو آهي،لهاذا تون حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه وٽ وڃي اهو اطلاع ڏي تہ جيئن هو منهنجي زره کي موٽائي سگهي ۽ خليفي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن وٽ وڃي چئو تہ "مون وٽ قرض آهي" تہ جيئن هو منهنجو قرض ادا ڪن ۽ منهنجو فلاڻو غلام آزاد آهي، (سندن هدايت مطابق) انهيءَ اصحابيءَ حضرت خالد رضي الله عنه کي اطلاع ڏنو تہ

جيئن پاڻ بيان ڪيو هئائون هنن کي زره ۽ گهوڙو مليو ۽ زره ان ڪان واپس ورتي وئي ان ڪان پوءِ حضرت خالد رضي الله عنه انهيءَ خواب جو ذڪر حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جن سان ڪيو ۽ انهن انهيءَ جي مطابق وصيت نافذ ڪئي.

حضرت مالڪ بن انس رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته "مون کي خبر نہ آهي تہ هن وصيت کان سواءِ ڪا بي وصيت ڪنهن جي مرڻ کانپوءِ پوري ٿي هجي. دراصل هيءَ حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنه جي ڪرامت هئي جنهن جو ظهور سندن تقويٰ ۽ حسن ادب جي ڪري ٿيو لهاذا هڪ سچو طالب انهيءَ مان سبق حاصل ڪري ۽ ان کي معلوم هئڻ گهرجي تہ هن جو شيخ الله جل شانه ۽ ان جي رسول ﷺ جي يادگار آهي لهاذا پنهنجي شيخ تي انهن جو اعتماد اهڙوئي هئڻ گهرجي جيئن رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ سندن ﷺ تي اعتماد ڪيو ويندو هو.

## تقويٰ جو امتحان

جڏهن هڪ جماعت ادب جا فرض سرانجام ڏنا تہ حق تعاليٰ جل شانه انهن جو حال ظاهر ڪري سندن هن طرح تعريف ڪئي تہ" هي اهي ماڻهو آهن جن جي تقويٰ جي ڪري الله تعاليٰ جل شانه سندن دلين جو امتحان ورتو" يعني هي اهي ماڻهو آهن جن جي دلين کي آزمائي انهن کي اهڙو ڪرو ۽ خالص ڪيو ويو جيئن سون کي باهہ جي ذريعي ڳاري خالص ڪيو ويندو آهي ۽ جهڙي طرح زبان دل جي ترجمان هوندي آهي ۽ دل کي باادب رکڻ لاءِ لفظن کي مهذب ۽ شائستہ بنايو ويندو آهي، اهڙي طرح مريدڪي شيخ سان تعلقات هئڻ گهرجن.

شيخ ابوعثمان رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ "اڪابرن ۽ وڏن وڏن اولياءِ ڪرام جو ادب ڪرڻ اسان کي اعليٰ مرتبن تائين پهچائي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي عطا ڪندو آهي (ادب جي تعليم) جيئن توکي معلوم آهي خدا وندڪريم ڏني آهي ۽ اهو (مٿين آيتن کان اڳتي هلي)

فرمائي ٿو تہ

| | |
|---|---|
| وَلَوْ اَنَّهُمْ صَبَرُوْا حَتّٰى تَخْرُجَ اِلَيْهِمْ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ (پ٢٦- حجرات) | "جيڪڏهن اهي صبر ڪن ها جيسين تون پاڻ انهن ڏانهن نڪري اچين تہ انهن لاءِ سٺو هو" |

اهڙي طرح تعليم ڏيندي هي بہ فرمايو ويو تہ

| | |
|---|---|
| اِنَّ الَّذِيْنَ يُنَادُوْنَكَ مِنْ وَّرَآءِ الْحُجُرَاتِ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ (پ٢٦- حجرات) | درحقيقت اهي ماڻهو جيڪي توهان جي حجرن جي پٺيان سڏ ٿا ڪن انهن مان گهڻا نہ ٿا سمجهن. |

هي بنو تميم جي وفد جو حال هو جو رسول الله ﷺ جن وٽ اچي پڪاري چوڻ لڳا تہ اي محمد ﷺ اسان وٽ ٻاهر اچو، ڇو تہ اسان جي تعريف زينت آهي ۽ اسان جي مذمت عيب آهي" پاڻ ﷺ هنن جي هيءَ ڳالهہ ٻڌي ۽ پاڻ ﷺ ٻاهر اچي هنن کي فرمايو تہ" هيءَ خدا وند ڪريم جي ذات آهي جنهن جي مذمت عيب آهي ۽ هن جي تعريف زيب۽ زينت آهي" هن واقعي جو هڪ طويل قصو آهي بهرحال هو پنهنجي شاعر ۽ خطيب کي وٺي آيا هئا تہ حسان بن ثابت (شاعريءَ ۾) ۽مهاجر ۽ انصار جا نوجوان خطبي ۾ انهن تي غالب اچي ويا.

هن واقعي مان هڪ حقيقت جي طالب کي اهو سبق ملي ٿو تہ هو شيخ وٽ اچي ۽ ادب اختيار ڪري، جلد بازي کان ڪم نہ وٺي بلڪ ان وقت تائين انتظار ڪري جيستائين شيخ پنهنجي خلوت گاهہ کان ٻاهر اچي.

## حضرت عبدالقادر رحمةُ الله عليہ جو طرز عمل

مون ٻڌو آهي تہ حضرت شيخ عبدالقادر رحمةُ اللهعليہ جن وٽ جڏهن ڪوملاقاتي درويش ايندو هو تہ ڪين ان جو اطلاع ڏنو ويندو هو پاڻ دروازي جو هڪ پاسو کولي نڪرندا هئا هن سان هٿ ملائي سلام

ڪندا هئا پر هن وٽ وهندا نہ هئا بلڪ سڌو پنهنجي خلوت گاهہ ڏي
هليا ويندا هئا پوءِ جڏهن ڪو اهڙو ماڻهو ايندو هو جيڪو درويشن جي
زمري سان تعلق نہ رکندو هجي تہ ان وقت پاڻ نڪري هن وٽ وهندا
هئا. هڪ درويش ڪي سندن اهو طريقو ڪنهن حد تائين خراب معلوم
ٿيو تہ پاڻ درويش وٽ نڪري نہ ٿا وهن پر جيڪو درويش نہ هوندو آهي
ان وٽ وهن ٿا. انهيءَ درويش جي انهيءَ خيال جي خبر شيخ محترم
تائين پهچائي وئي تہ پاڻ فرمايائون تہ درويش سان اسان جو گهاٽو تعلق
آهي ۽ اهو ان جو مستحق بہ آهي ان سان ظاهري رسم ورواج جي مطابق
سلوڪ ڪيو ٿو وڃي، ڇو تہ جيڪڏهن هن سان ظاهر رواداري نہ ڪئي
وڃي تہ هن ڪي وحشت ٿي ٿئي"

## مريد ۽ شيخ جا تعلقات

لهاذا هڪ طالب حقيقت جو فرض آهي تہ شيخ سان باادب
رهي، پنهنجي ظاهر ۽ باطن جي چڱي طرح تعمير ڪري، شيخ ابو
منصور مغربي رحمة الله عليه جن ڪان پڇيو ويو تہ "توهان شيخ ابو
عثمان جي صحبت ۾ ڪيستائين رهيا؟ چيائون تہ مان سندن صحبت ۾
ڪو نہ رهيس بلڪ مون سندن خدمت ڪئي هئي، ڇو تہ صحبت جو تعلق
روحاني ڀائرن ۽ ساٿين سان هوندو آهي، پر مشائخن جي خدمت ڪئي
ويندي آهي"

مريد جي لاءِ هي مناسب آهي تہ جڏهن شيخ جي باري ۾ هن ڪي
ڪا دشواري پيش اچي تہ هو حضرت خضر عليه السلام سان حضرت
موسيٰ عليه السلام واري واقعي کي ياد ڪري تہ ڪهڙي طرح حضرت
خضر عليه السلام اهڙاڪم ڪندا هئا جن کي حضرت موسيٰ عليه
السلام ناپسند ڪندا هئا پر جڏهن حضرت خضر عليه السلام ڪين
پنهنجي لڪل رازن ڪان آگاهہ ڪيو تہ حضرت موسيٰ عليه السلام جا
اعتراض دور ٿي ويا. لهاذا جيڪڏهن پنهنجي ڪم علميءَ جي ڪري

شيخ جو ڪو فعل هن کي ناگوار گذري تہ (سمجهي وٺي تہ) شيخ علم ۽ حڪمت جي زبان سان ان جو سبب پيش ڪري ٿو سگهي.

حضرت جنيد بغدادي رحمۃ الله عليه جن جي هڪ سائيءَ ڪانئن هڪ مسئلو پڇيو حضرت جنيد رحمۃ الله عليه جن ان جو جواب ڏئي ڇڏيو، ان تي هن اعتراض ڪيو تہ حضرت جنيد رحمت الله عليه جن فرمايو تہ" جيڪڏهن توکي منهنجي ڳالهہ تي يقين نہ آهي تہ پوءِ مون کان ڪناره ڪشي اختيار ڪر"

هڪ شيخ جو قول آهي تہ" جيڪڏهن ڪو شخص واجب التعظيم هستيءَ جو احترام نہ ٿو ڪري تہ اهو ادب جي برڪت کان محروم آهي" چون ٿا تہ جيڪو پنهنجي استاد کي نفيءَ ۾ جواب ڏئي اهو ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندو آهي.

ترمذيءَ جي حديث ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪا ڳالهہ مون ڇڏي ان کي توهان بہ ڇڏي ڏيو ۽ جيڪا ڳالهہ مان بيان ڪيان ان کي قبول ڪيو ڇو تہ توهان کان اڳ جيڪي ماڻهو گذريا آهن اهي گهڻا سوال ڪرڻ ۽ پنهنجي پيغمبر سان اختلاف ڪرڻ جي بنياد تي تباهہ ٿيا هئا." حضرت جنيد رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ"مون شيخ ابو حفص نيشاپوريءَ وٽ هڪ بيحد خاموش انسان ڏٺو جيڪو ڳالهائي بلڪل ڪو نہ پيو، جڏهن مون هن جي سائين کان پڇيو تہ" هي ڪير آهي" تہ هنن ٻڌايو تہ هي شخص شيخ ابو حفص سان گڏ رهندو آهي ۽ اسان جي خدمت ڪندو آهي،انهيءَ پنهنجا هڪ لک درهم خرچ ڪيا آهن ۽ وڌيڪ هڪ لک درهم قرض وٺي اهي بہ خرچ ڪري ڇڏيائين، پر شيخ ابو حفص رحمۃ الله عليه جن هن کي هڪ لفظ بہ ڳالهائڻ جي اجازت نہ ٿا ڏين.

شيخ ابو يزيد بسطامي رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ "مان ابو علي سنڌيءَ جي صحبت ۾ رهيس، ڪين سندن فرضن جي تلقين ڪندو

هئس ۽ هو مون کي خالص توحيد ۽تصوف جي تعليم ڏيندا هئا"

شيخ ابو عثمان رحمۃ الله عنه جن فرمائن ٿا تہ" مان شيخ ابو حفص رحمۃ الله عليه جن وٽ ان وقت کان وٺي ويندو هئس، جڏهن اجان مان نو عمر ڇوڪرو هئس. شروع ۾ پاڻ مون کي ڪڏي ڇڏيائون ۽ فرمايائون تہ مون وٽ نہ ويهہ مون سندن ڪلام جو اهو اثر نہ ورتو تہ پنهنجي ڏئي هليو وڃان، بلڪ سندن پويان هلڻ لڳس ۽ آخرڪار مان انهن وٽان بلڪل غائب ٿي ويس ۽ هي پڪو ارادو ڪيم تہ سندن دروازي جي قريب هڪ کوهہ کوٽي ان ۾ لهي ويهي رهندس ۽ سندن اجازت کان سواءِ نہ نڪرندس، جڏهن ڪين منهنجي هن ارادي جي خبر پئي تہ پاڻ وٽ سڏي نہ صرف مون کي قبول ڪيائون بلڪ مان سندن خاص ساٿين ۾ بہ شامل رهيس، ايستائين جوسندن وصال ٿي ويو.

صوفياءِ ڪرام جي ظاهري طور طريقن جو هڪ اصول هي آهي تہ شيخ جي هوندي مريد پنهنجي سجاده (مصلو) انهيءَ وقت وڇائي ٿو سگهي جڏهن نماز جو وقت ٿئي. سبب اهو آهي تہ مريد جو ڪم آهي تہ هو پنهنجو پاڻ کي خدمت لاءِ وقف ڪري پر سجاده نشيني،آرام طلبي ۽ حصول جاهہ وعزت جي طرف اشارو آهي. هو شيخ جي موجودگيءَ ۾ سماع جي وقت بہ ڪا حرڪت نہ ڪري سواءِ انهيءَ صورت جي تہ هو تميز جي حد کان ٻاهر ٿي وڃي، بلڪ شيخ جو رعب ۽ هن جي هيبت مريد کي سماع جي حالت ۾ آزاديءَ سان حرڪت ڪرڻ کان روڪي ٿي ۽ ان کي قابوءَ ۾ رکي ٿي ان کان علاوه جيڪڏهن مريد شيخ جي طرف نگاهہ رکي ۽ هن جي فيوض ربانيءَ ۾ مستغرق ٿي وڃي تہ ان جا هي اعمال سماع ڏي متوجہ هئڻ کان بهتر آهن.

هڪڙو ادب جو اصول هي آهي تہ مريد شيخ سان پنهنجو حال ۽ پنهنجا رباني فيض، ڪرامت ۽ اجابت کي پوشيده نہ رکي بلڪ پنهنجو اهو حال جنهن جو علم الله تعاليٰ جل شانہ کي آهي شيخ جي سامهون

ظاهر ڪري ڇڏي ۽ جنهن جي اظهار کان شرمائيندو هجي ان جو اشارن سان ذڪر ڪري، ڇو تہ جيڪڏهن مريد جو ضمير ڪنهن ڳالهہ کي لڪائي ۽ شيخ سان پنهنجو حال بيان نہ ڪري تہ هن جي باطن ۾ هڪ ڳنڍ لڳي ويندي آهي، مگر شيخ سان ان جو اظهار ڪرڻ سان اها ڳنڍ کلي پوندي آهي،۽ هن جي اندروني ڪوفت دور ٿي ويندي آهي.

## شيخ تي ڪامل اعتماد

جڏهن ڪو شخص شيخ جي صحبت ۾ وهڻ چاهي تہ اها ڳالهہ چڱي طرح سمجهي تہ شيخ هن جي اصلاح ۽ تلقين جو ذميدار آهي ۽ ٻئي ماڻهوءَ جي مقابلي ۾ هن جو گهڻو اصلاح ڪري ٿو سگهي، ڇو تہ جيڪڏهن هو ٻئي ڏي بہ نظرون رکي تہ اهو شيخ جي صحبت مان گهڻو مستفيد نہ ٿي سگهندو ۽ نہ هن جو ڪو قول اثرائتو ٿي سگهندو. ان ڪري جو مريد جو باطن شيخ جي روحاني فيض کي حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ناهي (فيض ان وقت حاصل ٿي سگهندو) جڏهن هو صرف هڪ ئي شيخ کي تسليم ڪري ۽ ان جي فضيلت کي معلوم ڪري، ان سان روحاني الفت جو تعلق قائم ڪري، ڇو تہ محبت ۽ الفت ئي شيخ ۽ مريد جي وچ ۾ تعلقات جو زبردست واسطو آهي۽ جيتري هن ۾ محبت گهڻي هوندي، اوتري قدر گهڻو هو روحاني فيض حاصل ڪري سگهندو،انڪري جو محبت تعارف جي نشاني آهي ۽ تعارف هم جنسيءَ جي نشاني آهي ۽ هم جنس روحاني فيض جو ذريعو آهي.

حضرت ابو امامہ الباهليءَ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" جنهن ڪنهن کي الله رب العزت جي ڪتاب جي هڪ آيت سيکاري تہ اهو ان جو مؤليٰ آهي،ان کي گهرجي تہ هو ان کي رسوا نہ ڪري ۽ پاڻ تي ترجيح نہ ڏئي جيڪو اهڙوڪم ڪندو آهي اهو اسلام جي هڪ رشتي کي ٽوڙيندو آهي.

ادب جو هڪ اصول هي آهي تہ مريد پنهنجي سيني ننڍن وڏن

ڪمن ۾ شيخ جي هدايت ۽ رجحان جو خيال رکي ۽ هن جي اخلاق، علم ۽ بردباري تي ڀرسو ڪندي پنهنجي معمولي حرڪتن تي شيخ جي ناپسنديدگيءَ کي نظر انداز نہ ڪري.

شيخ ابراهيم بن شعبان رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" اسين ابو عبدالله المغربيءَ جي صحبت ۾ رهندا هئاسين، اسين سڀ جا سڀ نوجوان هئاسين پاڻ اسان کي جهنگ ۽ بيابانن ۾ وٺي ويندا هئا. ساڻن گڏ هڪ پوڙهو شخص بہ ويندو هو جنهن جو نالو حسن هو اهو ساڻن گڏ ستر ورهن تائين رهيو، جڏهن بہ اسان کان ڪا غلطي ٿيندي هئي جنهن سان شيخ جو مزاج برهم ٿيندو هو تہ اسين انهيءَ پوڙهي شخص جي ذريعي سفارش ڪرائيندا هئاسين ۽ پاڻ خوش ٿي ويندا هئا.

## شيخ جي طرف رجوع

مريدن جي طور طريقن جوهڪ اهم اصول اهو بہ آهي تہ مريد پنهنجي روحاني واقعن ۾ ڪشف تي شيخ ڏي رجوع ڪرڻ کان بغير اعتماد نہ ڪري، ڇو تہ شيخ جو علم ان کان وڌيڪ وسيع آهي ۽ ان جو دروازو خداوند ڪريم جي طرف وڌيڪ ڪشادو آهي. جيڪڏهن مريد تي خداوند ڪريم جي طرفان واردات نازل ٿين تہ شيخ هن جي موافقت ڪندو ۽ ان کي جاري رکندو، ڇو تہ خدا جل جلالہ جي طرف کان ڪنهن شيءِ ۾ اختلاف نہ ٿو ٿي سگهي، جيڪڏهن ڪو شڪ يا شبهو هجي تہ شيخ جي ذريعي ان جو ازالو ٿي ٿو سگهي اهڙي طرح مريد کي روحاني واردات ۽ ڪشف جي باري ۾ صحيح علم تي ٿو سگهي، ڇو تہ اهو ممڪن آهي تہ روحاني واقعي جي سلسلي ۾ مريد جي اندر ڪو نفساني ارادو لڪل هجي ۽ اهو لڪل ارادو روحاني واقعي ۾ ملي وڃي چاهي اهڙو واقعو خواب ۾ پيش اچي يا بيداريءَ ۾ تہ بہ هي هڪ عجيب وغريب راز آهي تہ مريد انهيءَ لڪل نفساني جذبي کي پاڙ کان ڪڏي نہ ٿو سگهي ان ڪري جڏهن هو پنهنجي محترم شيخ سان ان جو ذڪر

ڪري ٿو تہ ھو مريد جي لڪل خواهشن کي بہ معلوم ڪري ٿو وٺي جيڪڏهن هن جو تعلق حق تعالىٰ جل شانہ سان آهي تہ شيخ جي ذريعي ان جو ثبوت ملي ٿو سگهي ۽ جيڪڏهن انهيءَ واقعي جو تعلق لڪل نفساني خواهش سان هوندو تہ ان جو ازالو ٿي مريد جو باطن صاف ٿي ويندو ان جو وزن شيخ ڪٽي وٺندو ڇو تہ هن جي روحاني حالت مستحڪم آهي، ۽ نہ صرف بارگاهہ الاهيءَ ۾ ان جي پهچ صحيح آهي،بلڪ معرفت خداونديءَ ۾ بہ هن کي ڪمال حاصل آهي.

## مناسب موقعي جي ڳولا

آداب مريد جو هڪ اصول هي آهي تہ جيڪڏهن مريد شيخ کان دين ۽ دنيا جي باري ۾ ڪا ڳالهہ ڇوڻ گهري تہ شيخ سان گفتگو ڪرڻ ۾ جلد بازيءَ کان ڪم نہ وٺي اوچتو هن وٽ نہ پهچي وڃي، بلڪ هن کي شيخ جي حالت جو اندازو لڳائڻ گهرجي تہ آيا هو اها ڳالهہ ٻڌڻ ۽ ان جو جواب ڏيڻ جي لاءِ آماده آهي ۽ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ لاءِ فارغ آهي يا نہ؟ جيئن دعا جي لاءِ مقرر وقت ۽ مخصوص آداب ۽ شرط آهن، ڇو تہ هن ۾ خداوند ڪريم سان گفتگو ٿيندي آهي، اهڙي طرح شيخ سان بہ گفتگو جا آداب ۽ شرائط آهن، هي بہ خدائي معاملات آهن. لهذا شيخ سان ڪلام کان پهريائين هن کي خداوند ڪريم کان دعا ڪرڻ گهرجي تہ هو هن کي پنهنجي پسنديده ادب جي توفيق ڏئي، حق سبحانہ وتعالىٰ جل شانہ بہ رسول الله ﷺ جن جي اصحابن کي اهڙي طرح هدايت فرمائي آهي.

## سوالن جي ڪثرت

ايمان وارو! جڏهن توهان رسول الله ﷺ جن جي سامهون ڪنن ۾ ڳالهايو تہ پنهنجي ڪنن ۾ ڳالهائڻ وقت نذرانو پيش ڪيو" (هن آيت جي شان نزول ۾ ) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنہ جن فرمائن ٿا تہ ماڻهن رسول الله ﷺ جن کان تمام گهڻا سوال ڪرڻ شروع ڪيا هئا،

ايتري قدر جو اهي سوال سندن مٿان ڏکيا گذرڻ لڳا، ڇو ته هو گهڻو اصرار سان سوال ڪندا هئا، ان ڪري الله تعاليٰ جل شانه انهن کي ادب سيکاريو ۽ انهيءَ کان روڪيو، انهن کي حڪم ڏنو ته ان وقت تائين گفتگو نه ڪيو جيستائين نذرانو نه پيش ڪيو، ڇون ته دولت مند حضرات سندن ﷺ اچي محفل ۾ غريبن تي اهڙي طرح ڇانئجي ويندا هئا جو ڪين ﷺ کي هنن جي ڊگهي گفتگو ۽ ڪنن ۾ ڳالهائڻ ناگوار معلوم ٿيڻ لڳو، ان ڪري الله تعاليٰ جل شانه گفتگو جي وقت صدقو پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. جڏهن هي حڪم نازل ٿيو ته سڀ ماڻهو گفتگوءَ کان باز آيا غريب ماڻهو ته ان ڪري نه آيا جو هنن وٽ ڪجهه هئو ئي ڪو نه- پر دولتمند به بخل جي ڪري رڪجي ويا. بهرحال هيءَ صورتحال سندن ﷺ اصحابن تي ڏکي گذري ان ڪري سهولت لاءِ ٻي آيات نازل ٿي

"ڇا توهان کي اها ڳالهه ڏکي لڳي ته توهان پنهنجي ڳالهائڻ مهل نذرانو پيش ڪيو"؟ ڇون ته جڏهن الله تعاليٰ جل جلاله نذراني پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو ته ان زماني ۾ حضرت علي عليه السلام کان سواءِ ٻئي ڪنهن به گفتگو نه ڪئي هئي، ان هڪ دينار پيش ڪيو جنهن کي پاڻ ﷺ خيرات ڪيائون.

حضرت علي رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته قرآن ڪريم ۾ هڪ اهڙي آيت آهي جنهن تي ڪنهن نه مون کان اڳ عمل ڪيو ۽ نه بعد ۾ ان تي ڪير عمل ڪندو (هن مان سندن اشارو مٿين آيت جي طرف آهي) ڇون ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ته پاڻ ﷺ حضرت علي رضي الله عنه کي گهرائي پڇيائون ته صدقي (نذراني) جي باري ۾ تنهنجي ڇا راءِ آهي ته اهو ڪيترو هجي ڇا هڪ دينار هجي؟ حضرت علي عليه السلام جن جواب ڏنو ته نه هو اهو برداشت نه ٿا ڪري سگهن، پاڻ ﷺ جن پڇيو ته پوءِ ڪيترو؟ حضرت علي عليه السلام جن جواب ڏنو

تہ هڪ جؤ هٹڻ گهرجي، پاڻ ﷺ فرمايو" تون وڏو زاهد آهين" ان ڪان پوءِ سهولت ۽ اجازت جي مٿين آيت نازل ٿي ۽ پهرين آيت منسوخ ٿي ويئي، مگر صدقو، حسن ادب ۽ عزت واحترام سان گفتگو ڪرڻ جي باري ۾ جيڪي حق تعاليٰ جل شانہ هدايتون نازل فرمايون آهن اهي منسوخ نہ ٿيون آهن بلڪ انهن جو فائدو ۽ فيض اجان تائين جاري آهي.

حضرت عبادة بن الصامت فرمائن ٿا تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ" جن اسان جي وڏن جو احترام نہ ڪيو ننڍن تي رحم نہ ڪيو ۽ اسان جي عالم جي حق شناسي نہ ڪئي اهو اسان جي جماعت مان نہ آهي" لهذا علماءِ ڪرام جو احترام ڪرڻ توفيق ۽ هدايت خداوندي آهي ۽ ان جو ترڪ ڪرڻ نقصان ۽ سرڪشي آهي.

باب٥٢

# مريدن سان شيخ جا معاملا

آداب شيخ جو اهم اصول هي آهي تہ هڪ مخلص انسان ماڻهن ڏي پيش قدمي ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪري ۽ صرف پنهنجو تابعدار بنائڻ لاءِ خوش اخلاقيءِ حسن ڪلام سان ماڻهن کي پاڻ ڏي مائل نہ ڪري بلڪ جڏهن ڏسي تہ الله تعالیٰ جل شانہ مريدن ۾ هدايت جي طالبن کي نيڪ نيتي ۽ حسن عقيدت سان هن ڏي موڪلي رهيو آهي تہ هن کي اهو احتياط رکڻ گهرجي تہ ڪاٿي هي الله تعالیٰ جل شانہ جي طرف کان آزمائش ۽ امتحان تہ نہ آهي، ڇو تہ فطرتًا انسان قبوليت عام ۽ شهرت جو دلدادو آهي،حالانڪ گمنام رهڻ ۾ وڏي عافيت آهي.

جڏهن مقرر وقت اچي وڃي تہ هو پنهنجي روحاني حالت کي قابو ۾ رکي ۽ الله تعالیٰ جل شانہ جي ذريعي جڏهن هن کي اهو معلوم ٿي وڃي تہ هو مريد جي اصلاح ۽ هدايت لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي تہ ان وقت هو انهن سان ائين گفتگو ڪري جهڙي طرح هڪ شفيق پيءُ پنهنجي پٽ کي اهڙي نصيحت ڪندو هجي جنهن مان هن کي دين ۽دنيا ٻنهين ۾ فائدو پهچي ۽ جنهن مريد کي الله تعالیٰ جل شانہ هن ڏي موڪليو هو ان جي باري ۾ الله تعالیٰ جل شانہ ڏي رجوع ڪري ۽ هن جي نگراني ۽ ڪلام جي سلسلي ۾ توفيق خداونديءَ جو طالب رهي بلڪ جڏهن مريد سان ڪا ڳالهہ ڪري تہ هن جي دل الله تعالیٰ جل شانہ ڏي متوجه رهي ۽ صحيح ڳالهہ چوڻ لاءِ هن کان هدايت جو طلبگار رهي.

## شيخ جي مزاج شناسي

اسان جا شيخ پنهنجي ڪجهہ ساٿين کي هدايت ڪندي فرمائيندا هئا تہ توهان ڪنهن درويش کان پنهنجي سڀ ڪان سٺي وقت ۾ ڳالهيون ڪندا ڪيو. هي وڏي مفيد هدايت آهي، ڇوتہ سچي مريد جي ڪنن ۾ جيڪي الفاظ وڌا ويندا آهن اهي اهڙن داڻن وانگر آهن جيڪي زمين ۾ وڌا ويندا آهن ۽ جيئن اسان بيان ڪيو تہ خراب داڻو تباهہ ٿي ضايع ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح نفساني خواهش ڪلام ۾ خرابي پيدا ڪندي آهي، بلڪ نفسانيت جو هڪ قطرو علم جي سمنڊ کي مڪدر ڪري ڇڏيندو آهي،ان ڪري اهل صدق ۽ عقيدت مندن سان گفتگو ڪرڻ کان اڳ قلب کي خداوند ڪريم کان مدد طلب ڪرڻ گهرجي، جهڙي طرح زبان قلب کان مدد جي طالب ۽ دل جي ترجمان هوندي آهي،اهڙيءَ طرح دل حق جي ترجمان آهي، اهوئي سبب آهي جو حق جي بندي جون نگاهون هر وقت خداوند ڪريم ڏي لڳل رهنديون آهن ۽ هو پوري توجه ۽يڪسوئيءَ سان خداوند ڪريم جي پيغام کي امانت سمجهي ماڻهن تائين پهچائيندو آهي. لهاذا شيخ جي لاءِ ضروري آهي تہ هو مريد جي حال کي چڱي طرح معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، هو پنهنجي ايمان جي نور ۽ علم ومعرفت جي زور سان هن جي صلاحيت ۽ استعداد معلوم ڪري،ڪي مريد صرف عبادت گذاري ۽ جسماني عملن کي نيڪ بندن جي طريقي تي سرانجام ڏيڻ جي صلاحيت رکندا آهن، پر ڪي حق جا طالب قرب خداوندي ۽ مقربين بارگاهہ جي راهہ تي پنهنجي اعليٰ روحانيت ۽ قلبي واردات جي بنياد تي قائم هجڻ جو ڪامل استعداد رکندا آهن اهڙي طرح سڀ ابرار (گروه اول) ۽ مقربين (گروه ٻيو) جي آغاز ۽ انجام جون منزلون هونديون آهن، لهاذا شيخ سڀني جي باطني حالت جي نگراني ڪندو آهي ۽ هر شخص ۽ ان جي طاقت کان چڱي طرح واقف هوندو آهي.

تعجب آهي تہ هڪ بيابان ۾ رهندڙ پنهنجي زمين ۽ ان جي ٻوٽن کان چڱي طرح واقف هجي، هر ٻوٽي ۽ ان جي زمين کي ڄاڻندو هجي بلڪ هر صنعتڪار پنهنجي پيشي جي نفعي نقصان کان چڱي طرح واقف هجي ايتري قدر جو هڪ عورت بہ پنهنجي ڪپهہ ۽ سٽ جي باريڪي ۽ ٿلهائي کان چڱي طرح واقف هجي،پر شيخ پنهنجي مريد جي حال ۽ ان جي صلاحيت کان ناواقف هجي،حالانڪ رسول الله ﷺ جن ماڻهن سان سندن فطري صلاحيت ۽ استعداد جي مطابق گفتگو فرمائيندا هئا ۽ هر هڪ کي ان جي صلاحيت جي مطابق هدايت فرمائيندا هئا. پاڻ ﷺ ڪجهہ ماڻهن کي مال خرچ ڪرڻ جو حڪم فرمائيندا هئا، ۽ ڪن ماڻهن کي فضول خرچيءَ کان منع فرمائيندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪجهہ ماڻهن کي روزي ڪمائڻ لاءِ حڪم ڏيندا هئا ۽ ڪن کي توڪل تي برقرار رکندا هئا. جيئن اصحابہ صفہ جو حال هو. رسول الله ﷺ جن ماڻهن جي مخصوص حالتن ۽ هر هڪ جي صلاحيتن کان چڱي طرح واقف هئا. پر جيستائين حق جي دعوت جو تعلق هو سندن دعوت عام هئي، ڇو تہ سندن بعثت جو مقصد ئي اهو هو تہ پاڻ ﷺ جي دليلن کي ثابت ڪن ۽ حق جي رستي کي واضح ڪن انهيءَ ڪري سندن ﷺ دعوت عالمگير هئي ۽ صرف انهن لاءِ مخصوص نہ هئي جن ۾ ڪين ﷺ هدايت جي صلاحيت نظر ايندي هجي.

## خاص اڪيلائي

شيخ سان پيش اچڻ جو هڪ اهم اصول اهو بہ آهي تہ هو پنهنجي خاص خلوت لاءِ اهڙو وقت مقرر ڪري جڏهن هن وٽ مخلوق جي اچ وڃ جي گنجائش نہ رهي تہ جيئن ان جي خاص خلوت (اڪيلائيءَ) جو فيض جلوت جي وقت جاري رهي سگهي، هو اهو خيال نہ ڪري تہ روحاني طور تي ايترو طاقتور آهي جو مخلوق سان لڳاتار ميل ميلاپ رکڻ ۽ انهن سان هميشہ گفتگو ڪرڻ سان هن کي ڪو نقصان نہ

ٿو پهچي سگهي ۽ جيئن تہ هي شيون ان تي اثر انداز نہ ٿيون ٿي سگهن، ان ڪري هن کي اڪيلائيءَ جي ضروت بہ ناهي حالانڪ رسول الله ﷺ جن جي روحاني حالت ڪمال درجي تائين پهتل هئي، پر ان جي باوجود پاڻ ﷺ راتين جو اٿي هميشہ نمازون پڙهندا هئا ۽ وقت ڪڏي اڪيلائي بہ اختيار فرمائيندا هئا.

انساني طبيعت اصلاح ۽ نگرانيءَ کان بي نياز نہ ٿي رهي سگهي، چاهي ان جو مقدار گهٽ هجي يا وڌيڪ پر گهڻا فريب ڪاڏل قناعت پسند طبيعتون اهڙيون آهن جيڪي ٿوري خوش دليءَ کي پنهنجو سچو سرمايو سمجهي ونندا آهن ۽ انهيءَ روحانيت جي ڏوڪي ۾ اڇي ماڻهن سان ايترو تہ ميل جول وڌائيندا آهن جو اڳتي هلي اهي انهن بيڪارن جو نڪاٿو بنجي ويندا آهن جيڪي هنن جي خوش اخلاقي ۽ نرميءَ مان فائدو وٺي انهن وٽ ويهي گرهہ ٽوڙڻ لڳندا آهن ۽ اتي اهڙا ماڻهو اچڻ لڳندا آهن جن جو مقصد دينداري نہ هوندو آهي، ۽ نہ هو پرهيزگاريءَ جي رستي تي هلڻ جي خواهش رکندا آهن، اهڙي طرح فتني جو دروازو کلي پوندو آهي، ۽ هنن جي عمل جي دائري ۾ فتور واقع ٿي ويندو آهي.

انهن حالتن هوندي شيخ حق جي امداد کان بي نياز نہ ٿو رهي سگهي، لهاذا جيڪڏهن هو جسم ۽ قلب ٻنهين ذريعن سان نيازمندانہ دعا نہ گهري سگهي تہ ڪم از ڪم دل سـ ـ خداوند ڪريم جي طرف متوجہ رهي ۽ هر حرڪت ۽ گفتگوءَ ۾ خداوند ڪريم جي سامهون سر جهڪائي، فتنو ان وقت پيدا ٿيندو آهي جڏهن روحانيت جا مدعي گفتگوءَ ۾ ڍر ڏيندا آهن ۽ نفس جي صفتن کان گهٽ چاڻ هئڻ ڪري عام ماڻهن سان انتهائي ميل ميلاپ اختيار ڪندا آهن بلڪ معمولي فيض خداونديءَ جي ڏوڪي ۾ اڇي مشائخ جا آداب بہ گهٽ ڪري ڇڏيندا آهن.

## خلوت ۽ جلوت

حضرت جنيد رحمة الله پنهنجي ساٿين کي فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن مون کي معلوم هجي ها تہ ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪرڻ توهان وٽ ويهڻ کان بهتر آهي تہ مان توهان وٽ هرگز نہ ويهان ها.

لهذا جڏهن شيخ خلوت ۾ (اڪيلائيءَ ۾) فضيلت ڏسي تہ خلوت نشين ٿي وڃي ۽ جڏهن هي ڏسي تہ محفل ۾ ويهڻ سان فضيلت آهي تہ پنهنجي ساٿين سان ويهي اهڙي طرح جلوت خلوت جي حفاظت جو ذريعو بنجي هن جي خلوت نشينيءَ ۾ واذاري جو سبب بنجي ٿي سگهي. هن معاملي ۾ لڪل راز اهو آهي تہ ماڻهو مختلف ۽ متضاد صفتن جو مجموعو آهي ۽ جيئن اسين اڳ بيان ڪري آيا آهيون تہ هو سفلي ۽ علوي (خراب ۽عمدن) وصفن جي وچ ۾ گشت ڪندو رهندو آهي، آخرڪار هو حق جي مشاغل کان ڪڏهن ٿڪجي پوندو آهي بلڪ هر ڪم ڪرڻ واري کي آرام ۽ تفريح جي ضرورت ٿيندي آهي ڪڏهن هيءُ تفريح ٻئي عمل جي صورت ۾ ٿيندي آهيءَ ڪڏهن ڪم کي بلڪل ڇڏي ڏيڻ سان جيڪڏهن عمل جي صورت نہ هجي تہ مريد طريقت جا سالڪ نفس کي آرام ڏيڻ لاءِ بيڪاريءَ جي طرف مائل ٿيندا آهن مگر جيڪو شيخ جي رتبي تي فائز هوندوآهي، اهو پنهنجي آرام جي وقت بہ مخلوق سان مشغول هوندو آهي ۽ ان جي فرصت جي وقت مان عام ماڻهو فائدو وٺي ڪامياب ٿيندا آهن مريد وانگر هن جي فرصت جو وقت بہ ضايع نہ ٿيندو آهي، ڇو تہ مريد سستي ۽ ڪاهليءَ کان پوءِ وري روحاني سرگرمي ۽ حقيقت جي طلب جي جذبي سان خداوندڪريم ڏي متوجہ ٿيندو آهي، پر شيخ پنهنجي آرام ۽ فرصت جي وقت بہ ماڻهن کي فائدو پهچائي فضيلت حاصل ڪندو آهي چنانچہ جڏهن هو پنهنجي خاص خلوت گاهہ ۾ پهچندو آهي تہ هن جو نفس مريد درويش جي روحاني سرگرمين کان وڌيڪ چست رهندوآهي، ان ڪري جڏهن هو جلوت کان خلوت ۾ ويندو

آهي تہ هن جي سچي سستي دور ٿي ويندي آهي هن جي دل (ديدار الاهيءَ لاءِ ) سراپا نور بنجي ويندي آهي ۽ هن جو روح غيرن جي ڏسڻ جي پريشانين کان آزاد ٿي انتهائي شوق ۽ سرگرميءَ سان دارالقرار جو رخ ڪندو آهي.

## حسن اخلاق ۽ تواضع

شيخ جو هڪ مبارڪ فريضو اهو بہ آهي تہ پنهنجي عقيدت مندن سان خوش اخلاقيءَ سان پيش اچي بلڪ مشائخ جي ضروت تعظيم ۽ تڪريم جي حق کان دستبردار ٿي تواضع اختيار ڪري.

شيخ رقي رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ"مان مصر جي هڪ مسجد ۾ درويشن جي هڪ جماعت سان وينو هئس تہ ايتري ۾ شيخ زقاق رحمۃ الله عليه جن تشريف فرما ٿيا ۽ هڪ ٿنڀ جي ويجهو بيهي نماز پڙهڻ لڳا. اسان چيو تہ جڏهن شيخ نماز کان فارغ ٿيندو تہ اسين اٿي کين سلام ڪنداسين جڏهن هو فارغ ٿيا تہ پاڻ اسان وٽ اچي سلام ڪيائون اسان عرض ڪيو تہ اسان کي شيخ کان اڳ سلام ڪرڻو هو پاڻ فرمايائون تہ "خداوند ڪريم منهنجي دل کي انهيءَ عذاب ۾ نہ وڌو آهي تہ مان پنهنجو پاڻ کي پابند بنايان تہ منهنجي تعظيم ڪئي وڃي ۽ ماڻهو مون وٽ اچن" آداب شيخ جو هڪ اصول اهو بہ آهي تہ هو مريدن سان نرمي ۽ خوش طبعي جو سلوڪ رکي، هڪ بزرگ جو قول آهي تہ جڏهن توهان ڪنهن درويش کي ڏسو تہ ان سان نرميءَ سان پيش اچو علم جي ذريعي ملڻ جي ڪوشش نہ ڪيو، ڇو تہ درويش نرميءَ سان مانوس ٿيندو آهي ۽ علم کان هن کي وحشت ٿيڻ لڳندي آهي لهاذا جيڪڏهن شيخ هن سان نرميءَ سان پيش اچي تہ مريد ان جي برڪت سان آهستي آهستي علم مان بہ فائدو حاصل ڪري ٿو سگهي انهيءَ حالت ۾ ان سان علمي گفتگو ڪري ٿي سگهجي.

آداب شيخ جو هڪ اصول اهو بہ آهي تہ هو پنهنجي ساٿين سان

گڏ همدردي ڪري،صحت ۽ بيماري ٻنهين حالتن ۾ انهن جا حق ادا ڪري ھو ھنن جي عقيدتمندي ۽ خلوص مان فائدو حاصل ڪري انهن جي حقن ڪان بي رخي نہ ڪري، ھڪ بزرگ جو قول آھي تہ” ھڪ ھئي جي محبت جي بنياد تي پنھنجي ڀاءُ جي حق تلفي نہ ڪيو“

شيخ جريري رحمۃ اللہ عليہ فرمائن ٿا تہ جڏھن مان حج ڪان فارغ ٿيس تہ حضرت جنيد رحمۃ اللہ عليہ جن سان پھريائين مليس تہ جيئن انهن کي تڪليف نہ ٿئي ان ڪان پوءِ پنھنجي گھر آيس، جڏھن مون صبح جي نماز پڙھي ۽ پويان نھاريم تہ حضرت جنيد رحمۃ اللہ عليہ منهنجي پٺيان ھئو مون چيو تہ” جناب والا مان پھريائين سلام ڪرڻ لاءِ اوھان ڏي انھيءَ لاءِ ويو ھئس تہ جيئن توھان ھتي اچڻ جي تڪليف نہ فرمايو“ پاڻ فرمايائون تہ ھي اوھان جو حق آھي ۽ ھوءَ اوھان جي فضيلت ھئي“

مشائخن جو ھڪ اصول اھو بہ آھي تہ جڏھن ھو مريد ۾ ضبط نفس ۽ صدق ۾ ڪمزوري ڏسندا آھن تہ ان سان نرمي ڪندا آھن ۽ ان کي رخصت جي حد تائين قائم رکندا آھن، ڇو تہ انھيءَ ۾ گھٽي پلائي آھي جيستائين حق جو بندو سھوليت جي چوديواري ڪان آزاد رھندو آھي، ان ڪان پوءِ جڏھن ھو ثابت قدم رھي ۽ درويشن جي صحبت اختيار ڪري سھوليت جي نيڪ ڪمن جو عادي ٿي وڃي تہ نرميءَ سان ان کي آھستي آھستي ھمٿ ۽ عزيمت جي مقام تي آڻبو آھي.

شيخ ابو سعيد بن الاعرابي رحمۃ اللہ عليہ فرمائن ٿا تہ ھڪ نوجوان جيڪو ابراھيم الصائغ جي نالي سان مشھور ھو ھڪ دولت مند پيءُ جو پٽ ھو، اھو صوفياءِ ڪرام ڏي متوجہ ٿي شيخ ابو احمد القلاسي رحمۃ اللہ عليہ سان گڏ رھڻ لڳو، شيخ ابو احمد رحمۃ اللہ عليہ وٽ جڏھن پئسا ايندا ھئا تہ ھو ھن جي لاءِ نرم نرم مانيون پگھل گوشت آڻيندا ھئا ۽ فرمائيندا ھئا تہ ھن ھاڻي ھاڻي دنيا ڇڏي آھي، جيئن تہ

هو ناز ۽ نعمت ۾ پليل آهي ان ڪري ضروري آهي تہ ان سان نرمي اختيار ڪري هن کي ٻين تي ترجيح ڏيان.

## بي لوث خدمت

مشائخ جو هڪ اصول هي بہ آهي تہ هو مريد جي مال ۽ خدمت مان فائدو وٺڻ جي ڪوشش نہ ڪندا آهن جيئن تہ هن جي زندگي الله تعاليٰ جل شانه جي لاءِ وقف هوندي آهي ان ڪري انهن جي ذات ۽ عام هدايت، صرف خدا وند ڪريم جي لاءِ هوندي آهي، ۽ شيخ جيڪو مريد جي اصلاح لاءِ ڪم سرانجام ڏيندو آهي اهو بهترين صدقو هوندو آهي.

حديث ۾ ذڪر ٿيل آهي تہ "جيڪو صدقو ڏنو ويندو اهي ان ۾ بهترين صدقو اهو آهي تہ ماڻهن ۾ علم کي ڦهلايو وڃي"

الله تعاليٰ جل شانه بہ خدائي ڪمن کي نفساني خواهشن کان محفوظ رکڻ ۽ خلوص جي اهميت جي اظهار جي لاءِ هن طرح بيان فرمايو آهي.

| | |
|---|---|
| اِنَّمَا نُطْعِمُكُمْ لِوَجْهِ اللهِ لَا نُرِيْدُ مِنْكُمْ جَزَآءً وَّلَا شُكُوْرًا (پ٢٩- دهر) | اسين توهان کي الله جي رضامنديءَ لاءِ کارايون ٿا، اسين توهان کان بدلو ۽ شڪريو نہ ٿا گهرون. |

ان ڪري شيخ جي لاءِ بہ مناسب نہ آهي تہ هو پنهنجي صدقي جو بدلو گهري سواءِ انهيءَ صورت جي جو الله رب العزت جي طرف کان هن کي حڪم ملي تہ هو مريد جو نذرانو قبول ڪري يا شيخ مريد جي مصلحت انهيءَ ۾ ئي ڏسي تہ هو هن جي مال ۽ خدمت مان فائدو وٺي تہ جيئن مريد اڳتي هلي ۽ ان جي سبب مصيبتن کان محفوظ رهي خداتعاليٰ

جل شانه فرمائي ٿو ته:

## سڀ مال خرچ ڪرڻ

يُؤۡتِكُمۡ أُجُورَكُمۡ وَلَا يَسۡـَٔلۡكُمۡ أَمۡوَٰلَكُمۡ إِن يَسۡـَٔلۡكُمُوهَا فَيُحۡفِكُمۡ تَبۡخَلُواْ وَيُخۡرِجۡ أَضۡغَٰنَكُمۡ (پ٢٦- محمد)

هو توهان کي توهان جي اجرت ڏيندو ۽ توهان کان توهان جو (سڀ) مال نه گهرندو، جيڪڏهن هو توهان کان توهان جو مال گهري ۽ ان تي اصرار ڪري ته توهان ڪنجوسي ڪندؤ ۽ هوتوهان جي دلين جي ڪينن کي ظاهر ڪري ڇڏيندو.

حضرت قتاده فرمائن ٿا ته الله تعاليٰ جل شانه کي معلوم آهي مال جي خرچ ڪرڻ سان دلين مان ڪدورت نڪرندي آهي، ان ڪري الله تعاليٰ جل جلاله ماڻهن کي آداب سيکاريا آهن ۽ الله رب العزت جي آداب جو رتبو گهڻو بلند آهي"

شيخ جعفر الخلدي فرمائن ٿا ته هڪ ماڻهو حضرت جنيد رحمة الله عليه وٽ آيو. هن چاهيو ٿي ته هو پنهنجو سڀ مال خرچ ڪري سندن خدمت ۾ فقير ٿي ويهي رهي، ته حضرت جنيد رحمة الله عليه فرمايو ته تون پنهنجو سڀ مال خرچ نه ڪر بلڪ پنهنجي گذاري جي لائق ڪجهه روڪي ڇڏ، جيڪو فالتو مال هجي اهو خرچ ڪر ۽ جيڪو مال تو روڪي ڇڏيو آهي انهيءَ مان ئي پنهنجو گذارو ڪر، تون حلال معاش تلاش ڪر، ۽ جيڪي تو وٽ آهي سڀ خرچ نه ڪر،ڇو ته مون کي انديشو آهي ته"ڪاٿي تنهنجو نفس توکان مطالبو نه ڪري".

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جڏهن کو ڪم ڪندا هئا ته ان تي ثابت قدم رهندا هئا، لهاذا شيخ کي به ڪڏهن مريد جي حال جي اها خبر پئجي ويندي آهي ته جيڪڏهن هو سڀ مال خرچ ڪري ڇڏي ته هو روحانيت جي اهڙي درجي تي پهچي ٿو سگهي جو ان کان پوءِ هن جو مال ڏي رخ به نه هوندو، لهاذا اهڙي موقعي تي هو مريد کي اجازت ڏئي

ٿو سگهي تہ هو سڀ مال خرچ ڪري ڇڏي جهڙي طرح رسول الله ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جن کي اجازت ڏني هئي ۽ پاڻ ﷺ هن جو سڀ مال قبول ڪيو هئائون.

## حڪمت عملي

جڏهن شيخ کي مريد جي ڪا بري ڳالهہ نظر اچي يا هن جو ٽيڏو حال ڏسي يا هو محسوس ڪري تہ هن ۾ خود نمائي ۽ ہٺ ڪون هٽڻ جي عادت پئي آهي تہ ان کي صاف طريقي سان منع نہ ڪري بلڪ پنهنجي ساٿين سان گفتگو ڪرڻ مهل انهيءَ برائيءَ ڏي اشارو ڪري ۽ ان جي مذمت ڪرڻ جو مختصر سبب ٻڌائي. اهڙي طرح نہ صرف سيني کي فائدو پهچندو بلڪ ان جو اثر بہ گهٽو ٿيندو ۽ ماڻهن جي دل جمعي بہ ٿي ويندي.

## درگذر

جيڪڏهن شيخ مريد جي ڪنهن اهڙي ڪم ۾ ڪوتاهي ڏسي، جنهن جو هن حڪم ڏنو هو تہ ان کي برداشت ڪري ۽ هن جو قصور معاف ڪري ڇڏي ان ڪان پوءِ نرمي ۽ بردباريءَ سان انهيءَ خدمت جي طرف هن کي آماده ڪري. رسول الله ﷺ جن بہ اهڙيءَ طرح حڪم فرمايو هو،چنانچہ عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ هڪ ماڻهو نبي ڪريم ﷺ جن وٽ اچي عرض ڪرڻ لڳو يا رسول الله ﷺ! مان پنهنجي خادم کي ڪيترا دفعا معاف ڪريان، فرمايائون تہ "روزانو ستر دفعا"

مشائخ ڪرام جا اخلاق سندن ﷺ حسن اتباع جي ڪري مهذب آهن ۽ اهي ئي انسان سندن ﷺ حڪمن فرضن ۽ منع ڪيل ڪمن جي سلسلي ۾ سندن ﷺ سنت کي زنده ڪرڻ جا گهڻا حقدار آهن.

## رازداري

مشائخ مريدن جا رازدار آهن لهاذا مريدن کي جيڪي مڪاشفا ۽ فيض حاصل ٿين انهن جو رازدان يا تہ انهن جو پروردگار

هوندو آهي يا شيخ ۽ ٻئي ڪنهن کي ٻه ان جو اطلاع نه هئڻ گهرجي ۽ مريد پنهنجي خلوت گاهه ۾ جيڪي مڪاشفات الهام يا خلاف عادت شين جو مشاهدو ڪري ته شيخ کي گهرجي ته هو ان جي اهميت کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪري ۽ هن کي سمجهائي ته هن قسم جي شين تي اعتماد ڪرڻ خداوند ڪريم جي راهه ۾ رڪاوٽ آهي، ان سان وڏيڪ فتوحات جو دروازو بند ٿي ويندو آهي، هن نعمت جو شڪر ادا ڪرڻ گهرجي، ڀوءِ ٻه ان کان سواءِ ٻيون ٻه بيشمار نعمتون آهن، ان ڪري شيخ کي گهرجي ته هو مريد کي ٻڌائي ته ان جو اصل مقصد هي آهي ته هو نعمت عطا ڪندڙ جي ڳولا ڪري نه ڪي اهو ته صرف نعمت تي قناعت ڪري.

مريد جو راز يا ته خود ان کي معلوم هجي يا هن جي شيخ کي- هن جي راز کي کولڻ نه گهرجي، ڇو ته راز کولڻ تنگ دليءَ جي نشاني آهي جيڪا گهڻو ڪري عورتن يا گهٽ عقل وارن مردن ۾ هوندي آهي، بلڪ راز کولڻ جو اصل سبب هي آهي ته انسان ۾ ٻه قوتون آهن هڪ قوت حاصل ڪرڻ واري ۽ ٻي قوت ڏيڻ واري (عطيو) آهي اهڙي طرح ٻئي قوتون پنهنجي مخصوص ڪم کي سرانجام ڏيڻ ۾ لڳيون رهنديون آهن، جيڪڏهن الله تعاليٰ جل شانه قوت معطيه (ڏيڻ واري) ۾ هيءَ خاصيت نه رکي ها جو هوءَ هر شيءِ کي ظاهر ڪري ٿي ڇڏي ته راز ڪڏهن به نه کلن ها. جڏهن هڪ عقلمند انسان کان هيءَ قوت پنهنجي فعل جو مطالبو ٿي ڪري ته هو ان کي قابوءَ ۾ رکي عقل جي تارازيءَ ۾ توري ان کي مناسب مقام تي رکندو آهي، جيئن ته مشائخ ڪرام جا عقل پختا هوندا آهن ان ڪري هو انهيءَ کان بالاتر آهن جو راز کي کولين. مريد جي لاءِ ٻه اهوئي مناسب آهي ته رازداريءَ کان ڪم وٺي، ڇو ته هن جي صحت ۽ سلامتي انهيءَ ۾ ئي آهي، ۽ انهيءَ جي ڪري ئي سچن مريدن جي اچڻ وڃڻ ۾ تائيد ايزدي انهن جي شامل حال رهندي آهي.

باب٥٣

# صحبت جي حقيقت ۽ ان جي برائي ۽ فضيلت

## هم جنسي

صحبت جو اصل سبب هم جنس هئڻ آهي ڪڏهن ان جا سبب عام وصفون هونديون آهن ۽ ڪڏهن خاص وصفون آهن عام وصفون هي آهن تہ جيئن هڪ انسان ٻئي انسان ڏي مائل ٿئي ۽ خاص وصفون هي آهن جيئن هڪ خاص قوم جا فرد هڪ ٻئي جي طرف مائل هجن. ان ڪان بہ وڌيڪ خاص الخاص هم جنسي هيءَ آهي تہ نيڪ انسانن جو هڪ ٻئي جي طرف ميلان ۽ رجحان هجي ۽ گنهگار پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان مانوس هجن.

جڏهن اهو اصول معلوم ٿي وجي تہ هم جنسي خواه اها عام مفهوم ۾ هجي يا خاص مفهوم ۾ بهرحال صحبت جو اصل بنياد آهي تہ پوءِ جڏهن انسان ڪنهن جي صحبت ۾ وهڻ چاهي ٿو تہ هي پنهنجي دل کي جاچي ۽ غور ڪري تہ ڪهڙي شيءِ هن کي ٻين جي صحبت جي طرف مائل ٿي ڪري، جنهن جي طرف هن جو رجحان هجي ان جي حالتن کي شريعت جي تارازي ۾ توري، جيڪڏهن هن جا حالات درست نظر اچن ٿا تہ پنهنجو پاڻ کي مبارڪ باد جي قابل سمجهي تہ هن جي حالت بهتر آهي، ڇو تہ الله تعالىٰ جل شانہ هن جي آئيني کي ايترو تہ روشن بنايو آهي جو هن جي ياءُ جي آئيني ۾ هن کي پنهنجي نيڪيءَ جو حسن ۽ جمال نظر ٿو اچي ۽ جيڪڏهن هن جا ڪم صحيح نہ نظر اچن تہ پنهنجو پاڻ کي ملزم قرارڏيئي ۽ ملامت ڪري، ڇو تہ هن جي ياءُ جي آئيني ۾ هن کي پنهنجي بدحالي نظر آئي آهي هاڻي ان لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ

اهڙي شخص کان اهڙي طرح پاسو ڪري جيئن هو شينهن کان (ڊپ وچان) پچندو هجي، ڇو تہ جيڪڏهن ٻئي گڏ رهندا تہ هنن ٻنهي جي تاريڪيءَ ۾ واڌارو ٿيندو رهندو. پر جيڪڏهن هن کي پنهنجي ساٿيءَ جي درستيءَ جو علم ٿي وڃي ۽ پنهنجي صلاحيت بہ هن کي معلوم هجي تہ هو پنهنجي پاءُ جي دل جي آئيني ۾ نيڪيءَ جو مشاهدو ڪندو.

بهرحال هي ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ عام هم جنسيءَ جو رجحان طبعي رجحان آهي پر انهيءَ مخصوص طريقي جو ميلان بعد ۾ ٿيندو آهي البت ان جي اثرن کان نفس کي ايتري قدر سڪون ۽ اطمينان حاصل ٿيندو آهي جو انهيءَ مخصوص باهمي ميلان جا فائدا، طبعي رجحان تي غالب اچي ويندا آهن ۽ هن ۾ ٻئي هم نشين کي ايتري قدر خوش طبعي راحت ۽ لذت حاصل ٿيندي آهي، جو هنن جي مخلصانہ محبت ۽ محبت خداونديءَ ۾ صرف زاهد عالم ئي فرق محسوس ڪري ٿا سگهن.

ڪڏهن مريد صادق برن ماڻهن جي صحبت کان وڌيڪ نيڪ ماڻهن جي صحبت ۾ ويهي خراب ٿي ويندو آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ جيئن برن ماڻهن جي برائيءَ جو علم هوندو آهي، انڪري انهن کان پرهيز ڪئي ويندي آهي، مگر نيڪ ماڻهن جي نيڪيءَ مان ڏوکو ٿي ويندو آهي. ڇو تہ انسان، صلاحيت پسنديءَ جي جذبي سان انهن ڏي مائل ٿيندو آهي، مگر بعد ۾ انهن ۾ باهمي محبت ايتري قدر وڌي ويندي آهي، جو هو خدا وند قدوس جي محبت ۽ صحبت جي راهہ ۾ رڪاوٽ ٿي پوندي آهي، اهڙي طرح طلب جي راهہ ۾ فتور ۽ مقصد جي حاصل ڪرڻ جي راهہ ۾ رڪاوٽ پيدا ٿي ويندي آهي. لهاذا هڪ طالب صادق کي هي نڪتو چڱي طرح سمجهڻ گهرجي تہ جيئن هو صحبت جي صاف ترين اثرن کي قبول ڪري ۽ انهن ڳالهين کي ڇڏي ڏئي جيڪي هن جي مقصد جي راهہ ۾ رڪاوٽ بڻجن.

## اڪيلائي

هڪ بزرگ فرمايو تہ” توکي برائيءَ انهيءَ مان ٿي ملي جنهن کي تون

سجاتين ٿو" انهيءَ ڪري بزرگن جي هڪ جماعت صحبت کي ناپسند ڪيو آهي ۽ گوشہ نشيني ۽ اڪيلائيءَ کي افضل قرار ڏنو اٿن. هن جماعت ۾ حضرت ابراهيم بن اڌم رحمةَ الله عليه حضرت داؤد طائي رحمةَ الله عليه، حضرت فضيل بن عياض رحمةَ الله عليه ۽ حضرت سليمان الخواص شامل هئا. بلڪ حضرت سليمان الخواص جي باري ۾ هي واقعو ذڪر ڪيل آهي تہ جڏهن هڪ دفعي ڪين چيو ويو تہ "شيخ ابراهيم بن اڌم رحمةَ الله عليه جن تشريف فرما ٿيا آهن، ڇا توهان انهن سان ملاقات نہ ڪندؤ؟ تہ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪو جهنگ جو خطرناڪ جانور مون وٽ اچي وڃي تہ اهو مون کي انهيءَ ڪان وڌيڪ پسند آهي جو مان ابراهيم بن اڌم رحمةَ الله عليه سان ملاقات ڪيان،ان جو سبب هي آهي تہ جڏهن مان انهن سان ملندس تہ ساڻن سٺي گفتگو ڪندس ۽ نفس جا بهترين احوال ظاهر ڪري نفس کي پنهنجي مٿان غالب ڪندس ان ۾ هڪ وڏو فتنو آهي"

هي انهيءَ شخص جو ڪلام آهي جيڪو پنهنجي نفس کي ۽ ان جي اخلاق کي چڱي طرح ڄاڻندو هو ۽ واقعي آهي بہ ائين تہ ٻن گڏ وهندڙن ۾ انهيءَ ڳالهہ جو امڪان آهي، سواءِ انهن ماڻهن جي جن کي الله تعالىٰ جل شانہ محفوظ رکي.

حضرت ابو سعيد الخدري رحمت الله عليه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ عنقريب هڪ زمانو ايندو جڏهن مسلمان جوبهترين مال رڍون ۽ ٻڪريون هونديون، جن کي وٺي هو جبلن ۾ واديـن ۾ ۽ پاڻيءَ جي هيٺين علائقن ۾ ڦرندو ۽ هو پنهنجي مذهب کي فتنن کان بچائڻ لاءِ ڀڄندو. الله تعالىٰ جل شانہ بہ پنهنجي خليل حضرت ابراهيم عليه السلام جي زباني هن طرح ذڪر ڪيو آهي.

وَاَعۡتَزِلُكُمۡ وَمَا تَدۡعُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ وَاَدۡعُوۡا رَبِّيۡ (پ١٦- مريم)

مان توهان کان ۽ انهن شين کان جن کي توهان الله کي ڇڏي پڪاريو ٿا،الڳ ٿو ٿيان ۽ صرف پنهنجي پروردگار کي پڪاريان ٿو.

اهڙي طرح پاڻ پنهنجي قوم تي اڪيلائيءَ جي ذريعي غالب اچڻ جي ڪوشش ڪئي. اڪيلائيءَ جا ٻه قسم آهن (١) فرض (٢) فضيلت- برائي ۽ برن ماڻهن کان الڳ رهڻ فرض آهي ۽ فضول ڳالهين ۽ فضول ماڻهن کان الڳ رهڻ فضيلت آهي، اهو به چئي ٿو سگهجي ته خلوت ۽ عزلت مختلف آهن، خلوت ٻين کان الڳ رهڻ کي چوندا آهن ۽ عزلت نفس جي خواهشن ۽ الله جل شانه کان غافل ڪرڻ وارين شين کان الڳ رهڻ جو نالو آهي. انهيءَ لحاظ کان خلوت جو وجود عام آهي ۽ عزلت ڪمياب آهي.

## صحبت جا خطرا

شيخ ابوبڪر وراق رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته"جيڪي فتنا حضرت آدم عليه السلام جي زماني کان اسان جي زماني تائين پيدا ٿيا اهي سڀ ميل ميلاپ سان پيدا ٿيا. انهن کان اهوئي محفوظ رهيو جنهن ميل جول کان پرهيز ڪئي.

چون ٿا ته سلامتيءَ جا ڏهه حصا آهن انهن مان نو حصا خاموشيءَ ۾ موجود آهن ۽ هڪ حصو عزلت نشينيءَ ۾ آهي. ڪن صاحبن جو چوڻ آهي ته "خلوت (اڪيلائي) اصل بنياد آهي ۽ ميل جول عارضي آهي، لهاذا اصل بنياد کي پڪڙڻ گهرجي ۽ صرف ضرورت جي وقت ماڻهن سان ميل جول رکجي، جڏهن ضرورت جي وقت ماڻهن سان ملجي ته خاموشي اختيار ڪئي وڃي، ڇو ته اهوئي اصل بنياد آهي ۽ گفتگو عارضي شيءِ آهي، ان ڪري صرف ضرورت جي وقت ڳالهايو وڃي، ڇو ته صحبت جا خطرا تمام گهڻا آهن انهن کان محفوظ رهڻ لاءِ تمام گهڻي علم جي ضرورت آهي،بهرحال ملڻ جلڻ ۽ صحبت کان بچڻ جي باري ۾ گهڻيون حديثون ۽ روايتون آهن جن سان ڪتاب ڀريا پيا آهن.

انهيءَ سلسلي ۾ مڪمل ترين روايت حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جن جي آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته" ماڻهن تي

اهڙو زمانو ضرور ايندو، جڏهن ڪنهن دينادار جي دينداري محفوظ نہ رهندي سواءِ انهي جي جو ڪو شخص پنهنجي دين کي کڻي هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ جي طرف ۽ هڪ بلند پهاڙ کان ٻئي بلند پهاڙ جي طرف ۽ هڪ سوراخ کان ٻئي سوراخ جي طرف ڀڄندو جهڙيءَ طرح هڪ لومڙي لڪنديءَ ڀڄندي وتندي آهي. ماڻهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! هي ڪڏهن ٿيندو؟ فرمايائون تہ اهو تڏهن ٿيندو جڏهن ذريعہ معاش گناهن ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن طريقي سان حاصل نہ ٿيندو، اهڙو زمانو اچي ويندو تہ ان وقت مجرد (بغير شاديءَ جي) رهڻ حلال هوندو" ماڻهن چيو تہ اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي توهان تہ اسان کي نڪاح ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي" فرمايائون تہ انهيءَ زماني ۾ انسان جي هلاڪت پنهنجي والدين جي هٿن سان ٿيندي ۽ جيڪڏهن هن جا والدين نہ آهن تہ هن جي زال ۽ اولاد جي هٿن سان ٿيندي، جيڪڏهن زال ۽ ٻار نہ آهن تہ هيءَ هلاڪت هنجي مائٽن جي هٿن سان ٿيندي" ماڻهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! اها ڪيئن ٿيندي؟ فرمايائون تہ اهي ماڻهو هن کي معاش جي تنگيءَ تي شرم ڏياريندا تہ هو پنهنجي طاقت کان گهٽو ڪم ڪندو اهڙي طرح هو هن کي هلاڪت جي مقام تي پهچائي ڇڏيندا.

## صحبت جي فضيلت

بزرگان سلف جي هڪ جماعت صحبت ۽ اخوت کي پسند فرمايو آهي، انهن جي راءِ آهي تہ الله تعاليٰ اهل ايمان تي احسان جتائيندي ارشاد فرمايو آهي تہ:

| | |
|---|---|
| وَاذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ كُنْتُمْ اَعْدَآءً فَاَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِكُمْ فَاَصْبَحْتُمْ بِنِعْمَتِهٖٓ اِخْوَانًا (پ۴- رڪوع۲) | ۽ الله جي انهيءَ نعمت کي ياد ڪيو جو توهان دشمن هئا، هن توهان جي دلين کي جوڙيو ۽ ان جي مهربانيءَ سان توهان پاڻ ۾ ڀائر بنجي ويا. |

اڳتي فرمايو:

هُوَالَّذِيٓ اَيَّدَكَ بِنَصْرِهٖ وَبِالْمُؤْمِنِيْنَ وَاَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ لَوْ اَنْفَقْتَ مَا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا مَّآ اَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ اَلَّفَ بَيْنَهُمْ (پ١٠- سورة انفال)

الله اهو آهي جنهن پنهنجي نصرت سان تنهنجي ۽ مؤمنن جي مدد ڪئي ۽ انهن جي دلين ڪي جوڙيو جيڪڏهن تون جو ڪجهہ زمينن ۾ آهي اهو سڀ خرچ ڪري ڇڏيو ها تہ (ان جي باوجود) تون هنن جي دلين ۾ الفت نہ پيدا ڪري سگهين ها، اهو الله ئي آهي جنهن هنن ۾ اتحاد قائم ڪيو.

صحبت ۽ خدائي ڀائيچاري کي حضرت سعيد بن المسيب ۽ عبدالله بن المبارڪ وغيره جن پسند فرمايو آهي، صحبت جو فائدو اهو آهي تہ هيءَ باطن کي ڪولي ڇڏيندي آهي، ۽ انسان کي ان جي ذريعي مختلف حادثن ۽ واقعن جو علم حاصل ٿيندو آهي. چون ٿا تہ آفتن ۽ مصيبتن کان وڏيڪ باخبر اهوئي ٿي سگهي ٿو جنهن تي گهٽيون مصيبتون پيون هجن ان ڪري علم سان باطن مضبوط ٿو ٿئي ۽ مصيبتن سان صداقت مضبوط ٿي ويندي آهي ۽ انسان پنهنجي ايماني قوت جي ذريعي انهن کان نجات حاصل ٿو ڪري.

صحبت ۽ اخوت جي ذريعي نہ صرف همدرديءَ جو جذبو مضبوط ٿو ٿئي بلڪ دل جو لشڪر طاقت ور ٿيندو آهي ۽ روح هڪ ٻئي جي روحاني خوشبوءِ سنگهي آرام ۽ چين حاصل ڪندا آهن ۽ پنهنجي رفيق اعليٰ جي طرف گڏجي روانہ ٿيندا آهن. بظاهر انهن جو مثال آوازن سان ڏئي ٿو سگهجي تہ آواز ملي آسمان کي ڦاڙي ڇڏيندا آهن پر اڪيلو آواز تہ منزل مقصود تائين بہ نہ ٿو پهچي سگهي.

"حديث شريف ۾ آهي تہ مؤمن پنهنجي ڀاءُ سان گڏجي گهٽو ڪجهہ هوندو آهي"

الله تعاليٰ جل جلالہ انهن ماڻهن جو تذڪرو ڪندي جن جو ڪو دوست نہ هجي فرمايو:

فما للناس شافعين ولا صديق حميم (پ١٩- شعراءَ) || اسان جوکو سفارشي کونهي ۽ نہ کو همدرد دوست آهي.

حضرت عمر رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ "جڏهن توهان مان کير پنهنجي ڀاءُ جي طرف محبت سان ڏسي تہ ان کي مضبوطيءَ سان پڪڙي،ڇو تہ هيءَ محبت تمام گهڻ ماڻهن کي نصيب ٿيندي آهي.

ڪنهن شاعر ڪهڙو نہ خوب چيو آهي" جيڪڏهن توکي پنهنجي زماني ۾ صرف هڪڙو سچو دوست ملي وڃي تہ سمجهو تہ تنهنجو مقصد حاصل ٿي ويو، مگر هڪ دوست بہ ڪٿي ٿو ملي.

## باهمي محبت

الله تعاليٰ جل جلاله هڪ دفعي حضرت داؤد عليه السلام کي فرمايو اي داؤد! ڇا ڳالهہ آهي مان توکي گوشہ نشين ٿو ڏسان؟ هن چيو تہ اي خداوندڪريم! مون تنهنجي خاطر مخلوق کان نفرت اختيار ڪئي. ان تي خداوند ڪريم وحي نازل فرمايو تہ اي دائود! تون سجاڳ ۽ هوشيار رهي پنهنجي لاءِ دوست تلاش ڪر ۽ جيڪو دوست منهنجي رضامندي نہ گهري ان کي ڇڏي ڏي،ڇو تہ اهو دشمن آهي. هو تنهنجي دل کي سخت بنائي ڇڏيندو ۽ توکي مون کان پري ڪري ڇڏيندو" حديث ۾ بہ آيو آهي" توهان مان اهي ماڻهو خداوند ڪريم جا محبوب آهن، جيڪي ماڻهن سان محبت ڪن ٿا ۽ ٻيا ماڻهو بہ انهن سان محبت ڪن ٿا. چنانچہ هڪ مؤمن همدرد ۽ هر دلعزيز هوندو آهي.

## محبت ۽ عزلت

هن ۾ هڪ باريڪ نڪتو لڪل آهي تہ هن حديث جو مطلب اهو نہ آهي تہ جنهن اڪيلائي ۽ گوشہ نشيني اختيار ڪئي هجي، ان کان اهڙ خاصيت هلي ويندي آهي، يعني نہ تہ هو محبت ڪندو آهي ۽ نہ ماڻهو ان سان محبت ڪندا آهن، بلڪ رسول الله ﷺ جن هن ۾ فطري عادت جي طرف اشارو ڪيو آهي تہ جيڪي ماڻهو صلاحيت ۽ استعداد، عقل ۽

ايمان ۽ معرفت ۾ ڪامل ترين آهن انهن ۾ اهو فطري اخلاق بہ گهڻون مڪمل طريقي سان ملندو آهي بلڪ انهيءَ خصوصيت ۾انبيائنءِ اوليائن ڪي سڀ ڪان وڌيڪ حصو مليو آهي ۽ انهن سڀني ڪان وڌيڪ ڪامل اسان جا پيغمبر ﷺ هئا. پيغمبرن مان جيڪي گهڻي محبت ڪرڻ وارا هئا انهن جا پيروڪار بہ گهڻا هئا. جيئن تہ اسان جو پيغمبر ﷺ سڀني ڪان وڌيڪ مخلص محبت ڪندا هئا. ان ڪري سندن پيروي ڪندڙ بہ سڀني ڪان وڌيڪ ٿيا .چنانچہ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ توهان نڪاح ڪيو تہ توهان جي ڪثرت ٿيندي، ڇو تہ قيامت جي ڏينهن مان ٻين قومن تي انهيءَ ڪثرت جي ذريعي فخر ڪندس.

الله تعاليٰ جل شانہ بہ سندن ﷺ اخلاق حسنہ کي هن طرح بيان فرمايو آهي.

"جيڪڏهن تون بد خلق ۽ سنگدل هجين ها تہ اهي ماڻهو تو وٽان منتشر ٿي وڃن ها"

انهيءَ جي باوجود هيءَ حقيقت آهي تہ انهيءَ عالمگير محبت جي جذبات جي باوجود پاڻ ﷺ گوشہ نشيني اختيار ڪيائون،ڇو تہ جن ۾ هيءَ وصف جيتري قدر گهڻو مضبوط ۽ مڪمل هوندي اوترو گهڻو شروعءَ ۾ اڪيلائي اختيار ڪندو. انهيءَ ڪري ڪين شروعاتي زندگيءَ ۾ اڪيلائي پسند هئي ۽ غار حرا ۾ ڪيترين راتيون اڪيلائيءَ ۾ عبادت ڪندا هئا .لهاذا اڪيلائي محبت جي جذبن کي ختم نہ ٿي ڪري ۽ جن ماڻهن اهو خيال ڪيو تہ اڪيلائي انهيءَ جذبي کي ختم ٿي ڪري اهي مغالطي ۾ آهن انهن اڪيلائيءَ کي ترڪ ڪري هيءَ فضيلت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر اها انهن جي غلطي آهي.

انبيائن ۽ اوليائن جن ۾ محبت خلائق جو جذبو قوي هوندو آهي، اڪيلائيءَ کي اختيار ڪندا آهن انهيءَ ۾ اهو راز لڪل آهي جيئن اسان باب جي شروع ۾ بيان ڪيو، انسان ۾ قدرتي طور پنهنجي هم جنسن

جي طرف رغبت ملي ٿي جڏهن دانشورن کي انهيءَ ڳالهہ جو علم ٿيندو آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ انهن ۾ خلوت ۽ عزلت نشينيءَ جو شوق پيدا ڪندو آهي تہ جيئن هو عام معنيٰ ۾ پنهنجي هم جنسن جي طرف طبيعت جي ميلان سان پنهنجي نفس کي پاڪ ۽ صاف ڪن ۽ بلند همت طبعي رجحانن کي ڇڏي روحاني محبت جي طرف ترقي ڪن، جڏهن هو نفس جي صفائيءَ جو پورو حق ادا ڪندا آهن تہ روح ڀهريائين حقيقي محبت جي ما تحت پنهنجي هم جنسن جي طرف مائل ٿيندا آهن ۽ جڏهن خدا وند ڪريم انهن کي مخلوق جي طرف ٻيهر موڪليندو آهي تہ انهن جو ماڻهن سان ميل جول جو طريقو پاڪيزه ٿي ويندو آهي، بلڪ پاڪيزه نفس روحاني نورن سان روشن ٿي ويندا آهن ۽ ڪامل فطري محبت جو جذبو انهيءَ صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي تہ هو نہ صرف خداوند ڪريم جي بندن سان محبت ڪندا آهن.اهڙي طرح جيڪو شخص باهمي محبت جي اصول تي عمل ڪندڙ هجي، ان جي ويجهو اڪيلائي وڏي اهميت ٿي رکي.

هن مسئلي ۾ ڪن ماڻهن غلطي ڪئي آهي ۽ صحبت ۽ اڪيلائيءَ جي حقيقت کان واقف ٿيڻ ڪانسواءِ اڪيلائي کي ننديو آهي، حالانڪ اڪيلائي بہ پنهنجي مناسب وقت تي پسنديده آهي ۽ صحبت بہ پنهنجي مناسب وقت تي درست آهي، لهاذا انهيءَ ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ تہ جيڪو گوشہ نشيني اختيار ٿو ڪري اهو باهمي محبت جي اصول تي عمل ڪندڙ آهي، سيني کان وڏيڪ ۽ وڏو دليل حضرت محمد بن الحنفيہ جو هي قول آهي.

" اهو شخص عقلمند نہ آهي، جيڪو ڪنهن اهڙي شخص سان جنهن سان گڏجي رهڻ هن جي لاءِ ضروري هجي ان وقت تائين نباهہ نہ ڪري جيستائين خدا تعاليٰ جل شانہ ان کان ڇوٽڪاري جي ڪا بہ صورت نہ ڪڍي"

## همدرد دوست

بشر بن حارث رحمـةَ الله عليه جن فرمائيندا هئا" جڏهن حق جو بندو اطاعت ۾ ڪوتاهي ڪري تہ الله تعاليٰ جل شانہ ان ڪان هن جو همدرد ڪسي وٺندو آهي،لهاذا الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي مهربانيءَ سان پنهنجي مخلص بندن ڪي فوري طور تي ثواب ڏيڻ لاءِ مخلص ۽ همدرد دوست مهيا ڪندو آهي، اهڙو مونس ۽ همدرد دوست بہ ان ڪي فيض پهچائيندو آهي، جيئن مشائخ جو ڪم آهي ۽ ڪڏهن پاڻ ان ڪان فيض حاصل ڪندو آهي،جيئن مريدن جو طريقو آهي.

صحيح خلوت نشين ڪي مونس ۽ همدرد دوست ڪان سواءِ نہ رکيو ويندو آهي، جيڪڏهن هو پنهنجي ڪم ۾ ڪوتاهي ڪندو هجي، تہ الله تعاليٰ جل شانہ اهڙي شخص ڪي همدرد بنائي موڪليندو آهي ۽ جيڪو هن جي روحانيت جي تڪميل ڪري ۽ جيڪڏهن ان ۾ ڪوتاهي ناهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ مريدن مان ڪنهن ڪي ان جو مونس بنائيندو آهي. هيءَ محبت عام قسم جي محبت نہ هوندي آهي، بلڪ خداوند ڪريم جي طرف ڪان محض خداءِ عظيم جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ قائم ٿيندي آهي.

## هڪ ٻئي سان محبت جي فضيلت

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جن روايت ٿا ڪن تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهي ماڻهو جيڪي صرف خداوند ڪريم جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪندا آهن (قيامت جي ڏينهن) ڳاڙهن ياقوت جي ٿنين تي هوندا ۽ انهن ٿنين تي ستر هزار بالاخانا هوندا. اهي اهل بهشت ڪي ڏسندا ۽ انهن جو حسن وجمال بهشت وارن جي سامهون اهڙو چمڪندو جيئن دنيا وارن تي سج چمڪندو آهي، چنانچہ جنت وارا چوندا تہ" اسان ڪي وٺي هلو تہ جيئن اسين انهن ماڻهن ڪي ڏسون جيڪي صرف خداوند ڪريم جي لاءِ هڪ ٻئي سان

محبت ڪندا آهن" جڏهن هو اهل جنت ڏي ڏسندا ته بهشت وارن تي انهن جو حسن وجمال اهڙو روشن هوندو جيئن سج اهل دنيا تي چمڪندو آهي، هو ساوا ريشم جا ڪپڙا پاتل هوندا ۽ انهن جي پيشانيءَ تي لکيل هوندو ته هي ماڻهو خداءِ عز وجل جي لاءِ پاڻ ۾ محبت ڪندا هئا".

حضرت ابو ادريس الخولانيءَ حضرت معاذ کي فرمايو ته مان توسان خداوندڪريم جي واسطي محبت ٿو رکان، هنن فرمايو ته توکي خوش خبري ۽ بشارت هجي،ڇوته مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تهڪجهه ماڻهن لاءِ قيامت جي ڏينهن عرش جي چوڌاري ڪرسيون رکيون وينديون، انهن جا منهن چوڏهين رات جي چنڊ وانگر هوندا ان وقت ماڻهو پريشان هوندا، پر هنن تي پريشانيءَ جو ڪو به اثر نه هوندو، ماڻهن تي خوف ۽ هراس طاري هوندو، پر هو بلڪل نه ڊڄندا، هي اولياءُالله آهن جن کي نه خوف هوندوءِ نه ڪو رنج،ماڻهو پڇندا ته هي ڪير آهن؟ فرمايو ويندو ته هي اهي ماڻهو آهن جيڪي خداءِ بزرگ وبرتر جي لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪندا هئا"

حضرت عبادة بن الصامت رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته پاڻ ﷺ جن فرمايو ته" خداءِ بزرگ وبرتر فرمائي ٿو ته منهنجي محبت انهن جي لاءِ هوندي جيڪي منهنجي لاءِ هڪ ٻئي سان محبت رکندا آهن، منهنجي لاءِ هڪ ٻئي سان ملاقات ڪندا آهن، منهنجي لاءِ هڪ ٻئي تي مال خرچ ڪندا ۽ صدقو ڏيندا آهن"

حضرت سعيد بن المسيب رضي الله عنه جن جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڇا مان توهان کي اهو عمل نه ٻڌايان جيڪو گهٽين نمازن پڙهڻ ۽ صدقو ڏيڻ کان بهتر آهي؟ هنن عرض ڪيو ته "اهو ڪهڙو آهي"؟ فرمايائون ته اهو (عمل) ٻن شخصن جي وچ ۾ صلح ڪرائڻ آهي،توهان بغض ۽ دشمنيءَ کان بچو، ڇوته اها دين کي خراب ڪري ٿي ڇڏي.

حضرت ابو مسلم رضي الله عنه جن فرمائن ٿا تہ مون حضرت ابوهريره رضي الله جن کي هڪ حديث بيان ڪندي ٻڌو آهي جنهن ۾ بغض ۽ عداوت کان ڊيڄاريو ويو آهي،اهو هي آهي تہ ڪو خلوت نشين ماڻهن کان نفرت ۽ بدگماني ڪري انهن کان ڪناره ڪش نہ ٿي وڃي،ڇو تہ اها سخت غلطي آهي، پر جيڪو شخص نفس ۽ ان جي آفتن کان بچڻ ۽ مخلوق کي پنهنجي برائيءَ کان بچائڻ لاءِ گوشہ نشين ٿي وڃي تہ اهو شخص (حديث جي) هن تنبيهہ جي تحت نہ ٿو اچي.

متين حديث ۾ حالقہ جو لفظ آهي، ان جي معنيٰ هيءَ آهي تہ بغض دين کي خراب ڪندو آهي، ڇو تہ اهڙو شخص مومن بندن ۽ مسلمانن کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسندو آهي.

حضرت خالد بن معدان فرمائن ٿا تہ" الله تعاليٰ جل شانه جو هڪ فرشتو اهڙو آهي، جنهن جو اڌ حصو باهہ جو آهي ۽ اڌ حصو برف جو آهي، ان جي دعا آهي تہ اي الله جهڙي طرح تو برف ۽ باهہ کي ملائي ڇڏيو آهي، جو نہ تہ برف باهہ کي وسائي ٿي سگهي ۽ نہ باهہ برف کي پگهرائي ٿي سگهي، اهڙي طرح تون پنهنجي نيڪ بندن جي دلين ۾ الفت پيدا ڪر"

## نيڪ بندن جي صحبت

نيڪ بندن جي دلين ۾ الفت ۽محبت ڪيئن نہ ٿي ٿي سگهي، جڏهن جو رسول الله ﷺ جن پنهنجي مبارڪ ترين وقت ۾ انهن کي قاب قوسين جي معزز مقام تي ڏنو. هي اهڙو وقت هو جو ڪنهن بہ شيءِ جي گنجائش نہ ٿي ٿي سگهي،ان جي باوجود نيڪ ٻانها پنهنجي لطيف حال جي بنياد تي اتي موجود هئا ان وقت پاڻ ﷺ فرمايو هئائون تہ:

السلام علينا وعليٰ عبادالله الصالحين- لهاذا نيڪ ٻانها چاهي ظاهري طرح متفرق هجن، پر روحاني طور تي گڏ آهن، انهن جي صحبت لازمي آهي ۽ دنيا ۽ آخرت کي ملائڻ ۾ انهن جون ڪوششون يقيني

آهن.

حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ جيڪڏهن ڪو شخص ڏينهن ۾ روزو رکي ۽ سڄي رات نماز پڙهي صدقو ۽ خيرات ڪري ۽ جهاد ڪري مگر الله جل جلالہ جي لاءِ نہ هو محبت رکندو هجي ۽ نہ ان جي خاطر ڪنهن سان دشمني رکندو هجي تہ ان جي انهن ڪمن جو ڪو فائدو ڪونهي"

شيخ ابوبڪر التلمساني فرمائي ٿو تہ الله رب العزت جي صحبت اختيار ڪيو جيڪڏهن توکي ان جي طاقت نہ آهي تہ انهن ماڻهن جي صحبت ۾ رهو، جيڪي الله تعالىٰ جل شانہ جي صحِبت ۾ رهن ٿا تہ جيئن انهن جي صحبت جي برڪت توکي الله جل شانہ جي صحبت ۾ پهچائي ڇڏي"

شيخ علي بن سهل فرمائي ٿو تہ" الله رب العزت سان محبت هيءَ آهي تہ تون مخلوق کان الڳ رهہ مگر اولياءالله کان الڳ نہ رهہ،ڇو تہ اولياءالله سان محبت الله جل شانہ سان محبت آهي،هڪ شاعر نظم ۾ صحبت ۽ اڪيلائيءَ جي مفهوم ۽ ان جي فائدن ۽ نقصانن کي هن طرح بيان ڪيو آهي.

| | |
|---|---|
| وحدة الانسان خير من جليس السوءِ عنده | (١) انسان جو اڪيلو رهڻ ان کان بهتر آهي جو ڪو برو ساٿي هن وٽ رهي. |
| وجليس الخير خير من قعود المرءِ وحده | (٢) ۽ نيڪ ساٿيءَ وٽ ويهڻ ان کان بهتر آهي جو انسان اڪيلو ويٺو رهي. |

باب ٥٤

# صحبت ۽ اخوت جا حق

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه جو ارشاد آهي ته"نيڪي ۽ تقويٰ ۾ تعاون ڪريو" وڏيڪ فرمايو ويو ته" هو هڪ ٻئي ڪي حق چوڻ ۽ رحم ڪرڻ جي هدايت فرمائن ٿا" ۽ اصحابن سڳورن جي تعريف ۾ فرمايو ويو ته" هو ڪافرن تي سخت آهن ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان رحم ۽ همدردي ڪندا آهن".

مٿين آيتن سان خداءِ عظيم جي طرف کان بندن کي صحبت جي حقن کان آگاهه ڪيو ويو آهي. ان ڪري جيڪو ڪنهن جي صحبت اختيار ڪري يا ان کي پنهنجو روحاني ڀاءُ بنائي ته ان جو سڀ کان پهريون ڪم هي آهي ته ٻئي گڏجي نيازمنديءَ سان خدا وند ڪريم کان دعا گهرن ۽ ان کان دوستي ۽ صحبت ۾ برڪت جا طلبگار ٿين. اهڙي طرح خداوند ڪريم انهن لاءِ جنت يا دوزخ جو دروازو کوليندو. جيڪڏهن هنن ٻنهين جي صحبت ۾ خير ۽ برڪت ٿي ته اهو بهشت جو دروازو آهي، جيئن الله تعاليٰ جل شانه جو ارشاد آهي ته"انهيءَ ڏينهن (قيامت جي ڏينهن) پرهيزگارن کانسواءِ هر هڪ ٻئي جو دشمن هوندو"

چون ٿا ته (قيامت جي ڏينهن) هڪ روحاني ڀاءُ کي چيو ويندو ته تون بهشت ۾ داخل ٿيءُ ان وقت هو پنهنجي ڀاءُ جي متعلق معلومات ڪندو جيڪڏهن هو گهٽ درجي تي هوندو ته هو جنت ۾ ان وقت تائين داخل نه ٿيندو جيستائين ان جي ڀاءُ کي ان جيترو درجو نه ڏنو ويندو. جڏهن ان کي چيو ويندو ته هن جا عمل تو جهڙا نه هئا، ته هو چوندو ته مان پنهنجيءَ هن جي لاءِ عمل ڪندو هئس، لهاذا جيڪي هو گهرندو ان

ڪي ملندو ۽ آخرڪار نہ صرف ھن جو درجو بلند ٿيندو بلڪ ھن جي روحاني پاءُ جو بہ درجو بلند ٿيندو.

## بري صحبت

جيڪڏھن ھنن ہنھين جي صحبت مان برائي ظاھر ٿي تہ اھو دوزخ جو دروازو ھوندو، چنانچہ الله تعاليٰ جل شانہ جو ارشاد آھي تہ" انھيءَ ڏينھن ظالم پنھنجي ھٿن کي ڏندن سان چڪيندو ۽ چوندو تہ ڪاش رسول الله ﷺ جن جي طرف منھنجو رستو ھجي ھا افسوس! جو مان فلاڻي شخص کي دوست نہ بنايان ھا"

ھيءَ آيت اگرچہ مشھور واقعي ۾ نازل ٿي آھي،پر الله جل شانہ ھن جي ذريعي پنھنجي بندي کي خبردار ڪيو آھي تہ ھو ھر انھيءَ دوست کان پري رھي، جيڪو الله جل شانہ کان پري ڪري.

نيت ۽ چڱي طرح جاچ ڪرڻ کان سواءِ اتفاقاً ڪنھن جي صحبت ۽ دوستي اختيار ڪرڻ غافل ۽ جاھل نادانن جو شيوو آھي، جيڪي ڪمن جي نيت ۽ مقصدن ۽ ان جي نفعي نقصان کان واقف نہ ٿا ٿين، چنانچہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنہ جن جو قول آھي تہ" انسانن کي ہيا ماڻھو ئي خراب ڪندا آھن"

## صحبت ۾ احتياط

صحبت مان بگڙڻ جو انديشو بہ آھي ۽ سڌرڻ جي توقع بہ آھي، جڏھن اھو حال ھجي تہ پوءِ شروع کان ئي احتياط جي ضرورت آھي، بلڪ دوست جو صحيح انتخاب ڪري الله تعاليٰ جل شانہ کان بار بار دعا گھري وجي ۽ نہ صرف خير وبرڪت طلب ڪئي وجي بلڪ نماز استخارہ بہ پڙھي وجي.

جيئن تہ صحبت ۽ اخوت اختيار ڪرڻ بہ ھڪ عمل آھي ان ڪري ھر عمل وانگر ھن لاءِ بہ حسن نيت ۽ حسن انجام جي ضرورت آھي، رسول الله ﷺ جن ھڪ طويل حديث ۾ ھي فرمايو تہ ست ماڻھو

اهڙا آهن جيڪي الله تعاليٰ جل شانه جي پاڇي ۾ هوندا انهن مان ٻه ماڻهو اهڙا هوندا جيڪي الله تعاليٰ جل شانه جي لاءِ ئي زندگي ڀر هڪ ٻئي سان محبت ڪندا رهيا ۽ انهيءَ حالت ۾ انهن کي موت آيو.

هن حديث ۾ هن شيءِ ڏي اشارو آهي ته اخوت ۽ محبت جو اهو شرط آهي ته ان جو انجام بخير ٿيندو ۽ ٻنهين لاءِ اخوت جو ثواب لکيو وڃي ۽ جڏهن ڀائي چاري جا حق ضايع ڪري انهن کي بگاڙيو وڃي ته هي عمل شروع کان ئي خراب رهندو.

چوندا آهن ته جيڪڏهن ڪي ٻه ماڻهو ڪنهن نيڪ ڪم ۾ تعاون ڪن ته شيطان انهن تي ايتري قدر حسد نه ٿو ڪري جيترو ان ڪي انهن ٻن ماڻهن تي حسد ٿيندو آهي، جيڪي روحاني ڀائر بنجي هڪ ٻئي سان محبت ڪندا آهن، ڇو ته هو ۽ ان جو قبيلو انتهائي ڪوشش انهيءَ ڳالهه جي ڪندا آهن ته هنن ٻنهين جي وچ ۾ بگاڙ پيدا ڪن.

## روحاني محبت

شيخ فضيل رحمت الله عليه فرمائي ٿو ته جڏهن غيبت شروع ٿي وڃي ته پوءِ اخوت جو خاتمو ٿي ويندو آهي، هن جو سبب هي آهي ته روحاني اخوت آمهون سامهون ٿيندي آهي، جيئن ارشاد خداوندي آهي ته هو ڀائر بنجي تخت تي آمهون سامهون هوندا. پر جيڪڏهن ڪير ڪنهن جي خلاف رنجش رکي ۽ جڏهن هن جي ڪا ڳالهه بري لڳي ته ان جو اظهار ڪري ان جو پاڻ ازالو نه ڪيو وڃي يا ان کان ان جو ازالو ڪرايو وڃي ته ان جو مطلب هي آهي ته هي آمهون سامهون جي بيلاگ دوستي نه بلڪ روگرداني آهي.

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته جيڪڏهن ڪي ٻه ماڻهو سچا روحاني ڀائر بنجي وڃن، پوءِ بعد ۾ ڪو هڪ ٻئي کان نفرت ڪري ته ضرور ڪنهن نه ڪنهن ۾ ڪا خامي آهي،ڇو ته روحاني دوستي صاف ۽ شيرين پاڻيءَ کان به وڌيڪ پاڪيزه تر آهي ۽

جيڪو ڪم خداوند ڪريم جي لاءِ هوندو آهي،ان ۾ خداوند ڪريم صفائي پيدا ڪندو آهي جيڪوڪم صاف هجي اهو هميشہ باقي رهندو آهي. پر دائمي ۽ سچي ۽ محبت جو اصول هي آهي تہ باهمي مخالفت نہ هجي جيئن رسول الله ﷺ جن فرمايو توهان پنهنجي ڀاءُ سان جهيڙو نہ ڪيو، نہ مذاق ڪيو ۽ نہ ان سان ڪو اهڙو واعدو ڪيو، جيڪو پورو ڪري نہ سگهو"

شيخ ابو سعيد الخراز فرمائن ٿا تہ مان پنجاھ سال صوفين جي صحبت ۾ رهيس، انهيءَ عرصي ۾ منهنجي ۽ هنن جي وچ ۾ ڪو اختلاف نہ ٿيو، هنن ڪان پڇيو ويو تہ اهو ڪيئن ممڪن ٿيو؟ هنن جواب ڏنو تہ ان جو سبب اهو هو تہ انهن جي صحبت ۾ هميشہ پنهنجي نفس تي غالب رهيس"

شيخ عبدالله بن الجلاءِ رحمۃ الله عليه جن ڪان ڪنهن ماڻهو پڇيو تہ مان ڪهڙي شرط تي مخلوق جي صحبت ۾ رهان؟ فرمايائون تہ جيڪڏهن تون هنن سان نيڪي نہ ٿو ڪري سگهين تہ انهن کي تڪليف بہ نہ ڏي، ۽ جيڪڏهن انهن کي خوش نہ ٿو ڪري سگهين تہ انهن سان برائي بہ نہ ڪر" وڌيڪ فرمايائون تہ" پنهنجي ڀاءُ جي محبت ۽ دوستيءَ مان فائدو وٺي هن جي حق تلفي نہ ڪر، ڇو تہ الله تعاليٰ جل شانہ هر مومن جا حق مقرر فرمايا آهن لهاذا انهن جي حق تلفي اهوئي ڪري ٿو سگهي جيڪو الله جل شانہ جي حق تلفي ڪندو هجي"

## خير جو ذڪر

هڪڙو صحبت جو حق هي بہ آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن دوست سان قطع تعلق ٿي وڃي تہ ان ڪان پوءِ بہ هو پنهنجي ڀاءُ جو ذڪر خير ڪري. چون ٿا تہ هڪ بزرگ جي هڪ زال هئي. جنهن جي ناپسنديده ڳالهين جو ان کي علم هو پر جڏهن بہ ماڻهو انهيءَ باري ۾ پڇندا هئا تہ اهوئي فرمائيندا هئا تہ " مرد جي لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ هو پنهنجي

زال جي باري ۾ خير جو ذڪر ڪري". ڪجهه عرصي ڪان پوءِ پاڻ هن ڪي طلاق ڏئي ڇڏيائون ان ڪان پوءِ جڏهن انهن ڪان پڇيو ويو ته فرمايائون ته هاڻي اها عورت مون ڪان الڳ ٿي وئي آهي ۽ منهنجو هن سان ڪو تعلق ڪو نه رهيو ته هاڻي مان ان جو ڪهڙو ذڪر ڪيان "

## قطع تعلق ۽ بغض

هي درحقيقت اخلاق خداونديءَ جو اتباع آهي،ڇو ته حق سبحانه وتعاليٰ جل شانه سٺين ڳالهين کي ظاهر ٿو فرمائي ۽ خراب (برين) ڳالهين کي لڪائي ٿو، بهرحال انهيءَ مسئلي ۾ اختلاف آهي ته جيڪڏهن ڪنهن سان قطع تعلق ٿي وڃي ته ڇا انهيءَ ماڻهوءَ سان بغض رکجي يا نه؟ حضرت ابو ذر رضي الله عنه فرمائن ٿا ته" جڏهن منهنجو دوست پنهنجي پراڻي حالت کي بدلائي ڇڏي ته مان ان سان اهڙي طرح بغض رکندس، جيئن اڳي محبت ڪندو هئس".

ٻيا صاحب فرمائن ٿا ته" ڪنهن دوست جي صحبت ۾ رهڻ ڪان پوءِ ان سان ذاتي بغض نه رکڻ گهرجي، البت ان جي عمل سان نفرت ڪئي وڃي، جيئن الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي نبي ﷺ جن کي فرمائي ٿو ته جيڪڏهن هو تنهنجي نافرمائي ڪن ته چئي ڇڏيو ته مان توهان جي ڪمن ڪان بيزار آهيان، (مٿينءَ آيت ۾) اهو ڪو نه چيو ويو ته مان تنهنجي ذات ڪان بيزار آهيان"

چون ٿا ته هڪ نوجوان حضرت ابو درداءِ رضي الله عنه جن جي محفل ۾ ويهندو هو جنهن کي حضرت ابو درداءِ رضي الله عنه ٻين تي ترجيح ڏيندا هئا، اتفاق سان اهو نوجوان ڪنهن ڪبيري گناهه ۾ مبتلا ٿي پيو ۽ ان جي خبر حضرت ابودرداءِ رضي الله تعاليٰ عنه تائين پهچي وئي ته ماڻهو چوڻ لڳا ته ڪاش توهان هن کي الڳ ڪري ڇڏي ڏيو ها" پاڻ رضي الله عنه فرمايائون ته" سبحان الله ڇا ڪنهن دوست کي به ڪنهن ڳالهه تي ڇڏي سگهبو آهي؟

چيو وڃي ٿو تہ دوستي بہ اهڙو رشتو آهي جيئن رت جو رشتو هوندو آهي، هڪ عقلمند کان پڇيو ويو تہ توکي سڀ کان وڌيڪ ڪير پسند آهي، تنهنجو ڀاءُ يا دوست؟ هن جواب ڏنو تہ جيڪڏهن منهنجو ڀاءُ منهنجو دوست بڻجي وڃي تہ مان ان کي پسند ڪندس"

## لغزش جي معافي

راءِ جو هي اختلاف اهڙي صورت ۾ آهي جڏهن (دوست سان) ظاهري ۽ باطني ٻنهي طرح جدائي ٿي وڃي،ٻي صورت هيءَ آهي تہ ظاهري جدائي ٿي وڃي ۽ باطني تعلق قائم رهي، هن معاملي ۾ تفصيل کان سواءِ ڪلي طور فيصلو نہ ٿو ڪري سگهجي،مختلف شخصن جي مختلف حالتن کي ڏسي فيصلو ڪري ٿو سگهجي، ڪي ماڻهو اهڙا هوندا آهن جن جي تبديلي اهڙي صورت ۾ نمودار ٿيندي آهي، جڏهن هو خداوند ڪريم جي رستي کان هٽي ويندا آهن ۽ انهن جي اڳيان برائي ظاهر ٿي پوندي آهي، اهڙن ماڻهن سان بغض رکڻ ضروري آهي. ڪي ماڻهون اهڙا آهن جن کان اتفاقاً ڪا لغزش ٿي وئي هجي، يا غفلت ۽ ڪوتاهي واقع ٿي وئي هجي پر انهن جي اصلاح جي توقع هجي تہ اهڙن ماڻهن سان بغض نہ رکڻ گهرجي، ان جي باوجود موجوده حالت ۽ انهن جي عمل کان نفرت ڪئي وڃي، پر خود انهن کي محبت جي نگاهہ سان ڏسجي بلڪ انهن جي نجات ۽ اصلاح جي اميد رکي وڃي.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جڏهن ماڻهن انهيءَ شخص سان بدڪلامي ڪئي جنهن بدڪاري ڪئي هئي تہ پاڻ ﷺ انهن کي خاموش ڪري تنبيهہ ڪئي ۽ فرمايو هو تہ" توهان پنهنجي ڀاءُ جي برخلاف شيطان جا مددگار نہ بڻجو"

حضرت ابراهيم الغني رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ " جيڪڏهن توهان جو روحاني ڀاءُ ڪو گناهہ ڪري تہ ان جي گناهہ جي ڪري توهان هن سان قطع تعلق نہ ڪيو ۽ نہ ان کي ڇڏي ڏيو، ڇو تہ

جيڪڏهن اڄ گناهہ ڪيو اٿس تہ سياڻي ان کي ڇڏي بہ سگهي ٿو"

حديث شريف ۾ آهي تہ"توهان عالم جي لغزش کان بچو،پر ان کي نہ ڇڏيو بلڪ هن جي توبهہ جو انتظار ڪريو"

روايت آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه جن ڪنهن کي پنهنجو ڀاءُ بنايو، جڏهن پاڻ رضي الله عنه شام جي طرف روانا ٿيا تہ ڪنهن اچڻ واري کان پڇيائون تہ منهنجي ڀاءُ جو ڇا حال آهي؟ هن چيو تہ" هو شيطان جو ڀاءُ آهي" پاڻ فرمايائون تہ خاموش رهہ، هن چيو تہ هو وڏن گناهن ۾ ڦاسجي ويو آهي ايتريقدر جو شراب نوشيءَ ۾ بہ مبتلا آهي.

پاڻ فرمايائون تہ جڏهن تون واپس وڃڻ لڳين تہ مون کي اطلاع ڏي ان کان پوءِ پاڻ هي لکيائون.

حٰمٓ تَنْزِيْلُ الْكِتَابِ مِنَ اللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْعَلِيْمِ غَافِرِ الذَّنْبِ وَقَابِلِ التَّوْبِ شَدِيْدِ الْعِقَابِ (پ٢٤- مومن)

هي ڪتاب (قرآن مجيد) عزت واري ۽ ڄاڻڻ واري خدا طرفان نازل ڪيل آهي، جيڪو گناهن کي معاف ڪندو ۽ توبہ کي قبول ڪندو آهي، مگر سخت سزا ڏيڻ وارو بہ آهي.

ان کان پوءِ انهن گهڻو گهڻ وڌ چيو ۽ ملامت ڪئي، جڏهن هن هي خط پڙهيو تہ چيائين تہ الله جل شانه سچ ٿو فرمائي ۽ حضرت عمر رضي الله عنه خير خواهي ڪئي" آخر توبہ ڪري هو گناهن کان باز آيو"

## اخوت جا حق ۽ شرط

روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حضرت ابن عمر کي ساڄي ڪاڇي منهن ڦيرائيندي ڏٺو ۽ ان جو سبب پڇيائون، هن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ مون هڪ ماڻهو کي ڀاءُ بنايو هو مگر اهو نظر نہ ٿو اچي ان کي تلاش ڪري رهيو آهيان، پاڻ ﷺ فرمايو تہ اي عبدالله جڏهن تون ڪنهن کي ڀاءُ بنائين تہ ان جو ان جي پيءُ جو نالو ۽ ان جو گهر پڇندو

ڪر، جيڪڏهن بيمار هجي ته ان جي عيادت ڪر ۽ جيڪڏهن ڪم ۾ مشغول هجي ته ان جي مدد ڪر" حضرت ابن عباس رضي الله عنه فرمائن ٿا ته جيڪو ڪنهن مجلس ۾ ٽي دفعا ڪنهن ضرورت ڪانسواءِ اچڻ وڃڻ ڪي جاري رکي ته مون کي دنيا ۾ ئي ان جو ثواب معلوم ٿي ويندو آهي"

حضرت سعد بن العاص رضي الله عنه فرمائن ٿا ته"منهنجي ساٿيءَ جا مون تي ٽي حق آهن جڏهن ويجهو اچي ته ان جو خير مقدم ڪيان جڏهن ڳالهائي ته مان ان ڏي متوجه رهان ۽ جڏهن ويهي ته مان ان جي لاءِ (سنڌي جاءِ جي) گنجائش ڪيان.

الله جل شانه جي لاءِ خالص محبت جي نشاني هيءَ آهي ته ان ۾ دنياوي غرض ۽ احسان جو شڪ به نه هجي، ڇوته جيڪا محبت غرض سان هوندي آهي اها غرض پوري ٿيڻ کان پوءِ ختم ٿي ويندي آهي ۽ جنهن دوستيءَ ۾ ڪو به غرض نه هجي اهائي دوستي پائيدار رهندي آهي مخلصانه محبت جو هڪ شرط هي آهي ته روحاني ڀاءُ دين ۽ دنيا جي هر ممڪن شيءِ کي پنهنجي ڀاءُ تي قربان ڪري ڇڏي جيئن خداوند تعالىٰ (انصار جي باري ۾) فرمايو ته"اهي ماڻهو مهاجرن سان محبت ٿا ڪن ۽ جيڪي ڪجهه هنن کي ڏنو وڃي ان تي پنهنجي سينن ۾ ڪدورت نه ٿا پيدا ڪن ۽ پنهنجو پاڻ تي ايثار ٿا ڪن چاهي بکيائي ڇو نه هجن" ان جو مطلب اهو آهي ته پنهنجي ڀائرن جي مال تي حسد نه ٿا ڪن، هي به وصفون اهڙيون آهن جن سان پاڪيزه محبت جي تڪميل ٿئي ٿي ڀريون اها ته دين ۽ دنيا جي ڪنهن به شيءِ تي حسد جو جذبو باقي نه رهي بيو مقدر جي مطابق ايثار ڪيو وڃي.

حديث شريف ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "انسان پنهنجي دوست جي مذهب تي هلندو آهي، پر توهان جي لاءِ انهيءَ دوست جي صحبت ۾ ڪا ڀلائي ڪانهي جيڪو توهان جو اهڙوئي خيال نه رکي جهڙو

هو پنهنجي ذات جو خيال رکندو هجي"

حضرت ابومعاويہ الاسود فرمائيندا هئا تہ "منهنجا سڀ ڀائر مون کان بهتر آهن" ماڻهن پڇيو تہ اهو ڪيئن ممڪن آهي؟ فرمايائون تہ انهن مان هر هڪ مون کي پنهنجي ذات کان افضل سمجهندو آهي ۽ جيڪو مون کي پنهنجي ذات کان افضل سمجهي اهو مون کان بهتر آهي. هڪ شاعر انهن خيالن کي هن طرح نظم جي صورت ۾ آندو آهي، (ترجمو)

(١) توهين ان شخص جي تواضع ڪيو جيڪو توهان جي تواضع کي بيوقوفي نہ بلڪ تنهنجي فضيلت سمجهندو هجي.

(٢)۽ انهيءَ ماڻهو کان ڪناره ڪشي ڪيو جيڪو هميشہ پنهنجي دوستن تي پنهنجي وڏائي ڏيکاريندو هجي.

باب ٥٥

# صحبت ۽ اخوت جا طور طريقا ۽ حق

شيخ ابو حفص رحمت الله عليه جن کان جڏهن درويشن جي صحبت جا ڏانو پڇيا ويا تہ فرمايائون تہ صحبت جا سهڻا طور طريقا هي آهن:

(١) مشائخ جي عزت ڪرڻ (٢) روحاني ڀائرن سان چڱي طرح رهڻ (٣) ننڍن کي نصيحت ڪرڻ (۴) جيڪو انهن جي جماعت ۾ نہ هجي انهن جي صحبت ترڪ ڪرڻ (٥) ايثار کي اختيار ڪرڻ (٦) ذخيري اندوزيءَ کان ڪناره ڪشي ڪرڻ (٧) دين ۽ دنيا جي ڪمن ۾ تعاون ڪرڻ

درويشن جي صحبت جو هڪ اصول اهو بہ آهي تہ روحاني ڀائرن جي لغزشن کي درگذر ڪيو وڃي، جن ڳالهين ۾ نصيحت جي ضرورت هجي تہ ان جي نصيحت ڪئي وڃي ۽ پنهنجي ساٿيءَ جي عيب کي ٻين کان لڪايو وڃي پر ان کي ان جي عيبن کان آگاهہ ڪيو وڃي.

حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ” الله ان ماڻهوءَ تي رحم ڪري جيڪو منهنجي عيبن کان مون کي مطلع ڪري“ هن ۾ هن شخص جي لاءِ مڪمل ڀلائي آهي جيڪو ڪنهن کي ان جي عيبن کان آگاهہ ڪري.

شيخ جعفر بن برقان رحمت الله عليه فرمائن ٿا تہ” مون کي ميمون بن مهران فرمايو تہ”منهنجي سامهون اهي ڳالهيون چئو جيڪي

مان ناپسند ڪندو هجان،ڇو تہ ڪير بہ پنهنجي ياءُ جو خيرخواهہ ان وقت تائين نہ ٿو ٿي سگهي جيستائين هو هن جي روبرو اهي ڳالهيون نہ ڪري جيڪي هن کي ناپسند هجن"

سچائيءَ کي پسند ڪندڙ انسان سچن انسانن کي پسند ڪندو آهي ۽ ڪوڙو شخص نصيحت ڪرڻ وارن کي ناپسند ڪندو آهي، جيئن خداوندتعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ"توهان نصيحت ڪرڻ وارن کي پسند نہ ٿا ڪيو" نصيحت اها آهي جيڪا لڪل هجي"

## خدمت خلق

هي بہ صوفين جي طور طريقن ۾ شامل آهي تہ روحاني ڀائرن جي خدمت جي لاءِ تيار رهڻ گهرجي ۽ انهن جي طرف کان تڪليف برداشت ڪئي وڃي اهڙي طرح درويش جو اصل جوهر ظاهر ٿو ٿئي، روايت آهي تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه بن الخطاب جن حضرت عباس رضي الله عنه بن عبدالمطلب جي گهر جي نيساري کي ڪڍي ڇڏڻ جو حڪم ڏنو جيڪو صفا ۽مروه جي وچ واري رستي تي هو، حضرت عباس رضي الله عنه کين فرمايو تہ توهان انهيءَ شيءِ کي ڪڍرائي ڇڏيو جنهن کي رسول الله ﷺ جن پنهنجي هٿن سان لڳايو هو، ان تي حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو تہ اها ڳالهہ آهي تہ پوءِ تنهنجو دوست ئي ان کي سندس اصلي حالت ۾ آڻيندو ۽ عمر جي ڪلهي کانسواءِ بي ڪا شيءِ تنهنجي ڏاڪڻ نہ هوندي" اهو چئي حضرت عمر رضي الله عنه کين پنهنجي ڪلهن تي بيهاريو ۽ ان کي ٻيهر ساڳي طرح ٺاهي ڇڏيو.

## عام ملڪيت

صوفياءِ ڪرام جو هڪ اصول هي بہ آهي تہ هو پنهنجو پاڻ کي ڪنهن شيءِ جا مخصوص مالڪ نہ سمجهندا آهن حضرت ؛راهيم بن شيبان رحمت الله عليه فرمائن ٿا تہ" اسين ان جي صحبت ۾ نہ وهنداسين

جيڪو چوندو ته هيءَ منهنجي جتي آهي" شيخ احمد بن القلاسي رحمه الله عليه جن چيو ته"مان بصري ۾ درويشن جي هڪ جماعت سان رهندو هئس ۽ هو منهنجي بيحد عزت ڪندا هئا، هڪڙي ڏينهن منهنجي زبان مان نڪري ويو ته منهنجي گوڏ ڪاٿي آهي (هنن لفظن جي چوڻ سان) مان هنن جي نظرن ۾ ڪري پيس"

حضرت ابراهيم بن ادم رحمة الله عليه جن جي صحبت ۾ جڏهن ڪير وهندو هو ته پاڻ ان جي سامهون ٽي شرط پيش ڪندا هئا (١) خدمت ۽ (٢) بانگ ڏيڻ منهنجي ذمي هوندي (٣) دنيا جي جيڪا به شيءِ ان ڪي حاصل ٿيندي ان ۾ سندن تصرف ۽ استعمال اهڙوئي هوندو جهڙو خود ان جو هوندو، ان تي سندن هڪ ساٿيءَ چيو ته اهو منهنجي لاءِ ممڪن نه آهي، پاڻ فرمايائون ته مون ڪي تنهنجي سچائي گهڻو پسند آئي.

حضرت ابراهيم بن ادم رحمة الله عليه باغن جي نگراني ڪندا ۽ فصل ڪاٽيندا هئا ان مان جيڪي حاصل ٿيندو هئن پنهنجي ساٿين تي خرچ ڪري ڇڏيندا هئا.

بزرگان سلف جا هي اخلاق هئا جو جنهن ڪي پنهنجي ياءُ جي مال جي ضرورت هوندي هئي ته اهو ڪنهن به قسم جي مشوري يا اجازت کان سواءِ استعمال ڪندو هو. الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو:

وامرهم شوري بينهم (پ٢٥، شوري) انهن جا ڪم هڪ ٻئي جي صلاح سان ٿيندا آهن. يعني انهن جون سڀ شيون گڏيل آهن ۽ ان جي استعمال ڪرڻ ۾ سڀ برابر آهن.

## بار خاطر جو علاج

صوفين جو هڪ طريقو هي به آهي ته جڏهن انهن ڪي ڪو ساٿي ڏکيو لڳي ٿو ته هو پنهنجو پاڻ ڪي ملزم ۽ قصور وار قرار ڏيندا آهن ۽ پنهنجي دل سان ان جو ازالو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ڇوته اهڙي

قسم جي ڳالهه جو دل ۾ پيدا ٿيڻ رنجش جو سبب ٿيندو آهي.

حضرت شيخ ابوبڪر الڪتابي رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته: هڪ شخص مون وٽ ويهڻ لڳو. هو منهنجي لاءِ بار هو مون هڪ شيءِ ان کي انهيءَ نيت سان پيش ڪئي ته جيئن هن جو بار منهنجي دل تان لهي وڃي. پر اهو بار بدستور جاري رهيو. هڪ ڏينهن مون هن کي چيو ته تون پنهنجو پير منهنجي ڳل تي رک، هن انڪار ڪيو ته مون چيو ته توکي ائين ڪرڻو پوندو ان کان پوءِ هن ائين ڪيو ۽ ان جي نتيجي ۾ منهنجي باطن جو بار هٽي ويو. شيخ رتي رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته مون انهيءَ واقعي جو شيخ ابراهيم الڪتاني کان تصديق ڪرائڻ لاءِ شام کان حجاز جو سفر ڪيو.

## اهل فضل جي قدرداني

صوفين جي طريقن مان هي به آهي ته اهل حق جنهن جي فضيلت کان واقف هوندا آهن ان کي متاهون ڪندا آهن ۽ محفل ۾ ان لاءِ گنجائش ڪري عمدي مقام لاءِ ان کي ترجيح ڏيندا آهن.

روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ تنگ چبوتري وٽ ويٺا هئا ايتري ۾ اهل بدر جي هڪ جماعت آئي ته انهن کي وهڻ لاءِ ڪابه جاءِ ڪانه ملي سگهي. ان تي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن انهن مان انهن کي جيڪي اهل بدر مان نه هئا اٿاري اهل بدر کي انهن جي جاءِ تي وهاريو. انهن ماڻهن کي(جيڪي اٿاريا ويا هئا) اها ڳالهه ڏکي لڳي ته هيءَ آيت نازل ٿي ته جڏهن اهو چيو وڃي ته اٿو ته اٿي کڙا ٿيو.

هڪ دفعي علي بن بندار الصوفي شيخ ابوعبدالله بن خفيف وٽ آيا ۽ هو ٻئي هلڻ لڳا. شيخ عبدالله کين چيو ته توهان اڳتي ٿيو. پاڻ چيائون ته ڪهڙي سبب ڪري؟ فرمايائون ته ان ڪري جو تو حضرت جنيد رحمة الله عليه سان ملاقات ڪئي ۽ مون انهن سان ملاقات نه ڪئي.

صوفيا ڪرام انهيءَ شخص جي صحبت کي ترڪ ڪندا هئا جيڪو دنيا جي فضول ڪمن ۾ مشغول رهندو هو. جيئن الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته توهان ان کان منهن ڦيرايو جنهن اسان جي ذڪر کان منهن ڦيرايو ۽ جنهن جو مقصد صرف دنياوي زندگي هجي.

## انصاف

هو پنهنجي پائرن سان انصاف ڪندا هئا پر خود پنهنجي لاءِ انصاف جي مطالبي کان دستبردار رهندا هئا. شيخ ابو عثمان الجبري رحمة الله عليه فرمائن ٿا ته: صحبت جو حق اهو آهي ته توهان پنهنجي ڀاءُ کي پنهنجو مال پيش ڪيو، مگر خود ان جي مال جي طمع نه رکو. هن سان پنهنجي طرفان انصاف ڪيو مگر هن کان انصاف جو مطالبو نه ڪيو. توهان هن جا تابع رهو مگر اها توقع نه ڪيو ته هو توهان جو تابع رهي. هن جي طرف کان جيڪي ڪجهه توهان وٽ پهچي ان کي گهڻو سمجهو ۽ توهان جي طرفان هن سان جيڪو سلوڪ ٿئي اهو گهٽ سمجهو.

صوفيا ڪرام صحبت ۾ نرم پهلو اختيار ڪندا آهن ۽ رعب جمائي نفس کي غالب نه ڪندا آهن. شيخ ابو علي رودباري رحمة الله عليه جن فرمائين ٿا ته پاڻ کان وڏي تي رعب جمائڻ بي شرمي آهي ۽ پنهنجي برابر واري تي رعب جمائڻ بي ادبي آهي ۽ ننڍن تي رعب جمائڻ عاجزي آهي.

هي ماڻهو پنهنجي گفتگوءَ ۾ مشروط جملا ۽ تمنا وتوقعات جا الفاظ نه استعمال ڪندا هئا جيئن ته جيڪڏهن هيئن ٿئي ها هيئن نه ٿئي ها - يا ڪاش جو ائين ٿئي ها - يا غالبًا ائين ٿيندو. ڇوته هن قسم جا الفاظ قابل اعتراض سمجهيا ويندا آهن.

## وفاداري

اهل دل ڪنهن جي صحبت اختيار ڪرڻ کان پوءِ جدا ٿيڻ کان پرهيز ڪندا آهن بلڪ انهيءَ سان گڏ رهڻ پسند ڪندا آهن، ڳالهه ٿا

ڪن تہ هڪ ماڻهو ڪنهن بزرگ سان رهڻ لڳو ان کان پوءِ هن جدا ٿيڻ جو ارادو ڪيو ۽ انهيءَ بزرگ کان اجازت گهريائين. انهن فرمايو تہ انهيءَ شرط تي اجازت آهي تہ آئنده تون انهيءَ جي صحبت اختيار ڪر جيڪو مون کان وڌيڪ هجي بلڪ ان سان گڏ بہ نہ رهہ ڇوتہ تو سڀ کان پهريائين اسان جي صحبت اختيار ڪئي آهي. اهو ٻڌي اهو ماڻهو چوڻ لڳو تہ هاڻي منهنجي دل ۾ جدا ٿيڻ جو خيال باقي نہ رهيو آهي.

## شفقت

درويش صاحب ننڍن تي شفقت ڪندا آهن. شيخ ابراهيم بن اڌم رحمة الله عليه فصل ڪاٽيندو هو ۽ ساٿين کي ڪاڏو ڪارائيندو هو. جيئن تہ روزيدار هوندا هئا ان ڪري رات جو گڏجي ڪائيندا هئا. ڪنهن وقت ائين ٿيندو هو جو حضرت ابراهيم بن اڌم رحمة الله عليه ڪم کان فارغ ٿي رات جو دير سان پهچندا هئا ان ڪري هڪ دفعي سندن ساٿين چيو تہ اچو تہ اسين ڪانئن بغير افطار ڪيون تہ جيئن آئنده هو جلدي اچڻ جي ڪوشش ڪن. چنانچہ هو افطار ڪري سمهي پيا. جڏهن شيخ ابراهيم بن اڌم رحمة الله عليه آيا تہ پاڻ هنن کي ستل ڏٺائون ۽ خيال ڪيائون تا غالبًا ويچارن وٽ کاڌو ڪونہ هو. اهو خيال ڪري پاڻ اٽو ڳوهڻ شروع ڪيائون ايتري ۾ هو جاڳي پيا. ان وقت پاڻ باه کي ڦوڪون ڏئي رهيا هئا ۽ انهيءَ حالت ۾ سندن ڏاڙهي مبارڪ خاڪ سان ڀرجي وئي هئي. جڏهن هنن اصل حقيقت ٻڌائي تہ شيخ ابراهيم بن اڌم رحمة الله عليه فرمائڻ لڳا تہ منهنجو خيال هو تہ شايد توهان کي افطار لاءِ ڪجهہ نہ مليو آهي ۽ توهان بک سان سمهي پيا آهيو. هي ٻڌي هو پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ ڏسو اسان ڇا سلوڪ ڪيو ۽ پاڻ اسان سان ڪهڙو سلوڪ ڪيائون.

صوفيا ڪرام کي جيڪڏهن ڪنهن ڪم سان سڏيو وڃي تہ هو چون چرا نہ ڪندا آهن. ڪنهن عالم جو قول آهي تہ: جڏهن ڪو شخص

پنهنجي ساٿيءَ کي چئي اسان سان هلو ۽ هو هي چوي ته ڪاڏي؟ ته اهڙي ماڻهوءَ سان نه رهو. ٻئي بزرگ جو قول آهي ته جيڪڏهن ڪو پنهنجي ڀاءُ کي چئي ته مون کي پنهنجي مال مان ڪجهه ڏي ۽ هو هي چئي ته توکي ڪيتري رقم جي ضرورت آهي؟ ته سمجهو ته هن ڀائي چاري جو حق ادا نه ڪيو.

هڪ عربي شاعر چوي ٿو ته:

”جڏهن هن جو ڀاءُ مصيبتن ۾ هن کي سڏي ته هو ان جو سبب نه پڇندا آهن.“

## بي تڪلفي

صوفيا ڪرام پنهنجي روحاني ڀائرن لاءِ تڪلف نه ڪندا آهن. چون ٿا ته جڏهن شيخ ابو حفص رحمة اللّٰه عليه انهيءَ کي ناپسند ڪيو ۽ فرمائڻ لڳا ته منهنجي ساٿين کي مخنثن وانگر بنايو ٿو وڃي جو انهن جي سامهون رنگارنگ کاڌا پيش ٿا ڪيا وڃن. اسان جي ويجهو جوان مرديءَ جي نشانيءَ هيءَ آهي ته تڪلف کي ترڪ ڪري جيڪي حاضر هجي پيش ڪجي ڇوته تڪلف جي ڪري مهمان کي جدا ٿيڻو پوندو آهي ۽ جيڪڏهن تڪلف نه هجي ته مهمان جو رهڻ ۽ نه رهڻ ٻئي صورتون برابر هونديون آهن.

## مدارات

صوفيا ڪرام پنهنجي ساٿين جي خاطر مدارات ڪندا آهن ظاهر داري نه ڪندا آهن، ڪڏهن مدارات ظاهر داريءَ ۾ مشتبهه ٿي پوندي آهي مگر انهن ۾ اهو باهمي فرق آهي ته مدارات جو مقصد ڀاءُ جي خير خواهي هوندي آهي ۽ صرف ان جي ڀلائي ۽ خيرخواهي جي لاءِ ان جي خاطر مدارات ڪئي ويندي آهي ۽ هن جي ناپسنديده ڳالهين کي برداشت ڪيو ويندو آهي مگر ظاهرداريءَ جو مقصد لذت جاهه ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ هوندو آهي.

## اعتدال

اهل معرفت صحبت ۾ اعتدال کي قائم رکندا آهن. هو نہ تہ ماڻهن سان بلڪل منقبض رهندا آهن ۽ نہ بلڪل بي تڪلف هوندا آهن امام شافعي رحمۃ الله عليه جو قول آهي تہ ماڻهن کان منهن ڦيرائڻ انهن جي دشمني جو سبب ٿيندو آهي انهن سان بي تڪلف ٿيڻ برن ساٿين کي آڻڻ جو سبب ٿيندو آهي.

## عيب پوشي

اهل روحانيت پنهنجي ڀائرن جي عيبن کي لڪائيندا آهن. حضرت عيسىٰ عليه السلام هڪ دفعي پنهنجي ساٿيءَ کان پڇيو تہ توهان جيڪڏهن پنهنجي ڀاءُ کي ڏسو تہ ستل حالت ۾ هوا هن جو ڪپڙو هٽائي يا ڪولي ڇڏيو آهي تہ ڇا ڪندؤ؟ هن چيو تہ اسين هن کي لڪائي يا ڍڪي ڇڏيندا آهيون. حضرت عيسىٰ عليه السلام فرمايو تہ نہ بلڪ توهان هن جو عيب ظاهر ڪندا آهيو. هو ڇوڻ لڳو تہ سبحان الله! ائين ڪير ڪندو آهي. پاڻ عليه السلام فرمايو(اهو هينئن آهي) تہ توهان مان جڏهن ڪير پنهنجي ڀاءُ جي باري ۾ ڪجھ ٻڌندو آهي تہ هو ان کي وڌائي ماڻهن ۾ مشهور ڪندو آهي.

## همدردي

صوفين جو هڪ اصول هي بہ آهي تہ هو پنهنجي روحاني ڀائرن لاءِ غائبانہ استغفرالله ڪندا آهن ۽ الله تعالىٰ جل شانہ ڏي متوجہ ٿي انهيءَ ڳالھ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ هو هنن جي تڪليفن کي دور ڪري.

ڳالھ ٿا ڪن تہ ٻہ ڀائر هئا انهن مان هڪڙو نفساني خواهش ۾ مبتلا ٿي پيو تہ هن پنهنجي ڀاءُ جي سامهون اظهار ڪري ڇٽي ڇڏيو تہ مان هڪ نفساني خواهش ۾ مبتلا آهيان جيڪڏهن تون چاهين تہ محبت جو رشتو ختم ڪري ٿو سگهين. هن جي ڀاءُ چيو تہ مان تنهنجي گناھ ڪري ڀائپي جو رشتو ختم نہ ڪندس.

انَ کان پوءِ هن خداوند ڪريم جي سامهون وعدو ڪيو تہ جيستائين الله تعاليٰ جل شانہ هن جي نفساني خواهش کي پري نہ ڪندو ان وقت تائين هو نہ کائيندو ۽ نہ پئندو. چنانچہ هن چاليهن ڏينهن تائين بک ڪاٽي. انهيءَ دوران هو جڏهن بہ هن کان پڇندو هو تہ هو اهوئي چوندو هو تہ اها نفساني خواهش اڃان باقي آهي. آخرڪار چاليهن ڏينهن کان پوءِ هن ٻڌايو تہ هن جي نفساني خواهش ختم ٿي وئي ان کان پوءِ هن کائڻ پيئڻ شروع ڪيو.

صوفيا ڪرام پنهنجي ساٿيءَ کي خاطر مدارات جو محتاج نہ بنائيندا آهن. نہ هن کي معذرت تي مجبور ڪندا آهن ۽ نہ پنهنجي ساٿيءَ لاءِ ايترو تڪلف ڪندا آهن جو اهو هن کي ناگوار گذري بلڪ جهڙو ان جو ساٿي آهي اهڙائي رهندا آهن البتہ پنهنجي ساٿي جي مقصد کي پنهنجي مقصدن کان مٿاهون رکندا آهن.

حضرت علي رضي الله عنه ابن ابيٖ طالب ڪرم الله وجهه جن فرمائن ٿا تہ: بدترين دوست اهو آهي جيڪو توکي خاطر مدارات جو محتاج بنائي يا توکي معذرت پيش ڪرڻ تي آماده ڪري ۽ تون ان لاءِ تڪلف ڪرين.

حضرت جعفر الصادق عليه السلام فرمائين ٿا تہ منهنجو اهو ياءُ مون تي سڀ کان وڌيڪ بار محسوس ٿو ٿئي جيڪو سيني کان وڌيڪ منهنجي لاءِ تڪلف ڪري ۽ مان ان کان بچڻ جي ڪوشش ڪيان ۽ منهنجي دل تي سڀ کان وڌيڪ هلڪو اهو ياءُ آهي جو مان ان سان رهي اهو محسوس ڪيان تہ مان اڪيلو آهيان.

بهرحال آداب صحبت ۽ حقوق اخوت گهڻا آهن ۽ انهيءَ سلسلي جي حڪايت کي بيان ڪرڻ ڏکو عمل آهي تڏهن بہ مون هن مضمون جون گهڻيون ڳالهيون شيخ ابو طالب مڪي رحمة الله عليه جي ڪتاب ۾ مطالعو ڪيون آهن. پاڻ هن ڪتاب ۾ اهڙي قسم جون تمام شيون پيش

ڪيون اٿن.

## موليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ

حاصل ڪلام تہ بندو پنهنجي مولا جي لاءِ وقف ٿي وڃي ۽ جيڪي چاهي پنهنجي نفس لاءِ نہ گهري بلڪ ان ۾ پنهنجي مولا جي رضا حاصل ڪرڻ سامهون هجي جڏهن ڪنهن جي صحبت اختيار ڪري تہ اها صحبت بہ خداوند ڪريم لاءِ هجي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هو اهڙو ڪم ڪري جنهن سان خدا وند ڪريم جي قربت ۾ اضافو ٿيندو وڃي ڇوتہ جيڪو ماڻهو الله رب العزت جا حق ادا ڪر ي ٿو تہ الله تعاليٰ جل شانہ ان کي اهڙي معرفت ٿو عطا فرمائي جنهن جي ذريعي هو نفس ۽ ان جي عيبن کان واقف ٿي عمدا آداب ۽ اخلاقن کي سڃاڻڻ لڳندو آهي. اهڙي طرح هو فهم ۽ بصيرت سان پنهنجا حق ادا ٿوڪري پوءِ مخلوق ۽ خالق جو ڪو حق هن کان رهجي نہ ٿو وڃي. انهيءَ سلسلي ۾ هن کان جيڪڏهن ڪوتاهي ٿي وڃي تہ سمجهو تہ اڃان نفس جي خباثت باقي آهي ۽ چڱي طرح صاف ۽ پاڪ نہ ٿيو آهي. انهيءَ صورت ۾ جيڪڏهن هو ڪنهن جي صحبت اختيار ٿو ڪري تہ ڪڏهن گهٽتائي ڪڏهن زيادتيءَ جي ڪري هن جو نفس اونداهو ٿي وڃي ٿو ۽ هو خداءِ عظيم ۽ مخلوق جي فرضن کان غافل ٿي ٿو وڃي. ان وقت حڪايت،واعظ ۽ آداب ۽ انهن جون ڳالهيون ٻڌڻ سان نفس تي گهڻو اثر نہ ٿو ٿئي. ان جو مثال ائين آهي جيئن هڪ کوهہ ۾ مٽان پاڻي ڪيرائجي جو نہ تہ اتي ترسي ٿو ۽ نہ ان مان ڪو فائدو پهچي ٿو. پر جيڪڏهن زهد ۽ تقويٰ اختيار ڪئي وڃي تہ ان مان آب حيات ٿو نڪري ۽ علم و بصيرت کان پوءِ هن جو نفس ضروري حق ۽ آداب ادا ڪري ٿو سگهي.

باب ٥٦

# روح ۽ نفس جي معرفت

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ توهان مان هرهڪ جي پيدائش هن طرح ٿيندي آهي تہ هو چاليهہ ڏينهن پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ نطفي جي صورت ۾ رهندو آهي ان کان پوءِ ايتري ئي عرصي ۾ ڄميل رت وانگر ٿيندو آهي پوءِ گوشت جو لوٿڙو ٿهندو آهي. ان کان پوءِ الله تعاليٰ جل شانه چئن ڪلمن سان گڏ هن جي طرف فرشتو موڪليندو آهي اهو هن جو ڪم، موت، رزق ۽ بدبختي يا نيڪ بختيءَ جو حال لکندو آهي ان کان پوءِ روح ڦوڪبو آهي.

ان جي باوجود هيءَ هڪ عجيب حقيقت آهي تہ ڪيترا دفعا هڪ ماڻهو دوزخين جهڙا ڪم ڪندو رهندو آهي ايتري قدر جو جڏهن هن جي ۽ دوزخ جي وچ ۾ صرف هڪ وال جو مفاصلو باقي رهندو آهي تہ اوچتو تقدير جو لکيل ان تي سبقت ڪندو آهي ۽ هو بهشت وارن جهڙا ڪم ڪري جنت ۾ داخل ٿي ويندو آهي(ان جي خلاف اهڙو بہ اتفاق ٿيندو آهي) ڪيترا دفعا هڪ ماڻهو جنتين جهڙا ڪم ڪندو رهندو آهي ايتري قدر جو جنت ۽ هن جي وچ ۾ صرف هڪ وال جو مفاصلو هوندو آهي تہ هڪدم تقدير جو لکيو اڳيان اچي ويندو آهي ۽ هو دوزخين جهڙا ڪم ڪري دوزخ ۾ داخل ٿي ويندو آهي.

الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو تہ مون انسان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو پوءِ هن کي هڪ محفوظ ۽ مستحڪم مقام ۾ مقرر عرصي لاءِ

نطفي جي شڪل ۾ رکيو ان کان پوءِ پيدائش جون مختلف تبديليون بيان ڪندي بعد ۾ فرمايو ته پوءِ اسان هن کي ٻي پيدائش عطا ڪئي. چون ٿا ته هن مان مطلب روح جو ڦوڪجڻ آهي.

## روح جي حقيقت

روح جي حقيقت جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ نهايت مشڪل آهي انهيءَ ڪري دانشورن ان تي گفتگو نه ڪئي. الله تعاليٰ جل شانه روح کي وڏي اهميت ڏني آهي ۽ هي چئي مخلوق تي گهڻ علم هئڻ جي مهر لڳائي ڇڏي آهي ته توکي ان جو تمام گهڻ علم ڏنو ويو آهي. ان جي باوجود اها حقيقت آهي ته خداوند تعاليٰ اسان کي آدم عليه السلام جي اولاد جي تعظيم ۽ تڪريم کان ضرور واقف ڪيو آهي جيئن هڪ جاءِ تي ارشاد آهي ته: "اسان آدم عليه السلام کي عزت بخشي."

روايت آهي ته الله تعاليٰ جل شانه حضرت آدم عليه السلام ۽ ان جي اولاد کي پيدا ڪيو ته فرشتا چوڻ لڳا ته اي پروردگار! تو هنن کي کائڻ پيئڻ نڪاح ڪرڻ لاءِ پيدا ڪيو لهاذا دنيا انهن جي رهي ۽ آخرت اسان جي هجي. خداوند ڪريم فرمايو ته: منهنجي عزت ۽ جلال جو قسم! مان ان شخص جي اولاد کي جنهن کي مون خود پنهنجي هٿ سان پيدا ڪيو هجي ان مخلوق جي برابر نه رکندس جنهن کي مون صرف ڪُن(ٿي پؤ) جي لفظ سان پيدا ڪيو. لهذا انسان جي ايتري قدر تعظيم ۽ تڪريم ڪرڻ ۽ فرشتن تي ان کي ترجيح ڏيڻ جي باوجود جڏهن روح جو مسئلو آيو ته هن نه صرف صاف صاف طرح فرمائي ڇڏيو ته انهن کي هن جو تمام گهڻ علم آهي بلڪ هينئن به ارشاد فرمايو ويو ته: "هو توکان روح جي باري ۾ پڇن ٿا. چئي ڇڏيو ته روح منهنجي رب ذوالجلال جي حڪم جو نتيجو آهي."

حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمائن ٿا ته هڪ دفعي يهودين رسول الله صلي الله عليه وسلم کان پڇيو ته: توهان اسان کي

ٻڌايو تہ روح جي ڇا حقيقت آهي ۽ اهو روح جيڪو جسم ۾ هوندو آهي ان کي ڪيئن عذاب ٿيندو آهي جڏهن جو روح خدائي حڪم سان پيدا ٿيو آهي؟ جيئن تہ هن باري ۾ ڪا آيت نازل نہ ٿي هئي ان ڪري پاڻ صلي الله عليه وسلم ڪين ڪوبہ جواب نہ ڏنو. آخر جبريل عليه السلام متين آيت ڪٺي آيو.

## راءِ جو اختلاف

جڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن روح ۽ ان جي حقيقت کي خداوند ڪريم جي حڪم ۽ وحي جي مطابق ٻڌائڻ کان باز رهيا، حالانڪ پاڻ صلي الله عليه وسلم علم جي کاڻ ۽ حڪمت جو سرچشمو آهن تہ پوءِ ٻين جي لاءِ ان ۾ غور وفڪر ڪرڻ يا ان جي طرف اشارو ڪرڻ ڪيئن ٿو ممڪن ٿي سگهي؟ پر جيئن تہ انساني نفس هر معقول شيءِ کي معلوم ڪرڻ لاءِ طبعي طور تي شائق آهن ۽ جتي سڪون ۽ ترسڻ جو حڪم ٿيندو آهي اتي بہ هو حرڪت ڪندا آهن ۽ هر بري ڀلي شيءِ جي تحقيق ڪندا آهن، بلڪ خيال ۽ فڪر جي ميدانن ۾ نظر جا گهوڙا هر طرف ڊوڙائڻ لڳندا آهن ان ڪري هو روح جي ماهيت ۽ حقيقت کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. نتيجو اهو ٿيو تہ انهن جو عقل ۽ فڪر خيالن جي وسيع صحرا ۾ ڀٽڪڻ لڳا ۽ روح جي باري ۾ طرح طرح جون قياس آرائيون ٿيڻ لڳيون. چنانچہ جيتري قدر ارباب نقل و عقل ۾ روح جي ماهيت جي باري ۾ اختلاف آهي ان کان وڌيڪ اختلاف ٻئي ڪنهن مسئلي تي نہ آهي. جيڪڏهن انساني نفس پنهنجي حد ۾ رهندي عاجزيءَ جو اعتراف ڪن ها تہ اهو هنن لاءِ وڌيڪ مناسب هو.

## گمراهن کان پرهيز

روح جي باري ۾ هر قسم جي ماڻهن جا خيال نقل ٿيل آهن ۽ جيڪي الهامي مذهبن جا پابند نہ آهن انهن جي قولن کان هي ڪتاب پاڪ آهي ڇوتہ هي انهن عقلن جي فڪر جا نتيجا آهن جيڪي هدايت

جي رستي کان هٽيل ۽ ڀٽڪيل آهن بلڪ انهن جي طبيعتن ۾ فساد پيدا ٿي ويو آهي. ڇوته انهن کي پيغمبرن جي پيروي جي برڪت سان هدايت جو نور حاصل ٿي نه ٿيو آهي. انهن جو حال اهڙوئي آهي جيئن الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته: انهن جي اکين تي پڙدا پيل آهن. ان ڪري هو نه منهنجو ذڪر ڪري ٿا سگهن ۽ نه هي ٻڌي ٿا سگهن. اهي(ڪافر) چون ٿا جنهن شيءِ ڏي توهان اسان کي سڏيو ٿا (ان کي اسين نه ٿا سمجهي سگهون) ڇوته اسان جون دليون غلافن ۾ آهن ۽ اسان جا ڪن ٻوڙا آهن ۽ اسان جي ۽ توهان جي وچ ۾ پڙدو آهي. جيئن ته هي ماڻهو انبياءَ ڪرام کان لڪي ويا ان ڪري (انهن جون ڳالهيون) نه ٻڌي سگهيا ۽ جڏهن ڪجھ ٻه نه ٻڌائون ته پوءِ هنن کي هدايت به نه ملي سگهي. هو پنهنجي جهالتن تي اصرار ڪندا رهيا، جنهن جو نتيجو هي ٿيو ته هو معقول ڳالھ کان محروم رهيا ڇوته عقل هڪ اهڙي خداوندي حجت آهي جنهن جي ذريعي هو هڪ جماعت کي هدايت ڏيندو آهي ۽ ٻي جماعت کي گمراھ ڪندو آهي. لهاذا اهڙن گمراھ ماڻهن جا قول نقل نه ڪيا ويندا.

جيڪي ماڻهو الهامي مذهبن جا پابند آهن انهن روح جي حقيقت جي باري ۾ گفتگو ڪئي آهي انهن جا به قسم آهن هڪ اها جماعت آهي جنهن دليلن ۽ غور و فڪر کان پوءِ گفتگو ڪئي آهي. ٻي جماعت اها آهي جنهن عقل ۽ فڪر کي استعمال نه ڪيو آهي بلڪ پنهنجي دلي ذوق ۽ الهام جي ذريعي علم حاصل ڪيو آهي ايتري قدر جو مشائخ ڪرامن به روح جي باري ۾ گفتگو ڪئي آهي. حالانڪ انهيءَ مسئلي ۾ سيني لاءِ بهتر اهوئي هو ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي پيروي ۾ ڪجھ نه ڳالهائن ها.

## روح جون تاويلون

حضرت جنيد رحمة الله عليه فرمايو ته: روح اهڙي شيءِ آهي

جنهن جو علم صرف الله تعاليٰ جل شانه کي آهي ان جي باري ۾ الفاظ انهيءَ کان زياده نہ ٿا بيان ڪري سگهن تہ اها هڪ موجود شيءِ آهي. صداقت پسند انسانن کي مختصر طور تي اسين انهن جي قولن کان واقف ڪرايون ٿا تہ انهن جا هي خيال ڪلام الاهي ۾ قرآني آيات جي تاويل جو درجو رکن ٿا ان ڪري انهن جو تفسير جائز نہ آهي ڇوتہ انهن جو تفسير منقول نہ آهي البتہ تاويل جي طرف عقل دست درازي ڪئي آهي. تاويل جي منشا اها هوندي آهي تہ آيت جو جيڪو مفهوم ممڪن هجي ان تي يقين ڪرڻ بجاءِ ذڪر ڪري ڇڏجي اهڙي قسم جي تاويل ڪيترن بزرگن ڪئي آهي.

شيخ ابو عبدالله النياجي رحمةُ الله عليه فرمائن ٿا تہ روح اهڙو تہ لطيف جسم آهي جيڪو احساس ۽ ڇهڻ کان مٿاهون آهي ان جي باري ۾ انهيءَ کان وڌيڪ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي تہ هو موجود آهي. هن قول ۾ روح جي حقيقت کي ڪونہ بيان ڪيو ويو، البتہ ايترو ٻڌايو ويو تہ هو جسم آهي.

شيخ ابن عطا رحمةُ الله عليه فرمايو تہ: الله تعاليٰ جل شانه جسمن کان اڳ روحن کي پيدا فرمايو جيئن ارشاد باري تعاليٰ آهي تہ: اسان توکي (تنهنجي روح کي) پيدا ڪيو پوءِ اسان توکي صورت بخشي يعني جسمن کي پيدا ڪيو.

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ: روح هڪ لطيف شيءِ آهي جيڪا هڪ ڪثيف شيءِ ۾ ملي ٿي جهڙي طرح ڏسڻ جي قوت لطيف جوهر آهي پر ڪثيف شيءِ ۾ قائم آهي. هي قول قابل غور و فڪر آهي.

## روح جي قدامت

هڪ ٻئي بزرگ چيو آهي تہ روح هڪ قسم جو تعبير آهي ۽ شين سان گڏ قائم رهڻ واري شيءِ ئي اصل حقيقت آهي هي قول بہ قابل اعتراض آهي البتہ هيءَ صورت ٿي سگهي ٿي تہ هن جي معنيٰ زنده

ڪرڻ جي لاءِ ورتي وڃي انهيءَ صورت ۾ بقول بعض احياءِ(زنده ڪرڻ) زنده ڪرڻ واري صنعت هوندي جهڙي طرح تخليق(پيدا ڪرڻ) خالق عظيم جي صنعت آهي.

جيئن ته الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته:

| | |
|---|---|
| قُلِ الرُّوحُ مِنْ اَمْرِ رَبِّيْ (پ١٥) | چئي ڇڏيو ته روح منهنجي رب جي حڪم مان آهي. |

جيئن ته امر خداوندي ان جو ڪلام آهي ۽ ڪلام خداوندي مخلوق ناهي لهاذا اهو چوڻ سان ته"زنده ٿي پؤ هر زنده(هميشه جي لاءِ) زنده بنجي ويندو. " هن قول جي مطابق روح ڪي جسم جي مفهوم ۾ نه ٿو وٺي سگهجي.

(بهرحال روح جي حقيقت جي باري ۾ مختلف قول آهن) ڪجهه قولن مان خبر پئي ٿي ته هن جا چوڻ وارا روح جي قدامت جا قائل آهن ۽ ڪي روح جي حادث هجڻ جا قائل معلوم ٿين ٿا. مطلب ته هن روح جي باري ۾ به ماڻهن جو اختلاف آهي جنهن جي متعلق رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان پڇيو ويو هو.

## روح جا بيا مفهوم

هڪ جماعت چيو آهي ته هن مان مراد حضرت جبرئيل عليه السلام آهي ۽ هڪ روايت ۾ حضرت امير المؤمنين علي بن ابي طالب جن کان منقول آهي ته پاڻ فرمايائون ته هو هڪ فرشتو آهي جنهن جا ستر هزار منهن آهن ۽ هر منهن ۾ ستر هزار زبانون آهن ۽ هر زبان سان ستر هزار ٻوليون ادا ٿينديون آهن ۽ هو انهن سڀني زبانن ۾ الله تعاليٰ جل شانه جي تسبيح چوندو آهي ۽ هر تسبيح مان هڪ فرشتو پيدا ٿيندو آهي جيڪو ٻين فرشتن سان گڏ قيامت تائين اڏامندو رهندو.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جن کان هيءَ روايت منقول آهي ته روح اللّٰجل شانه جي پيدا ڪرڻ سان ظاهر ٿيو الله تعاليٰ جل شانه هن

کي فرزند آدم جي شڪل تي پيدا ڪيو چنانچہ آسمان مان جڏهن ڪو فرشتو نازل ٿيندو آهي تہ ان سان گڏ هڪ نہ هڪ روح ضرور هوندو آهي.

شيخ ابو صالح جن جو قول آهي تہ روح انسان جي شڪل ۾ هوندو آهي مگر اهو انسان نہ هوندو آهي. حضرت مجاهد جن جو قول آهي تہ ارواح فرزند آدم جي شڪل تي هوندا آهن انهن کي هٿ پير ۽ مٿو هوندو آهي. هو کاڌو کائيندا آهن مگر هو فرشتا نہ آهن.

## زبردست مخلوق

حضرت سعيد بن جبير جو قول آهي تہ الله جل شانہ عرش کان سواءِ روح کان وڌيڪ ڪا زبردست مخلوق پيدا نہ ڪئي. اهو روح ايترو وڏو آهي جو جيڪڏهن گهري تہ ستن ئي آسمانن ۽ زمينن کي هڪ ئي گرهہ ۾ ڳهي ٿو سگهي. هن جي پيدائش فرشتن جي شڪل تي آهي ۽ هن جو منهن ماڻهن جهڙو آهي. اهو روح قيامت جي ڏينهن عرش جي ساڄي پاسي بيهندو ۽ فرشتا بہ ان سان گڏ هڪ ئي صف ۾ هوندا. روح اهل توحيد لاءِ سفارش ڪندو. جيڪڏهن هن جي ۽ فرشتن جي وچ ۾ هڪ نوراني پڙدو نہ هجي ها تہ آسمان وارا هن جي نور سان سڙي وڃن ها.

هي قول غالبا رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي طرف کان منقول آهن. ائين معلوم ٿو ٿئي تہ هنن روايتن ۾ ذڪر ڪيل روح هن روح کان بلڪل مختلف آهي جيڪو جسم ۾ هوندو آهي لهٰذا اهڙي قسم جي روح جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ منع ناهي.

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ: روح هڪ لاڳاپو آهي جيڪو الله رب العزت جي طرف کان مشهور مقامات جي طرف داخل ٿيندو آهي ان جي باري ۾ هن کان وڌيڪ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي تہ هو ڪنهن ٻئي جي ذريعي سان موجود آهي.

هڪ قول هي بہ آهي تہ روح لفظ ڪُن (ٿي پئو) کان ٻاهر ناهي ان ڪري جو جيڪڏهن هو هڪ لفظ ڪن کان الڳ ٿي وڃي تہ ان جي ذلت ٿي ٿئي. ان تي اهو سوال ڪيو ويو تہ پوءِ هيءَ ڪهڙي شيءِ مان نڪتو

آهي. ان جي جواب ۾ اهو چيو ويو تہ روح خداوند ڪريم جي جلال ۽ جمال مان ان جو اشارو ملاحظو ڪري ظاهر ٿيو آهي. الله رب العزت هن کي خاص پنهنجي سلام سان مخصوص ڪري پنهنجي ڪلام ۽ حڪم جي ذريعي زنده ڪيو آهي ان ڪري هو "لفظ ڪن" جي ذلت کان آزاد آهي.

## روح جي اهميت

شيخ ابو سعيد الخراز رحمةَ الله عليه جن کان سوال ڪيو ويو تہ ڇا روح مخلوق آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ ها. جيڪڏهن اها ڳالهہ نہ هجي ها تہ پوءِ اهو الله تعاليٰ جل شانه جي ربوبيت جو اقرار نہ ڪري ها. اهو روح ئي آهي جنهن سان بدن کي قيام حاصل آهي ۽ انهيءَ جي ڪري بدن کي زندگي ملي. عقل بہ روح سان وابستہ آهي ۽ روح جي ڪري عقلي دليل وجود ۾ ايندا آهن. جيڪڏهن روح نہ هجي ها تہ عقل معطل هجي ها ۽ عقلي دليلن جو ڪو فائدو يا نقصان نہ هجي ها.

## مخلوق جو جوهر

ڪي چون ٿا تہ روح مخلوق جو هڪ جوهر آهي مگر سڀني مخلوق ۾ لطيف ترين ۽ سڀني جوهرن(ذات سان قائم شين) ۽ نورن ۾ پاڪيزه ترين شيءِ آهي هن جي ذريعي عالم غيب جون شيون نظر ايندڙيون آهن ۽ انهيءَ جي ذريعي ئي اهل معرفت کي ڪشف حاصل ٿيندو آهي ۽ جڏهن روح روحاني سير کان لڪي ويندو آهي تہ جسماني عضوا بي ادبي ڪرڻ لڳندا آهن ۽ انهيءَ جي ئي ڪري روح تجلين ۽ حجابن، قبض ۽ ڪشمڪش جي وچ ۾ اچي ويندو آهي. اهوبہ چون ٿا تہ روحن جي اڳيان دنيا ۽ آخرت هڪ آهن.

## روح جا قسم

اهوبہ چيو ٿو وڃي تہ روحن جا ڪيترائي قسم آهن. ڪي روح برزخ ۾ گشت ٿا ڪن.آهي دنيا ۽ فرشتن جي حالت جي نگراني ٿا ڪن

۽ فرشتا آسمان ۾ ماڻهن جي باري ۾ جيڪي ڪجهه بيان ٿا ڪن ان ڪي ٻڌن ٿا ڪجهه روح عرش جي هيٺيان هوندا آهن ۽ ڪي روح بهشت جي طرف اڏامندا رهندا آهن ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ خدائي جهدوجهد جي لاءِ جيترو حصو انهن جي قسمت ۾ هوندو آهي ان جي مطابق جاڏي وڻين اڏامندا آهن.

حضرت سعيد بن المسيب رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ حضرت سلمان جن جو هي قول منقول آهي تہ مؤمنن جا ارواح زمين جي برزخ ۾ جتي چاهن آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ان وقت تائين گهمندا آهن جيستائين الله تعاليٰ جل شانہ انهن کي انهن جي جسمن ۾ نہ موٽائي.

## مڙدن سان ملاقات

منقول آهي تہ جڏهن روحن وٽ زنده ماڻهن مان ڪو مڙدو پهچندو آهي تہ هو ان سان ملي ڳالهہ ٻولهہ ڪندا آهن ۽ هڪ ٻئي کان سوال ڪندا آهن بلڪ الله تعاليٰ جل شانہ انهن تي ڪي فرشتا بہ مقرر ڪيا آهن جيڪي انهن تي زنده ماڻهن جا ڪم پيش ڪندا آهن. ايتري قدر جو جڏهن مڙدن کي اهو ٻڌايو وڃي تہ زنده ماڻهن کي دنيا ۾ گناهن جي ڪري سزا ڏني وئي تہ هو چوندا آهن تہ اسين هن جي طرف کان الله جل شانہ کان معافي ٿا گهرون ڇوتہ الله تعاليٰ جل شانہ کان وڌيڪ ڪنهن کي معافي پسند نہ آهي.

## عملن جو پيش ٿيڻ

رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ جل شانہ وٽ سومر ۽ خميس جي ڏينهن عمل پيش ٿيندا آهن ۽ پيغمبرن ۽ والدين تي عمل جمع جي ڏينهن پيش ٿيندا آهن. هو هنن جي نيڪين سان خوش ٿيندا آهن جن سان هنن جي منهن جي سفيدي ۽ چمڪ ڏمڪ وڌي ويندي آهي ان ڪري توهان پنهنجي الله رب العزت کان ڊڄو ۽ مڙدن کي تڪليف نہ ڏيو.

بي حديث شريف ۾ هن طرح نقل آهي تہ هيءَ حقيقت آهي تہ توهان جا عمل مٿن مائٽن جي مرّدن کي پيش ڪيا ويندا آهن جيڪڏهن اهي سٺا هوندا آهن تہ خوش ٿيندا آهن ۽ جيڪڏهن اهڙا نہ هوندا آهن تہ هو چوندا آهن تہ يا الله! تون هنن کي ان وقت تائين موت نہ ڏي جيستائين انهن کي هن طرح هدايت نہ پهچائين جيئن تواسان کي هدايت ڏني.

بهرحال هي قول ۽ حديثون ثابت ٿيون ڪن تہ ارواح جسمن ۾ مستقل هستي رکن ٿا. هو صرف خيالي ۽ عارضي شيءِ نہ آهن. شيخ واسطي رحمة الله عليه جن کان پڇيو ويو تہ: رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سڀني مخلوق کان وڌيڪ حليم الطبع ڇو هئا؟ هنن فرمايو تہ ان جو سبب اهو آهي تہ سندن روح مبارڪ سيني کان اڳ پيدا ڪيو ويو هو. ان ڪري سندن روح مبارڪ کي گهڻو ترسڻ ۽ صبر ۽ قرار جو موقعو مليو. ڇا توهان کي معلوم نہ آهي تہ پاڻ ﷺ جن فرمايو تہ: مان ان وقت بہ نبي هئس جڏهن آدم عليه السلام اڃان روح ۽ جسم جي وچ ۾ هئو. يعني نہ سندن روح ۽ نہ جسم پيدا ٿيا هئا.

## نوراني علم ۽ روح

هڪ قول هي بہ ذڪر ٿيل آهي تہ روح نور عزت سان پيدا ٿيو ۽ ابليس آتش عزت سان مخلوق ٿيو انهيءَ سبب هن چيو هو تہ: تو مون کي باھ مان پيدا ڪيو ۽ هن کي تو مٽيءَ مان پيدا ڪيو. هن کي ڪهڙي خبر هئي تہ نور باھ کان بهتر آهي هي بہ چيو ويو آهي تہ الله تعالىٰ جل شانه علم کي روح سان ملايو ۽ روح پنهنجي لطافت ۽ علم جي ڪري اهڙي طرح پرورش ٿو حاصل ڪري جهڙي طرح جسم غذا جي ذريعي پرورش ٿو حاصل ڪري. انهيءَ علم مان مراد علم خداوندي آهي ڇوتہ مخلوق جو علم ايترو تہ گهٽ قيمت وارو آهي جو اهو هي اعلىٰ درجو حاصل نہ ٿو ڪري سگهي.

## متڪلمين جي راءِ

اسلامي متڪلمين جي اڪثريت جو اهو فيصلو آهي تہ انسانيت ۽ حيوانيت بئي اهڙا عرض(غير مستقل صفت) آهن جن جي انسان جي اندر تخليق ڪئي وئي آهي پر موت انهن ٻنهي کي فنا ڪري ڇڏي، روح زندگيءَ جو ٻيو نالو آهي جڏهن اهو موجود آهي تہ جسم زنده رهندو آهي ۽ قيامت جي ڏينهن جڏهن روح جسم ۾ واپس ڪيو ويندو تہ ان وقت جسم زنده ٿي پوندو.

ڪن مسلمان متڪلمين جي راءِ آهي تہ روح هڪ لطيف جسم آهي اهو ڪثيف جسمن ۾ اهڙي طرح موجود ٿو رهي جهڙي طرح پاڻي سائي ٽاريءَ ۾ مليل ۽ موجود هوندو آهي. شيخ ابو المعالي الجويني رحمۃ الله عليه جن بہ هن قول کي پسند فرمايو آهي.

حالانڪ اڪثر متڪلمين روح کي عرض(غير مستقل صفت) ڪي تسليم ٿا ڪن پر انهن جي ترديد اهي حديثون ڪن ٿيون جن مان اها خبر ٿي پوي تہ روح جسم آهي. ڇوتہ اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ روح لهندو ۽ چڙهندو آهي ۽ عالم برزخ ۾ گشت ڪندو آهي. جڏهن روح اهڙي قسم جي صفتن سان موصوف هجي تہ ان مان اهوئي ٿو معلوم ٿئي تہ روح جسم آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ عرض(غير مستقل صفت) موصوف نہ ٿو بنجي سگهي ڇوتہ صفت هڪ قسم سان عرض سان ملي قائم نہ ٿي رهي سگهي. ان جي باوجود ڪن ماڻهن ان کي عرض(غير مستقل صفت) ئي تسليم ڪيو آهي.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه جن کان هڪ دفعي پڇيو ويو تہ جسمن کان جدا ٿي روح ڪاڏي هليا ٿا وڃن؟ فرمايائون تہ (هي ٻڌايو تہ) تيل ختم ٿيڻ کان پوءِ چراغ(ڏئي) جي رشني ڪاڏي ٿي هلي وڃي؟ وري پڇيو ويو تہ بوسيده ٿيڻ کان پوءِ جسم ڪاڏي هليو ٿو وڃي؟ فرمايائون تہ(هي ٻڌايو تہ) جڏهن جسم بيمار ٿو ٿئي تہ ان جو گوشت

كاڏي هليو ٿو وڃي؟

## فلاسافرن جي راءِ

مردود ۽ مذموم علوم (يوناني فلسفي) جا ڪي عالم جن ڪي مسلمان چيو ٿو وڃي هي چيو آهي تہ: روح جسم کان جدا ٿي لطيف جسم ۾ هليو ٿو وڃي. ڪنهن ٻئي عالم چيو آهي تہ جڏهن روح بدن کان جدا ٿو ٿئي تہ نطقيہ قوت جي ذريعي سان وهميہ قوت ان سان حلول ٿي ڪري ان وقت اها محسوسات ۽ معنيٰ جو مشاهدو ٿي ڪري. ان جي باوجود جدا ٿيڻ وقت بدن جي هيئت کان ان جو الڳ رهڻ ناممڪن آهي. ڇوتہ موت جي وقت هو موت جو شعور رکي ٿو ۽ موت کان پوءِ بذات خود خالي ٿي قبر ۾ رهندو آهي زندگيءَ ۾ جن شين تي ان جو اعتقاد هو انهن جو تصور ٿو ڪري ۽ قبر ۾ سزا ۽ جزا کي محسوس ٿو ڪري.

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ سڀ کان صحيح هيئن چوڻ آهي تہ روح هڪ مخلوق شئي آهي جنهن جو طريقو الله تعالىٰ جل شانه هي مقرر فرمايو آهي تہ جڏهن هو جسم سان مليل هوندو آهي تہ جسم کي زنده رکندو آهي اهو جسم کان افضل آهي ۽ جسم کان جدا ٿي هو بہ موت جو ذائقو چکي ٿو ۽ جسم بہ روح کان جدا ٿي فنا ٿي ٿو وڃي. هيءَ تعريف ان ڪري ڪئي وئي آهي جو واقعو هي آهي تہ عقل ڪيفيت ۽ ماهيت(جي حقيقت معلوم ڪرڻ ۾ ) اهڙي طرح عاجز آهي جهڙي طرح نظر سج جي ڪرڻن جي سامهون عاجز ٿي پوندي آهي. جڏهن متڪلمين کي چيو ويو تہ موجودات جو انحصار هنن قسمن تي آهي، قديم ،جسم ، جوهر ۽ عرض تہ پوءِ روح جو ڪهڙي قسم سان تعلق آهي؟ تہ ان جي جواب ۾ ڪن ماڻهن چيو تہ هو عرض(غير مستقل صفت) آهي ۽ ڪن ماڻهن چيو تہ هو لطيف جسم آهي ۽ هڪ جماعت چيو تہ هو قديم آهي. ڇوتہ روح امر خداوندي آهي جنهن جو تعلق ڪلام سان آهي ۽ ڪلام قديم آهي. بهرحال جنهن مسئلي ۾ ايتري قدر اختلاف هجي ان ۾

خاموشي ئي بهتر هئي.

شيخ ابو طالب المکي رحمة الله عليه جي ڪلام سان جيڪو پاڻ پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهن هي ٿو معلوم ٿئي ته سندن رجحان طبع هي آهي ته ارواح جسم ۾ اعيان جو درجو ٿا رکن. اهوئي حال نفسن جو آهي. پاڻ فرمائن ٿا ته روح پلائيءَ لاءِ حرڪت ڪندو آهي ۽ انهيءَ حرڪت سان دل ۾ هڪ نور ظاهر ٿيندو آهي جنهن کي هڪ فرشتو خير جي ڳالهه ٻڌائيندو آهي پر جڏهن روح برائيءَ لاءِ حرڪت ڪندو آهي ته قلب ۾ هڪ قسم جي اونداهي ظاهر ٿيندي آهي. شيطان انهيءَ اونداهيءَ کي ڏسي هن کي گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

## مصنف جا خيال

روح جي باري ۾ مشائخ ڪرام جي خيالن جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ مان پنهنجي ذاتي راءِ ۽ تاويل جو اظهار ڪيان ٿو. حالانڪ هي منهنجي قطعي راءِ نه آهي ڇوته هن سلسلي ۾ دراصل خاموشيءَ کي ترجيح ٿو ڏيان. ان جي باوجود جيڪي ڪجهه منهنجي سمجهه ۾ آيو آهي اهو بيان ٿو ڪريان.

## علوي ۽ حيواني روح

انساني روح جيڪو علوي آهي ۽ آسماني آهي ان جو تعلق امر خداوندي سان آهي ۽ جيڪو روح حيواني ۽ بشري آهي ان جو تعلق عالم تخليق سان آهي. پوءِ به حيواني روح علوي روح جو مقام ۽ منزل آهي. حيواني روح لطيف آهي ۽ محسوس ۽ حرڪت ڪري ٿو سگهي اهو قلب کان اٿندو آهي. قلب مان مراد اهو مشهور شڪل جي گوشت جو ٽڪر جيڪو جسم جي کاٻي پاسي هوندو آهي هي روح ڦڙڪندو ماڻهن جي اندر جي سوراخن ۾ ڦيلبو آهي هي اهو روح آهي جيڪو سڀني حيوانن ۾ مشترڪ آهي. انهيءَ جي ذريعي ئي سڀ حواس قائم آهن اهوئي اهو روح آهي. جيڪو قدرت جي قانون جي مطابق غذا

سان زنده آهي ۽ علم طب جي قاعدي جي مطابق اخلاط جي مزاج کي معتدل رکندو آهي.

## نفس جي پيدائش

جڏهن انهيءَ روح جي اندر علوي ۽ انساني روح حلول کندو آهي تہ حيواني روح هن جي هم جنس ٿي ويندو آهي ۽ حيواني روح جدا ٿي هڪ نئين صفت اختيار کندو آهي يعني نفس بنجي ڱالهائڻ ۽ الهام جو مرڪز بنجي ويندو آهي. جيئن الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ: ونفس وما سوها فالهمها فجورها وتقواها(پ٣٠ والشمس) (۽ انهيءَ نفس جو قسم ۽ ان جو جنهن هن کي هموارڪيو ۽ هن کي بدڪاري ۽ پرهيزگاري سيکاري.

الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانہ نفس کي هن طرح هموار ڪيو آهي جو هن انساني روح جو حلول هن جي اندر ڪيو ۽ هن کي سڀني حيواني ارواحن جي جنس کان الڳ ڪيو اهڙي طرح نفس جو وجود علوي روح جي اچڻ سان الله رب العزت جي تخليق سان ٿيو. هي نفس در اصل انسان جو حيواني روح هو جيڪو علوي روح سان گڏجي عالم وجود ۾ آيو. هي ڪجهہ الله رب العزت جي حڪم ۽ امر سان ٿيو بلڪل جيئن حضرت حواءَ حضرت آدم جي ذريعي عالم خالق ۾ ظاهر ٿي ان کان پوءِ هنن ٻنهين روحن ۾ عشق و محبت جو تعلق ايترو تہ وڌيو جو جيڪڏهن ڪو هڪ ٻئي کان جدا پيو ٿئي تہ ان کي موت جو ذائقو محسوس ٿيندو هو جيئن الله تعاليٰ جل شانہ(حضرت آدم عليہ السلام جي باري ۾) فرمايو تہ: انهيءَ مان ئي اسان هن جي زال پيدا ڪئي جيئن ان سان مانوس ٿئي.

## قلب جو لطيفو

علوي روح حيواني روح سان مانوس ٿي نفس بنجي پيو ۽ روح جي نفس سان مانوس ٿيڻ جي نتيجي ۾ قلب پيدا ٿيو. هتي قلب مان مراد اهو لطيفو آهي جنهن جو مقام اهوئي گوشت جو ٽڪر(ظاهري دل) آهي

هتي انهيءَ گوشت جي ٽڪري جو تعلق عالم تخليق سان آهي ۽ انهيءَ لطيفي جو تعلق عالم امر سان، چنانچہ روح ۽ نفس سان انهيءَ لطيفي قلب جي پيدائش ائين ئي آهي جيئن حضرت آدم عليه السلام ۽ حوا سان عالم تخليق ۾ اولاد آدم جي پيدائش ٿي. جيڪڏهن انهيءَ جوڙي ۾ جنهن ۾ نفس بہ شامل آهي باهمي محبت نہ هجي ها تہ هي لطيفہ قلب بہ نہ پيدا ٿئي ها. بهرحال انهن قلبن مان هڪ قلب اهڙو هوندو آهي جيڪو پنهنجي پيءُ بزرگوار يعني علوي روح سان گهڻي محبت ڪندو آهي ۽ ان جي طرف گهڻو مائل آهي. اهائي اها دل آهي جنهن کي ايزدي تائيد حاصل آهي ۽ جنهن جو ذڪر رسول الله صلي الله عليه وسلم جن بہ فرمايو آهي. حضرت حذيفه رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ قلب چئن قسمن جا آهن:

١- اهو قلب جيڪو وسيع ميدان وانگر پاڪ ۽ صاف هجي ۽ اتي هڪ چراغ روشن هجي. هي مومن جو قلب آهي. ٢ هڪ قلب ڪارو ۽ انڌو هوندو آهي اهو ڪافر جو قلب آهي. ٣- هڪ قلب تي غلاف ويڙهيل آهي، هي منافق جو قلب آهي ۴- هڪ قلب پهلودار هوندو آهي جنهن ۾ ايمان ۽ نفاق ٻئي مليل هوندا آهن. ايمان جو مثال هن ۾ ائين آهي جيئن ڪا ڀاڄي هجي جنهن کي پاڪ پاڻي پاڻ ڏي ڇڪي ۽ نفاق جو مثال ائين آهي جيئن ڪو زخم هجي جنهن ۾ پرڻ ۽ ڦڪو پاڻي ڀريل هجي ۽ جيڪو بہ مادو ان تي غالب اچي ان جي مطابق ان کي سمجهيو ويندو آهي.

جهڪيل ۽ الٽو قلب پنهنجي ماءُ جي طرف، جيڪو نفس امارو آهي مائل ٿيندو آهي. هڪدل اهڙي بہ هوندي آهي جيڪا هنن ٻنهي مان ڪنهن هڪ ڏي مائل ٿيندي گهبرائيندي آهي. چنانچہ جنهن طرف دل جو رجحان غالب هوندو آهي ان جي مطابق ان جي نيڪ بختي ۽ بدبختيءَ جو دارومدار هوندو آهي.

## عقل جو تعلق

عقل علوي روح جو اصل جوهر ان جو ترجمان ۽ ان جو رهنما آهي.

هن جو روحاني قلب ۽ پاڪيزه نفس مطمئنہ سان اهوئي تعلق آهي جهڙو هڪ شفيق پيءُ جو پنهنجي سعادتمند پٽ سان يا جيئن هڪ مڙس پنهنجي زال جو خيال رکندو هجي. پر هن عقل جي انڌي قلب ۽ نفس اماره سان تعلق بلڪل ائين آهي جهڙو هڪ پيءُ جو نافرمان پٽ سان ۽ هڪ مڙس جو بداخلاق زال سان تعلق هوندو آهي. چنانچہ ڪڏهن هو بي رخي ڪندو آهي ۽ ڪڏهن هو انهن ٻنهين جي تدبيرن جي طرف متوجه هوندو آهي. ڇوتہ هو انهن کان بي نياز نہ ٿو رهي سگهي.

## عقل جو مقام

عقل جي محل ۽ مقام جي باري ۾ بہ ماڻهن جو اختلاف آهي. ڪوچئي ٿو تہ ان جو مقام دماغ آهي ۽ ڪو چئي ٿو تہ ان جو مقام قلب آهي هي سڀ اصل حقيقت کان ناواقف آهن ان جو سبب اهو آهي تہ عقل ڪي خود هڪ جاءِ ۽ هڪ رخ تي قرار ڪونهي. ڪڏهن هن جو توجه فرمانبردار جي طرف هوندو آهي ۽ ڪڏهن نافرمان جي طرف رخ هوندو آهي. دل ۽ دماغ جو وري انهن ٻنهين سان تعلق هوندو آهي چنانچہ جڏهن عقل نافرمان جي اصلاح جي طرف متوجه نظر ايندو آهي تہ چيو ويندو آهي تہ ان جو مرڪز دماغ آهي ۽ جڏهن فرمانبردار جي تدبير ۾ لڳي ويندو آهي تہ چيو ويندو آهي تہ ان جو نڪاڻو دل آهي.

## متاهين عالم سان تعلق

علوي روح پنهنجي بلنديءَ جي سبب نهايت شوق ۽ ذوق ۽ ڪائنات کان بي نياز ٿي پنهنجي موليٰ جو رخ ڪندو آهي. جيئن تہ ڪائنات ۾ قلب ۽ نفس بہ شامل آهن، ان ڪري جڏهن روح متاهين عالم جو رخ ڪندو آهي تہ قلب هڪ سعادتمند پٽ وانگر شوق ۽ محبت جي جذبي ڪي ظاهر ڪندو آهي ۽ نفس بہ قلب کان جيڪو فرزند وانگر آهي اهڙي طرح مامتا جو اظهار ڪندو آهي جهڙي طرح هڪ مامتا ڀري ماءُ پنهنجي پٽ سان محبت جو اظهار ڪندي آهي.

جڏهن نفس شوق جو اظهار ڪري ته اهو عالم ارضيءَ کان بلند ٿي ويندو آهي ۽ عالم سفليءَ ۾ هن جون ڦڙڪندڙ رڳون سڪڙجي ونديون آهن نه صرف هن جي خواهش دٻجي ويندي آهي بلڪ حرص ۽ هوا جي مادي جو به خاتمو ٿي ويندو آهي ۽ نفس دنيا کان ڪناره ڪشي ڪري هن ڏوڪي جي گندگيءَ کان نجات حاصل ڪري عالم جاودانيءَ جي طرف رخ ڪندو آهي.

## عالم ارضيءَ سان تعلق

ڪڏهن نفس جي پنهنجي فطري خواهش ۽ مادري شفقت جي ڪري عالم ارضيءَ جي طرف ڪشش ٿيندي آهي ڇوته هو پنهنجي هم جنس حيواني روح سان مرڪب آهي ۽ عنصرن جي طرف جيڪي عالم سلفيءَ جا رڪن آهن هن جو حجاب غالب آهي. جيئن خداوند تعالىٰ فرمائي ٿو ته: جيڪڏهن اسين چاهيون ها ته ان کي بلند ڪري ڇڏيون ها، پر هو زمين تي رهيو ۽ پنهنجي خواهش جي پيروي ڪيائين.

بهرحال جڏهن نفس مادري تعلق جي بنياد تي زمين سان مانوس ٿيندو آهي ته قلب ان جي طرف اهڙي طرح مائل ٿيندو آهي جهڙي طرح هڪ ٻار پنهنجي ڪمزور ۽ ناقص ماءُ ڏي مائل ٿيندو آهي ۽ پنهنجي ڪامل ۽ طاقتور سليم الطبع پيءُ جي طرف رخ نه ڪندو آهي. روح به پنهنجي پٽ يعني قلب جي طرف مائل ٿيندو آهي جهڙي طرح هڪ پيءُ جي دل پنهنجي فرزند جي طرف ڇڪبي آهي. اهڙي صورت ۾ هو پنهنجي مولىٰ جا حق ادا ڪرڻ ۾ پوئتي رهجي ويندو آهي. چنانچه هنن ٻنهين قسمن جي ڇڪتاڻ ۾ هن جي سعادتمندي ۽ بدبختي ظاهر ٿي پوندي آهي اهوئي قادر مطلق جو فيصلو ۽ تقدير آهي.

حضرت دائود عليه السلام هڪ دفعي پنهنجي فرزند حضرت سليمان عليه السلام کان پڇيو ته تنهنجي عقل جو مقام ڪاٿي آهي؟ هن فرمايو ته "قلب ۾" ڇوته اهو روح جو قالب آهي ۽ روح زندگيءَ جو

سرچشمو آهي.

## روح جا قسم

شيخ ابو سعيد القرشي رحمه الله عليه جن فرمايو تہ روح ٻن قسمن جو هوندو آهي: ١- زندگيءَ جو روح ٢- موت جو روح. جڏهن اهي ٻئي گڏ ٿيندا آهن تہ جسم کي عقل ۽ شعور حاصل ٿيندو آهي. موت جو روح اهوئي آهي جو جڏهن اهو جسم مان نڪرندو آهي تہ زنده انسان مڙدو ٿي ويندو آهي ۽ زندگيءَ جو روح اهو آهي جنهن جي ڪري ساهہ جون ناليون جاري آهن ۽ کائڻ پيئڻ وغيره جي طاقت حاصل ٿيندي آهي.

## روح ۽ نفس

ڪنهن بزرگ جو قول آهي تہ روح هڪ پاڪيزه ۽ ٿڌي هوا آهي جنهن تي زندگيءَ جو دارومدار آهي ۽ نفس هڪ گرم هوا آهي جنهن جي ڪري خراب حرڪتون ۽ بريون ڳالهيون ظاهر ٿينديون آهن انهيءَ ڪري هي محاورو مشهور آهي تہ: هن جو دماغ گهڻو گرم آهي.

بهرحال هن باب ۾ اسان نفس جي اصل حقيقت جي باري ۾ مشائخ ڪرام جا خيال بيان ڪيا انهن مان اها حقيقت بہ واضح ٿي پوي ٿي تہ نفس کان برن فعلن ۽ برن اخلاقن جو اظهار بہ ٿيندو آهي. ان جو علاج مناسب مجاهدن ۽ رياضتن سان ٿي ٿو سگهي ۽ برا افعال ۽ برا اخلاق انهن جي ذريعي تبديل ٿي ٿا سگهن.

حضرت سعيد بن ابي هلال فرمائن ٿا تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هيءَ آيت تلاوت فرمائيندا هئا:

قَدْ اَفْلَحَ مَنْ ذَكّٰهَا (پ٣٠ والشمس) || جنهن تزڪيہ نفس ڪيو اهو ڪامياب ٿيو.

(جنهن نفس کي برين ڳالهين ۽ برين عادتن ۽ برين خواهشن کان پاڪ ڪيو "تزڪيہ نفس ڪيو" اهو ڪامياب ٿيو) تہ پاڻ سڳورا ﷺ ٿورو ترسي هيءَ دعا پڙهندا هئا:

اللهم ات نفسي تقواها وانت وليها ومولاها وزكها انت خير من زكها.

چون ٿا تہ نفس هڪ لطيف شيءِ آهي جيڪا جسم ۾ موجود آهي برا اخلاق ۽ بريون صفتون انهيءَ کان ئي سرزد ٿينديون آهن. روح بہ اها لطيف شيءِ آهي جيڪو قلب ۾ موجود هوندو آهي ۽ هو سٺن اخلاقن ۽ صفتن جو سرچشمو آهي. جهڙي طرح اک ڏسڻ جو مقام ۽ ڪن ٻڌڻ جي طاقت، نڪ سنگهڻ لاءِ ۽ زبان چکڻ لاءِ آهن، اهڙيءَ طرح نفس خراب اخلاقن جو مرڪز ۽ روح سهڻن اخلاقن جو سرچشمو آهي.

نفس جون بنيادي صفتون

نفس جي سيني اخلاقن ۽ صفتن جا بہ بنياد آهن: ۱- ڪاوڙ ۽ جلد بازي ۲- طمع. هن جي ڪاوڙ جهالت جي ڪري آهي ۽ طمع حرص جي ڪري هوندي آهي. ڪاوڙ جي حالت ۾ نفس کي هڪ گول بال سان تشبيهہ ڏني وئي آهي، جيڪو هڪ صاف ۽ سڌي مقام تي هجي. جيڪو پنهنجي فطرت جي مطابق هميشه حرڪت ۾ رهندو آهي. حرص جي ڪري نفس جو مثال ائين آهي جيئن هڪ پروانو بتيءَ جي روشنيءَ تي ڪري ۽ ٿوري روشني تي قناعت نہ ڪندي روشنيءَ جي مرڪز تي ڪري پنهنجو پاڻ کي تباهہ ڪري.

ڪاوڙ جو نتيجو جلد بازي ۽ بي صبري آهي حالانڪ صبر عقل جو جوهر آهي. ڪاوڙنفس جي اها بنيادي خامي آهي جنهن کي صبر سان ئي قابو ڪري ٿو سگهجي.

عقل جي ذريعي خواهشن جو خاتمو ٿيندو آهي ۽ هي حرص ۽ طمع آهي. جنهن جو حضرت آدم عليه السلام کان مظاهرو ٿيو ڇوتہ حضرت آدم هميشه رهڻ جي آرزو ڪئي هئي ۽ انهيءَ جي شوق ۾ منع ڪيل ڦل کاڌائين.

## فطري صفتون

ڪن نفساني صفتن جو تعلق انسان جي پيدائش جي وقت سان

آهي. مثلاً انسان خاڪ مان پيدا ٿيو ان ڪري هن ۾ جيڪو ضعف ۽ ڪمزوري ملي ٿي اها خاڪ جي ڪري آهي. هن ۾ بخل جو معدو آلي مٽيءَ جي ڪري آهي ۽ شهوت سڙيل چڪي مٽيءَ مان پيدا ٿي. جهالت جو وجود وڄڻ واري مٽيءَ جي ڪري آهي. قرآن مجيد ۾ اهو به آيو آهي ته اها مٽي ٺيڪري وانگر ٿي وئي هئي. ان ڪري ان ۾ شيطانيت به اچي وئي ڇو ته ٺيڪرانو باهه مان ٺهندو آهي. لهٰذا شيطانيت جي ڪري هن ۾ مڪر و فريب ۽ حسد جو مادو موجود آهي.

جيڪو شخص نفس جي فطرت ۽ پيدائش کان واقف ٿي وڃي ان کي هن ڳالهه جو چڱي طرح علم هوندو آهي ته خالق ڪائنات جي مدد کان سواءِ نفس کي قابو نه ٿو ڪري سگهجي. ان ڪري انسانيت جي تڪميل انهيءَ وقت ئي ٿي سگهي ٿي جڏهن حق جو بندو علم ۽ انصاف جي ذريعي حيواني خواهشن جو علاج ڪري ۽ زيادتي ۽گهٽتائيءَ کان بچي، ان صورت ۾ هن جي انسانيت ۽ ان جو مفهوم مضبوط ٿيندو آهي. هن کي شيطاني صفتن ۽ برن اخلاقن کي سڃاڻي انسانيت جي ڪمال کان واقف ٿيڻ گهرجي ۽ ڪڏهن به برا اخلاق اختيار نه ڪرڻ گهرجن.

انسان تي انهن برن اخلاقن جو انڪشاف به هئڻ گهرجي جيڪي ربوبيت جي صفتن کان کسيا ويا هجن جيئن وڏائي تڪبر، عزت، غرور ۽ خود بيني وغيره هن کي سمجهڻ گهرجي ته خالص بندگي اهائي آهي ته هو رباني وصفن کي کسڻ ڇڏي ڏئي.

الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي ڪلام ازليءَ ۾ نفس جو ٽن طريقن سان ذڪر ڪيو آهي ڪڏهن هن کي نفس مطمئنه فرمايو آهي ڪڏهن نفس لوامو (ملامت ڪرڻ وارو) چيو آهي ۽ ڪڏهن نفس امارو (برن ڪمن جو حڪم ڏيڻ وارو) جي نالي سان ياد ڪيو ويو آهي.

## نفس جون ٽي حالتون

حقيقت ۾ نفس هڪ ئي آهي مگر هن جون صفتون مختلف آهن.

جڏهن قلب کي مکمل سڪون حاصل ٿيندو آهي تہ هو نفس کي بہ سڪون ۽ اطمينان جي خلعت پارائيندو آهي. جڏهن سڪون سان ايمان ۾ اضافو ٿيندو آهي تہ ايمان جو عطيو حاصل ڪرڻ کان پوءِ قلب روح جي مقام تي پهچي ويندو آهي ۽ جڏهن قلب روح جي مقام تي پهچي وڃي تہ نفس قلب جو رخ ڪندو آهي اتي پهچي هن کي مکمل اطمينان حاصل ٿيندو آهي پر جڏهن هن کي پنهنجي قدرتي مرڪز ۽ طبعي خواهشن کان پٽي ڇڏجي ۽ هو اطمينان ۽ سڪون جي مقام جي تلاش ۾ ڀٽڪندو رهي تہ ان وقت اهو نفس لوامو بنجي ويندو آهي ڇوتہ هو پنهنجو پاڻ تي ان لاءِ ملامت ڪندو آهي تہ هو مقام سڪون کان باخبر آهي ۽ ان کي ڌوهيائين ان کان بعد جڏهن نفس پنهنجي اصل مقام تي موٽي وڃي تہ اهو نفس امارو بنجي برائيءَ جو حڪم ڏيڻ لڳندو آهي. جيڪڏهن هو پنهنجي مقام تي پهچي وڃي جتي علم ۽ معرفت جو نور نہ ٿو پهچي تہ هو اونڌهہ ۾ ماڻهن کي محض برائيءَ تي آماده ڪرڻ لڳندو آهي بلڪ اهڙي موقعي تي روح ۽ نفس جو مقابلو بہ ٿيندو آهي. ڪڏهن روحاني جذبات قلب تي غالب اچي ويندا آهن ۽ ڪڏهن نفساني جذبات جو انهن تي تسلط هوندو آهي.

## سرباطن

سرباطن ۾ صوفيا ڪرام جو اختلاف آهي ڪن صاحبن ان کي قلب کان پوءِ ۽ روح کان پهريائين بڌايو آهي ۽ ڪن ان کي روح کان پوءِ بڌايو آهي، بلڪ ان کان بہ اعليٰ ۽ لطيف تر قرار ڏنو ويو آهي ۽ هي بہ چيو آهي تہ سرباطن مشاهدي جو ۽ روح محبت جو مقام آهي ۽ قلب معرفت جو مقام آهي ۽ اهو سر باطن جنهن جي طرف صوفيا ڪرام اشارو ڪيو آهي ان جو ڪتاب الله ۾ ڪو ذڪر ڪونهي بلڪ ڪلام الله ۾ صرف روح ۽ نفس انهن جون گوناگون صفتون، قلب، فواد ۽ عقل جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جيئن تہ الله رب العزت جي ڪلام ۾ متئين

مفهوم جي مطابق ذڪر ڪونهي ۽ ان ۾ صوفيا ڪرام جو هي اختلاف
بہ آهي تہ ڪي صاحب ان کي روح کان گهٽ ٿا سمجهن ۽ ڪي صاحب ان
کي روح کان بہ لطيف تر قرار ٿا ڏين، ان ڪري اسين هن جي اصل
حقيقت پيش ٿا ڪريون.

## سر جا ٻہ قسم

اسان جي خيال ۾ جنهن کي سرباطن چيو ٿو وڃي اها ڪا اهڙي
شيءِ ناهي جنهن جو روح ۽ نفس وانگر مستقل وجود هجي بلڪ ان جي
صورت اها آهي تہ جيڪڏهن نفس پاڪ ۽ صاف ٿي وڃي تہ روح نفس
جي اونداهي جي قيد کان آزاد ٿي قرب جي بلند درجن تي چڙهڻ لڳندو
آهي. انهيءَ موقعي تي قالب بہ پنهنجي مرڪز کان هٽي روح جي طرف
ڏسڻ لڳندو آهي ۽ ان ۾ هڪ وڏيڪ صفت بہ پيدا ٿي ويندي آهي جن
ماڻهن کي ان جو علم ٿيندو آهي اهي انهيءَ وڏيڪ صفت کي قلب
کان بہ وڏيڪ پاڪ ڏسندا آهن، ان ڪري هو هن جو نالو سر(باطن)
رکندا آهن. جهڙي طرح روح جي ڳولا ۾ قلب کي هڪ وڏيڪ صفت
حاصل ٿيندي آهي، ساڳي طرح روح بہ عروج جي وقت هڪ وڏيڪ صفت
حاصل ڪندو آهي جيڪي ان کي معلوم ڪري وٺندا آهن اهي ان جو
نالو بہ سر رکندا آهن. لهاذا اختلاف جي صورت انهيءَ ڪري پيدا ٿيندي
آهي تہ اهو سر جنهن کي روح کان بہ لطيف تر سمجهيو ويندو آهي ان
مان مراد اهو روح آهي جنهن ۾ عام مشاهدي جي روح جي برخلاف
ذڪر ڪيل خاص صفت هوندي آهي ۽ اهو سرباطن جيڪو روح کان
پهريائين هوندو آهي ان مان مراد اهو قلب آهي جنهن ۾ هڪ خاص ۽
وڏيڪ صفت ملي ٿي.

روح ۽ قلب جي اهڙي ترقيءَ سان گڏوگڏ نفس بہ ترقي ڪري قلب
جي مقام تي پهچندو آهي ۽ پنهنجي اصلي حالت تبديل ڪري نفس
مطمئنہ بنجي ويندو آهي ۽ پهرين کان وڏيڪ گهٽڻ دلي مقصدن جي

تمنا ڪندو آهي ڇوتہ ان وقت قلب بہ پنهنجي مولا جي مرضيءَ تي ويندو آهي ۽ پنهنجي ذاتي ارادن اختيارن کان بيزار ٿي ويندو آهي. جيئن تہ هو پنهنجا ذاتي ارادا ۽ اختيار ڇڏي وهندو آهي ان ڪري خالص بندگي ۽ عبوديت جي چاشنيءَ کان واقف ٿي ويندو آهي.

## عقل جي فضيلت

عقل روح جي زبان ۽ بصيرت جو ترجمان آهي. بصيرت روح جي لاءِ قلب وانگر آهي ۽ عقل ان جي لاءِ زبان جو ڪم ڏيندو آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ رسول ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعاليٰ جل شانه سڀ کان پهريائين عقل کي پيدا ڪيو ۽ ان کي فرمايو تہ "اڳتي وڌ" هو اڳتي آيو وري فرمايو تہ"واپس وڃ" تہ هو واپس هليو ويو وري ان کي چيو ويو تہ"ويهي رهہ" تہ هو ويهي رهيو. وري ان کي فرمايو تہ"ڳالهاءِ" تہ هو ڳالهائڻ لڳو وري چيائين تہ "خاموش ٿي وڃ" تہ هو خاموش "ي ويو ان کان پوءِ الله تعاليٰ جل شانہ فرمايو تہ منهنجي عزت ۽ جلال ۽ عظمت ۽ ڪبريائيءَ ۽ جاهہ و جبروت جو قسم! مون توکان وڌيڪ محبوب ۽ معزز ڪابہ مخلوق ڪانہ پيدا ڪئي. ڇوتہ تون ئي منهنجي معرفت جو ذريعو آهين ۽ تنهنجي ئي ڪري منهنجو حمد ۽ ثنا ٿيندي، اطاعت ڪئي ويندي ۽ تنهنجي معيار جي مطابق ماڻهن سان ڏيڻ وٺڻ جو سلوڪ ڪندس. منهنجو ڪتاب بہ توتي نازل ٿيندو ۽ ثواب بہ توکي ملندو مون بهترين شيءِ يعني صبر جي ذريعي تنهنجو احترام ڪيو آهي.

## عقل جي اهميت

پاڻ سڳورن ﷺ اهو بہ فرمايو تہ: توهان ڪنهن شخص جي اسلام آڻڻ تي خوش نہ ٿيو جيستائين هن جي عقل جو اندازو نہ ڪيو.

حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها جن هڪ دفعي پاڻ سڳورن ﷺ کان پڇيو تہ يا رسول الله صلي الله عليه وسلم! ماڻهن جي فضيلت جو ڪهڙي شيءِ سان اندازو لڳايو ويندو آهي. فرمايائون تہ دنيا

۽ آخرت ۾ عقل جي ذريعي اندازو ڪيو ويندو آهي. حضرت عائشه رضي الله عنها جن عرض ڪيو تہ ڇا ماڻهن کي انهن جي عملن جي ڪري سزا ۽ جزا ڪانہ ٿيندي؟ فرمايائون تہ الله رب العزت جي اطاعت اهوئي ڪندو آهي جنهن ۾ عقل هوندو آهي ۽ جيترو عقل هوندو آهي ان جي مطابق ماڻهو عمل ڪندا آهن ۽ جيترو عمل هو ڪندا آهن ان جي مطابق انهن کي بدلو ملندو.

وڏيڪ فرمايائون تہ هڪ شخص مسجد جي طرف روانو ٿئي ٿو ۽ اتي نماز پڙهي ٿو پر هن جي نماز مڇر جي پر جي برابر بہ نہ هوندي آهي، هڪ ٻيو شخص مسجد ۾ اچي نماز پڙهي ٿو ان جي نماز احد جبل جي برابر ٿي وڃي ٿي. بشرطيڪ هو هن کان وڏيڪ عقلمند هجي. ماڻهن پڇيو تہ اهو ڪيئن عقلمند بنجي ٿو سگهي؟ فرمايائون تہ ان جي صورت اها آهي تہ هو هنن ماڻهن کان وڏيڪ حرام ڪمن کان بچي ۽ نيڪ ڪمن جو گهڻو شائق هجي چاهي عمل ۽ نفلن ۾ ان کان گهٽ ئي ڇو نہ هجي.

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ هيءَ حقيقت آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ عقل کي پنهنجي ٻانهن جي وچ ۾ جدا جدا تقسيم فرمايو انهن جو علم، نيڪي نماز ۽ روزو برابر ٿي سگهي ٿو پر هنن جي عقل ۾ ايتري قدر فرق هوندو آهي جيئن احد جبل جي مقابلي ۾ ڪو ذرو هجي.

حضرت وهب بن منبہ فرمايو تہ: مون ستر ڪتابن ۾ پڙهيو آهي تہ تخليق عالم جي آغاز کان هينئر تائين سڀني اهل دنيا کي جيڪو عقل ڏنو ويو آهي اهو رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي عقل جي مقابلي ۾ اهڙو آهي جيئن سڄي دنيا جي ريگستانن جي مقابلي ۾ واريءَ جو هڪ ذرو.

## عقل جي حقيقت

عقل جي ماهيت ۽ حقيقت جي باري ۾ به ماڻهن ۾ اختلاف آهن. هن باري ۾ گهڻو ڪجهه بيان ڪيو ويو آهي پر اسان جو اهو مقصد نه آهي ته اسين سڀ قول نقل ڪيون تاهم ڪجهه اقوال بيان ڪيون ٿا.

هڪ جماعت جي اها راءِ آهي ته عقل جو علمن سان تعلق آهي ڇوته جيڪو علم کان خالي هوندو ان کي عقلمند نه ٿو چئي سگهجي پر سڀ علم عقل ۾ داخل نه آهن ڇوته اهو شخص جيڪو اڪثر علمن کان ناواقف هجي ان کي به عقلمند چيو ويندو آهي. اهل علم به چيو آهي ته عقل جو تعلق علمي نظريه سان نه آهي. ڇوته غور ۽ فڪر جو ابتدائي شرط هي آهي ته شروع کان عقل ڪامل هجي لهاذا انهن جو ضروري علمن سان تعلق آهي پر سڀ علم ضروريه ان ۾ داخل نه آهن ڇوته مختل الحواس انسان به عقلمند هوندو آهي حالانڪ ضروري علمن جا ڪي درجا ان ۾ نه ٿا ملن.

ڪن اهل علم جو قول آهي ته عقل، علمن جو قسم ناهي ڇوته جيڪڏهن هي علم جو قسم هجي ها ته اهو فيصلو ڪرڻو پوي ها ته جيڪو غافل ۽ عالم فراموشيءَ ۾ هجي اهو عقلمند نه ٿو ٿي سگهي حالانڪ اسين ڏسون ٿا ته عقلمند اڪثر غافل رهندا آهن. هو اهو چوندا آهن ته عقل هڪ حقيقت آهي جنهن ۾ علمن کي حاصل ڪرڻ جو استعداد هوندو آهي.

## فطري استعداد

هڪ وڏي بزرگ شيخ حارث بن اسد المحاسبي رحمۃ الله عليه جن فرمايو اهي ته عقل هڪ فطري ملڪه آهي جنهن کان علمن جي حاصل ڪرڻ جو استعداد حاصل ٿيندو آهي. هن قول مان اسان جي انهيءَ دعوي جي تصديق ٿئي ٿي ته عقل روح جي زبان آهي ڇوته روح خداوند ڪريم جو حڪم آهي ۽ انهيءَ ئي اهو امانت جو بار کنيو جنهن جي کڻڻ جو آسمان

۽ زمين انڪار ڪري چڪا هئا ۽ اهوئي اهو مقام آهي جتان عقل جي نور جو فيض جاري ٿو ٿئي ۽ عقل جي نور سان ئي سڀ علم صورت پذير ٿيندا آهن. ان ڪري عقل سڀني علمن جي لاءِ لوح ۽ مڪتوب وانگر آهي.

## سڌو ۽ ابتو عقل

عقل ڪڏهن ابتو ٿي نفس جي طرف مائل ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن صحيح ۽ سڌو هوندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن جو عقل اونڌو ٿي نفس جي طرف مائل ٿئي ته هو ان کي ڪائنات جي جزن ۾ منتشر ۽ خراب ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان ۾ بي اعتدالي اچي ويندي آهي. جنهن جي ڪري هو هدايت جي رستي کان ڀٽڪي ويندو آهي پر جنهن جو عقل سڌو ۽ درست هجي ته عقل کي ان بصيرت جي تائيد حاصل ٿي ويندي آهي جيڪو روح جي لاءِ قلب وانگر آهي ان وقت ان کي خالق ڪائنات جي هدايت بہ نصيب ٿيندي آهي ۽ هو خالق جي ذريعي ڪائنات کي بہ سڃاڻندو آهي.

هي هدايت وارو عقل چئبو آهي لهاذا جڏهن الله تعالىٰ جل شانہ هن کي ڪنهن سني ڪم ڏي لڳائڻ گهري تہ ان جي صحيح رهنمائي ڪندو آهي ۽ جڏهن هو ڪنهن ڪم کي ناپسند ڪري تہ ان کي انهيءَ ڪم کان روڪي ڇڏيندو آهي. اهڙو دشمن هميشه خداءِ عظيمرجي رضا لاءِ ئي سڀ ڪجهہ ڪندو آهي ۽ انهن ڳالهين کان پرهيز ڪندو آهي جيڪي هن جي غيض ۽ غضب جو سبب هجن. جيتري قدر عقل سڌو هجي ۽ ان کي بصيرت جي تائيد حاصل هجي اوتري قدر هو ماڻهن کي نيڪي جي طرف صحيح رهنمائي ڪندو ۽ گمراهيءَ کان روڪندو آهي.

## عقل جا قسم

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ عقل جا ٻہ قسم آهن هڪڙو عقل اهو آهي جنهن جي ذريعي دنيا جي ڪمن تي غور ڪيو ويندو آهي ٻيو عقل

اهو آهي جنهن جي ذريعي آخرت جي ڪمن جي بصيرت حاصل ٿيندي آهي. چون ٿا تہ پهريون عقل روح جي نور کان حاصل ٿيندو آهي ۽ ٻئي عقل جو تعلق هدايت جي نور سان آهي انهيءَ ڪري پهرئين عقل جو وجود سڀني عام ماڻهن ۾ آهي ۽ ٻيو عقل مشرڪن ۾ مفقود ۽ توحيد پرستن ۾ موجود هوندو آهي.

عقل جو سبب هي آهي تہ جهالت سراسر اونداهي آهي انهيءَ اونداهيءَ ۾ عقل جو نور انساني بينائيءَ تي غالب اچي ويندو آهي تہ اونداهي پري ٿي ويندي آهي ۽ هو ڏسڻ لڳندو آهي، لهاذا عقل جهالت کي پابند ڪري ڇڏيندو آهي.

## عقل ۽ شريعت

چون ٿا تہ ايمان جي عقل جو مرڪز قلب آهي ۽ ان جي عمل جو مقام سيني ۾ دل جي ٻنهين اکين جي وچ ۾ آهي ٻن قسمن جو ناهي. البت جيڪڏهن عقل درست ۽ سڌو آهي تہ ان کي بصيرت جي تائيد حاصل ٿيندي آهي ۽ نہ صرف اهو معتدل رهندو آهي بلڪ ان جي ذريعي سڀ شيون پنهنجي اصل مقام تي برقرار رهنديون آهن. اهوئي عقل آهي جيڪو شريعت جي نور سان منور هوندو آهي. دراصل هن جي درستي ۽ اعتدال هن کي شريعت جي نور سان منور هئڻ جو موقعو ڏنو آهي جيڪو رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي زبان سان ادا ٿيو آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ سندن ﷺ روح مبارڪ بارگاهہ الاهي جي گهڻو ويجهو هو ۽ سندس ﷺ بصيرت کي جيڪا روح جي لاءِ قلب وانگر آهي خداءِ عظيم جي عظيم قدرت ۽ ان جي نشانين سان مڪاشفات مليا ۽ سندن ﷺ عقل بصيرت جي تائيد سان صحيح رهيو.

## بصيرت

بصيرت نہ صرف انهن علمن جو احاطو ڪري ٿي جن کي عقل مڪمل طور تي حاصل ٿو ڪري بلڪ هوءَ انهن علمن کي بہ پنهنجي اندر

سمائي ٿي جيڪي عقل جي دائري کان ٻاهر آهن. ان جو سبب هي آهي ته بصيرت کي انهن خداوندي ڪلمن کان فيض حاصل آهي جيڪي فنا نه ٿا ٿي سگهن چاهي سمنڊ خشڪ ٿي وڃي. عقل بصيرت جي ترجمان آهي انهيءَ ڪري بصيرت پنهنجون ڪجهه ڳالهيون ان تائين پهچائي ٿي جيئن قلب زبان جي ذريعي ڪي ڳالهيون ٻڌائيندو آهي ۽ ڪي ڳالهيون زبان سان ادا نه ڪندو آهي.

## ملڪ و ملڪوت

اهي ماڻهو جيڪي صرف عقل کي پنهنجو معيار قرار ڏيندا آهن ۽ شريعت جي نور کان مستفيض نه ٿا ٿين اهي ڪائنات جي علمن ۽ ان جي ظاهري حصي کان واقف ٿي ويندا آهن. پر اهي ماڻهو جن جا عقل شريعت جي نور سان منور هجن انهن کي بصيرت حاصل ٿيندي آهي هي ماڻهو ڪائنات جي باطني حصي کان جنهن کي ملڪوت چوندا آهن. واقف ٿي ويندا آهن. پر هن عالم ملڪوت جو انڪشاف صرف ارباب بصيرت ۽ حقيقت جي لاءِ مخصوص آهي ۽ اهي ماڻهو جيڪي بصيرت کي ڇڏي صرف عقل تي اڪتفا ڪندا آهن. اهڙي قسم جي مڪاشفات کان محروم رهندا آهن.

هڪ بزرگ جو قول آهي ته عقل جا ٻه قسم آهن پهريون عقل هدايت جي لاءِ هوندو آهي ان جو مرڪز قلب آهي ۽ ان جو مقام عمل دل جي ٻنهين اکين جي وچ سيني ۾ آهي. ٻئي عقل جو مرڪز دماغ آهي ۽ ان جو مقام عمل دل جي ٻنهين اکين جي وچ ۾ سيني ۾ هوندو آهي. پهرئين عقل جي ذريعي انسان آخرت جي ڪمن کي سنواريندو آهي ۽ ٻئي عقل جي ذريعي دنيا جي ڪمن کي درست ڪندو آهي.

اسان جيڪو عقل کي هڪ چيو آهي ته اهو انهيءَ صورت ۾ آهي جڏهن جو ان کي بصيوت جي تائيد حاصل هجي. جيڪڏهن هو انهيءَ کان محروم آهي ته اهو صرف هڪ ئي ڪم ڪري ٿو سگهي.

اسان هن باب جي شروعات ۾ نفس مطمئنہ ۽ نفس اماره جي سلسلي ۾ جيڪي ڪجهہ ذڪر ڪيو آهي ان مان انسان کي اهوئي اندازو ٿو ٿئي تہ عقل هڪ آهي جنهن کي ڪڏهن بصيرت جي تائيد حاصل ٿيندي آهي ۽ ڪڏهن ان کان محروم هوندو آهي.

باب ۵۷

# دلي تصورن جي سڃاڻپ

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آدم عليه السلام جي اولاد تي شيطان ۽ فرشتا ٻئي اثر انداز ٿيندا آهن. شيطان انهن جي اندر برائي ٿو وجهي ۽ حق ڳالهہ جو انڪار ٿو ڪري. پر فرشتا ڀلائيءَ جو وعدو ۽ حق جي تصديق ڪندا آهن. ان لاءِ جيڪڏهن ڪي ڀلائي جو حصو ملي تہ سمجهي تہ اهو خدا وند ڪريم جي طرف کان آهي ۽ خدا جو شڪر ادا ڪري جيڪڏهن شيطاني اثر هجي تہ شيطان کان پناهہ حاصل ڪرڻ ۾ خداوندڪريم کان مدد گهري ان کان پوءِ پاڻ هيءَ آيت پڙهيائون:

ترجمو: شيطان توهان سان مفلسي جو وعدو ٿو ڪري ۽ برن ڪمن جو حڪم ٿو ڏئي.

دراصل انهن ٻنهين اثرن کي معلوم ڪرڻ جي اهوئي ڪوشش ٿو ڪري جيڪو سچو طالب هجي ان جي اهڙي تہ طلب هجي جيئن هڪ اڃايل پاڻيءَ جو طالب هوندو آهي. اهڙو شخص انهن خطرن فائدن ۽ نقصانن کي چڱي طرح ڄاڻي ٿو ڇوتہ هو يقين ڪامل ۽ اهل ايمان جي فيض جي ڪري روحانيت جي اعليٰ مرتبي تي هوندو آهي اهوئي سبب آهي جو انهن اندروني اثرن ۽ دل جي وسوسن کي اهي ئي ماڻهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن جيڪي بارگاهہ جا مقرب هجن يا انهن جي رستي تي هلندڙ هجن ۽ اهي ماڻهو جيڪي نيڪ ماڻهن جي طريقي تي هلندڙ هجن ڪڏهن ڪڏهن هن طرف متوجه ٿيندا آهن سبب اهو آهي تہ انهن جي طلب بقدر همت ۽ شوق ۽ بقدر فيض حق هوندي آهي.

پر جيڪي عام مسلمان آهن اهي هنن شيطاني ۽ ملڪوتي اثرن کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪندا آهن ۽ نہ وري ان جو فرق محسوس ڪري سگهندا آهن.

## قلب جي صفائي

ڪي دل جا تصور(خيال) خداوند ڪريم جي طرف کان پيغام بنجي ايندا آهن جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي تہ: منهنجو قلب اهڙو آهي جو جيڪڏهن ان جي نافرماني ڪيان تہ اهو الله رب العزت جو گناهہ هوندو. هيءَ حالت انهن ماڻهن جي هوندي آهي جن جو قلب درست هجي. قلب جي استقامت نفس جي اطمينان سان ٿيندي آهي ۽ جڏهن نفس مطمئن هجي تہ شيطان مايوس ٿي ويندو آهي پر جيڪڏهن نفس جنبش ڪري تہ قلب جي پاڪيزگي خراب ٿي پوندي آهي ۽ جڏهن دل ۾ خرابي يا ڪدورت اچي وڃي تہ شيطان بگاڙڻ جي اميد ۾ هن جي قريب اچي ويندو آهي ڇوتہ دل جي صفائي صرف خدا وند ڪريم جي ذڪر ۽ ان جي حفاظت جي ڪري باقي رهندي آهي بلڪ ذڪر جي نور کان شيطان ايترو تہ ڊڄندو آهي جيئن ڪير باهہ کان ڊڄي.

## ذڪر جي اهميت

حديث شريف ۾ ذڪر آهي تہ شيطان آدم عليہ السلام جي اولاد جي دل سان چنبڙيو پيو آهي پر انسان جڏهن خدا واحد جو ذڪر ٿو ڪري تہ شيطان منهن ڦيرائي پوئتي هٽي ٿو وڃي ۽ جڏهن هو غافل ٿو ٿئي تہ هن جي قلب کي ڳڀي ٿو وڃي ۽ هن سان ڳاليهون ڪري اجاين خيالن ۾ مبتلا ٿو ڪري. جيئن الله تعاليٰ جل شانہ جو ارشاد آهي تہ جيڪو خدا وند ڪريم جي ذڪر کان منهن ڦيرائي تہ اسين ان تي هڪ شيطان مسلط ڪندا آهيون جيڪو هن جو ساٿي بنجي ويندو آهي. وڌيڪ فرمايو تہ جيڪڏهن پرهيزگارن کي ڪو گهمڻ وارو شيطان ڇوهي تہ هو الله پاڪ جل شانہ جو ذڪر ڪندا آهن جنهن سان هنن کي بصيرت حاصل ٿي ويندي آهي.

## تقويٰ ۽ ذڪر

هن مان معلوم ٿيو تہ تقويٰ ۽ پرهيزگاري جي ڪري خالص ذڪر جو وجود ٿيندو آهي ۽ ان جي ذريعي ذڪر جو دروازو کلندو آهي سڀ کان پهريائين پرهيزگار پنهنجي عضون کي برين ڳالهين کان بچائيندو آهي ان کان پوءِ هو هن کي فضول ۽ بيڪار ڪمن کان روڪيندو آهي چنانچہ صرف ضرورت جي موقعي تي هن جا قول ۽ فعل ظاهر ٿيندا آهن. ان کان پوءِ هن جي تقويٰ باطن جي طرف منتقل ٿيندي آهي ۽ هو ان کي بہ برين ۽ فضول ڳالهين ايتري قدر جو نفساني گفتگوءَ کان بہ پاڪ ۽ صاف ڪندو آهي ڇوتہ حضرت سهل بن عبدالله جن فرمايو تہ بدترين گناهہ نفساني ڳالهيون آهن.

لهاذا هو نفس جي ڳالهين ڏي ڌيان ڏيڻ گناهہ سمجهندو ۽ ان کان پرهيز ڪندو آهي ان ڪري تقويٰ اختيار ڪرڻ کان پوءِ جڏهن هو ذڪر ڪندو آهي تہ هن جو قلب اهڙي طرح روشن ٿي ويندو آهي جيئن ستارا آسمان ۾ چمڪندا آهن. بلڪ هن جو قلب ذڪر جي ستارن جي چمڪ ڌمڪ سان هڪ محفوظ آسمان بنجي ويندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ شيطان هن کان گهڻو پري ڀڄي ويندو آهي ۽ هن تي شيطاني وسوسا ڪڏهن ڪڏهن ئي طاري ٿيندا آهن. البتہ نفساني خيال ضرور باقي رهندا آهن انهن کان بچڻ هن لاءِ ضروري ٿي پوندو آهي بلڪ ان کي علم جي ذريعي هنن نفساني خيالن ۾ فرق محسوس ڪرڻ جي ضرورت ٿيندي آهي. ڇوتہ ڪي خيال اهڙا هوندا آهن جن تي عمل ڪرڻ نقصان ڪار نہ هوندو آهي جيئن نفس جون روزمره جون ضرورتون هونديون آهن هي ضرورتون ڪڏهن حق هونديون آهن ۽ ڪڏهن آرام ۽ آسائش جون شيون هونديون آهن ان ڪري انهن ۾ تميز ڪرڻ گهرجي ۽ جڏهن نفس جي لذت جو مطالبو هجي تہ پوءِ نفس ملزم آهي. خداوند تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| يَآاَيُّهَاالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِنۡ جَآءَكُمۡ فَاسِقٌۢ بِنَبَاٍ فَتَبَيَّنُوۡۤا | اي ايمان وارو! جيڪڏهن توهان وٽ ڪو فاسق خبر کڻي اچي تہ ان جي تحقيق ڪيو. |

هن آيت جي شان نزول جو سبب وليد بن عقبہ آهي. جنهن کي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن بنو المصطلق جي طرف موڪليو هو. پر هن انهن جي خلاف دروغ گوئيءَ کان ڪم وٺي مٿن ڪفر ۽ معصيت جا الزام لڳايا. ايتري قدر جو رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن انهن سان جنگ ڪرڻ جو ارادو فرمايو. ان ڪان بعد پاڻ صلي الله عليه وسلم حضرت خالد رضي الله عنه کي ان طرف موڪليو تہ هن مغرب ۽ عشا جي بانگ ٻڌي ۽ اهي ڳالهيون ڏنيون جن سان وليد بن عقبه جو ڪوڙ ثابت ٿيو ٿي لهاذا انهيءَ موقعي تي الله تعاليٰ جل شانه مٿين آيت نازل فرمائي ان جي ذريعي خداوند ڪريم مسلمانن کي متنبہ ڪيو آهي تہ هو خبرن جي تحقيق ڪندا ڪن.

شيخ سهل هن آيت جي تفسير ۾ ارشاد فرمايو آهي تہ هتي فاسق مان مطلب دروغ گو (ڪوڙو) آهي. دروغ (ڪوڙ ڳالهائڻ) نفساني ڪيفيت آهي جو تہ نفس ئي ڪوڙين ڳالهين کي گهڙيندو آهي. لهاذا دل ۾ جيڪو خيال گذري تہ ان کي بيان ڪرڻ کان اڳ پوري تحقيق ڪئي وڃي هن معاملي ۾ حق جو بندو دلي تصورن کي خبر وانگر سمجهندو آهي جيئن هو ان جي تحقيق ڪري ۽ جلد بازيءَ ۾ نفساني خواهش جي ڪري ڪا لغزش نہ ٿي وڃي.

هڪ بزرگ جو قول آهي: ادب جو ادنيٰ درجو آهي تہ تون جهالت تي توقف ڪر ۽ ادب جو آخري درجو هي آهي تہ شڪ جي موقعي تي بہ توقف ڪر.

شڪ ۽ شبهي جي موقعي تي ادب جي تقاضا اها آهي تہ پنهنجي خالق حقيقيءَ جي طرف متوجه ٿئي ۽ هن جي سامهون فقر ۽ فاقي جو

اظهار ڪري بلڪ انهيءَ جهالت جو اقرار ڪري ان کان مدد ۽ معرفت جو طلبگار ٿئي. جڏهن هو هن طرح ادب ۽ نياز منديءَ جو اظهار ڪندو تہ هن جي فرياد رسي ٿيندي ۽ خداوند ڪريمجي مدد هن سان شامل حال ٿيندي. ان وقت هن کي معلوم ٿي ويندو تہ هن جو هي خيال نفس جي خوشيءَ لاءِ آهي يا حق جي طلب لاءِ؟ جيڪڏهن حق جي لاءِ هجي تہ ان کي عمل ۾ آڻي ۽ جيڪڏهن نفس جي لاءِ آهي تہ هن کي ڇڏي ڏئي.

انهيءَ قسم جو توقف انهيءَ صورت ۾ ٿيندو جڏهن جو هن کي پنهنجي خيال ۾ ظاهري علم سان تصديق نہ ٿي سگهي ڇوتہ باطني علم جي انهيءَ صورت ۾ ضرورت هوندي آهي جڏهن ظاهري علم جو ڪو دليل نہ ملي سگهي.

## حق ۽ نفس جي لذت

ڪي بزرگ اهڙا هوندا آهن جن جي اندر حق کان سواءِ ٻي ڪنهن شيءِ جي گنجائش نہ هوندي آهي. جيڪڏهن انهن کي نفساني لذت جو تصور بہ اچي وڃي تہ ان کي روحاني گناهہ سمجهندا آهن ۽ جهڙي طرح گناهن کان استغفار ڪئي ويندي آهي، اهڙي طرح هو هن حالت ۾ بہ استغفار ڪندا آهن. مگر ڪن بزرگن کي خداوند ڪريم جي طرفان اجازت هوندي آهي ۽ انهن کي انهيءَ اجازت جو علم هوندو آهي انهيءَ ڪري نفس جي لذت ۽ ان جي تصور کان لطف اندوز ٿيندا آهن. هي ماڻهو مشائخن جي درجي تي هوندا آهن. انهن کي پنهنجي روحاني حال ۽ ان جي گهٽ وڌائي جو علم هوندو آهي. ان ڪري انهن کي ڪمن جي بصيرت حاصل آهي، چنانچہ اهڙن ماڻهن جي روحاني حال تي ٻين کي قياس نہ ڪيو وڃي ۽ نہ انهن جي تقليد ڪئي ويئي آهي ڇوتہ هي مخصوص ٻانهن لاءِ مخصوص صورت حال آهي.

## نفس جي تنگي ۽ وسعت

جڏهن ڪيرشيطاني اثرن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي مقام تي نفساني خيالن جي تميز ڪري سگهي تہ ان وقت ان جي دل تي حق ۽

فرشتن جي ڏنل وارداتن جو هجوم ٿي ويندو آهي. شيطاني تصور پري ٿي صرف ٽن قسمن جون واردات(حقاني ملڪوتي ۽ نفساني واردات) باقي رهجي وينديون آهن. جيئن ته ان وقت نفس جو دائرو تنگ هوندو آهي ان ڪري شيطان جو گذر تمام گهٽو مشڪل ٿي ويندو آهي. شيطان ته ان وقت گهڙندو آهي جڏهن نفس جو دائرو وسيع هجي. هيءَ وسعت نفساني خواهش جي پيروي ۽ زمين تي هميشه رهڻ جي ارادي جي ڪري پيدا ٿيندي آهي. چنانچه جڏهن جو شخص حق ۽ نفس جي لذت جي وچ ۾ تميزڪري ان جو دائرو تنگ ڪري ڇڏي ته اهو ايترو ته تنگ ٿي ويندو آهي جو شيطاني مقام به ختم ٿي ويندو آهي ۽ شيطان جي داخل ٿيڻ جو اتفاق سان ئي ڪو امڪان باقي رهندو آهي ڇوته هن جي آزمائش جو وقت هوندو آهي.

## متاهين عالم جي طرف

جڏهن ڪنهن مقرب بارگاهه بزرگ جو قلب ذڪر جي ستارن جي جگمگاهٽ سان سينگارجي آسمان بنجي وڃي ته هن جو قلب به آسماني شڪل اختيار ڪري متاهين عالم ڏي پنهنجي باطن ڪي وٺي روانو ٿيندو آهي هن جو وجود درحقيقت طبقات سماويءَ ۾ هليو ويندو آهي جيترو هن جو عروج ٿيندو آهي اوتروئي نفس مطمئنه لطيف ٿي ويندو آهي ۽ هن جا خطرا دور ٿي ويندا آهن ايتري قدر جو هو پنهنجي باطني عروج جي ڪري سڀني آسمانن کان اڳتي وڌي ويندو آهي جيئن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سان ظاهري جسم ۽ قلب ٻنهين سان گڏ(معراج جي واقعي ۾ ) پيش آيو. جڏهن روحاني عروج ۽ ارتقا مڪمل ٿي وڃي ته ان کان نفساني تصورات منقطع ٿي انوار قرب ۾ لڪي ويندا آهن. نفس به هن کان پري ٿي ويندو آهي ۽ انهيءَ موقعي تي حق جون وارداتون به منقطع ٿي وينديون آهن ڇوته هي واردات پيغامبر هونديون آهن ۽ پيغام پري جي ماڻهن کي پهچايو ويندو آهي پر جيئن ته

هو قريب پهچي ويو آهي(ان ڪري هاڻي انهن پيغامن جي ضرورت نه آهي)

هيءَ روحاني ڪيفيت جيڪا اسان بيان ڪئي عارضي هوندي آهي. هميشه نه رهندي آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ واپس تنزل پذير ٿي ويندي آهي. ايتري قدر جو اهل حق وري نفس جي مطالبن ۽ واردات جي مقام تي موٽي ايندو آهي ان وقت حقاني ۽ ملڪوتي واردات به واپس موٽي ايندي آهن. ان جو سبب هي آهي ته هي واردات ۽ خيال وجود ٺا گهرن ۽ جيڪي ڪيفيتون اسان بيان ڪيون اهي فنا جي حالت ۾ طاري ٿينديون آهن جتي ڪنهن تصور ۽ خيال جي گنجائش ناهي. حق جون واردات ان لاءِ ختم ٿيون جو هو قريب پهچي ويو هو ۽ نفساني تصورات نفس جي پري ٿي وڃڻ جي ڪري پري ٿي ويا بلڪ ملڪوتي واردات به اهڙي طرح پوئتي رهجي ويا جهڙي طرح حضرت جبرئيل عليه السلام معراج واري رات ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان پوئتي رهجي فرمائڻ لڳا ته"جيڪڏهن مان هڪ آڱر جيترو به اڳتي وڌان ته جلي فنا ٿي وڃان."

## برن اثرن کان محفوظ

شيخ محمد بن علي الترمذي رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته: جيڪڏهن قائل ۽ متڪلم پنهنجي مقام ۽ مرتبي تي ثابت قدم رهن ته انهن کي نفساني تصورن کان ڪو خطرو لاحق نٿو ٿي سگهي. جهڙي طرح نبوت شيطاني اثرن کان محفوظ هوندي آهي. اهڙيءَ طرح اهڙن بزرگن جا مڪالما ۽ قول نفس جي اثرن ۽ ان جي فتنن کان محفوظ رهندا آهن بلڪ خداوند ڪريم جي طرفان انهن جي حفاظت ڪئي ويندي آهي ڇو ته جيئن انهن کي قلبي سڪون عطا ٿئي ۽ هي سڪون نفس جي وچ ۾ حجاب ٿي ويندو آهي.

## واردات جا قسم

شيخ ابو محمد بن عبدالله البصري رحمة الله جن کان مون بصري

جي مقام تي هي قول ٻڌو آهي:
واردات(خواطر) جا چار قسم آهن: ۱- واردات نفس ۲- واردات حق ۳- ملڪوتي واردات ۴- شيطاني واردات. ورادات نفس جو قلب جي سرزمين جي طرف کان احساس ٿيندو آهي ۽ واردات حق جو بالائي حق کان شعور ٿيندو آهي. ملڪوتي واردات جو احساس قلب جي ساڄي پاسي کان ٿيندو آهي ۽ شيطاني واردات قلب جي کاٻي پاسي کان محسوس ٿيندئون آهن.

شيخ موصوف جيڪو ذڪر ڪيو آهي اهو انهن حق جي بندگان تي صادق ٿو اچي جن جي نفس زهد ۽ تقويٰ سان پنهنجي وجود کي پاڪيزه بنايو هجي ۽ انهن جو باطن ۽ ظاهر درست هجي بلڪ انهن جو قلب صاف آئيني وانگر ٿي ويو هجي ته جيئن شيطان جنهن ڪنڊ کان اچي ته هو ان کي ڏسي سگهن پر جڏهن قلب ڪارو ٿي وڃي ۽ ان تي زنگ چڙهي وڃي ته ان کي شيطان نظر نه ايندو آهي.

## دل جي ڪاراڻ

حضرت ابوهريره رضي الله عنه جن کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته جڏهن بندو گناهه ٿو ڪري ته هڪ ڪارو داغ هن جي جسم تي ڄمي ٿو پوي جيڪڏهن هو هن کي دور ڪري ۽ توبهه و استغفار ڪري ته هن جي دل صاف ۽ روشن ٿي ويندي آهي ايتري قدر جو هو هن جي قلب تي ڇائنجي ٿو وڃي جيئن خداوند تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته: جيڪي ڪم هو ڪندا هئا اهي انهن جي دلين تي مسلط ٿي ويا.

## هڪ بزرگ جو ڪشف

مون هڪ بزرگ کي دقيق گفتگو ڪندي ٻڌو جنهن جو ڪين علم ڪشف جي ذريعي ٿيو هو. انهن فرمايو ته اها ڳالهه ۽ خيال جيڪو انسان جي باطن ۾ موجود هجي ۽ ان جو خيال قلب ۽ ذڪر جي صفائيءَ جي وچ ۾ اچي ته (سمجهو) ان جو تعلق قلب سان آهي نفس سان ناهي.

جيئن تہ هيءَ ڳالهہ تسليم ڪيل اصول جي خلاف هئي ان ڪري مون انهيءَ باري ۾ سوال ڪيو جنهن جو پاڻ هي جواب ڏنائون تہ نفس ۽ قلب ۾ ڪشمڪش جي گفتگو جاري رهندي آهي ۽ پاڻ ۾ الفت ۽ محبت بہ هوندي آهي. لهاذا جڏهن حق جو بندو نفس جي مطالبن جي درجن کان رجوع ڪري ذڪر ومناجات ۽ خدمت الاهيءَ ۾ مصروف ٿي وڃي تہ قلب نفس کي ملامت ڪندي ان جي قول ۽ فعل جو ذڪر ڪندو آهي جيئن هو هن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هجي.

جيئن تہ تصور خيال ۽ عمل جو شروعاتي نقطو هوندو آهي ان ڪري حق جي بندي جو اهم ڪم ان جي اصل حقيقت کان آگاهي آهي. ڇوتہ عمل جي شروعات خيال ۽ تصور کان ٿيندي آهي ايتري قدر جو ڪن عالمن ايتري قدر چئي ڇڏيو آهي تہ اهو علم جنهن جو حاصل ڪرڻ فرض آهي ۽ جنهن جي باري ۾ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو هي فرمان آهي تہ:

**طلب العلم فريضۃ عليٰ ڪل مسلم**

ان مان مطلب اهوئي علم خواطر (تصورن ۽ ارادن جو علم آهي) هو چون ٿا تہ انهيءَ سان ئي عمل جي شروعات ٿئي ٿي ۽ خيال ۽ تصور جي خرابيءَ سان عمل خراب ٿي پوندو آهي. پر سندن هي قول منهنجي خيال ۾ ايترو صحيح نہ ٿو لڳي ڇوتہ علم کي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هر مسلمان جي لاءِ ضروري قرار ڏنو آهي. پر هر مسلمان ۾ ايتري قدر فطري ذهانت ۽ واقفيت ڪانهي جو هو مٿئين علم جي باريڪين کي سمجهي سگهي. ان جي باوجود حق جي طالب کي سمجهڻ گهرجي تہ خيال ۽ تصور ٻہ وانگر آهن انهن مان ڪي ٻج سعادت جا آهن ۽ ڪي شقاوت (بدبختيءَ) جا آهن.

## اشتباه جا سبب

وارداتن ۽ تصورن جي مشڪوڪ هجڻ جا صرف چار سبب آهن.

کو پنجون سبب ڪونهي. ١- يقين جي ڪمزوري يا نفس جي صفتن ۽ اخلاق کان ناواقفيت ٢- تقويٰ جي اصولن کي ٽوڙي نفساني خواهشن جي پيروي ٣- دنيا ۽ ان جي جاهہ ۽ مال جي محبت ۴- ماڻهن ۾ عزت ۽ احترام حاصل ڪرڻ. لهاذا جيڪو هنن ڇئن ڳالهين کان محفوظ رهي اهو ملڪوتي ۽ شيطاني تصورن ۾ فرق ڪري ٿو سگهي ۽ جيڪو انهن مان ڪنهن ۾ بہ قائل هجي تہ ان کي نہ تہ ان جو علم هوندو آهي ۽ نہ هو ان جي ڳولا ڪندو آهي. ڪن صاحبن تي ڪجهہ واردات ۽ تصورن جو انڪشاف ٿيندو آهي ۽ ڪجهہ انهن کان لڪل رهندا آهن. ان جو سبب هي آهي تہ مٿي ذڪر ڪيل سببن مان ڪجهہ ان ۾ موجود هوندا آهن ۽ ڪجهہ موجود نہ هوندا آهن. بهرحال اهو شخص جيڪو هنن دلي واردات کي سڀ کان وڌيڪ صحيح طور تي معلوم ڪري سگهي اهوئي نفس شناسيءَ جو سڀ کان وڏو ماهر هوندو آهي. ان جي باوجود نفس شناسي وڏي مشڪل سان حاصل ٿيندي آهي ان جو امڪان ان وقت آهي جڏهن زهد ۽ تقويٰ ۾ ڪمال حاصل هجي.

## حرام روزيءَ جو حجاب

مشائخن ڪرام جو انهيءَ تي اتفاق آهي تہ جنهن جي روزي حرام جي هجي اهو الهام ۽ وسوسي جي وچ ۾ فرق محسوس نہ ڪري سگهندو. شيخ ابو علي الدقاق رحمةً الله عليه جن جو قول آهي تہ جنهن جي روزي معلوم ۽ مقرر هجي اهو بہ الهام ۽ وسوسي جي وچ ۾ فرق نہ ڪري سگهندو. پر هيءَ ڳالهہ غير مشروط ۽ عمومي حيثيت سان صحيح نہ آهي ڇوتہ ڪيترا دفعا معلوم ۽ مقرر روزي حق سبحانه وتعاليٰ جي طرف کان تقسيم هوندي آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ ۽ ڪائڻ جي ان کان اڳ ۾ ئي اجازت هوندي آهي. اهڙي معلوم ۽ مقرر روزي واردات جي لاءِ حجاب نٿي ٿي سگهي. البت اهو شخص جنهن پنهنجي رضا ۽ رغبت سان اهڙي قسم جي روزي حاصل ڪئي هجي. ان جي روزي حجاب

جو سبب بنجي سگهي ٿي ڇوته هن پنهنجي رضا ۽ رغبت کي دخل ڏنو آهي پر جيڪا صورت اسان بيان ڪئي آهي ان ۾ انسان جي ذاتي ارادي ۽ اختيار کي دخل ناهي ان ڪري ان جي روزي حجاب نہ ٿي بنجي سگهي.

## نفساني ۽ شيطاني وسوسن ۾ فرق

انساني واردات ۽ شيطاني وسوسن ۾ هي فرق بيان ڪيو ويو آهي تہ نفس ان وقت تائين پنهنجي مطالبي تي شدت سان قائم رهندو آهي جيستائين ان جو مقصد حاصل نہ ٿئي. پر شيطان جڏهن انسان کي ڪنهن لغزش ڏي آماده ڪري ۽ هو ان کي نہ مڃي تہ پوءِ ان جي دل ۾ ٻيو برو وسوسو وجهي ٿو ڇو تہ هن جو مطلب اهو نہ هوندو آهي تہ ڪو مخصوص وسوسو پيدا ڪيو وڃي بلڪ هن جو مقصد گمراهہ ڪرڻ آهي چاهي اهو ڪهڙي طريقي سان بہ هجي.

## ٻہ حق جا جذبا

جيڪڏهن ڪنهن جي دل ۾ ٻن قسمن جا حق جا جذبا پيدا ٿين تہ هو انهن مان ڪنهن جي پيروي ڪري؟ انهيءَ باري ۾ مشائخ جو اختلاف آهي. حضرت جنيد رحمۃ الله عليه فرمائي ٿو تہ پهرئين جذبي جي پيروي ڪئي وڃي ڇوتہ جڏهن اهو باقي رهي تہ انسان غور ۽ فڪر جي طرف متوجه ٿيندو آهي. اهوئي علم جو شرط آهي. حضرت ابن عطا فرمائي ٿو تہ ٻيو جذبو قوي تر آهي ڇوتہ پهرئين جذبي جي ذريعي ان جي قوت ۾ اضافو ٿيندو آهي.

شيخ ابو عبدالله بن خفيف رحمۃ الله عليه جو قول آهي تہ ٻئي برابر آهن ڇوتہ ٻنهين جو تعلق حق سان آهي ان ڪري هڪڙي کي ٻئي تي ڪافوقيت ناهي.

## واردات ۽ خواطر

مشائخ جو قول آهي تہ واردات خواطر (تصورات) کان وڌيڪ عام

آهن ڇوتہ خواطر خاص قسم جي خطابء مطالبي سان مخصوص آهن پر واردات ڪڏهن خيال ۽ تصور هوندا آهن ۽ ڪڏهن خوشي، غم، انقباض ۽ انبساط جي ڪيفيتن جي صورت ۾ ظاهر ٿيندا آهن. چون ٿا تہ توحيد جي نور سان حقاني واردات جو استقبال ڪيو ويندو آهي ۽ نور معرفت سان ملڪوتي خيالن جو استقبال ڪيو ويندو آهي پر نور ايمان سان نفس کي روڪيو ويندو آهي. ۽ نور اسلام سان دشمن کي موٽايو ويندو آهي، پوء جيڪو شخص زهد جون حقيقتون معلوم ڪرڻ کان قاصر هجي ۽ اهو انهن واردات ۽ خيالن(خواطر) کي معلوم ڪرڻ چاهي تہ سڀ کان پهريائين هو انهيءَ خيال کي شريعت جي معيار تي جاچي جيڪڏهن اهو نفل يا فرض هجي تہ ان تي عمل ڪري ۽ جيڪڏهن حرام يا مڪروهہ هجي تہ ان کان پرهيز ڪري.

## نفس جي مخالفت

جيڪڏهن ٻئي جذبا علم جي نگاهہ ۾ برابر هجن تہ هو انهن مان ان تي عمل ڪري جنهن ۾ نفساني خواهش جي مخالفت گهٽي هجي. ڇوتہ ممڪن آهي انهن مان ڪنهن هڪ ۾ نفساني خواهش لڪل هجي خاص ڪري جڏهن نفس جي خاصيت هيءَ آهي تہ هو ڪجروي ۽ ادنيٰ شين جي طرف گهڻو مائل هوندو آهي. بلڪ ڪڏهن نشاط نفس جي ڪري ڪو جذبو دل ۾ پيدا ٿيندو آهي، پر انسان هي خيال ڪندو آهي تہ اها قلب جي جنبش آهي. ڪڏهن قلب سان گڏ پر سڪون رهي نفاق جو اظهار ڪندو آهي. ڪي چون ٿا تہ:"ويهن سالن کان منهنجو قلب نفس سان هڪ گهڙي بہ سڪون پذير نہ ٿيو آهي." بهرحال نفس سان قلب جو سڪون پذير ٿيڻ سان اهڙا تصور پيدا ٿين ٿا جيڪي واردات حق سان انهيءَ شخص تي مشتبهہ ٿي ويندا آهن جيڪو گهٽ علم وارو هجي، اهوئي سبب آهي تہ قلب جي نفاق ۽ انس سان پيدا ٿيڻ وارن جذبن تي صرف ماهر علماءِ رباني ئي سڃاڻي ٿا سگهن.

## شڪ ۽ شبهي جو سبب

اهل دل، اهل ايمان ۽ بيدار دل مشائخ تي جيڪي آفتون نازل ٿينديون آهن اهي انهيءَ قسم جون هونديون آهن. ان جو سبب اهو آهي تہ نفس ۽ قلب جي باري ۾ انهن جو علم گهٽ هوندو آهي ۽ نفساني خواهش جو ڪجهہ حصو انهن ۾ باقي رهندو آهي. ان ڪري حق جي بندي کي، قطعي طور تي سمجهڻ گهرجي تہ جيستائين نفساني خواهش جو ڪجهہ اثر ان تي باقي رهندو چاهي اهو بلڪل گهٽ ئي ڇونہ هجي. ان وقت ان جي مطابق هن جي خيالن ۽ تصورن ۾ شڪ ۽ شبهي جي گنجائش باقي رهندي. ڪڏهن هڪ گهٽ علم شخص خيالن ۽ وارداتن کي سڃاڻڻ ۾ غلطي ڪندو آهي پر ان تي ڪا پڪڙ نہ ٿي ڪري سگهجي جيستائين شريعت جي طرف کان ان کان ڪو مطالبو نہ ڪيو وڃي ان جي باوجود ڪن اهڙن خطاڪارن کي معاف نہ ڪيو ويندو آهي جن کي ان جي دقيق ۽ لڪل ڳالهين کان ڪشف جي ذريعي مطلع ڪيو ويو هو. پر معلوم هئڻ جي باوجود هن جلدبازيءَ سان ڪم ڪيو ۽ ثابت قدم نہ رهيو.

## نفس جي تحريڪ

ڪن اهل علم بيان ڪيو آهي تہ ملڪوتي ۽ شيطاني اثر، نفس ۽ روح جي تحريڪ سان پيدا ٿيندا آهن، چنانچہ جڏهن نفس جنبش ڪندو آهي تہ ان جي اندران اونداهي ظاهر ٿيندي آهي جيڪا قلب ۾ برا خيال وجهندي آهي. ان وقت شيطان قلب ڏي متوجه ٿيندو آهي ۽ ان ۾ وسوسا پيدا ڪري ان کي گمراهہ ڪري ڇڏيندو آهي.

هي بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ نفس جي تحريڪ يا تہ نفساني خواهش هوندي آهي جيڪا هڪ عارضي نفس جي مزي جي دعوت آهي يا ڪا امنگ ۽ آرزو هوندي آهي، جيڪا طبعي جهالت جو نتيجو هوندي آهي يا حرڪت ۽ سڪون جي دعويٰ هوندي آهي جيڪا عقل ۽ قلب

ٻنهين جي لاءِ آفت جو سبب بڻجندي آهي. انهن ٽنهين ڪيفيتن جو محرڪ انهن مان هڪ هوندو آهي. ١- جهالت ٢- غفلت ٣- فضول خواهش. بهرحال ڪجهه به هجي ان کي دور ڪرڻ ضروري آهي ڇوته اها يا ته ضروري حڪم جو مخالف يا ڪنهن منع ڪيل شيءِ جي موافق هونديآهي ۽ جيڪڏهن مباح ۽ جائز ڪم جو محرڪ هجي ته ان کان پرهيز ڪرڻ سان فضيلت حاصل ٿيندي آهي.

## روح جي جنبش

جڏهن روح کي جنبش ٿيندي آهي ته روح جي جوهر مان چمڪندڙ نور ظاهر ٿيندو آهي، جڏهن هي نور قلب ۾ ظاهر ٿئي ته ان سان قلب ۾ بلند همتيءَ جو جذبو پيدا ٿيندو آهي جن مان ٽن قسمن جا اثر مرتب ٿيندا آهن يا ته ڪنهن فرض جو حڪم ملندو آهي يا ڪنهن فضيلت جي طرف دعوت ڏني ويندي آهي يا ڪنهن اهڙي مباح ڪم جي طرف سڏيو ويندو آهي جنهن ۾ هن جي ڀلائي لڪل هجي. بهرحال هن گفتگوءَ مان اهو ظاهر ٿو ٿئي ته روح ۽ نفس جي جنبش ئي ملڪوتي ۽ شيطاني اثرن جو اصل سبب آهي.

## مصنف جي راءِ

ان جي برخلاف منهنجي راءِ ۾ شيطاني ۽ ملڪوتی اثر ئي روح ۽ نفس جي تحريڪ جو سبب هوندا آهن. ملڪوتي اثر سان روح حرڪت ڪندو آهي ۽ روح جي جنبش سان عالي همتي پيدا ٿيندي آهي، هيءَ روح جي جنبش ملڪوتي اثرن جي برڪت جو نتيجو هوندي آهي. ساڳي طرح شيطاني اثر سان نفس ۾ حرڪت پيدا ٿيندي آهي ۽ انهيءَ حرڪت سان پست همتيءَ جو وجود هوندو آهي جيڪو شيطاني اثر جي نحوست آهي.

جڏهن ٻنهي قسمن جا اثر ظاهر ٿين ته ٻنهي قسمن جون حرڪتون ظاهر ٿينديون آهن. ان وقت بخشش ۽ ڪرم ڪرڻ وارا ۽

آزمائش ۽ حڪمت واري جي بخشش ۽ آزمائش جو راز ظاهر ٿيندو آهي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ بئي اثر لڳاتار رهندا آهن ۽ هڪ اثر ٻئي اثر جي ذريعي محو ٿي ويندو آهي.

جيڪو شخص بيدار دل ۽ هوشمند هوندو آهي ان تي انهن آثارن جي مشاهدي سان بذات خود انس ۽ محبت جو دروازو کلي ويندو آهي، هو هميشه پنهنجي روحاني حال جي نگراني ڪري ٻنهين قسمن جي اثرن جو مشاهدو ڪندو رهندو آهي.

## عقل جا تصور

مٿي ذڪر ڪيل چئن قسمن جي واردات ۽ تصورات کان سواءِ پنجين قسم جي تصور کي بہ بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ جو نالو عقل جو تصور رکيو ويو آهي ۽ هي چئني قسمن جي تصورن جي وچين صورت آهي، هيءَ اها ڪيفيت آهي جيڪا نفس جي ۽ ان جي دشمن يعني شيطاني تصورن ٻنهين سان گڏوگڏ باقي رهندي آهي. هن موقعي تي هن جي ذريعي قوت تميز ۽ دليلن کي ثابت ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿيندي آهي ۽ حق جو بندو انهيءَ حالت ۾ عقل ۽ هوش کي برقرار رکندو آهي ڇوتہ جيڪڏهن عقل هليو وڃي تہ پوءِ سزا ۽ جزا جي صورت باقي نہ رهي. ڪڏهن هي قسم ملڪوتي ۽ روحاني تصور سان گڏ بہ ظاهر ٿيندو آهي تہ جيئن فعل آزادي ۽ خودمختياريءَ سان سرزد ٿئي ۽ ان جي ذريعي ثواب حاصل ڪيو وڃي.

## ڇهون قسم

هڪڙو ڇهين قسم جو ذڪر بہ ڪيو ويو آهي هي "يقين جو تصور" آهي جيڪو ايمان جو روح ۽ علم ۾ اضافي جو سبب آهي پر حقيقت هيءَ آهي تہ هن قسم جو نتيجو ۽ مقصد بہ اهوئي آهي جيڪو حق جي تصور جو آهي. اهڙي طرح عقلي تصور بہ ڪڏهن ملڪوتي ۽ ڪڏهن نفساني تصور جو نتيجو هوندا آهن. يعني مستقل قسم نہ آهن،

ان جو سبب اهو آهي تہ عقل اها طبعي صلاحيت آهي جنهن جي ذريعي علم حاصل ٿين ٿا. ان ڪري ان جو ڪڏهن ملڪوتي، ڪڏهن نفساني ڪڏهن روحاني ۽ ڪڏهن شيطاني جذبات سان تعلق هوندو آهي.

## بنيادي قسم

هن قاعدي جي مطابق تصور(خواطر) ڇهن کان وڌيڪ قسم ڪونهن. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ٻن قسمن جو ذڪر فرمايو آهي، لهاذا هي ٻہ قسم (شيطاني ۽ ملڪوتي تصور) اصل بنياد آهن ۽ باقي ٻہ قسم ان جون شاخون آهن. هن جي صورت هي آهي تہ مثلا ملڪوتي تصور جڏهن روح کي جنبش ٿا ڏين تہ روح ۾ نيڪ ارادي جي تحريڪ پيدا ٿيندي آهي. اها بارگاهہ قرب خداوندي جي طرف جنبش ڪندي آهي. اهڙي صورت ۾ هن تي واردات حق نازل ٿيندا آهن. ۽ جڏهن مجمل طور تي قرب حاصل ٿي ويندو آهي تہ فنا جو مقام حاصل ٿيندو آهي، انهيءَ وقت جيئن اسين اڳ بہ بيان ڪري آيا آهيون، قريب هئڻ سبب تصور رباني حاصل ٿيندا آهن. لهاذا حقاني تصور جو بنياد ملڪوتي تصور هوندو آهي.

اهڙي طرح شيطاني اثر سان نفس ۾ هل چل برپا ٿيندي آهي ۽ نفس ان جي ڪري پنهنجي فطري ۽ طبعي مرڪز ۾ پهچي ويندو آهي بلڪ هن جي حرڪت جي ڪري هن جي پنهنجي فطرت خواهش ۽ طبيعت جا مناسب تصور ظاهر ٿيندا آهن.

اهڙي طرح نفساني تصور بہ شيطاني اثر جو نتيجو هوندا آهن. لهاذا اهو ثابت ٿيو تہ تصور جا بنيادي ٻہ قسم آهن ۽ انهن مان ئي ٻہ ٻيا قسم پيدا ٿيندا آهن جن ۾ عقل ۽ يقين جا تصور بہ شامل آهن.

باب ۵۸

# حال ۽ مقام جي تشريح ۽ ان جو فرق

حال ۽ مقام جا لفظ گهڻو ڪري مشڪوڪ ٿي ويا آهن ۽ مشائخن جو بہ ان جي باري ۾ اختلاف آهي. شڪ ۽ شبهو انهيءَ ڪري پيدا ٿي ويو آهي جو خود انهن ٻنهين لفظن جو مفهوم گهڻو مشڪوڪ ۽ هڪجهڙو آهي ۽ هي هڪ ٻئي سان ايترو ملن جلن ٿا جو هڪ ئي شيءِ. ڪن صاحبن ڪي حال ۽ ڪن ڪي مقام نظر اچي ٿي ڇوتہ ٻئي هڪجهڙا ٿا نظر اچن لهاذا انهن ۾ فرق ڪرڻ لاءِ هڪ ضابطي جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ٻنهين لفظن تي پورو غور ڪيو وڃي تہ انهن جو فرق واضح ٿي ٿو سگهي.

## حال ۽ مقام جو فرق

حال ڪي حال انهيءَ ڪري چيو ٿو وڃي جو اهو بدلبو رهندو آهي ۽ مقام ڪي انهيءَ لاءِ ٿو چئجي جو اهو هڪ هنڌ قائم ۽ برقرار رهندو آهي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ هڪ ئي شيءِ جيڪا ڪڏهن حال هوندي آهي آهستي آهستي مقام بنجي ويندي آهي، مثلا هڪ حق جي بندي جي دل ۾ محاسبي جو جذبو پيدا ٿيندو آهي وري هي جذبو نفساني صفات جي غلبي سان دور ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح هي جذبو ڪڏهن پيدا ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن ختم ٿيندو رهندو آهي، اهڙي طرح اهو شخص محاسبي جي حال ۾ رهندو آهي ۽ هي روحاني حال نفساني صفات جي غلبي سان بدلبو رهندو آهي ايستائين جو جڏهن توفيق خداوندي هن جي شامل حال ٿيندي آهي تہ هن جي محاسبي جو حال

غالب ٿي ويندو آهي. نفس مغلوب ٿي هن جو تابع ٿي ويندو آهي، ان وقت محاسبو ان جو مستقل وطن ۽ مقام بنجي ويندو آهي ۽ اهو محاسبي جي مقام ۾ اچي ويندو آهي هن کان اڳ (بدلجندڙ حال ۾) هو محاسبي جي حال ۾ هو.

## مراقبو

(محاسبي جي مقام ۾ پهچڻ کان پوءِ) هن تي مراقبي جو حال طاري ٿي ويندو آهي هن موقعي تي محاسبو هن جو مقام هوندو آهي ۽ مراقبو هن جو حال ٿيندو آهي. سهو ۽ غفلت جي ڪري مراقبي جو حال به تبديل ٿيندو رهندو آهي تانجو سهو ۽ غفلت جا ڪکر هٽي ويندا آهن ۽ الله تعالىٰ جل شانه پنهنجي بندي جي مدد فرمائي مراقبي جي حال کي مستقل مقام ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي ان کي ائين سمجهڻ گهرجي ته محاسبي جي مقام تي هن کي مراقبي جي حال جي ڪري قرار نصيب ٿيو ۽ مراقبي جي مقام تي به ان وقت قرار ٿي ٿو سگهي جڏهن مشاهدي جو حال طاري ٿي وڃي، لهاذا جڏهن ڪو مشاهدي جي حال ۾ اچي وڃي ته مراقبو ان جو مقام بنجي ٿو سگهي. هاڻي مشاهدي جو حال به تبديل ٿيڻ لڳندو آهي ڪڏهن استتار(پوشيدگي) جي ڪيفيت طاري ٿيندي آهي ۽ ڪڏهن تجليءَ جو ظهور ٿيندو آهي. آخرڪار هن جو سج استتار (پوشيدگي) جي گرهڻ کان نڪري ايندو آهي.

## مشاهدي جو مقام

مشاهدي جي مقام ۾ به مختلف احوال ۽ اضافا ٿيندا رهندا ٿا رهن. يعني هڪڙي حال کان ترقي ڪري انسان ٻئي متاهين يا اعلىٰ حال ۾ تبديل ٿيندو ٿو رهي. تانجو اهو عالم فنا ۾ پهچي وڃي ۽ وري اتان عالم بقا جي طرف واپس اچي يا عين اليقين کان ترقي ڪري حق اليقين ۾ پهچي وڃي.

حق اليقين بہ هڪ جذبو آهي جيڪو قلب جي پردي کي چاڪ ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اها مشاهدي جي اعليٰ شاخ آهي. جيئن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ اي الله! مان توکان اهڙي ايمان جو طلبگار آهيان جيڪو منهنجي قلب ۾ گهر ڪري وڃي.

## قلب جا ٻہ حصا

شيخ سهل بن عبدالله رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ قلب جا ٻہ سوراخ آهن. انهن مان هڪ باطن آهي جنهن سان سماعت جي قوت ۽ بينائي آهي اهوئي قلب جو مرڪز ۽ دل جو نقطو آهي ٻيو سوراخ قلب جو ظاهري حصو آهي جنهن ۾ عقل هوندو آهي، قلب ۾ عقل جو مثال ائين آهي جيئن اک ۾ بينائي .

## حق اليقين

حق اليقين اها حالت آهي جيڪا قلب جي پڙدي کي چاڪ ڪري ان جي مرڪزي ڪاري نقطي تائين پهچي وڃي. هي بهترين عطيو ۽ سڀ کان عمدو ۽ اشرف حال آهي مشاهدي سان انهيءَ حال جو اهوئي تعلق آهي جيڪو پڪي سر جو مٽيءَ سان هوندو آهي. مٽي پهريائين ڳوهيل مٽي بنجندي آهي پوءِ ڪچي سر ۽ آخر ۾ پڪي سر بنبي آهي، اهڙي طرح مشاهدو اصل بنياد آهي ان مان ڳوهيل مٽيءَ وانگر سڪي مٽيءَ جو بنياد قائم ٿيندو آهي پوءِ ڪچي سر وانگر بقا جو وجود ٿيندو آهي. ان کان پوءِ(حق اليقين جي) هيءَ حالت پيدا ٿيندي آهي جيڪا ان سلسلي جي آخري شاخ آهي.

## خداداد عطيو

جيئن تہ هيءَ حالت سيني احوالن جو اصل بنياد آهي ۽ بهترين حال اهوئي آهي ۽ اهو محض خداداد عطيو آهي جيڪو ڪوشش ۽

تدبير سان حاصل نہ ٿيندو آهي ان ڪري حق جي بندي جون هي سڀ خداداد ڪيفيتون احوال جي نالي سان مشهور آهن. ڇوتہ هن ۾ حق جي بندي جي ڪوشش جو ڪوبہ دخل ڪونهي ان ڪري هي نالو پئجي ويو. بلڪ مشائخن جي زبان تي اهوئي اچي ويو آهي تہ درجا ڪوشش سان حاصل ٿيندا آهن ۽ احوال خداداد ۽ آسماني آهن. انهن جي ذريعي برڪتون نازل ٿينديون آهن، انهيءَ ڪري هڪ آسماني قلب ۾ ئي انهن احوالن جو وجود هوندو آهي.

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ حال ذڪر خفي آهي ان ۾ هن شيءِ جي طرف اشارو آهي جنهن جو اسان ذڪر ڪيو اسان عراق جي مشائخن کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي تہ: حال اهو آهي جيڪو الله جل شانہ جي طرف کان هجي ۽ جيڪو ڪم ڪوشش ۽ عمل جو نتيجو هجي تہ اهو چوندا آهن تہ "هي بندي جي طرف کان آهي." چنانچہ جيڪڏهن مريد تي ڪا خداداد ڳالھہ يا وجداني ڪيفيت طاري ٿئي تہ اهي هي چوندا آهن تہ: هي الله رب العزت جي طرف کان آهي. انهيءَ کي هو حال جي نالي سان سڏيندا آهن، انهيءَ مان هن طرف اشارو آهي تہ حال خداداد عطيو آهي.

خراسان جي مشائخ جو قول آهي تہ احوال عملن جي ميراث آهي. ڪن بزرگن جو هي قول بہ نقل ٿيل آهي تہ احوال برق وانگر آهن، جيڪڏهن اهي برقرار رهن تہ سمجھو تہ اهو نفساني ڪلام آهي. مگر هيءَ ڳالھہ صحيح نہ آهي. صحيح ڳالھہ اها آهي تہ هي خداوندي تحفو آهن ۽ انهيءَ ترتيب تي نازل ٿيندا آهن جيئن اسان ذڪر ڪيو. بهرحال خداداد ڪيفيتون حاصل ڪيل ڪيفيتن سان گھيريون پيون آهن. چنانچہ احوال وجداني ڪيفيتون آهن ۽ مختلف مقامن تائين پهچڻ جا رستا آهن. فرق صرف ايترو آهي تہ درجن ۾ عمل ۽ ڪوشش جو ظاهري دخل آهي ۽ باطن ۾ هي خداداد آهن مگر احوال ۾ باطني طور ڪوشش

آهي، پر ظاهري طور تي اهي خداداد نعمت آهن. ان ڪري احوال مٿاهين عالم جي آسماني نعمت آهن ۽ مختلف درجا ان جا رستا آهن.

حضرت علي عليه السلام بن ابي طالب جو قول آهي تہ مون کان آسمانن جا رستا پڇو ڇوتہ مون زمين جي رستن جي ذريعي انهن کي سڃاڻڻ ۾ سيني کان وڌيڪ مهارت حاصل ڪئي آهي. هن قول ۾ بہ درجن ۽ احوال جي طرف اشارو آهي، چنانچہ آسمانن جا رستا توبہ جا درجا ۽ زهد وغيره آهن. انهن رستن تي هلڻ واري جو قلب آسماني ٿي ويندو آهي هيءُ اهڙا طريقا آهن جن مان ڪجهہ احوال هوندا آهن ۽ انهن طريقن تي ماڻهو هلندا آهن وري ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي جو نفس انهن کي ڪسي ويندو آهي پر عام طور تي ائين نہ ٿيندو آهي ڇوتہ احوال نفس سان نہ ٿا ملي سگهن جيئن تيل پاڻيءَ سان نہ ٿو ملي سگهي.

ڪن بزرگن جو هي خيال آهي تہ احوال هميشه برقرار رهندا آهن جيڪڏهن هو هميشه برقرار نہ رهن تہ انهن کي لوائح طوائح ۽ بوادر چيو ويندو آهي. هي ڪيفيتون بذات خود احوال نہ آهن بلڪ انهن جو پيش خيمو هونديون آهن.

## مقام جي تبديلي

مشائخن جو انهيءَ ۾ اختلاف آهي تہ ڇا بندي جي لاءِ هي جائز آهي تہ هو پنهنجي موجوده مقام کي مستحڪم ڪرڻ کان اڳ ٻئي مقام ڏي منتقل ٿي وڃي. هڪ بزرگ جو قول آهي تہ پنهنجي مقام جي احڪامن کي مستحڪم ڪرڻ کان اڳ ٻئي مقام ڏي منتقل ٿيڻ هن جي لاءِ مناسب نہ آهي. پر ٻئي بزرگ چيو آهي تہ ڪو شخص پنهنجي موجوده مقام کي ان وقت تائين مڪمل نہ ٿو ڪري سگهي جيستائين هو پنهنجي مٿاهين مقام تائين نہ پهچي وڃي ڇوتہ هو جڏهن اعليٰ مقام کان هيناهين مقام ڏي نظر ڪندو ان وقت هن جي پنهنجي مقام جو معاملو مستحڪم ٿي ٿو سگهي.

انهيءَ مسئلي جو حل مناسب طريقي سان هن طرح ٿو ڪري سگهجي تہ هڪ شخص کي اعليٰ مقام کان جتي هو ترقي ڪري ويندو ڪو حال عطا ٿيندو آهي، ان وقت هن کي خبر پوندي آهي تہ هن حال سان هن جي موجوده مقام جو معاملو درست ٿي ويو آهي. هي حق تعاليٰ جل جلالہ جو تصرف آهي. هن ۾ بندي جي طرف کان ڪنهن بہ شيءِ جو اضافو نہ ٿو ڪيو وڃي پوءِ پلي هو ترقي ڪري يا نہ ڪري. سبب اهو آهي تہ انسان انهن احوالن جي ذريعي مختلف مقامن جي طرف ترقي ڪندو آهي جيڪي خداوندي عطيو آهن. انهن جي ذريعي انهن درجن جي طريقي ترقي ٿيندي آهي جتي تدبير ۽ تقدير مليل هونديون آهن لهاذا هن کي اعليٰ مقام جي طرف کان ڪو حال انهيءَ وقت نظر ايندو آهي جڏهن هن جي ترقيءَ جو زمانو قريب اچي ان وقت هو انهن درجن جي طرف پنهنجي وڏيڪ احوالن جي ڪري ترقي ڪندو آهي.

مٿين وضاحت کان پوءِ هي معلوم ٿي ويو تہ مقامات ۽ احوال هڪ ٻئي سان شامل آهن ۽ ڪا فضيلت يا نيڪي اهڙي نہ آهي جنهن ۾ حال ۽ مقام نہ هجي. چنانچہ زهد، توڪل ۽ رضا ۾ حال ۽ مقام ٻئي آهن.

شيخ ابو عثمان الحميري رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ: چاليهن سالن کان منهنجي اها حالت آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ جنهن حال ۾ مون کي رکي اهو مون کي ناپسند نہ هوندو آهي. هن قول ۾ رضا جي طرف اشارو آهي، پهريائين هو حال جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندو آهي پوءِ مقام جي صورت اختيار ڪندو آهي. اهڙي طرح محبت ۾ بہ حال ۽ مقام ٻئي صورتون آهن.

### زجر ۽ توبه

اهڙيءَ طرح بندو توبہ ڪندو آهي ۽ توبہ جي حالت تبديل ٿيندي رهندي آهي، ايتري قدر جو آخرڪار هو توبہ جي مقام تي پهچي ويندو

آهي. توبه جو رستو پشيمان ٿيڻ سان ملندو آهي. هڪ بزرگ جو قول آهي تہ زجر قلب جي اها ڪيفيت آهي جنهن ڪي غفلت کان متنبہ هئڻ کان پوءِ سڪون حاصل ٿيندو آهي، ان وقت هو بيدار ٿي غلط ۽ صحيح ڳالهہ معلوم ڪندو آهي، ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ زجر قلب جي اها روشني آهي جنهن جي ذريعي انسان کي پنهنجي ارادي جي غلطي معلوم ٿيندي آهي. بهرحال زجر ۽ ملامت جون ٽي صورتون آهن. هڪ صورت زجر جي علم جي ذريعي حاصل ٿيندي آهي. ٻي صورت عقل جي ذريعي هوندي آهي ۽ ٽين صورت اها آهي جڏهن ايمان جي ذريعي زجر ۽ ملامت ظاهر ٿئي. بهرحال جيڪا بہ صورت هجي، زجر جي ذريعي الله تعالىٰ جل شانہ ان کي توبه جي توفيق ڏيندو آهي ۽ ڪنهن وقت نفساني خواهش جو غلبو زجر ۽ توبه جي حال جي آثارن کي متاثر ڪندو رهندو آهي. تانجو آخرڪار اها نيڪي ان تي راسخ ٿي مستقل مقام جي صورت اختيار ڪندي آهي.

## زهد جو مقام

اهڙي طرح زهد جو حال آهي هي جذبو جنهن تي مسلط ٿئي ان کي دنياوي مشاغل ترڪ ڪرڻ ۾ لطف حاصل ٿيندو آهي، دنيا سان دلچسپي خراب معلوم ٿيندي آهي ان جي باوجود نفساني طمع ۽ دنياوي حرص سان ڪڏهن هيءَ حالت ختم ٿي ويندي آهي. آخرڪار تعالىٰ جل شانہ جي مدد ان سان گڏ ٿي ان جو تدارڪ ڪندي آهي ۽ هو زهد جي حال تي مستقل ڄمي ويندو آهي، بلڪ زهد هن جو مستقل مقام يا عادت بنجي ويندو آهي.

## رضا ۽ توڪل

اهوئي حال توڪل جو آهي، توڪل هن جي قلب جي دروازي کي کڙڪائيندي رهندي آهي ايستائين جو هو توڪل کي مستقل طور تي اختيار ڪري وٺندو آهي. اهڙي طرح رضا جو حال آهي، جڏهن هن کي

رضاءِ الاهي تي اطمينان ٿي ويندو آهي تہ اها بہ هن جو مقام بنجي ويندي آهي.

## باريڪ نڪتو

هن مقام تي هڪ ذڪر ڪرڻ جي قابل نڪتو اهو آهي تہ رضا ۽ توڪل جو مقام طبعي خواهش جي باوجود برقرار رهندو آهي پر رضا جو حال طبعي خواهش سان گڏ نہ رهندو آهي. هي انهيءَ وانگر آهي جيئن راضي برضا طبيعت جي حڪم سان ملندو آهي. پر مقام رضا ۾ پهچڻ جو علم طبعي تقاضائن کي لڪائي ڇڏيندو آهي ان جي باوجود علم جي ذريعي لڪل طبعي تقاضائن جو ظهور ان کي مقام رضا کان خارج نہ ڪندو آهي. اهڙي صورت ۾ رضا جي حالت باقي نہ رهندي آهي ان جو سبب اهو آهي تہ جڏهن حال خالص فطرت جو عطيو بنجي وڃي تہ اهو طبعي خواهشن کي جلائي ڇڏيندو آهي. هن تي اهو اعتراض ٿي ٿو سگهي تہ اهڙو شخص مقام رضا ۾ صاحب مقام بنجي ٿو سگهي پر صاحب حال ڇونہ ٿو بنجي سگهي؟ حالانڪ حال مقام کان اڳ آهي ۽ مقام وڌيڪ پائدار هوندو آهي. اسين هن جي جواب ۾ اهو چونداسين تہ ان جو سبب اهو آهي تہ جيئن تہ مقام ۾ بندي جي ڪوشش ۽ تدبير شامل هوندي آهي، ان ڪري هن ۾ طبعي خواهش جو هجڻ باقي رهندو آهي جيئن تہ حال قدرت جو عطيو آهي، ان ڪري اهو طبعي آميزش کان پاڪ ۽ صاف هوندو آهي، بلڪ اهڙي موقعي تي حال وڌيڪ سخت هوندو آهي پر رضا جو مقام وڌيڪ پائدار ۽ مستحڪم هوندو آهي.

## الله تعاليٰ جل شانہ جو لامحدود فيض

درجا حاصل ڪرڻ لاءِ وڌيڪ احوالن جو اڳ کان ئي حاصل ڪرڻ ضروري آهي. ڇوتہ اڳ کان ئي روحاني حال حاصل ڪرڻ کان سواءِ روحاني مقام حاصل نہ ٿيندو آهي. احوالن جون بہ ٻہ صورتون آهن. يعني ڪي احوال مقام بنجي ويندا آهن پر ڪي احوال مقام نہ ٿا بنجن، انهيءَ جو

سبب اهوئي آهي جيڪو اسين بيان ڪري آياسين ته مقام ۾ ڪوشش ۽ عمل جو اثر ظاهر هوندو آهي ۽ خدا جو فيض ان ۾ لڪل رهندو آهي. پر حال ۾ فيض ظاهري طور تي هوندو آهي ۽ ڪسب ۽ عمل باطن ۾ هوندو آهي جيئن ته احوال ۾ فيض خداوندي غالب آهي ان ڪري هو ڪنهن شيءِ ۾ قيد نه آهي بلڪ هن جي ڪا حد ۽ انتها ناهي. حالانڪ اعليٰ روحاني احوال جي لطافت جي تقاضا هيءَ آهي ته اهو مقام بنجي وڃي ته الله تعاليٰ جل شانه جي قدرت غير محدود آهي. انهيءَ ئي بنياد تي هڪ بزرگ فرمايو آهي ته جيڪڏهن مون کي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي روحانيت، حضرت موسيٰ عليه السلام جي ڪليمي ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جو شان خليلي عطا ٿئي ته ان جي باوجود مان وڌيڪ فيض جو مطالبو ڪندس، ڇوته فيض خداونديءَ جي ڪا انتها ڪانهي، حالانڪ هي انبيا ڪرام عليهم السلام جا روحاني احوال آهن جيڪي اولياءَ الله کي عطا نه ٿا ٿي سگهن ته به هن ۾ هن طرف اشارو آهي ته حق جو بندو هميشه وڌيڪ روحانيت جو طالب رهندو آهي ۽ پنهنجي موجوده حالت تي قناعت نه ڪندو آهي.

سرورڪائنات رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن به انهيءَ باري ۾ قناعت نه ڪرڻ ۽ وڌيڪ فيض ۽ برڪت حاصل ڪرڻ جي هدايت فرمائي آهي ارشاد آهي ته: جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن منهنجي علم ۾ اضافو نه ٿئي ته انهيءَ ڏينهن جو صبوح منهنجي لاءِ مبارڪ نه آهي. هن سلسلي ۾ پاڻ سڳورا هيءَ دعا فرمائيندا هئا:

| | |
|---|---|
| اللهم ما قصر عنه رائي وضعف فيه عملي ولم تبلغه نيتي وامنيتي من خير وعدته احدا من عبادك او خير انت | اي خدا جنهن ڪم ۾ منهنجي راءِ ڪوتاهي ڪري ۽ منهنجو عمل ڪمزور رهي ۽ منهنجي نيت ۽ تمنا ان تائين نه پهچي سگهي ته به جيڪڏهن تو انهيءَ ڀلائيءَ جي ڏيڻ جو وعدو ڪيو هجي يا پنهنجي |

| | |
|---|---|
| معطيہ احدا من خلقک فانا اوغب اليک واسئلک اياه | مخلوق مان کنهن کي ڏيڻ واروهجين تہ مان بہ ان جي طرف راغب آهيان ۽ ان جو توکان طلبگار آهيان. |

فيض ۽ برڪتون جيڪي رب رحيم جي طرفان آهن سي غير محدود آهن ۽ روحاني احوال بہ فيض آهن. انهن جو انهن الاهي ڪلمن سان تعلق آهي جو ختم نہ ٿا ٿي سگهن، پوءِ پلي سمنڊ جا قطرا ختم ٿي وڃن ۽ واريءَ جا ذرا فنا ٿي وڃن، پر اهي ڪلما ختم ٿي نہ ٿا سگهن. اهوئي نعمت ڏيڻ وارو ۽ عطا ڪرڻ وارو آهي.

باب ٥٩

# روحاني درجن جا بنيادي اصول

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ هڪ شخص رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صلي الله عليه وسلم مان زبان دراز آهيان ۽ پنهنجي اهل و عيال سان زبان درازي ڪندو آهيان. پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ تون استغفار ڇونہ پڙهندو آهين، مان تہ ڏينهن رات ۾ هڪ سؤ دفعہ استغفار پڙهندو آهيان. حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت هن اضافي سان آهي تہ مان الله کان استغفار ۽ توبہ روزانو سؤ دفعا ڪندو آهيان.

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت آهي تہ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ منهنجي قلب تي بادل ڇائنجي ويندا آهن، انهيءَ ڪري مان روزانو سؤ دفعا استغفار ڪندو آهيان. الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ اي مومنوا! توهين سڀ الله رب العزت کان توبہ ڪيو شايد توهان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو. ٻي جاءِ تي ارشاد آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ توبہ ڪرڻ وارن کي پسند فرمائيندو آهي. اي ايمان وارؤ! الله تعاليٰ جل شانہ کان سچي خيرخواهيءَ سان توبہ ڪيو.

## توبہ جي اهميت

توبہ هر مقام جو اصل بنياد ۽ هر روحاني حال جي ڪنجي آهي. انهيءَ جي ذريعي درجن جي شروعات ٿي ٿئي. هيءَ اهڙي آهي جيئن عمارت جي لاءِ زمين. جنهن وٽ زمين نہ هجي اهو عمارت تعمير

ڪري نہ ٿو سگهي جيستائين منهنجو علم آهي ۽ جيتري قدر مان ڪوشش ڪري سگهيو آهيان ان جي مطابق مون درجن ۽ احوال ۽ ان جي ثمر تي غور ڪيو آهي. آخرڪار مون اهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ ايمان ۽ ان جي فرائض ۽ شرطن جي صحبت ۽ درستيءَ ڪان پوءِ ان لاءِ ٽي شيون ضروري آهن ۽ جيڪڏهن ايمان کي بہ شامل ڪيو وڃي تہ چار شيون ٿي ٿيون پون. هي چار شيون روحاني ۽ حقيقي ولادت جي لاءِ اهڙيون ضروري آهن جهڙي طرح ان جي قانون قدرت جي مطابق چار طبعي عناصر (مٽي - پاڻي - باهہ ۽ هوا) طبعي ولادت لاءِ ضروري آهن. لهاذا جنهن هنن چئن شين جي حقيقت جي ڄاڻ حاصل ڪئي اهو آسمانن جي عالم ملڪوت ۾ داخل ٿي ٿو سگهي. ان کي قضا ۽ قدرت ۽ ان جي نشانين جو ڪشف ٿي ٿو سگهي اهو ئي خدا پاڪ جل شانہ جي الهامي ڪلمن جو ذوق ۽ فهم حاصل ڪري سيني روحاني احوال ۽ درجن ڪان بهرور ٿي ٿو سگهي.

## چار اصول

سچو ڪرشمو چئن شين جو آهي. (۱) ايمان (۲) سچي خلوص سان توبہ (۳) زهد (۴) مقام بندگيءَ جي اهڙي تحقيق آهي جو سستي ۽ ڪوتاهي ڪان بغير ظاهري ۽ لڪل حالت ۾ دل و جان ۽ظاهري جسم سان صرف الله تعاليٰ جل شانہ جي لاءِ هميشہ نيڪ ڪم ڪياوڃن. هنن چئن اصولن جي تڪميل ڪان پوءِ هنن چئن شين جي مدد ورتي وڃي جيڪي هن جي تڪميل جو سبب آهن (۱) گهٽ ڳالهائڻ(۲) گهٽ کائڻ (۳) گهٽ سمهڻ (۴) ماڻهن ڪان الڳ رهڻ . سيني مشائخن ۽ زاهدن جو انهيءَ تي اتفاق آهي تہ هنن چئن ڳالهين سان روحاني درجا برقرار رهندا آهن ۽ روحاني احوال درست ٿيندا آهن. انهن جي ئي ذريعي الله تعاليٰ رب العزت جي تائيد ءِحسن توفيق سان ابدال ابدال بنجي ويندا آهن. لهاذا جيڪڏهن انهن کي صحيح طريقي سان حاصل ڪيو ويو تہ

سمجهو تہ سڀ روحاني درجا حاصل ٿي ويا.

ايمان کان پوءِ سڀ کان پهرين شيءِ توبه آهي، مگر صحيح توبه جي ابتدا مرحلن تي چند روحاني احوالن جي ضرورت هوندي آهي جيڪڏهن اهي درست رهن تہ اهي درجن ۽ احوالن ۾ تبديل ٿي ٿا سگهن. لهاذاتوبه کان اڳ ملامت ڪرڻ واري ضمير جوهئڻ ضروري آهي هي ضمير روحاني حال ۽ خدا وندي فيض جو نتيجو آهي. زجر ۽ ملامت جي حالت توبه جي ڪنجي ۽ ان جي شروعات آهي.

## زجر و ملامت

هڪ ماڻهو حضرت بشر الحافيرحمت الله عليه جن کان پڇيو ڇا ڳالهہ آهي جو مان توکي غمگين ٿو ڏسان؟ پاڻ فرمايائون تہ: انهيءَ جو سبب اهو آهي جو مان پنڪيل مطلوب آهيان رستي کان ڀٽڪي ويو آهيان ۽ ان جي تلاش ۾ آهيان. جيڪڏهن اهو معلوم هجي ها تہ منزل مقصود جو رستو ڪهڙي طرف آهي تہ مان ان ڪي تلاش ڪيان ها، پر مون تي اهڙو تہ غفلت جو خواب طاري آهي جو ان کان ڪو ڇوٽڪارو نظر نہ ٿو اچي. البتہ جيڪڏهن مون کي زجر ۽ ملامت ڪئي وڃي ها تہ مون تي اثر ٿئي ها.

اصمعي رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ مون بصره ۾ هڪ بدو ڏٺو جنهن جون اکيون ڏکي رهيون هيون ۽ انهن مان پاڻي وهي رهيو هو مون هن کي چيو تہ تون پنهنجي اکين کي اگهين ڇونہ ٿو تہ هن مون کي چيو تون پنهنجيون اکيون ڇونہ ٿو اگهين؟ هن چيو تہ طبيب مون کي منع ڪري ڇڏي آهي ۽ جيڪو منع ڪرڻ کان پوءِ باز نہ اچي ان جو ڀلو نہ ٿو ٿي سگهي.

## تنبيهہ جو حال

باطن ۾ برائي کان روڪڻ وارو هڪ روحاني حال هوندو آهي جيڪو الله تعاليٰ جل شانہ عطا فرمائيندو آهي ۽ توبه ڪرڻ واري جي لاءِ ان جو وجود ضروري آهي، اهڙي باز اچڻ کان پوءِ حق جي طالب تي

انتباهہ (بيدار ٿيڻ) جو حال طاري ٿيندو آهي جنهن جي باري ۾ هڪ بزرگ فرمايو آهي تہ: جنهن حادثن ۽ مختلف ڪيفيتن جي مطالبي ڪي ضروري قرار ڏنو اهو بيدار آهي. شيخ ابو يزيد جو قول آهي تہ انتباهہ جون پنج نشانيون آهن. ١- جڏهن پنهنجي نفس کي ياد ڪري تہ پنهنجو پاڻ کي فقير سمجهي ٢- جڏهن پنهنجي گناهہ کي ياد ڪري تہ استغفار پڙهي ٣- جڏهن دنيا کي ياد ڪري تہ عبرت حاصل ڪري ۴- جڏهن آخرت کي ياد ڪري تہ خوش رهي. ۵- جڏهن مولا کي ياد ڪري تہ ڏڪڻ شروع ڪري.

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ انتباهہ نيڪيءَ جي رهنمائيءَ جي شروعات آهي جڏهن ڪير پنهنجي غفلت جي ننڊ مان اٿڻ جي ڪري هيءَ شيءِ ان کي بيداريءَ جي رستي تائين پهچائي ڇڏيندي آهي ۽ اها بيداري هن کي هدايت جي رستي جي ڳولا تي آڻي بيهاريندي آهي جڏهن هو ڳولا ۾ ڦري ٿو تہ ان کي خبر پئي ٿي تہ هو حق جي رستي تي آهي ان ڪري هو حق جي تلاش ڪري ٿو ۽ توبہ جي دروازي ڏي موٽي ٿو انهيءَ انتباهہ جي حال کان پوءِ هن کي بيداريءَ جو حال نصيب ٿيندو آهي.

## بيداري

شيخ فارس رحمۃ اللہ عليہ جو قول آهي تہ ڪامل ترين حال بيداري ۽ عبرت انگيزي آهي. چون ٿا تہ بيداري ڇوٽڪاري جي رستي جي مشاهدي کان پوءِ رستي جي نشان ظاهر ٿيڻ جو نالو آهي. اهو بہ چيو ويو آهي تہ جڏهن صحيح بيداري نصيب ٿئي تہ بيدار انسان توبہ جي رستي جي شروعات ۾ پهچي ويندو آهي. بيداري پرهيزگارن جي دلين جي لاءِ مولىٰ جي هڪ نشاني آهي جيڪا انهن کي توبہ جو رستو ٻڌائي ٿي ۽ جڏهن بيداري جي تڪميل ٿي وڃي تہ ان کي توبہ جي مقام جي طرف منتقل ڪري ڇڏيندا آهن. بهرحال اهي ٽي حالتون آهن جيڪي توبہ کان

ٻه اڳ ظاهر ٿينديون آهن.

## نفس جو محاسبو

توبه کي برقرار رکڻ لاءِ نفس جي محاسبي جي ضرورت ٿيندي آهي. محاسبي جي ذريعي توبه کي استقامت نصيب ٿيندي آهي، چنانچه حضرت علي عليه السلام جن فرمايو ته، انهيءَ کان اڳ جو توهان جو محاسبو ڪيو وڃي توهان پنهنجو محاسبو ڪندا ڪريو ۽ انهيءَ کان اڳ جو توهان جي عملن جو وزن ڪيو وڃي توهان پنهنجي عملن کي توريندا ڪيو. توهان الله رب العزت جي وڏي حاضريءَ لاءِ پنهنجو پاڻ کي تيار ڪيو، جڏهن توهان انهيءَ ڏينهن پيش ٿيندا ته ڪابه لڪل ڳالهه توهان کان لڪل نه رهندي.

## نماز سان محاسبو

محاسبو ساهه جي حفاظت، ضبط، وقت جي پابندي ۽ اهم ڪمن جي ترجيح سان مڪمل ٿيندو آهي. ان ڪري حق جي بندي کي هيءَ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته الله تعالىٰ جل شانه پنهنجي رحمت سان ڏينهن رات ۾ پنج وقت نماز فرض ڪئي آهي هو خوب ڄاڻي ٿو ته هن جا ٻانها غفلت ۾ مبتلا رهن ٿا. ان ڪري هن انهن کي نفساني خواهش ۽ دنيا جي غلاميءَ کان بچائڻ لاءِ مختلف وقتن ۾ هي نمازون فرض ڪيون آهن. هي پنج وقتي نماز جو هڪ اهڙو سلسلو آهي جيڪو ٻانهن کي حق ربوبيت ادا ڪرڻ لاءِ بندگي ۽ عبوديت جي درجن ۾ جڪڙي ٿو ڇڏي اهڙي طرح هر شخص هڪ نماز کان ٻي نماز تائين محاسبو ڪندو رهندو آهي ۽ پنهنجي عمدي محاسبي جي ڪري شيطان جي لنگهڻ جون جايون بند ڪندو آهي.

هو انهيءَ وقت نماز شروع ڪندو آهي، جڏهن هو چڱيءَ طرح توبه ۽ استغفار جي ذريعي دل جون ڳنديون کولي ڇڏي ڇو ته شريعت جي خلاف هر ڪلمو ۽ هر حرڪت هن جي قلب ۾ هڪ ڪاروداغ وجهي ٿيون

ڇڏن ۽ ان ۾ هڪ ڳنڍ لڳائي ٿيون ڇڏن پر محاسبو ڪرڻ وارو نماز جي لاءِ پنهنجي باطن کي عضون کي ضبط ڪرڻ جي ذريعي آماده ٿو ڪري ۽ محاسبي جي مقام کي مستحڪم ٿو ڪري. جڏهن هو نماز پڙهندو آهي ته ان جو نور ٻي نماز تائين هن جي وقت جي سيني جزن کي روشن ٿو رکي اهڙي طرح هن جي نماز هن جي وقتن سان منور رهندي آهي ۽ هن جا اوقات نماز جي نور سان روشن ۽ معمور رهندا آهن.

هڪ محاسبي ڪرڻ واري بزرگ جو قاعدو هو ته هو هڪ ڪاغذ ۾ نمازن کي لکندو هو ۽ ٻن نمازن جي وچ ۾ ڪاغذ جي خالي جاءِ ڇڏي ڏيندو هو، جڏهن هو غيبت(گلا) يا ٻي ڪا غلطي ڪندو هو ته ان ۾ هڪ ليڪ ڏيندو هو ۽ جڏهن ڪا اجائي ۽ فضول حرڪت ڪندو هو ته اتي نقطو وجهي ڇڏيندو هو ته جيئن هو پنهنجي گناهن ۽ فضول حرڪتن جو شمار ڪري سگهي ۽ محاسبي جي ذريعي شيطان ۽ نفس اماره جي گذرگاهن کي تنگ ڪري سگهي اهڙي طرح هو سچي دل سان ضبط نفس ڪري حقيقي بندگيءَ جي مقام تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو هو. بهرحال محاسبي ۽ ضبط نفس جو هي مقام صحيح توبه کي برقرار رکڻ جي لاءِ ضروري آهي.

## مراقبي جي اهميت

حضرت جنيد رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته جنهن جي نگراني درست آهي، ان جي ولايت هميشه باقي رهندي آهي. شيخ واسطي رحمة الله عليه جن کان پڇيو ويو ته ڪهڙو ڪم افضل آهي؟ فرمايائون ته افضل سرباطن جي نگهداشت. ظاهر جو محاسبو ۽ باطن جو مراقبو آهي. هنن مان هرهڪ جي ٻئي سان تڪميل ٿئي ٿي ۽ هنن ٻنهين سان توبه قائم رهندي آهي.

مراقبو ۽ نگهداشت ٻئي عمدا روحاني حال آهن، توبه جي مقام جي درستيءَ سان گڏوگڏ هي ٻه درست رهندا آهن ۽ انهن جي تڪميل

سان توبه برقرار رهندي آهي، لهاذا محاسبو، مراقبو ۽ نگهداشت توبه جي مقام جي لاءِ ضروري آهن.

شيخ جريري رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ اسان جو ڪم هنن ٻن فضيلتن تي ٻڌل آهي: ١- مراقبي کي ضروري سمجهو ٢- علم تنهنجي ظاهري حالت کي سٺي حالت ۾ برقرار رکي.

شيخ مرتعش جو قول آهي تہ مراقبو هر لمحي هر لفظ ۾ حق جي مشاهدي لاءِ باطن جي نگهداشت جو نالو آهي جيئن الله تعالىٰ جل شانه جو ارشاد آهي تہ: "ڪهڙو نہ سٺو آهي اهو شخص جيڪو هر نفس جي عمل جي نگراني ڪري ٿو."

هي علم قيام آهي ۽ انهيءَ جي ئي ذريعي علم حال جي تڪميل ۽ ان جي گهٽ وڌائي جو علم ٿيندو آهي. اهو اهو آهي تہ هو الله رب العزت سان پنهنجي تعلق جو معيار معلوم ڪري. هي سڀ شيون صحيح توبه جي لاءِ ضروري آهن. صحيح توبه انهن جي لاءِ ضروري آهي ڇوتہ تصور (خاطر) عزائم جو پيش خيمو هوندو آهي ۽ (ارادا) اعمال جو پيش خيمو هوندا آهن. تصور سان قلب جي ارادي جي تڪميل ٿيندي آهي ۽ جيئن تہ قلب عضون جو حاڪم آهي ان ڪري جيستائين قلب ڪو ارادو نہ ڪري ان وقت تائين عضوا حرڪت ۾ نہ ٿا اچن. لهاذا مراقبو اهڙي شيءِ آهي جنهن جي ذريعي برن تصورن جو خاتمو ٿيندو آهي. مراقبي جي تڪميل سان توبه جي تڪميل ٿيندي آهي ۽ جيڪو تصورن کي ضبط ڪري اهو عضون جون ضرورتون فراهم ڪري ٿو بهرحال مراقبي جي ذريعي قلب مان برن ارادن جو خاتمو ٿي ٿو وڃي. ان کان پوءِ مراقبي کان جيڪا ڳالهہ رهجي وڃي ان جو پورائو محاسبو ڪندو آهي.

## انابت

شيخ ابو عثمان المغربي رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ هن طريقي جي ضروري شين ۾ افضل محاسبو آهي، مراقبي ۽ علم جي

ذريعي عمل جو ضبط آهي. جڏهن صحيح توبه ڪئي وڃي ته خداوند ڪريم جي طرف به صحيح طريقي سان رجوع ٿي ٿو سگهجي.

شيخ ابراهيم اڌم رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته حق جو بندو سچي توبه ڪرڻ کان پوءِ خداوند ڪريم جي طرف رجوع ڪندو آهي. چوته انابت(رجوع ڪرڻ) توبه جو ٻيو درجو آهي.

شيخ ابو سعيد القرشي رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته جيڪو خداوند ڪريم جي طرف رجوع ڪندو آهي اهو هر انهيءَ شيءِ کي ڇڏي ڏيندو آهي جيڪا هن کي خداوند ڪريم کان غافل ڪري. هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي ته انابت(رجوع) ۾ سراسر خداوند ڪريم جي طرف توجه هوندو آهي ۽ جيڪو ٻئي طرف کان ڪٽجي خداوندڪريم جي طرف اچي اهو انابت(رجوع) جي هڪ حصي کي ضايع ٿو ڪري مگر منيب(رجوع ڪرڻ وارو) حقيقت ۾ اهوئي آهي جنهن جو خداوند ڪريم کان سواءِ ٻئي طرف توجه نه هجي. ان جي اها حالت هوندي آهي ته هو سراپا انابت بنجي ويندو آهي. هونئه صرف هڪ پيڪر ۽ تصوير وانگر رهجي ويندو آهي بلڪ حق تعاليٰ جل شانه جي سامهون هن جي ڪا ذاتي وصف به باقي نه رهندي آهي. محفل ۽ مجمعي ۾ به هو خداوند ڪريم جي ياد ۾ مستغرق رهندو آهي. نفس جي مخالفت ڪندو ۽ عملن جي عيبن جو مشاهدو ڪري مجاهدو ڪندو آهي. هي سڀ ڪجهه نگهداشت ۽ مراقبي جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو ويندو آهي.

شيخ ابو سليمان رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته مون پنهنجي ڪنهن به ڪم کي سٺو نه سمجهو جو ان تي ثواب جي اميد رکان. شيخ ابو عبدالله السنجري رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته جيڪو مريد هجڻ جي حالت ۾ پنهنجي روحاني احوال جي ڪنهن شيءِ کي سٺو سمجهي ان جي مريدي بگڙي ويندي. هاڻي هن جي لاءِ هن کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ڪونهي ته شروع کان روحاني منزلون طي ڪري ۽ پنهنجو پاڻ کي ٻيهر

رياضت ۽ مجاهدي ۾ مشغول ڪري.

## نفس جو مجاهدو

جيڪو پنهنجي چڱاين ۽ عيبن ڪي سچائي ۽ اخلاص جي تارازيءَ ۾ توري اهو ڪامل مردن جي درجي تائين نہ پهچي سگهندو. لهاذا عملن جي خامين ڪي ملاحضو ڪرڻ صحيح توبہ جي لاءِ ضروري آهي ۽ توبہ ان وقت تائين درست نہ ٿي سگهندي، جيستائين سچي دل سان مجاهدو نہ ڪيو وڃي. سچي دل سان مجاهدو ان وقت ٿي سگهندو جڏهن انهيءَ ۾ صبر هجي. چنانچہ فضالہ بن عبيد رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ مجاهد اهو آهي جيڪو پنهنجي نفس سان جهاد ڪري. هي نفس سان مجاهدو ان وقت مڪمل ٿي ٿو سگهي جڏهن صبر ڪيو وڃي. بهترين صبر اهو آهي جيڪو الله جل شانه جي رستي ۾ ڪيو وڃي يعني هر وقت ان جي لڳن هجي ۽ هو سچي دل سان مراقبو ڪري برن تصورن ڪي دل مان ڪڍي ڇڏي.

## صبر جا قسم

صبر جا ٻہ قسم آهن، فرض ۽ فضيلت. فرض صبر اهو آهي تہ فرض جي تڪميل ۽ حرام شين کان بچڻ جي لاءِ صبر ڪيو وڃي ۽ فضيلت جي صبر ۾ هي شيون داخل آهن: ١- مفلسيءَ تي صبر ڪرڻ ٢- پهرئين صدمي تي صبر ڪرڻ ٣- تڪليفن ۽ مصيبتن ڪي لڪائي انهن جي شڪايت نہ ڪرڻ ۴- فقر ۽ درويشيءَ ڪي لڪائڻ تي صبر ٥- فيض، ڪرامتن ۽ آيات ڪي لڪائي صبر ڪرڻ. ان کان علاوه فرض ۽ افضل صبر جا ڪيترا قسم آهن.

## صبر ۽ توبہ

گهڻا ماڻهو صبر جي انهن قسمن تي عمل ڪندا آهن پر صحيح مراقبو، نگهداشت ۽ برن تصورن ڪي دور ڪري محض خداوند ڪريم جي

لاءِ صبر ڪرڻ ۾ تنگي محسوس ڪندا آهن لهاذا حقيقي صبر انهيءَ طرح توبه جي ذريعي حاصل ٿيندو آهي، جهڙي طرح مراقبو توبه جي لاءِ ضروري آهي. صبر اهل ايمان جو معزز ترين مقام آهي جيڪو توبه جي حقيقي مفهوم ۾ شامل آهي.

هڪڙي اهل علم جو قول آهي ته صبر کان وڌيڪ افضل ڪهڙي شيءِ آهي جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ جل شانه نوي(٩٠) کان وڌيڪ هنڌن تي ڪيو آهي، ايتري تعداد ۾ ڪنهن شيءِ جو ذڪر نه ڪيو ويو آهي پر ايتري عظيم الشان صفت هجڻ جي باوجود صحيح توبه مقام صبر تي حاوي آهي. صبر جو هڪ قسم هي به آهي ته خداوند ڪريم جي نعمت تي صبر ڪيو وڃي. يعني نعمت کي خداوند ڪريم جي نافرمانيءَ ۾ صرف نه ڪجي. هي قسم صحيح توبه جي مقام ۾ شامل آهي.

شيخ سهل بن عبدالله رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته آرام ۽ عافيت تي صبر ڪرڻ مصيبت تي صبر ڪرڻ کان بهتر آهي. هڪ اصحابي سڳوري جو قول آهي ته اسين تڪليفن ۾ مبتلا ڪيا وياسين ته اسان صبر ڪيو پر جڏهن اسان کي خوش حاليءَ ۾ آزمايو ويو ته اسين صبر نه ڪري سگهياسين. خوشي ۽ ناراضگيءَ ۾ اعتدال کي قائم رکڻ به صبر ۾ شامل آهي. البته ماڻهن جي تعريف کان بي نياز رهڻ، گمنامي، تواضع ۽ ذلت کي برداشت ڪرڻ کي جيڪڏهن توبه ۾ شامل نه ڪيو وڃي ته اهو زهد ۾ شامل آهي.

### توبه جا اثر

اهي سڀ روحاني درجا ۽ احوال جيڪي توبه جي مقام کان خارج هجن، زهد ۾ شامل آهن. جيڪو روحانيت جي چئن درجن مان ٽيون درجو آهي. بهرحال صبر جي اصل حقيقت جو ان وقت اظهار ٿيندو آهي جڏهن نفس مطمئن هجي ۽ نفس کي ان وقت اطمينان ٿيندو آهي جڏهن ان جو تزڪيو(پاڪيزگي) ٿئي. هي تزڪيهٔ نفس توبه سان حاصل ٿيندو

آهي، لهاذا جڏهن سچي ۽ مخلصانہ توبہ سان نفس پاڪيزه ٿي وڃي تہ هن جي قدرتي سرڪشي دور ٿي ويندي آهي. ڇوتہ بي صبري نفس جي سرڪشيءَ سان پيدا ٿيندي آهي. پر سچي توبہ نفس کي نرم ڪري هن جي بدمزاجيءَ کي دور ڪري ڇڏيندي آهي. ۽ جڏهن نفس محاسبو ۽ مراقبو ڪندو آهي تہ بلڪل صاف ٿي ويندو آهي بلڪ نفساني خواهش جي پيرويءَ جي ڪري هن ۾ جيڪا باهہ ڀڙڪندي آهي اها بہ وسامي ويندي آهي اهڙي طرح هو مطمئن ٿي رضا جي مقام تي پهچي ويندو آهي ۽ قضا ۽ قدر جي فيصلن تي شاڪر رهندو آهي.

## راضي برضا

شيخ ابو عبدالله النباجي رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ الله جل شانہ جا بندا اهڙا بہ آهن جيڪي صبر ڪرڻ کان شرمائيندا آهن ۽ قضا و قدر جي موقعن مان فورا فائدو حاصل ڪندا آهن. حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ جڏهن مان صبح جي وقت اٿندو آهيان تہ تقدير جا موقعا ئي منهنجي لاءِ خوشيءَ جو سبب بنجندا آهن.

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ابن عباس رضي الله عنهما کي نصيحت ڪندي فرمايو تہ راضي برضا ٿي يقين سان الله جل شانہ جي لاءِ ڪم ڪيو جيڪڏهن ائين نہ ٿي سگهي تہ صبر ڪيو. ان ۾ تمام وڏي ڀلائي آهي. ٻي حديث شريف ۾ پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ ٽيهرئين شيءِ جيڪا انسان کي ڏني وئي آهي اها اها آهي تہ هو الله رب العزت جي قسمت تي راضي رهي.

بهرحال مقام رضاجي فضيلت ۽ ان جي اهميت جي باري ۾ بيشمار حديثون آهن. رضا توبہ النصوح جو ثمر آهي. لهاذا پر خلوص توبہ ۾ صبر جو حال ۽ مقام ۽ رضا جو حال ۽ مقام سڀ شامل آهن.

## اميد ۽ بيم

خوف و رجاءَ(اميد ۽ بيم) بہ اهل حقيقت جا ٻہ عمدا مقام آهن.

هي بہ توبۃ النصوح ۾ داخل آهن ڇوتہ خوف ئي ان کي توبہ تي آماده ڪندو آهي جيڪڏهن خوف نہ هجي تہ انسان توبہ نہ ڪري ۽ جيڪڏهن اميد نہ هجي تہ خوف بہ پيدا نہ ٿئي. لهٰذا اميد ۽ بيم جو وجود مومن جي قلب ۾ لازم و ملزوم آهي. جيڪڏهن سچي توبہ ڪري تہ ان ۾ اميد ۽ بيم جو جذبومعتدل هوندو آهي. .

هڪ دفعي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ اهڙي ماڻهوءَ وٽ تشريف فرما ٿيا جيڪو سڪرات جي حالت ۾ هو پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ تنهنجو ڇا حال آهي؟ هن چيو تہ منهنجي حالت اها آهي تہ پنهنجي گناهن کان خوفزده آهيان ۽ خداوند ڪريم جي رحمت جو اميد وار بہ آهيان. پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جڏهن هن موقعي تي قلب ۾ اميد ۽ بيم (خوف) جو اجتماع هجي تہ الله تعاليٰ جل شانہ اميد کي پورو ڪري ان کي خطرن کان محفوظ ڪندو آهي. هن آيت:

وَلَا تُلْقُوْا بِاَيْدِيْكُمْ اِلَى التَّهْلُكَةِ ‖ پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ نہ وجهو

جي تفسير ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ هن مان مراد اهو شخص آهي جيڪو ڪبيرا گناهن جو ڪندڙ هجي ۽ هيءُ اهو چئي تہ مان تباهہ ٿي ويو آهيان. هاڻي ڪو عمل منهنجي لاءِ مفيد ناهي. انهيءَ وقت جيڪو توبہ ڪندو آهي اهو الله رب العزت کان ڊجي توبہ ڪندو آهي ۽ مغفرت جو اميدوار هوندو آهي. انهيءَ ڪري اميد ۽ بيم جي حالت ۾ ئي سچي قسم جي توبہ مقبول ٿيندي آهي.

## نعمت جو شڪر

توبہ ڪرڻ وارو پنهنجي عضون کي برائين کان محفوظ رکندو آهي. ۽ الله جل شانہ جي نعمتن مان فائدو حاصل ڪري ان جي اطاعت ڪندو آهي، اهڙيءَ طرح هو الله رب العزت جي نعمتن جو شڪر بجا آڻيندو آهي ڇوتہ هي سڀ عضوا الله جل شانہ جي نعمت آهن، انهن

کي گناهن کان بچائي الله تعالیٰ جل شانه جي اطاعت ۾ مصروف رکڻ ئي اصل شکر گذاري آهي لهاذا سچي توبه کان وڌيک ٻي کهڙي شکرگذاري ٿي سگهي ٿي؟

جڏهن مقام توبه ۾ مٿيان سڀ مقام جمع ٿي وڃن ته سمجهي وٺو ته ان جي زجر وانتباهه ۽ بيداريءَ جو حال، نفس جي مخالفت، تقویٰ، مجاهدو، عملن جا عيب ڏسڻ، انابت، صبر و رضا، محاسبو، مراقبو، نگهداشت، شکر ۽ اميد و خوف سڀ شامل آهن.

## مقام زهد

جڏهن صحيح قسم جي مخلصانه توبه قبول ٿي تزکيه نفس(نفس جي پاڪيزگي) ٿي وڃي ته پوءِ قلب جو آئينو روشن ٿي ويندو آهي ۽ ان جي ذريعي دنيا جي برائي ظاهر ٿيندي آهي آخرڪار اهو شخص زاهد بنجي ويندو آهي ۽ ان ۾ توکل جو جذبو به پيدا ٿي ويندو آهي، ڇوته ڪائنات کان اهوئي ڪناره ڪشي ڪندو آهي جنهن کي خداوند ڪريم جي واعدي تي ڀروسو هجي ۽ جڏهن هو الله رب العزت جي واعدي تي مطمئن هجي ته اها عين توکل آهي. لهاذا جيڪڏهن توبه کان پوءِ ٻين درجن جي حاصل ڪرڻ ۾ ڪا گهٽتائي رهجي وڃي ته اها زهد جي ذريعي پوري ٿي ويندي آهي جيڪو ڇئن درجن مان ٽيون درجو آهي.

## زيب ۽ زينت کان پرهيز

حضرت عبدالله بن بريده رضي الله عنه جن فرمائن ٿا ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سفر تان موٽيا ته سيني کان پهريائين پاڻ صلي الله عليه وسلم حضرت فاطمه رضي الله عنها جي گهر ويا. پاڻ صلي الله عليه وسلم ڏٺو ته هن گهر ۾ پڙدو لڳائي رکيو آهي ۽ هٿن ۾ ڪجهه وڌيڪ شيون هيون. جڏهن پاڻ صلي الله عليه وسلم هيءَ حالت ڏٺي ته واپس هليا ويا ۽ گهر ۾ داخل نه ٿيا. پوءِ پاڻ صلي الله عليه وسلم

هيٺ ويهي زمين کي کوٽيندي فرمائڻ لڳا تہ دنيا سان منهنجو ڪهڙو تعلق؟ دنيا سان منهنجو ڪهڙو تعلق؟ جڏهن حضرت بي بي فاطمه الزهرا رضي الله تعاليٰ عنها جن کي معلوم ٿيو تہ پاڻ صلي الله عليه وسلم هن پڙدي جي ڪري واپس موٽي ويا آهن تہ بي بي سڳوريءَ اهو پڙدو ۽ وڏيڪ شيون لاهي حضرت بلال رضي الله عنه جي هٿان موڪليون ۽ چوڻ لڳي تہ هنن شين کي ڪٽي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن وٽ وڃ ۽ سندن خدمت ۾ عرض ڪر تہ مون هنن کي صدقي ۾ ڏنو آهي توهان جيئن چاهيو هنن کي استعمال ڪريو. ان تي پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ منهنجي والدين جو قسم! مون اهي خيرات ڪري ڇڏيون. وڃي انهن کي وڪرو ڪري ڇڏ. هڪ آيت آهي:

| | |
|---|---|
| اِنَّا جَعَلْنَا مَا عَلَى الْاَرْضِ زِيْنَةً لَّهَا لِنَبْلُوَهُمْ اَيُّهُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا (پ١٥- ڪهف) | درحقيقت اسان جيڪي ڪجهہ زمين تي آهي، ان کي زمين جي زيب وزينت بنايو آهي، تانتہ اسين آزمايون تہ ڪير سنا ڪم ڪندو آهي. |

هن جي تاويل ۾ چيو ويو آهي تہ هن مان مراد زهد آهي.

حضرت امير المؤمنين علي عليه السلام بن ابي طالب جن کان زهد جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ زهد هي آهي تہ توکي انهيءَ باري ۾ پرواهہ نہ هجي تہ دنيا کي مومن کائي يا ڪافر.

## دنيا جي حقيقت

حضرت شبلي رحمة الله عليه جن کان زهد جي باري ۾ پڇيو ويو فرمايائون تہ توتي افسوس آهي. هڪ مڇر جي پر (دنيا) جي ڪهڙي حقيقت آهي جو ان کان ڪناره ڪشي ڪئي وڃي.

شيخ ابوبڪر واسطي رحمة الله عليه جن فرمايو تہ توهان ڪيستائين هن ناڪاره شيءِ (دنيا) کي ڇڏي ان تي حملا ڪندا رهندؤ ۽ ڪيستائين اهڙي شيءِ کان ڪناره ڪش رهندؤ جنهن جو وزن الله تعاليٰ

جل شانہ جي ويجهو مچر جي پر جي برابر بہ نہ آهي.

## توڪل

بهرحال جڏهن صحيح طريقي سان زهد اختيار ڪيو وڃي تہ پوءِ ان جي توڪل بہ صحيح طريقي تي هوندي آهي. ڇوتہ صحيح توڪل ئي هن کي زهد اختيار ڪرڻ ۾ مدد ڏيندي آهي، ان ڪري جيڪو توبہ تي قائم رهي، دنيا ڪان ڪناره ڪش رهي ۽ انهن ٻنهين کي حاصل ڪري تہ اهو باقي رهيل درجن جي بہ تڪميل ڪندو.

## توبہ جي استقامت

توبہ جو مراقبي سان هن طرح تعلق آهي تہ حق جي بندي کي گهرجي تہ توبہ ڪرڻ کان پوءِ ان ۾ استقامت اختيار ڪري تہ جيئن ڪاٻي پاسي وارو فرشتو هن جي خلاف ڪجهہ بہ نہ لکي ان ڪان پوءِ آهستي آهستي پنهنجي عضون کي گناهن ۽ فضول ڪمن ڪان پاڪ رکي. نہ تہ ڪا فضول ڳالهہ ڪري ۽ نہ وري ڪا فضول حرڪت ڪري ان ڪان پوءِ ظاهر جي نگهداشت ۽ محاسبو ڪرڻ ڪان پوءِ باطن جي طرف اچي، ان وقت باطن جي مراقبي تي اهڙي طرح مسلط ٿئي جو گناهہ ۽ فضول ڪمن جو تصور ئي باطن مان محو ٿي وڃي. جڏهن هن جا تصور پاڪ ٿي وڃن پوءِ عضوا بہ مخالفت نہ ٿا ڪري سگهن. ان وقت هن جي توبہ کي استقامت نصيب ٿيندي. جيئن الله تبارڪ وتعالیٰ جل شانہ پنهنجي پياري رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمايو تہ تون ۽ جن تو سان گڏ توبہ ڪئي هجي اهي سڀ استقامت اختيار ڪيو. هن آيت ۾ پاڻ صلي الله عليه وسلم ۽ سندن امت کي توبہ تي استقامت جو حڪم ڏنو ويو آهي.

چون ٿا تہ ڪو مريد صحيح معنیٰ ۾ مريد ان وقت تائين نہ ٿو سمجهيو وڃي جيستائين ڪاٻي پاسي وارو فرشتو هن جي خلاف ويهن سالن تائين ڪجهہ بہ نہ لکي. ان جو اهو مطلب نہ آهي تہ هو بلڪل

معصوم ئي هجي بلڪ اصل منشا هيءَ آهي تہ جيڪڏهن ڪو سچار ۽ توبہ ڪندڙ شخص اتفاق سان ڪنهن گناهہ ۾ مبتلا ٿي وڃي تہ ڪنهن لطيف ترين لمحي ۾ هن جي گناهہ جو اثر محو ٿي ويندو آهي. ڇوتہ هن جي باطن ۾ ندامت جو جذبو موجود آهي ۽ ندامت جو ٻيو نالو توبہ آهي ان ڪري ڪاٻي هٿ وارو فرشتو هن جي خلاف ڪجهہ بہ نہ ٿو لکي.

## فقر ۽ زهد

پر جڏهن ڪير سچي دل سان توبہ ڪري دنيا ڪان ڪناره ڪش ٿي وڃي ايتري قدر جو ڏينهن جي ڪاٺڻ وقت هن کي رات جي کاڌي جو فڪر ئي نہ هجي ۽ نہ هو ذخيره اندوزي ڪري بلڪ سڀاڻي جي فڪر ڪان بلڪل آزاد هجي تہ اهڙو شخص درويش بہ آهي ۽ زاهد بہ بلڪ زاهد هر حال ۾ فقير ڪان افضل آهي ڇوتہ هن ۾ فقر ڪان بہ ڪجهہ وڌيڪ صفتون ملن ٿيون. فقير ۽ درويش مجبوريءَ سان دنياوي مال ۽ متاع تان دستبردار ٿيندو آهي پر زاهد قدرت ۽ اختيار رکڻ جي باوجود انهن شين کي ڇڏي ٿو ڏئي. زهد مان توڪل ۽ توڪل مان رضا جو حال ظاهر ٿيندو آهي. رضا مان صبر ۽ ضبط نفس ۽ مجاهدي جو جذبو پيدا ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن محض خداوندڪريم جي لاءِ ضبط نفس ڪيو وڃي تہ ان مان اميد ۽ خوف(ٻيم ) جي حالت پيدا ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن توبہ ۽ زهد جو اجتماع ٿي وڃي تہ پوءِ سيئي درجا حاصل ٿي ويندا آهن.

## مسلسل عمل

جيڪڏهن زهد ۽ توبہ جو ايمان جي صحيح فرضن ۽ شرطن سان ميلاپ ٿي وڃي تڏهن بہ هڪ اهڙي ڇوٿين شيءِ جي ضرورت رهندي آهي جنهن سان روحانيت جي تڪميل ٿئي، اها شيءِ "مسلسل عمل" آهي حالانڪ ڪي وڏا روحاني احوال متي بيان ڪيل ٽنهين شين سان منڪشف ٿي ويندا آهن پر ڪي شيون ان وقت ملي ٿيون سگهن جڏهن لڳاتار يا مسلسل نيڪ عمل ڪيو وڃي ۽ اهو مشاهدي ۾ آيل آهي تہ

گھڻا بزرگ جن کي توبہ ۾ استقامت نصيب ٿي هئي. گھڻن اعليٰ روحاني احوالن کان پوئتي رهجي ويا ڇوتہ هو انهيءَ چوٿين درجي ۾ پوئتي رهجي ويا هئا. در اصل دنيا کان کناري ڪشيءَ جو اصل مقصد بہ اهوئي آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ جي ئي ڪمن لاءِ سڄو وقت ڏنو وڃي ۽ الله تعاليٰ جل شانہ جا حڪم اهي ئي آهن تہ حق جو بندو هميشه ذڪر ۽ تلاوت، نماز ۽ مراقبي ۾ مشغول رهي، انهن ڪمن ۾ ان وقت رڪاوٽ پيدا ٿيندي آهي، جڏهن ان کي مذهبي فرض سرانجام ڏيڻا پون يا ڪا اهڙي طبعي ضرورت پيش اچي جنهن کان سواءِ ڪو رستو نہ هجي.

جڏهن ڪو قلبي عمل قلب تي مسلط ٿئي ۽ ان سان گڏوگڏ اهو مشغلو بہ هجي جيڪو شريعت هن جي لاءِ مقرر فرمايو آهي تہ هن کي گهرجي تہ پنهنجي عمل ۾ سستي نہ ڪري ۽ جڏهن زهد ۽ تقويٰ سان گڏ مسلسل عمل بہ ڪندو رهي تہ پوءِ سمجهي وٺو تہ هن فضيلت جي تڪميل ڪري ورتي ۽ بندگيءَ جي حق ۾ ڪابہ شيءِ نہ ڇڏيائين.

### بندگيءَ جو مقام

شيخ ابوبڪر الوراق رحمۃ الله عليه جن فرمايو تہ: جيڪو بندگيءَ جي قالب مان نڪري وڃي، ان سان اهوئي سلوڪ ڪيو ويندو جيڪو هڪ مفرور غلام سان ڪيو ويندو آهي.

شيخ سهل بن عبدالله التستري رحمۃ الله عليه جن کان دريافت ڪيو ويو تہ: اهو ڪهڙو درجو آهي جيڪو بندگيءَ جي مقام جو قائم مقام بڻجي سگهندو هجي؟ فرمايائون تہ تدبير ۽ اختيار کي ترڪ ڪرڻ. لهاذا جيڪڏهن ڪير صحيح توبہ ڪري زهد اختيار ڪري ۽ خاص الله رب العزت جي لاءِ نيڪ ڪم ڪندو رهي تہ هن جو موجوده وقت هن کي اچڻ واري وقت کان بي نياز ڪري ڇڏيندو ۽ هو تدبير ۽ اختيار کي ترڪ ڪرڻ جي مقام تي پهچي سگهندو ۽ صرف اها شيءِ

اختيار ڪندو جيڪا الله جل شانه ڪي پسند هجي ڇوته هاڻي هن جي نفساني خواهش باقي نه رهي ۽ هن جي علمِ ڇي گهٽائيءَ جهالت جي مادي ڪي هن جي باطن مان ڪڍي ڇڏيو آهي.

## اختيار جو معاملو

حضرت يحييٰ بن معاذ الرازي رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته جيستائين پانهو معرفت جي طلب ۾ رهندو آهي ان وقت تائين ان ڪي اهوئي چيو ٿو وڃي ته تون ڪجهه پسند نه ڪر ۽ پنهنجي اختيار ۽ ذاتي خواهش ڪان ان وقت تائين ڪم نه وٺ جيستائين توڪي معرفت حاصل نه ٿئي، جڏهن هو ڪامل عارف بنجي ويندو آهي ته ان ڪي چيو ويندو آهي ته چاهي تون بي اختيار بنجين يا بااختيار سڀ هڪ جهڙو آهي. ڇوته جيڪڏهن تون با اختيار بنجندين ته اهي اختيار اسان جا هوندا ۽ جيڪڏهن تون پنهنجي اختيار تان دستبردار ٿي ويندين ته اهو به اسان جي حڪم جي مطابق هوندو ڇوته اختيار ۽ ترڪ اختيار ٻنهين صورتن ۾ تنهنجو اسان سان تعلق آهي.

## مقام فنا ۽ بقا

هي اهو بلند مقام ۽ معزز ترين حال آهي جنهن ڪي روحانيت جي منزل مقصود چيو ويندو آهي ان جي باوجود تدبير ڪي ترڪ ڪرڻ ۽ اختيار تان دستبردار ٿيڻ ڪان پوءِ اختيار حاصل ڪرڻ ان وقت ممڪن ٿي ٿا سگهن جڏهن جو هو چارئي مٿيان درجا مڪمل ڪري ڇو جو تدبير ڪي ترڪ ڪرڻ جو مطلب ئي آهي ته پنهنجي هستيءَ ڪي فنا ڪري ڇڏجي ان ڪان پوءِ جڏهن الله جل شانه جي طرف ڪان تدبير ۽ اختيار ٻيهر ملندا آهن ته اهو مقام بقا آهي يعني بندو پنهنجي عارضي هستيءَ ڪي فنا ڪري حق سان شامل ٿي ويو ۽ نه صرف هن جي اجائي چلت فنا ٿي وئي بلڪ عبديت جي مقام ۾ هن جو ظاهر ۽ باطن درست آهي هو علم ۽ عمل سان معمور آهي هو بارگاه قرب جي مقام تي خداوند ڪريم جي

سامهون پهچي فقر ۽ عاجزيءَ جو دامن پڪڙي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي انهيءَ ارشاد جو مصداق بڻجي ويو آهي ته: "اي خدا! تون مون کي هڪ لمحي لاءِ نفس جي حوالي نه ڪر نه ته مان هلاڪ ٿي ضايع ٿي ويندس تون منهنجي اهڙي حفاظت ڪر جيئن ننڍي ٻار جي هجي."

باب ٦٠

# روحاني مقام ۽ مشائخن جا قول

## توبه

شيخ رويم رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ توبه جو صحيح مفهوم هي آهي تہ توبه کان توبه ڪئي وڃي. چون ٿا تہ انهيءَ مفهوم ۾ حضرت رابعہ بصري رحمة الله عليه جو اهو قول بہ ذڪر ٿيل آهي تہ مان جڏهن توبه ڪندي آهيان تہ ان موقعي تي سچي دل سان توبه نہ ڪرڻ تي الله تعاليٰ جل شانہ کان معافيءَ جي طلبگار آهيان.

## توبه جا قسم

جڏهن شيخ حسن الغازلي رحمة الله عليه جن کان توبه جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ توهان مون کان توبه انابت جي باري ۾ ٿا پڇو يا توبه استجابت جي باري ۾ ٿا پڇو. سائل پڇو تہ توبه انابت ڇا آهي؟ فرمايائون تہ "توبہ انابت اها آهي، تہ اوهين خداءِ بزرگ وبرتر کان ان ڪري ڊڄو تہ هو جل شانہ اوهان تي قادر آهي" پوءِ هن پڇيو تہ توبه استجابت ڇا آهي؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ اها اها آهي تہ تون الله جل شانہ کان ان لاءِ شرم ڪرين تہ هو تنهنجي ويجهو آهي. اهائي اها توبه آهي جو جيڪڏهن اها ڪنهن حق جي بندي جي دل ۾ ويهي وڃي تہ اهو نماز ۾ بہ الله رب العزت جي ذڪر کان سواءِ هر تصور ۽ هر وسوسي کان توبه ۽ استغفار ڪري اها توبه استجابت مقربين بارگاهہ جي باطن ۾ لازمي طور تي ويهي ويندي آهي ڇوتہ بزرگن جو اهو قول آهي تہ تنهنجي هستي خود هڪ اهڙو گناهہ آهي جنهن جي برابر ڪو گناهہ ڪونهي.

حضرت ذوالنون مصري رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ عوام گناهن کان توبه ڪندا آهن، خاص پانها غفلت کان توبه ڪندا آهن ۽

انبياءَ ڪريم ان وقت توبه ڪندا آهن جڏهن هوڏسندا آهن تہ ٻين جيڪي درجا حاصل ڪيا آهن انهن کان هو عاجز آهن.

## برائيءَ جا قسم

شيخ ابو محمد سهل رحمۃ اللہ عليه جن جي سامهون هڪ اهڙي شخص جو تذڪرو ڪيو ويو جيڪو ڪنهن شيءِ کان توبه ڪري ان کي ڇڏي ڏئي. وري جڏهن ان شيءِ جو تصور ان جي قلب ۾ اچي ٿو يا ان کي ڏسي يا ٻڌي ٿو تہ ان شيءِ جي حلاوت ان جي قلب ۾ محسوس ٿئي ٿي. پاڻ فرمايائون تہ هيءَ حلاوت بشريت جي تقاضا ۽ قدرتي رجحان آهي ان کان ڇوٽڪارو انهيءَ صورت ۾ ٿي سگهي ٿو جڏهن دل جي خلوص سان ان جي شڪايت پنهنجي موليٰ سان ڪري ۽ نہ صرف دل سان ان کي ناپسند ڪري بلڪ نفس کي بہ مجبور ڪري تہ هوبہ ان کي برو سمجهي ۽ خدا پاڪ جل شانه کان دعا ڪري تہ هو ان کي وسارائي ڇڏي ان کان علاوه هو خداوند ڪريم جي ذڪر ۽ اطاعت ۾ پنهنجو پاڻ کي مشغول رکي ۽ جيڪڏهن هڪ لمحي لاءِ بہ ان کي برو سمجهڻ ۾ غفلت ڪيائين تہ مونکي انديشو آهي تہ هو محفوظ نہ رهندو ۽ اها حلاوت هن جي دل تي پنهنجو اثر ڪندي پر جيڪڏهن حلاوٽ محسوس ڪرڻ جي باوجود ان ڳالهہ کي دل ۾ برو سمجهي ۽ ان تي رنجيده ٿئي تہ پوءِ ان کي ڪوبہ نقصان نہ پهچندو.

شيخ سهل رحمۃ اللہ عليه جيڪي ڪجهہ فرمايو آهي اهو هر انهيءَ طالب صادق جي لاءِ ڪافي آهي جيڪو صحيح توبه ڪرڻ گهري ۽ اهو عارف ڪامل جنهن جو روحاني حال قوي هجي انهيءَ حلاوت کي آسانيءَ سان دور ڪري ٿو سگهي ڇوتہ عارف کي گونا گون سببن جي سهوليت حاصل هوندي آهي. ان ڪري جنهن جي قلب ۾ يقين ڪامل ۽ مشاهدي جي صفائيءَ جي ڪري الله تعاليٰ جل شانه جي خاص محبت جي حلاوت موجود هجي ان ۾ ٻي ڪنهن شيءِ جي حلاوت جي گنجائش نہ هوندي آهي پر جتي محبت الاهيءَ جي چاشني نہ هجي اتي نفساني

خواهش جي حلاوت پنهنجو اثر ڏيکاريندي آهي.

## توبه جي مڪمل تعريف

شيخ موسي رحمة الله عليه جن کان توبه جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ توبه هر انهيءَ شيءِ کان ڪئي ويندي آهي جنهن جي علم منع ڪئي هجي ۽ جنهن شيءِ جي علم تعريف ڪئي هجي ان جي طرف رجوع ڪيو ويندو آهي. هيءَ تعريف ظاهر ۽ باطن ٻنهين ۾ شامل آهي ۽ ان جو تعلق ان شخص سان آهي جنهن کي ڪامل علم عطا ڪيو ويو هجي ۽ علم جي سامهون جهالت ائين ڪافور ٿي وڃي ٿي جيئن سج اڀرڻ مهل رات غائب ٿي ويندي آهي. هيءَ تعريف توبه جي سڀني قسمن تي حاوي آهي. چاهي اها عام مفهوم ۾ هجي يا خاص مفهوم ۾ هتي علم مان مراد ظاهر ۽ باطن ٻئي علم آهن تہ جيئن توبه جي عام ۽ خاص ٻنهين مفهومن جي مطابق ظاهر ۽ باطن جي صفائي ٿي سگهي.

شيخ ابوالحسن النوري رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ توبه اها آهي تہ توهان خداوند ڪريم کان سواءِ هر شيءِ کان توبه ڪيو.

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ تنهنجي دينداريءَ جو دارومدار ورع(پرهيزگاريءَ) تي آهي.

## ورع

حضرت ابو درداءِ رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ نهر تي وضو فرمايو جڏهن وضوءَ کان فارغ ٿيا تہ بچل پاڻي نهر ۾ وجهي ڇڏيائون ۽ فرمايائون تہ خداوند ڪريم بزرگ و برتر هن کي انهن ماڻهن تائين پهچائيندو جن جي لاءِ هي مفيد هوندو.

حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جن فرمايو تہ ان شخص جي لاءِ جنهن تقويٰ اختيار ڪئي هجي ۽ ورع جي ترازيءَ ۾ توريو هجي، اهو مناسب نہ آهي تہ دنيادار جي لاءِ ذلت ڪٽي.

شيخ معروف ڪرخي رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ توهان پنهنجي زبان کي تعريف کان اهڙي طرح بچايو جهڙي طرح مذمت کان بچائيندا آهيو.

شيخ حارث بن اسد المحاسي رحمة الله عليه جن جي باري ۾ نقل ٿيل آهي تہ سندن وچين آگر جي ڪناري تي هڪ رڳ هئي جڏهن هو ڪنهن مشتبهہ کاڌي ڏي هٿ وڌائيندا هئا تہ اها رڳ ڦڙڪندي هئي.

شيخ شبلي رحمة الله عليه جن کان ورع جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ ورع اها آهي تہ تنهنجي دل هڪ لمحي جي لاءِ بہ خداوند ڪريم کان غافل نہ ٿئي.

شيخ ابو سليمان الداراني رحمة الله عليه جن فرمايو تہ ورع، زهد جي شروعات آهي. جهڙي طرح قناعت، رضا جو هڪ حصو آهي. شيخ يحيىٰ بن معاذ رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ ورع هيءَ آهي تہ توهان تاويل کان سواءِ علم جي حد تي قائم رهو. شيخ خواص رحمة الله عليه جن کان ورع جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ حق جو بندو ڪاوڙ يا رضامنديءَ جي حالت ۾ صرف حق ڳالهہ چئي ۽ هن جي جدوجهد صرف خداوند ڪريم جي رضامنديءَ لاءِ هجي.

شيخ ابن جلال رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مان هڪ اهڙي بزرگ کي ڄاڻان ٿو جيڪي ويهہ سال مڪي معظمہ ۾ رهيا، پر پاڻ زمزم جو اهو پاڻي پيئندا هئا جيڪو هنن پنهنجي مشڪيزي ۽ پنهنجي ڏول ۽ رسيءَ سان ڀريو هو ۽ پاڻ ڪڏهن اهو کاڌو نہ کاڌائون جيڪو مصر مان ايندو هو.

شيخ خواص فرمائن ٿا تہ ورع(پرهيزگاري) خوف جي نشاني آهي خوف معرفت جي نشاني آهي ۽ معرفت قربت جو پتو ڏئي ٿي.

**زهد**

حضرت جنيد رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ زهد هي آهي تہ

هڻ مال متاع کان ۽ قلب تلاش ۽ جستجوءَ کان خالي هجن.

شيخ شبلي رحمة الله عليه جن زهد جي باري ۾ فرمايو تہ زهد حقيقت ۾ ڪا شيءِ ناهي ڇوتہ جيڪڏهن ڪو اهڙي شيءِ کان ڪناره ڪش ٿي وڃي تہ جيستائين اهي شيون ان وٽ موجود هجن ان وقت تائين زهد ۽ ڪناره ڪشيءَ جو مفهوم صادق نہ ٿو اچي. لهاذا زهد حقيقت ۾ ان کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي تہ نفس ڪشي ۽ غم خواري ڪئي وڃي. هن قول ۾ هنن قسمن جي طرف اشارو آهي جيڪي بيان ڪيون ويون آهن، بهرحال جيڪڏهن هي قول نافذ ٿي وڃي تہ ان سان ڪسبءِ اختيار جا بنياد ختم ٿي ٿا وڃن ان جي باوجود حضرت شبلي رحمة الله عليه جو مقصد هي معلوم ٿو ٿئي تہ زهد جي دعويدار جي نگاه ۾ زهد جي اهميت ڪي گهٽايو وڃي تہ جيئن هو ان تي مغرور نہ ٿئي.

## زاهد عالم

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جڏهن توهان ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي ڏسو جيڪو دنيا کان ڪناره ڪش هئڻ جي باوجود ڳالهائڻ جي قوت بہ رکندو هجي تہ توهان ان جي قربت حاصل ڪيو ڇوتہ اهو حڪمت جون ڳالهيون ٿو ڪري.

قارون جي قصي ۾ الله تعالىٰ جل شانہ زاهدن کي عالمن جي نالي سان ياد ڪيو آهي جيئن ارشاد آهي تہ:

| | |
|---|---|
| وَقَالَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ وَيْلَكُمْ ثَوَابُ اللّٰهِ خَيْرٌ (پ٢٠) | اهي ماڻهو جن کي علم ڏنو ويو هو انهن چيو تہ توهان تي افسوس آهي الله جو ثواب بهتر آهي. |

هن جي تاويل ۾ اهو چيو ويو آهي تہ هن مان مراد زاهد آهن.

شيخ سهل بن عبدالله جو قول آهي تہ عقل جا هزار نالا آهن ۽ ان جي هر نالي جا وري هزار نالا آهن ۽ هر نالي جي شروعات ترڪ دنيا سان ٿيندي آهي.

هڪ آيت ڪريمه آهي ته:

وَجَعَلْنَاهُمْ اَئِمَّةً يَّهْدُوْنَ بِاَمْرِنَا لَمَّا صَبَرُوْا

۽ اسان انهن کي پيشوا بنايو ۽ جڏهن هو صبر ڪن ته هو اسان جي حڪم جي مطابق (ماڻهن کي) هدايت ڪندا آهن.

## دنيادار عالم

چون ٿا ته هن مان مراد دنيا کان صبر ڪرڻ آهي حديث شريف ۾ آهي ته عالم پيغمبرن جا ان وقت تائين امانت دار آهن جيستائين هو دنيادار نه بنجن، جڏهن هو دنيادار ٿي پون ته پوءِ توهان انهن کان پنهنجي دين جي حفاظت ڪيو هي به نقل ٿيل آهي ته لا اله الاالله جو ڪلمو بندن کي الله جل شانه جي غيظ ۽ غضب کان پري ڪندو رهندو جيستائين هو دنيا جي نقصان جي پرواهه نه ڪن پر جڏهن هو ائين ڪرڻ لڳن ۽ ان کان پوءِ لا اله الاالله چون ته الله تعاليٰ جل شانه فرمائيندو ته توهان ڪوڙا آهيو ۽ سچ نه ٿا ڳالهايو.

شيخ سهل رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته سڀني نيڪين جا عمل زاهدن جي تارازيءَ ۾ هوندا پر زهد جو ثواب انهن تي سون تي سهاڳي وانگر آهي. چون ٿا ته جيڪو دنيا ۾ زاهد جي نالي سان ياد رهي اهو هڪ هزار سٺن نالن سان مشهور هوندو آهي ۽ جيڪو دنياوي رغبت رکي اهو هڪ هزار برن نالن سان بدنام ٿيندو آهي.

حضرت سري سقطي رحمة الله عليه جن فرمايو ته زهد دنيا جي سڀني نفساني خواهشن کي ترڪ ڪرڻ جو نالو آهي. چاهي اها خواهش مال ۽ مرتبي جي هجي يا عوام ۾ مٿاهون درجو ۽ سٺي شهرت ۽ نيڪ نامي حاصل ڪرڻ جي هجي.

حضرت شبلي رحمة الله عليه جن کان جڏهن زهد جي باري ۾ پڇيو ويو ته فرمايائون ته زهد هڪ قسم جي غفلت آهي، ڇوته دنيا ناچيز

آهي ۽ ناچيز کان ڪناره ڪش ٿيڻ غفلت آهي.

## زهد در زهد

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي ته جڏهن ماڻهن دنيا کي حقير ڏٺو ته انهن به زهد کان ان ڪري زهد اختيار ڪيو جو دنيا انهن جي ويجهو ذليل هئي پر منهنجي خيال ۾ زهد در زهد ان کان مختلف شيءِ آهي. زهد در زهد هي آهي ته پنهنجي ارادي ۽ مرضيءَ سان زهد کي اختيار ڪيو وڃي چنانچه جڏهن زاهد زهد اختيار ٿو ڪري ته ان جي ارادي جو تعلق ان جي علم سان هوندو آهي حالانڪ هن جو علم ڪوتاهه هوندو آهي تڏهن به ان کي جڏهن ترڪ ارادي جي مقام تي آندو وڃي ۽ هن جا اختيار کسجي ٿا وڃن ته ان وقت الله تعالیٰ جل شانه هن تي پنهنجي مقصد جو انڪشاف ڪندو آهي ۽ اهڙي موقعي تي هو پنهنجي مرضيءَ سان نه بلڪ خداوند ڪريم جي مرضيءَ جي مطابق دنيا کي ترڪ ڪندو آهي ۽ هن جي زهد جو تعلق الله رب العزت سان رهندو آهي.

جيڪڏهن هن کي معلوم ٿئي ته الله تعالیٰ جل شانه جو مقصد ۽ منشا اها ئي آهي ته هو دنيا جي ڪنهن به شيءِ سان وابسته رهي ته الله رب العزت جي حڪم جي مطابق جڏهن هن جو دنيا جي ڪنهن شيءَ سان تعلق ٿي وڃي ته ان تعلق سان هن جي زهد ۾ گهٽتائي نه ٿي اچي ڇوته ان جو دنياوي شيءِ سان تعلق الله رب العزت جي حڪم ۽ اجازت سان آهي. اهوئي زهد در زهد سڏبو آهي. اهڙي زاهد جي ويجهو دنيا جو وجود يا عدم برابر آهي. جڏهن هو دنيا کي ڇڏيندو آهي ته الله جَل شانه جي حڪم سان ڇڏيندو آهي ۽ جڏهن دنيا کي اختيار ڪندو آهي ته ان کي به ان جي ئي حڪم سان اختيار ڪندو آهي. هن زهد در زهد جي مقام تي اسان ڪيترن بزرگن کي فائز ڏٺو آهي.

## زهد جو ٽيون مقام

هن زهد در زهد کان مٿي هڪ ٻيو مقام آهي اهو اهو آهي ته

جڏهن زاهد جو علم وسيع ٿي ويندو آهي ۽ تزکيہ نفس کان پوءِ هو مقام بقا ۾ پهچي ويندو آهي تہ خداوند ڪريم هن جي طرف هن جا اختيار واپس ڪندو آهي ان وقت هو زهد جي ٽئين مقام تي پهچي ٻيهر ترڪ دنيا ڪندو آهي حالانڪ هو دنيا تي قابض ٿي ويو هو ۽ دنيا هن کي بخشش جي طور تي موٽائي ڏني وئي هئي. ان جي باوجود هن مقام تي هن دنيا کي پنهنجي مرضيءَ سان ڇڏيو آهي ۽ هن جي هيءَ مرضي خداوندڪريم جي مرضيءَ جي عين مطابق آهي، هن موقعي تي هن ترڪ دنيا کي انبياءَ ڪرام ۽ نيڪ بزرگن جي پيرويءَ ۾ اختيار ڪيو آهي ڇوتہ هن جي راءِ ۾ مقام زهد ۾ رهندي دنيا کي اختيار ڪرڻ هڪ قسم جي رعايت ۽ سهوليت آهي جيڪا ان لاءِ ڏني وئي آهي جو هو ڪمزور آهي ۽ طاقت ور صديقين ۽ انبياءَ ڪرام عليه السلام جي قدم بقدم نہ ٿو هلي سگهي، لهاذا هو خداداد رعايت کي محض خداوند ڪريم جي لاءِ ترڪ ٿو ڪري اُن جي باوجود هو هن سهوليت مان فائدو بہ حاصل ڪري ٿو تہ جيئن هو صحيح علم جي مطابق ضبط نفس ڪري سگهي.

هن قسم جا تصرفات انهن ڪامل عارفن کان سرزد ٿيندا آهن جن جي روحانيت طاقتور هوندي آهي. انهن پهريون دفعو الله جل شانہ جي لاءِ زهد اختيار ڪيو ۽ ٻيهر الله رب العزت جي حڪم سان دنيا ڏي رخ ڪيو ۽ ٽئين دفعي جڏهن دنيا کان ڪناره ڪش ٿيو تہ ان ۾ بہ الله تعاليٰ جل شانہ جي خوشنودي مدنظر هئي.

صبر

شيخ سهل رحمۃ الله عليه جن فرمايو تہ صبر ڪشادگيءَ جو انتظار آهي هي افضل ۽ اعليٰ خدمت آهي. ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ حقيقي صبر هي آهي تہ تون بہ صبر تي صبر ڪر يعني ڪشادگيءَ جو انتظار ڪر.

الله تعاليٰ جل شانه جو ارشاد آهي تہ:

وَالصَّابِرِيْنَ فِي الْبَاسَآءِ وَالضَّرَّاءِ وَحِيْنَ الْبَاسِ اُولٰئِكَ الَّذِيْنَ صَدَقُوْا وَأُولٰئِكَ هُمُ الْمُتَّقُوْنَ (پ٣ بقره)

هو خوف ۽ تڪليف ۽ لڙائيءَ جي وقت صبر ڪرڻ وارا آهن.اهي ئي ماڻهو سچا آهن ۽ اهي ئي ماڻهو پرهيزگار آهن.

چون ٿا تہ هر شيءِ جو هڪ جوهر ٿيندو آهي. انسان جو جوهر عقل آهي ۽ عقل جو جوهر صبر آهي، صبر سان نفس کي سيڪت اچي ٿي ۽ هو نرم ٿي پوندو آهي. صابرن ۾ صبر ساهہ وانگر داخل آهي ڇوتہ هن کي هر ظاهري ۽ باطني منع ۽ مذمت ڪيل شين تي صبر جي ضرورت رهندي آهي بلڪ علم انهن ڳالهين جي معلومات ٿو ڪري ۽ صبر انهن کي برداشت ڪندو آهي.

## صبر جي اهميت

اهو شخص جنهن جو ظاهري ۽ باطني محافظ علم آهي اهو پنهنجي فرائض جي تعميل ادائگي ان وقت ڪري سگهندو آهي جڏهن صبر ان جو مستقل ٺڪاڻو هجي، باطني علم ۽ صبر اهڙا لازم ۽ ملزوم آهن جيئن روح ۽ جسم جو هڪ ٻئي کان سواءِ نہ ٿا رهي سگهن. جيئن تہ انهن ٻنهين جو سرچشمو عقلي سرشت آهي انهيءَ ڪري انهن ٻنهين ۾ وڏيڪ اتحاد ۽ قربت ملي ٿي. جيڪڏهن صبر جي ذريعي هن ۾ برداشت جي قوت اچي ٿي تہ علم جي ذريعي روح ترقي ٿو ڪري بلڪ هي ٻئي روح ۽ نفس جي وچ ۾ برزخ ۽ فاصلي جي حد جو ڪم ڏيندا آهن. تانتہ هرهڪ پنهنجي اصل مقام ۽ مرڪز تي قائم رهي ۽ عين انصاف ۽ صحيح اعتدال تي برقرار رهي نہ تہ علم ۽ صبر مان ڪو هڪ ٻئي کان جدا ٿي وڃي تہ نفس ۽ روح مان ڪو هڪ ٻئي تي غالب اچي ويندو آهي بهرحال هن جو تفصيل گهڻو دقيق آهي.

صبر جي اهميت لاءِ باري تعاليٰ جل شانه جو هي ارشاد ڪافي آهي:

| | |
|---|---|
| اِنَّمَا يُوَفَّي الصّٰبِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ | صبر ڪرڻ وارن کي انهن جو بدلو بغير اندازي جي ڏنو ويندو. |

هر مزدور کي مزدوري ان جي حساب جي مطابق ملندي آهي پر صابرن جو اجر بي حساب آهي. ان کان علاوه الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه پنهنجي رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمايو:

| | |
|---|---|
| وَاصْبِرْ وَمَا صَبْرُكَ اِلَّا بِاللّٰهِ (پ۱۴- نحل) | تون صبر ڪر ۽ تنهنجو صبر صرف الله جي هٿ ۾ آهي. |

صبر جي فضيلت ايتري وڏي وئي آهي جو خداوند ڪريم ان کي پنهنجي ذات ڏي منسوب ڪيو آهي ۽ انهيءَ سان هن جي نعمت جي تڪميل ٿي ٿئي.

## الصبر عن الله

چون ٿا ته هڪ ماڻهو حضرت شبلي رحمۃ الله عليه جن کان پڇيو ته صابرن تي ڪهڙو صبر گهڻو وزني آهي؟ فرمايائون ته الصبر في الله(الله ۾ صبر) هن چيو ته نه پاڻ فرمايائون ته الصبر الله (الله جي لاءِ صبر) هن چيو ته نه وري پاڻ فرمايائون ته الصبر مع الله(الله سان صبر) هن چيو ته نه ان تي حضرت شيخ شبلي رحمۃ الله عليه جن ڪاوڙجي چيو ته تعجب آهي پوءِ اهو ڪهڙو صبر آهي هن چيو ته اهو "الصبر عن الله"(الله کان صبر) آهي هي ٻڌي حضرت شبلي رحمۃ الله عليه جن اهڙي ته رڙ ڪئي جو ان سان سندن جان جي نڪرڻ جو انديشو هو.

## الصبر عن الله جي تشريح

منهنجي خيال ۾ هڪ خاص سبب جي ڪري صبر عن الله سيني کان وڏيڪ ڏکيو هوندو آهي جو ان جي صورت هيءَ آهي ته صبر عن الله جي ضرورت، مشاهدي الاهيءَ جي مخصوص ترين مقام ۾ هوندي آهي. اهڙي مقام حق جو بندو حيا ۽ رعب جلال جي ڪري الله

رب العزت ڏي رجوع ڪندو آهي ۽ هن جي بصيرت شرمنده ٿي عاجزيءَ جي بيابان ۾ غائب ٿي ويندي آهي ڇوتہ هن کي تجليءَ جي امر عظيم جو احساس هوندو آهي اهوئي صبر جو سخت ترين مقام آهي ڇوتہ هو جلال جو حق ادا ڪرڻ لاءِ انهيءَ روحاني حال کي هميشه برقرار رکڻ گهري ٿو پر هن جو روح اهو چاهي ٿو تہ پنهنجي بصيرت کي نور جمال جي تجلين سان منور ڪري. عام حالتن ۾ نفس صبر سان ڪشمڪش برپا رکندو آهي پر صبر جي هن خاص حالت ۾ روح ۾ ڪشمڪش برپا ٿيندي آهي. لهاذا اهڙي موقعي تي الله جل جلاله (۽ ان جي جلوي) کان صبر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي ويندو آهي.

## صبر ڪندڙ جا درجا

شيخ ابوالحسن بن سالم رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ صبر ڪرڻ وارا ٽن قسمن جا هوندا آهن: ١- متصبر ٢- صابر ٣- صبار. متصبر اهو آهي جيڪو الله جل شانه ۾ صبر ٿو ڪري، ڪڏهن هو صبر ٿو ڪري ۽ ڪڏهن گهبرائڻ لڳندو اهي. صابر اهو آهي جيڪو في الله ۽ لله صبر ڪري ۽ بي صبري نہ ڪري پر ان جي شڪوا شڪايت جي توقع هوندي آهي ۽ ان ڪان گهبرائڻ جو بہ امڪان هوندو آهي. صبار اهو آهي جيڪو في الله لله ۽ بالله صبر ڪري(هن جو صبر مڪمل ترين آهي) هي اهو شخص آهي جو جيڪڏهن هن تي سڀ مصيبتون نازل ٿي پون تہ بہ هو گهبرائي نہ ٿو ۽ جيستائين هن جي وجود ۽ حقيقت جو تعلق آهي. ان ۾ تغير ۽ تبدل واقع نہ ٿو ٿئي. البتہ هن جي فطري خلقت ۽هيئت ۾ ممڪن آهي ڪا تبديلي ٿي وڃي ان جو سبب هي آهي تہ هن ۾ فطري ۽ طبعي صفتون موجود آهن پر ان جي باوجود هن جو علم هنن سڀني تي غالب هوندو آهي.

شيخ شبلي رحمة الله عليه هي بہ شعر(صبر جي مسئلي ۾) مثال جي طور تي پڙهندا هئا(ترجمو) عاشق جو محبت ۽ تڪليف ۽ جدائيءَ

جي خوف کان آواز ڪڍڻ نقصانڪار آهي. جڏهن هو صبر اختيار ٿو ڪري ۽ صبر هن جو فرياد هن طرح ٿو ڪري ته عاشق رڙ ڪري صبر کي چوندو آهي ته ”صبر ڪر“

حضرت امام جعفر صادق عليه السلام جن فرمائن ٿا ته الله تعاليٰ جل جلاله پنهنجي پيغمبرن کي صبر جو حڪم ڏنو ۽ صبر جو اعليٰ حصو رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي مليو ڇوته هن صبر جو تعلق سندن ذات مبارڪ سان نه رهيو بلڪ هو الله جل جلاله سان متعلق ٿي ويو جيئن ارشاد خداوندي آهي ته: تنهنجي صبر جو تعلق الله جل شانه سان آهي.

## عملي نمونو

هڪ دفعي حضرت سري سقطي رحمة الله عليه جن کان صبر جي باري ۾ پڇيو ويو ته پاڻ ان جو جواب ڏيڻ لڳا. ايتري ۾ سندن پير تي هڪ وڇون ڏنگ هڻڻ لڳو. ماڻهن چيو ته توهان هن کي هٽايو ڇونه ٿا. پاڻ فرمايائون ته مون کي الله جل جلاله کان شرم ٿو محسوس ٿئي ته مان صبر جي حالت جي باري ۾ گفتگو ڪيان ۽ وري فورا پنهنجي ڪلام جي مخالفت به ڪيان.

حضرت جنيد رحمة الله عليه جن ارشاد فرمائين ٿا ته الله تعاليٰ جل شانه مؤمنن کي ايمان سان مشرف فرمايو ۽ ايمان کي عقل سان معزز ڪيو ۽ عقل کي صبر جي ذريعي عزت بخشي. لهاذا ايمان مؤمن جي زينت آهي، عقل ايمان جو زيب ۽ زينت آهي ۽ صبر عقل سان آراسته آهي. ان کان پوءِ پاڻ حضرت ابراهيم الخواص رحمة الله عليه جن جا هي شعر پڙهيا (ترجمو)

## صبر تي شعر

١- مون سياڻي جي خوف کان ڪن تڪليفن تي صبر ڪيو ۽ پنهنجي نفس جي بذات خود حفاظت ڪئي ته جيئن هن جي عزت محفوظ

ٽيندي.

٢- مون هن کي تڪليفن جا پيالا پياريا ۽ هو انهن جو عادي ٿي ويو. جيڪڏهن مان هن کي هي پيالا نه پياريان ها ته هو ضرور منهن ڦيرائي ها.

٣- ڪئي دفعا نفس جي ظاهري ذلت ان جي عزت جو سبب هوندي آهي ۽ نفس انهيءَ ذلت جي ڪري عزت حاصل ڪندو آهي.

٤- جيڪڏهن مان انهيءَ خداوند ڪريم کان سواءِ جيڪو چئي ٿو ته "مون کان گهرو" ڪنهن ٻئي جي سامهون مال حاصل ڪرڻ جي لاءِ هٿ ڊگهو ڪيان ته منهنجا هٿ شل ٿي وڃن.

٥- جيستائين مون کان ممڪن آهي صبر ڪندس ڇوته صبر ۾ ئي عزت آهي، ان ڪري دنيا جي ٿوري شيءِ تي قناعت ڪندس.

حضرت عمر بن عبدالعزيز رضي الله عنه جن جو ارشاد آهي ته جڏهن الله تعاليٰ جل شانه ڪنهن بندي کي ڪا نعمت عطا فرمائي پوءِ اها نعمت ان کان کسي وٺي ته ان جي بدلي ۾ هو صبر جو نعم البدل عطا فرمائيندو آهي، جيڪو ان کسيل نعمت کان بهتر آهي. ان کان پوءِ پاڻ سمنون جا هي شعر پڙهيا :

## شعرن جو ترجمو

١- مون وڏي عرصي تائين خوش حالي ۽ بدحالي ٻنهي جا پيالا پيتا ۽ جڏهن زمانو هي پيالا پياريندو هو ته مان ڍڪ ڍڪ ڪري پي وٺندو هئس.

٢- زماني مون کي گهڻين تڪليفن جا پياليا پياريا ۽ مون به ان کي پنهنجي صبر جي سمنڊ مان ڪيترائي پيالا پيارا.

٣- مان صبر کي ڍال ناهي زماني جي گردشن جو مقابلو ڪندو رهيس ۽ پنهنجي نفس کي چيم ته صبر ڪر يا صبر سان هلاڪ ٿي وڃ.

٤- اهي حادثا اهڙا هئا جو جيڪڏهن بلند جبل به انهن جو مقابلو

ڪن ها تہ ڏنسجي وڃن ها ۽ ڪا شيءِ محفوظ نہ رهي ها.

فقر

شيخ ابن الجلاءَ رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ فقر هي آهي تہ تو وٽ ڪجهہ بہ نہ هجي، جيڪڏهن تو وٽ ڪجهہ هجي تہ اهو تو وٽ باقي نہ رهي بلڪ ايثار ڪري ڇڏ.

شيخ ڪتاني رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ جيڪڏهن ڪو صحيح طريقي سان الله رب العزت جو محتاج بنجي وڃي تہ الله جل شانہ جي بدولت هو غني ۽ بي نياز آهي بلڪ هي ٻئي اهڙا روحاني حال آهن جو هڪڙي ڪان سواءِ ٻئي جي تڪميل نٿي ٿي سگهي.

شيخ نوري رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ فقرا جي تعريف هيءَ آهي تہ هو تنگدستيءَ جي موقعي تي مطمئن رهندا آهن ۽ جڏهن ڪجهہ موجود هوندو آهي تہ سخاوت ڪندا آهن. هڪ ٻئي بزرگ هن تي هنن لفظن جو اضافو ڪيو آهي تہ جڏهن ڪا شيءِ موجود هوندي اٿن تہ هنن کي اضطراب ۽ بي چيني هوندي آهي.

شيخ دراج رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مون سرمي داني خريد ڪرڻ لاءِ پنهنجي استاد جي ٿيليءَ کي ڏٺو تہ ان ۾ چانديءَ جو هڪ ٽڪرو مليو تہ حيران رهجي ويس، جڏهن هو آيا تہ مون کين چيو تہ مون کي اوهان جي ٿيلهيءَ مان هي ٽڪرو مليو آهي. فرمايائون تہ مان ان کي واپس ڪرڻ ٿو گهران. وري فرمايائون تہ اهو کڻي وڃي ڪجهہ خريد ڪر. مون چيو تہ هن ٽڪري جو اوهان جي معبود سان ڪهڙو تعلق آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جل شانہ مون کي دنيا ۾ هن کان سواءِ نہ سون ڏنو نہ چاندي لهاذا مان چاهيان ٿو تہ وصيت ڪري وڃان تہ ان کي منهنجي ڪفن ۾ ٻڌي ڇڏن تہ جيئن مان ان کي الله تعاليٰ جل شانہ کي واپس موٽائي ڏيان.

فقر جي فضيلت

شيخ ابراهيم الخواص رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ فقر

شرافت جي چادر، پيغمبرن عليه السلام جو لباس ۽ نيڪ بندن جي پوشاڪ آهي. شيخ سهل بن عبدالله رحمة الله عليه جن کان هڪ درويش جي ڪيفيت جي باري ۾ دريافت ڪيو ويو تہ فرمايائون تو تہ هوسوال ڪندو آهي نہ رد ڪندو آهي ۽ نہ روڪيندو آهي.

شيخ ابو علي رودباري رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مون کي شيخ دقاق رحمة الله عليه جن فرمايو تہ: اي ابو علي درويشن ضرورت جي وقت بخشش وٺڻ ڇو ڇڏي ڏني آهي؟ مون چيو تہ: هو بخشڻ واري خداوندڪريم جي ڪري ايترو تہ بي نياز ۽ مستغني آهن جو انهن کي بخشش جي ضرورت ناهي. پاڻ فرمايائون تہ اها ڳالهہ صحيح آهي پر مون کي ان جو هڪ ٻيو سبب نظر ٿو اچي. مون عرض ڪيو تہ جيڪي ڪجهہ اوهان جي ذهن ۾ آهي ان کان مستفيض فرمايو. پاڻ فرمايائون تہ ان جو سبب هي آهي تہ اها اهڙي جماعت آهي جنهن جي لاءِ ڪنهن شيءِ جو وجود مفيد نہ ٿيندو آهي. جيئن تہ انهن جو فقر ۽ فاقو الله جل شانہ جي لاءِ آهي ان ڪري هي فقر ۽ فاقو انهن لاءِ نقصانڪار نہ آهي ڇوتہ انهن جو وجود الله رب العزت جي لاءِ وقف آهي.

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ فقر هي آهي تہ حاجت ۽ ضرورت قلب تي اچي رڪجي وڃي ۽ پروردگار کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي محتاجي نہ رهي.

شيخ مسوحي رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ فقير اهو آهي جنهن کي نہ تہ نعمتون خوشحال ڪري سگهن ۽ نہ تڪليفون فقير ۽ محتاج بنائي سگهن.

## توحيد جي پهرين منزل

شيخ يحيىٰ بن معاذ رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ فقر جي حقيقت هيءَ آهي تہ درويش الله رب العزت جي ذريعي مستغني ۽ بي نياز رهي بلڪ ان جي نشاني هيءَ آهي تہ ان جي لاءِ سڀ اسباب ختم ٿي

وجن.

شيخ ابوبڪر الطوسي رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مان ڪافي عرصي تائين اهو سوال ڪندو رهيس تہ اسان جا ارباب تصوف فقر کي ٻين شين تي ڇوٿا ترجيح ڏين؟ پر ڪير بہ مون کي تسلي بخش جواب نہ ڏئي سگهيو ايتري قدر جو مون نصر بن الحمامي رحمۃ الله عليه جن کان پڇيو تہ انهن جواب ڏنو تہ ان جو سبب هي آهي تہ فقر توحيد جي منزل جي پهرين منزل آهي. هي جواب ٻڌي مان مطمئن ٿي ويس.

شيخ ابن الجلا رحمۃ الله عليه جن کان فقر جي باري ۾ پڇيو ويو تہ هو خاموش رهيا. ان کان پوءِ نماز پڙهي ٻاهر ويا وري واپس آيا ۽ چوڻ لڳا تہ مان ان ڪري خاموش رهيس جو مون وٽ هڪ درهم هو ان ڪري مون وڃي ان کي خرچ ڪيو تہ مان شرمندو هئس تہ هن رقم هوندي مان فقر جي باري ۾ ڪجھ بيان ڪيان. ان کان پوءِ هو بيان ڪرڻ لاءِ ويهي رهيا.

## فقر ۽ صبر

شيخ ابوبڪر بن طاهر رحمۃ الله عليه جن فقير ۽ درويش جي باري ۾ فرمايو تہ ان کي ڪا خواهش نہ هوندي آهي جيڪڏهن ڪا خواهش هوندي آهي تہ اها ضرورت جي حد کان اڳتي نہ وڌندي آهي.

شيخ فارس رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ مون هڪ دفعي هڪ درويش کان جنهن تي فقر ۽ فاقي جا آثار هئا هي پڇيو تہ تون سوال ڇونہ ٿو ڪرين تہ جيئن ماڻهو توکي ڪاڏو ڪارائين؟ هن چيو تہ مون کي انديشو آهي تہ جيڪڏهن مال سوال ڪيان ۽ هو انڪار ڪن تہ پوءِ هو ڇوٽڪارو نہ حاصل ڪندا. ان کان پوءِ هن ڪنهن ڪامل عارف جا هي شعر پڙهيا (ترجمو)

١- ماڻهو چون ٿا تہ سڀاڻي عيد آهي تون ڇا پائيندين؟ مون چيو تہ اها پوشاڪ جيڪا هن پنهنجي ٻانهي جي لاءِ موڪلي.

٢- (اها پوشاڪ) فقر ۽ صبر جون ٻہ پوشاڪون آهن جن جي هيٺيان هڪ قلب آهي جيڪو پنهنجي رب العزت کي عيد جمعن ۾ ڏسندو آهي.

٣- بهترين لباس هي آهي تہ تون دوست جي عطا ڪيل پوشاڪ(خلعت) پائي ملاقات جي ڏينهن دوست سان ملاقات ڪر.

۴- اي منهنجي اميد جي جان! جيڪڏهن تون غائب آهين تہ سڄو زمانو منهنجي لاءِ ماتم ڪندڙ آهي ۽ جڏهن توکي ڏسان يا تنهنجو آواز ٻڌان تہ اهو زمانو منهنجي لاءِ عيد آهي.

## شڪر

هڪ بزرگ جو قول آهن تہ شڪر هي آهي تہ محسن ۽ منعم کي ڏسي نعمت(جو خيال) غائب ٿي وڃي. شيخ يحييٰ بن معاذ رازي رحمۃ الله عليه جن جو ارشاد آهي تہ جيڪڏهن توهان شڪر ڪيو ٿا تہ صحيح معنيٰ ۾ شڪر جو حق ادا نہ ٿا ڪري سگهو ڇوتہ شڪر جي انتها حيراني آهي تڏهن بہ شڪر الله جل شانہ جي نعمت آهي ۽ هن تي شڪر ڪرڻ واجب آهي، حضرت دائود عليه السلام جن هڪ دفعي خداوند ڪريم کي عرض ڪيو تہ اي خدا! مان تنهنجو شڪر ڪيئن ادا ڪيان، مان تنهنجو شڪر ان وقت تائين ادا ڪري نہ ٿو سگهان. جيستائين تون(شڪر ادا ڪرڻ لاءِ) ٻي نعمت نہ عطا فرمائين. ان تي خداونڪريم وحي جي ذريعي جواب ڏنو تہ جيڪڏهن تون اها ڳالهہ سمجهي ويو آهين تہ سمجهہ تہ تو منهنجو شڪر ڪيو.

## شڪر جو مفهوم

لغت ۾ شڪر جي معنيٰ ڪشف ۽اظهار آهي، يعني شڪر ۽ ڪشف جو مفهوم هڪ هو يعني ڏند کي ظاهر ڪرڻ. لهاذا نعمت جو ذڪر ۽ شهرت ڪرڻ ۽ زبان سان ان جو شمار ڪرڻ(ظاهري) شڪر آهي. باطني شڪر هي آهي تہ انهن نعمتن مان فائدو وٺي هن جي اطاعت

ڪئي وڃي نافرمانيءَ کان پرهيز ڪئي وڃي. اهوئي نعمت جو شڪر آهي. انهيءَ باري ۾ اسان جا شيخ محترم هي شعر پڙهندا هئا (ترجمو)

## شڪر جا شعر

١- تو (جل شانه) مون کي نعمتون عطا ڪيون جن جو شڪر بجا آڻيان ٿو. ڇوته تون(جل شانه) هر شيءِ ۾ منهنجو ڪارساز آهين.

٢- جيستائين مان زنده آهيان تنهنجو شڪر بجا آڻيندس ۽ جڏهن مري ويس ته منهنجا هڏا قبر ۾ تنهنجو شڪر بجا آڻيندا.

## شڪر جي فضيلت

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته قيامت جي ڏينهن سڀني کان پهريائين اهي ماڻهو جنت ۾ سڏايا ويندا جيڪي خوش حالي ۽ تنگي ٻنهين حالتن ۾ خداوندڪريم جي حمد ۽ ثناڪندا آهن. وڌيڪ فرمايائون ته جيڪو مصيبت ۾ مبتلا ٿئي ۽ صبر ڪري، جيڪڏهن هن کي نعمت عطا ٿئي ته شڪر ڪري. مظلوم کي معاف ڪري. جيڪڏهن خود ظلم ڪري ته معافي گهري ماڻهن پڇيو ته اهڙن ماڻهن جو ڇا حال آهي: فرمايائون ته انهن ماڻهن جي لاءِ امن امان آهي ۽ اهي ئي ماڻهو هدايت يافته آهن.

حضرت جنيد رحمة الله عليه جن فرمايو ته شڪر جو فرض هي آهي ته دل ۽ زبان سان نعمتن جو اعتراف ڪيو وڃي. حديث شريف ۾ آهي ته افضل ذڪر لا اله الاالله آهي ۽ افضل دعا الحمدلله آهي.

قرآن پاڪ جي هڪ آيت آهي:

| | |
|---|---|
| وَاَسْبَغَ عَلَيْكُمْ نِعْمَةً ظَاهِرَةً وَّبَاطِنَةً | هن توتي پنهنجي ظاهري ۽ باطني نعمتن جي تڪميل ڪئي. |

هن جي تفسير ۾ هڪ بزرگ فرمايو ته ظاهري نعمت مان عافيت ۽ دولتمندي ۽ باطني نعمت مان مراد مصائب ۽ فقر آهي ڇوته انهن جي

ئي ذريعي آخرت جون نعمتون ملنديون.

## شڪر جي حقيقت

شڪر جي حقيقت هيءَ آهي تہ هر اها شيءِ جيڪا مقدر ۾ رکجي وئي هجي نعمت تصور ڪجي سواءِ انهن شين جي جيڪي شرعي طور نقصان ڏيندڙ هجن. ڇوتہ الله تعالىٰ جل شانہ پنهنجي بندي جي حق ۾ جيڪو فيصلو ڪندو آهي اهو هن جي حق ۾ نعمت آهي ڇاهي اهو جلدي سمجهہ ۾ اچي يا نتيجو نعمت ۾ هجي پر بظاهر اهو تڪليف نظر اچي تڏهن بہ ان تڪليف جي ذريعي يا تہ هن جو درجو بلند ٿيندو آهي يا ان جي ذريعي تزڪيہ نفس ۽ گناهن جو ڪفارو ادا ٿيندو آهي، لهاذا جيڪڏهن انسان هي يقين ڪري تہ هن جو مولىٰ هن ڪان وڌيڪ هن جو خيرخواهہ ۽ هن جي مفاد ڪي هن ڪان وڌيڪ ڄاڻي ٿو تہ سمجهي وٺو تہ هن شڪر جو حق بجا آندو.

## خوف

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ دانائيءَ(حڪمت) جو بنياد الله جل شانہ جو خوف آهي. پاڻ صلي الله عليه وسلم فرمائيندا هئا تہ حضرت دائود عليہ السلام وٽ ماڻهو عيادت لاءِ آيا انهن جو خيال هو تہ ڪين ڪو مرض لڳو آهي حالانڪ ڪين ان ڪان سواءِ بي ڪا بيماري ڪانہ هئي جو خوف ۽ حياءُ دامن گير هو.

شيخ ابو عمر الدمشقي رحمۃ الله عليہ جن جو قول آهي تہ اصل خوف رکندڙ اهو شخص آهي جيڪو شيطان ڪان وڌيڪ خود پنهنجي نفس ڪان خوف رکندڙ هجي. ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ خوف رکندڙ اهو شخص نہ آهي جيڪو رئندو رهي ۽ پنهنجيون اکيون اگهندو رهي. بلڪ صحيح معنىٰ ۾ خائف اهو آهي جيڪو انهن ڳالهين ڪان پرهيز ڪري جن تي عذاب نازل ٿيڻ جو انديشو هجي.

چون ٿا تہ خوف رکندڙ اهوئي شخص آهي جيڪو الله جل شانہ ڪان

سواءِ ڪنهن ڪان بہ نہ ڊڄي، يعني هو الله رب العزت جي بزرگي ۽ ان جي جاهہ ۽ جلال جي ڪري خوف ڪائي هن ڪي ذاتي خوف صرف خداوند ڪريم جي عذاب ڪان هجي.

## تقويٰ جي فضيلت

شيخ سهل رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ خوف مذڪر آهي ۽ اميد مؤنث آهي يعني خوف ۽ اميد جي ملڻ سان ايمان جي حقيقتن جي پيدائش ٿيندي آهي. قرآن ڪريم ۾ آيو آهي تہ اسان توهان ڪان اڳ اهل ڪتاب ۽ توهان تي هيءَ هدايت نازل فرمائي آهي تہ توهان الله جل شانہ ڪان ڊڄو. چون ٿا تہ هيءَ آيت قرآن ڪريم جو قطب آهي ۽ سڀني معاملن جو دارومدار انهيءَ تي آهي، چنانچہ الله تعاليٰ جل شانہ جيڪي نعمتون مؤمنن جي لاءِ الڳ الڳ بيان فرمايون آهن هي آهن:

هدي ورحمۃ للذين هم لربهم يرهبون(هدايت ۽ رحمت انهن جي لاءِ آهي جيڪي پنهنجي رب ڪان ڊڄن ٿا.

| | |
|---|---|
| اِنَّمَا يَخْشَى اللهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمَآءِ | هدايت ۽ رحمت انهن مائهن جي لاءِ آهي، جيڪي پنهنجي رب ڪان ڊڄن ٿا. |
| رَضِيَ اللهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا عَنْهُ ذَالِکَ لِمَنْ خَشِيَ رَبَّهٗ (پ٣٠) | الله ڪان ان جا اهي ٻانها ئي ڊڄن ٿا جيڪي علم ٿا رکن. |

شيخ سهل رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ ايمان جو ڪمال علم جي ذريعي ۽ علم جو ڪمال خوف سان آهي، علم ايمان ڪان حاصل ٿيندو آهي ۽ خوف معرفت جو نتيجو آهي.

شيخ ذوالنون مصري رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ عاشق ڪي محبت جو پيالو ان وقت پياريو ويندو آهي جڏهن خوف هن جي قلب ڪي پختو ڪري ڇڏي. شيخ فضيل بن عياض رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ جڏهن توڪان پڇيو وڃي تہ تون خداوند ڪريم ڪان ڊڄندو آهين تہ تون خاموش رهہ ڇوتہ جيڪڏهن تو نہ چيو تہ ڪافر ٿي پوندين ۽ جيڪڏهن تو

ها چيو تہ اهو ڪوڙ آهي ڇوتہ تنهنجو بيان خوف ڪائڻ وارن انسانن جهڙو نہ آهي.

## رجا

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ (قيامت جي ڏينهن) الله تعاليٰ جل شانه فرمائيندو تہ جنهن جي دل ۾ واريءَ جيترو بہ ايمان جو ذرو اهي ان کي دوزخ مان ڪيو ۽ پوءِ فرمائيندو تہ مون کي پنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم تہ هن ماڻهوءَ جنهن ڏينهن ۽ رات جي ڪنهن حصي ۾ مون تي ايمان آندو انهيءَ شخص جي برابر قرار ڏيندس جنهن مون تي بلڪل ايمان نہ آندو.

هڪ اعرابي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي چوڻ لڳو تہ مخلوق جو حساب ڪتاب ڪير وٺندو؟ پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ الله تبارڪ وتعاليٰ خود حساب وٺندو. ان تي اعرابي مسڪرائڻ لڳو. پاڻ صلي الله عليه وسلم پڇيو تہ تون ڇو ٿو کلين؟ هن چيو تہ انهيءَ ڪري جو جڏهن اهل ڪرم کي اختيار حاصل هجي تہ اهو معاف ڪندو آهي ۽ جڏهن حساب ڪندو آهي تہ درگذر ڪندو آهي.

شاه ڪرمان رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ "اميد جي نشاني حسن اطاعت آهي، هي بہ چيو ويو آهي تہ رجاءَ هي آهي تہ جمال جي نگاهہ سان جلال کي ڏٺو وڃي ۽ دل جي ويجهڙائي رب جي نرميءَ جي ڪري هوندي آهي ".

## اميد ۽ خوف جو توازن

شيخ ابوعلي رودباري رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ اميد ۽ خوف پکيءَ جي ٻن پرن وانگر آهن. جڏهن ٻئي پر برابر هوندا آهن تہ پکي بہ درست ٿي مڪمل پرواز ڪندو آهي.

شيخ ابوعبدالله بن خفيف رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ

متوقع ڪرم ڪي ڏسي دلين جي مطمئن ٿي وڃڻ جو نالو رجاءَ آهي. شيخ مطرف رحمةَ الله عليه جن جو قول آهي تہ جيڪڏهن مومن جي اميد ۽ خوف جو وزن ڪيو وڃي تہ ٻئي هڪجهڙا ۽ معتدل هوندا. مومن جي لاءِ اميد ۽ خوف ٻن ٻانهن وانگر آهن. خوف سان اميد ۽ اميد سان خوف ضرور هوندو آهي ڇوتہ خوف جو سبب ايمان آهي ۽ ايمان ئي خوف ۽ اميد جو سبب آهي ان ڪري ايمان ۽ اميد ۽ خوف لازم و ملزوم آهي.

## حضرت لقمان جي هدايت

حضرت لقمان رضي الله عنه جن ڪان اها ڳالهہ نقل ٿيل آهي تہ هن پنهنجي پٽ کي هدايت فرمائي تہ تون الله تعاليٰ جل شانہ ڪان ائين ڊڄ جو هن جي عذاب ڪان بي خوف نہ رهہ، پر خوف ڪان وڌيڪ ان سان اميد (رحمت) رک. سندن فرزند چيو تہ منهنجي لاءِ اهو ڪيئن ممڪن آهي؟ منهنجي هڪ دل آهي. ان تي پاڻ فرمايائون تہ ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ مومن جون ٻہ دليون هونديون آهن، هڪ دل سان هو خوفزده رهندو آهي تہ ٻي دل جي ذريعي هو اميد وار رهندو آهي. اهو ان ڪري آهي جو ٻنهين جو تعلق ايمان سان آهي.

## توڪل

حضرت سري سقطي رحمةَ الله عليه جن جو ارشاد آهي تہ توڪل قوت ۽ اختيار ڪان هٿ ڪڻڻ جو نالو آهي حضرت جنيد رحمةَ الله عليه جن جو قول آهي تہ توڪل جو مفهوم هي آهي تہ تون الله جل شانہ جي سامهون رهہ جيئن تون معدوم هجين ۽ الله رب العزت تنهنجي سامهون ازلي ۽ ابدي رهي. شيخ سهل رحمةَ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ هر شيءِ جي اڳياڙي ۽ پڇاڙي هوندي آهي سواءِ توڪل جي جو ان جو صرف اڳيون منهن هوندو آهي پٺ ڪانهي، هن جي تشريح ۾ هڪ بزرگ فرمايو آهي تہ هن مان سندن مراد اها آهي تہ توڪل عنايت آهي ڪفايت نہ آهي.

الله تعاليٰ جل شانه توڪل کي ايمان سان شامل ڪيو آهي ۽ فرمايو ته الله رب العزت تي ئي توڪل ڪيو جيڪڏهن توهان مومن آهيو. ٻئي مقام تي ارشاد فرمايو ته مومنن کي صرف الله رب العزت تي ئي توڪل ڪرڻ گهرجي. هڪ ٻي جاءِ تي رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي خطاب ڪندي فرمايو ته (اي پيغمبر ﷺ) انهيءَ زنده هستيءَ تي ڀروسو ڪر جيڪا فنا نه ٿي ٿئي.

شيخ ذوالنون مصري رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته توڪل جو مفهوم هي آهي ته نفس جي تدبير کي ڇڏي ڏجي ۽ طاقت ۽ اختيار کان هٿ ڪٺي ڇڏجي.

شيخ ابوبڪر الزقاق رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته توڪل ان جو نالو آهي جو محض هڪ ڏينهن جي روزي رکجي ۽ سڀاڻي جو فڪر نه ڪيو وڃي.

شيخ ابوبڪر واسطي رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته توڪل جو بنياد هي آهي ته فقر ۽ فاقي ۾ خلوص هجي ۽ توڪل ان جي مقصدن ۾ رڪاوٽ نه ٿئي ۽ هن جو باطن هڪ لمحي جي لاءِ به توڪل جي طرف التفات نه ڪري.

هڪ بزرگ جو (ڇا بهترين) قول آهي ته جيڪڏهن ڪير گهري ته هو توڪل جو حق ادا ڪري ته پنهنجي نفس لاءِ هڪ قبر کوٽي ان ۾ هن کي دفن ڪري ڇڏي ۽ دنيا ۽ دنياوارن کي وساري ڇڏي ڇوته توڪل جي ڪمال ۽ ان جي حقيقت تائين ڪو فرد بشر نه ٿو پهچي سگهي.

شيخ سهل رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته توڪل جي درجن جي ابتدا اها آهي ته حق جو بندو الله تعاليٰ جل شانه جي سامهون اهڙي طرح رهي جيئن غسل ڏيڻ واري جي سامهون لاش هجي، هو جيئن چاهيندو آهي ان کي اونڌو ابتو ڪندو آهي ۽ هو ڪا حرڪت نه ڪري سگهندو آهي.

شيخ حمدون القصار رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ توڪل هي آهي تہ الله جل شانہ کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو وڃي. شيخ سهل رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ علم عبادت جو دروازو آهي، عبادت سراسر ورع جو دروازو آهي ورع سراسر زهد جو دروازو آهي ۽ زهد مڪمل طور تي توڪل جو هڪ دروازو آهي، پاڻ فرمائن ٿا تہ تقويٰ ۽ يقين تارازيءَ جا ٻہ پڙ آهن ۽ توڪل انهيءَ تارازيءَ جو ڪانٽو آهي جنهن جي ذريعي هن جي گهٽ وڌائي جي خبر پوندي آهي. منهنجي خيال ۾ توڪل خداءِ ڪارساز جي علم جي عين مطابق هوندي آهي يعني جنهن جو علم ۽ معرفت جيترو وسيع هوندو ان جي توڪل بہ اوتري قدر مڪمل هوندي ۽ جڏهن هن جي توڪل مڪمل ٿي وڃي تہ هو خداءِ ڪارساز (وڪيل) جي مشاهدي ۾ ايتري قدر مستغرق ٿي ويندو جو هن کي پنهنجي توڪل نظر ئي نہ ايندي.

## توڪل ۽ نفسانيت

علم ۽ معرفت جي ذريعي انصاف سان تقسيم ٿيندي آهي ۽ هر هڪ کي عدل ۽ انصاف سان حصو ملندو آهي. اهي ماڻهو جيڪي الله رب العزت کان سواءِ ٻين ماڻهن جي طرف پنهنجون نظرون ڄمائن ٿا. ان جو سبب هي هوندو آهي تہ نفس ۾ اڃان تائين جهالت موجود آهي لهاذا جيڪڏهن انهن کي ڪنهن اهڙي شيءِ جو احساس هجي جنهن سان توڪل ۾ خرابي پيدا ٿئي تہ سمجهو تہ انهيءَ احساس جو سرچشمو نفس آهي يعني توڪل ۾ گهٽتائي نفسانيت جي ڪري پيدا ٿي آهي. اهڙي طرح توڪل ۾ ڪمال نفسانيت جي فنا ٿيڻ کان پوءِ حاصل ٿيندو آهي. لهاذا اهي ماڻهو جيڪي روحانيت ۾ طاقتور هوندا آهن پنهنجي توڪل کي صحيح ۽ درست نہ ڪندا آهن بلڪ هو قلب جي مواد کي تقويت پهچائي نفسانيت کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جڏهن نفسانيت غائب ٿي ويندي آهي تہ جهالت جي مادي جو از خود خاتمو ٿي

ويندو آهي ۽ توڪل پنهنجي صحيح صورت ۾ اهڙي طرح ظاهر ٿي پوندي آهي جو حق جي طالب کي ان جي خبر به نه پوندي آهي.

ان کان پوءِ جڏهن نفسانيت جو باقي رهيل اثر زور ڪندو آهي ته ان جو ضمير انهيءَ حڪم خداونديءَ تي غور ڪندو آهي. هو الله رب العزت کان سواءِ جنهن کي به پڪاريندا آهن خداوندڪريم کي ان جو چڱي طرح علم آهي. بهرحال جڏهن حق تعاليٰ جل شانه جو وجود سڄي ڪائنات تي غالب اچي وڃي ته هو اهو مشاهدو ڪندا آهن ته هيءَ ڪائنات خدا رب العزت کان سواءِ الڳ ٿي مستقل وجود نه ٿي رکي لهاذا اهڙي واقعي تي غير شعوري طور تي توڪل جو صحيح مفهوم هن طرح هن جي ذهن ۾ اچي ويندو آهي جو ڪمزور روحانيت وارن وانگر دنيا جا ظاهري سبب ۽ ذريعا هنن جي مضبوط توڪل ۾ ڪمزوري نه ٿا پيدا ڪري سگهن ڇوته انهن جي نگاه ۾ هي ظاهري اسباب مرده آهن ۽ توڪل کان سواءِ هنن ۾ زندگيءَ جو روح نه ٿو ڦوڪي سگهجي. اهل معرفت جي ويجهو توڪل جو صحيح مفهوم اهوئي آهي.

## رضا

شيخ حارث رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته رضا خداوند ڪريم جي حڪم جي ماتحت قلب کي مطمئن ٿي وڃڻ جو ٻيو نالو آهي. شيخ ذوالنون رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته رضا قسمت جي فيصلي تي قلب جي خوش ٿيڻ جو نالو آهي.

هڪ دفعي حضرت سفيان رحمة الله عنه جن حضرت رابعه بصري رحمة الله عليه جي سامهون چيو ته: اي الله! تون اسان سان راضي ٿي" ته بي بي رابعه رضي الله عنه جن فرمايو ته ڇا توکي شرم نه ٿو اچي جو تون هن ذات جي رضامنديءَ جو طالب آهين جنهن کان تون پاڻ راضي نه آهين. ان تي هڪ شخص پڇيو ته بندو ڪڏهن الله تعاليٰ جل شانه سان خوش هوندو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته جڏهن هو مصيبت ۾ به ائين خوش هجي

جيئن نعمت تي خوش ٿيندو آهي.

## رضا جي فضيلت

شيخ سهل رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ جڏهن رضا رضوان سان ملي وڃي تہ مڪمل اطمينان حاصل ٿي ويندو آهي. لهاذا انهن کي خوش خبري هجي تہ انهن جو هي سٺو انجام آهي. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ اهو شخص ايمان جو ذائقو حاصل ڪندو آهي جيڪو خداوند ڪريم کان ڪيس پروردگار سمجهي خوش هجي. وڌيڪ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي حڪمت سان روح پيدا ڪيو ۽ يقين ۾ خوشيءَ کي برقرار رکيو ۽ رنج و غم کي شڪ ۽ ناراضگيءَ ۾ لڪل رکيو.

حضرت جنيد رحمة الله عليه فرمايو تہ رضا قلبن تائين پهچڻ وارو صحيح علم آهي جڏهن قلب علم جي حقيقت کان آشنا ٿي وڃي تہ اهو رضا تائين پهچي ٿو وڃي. رضا ۽ محبت، اميد ۽ خوف وانگر نہ آهن بلڪ هي ٻئي اهي روحاني حال آهن جيڪي دنيا ۽ آخرت ۾ بہ حق جي طالب کان جدا نہ ٿا ٿين. ايتري قدر جو هو جنت ۾ بہ رضا ۽ محبت کان بي نياز نہ ٿو رهي سگهي.

شيخ ابن عطا جو قول آهي تہ رضا جو مفهوم هي آهي تہ شروع کان الله تعاليٰ جل شانہ بندي جي لاءِ جيڪي ڪجهہ مقرر ڪري ڇڏيو هجي ان تي هن جي دل مطمئن هجي ڇوتہ خدا پاڪ جل شانہ هن لاءِ بهترين انتخاب ڪيو آهي لهاذا هو ان تي راضي رهي ۽ ڪنهن بہ قسم جي ناراضگيءَ جو اظهار نہ ڪري.

شيخ ابو تراب رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ جنهن شخص جي دل ۾ دنيا جي ڪا قدر ۽ قيمت هجي اهو خداوند ڪريم جي رضامندي کي حاصل نہ ٿو ڪري سگهي.

## پنج اخلاق

حضرت سري سقطي رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ بارگاهہ الاهي

جي مقربين جا پنج اخلاق آهن. ١- خداوند ڪريم سان هرحال ۾ راضي رهڻ پوءِ ڀلي نفس ڪنهن ڳالهه کي پسند ڪري يا نه ڪري ٢- الله جل شانه سان محبت رکڻ ٣- الله کان حيا ڪرڻ ۴- الله جل شانه سان مانوس ٿيڻ ۵- الله جل جلاله کان سواءِ هرهڪ کان پري رهڻ.

## رضا جا قسم

شيخ فضيل رحمۃ الله عليه جن فرمايو ته راضي برضا پنهنجي مرتبي کان وڌيڪ ٻي ڪنهن شيءِ جي تمنا نه ٿو ڪري. شيخ ابن شمعون رحمۃ الله عليه جو قول آهي ته (رضا جا ڪيترائي قسم آهن) رضا بالحق، رضا للحق ۽ رضا عن الحق آهي. رضا بالحق جو مطلب هي آهي ته انسان هن جي تدبير ۽ اختيار تي راضي هجي. رضا للحق جو مفهوم هي آهي ته هن جي معبود ۽ پروردگار هجڻ تي راضي هجي ۽ رضا عن الحق جو مفهوم هي آهي ته صرف ان کي تقسيم ڪرڻ وارو ۽ عطا ڪرڻ وارو مڃيو وڃي.

شيخ ابوسعيد رحمۃ الله عليه جن کان پڇيو ويو ته ڇاهي ممڪن آهي ته بندو راضي به هجي ۽ ناراض به هجي؟. پاڻ فرمايائون ته هائو اهو ممڪن آهي ته بندو پنهنجي رب غفور رحيم سان راضي ۽ پنهنجي نفس ۽ هر انهيءَ شخص سان ناراض هجي جيڪو هن جو الله جل شانه کان تعلق منقطع ڪري.

## رضا جو مفهوم

حضرت امام حسن بن علي رضي الله عنه کي چيو ويو ته حضرت ابو ذر رضي الله عنه چون ٿا ته مون کي فقر دولت منديءَ کان وڌيڪ پسند آهي ۽ بيماري صحت کان وڌيڪ سٺي لڳي ٿي. پاڻ فرمايائون ته الله جل شانه ابو ذر تي رحم ڪري پر منهنجي ذاتي راءِ اها آهي ته جيڪو الله جل شانه جي حسن انتخاب تي ڀروسو ڪندو آهي ان کي الله جل جلاله جي عطا ڪيل قسمت جي برخلاف ٻي ڪنهن شيءِ جي طلب نه

ٿيندي آهي. حضرت علي رضي الله عنه جن فرمايو تہ جيڪو تسليم ۽ رضا جي مسند تي ويهي ان کي الله جل شانہ جي طرف کان ڪا تڪليف نہ ٿي پهچي ۽ جيڪو سوال جو هٿ ڊگهو ڪري اهو ڪنهن بہ حالت ۾ الله جل شانہ سان خوش نہ ٿو رهي سگهي.

شيخ يحيىٰ جو قول آهي تہ اصل معاملي جا ٻہ بنياد آهن پهريون هي تہ خداوندڪريم جو تو سان ڇا سلوڪ آهي ٻيو بنياد هي آهي تہ تنهنجو خدا سان طرز عمل ڪهڙو آهي؟ لهاذا تنهنجو اصول هي هجي تہ تون خداوندڪريم جي فعل تي تسليم ۽ رضا جو سر جهڪائي ڇڏ ۽ پنهنجي ڪمن ۾ خلوص اختيار ڪر. هڪ بزرگ جو قول آهي تہ صحيح معنىٰ ۾ راضي برضا اهو آهي جيڪو دنيا جي ايندڙ ويندڙ شين جو غم نہ ڪري ۽ نہ انهن تي پشيمان ٿئي.

## چار اصول

شيخ يحيىٰ بن معاذ رضي الله عنه جن کان پڇيو ويو تہ حق جو بندو رضا جي مقام تي ڪڏهن فائز ٿيندو آهي؟ فرمايائون تہ جڏهن هو پنهنجي معاملن ۾ هنن چئن اصولن جو پابند ٿئي:

١- هو اهو چئي تہ (اي الله جل شانہ!) جيڪي ڪجهہ تون مون کي ڏين ان کي قبول ٿو ڪريان.

٢- تون نہ ڏين تہ ان تي بہ راضي آهيان.

٣- جيڪڏهن تون مون کي ڇڏي ڏين تہ مان ان وقت بہ تنهنجي عبادت ڪندو رهندس.

٤- جيڪڏهن تون مون کي سڏين تہ هر وقت حڪم جي تعميل لاءِ حاضر آهيان.

## رضا جو بنياد

هڪ دفعي شيخ شبلي رحمۃ الله عليه جن حضرت جنيد رحمۃ الله عليه جن جي سامهون لا حول ولا قوة الا بالله پڙهيو ان تي حضرت جنيد رحمۃ الله عليه فرمايو تہ تنهنجي انهيءَ قول جو مطلب هي آهي تہ تنهنجو سينو

تنگ آهي. پاڻ فرمايائون تہ توهان سچ ٿا چئو، ان تي حضرت جنيد رحمۃ الله عليه جن فرمايو سيني جي تنگيءَ مان خبر ٿي پئي تہ تون قسمت تي راضي نہ آهين.

حضرت جنيد رحمۃ الله عليه جن جيڪي فرمايو آهي انهيءَ ۾ رضا جي اصل بنياد طرف اشارو ڪيو ويو آهي اهو اهو آهي تہ مقام رضا قلب جي فراخي ۽ انشراح جي ڪري حاصل ٿيندو آهي ۽ قلب جو انشراح ۽ ان جي ڪشادگي يقين جي نور سان هوندي آهي جيئن خداوند تعاليٰ جل شانه فرمايو تہ: خداوند ڪريم ڪنهن جو سينو اسلام جي لاءِ کولي ڇڏيو آهي ان کي پنهنجي پروردگار جي طرف کان نور عطا ٿيندو آهي.

لهاذا جڏهن نور باطن جي ڪري سينو ڪشادو ٿيندو آهي ۽ بصيرت جي اک کلي ويندي آهي تہ اهو الله تعاليٰ جل شانه جي تدبير ۽ حڪمت جو مشاهدو ڪندو آهي ۽ هن جي دل مان ناراضگي ۽ تنگ دليءَ جو جذبو دور ٿي ويندو آهي بلڪ سيني جي فراخيءَ جي ڪري هو محبت جي چاشنيءَ سان لطف اندوز ٿيندو آهي.

اهڙي موقعي تي عاشق صادق محبوب جي هر فعل کي رضامنديءَ جي نگاهہ سان ڏسندو آهي، هو سمجهندو آهي تہ محبوب جو هر فعل هن جي عين مراد جي مطابق آهي ان ڪري هو محبوب جي منشا ۽ مراد جي لذت ۾ پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هن جي پنهنجي ذاتي پسند باقي نہ رهندي آهي. جيئن چيو ويو آهي تہ محبوب جو هر ڪم پسنديده آهي.

باب ٦١

# روحاني احوال ۽ ان جي تشريح

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ ٽي شيون اهڙيون آهن جو جيڪڏهن اهي ڪنهن ۾ هجن تہ اهو ايمان جي چاشنيءَ سان لطف اندوز ٿيندو آهي: ١- الله رب العزت ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم هن کي ٻين کان وڌيڪ محبوب هجن ٢- هو ڪنهن انسان سان صرف خداوند ڪريم جي رضامنديءَ جي خاطر محبت ڪري ٣- جڏهن الله رب العزت هن کي ڪفر کان نجات ڏني هجي تہ هو ڪفر جي طرف واپس ٿيڻ کي ايترو برو سمجهي جيترو هن کي اهو ناپسند هجي تہ هن کي باهہ ۾ وڌو وڃي.

## خالص محبت

حضرت عرباض بن ساريہ رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن هيءَ دعا گهرندا هئا: (ترجمہ) اي الله! تون مون کي پنهنجي محبت پنهنجي جان و مال، اهل و عيال، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي طاقت ۽ ٿڌي پاڻيءَ کان بہ وڌيڪ عطا فرماءِ. اهڙي طرح رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن خالص محبت خداونديءَ کي طلب فرمايو آهي. خالص محبت اها آهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ جي لاءِ خالص محبت بنجي وڃي نہ تہ ڪيترا دفعا اهڙو اتفاق ٿيندو آهي جو روحاني علم جي سيني شرطن جي مطابق حق جو طالب پنهنجي روحاني حال ۾ مستغرق هوندو آهي پر هن جي فطرت هن جي علم جي خلاف ڳالهين جي تقاضا

ڪندي آهي يعني علم انهن ڳالهين کي پسند ڪندو آهي پر هن جي طبيعت ۽ جبلت انهن کي ناپسند ڪندي آهي ته هو اهڙي صورت ۾ علم جو تابع ٿئي ۽ طبيعت جي نافرمانيءَ جي طرف متوجه نه هجي ان جو مثال اهو آهي ته هو پنهنجي ايماني جذبي جي ماتحت خداوند ڪريم سان محبت ڪري ۽ طبعي رجحان جي مطابق پنهنجي اهل و عيال سان محبت ڪري.

بهرحال انسان ۾ محبت جا محرڪات گونا گون آهن، مثلا روح جي محبت، قلب جي محبت، نفس جي محبت ۽ عقل جي محبت لهاذا جڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن اهل و عيال مال ۽ ٿڌي پاڻي وغيره جو ذڪر فرمايو ته انمان سندن مراد اها آهي ته الله تعاليٰ جل شانه جي محبت جي ذريعي هر قسم جي محبت جون پاڙون نڪري وڃن ته جيئن الله تعاليٰ جل شانه جي محبت سيني تي غالب اچي وڃي. هو دل وجان سان خداوند ڪريم سان محبت ڪري سراپا محبت بنجي وڃي ۽ هن جي طبيعت ۾ به خداوند ڪريم جي محبت هر شيءِ تي غالب اچي وڃي.

## ذات جي محبت

هن قسم جي صاف محبت خواص کي حاصل آهي. هن جي ذريعي سان طبيعت ۽ جبلت جي باهه ٿڌي ٿي ويندي آهي. هيءَ ذات جي محبت آهي جيڪا مشاهدي سان حاصل ٿيندي آهي. جڏهن جو روح نيازمندي ۽ خلوص سان قرب جي مختلف مقامن ۾ هوندو آهي.

الله تعاليٰ جل جلاله فرمائي ٿو ته هو انهن سان محبت ڪري ٿو ۽ هي به هن سان محبت ڪن ٿا. هن جي تشريح ۾ شيخ ابوبڪر واسطي رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته، جهڙي طرح خداوند ڪريم بذات خود انهن سان محبت ڪري ٿو اهڙي طرح هو به بذات خود هن سان محبت ڪندا آهن. هن ۾ ضمير جو مرجع ذات جي طرف راجع آهي صفات ۽

اوصاف جي طرف نہ.

## عام محبت

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ عاشق صادق جو هي شرط آهي تہ هن کي محبت جا امتحان پيش اچن اگر ائين نہ هجي تہ هن جي محبت حقيقي نہ آهي. اهڙي طرح محبت جا ٻہ قسم آهن عام ۽ خاص. عام محبت جي تشريح حڪم مڃڻ سان هوندي آهي. ڪيترا دفعا محبت علم جي مرڪز کان احسانن ۽ نعمتن جي ڪري صادر ٿيندي آهي هن قسم جي محبت جو سرچشمو صفتون آهن.

ڪن مشائخن محبت کي روحاني درجن ۾ شامل ڪيو آهي. اهڙي صورت ۾ ان مان مراد اها عام محبت آهي جنهن ۾ انسان جي تدبير ۽ ڪوشش کي دخل حاصل هجي.

## خاص محبت

خاص محبت، ذات جي محبت آهي جيڪا روح جي مشاهدي سان پيدا ٿيندي آهي. هيءَ خداوند ڪريم جي طرف کان پنهنجي بندي تي خاص احسان ۽ عنايت آهي، هن جو تعلق احوال سان آهي ڇوتہ هي محض خداوندي عطيو آهي هن ۾ تدبير ۽ ڪوشش جو ڪو دخل ڪونهي ۽ اهوئي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي متئين حڪم جو مطلب آهي ڇوتہ هي ڪلام روح وجدانيجيڪيفيت جو نتيجو آهي جيڪو ذات جي محبت سان لذت ياب آهي بلڪ هيءَ خاص محبت روح آهي ۽ اها محبت جيڪا الاهي وصفن جي مطالعي ۽ ايمان جي مرڪز کان ڦٽندي آهي انهيءَ ئي روح جو قالب آهي.

جڏهن انهن جي هيءَ خاص محبت صحيح طريقي سان ظاهر ٿئي تہ هي ماڻهو خداوندي حڪم جي مطابق مؤمنن سان عاجزي اختيار ڪندا آهن ڇوتہ عاشق صادق، محبوب ۽ ان جي پسنديده ماڻهن جي سامهون عاجزي اختيار ڪندو آهي ۽ هي شعر پڙهندو آهي. (ترجمو)

هڪ اک هزارن کي قربان ڪري بچائي ويندي آهي ۽ معزز محبوب جي خاطر هزارن ماڻهن جي تعظيم ڪئي ويندي آهي.

## روحاني احوال جو بنياد

هيءَ خالص محبت اهڙي طرح سيني اعليٰ روحاني احوالن جو بنياد آهي ۽ جيئن اسان هاڻي بيان ڪري چڪا آهيون جيڪو شخص توبه کي مڪمل طريقي سان درست ڪري اهو زهد ۽ رضا ۽ توڪل جا سڀ درجا حاصل ڪري ٿو سگهي. اهڙي طرح جنهن جي هيءَ خاص محبت صحيح هجي اهو فنا ۽ بقا صحو ۽ محو وغيره سڀ روحاني احوال حاصل ڪري ٿو سگهي. هن خاص محبت لاءِ توبه جسم جي حيثيت رکي ٿي ڇوته ان ۾ اها خاص محبت شامل آهي جيڪا هن محبت جو قالب آهي.

## محبوبن جو طريقو

جيڪو محبوبن جو طريقو اختيار ڪري جيڪو محبت جي رستي جو هڪ خاص طريقو آهي ان کي روحاني ڪمال حاصل ٿيندو ۽ خاص محبت عام محبت جي هن قالب سان جنهن سان سچي توبه بدل آهي جمع ٿي ويندي. جڏهن هو هن طريقي کي مڪمل ڪندو ته روحاني درجن جي مختلف صورتن ۾ تبديل نه ٿيندو ڇوته مقامن ۽ درجن جي مختلف صورتن ۾ تبديل ٿيندو رهڻ ۽ هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي ترقي ڪرڻ شروعاتي عاشقن ۽ مجاهدن جو طريقو آهي، جيئن خداوند ڪريم فرمائي ٿو ته:

"جيڪي ماڻهو اسان جي راهه ۾ جهاد ڪندا آهن اسين انهن کي پنهنجو رستو ڏيکاريندا آهيون". ۽ ٻي آيت ۾ فرمائي ٿو ته: جيڪو هن ڏي رجوع ڪندو آهي ان کي هو هدايت ڏيندو آهي. هن آيت ۾ سچي عاشق جي حق ۾ رجوع ڪرڻ هدايت جو اصل سبب ٻڌايو ويو آهي پر محبوب جي حق ۾ هيءُ فرمايو ته: جنهن کي گهري برگزيدو ڪري. هن ۾ تدبير ۽ ڪوشش کي برگزيدو ڪرڻ جو سبب نه ٻڌايو ويو.

## خاص محبت جا نتيجا

جيڪو محبوبن جو طريقو ٿو اختيار ڪري اهو روحاني درجن جا تغيرات طئہ ڪري ٿو ڇڏي بلڪ انهن روحاني درجن جا خالص اوصاف بہ مڪمل طريقي سان هن کي خودبخود حاصل ٿي ٿا وڃن، هو مختلف درجن جو پابند نہ هوندو آهي بلڪ درجا هن جا پابند هوندا آهن تہ هوهن جي اندر مان هن جا سڀ اوصاف ڪڍي ڇڏيندا آهن. ان جو سبب هي آهي تہ جڏهن خاص محبت جا نور ۽ تجليون هن جي دل جي خاني کي منور ڪندا آهن تہ اهي نفس جي انهن سڀني صفتن ۽ وصفن جي لباس کي لاهي اڇلائي ڇڏيندو آهي جن جي اڳتي هلي روحاني درجااصلاح ڪندا آهن. جيئن زهد هن کي نفساني رغبت کان پاڪ ۽ صاف ڪندو آهي ۽ توڪل هن جي اعتماد جي گهٽتائي کي دور ڪندي آهي جيڪا نفس جي جهالت سان پيدا ٿيندي آهي رضا ڪشمڪش جي رڳن کي ڦڙڪڻ کان باز رکندي آهي. هيءَ ڪشمڪش ان لاءِ ٿيندي آهي تہ نفس ۾ ان وقت تائين جمود باقي رهي جستائين خالص محبت جو سج نہ چمڪي اهڙيءَ طرح نفس بدستور اونداهي ۽ جمود ۾ رهندو آهي.

## درجن کان بي نيازي

جڏهن خاص محبت ظاهر ٿيندي آهي تہ نفس نرم ٿي ويندو آهي ۽ هن جي سختي نڪري ويندي آهي لهاذا اهڙي موقعي تي زهد سندس نفساني رغبت کي ڪيئن ٿو دور ڪري سگهي؟ جڏهن تہ خاص محبت سندس خواهش کي جلائي ڇڏيو هجي. اهڙيءَ طرح توڪل ڪهڙو اصلاح ڪندي؟ جڏهن خداءِ ڪارساز جو مشاهدو سندس بصيرت جي اندر موجود هجي ۽ رضا سندس جسم کي ڪهڙو سڪون پهچائيندي. جڏهن جو هيءُ سچو صحيح سالم نہ هجي.

شيخ رودباري رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ جيستائين تون پنهنجي هستيءَ کان ٻاهر نہ نڪرندين ان وقت تائين تون محبت جي

سرحد ۾ داخل ٿي نہ سگھنديِن. شيخ ابو يزيد رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ جنهن کي ڪنهن جي محبت قتل ڪري تہ ان جو خون بها (فديو) هي آهي تہ هو هن جو جلوو ڏسي ۽ جنهن کي هن جو محبوب ماري ڇڏي تہ ان جو فديو هي آهي تہ محبوب پنهنجي عاشق کي پنهنجو هم نشين بنائي.

بهرحال مختلف درجن جي تغيرات ۾ تبديل ٿيندو رهڻ عام عاشقن جو طريقو آهي ۽ انهن تغيرات کي طئي ڪري وڃڻ خاص عاشقن جو شيوو آهي. هي اهي محبوب آهن جن جا بلند مقصد روحاني درجن کي پوئتي ڇڏي ويا آهن پوءِ پلي اهي درجا آسمانن تي ڇونہ هجن. بلڪ هي روهاني درجا انهن ماڻهن جون منزلون آهن جيڪي پنهنجي هستيءَ جي باقي رهيل اهڃاڻن جي هنج ۾ ترڪندا رهندا آهن.

## مختلف درجا ۽ ان جا طريقا

هڪ بزرگ شيخ ابراهيم الخواص کان پڇيو تہ تصوف توکي ڪيستائين پهچايو آهي، هن چيو تہ "توڪل تائين" هن بزرگ چيو تہ تون اڃان پنهنجي باطن کي آباد ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو آهين ۽ انهيءَ منزل کان گهٽو پري آهين جتي توڪل ۾ فنا ٿي خداءِ ڪارساز جو ديدار ڪري سگھو.

جڏهن نفس پنهنجي صفت کي برقرار رکندي زهد جي دائري مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪري تہ زاهد پنهنجي زهد جي ڪري ان کي وري انهيءَ دائري ۾ موٽائي ڇڏيندو آهي اهڙي طرح جڏهن توڪل ڪندڙ جو نفس جنبش ڪندو آهي يا راضي برضا جو نفس متحرڪ ٿيندو آهي تہ هو صورت ۾ ان کي پنهنجي خاص دائري جي طرف موٽائي ڇڏيندو آهي ڇوتہ نفس جون هي حرڪتون وجود جي باقي آثارن ۾ جيڪي علم جي اصلاح جا محتاج آهن. اهڙي حالت ۾ پري کان قرب خداونديءَ جي ٿڌي هوا جا جهوٽا ايندا آهن. جنهن جو جنهن حد تائين علم هوندو آهي انهيءَ

حد تائين هو بندگيءَ جو حق ادا ڪندو آهي ۽ انهيءَ جي مطابق هن جي ڪوشش هوندي آهي.

پر جيڪو شخص خاص طريقو اختيار ڪري اهو انهن آثارن مان لطف خداونديءَ جي نور ۽ تجلين ۾ لکي ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺندو آهي، بلڪ جيڪو نور خداونديءَ جي لباس ڪي پائي ۽ هن جو روح هميشه ان جي طرف مائل ٿي حادثن ۽ انقلاب کان محفوظ هجي تہ ان کي نہ ڪنهن شيءِ جي طلب پريشان ڪندي آهي ۽ نہ ڪنهن شيءِ جي کسجي وڃڻ سان هن کي وحشت ٿيندي آهي. ايتري قدر جو زهد، توڪل ۽ رضا جا درجا هن ۾ از خود موجود هوندا آهن پر هو انهن ۾ موجود نہ هوندو آهي. يعني جنهن حالت ۾ هو زندگي بسر ڪري صحيح معنيٰ ۾ زاهد آهي پوءِ ڀلي هو بظاهر دنيا جي طرف راغب ٿي ڇونہ هجي ڇوتہ هن جو تعلق پنهنجي نفس سان نہ آهي بلڪ حق تعاليٰ جل شانہ سان آهي اهڙيءَ طرح هو متوڪل آهي چاهي هو ظاهري سببن ڏي متوجه هجي بلڪ هو راضي برضا بہ آهي چاهي هن ۾ ڪراهيت جو جذبو نظر اچي. ڇوتہ هن جي ڪراهيت نفس سان آهي ۽ هن جو نفس حق جي لاءِ وقف آهي لهاذا هن جي هيءَ ڪراهت بہ حق جي لاءِ آهي. بهرحال هن حالت تي پهچڻ کان پوءِ هن کي هن جو نفس پنهنجي خواهش ۽ صفتن سان واپس ڪيو ويو آهي، پر هي نفس پاڪيزه ۽ خداوندي عطيو بنجي لطيف ٿي ويو آهي هاڻي هن جو درد ئي دوا بنجي ويو آهي ۽ بيماري هن جو علاج ۽ شفا آهي صرف مولا جي طلب هن جي لاءِ زهد، توڪل، رضا ۽ ٻيا ارڪان روحاني درجن جا قائم مقام بنجي ويا آهن.

## محبت جي حقيقت

حضرت بي بي رابعه بصري رحمة الله عليه فرمائي ٿي تہ الله رب العزت جي عاشق کي آهہ ۽ زاريءَ کان ان وقت تائين سڪون نہ ٿو ملي جيستائين هو پنهنجي محبوب وٽ نہ پهچي وڃي. حضرت ابوعبدالله

القرشي رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ محبت جي حقيقت هيءَ آهي تہ تون پنهنجي محبوب تي هر شيءِ قربان ڪري ڇڏ ۽ تو وٽ ڪا شيءِ باقي نہ رهي.

شيخ ابوالحسن الوراق رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ الله ربالعزت جي شديد محبت سان سرور حاصل ٿيندو آهي بلڪ محبت قلب جي اها باهہ آهي جيڪا هر پليتيءَ کي ساڙي ڇڏيندي آهي.

شيخ يحيىٰ بن معاذجو قول آهي تہ عاشقن جو صبر زاهدن جي صبر کان سخت تر آهي، تعجب آهي تہ انسان پنهنجي محبوب کان ڪيئن صبر ڪري ٿو سگهي؟.

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ جيڪو شخص گناهن ۽ حرام شين کان پرهيز ڪرڻ کان سواءِ خداوند ڪريم جي محبت جي دعويٰ ڪري اهو سخت ڪوڙو آهي، جيڪو خرچ ڪرڻ کان سواءِ محبت جي دعويٰ ڪري اهو بہ ڪوڙو آهي ۽ جيڪو فقيرن سان محبت ڪرڻ کان سواءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي محبت جي دعويٰ ڪري اهو بہ سخت ڪوڙو آهي.

حضرت رابعہ بصري رضي الله عنه هي شعر پڙهندي هئي(ترجمو)

١- تون خدا جل شانہ جي نافرماني بہ ڪرين ٿو ۽ ان جي محبت جي دعويٰ جو بہ دم ٿو ڀرين. خدا جو قسم تہ هيءَ نهايت عجيب ڳالهہ آهي.

٢- جيڪڏهن تنهنجي محبت سچي هجي ها تہ تون ان جي اطاعت ڪرين ها ڇوتہ عاشق پنهنجي محبوب جو مطيع ۽ فرمانبردار هوندو آهي.

## روحانيت جابنيادي معيار

محبت روحاني احوال جي لاءِ اهائي بنيادي حيثيت رکي ٿي جيڪا حيثيت روحاني درجن لاءِ توبہ جي آهي لهاذا جڏهن بہ ڪير روحاني حال جي دعويٰ ڪري تہ ان کي پرکڻ گهرجي ۽ جيڪو محبت جي دعويٰ

ڪري ان جي توبه تي غور ڪيو وڃي ڇوته توبه محبت جي روح جو قالب آهي ۽ انهيءَ تي ئي ان جو دارومدار آهي. ڇوته روحاني احوال اعراض(غير مستقل شيون) آهن جيڪي روح جي جوهر سان قائم رهندا آهن.

شيخ سمنون جو قول آهي ته ”عاشقان خدا وند ڪريم دنيا ۽ آخرت جي انتهائي عزت ۽ ڪرامت ڪٽي ويا آهن ۽ جيئن جو رسول الله ﷺ جن فرمايو ته”انسان پنهنجي محبوب سان رهندو آهي“ اهي ذات باري تعاليٰ جل شانه سان گڏ آهن.

شيخ ابو يعقوب السوسي رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته ”صحيح محبت ان وقت هوندي آهي جڏهن تون محبت جي مشاهدي مان نڪري محبوب جي مشاهدي (جي دائري) ۾ پهچي وڃين. ان جو طريقو اهو آهي ته محبت جو علم فنا ٿي وڃي جڏهن جو هن جو محبوب غائب ٿئي ۽ هن جو محبت سان تعلق نه رهي ۽ جڏهن عاشق صادق هن تعلق تائين پهچي ويندو آهي ته اهو بغير محبت جي عاشق هوندو آهي“

## محبوب جون صفتون اختيار ڪرڻ

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جن کان جڏهن محبت جي باري ۾ پڇيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته”محبت اها آهي ته عاشق پنهنجون صفتون تبديل ڪري محبوب جون صفتون اختيار ڪري“ اهوئي حديث قدسيءَ جي انهن لفظن جو مفهوم آهي ته” جڏهن مان ان سان محبت ڪندو آهيان ته ان جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي طاقت بنجي ويندو آهيان“

## محبت جي ڪشش

جڏهن محبت صاف ۽ ڪامل ٿي ويندي آهي ته اها پنهنجي صفتن سان پنهنجي محبوب ڏي مائل ٿيندي آهي. پر جڏهن پنهنجي انتهائي جدوجهد کي پهچندي آهي ته ترسندي آهي. آخرڪار ڪمال محبت انهيءَ مخلص عاشق جي دستگيري ڪندي آهي جيڪو سچي

محبت ۽ انتهائي جدوجهد جي باوجود پنهنجي مقصد ۾ عاجز هجي، ان وقت محبت همدرديءَ جي ڪري محبوب جي صفتن کي پنهنجي اندر جذب ڪندي آهي. ايتري قدر جو عاشق محبوب جي صفتن کي جذب ڪري ان جا فائدا بہ حاصل ڪندو آهي ۽ هي الاپڻ لڳندو آهي( شعر جو ترجمو)

مان ۽ محبوب هڪ آهيون، اسان ٻنهين جا روح هڪ قالب ۾ سمائجي ويا آهن ۽ اسين هڪ ٻئي کي هڪ ئي نگاهہ سان ڏسندا آهيون. هي جيڪي ڪجهہ اسان بيان ڪيو،اهو رسول الله ﷺ جن جي هن قول جي تشريح آهي، "تخلقوا باالخلاق الله" يعني توهان الله جل شانہ جا اخلاق اختيار ڪيو.

بهرحال جڏهن نفس مڪمل طور تي پاڪيزه ۽ اصلاح يافتہ ٿي ويندو آهي تہ اهو محبت الاهيءَ جي قابل بنجي ويندو آهي، ۽ قدرت جي قانون جي مطابق الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي دوستن جو تزڪيہ نفس غيبي مدد سان ڪندو آهي، چنانچہ جڏهن نفس پاڪيزه ٿي وڃي ۽ اهو روح کي محبت جي ڪشش سان پاڻ ڏي جذب ڪري تہ ان وقت هو ان کي پنهنجي صفتن ۽ اخلاق جي خلعت پارائيندو آهي هي مرتبو وصول آهي.

## وصول جو مرتبو

ڪڏهن باطني شوق انهيءَ مرتبي کان اڳتي جون شيون بہ انلاءِ طلب ڪندو آهي جو خداوند ڪريم جون بخششون غيرمحدود آهن پر ڪڏهن هو موجوده عطيۂ الاهيءَ تي قناعت ڪندو آهي. ان وقت هن جي شوق جي گرمائش ٿڌي ٿي ويندي آهي ۽ شوق ۽ ذوق سان ئي عطا ڪيل صفتون وصول جي مرتبي تي چڱي طرح برقرار رهنديون آهن، جيڪڏهن شوق وذوق ان جو محرڪ نہ هجي ها تہ هن کي پوئين پير واپس ٿيڻو پئي ها ۽ نفس جون صفتون غالب ٿي انسان ۽ ان جي قلب جي وچ ۾ حائل

ٿي وڃن ها. جيڪو هن وصول جو مفهوم اسان جي متئين بيان جي برخلاف سمجهي يا ٻيو ڪو نظريو ان جي ذهن ۾ هجي تہ پوءِ سمجهڻ گهرجي تہ اهو لاهوت ۽ ناسوت جي باري ۾ عيسائي مذهب کان متاثر آهي.

## يقين جو نور

مسئلہ استغراق ۽ فنا ۾ سڀني مشائخن جي قولن جو نتيجو اهوئي آهي تہ محبت جو مقام يقين جي نور جي غلبي سان حاصل ٿيندو آهي. جڏهن باقي رهيل ڪجروي دور ٿي وڃي ۽ انسان نفس جي صفتن جي موجوده آلائشن کان پاڪ ۽ صاف ٿي وڃي تہ ان وقت قلب تي ذڪر جي اثر سان حق اليقين ٿيندو آهي پوءِ صحيح محبت ٿيڻ کان پوءِ روحاني احوال ظاهر ٿيندا آهن.

## عشق جي سوزش

جڏهن حضرت شبلي رحمة الله عليه جن کان محبت جي باري ۾ پڇيو ويو تہ انهن فرمايو تہ" اهو اهڙو تہ شراب جو جام آهي جنهن ۾ سوزش ٿيندي آهي، جيڪڏهن ان جو هوش ۽ حواس تي اثر ٿي وڃي ۽ نفسن ۾ ويهي وڃي تہ اهي نيست ۽ نابود ٿي وڃن.

## محبت جو ظاهر ۽ باطن

چون ٿا تہ محبت جو ظاهر ۽ باطن هوندو آهي ان جو ظاهري حصو هي آهي تہ محبوب جي خوشنودي حاصل ڪئي وڃي باطني حصو هي آهي تہ هو محبوب تي ايتري قدر تہ فدا هجي جو هن کي ٻي ڪنهن شيءِ جو هوش نہ رهي ۽ هن جو تعلق نہ ٻين سان قائم رهيءِ نہ پنهنجي ذات سان ڪو لڳاءُ باقي رهي. شوق ۽ ذوق محبت جو اعليٰ جذبو آهي ۽ جيڪو عاشق صادق هوندو اهو هميشہ ذوق ۽ شوق رکندو آهي سبب اهو آهي تہ خداوند ڪريم جي قدرت جي ڪا انتها ڪانهي لهاذا جڏهن عاشق صادق ڪنهن روحاني حالت تي پهچي ٿو تہ هو سمجهي ٿو تہ ان

ڪان اڳتي جي حالت وڌيڪ مڪمل آهي. بقول شاعر (ترجمو)

عشق منهنجو حسن تنهنجو هڪ ئي درجي تي آهن

حسن بي حد آهي گر ته عشق به بي انتها

محبت جو هي ذوق جيڪو دل ۾ پيدا ٿيندو آهي ڪوشش ۽ تدبير جو نتيجو نه آهي بلڪ الله جل شانه جي خاص مهرباني آهي. جيڪا هو پنهنجي خاص عاشقن کي عطا ڪندو آهي.

## اهل محبت کي خدائي پيغام

شيخ احمد بن ابي الخواري رحمة الله عليه جن فرمائين ٿا ته"مان شيخ ابو سليمان الداراني رحمة الله عليه جن وٽ آيس ته ڪين روئندي ڏٺم. مون ڇيو ته توهان ڇو ٿا رئو الله رب العزت توهان تي رحم ڪري؟ فرمايائون ته اي احمد! جڏهن رات جي وقت اونداهي ٿي وڃي ته اهل محبت جا قدم وڇائڻجي ٿا وڃن ۽ انهن جي ڳلن تي ڳوڙها وهڻ لڳندا آهن. ان وقت خداءِ بزرگ وبرتر انهن ڏي متوجه ٿي فرمائيندو آهي ته اهي ماڻهو منهنجي نظرن جي سامهون آهن جيڪي منهنجي ڪلام سان لذت ياب آهن ۽ منهنجي مناجات سان سڪون حاصل ٿا ڪن مان انهن جي خلوت گاهن کان واقف آهيان انهن جي آهن ۽ دانهن کي ٻڌان ٿو ۽ انهن کي آه وزاري ڪندي ڏسان ٿو. اي جبريل عليه السلام اعلان ڪر ته مان توهان کي رئندي ڇو ٿو ڏسان ڇا توهان کي ڪنهن خبر ڏيندڙ ٻڌايو آهي ته ڪو محبوب پنهنجي دوستن کي باهه جي سزا ڏيندو آهي؟ ته پوءِ منهنجي لاءِ اهو ڪيئن مناسب آهي ته مان انهن ماڻهن کي عذاب ۾ مبتلا ڪيان، جيڪي رات جي اونداهيءَ ۾ منهنجي خوشامد ٿا ڪن، مان قسم کائي ٿو چوان ته جڏهن هي ماڻهو قيامت جي ڏينهن مون وٽ ايندا ته انهن کي پنهنجو جلوو ڏيکاريندس ۽ رياض قدس انهن جي لاءِ وقف ڪندس"

## محبت جو شوق

هي انهن عاشقن صادقن جو حال آهي جيڪي مقام شوق تي فائز آهن، محبت ۾ ذوق ۽ شوق جو اهوئي درجو آهي، جيڪو توبهہ جي مقام ۾ زهد جو آهي. جهڙي طرح توبهہ کانپوءِ زهد ظاهر ٿيندو آهي،اهڙيءَ طرح جڏهن محبت چڱي طرح گهر ڪري وجي ته پوءِ محبت جو شوق ۽ ذوق خود بخود پيدا ٿيندو آهي هڪ آيت ڪريمہ آهي:

| | |
|---|---|
| قَالَ هُمْ اُولَآءِ عَلٰٓى اَثَرِيْ وَعَجِلْتُ اِلَيْكَ رَبِّ لِتَرْضٰى (پ١٦- طه) | موسيٰ عليه السلام چيو ته اهي ماڻهو منهنجي پويان آهن، اي رب مان جلديءَ سان تو ڏي آيس تانته تون راضي ٿيءُ |

شيخ واسطي رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا ته هن آيت مان ذوق ۽ شوق ۽ ٻين شين کان نفرت جو جذبو ظاهر ٿو ٿئي ته حضرت موسيٰ عليه السلام کي خدا وند سان همڪلاميءَ جو ايترو ته شوق ٿيو جو انهن توريت جي تختين کي به ان لاءِ اچلائي ڇڏيو ته ڪاٿي ائين نه ٿئي ته هم ڪلاميءَ جو موقعو هليو وجي.

شيخ ابو عثمان فرمائن ٿا ته "شوق محبت جو ثمر آهي جنهن کي الله جل شانه سان محبت هوندي آهي اهو ان جي ملاقات جو شائق به هوندو آهي"الله تعاليٰ جل شانه فرمائي ٿو ته"بيشڪ الله رب العزت جي مدت اچڻ واري آهي" هن جي وضاحت ڪندي شيخ صاحب فرمايو ته ارشاد خداونديءَ جو مفهوم هي آهي ته "مون کي معلوم آهي ته توتي منهنجي ديدار جو شوق غالب آهي ان ڪري مون تنهنجي ملاقات لاءِ هڪڙو وقت مقرر ڪري ڇڏيو آهي. جلدي توهان ان وٽ پهچي ويندا جنهن جا توهان مشتاق آهيو"

شيخ ذوالنون رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا ته شوق اعليٰ درجو ۽ اعليٰ مقام آهي جڏهن انسان انهيءَ مقام تي پهچندو آهي ته پوءِ

پنهنجي رب عظيم جي شوق ۾ ان سان ملاقات ۽ ديدار جي اميد ۾ موت جي دير کي خراب سمجهندو آهي.

## شوق جي ٻي معنىٰ

منهنجي خيال ۾ اهو ذوق ۽ شوق جن جو دنيا ۾ مرتبن جي حاصل ڪرڻ جي توقع ۽ اظهار ڪيو ويندو آهي، انهيءَ شوق ۽ ذوق کان مختلف آهي جنهن ۾ مرڻ کانپوءِ ديدار الاهيءَ جي توقع ٿيندي آهي. بلڪ الله تعالىٰ جل شانه دنيا ۾ ئي اهل محبت کي انهن روحاني نعمتن کان مالا مال ڪري ڇڏيندو آهي، جن کي هو ذوق ۽ شوق سان طلب ڪندا آهن ۽ انهن کي ان جو علم به ٿي ويندو آهي بلڪ انهن جو ذوق ۽ شوق علم ۾ تبديل ٿي ويندو آهي. انهيءَ بنياد تي اهو ضروري ناهي ته جيڪو شوق جي مقام تي پهچي وڃي ته اهو موت جي دير کي برو سمجهي بلڪ گهڻا هوشمند عاشق صادق صرف الله جل شانه جي خاطر زندگيءَ کان لطف اندوز ٿيندا آهن، جيئن رب جليل رسول الله ﷺ جن کان چورايو ته:

| | |
|---|---|
| قُلْ اِنَّ صَلَاتِيْ وَنُسُكِيْ وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِيْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ (پ۸- انعام) | (اي پيغمبر) چئي ڇڏيو ته منهنجي نماز منهنجون مذهبي رسمون منهنجي زندگي ۽ موت صرف الله جي لاءِ آهي جيڪو سڀني جهانن جو پالڻهار آهي. |

جنهن انسان جي زندگي الله رب العزت جي لاءِ وقف هجي ته الله تعالىٰ جل شانه ان کي مناجات ۽ محبت جي لذت عطا فرمائيندو آهي ۽ ان جي اک انهيءَ نوراني دولت کان بهرور ٿي ويندي آهي، ان کان پوءِ هو دنيا ۾ ان کي اهڙيون روحاني نعمتون به عطا فرمائيندو آهي جيڪي شوق جي مقام تي فائز ٿيڻ جو نتيجو هونديون آهن ۽ انهن جو موت کان پوءِ زندگيءَ جي شوق سان ڪو تعلق نه هوندو آهي.

## شوق جي مقام کان انڪار

هڪ بزرگ شوق جي مقام کان قطعي انڪار ڪيو آهي. بلڪ هي چيو آهي تہ شوق ان شيءِ جو ٿيندو آهي جيڪو غائب هجي، پر (مشاهدي ۽ معرفت جي حالت ۾) ڇا حبيب کان محبوب غائب رهندو آهي جو ان جي مشتاق هجڻ جو سوال پيدا ٿئي؟ انهيءَ ڪري جڏهن شيخ انطاڪي رحمہً الله عليه جن کان شوق جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ" شوق غائب جو هوندو آهي پر جڏهن کان مون هن کي لڌو آهي ان کان غائب نہ ٿيو آهيان"

منهنجي راءِ ۾ شوق جي بلڪل انڪار جو ڪو سبب ڪونهي، ڇو تہ جڏهن روحاني نعمتن جا مرتبا ۽ قرب خداونديءَ جون نشانيون غير محدود هجن تہ اهڙي صورت ۾ عاشق جي شوق جو انڪار ڪرڻ ڪيئن ممڪن آهي؟ جيستائين وجود جو تعلق آهي تہ اهو نہ غائب آهي ۽ نہ مشتاق پر حق جو طالب انهن مرتبن جو مشتاق ضرور آهي جن کي هو قرب خداونديءَ جي نشانين ۾ نہ ٿو ڏسي جڏهن هن کي اها شيءِ حاصل نہ ٿئي تہ ان جي لاءِ ان ۾ شوق ۽ ذوق جو جذبو پيدا ٿيندو آهي ان ڪري شوق جي حالت جو انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي.

### شوق جو ٻيو سبب

انهيءَ (شوق جي جذبي پيدا ٿيڻ) جو ٻيو سبب هي آهي تہ انسان ۾ بشري تقاضا جي ڪري گهٽيون ڳالهيون اهڙيون موجود آهن جيڪي علم جي لحاظ کان پوريون نہ ٿيون ٿين ان ڪري روحاني حال انهن کي اعليٰ معيار تي آڻڻ لاءِ ڪوششون ڪندو آهي ۽ اهڙين شين جو وجود شوق ۽ ذوق جي باهہ کي ڀڙڪائيندو آهي، ڇو تہ شوق جو اصل مفهوم هي آهي تہ هو اهڙو تہ باطني مطالبو آهي جيڪو قرب جي منزلن ڏي آماده ڪري، جيئن تہ حقيقت جي راهہ جي هيءَ تڙپ سچن عاشقن ۾ ملندي آهي لهاذا شوق جي جذبي جي انڪار جو ڪو سبب ڪونهي.

اهل تصوف جي هڪ جماعت جو هي خيال آهي تہ مشاهدي ۽ ديدار جو شوق دوري ۽ جدائيءَ جي شوق کان وڌيڪ سخت هوندو آهي جدائيءَ جي حالت ۾ تہ صرف ديدار جو شوق هوندو آهي پر ديدار ۽ مشاهدي جي حالت ۾ اهل حق محبوب جي فضل ۽ عنايت جا مشتاق هوندا آهن هيءَ راءِ منهنجي ويجهو وڌيڪ پسنديده آهي.

**شوق جي اهميت** شيخ فارس رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ" اهل شوق جون دليون الله رب العزت جي نور سان منور آهن جڏهن انهن جون دليون شوق جي جذبي ۾ وجد ٿيون ڪن تہ انهيءَ نور سان مشرق ۽ مغرب روئن ٿا ، ان وقت الله رب العزت جل شانہ اهل شوق کي فرشتن جي سامهون ڪري فرمائي ٿو تہ" هي اهي ماڻهو آهن جيڪي منهنجا مشتاق آهن لهاذا مان توهان کي گواهہ ڪري چوان ٿو تہ مان بہ انهن جو مشتاق آهيان"

شيخ ابو يزيد فرمائن ٿا تہ" جيڪڏهن الله تعاليٰ جل جلالہ اهل جنت کي پنهنجي ديدار کان محروم رکي تہ اهل جنت بهشت جي خلاف بہ ائين فريادي ٿيندا جيئن دوزخ وارا دوزخ جي باهہ کان پناهہ گهرندا آهن"

شيخ ابن عطا رحمة الله عليه کان شوق جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ شوق سوزش جگر آهي هي دلين جي شعلہ زني ۽ قرب کان پوءِ جدائيءَ جي ڪري جگر خراشيءِ جو نتيجو آهي.

ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو تہ" شوق اعليٰ آهي يا محبت"؟ فرمايائون تہ محبت اعليٰ آهي،ڇو تہ شوق انهيءَ مان ٿي تہ نڪري ٿو اهوئي سبب آهي تہ اهل شوق اهو هوندو آهي جنهن تي محبت جو غلبو هجي، لهاذا محبت اصل بنياد آهي ۽ شوق ان جي شاخ آهي.

## شوق ۽ اشتياق

شيخ نصرآبادي رحمة الله عليه فرمايو تہ" سڀي مخلوق شوق

جي مقام تي سرفراز ٿيندي آهي، پر هر شخص اشتياق جي مقام تي فائز نہ ٿيندو آهي،ڇو تہ هي اهو مقام آهي جو جڏهن ڪير هن ۾ داخل ٿي وڃي تہ ان ۾ پٽڪندو رهندو آهي، ايتري قدر جو ان ۾ نہ هن جو ڪو نشان باقي رهندو آهي ۽ نہ نڪاڻو.

## انس

انس بہ هڪ روحاني حال آهي جڏهن حضرت جنيد رحمۃ الله عليه جن کان انس جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ انس هي آهي تہ رعب ۽ هيبت برقرار رهندي تڪلف (حشمت) هلي وڃي.

حضرت ذوالنون رحمۃ الله عليه جن کان پڇيو ويو تہ انس ڇا آهي؟ فرمايائون تہ انس هي آهي تہ عاشق محبوب سان بي تڪلف ٿي وڃي، جيئن حضرت ابراهيم خليل الله عليه السلام جن خداءِ عظيم کي عرض ڪيو تہ مون کي ڏيکار تہ مڙدن کي ڪيئن زنده ڪندو آهين؟ اهڙي طرح حضرت موسيٰ عليه السلام چيو تہ مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار تہ مان تنهنجو ديدار ڪيان، انهيءَ مفهوم ۾ شيخ رويم رحمۃ الله عليه جن جا هي شعر آهن: (ترجمو)

(١) تو منهنجي دل کي پنهنجي ياد ۾ مشغول ڪري ڇڏيو آهي ان ڪري مون کي سڄي عمر تنهنجو ئي ڌيان رهندو.

(٢)تو مون کي پنهنجي محبت سان ايترو تہ مانوس ڪري ڇڏيو آهي، جو هاڻي مون کي سڄي مخلوق کان وحشت ٿي ٿئي.

(٣) تنهنجي ياد ئي هاڻي منهنجي غمخوار آهي، جيڪا مون کي هر وقت تنهنجي طرف کان ڪاميابيءَ جي خوشخبري ٻڌائي ٿي.

(٤)اي منهنجي ارادي جا مالڪ! مان جتي بہ رهان منهنجون نظرون هميشہ تنهنجي طرف لڳيون رهن ٿيون.

## خدا جل شانـه سان انس

روايت آهي تہ مطرف ابن الشيخر جن حضرت عمر بن

عبدالعزيز کي لکيو تہ" تون هميشہ الله جل شانه سان مانوس رهہ ۽ انهيءَ جوئي ٿي رهہ تہ جيئن الله جل شانہ جا بندا اهڙا بہ آهن جيڪي خداوند ڪريم سان پنهنجي اڪيلائيءَ ۾ انسانن جي محفلن کان وڌيڪ مانوس هوندا آهن، بلڪ جن شين کان عام ماڻهن کي گهٽي وحشت ٿيندي آهي هو انهن شين سان گهڻو مانوس هوندا آهن ۽ جن شين سان هو سڀ کان وڌيڪ مانوس هوندا آهن انهن سان هنن کي گهٽي وحشت ٿيندي آهي.

شيخ واسطي رحمۃ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ"جيڪو ڪائنات کان بيزار نہ ٿيو، اهو مقام انس تائين نہ ٿو پهچي سگهي"

شيخ ابو الحسين الوراق رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ "جيڪو خداوند ڪريم سان مانوس هوندو آهي اهو ان جي تعظيم بہ ڪندو آهي حالانڪ عام شين جي تعظيم ۽ هيبت دل مان نڪري ويندي آهي، پر الله جل شانہ جي ذات اهڙي آهي جو جيتري قدر توهان هن سان مانوس ٿيندا ويندئو، اوتري قدر توهان جي دل ۾ هن جي هيبت ۽ عزت وڌندي ويندي"

حضرت رابعہ بصري رحمت اللهعنها جن جو ارشاد آهي تہ"هر فرمان بردار پنهنجي محبوب سان انس رکندو آهي. ان کان پوءِ پاڻ هي شعر پڙهيائون: (ترجمو)

(١) مان دل ئي دل ۾ توسان ڳالهائيندي رهندي آهيان، جڏهن جو منهنجو جسم ان جي قريب هوندو آهي جيڪو منهنجي قريب وهندو آهي.

(٢) منهنجو جسم منهنجي هم نشين وٽ هوندو آهي، پر منهنجو دلي محبوب منهنجي دل ۾ منهنجو مونس ۽ غمخوار هوندو آهي.

حضرت مالک بن دينار جو قول آهي تہ" جيڪو مخلوق جي گفتگوءَ کي ڇڏي الله رب العزت جي هم ڪلاميءَ سان مانوس نہ ٿئي ان

جو علم گهٽجي ويندو آهي بلڪ ان جي دل انڌي ۽ ان جي عمر ضايع ٿي ويندي آهي. شيخ خراز رحمت الله عليه جن جو قول آهي تہ"انس هي آهي تہ ارواح قرب جي مجلسن ۾ محبوب سان هم ڪلام هجن"

هڪ عارف ڪامل اهل محبت جي صفت هن طرح بيان ڪئي آهي تہ" محبت هر لمحي هن سان گڏجي تازي ٿي پئي آهي، هن حقيقي سڪون سان ان ڪي پنهنجي پناهہ ۾ ورتو آهي، ايتري قدر جو هنن جون دليون بي قرار آهن ۽ انهن جو روح شوق ۽ ذوق ۾ مشغول ٿي ويندو آهي، هنن جي محبت ۽ شوق حق جي طرف ڪان توحيد جي حقيقت جي طرف اشارو آهي جنهن جو مفهوم وجود بالله آهي. ان وقت انهن جون ذاتي تمنائون ۽ اميدون ڪٽجي ونديون آهن، ڇو تہ الله تعاليٰ جل شانہ جي طرف ڪان انهن تي نعمتن جو ظهور ٿيندو آهي.

جيڪڏهن الله تعاليٰ جل جلالہ سيني پيغمبرن ڪي حڪم ڏئي ها تہ هو هن ڪان سوال ڪن تہ اهي بہ ڪي اهي شيون نہ گهرن ها جيڪي خدا وند ڪريم ازل ڪان پنهنجي ڪامل علم جي تحت انهن لاءِ وديعت ڪري ڇڏيون آهن، جيئن تہ انهن ڪي خداوند ڪريم جي معرفت حاصل آهي،ان ڪري انهن جو سڄو ڌيان ان تي ئي هوندو آهي ۽ انهن جي خيال جو مرڪز ان جي ئي ذات بنجي ويو آهي، ان ڪري عام خداءِ عظيم جا بندا انهن تي ان لاءِ رشڪ ڪندا آهن جو انهن جي دلين مان سڀ دنياوي فڪرات ۽ خواهشون ڪڍي ڇڏيون ويون آهن.

انهيءَ ئي مفهوم جي مطابق هي شعر آهن:

## حقاني شعر

(١) منهنجي دل ۾ مختلف خواهشون جمع هيون، جڏهن نفس توکي ڏٺو تہ سڀ خواهشون هڪ نقطي تي جمع ٿي ويون.

(٢) هاڻي اهي ماڻهو بہ مون تي رشڪ ڪرڻ لڳا آهن جن تي ڪڏهن مان رشڪ ڪندو هئس، جڏهن ڪان تون منهنجو مؤلا بنيو آهين

ان وقت کان مان مخلوق جو آقا بنجي ويو آهيان.

(٣) مان تنهنجي ياد ۾ مشغول آهيان ان ڪري هاڻي تون ئي منهنجو دين ۽ دنيا آهين، ان ڪري مون عام ماڻهن جي لاءِ انهن جو ظاهري دين ۽ دنيا کي ڇڏي ڏنو آهي.

## انس جو ظهور

الله تبارڪ وتعالىٰ جل شانه جي انس ۾ الله رب العزت جي اطاعت، ان جو ذڪر، تلاوت ۽ سڀ مذهبي عبادتون به شامل آهن، هيءَ به الله جل شانه جي نعمت ۽ ان جو عطيو آهي، پر هي انس اهو روحاني حال نه آهي. ان جو ظهور انهيءَ وقت ٿيندو آهي جڏهن باطن پاڪيزه هجي، ان جي صفائي، سچي زهد، ڪامل تقويٰ، دنياوي تعلقات کي ٽوڙي تصورات ۽ وسوسن کي محو ڪرڻ سان ٿيندو آهي.

## ذات جو انس

منهنجي ويجهو ان جي حقيقت اها آهي ته عظمت الاهيءَ جي وڏي نشانيءَ جي ذريعي وجود کي صاف ڪيو وڃي ۽ روح فتوحات جي ميدان ۾ ڦيلجي وڃي، ان کي بذات خود استقلال حاصل آهي ۽ ان ۾ قلب به شامل آهي، انس دل کي استقلال سان هيبت ۾ شامل ڪندو آهي ۽ روح هيبت ۾ جمع ٿي نفس جي مقام جي اندر تهن ۾ ويهجي ويندو آهي. هي جيڪي ڪجھ اسان بيان ڪيو آهي، ذات جو انس آهي، پر ذات جي هيبت بقا جي مقام ۾ ٿيندي آهي، جڏهن فنا جي گذر گاهه کان عبور ڪجي، هي ٻئي قسم انهيءَ قسم جي انس ۽هيبت کان مختلف آهن جيڪي فنا جي وجود کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن،جو ته فنا کان پهريائين هيبت ۽ انس جلال ۽ جمال جي صفتن جي مشاهدي سان پيدا ٿيندا آهن جيڪو مقام "تلوين" آهي.

جيڪي ڳالهيون اسان بيان ڪيون آهن، اهي فنا کان پوءِ مقام تمڪين ۽ بقا ۾ رهي ذات جي مشاهدي سان حاصل ٿينديون آهن.

انس سان نفس مطمئن کي خضوع ۽ هيبت سان خشوع حاصل ٿيندو آهي، خضوع ۽ خشوع تقريبًا هم معنىٰ الفاظ آهن، هنن ۾ هڪ لطيف فرق آهي جيڪو صرف روحاني اشاري سان سمجهي ٿو سگهجي.

## قرب

روحاني حال جو هڪ قسم قرب آهي انهيءَ باري ۾ الله تبارڪ وتعالىٰ جل شانہ پنهنجي رسول اڪرم ﷺ جن کي فرمايو تہ:

وَاسْجُدْ وَاقْتَرِبْ (پ٣٠ علق) ║ سجدو ڪر ۽ قريب ٿي وڃ

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ بندو سجدي ۾ پنهنجي رب ڪريم جي قريب ترين مقام تائين پهچي ويندو آهي، يعني جڏهن سجدو ڪرڻ واري کي سجدي جو ذائقو چکائي ڇڏجي تہ اهو خداٰ عظيم جي ويجهو ٿي ويندو آهي، ڇو تہ هو سجدو ڪري ڪون ومڪان کي جلد طيءَ ڪري وٺندو آهي، چاهي ان جو ماضيءَ سان تعلق هجي يا مستقبل سان بلڪ هن جو هي سجدو عظمت جي چادر جي هڪ گوشي تي ٿيندو آهي. ان ڪري هو جلد قرب حاصل ڪري وٺندو آهي.

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ "مان حضوري محسوس ڪري چوندو آهيان تہ يا الله يا رب! پر مون کي اهي لفظ جبلن کان بہ وڌيڪ وزني محسوس ٿيندا آهن" جڏهن ماڻهن انهيءَ جو سبب معلوم ڪيو تہ پاڻ ٻڌايائون تہ ان جو سبب هي آهي تہ پڙدي جي پويان آواز ايندو آهي تہ ڇا تو ڪنهن ساٿيءَ کي ڏٺو آهي جيڪو پنهنجي هم نشين کي پڪاريندو هجي، هي تہ اشارا ۽ راز ونياز جون ڳالهيون آهن"

## محويت

مٿئين بيان ۾ هڪ نهايت عمدي روحاني مقام جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جنهن سان ضرور قرب حاصل ٿيندو آهي، پر ان ۾ محويت ۽ سڪر جا آثار ملن ٿا. هي مقام ان کي حاصل ٿيندو آهي

جنهن جو نفس محويت ۽ سڪر جي غالب اثر سان پنهنجي روح جي نور ۾ غائب ٿي وڃي، جڏهن هن کي هوش ايندو آهي تہ روح نفس کان ۽ نفس روح کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو آهي. بلڪ انسان جي هر شيءِ پنهنجي اصل مقام جي طرف واپس ٿي ويندي آهي.

## هوشمندي

جڏهن نفس مطمئنہ پنهجي نياز مندي ۽ بندگيءَ جي مقام تي موٽي وڃي تہ ان جي زبان سان يا الله جل جلالہ يا رب جل شانہ جا الفاظ نڪرندا آهن ۽ روح پنهنجي فتوحات ۽ روحانيت جي ڪمالات ۾ مصروف ٿي ويندو آهي. هي طريقو پهرئين طريقي کان وڌيڪ مڪمل آهي، ڇو تہ هن ۾ قرب جو پورو حق هن طرح ادا ڪيو ويو آهي، جو روح جي فتوحات لاءِ آزاد ڪيو ويو آهي، ۽ جيئن تہ نفس بہ نيازمنديءَ جي مقام تي واپس آيو آهي ان ڪري هو بندگيءَ جي رسم بہ خوب ادا ٿو ڪري، قاعدو آهي تہ نفس جيتري قدر بندگيءَ جي رسم ادا ڪري اوتري قدر ان جي روحانيت ۽ قرب خداونديءَ ۾ اضافو ٿيندو آهي.

## قرب جو معيار

حضرت جنيد بغدادي رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ" الله تعاليٰ جل شانہ جيتري قدر پنهنجي بندن جي دلين کي پنهنجي قريب ڏسندو آهي اوترو هو بہ انهن جي قريب اچي ويندو آهي. هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ هو تنهنجي دل جي ڪيترو قريب آهي؟

شيخ ابو يعقوب السوسي رحمۃ الله عليه جن فرمايو تہ"جيستائين حق جو بندو قرب جي خيال ۾ رهي ان وقت تائين هو خداوند ڪريم جي قريب نہ ٿيندو ها جيڪڏهن هو ويجهو ٿي قرب جي مشاهدي جو خيال ئي ڇڏي ڏئي تہ ان وقت ان کي حقيقي معنيٰ ۾ قرب سمجهيو ويندو"

هڪ صوفي شاعر (انهن خيالن کي) شعرن ۾ هن طرح ادا ڪيو

آهي. (ترجمو)

(١) مون باطن ۾ توکي حاصل ڪيو ان ڪري تنهنجي مناجات ۾ مصروف آهيان.

(٢) اسين هڪ حيثيت ۾ گڏ آهيون پر ٻي حيثيت ۾ جدا آهيون.

(٣) جيڪڏهن تنهنجي عظمت ۽ جلال منهنجي اکين کان توکي غائب ڪيو آهي.

(۴) تہ منهنجي محبت توکي منهنجي دل جي قريب ڪري ڇڏيو آهي.

حضرت ذوالنون مصري رحمۃ الله عليه جن فرمايو تہ" جيڪو الله جل شانہ کان جيترو ويجهو هوندو آهي. اوتروئي ان تي الله رب العزت جي هيبت ڇانئجي ويندي آهي.

شيخ سهل رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ "حياءُ قرب جي درجن کان ويجهو ترين مقام آهي" شيخ نصر آبادي رحمت الله عليه جن جو قول آهي تہ"سنت نبويءَ جي اتباع سان معرفت حاصل ٿيندي آهي، فرائض ادا ڪرڻ سان قربت ملندي آهي ۽ نوافل جي پابندي سان محبت حاصل ٿيندي آهي"

## حيا

حياءُ بہ هڪ روحاني حال آهي، حياءَ جو عام ۽ خاص ٻنهين مفهومن ۾ اطلاق ٿيندو آهي. عام حياءُ اهو آهي جنهن جو رسول الله ﷺ جن هنن الفاظن ۾ حڪم فرمايو آهي.

الله تعاليٰ جل شانہ کان هن طرح حياءُ ڪيو جهڙي طرح هن کان حياءُ ڪرڻ جو حق آهي" ماڻهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ اسين تہ حياءُ ڪندا آهيون" پاڻ ﷺ فرمايائون تہ اهو ڪامل حياءُ نہ آهي بلڪ جيڪو چاهي تہ الله تعاليٰ رب العزت کان حياءُ ڪرڻ جو پورو حق ادا

ڪري تہ ان کي گهرجي تہ پنهنجي مٿي جي ۽ ان ۾ جيڪي ڪجهہ محفوظ آهي، پوري حفاظت ڪري، بلڪ پنهنجي پيٽ ۽ ان جي اندر جي شين جي بہ حفاظت ڪري ۽ موت ۽ مصيبت کي بہ ياد ڪري ۽ جيڪو آخرت کي سنوارڻ گهري تہ اهو دنيا جي زيب ۽ زينت ترڪ ڪري ڇڏي، جيڪڏهن ڪير هي ڳالهيون پوريون ڪري تہ سمجهو تہ هن الله تعاليٰ جل شانہ کان حياءُ ڪرڻ جو پورو پورو حق ادا ڪيو" هن عام حياءُ جو تعلق روحاني مقامن ۽ درجن سان آهي.

## خاص حياءُ

خاص حياءُ جو تعلق احوال سان آهي ان جو مثال اهو آهي جيڪو حضرت عثمان رضي الله عنہ جن کان منقول آهي تہ پاڻ فرمائن ٿا تہ "جڏهن مان اونداهي گهر ۾ غسل ٿو ڪريان تہ ان وقت بہ خداوند ڪريم کان شرم جي ڪري ٻاٽي ٻاٽي ٿي ويندو آهيان"

حضرت سري سقطي رحمة الله عليه جن شيخ ابوالعباس المودب کي نصيحت ڪندي فرمايو تہ" منهنجي هيءَ ڳالهہ چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪيو تہ حياءُ ۽ انس ٻئي قلب جو طواف ڪندا آهن، جڏهن هو دل ۾ زهد ۽ ورع کي ڏسندا آهن تہ اتي لهي پوندا آهن نہ تہ ڇڏي ويندا آهن"

## حيا ۽ انس جي تعريف

حياءُ جي تعريف هيءَ آهي تہ جلال ۽ تعظيم لاءِ روح جهڪي وڃي، انس جي تعريف هيءَ آهي تہ روح جمال جي ڪمالن سان لذت ياب هجي. جڏهن هي ٻئي شيون جمع ٿي وڃن تہ اها خداوند ڪريم جي فيض جي اعليٰ منزل آهي.

شيخ الاسلام جا هي شعر هن جو مطلب خوب واضح ٿا ڪن (ترجمو)

(١) مون کي ان جي (ملاقات جو) بي حد شوق ۽ ذوق آهي، جڏهن اهو ظاهر ٿيندو آهي تہ مان ان جي رعب ۽ جلال کان نظرون هيٺ

ڪندو آهيان.

(٢) هي فعل خوف جي ڪري نہ بلڪ هن جي هيبت ۽ ان جي جمال جي حفاظت جي ڪري ٿيندو آهي.

(٣) هن جي منهن ڦيرائڻ ۾ موت ۽ هن جي توجهہ سان زندگي حاصل ٿيندي آهي.

(۴) جڏهن هو ظاهر ٿيندو آهي تہ مان (رعب ۽ جلال جي ڪري) منهن ڦيرائي ڇڏيندو آهيان ۽ پوءِ ان جي خيال ۽ تصور ۾ محو رهندو آهيان.

هڪ عقلمند جو قول آهي تہ" جيڪو شخص گفتگو تہ حياءَ ۽ شرم سان ڪري پر گفتگو جي ڳالهين ۾ الله جل جلالہ کان شرم نہ ڪري اهو ڏوڪي باز آهي"

شيخ ذوالنون مصري رحمةَ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" حياءَ جو مفهوم هي آهي تہ قلب ۾ هيبت جو وجود هجي ۽ خداوند ڪريم جي اڳين عظمت برقرار رهي"

شيخ عطا رحمت الله عليه جن فرمائن ٿا تہ "علم اڪبر هيبت ۽ حيا آهن جيڪڏهن هيبت ۽ حيا باقي نہ رهي تہ انهيءَ علم ۾ ڪا ڀلائي ڪانهي"

شيخ ابو سليمان فرمائن ٿا تہ" بندگان خداوند ڪريم جو هنن چئن درجن تي عمل آهي، اميد، بيم، تعظيم ۽ حياءَ- انهن مان اعليٰ درجو انهيءَ شخص جو آهي جيڪو حياءَ جي مطابق عمل ڪري ۽ ان کي يقين هجي تہ الله تعاليٰ جل شانہ ان کي هر حال ۾ ڏسي ٿو. ان ڪري هو پنهنجي نيڪين تي بہ انهن گنهگارن کان وڌيڪ شرمائيندو آهي جيڪي انهن برائين تي پشيمان هجن"

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ"جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ حيادار انسانن ڏي ڏسندو آهي تہ انهن جي دلين تي هميشہ ان جو جلال ۽

عظمت چانئجي ويندي آهي"

## اتصال

اتصال بہ روحاني حال جو هڪ قسم آهي، شيخ نوري رحمت الله عليه جن جو قول آهي تہ" اتصال دلين جي مڪاشفن ۽ مشاهده اسرار جو نتيجو آهي"

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ"اتصال جو مفهوم هي آهي تہ اسرار باطن کي نسيان جي طاق تي رکي ڇڏجي"

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ "اتصال جو مفهوم هي آهي تہ حق جي بندي کي ان جي خالق کانسواءِ ڪو ٻيو نظر نہ اچي ۽ ان کان علاوه ٻئي ڪنهن جي طرف هن جو ڌيان نہ هجي"

شيخ سهيل بن عبدالله رحمت الله عليه جن فرمائين ٿا تہ"اهڙن ماڻهن کي جڏهن آزمائش جي لاءِ جنبش ڏني ويندي آهي تہ اهي حرڪت ڪندا آهن پر جڏهن انهن کي سڪون ملندو آهي تہ انهن ۾ اتصال جي حالت ملندي آهي"

## واصل بالله

يحييٰ بن معاذ الرازي رحمت الله عليه جن فرمائن ٿا تہ "عمل ڪرڻ وارا چار قسم جا هوندا آهن. (١) تائب (٢) زاهد (٣) مشتاق (۴) واصل بالله- تائب ۽ زاهد تي توبهہ ۽ زهد جو حجاب پيل هوندو آهي ۽ مشتاق بہ پنهنجي روحاني حال جي حجاب ۾ لڪل هوندا آهن، پر واصل بالله جي لاءِ ڪو بہ حجاب نہ آهي، جيڪو هن کي حق تعاليٰ جل شانہ وٽ پهچڻ کان روڪي.

شيخ ابو سعيد القرشي رحمة الله عليه فرمائن ٿا تہ " واصل اهو آهي جنهن وٽ خدا وند ڪريم پاڻ پهچي وڃي، ان ڪري هن کي قطع تعلقات جو ڪو انديشو ناهي، متصل اهو آهي جيڪو ملڻ جي ڪوشش ڪري ٿو پر جڏهن قريب ٿو اچي تہ قطع تعلق ٿو ٿي وڃي.

متئين قول مان اها خبر ٿي پئي ته هن ۾ مريد ۽ شيخ جو حال بيان ڪيو ويو آهي. هنن مان هڪڙي کي مڪاشفي جي ذريعي هدايت ملي ۽ ٻئي کي ان لاءِ واپس ڪيو ويو ته هو وڏيڪ ڪوشش ڪري.

شيخ ابو يزيد رحمت الله عليه جن جو قول آهي ته"واصلين جا ٣ ڪم آهن (١) هنن جو ڏيان سراسر الله جل شانه ڏي مبذول هجي (٢) انهن جو مشغلو الله رب العزت جي ياد هجي (٣) هو الله جل شانه جي طرف رجوع ڪن.

شيخ السياري رحمةَ الله عليه جن جو قول آهي ته" وصول هڪ اهم مقام آهي جڏهن الله تعاليٰ جل شانه گهري ته هن جو بندو هن وٽ پهچي وڃي ته هو هن جو رستو مختصر ڪري دوريءَ کي قريب ڪري ڇڏيندو آهي"

شيخ جنيد بغدادي رحمت الله عليه جن جو قول آهي ته"واصل پنهنجي رب ڪريم وٽ موجود آهي"

شيخ رويم رحمت الله عليه جن فرمائن ٿا ته"اهل وصول جي دلين کي الله تعاليٰ جل شانه جوڙي ڇڏيو آهي، ان ڪري هميشه انهن جون قوتون محفوظ رهنديون آهن ۽ مخلوق کي انهن وٽ اچڻ کان روڪي ڇڏيو آهي.

شيخ ذوالنون رحمت الله عليه بيان ٿا فرمائن ته" جيڪو حق جي رستي کان موٽي اچي اهو وري واپس نه ٿو وڃي ۽ جيڪو خداوند ڪريم وٽ پهچي وڃي اهو وري اتان واپس نٿو اچي.

## وصل جا مرتبا

هي ذهن نشين رهي ته اتصال ۽ وصل جي مشائخن هيءَ وضاحت ڪئي آهي ته جيڪو ذوق ۽ وجدان جي رستي سان يقين ڪامل جي درجي تي پهچي وڃي ته ان جو مرتبو وصول سان متعلق آهي پوءِ ان ۾ به مختلف مرتبا آهن ڪجهه ماڻهو الله تعاليٰ جل شانه کي عملن جي ذريعي

حاصل ڪندا آهن. هي تجليءَ جو هڪ درجو آهي جيئن تہ هن حالت ۾ هو الله جل شانہ جي فعل کان واقف هوندا آهن ان ڪري پنهنجي ۽ غير جي فعل کي فنا ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ انهيءَ حالت ۾ هو تدبير ۽ اختيار کان خارج هوندا آهن. هي وصول جو هڪ درجو آهي.

## صفات جي تجلي

ڪي ماڻهو هيبت ۽ انس جي مقام ۾ توقف ڪندا آهن، ڇو تہ انهن جي قلبن تي جمال ۽ جلال جي مشاهدي جو انڪشاف ٿيندو آهي. انهيءَ کي صفات جي تجليءَ جو طريقو چوندا آهن ۽ وصول جو ٻيو درجو آهي.

## ذات جي تجلي

ڪي ماڻهو فنا جي مقام جي طرف ترقي ڪندا آهن ۽ انهن جي باطن تي يقين ۽نور جي مشاهدي سان گڏ تجليون نازل ٿينديون آهن، هو هن جي مشاهدي ۾ محو ٿي پنهنجي هستيءَ کان غائب ٿي ويندا آهن، هي خواص ۽ مقربين جي وصول ۽ ذات جي تجليءَ جو ٽيون درجو آهي.

## حق اليقين

انهيءَ درجي کان بلند ترحق اليقين جو درجو آهي، دنيا ۾ صرف خدا وند ڪريم جي خاص ٻانهن کي ان جي هڪ جهلڪ ڏيکاري ويندي آهي. انهيءَ جي صورت اها هوندي آهي تہ حق جي بندي ۾ مشاهدي جو نور سراپا داخل ٿي ويندو آهي، جنهن سان هن جو قلب، روح، نفس بلڪ جسم تائين محفوظ ٿي ويندو آهي هي وصول جو اعليٰ درجو آهي.

جڏهن ڪير هنن سيني روحاني احوالن سان حقيقت جي علم کي حاصل ڪري وٺندو آهي تہ ان وقت بہ هو اهوئي سمجهندو آهي تہ هو پهرين منزل ۾ ئي گهڻو پري پيو آهي، ان ڪري منزل مقصود تائين پهچڻ (وصل) تہ گهڻو مشڪل آهي، بلڪ وصل جي راهہ جون منزلون ايتريون تہ گهڻيون آهن جو آخرت جي لاقاني عمر ۾ بہ انهن کي ئي طيءِ

نہ ٿو ڪري سگھجي، پوءِ اھو ڪيئن ممڪن آھي جو انھن کي دنيا جي مختصر عمر ۾ طي ڪيو وڃي.

## قبض وبسط

روحاني احوال جو ھڪ قسم قبض ۽ بسط بہ آھي، ھي ٻئي عمدا حال آھن. الله تعاليٰ جل شانہ فرمائي ٿو تہ:

| | |
|---|---|
| وَاللهُ يَقْبِضُ وَيَبْسُطُ | الله تعاليٰ جل جلالہ گھٽ ڪري ٿو ۽ وڌائي بہ ٿو. |

مشائخن ھن موضوع تي گفتگو ڪئي آھي ۽ قبض ۽ بسط جي علامتن کي واضح ڪيو آھي، پر مون تي انھن جي حقيقت منڪشف نہ ٿي سگھي، ڇو تہ ھنن انھيءَ باري ۾ صرف اشارن تي اڪتفا ڪيو آھي ۽ اھل حق جي لاءِ اشارو ڪافي آھي،پر مان ان جي وضاحت ڪرڻ ٿو گھران ممڪن آھي حق جي طالب کي ان جي ضرورت ھجي ۽ ھي تفصيل ان کي پسند اچي.

## قبض ۽ بسط جو وقت

ھي ذھن نشين رھي تہ قبض ۽ بسط جي ھڪ موسم ۽ خاص وقت ھوندو آھي،چنانچہ نہ تہ انھيءَ خاص وقت کان اڳ ۾ ٿيندا ۽ نہ بعد ۾ ٿيندا. انھن جي موسم ۽ خاص وقت خاص محبت جي ابتدائي حال ۾ ٿيندو آھي نہ ان جي آخر ۾ ۽ نہ خاص محبت جي حال کان پھريائين.

## رنج ۽ نشاط

اھي ماڻھو جيڪي مومن ھئڻ جي ڪري عام محبت جي مقام تي ھجن انھن کي نہ قبض ٿيندو نہ بسط،بلڪ انھن تي اميد ۽ خوف جي حالت طاري ٿيندي، البت انھن تي قبض ۽ بسط جي مشابھہ ڪي حالتون طاري ٿين ٿيون جن کي قبض ۽ بسط سمجھي ورتو آھي، پر دراصل رنج ۽ غم کي قبض سمجھي ورتو آھي، ۽ نفساني ھل چل ۽

طبعي نشاط کي بسط خيال کيو ويندو آهي، حالانڪ رنج ۽ نشاط ٻنهين جو سرچشمو نفس ۽ جوهر نفس آهي، ان جو سبب اهو هوندو آهي تہ نفس جون صفتون اڃان موجود آهن، ۽ جيستائين نفس اماره جون صفتون موجود هجن، ان وقت تائين نفساني هل چل ۽ نشاط باقي رهندو آهي. رنج،نفس جي سوزش جو نتيجو آهي، ۽ نشاط نفس جي لهرن جي بلند ٿيڻ جو نالو آهي، جڏهن جو طبيعت جي سمنڊ ۾ تلاطم برپا ٿي وڃي.

## قبض ۽ بسط جو ظاهر ٿيڻ

جڏهن ڪو شخص عام محبت کان ترقي ڪري خاص محبت جي ابتدائي حال ۾ پهچي وڃي تہ اهو صاحب حال ۽ صاحب دل ۽ نفس توام جو مالڪ بنجي ٿو وڃي، ان وقت هن کي واري واري سان قبض ۽ بسط حاصل ٿيندو آهي جيئن تہ هو ايمان جي درجي کان ترقي ڪري ايقان جي مرتبي تي آيو آهي، ان ڪري الله تعالىٰ جل شانہ هن جي اندر ڪڏهن قبض جي ڪيفيت پيدا ڪندو آهي ۽ ڪڏهن بسط جي ڪيفيت عطا ڪندو آهي.

شيخ واسطي رحمت الله عليه جن جو قول آهي تہ" قبض سان الله تعالىٰ جل جلالہ تنهنجي فائدي جي ڪمي ڪندو آهي ۽ بسط سان فيض کي وڌائيندو آهي. شيخ نوري رحمت الله عليه جن جو قول آهي تہ" قبض جي ذريعي الله تعالىٰ جل جلالہ تنهنجي ذات کي سڪيڙي ٿو ۽ بسط جي ذريعي پنهنجي لاءِ توکي وڌائي ٿو"

## قبض ۽ بسط جا سبب

هي بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ قبض جو وجود نفس جي صفتن جي غلبي جي ڪري ٿيندو آهي ۽ بسط جو قلب جي صفتن جي ظهور ۽ غلبي جي ڪري نمايان ٿيندو آهي. جيستائين نفس لوامو هوندو آهي تہِ ڪڏهن هو مغلوب ۽ ڪڏهن غالب هوندو آهي، انهيءَ ئي ڪشمڪش جي

نتيجي ۾ قبض ۽ بسط جون ڪيفيتون پيدا ٿينديون رهنديون آهن. يعني صاحب دل پنهنجي قلب جي ڪري نوراني حجاب جي ماتحت هوندو آهي، ۽ صاحب، نفس جي ڪري ظلم واري (تاريڪ) حجاب جي ما تحت هوندو آهي.

## قبض ۽ بسط جو ازالو

جڏهن ڪو صاحب دل قلب جي حجاب ڪان نڪري ترقي ڪندو آهي ته اهو حال جو پابند نه هوندو آهي ۽ نه روحاني حال هن ۾ پنهنجو تصرف ڪندو آهي، ان وقت هو قبض ۽ بسط جي تصرف ڪان به خارج ٿي ويندو آهي ۽ جيستائين قلب جي نوراني وجود ڪان نڪري بارگاهه قرب ۾ رهندو آهي، ۽ قلب ۽ نفس جي حجابن ڪان آزاد ٿيندو آهي، جڏهن هو فنا ۽ بقا ڪان نڪري ظاهري موجود جي طرف موٽي ايندو آهي ته ان وقت قلب جو نوراني وجود به موٽي ايندو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ قبض ۽ بسط جون ڪيفيتون به ٻيهر ظاهر ٿيڻ لڳنديون آهن، وري جڏهن هو فنا ۽ بقا جي مقام تي پهچي وڃي ته هي شيون به ختم ٿي وينديون آهن.

شيخ فارس رحمت الله عليه جن فرمائن ٿا ته" پهريائين قبض ٿيندو آهي پوءِ بسط ظاهر ٿيندو آهي، پوءِ قبض ۽ بسط ڪجهه به باقي نه رهندو آهي،ڇو ته انهن ٻنهين شين جو ظهور وجود جي حالت ۾ ٿيندو آهي، فنا ۽ بقا جي حالت ۾ نه هوندو آهي.

## بسط ۾ بي اعتدالي

قبض جي ڪيفيت بسط ۾ زيادتي (افراط) جي سزا جي طور تي هوندي آهي. هن جي صورت اها آهي ته جڏهن غيبي واردات دل تي طاري ٿينديون آهن ته قلب خوشي ۽ مسرت سان لبريز ٿي ويندو آهي. اهڙي موقعي تي نفس چوري ڪري پنهنجو حصو حاصل ڪندو آهي. چنانچه جڏهن انهيءَ روحاني جذبي جو اثر نفس تائين پهچندو آهي ته اهو بيحد خوشيءَ ۾ اچي بسط ۾ زيادتي ڪري نشاط جي صورت

اختيار ڪري وٺندو آهي. لهاذا ان جي مقابلي ۾ قبض جي ڪيفيت پيدا ڪري ان کي سزا ڏني ويندي آهي.

## قبض جو علاج

جيڪڏهن هر موقعي تي قبض جي ڪيفيت جي تحقيق ڪئي وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ هيءَ ڪيفيت نفس جي حرڪت ۽ نفساني صفت جي ظهور سان پيدا ٿيندي آهي. لهذا جيڪڏهن نفس جو اصلاح ڪري ان سان انصاف ڪيو وڃي ۽هو سرڪشي ۽ نافرمانيءَ ڪان محفوظ رهي تہ صاحب دل قبض جي ڪيفيت ۾هن تي عمل ڪري" گذريل ڳالهہ تي غم نہ ڪيو ۽ جيڪي ملي ان تي خوش نہ ٿيو"

جيڪڏهن هن قسم جي خوشيءَ جو جذبو روح ۽ قلب تي طاري رهي تہ اهو ڪشف بنجي قبض جو سبب نہ ٿو بنجي خاص ڪري جڏهن جو انهيءَ خوشيءَ جي موقعي تي خداوندڪريم ڪان رجوع ڪري هن جذبي کي لطيف بنائي ڇڏجي ۽ جيڪڏهن خداوند ڪريم جي پناهہ حاصل نہ ڪئي وڃي تہ نفس لڪي لڪي پنهنجي خوشيءَ جو حصو حاصل ڪري وٺندو آهي، هن جي هيءَ خوشي اهڙي آهي جنهن جي خدا مخالفت ڪئي آهي.

اهو ڪيترائي دفعا ڏٺو ويو آهي تہ قبض جو مٿيون سبب هوندو آهي،هي اهو لطيف ترين گناهہ آهي، جيڪو قبض جو سبب آهي، ڇو تہ نفس پنهنجي حرڪتن ۽ صفتن جي ڪري اهڙا ڇلانگ لڳائيندو آهي جيڪي قبض جو سبب بنجي ويندا آهن.

## اميد ۽ خوف

جيستائين اميد ۽ خوف جو تعلق آهي، اهي ٻئي شيون اهل قبض ۽ بسط ۾ بہ ملنديون آهن،ۦ اهل انس ۽ هيبت ۾ بہ موجود هونديون آهن، ڇو تہ هي ايمان جو ضروري حصو آهن، مگر قبض وبسط عام اهل ايمان ۾ معدوم هوندا آهن، ڇو تہ انهن جو فيضان قلب ڪمزور هوندو آهي، اهڙي طرح هي شيون اهل فنا وبقا ۽ مقربين ۾ بہ

معدوم هونديون آهن، ڇو تہ هو قلب جي عمل جي دائري کان نڪري چڪا آهن.

## سببن کان ناواقف

ڪڏهن حق جي طالب جي باطن تي قبض ۽ بسط جون ڪيفيتون وارد هونديون آهن، مگر هوانهن جي سبب کان ناواقف هوندو آهي، ان جو سبب هي آهي تہ اهڙو شخص روحاني حال ۽ مقام کان گهٽ گهٽ واقف هوندو آهي، مگر جيڪي حال ۽مقام کان چڱي طرح واقف هوندا آهن، انهن تي قبض ۽ بسط جا اسباب اهڙي طرح مشتبہ ٿي ويندا آهن، جهڙي طرح رنج ۽ نشاط تي قبض ۽ بسط جو شڪ ٿيڻ لڳندو آهي، مگر جنهن جي قلب ۾ استقامت هجي اهو انهن کان ناواقف نہ رهندو آهي.

## نفس مطمئنہ

اهي ئي ماڻهو قبض ۽ بسط جي ڪيفيتن کان خالي رهي ترقي ڪندا رهندا آهن، جن جو نفس مطمئن هوندو آهي، اهڙن ماڻهن جي نفس جي جوهر مان نہ تہ اهڙيَ باهہ ظاهر ٿيندي آهي، جيڪا قبض جو سبب بنجي سگهيۓ نہ مختلف خواهشن سان انهن جي طبيعت جي سمنڊ ۾ ڪو تلاطم برپا ٿيندو آهي، جنهن جي ڪري بسط جو ظهور ٿيڻ لڳي.

## نفس ۾ قبض ۽ بسط

ڪڏهن قبض ۽ بسط صرف نفس ۾ هوندو آهي، دل ۾ نہ هوندو آهي، يعني نفس مطمئنہ ۾ تہ قبض ۽ بسط هوندو آهي، مگر قلب تي انهن ٻنهين ڪيفيتن جو ڪو بہ اثر نہ ٿيندو آهي، ڇو تہ قلب نوراني روح جي شعائن جي ڪري محفوظ رهي قرب جي آرام گاهہ ۾ داخل ٿي ويندو آهي، ان ڪري ان کي قبض ۽ بسط نہ هوندو آهي.

## فنا ۽ بقا

جون ٿا تہ فنا جو مفهوم هي آهي تہ هر شيۓ جو حظ ۽ لطف

هليو وڃي ۽ خداءِ عظيم جي ذات ۾ فنا ٿي هر شيءِ کان قطع تعلق ڪري ڇڏجي، چنانچہ شيخ عامر بن عبدالله فرمائن ٿا تہ"مون کي اهو محسوس ڪو نہ ٿو ٿئي تہ عورت کي ٿو ڏسان يا ديوار کي" اهڙو شخص هر وقت خداءِ عظيم جي ياد ۾ مشغول رهندو آهي، ۽ ان کي ڪنهن بہ مخالفت جي پرواهہ نہ هوندي آهي.

بقا بہ فنا جي پويان پويان هوندي آهي، بقا جو مطلب هي آهي تہ انسان پنهنجي هر شيءِ کي فنا ڪري خداءِ عظيم جي لاءِ پنهنجي پاڻ کي وقف ڪري ڇڏي، چون ٿا تہ بقا جو مطلب هي آهي تہ دنيا جون سڀ شيون هن جي لاءِ هڪجهڙيون هجن ۽ هن جا سڀ ڪم حق جي حمايت ۾ هجن، مخالفت ۾ نہ هجن، يعني هو خداءِ عظيم جي مخالفتن کي فنا ڪري خداءِ عظيم جي موافقت لاءِ باقي رهجي وڃي.

## صحيح مفهوم

منهنجي راءِ ۾ مٿئين بيان جو اطلاق صحيح ۽ سچي توبهہ جي مقام تي ٿيندو آهي، فنا ۽ بقا سان ان جو ڪو تعلق ڪونهي، فنا جي اصل وضاحت حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ جن جي هن واقعي سان ٿئي ٿي هڪ دفعي ڪنهن ڪين طواف جي حالت ۾ سلام ڪيو، پاڻ سلام جو جواب نہ ڏنائون ان تي هن سندن هڪ دوست سان شڪايت ڪئي تہ هنن ٻنهين چيو تہ " اسين اتي الله جو مشاهدو ڪري رهيا هئاسين"

هي بہ چيو ويو آهي تہ فنا هيءَ آهي تہ سڀ شيون نظرن کان غائب ٿي وڃن جيئن حضرت موسيٰ عليہ السلام فنا ٿي ويو هو، جڏهن پروردگار جل شانہ ڪوهہ طور تي پنهنجي تجليءَ کي ظاهر ڪيو هو.

شيخ خزاز جو قول آهي تہ" فنا حق سان گڏ معدوم رهڻ جو ٻيو نالو آهي ۽ بقا هيءَ آهي تہ حق سان موجود رهي"

حضرت جنيد بغدادي رحمۃ الله عليہ جن فرمائن ٿا تہ" فنا جو مفهوم اهو آهي تہ سڀ ماڻهو تنهنجي وصفن جي بيان کان عاجز رهن ۽ هو سڀ

توڪان بلڪل الڳ ٿي ٻين ڪمن ۾ مشغول رهن"

حضرت ابراهيم بن شيبان رحمة الله عليه جو قول آهي ته فنا ۽ بقا جي علم جو دارو مدار مخلصانه وحدانيت ۽ صحيح بندگيءَ تي آهي، انهيءَ ڪان هٽي ڪري جيڪي ڪجهه بيان ڪيو وڃي اهو مغالطو ۽ ڪفر والحاد آهي"

شيخ خراز رحمة الله عليه کان دريافت ڪيو ويو ته" فانيءَ جي ڇا علامت آهي؟" فرمايائون ته فنا جي مدعيءَ جي علامت هيءَ آهي ته الله کانسواءِ هن جو دنياءِ آخرت سان ڪو به تعلق نه رهي" وڌيڪ فرمايائون ته صحيح قسم جو اهل فنا اهو آهي جيڪو فنا جي حالت ۾ به فنا جي علم کان واقف هجي"

## مشائخن جا قول

فنا ۽ بقا جي باري ۾ مشائخ ڪرام جا مختلف قول آهن، ڪن صاحبن اهو بيان ڪيو آهي ته خداوند ڪريم جي مخالفت کي فنا ڪيو وڃي ۽ هن جي موافقت کي باقي رکيو وڃي. اهائي ڳالهه توبه نصوح ۾ ملي ٿي ۽ ان جي به اهائي خصوصيت آهي، ڪن صاحبن وري هن جو اهو مفهوم بيان ڪيو آهي ته دنيا جي رغبت، حرص ۽ اميد هلي وڃي، بلڪل اهائي خصوصيت زهد ۾ به موجود آهي، ڪن مشائخن جي راءِ آهي ته فنا ۽ بقا جو مطلب هي آهي ته برن وصفن کي ختم ڪيو وڃي ۽ سٺن وصفن کي باقي رکيو وڃي هن جو ٻيو نالو تزڪيه نفس آهي.

ڪن حضرات فنا ۽ مطلق جي طرف به اشارو ڪيو آهي.

## فنا جا قسم

هنن سيني قولن مان فنا جي ڪجهه پهلوئن جي وضاحت ٿئي ٿي مگر دراصل فنا مطلق اها آهي جيڪا خداوند ڪريم جي حڪم سان حق جي بندي تي مسلط ٿي وڃي، يعني خداوند ڪريم جو وجود بندي جي وجود تي غالب ٿي وڃي هن جا به قسم آهن فناءِ ظاهري ۽ فناءِ باطني.

## ظاهري فنا

ظاهري فنا هيءَ آهي تہ حق سبحانہ وتعاليٰ جون تجليون افعالن جي ذريعي ظاهر ٿين ۽ هو حق جي بندي جي ارادي ۽ اختيار کي سلب ڪري ايتري قدر جو هو حق ڪانسواءِ پنهنجو يا ڪنهن ٻئي جو ڪو فعل نہ ڏسي سگهي پوءِ ان جي مطابق الله تعاليٰ سان ان جي معاملات جي شروعات ٿئي ، مون ٻڌو آهي تہ جيڪو اهڙي قسم جي مقام تي سرفراز ٿيندو آهي،اهو ڪيترا ڏينهن نہ ڪائيندو نہ پئيندو آهي، جيستائين انهيءَ معاملي ۾ بہ خدا وند ڪريم جو ڪو فعل ظاهر نہ ٿئي ۽ الله تعاليٰ جل شانہ ڪنهن ٻانهي کي مقرر نہ فرمائي جيڪو هن جي مرضيءَ جي مطابق هن کي کارائيندو پياريندو رهي.

حقيقت ۾ فنا انهيءَ جو نالو آهي، ڇو تہ هن فانيءَ پنهنجي نفس ۽ غيرن سيني کي فنا ڪري ڇڏيو آهي، هن جون نظرون هر وقت اللهتعاليٰ جي فعل جي طرف لڳيون رهنديون آهن، هن غيرن جي فعل جي تصور کي بہ فنا ڪري ڇڏيو آهي.

## باطني فنا

باطني فنا هيءَ آهي تہ حق جي طالب کي ڪڏهن صفتن جي ذريعي مڪاشفات حاصل ٿين ۽ ڪڏهن هو ذات الاهيءَ جي عظمت جي آثارن جو مشاهدو ڪري، هن جي باطن تي حق جو امر اهڙي طرح مسلط ٿي وڃي جو ان ۾ نہ ڪو وسوسو ۽ نہ ڪو تصور باقي رهي.

فنا جي لاءِ اهو ضروري نہ آهي تہ احساس بہ فنا ٿي وڃن، حالانڪ ڪيترا دفعا اهڙن ماڻهن جا احساس بہ غائب ٿي ويندا آهن تہ بہ هيءَ صورت عام طرح فنا جي لاءِ بلڪل ضروري نہ آهي.

## استغراق

مون ابو محمد بن عبدالله بصريءَ کان اها ڳالهہ پڇي تہ "ڇا سر باطن ۾ خيالات ۽ وسوسن جو باقي رهڻ شرڪ خفي آهي؟ ڇو تہ

منهنجي نزديڪ هي شرڪ خفي آهي" پاڻ فرمايائون تہ اهڙي صورت فنا جي مقام تي هوندي آهي" مگر پاڻ اهو واضح نہ ڪيائون تہ اهو شرڪ خفي آهي يا نہ؟ ان کان پوءِ پاڻ مسلم بن سيار جو واقعو هن طرح بيان ڪيائون تہ هڪ دفعي هو نماز پڙهي رهيو هو تہ اوچتو جامعہ مسجد جو هڪ ٿمڀ ڪري پيو. ان جي ڪرڻ جو آواز ٻڌي بازار وارا گهبرائجي وياءِ مسجد ۾ داخل ٿيا ۽ ڇا ٿا ڏسن تہ پاڻ بدستور نماز پڙهي رهيا آهن ۽ ٿمڀ جي ڪرڻ جو ڪين ذري جيترو بہ احساس نہ ٿيو" اهڙي ئي استغراق ۽ باطني فنا جي حالت هوندي آهي، ان کان پوءِ اهل حق جو ظرف ڪڏهن هن طرح وسيع ٿي ويندو آهي، جو ان تي صحيح معنيٰ ۾ فنا جي حالت طاري ٿيندي آهي تہ بہ هو پنهنجي ماحول جي قول ۽ فعل کان بيخبر نہ رهندو آهي.

## فاني

فنا جو هڪ قسم هي بہ آهي تہ حق جو طالب پنهنجي هر هڪ قول ۽ فعل ۾ الله جل شانہ ڏي رجوع ڪري ۽ پنهنجي سڀني ڪمن ۾ الله غفور رحيم جي اجازت جو منتظر رهي تہ جيئن هر هڪ جو ذميدار هو خود نہ هجي بلڪ خدا وند ڪريم ئي ذميدار هجي،اهڙو شخص جيڪو پنهنجي اختيار ۽ ارادي کي ترڪ ڪري خدا جي فضل جو منتظر رهي فاني آهي، اهڙي طرح جيڪو پنهنجي سڀني ڪمن ۾ خداوند ڪريم جي اجازت جو منتظر رهي ۽ هر شيءِ ۾ الله رب العزت ڏي رجوع ڪري اهو بہ فاني آهي.

## باقي

(هن فنا کان پوءِ) جڏهن الله تعالي جل شانہ ڪنهن جي اختيارن کي بحال ڪري ۽ هن کي پنهنجي ڪمن ۾ تصرف ڪرڻ لاءِ خود مختيار بنائي تہ جيئن چاهي تئين ڪري ۽ هو خداوند ڪريم جي فعل ۽ ان جي اجازت جو منتظر نہ هجي تہ اهڙو شخص "باقي" سڏبو آهي.

"باقي" اهڙي مقام تي فائز آهي جتي حق ۽ مخلوق جي وچ ۾

ڪوبہ حجاب ڪونهي، مگر "فاني" مخلوق کان لڪي حق وٽ هوندو آهي لهاذا ظاهري فنا اهل دل ۽ اهل حال جي لاءِ آهي ۽ باطني فنا ان لاءِ آهي جيڪو روحاني احوال جي بيڙين کان آزاد ٿي الله رب العزت وٽ پهچي چڪو هجي ۽ هاڻي اهو روحاني احوال جو پابند نہ هجي بلڪ دل جي دائره عمل کان نڪري انهيءَ ذات وٽ پهچي چڪو هجي جيڪو مقلب القلوب (دلين کي ڦيرائڻ وارو) آهي.

باب ٦٢

# صوفياڻـ اصطلاحن جي تشريح

حضرت جابر رضي الله عنه جن کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هي تقويٰ ۽ پرهيزگاري جون ڪاٺيون آهن جن جي ذريعي توهان پنهنجي معلومات ۾ انهيءَ علم جو اضافو ٿا ڪيو جنهن ڪي توهان نہ ٿا ڄاڻو ۽ اهو بہ معلوم ٿي ويندو آهي تہ توهان جي علم ۾ ڪيتري گهٽتائي آهي ۽ ان ۾ ڪيتري قدر گهٽ اضافو ٿيو آهي بلڪ اهو علم جنهن مان فائدو نہ حاصل ڪري سگهجي مرغوب نہ ٿو ٿئي"

انهيءَ ڪري مشائخ ڪرام تقويٰ جي بنياد ڪي مضبوط ڪندا آهن ۽ صرف الله تعالي جل شانہ جي لاءِ علم سکندا آهن،پرهيزگار هئڻ جي ڪري علم تي عمل بہ ڪندا آهن انهيءَ عمل جي ڪري الله تعاليٰ جل شانہ بہ انهن ڪي باطني علمن جي انهن عجيب ۽ غريب ۽ دقيق نڪتن ۽ اشارن کان مطلع ڪندو آهي، جن کان هو بيخبر هئا بعد ۾ خود بہ الله تعاليٰ جل شانہ جي ڪلام مان عجيب وغريب اسرار ۽ رموز ظاهر ڪندا آهن اهڙي طرح باطني علم ۾ انهن جا قدم ڄمي ويندا آهن.

## عمل جا فائدا

شيخ ابو سعيد الخراز رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ"ڪلام الله جي سمجهڻ جو آغاز اهوئي آهي تہ ان تي عمل ڪيو وڃي. اهڙيءَ طرح علم ۽ فهم جي قابليت حاصل ٿيندي آهي.

فهم جي ابتدا متوجه ٿي ٻڌڻ ۽ مشاهدي سان ٿيندي آهي، جيئن ارشاد باري تعاليٰ آهي

ان في ذالک لذکريٰ لمن کان له قلب او القي السمع وهو شهيد (پ٢٦- ق)

بيشڪ هن ۾ انهن ماڻهن لاءِ نصيحت آهي جنهن وٽ قلب هجي يا هو حاضر ٿي توجہ سان ٻڌي.

## باطني علم

شيخ ابوبڪر واسطي رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته" علم ۾ اهي ماهر ٿيندا آهن جن جا روح غيب الغيب ۽ سر السر ۾ ثابت قدم هجن. ان وقت الله جل شانه جيترو چاهيندو آهي انهن کي علم ۽ معرفت عطا فرمائيندو آهي ۽ پنهنجي نشانين جي مطابق انهن کان انهن شين جو طلبگار ٿيندو آهي، جن جوهو ٻين کان مطالبو نہ ٿو ڪري، اهڙي طرح هي ماڻهو پنهنجي فهم ۽ بصيرت سان علم جي سمنڊ ۾ گهڙي پوندا آهن، تہ جيئن پنهنجي معلومات ۾ اضافو ڪن ان وقت انهن کي هر حرف ۽ هر آيت جي هيٺان فهم ۽ بصيرت ۽ عجائبات جو هڪ لڪل خزانو نظر ايندو آهي، جتان هو موتي ۽ جواهرات ڪڍي ٿا اچن، پوءِ انهن جي زبان مان حڪمت جا گل ڪرڻ لڳندا آهن.

## لڪل خزانو

حضرت ابو هريره رضي الله عنه جن جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ" علم هڪ لڪل خزاني وانگر آهي جنهن مان علماءِ رباني ئي واقف هوندا آهن، جڏهن هو علم جون ڳالهيون بيان ڪندا آهن تہ معذور انسانن کان سواءِ ٻيو ڪير بہ انهن جو انڪار نہ ڪندو آهي"

شيخ قرشي رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ علم (باطني) الله جل شانه جا اسرار آهن، جن کي هو پنهنجي معتبر اولياءِ ڪرام ۽ خاص بندن کي سماع ۽ تعليم کان سواءِ عطا فرمائيندو آهي، هي اهي اسرار آهن جن سان صرف خواص ئي آشنا هوندا آهن"

شيخ ابو سعيد الخرازرحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ "عارفين وٽ اهڙا

خزانہ آهن جن جي اندر انهن عجيب وغريب علم ۽ فنون کي محفوظ رکيو آهي انهن جو اظهار هو ابديت جي زبان سان ڪندا آهن ۽ انهن کي اوليت جي عبارت ۾ بيان ڪندا آهن، هي اهو علم آهي جنهن کان عام ماڻهو اڻ واقف آهن.

## علم لدني

مٿئين قول ۾ ابديت جي زبان ۽ ازليت جي عبارت مان مطلب هي آهي تہ هو الله جل شانه سان گفتگو ڪندا آهن، جيئن الله تعاليٰ جل شانه پنهنجي پيغمبرﷺ جي زبان مبارڪ سان چورايو تہ " هو مون سان گفتگو ڪندو آهي. هي اهو علم لدني آهي، جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ جل شانهحضرت خضر عليه السلام جي واقعي ۾ هن طرح ڪيو آهي.

| | |
|---|---|
| اَتَيْنَا رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا وَعَلَّمْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا (پ١٥-ڪهف) | اسان هن کي پنهنجي رحمت سان هي عطا ڪيوءِ ان کي پنهنجي طرف کان علم سيکاريو. |

## جمع ۽ تفرقو

مشائخ ڪرام گهڻا ڪلما هڪ ٻئي کي سمجهائڻ ۽ پنهنجي روحاني احوال ۽ قلبي واردات ۽معاملات کي ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن، هنن اصطلاحن مان هڪ اصطلاح جمع ۽ تفرقي جو آهي، چون ٿا تہ جمع ۽ تفرقي جو اصل بنياد خداتعاليٰ جل شانه جو هي قول آهي.

| | |
|---|---|
| شَهِدَاللّٰهُ اَنَّهٗ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ (پ٣- آل عمران) | الله تعاليٰ شاهدي ٿو ڏئي تہ ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ معبود نہ آهي. |

مٿيون حصو جمع آهي،ان کان پوءِ بعد ئي هن انطرح تفريق ڪئي آهي.

| | |
|---|---|
| آمَنَّا بِاللّٰهِ | اسان الله تي ايمان آندو. |

هي جملو جمع جي طور تي استعمال ٿيل آهي ۽ اڳتي هيءُ جملو تفرقہ جي طور تي آهي

وما انزل الينا ۽ جيڪا اسان جي طرف نازل ڪئي ويئي آهي (ان تي اسان ايمان آندو)

جمع اصل بنياد آهي ۽ تفرقو ان جي شاخ آهي،چنانچہ هر اهو جمع جيڪو تفرقي ڪان پوءِ هجي، بي ديني ۽ زنديقي آهي ۽ هر تفرقو جمع ڪانسواءِ بيڪار آهي.

حضرت جنيد رحمۃ الله عليه جن جو قول آهي تہ"وجد سان قريب ٿيڻ جمع آهي ۽ بشريت ۾ غائب ٿي وڃڻ تفرقو آهي"

هي بہ چيو ويو آهي تہ معرفت ۾ سيني ماڻهن کي جمع ڪيو ويو آهي ۽ روحاني احوال ۾ انهن کي متفرق ڪيو ويو آهي، جمع انهيءَ اتصال جي نقطي کي چئبو آهي،جنهن جي ذريعي اهل دل حق تعاليٰ جل شانہ کان سواءِ ڪنهن جو مشاهدو نہ ٿو ڪري، جيڪڏهن غير جو مشاهدو نہ ٿو ڪري جيڪڏهن غير جو مشاهدو ڪري تہ جمع جو مفهوم باقي نہ ٿو رهي تفرق هي آهي تہ ان جي خلاف جنهن کي گهري ڏسي.

## جمع ۽ تفرقي جو اصل مفهوم

هن اصطلاح جي تشريح ۾ مشائخ ڪرام جون گهڻيون عبارتون منقول آهن انهن جو لب لباب هي آهي تہ جمع مان مراد خالص توحيد ۽ تفرقي مان مراد اڪتساب ۽ عمل آهي،پر جمع سان گڏ تفرقو ضرور ٿيندو آهي، لهذا جڏهن هو هي چوندا آهن تہ فلاڻو عين جمع ۾ آهي تہ ان مان انهن جو مطلب هي هوندو آهي تہ حق تعاليٰ جل شانہ جو مراقبو هن جي باطن تي غالب آهي، ان ڪان پوءِ جيڪڏهن هو هوش ۾ اچي ڪو ڪم ڪرڻ لڳي تہ اهو تفرقو چئبو، صحيح جمع تفرقي سان گڏ هوندو آهي، اهڙيءَ طرح تفرقي جي درستي بہ جمع تي ٻڌل آهي،حاصل مطلب اهو تہ جمع الله رب العزت جو علم آهي ۽ تفرقو الله جل شانہ جي حڪم جي مطابق علم (العلم بامرالله) آهي ۽ ٻئي ضروري آهن.

شيخ مزين جو قول آهي تہ جمع بعينهي الله سان فنا ٿي وڃڻ کي چوندا آهن ۽ تفرقو عبوديت ۽ بندگيءَ جو نالو آهي ۽ هي ٻئي هڪ ٻئي سان مليل آهن.

## روح ۽ مادي جي ترڪيب

بهرحال اها جماعت غلطيءَ تي آهي جيڪا عين الجمع مان اها مراد ٿي وٺي تہ خالص توحيد ۾ مصروف ٿي اڪتساب ۽ عمل کي ڇڏي ڏجي، هي ڪفر ۽ الحاد آهي،جمع جو تعلق اهڙيءَ طرح روح سان آهي، جهڙيءَ طرح تفرقي جو تعلق جسماني قالب سان آهي ان ڪري جيستائين روح ۽ جسم جي ترڪيب باقي آهي ان وقت تائين جمع ۽ تفرقو ٻنهين جي ضرورت رهندي آهي. شيخ واسطيءَ جن جو قول آهي تہ" جڏهن تنهنجي نگاهہ پنهنجي نفس جي طرف هجي تہ اها تفريق آهي ۽ جيڪڏهن تنهنجي نگاهہ تنهنجي رب جل شانہ جي طرف هجي تہ اهو جمع آهي ۽ جيڪڏهن توهين غير جي ذريعي قائم رهو تہ توهان "نالي" آهيو، ان وقت نہ جمع آهي ۽ نہ تفرقو.

چون ٿا تہ جيڪڏهن ذات سان تعلق هجي تہ جمع آهي، ۽ جيڪڏهن صفات سان تعلق هجي تہ تفرقو آهي، ڪڏهن جمع ۽ تفرقي مان هي مطلب بہ وٺندا آهن تہ جيڪڏهن نفس جي ڪمن جي طرف توجهہ هجي ۽ پنهنجي عملن جي طرف نظر هجي تہ اهو تفرقو آهي ۽ شين جو تعلق خداوند ڪريم سان قائم ڪيو وڃي تہ اهو جمع آهي.
جيڪڏهن

## قولن جو خلاصو

سيني قولن جو خلاصو هي آهي تہ ڪائنات تفرقي جي سبب آهي، ۽ ڪائنات جو خالق جمع جو باعث آهي، لهاذا جيڪو خالق جي لاءِ وقف ٿي ويو اهو جمع جي حالت ۾ آهي ۽ جنهن جي نظر ڪائنات جي طرف هجي تہ اهو تفرقي جي حالت ۾ آهي، يعني تفرقو بندگيءَ جو ٻيو نالو آهي ۽ جمع توحيد آهي، لهاذا جيڪو پنهنجي ڪسب ۽ عمل کي مد نظر رکندي اطاعت جو اظهار ڪري تہ اهو تفرقو آهي ۽ جيڪڏهن الله جل شانہ جي ياد ۾ متفرق ٿي وڃي تہ اهو جمع آهي ۽ جيڪڏهن بلڪل فنا ٿي وڃي تہ اهو جمع الجمع آهي،ٻين لفظن ۾ اهو بہ چئي ٿو سگهجي تہ مشاهدو تفرقي جو افعال آهي، صفات جو مشاهدو جمع

آهي،۽ ذات جو مشاهدو جمع الجمع آهي.

## حضرت موسيٰ جو ڪلام

ڪنهن بزرگ پڇيو ته حضرت موسيٰ عليه السلام جو الله جل جلاله سان گفتگو ڪرڻ وقت ڇا حال هئو؟ ته انهن فرمايو ته حضرت موسيٰ عليه السلام ان وقت پنهنجي ظاهري وجود کي فنا ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪين پنهنجي ظاهري وجود جو هوش نه رهيو هو، ان حالت ڪانپوءِ الله جل شانه سان هن طرح ڪلام ڪيائون جو ٻڌندڙ ۽ ڳالهائيندڙ ٻئي هڪ ٿي ويا هئا. جيڪڏهن اها حالت نه هجي ها ته حضرت موسيٰ عليه السلام کي اها جرات نه ٿئي ها ته هو گفتگو ۽ جواب جو تاب برداشت ڪري سگهن ها.

هن قول جو مطلب اهو آهي ته الله تعاليٰ جل شانه کين هڪ خاص قوت عطا فرمائي هئي جنهن جي ذريعي هو خداوند ڪريم جو جواب ٻڌي سگهن جيڪڏهن اها قوت نه هجي ها ته هو خدا وند ڪريم جو ڪلام نه ٻڌي سگهن ها، ان کان پوءِ انهيءَ بزرگ هي شعر پڙهيا (ترجمه)

(۱) جڏهن عشق جا زخم هلڪا ٿيا ته اڌ رات جي وقت هڪ برق چمڪي

(۲) اها چادر جي هڪ ڪنڊ جي طرف نظر اچي رهي هئي مگر ان جي بلندين تائين پهچڻ مشڪل هو.

(۳) عاشق گهريو ته هو ڏسي ته اها برق (بجلي) ڪيئن ظاهر ٿي مگر هو ان جي طرف ڏسي نه سگهيو، بلڪ هن جا رنج ۽ غم وري تازا ٿي پيا.

(۴) هن جي پاسرين ۾ باه ڀڙڪي رهي هئي ۽ هن جي اکين مان پاڻي جاري آهي.

## تجلي ۽ استتار

صوفين جو هڪ اصطلاح تجلي ۽ استتار آهي،حضرت جنيد رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته" هن جو مقصد تاديب وتهذيب ۽ دل گدازي آهي، چنانچه تاديب واصطلاح عوام جي لاءِ آهي ۽ اهو استتار جو مقام آهي

تهذيب وتزڪيہ خواص جي لاءِ آهي ۽ اهائي تجلي آهي،دل گدازي اولياءِ ڪرام جي لاءِ آهي، ان ڪي مشاهدو چوندا آهن.

استتار ۽ تجليءَ جي باري ۾ مشائخ ڪرام جا جيڪي اقوال آهن انهن سڀني جو تعلق نفس جي صفتن جي ظهور سان آهي، چنانچہ هنن جي نزديڪ استتار جو مفهوم هي آهي تہ صفات قلب جي زور سان نفس جون صفتون غائب ٿي وڃن.

## استتار جو فائدو

تجليءَ جا ڪيترائي طريقا آهن، ڪڏهن تجلي صفتن جي ذريعي،ڪڏهن افعالن جي ذريعي ۽ڪڏهن ذات جي طريقي سان هوندي آهي. ليڪن حق تعاليٰ خواص جي لاءِ استتار جو مقام انلاءِ باقي رکيو آهي تہ خواص ۽عوام ٻنهين کي فائدو پهچي سگهي، خواص جو فائدو هي آهي تہ هو ان جي ذريعي پنهنجي نفسن کي ڀلائيءَ جي طرف متوجہ ٿا ڪن،ٻين لاءِ اهو فائدو آهي تہ جيڪڏهن استتار جو مقام نہ هجي ها تہ عوام انهن کان فيض حاصل نہ ڪري سگهن ها ، ڇو تہ ٻي صورت ۾ هو جمع الجمع ۾ مستغرق رهن ها ۽ هميشہ خدا تبارڪ وتعاليٰ جي سامهون رهن ها .

## خاص تجلي

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ لڪل اسرارن لاءِ تجلي حق جي علامت هيءَ آهي تہ اسرار انهيءَ قسم جا نہ هجن جن جو تعبير ڪري سگهجي يا هو عقل ۽ فهم ۾ اچي سگهي، ڇو تہ جيڪڏهن اهي اسرار هن قسم جا هجن جن جي تشريح ڪري سگهجي ۽ عقل وفهم ان جو احاطو ڪري سگهي تہ اهڙو شخص استدلال جو صاحبُ هوندو.

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ تجليءَ جو مفهوم هي آهي تہ بشريت جا حجاب ڪڇي وڃن، نہ ڪيهو حق جي ذات جي رنگ ۾ رنگجي وڃي، استتار جو مفهوم هي آهي تہ بشريت تنهنجي ۽ شهود

غيب جي وچ ۾ حائل ٿي وڃي.

## تجريد وتفريد

تجريد ۽ تفريد بہ هڪ صوفياڻو اصطلاح آهي، تجريد مان مطلب هي آهي تہ انسان پنهنجي ڪمن ۾ دنيا ۽ آخرت جي غرضن کي نظر ۾ نہ رکي بلڪ ان کي حق جي عظمت سان جيڪو ڪشف حاصل ٿئي ان کي پنهنجي امڪاني ڪوشش جي مطابق بندگي ۽ اطاعت ۾ صرف ڪري.

تفريد جو مطلب آهي تہ نيڪ ڪمن کي پنهنجي نفس جو نتيجو نہ سمجهي بلڪ الله جل شانه جو احسان سمجهي اهڙيءَ طرح تجريد ۾ غيرن جي نفي ۽ تفريد ۾ پنهنجي نفس جي نفي ٿيندي آهي، اهڙو شخص الله تعالىٰ جي نعمتن جي مشاهدي ۾ مستغرق رهندو ۽ پنهنجي ذاتي ارادي ۽ اختيار کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي.

## وجود ، وجد ۽ تواجد

هڪ اصطلاح وجد ۽ تواجد بہ آهي، وجد مان مطلب اهو روحاني جذبو آهي جيڪو الله جل شانه جي طرف کان انسان جي باطن تي وارد ٿئي چاهي ان جو نتيجو خوشي ٿئي يا رنج، ۽ هن جذبي سان هن جي هيئت تبديل ٿي وڃي ۽ هن کي الله جل شانه جو ذوق ۽ شوق پيدا ٿئي وجد هڪ قسم جي مسرت آهي جيڪا انهيءَ شخص کي حاصل ٿيندي آهي جيڪو پنهنجي نفساني صفتن تي غالب ٿي ويو ۽ هن جون نگاهون الله جل شانه ڏي لڳي ويون هجن. تواجد جو مفهوم هي آهي تہ وجداني فضا ۾ نڪري وجد جي دائري کي وسيع ڪيو وڃي. وجدان جي حالت ۾ وجد باقي نہ رهندو آهي، جڏهن مشاهدو ٿئي تہ خبر جي ضرورت نہ ٿيندي آهي، لهاذا وجد زوال پذير ڪيفيت آهي، مگر وجود جبلن وانگر اٽل هوندو آهي هڪ شاعر ڪهڙو نہ خوب چيو آهي (ترجمو)

(١) ڪڏهن وجد منهنجي لاءِ مسرت انگيز هوندو هو تانجو

انهيءَ ذات جيڪا وجد ۾ موجود آهي، مون کي وجد جي مشاهدي کان روڪي ڇڏيو آهي.

(٢) وجد انهيءَ لاءِ طرب انگيز آهي جنهن کي وجد ۾ سڪون ۽ راحت ملندي هجي مگر جڏهن حق تعالیٰ جل شانه خود سامهون موجود هجي ته وجد مفقود (ختم) ٿي ويندو آهي.

## غلبو

غلبو، متواتر وجد جو ٻيو نالو آهي، وجد بجليءَ وانگر آهي جيڪو ظاهر ٿي فنا ٿي وڃي، مگر غلبي جي صورت هيءَ آهي ته بجليءَ جون تجليون لڳاتار ظاهر ٿينديون رهن ۽ سالڪ کي ان جي تميز نه ٿي سگهي وجد گهڻو جلد زائل ٿي ويندو آهي، مگر غلبو اسرارن لاءِ هڪ مضبوط قلعو بنجي باقي رهندو آهي.

## مسامره

هن جو مفهوم هي آهي ته ارواح سر باطن ۾ لڪي لڪي مناجات ڪن ۽ قلب کي صرف ان جو لطيف ادراڪ ٿئي،ڇو ته روح قلب کانسواءِ هن لڪل مناجات سان لذت ياب ٿيندو آهي.

## سڪر وصحو

سڪر روحاني حال جي غلبي کي چوندا آهن ۽ صحو هي آهي ته (محويت کانپوءِ) افعال واقوال کي ترتيب ۽ تهذيب سان انجام ڏيڻ جو هوش اچي وڃي.

شيخ محمد بن حفيف رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته "سڪر هي آهي ته ذڪر محبوب جي موقعي تي قلب ۾ جوش ۽ خروش پيدا ٿئي.

شيخ واسطي رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته" وجد جا چار مقامات آهن (١) ذهول (٢) حيرت (٣) سڪر (۴) صحو- هن جو مثال ائين آهي جيئن ڪو سمنڊ جو حال ٻڌي، پوءِ ان جي ويجهو وڃي،ان کان پوءِ هو سمنڊ ۾ گهڙي پوي ۽ پوءِ سمنڊ جون لهرون هن کي پڪڙي وٺن- هن قول

جي مطابق جنهن ۾ روحاني حال جو ڪو اثر باقي رهي ان تي سڪر جو اثر رهندو آهي، ۽ جنهن جي هر شيءِ پنهنجي اصلي مقام تي موٽي اچي تہ ان تي صحو جي حالت طاري ٿي ويندي آهي ۽ اهو هوش ۾ اچي ويندو آهي لهاذا سڪر جو اهل دل سان تعلق آهي ۽ صحو انهن کي حاصل ٿيندو آهي جن تي غيبي حقائق منڪشف ٿي وڃن.

## محو ۽ اثبات

محو هي آهي تہ نفس جي صفتن کي دور ڪيو وڃي اثبات هي آهي تہ اهل حق جي لاءِ محبت جي آثارن جا جام گردش ۾ آندا وڃن.

محو جو هي مفهوم بہ آهي تہ نفس اعمال نفس کي فنا ڪري رسوم اعمال کي محو ڪري ڇڏجي ۽ اثبات جو مفهوم هي آهي تہ حق تعاليٰ جل شانہ پنهنجي فطرت سان جيڪي ڪيفيتون ۽ شيون هن جي اندر پيدا ڪيون آهن انهن کي برقرار رکجي، ان وقت هن جو پنهنجي نفس سان نہ پر حق سان تعلق قائم ٿيندو آهي. يعني خدا جل شانہ هن جي گذريل وصفن کي محو ڪري نئين سر هن جي هستي کي برقرار رکندو آهي.

## علم اليقين ۽ عين اليقين

علم اليقين اهو علم آهي جيڪو غور فڪر ۽ دليلن سان حاصل ٿئي ۽ عين اليقين اهو علم آهي جيڪو ڪشف ۽ فيض خداونديءَ سان مهيا ٿئي ۽ حق اليقين اها تسليم ٿيل حقيقت آهي جنهن جي طرف علم اليقين ۽ عين اليقين اشارا ڪندا آهن.

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ ”حق اليقين هي آهي تہ انسان کي يقين ڪامل حاصل ٿئي ۽ اهو غيبي شين جو بہ اينئن ظاهر ظهور مشاهدو ڪري جيئن هو ڏسڻ ۾ ايندڙ شين جو مشاهدو ڪندو آهي، بلڪ غيب جي ڳالهين جي سچي خبر ڏئي جيئن حضرت ابوبڪر صديق رضہ جن فرمايو هو تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن ڪانئن سڀ مال ڏيڻ کان پوءِ پڇيو تہ تو پنهنجي اهل وعيال جي لاءِ ڇا ڇڏيو آهي؟ تہ پاڻ

جواب ڏنائون تہ" صرف الله ۽ ان جو رسول ﷺ"

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ "علمِ اليقين تفرقہ جو حال آهي ۽ عين اليقين جمع آهي ۽ حق اليقين توحيد جي زبان سان جمع الجمع آهي.

چون ٿا تہ يقين جا ڪيترائي درجا آهن پهريون درجو ان جو ظاهري اسم آهي، ٻيو درجو علم جو آهي ان کانپوءِ عين ۽ حق آهن، يقين جي اسم جو حصو عوام جي لاءِ آهي، ۽ علم اليقين جو درجو اولياءالله جي لاءِ آهي ۽ عين اليقين صرف خواص جي لاءِ آهي، حق اليقين انبياءِ ڪرام جي لاءِ مخصوص آهي ۽ حقيقةً اليقين اسان جي رسول اڪرم ﷺ جن لاءِ مخصوص آهي.

## وقت

وقت مان مراد اها ڪيفيت آهي جيڪا انسان تي غالب هجي، انسان تي سڀ کان وڌيڪ غالب هن جو وقت هوندو آهي، جيڪو تلوار وانگر آهي هن جي حڪم سان روان ٿي ان کي ڪاٽيندو آهي،ڪڏهن وقت مان مراد اها شيءِ آهي جيڪا انسان تي اوچتو اچي وڃي ۽ ان ۾ هن جي ارادي جو ڪو بہ دخل نہ هجي،بلڪ اها شيءِ ان تي تصرف ڪندي آهي ۽ هو هن جو تابع ٿي وڃي، ان ڪري چيو ويندو آهي، فلاڻو شخص وقت جي ماتحت ۽ ان جي حڪم ۾ آهي،يعني ان کان مغلوب ٿي حق جو تابع آهي.

## غيب وشهود

شهود جو مفهوم هي آهي تہ وقت جي ماتحت خداوند ڪريم جي حضور ۾ رهي چاهي اها مراقبي جي يا مشاهدي جي صورت هجي، لهذا جيستائين حق جي بندي تي شهود غالب هجي اهو حاضر رهندو آهي مگر جڏهن مراقبي ۽ مشاهدي جي حالت ختم ٿي وڃي تہ اهو حضور جي دائري کان خارج ٿي غائب ٿي ويندو آهي،ڪڏهن غيبت مان مراد هي آهي تہ انسان دنياوي شين کان غائب ٿي حق تعالىٰ جل شانہ ڏي هليو وڃي،

انهيءَ مفهوم جي مطابق هي لفظ مقام فنا جي برابر ٿيندو.

## ذوق وشرب

هتي ذوق مان مراد ايمان آهي، شرب مان مراد علم آهي ۽ ري مان مراد مخصوص روحاني حال آهي، ذوق جو تعلق ارباب هدايت سان آهي، شرب جو تعلق ارباب طوائع ۽ لوائع ولوامع سان آهي ۽ ري (سيراب ٿيڻ) جو تعلق صاحب حال سان آهي اصل سبب هي آهي تہ هي روحاني احوال برقرار رهندا آهن ۽ جيڪو برقرار نہ هجي اهو حال نہ آهي بلڪ لوامع ۽ طوامع سڏبو آهي،ڪي ماڻهو هي چوندا آهن تہ حال بہ تبديل ٿيندو رهندو آهي، ڇو تہ جيڪڏهن هي هڪجهڙي حالت تي رهي تہ ا هو مقام سڏبو آهي.

## محاضرو ۽مڪاشفو

محاضره جو تعلق ارباب تلوين سان آهي ۽ مشاهدو ارباب تمڪين ۽ هوش جو حصو آهي،مڪاشفو بہ انهن ٻنهين جي درميان مشترڪ آهي ايتري قدر جو هو ڪنهن هڪ لاءِ مخصوص ٿي وڃي بهرحال مشاهدو ۽ محاضره اهل علم لاءِ آهي مڪاشفو اهل عين لاءِ ۽ مشاهدو حق اليقين وارن لاءِ مخصوص آهي.

## طوارق وبوادي

هنن ٻن الفاظن ڪان سواءِ باده، واقع، قادح، طوائع، لوامع، ۽ لوائح هي سڀ تقريبا هڪ معنيٰ جا الفاظ آهن، مختصر طور تي هنن سيني الفاظن جو تعلق روحاني احوال جي ابتدائي مرحلي سان آهي ۽ هي سڀ حال جو پيش خيمو آهن، جيڪڏهن حال صحيح هجي تہ اهو هنن سيني الفاظن جي مفهوم تي حاوي ٿي ويندو آهي.

## تلوين وتمڪين

اهل قرب لاءِ آهي،ڇو تہ اهي دلين جي پردن ڀني هيٺان هوندا آهن، جيئن تہ قلبن جي صفتن جي طرف ڪشش هوندي آهي ۽ صفتن جا

رخ مختلف هوندا آهن ان ڪري صفتون انهن جهات جي ڪري مختلف ۽متعدد هونديون آهن، لهاذا انهن جي مختلف ۽ متعدد هئڻ جي ڪري ارباب قلوب ۾ به قلونيات ظاهر ٿينديون آهن،ڇو ته قلوب ۽ ارباب قلوب عالم صفات جي دائري کان ٻاهر نه آهن.

## ارباب تمڪين

مگر ارباب تمڪين وهوش روحاني احوال جي دائري مان نڪري چڪا آهن، انهن نه صرف دلين جي پردن کي چاڪ ڪري ڇڏيو آهي بلڪ نور ذات جون تجليون هنن جي روح جي ذري ذري ۾ سمائجي ويون آهن، ان ڪري تلوين (رنگارنگي) انهن کان زائل ٿي وئي آهي،سبب اهو آهي ته ذات باري تعالىٰ جل شانه ۾ ڪا تعبير ڪانهي ۽ هي ان جي شان کان بعيد آهي ته حوادث ۽ تغيرات ان ۾ حلول ڪري سگهن،ان ڪري اهي ماڻهو جيڪي تجليء ذات کان گذري مقام قرب ۾ پهچي ويا آهن ان وقت انهن جي قلب ۾ تڪوين هوندي آهي،ڇو ته انهن جي دل پاڪ ۽ صاف ٿي وئي آهي.

ليڪن نفسن ۾ تلوين هئڻ جي ڪري ڪو شخص اهل تمڪين ۽ هوش جي دائري کان خارج نه ٿو ٿئي، ڇو ته تلوين جو نفس ۾ جاري رهڻ انسانيت جي جسم جي بقا جي لاءِ ضروري آهي ۽ تمڪين ۽ هوش ۾ ثابت قدم رهڻ جو مطلب هي آهي ته حقيقت جو ڪشف ٿي وڃي تمڪين مان اسان جو مطلب هي ناهي ته انسان ۾ ڪو تغير برپا نه ٿئي، هو ته بشر آهي بلڪ مقصد هي آهي ته اهل تمڪين تي جنهن حقيقت جو انڪشاف ٿيندو آهي اها حقيقت ان کان ڪڏهن لڪل نه رهندي آهي ۽ نه ان ۾ ڪمي ايندي آهي بلڪ اضافو ٿيندو رهندو آهي، مگر اهل تلوين جي شين ۾ ڪمي ٿيندي رهندي آهي، ڇو ته ان جي نفس جا اوصاف ايتري قدر غالب هوندا آهن جو ڪن حالتن ۾ حقيقت به هن کان غائب ٿي ويندي آهي، گو هو ايمان جي مرڪز تي قائم رهندو آهي، مگر زائد

روحاني احوال ۾ تلوين هوندي آهي.

## نفس

چون ٿا تہ نفس منتهي (انتها کي پهتل) جي لاءِ آهي،وقت مبتدي (ابتدا ڪندڙ) جي لاءِ آهي ۽ حال متوسطي (وچولي) جي لاءِ آهي، گويا صوفين ڪرامن جي طرف کان هي اشارو آهي تہ مبتديءَ کي الله تعاليٰ جل شانہ جي طرف کان روحاني واردات پيش ايندڀون آهن، جيڪي مستقل طور تي قائم نہ رهنديون آهن، متوسط اهل حال هوندو آهي ۽ حال ان تي غالب هوندو آهي ۽ منتهي صاحب نفس هوندو آهي، يعني هو پنهنجي حال کي قابوءَ ۾ رکندو آهي ۽ ڪڏهن بہ ائين نہ ٿيندو آهي تہ حال ڪڏهن موجود هجي ڪڏهن غائب هجي بلڪ احوال ۽ وجداني ڪيفيتون هن جي انفاس ۾ شامل ٿي مستقل طور تي قائم ٿي وينديون آهن، بار بار نہ ايندڀون آهن.

بهرحال هي سڀ ارباب حق جا روحاني احوال آهن، جيڪي ان تي وارد ٿيندا رهندا آهن، ۽ الله تعاليٰ جل شانہ انهن جي برڪت سان ماڻهن کي فائدو پهچائيندو آهي.

باب ٦٣

# سالڪ جو صحيح آغاز ۽ انجام

حضرت عمر رضي الله عنه بن الخطاب جن منبر تي فرمايو تہ" مون رسول الله ﷺ جن کي هي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ درحقيقت عملن جو دارومدار نيتن تي آهي ۽ هر ماڻهو جهڙي نيت ڪندو آهي اهڙوئي ان کي ڦل ملندوآهي جيڪڏهن هن جي هجرت جي نيت الله جل جلاله ۽ رسول الله ﷺ جي لاءِ آهي تہ اها هجرت الله جل جلاله ۽ رسول الله ﷺ جي لاءِ سمجهي ويندي ۽ جنهن جي هجرت جي نيت دنيا حاصل ڪرڻ يا ڪنهن عورت سان نڪاح ڪرڻ جي هجي، تہ ان جي هجرت انهيءَ مقصد لاءِ هوندي جنهن جو هن ارادو ڪيو"

نيت سان عمل جو آغاز ٿيندو آهي ۽ انهيءَ جي ئي مطابق عمل ٿيندو آهي لهاذا جڏهن ڪو مريد صوفين ڪرامن جي جماعت ۾ داخل ٿئي تہ ان جو اهرڪرهي آهي تہ هو انهن جو لباس اختيار ڪري ۽ خدا وند ڪريم جي خوشنوديءَ جي لاءِ انهن وٽ وهندو ڪري جڏهن هو هنن جي طريقي ۾ داخل ٿيندو تہ اها هن جي وقت ۽ حال جي هجرت آهي.

حديث شريف ۾ آهي تہ" مهاجر اهو آهي جيڪو انهن ڳالهين کي ڇڏي ڏئي، جن کان الله منع ڪئي آهي،قرآن ڪريم ۾ بہ ذڪر آيو آهي.

وَمَنْ يَخْرُجْ مِنْ بَيْتِهِ مُهَاجِرًا إِلَى اللَّهِ وَرَسُولِهِ ثُمَّ يُدْرِكْهُ الْمَوْتُ فَقَدْ وَقَعَ أَجْرُهُ عَلَى اللَّهِ (پ٥ نساءَ)

۽ جيڪو پنهنجي گهر کان الله ۽ رسول ﷺ جي طرف هجرت جي ارادي سان نڪتو ۽ ان تي موت اچي وڃي تہ ان جو ثواب الله جي ذمي آهي

مريد کي گهرجي تہ هو بہ الله رب العزت جي خاطر صوفيہ ڪرام جي رستي تي نڪري پوي جيڪڏهن هو زندگيءَ ۾ صوفيہ ڪرام جي آخري منزل تائين پهچي وڃي تہ سمجهو تہ هن قوم سان گڏ رهي منزل مقصود حاصل ڪئي ۽ جيڪڏهن انجام تائين پهچڻ کان اڳ ان تي موت اچي ويو تہ ان جي ثواب جو ذمو الله جل شانه تي آهي،لهاذا جنهن جو آغاز مستحڪم آهي ان جو انجام بہ مڪمل ٿيندو.

حضرت جنيد رحمةَ الله عليه جن فرمائن ٿا تہ "گهڻا موقعا ۽مشڪلاتون ابتدا جي خرابيءَ جي ڪري پيدا ٿيندا آهن" لهذا مريد لاءِ ضروري آهي تہ هو روحانيت جي رستي تي هلڻ جي شروعات ۾ نيت کي پختو ڪري ڇو تہ نيت کي پختو ڪرڻ سان نہ صرف هو نفساني خواهشن کان پاڪ ۽ صاف ٿي ٿو وڃي بلڪ نفس جي فوري لذتن کان ڪناره ڪش ٿي الله تعاليٰ جل شانه جي لاءِ وقف ٿي ويندو آهي.

## خلوص نيت

حضرت سالم بن عبدالله بن عمر رضي الله عنه جن حضرت عمر بن عبدالعزيز جن کي هڪ دفعي خط ۾ لکيو تہ اي عمر! هي ذهن ۾ رهي تہ الله جل جلالہ جي مدد نيت جي مطابق هوندي آهي جيڪڏهن نيت ڪامل هوندي آهي تہ الله جل جلالہ جي مدد بہ ڪامل هوندي آهي ۽ جيڪڏهن نيت ۾ ڪوتاهي اچي وڃي تہ خداوند ڪريمرجي مدد بہ اوتري قدر نامڪمل آهي" هڪ نيڪ بزرگ پنهنجي ڀاءُ کي لکيو تہ" جيڪڏهن تون خلوص نيت سان عمل ڪندين تہ ٿورو عمل بہ تنهن جي لاءِ ڪافي آهي" جيڪڏهن ڪنهن کي نيڪ نيتيءَ جي توفيق نہ هجي تہ اهو انهيءَ شخص جي صحبت ۾ رهي جيڪو هن کي نيڪ نيتي سيکاري.

## طريقت جون منزلون

شيخ سهل بن عبدالله التستري رحمہ الله عليه جن جو قول آهي تہ "سڀ کان پهريون ڪم جيڪو ابتدا ۾ مريدکي سيکاريو ويندو

آهي،اهو آهي تہ برين حرڪتن کان بيزاريءَ جو اعلان ڪري ان کان پوءِ سٺا ڪم ڪريءَ خداوند ڪريم جي ڪم لاءِ وقف ٿي وڃي،ان کان پوءِ هدايت جي رستي تي هلي ثابت قدمي ڏيکاري پوءِ بيان، قربءِ مناجات جون منزلون بہ علي الترتيب طئي ڪري ان کان پوءِ موالات ۽ مضافات آهي.

هن حالت ۾ رضا ۽ تسليم هن جو مقصد رهي ۽ تفويض ۽ توڪل هن جو حال هجي، ان جو نتيجو اهو ٿيندو تہ الله تعاليٰ جل شانہ پنهنجي مهربانيءَ سان ان کي معرفت عطا فرمائيندو. هو انهن ماڻهن جي مقام تي فائز ٿيندو جيڪي پنهنجي طاقت ۽ اختيار کان دستبردا ٿي ويا،هي عرش جي حاملين جو مقام آهي جنهن کان پوءِ ڪو مقام ڪونهي.

شيخ سهل بن عبدالله رحمة الله عليہ جن جي هن ڪلام ۾ تصوف جي آغاز ۽ انجام ٻنهين کي گڏ ڪيو ويو آهي.

## قطع تعلق

جڏهن مريد صدق ۽ اخلاص کي اختيار ڪري تہ اهو روحانيت جي ميدان جو مرد آهي، هن جي صدق ۽ اخلاص جي تحقيق هن ڳالهہ مان ٿي سگهي ٿي تہ ڇا هو شريعت جو پابند آهي، يا نہ ۽ ڇا هن مخلوق سان قطع تعلق ڪري ڇڏيو آهي يا نہ؟ ابتدائي مريدن تي جيڪي آفتون ۽ مشڪلاتون نازل ٿينديون آهن ان جو اصل بنياد اهو هوندو آهي تہ هنن جون نگاهون مخلوق جي طرف لڳل هونديون آهن،حالانڪ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ماڻهوءَ جو ايمان ان وقت تائين ڪامل نہ ٿو ٿي سگهي جيستائين عام ماڻهو هن جي نزديڪ ڍڪرين جي ڦولهڙين وانگر نہ ٿي وڃن ان کان پوءِ جڏهن هو پنهنجي نفس ڏي رجوع ڪري تہ ان کي ڪمترين کان بہ ڪمتر سمجهي" هن حديث شريف ۾ هن طرف اشارو آهي تہ مخلوق سان قطع تعلق ڪيو وڃي ۽ انهن جي عادتن جي پابندي ترڪ ڪئي وڃي.

## صداقت

شيخ احمد بن حضرويہ رحمہ الله عليہ جن جو قول آهي تہ

"جيڪو چاهي ته هر حال ۾ الله رب العزت سان گڏ رهي اهو صداقت کي ضروري سمجهي، ڇو ته الله تعاليٰ حق پسندن سان گڏ آهي" حديث شريف ۾ آيو آهي ته آنحضرت ﷺ جن فرمايو ته "صداقت نيڪيءَ جو رستو آهي"

مريد جي لاءِ ضروري آهي ته مال ۽ جاهه کي ترڪ ڪري ڇڏي ۽ مخلوق سان ان وقت تائين تعلق ختم ڪري ڇڏي، جيستائين هن جو بنياد مضبوط نه ٿئي، اهڙيءَ طرح هو نفس جي لڪل خواهشن کان واقف ٿي ويندو.

## خود شناسي

مريد جي لاءِ سڀ کان مفيد خود شناسي آهي، جنهن کي دنيا جي فضول ڳالهين سان دلچسپي هجي يا هن ۾ دنيا جي طمع يا نفساني خواهش جو ڪجهه حصو باقي رهجي ويو هجي اهو خود شناسيءَ جو مڪمل حق نه ادا ڪري سگهندو حضرت زيد بن مسلم جو قول آهي ته "به عادتون اهڙيون آهن جن سان توکي ڪمال حاصل ٿي ٿو سگهي،اهي هي آهن ته صبح ۽ شام گناهه ۽ مصيبت جو قصد به نه ڪيو" جڏهن مريد جو زهد ۽ تقويٰ مستحڪم ٿي وڃي ته ان وقت اهو نفس کان چڱي طرح واقف ٿي ويندو آهي، بلڪ پنهنجي پردن کان ٻاهر نڪري ايندو آهي، ان کي نفس جي حرڪتن، لڪل خواهشن ۽ مڪر وفريب کان خوب آگاهي حاصل ٿي ويندي آهي، بهرحال جيڪو صداقت کي اختيار ڪري ته اهو هن جو نهايت مضبوط سهارو آهي.

## الله جي ڪليل تلوار

شيخ ذوالنون رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا ته "هن سر زمين ۾ الله تعاليٰ جي هڪ تلوار آهي جو جڏهن اها ڪنهن تي وار ڪندي آهي ته ان کي ڪاٽي ڇڏيندي آهي، هيءَ سچائيءَ جي تلوار آهي"

سچائيءَ جي متعلق هڪ واقعو نقل ٿيل آهي ته بنو اسرائيل جي هڪ عابد ۽ زاهد کي هڪ ملڪه (راڻيءَ) ورغلايو ته هن ڇيو ته" خالي

جاءِ تي منهنجي لاءِ پاڻي رکي ڇڏ، تانته مان پاڪ ۽ صاف ٿيان" ان کان پوءِ هو محل جي مٿاهينءَ جاءِ تي چڙهيو ۽ اتان هن پنهنجو پاڻ کي ڪيرائڻ چاهيو ته ايتري ۾ الله تعاليٰ "هوا جي فرشتي" کي حڪم ڏنو ته هو هن ٻانهي کي پڪڙي هن ايئن ڪيو ۽ آهستي آئي زمين تي رکي ڇڏيو، ان تي ابليس کي چيو ويو ته "تو هن کي ڇو نه ڀڪايو؟ هن چيو ته "منهنجو انهيءَ شخص تي ڪو اختيار ناهي، جيڪو پنهنجي خواهش جي خلاف هلندو هجي ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ پنهنجي جان قربان ڪندو هجي"

## الله رب العزت جي لاءِ نيت

مريد جي لاءِ مناسب آهي ته هو هر ڪم ۾ الله رب العزت جي لاءِ نيت ڪري ايستائين جو کائڻ پيئڻ ۽ پهرڻ ۾ به ان جي نيت ڪري يعني هن جو کائڻ پيئڻ پهرڻ ۽ سڀ ڪجهه الله رب العزت جي خوشنوديءَ جي لاءِ هجي، جيئن ته هي سڀ شيون نفس کي آرام پهچائڻ لاءِ آهن لهاذا جيڪڏهن انهن ڪمن ۾ اللهجل شانه جي نيت ڪجي ته نفس معصيت ۽ گناهه جو مرتڪب نه ٿو ٿئي، بلڪ نيڪي ۽ الله جل شانه جي مخلصانه ڪمن ۾ تعاون ڪندو آهي، ليڪن جيڪڏهن الله جل شانهجي لاءِ نيت نيڪ رکڻ بغير سڪون نفس جي لاءِ ڪو ڪم ٿي وڃي ته اهو هن لاءِ وبال جان بنجي ٿو وڃي.

## نيت جو اثر

حديث شريف ۾ آيو آهي ته جنهن الله جل شانهجي لاءِ خوشبو لڳائي ته قيامت جي ڏينهن ان جي خوشبو خالص مشڪ کان به وڌيڪ عمده هوندي ۽ جيڪو الله کانسواءِ ٻين ماڻهن لاءِ خوشبو لڳائي ٿو ته قيامت جي ڏينهن ان جي بو مردار کان به وڌيڪ بدبودار هوندي"

حضرت انس رضي الله عنه جن فرمائيندا هئا ته" مهنجي هٿ جي تري ۾ مشڪ جي خوشبو لڳايو، ڇو ته ثابت مون سان هٿ ملائيندو آهي ۽ منهنجي هٿ کي چمندو آهي"

اهل حق نماز لاءِ سٺو لباس پائيندا آهن، انهيءَ مان انهن جو

اهومقصد هوندو آهي تہ هن طرح نيڪ نيتيءَ سان الله رب العزت جو قرب حاصل ڪريون لهاذا سالڪ جي لاءِ مناسب آهي تہ هو پنهنجي سيني حالتن قولن ۽ فعلن جو صحيح جائزو وٺي پنهنجي نفس کي اها اجازت نہ ڏئي تہ هو الله تعاليٰ جل شانہ کان الگ رهي ڪا حرڪت ڪري يا ڪا ڳالهہ زبان مان ڪڍي.

## دل سان نيت

اسان پنهنجي شيخ محترم جي هڪ سائيءَ کي ڏٺو اهو هر ڳرهہ تي نيت ڪندو هو ۽ پنهنجي زبان سان اهو بہ فرمائيندو هئو تہ "مان هي ڳرهہ (لقمو) الله جل شانہ جي لاءِ کان ٿو" بهرحال جيڪڏهن دل سان نيت نہ ڪئي وڃي تہ زباني چوڻ سان ڪو بہ فائدو نہ آهي، چو تہ نيت قلب جو عمل آهي،زبان صرف ان جو ترجمان آهي، ان ڪري جيستائين الله جل شانہ جي لاءِ قلبي عزيمت نہ هجي اها نيت نہ ٿي چئي سگهجي.

هڪ بزرگ پنهنجي زال کي آواز ڏنو،هو پنهنجي وارن کي صاف ڪرڻ پيا گهرن، ان ڪري پاڻ چيائون" ڦڻي ڪٺي اچ" هن جي زال چيو تہ ڇا مان ڦڻي ۽ آئينو بہ آڻيان؟ هي ٻڌي هو خاموش رهيا پوءِ چوڻ لڳا تہ"ها" هڪ ٻڌڻ واري چيو تہ" توهان خاموش رهي آئيني جي باري ۾ توقف ڪيو ۽ پوءِ "ها" ۾ چو جواب ڏنو؟ هن بزرگ چيو تہ"مون نيت ڪري ڦڻي آڻڻ لاءِ چيو هو ۽ هن آئيني جو بہ ذڪر ڪيو ان وقت مون آئيني جي باري ۾ نيت ڪا نہ ڪئي هئي، ان ڪري مان ترسيس لهاذا جڏهن الله تعاليٰ جل شانہ‌نيت ڪرائي تہ مون "هائو" ۾جواب ڏنو.

## گوشہ نشيني

هر مبتدي مريد جنهن پنهنجي شروعات جو بنياد پنهنجي دوستن ۽ واقف ڪارن کي ڇڏي پختو نہ ڪيو هجي، اڪيلائيءَ جو عادي نہ هجي، ان وقت تائين ان جو آغاز صحيح نہ ٿو ٿي سگهي، ان ڪري هي چيو ويو آهي دوستن جي گهٽائي سچائيءَ جي گهٽتائيءَ جو

دليل آهي، بلڪ مبتديءَ لاءِ خاموش رهڻ سڀ کان وڏيڪ مفيد آهي، ته جيئن ماڻهن جون ڳالهيون هن جي ڪنن ۾ نه پون، ڇو ته مختلف ڳالهين کي ٻڌي هن جي باطن جي تبديلي ٿيڻ جو قومي امڪان آهي.

## فضول ڪمن کان پرهيز

جيڪو شخص زهد ۽ تقويٰ کي ڪمال نه ٿو سمجهي ان کي ڪڏهن به معرفت حاصل نه ٿي ٿئي ۽ معرفت حاصل نه هئڻ جي ڪري ان تي ٻلائيءَ جو دروازو نه ٿو کلي، جيئن ته مبتدين جا باطن ميڻ وانگر آهن ان ڪري هو هر نقش قبول ڪري ٿا وٺن، ڪيترا دفعا ته مبتديءَ لاءِ صرف ماڻهن کي ڏسڻ به نقصانڪار آهي، اهڙيءَ طرح فضول ڏسڻ ۽ فضول گهمڻ ڦرڻ ته گهڻو نقصانڪار آهي، ان ڪري صرف ضرورت تي اڪتفا ڪئي وڃي، يعني جڏهن ڏسڻ جي ضرورت هجي صرف ان وقت ڏٺو وڃي ايتري قدر جو جيڪڏهن هو ڪنهن رستي تي هلي ته اها ڪوشش ڪري ته هن جي نظر صرف انهيءَ رستي تي هجي جنهن تي هو هلي رهيو آهي، ساڄي کاٻي نه ڏسي، ان کان پوءِ هو ماڻهن جي نگاهن ۽ انهن جي احساسن کان به پاسو ڪري، ڇو ته جيڪڏهن ماڻهن کي اهو علم ٿي وڃي ته اهو هن جي انهيءَ فعل کان به وڏيڪ نقصانڪار آهي .

## ضرورت جي حد

هو فضول هلڻ چلڻ کي حقير سمجهي، ڇو ته قول ۽ فعل ۽ نظر وسماع جي هر اها شيءِ جيڪا ضرورت کان ٻاهر هجي فضول سمجهي ويندي آهي، ۽ ان سان روحاني اصول ضايع ٿي ويندا آهن، حضرت سفيان رحمة الله عليه جن جو قول آهي ته "ماڻهو اصول کي ضايع ڪري وصول کان محروم ٿي ويندا آهن" جيڪو قول ۽ فعل ۾ ضرورت جي حد ۾ نه رهي اهو ڪائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ ۾ به ضرورت جي حد جي اندر نه رهي سگهندو، جڏهن کو ضرورت کان اڳتي وڌي وڃي ته ان جي قلب جا عزائم متزلزل ٿي آهستي آهستي فنا ٿي ويندا آهن.

شيخ سهل بن عبدالله رحمه الله عليه جن فرمائن ٿا تہ” جيڪو شخص پنهنجي مرضي ۽ اختيار سان الله جل شانہ جي عبادت نہ ڪري تہ اهو مجبور ٿي مخلوق جي پرستش ڪندو آهي، اهڙي طرح بندي تي رخصت ۽ سهولتن جا دروازا کلي پوندا آهن، ۽ تباهہ ٿيڻ وارن سان گڏ هو بہ تباهہ ٿي ويندو آهي.

## دنيادارن کان پرهيز

مبتدي جي لاءِ هي مناسب نہ آهي تہ هو ڪنهن دنيا دار سان تعلق رکي، ڇو تہ انهن سان تعلق رکڻ هن لاءِ قاتل زهر آهي، روايت آهي تہ” دنيا الله جل شانہ کي ناپسند آهي جيڪو هن جي هڪ رسيءَ کي بہ پڪڙيندو تہ اها هن کي دوزخ ڏي وٺي ويندي آهي“ هي رشتا دنيادار، طالب دنيا ۽ زرپرست آهن لهاذا جيڪو انهن کان واقف ٿي وڃي، اهو انهن ڏي ڇڪجي خود بخود هليو ويندو آهي، چاهي هن جي مرضي هجي يا نہ هجي.

## نفلن جي پابندي

مبتدي سالڪ طريقت انهن درويشن جي صحبت کان بہ پرهيز ڪري جيڪي رات جي جاڳڻ ۽ ڏينهن جو روزو رکڻ جا قائل نہ هجن،ڇو تہ انهن جي صحبت دنيادارن جي صحبت کان بہ بدتر آهي، اهي هي چوندا رهندا آهن تہ ”عمل ڪرڻ عابدن جو مشغلو آهي، مگر اهل حال انهيءَ کان مٿاهان آهن،لهاذا درويشن کي صرف فرائض ۽ رمضان شريف جا روزا ادا ڪرڻ گهرجن مگر مبتدي مريد کي هيءَ ڳالهہ بلڪل نہ ٻڌڻ گهرجي،ڇو تہ اسان کي سينڪڙن ڳالهين جو تجربو آهي، ۽ بار بار اسان آزمايو بہ آهي بلڪ جڏهن اسين درويشن ۽ مشائخن جي صحبت ۾ ويناسين تہ اهوئي مشاهدو ڪيوسين تہ جيڪي ماٿهو اها ڳالهہ چون ٿا ۽ نفلن کي ڇڏي صرف فرضن جي پابندي ڪندا آهن اهي پنهنجي ڪم ۾ ڪوتاهي ڪندا آهن حالانڪ هو پنهنجي روحاني احوال ۾ هوشمند هوندا

آهن.

## جمع جو پروگرام

طالب کي فرائض ۽ نوافل ٻنهين جي پابندي ڪرڻ گهرجي اهڙيءَ طرح هو آغاز کان ئي ثابت قدم رهندو آهي، بلڪ هن کي جمع جي ڏينهن جو خاص طور تي لحاظ رکڻ گهرجي،هي ڏينهن هو خالص الله رب العزت جي لاءِ وقف ڪري ۽ ذاتي ڪمن کي ترڪ ڪري ڇڏي، هو جمع جو غسل ڪري سج ايرڻ کان اڳ ئي جامع مسجد ۾ پهچي وڃي، جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي تہ بهتر اهوئي آهي تہ نماز جمعي جي وقت غسل ڪري جيئن رسول الله ﷺ جن حضرت ابو هريره رضي الله عنه کي فرمايو تہ"اي ابو هريره! تون جمع جي لاءِ ضرور غسل ڪر،چاهي توکي رات جي کاڌي جي بدلي ۾ پاڻي خريد ڪرڻو پوي، ڪو بہ پيغمبر اهڙو نہ آهي جنهن کي الله تعاليٰ جل شانہ جمع جي غسل جو حڪم نہ ڏنو هجي،ڇو تہ جمع جو غسل گناهن کان ٻن جمعن جي وچ ۾ ڪفارو بنجي ٿو وڃي.

ان کان علاوه هو لڳاتار نماز،مناجات، دعا، تلاوت ۽ گوناگون ذڪرن ۾ مصروف رهي، ايتري قدر جو جمعي جي نماز پڙهي وڃي ان کان پوءِ هو جامع مسجد ۾ ئي اعتڪاف جي حالت ۾ رهي ايستائين جو ٽيهري نماز پڙهي پوءِ ڏينهن جو باقي حصو تسبيح واستغفار ۽ درود شريف ۾ گذاري ان جو نتيجو اهو ٿيندو تہ سڄو هفتو مبارڪ گذرندو ۽ ان جو ثمر ايندڙ جمع جي ڏينهن مشاهدو ڪندو.

## جمع جو معياري ڏينهن

هڪ اهل حق بزرگ پنهنجي روحاني احوال اقوال ۽ افعال کي جمعي جي لاءِ سڄو هفتو منضبط ڪندا رسندا هئا، ان ڪري جمعي جو ڏينهن هر اهل حق جي لاءِ درجن جي ترقيءَ جو ڏينهن هوندو آهي، چنانچہ جمع جي ڏينهن جيڪي ڪجهہ ملندو آهي اهو هڪڙو معيار بنجي ويندو آهي، جنهن سان گذريل هفتي جي ڪمن جو اندازو لڳايو

ويندو آهي. جيڪڏهن هفتو خيريت سان گذري وڃي ته جمع جي ڏينهن وڌيڪ انوار ۽ برڪتون نازل ٿينديون آهن ۽ جيڪڏهن هفتي کي بيڪار وڃايو وڃي ته جمعي جي ڏينهن طبيعت تي مايوسي، تنگ دلي، ۽ افسردگي ڇانيل رهندي آهي، لهاذا انهيءَ ڳالهه جو به خيال رکڻ گهرجي.

## لباس ۾ اعتدال

ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ پوشاڪ نه پائڻ گهرجي نه اڇي قسم جو لباس پائجي ۽ نه متقشف زاهد جهڙو لباس پائجي ته جيئن ماڻهو هن کي زاهد سمجهن، اڇي پوشاڪ پائڻ ۾ نفساني خواهشن جو اظهار ٿيندو آهي ۽ ٿلهو لباس پائڻ ۾ رياڪاري جو شبهو هوندو آهي، ان ڪري لباس به صرف خداوند ڪريم جي لاءِ پائجي.

## التي قميص

چون ٿا ته حضرت سفيان رحمه الله عليه جن هڪ ڏينهن التي قميص پاتي ۽ ڪين ان جو علم نه ٿيو ايستائين جو ڏينهن چڙهي آيو، ان وقت هڪ ماڻهو ڪين خبردار ڪيو ته پاڻ ان کي لاهي بدلائڻ جو ارادو ڪيائون، مگر انهيءَ ارادي کان باز رهيا ۽ چوڻ لڳا ته مون ان کي الله جل شانه جي نيت سان پاتو آهي لهاذا مان ماڻهن جو خيال ڪري ان کي تبديل نه ٿو ڪيان. حق جي طالب کي انهن ڳالهين جو به خيال ڪرڻ گهرجي.

## تلاوت قرآن مجيد

مبتدي سالڪ لاءِ اهو به ضروري آهي ته هو قرآن ڪريم جي تلاوت ڪري ان کي حفظ ڪري جيستائين ٿي سگهي ته قرآن ڪريم جي هڪ منزل کان حفظ جي ابتدا ڪري پورو ياد ڪري هو هن شخص جي قول ڏي ڌيان نه ڏئي جيڪو اهو چئي ته صرف هڪڙي ذڪر جو دوامي ورد ڪرڻ قرآن ڪريم جي تلاوت کان افضل آهي، ڇو ته هو نماز جي اندر ۽ ٻاهر تلاوت قرآنِ ڪريم جي برڪت سان پنهنجي دلي منشا حاصل ڪري ٿو سگهي.

## ذڪر

ڪي مشائخ مريدن لاءِ محض هڪڙو ذڪر ان لاءِ پسند فرمائيندا آهن تہ جيئن‌هن جو مرڪزي خيال ۽ يڪسوئيُ قائم ٿي وڃي، ليڪن جيڪڏهن ڪير خلوت نشين ٿي تلاوت ۽ نماز جي پابندي ڪري تہ اهو عمل هن لاءِ محض هڪ ئي ذڪر جي پابنديءَ ڪان بهتر آهي، جيڪڏهن ڪنهن وقت هو ٿڪجي پوي تہ ذڪر ڪي اختيار ڪري ۽ تلاوت جي بجاءِ ذڪر شروع ڪري،ڇو تہ ذڪر جو ورد نفس لاءِ نسبتا آسان ۽ هلڪو آهي، مگر اهو سمجهڻ گهرجي تہ هر شيءِ لاءِ قلب اهم آهي لهاذا تلاوت نماز ۽ ذڪر جو هر اهو عمل جنهن ۾ دل ۽ زبان هم آهنگ نہ هجن اعتبار جي قابل نہ آهي بلڪ ناقص عمل آهي.

## قرآن جي معنيٰ

هو وسوسن ۽ نفساني ڳالهين کي حقير نہ سمجهي، هي هن لاءِ گهڻو نقصانڪار ۽ خطرناڪ بيماري آهي،هن کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ نفساني گفتگوءَ جي بجاءِ قرآن ڪريم هن جي باطن ۾ داخل ٿي وڃي، يعني جيئن زبان تلاوت ۾ مشغول رهندي آهي ان ۾ ٻيو ڪلام شامل نہ هوندو آهي، ساڳي طرح قرآن ڪريم جي معنيٰ قلب جي اندر سمائجي وڃي ۽ ان ۾ نفساني گفتگوءَ جي ملاوٽ نہ هجي.

## مراقبو

جيڪڏهن هو عجمي هجي ۽ قرآن ڪريم جي معنيٰ ڪان واقف نہ هجي تہ باطني مراقبو اختيار ڪري، هن جو باطن نفساني گفتگو (حديث نفس) جي بجاءِ انهيءَ تصور ۾ مصروف رهي تہ الله تعاليٰ جل شانہ هن ڏي ڏسي رهيو آهي، اهڙي طرح هميشہ پابندي ڪرڻ سان هن جو تعلق ارباب مشاهده سان ٿي ويندو.

حضرت مالڪ رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ جڏهن صديقين جا قلب قرآن ڪريم ٻڌندا آهن تہ انهن ۾ آخرت جي لاءِ خوشيءَ جي

امنگ ڏيندي آهي، ان ڪري سالڪ طريقت بہ انهن اصولن جي پابندي ڪري ۽ خداوند ڪريم جو نيازمند رهندي هميشہ ان ڪان ئي مدد جي طالب رهي ٿو.

## نياز مندي

شيخ سهل رحمة الله عليه جن فرمائين ٿا تہ" اهل حق جيتري قدر خدا سان نيازمندي ڪندو آهي، اوتري قدر هو آزمائش ۽ بلائن ڪان واقف ٿيندو آهي، ۽ جيتري قدر هو بلائن ڪان واقف هوندو آهي اوتري قدر هو خداوند ڪريم جو نياز مند هوندو آهي، انهيءَ ڪري هميشہ خداوند عظيم جو نيازمند رهڻ خير ۽ برڪت جو بنياد آهي ۽ اهائي حقيقت صوفين جي هر دقيق علم جي ڪنجي آهي، هيءَ نيازمندي هر وقت گڏ رهڻ گهرجي، ۽ڪا بہ حرڪت ۽ ڪو بہ ڪلمو نيازمنديءَ ڪان خالي نہ رهڻ گهرجي، نہ تہ ان جو انجام بخير نہ ٿيندو، اسان هن ڪي بار بار آزمايو ۽ معلوم ڪيو آهي. شيخ سهل رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ جنهن جو ڪو ساهہ ذڪر ڪان خالي رهي اهو پنهنجي روحاني حالت بگاڙي ٿو ڇڏي، هن جي خراب حالت جي ننڍي نشاني هيءَ آهي تہ هو فضول ڳالهين ۾ مشغول رهي ۽ ضروري ڳالهين ڪي ڇڏي ڏئي.

## بيهوده ڳالهہ جو ڪفارو

اسان ڪي معلوم ٿيو آهي تہ حسان بن سنان رحمة الله عليه هڪ دفعي چوڻ لڳا تہ" هي گهر ڪنهن جو آهي؟" پوءِ ڪين هوش آيو تہ چوڻ لڳا تہ" مان هي سوال ڇو ڪري رهيو آهيان؟" هن ڳالهہ جو مون سان ڪو تعلق ڪونهي بلڪ هي نفس جي غلبي ۽ بي ادبيءَ جو نتيجو آهي" ان ڪانپوءِ پاڻ قسم کاڌائون تہ انهيءَ بيهودي ڳالهہ جي ڪفاري جي طور تي هو سڄو سال روزا رکندا.

## صداقت جو اثر

حقيقت اها آهي تہ هنن بزرگن صداقت جي ذريعي بلند مرتبا

حاصل ڪيا ۽ پنهنجي همٿ ۽ عزم جي طاقت سان جتي پهچڻ گهريائون پهتا، حضرت جنيد رحمةالله عليه جن فرمائن ٿا تہ" جيڪڏهن هڪ صداقت پسند انسان الله رب العزت جي طرفان هڪ هزار سال متوجہ رهي، ان کان پوءِ هڪ هڪ لمحي جي لاءِ ان کان ڪناره ڪش ٿي وڃي تہ ان جو نقصان ان جي فائدي کان گهڻو ٿيندو" هي اهو جملو آهي جيڪو هڪ مبتدي سالڪ کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي، البت منتهي سالڪ تہ ان کي ڄاڻي ٿو ۽ ان تي عمل ڪري ٿو، جيڪڏهن مبتدي صادق آهي تہ منتهي صديق آهي.

## صادق

شيخ ابو سعيد القرشي رحمة الله عليه جن جو قول آهي تہ" صادق اهو آهي جنهن جو ظاهر درست هجي ۽ هن جو باطل ڪڏهن ڪڏهن حظ نفس ڏي مائل ٿئي، ان جي نشاني اها آهي تہ هو هڪ قسم جي عبادت ۽ اطاعت ۾ تہ لذت محسوس ڪري مگر ٻئي قسم جي اطاعت ۾ حلاوت حاصل نہ ڪري ان کان سواءِ جڏهن ذڪر ۾ مشغول ٿئي تہ هن جو روح منور ٿي وڃي مگر جڏهن نفساني لذت ۾ مشغول هجي تہ هن جو خيال هليو وڃي.

## صديق

صديق اهو آهي جنهن جو اظهار ۽ باطن ٻئي درست هجن ۽ رنگا رنگ احوال سان خداوند ڪريم جي اهڙي طرح عبادت ڪري جو الله جل شانہ ۽ ان جي ذڪر سان ڪائڻ پيئڻ سمهڻ ۽ ڪا بہ شيءِ هن کي نہ روڪي سگهي، صديق پنهنجو پاڻ کي الله رب العزت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيندو آهي ۽ صديقيت جو حال نبوت کي قريب ترين آهي.

شيخ ابو يزيد رحمة الله عليه جن فرمائن ٿا تہ" صديقين جي آخري حد پيغمبرن جو پهريون درجو آهي"

## ارباب نهايت

هي ذهن ۾ رهي تہ ارباب نهايت (منتهي سالڪان طريقت) جو ظاهر ۽باطن درست هوندو آهي بلڪ انهن جا روح نفسن جي تاريڪين

مان نڪري قرب جي ڪشائش تائين پهچي ويندا آهن، هو دل جي هر آرزوءَ تي هر وقت لبيڪ چوندا آهن، انهن جي روحن جو مقام اعليٰ سان تعلق هوندو آهي، انهن جي نفساني خواهش جي باهه وسامي ويندي آهي ۽ انهن جي باطن ۾ روحاني علم چڱي طرح پريل هوندو آهي بلڪ انهن کي آخرت جو به انڪشاف ٿيندو آهي. جيئن رسول اڪرم ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جن جي حق ۾ فرمايو هو” ته جيڪو چاهي نه روءِ زمين تي هڪ ميت کي هلندو ڏسي ته اهو (حضرت) ابوبڪر رضي الله عنه کي ڏسي“.

سندن ﷺ هن ارشاد ۾ هن طرف اشارو آهي ته ڪين اهو روحاني علم تي ويو هو جيڪو مرڻ کانپوءِ مؤمنن کي حاصل ٿيندو آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي ته

| | |
|---|---|
| فَكَشَفْنَا عَنكَ غِطَاءَكَ فَبَصَرُكَ الْيَوْمَ حَدِيدٌ (پ٢٦ ق) | اسان تنهنجي پردي کي هٽائي ڇڏيو آهي. ان ڪري اڄ تنهنجي نظر لوهه (وانگر تيز) آهي، |

الغرض ارباب نهايت جون خواهشون مرده ٿي چڪيون آهن ۽ هنن جا روح آزاد ٿي چڪا آهن، حضرت يحيىٰ بن معاذ رحمة الله عليه جن کان عارف جا اوصاف پڇيا ويا ته پاڻ فرمايائون ته” عارف ماڻهن سان گڏ رهي به انهن کان جدا هوندو آهي“ هڪ دفعي پاڻ اهو به فرمايائون ته ”اهو هڪ بندو هو جيڪو الڳ ٿي ويو“

## خدا جا سپاهي

ارباب نهايت حقيقت ۾ الله جل شانه سان مليل آهن حالانڪ بظاهر هيءَ زندگي انهن جي رستي ۾ حائل آهي ته به الله تعالىٰ جل شانه کين مخلوق جي لاءِ پنهنجو سپاهي بنايو آهي، ان ڪري ماڻهو انهن کان ئي هدايت ٿا حاصل ڪن ۽ طريقت جي سالڪن جي ڪشش به انهن جي ئي طرف هوندي

آهي، انهن جو ڪلام ۽ انهن جون نظرون (روحاني بيمارين جو) علاج آهن، انهن جو ظاهر خداوند ڪريم جي حڪم سان محفوظ آهي ۽ باطن علم سان معمور آهي.

## عارف جي علامت

شيخ ذوالنون مصري رحمۃ الله عليه جن جو ارشاد آهي تہ"عارف جون ٽي نشانيون آهن (١)انهن جي معرفت جو نور انهن جي ورع ۽ پرهيزگاريءَ جي نور کي وسائي ٿو (٢) انهن جي باطني علم جا اعتقاد انهن جي ظاهري حالت کي خراب نٿا ڪن (٣) الله جل شانه جي نعمتن ۽ ڪرامتن جي ڪثرت انهن کي محرمات الاهيءَ جي پرده داريءَ تي آماده نٿي ڪري. بلڪ جيتري قدر انهن نعمتن ۾ اضافو ٿئي ٿو، اوتروئي سندن بندگي بہ وڌي ٿي. دنيا ۾ هو جيتري ترقي ڪندا آهن، اوتروئي سندن قرب ۾ بہ اضافو ٿئي ٿو. جيتري قدر سندن جاهہ ۽ منصب ۾ اضافو ٿئي ٿو اوتروئي سندس تواضح ۽ انڪساري ۾ اضافو اچي ٿو. هو مؤمنن آڏو عاجز ۽ ڪافرن لاءِ سخت هوندا آهن. جڏهن انهن جي خواهش پوري ٿيندي تہ هو ان جو شڪريو ادا ڪندا آهن ۽ ڪڏهن هو نفس کي ريجهائڻ خاطر ان جي خواهش بہ پوري ڪندا آهن، جو انهن جو نفس ان ٻار جيان ٿئي ٿو، جنهن کي ڪنهن شيءِ سان ٻهلايو وڃي يا ڪا شيءِ ڪيس تحفي ۾ ڏني وڃي. جيئن تہ نفس تي سندن ڪڙي نظر هوندي آهي ان ڪري هو عنايت جو بہ مستحق ٿيو وڃي، مگر اڪثر ڪري هي اتباع سنت ڪندي نفس جي خواهش کي پورو ڪو نہ ڪندا آهن، ڇو جو انهن کي دنياوي شين ڏانهن هوئڻ بہ ڏيان گهٽ هوندو آهي.

## عروس دنيا

شيخ يحيٰي بن معاذ جو قول آهي تہ دنيا هڪ ڪنوار آهي، جنهن سان ان جي مشاطہ طلب ڪندي آهي زاهد ان جو منهن ڪارو ڪري ان جي وارن کي پٽيندو آهي ۽ ان جي ڪپڙن کي ڦاريندو آهي، مگر هڪ عارف پنهنجي خالق حقيقي جي ڪمن ۾ رڌل رهي ٿو ۽ ان خوبصورت ڪنوار ڏي اک کڻي بہ ڪو نہ نهاريندو آهي.

## غلط فهمي جو ازالو:

اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ هڪ سچو سالڪ پنهنجي ڪمال روحانيت جي باوجود ،نفس تي ضبط نفس، نفس ڪشي گهڻا روزه رکڻ،رات جو اوجاڳو ۽ ٻين مجاهدن کان بي نياز نہ ٿو رهي سگهي. انهيءَ ڏس ۾ ڪجهہ ماڻهن کي غلط فهمي ٿي وئي آهي تہ اهڙي روحاني ڪمال رکندڙ سالڪ کي وڏيڪ عبادت ۽نفلن جي ضرورت نہ آهي،اهڙي طرح اهي جيڪڏهن دنياوي لذتن ۾ مشغول رهن تہ ڪهڙو حرج، مگر اها انهن جي غلطي آهي،ان سان نہ رڳو عارف جي معرفت تي پڙدو پئجيو وڃي بلڪ سندس روحاني ترقي پڻ رڪجيو وڃي، ان غلط فهميءَ جو ڪارڻ اهو آهي جو هڪ جماعت اهو مشاهدو ڪيو تہ دنياوي شين سان منجهن سنگدلي ڪو نہ ٿي پيدا ٿئي ۽ نہ ئي ڪو حجاب ٿو پيدا ٿئي تڏهن هو ان طرف مائل ٿي ويا. ۽ ان ڏس ۾ هو ايترا تہ اڳتي نڪري ويا جو رڳو فرض کي پورو ڪرڻ تي ئي اڪتفا ڪيائون بلڪ ڳائڻ پيئڻ ۾ بہ وسعت پيدا ڪري ڇڏيائون.

## عام مؤمنن جي زندگي:

مگر انهن جو اهو انبساط روحاني حال جي سڪر يا ائين ڪٿي چئجي تہ مجذومي ڪيفيت جو نتيجو آهي. هي نور حال ۾ قيد آهن ۽ مڪمل طرح نور حق لاءِ وقف ناهن ٿيا. حقيقت ۾ جيڪو بہ نور حال کان پاڻ ڇڏائي نور حق تائين پهچيو وڃي ان مان ان جي مستي جا آثار بہ ختم ٿيو وڃن ۽ هو عام مومنن وانگر بندگان خدا جي مقام تي اچيو وڃي. پوءِ انهن وانگر ئي نماز روزي ۽ نيڪيءَ جي مختلف ۽ معمولي ڪمن جي ذريعي قرب خداوندي حاصل ڪندو آهي، ايتري حد تائين جو هو واٽ تي پيل پٿر بہ پري ڪرڻ لڳندو آهي،۽ نيڪ ڪمن ڪرڻ ۾ پنهنجي ڀلائي ڄاڻڻ لڳي ٿو.

## نفس جي اصلاح:

ان جو نفس پاڪيزه ۽ فرمانبردار ٿيو وڃي،ان ڪري هو ڪڏهن

حسن سلوڪ طور بہ ان جي خواهش پوري ڪندو آهي، بشرطيڪ ان ۾ ان جي ڀلائي نظر ايندي هجي. ان معاملي ۾ هو ان کي ٻار وانگر سمجهندي، ان جي ڳالهہ کي نظر ۾ رکندو آهي تہ ڪاٿي هو اعتدال کان نہ نڪري وڃي. هو ڪڏهن ان جي مراد پوري ڪندو آهي ۽ ڪڏهن ان کي ائين ڪرڻ کان منع ڪندو آهي تہ جيئن سندس طبيعت ۾ بگاڙ نہ اچي. ڇو جو طبعي مزاج جو خاتمو علم جي حڪمت سان ڪيو ويندو آهي. ۽ جيستائين جبلت موجود هجي ان وقت تائين ان جو علاج علم جي حڪمت سان ئي ڪيو ويندو آهي. هيءُ اهو منجهائيندڙ مسئلو آهي، جيڪو روحانيت جي ترقي ڪندڙ لاءِ جڏهن هو آخري مرحلن ۾ هجي اهڙيون مشڪلاتون پيدا ڪندو آهي جنهن مان ان جا در بند ٿيو وڃن.

## خودمختياري:

سلوڪ جا پانڌيئڙا ڪنهن شيءِ جي اختيار ڪرڻ ۽ ڇڏڻ ۾ خود مختيار هوندا آهن، هو ڪڏهن سچن وانگر چڱا ڪم ڪن ٿا تہ ڪڏهن نفس جي ڳالهہ رکندي نفلن کي ڇڏيو ڏين. ۽ ڪڏهن نفس تي ضبط ڪندي ان جي ڪا ڳالهہ نہ مڃيندا آهن، ڇو جو هو ان معاملي ۾ خودمختيار آهن.

## وچون رستو:

جيڪو بہ دنيا جون لذتون ڇڏي ڏي اهو قطعي طور زاهد سڏبو ۽ جيڪو لذت ڪش آهي اهو دنيادار ئي سڏبو. مگر جيڪو منتهي سالڪ طريقت آهي اهو انهن ٻنهي ۾ حد اعتدال کي قائم رکندو آهي.

اگر ڪنهن سالڪ کي آخري مرحلي تي پهچي روحانيت جي مختلف قسمن طرف موٽڻو پوي ٿو پوءِ ان کي روحاني حالت جي تحت رهي پنهنجي مرضيءَ تان دستبردار ٿي رب جل شانه جي مرضي مطابق هلڻو ٿو پوي. جهڙي طرح هڪ زاهد ترڪ دنيا جو پائبند ٿو ٿئي ۽ پنهنجي مرضي تي هلڻ ڇڏي ٿو ڏئي اهڙيءَ طرح زاهد در زاهد جيڪو

دنيا جي شين کي الله جل شانه جي مرضي جي مطابق دنيا جي شين کي اختيار ڪري ٿو اهو انهن کي اختيار ڪرڻ جو پائبند آهي.

جڏهن ڪير تصوف جي آخري مرحلي تي پهچي وڃي ٿو ته پوءِ هو ڪنهن کي اخذ يا ترڪ ڪرڻ جو پابند نه هوندو آهي. مگر ڪڏهن الله جل شانه جي حڪم پٽاندڙ ڪنهن شيءِ کي ڇڏي ڏيندو آهي، ۽ ڪڏهن ان جي مرضيءَ جي مطابق ڪنهن شيءِ کي اختيار ڪندو آهي، اهو سڀ ڪجهه خدا جل شانه جي اختيار جي مطابق هوندو آهي. اهڙي طرح هو ڪڏهن نفلي نماز ۽ روزه ادا ڪندو آهي ۽ ڪڏهن ڪو نه ادا ڪندو آهي. ٻنهي صورتن ۾ سندن اهو عمل صحيح آهي ۽ اهائي روحانيت جي آخري منزل آهي.

## اتباع سنت

هر صحيح حال رسول الله ﷺ جن جي حال جي مطابق هوندو آهي. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فقط رات جي هڪ حصي ۾ بيدار رهندا هئا ۽ سڄي رات بيدار رهي عبادت نه ڪندا هئا اهڙي طرح پاڻ سڳورا رمضان کان علاوه سڄي مهيني جا روزا نه رکندا هئا ۽ نفس جي جائز ڳالهه کي پورو ڪندا هئا. هڪ شخص اچي پاڻ سڳورن صه کي چيو ته منهنجو ارادو آهي ته آئون جيڪر گوشت نه کاوان. پاڻ فرمايائون ته "آئون ته گوشت کائيندو آهيان" ۽ ان کي پسند ڪندو آهيان جيڪڏهن آئون رب جل شانه کان اها دعا گهران ته هو مون کي روز گوشت کائڻ لاءِ ڏي ته الله جل شانه جيڪر منهنجي اها دعا به قبول ڪري" ان حديث مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته پاڻ سڳورا ان معاملي ۾ خودمختيار هئا اگرپاڻ گهرن پيا ته کائن پيا ۽ نه پيا گهرن ته نه پيا کائن.

## رخصت ۽ عزيمت:

جڏهن ڪجهه ماڻهن کي اهو چيو ويندو اهي ته پاڻ ڪريم صه جن هيئن ڪرڻ فرمايو ته هو غلط فهميءَ ۾ اچي اهو چوڻ لڳندا آهن ته پاڻ سڳورا صه ته پاڻ شارع هئا، جيڪڏهن سندن مطلب اهو آهي ته ان

صورت ۾ سندس اتباع ضروري نہ آهي تہ اها فقط جهالت آهي، ڇو جو رخصت ۽ اجازت جو مطلب ٿي اهو آهي تہ پاڻ سڳورن صہ جي قول کان اڳتي نہ نڪتو وڃي ۽ عزيمت جو مطلب اهو آهي تہ پاڻ سڳورن جي فعل جو اتباع ڪئي وڃي. لهذا پاڻ ڪريم ﷺ جن جو قول سهولت پسند ۽ انهن لاءِ جيڪي همت وارا آهن ٻنهي لاءِ آهي.

منتهي اهل حق جو حال رسول الله ﷺ جي حال سان انهيءَ ڪري بہ مشابهہ هوندو آهي جو هو بہ مخلوق کي حق جي دعوت ڏيندو آهي. لهذا جيڪو ڪم رسول الله صلي الله عليه وسلم جن قابل اعتماد سمجهندا هئا ان تي هن کي بہ اعتماد ڪرڻ گهرجي. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن رات جي اوجاڳي جي عبادت ۽ نفلي روزه ان ڪري ادا ڪندا هئا تہ يا تہ امت ان جي پيروي ڪري يا وري پاڻ صلي الله عليه وسلم جن ان کي وڏيڪ خيروبرڪت لاءِ ادا ڪندا هئا. انهيءَ بنياد تي حق جي طالب کي پڻ ائين ڪرڻ گهرجي.

## عمل جو فيض

اصل حقيقت اها آهي تہ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن رڳو اتباع امت لاءِ عبادت ڪو نہ ڪندا هئا، بلڪ ان مان فيض ۽ برڪت لاءِ پڻ ائين ڪندا هئا. جيئن اسان فطري اصلاح جي سلسلي ۾ بيان ڪيو آهي. الله تعاليٰ جل شانه پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن کي مخاطب ٿي فرمايو آهي تہ "واعبد ربک حتيٰ ياتيک اليقين "ترجمو تون پنهنجي پروردگار جي عبادت ڪر ايستائين جو توکي موت اچي وڃي. ان جو سبب اهو آهي تہ ان طرح توهان بارگاهہ الاهي مان مدد طلب ڪئي آهي ۽ سخي جي در کي کڙڪايو اٿو.

## عجيب راز:

ان ڏس ۾ هڪ عجيب راز لڪل آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم نفس جي جنسيت جي تعلق سان مخلوق کي حق جي دعوت ڏيندا هئا. جيڪڏهن هي جنسيت جو رابطو نہ هجي ها تہ ماڻهن جي پاڻ

سڳورن صلي الله عليه وسلم تائين رسائي ممڪن نہ ٿئي ها، ۽ نہ ڪائن استفادو حاصل ڪري سگهن ها، پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي پاڪيزه نفس ۽ امت جي نفس وچ ۾ محبت ۽ الفت جو رشتو قائم آهي، اهڙي طرح روح بہ پاڻ ۾ الفت جي رشتي ۾ هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن، الفت جي رشتي مان مراد تہ جيئن روحن ۾ سڀ کان پهريائين الفت قائم ٿي هئي اهڙي طرح نفس بہ الفت جي رشتي ۾ منسلڪ ٿي ويا آهن، هر روح جو پنهنجي نفس سان هڪ خاص تعلق آهي بلڪ تمام روحن ۽ نفسن ۾ الفت ۽ محبت جا تعلقات قائم آهن.

## امت جي لاءِ فيض:

رسول الله صلي الله عليه وسلم جنهن نيڪ عمل جو ورد ڪندا هئا اهو پنهنجي ۽ پنهنجي امت جي نفس لاءِ هوندو هو. ۽ جنهن حد تائين پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن کي فيض جي ضرورت هوندي هئي پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن حاصل ڪري وٺندا هئا، ۽ جيڪو بچي ويندو هو سو سندن صلي الله عليه وسلم جن جي امت کي ڪم اچي ويندو هو. ان ڪري هڪ سالڪ کي بهرحال پنهنجي سائين سان گڏ هجڻ گهرجي، هن کي گهرجي تہ نفلن ۽ وڌيڪ عبادتن کي نہ ڇڏي ۽ نہ طبعي خواهشن ۽ لذت ڪوشي جي طرف توجهہ ڏي، سواءِ ان جي جو اها خواهش نفس لاءِ ضروري ٿي پوي.

## خلوت وجلوت

اعتدال جو پورو حق، الله رب العزت جي تائيد کانسواءِ ممڪن ڪيئن آهي، ان ڪري جيڪو بہ اهوگهري ٿو تہ ٻين جي سامهون پنهنجو صحيح جلوو پيش ڪري تہ ان کي جڳائي تہ سڀ کان پهريائين خلوت ۾ خالق حقيقي سان پنهنجا معاملا درست رکي تہ جيئن ان جي جلوت ان جي خلوت جي حمايت ۾ هجي، بعض ماڻهو اهو سمجهندا آهن تہ انهن جو سڄو وقت الله جل شانه جي ڪارڻ وقف آهي، ۽ ان ۾ ڪا بہ ڪمي نہ ٿي اچي، ائين ٿو لڳي تہ انهن کي وڌيڪ حقيقت سمجهڻ لاءِ خالق

عظيم ڪين عقل ڪو نہ ڏنو آهي،انهن جو اهو روحاني حال تہ صحيح آهي مگر ان ۾ هڪ ڪوتاهي بہ شامل آهي،تہ هو خود مختياريءَ جي راز کان واقف ڪين ٿيا آهن،بلڪ اسلام جي حقيقت کان بہ ناآشنا آهن، مشائخن کان ڪيترا اهڙا ڪلما ظاهر ٿي رهيا آهن جن نهن ڪري شڪ پيدا ٿي پيا آهن، عام ماڻهو انهن کي ٻڌي ان تي عمل بہ ڪن ٿا. بهتر تہ اهو آهي تہ انهن ڪلمن جي توضيح الله جل شانه کان طلب ڪري تہ جيئن الله تعاليٰ جل شانه سندس صحيح رهنمائي ڪري.

## ڪمال معرفت

هڪ بزرگ کان پڇيو ويو تہ معرفت جو ڪمال ڇا آهي؟ ان وراڻيو تہ جڏهن مختلف خيال دور ٿي وڃن ۽ سڀ روحاني احوال ۽ مقامات درست ۽ يڪسان ٿي وڃن ۽ نظر تميز باقي نہ رهي تہ اهوئي معرفت جو ڪمال آهي.

ان قسم جي قولن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪمال معرفت ۾ خلوت ۽ جلوت، عمل ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ ۾ ڪو فرق باقي نہ ٿو رهي.

## استقامت

شيخ محمد بن الفضل کان پڇيو ويو "عارفن کي ڪهڙي شيءِ جي ضروري پوي ٿي"؟ جواب مليو انهن کي هڪ اهڙي خصلت جي ضرورت آهي جنهن سان سيئي محاسن مڪمل ٿي وڃن،هيءَ حقيقت ۾ استقامت جي وصف آهي ان لاءِ جيڪو معرفت ۾ ڪامل هجي ان ۾ استقامت بہ اعليٰ درجي جي هوندي آهي"

## تصوف جا مرحلا

شروع ۾ سالڪ جي عملن جو مواخذو ڪيو ويندو آهي ان ڏاڪي تي سندس روحاني حال تي پڙدو ڍڪيل هوندو آهي مگر جڏهن هو وچين درجي تي هوندو آهي تہ سندس روحاني حال تي پڙدو پيل هوندو آهي. حالانڪ ڪڏهن مٿس عملن جو حجاب پيل هوندو آهي، مگر جڏهن هو مٿاهين درجي تي پهچي ٿو تہ نہ عمل روحاني

حالت لاءِ حجاب بڻجن ٿا ۽ نه ئي روحاني حال عملن لاءِ پڙدو بڻجي ٿو. اها رب العزت جي وڏي عنايت آهي.

## آغاز طرف موٽڻ

حضرت جنيد رحمة الله عليه کان پڇيو ويو ته تصوف جي انتها ڇا آهي؟ فرمايائون ته "ان جي انتها آغاز ڏي موٽ آهي" حضرت جنيد رحمة الله عليه جي ان قول جي تشريح ۾ اهو بيان ڪيو ويو آهي ته سالڪ طريقت روحانيت جي اوائلي وقت ۾ جهالت ۾ مبتلا هوندو آهي، ان کان پوءِ ڪيس معرفت ملي جنهن کان پوءِ حيراني ۽ جهل جي طرف موٽايو ويو. جيئن ڪو ٻار ناداني‌ءَ ۾ مبتلا هجي پوءِ ڪيس ڄاڻ حاصل ٿئي ان کان پوءِ هو وري جهالت ۾ مبتلا ٿئي. جيئن ارشاد خداوند عظيم آهي." ته جيئن هو علم کانپوءِ ڪجهه به ڄاڻي نه سگهي"

## حيراني

هڪ بزرگ جو قول آهي ته"خدا جل شانه جي معرفت سڀ کان وڏيڪ انهن کي حاصل ٿيندي آهي جيڪي سندس (جل شانه) متعلق سڀ کان وڏيڪ حيران ٿين، غالبًا ان قول جو مفهوم اهوئي آهي جيڪو اسين بيان ڪري چڪا آهيون، ته اهل حق عمل سان پنهنجي منزل جو آغاز ڪندو آهي پوءِ ترقي ڪري روحاني احوال حاصل ڪندو آهي. جنهن کان پوءِ عمل ۽ احوال ٻنهي کي گڏ ڪندو آهي.

## سجده ريزي:

هي آخري طريقو منتهي مشائخن جو آهي، جيڪي محبوبيت جي طريقي تي گامزن هجن، جيئن ته انهن جي روح جي ڪشش بارگاهه الهي جي طرف هوندي آهي، ان ڪري هو قلب کي پنهنجي تابع ڪرڻ گهرندي آهي ۽ قلب وري نفس کي ۽نفس جسم کي پنهنجو تابع بنائڻ گهري ٿو اهڙي طرح هو مڪمل طور خدا جل شانه جي روبرو ٿي ان خالق حقيقي لاءِ سجده ريز ٿيندو آهي جيئن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو "تولاءِ منهنجي دل ۽ خيال به سجدو ڪري ٿو" ۽ خدا تعالىٰ جل

شانه جو فرمان آهي:

ولله ليسجد من في السموات والارض طوعا وكرها وظلالهم بالغدو والاصال

ترجمو: آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪو ڪجهہ آهي اهو خوشي ۽ ناخوشي سان الله کي سجدو ڪن ٿا ۽ انهن جو سايو بہ صبح ۽ شام سجدو ڪندو آهي.

## محبوب خلق

ان موقعي تي محبت جو روح ان جي تمام جزن ۾ سرايت ڪري ويندو آهي، جنهن سان هو لذت وٺن ٿا. بلڪ خدا جل شانه جي ذڪر ۽ تلاوت سان بہ محبت هئڻ ڪري لطف اندوز ٿيندو آهي ان ڪري الله جل شانه پاڻ بہ نہ رڳو انهن سان محبت ڪري ٿو. جيئن حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ، رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جڏهن الله تعالىٰ جل شانه ڪنهن بندي سان محبت ڪندو آهي تہ هو جبرئيل عليه السلام کي پڪاري چوندو آهي تہ الله تعالىٰ جل شانه فلاڻي ماڻهو سان محبت ڪري ٿو، ان لاءِ اوهين بہ ساڻس محبت ڪيو چنانچہ حضرت جبرئيل بہ ساڻس محبت ڪري ٿو. ان کان پوءِ الله تعالىٰ جل شانه جي محبت جو اعلان سيني آسمانن ۾ ڪري ڇڏيندو آهي تہ ان لاءِ اوهين بہ ساڻس محبت ڪريو" ان تي آسمان وارا سڀ ساڻس محبت ڪن ٿا ،جنهن سان روئي زمين تي بہ سندس مقبوليت ٿيو وڃي.

# عوارف المعارف

شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي نہ رڳو سهروردي سلسلي جو بنياد وڌو مگر عوارف المعارف لکي تصوف جي پانڌيئڙن لاءِ هڪ ٽيڪسٽ بڪ تيار ڪيو. هيءُ ڪتاب هر سلسلي جي ميجيندڙ وٽ مقبول رهيو آهي. سلسلہ سهروردي شيخ الشيوخ جي حياتيءَ ۾ بنگال، هند ۽ سنڌ ۾ ڦهلجي ويو ۽ اسلام جي اشاعت ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو رهيو. بزرگ جي وفات ۽ بغداد جي تباهي کان پوءِ سندس اولاد ملتان، پاٽ، برهانپور ۽ بعد ۾ سيوهڻ اچي مقيم ٿيو. ڪتاب عوارف المعارف جو مترجم مخدوم عبدالجبار صديقي پڻ شيخ الشيوخ شهاب الدين السهروردي جي اولاد مان آهي. هيءُ خاندان پهريائين ملتان ۾ اچي مقيم ٿيو. بعد ۾ جڏهن شيخ شهاب الدين ثانيءَ (جنهن جي مزار بکر ۾ اڄ بہ موجود آهي. سن۸۰۳ - ۸۹۴ ھ) کي پاٽ شريف جو علائقو جاگير ۾ مليو تہ سندس فرزند شيخ معروف نہ رڳو پاٽ ۾ مستقل منتقل ٿيو بلڪ علم و عرفان جي اها شمع ٻاريائين جنهن نہ رڳو سنڌ ۽ هند کي روشن ڪيو بلڪ ڏوراهين ڏيهہ جي ماڻهن بہ لاڀ پرائي ۽ اهو ڪم مختلف لاهن چاڙهن سان صدين کان جاري رهندو آيو. مترجم هن ڪتاب جي ٦٣ بابن جو ڪامل ترجمو ڪري سنڌي ادب خاص ڪري تصوف سان دل لڳائيندڙن جي وڏي خدمت ڪئي آهي. جنهن لاءِ ڪيرون لهڻي، مترجم جو والد مخدوم ميان علي گوهر صديقي منهنجي گهاٽن دوستن مان هو، جيڪو صالح انسان عالم باعمل ۽ نيڪوڪارن مان هو.

هتي سندس ٻئي فرزند ۽ مترجم جي ننڍي ڀاءُ مخدوم سليم الله صديقي جو ذڪر نہ ڪرڻ زيادتي ٿيندي. حقيقت ۾ هن پاٽ اونداهيءَ ۾ اجهامندڙ ڏئي ۾ تيل وجهي نئين سر روشني ڪرڻ جو سهرو سندس مٿي آهي. جنهن اداره پاٽ هائوس قائم ڪري ڪيترائي ڪتاب سنڌيءَ ۾ شايع ڪرايا آهن ۽ ڪرائيندو رهي ٿو. جنهن سان هن هڪ طرف پنهنجي اسلاف جي روايتن کي قائم رکيو آهي ۽ ٻئي پاسي سنڌي ادب لاءِ اميد ٻڌجندو پيو وڃي. شال وڌي ويجهي.

ابو سعيد غلام مصطفيٰ قاسمي
ڊائريڪٽر شاه ولي الله اڪيڊمي
حيدرآباد سنڌ

17/7/98